# هڪ جلدي سنڌي لغت

(عام رائج ٻولي ۽ وچولي درجي جي ادبي زبان جي لفظن ۽ اصطلاحن تي مشتمل)

مولف

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

مددگار

شيخ محمد اسماعيل




سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

حيدرآباد، سنڌ.

١٩٩٨ع

# هڪ جُلدي سنڌي لغت

مؤلف: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
مددگار: محمد اسماعيل شيخ
اشاعتي نگران: امين محمد لغاري
ڪمپوزنگ: حسين احمد ميمڻ
ڇاپو: پهريون، آگسٽ ١٩٩٨ع
تعداد: ٻه هـزار
ڇپائيندڙ: سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشن، ڪراچي

قيمت: =/400 روپيا

ملڻ جو هنڌ
سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو،
نيشنل هاءِ وي، حيدرآباد، سنڌ، پاڪستان. 77000
فون: 650167-652457
فيڪس: 65276

هيءَ لغات، سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي سيڪريٽري، تاج جويي، آزاد ڪميونيڪيشن ڪراچيءَ کان ڇپائي، اداري جي آفيس، حيدرآباد مان پڌري ڪئي.

# هڪ جلدي سنڌي لغت

(عام رائج بولي ۽ وچولي درجي جي ادبي زبان جي لفظن ۽ اصطلاحن تي مشتمل)

مولف

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

مددگار

شيخ محمد اسماعيل




سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو

حيدرآباد، سنڌ.

١٩٩٨ع

سنڌي لئنگويج اٿارٽي جا سڀ حق ۽ واسطا قائم

# هڪ جُلدي سنڌي لغت


| | |
|---|---|
| مؤلف: | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ |
| مددگار: | محمد اسماعيل شيخ |
| اشاعتي نگران: | امين محمد لغاري |
| ڪمپوزنگ: | حسين احمد ميمڻ |
| ڇاپو: | پهريون، آگسٽ ١٩٩٨ع |
| تعداد: | ٻه هزار |
| ڇپائيندڙ: | سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو، حيدرآباد |
| ڇپيندڙ: | آزاد ڪميونيڪيشن، ڪراچي |

**قيمت: =/400 روپيا**

ملڻ جو هنڌ

سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو،

نيشنل هاءِ وي، حيدرآباد، سنڌ، پاڪستان. 77000

فون: 650167-652457

فيڪس: 65276

هيءُ لغات، سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي سيڪريٽري، تاج جويو، آزاد ڪميونيڪيشن ڪراچيءَ کان ڇپائي، اداري جي آفيس، حيدرآباد مان پڌري ڪئي.

# پنهنجي پاران

مُون کي فخر حاصل ٿي رهيو آهي، جو جڳ مشهور عالم ۽ فاضل، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب طرفان تيار ڪيل هڪ جلدي سنڌي لغت، اُن وقت شايع ٿي رهي آهي، جڏهن سنڌي لئنگويج اٿارٽيءَ جي واڳ وٺڻ جي سعادت رب العزت مون کي بخشي آهي. اِها هڪ عظيم سعادت آهي، جنهن لاءِ آءٌ مولىٰءِ ڪريم جو احسانمند آهيان.

دراصل منهنجي دوست ۽ منهنجي ساٿيءَ، سنڌي لئنگويج اٿارٽيءَ جي اڳوڻي چيئرمين، محترم عبدالحميد سنڌيءَ جي وقت ۾ هن لغت جي ڇپائيءَ جا سڀ مرحلا پورا ٿيا ۽ اُن (لغت) جي ڇپائي لڳ ڀڳ آخري مرحلن ۾ هئي. اُن ڪري هن ڪم لاءِ دعويٰ جو حق محترم حميد صاحب کي پهچي ٿو، جنهن لاءِ سندس جيتري تعريف ڪجي، اوتري ٿوري آهي!

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي سنڌي ٻوليءَ ۾ مهارت ۽ لغت نويسيءَ جي ڄاڻ لاءِ ڪنهن کان به ڪنهن سرٽيفڪيٽ جي ضرورت ڪانهي. هن کان اڳ سندن رهنمائيءَ ۽ محنت سان تيار ٿيل ۽ پنجن جلدن تي مشتمل "جامع سنڌي لغات" سنڌي ادبي بورڊ طرفان شايع ٿي چڪي آهي، جنهن جي مڃتا نه فقط سنڌ ۾، نه فقط پارت ۾، پر دنيا ۾ هر اُن هنڌ تي ٿي چڪي آهي، جتي سنڌي زبان، سنڌي لسانيات ۽ عام لسانيات جا ماهر پنهنجيءَ تحقيق ۾ مصروف آهن. ڊاڪٽر صاحب جن جي هيءَ ڪاوش به خاطري آهي ته دنيا ۾ هر هنڌ پنهنجو سڪو ڄمائيندي.

لغت نويسي ڪو آسان ڪم نه آهي، پر سنڌ ۾ ۽ سنڌي زبان ۾ لغت نويسيءَ جو فن نئون به نه آهي. هن کان اڳ جيئن هن اداري جي سيڪريٽري محترم تاج جويي طرفان لکيل لغت نويسيءَ واري مضمون مان معلوم ٿئي ٿو ته ٽالپرن جي دور ۾ سنڌي- فارسي ۽ فارسي- سنڌي لغتن تي ڪم ٿيو هو. اُن کان پوءِ انگريزن جي دور ۾ لغت نويسيءَ جو سلسلو جاري رهيو. لهاذا، سنڌ ۾ لسانيات جا ڄاڻو ۽ سنڌي ٻوليءَ سان دلچسپي رکندڙ بزرگ، هن فن جي چڱيءَ طرح واقفيت رکندا هئا، پر سال گذري ويا، پر مانند ميوارام به هليو ويو، اُن کان پوءِ مسٽر شاهواڻي به سرگواسي ٿي ويو، پر هن موضوع تي قلم کڻڻ لاءِ ڪنهن جي به همٿ نه ٿي. جسُ هجي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي، جن هن ميدان ۾ پنهنجي قلم جي گهوڙي کي ڊوڙايو، ۽ پهرين پنجن جلدن واري جامع سنڌي لغات تيار ڪيائون ۽ اُن بعد 'هڪ جُلدي سنڌي لغت' جو ڪم تڏهن شروع ڪيائون، جڏهن پاڻ سنڌي لئنگويج اٿارٽيءَ جا پهريان ۽ باني چيئرمئن هئا.

هيءَ لغت، حالانڪ مختصر آهي پر گهڻ پاسائين لغت جي حيثيت رکي ٿي. هن لغت ۾ 27000 لفظ ۽ اصطلاح موجود آهن، جيڪي سنڌي توڙي غير سنڌي استادن، اديبن، شاعرن، ليکڪن، شاگردن ۽ عام مطالعي ڪندڙن کي چند سنڌي لفظن جي معنيٰ، مفهوم، اصليت ۽ بڻ بنياد تلاش ڪرڻ لاءِ مددگار ثابت ٿيندا.

آءٌ اها بہ اُميد رکان ٿو تہ هن لغت کي بنياد بنائي، سنڌي- انگريزي لغت تي ڪم ڪري سگهجي ٿو.

آءٌ سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتي جي هر دلعزيز سيڪريٽري عزيزم عبدالحميد آخوند صاحب جو شڪر گذار آهيان، جن هن لغت جي ڇپائيءَ ۾ هن اداري سان سهڪار ڪيو. آءٌ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جن جو بہ ٿورائتو آهيان، جن سنڌ جي ماڻهن کي پنهنجيءَ زبان کي آسانيءَ سان سمجهڻ لاءِ هن لغت جهڙو ناياب نسخو تيار ڪري، هن اداري کي شايع ڪرڻ لاءِ ڏنو.

جيئن مون مٿي عرض ڪيو آهي تہ هن اداري ۾ چيئرمين جي حيثيت ۾ منهنجي دخلڪار ٿيڻ کان اڳ هيءُ سڄو ڪم تيار ٿي چڪو هو، ۽ هيءَ لغت ڇپائيءَ جي آخري مرحلن تائين پهچي چڪي هئي: پُڇا ڪرڻ ۽ رڪارڊ ڏسڻ مان معلوم ٿيو تہ هن سڄي ڪم جي نگراني هن اداري جي سيڪريٽري محترم تاج جويي، اسسٽنٽ سيڪريٽري عبدالرحمان ميمڻ ۽ پبليڪيشن آفيسر امين لغاريءَ ڪئي آهي، جنهن لاءِ ڪين جسُ ڏيان ٿو. فائيل ڏسڻ سان ائين معلوم ٿيو تہ هن لغت جي ڇپائيءَ ۽ اشاعت جي ڪم ۾ امين لغاري سڀني کان اڳڀرو رهيو، جنهن لاءِ کيس شاباس هجي. امين کي آءٌ تڏهن کان سڃاڻان، جڏهن هُو هن اداري ۾ ريسرچ اسسٽنٽ جي حيثيت ۾ ڀرتي ٿيو هو. هُو هڪ ڳڀرو جُوان ٿي نظر آيو، پر منجهس جيڪا مٿيا هئي، تنهن امين کي اڳتي رسايو. اڄ هُو هن اداري جي اشاعتي سلسلي جو روح روان آهي. ڏڻي تعاليٰ کيس وڏي عمر عطا ڪري!

هن لغت جو مڪمل نسخو هن اداري جي ڪمپيوٽر سيڪشن ۾ حسين احمد ميمڻ ڪمپوز ڪيو آهي، هيءُ ادارو هن ڪارڪن جو بہ ٿورائتو آهي.

مون کي اُميد آهي تہ هيءَ لغت هن اداري جي ناليِ ۽ ڪم کي پڙهندڙن جي آڏو نمايان ڪندي.

حيدرآباد، سنڌ

١٩-٨-١٩٩٨ع

پروفيسر ڊاڪٽر غلام علي الانا

چيئرمئن سنڌي لئنگويج اٿارٽي

# هڪ عظيم رٿا جي تڪميل

سنڌي لئنگويج اٿارٽيءَ جي چيئرمن جي حيثيت ۾، منهنجي لاءِ اِها ڳالهه ڏاڍيءَ خُوشيءَ ۽ فخر جوڳي آهي تہ منهنجي دور ۾ سنڌ جي مايہ ناز عالم ۽ محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي وڏي جُهد، عرق ريزيءَ ۽ سالن جي مسلسل محنت سان تيار ڪيل "هڪ جِلدي سنڌي لغت" ڇپجي پڌري ٿي رهي آهي.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب، سنڌ جي ڪيترن عالمن، محققن ۽ ٻوليءَ جي ماهرن جي مدد ۽ معاونت سان "جامع سنڌي لغات" جا ۵ جلد تيار ڪرائي، سنڌي ٻوليءَ جي بجا طور وڏي خدمت ڪئي آهي، ۽ جنهن کي سنڌ سرڪار جي مالي سهڪار سان سنڌي ادبي بورڊ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. اها حقيقت آهي تہ لغت سازي هڪ مسلسل عمل آهي، ۽ ٻولين جون لغتون وري ويون ٿاهبيون آهن ۽ وقت بہ وقت اُنهن ۾ واڌارا ۽ سڌارا پيا ڪبا آهن ۽ انهن ۾ نوان لفظ ۽ نوان اصطلاح پيا داخل ڪبا آهن. لازمي طرح "جامع سنڌي لغات" پڻ هڪ اهڙيءَ ماهرانہ نظرَ ۽ واڌاري جي گهُرجائو آهي، جنهن لاءِ مون کي پڪ آهي تہ ڊاڪٽر بلوچ صاحب ۽ ٻيا عالم ضرور سوچيندا ۽ ڪم ڪندا رهندا.

سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري جي خوش بختي آهي تہ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جن هن اداري جا ٻهريان ۽ باني چيئرمن رهيا آهن ۽ اُنهن ۽ سنڌي زبان ۾ هڪ اهڙي مختصر مگر گهڻ پاسائين لغت جي ضرورت محسوس ڪئي، جيڪا هڪ جلد تي ٻڌل هجي تہ جيئن اسان جي استادن، اديبن، ليکڪن، شاگردن ۽ عام مطالعي ڪندڙن کي لفظن جي معنيٰ، مفهوم ۽ اصليت تلاش ڪرڻ لاءِ مختلف لغتن يا لغت جي مختلف جلدن کي ڦلهورڻو نہ پوي؛ جو تہ عام اديبن، اُستادن ۽ شاگردن جي مالي حالت ايتري بهتر نہ آهي، جو هُو ڪنهن لغت جا پنج - ڇهہ جلد خريد ڪري سگهن؛ ان ڪري پاڻ هن ڪم کي هٿ ۾ ڪنيائون تہ جيئن علمي، ادبي ۽ تعليمي ضرورت پوري ٿي سگهي. ان ڪم ۾ شيخ محمد اسماعيل صاحب جن جي معاونت، ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي سون تي سهاڳي جو ڪم ڏنو، ۽ هيءَ رٿا مڪمل ٿي سگهي. هڪ عرصو، وچ ۾ هن لغت جو ڪم، ڪنهن اٽڪر سبب جي ڪري ملتوي بہ ٿي چڪو هو، پر ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن بهرحال رٿا کي تڪميلي صورت ڏئي ڇڏي.

جڏهن مون هن اداري جي چيئرمن شپ جي چارج ورتي تہ سڀ کان اڳ منهنجي نظر هن عاليشان ۽ شاندار علمي پورهيي تي پئي، ۽ مون عزم ڪري ورتو تہ هن رٿا کي آءٌ اشاعت جي

زيور سان آراستہ ڪندس. وچ ۾ مالي کوٽ ۽ اداري جي بجيٽ جي اڻپورائي، ان ڪم ۾ رڪاوٽ ضرور بڻي، ۽ هڪ موقعي تي عزيزم عبدالحميد آخوند صاحب ارادو ڏيکاريو تہ "هڪ جلدي سنڌي لغت" کي هيءُ ادارو ڇپائي نہ ٿو سگهي تہ سنڌ ثقافت کاتو اُن جي ڇپائيءَ جو ذمو کڻي ٿو؛ پر ڪن اڻتر سببن ڪري سنڌ ثقافت ۽ سياحت کاتو هن رٿا جي اشاعت کي ممڪن بنائي نہ سگهيو - مون هڪ ڀيرو ٻيهر دل ٻڌي، پنهنجي عزيز دوست عبدالحميد آخوند صاحب کان هن لغت جو مسودو حاصل ڪري ورتو، ۽ اڄ پنهنجي محترم دوست عبدالحميد آخوند جي سهڪار سان "هڪ جلدي سنڌي لغت" ڇپائيندي، آءٌ جيڪا خوشي محسوس ڪري رهيو آهيان، اُها منهنجي دل ڄاڻي ٿي. منهنجي ئي دور ۾ هن قسم جو انتهائي اهم پروجيڪٽ مڪمل ٿيڻ منهنجي لاءِ لازمي طرح فخر جوڳي ڳالهہ آهي. مون اٿارٽيءَ جي محفوظ سرمائي کي هٿ نہ لائيندي، ڪتابن جي ڇپائيءَ لاءِ، بچت اسڪيم ۾ رکيل سرٽيفڪيٽن جي منافعي مان هڪڙو محدود حصو مخصوص ڪري ورتو ۽ اُن مان هيءَ عظيم اشاعت عمل ۾ آئي آهي.

آءٌ شڪرگذار آهيان عزيزم عبدالحميد آخوند صاحب جو، جنهن نهايت فراخدليءَ سان "هڪ جلدي سنڌي لغت" جو نسخو منهنجي حوالي ڪيو، ۽ سوين احسان سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جا، جن جي وقت بہ وقت فهمائش ۽ اصرار، مون کي اِن قابل بنايو، جو هيءَ رٿا منهنجي دور ۾، منهنجي چيئرمن شپ ۾ پايہ تڪميل تي پهچي رهي آهي.

آءٌ هن لغت جي اشاعت جي سلسلي ۾ اداري جي سيڪريٽري تاج جويي، اسسٽنٽ سيڪريٽري عبدالرحمان ميمڻ ۽ پبليڪيشن آفيسر محمد امين لغاريءَ کي بہ جس ڏيان ٿو، جن مون سان مڪمل سهڪار ڪري، هيءُ عظيم فرض پوري ڪرڻ جو موقعو مون کي ڏنو. اشاعتي سلسلي ۾ ڪجهہ ٻيا ڪتاب پڻ جلد منظر عام تي ايندا، ۽ سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو هڪ ڀيرو وري پنهنجي ساک سنڌ ۾ برقرار رکڻ ۾ ضرور ڪامياب ويندو.

**عبدالحميد سنڌي**

**چيئرمن سنڌي لئنگويج اٿارٽي**

# سنڌي زبان ۾ لغت نويسي

سنڌ ۾ لغت سازيءَ جا پيرا کڻجن ٿا ته اُن جا آثار اسان کي سورهين صديءَ جي ابتدا ۾ ملن ٿا. ان ڏس ۾ سنڌ جي تاريخي اهميت واري شهر ٺٽي جي هڪ وڏي عالم، ڪاتب ۽ لغت نويس مُلا عبدالرشيد الحسني المدني التتويءَ (وفات ۷۱-۱٦۷۰) جون عربيءَ ۽ فارسيءَ ۾ لکيل ٻه لغتون اهم آهن، جن مان هڪ عربي- فارسي لغت "منتخب اللغات شاهجهاني" يا "راشدي عربي" سڏي وئي آهي، جيڪا ۴۰-۱٦۳٦ع ۾ لکي، مغل شهنشاهه شاهجهان کي منسوب ڪئي وئي هئي. هيءَ لغت اڳتي هلي ۱۸۰۸ع، ۱۸۱٦ع ۽ ۱۸۳٦ع ۾ مولوي الله داد جي تصحيح ۽ ايم- لوسرن جي مقدمي سان ڪلڪتي مان ۽ ۱۸۳۵ع ۽ ۱۸٦۹ع ۾ لکنؤ مان ۽ ۱۸٦۲ع ۾ بمبئيءَ مان پڻ شايع ڪئي وئي. ملا عبدالرشيد جي ٻي لغت، فارسي- عربيءَ ۾ "فرهنگ راشدي" يا "راشدي فارسي" جي نالي سان عام طرح مقبول آهي، جيڪا هن ۱٦۵۳ع ۾ مڪمل ڪري، ان جو انتساب به مغل بادشاهه شاهجهان کي ڪيو هو. هيءَ لغت، فرهنگ جهانگيري، فرهنگ سروري ۽ مجمع الفارس جي سوڌيل، سنواريل ۽ وڌايل صورت چئي وڃي ٿي. هن لغت کي بعد ۾ مولوي ذوالفقارعليءَ نظر مان ڪڍيو ۽ "اسپلٽ" جي مقدمي سان ۷۵-۱۸۷۰ع ۾ ٻن جلدن ۾ شايع ڪئي وئي. هن لغت جا قلمي نسخا، سنڌ يونيورسٽيءَ ۽ پنجاب يونيورسٽيءَ جي لائبررين ۾ موجود آهن.

مغل- ڪلهوڙا دور کان پوءِ اسان کي ٽالپر دور (۱۸۴۳- ۱۷۸۳ع) ۾ "سنڌي فارسي" ۽ "فارسي- سنڌي لغتون" قلمي مسودن جي صورت ۾ ملن ٿيون، ۽ اُهي سرڪاري عملدارن ۽ ڪورٽن جي لکپڙهه لاءِ گرمکيءَ يا ديوناگريءَ ۽ فارسي لپيءَ ۾ لکيون ويون هيون. ۱۸۳٦ع ۾ هڪ انگريزدان ڊبليو. ايڇ. واٿن (Wathen) ۽ ۱۸۴۳ع ۾ جارج اسٽيڪ سنڌي لفظن جون ٻه مختصر نامر- مالهائون/ فهرستون (Vocabularies) لکيون، جيڪي "جنرل آف ايشياٽڪ سوسائٽي آف بنگال، ڪلڪتي" ۾ شايع ٿيون. اهڙيءَ طرح. آر. ليچ (R. Leech)، هند سرڪار جي آفيسن ۾ استعمال لاءِ هندستان جي ستن مکيه زبانن جي لفظن جي هڪ نامر- مالها/ فهرست (Vocabulary) تيار ڪئي، جنهن ۾ سنڌي زبان جا لفظ به شامل هئا ۽ هيءَ فهرست ۱۸۳۸ع ۾ بمبئيءَ مان شايع ٿي.

ائين محسوس ٿئي ٿو ته انگريز دؤر ۾ ئي صحيح لغت نويسيءَ جي ابتدا ٿي آهي. هن دؤر ۾ سڀ کان اڳ اسان کي هڪ اهڙي لغت ملي ٿي، جيڪا آخوند عبدالرحيم عباسيءَ "جواهر لغات سنڌي اکيچار" نالي سان ترتيب ڏني هئي، جنهن ۾ سنڌي لفظ ۽ انهن جون فارسيءَ ۾ معنائون ڏنيون ويون هيون. سنڌي جي عظيم اسڪالر، محقق ۽ لغت نويس ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو رايو آهي ته 'هيءَ لغت لازمي طور انگريز دور ۾ تيار ڪرايل "سنڌي- انگريزي" ۽ "انگريزي- سنڌي" لغتن کان اڳ ۾ تيار ڪئي وئي هوندي' . انگريز دؤر ۾ ملازمن، شاگردن، اُستادن توڙي پرڏيهي آفيسرن کي سنڌي سکڻ جي سهوليت لاءِ "سنڌي- انگريزي" ۽ "انگريزي- سنڌي" لغتن جي ضرورت محسوس ٿي. ان ڏس ۾ سڀ کان اڳ اُن وقت جي حيدرآباد جي ڊپٽي ڪليڪٽر، ڪئپٽن جارج اسٽئڪ، شروعات ڪندي "انگريزي- سنڌي لغت" ۱۸۴۸ع ۾ لکي، جيڪا ۱۸۴۹ع ۾ بمبئيءَ مان شايع ٿي ۽ سندس "سنڌي- انگريزي لغت" سربٽرو ايلس ايڊٽ ڪري، ۱۸۵۵ع ۾ ڇپارائي. ٻه هي ٻئي لغتون ديوناگري سنڌي لپيءَ ۾ ڇپيون هيون. ڪئپٽن جارج اسٽئڪ جي انهن ٻنهي لغتن کان پوءِ اهميت واري لغت، انگريز پادري ۽ عالم جي- شرٽ ۽ ٻن سنڌي عالمن اُڌارام ٿانورداس ميرچندائيءَ ۽ مرزا صادق عليءَ جي "سنڌي- انگريزي لغت" آهي، جيڪا ۱۸۷۹ع ۾ ڪراچي ايجوڪيشنل ڊپارٽمينٽ ڇپائي پڌري ڪئي هئي، ۽ اُها عربي- سنڌي لپيءَ ۾ آهي. اُن کانسواءِ لڪشمڻ وشنو پرانج پائي "سنڌي- انگريزي لغت" ۱۸٦۸ع ۾ لکي ۽ ديوان ڪوڙيمل چندن مل کلناڻيءَ ۱۹۰۴ع ۾ "انگريزي- سنڌي لغت" لکي، جيڪي ٻئي لغتون پڻ عربي- سنڌي لپيءَ ۾ آهن.

۱۹ صديءَ جي شروعات ۾ پرمانند ميوارام ملڪاڻيءَ جون "سنڌي انگريزي لغت" (۱۹۱۰ع) ۽ "انگريزي سنڌي لغت" (۱۹۳۳ع) شايع ٿيون، جيڪي سنڌي لغت نويسيءَ جي ميدان ۾ وڏي اهميت رکن ٿيون. هن جي سنڌي- انگريزي لغت ۾ ۲۵۰۰۰ جي لڳ ڀڳ سنڌي لفظن جون انگريزيءَ ۾ معنائون ڏنيون ويون آهن. هنن ٻنهي لغتن جي اهميت ۽

افاديت محسوس ڪندي، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشوري ۽ ساهتيہ اڪيڊمي دهليءَ اُن جا نوان ڇاپا شايع ڪرايا آهن.

اُن ڪان پوءِ ننڍي ڪنڊ جي ورهاڱي تائين ڪيترين ننڍين وڏين سنڌي انگريزي ۽ انگريزي سنڌي لغتون تيار ٿينديون رهيون، جن ۾ بولچند ڊولومل (١٩٠٩ع)، خانچند نانواڻي (١٩١٥ع)، جي. بي. آڏواڻي (١٩١٧ع)، سچڻ سنگهہ فتح سنگهہ (١٩٢٢ع)، نانڪرام ڌرمداس ميرچنداڻي (١٩٢٨ع)، موهن لال جوتسنگهہ شاهاڻي (١٩٣٧ع)، آنند رام. ٽي. شهاڻي (١٩٤٢ع) ۽ ڊبليو. اي شاهاڻي (١٩٤٢ع) جون ڊڪشنريون اهميت جوڳيون آهن. انهن مان وري آنندرام. ٽي. شهاڻيءَ جي "سنڌي انگريزي لغت" اڄ تائين وري وري سنڌ ۽ هند ۾ ڇپجندي پئي اچي. پاڪستان جي قيام ڪان پوءِ سنڌ ۽ هند ۾ سنڌي- انگريزي، انگريزي- سنڌي لغتن سان گڏ هندي- انگريزي- سنڌي لغتون بہ ڇپيون آهن، جن ۾ ايم- ايڇ رامچنداڻيءَ ۽ اي ڊي لالواڻيءَ (١٩٥٢ع)، ميمڻ عبدالحسين (٥٩-١٩٥٧ع)، ڏيچند (١٩٦٢ع)، واسواڻيءَ ۽ پريداس (١٩٦٣ع)، ثناءُ الله شيخ (١٩٦٧ع)، ايم ايل خوبچنداڻيءَ (١٩٦٨ع)، غلام اصغر ونڊير (١٩٧٢ع)، امان الله عباسيءَ (١٩٧٨ع)، سيد علي ڏني شاهہ (١٩٨٨ع) ۽ ٻين جون لغتون اچي وڃن ٿيون.

انگريزي- سنڌي لغتن ڪان سواءِ اردو سنڌي ۽ سنڌي اردو لغتن جي سلسلي ۾ ابن الياس سومري (٥١-١٩٥٠ع) ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان (٦٠- ١٩٥٩ع) جون لغتون اهم آهن. عربي سنڌي لغتن ۾ وري حاجي محمود خادم (١٩٧٥ع) ۽ غلام حسين جلباڻيءَ (٩- ١٩٨٨ع) جي لغتن ڪان سواءِ ڪيترين عربي سنڌي ۽ فارسي سنڌي قلمي لغتن جا نشان بہ ملن ٿا. علم طب جي سنڌي لغتن ۾ حڪيم پريداس (١٩٣٥ع)، حڪيم محمد جعفر انصاري (١٩٤٦ع) ۽ حڪيم نياز همايونيءَ (١٩٦٠ع) جون تيار ڪيل، سُوڏيل ۽ سنواريل لغتون اهميت جوڳيون آهن.

جيستائين نج سنڌي- سنڌي لغتن جو سوال آهي تہ ان ڏس ۾ سنڌ جي عظيم اسڪالر ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي نگرانيءَ ۽ تصحيح سان تيار ٿيل جامع سنڌي لغات (پنج جلد) انتهائي اهم آهي، جنهن جي اهميت، ١٩٤٠ع ۾ سائين جي ايم سيد محسوس ڪئي، جيڪو اُن وقت سنڌ جو وزير تعليم هو، ۽ جنهن "سنڌي ساهتيہ جو صلاحڪار بورڊ" قائم ڪرايو. اُن بورڊ عالمن جي هڪ ڪاميٽي مقرر ڪئي، جنهن ڪيترن سالن جي عرصي ڪان پوءِ صرف پهرين ٽن اکرن (الف- ب، ٻ، ٻ) تي ڪم ڪيو. ١٩٥١ع ۾ اُن بورڊ جي نئين سر تشڪيل "سنڌي ادبي بورڊ" جي نالي سان ڪئي وئي ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي نگرانيءَ ۾ سنڌي لغت جو ڪم ٻيهر شروع ٿيو، جنهن ڪيترن نائب ايڊيٽرن ۽ تعلقي وار ڪارڪنن جي سهڪار سان ١٩٦٠ع ڪان ١٩٨٨ع تائين هن عظيم منصوبي کي تڪميل تي پڄايو. هن وقت ان ڪان وڌيڪ مستند سنڌي زبان جي ڪابہ جامع لغت موجود نہ آهي. ان ڪان سواءِ هن وقت تائين ڇپيل لغتن ۾ جي. شرٽ جي "اکر ڌاتو" (١٨٦٦ع)، جهمٽ مل نارومل جي "ونتپتي ڪوش" (١٨٨٦ع)، ٻيرومل مهرچند آڏواڻيءَ جي "غريب اللغات" (١٩٠٧ع) مرزا قليچ بيگ جون "لغات لطيفي" (١٩١٤ع) ۽ "لغات قديمي" (١٩٢٤ع)، عبدالڪريم سنديلي جي "تحقيق لغات سنڌي" (١٨٦٣ع)، "سچل لغت" (١٩٨٤ع) نجف علي شاهہ ڪمتر نقويءَ جي "ٻاروچي ٻولي" (١٩٨٤ع) ۽ ڊاڪٽر غلام قادر سومري جي "ٻٽن لفظن جي لغت" (١٩٩٦ع) اهم لغتون آهن. ان ڪان سواءِ سنڌي اصطلاحن ۽ پهاڪن جون ڪيترون اهم لغتون پڻ هن وقت تائين ڇپجي چڪيون آهن.

بهرحال سنڌيءَ زبان ۾ لغت سازيءَ جو پهريون ۽ وڏو ڪارنامو "جامع سنڌي لغات" آهي، جيڪا سنڌي ادبي بورڊ پنجن جلدن ۾ ڇپائي پڌري ڪئي آهي، ۽ جنهن جو سهرو ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي سر تي آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جڏهن سنڌي لئنگويج اٿارٽيءَ جو چيئرمن (٩٤- ١٩٩١ع) رهيو تہ هن سنڌي لغت بابت وڌيڪ تحقيق ۽ تاليف جو ڪم شروع ڪرايو، جنهن ۾ پهريون منصوبو "هڪ جُلدي مڪمل سنڌي لغت" جي تڪميل هئي؛ جيڪا ڊاڪٽر بلوچ، جون ١٩٩٧ع ۾ مڪمل ڪري، سنڌي لئنگويج اٿارٽيءَ کي ڇپائيءَ لاءِ ڏني. اُها لغت باوجود ڪجهہ اڻٽر سببن ۽ مالي مسئلن جي، ڇپائي پڌري ڪندي، اسان خوشي محسوس ڪري رهيا آهيون.

سنڌي زبان ۾ هن وقت تائين ڇپيل مختلف لغتن جا تفصيل هيٺ ڏجن ٿا:

# سنڌي انگريزي ۽ انگريزي سنڌي لغتون

١ ڊبليو. ايچ واٿن (Wathan): "سنڌي زبان جي واڪبلري" : ١٨٣٦ع

٢ ڪئپٽن جارج اسٽيڪ: "سنڌي زبان جي واڪيبلري" : ١٨٤٣ع

٣ ڪئپٽن جارج اَسٽئڪ: "انگريزي- سنڌي لغت" : ١٩٤٩ع

٤ ڪئپٽن جارج اسٽئڪ: "سنڌي- انگريزي لغت" : ١٨٥٥ع

٥ لڪشمن وشنو پرنج پائي: "انگريزي سنڌي لغت" : ١٨٦٨ع

٦ جي. شرٽ، اُڌارام ۽ مرزا صادق علي: "سنڌي- انگريزي لغت" : ١٨٧٩ع

٧ ڪوڙومل چندن مل ڪلناڻي: "انگريزي- سنڌي لغت" : ١٩٠٤ع

٨ بولچند ڊولو مل: "انگريزي- سنڌي ڊڪشنري" ٩-١٩٠١ع

٩ جي. بي آڏواڻي: "پريميئر ڪنسائيز انگريزي- سنڌي ڊڪشنري" ١٩١٠ع

١٠ پرمانند ميوارام: "سنڌي انگريزي لغت" ١٩١٠ع

١١ خانچند نانواڻي: "انگريزي- سنڌي ڊڪشنري" ١٩١٥ع

١٢ سچڻ سنگهه فتح سنگهه: "سنڌي انگريزي لغت" ١٩٢٢ع

١٣ چينمل ڪوڙومل آڏواڻي: "نامنڪلچر آف سنڌ ڪراپس" ١٩٢٥ع

١٤ نانڪرام ڌرم داس ميرچنداڻي: "اسٽئنبرڊ انگريزي سنڌي ڊڪشنري" ١٩٢٨ع

١٥ خانچند نانواڻي: "انگريزي- سنڌي ڊڪشنري" (پاڪيٽ) سائيز ١٩٢٨ع

١٦ پرمانند ميوارام: "انگريزي- سنڌي لغت" ١٩٣٣ع
(هن جا نوان ڇاپا ساهتيه اڪيڊمي دهلي ۽ انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄامشوري ڇپايا آهن)

١٧ موهن لال جوتسنگهه شاهاڻي: A Hand Book of Sindhi idoms ١٩٣٧ع

١٨ آنند- ٽي شاهاڻي: "سنڌي انگريزي لغت" ١٩٤٢ع-
(سنڌ ۽ هند ۾ هن جا اڄ تائين ڪيترا ڇاپا ڇپجندا رهيا آهن)

١٩ ڊبليو. اي. شاهاڻي: دي پاڪيٽ سائيز انگريزي- سنڌي ڊڪشنري ١٩٤٢ع
(هن جو ٻيو ڇاپو ١٩٥٢ع ۽ ٽيون ١٩٥٧ع نڪتو هو)

٢٠ ايم. ايچ. رامچنداڻي ۽ اي. ڊي لالواڻي: "ويهين صديءَ جي انگريزي- سنڌي ڊڪشنري" ١٩٥٢ع

٢١ ميمڻ عبدالحسين: "پاڪ نيشنل پاڪيٽ ڊڪشنري" ١٩٥٧ع

٢٢ غلام رسول شاهه: "پاڪ نيشنل سنڌي انگريزي لغت" ١٩٥٧ع

٢٣ ميمڻ عبدالحسين: "پاڪ ٽرپليٽ (انگريزي، سنڌي، اردو) ڊڪشنري" ١٩٥٩ع

٢٤ ديپچند: "هندي،انگريزي-سنڌي ڊڪشنري" (انڊيا) ١٩٦٢ع

٢٥ واسواڻي ۽ پريداس: "هندي- انگريزي ۽ سنڌي ڊڪشنري" (اجمير) ١٩٦٣ع

٢٦ ثناءُ الله شيخ: "مهراڻ انگريزي سنڌي ڊڪشنري" ١٩٦٧ع

٢٧ محمد مُنير چنا: "سنڌي انگريزي لغت" ١٩٦٧ع

٢٨ ايم- ايل خوبچنداڻي: "جامع سنڌي انگريزي لغت" ١٩٦٨ع
(دڪن ڪاليج سنڌي لغت پروجيڪٽ)

٢٩ غلام اصغر ونڊير: "انگريزي سنڌي لغت" ١٩٧٢ع

٣٠ سيد غلام مصطفيٰ شاهه "انگريزي سنڌي ڊڪشنري" (آفيس جي لکپڙهه لاءِ) ١٩٧٢ع

٣١ امان الله ايم عباسي: "همدرد انگريزي ٽو سنڌي ڊڪشنري" ١٩٧٧ع

٣٢ امان الله عباسي: "نيو سنڌي ٽو سنڌي اينڊ انگلش ڊڪشنري" ١٩٧٨ع

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٣٣ | ڊاڪٽر شمس الدين تنيو: | "جديد سائنٽيفڪ ڊڪشنري" | ١٩٧٨ع |
| ٣٤ | سيد علي ڏنو شاھ: | "يادگار ڊڪشنري- انگريزي تہ انگريزي ۽ انگريزي تہ سنڌي" | ١٩٨٧ع * |
| ٣٥ | ڊاڪٽر ايم اي قاضي | سائنٽيفڪ ڊڪشنري | ١٩٨٨ع |
| | | | ١٩٩١ع |

## سنڌي لغتون

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١ | جي شرٽ: | "اکر ڌاتو" (ٻيو ڇاپو: ١٨٩٣ع) | ١٨٦٦ع |
| ٢ | جهمٽ مل نارومل واسناڻي: | "وٽنپتي ڪوش" | ١٨٨٦ع |
| ٣ | پيرومل مهرچند آڏواڻي: | "غريب اللغات" | ١٩٠٧ع |
| | (شاھ جي ٽن سُرن: ڪلياڻ، يمن ڪلياڻ ۽ | ڪنيات جي معنىٰ) | |
| ٤ | مرزا قليچ بيگ: | لغات لطيفي | ١٩١٤ع |
| ٥ | مرزا قليچ بيگ: | لغات قديمي | ١٩٢٤ع |
| ٦ | ڊاڪٽر گربخشاڻي: | شرح لطيفي (سُر ڪلياڻ) | ١٩٢٥ع |
| ٧ | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: | جامع سنڌي لغات (جلد-١) | ١٩٦٠ع |
| ٨ | تحقيق لغات سنڌي: | عبدالڪريم سنديلو | ١٩٦٣ع |
| ٩ | سنڌي علمي لفظن جو ذخيرو: | شاهجهان قريشي | ١٩٦٥ع |
| ١٠ | سنڌي زبان جي بنيادي لغت: | پيرحسام الدين راشدي، غلام مصطفىٰ قاسمي، ڊاڪٽر غلام علي الانا ۽ محمد ابراهيم جويو | ١٩٧٣ع |
| ١١ | لاڙ جي لغت: | ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو | ١٩٧٥ع |
| ١٢ | سامي ڌاتو ڪوش: | عبدالڪريم سنديلو | ١٩٧٨ع |
| ١٣ | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: | جامع سنڌي لغات (جلد-٢) | ١٩٨١ع |
| ١٤ | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: | جامع سنڌي لغات (جلد-٣) | ١٩٨٤ع |
| ١٥ | سچل لغت: | عبدالڪريم سنديلو | ١٩٨٤ع |
| ١٦ | ٻاروچي ٻولي: | نجف علي شاھ ڪمتر نقوي | ١٩٨٤ع |
| ١٧ | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: | جامع سنڌي لغات (جلد-٤) | ١٩٨٥ع |
| ١٨ | ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ: | جامع سنڌي لغات (جلد-٥) | ١٩٨٨ع |
| ١٩ | لغات سنڌي مخففات: | مخدوم محمد الزمان طالب المولىٰ | ١٩٩١ع |
| ٢٠ | سنڌي ٻن لفظن جي لغت: | ڊاڪٽر غلام قادر سومرو | ١٩٩٦ع |

## قلمي سنڌي لغتون

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١ | مولوي هدايت الله هالائي: | شاھ جي رسالي جي لغت (قلمي) | ....... |
| ٢ | مولوي علي محمد مهيري: | سنڌي لغت (قلمي) | ١٩٢٠ع |
| ٣ | لالا هاسانند: | سنڌي لغت (قلمي) | ١٩٤٧ع کان اڳ |
| ٤ | سهج رام: | سنڌي لغت (قلمي) | ١٩٤٧ع کان اڳ |
| ٥ | خليفو ميرمحمد. ايم مرحوحوم گل محمد | مجمع زبانن جو راڳ، گدائن جو ساڳ (قلمي) | ١٩٤٠ع |
| ٦ | محمد بخش واصف: | سنڌي لغت (پهريان چار اکر) قلمي: | ١٩٥٢ع کان اڳ |
| ٧ | ڊاڪٽر غلام قادر سومرو: | ساهتي لغت (قلمي) | |
| ٨ | مظهر خوجا: | لغت گنان (قلمي) | |

* هن لغت جو نئون ۽ سنواريل ايڊيشن، تازو روشني پبليڪيشن، ڪنڊياري، ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

يارهن

| | | | |
|---|---|---|---|
| ٩ | ڊاڪٽر سيد صالح محمد شاهه: | هاري لغت (قلمي)* | |
| ١٠ | ........................ | ٽري لغت (قلمي)* | |
| ١١ | ........................ | ڏنڌي وار لغت (قلمي)* | |

## اردو سنڌي لغتون

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١ | ابن الياس سومرو | نئين اردو سنڌي لغت: (تصحيح: محمد بخش واصف) | ١٩٥٠ع |
| ٢ | ابن الياس سومرو | اردو سنڌي لغت: | ١٩٥١ع |
| ٣ | ڊاڪٽرنبي بخش بلوچ ۽ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان | سنڌي اردو لغت: | ١٩٥٩ع |
| ٤ | ڊاڪٽرنبي بخش بلوچ ۽ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان | اردو سنڌي لغت | ١٩٦٠ع |

## فارسي سنڌي لغتون

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١ | آخوند عبدالرحيم عباسي: | "جواهر لغات سنڌي اکيچار" : | ١٩٩٣ع |
| ٢ | عبدالغفور مفتون همايوني: | فرهنگ همايوني (قلمي) | |
| ٣ | فتح محمد. اي هالائي: | ڪشف الفيوض | |

## عربي سنڌي لغتون

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١ | محمد حماد الله السنڌي هاليجوي: | ال ياقوت والمرجان في شرح غريب القرآن | ١٩٧٥ع |
| ٢ | حاجي محمود خادم: | محمود اللغات (قلمي) | |
| ٣ | غلام حسين جلباڻي: | عربي سنڌي لغت (٣ جلد) | ١٩٨٨ -٩٠ع |

## علم طب جون سنڌي زبان ۾ لغتون

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١ | حڪيم پريداس: | مخزن الدويات: | ١٩٣٥ع |
| ٢ | حڪيم محمد جعفر انصاري: | فرهنگ جعفري يا تحفة الدويات | ١٩٤٦ع |
| ٣ | فرهنگ جعفري ٣ جلد: | نياز همايوني (حڪيم محمد جعفر جي تصنيف کي وڌائي سڌاري ۽ سنواري تيار ڪيو ويو) | ١٩٦٠ع |

## پهاڪن ۽ اصطلاحن جا ڪتاب/ لغتون

| | | | |
|---|---|---|---|
| ١ | گلشڪر: | ديوان ڪيولرام سلامتراء آڏواڻي | ١٨٦٩ع |
| ٢ | سنڌي پهاڪا: | ديوان ڪوڙومل چندن مل کلناڻي | ١٨٨٩ع |
| ٣ | A Hand book of Sindhi Proverbs | روچيرام گجومل ڪرپالاڻي | ١٨٩٢ع |
| ٤ | سنڌي ٻوليءَ جي سونهن: (ورجسيون ۽ محاورا) | گهنشيام داس رامنداس پڳت (ٻيءعيدن) | ١٩١٠ع |
| ٥ | پهاڪن جي حڪمت: | مرزا قليچ بيگ | ١٩٢٥ع |
| ٦ | پهاڪن جي پيڙهه | پيرومل مهرچند آڏواڻي | ١٩٢٥ع |
| ٧ | گلقند (ياگو پهريون): | پيرومل مهرچند آڏواڻي | ١٩٢٦ع |
| ٨ | گلقند (ياگو ٻيون) | پيرومل مهرچند آڏواڻي | ١٩٢٨ع |
| ٩ | A Hand book of Sindhi idoms | موهن لال جوتسنگهه شهاڻي | ١٩٣٧ع |

* آخري ٽئي لغتون، سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري وٽ موجود آهن، جن جي ڇپائيءَ جو پروگرام آهي.

| نمبر | ڪتاب | مرتب/مصنف | سال |
| --- | --- | --- | --- |
| ١٠ | سنڌي ڪنمنڙا: (عرف اصطلاحات اصغر) | غلام اصغر | ١٩٥٦ع |
| ١١ | پهاڪن جي پاڙ: | عبدالڪريم سنديلو | ١٩٦٦ع |
| ١٢ | پهاڪن جي پيڙهه: | الهه بخش ٽالپر | ١٩٦٩ع |
| ١٣ | پهاڪن جي پاڙهه: | تيرٿداس پيسومل هاٿيراماڻي (بمبئي) | ١٩٧٣ع |
| ١٤ | سنڌي اصطلاح (ڀاڱو پهريون): | ليکراج ڪشنچند عزيز (بمبئي) | ١٩٧٦ع |
| ١٥ | سنڌي اصطلاح (ڀاڱو ٻيو) | ليکراج ڪشنچند عزيز (بمبئي) | ١٩٧٨ع |
| ١٦ | ڏرن جي ڏهلي (پهاڪا ۽ چوڻيون)٢ ڀاڱا | سترامداس جڙياسنگهاڻي (احمد آباد) | ١٩٨٢ع |
| ١٧ | ماڻڪ ۽ موتي (ڀاڱو پهريون): (ورجسيون ۽ محاورا) | سترامداس جڙياسنگهاڻي (احمد آباد) | ١٩٨٢ع |
| ١٨ | ماڻڪ ۽ موتي (ڀاڱو ٻيون) | سترامداس جڙياسنگهاڻي (احمد آباد) | ١٩٨٣ع |
| ١٩ | اصطلاحن جي اصليت: | عبدالڪريم سنديلو | ١٩٨٧ع |
| ٢٠ | سنڌي پهاڪا ۽ محاورا: | سنتداس پنهومل ڪشناڻي: مرتب: مرليڌر جيٽلي | ١٩٩٣ع |

(جيٽلي صاحب هن ڪتاب تي تفصيلي مهاڳ لکيو آهي، جيڪو جدا ڪتابي صورت ۾ سنڌ ۾ روشني پبليڪيشن ڪنڊياري پاران ١٩٩٦ع ۾ ڇپيو آهي)

| نمبر | ڪتاب | مرتب/مصنف | سال |
| --- | --- | --- | --- |
| ٢١ | سنڌي ورجيسي ٻولي: | ڊاڪٽر شمس الدين عرساڻي | ١٩٩٧ع |

نوٽ: ان کان سواءِ هندستان جي مشهور لغت نويس، وشوناٿ دنڪرنروٽي (پوني) مان "پارتيه ڪهاوت ڪوش" نالي هندي- انگريزي پهاڪن جي لغت ٽن ڀاڱن ۾ ١٩٦٧ع، ١٩٧٩ع ۽ ١٩٨٣ع ۾ ڇپائي پڌري ڪئي آهي، جنهن ۾ ١٢٠٠ سنڌي پهاڪن جو معنائون، انگريزيءَ ۾ ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي جون لکيل شامل ڪيون ويون آهن.

٢٠ جولاءِ ١٩٩٨ع

**تاج جويو**
سيڪريٽري
سنڌي ٻوليءَ جو بااختيار ادارو
حيدرآباد، سنڌ

* هن مواد جي تياريءَ ۾ ڊاڪٽر بلوچ جي 'جامع سنڌي لغات' ، 'جواهر لغات اڪيچار سنڌي' ۽ "هڪ جلدي سنڌي لغات' جي مهاڳن، سنتداس پنهومل ڪشناڻيءَ جي ڪتاب "سنڌي پهاڪا ۽ محاورا" جي ڊاڪٽر مرليڌر جيٽليءَ جي لکيل مهاڳ، مخدوم طالب المولىٰ جي تيار ڪيل "لغات سنڌي مخففات" جي ڊاڪٽر غلام علي الانا جي لکيل مهاڳ ۽ نئين زندگيءَ (مارچ ١٩٩٣ع) ۾ ڇپيل محبوب اختر پناڻ جي "سنڌ ۾ لغت نويسيءَ جي مختصر تاريخ" مضمون مان مدد ورتي وئي آهي (ت. ج)

# مهاڳ

سنڌي ۾ لغت سازي جو پهرين وڏو ڪارنامو ”جامع سنڌي لغات“ هو جيڪا سنڌي ادبي بورڊ طرفان پنجن جلدن ۾ شايع ٿي: پهريون جلد ۱۹۶۰ع ۾ ڇپيو ۽ آخري پنجون جلد هڪ وڏي وقفي کان پوءِ سنہ ۱۹۸۸ع ۾ شايع ٿيو. از بعد وڌيڪ ڪم ڪونہ ٿيو جيتوڻيڪ هن پهرين اشاعت جي ٻئي ايڊيشن لاءِ راقم طرفان تجويز ڏني وئي ۽ اها منظور ٿي.

لغت سازي هڪ مسلسل عمل آهي: ڪنهن بہ ٻوليءَ جي لغت هڪ ڀيرو ٺاهي ڪانہ ڇڏبي پر وري وري پئي ٺاهبي. اهو انهيءَ ڪري جو ڪنهن بہ ٻوليءَ جي جملي لفظن ۽ اصطلاحن کي فقط هڪ ئي ڪوشش سان سهيڙڻ مشڪل آهي؛ خاص طرح سنڌي ٻولي پنهنجي لغت جي سرمايي جي لحاظ سان ايڏي وڏي شاهوڪار ٻولي آهي جو ڪنهن پهرين ڇپيل لغت جا ڏهہ ٻيا ايڊيشن شايع ڪجن ۽ هر ايڊيشن ۾ رهجي ويل لفظن ۽ اصطلاحن جو اضافو ڪجي تہ بہ اڃان ڪي لفظ ۽ اصطلاح رهجي ويندا. ٻيو تہ علمي ۽ فني لحاظ سان بہ لغت جي پهرئين ايڊيشن کي سنوارڻو پوندو ۽ اها سُوڌ سنوارَ هر ايڊيشن ۾ هلندي ايندي. ٽريو تہ هر زنده ٻوليءَ ۾ ڪجهہ عرصي بعد ڪي نوان لفظ ۽ اصطلاح رائج ٿين ٿا جن کي وقت جي معياري استعمال مطابق لغت جي هر نئين دور ۾ داخل ڪرڻو پوندو.

”جامع سنڌي لغات“ جي تياري ۽ تڪميل هڪ جذبي ۽ جوش جو نتيجو هو. ان وقت سيني سڄاڻن کي وڏي عبرت وارو افسوس دامنگير هو تہ: ’مارا اڃان سنڌي ٻوليءَ جي پنهنجي سنڌي-مان-سنڌي لغت بہ موجود ڪانهي‘ !! جنوري ۱۹۵۲ع ۾ جڏهن ’جامع سنڌي لغات‘ جي تياري جو ڪم شروع ڪيو ويو تہ ان کي گهٽ ۾ گهٽ وقت ۾ پوري ڪرڻ جو تاڪيد ٿيل هو، جنهن ڪري رات ڏينهن لڳاتار ڪوشش سان جامع لغات جو مسودو ٽن سالن جي مقرر عرصي اندر، ڊسمبر ۱۹۵۴ع ۾ مڪمل ڪيو ويو. باوجود ان جي، ڪم مان هٿ ڪونہ ڪڍيو ويو ۽ مسودي کي وڌيڪ سنوارڻ جو ڪم هلندو آيو. ان وقت جي همت ۽ همت افزائي واري ماحول ۾ پڪي اميد هئي تہ هن پهرئين مسودي کي ايڊٽ ڪري ڇاپائڻ، توڙي ٻئي ايڊيشن لاءِ ڇپيل جلدن جي درستي ڪرڻ جو ڪم هلندو رهندو ۽ اهو راقم جي حوالي هوندو؛ پر باوجود ڪوشش جي اهو سلسلو ڪٽجي ويو.

۱۹۹۱ع- ۱۹۹۴ع وارن سالن ۾ جڏهن "سنڌي لئنگويج اٿارٽي" جي چيرمين طور ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو تڏهن محسوس ٿيو تہ سنڌي لغت بابت تحقيق ۽ تاليف جو ڪم هڪ وڏي عرصي کان بند رهيو آهي ۽ ضروري آهي تہ ان کي شروع ڪجي. ان سلسلي ۾ ٽن چئن لغاتن جي تياري تي سوچيو ويو: (۱) جامع سنڌي لغات تي مَبني هڪ جُلدي مڪمل سنڌي لغت؛ (۲) هڪ تفصيلي سنڌي- انگريزي ڊڪشنري؛ (۳) هڪ تفصيلي انگريزي- سنڌي ڊڪشنري ۽ (۴) هڪ اطلاعاتي صحافتي ڊڪشنري. عملي طور تي، 'انگريزي- سنڌي ڊڪشنري' جي رٿا تيار ڪئي وئي ۽ پڻ 'هڪ جلدي سنڌي لغت' جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو ويو. تہ جيئن علمي ادبي ۽ تعليمي ضرورت جلد پوري ٿي سگهي. البت هن ڪم لاءِ گهربل چاٽو عملي توڙي خرچ جي ڪمي سببان، هڪ جدا آفيس قائم ڪرڻ بدران چيرمين جي حيثيت ۾ اهو ڪم مون پاڻ سنڀاليو تہ جيئن ٿورو ئي ٿورو ڪم، پر ٿيندو رهي، شيخ محمد اسماعيل جنهن کي اٿارٽيءَ جي ڪتابن کي ڇپائي جي مرحلي تي ڏسڻ ۽ پروفن پڙهڻ لاءِ مددگار طور مقرر ڪيو ويو هو تنهن کي وڌيڪ اها ذميداري سونپي وئي تہ جيڪو وقت بچي سو "هڪ جُلدي سنڌي لغت" جي ڪم ۾ لڳائي. ساڳئي وقت اهو اهتمام ڪيو ويو تہ جيڪو مواد جيئن ئي تيار ٿئي سو آفيس ۾ منهنجي نظر مان گذري ۽ ڪامپيوٽرن وارو عملو ان کي ڪمپوز ڪري تہ جيئن جيترو جلد ٿي سگهي اوترو پروف پڙهيا وڃن ۽ 'ٽريسنگ پيپر' ڪڍيا وڃن. انهيءَ رٿا ۾ احتياط سان، ڊسمبر ۱۹۹۳ع تائين لغت جي ترتيب مطابق، الف- بي جي پهرين يارهن اکرن (ا ب ٻ ٻ ت ٿ ٽ ٺ ث پ ۽ ج) وارن لفظن ۽ اصطلاحن جو مواد بنا ڪنهن وڌيڪ خرچ جي مرتب ڪري ڪمپوز ڪرڻ لاءِ ڪامپيوٽر عملي جي حوالي ڪيو ويو.

فيبروري ۱۹۹۴ع ۾ چيرمين جي عهدي تان منهنجي سبڪدوش ٿيڻ سببان هن لغت جو ڪم في الحال بند ٿي ويو ۽ جون ۱۹۹۴ع تائين بند رهيو. انهي ڪري اٿارٽي جي سربراه ڏانهن سفارش جو خط لکيو ويو تہ باقاعدي عملو مقرر ڪري هن ضروري ڪم کي پورو ڪرايو وڃي.

اٿارٽي ڪان مختصر جُز-وقتي عملي جي مقرري جي منظوري ملڻ تي، ۱٦- جولاءِ ۱۹۹۴ع کان هن لغت جو ڪم وري شروع ڪيو ويو. هن سڄي ڪم کي ٻن سالن ۾ پوري ڪرڻ جو پروگرام رٿيو ويو پر ڪن سببن جي ڪري وڌيڪ وقت لڳو. هڪ تہ اڳئين ٿيل ڪم

تي نظر ڪندي معلوم ٿيو ته ڪامپيوٽر ۾ پريل يارهن اکرن واري مواد مان پنجن اکرن (ٽ ٿ ٺ پ ج) جو مواد اُڏامي ويو هو. انهيءَ رهيل ڪم کي نئين سر پوري ڪرڻ ۾ چار مهينا لڳي ويا؛ لغت جي مواد جي تصحيح ۽ ترتيب کان سواءِ، پروفن پڙهڻ تي ڪيل تخميني کان وڌيڪ وقت لڳو: جنهن ته سڄو ڪم جُز- وقتي (پارٽ ٽائيم) عملي جي مدد سان ڪرڻو پيو انهيءَ ڪري لازمي طور گهڻو وقت لڳو. بهرحال ڪم باقاعدگيءَ سان مسلسل طور هلندو رهيو ۽ جون ١٩٩٧ع جي خاتمي تي پورو ٿيو.

هن 'هڪ جُلدي سنڌي لغت' جي ترتيب ۽ تاليف جو بنياد انهن ساڳين اصولن تي رکيو ويو آهي جن جو تفصيل 'جامع سنڌي لغات' جلد پهرين جي مهاڳ ۾ ڏنو ويو آهي. خاص طرح هيٺيان اصول مدنظر رکيا ويا آهن.

- الف- بي جي تختي هيٺئين طور ساڳي 'جامع سنڌي لغات' واري قائم رکي وئي آهي:

ا ب ٻ ڀ ت ٿ ٽ ٺ ث پ ج ڄ جهه ڃ چ ڇ ح خ د ڌ ڏ
ڊ ڍ ذ ر ڙ ز س ش ص ض ط ظ ع غ ف ڦ ق ڪ ک گ
ڳ گهه ڱ ل م ن ڻ و ه ء ي

- هر اصولي لفظ کي ڪارن اکرن ۾ ڇپُو ڪري رکيو ويو آهي ۽ ان بعد هيٺان ان سان لاڳاپيل اصطلاحن کي آندو ويو آهي.
- 'الف' هيٺ، اول مد (آ) سان شروع ٿيندڙ لفظ رکيا ويا آهن، ڇاڪاڻ ته 'مد' کي 'الف' جي پويان 'الف' جي برابر تسليم ڪيو ويو آهي.
- معنيٰ هيٺ، زائد مترادف لفظن کي ڇڏي، مختصر طور تي معنيٰ کي واضح ڪندڙ لفظ لکيا ويا آهن. جيڪڏهن ڪنهن لفظ جون معنائون هڪ کان وڌيڪ آهن ته دم (.) جي نشاني سان هڪ معنيٰ کي ٻي معنيٰ کان جدا ڪيو ويو آهي.
- مذڪر ۽ مونث لاءِ (ذ) ۽ (ث) نشانيون رکيون ويون آهن، پر 'واحد' ۽ 'جمع' جي وضاحت کي ڇڏيو ويو آهي.
- عام رائج ٻولي ۾ گهٽ استعمال ٿيندڙ دقيق علمي ادبي لفظ، طبي ۽ فني اصطلاح، قومن قبيلن شهرن جا نالا ۽ ٻيا اهڙا اسم خاص ڇڏيا ويا آهن.
- "جامع سنڌي لغات" واري ذخيري کي اختصار سان آندو ويو آهي، ۽ ڪي ٿورا نوان لفظ ۽ اصطلاح به شامل ڪيا ويا آهن.

سورهن

’جامع سنڌي لغات‘ جو مواد ٣٠٨٨ صفحن ۾ ڇپيل آهي ۽ هن ’هڪ جلدي سنڌي لغت‘ جو مواد ٧٣٤ صفحن ۾ سمايل آهي. ’جامع سنڌي لغات‘ ۾ شامل لفظن ۽ اصطلاحن جو تعداد نوي کان ٽيانوي هزارن تائين آهي، ۽ هن مختصر ”هڪ جلدي سنڌي لغت“ ۾ ستاويهه هزار کن لفظ ۽ اصطلاح شامل آهن. ايندڙ ايڊيشن ۾ رهيل خامين کي ڪڍي خوبين کي وڌائي سگهجي ٿو. هن مرحلي تي خاص تسلي بخش ڳالهه اها آهي جو هن رٿا جي تڪميل سان ’هڪ جلدي سنڌي لغت‘ جو بنيادي خاڪو هڪ ماڊل طور قائم ٿي ويو جنهن جي روشني ۾ هر ايندڙ ايڊيشن جي تياري ۽ تڪميل ۾ آساني ٿيندي.

هن لغت جي ڪم لاءِ رکيل ’پارٽ ٽائم‘ عملي مان شيخ محمد اسماعيل منهنجي معاون طور ڪم ڪيو ۽ مختيار احمد بلوچ پروفن پڙهڻ ۾ مدد ڪئي. استاد محمد اسماعيل کي جس ڄڃائي جنهن هن ڪم لاءِ وڏيڪ وقت ڏنو، ۽ لفظن ۽ اصطلاحن کي ترتيب ڏيڻ جو ڪم خير خوبي سان نباهيو. لفظن جي چونڊ ۽ معنيٰ ۾ خامين لاءِ آءٌ پاڻ ذميدار آهيان.

آخر ۾ آءٌ سنڌي لئنگويج اٿارٽي جي سربراهن جو شڪرگذار آهيان جن منهنجي سبڪدوش ٿيڻ کان پوءِ به منهنجي صلاح قبول ڪئي ۽ هن لغت جي ڪم کي جاري رکڻ ۾ هرطرح تعاون ڪيو جو هي ضروري ڪم خير خوبيءَ سان پورو ٿيو.

حيدرآباد- سنڌ
١٠- جولاءِ ١٩٩٧ع

[ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
پروفيسر ايمرائيٽس ۽
پروفيسر علامہ قاضي چيئر
سنڌ يونيورسٽي]

# الف

**ا**: ذ (ع) اُچار "الف". سنڌي، فارسي، عربي "الف-بي" جو پهريون اکر. ابجد موجب عدد هڪ.

**آبُ**: ذ (ف) پاڻي. اوزارن يا جواهرات کي ڏنل پاڻي. سون جواهرات جو اوجر. مانُ- عزت.

**آبائتو**: ص. عزت وارو- ماناڻتو.

**آبُ تابُ**:ذ. شان شوڪت. ٺٽ ٺانگر. رعب تاب. چمڪو-رونق.

**آب پاشي**:ث. پوک کي پاڻي ڏيڻ جو عمل- ريج.

**آب حيات**:ذ. اهو پاڻي جنهن جي پيڻ سان دائمي زندگي ملي.

**آبدار**:ذ. پاڻي وارو. پاڻي چڙهيل (هٿيار، اوزار). واهن جي پاڻي جي سنڀال ۽ ورهاست ڪندڙ انجنيري کاتي جو هڪ ملازم.

**آبُ دائو**: ذ.(آب و دانه) دائو پاڻي- چُوڻو پاڻي.

**آبدوز**:ث. پاڻي هيٺ آيل. پاڻيءَ جي سطح کان هيٺ هلندڙ هڪ قسم جو بحري جهاز.

**آبديدَه**:ص. اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيل.

**آبشارُ**:ذ. پهاڙي نهر يا چشمي جو مٿانهين تان ڪرندڙ پاڻي.

**آبڪاري**:ذ. شراب ۽ ٻين نشيدار شين جي چوڪسي رکندڙ کاتو.

**آبڪلاني**:ث. دريائن ۾ پاڻيءَ جو چاڙهه. پاڻي جي چاڙهه جي موسم (جولاءِ، آگسٽ وارا مهينا).

**آب هوا**: ث. پاڻي ۽ هوا جي گڏيل ڪيفيت. ڪنهن ملڪ يا شهر جي موسمي حالت.

**آبي**: ص. پاڻي جو. پاڻي وارو. پاڻي ۾ رهندڙ (جانور، پکي). تدو (تاثير).

**آبياري**: ث. باغن يا پوکن کي پاڻي ڏيڻ جو ڪم- آبپاشي.

**آبيانو**: ذ. پوک لاءِ واهن مان کنيل پاڻيءَ تي مقرر ڍل.

**آبادُ**: ص (ف) سرسبز (پاڻي جي ڪري)- سائو. پاڻي، ساوڪ ۽ ماڻهن جي ڪري وسايل (ملڪ، شهر، علائقو، ٻَنِ)- وسندڙ. پوکيل.

**آباد ٿيڻ**: زمين جو پوک هيٺ اچڻ. شهر يا ڳوٺ جو وسڻ. سکيو آسودو ٿيڻ.

**آبادگار**: ص. زمين کي آباد ڪندڙ- پوک ڪندڙ. ڪڙمي- هاري.

**آبادي**: ث. پوک. وسندي واري جاءِ- بستي. آدمشماري.

**آبادي ڪرڻ**: (طنزيه) ڪجهه نه ڪرڻ.

**آباء**: ذ (ع) آبا- پيُرَ. ابا ڏاڏا (عموماً "اجداد" سان گڏ ڪم ايندڙ لفظ).

**آباء آجداد**:ذ. ابا ڏاڏا. پيڙهي يا قوم جو بنياد وجهندڙ وڏا.

**آبائي**:ص. اباڻو- موروثي- خانداني.

**آبتَ، آبتَ**: ث. ٻنني ٻاري يا ڪاٽيءَ جي ڪم ۾ هڪٻئي جي مددگاري- ونگار.

**آبرُو**: ث (ف) مُنهن جو پاڻي. مُنهن جي رونق. عزت- مانُ.

**آبرو جهلڻ**: (طنزيه) بي عزتو ٿيڻ.

**آبرو وڃائڻ**: عزت وڃائڻ. ذليل ڪم ڪرڻ. بدپيشو اختيار ڪرڻ.

**آبري**: ث. سنڌ جي قديم موسيقي جو هڪ سُر. شاه جي رسالي جو هڪ سُر.

**آبڙي:** ث. "ابڙا" قوم جي بستي.

**آبگير:** ذ. گهوڙن جي هڪ بيماري (جيڪا گهڻي پنڌ کان پوءِ يڪدم داڻي کارائڻ ۽ پاڻي پيارڻ مان ٿئي).

**آبگينه:** ذ (ف) شراب جو شيشو يا گلاس. آرسي- آئينو.

**آبنوس:** ذ (ف) وڻ جو هڪ قسم (جنهن جو ڪاٺ ڪارو، نهرو ۽ قيمتي ٿئي).

**آبو:** ذ. پاڻي گڏيل چڊي پنگ جو ڇُڪو. پنگ.

**آپارڻ، آپارڻ:** م. تعريف ڪري پڏائڻ- ڦُنڊائڻ. هُشي ڏيڻ- ٿيڪر ڏيڻ. همٿائڻ.

**آپامُ:** ذ (ع. آبهم) ننڍڙو ٻارُ (جنهن کي ڪا سمجهه نه هجي)- معصوم.

**آپامڻ:** م. ڦُنڊڻ- پَڏڻ. آڪڙڻ. آٽرڻ.

**آپون:** ذ. اڌ ڪچو ڪير وارو اَن. اَن جا ڪيرا سنگَ (ڪڻڪ، جوئر، ٻاجهري جا).

**آتُ:** ذ. اُبڙڪو. اوڪارو- اُلٽي.

**آترويلا:** ث. لوچ پوچ- آنڌ مانڌ- بي آرامي.

**آتش، آتِش:** ث (ف، آتِش) باهه- آگ. ڪاوڙ- چڙ. ساڙ (دل جو)- سوز. گرمي- حرارت. اُج.

**آتش بازي:** ث. باهه جي راند. دارون ساڙڻ جو تماشو. بارود مان ٺهيل سامان (ڦٽاڪا وغيره).

**آتش پَرَست:** ص. باهه جو پوڄاري- جوت جو پوڄاري. زردشتي مَت جو پوئلڳ- گبر.

**آتشدان:** ذ. گهر جي ويهڻ واري ڪمري ۾ باهه ٻارڻ جو خاص ڳُرڪو (جنهن مان دونهين جي نيڪال لاءِ بخارو ٺهيل هجي).

**آتش فِشان:** ص. باهه وَسائيندڙ . ٻرندڙ (جبل).

**آتشڪَده:** ذ. پارسين جو عبادتگاهه (جنهن ۾ باهه سدائين ٻرندي رهي).

**آتِشي:** ص. باهه جو. باهه وارو. باهه جو اثر رکندڙ. جوشيلو. چيڙاڪ.

**آتمُ:** ذ (سن) روح. دِل- مَنُ. نفس. ذات. فهم. جان.

**آتما:** ث. آتم. روح جي بلند پروازي جي حالت. ضمير. نفس.

**آتم ڪهاڻي، آتم ڪٿا:** ث. روحاني فلسفو. حياتي جو احوال- سوانح عمري.

**آتڻُ:** ذ. گهر ۾ عورتن جو گڏجي سُٽ ڪتڻ جو هنڌ. آستانو.

**آتڻ اُجهامڻ:** ڪتڻ وارين جو ٽڙي پکڙي وڃڻ. محفل اُجڙي وڃڻ.

**آتو:** ص. بيتاب- بيقرار. بيزار. ڪَڪَ- ماندو. لاچار- عاجز. ضررتمند- گهُرجائو. تڪڙو- اُبهرو.

**آٿتُ:** ذ. دلداري- دلاسو. ڏڍ- سهارو.

**آٺرَ:** ذ (سن، آشتَر) گڏهه جا ٽڙا. گڏهه تي باربرداري يا سواريءَ لاءِ ٻڌل ٽپڙ.

**آٺر ٻَڌائڻ:** ٽپڙ ٻڌائڻ- سامان سميت ڪڏي ڇڏڻ.

**آٺر پاٺر:** ظ. ٻئي هَٿ ڇڏي (هلڻ)- بنا ڪنهن ٽيڪ جي (پنڌ ڪرڻ).

**آٽرڻ، آٽرڻ:** م. هلندي ٿابو ڪائڻ- ٿابڙڻ. ٿابو کائي ڪرڻ. وِڇڙي ڪرڻ. آڏيڙا کائڻ.

**آٿُ:** ذ. هٿ ۾ موجود ٻاچُو مال (ڳهه، رقم، مال وغيره). مُوڙي. ڏڍ- ٽيڪ. پرجهلو. دلاسو- آٿتُ.

**آڻامانا:** ظ. آمهون سامهون ڏي وٺ- وهنوار.

**آڻامانا ٿيڻ:** برابر ٿيڻ (ليکي ۾)- وهنوار ٿيڻ.

**آڄَڻُ:** م. رِجڻ- ڳرڻ. رِجي ملي وڃڻ. ونجي سنجي وڃڻ.

**آڻُ:** م. ڳارڻ- پگهارڻ- رجائڻ (سون، چاندي يا ڪو

ڏاتو). رجائي صاف ڪرڻ.

**آٺُ**: ذ. ماني پچائڻ وقت پنڙي ڳوهيل اٽي کي لوٺڻ لاءِ سڪل اٽو- پليٿڻ.

**آٽو، آنٽو**: ذ. گهوڙي جي ڊوڙ جو هڪ چڪر- وراٽو.

**آٽيرَڻ**: ث. سُٽ ويڙهڻ لاءِ ڪاٺ جي گِلي. ڪورڪي ڪم جو هڪ اوزار- نارِي.

**اٽرجَڻُ، اٽرڻُ**: م. لڙاٽيل پاڻي ۾ مٽيءَ جو تر ونڻ.

**آثارُ**: ذ (ع، واحد. اثر) اثر. نشانيون- اهڃاڻ. ويران بستي جا نشان.

**آثار قديم**: ذ. پراڻا يادگار. تاريخي واقعات جا اُجڙيل نشان.

**آپُ**: ض. پاڻ- خود. پنهنجي سر.

**آپُ گهاتُ**: ذ. پاڻ کي مارڻ- خودڪشي.

**آپتِ، آپس**: ث. پنهنجائي- عزازت- برادري.

**آپدا**: ث (سن) مٿان آيل مصيبت. آسماني آفت. مصيبت. عذاب.

**آپريشَن**: ث (انگ) علاج خاطر بدن جي عضون جي وڍ ٽڪ- جراحي.

**آپو**: ذ. پاڻ پڻو- خودي. انانيت. تڪبر.

**آپي خاني**: ث. خود خيالي. خودمختاري. وڏائي.

**آپي شاهي**: ث. پنهنجي بادشاهي. زوراوري- ڏاڍائي.

**آپي ڪان نڪرڻ**: ماڻهپي مان نڪرڻ. هوش مان نڪرڻ. ڪاوڙ ۾ وهلور وڃڻ.

**آجرُ**: ص (ع) اُجرت تي ڪم ڪندڙ. مزور.

**آجِڪو**: ذ (ف. آذوقه) چُوٽو. روزي. روزانو قوت (جنهن کان سواءِ جيئرو رهي نہ سگهجي). داڻو پاڻي.

**آجائي**: ث. آزادي- نجات. واندڪائي- فرصت.

**آجو**: ص. آزاد- ڇُٽل. واندو- فارغ (ڪم مان).

**آجِيان**: ث (سن) ڪنهن جي اچڻ تي خوشي جو اظهار. مرحبا. خيرمقدم.

**آجهاپُ، آجهاپو**: ذ. آجهو. ٿوري ننڊ- جهُوٽو. آرام.

**آچارِ**: ظ. جهڙو- جيان- وانگر.

**آچارُ**: ذ. امين جو راجوڻي فيصلو. انصاف روءِ فيصلو- نياءُ. هَلِي چَلِي- ريت رسم. آچر (ڏينهن). سانڍاڻو.

**آچارِي**: ص (سن آچاريہ) علم جي روشنائي وارو. سِکيا ڏيندڙ. مذهبي اصولن جو پابند. آچار ڪندڙ. فيصلو ڪندڙ.

**آچامُ**: ذ (ف. آماج) تِير ڇٽڻ جو نشان- هدف.

**آچَرُ**: ذ (سن. آدتيہ وار) هفتي جي ستن ڏينهن مان هڪ ڏينهن- آرتوار.

**آڇَ**: ث. صلاح- پيشڪش. وات ٽُڪائي. اعلان. واڪُ.

**آڇارو**: ذ. غيبات جو پاڇو. سمنڊ جي سخت ڇولي يا تيز وهڪرو.

**آڇلائڻُ، آڇُلائڻُ**: م. مٿاڇرو هلڪو ڌوئڻ (ٿانءُ، ڪپڙو). آگهارڻ (ٿانءُ). ڇاڇولڻ (ڪپڙو).

**آڇَڻُ**: م. ڪا شيءِ پيش ڪرڻ. ڪنهن شيءِ ڏيڻ جي صلاح هڻڻ. آڇ ڪرڻ.

**آخِرُ، آخَرُ**: ذ (ع) پڇاڙي- انت. ڇيهہ- دنگ. نيٺ.

**آخِرَ دَمُ**: ذ. پڇاڙي وارو پساهہ. موت جو وقت. پڇاڙي سودو. توڙ تائين.

**آخِرَ زَمانُ**: ذ. پڇاڙيءَ وارو زمانو. قيامت جي ويجهڙائي وارو وقت.

**آخِرَ ظُهُرُ**: ث. ٻيهري نماز (جا جمعي نماز بعد "آخر ظهر" جي نيت سان پڙهجي).

**آخِرڪار**: ظ. آخرين طرح- نيٺ نڏان.

**آخري، آخرين**: ظ: سڀ کان پويون. نيٺ.

**آخِري وقت:** ذ. حياتيءَ جو پڇاڙيءَ وارو وقت. سڪرات جو وقت. دنيا جو پوين زمانو- ڪلجڳ.

**آخِرَتِ:** ث (ع) پڇاڙي- پڇاڙي (دنيا جي). قيامت. ٻيو جهان.

**آخُوندُ:** ذ (ف) ديني تعليم ڏيندڙ اُستاد (فقيه، مُلا). ابتدائي درجي وارو معلم.

**آدِ:** ث (سن) مند- آغاز- ابتدا. اصل. پهريون- بنيادي.

**آدِ جُڳادِ:** ث. اصل زمانو. قديم زمانو.

**آداب:** ذ (ع. اَدب جو جمع) چڱيون عادتون- اخلاق. ادب جو قاعدو ۽ سليقو. نياز نوڙت سان سلام- تعظيمون.

**آدابَ:** ذ (ع. عذاب) تڪليفون- اهنج- ايذاءَ- سُورَ.

**آدَمُ:** ذ (ع) پهريون ماڻهو (جنهن کان انسان ذات جي ابتدا ٿي). خليفه الله. ماڻهو- آدمي.

**آدم خور:** ذ. ماڻهو کائيندڙ (انسان، ديو، جانور).

**آدم زاد:** ذ. آدم جو ڄڻيل. آدم جو اولاد. بني نوع انسان.

**آدمشماري:** ث. هر ڏهين سال ملڪ جي ماڻهن جي ڳڻپ.

**آدمِي:** ذ (ف) آدم زادو- ماڻهو- بشر- انسان.

**آدَمِيَّتِ:** ث (ع) ماڻهپو- انسانيت.

**آديسُ:** ذ (سن. آديش) گرو کي ڪيل شوق ۽ محبتا جو سلام. نمسڪار. جوڳين جو سلام.

**آڌارُ :** ذ. ٽيڪ- جهل. سهارو- ڏڍ.

**آڌاڻُون:** ذ. اڌ سال يعني چيٽ ۽ ڪتيءَ جي وچ وارو ٽيون فصل (جنهن ۾ گدرا، گوار، جوئر، وغيره ٿين).

**آڏَرَ:** ث. ٽيڪ- جهل. ڏڍ- سهارو. مان- آجيان.

**آڏر ڀاءُ:** ذ. آئي جي عزت. مرحبا- آجيان. ٽهل ٽڪور- خاطر مدارت.

**آڌُوتِي:** ص دنيا کي ترڪ ڪندڙ- تارڪ. سنياسي فقير.

**آڌِي:** ث. اڌ رات. اڌ رات جو وقت.

**آڌِي مانجهِي:** ث. اڌ رات ۽ منجهند. اوير سوير.

**آڌيڙا:** ذ. ڏڪا- ٿاڦا.

**آڌيلو:** ذ. اڌ- پئسو. اڌ- پئسي وارو اڳيون سڪو.

**آڏ، آڏِ:** ث. آڏو رکيل شيء يا اٽڪ. رنڊڪ- آڙ. ڇت وغيره کي ٽيڪ لاءِ ڏنل ٿوڻي- جهل.

**آڏارَڻُ، آڏارِڻُ:** م. اوٻارڻ. اڌو ڳاڀرو رڌڻ (گوشت وغيره)

**آڏاڻو:** ذ. ڪپڙي جي اُڻاوت جو مانڊاڻ.

**آڏِتُ:** ذ (سن. آدتيہ) سجُ- شمس.

**آڏ تِرڇو:** ص. آڏو ٽيڏو- مٿانهون ۽ پاسيرو.

**آڏِڙي:** ث. آڏ- ٽيڪ- جهلَ. رنڊڪ. مَلهہ جو هڪ داءُ. بهانو- عذر.

**آڏو:** ص. ڏنگو- ٽيڙو- ڦِڏو. اڳيان- سامهون. روبرو- مقابل.

**آڏو اچڻ:** سامهون اچڻ. رنڊڪ وجهڻ. مخالف ٿيڻ.

**آڏو ٽيڏو، آڏو ڦِڏو:** ظ. ڏنگو ڦڏو- آسيرو پاسيرو. جهڙو تهڙو- معمولي.

**آڏ وَڏائِي:** ث. حسبي نسبي يا خانداني فخر، ورثي ۾ مليل مرتبو- آڏَ. اباڻي ڏاڏاڻي ريت.

**آڏِي پُڇا:** ث. ڪورٽ ۾ شاهد کان سندس ڏنل بيان بابت قانوني پڇا- جرح.

**آڏُوڪو:** ص. ٿورو آلو- ٿورو پسيل. پوريءَ طرح نہ سُڪل (ڪاٺ، ڪپڙو).

**آڙ:** ث. سور کان مهٽ واري مالش (جسم کي يا ڪنهن عضوي کي).

**آڍَ سُوٽ**: ث. جسم جي عضون کي آڍڻ ۽ تيل مکڻ. عضون جي مَهٽ سهٽ.

**آڍِمَکَ**: ث. جسم جي عضون کي آڍڻ ۽ تيل مکڻ جي مهٽ سَهٽ.

**آڍائِڻُ**: م. مالش ڪرائڻ (بدن يا عضون کي). آڍَ سُوٽَ ڪرائڻ.

**آڍَڻُ، آڍِڻُ**: م. تيل سان بدن کي مَهٽ ڏيڻ- مالش ڪرڻ. مهٽ سهٽ ڪرڻ (ويم واري زال کي). هٽ هٽڻ (ڇڪيءَ کي).

**آڍو**: ص. وڏيءَ عمر وارو (سٺ ستر سالن کان مٿي چڙهيل)- ٻڍو- پوڙهو. ماڻهو جو نالو.

**آڍو ٻُڍو، آڍڙو ٻُڍڙو**: ص. گهڻو ڪراڙو- تمام پوڙهو.

**آڏُقو، آڏُوقو**: ذ (ف. آذُوقه) آجڪو- قوت. چوڳو- چُوڻو.

**آرَ**: ث (ف. آرَه) لوهي نوڪدار سُوئو (ڪاغذ، چمڙي وغيره ۾ سوراخ ڪرڻ لاءِ).

**آرِ**: ث. جيت جو هڪ قسم. برسات جي موسم ۾ وڻن ۾ آواز ڪندڙ تڏِ. ماڪيءَ جي ماناري واري ٽاري.

**آرُ**: ذ. وهڪري جي چوطرفي تيزي يا ڇِڪَ. درياء يا سمنڊ ۾ ڪُن پيدا ڪندڙ وهڪرو. درياء جو ڪُن. درياء جي تِکَ. لاڙو (دل جو). ڇِڪ- ڪشش. آڪيرَ. لاڏُ- هيج- چاهہ.

**آراڌو**: ص (ع. علحده) الڳ- جدا. انوکو. نرالو.

**آراڙِي**: ث. اڻ منڊائتي جوٺر (جيڪا فقط گاه طور پوکجي). آرهاڙي ڏٽ (سگر، پسي، پيرون). ميهن، چيڙن ۽ ريڍڙين جي ڪچرين جو ٻوڙ.

**آراستہ**: ص (ف) سينگاريل. ڇانگيل. درست.

**آرامُ**: ذ (ف) جسماني آسايش واري حالت- فرحت. سک. تندرستي- صحت. فراغت- واندڪائي. ننڊ.

**آرام پَسند؛ آرام طلب**: ص. آرام چاهيندڙ. تڪليف يا جاکوڙ کان ڀڄندڙ. سست. ڪاهل.

**آرام ڪُرسِي**: ث. ٻانهُن واري وڏي ڪرسي (جنهن تي اڌوگابرو ليٽي يا آرام سان ويهي سگهجي).

**آرامگاه**: ث. آرام جي جاءِ. ننڊ جو ڪمرو.

**آرامي**: ص. آرام ۾ پيل- سٽل. بي فڪر- خوش.

**آراٽي**: ث. گرمي سبب جسم تي نڪتل ننڍڙو ڦُلڙو.

**آراٽِيُون، آراٽيُون**: ث. گرمي ۾ جسم تي نڪتل داڻا- پت.

**آراٽِيہ**: ذ (سن) ڀاڄيون پوکيندڙ. باغائي. هڪ ذات جو نالو.

**آرائِش، آرايِش**: ث (ف) زيبائش- سينگار. ٺاهہ ٺوهہ- ڏيک ويک.

**آرِتوارُ**: ذ (سن. آدتيہ وار) آچر ڏينهن.

**آرَيارَ**: ذ. سڃاڻپ جا نشان. پارَ.

**آرپارُ، آروپارُ**: ظ. هِن پرَ ۾ هُن پر- هِن پار ۽ هُن پار. هِن ڪَپ ۽ هُن ڪپ. هڪ پاسي کان ٻئي پاسي تائين.

**آرڊَرُ**: ذ (انگ) حڪم- فرمان.

**آرزُو**: ث (ف) آس- اميد. سَڌ- خواهش. دلي مراد.

**آرزُو مَند**: ص. اميدوار- خواهشمند.

**آرس**: ذ. بدن ۾ سُستيءَ واري حالت. سستي- ڪاهلي. ڪَرَ- لِڱَ.

**آرسِي**: ص. سست. ٽوٽي.

**آرِسِي**: ث. آئينو- ٽِڪَ.

**آرسي ڏيکارڻ**: اعمالن کان واقف ڪرڻ. ڪرتوت ظاهر ڪرڻ.

**آرڪَڻَ**: ذ. ارڪان- لڇڻ.

**آرماڙُ**: ذ. بحري جنگي جهازن جو ميڙُ- بحري ٻيڙو.

**آرڻُ:** ذ (سن) ٻيلو. ٻوڙ واري ايراضي جو جهنگ. گدرن ۽ هنداڻن جي ڀوڪ. پاڄين ٻَڪر جي ڀوڪ. جنگ جو ميدان. لڙائي.

**آرو:** ذ. آرُ- لاڙو. دل جو لاڙو- رجحان. پيار- قرب. لاڏ- انگل. درياء جي پاڻيءَ جو زور. ڪُڪڙ (يا ٻئي پکيءَ جي) آنن تي ويهڪ.

**آرو پچائڻ، آرو ڪرڻ:** آنن تي ويٺل پکي وانگر جهوڪ ٻڌي ويهڻ. گهر ۾ اندر گهڻو وقت ويهي رهڻ. انگل ڪرڻ- لاڙو رکڻ.

**آرهَڙُ:** ذ. اونهارو.

**آري:** ث (ف. آره) ڪاراٺي- ننڍو ڪَرٽ.

**آري:** اسم خاص. "عالي" نالي جو سنڌي اچار. "آري جام"= ڄام پنهونءَ جو پيءُ، معزز بلوچ سردار.

**آرياڻي:** ث. معزز عورت. بيبي- سيدياڻي.

**آريٺو، آريٺو:** ذ. هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جو ٻج (ٻج ڪي پيچي پاڻي ۾ چاچولجي تہ صابڻ وانگر گجي ڪري، جنهن ۾ ريشمي ڪپڙا ڌوپن).

**آڙ:** ث. اوٽ- اولو- پردو. ڍَڪُ. اَجهو. آڏ- روڪ. وَجهہ- ٻَتڪُ.

**آڙاهہُ، آڙهہُ:** ذ. باهہ جو وڏو مَچُ. کُورو. (ص) تمام وڏو ۽ اونهو- اٿاهہ.

**آڙنگُ:** ذ. برسات کان اڳ هوا جي گُهٽَ. اُٻس- ٻُوسٽ. رگهہ.

**آڙُو:** ذ (ف. آلو) ميوي جو هڪ قسم. آلو بخارو.

**آڙي:** ث. پاڻيءَ پکي جو هڪ قسم- مرغابي.

**آڙيڪاپُ:** ص. چالاڪ- هوشيار. اٽڪلي. حرفتي.

**آزادُ:** ص (ف) خود خيال- پنهنجي مرضي وارو. آجو چِٽل. کُليل. ڇڙواڳ. واندو. اڪيلو.

**آزاد طبع:** ص. خود خيال. پنهنجن خيالن جو بنا ڊپ جي اظهار ڪندڙ. بي پرواهہ.

**آزادي:** ث. خود خيالي. خودمختياري. ڇوٽڪارو- رهائي. فرصت- واندڪائي.

**آزارُ:** ذ (ف) تڪليف- اهنج. عذاب. ايذاءُ- سُور- درد. جنجال. بيماري.

**آزارَڻُ، آزارِڻُ:** مر (ف. آزاريدن) تڪليف ڏيڻ. رنجائڻ. ڏکوئڻ. ستائڻ- تنگ ڪرڻ.

**آزُردَہ:** ص (ف) تڪليف ۾ مبتلا. ناخوش. ڏکويل. غمگين. اُداس- ملول. پريشان. ڪَڪِ- بيزار. آتو.

**آسَ:** ث (سن. آشَ، ف. آز) اُميد. خواهش- سَڌ.

**آسَ اُميدَ:** ث. اولاد ۽ ان جي شاديءَ جي مُراد. جيئري ئي مقصد جي تڪميل.

**آسا:** ث. (سن. آشا) آس- اميدَ. خواهش- تمنا. غرض- حاجت. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

**آسابَنڌُ:** ص. جنهن تي اميد ٻڌل هجي. آسرو- آڌار. ڏڍ- آٿت.

**آسائتو، آسائو:** ص. سِڪَ وارو- سڪايل. اميدوار. سيڪڙو.

**آسائشُ:** ذ (ف. آسايش) آرام- سک. فرحت. ساهي.

**آسامي:** ث (ع. آسماءُ جو جمع) نالي وارو شخص. شاهوڪار گهر. دولتمند فرد. مکيہ ماڻهو.

**آسانُ:** ص (ف) سَولو- سهنجو- سوکو.

**آساني:** ث. سهنجائي- سَولائي- سهولت.

**آسانگو:** ذ. لاڳاپو- تعلق. سانگو- آسرو- ڀروسو. ڏڍ. پيار- اُڪير.

**آسائِشَ، آسايَش:** ث (ف) آرام- راحت- سک. فرحت. ساهي.

**آسائش گاهہ:** ث. آرام ڪرڻ جي جاءِ. ريسٽ هائوس.

**آستِينَ:** ث (ف) ٻانهَن- ٻازُو (پهراڻ، ڪوٽ، قميص

جو).

**آسپاس، آسي پاسي:** ظ. چوطرف- چوڌاري- اردگرد. ويجهو.

**آسَرَ:** ث. آس- اميد. آسرو.

**آسَروَند:** ص. اميدوار- آسائو.

**آسَرَ پوتا:** ذ. هڪ ذات جو نالو. (ص) ٺلها دلاسا ڏيندڙ. ٻٽاڪي.

**آسرو:** ذ. اُميد- آس. پروسَو. دلاسو. سهارو- ڏِڍ.

**آسري ۾ رکڻ:** اجايو دلاسو ڏيڻ. دغا ڪرڻ.

**آسمان:** ذ (ف) آڪاس- اُڀ.

**آسماني:** ص. آسمان جو- سماوي. آسمان جهڙو- هلڪو نيرو (رنگ).

**آسَڻُ:** ذ (سن آسَن) ويهڻ جي جاءِ- پاٿاري. فقيرائو تڪيو. "جوڳ" ۾ ويهڻ جو هڪ نمونو.

**آسُودَگي:** ث (ف) خوشحالي. فرحت- راحت. سُڪون- دلجمعي.

**آسُودو:** ص (ف. آسوده) سکيو- خوش. بي فڪر. خوشحال- هوندوارو. شاهوڪار.

**آسيبُ:** ذ (ف) صدمو- ڏکُ. اهنج- تڪليف. آفت. جِنّ ڀوت. لڳت جو حساب.

**آسيب زَدَه:** ص. جِنّ ڀوت جي اثرهيٺ- لڳت وارو.

**آسيرو پاسيرو:** ظ. آڏو ٺڏو- ڏنگو ٽيڙو.

**آسيرو پاسيرو ٽيڻ:** ٻُت ڪي وٺڻ سٺڻ (ٽڪ يا نٽائڻ سبب). نٽ نٽاءَ ڪرڻ.

**آسيسَ:** ث. دعا. راحت. سُک- آرام.

**آشَ:** ث (ف) پنڙي رَبَ- ٻيچ. رَسُ.

**آشتي:** ث (ف) صفائي- اَمن. صلح- ناهه.

**آشُفتهَ:** ص (ف) پريشان- حيران. عاشق- ديوانو.

**آشڪار:** ص (ف) ظاهر- چِٽو- نروار.

**آشڪارا:** ذ (ف) "سچل" جو پارسي شعر ۾ تخلص.

**آشنا:** ص (ف) دوست- يار. واقف- سُڃاڻو.

**آشنائي:** ث. واقفيت- سڃاڻپ. جاڻ سڃاڻ. دوستي- ياري.

**آشوبُ:** ذ (ف) گوڙ- هُل- غوغاءُ. فتنو- فساد. غبار (دل جو). اوبر (اک جو).

**آشوب چَشمُ:** ذ. اکين اٿڻ جي بيماري.

**آشيانُ، آشيانو:** ذ (ف) آکيرو. گهرُ. آستانو.

**آغا:** ذ (ت) آقا- مالڪ. ڌڻي. سردار.

**آغازُ:** ذ (ف) مُنڍ- شروعات- ابتدا.

**آغوش:** ث (ف) جهولي- هَنج. ڀاڪُر.

**آفات:** ث (ع) آفتون- مصيبتون. تڪليفون.

**آفات آرضي:** ث. زمين جون مصيبتون (زلزلا، ڏڪار وغيره).

**آفات سَماوي:** ث. آسماني مصيبتون (برسات. باهه. ڪنوڻ وغيره). خدائي قهر.

**آفاقُ:** ذ (ع) حَدِنظر جتي زمين ۽ آسمان مليل نظر اچن- افق. ڪائنات- سنسار.

**آفتَ:** ث (ع) مصيبت. قهر. عذاب (بيماري يا ڏڪر وغيره). (ص) چالاڪ. ذهين. شرير.

**آفت زَدَه:** ص. مصيبت جو ماريل. زماني جو ستايل.

**آفتاب:** ذ (ف) سجُ.

**آفرينَ:** ث (ف) شاباس- جَسُ- تحسين.

**آفرين نامو:** ذ. شاباس جو پروانو. سرڪاري خدمتن جي اعتراف جي سَنَدَ.

**آفيسَ:** ث (انگ) سرڪاري لکپڙهه جي جاءِ- دفتر.

**آفيسَرُ:** ذ. آفيس سنڀاليندڙ عملدار- ڪامورو.

**آفيمُ:** ذ. ڏوڏيءَ جو رَسُ- آملُ.

**آفيمي:** ص. آفيم واپرائيندڙ- اَملي. نشئي.

**آڦرجَڻُ:** م. گهٽي کائڻ ڪري پيٽ ڦوڪجڻ. پرتي ٿيڻ (پيٽ ۾).

**آڦري:** ث. پيٽ جي پرتي (گهٽي کاڌي سبب). بدهضمي. سيٽَ- آڪڙ.

**آڦري لاهڻ:** سيٽ لاهڻ- آڪڙ پچڻ. سيڪت ڏيڻ.

**آقا:** ذ (ت) مالڪ- ڌڻي. سردار. حاڪم. آغا.

**آقائي نامدار:** ذ. حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي نالي سان گڏ تعظيمي الفاظ.

**آڪي باڪي:** ظ. رهيو کهيو. ويتر- هيڪاري.

**آڪارو:** ذ. آڪ جي وڻ جا تاندورا. اڪ جي تاندورن مان نهيل رَسو.

**آڪاسُ:** ذ (سن. آڪاش) آسمان- أڀ.

**آڪاس واڻي:** ث. اِلهامُ. غيبي آواز.

**آڪٽوبَرُ:** ذ (انگ) عيسوي سال جو ڏهون مهينو.

**آڪرو:** ص. مهانگو. وڏي اگهہ وارو. ڳرو. ڪاوڙيل. تِکو- تيز (مزاج). چَڙهت ڪندڙ (واپار ۾). سرسي وارو. (ث. آڪِري).

**آڪڙَ:** ث. سيٽَ- ڦوڪ. غرور- گهمنڊ. ڪاوڙ. ٽانءِ.

**آڪڙَ باز:** ص. اجائي سيٽ ڏيکاريندڙ. ٿوري گهٽي تي ڪاوڙ ڪندڙ.

**آڪڙَ مُنو:** ص. هر وقت ڪاوڙيل. سُونڊَ مُنهون. وڏائي خور.

**آڪڙجَڻُ:** م. سيٽجڻ- ڦوڪجڻ. ڪاوڙ ڪرڻ. وڏائي ڪرڻ.

**آڪڙجَڻُ:** م. سَندڪُڙجي پوڻ (پند سبب). ڦٽ ڦرڙي ۾ سُورَ جي سُوٽَ ٿيڻ.

**آڪڙَڻُ:** م. آڪڙ ڪرڻ- سيٽجڻ. وڏائي ڪرڻ. ڪاوڙ ڪرڻ. ڦُندڻ.

**آڪڙَڻُ:** م. سُور يا ٿَڪ سبب بدن وٺجي پوڻ- ڪُڙجي پوڻ. ڦٽ ڦرڙي وارو ماس سُڄڻ.

**آڪو:** ص. اڻ پڪل- ڪچو. پيلو (مٽيءَ جو ٿانءُ). ڦِٽل (ڪير). اڻ وٺندڙ. بانس ڪري ويل (گاهہ).

**آڪَهہ:** ث. ڪٽنب- ڪُڙم. گهر جا ڀاتي. گهراڻو.

**آڪيڙو:** ذ. وڪڙ- پيچ. زور پريو وَٽُ. اشڪنجو. رسي کي وٽ ڏيڻ لاءِ ڪاٺي.

**آڪيڙا چاڙهڻ:** وڪڙ چاڙهڻ. ڏوهاري جا عضوا ٻڌي رسي کي وٽ ڏيڻ.

**آڪاڙُ:** ذ. سنبت سال جو چوٿون مهينو.

**آڪاڙو:** ذ. ملهہ يا ڪُشتي راند جي جاءِ. ڪُڪڙن جي ويڙهہ جو دائرو.

**آڪاڻي:** ث. ڳالهہ- ڪهاڻي.

**آڪڙَڻُ:** م. آٽڙڻ- ٽاٻڙڻ.

**آکَڻُ:** م. چوڻ- ڪَهڻ. آچڻ. حڪم ڪرڻ.

**آکيرو:** ذ. واهيرو (پکيءَ جو)- آشيانو.

**آگَ:** ث. باهہ- آتش- جيرو. ساڙُ- ڪامُ. راند جو وارو. بازي. راند ۾ جيت.

**آگ لاهڻ:** راند جو وارو چُڪائي ڏيڻ. ذمي ڪيل ڪم جهڙو تهڙو پورو ڪرڻ. ميار لاهڻ.

**آگاهہ:** ث (ف) سڃاڻپ (ڪنهن جاءِ، واقعي وغيره جي). ڄاڻ. واقفيت- ڏيٽ.

**آگاهي:** ث. اڳواٽ اطلاع- چِتاءُ. واقفيت. ڄاڻَ- معلومات.

**آگاهُ:** ص (ف) ڄاڻو- واقف.

**آگبوٽُ:** ذ. باهہ جي زور تي هلندڙ پاڻي جو جهاز- دُخاني جهاز.

**آگ گاڏي:** ث، باهہ جي زور تي هلندڙ ريل گاڏي.

**آگمُ:** ذ. جُهڙ. مَلارُ. مينهوڳي. مِينهن ڪان اڳ هوا جي

گھٽ.

**آگو:** ذ (ت. آقا، ف. آغا) آقا– ڌڻي– مالڪ.

**آگهي:** ث (ف) معلومات. ڄاڻ. واقفيت.

**آگيا:** ث (ھ) مڃتا. حڪم.

**آڳ:** ث. آگ– ٻاھ– ڇيرو.

**آڳاٽو:** ظ. اڳيُون– اڳوڻو. قديم. گھڻو اڳ.

**آڳاٽي:** ظ. شروعاتي. اڳواٽ پوکيل (پوک).

**آڳانجھو:** ظ. تمام گھڻو– وڏيڪ.

**آڳانڊو:** ذ. پرجھلو– آڏار.

**آڳت:** ث. وصولي (رقم جي)– آمدني.

**آڳر:** ذ. آڳڻ– آڳنڊ.

**آڳڙيو، آڳڙيو:** ص. لوھار (جيڪو لوھ ٽپڻ وغيره جو ڪم ٻاھ تي ڪري).

**آڳنڊُ:** ذ. گھر جي اڳ وارو ڪليل حصو– اڳڻ.

**آڳو:** ذ. چولي يا قميص جو اڳ وارو حصو.

**آڳو پيڇو:** ذ. چولي يا قميص جو اڳ ۽ پٺ وارو حصو. اڳ پُٺ– اڳياڙي پڇاڙي.

**آڳو پيڇو سنڀالڻ:** اڳ پوءِ ڄاچڻ– سوچ ويچار ڪرڻ. نفعو نقصان سنڀالڻ. ڪم جو نتيجو ڄاچڻ. دور انديشي ڪرڻ.

**آڳو پيڇو ڪرڻ:** اڳيان پويان هلڻ (خوشامد طور). خدمت ڪرڻ– چاڪري ڪرڻ.

**آڳ واڳ:** ث. سڀ اختيار.

**آڳهہُ:** ذ. آڏار– وسيلو. واقف– ڄاڻو.

**آڳيني:** ث. سِگري– ڪُل.

**آڳيلَ:** ث. ٻيڙيءَ جو اڳيون حصو.

**آگھارڻُ، آگھارڻُ:** م. ٿانءَ ۾ پاڻي وجھي (ڌوئڻ لاءِ) ڇاچولڻ– آچلائڻ. ڪپڙو پاڻي ۾ وجھي ڇاچولڻ (ميرُ ڪڍڻ لاءِ)– ڌوئڻ.

**آڱرِ:** ث. پنجن آڱرين مان ڪابہ هڪ آڱر. آڱر جي ويڪر جيتري ماپ.

**آڱرين تي نچائڻ:** ڪنهن ماڻهو کي پنهنجي مرضي موجب هلائڻ. جوڳي جُٽ ڪرڻ.

**آڱرِ ڪرڻ:** آڱر سان چُرچ ڪرڻ. ڪُچَ ڪرڻ– آپارڻ. چيڙائڻ– چيڙڻ.

**آڱر کڻڻ:** آڱر سان ڏيکاري اشارو ڪرڻ. نالو وٺڻ– حرکت ڪرڻ. انگشت نمائي ڪرڻ.

**آڱرِ ويڙهو:** ذ. آڱر تي ويڙهجي ويندڙ ڦرڙي.

**آڱوٺو:** ذ. هٿ يا پير جي نر آڱر– ٺينگو.

**آڱوٺو ڏيکارڻ:** جواب ڏيڻ– انڪار ڪرڻ.

**آڱوٺي:** ث. پير جي آڱوٺي جو ويڙهہُ (ڇَلو).

**آلُ:** ذ (ع) اولاد. نسل. گھر جا ڀاتي– ڪٽنب. ڪڙم قبيلو.

**آل اولاد، آل عيال:** ذ. ڪٽنب. خاندان. ٻار ٻچا.

**آلِ رسول، آلِ نبي:** ذ. نبي سڳوري جو اولاد (حضرت بيبي فاطمه جي نسل مان)– اَهل بيت.

**آلات:** ذ (ع. آله جو جمع) اوزارَ. هٿيارَ.

**آلاپُ:** ذ. ورلاپُ– پارَ. درد واري دانهن. راڳ جو شروعاتي آواز– سُر جي ڇيڙ.

**آلاپڻُ، آلاپڻُ:** م. ڳالهائڻ. آواز ڪڍڻ. آواز کي هيٺ مٿي ڪرڻ (ڳائڻ ۾).

**آلاڻ:** ث. پوسَلَ– نَمِي. پاڻي جو اثر.

**آلائشَ، آلايشَ:** ث (ف) ملاوت. گندگي– پليتي. رطوبت.

**آل جالَ:** ص. تمام گھڻو– ريل ڇيل. عام جام.

**آلرَ:** ث. درياء جي پاڻيءَ جي لاٽ (سرءُ ۾)– سانگھارو. وِيرَ جي موٽَ (سمنڊ ۾).

**آلو:** ص. پُسيل– پِنلَ. آڌوڪو (ڪپڙو، ڪاٺ).

(ث.آلي).

**آلو:** ذ (ف) پٽاٽو.

**آلو بخارا:** ذ (ف) هڪ قسم جو ميوو.

**آلو پولو:** ص. ابوجهہ- سادو سودو (مزاج وارو)- بالو پولو. (ث. آلي پولي).

**آلودو:** ص (ف) مليل- ملاوت وارو. پسيل- پنل. لٿڙيل. گندو- پليت. (ث. آلودي).

**آلودگي:** ث (ف) آلاڻ. گندگي. پليتائي.

**آلوڙي:** ث. ويايل (مينهن، ڍڳي، ٻڪري، رڍ). سوئا- کير واري.

**آلو نور:** ص (ع. اعليٰ نور) ڏڏ- موڳو. صفا چٽ- بنهہ بيڪار.

**آمادگي:** ث (ف) رضامندي- تياري.

**آماده:** ص (ف) تيار- سنبريل- رضامند.

**آماس:** ث (ف) سوڄ- ٿوٿر.

**آماسجڻ:** م. سُڄڻ- ٿوٿرجڻ.

**آمد، آمد:** ث (ف) اچڻ جي حالت. آمدني- اُپت. فطري طور خودبخود زبان تي ايندڙ شعر.

**آمد رفت:** ث. اچ وڃ. راه رسم.

**آمدني:** ث (ف) آمد. اُپت- پيدائش. ڪمائي،

**آمدني روانگي:** ث. اچ وڃ (واپاري مال جي).

**آمر:** ص (ع) آمر ڪندڙ. حاڪم. سياسي اصطلاح ۾ ڊڪٽيٽر.

**آمريت:** ث. حاڪميت. ڏاڍ ڏمر واري حڪومت.

**آمرا:** ذ. گدامري جون سايون ڦريون.

**آمري:** ث. گدامري جو وڻ ۽ ان جو ڦر.

**آمنا وصدقنا:** ذ (ع) اسان ايمان آندو ۽ اسان سچ ڄاتو. مڃيوسين.

**آمنه:** ذ (ع) نبي سڳوري جن جي والده جو نالو.

**آمو:** ذ. آنب.

**آمهون سامهون:** ظ. منهن مقابل- روبرو.

**آميزش:** ث (ف) ٻيءَ شيءَ جي ملاوت.

**آمين:** ف (ع) خدايا قبول ڪر. دعا جي آخر ۾ چوڻ جو لفظ.

**آنا فانا:** ظ (ع) وقت بہ وقت. بروقت- اُتي جو اُتي.

**آنٽو:** ذ. گهوڙي کي پنڌ ڏيڻ لاءِ ٽوري مفاصلي ۾ ڏنل وراٽو- آٽو.

**آنجهاني:** ص (ف) هُن جهان جو ساڪن- گذاري ويل.

**آنچي:** ث. ٽڙ. بانس يا ٽڙ جي چليل سنهي تيلي.

**آندرو:** ص. گاڏي يا هر ۾ اندريون (ڏاند).

**آنڌ:** ث. اونداهي.

**آنداري:** ث. نار، گهاٽي يا گاڏيءَ ۾ ٻڌل وهٽ جي اکين تي ٻڌڻ جا ڪوپا.

**آنڌ مانڌ:** ث. لوڇ پوڇ. چورا ڪورا. بيقراري.

**آنبو:** ذ. انسان يا جانور جي پيٽ جو رودو.

**آندا ڳجيون:** ث. پيٽ جا اندريان عضوا. ويجها عزيز. اندر جا راز.

**آنڊن ۾ هٿ وجهڻ:** ڪنهن جي اولاد کي پٽ پاراتو ڪري، مائٽ کي آزارڻ. سڱ جي گهُر ڪرڻ.

**آنڊي جي جَر:** ث. اولاد جي باهہ- اولاد جي چِڪَ.

**آنر:** ص. اڻ ڪٽيل (ڍڳو، گهوڙو)- سانُ.

**آنڙو:** ذ. ننڍي سرميداڻي.

**آنڙي:** ث. اک جي ٽُتري وٽ ٽيل آرائي جيتري ڳوڙهي يا ڦُلڙو. ننڍي سرميداڻي.

**آنڪ:** ث. پرت جو هڪ نمونو. ڪپڙي تي ڏاڳي جي زنجير.

**آنڪڙو:** ذ. لوهي ڪُنڊو- اَنڪڙو.

**آنکَڻُ:** م. نشان ڪرڻ. انگ هڻڻ.

**آنکو:** ص. ڪَچو (مٽيءَ جو ٿانءُ)- پيلو.

**آنکي:** ث. محصول- سُنگ. ڍَل. ڏنُ.

**آنکي پرڻ:** ڏنُ ڏيڻ. آنَ مڃڻ.

**آنگاسُ:** ذ. وڏو جهنڊو- عَلَمُ. (ص) ڊگهو (ماڻهو).

**آنندُ:** ذ. خوشي- سرهائي. آرام- فرحت. سک.

**آنو:** ذ. بيضو.

**آنا بچا ڪرڻ:** وٺڻ ويامڻ. دل من هڻڻ. پور پچائڻ.

**آنهُ:** ذ. کوهہ جي پرسان مال کي پاڻي پيارڻ لاءِ حوض- آواڙو.

**آنٽو:** ذ. هڪ پيرو ڪِڙيل يا آباد ٽيل زمين (جنهن ۾ اجان سُڌيا بيٺل هجن).

**آني:** ث. آنياري پلي جي پيٽاري ۾ پيل آنن جي ٿيلهي.

**آنيارو:** ذ. آنيءَ وارو (پلو).

**آهَ:** ث. حڪم- آگيا. مڃتا- تابعداري. هار- شڪست. دوهي- قسم.

**آئڻُ:** م. وٺي اچڻ. ڪٺي اچڻ. حاصل ڪرڻ.

**آئڻ ۽ چاڙهڻ:** جيڪي ڪمائڻ سو سڀ خرچ ڪرڻ.

**آوارُ:** ص (ف. آواره) چٽيل- پڪڙيل. رولو- آواره.

**آوارَه:** ص (ف) رولو- پنگندڙ. بدچال.

**آواره گردي:** ث. اجايو رلڻ. بدچالي.

**آواڙو:** ذ. کوهہ جي پرسان مال جي پاڻي پيڻ لاءِ حوض- آنهہ.

**آوازُ:** ذ (ف) شين جي پاڻ ۾ لڳڻ جو پڙلاءُ. گوڙ. ڪڙڪو. گونج. ڳالهاءُ. آلاپ. سڏ. پڪار. هڪل.

**آواز اُٿارڻ:** دانهن ڪرڻ. گهر ڪرڻ.

**آوانڊو:** ذ. هڪ ٻاري مان ٻئي ۾ پاڻي ڇڏڻ لاءِ ٻني ۾ ڏنل ٽُڪو.

**آوَتِ:** ث. اچڻ جي حالت- آمد. آمدني. وصولي. ٻاهران مال جي آمد.

**آوَتِ جاوَتِ:** ث. اچ وڃ. آمدني روانگي.

**آوَرُ:** ذ. وَرُ- وَجهُ- وڪڙ.

**آوَنگُ:** ذ (ف) ردَ پچاءُ جو ڪوبہ ٿانءُ. ٽوپي.

**آوي:** ث (ف. آوَه) سِرن پچائڻ جو کُورو. ٻَني. ڪنيارن جي ٿانون پچائڻ جي نِهائين. آپدا- مصيبت.

**آهہ:** ث (ف. آه) ڏک يا سُور ۾ اندر مان نڪتل آواز. دانهن- فرياد. پِٽ- بددعا. ٿڌو ساهہ.

**آهہ زاري، آهہ و فغان:** ث. روج راڙو. دانهن ڪوڪ.

**آها!:** ندا. عجب، خوشي يا ڏک جي اظهار لاءِ آواز (هاءِ هاءِ، واه واه، بلي بلي).

**آهارِ:** ظ. آڌار تي- آسري.

**آهَتُ:** ذ. ڪاسبي لاءِ ٻڌل ساليانو ٻنڌاڻ (جيڪو فصل لهڻ تي اَنَ جي صورت ۾ ڏجي).

**آهَتُو، آهَتي:** ص. آهت وٺندڙ ڪاسبي (ڪنيار، واڍو، حجام وغيره).

**آهَٽَ:** ث. پيرن جو هلڪو کڙڪو. هلڻ جو هلڪو آواز.

**آهَرِ:** ظ. موجب- پٽاندر.

**آهَرَ:** ث. مال جي کاڌي لاءِ کُونَر- آهَرو. مُوريءَ جو ٻج.

**آهُرو، آهورو:** ذ (ف. آخور) ڍورن جي چاري جو کُونَر- آهورو.

**آهِري:** ث. آرسي- ٽِڪ.

**آهُري:** ث. پٽائي گجرن جو آچار.

**آهِستي:** ظ (ف. آهستہ) ڌيري- هوريان.

**آهِستي آهِستي:** ظ. هوريان هوريان. رفتي رفتي- درجي بہ درجي.

**آهستگي:** ث (ف) ڍرائي. ٺهر- تحمل.
**آهنگ:** ذ (ف) آواز. آلاپُ. سُر. نغمو.
**آهو:** ذ. آسرو. هيجُ. قرب. لاڳاپو.
**آهُو:** ذ (ف) هرڻ- مِرگهه.
**آهُوچشم:** ذ. جنهن جون اکيون هرڻ جهڙيون هجن. وڏين اکين وارو- سهڻو. معشوق.
**آهوڙ:** ث. "پير" جي تلاش لاءِ آسپاس جاچ جوچ.
**آهوڙ ڏيڻ:** چور يا چوري ٿيل چوپائي جي وڃايل پيرن جو نشان ڳولڻ.
**آهوڙڻ:** م. گم ٿي ويل (چور، وهٽ جي) پير جي ڳولا ڪرڻ. جنڊ جي پُڙَ کي کهرو ڪرڻ لاءِ ڇيڻيءَ سان ٺُڪڻ.
**آهيرُ:** ذ. ڌاريو مرد. مرد ماڻهو. مڙس.
**آهيرو:** ذ. ڪڪڙن يا پکين جي ويهڻ لاءِ ڪاٺي يا ڇٽي- واهيرو.
**آهيڙي:** ص. شڪاري (جانورن جو)- صياد. گهٽ ذات.
**آٽڙڻُ:** م. وڻڻ- مناسب لڳڻ. ياٽڻ (دل کي).
**آءُ:** ض. آئون- مان. وڏائي- تڪبر.
**آئيندو:** ذ (ف. آينده) ايندڙ وقت- مستقبل.
**آئيندي:** ظ. ايندڙ وقت ۾- هن کان پوءِ. ٻيهر- وري.
**آئوٽ:** ص (انگ) راند ۾ هارائي ٻاهر نڪتل. پڌرو. شايع.
**آئون:** ص (س) ڏسو "آءُ". خودي. سوريءَ ۾ پيٽ مان نڪتل غلاظت- آنئُون.
**آئِي:** ث. ماءُ. دائي (ڪير پياريندڙ)- آيا. مصيبت- ٻُوهو.
**آئيءَ ويلَ:** ث. ڏکئي وقت. ضرورت مهل.

**آئِين:** ذ (ف) قانون- دستور.
**آئِين سازي:** ث. قانون ٺاهڻ جو ڪم- دستور جوڙڻ جو عمل.
**آئِينو:** ذ (ف. آئينه) آرسي- ٽِڪَ.
**آئينو ڏيکارڻ:** خسيس ماڻهو حد کان نڪري ته ڪيس سندس عيب ۽ اصليت ٻڌائڻ.
**آياتِ:** ث (ع. آيه جو جمع) آيتون (قران شريف جون). نشانيون (فطرت جون).
**آيتَ:** ث (ع. آيه) قران شريف جو هڪ جملو يا فقرو.
**آيلَ:** ث. ماءُ- آئي.
**آيو:** ف. رسيو- پهتو. مليو.
**آيو ويو:** ص. ايندڙ ويندڙ. مسافر. مهمان. (ث. آئي وئي).
**آبُ:** ذ (ع) آبو- بيءُ- بابو.
**آبابِيلُ:** ذ (ع) پکيءَ جو هڪ قسم.
**آبائا:** ذ. بيءُ جي پُري وارا مائٽ- ڏاڏاڻا.
**آبائو:** ص. ابي جو- بيءُ جو. مائٽائو- موروثي.
**آبائا ڪَڪَ:** ذ. بيءُ ڏاڏي جو گهر- مائٽائو گهر.
**آبتِ:** ث. أبتو پاسو- پُٺِ.
**أبتِ سُبَتِ:** ث. مٿيون ۽ هيٺيون پاسو (ڪپڙي جو).
**ابتَدا:** ث (ع) شروعات- آغاز. مُنڍ- مُهاڙ. اڳياڙي.
**ابتَدائي تعليم:** ث. پرائمري تعليم.
**آبتَرُ:** ص (ع) وڍيل. بي اولاد. بي پهچ. نڪمو. ڪريل.
**آبتَري:** ث. بيوسي. خرابي. تباهي- بربادي. زوال.
**أبتَڙ:** ظ. أبتي طرح- اُلٽي نموني. برعڪس.
**أبتَو:** ص. أبتڙ- الٽو. برعڪس. مخالف. مُنهن پر- اونڌو. (ث. أبتي).
**أبتا ٿويا ڏيڻ:** غلط طريقو هلڻ. اجايا ڪم ڪرڻ.

اجايو خرچ ڪرڻ.

**أبتو تنگڻ:** اونڌو لٽڪائڻ. سِڪت ڏيڻ. سخت سزا ڏيڻ.

**اَبتو سُبتو:** ذ. اُلٽو سُلٽو. اُونڌو ابتو.

**اَبتي ڪَلَ لاهڻ:** توري قيمت جي عيوض تمام ڳري قيمت وصول ڪرڻ. تمام گهڻو نقصان پهچائڻ. تمام گهڻي جٽ ڪرڻ.

**اَبجَد:** ث (ع) ڳاڻيٽي جي ترتيب موجب عربي الف بي مان ٺهيل اٺ لفظ (ابجد، هُوَز، حُطِيَ، ڪَلمَن، سعفص، قرَشت، ثخذ، ضَظغ).

**اَبَدُ:** ذ (ع) أهو وقت جنهن جي شروعات معلوم ناهي.

**اَبدي:** ص. شروعاتي. اول ڪان قائم رهندڙ. بقا وارو– فنا نہ ٿيندڙ.

**اَبدالُ:** ص (ع) خدا جي محبت ۾ دنيا ڪان پري رهندڙ– الھ لوڪ.

**أبدائو:** ذ. سٿڻ، پاجامي يا پڙي وغيره ۾ اڳٽ وجهڻ وارو پاڳو.

**اَبرُ:** ذ (ف) ڪڪر– بادل.

**اَبرِ رَحمت:** ذ. پاجهہ وارو ڪڪر (نبي سڳوري لاءِ چيو ويندو آهي).

**اِبرَ:** ث (ع. اِبره) سُئِي.

**اَبرَق، اَبرَڪُ:** ذ (ف. اَبرڪ) هڪ قسم جي معدني پيدائش.

**اَبروُ:** ذ (ف) اک جي مٿان وارن جي ڪمان– ڀِرُون.

**اَبريشَمُ:** ذ (ف) ڪچو پَٽُ– ريشم.

**اَبلَقُ:** ذ (ع) اڇي ڪاري يا اڇي ڳاڙهي رنگ جي ڇِٽن وارو گهوڙو.

**اِبليسُ:** ذ (ع) وڏو شيطان. لعنتي.

**اِبنُ:** ذ (ع) پُٽ– پِسر.

**اِبنُ الوَقت:** ص. موقعو ڏسي هلندڙ. وقتي دوست. خودغرض.

**اَبو:** ذ (ع. اَب) پيءُ– بابو. شهر يا قوم جو وڏو. بزرگ. اڳواڻ.

**اَبا ڏاڏا:** ذ. وڏا (ڏاڏائي آڪهہ جا). خاندان جا باني.

**اَبو اَما:** ذ. پيءُ ماءُ– والدين.

**اَبوُ:** ذ (ع) پيءُ– ابو. نالي جي اڳيان اچي ڪُنيت پيدا ڪندڙ لفظ "ابوبڪر، ابو تراب وغيره".

**اَبُو البشرُ:** ذ. انسان ذات جو پيءُ (حضرت آدم عليہ السلام).

**اَبُو بَحر:** ذ. ڊگهي ڳالهہ– بڪواس. يَخِي– جَهڳي.

**اِبهامُ:** ذ (ع) شڪُ– گمان. ٻن معنائن وارو ڪلام.

**اَبهَمُ:** ص (ع) بي سمجهہ (ٻار)– معصوم.

**اَبهَڻُ:** م. اُٺڻ– بيهڻ. اُيرڻ. بچڻ– ڇُٽڻ.

**اَبياتُ:** ذ (ع. بيت جو جمع) بيتَ– شعر.

**ابيَضُ:** ص (ع) اڇو– سفيد.

**اُٻَ:** ث. پاڻيءَ جو بخار– ٻاڦَ. گرم پاڻيٺ جو هلڪو دونهون.

**اُٻاڻجڻُ:** م. گرمي ۾ ڪومائجڻ. لهسجڻ. دونهين ۾ ڪاراڻجڻ. ساھ گهٽجڻ– ٻوساٽجڻ. جهڪو ٿيڻ (رنگ)– ڦِٽي وڃڻ.

**اُٻاجهو:** ص. بي رحم– بي قياس. (ضد. سَٻاجهو).

**اُٻالائي:** ث. گدلائي (جسم ۽ ڪپڙن جي). بدحالي– غريبي. اُيرائي.

**اُٻالو:** ص. ميرو (جسم ۽ ڪپڙن ۾). ايرو (مالي حالت ۾)– بدحال. غريب. (ث. اٻالي).

**اُٻاڻڪائي:** ث. اُداسائي– ويڳاڻائي. پريشاني– انتظار. اڪيلائي.

**اُٻاڻڪو:** ص. ويڳاڻو (سِڪَ ۾). اُداس– دلگير.

**اَبَتَ:** ث. اوکارو- ابڙکو. گُهٽ (ساهہ جي)- پوست.

**اَيامڙو:** ص (ع. ابهَم) بي سمجهہ- معصوم (بار).

**اَيامَڻُ:** م. ٿهکو کائي مٿي چڙهڻ (پاڻي وغيره). ٿهڪڻ- جوش کائڻ.

**اَيرائي:** ث (سن. آبَل) بي طاقتي- ڪمزوري، هيٺائي- ڏبرائي.

**اَيرَندو:** ذ. سج اُڀرڻ وارو طرف- اوڀر- مشرق.

**اُيرَڻُ:** م. سج چنڊ تارن جو اُڀرندي طرف کان نڪرڻ. طلوع ٿيڻ.

**آيرو، اَيرو:** ص (سن. آبَل) بي طاقت- هيٺو- ڪمزور. ڏبرو- ضعيف. (ث. اَيري)

**اَيروسَيرو:** ص. هيٺو ڏاڍو- جهڙو تهڙو. (ث. اَيري سَيري).

**اُپڙَڻُ:** م. ڦُٽڻ (وڻ، پوک).

**اُبَ ساهي:** ث. ٿڪ سبب ٿيل سَهڪي- اُماهي. تڪڙو ساه کڻڻ جي بيماري- دمڪشي.

**اُپ ڪَپرو:** ص. اُپي ڪپر وارو (واه، ڪڙيو)

**اُپَ ڪڙو:** ص. اُپين ڪڙين تي ويٺل- اوڪڙو. (ث. اُپڪڙي)

**اَيکُ:** ص. نہ پچندڙ- مضبوط.

**اُپو:** ص. بيٺل- کڙو. اوچو. (ث. اُپي). (ذ) سنڌ جو اُتر وارو مٿيون پاڱو.

**اُپو ٿيڻ:** کڙو ٿيڻ. بيهڻ. اَٿڻُ. سامهون ٿيڻ.

**اَپياسُ:** ذ (سن) مطالعو- پڙهڻ. وري وري پڙهڻ- دَورُ. هڪ ڏياڻائي.

**اُپيَڻُ:** م. بيهڻ.

**اَت:** ظ (سن) تمام گهڻو- بي انداز- حدکان زياده.

**اَتُ:** ذ (سن. اَنت) انتها- پڇاڙي. اندر جو حال- ڳُجهہ.

**اُتارَڻُ:** م (سن) هيٺ لاهڻ. لاهڻ. نقل ڪرڻ (عبارت).

**اُتارو:** ذ. لاهٺي. نقل (عبارت جو).

**اَتاليقُ:** ذ (ترڪي) گهر ۾ پڙهائيندڙ اُستاد. اُستاد.

**اَتانگهہُ:** ص. جو تانگهي نہ سگهجي. اَٿاهہ- اُونهون.

**اُتانهون:** ظ. مٿانهون- بلند. اوچو- اعليٰ. (ث. اُتانهين)

**اَتاولائي:** ث. اُبهرائي. بي صبرائي.

**اَتاوَلو:** ص. اُبهرو- بي صبر.

**اِتباع:** ذ (ع) پيروي.

**اُتت:** ث. اُسَ ۽ گُهٽَ- گرمي.

**اِتحادُ:** ذ (ع) ايڪو- ٻَڌي- اتفاق.

**اُتَرُ:** ذ (سن) شمال (طرف). اُتر جو واءُ. سڏ جو جوابُ- وَراڻي. شين جي مٿا ستا ۾ ڏنل واڌو رقم.

**اُترادي:** ص. سنڌ جي اُترئين پاڱي جو ويٺل. اُتر جي (بولي).

**اُتر قُطب:** ذ. ڌرتي جي محور جو اُتر وارو خيالي نقطو.

**اُترانُ:** ذ (سن. اُترايَن) ۲۱. ڊسمبر جو ڏينهن (جيڪو اڌ سياري گذرڻ تي ملهايو وڃي. اهو ڏينهن ننڍي ۾ ننڍو ڏينهن ٿئي).

**اُترَندو:** ظ. مٿيون. مٿان ئي مٿان. اُتل وارو.

**اُترَڻُ:** م. لهڻ- هيٺ اچڻ. دل تان لهڻ- وسرڻ.

**(اَتڙو:** ص. تڪڙو- جلد باز. اُبهرو. (ث. اَتڙي).

**اُتساهہُ:** ذ (سن) دل جو ارادو- عزم. لاڳيتي ڪوشش. اُمنگ- چاهہ- شوق.

**اِتّصالُ:** ذ (ع) ڳانڍاپو. ميلاپ. گڏجي وڃڻ جي حالت.

**اِتّفاقُ:** ذ (ع) ٻَڌي- ايڪو. صلح. اچتو واقعو.

حادثو. سانگو- سبب.

**اِتفاقا:** ظ. اوچتو- ناگهان- اتفاقي.

**اِتفاق راءِ:** ث. بڌراءِ- هڪ صلاح.

**اُتمُ:** ص (سن) سڀ کان مٿي- اُتانهون- اعليٰ. اوچو- عمدو. قيمتي.

**اُتوتي:** ص. هڪ ٻئي مٿان چاول (ٻار). مَ سَهوُ- حاسد.

**اَتورُ:** ص. جنهن جو مَٽُ نه هجي. بي مثل- لاثاني.

**اِتهاسُ:** ذ (سن) قصو. روايت. اڳين واقعن جو احوال- تاريخ. قديم سورمن جون ڪهاڻيون (مهايارت، رامائڻ وغيره).

**اُتي:** ظ. اُنهي هنڌ.

**اُتي جو اُتي:** ظ. تڏي تي. انهي وقت- امالڪ. تڙي ڪڙي.

**اَتيتُ:** ص (سن) تياڳي- تارڪ. سچو- ڪنگال. ضعيف- هيڻو.

**اُتارَڻُ. اُتارڻُ:** م. بيهارڻ- ڪڙو ڪرڻ. جاڳائڻ (ننڊ مان). چڙائڻ (سڪول). لڏائڻ. پرڻائڻ (نياڻي). اُيارڻ (جذبا).

**اَتاهُ:** ص. جنهن جي تَر جو انت لهي نه سگهجي- اونهون- عميق. بيحد.

**اُٿپَ:** ث. اُٿڻ جو عمل. ڪَرَائي.

**اُٿڙَڻ:** م. تيز ڪاٺڻ- اُچل ڪاٺڻ. تِڙڻ- هٽي وڃڻ.اُکڙڻ (چوڏو)- لهڻ (ڪَڙي).

**اُٿلَ:** ث. پاڻيءَ جي وڏي لهر. ٻوڏ- سيلاب. پالوٽ. موٽ- واپسي.

**اُٿل پُٿلَ:** هيٺ مٿي ٿيڻ جو عمل. اُلٽ پلٽ.

**اُٿل ڪاٿڻ:** پوئتي موٽ ڪاٿڻ- موٽي اچڻ.

**اُٿلائي:** ث. اُٿلائڻ جو عمل. ورائي. دور- پيرو.

**اُٿلائڻُ:** م. هينيون پاسو مٿي يا مٿيون هيٺ ڪرڻ. اُبتو ڪرڻ. وَلڻ (زمين). دَور ڪرڻ- پيرو ڏيڻ (ڪتاب کي). وري چوڻ (ڳالهه). نيئن سر هلائڻ (مقدمو).

**اُٿلائڻ پٿلائڻ:** هيٺ مٿي ڪرڻ. ابتو سبتو ڪرڻ. ڦيرائڻ گهيرائڻ. چڱيءَ طرح ڏسڻ يا استعمال ۾ آڻڻ.

**اُٿلڻُ:** م. ابتو ٿيڻ. اونڌو ٿيڻ. الٽ پلٽ ٿيڻ. ڪنارن تان وهڻ (پاڻي). ليٽڻ (ٿانءُ). موٽڻ (بيماري). وري اچڻ (ماڻهو).

**اُٿڻُ:** م. اُٿي بيهڻ- ڪڙو ٿيڻ- اُيو ٿيڻ. جاڳڻ (ننڊ مان). سُڄڻ (اکيون). برخاست ٿيڻ (ڪچهري، ڪورٽ). ظاهر ٿيڻ (چٽ).

**اُٿڻ ويهڻ:** اُٿ ويهه ڪرڻ. اچ وڃ ڪرڻ (برادري ۾).(ذ) نشست برخاست. پيرينڊ (مرٽي پرٽي جي وات).

**اُٿي وڃڻ:** هليو وڃڻ. ڇڏي وڃڻ (سڪول)- نڪري وڃڻ. مري وڃڻ- گذاري وڃڻ.

**اُٿي ويٺي:** ث. ٿورو گهٽو ڪم- معمولي ڪم ڪار. ڪم ڪار لاءِ اندر ٻاهر جي اچ وڃ. ٽهل ٽڪور- خذمت چاڪري.

**اُٿوڙڻُ:** م. ڪُتل شيءِ کي لوڏي ٻاهر ڪڍڻ- اکوڙڻ.

**اَٿو مَٿو:** ذ. حد حساب. ڇيهه دنگ. ٻلو پيٽي.

**اَٿو مٿو نه هئڻ:** تمام گهڻي انداز ۾ هئڻ. پرو پاند نه هئڻ- ڇيهه نه هئڻ.

**اُٿَ ويهَ:** ث. اُٿڻ ويهڻ جي حالت. بار بار اُٿڻ ۽ ويهڻ جي سزا. ورزش. هلت چلت- رسم رواج. آنڌمانڌ- بي قراري. اڻ تڻ. تڪڙ.

**اُٿيلُ:** ص. جاڳيل (ننڊ مان). اُبريل (اکيون). بيٺل- ڪڙو ٿيل.

**اِٽَ:** ث. گڏهه جي پوئين لت- پُستي.

**اِٽون هڻڻ:** هوڏ ٻڌڻ. ضد ڪرڻ. مستي ڪرڻ. اڏنگا ڪم ڪرڻ.

**اٽالو:** ذ. ڍير- ڍڳ. سامان- ٽپڙ. گهڻا ماڻهو. عملو. ڪٽنب.

**اٽٽُ:** ص. نہ ڀڄندڙ- مضبوط.

**اٽڪَ:** ث. رنڊڪ- آڏ. ٽيڪ- جهل.

**اِٽڪارُ:** ذ. چُٽڪار (اک ۾ ڪتر جو).

**اِٽڪاءُ:** ذ. روڪ- رنڊڪ. پيچڪڙي. مداخلت (ملازمت ۾). بيجادست اندازي.

**اِٽڪائڻُ:** م. اٽڪ وجهڻ-ڦنڊڻ. ڦاسائڻ (ڪم ۾). ڦِند ڏيڻ. ويڙهائڻ. لڙائڻ (اکيون).

**اٽڪلَ:** ث. رٿ- تجويز- صلاح..حڪمت عملي- رمز. ڪيڏ- چالاڪي- حرفت. ٽَڪ- تخمينو- اندازو.

**اٽڪل بازي:** ث. چالاڪي. حڪمت عملي. ڪيڏ.

**اٽڪل رُوءِ:** ظ. اندازا- ٽلهي ليکي- لڳ ڀڳ.

**اٽڪلي:** ص. اٽڪل باز- حرفتي. چالاڪ. سياڻو.

**اٽڪڻُ:** م. وچڙڻ- ڦاسڻ. رنڊجڻ- اٽڪجڻ. هبڪڻ (ڳالهائڻ ۾). ڦنڊجڻ- وڙهڻ.

**اٽلُ:** ص. اڻ چُرندڙ. نہ هٽندڙ (ارادي تان). پختو- مضبوط. محڪم.

**اٽلَ:** ث. تور ۾ وزن جي هڪ پاسي سرسي. هڪ پاسي اُٽل- لاڙو.

**اِٽلندو، اٽلو:** ظ. اُبتو- برعڪس. مرڳو- ماڳهين.

**اٽُ مَٽُ، اٽومَٽ:** ظ. برابر (وزن، زور، وهنوار ۾).

**اُٽلو:** ذ. پاڻي پيئڻ وقت ٿورو پاڻي ساه واري نليءَ ۾ وڃڻ سبب ٿيل کنگهہ.

**اٽو:** ذ. پيٺل اناج (ڪڻڪ، چانور، ٻاجهري، جوئر، مڪائي). ڪنهن بہ شيء جو پيٺل ٻورو. چُورو.

**اٽو اٽو ڪرڻ:** گهوڙا گهوڙا ڪرڻ. پنهنجي هٿان ٿيل نقصان تي دانهون ڪرڻ. پڇتائڻ.

**اٽو خراب ٿيڻ:** برا حال ٿيڻ. رُلي خوار خراب ٿيڻ.

**اٽي تي چٽي:** ص. بيڪار ماڻهو (جو رڳو مفت جي ماني کائي)- مانيءَ ٽوڙ.

**اٽي ۾ لوڻُ:** ظ. تمام ٿورو- قليل. گهٽ فائدو.

**اُٽو:** ص. گوڏن تي هٿ رکي ڊُونڊڙو ٿي بيٺل- ٿُورو.

**اٽوڙجَڻُ:** م. نڙيءَ ۾ پاڻي ڦاسڻ سبب اُٽلو اچڻ.

**اٽهَ پَٽهہ:** ظ. هڪ ٻئي مٿان ڏٿيل- ڀرپور نموني ۾ (ڪاڏو).

**اِٽي:** ث. "اِٽي ڏڪر" راند جي گِلي.

**اِٽي ڏڪَرُ:** ذ. "گِلي ڏڪر" راند.

**اٺَ:** ص. هڪ عدد (٨). چوپڙ راند ۾ اٺ خانا ۽ اڳتي وڌڻ لاءِ ڪوڏين جو هڪ داءُ.

**اٺَ سَلو:** ذ. ڪنولو (جنهن جي پاون ۾ اٺ سل ٿين).

**اُٺُ:** ذ. چانگو- ڏاگهو- ڪرهو- شتر. (ث. اُٺ، اُٺڻي). (ص) اجايو ڊگهو- بيوقوف.

**اٺ پيرُ لاهڻ:** گيسي ڪرڻ. بان ڪرڻ. آڻ مڃڻ.

**اٺارو عالمُ:** ذ. ارڙهن هزار قسم جي مخلوقات واري ڪائنات- سڄي دنيا.

**اٺاسُ:** ذ. اٺن جريبن يا اٺن ايڪڙن وارو زمين ٽُڪر. جنڊيءَ ۾ هڪ قسم جو گُل.

**اٺاگيرُ:** ص. ڦنڊيچوڙ. هلندي هلندي ڪا چيز ڪٽي يا کسي پڇي ويندڙ چور. ٺاڪي- ٺاڙي.

**اٺاءُ:** ذ. چاڙهہ- هُشي- ٽيڪرَ. وڌاءُ- مبالغو.

**اٺ پکي:** ذ. شتر مرغ.

**اٺڙيو:** ص. اٺين مهيني ڄاول (ٻار). هوشيار- چالاڪ.

**اٺسيلو:** ذ. اٺن ڪاٺين (چار ٿوڻيون ۽ چار ڪايا) مان ٺهيل عارضي ڇپر. ويچار. انديشو- انومان.

**اٺو:** ذ. وَٺل مينهن- برسات.

**ٔلورُ:** ص. ائن سالن جو (گهوڙو، جيڪو جوان ۽ نهايت
سرڪش هجي). لُچ ڄڱرو بدمعاش.
**ثاثو:** ذ (ع) سامان- ٽپڙ. مُوڙي- ڪُل مال ملڪيت.
**ثباتُ:** ذ (ع) ثابتي. شاهدي. دعويٰ. اقرار. بَقاءُ
("نفي" جو ضد). الله تعاليٰ جي هستيءَ جو اقرار .
**اَثرُ:** ذ (ع) تاثير. نتيجو- ردعمل. خاصيت- گڻ.
حساس. اُهڃاڻ.
**ثرائتو:** ص. اثر وارو. فائدي وارو- ڪارائتو.
**اِثنا عَشَرِي:** ذ (ع) ٻارهن امامن سڳورن کي مڃيندڙ
شيعن جو هڪ فرقو.
**پارُ:** ظ. جنهن کي ڇيهہُ نہ هجي- بيحد. بيشمار.
**پاهَجُ:** ص. بي پهچ. هيڻو. معذور (لُولهو لنگڙو
وغيره). محتاج. مسڪين.
**اَپاهڪ، اَپاهَڪِي:** ظ. بنا ارادي جي- اوچتو-
اتفاقي.
**اُپاءُ:** ذ. حيلو- تدبير. ٻِلو- تدارڪ. رٿ. تجويز.
**اُپائِڻُ:** م خلقڻ. پيدا ڪرڻ. ڪمائڻ (پئسو). هٿن
سان پاڻي ڪڍڻ.
**اُپائِڻهارُ:** ص. پيدا ڪندڙ. خالق. ڌڻي تعاليٰ (جنهن
کي اُپائڻ جي سگهہ آهي).
**اَپَبيٽُ:** ذ. اُهو خشڪيءَ جو ڀاڱو جنهن کي ٽن پاسن
کان پاڻي ۽ چوٿون پاسو خشڪي سان ڳنڍيل هجي.
**اَپَ ڀاشا:** ث (سن) مڪيہ ٻوليءَ جي شاخ.
**اَپَ پَرنش:** ث (سن) معيار کان ڪريل ٻولي- بگڙيل
ٻولي (جيڪا ادبي ڪارج ۾ نہ اچي).
**اُپَت:** ث. پيدائش- پيداوار. ڪمائي. آمدني-
حاصلات. فائدو.
**اُپٽار:** ث. پڌرائي. پچار- ذڪر. سُڌ- ساڃاهہ.
تفصيل- وضاحت.

**اُپٽارَڻُ، اُپٽارِڻُ:** م. ذڪر ڪرڻ- پچارڻ. کولڻ
(راز). ڳالهہ کولڻ يا پڌري ڪرڻ.
**اُپٽڻُ:** م. پٽڻ- کولڻ. ظاهر ڪرڻ.
**اُپجَڻُ:** م. پيدا ٿيڻ- خلقجڻ. سِرجَڻ. اُپڙڻ (سَلو).
**اَپڇَرَ، اَپڇَرا:** ث (سن. اَپسَرا) پَرِي. تمام سهڻي
عورت. حُورَ.
**اَپرِ:** ظ. جهجهو- گهڻو. تمام گهڻو.
**اُپراسو:** ذ. اُپت مان نفعو- ڪٽيو. فائدو- لاڀُ.
آمدني- ڪمائي.
**اَپريلُ:** ذ (انگ) عيسوي سال جو چوٿون مهينو.
**اُپڙَڻُ:** م. مٿي ٿيڻ- ڪڇڻ. اُسرڻ (مٽي). غالب پوڻ-
حاوي ٿيڻ. بهتر ٿيڻ- سڌارو اچڻ (طبيعت ۾).
**اَپسَمُنڊُ:** ذ. سمنڊ جو اهو ڀاڱو جنهن کي ٽن پاسن کان
زمين هجي ۽ چوٿون پاسو پاڻي سان ڳنڍيل هجي.
**اَپِگرَهہُ:** ذ. وڏي گرهہ جي چوڌاري گردش ڪندڙ
گرهہ (جيئن ڌرتيءَ جو اُپگرهہ چنڊ آهي).
**اَپليو:** ص. اڻ پليو- اڻ جَهل.
**اَپمانُ:** ذ (سن) بي عزتي.
**اَپهچُ:** ص. بي پهچ. بيوس. هيڻو. ڪمزور.
**اَپهَڪُ، اَپهَڪِي:** ظ. اوچتو- اُمالڪ- اتفاقي.
**اُپيٽو:** ص. وچ يا پيٽُ اُبريل- گول ۽ چپٽرو (شيشو،
عينڪ ۾ ڪم ايندڙ).
**اَپيري:** ث. خراب واٽ- اوجهڙ (جنهن ۾ ڪنهن پير
نہ پاتو هجي).
**اَپيلَ:** ث (انگ) هيٺينءَ ڪورٽ جي فيصلي خلاف
مٿينءَ ڪورٽ ۾ ڪيل پُڪارَ.
**اِجابَتَ:** ث (ع) قبوليت- منظوري. پاخانو اچڻ.
**اُجارَڻُ، اُجارِڻُ:** م. ڪَٽُ ڪڍي صاف ڪرڻ (ڳهہ،
هٿيار)- پالش ڪرڻ. صيقل ڪرڻ (هٿيار). اُجارڻ

(ڳُهہ). اوجر ڏيڻ- چلڪائڻ. روشن ڪرڻ (نالو). سينگاري دفن ڪرڻ (لاش).

**اِجارو:** ذ (ع. اِجاره) محصول- ناڪو. محصول اُگاڙڻ جو ٺيڪو.

**اِجاريدارُ:** ص. ٺيڪيدار- مقاطعي دار.

**اُجاڙَ:** ث. ويراني- سُڃَ- بربادي.

**اُجاڙُ:** ص. برباد- ويران- غيرآباد.

**اُجاڙڻ:** م. ويران ڪرڻ. برباد ڪرڻ. سُڃ ڪرڻ (وسنءَ، ملڪ).

**اِجازَتَ:** ث (ع) موڪل- منظوري. هُدو (مرشد يا اُستاد کان مليل).

**اَجايو:** ص. بيجا- بي موقعي. غيرضروري. ڪنهن نہ ڪم جو. هرويرو- خواهہ مخواه. (ث. اجائي).

**اِجتِماعُ:** ذ (ع) مَيڙُ- مجموعو (گهڻن ماڻهن جو).

**اِجتِماعي:** ص. سڀني جماعت سان تعلق رکندڙ- مجموعي. سماجي. گڏيل.

**اِجتِنابُ:** ذ (ع) پاسو ڪرڻ- پري رهڻ. پرهيز.

**اِجتِهادُ:** ذ (ع) ڪوشش- جُهد. حديث مان پنهنجي علم موجب فقه جو نئون نُڪتو يا اصول پيدا ڪرڻ.

**اَجُرُ:** ذ (ع. اَجر) عوض. ڦَل. جزا. ثواب.

**اِجراءُ:** ذ (ع) جاري ڪرڻ. تعميل- بجاوري.

**اَجرامُ:** ذ (ع. جِرمُ جو جمع) سَيارا- گِرهہ.

**اَجرامِ سَماوي:** ذ. آسماني جسم (گِرهہ، سيارا وغيره).

**اُجرَتَ:** ث (ع. اُجره) عيوض. محنتاڻو. مزوري. قيمت.

**اَجرَڪَ:** ث. (ع. اَزرَق) هڪ قسم جي رڱيل ۽ ڇُريل چادر، جيڪا فقط سنڌ ۾ ٺهي ۽ استعمال ٿئي (قسم: ڪَڪر، ڏبلي، ڪارڪ وغيره).

**اُجرڻ:** م. ڪَٽُ ۽ ميل کان صاف ٿيڻ. چمڪڻ.

**اُجِرو:** ص. صاف. اُوجل. چمڪندڙ. روشن.

**اُجڙُ:** ص. برباد- ويران. سُڃو- غيرآباد.

**اُجڙڻ:** م. ويران ٿيڻ- برباد ٿيڻ- سُڃ ٿيڻ.

**اَجڙ وارُ:** ص. ٻِڪرار. مالوند.

**اَجڪو:** ص. ويران- سُڃو (پَنڌ، علائقو). اٺانگو- اوجهڙ وارو.

**اَجگرُ:** ذ (سن) ٻَڪر ڳِهي ويندڙ نانگ- ارڙ نانگ. (ص) تمام وڏو.

**اَجَلُ:** ذ (ع) مقرر ٿيل مُدو. ڪَتي- قضا- موت.

**اِجلاسُ:** ذ (ع) مِيٽنگ. جلسو. اجتماع جي نشست.

**اِجلِس:** ذ (ع) ويهڪ- بيٺڪ.

**اِجماعُ:** ذ (ع) ماڻهن جو ميڙ- هجوم. اتفاق راءِ. ٻَڌي. ڪنهن شرعي مسئلي تي مجتهدن جو اتفاق.

**اِجمالُ:** ذ (ع) مختصر بيان- اختصار.

**اَجنَبي:** ص (ع) پرڏيهي- پرديسي. ڌاريو- اوپرو- اوڦٽو. اڻ واقف. بيگانو.

**اَجنَبِيَتِ:** ث (ع) ڌاريائي. بيگانائي.

**اُجُورو:** ذ (ع. اُجوره) عيوضو- بدلو. اُجرت- محنتاڻو. ڦَلُ- اَجُر. ثواب.

**اَجوکو:** ص. بي جوکو. محفوظ- سوگهو. (ث. اَجوکي).

**اَجوڳُ، اَجوڳو:** ص. اڻ سهائيندڙ- نامناسب- غيرواجبي.

**اَجِيتڙو:** ص. ننڍڙو (ٻار). ضعيف- هيٺو.

**اَڄُ:** ظ (س. آديہ) اجوکو ڏينهن- اِمروز.

**اَڄُ سُڀاڻ، اَڄ سُڀاڻي:** ظ. اجوڪي ۽ سڀاڻي واري ڏينهن. ڏينهن ٻن ۾. جلدئي- سگهوئي.

**اَڄُ سُڀاڻي ڪرڻ:** ڪوڙا دلاسا ڏيڻ.بهانا ڪرڻ.

ننائڻ.

**آڇ ڪَلهه:** ظ. هلندڙ وقت ۾- موجوده دور ۾.

**آڄاڻُ:** ص. اڻ ڄاڻ- بيخبر. اڻوجهه. بيوقوف.

**أڄڻُ:** م. أڻجڻ (ڪپڙو).

**أڄهَڻُ:** م. پُڄڻ (ڪم)- أڪلڻ. نبرڻ (ڪم).

**آڄها:** ث. آڄهو- پناه. ڪڪائين پُنگي.

**آڄهاپَ:** ث. ثوري ننڊ- جهُوٽو. آرام.

**آڄهاڳُ:** ص. نه جهاڳڻ جهڙو (پاڻي، سمنڊ). آٿاهه- بي ڪنار (پاڻي).

**أڄهامَ:** ث. ساه جي وِسامَ- ٻوڏڙو. نِستائي. ماندڪائي.

**أڄهامَڻُ:** م. وسامڻ- گل ٿيڻ (بتي، ڏيو، باهه). ساٺو ٿيڻ (جسم). ويران ٿيڻ (محفل، بستي، رونق).

**أڄهائڻُ:** م. وِسائڻ (باهه). گل ڪرڻ (ڏيو، بتي). ساٺو ڪرڻ- ماندو ڪرڻ. بيهوش ڪرڻ (مار سان). ٺارڻ- لاهڻ (أڃ).

**أڄِهڙڪَڻُ:** م. آڏيڙا کائڻ- ٿابا کائڻ- ڏڪا کائڻ- رلڻ.

**آڄهلُ:** ص. نه جهلڻ يا نه روڪڻ جهڙو- اڻ جهل. آٽل.

**أڄهندو:** ذ. سڄ لٿي جي مهل. مُنهن اونداهي. (ضد: سُڄهندو).

**أڄهڻُ:** م. رُلڻ- ڀٽڪڻ. ڳولڻ- ووڙڻ.

**أڄهڻ ٻُڄهڻ:** رلڻ ڀٽڪڻ. ڳولڻ ٽولڻ.

**آڄهو:** ذ. مٿي لڪائڻ لاءِ ايرو سيرو گهر. پناهه گاه. ڇپر.

**آڄهورُ:** ذ. اوڙاهه. کُن. مال جي ويهڪ جي جاءِ (وٿاڻ وغيره).

**أڃَ:** ث. ٿِهه- پياس- تشنگي. أڪيرَ- أڪنڊ.

**أڃارو:** ص. أڃايل. (ث. أڃاري).

**آڇا:** ظ. هن وقت تائين.

**آڇاتائين، آڇاسوڌو:** ظ. اڃا. اڄ تائين. لاڳيتو.

**أڃائجَڻُ:** م. أڃ لڳڻ- أڃايل ٿيڻ.

**أڃو:** ص. أڃايل- پياسو. تاسيارو. (ث. أڃي).

**أچارُ:** ذ (سن. أچارَ) ڪنهن اکر يا لفظ جو زبان سان ڪيل آواز. تلفّظ.

**أچارَڻُ، أچارِڻُ:** م (سن. أچارَڻ) آواز ڪرڻ (لفظ يا اکر جي صحيح صورت جو). هِجي ڪرڻ. چوڻ- ٻولڻ.

**آڇاتڪَ:** ظ. بي خياليءَ ۾. اوچتو- أمالڪ- هڪدم.

**أڇائِڻُ:** م. ڪٺڻ- مٿي ڪٺڻ- تنگ ڪرڻ- سَتائڻ.

**آڇَرَجُ:** ذ. عجب- حيرت- تپرس.

**آچِنت:** ص. ڳڻتي يا چنتا کان آجو- بي فڪر.

**آچَڻُ:** م. پهچڻ- وارد ٿيڻ- سهڙڻ- رسڻ. حاضر ٿيڻ- موجود ٿيڻ. حاصل ٿيڻ- ملڻ (رقم).

**آچڻ وڃڻ:** ذ. اچ وڃ جو رستو (رسم موجب)- پير پنڌ. لڳ لاڳاپو. ملاقات- گڏجاڻي. مرڻي پرڻي (برادري يا عزارت ۾) شريڪ ٿيڻ.

**آچڻو نه وڃڻو:** ڪڏهن به نه ايندڙ. اڻ واقف. ڌاريو.

**آچ وَڃ:** ث. آمدرفت. مرڻي پرڻي شريڪ ٿيڻ جي رسم. گهرو رستو- پير پنڌ. گهٽي هلڻ جي لتڙ.

**اِچي پِچي:** ث. ذري پرزي.

**آچي مَچي:** ذ. هٿ همراهي. مدد. تعاون.

**آڇَ:** ث (سن. آڇڇ) آڇاڻ- سفيدي. پاڻي. ڪکرن وغيره جي آڇاڻ. جانورن جي پيچي. ڇڏي لسي. پسيل سٽيءَ جو آنريل پاڻي. سُڄَ- پينگ.

**آڇا:** ص. (سن آڇڇ) سفيد (وار)- پَريا. خشڪا (جانور).

**آڇا ڏوئڻُ:** پيريءَ ۾ اڻ سهائيندو ڪم ڪرڻ.

**آڇا ڪارا پڌرا ٿيڻ:** سچ ڪوڙ ظاهر ٿيڻ. ڏوهه ثواب کُلڻ. راز کُلڻ- ڳجهه پڌرو ٿيڻ.

**آڇن ڏي ڏسڻ:** ڏاڙهي ۽ مٿي جي اڇن وارن جو لحاظ ڪرڻ. وڏيءَ عمر واري جي عزت ڪرڻ.

**اِڇا:** ث (س. اِڇّا) مرضي- خواهش- سَڌ.

**اِڇا ٻاجهه.** ث. ٿورو- نوازش- مهرباني. احسان.

**اُڇاترو:** ظ. مٺيرو. مٺاڇرو- سطحي. اُٻهرو- جلدباز.

**اُڇانگ:** ث. ٽپ- ٻِڌ- ڇال.

**آڇاڻ:** ث (سن. اڇ) اڇَ- سفيدي. روشني.

**آڇائڻ:** م (سن. آڇ) اڇو هجڻ- سفيد ڏيکائي ڏيڻ. اڇاڻ مائل هجڻ.

**آڇائي:** ث. آڇاڻ- سفيدي. سوجهرو. پاڪائي. صفائي (وهنوار ۾).

**آڇُتُ:** ص. اڻ ڇُهيل- پاڪ.

**اُڇَتِ:** ظ. يڪدم- ترت- اُماڪ. مٿان مٿان. استعمال ۾ نہ آندل (پاڻي، کاڌو).

**آڇڙو:** ص. ٿورو اڇو. (ث. آڇڙي). (ذ) نوشادر.

**اُڇَل:** ث. زور سان پري يا مٿي اُڇلائڻ جو عمل. ٿيءَ- الٽي. اُڌمو- جذبو.

**اُڇل ڏيڻ:** چڙٻ ڏيئي ڳالهائڻ. نامناسب ورندي ڏيڻ. ڳالهين ۾ مُبهم اشارو ڏيڻ. اڻ سڌي ڳالهه ڪرڻ.

**اُڇلائڻ:** م. زور سان پري ڦٽو ڪرڻ.

**اُڇلجڻ:** م. اُڇل کائڻ. ٽيڙ کائڻ- ٽپ کائڻ. اڇلجي پري پوڻ. ڏڪ کائڻ.

**اُڇلڻ، اُڇلڻُ:** م. ڦٽو ڪرڻ. زور سان اُڇلائڻ. مٿان ڪري ڇڏڻ.

**اُڇنگارَ:** ث. زور سان روج (جنهن ۾ دانهن شامل هجي).

**آڇو:** ص (سن. آڇ) سفيد. چٽو. صاف. پاڪ.

**اُجرو.** بي عيب. (ث. آڇي).

**آڇي تي ڪارو:** ذ. لکيت- تحرير.

**آڇُوت:** ص. حرام ڪم ڪندڙ (جنهن کي هٿ لائڻ سان پليت ٿي پئجي). گهٽ ذات (ڀنگي وغيره).

**آڇيئي ڪڇيئي:** ظ. ظاهر ظهور- کليو کلايو- پڌري پٽ. بنا هٻڪ جي.

**اَحاديث:** ث (ع. حديث جو جمع) حديثون.

**اِحاطو:** ذ (ع) ٻاهرين ديوار- حاطو. گهيرو- دائرو.

**اَحبابُ:** ذ (ع. حبيب جو جمع) پيارا دوست. يار- دوست. ساٿي.

**احتجاجُ:** ذ (ع) سخت اعتراض. ناراضگي جو مظاهرو.

**اِحترازُ:** ذ (ع) بچاءُ. پاسو- پرهيز.

**اِحترامُ:** ذ (ع) تعظيم- ادب. عزت-مانُ.

**اِحتسابُ:** ذ (ع) حساب ڪتاب جي چڪاس. حساب ڪتاب- ليکو چوکو. چڪاس.

**اِحتشامُ:** ذ (ع) حشمت- دٻدٻو- رعب تاب.

**اِحتلامُ:** ذ (ع) ننڊ ۾ ترّ پوڻ.

**اِحتمالُ:** ذ (ع) ٿي پوڻ جو امڪان- انديشو.

**اِحتياجُ:** ذ (ع) کَپُ- گهرج- ضرورت.

**اِحتياطُ:** ذ (ع) سنڀال. بچاءُ. هوشياري- خبرداري.

**اَحَدُ:** ص (ع) هِڪُ. اڪيلو. (ذ) خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**اَحدي:** ص (ع) هٿيارن پنوهارن سان نوڪر. سپاهي- جنگجو.

**اَحَديَتَ:** ث (ع) هيڪڙائي- وحدانيت.

**اِحرامُ:** ذ (ع) اڻ سبيل چادر (جنهن سان حج جي موقعي تي گوڏ ٻڌجي. ۽ پٺن کي ڍڪجي).

**اِحساسُ:** ذ (ع) ڪنهن حواس وسيلي ڇُهڻ جو عمل.

شعوري ڪيفيت.

**اِحسانُ:** ذ (ع) ٿورو- ڀلائي- ڪرم- ڀاجهه.

**اِحسان فَراموش:** ص. احسان وساريندڙ- ڳڻ چور.

**اِحسانُمَندُ:** ص. احسان مڃيندڙ- ٿورائتو- شڪرگذار.

**اِحسانات:** ذ (ع. اِحسانُ جو جمع) ٿورا- ڀلايون- مهربانيون.

**اَحسَنُ:** ص (ع) وڌيڪ چڱو- تمام چڱو. وڌيڪ سهڻو ۽ نيڪ. نهايت وڻندڙ.

**اَحقَرُ:** ص (ع) وڌيڪ حقير- ڪمترين. سڀني کان گهٽ.

**اَحڪامُ، اَحڪامات:** ذ (ع. حُڪم جو جمع) حڪمَ- اَمرَ.

**اَحڪَمُ الحاڪِمِين:** ذ (ع) سڀني حاڪمن کان وڌيڪ حاڪم (خدا تعاليٰ).

**اَحمَدُ:** ص (ع) گهڻو ساراهيل- سڀ کان وڌيڪ واکاڻيل. (ذ) حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن جو ازلي نالو.

**اَحمَدِي:** ص. رسول پاڪ جن ڏانهن منسوب. (ذ) نبي سڏائيندڙ مرزا غلام احمد جا پوئلڳ- قادياني.

**اَحمرُ:** ص (ع) ڳاڙهو- سرخ.

**اَحمَقُ:** ص (ع) بي عقل- مورک- ڀُوڪ.

**اَحمق پائي:** ث. بيوقوفي- مورکائي- ڀوڪپائي.

**اَحوالُ:** ذ (ع. حال جو جمع) بيانُ- خبرچار- ذڪر- معلومات.

**اَحوال ڏيڻ:** خبر چار ٻڌائڻ- ذڪر ڪرڻ. حال ٻڌائڻ- حال اورڻ.

**اِحياءُ:** ذ (ع) جيئري ڪرڻ جو عمل. روح پيدا ڪرڻ. زنده ڪرڻ. روح ڦوڪڻ.

**اَخبارَ:** ث (ع. خَبر جو جمع) خبرن وارو روزانو ڇپجندڙ پرچو- خبر نامو.

**اَخبار نَوِيسُ:** ص. ايڊيٽر- مدير.

**اَختَرُ:** ذ (ف) تارو- ستارو- نجم.

**اِختَراعُ:** ذ (ع) ڪنهن نئين شيءِ جي ايجاد.

**اِختِصارُ:** ذ (ع) وڏي بيان کي ٿورن لفظن ۾ بيان ڪرڻ- تَتُ- خلاصو.

**اِختِلافُ:** ذ (ع) مخالفت- ابتڙ راءِ- جدا رايو. ڦوٽ- اٽبٽ. فرق- ويڇو.

**اِختِلافات:** ذ (ع. اِختلاف جو جمع) جدا جدا رايا.

**اِختِيارُ:** ذ (ع) زور- وس. مرضي. حڪم. حق.

**اِختِيار نامو:** ذ. اختياري ملڻ جو پروانو. حڪم هلائڻ جي اجازت.

**اِختِيارِي:** ث. پنهنجي مرضي. وس. حڪم.

**اَخذُ:** ذ (ع) اقتباسُ. چونڊ (ڪلام جي).

**اَخذُ ڪرڻ:** اقتباس ڪرڻ. ٻئي جي ڪلام مان ٽڪرا وٺڻ.

**اِخراجُ:** ذ (ع) ٻاهر نڪرڻ جو عمل. نيڪالي.

**اِخراجات:** ذ (ع. اِخراج جو جمع) خرچَ- خرچ پڪا.

**اِخلاصُ:** ذ (ع) خلوص- سچائي. نيڪي. سچي دوستي.

**اَخلاقُ:** ذ (ع. خُلق جو جمع) چڱا لڇڻ- سٺيون عادتون. ماڻهپو. شرافت.

**اِخوانَ:** ذ (ع. اَخ جو جمع) ڀائرَ.

**اُخُوّت:** ث (ع) برادري- ڀائپي.

**اَخِيرُ:** ظ (ع) پويون- پڇاڙي وارو. (ذ) پڇاڙي.

**آدا:** ث (ع. آداء) ادائي- بجا آوري- پورائي. (ص) پورو- سرانجام.

**آدا ڪرڻ:** پورو ڪرڻ (حق). واپس ڪرڻ (قرض).

**آدائگي:** ث. بجا آواري- سرانجامي- پورائي.

**آدا:** ث (ف) انگل- نخرو- مائو. ڍنگ- طريقو. نزاڪت.

**اِدارو:** ذ (ع. اِداره) ڪاتو- محڪمو. انتظامي عملو. خاص ڪم ڪندڙن جي جماعت.

**اُداس، اُداسائيَ:** ث (سن) مايوسي- نااميدي. سِڪَ.

**اُداسُ:** ص (سن) ڏڪارو- مايوس- ملول. سڪايل.

**اُداسِي:** ث (سن) اُداسَ. (ص) مايوس- ملول. ڏڪارو. سڪايل. ويڳائو.

**آداڪارُ:** ص (ف) ناٽڪ ۾ حصو وٺندڙ- ويس ڌاري- ائڪٽر.

**اَدَبُ:** ذ (ع) خُلق- سلڇڻائي. تهذيب. عزت- مانُ. وڏن جو لحاظ- مروت. سانگو- لحاظ. نثر ۽ نظم جي جملي اصولن جو علم (علم ادب).

**اُدَباء:** ذ (ع. اديب جو جمع) علم ادب جا ڄاڻو يا ماهر. اَديبَ.

**اِدراڪُ:** ذ (ع) حواسن سان پروڙ. پروڙڻ جي قُوت. نتيجي تائين پهچڻ جي خيالي قوت. عقل- فهم.

**اَدرَڪَ:** ث. تازي ۽ آلي سُنڍ.

**اِدڙ گِدڙ:** ظ. واء وِڪر- ڇڙوڇڙ. آڌگيدو (ڪم).

**اِدغامُ:** ذ (ع) لفظ ۾ ٻن ساڳين لاڳيتن حرفن کي "شد" سان گڏي هڪ ڪري اُچارڻ.

**آدَلُ:** ذ. آدو- پاءُ.

**آدِلو بَدِلو:** ذ. متاسٽا. عيوض. آدل بدل.

**آدِلو گدِلو:** ص. ميرو سيرو- گرو گندو- ڪِنو ڪوجهو. (ث. آدِلي گدِلي).

**آدلِيِ دَدلِيِ:** ظ. بي انداز- ريل ڇيل.

**اُدَمُ:** ذ (سن. اُديَم) سعيو- ڪوشش. سرجوشي- اورچائي.

**اَدنيٰ:** ص (ع) گهٽ- ڪريل- حقير. خسيس- نيچ. ذليل- ڪميڻو.

**آدو:** ذ. پاءُ. (ث. آدِي).

**اَدوارَ:** ذ (ع. دَور جو جمع) چڪر- ڦيرا. زمانا. وقت بجا دَور.

**آدوراڻي:** ث. نڀاڳ جي دانهن. دانهن ڪُوڪ.

**آدورو:** ص. نڀاڳو- بدنصيب.

**اَدوِيَه:** ث (ع. دواءِ جو جمع) دوائون.

**آدهَ:** ذ (ع. آداءِ) ادائگي. پورائو. نبيرو.

**آدهہ ڪرڻ:** ڪنهن معاملي کي نبيري پورو ڪرڻ. فيصلي سان ختم ڪرڻ.

**اَديانَ:** ذ (ع. دِينُ جو جمع) مذاهب.

**اَدِيبُ:** ص (ع) علم ادب ۾ ماهر ۽ اُستاد. سمجهو- ڏاهو. بااخلاق.

**آڌُ:** ذ (سن. اَرڌ) ڪنهن بہ شيء جي ٻن پورن حصن مان هڪ حصو- نصف.

**آڌ اڪري:** ث. "لاڪنائن" يا "ماترائن" کان سواءِ تحرير- ٻُني تحرير. اڻپوري بولي. خفيہ تحرير.

**آڌ ڀائيوارُ:** ص. ڪم ڪار ۽ ڪاروبار يا ڪمائي ۾ اڌ حصي جو مالڪ- اڌ شريڪ.

**آڌ ڀَتيارُ:** ص. آڌ ڀائيوار.

**آڌ دَمُ:** ذ. لکڻ ۾ ٻيهڪ جي هڪ نشاني (،).

**آڌ رات:** ث. آڌي رات- نيم شب.

**آڌ رَڌو، اڌ ڪچو:** ص. اڌوگابرو رڌل- اڌ پڪو.

**آڌ گيدو:** ص. اڌورو- اڻپورو- اڌوگابرو (ڪم).

**آڌ مُئو:** ص. نهايت ٿڪل- ماندو- سائو- هلاڪ. مرڻينگ.

**آڌو آڌُ:** ص. ٻہ ٽُڪر- پورا ٻہ آڌ.

**اڏوپَٽي:** ص. اڌ پاٽيوار.

**اڌو راٺو:** ص. اڌ پراڻو. ڇِنل- ڪُٽل (ڪپڙو وغيره).

**اڌورو:** ص. اڌ جيترو- اڌوگابرو. اڌ ۾ رهيل. اڻپورو. (ث. اڌوري).

**اڌو ڪارو:** ص. اڌورو.

**اڌو گابرو:** ص. اڌ جيترو- اڌورو.

**اُڌارَ:** ث. اوڌر تي ڪنيل بنا وياج قرض. ڪٿت (دڪان مان سؤدي جي).

**اُڌارو:** ص. اوڌر تي ڪنيل- قرض تي ورتل. (ث. اُڌاري).

**اُڌاري بَهاني:** ظ. ٿوري وقت لاءِ قرض طور.

**اُڌارَڻُ:** م. اوڌر ڪڻڻ- قرض ڪڻڻ.

**اڌرَنگُ:** ذ (سن.اردَ انگ) هڪ بيماري (جنهن ۾ جسم جو اڌ حصو سُڪي وڃي). فالج.

**اڌڙُ:** ذ. اَڌ حصو. سُڪل ڪارڪ جو اَڌُ. سوپاريءَ جو اَڌُ.

**اڌڙ ڌمي:** ث. گوڙ گهمسان. زور زبردستي. هُل فساد.

**اُڌڙَڻُ:** م. اُبڙڻ. اُکلِڻَ (سيبو)- ٽاڪا ٽٽڻ.

**اڌِڙوٽُ:** ص. اڌ وهيءِ ۾ آيل- جوانيءَ کان موٽيل- ڪَرڙوڏُ.

**اڌَڙي:** ث. اڌ ڳوڻ يا اڌ دٻو.

**اڌڪُ:** ذ (سن. اَڌِڪَ) سنبت سال ۾ هر ٽئين سال وڌايل تيرهون مهينو (جيڪو آکاڙ ۽ ساوڻ جي وچ ۾ گڏين).

**اُڌمُ:** ذ. هُل- گوڙ- غوغاءُ.

**اُڌَمَڻُ:** م. اُيامڻ. اُيرڻ- اُسرڻ. ڀڙڪو کائي ٻاهر نڪرڻ (پاڻي وغيره).

**اڌمو:** ذ. پُور. جذبو. امنگ. ڀڙڪو- اُڇلَ.

**اُڌما ڏيڻ:** اُمنگ اُٿڻ- جذبا جاڳڻ- پُور پوڻ. اُڇلون کائڻ- ڀڙڪا کائڻ.

**اُڏو:** ص. اُسريو- وڌيو- مٿي چڙهيو. بنا ڳِٽپ- اُکو. يڪ مشت.

**اُڏو ساماڻو:** ص. ساماڻل- بالغ. جوان (ث. اُڏي ساماڻي).

**آڏو ٻَنڌ:** ث. چادر جي گوڏ ٻڌڻ جو هڪ نمونو (جنهن ۾ اڌ چادر گوڏ ڪجي، باقي اڌ پٺن تي وجهجي).

**آڏوپَرِ:** ث. ٽڪريءَ جي چوٽي ۽ ٽَري جي وچ وارو هنڌ (جيڪو لاهي وارو ۽ ڏکيو ٿئي).

**آڏوتو:** ص. اڻ ڌوتل- ميرو. ناپاڪ. (ث. آڏوتي).

**آڏوڙ:** ث. حلال جانور جي کَلَ- چمڙو.

**اُڏي:** ث. واڌَ- واڌارو. فائدو- لاڀُ.

**اُڏي ڪُٽي:** ث. واڌ ۽ کوٽ. نفعو نقصان.

**آڏ:** ث. پوک يا باغ کي پاڻي جي پيچ لاءِ ڪَسِي- واهي.

**آڏ اُٿڻ:** گهڻو خرچ ٿيڻ. سهارو نہ رهڻ. نقصان هيٺ اچڻ. تباه ٿيڻ.

**آڏ تي ٻيهڻ:** معمولي ڪم کان نٽائڻ. باقي ٿوري ڪم تي انڪار ڪرڻ. بي همت ٿيڻ..

**اُڏارَڻُ:** م. اُڏائڻُ (پکي، لغڙ). تيز ڊوڙائڻ.

**اُڏارِي:** ث. اُڏامَ- پرواز. اُڏارڻ جو عمل.

**اُڏامَ:** ث. اُڏامڻ جو عمل- اُڏاري- پرواز.

**اُڏامَڪُ:** ص. اُڏامڻ لائق (پکيءِ جو ٻچو). اُڏامندڙ (پکي، ولر).

**اُڏامَ کٽولي:** ث. اُڏامندڙ کَٽ. قديم ڪهاڻين ۾ اُڏامندڙ جادوئي کَٽ.

**اُڏامَڻُ:** م. اُڏرڻ- پرواز ڪرڻ. تمام تکو هلڻ.تيز ڊوڙڻ.

**آڏامي وڃڻ:** آڏري وڃڻ- پرواز ڪرڻ. تيزيءَ سان وڃڻ. گم ٿيڻ.

**آڏاوتَ:** ث. بناوت (جاءِ جي)- تعمير. عمارت. بيهڪ- بَول.

**آڏائڻُ:** م. اُڀرائڻ (جاءِ)- جوڙائڻ (گهر). تعمير ڪرائڻ.

**آڏائڻُ:** م. اُڏارڻ- مٿي چاڙهڻ (لغڙ، جهاز). لُٽائڻ- کپائڻ (ملڪيت). تيز ڊوڙائڻ. گم ڪرڻ- لڪائڻ.

**آڏرڻُ:** م. اُڏامڻ.

**آڏند:** ص. اُڏامندڙ.

**آڏند کٽولي:** ث. اُڏام کٽولي.

**آڏڻُ، آڏڻُ:** م. ٺاهڻ- جوڙڻ (جاءِ، چِنو وغيره). مَنڍڻ (ڪوڙڪو).

**آڏي چڙهڻ:** مالا مال ڪرڻ- ورسائڻ.

**آڏڻُ، آڏڻُ:** اُڏامڻ- اُڏرڻ.

**آڏو:** ذ. ٺڪاڻو. ماڳ. پِڙ. پاٽاري (جوارين جي). هوائي جهازن جي لهڻ جو ميدان. پاليل پکين جي وهڻ لاءِ ڪاٺي يا ڇَٽُ.

**آڏولُ:** ص. نہ لُڏندڙ- محڪم. بي ڊپو.

**آڏوهي، آڏيهي:** ث. جيت جو هڪ قسم (جيڪو ڪاٺ، ڪتابن کي کائي).

**آڏي:** ث. کائيءَ جو ڳِتِرو (گاهہ، گوشت، مڇي وغيره وڌڻ لاءِ).

**آڏيءَ تي ويهارڻ:** نيات مان ٻاهر ڪڍڻ. تڪليفن ۾ وجهڻ. سِڌو ڪرڻ.

**آڍُ:** ذ. انبار (اَن جو). ڍِڳ (رلين جو).

**آڍِڙَ:** م. ڪُلڻ (بخيو)- ٽنڊ (ٽاڪا). ٽوپو ڪُلي پوڻ. ڦاٽڻ.

**آڍِڪَڻُ:** م. ڇرڪڻ (ڊپ ۾)- انديشو ڪرڻ.

**آڍِڪو:** ذ. اُلڪو- ڪُٽڪو. انديشو. ڊپ- خوف. انتظار- اونو.

**آڍو:** ذ. ڏسو "آڍِڪو".

**آڍِڙ:** ث. پيٽ واري زال کي آيل اُهڙڪا.

**آڍِيڙڻُ، آڍيڙڻُ:** م. اُڪيلڻ- ٽوڙڻ (بخيا). ڏاڍي مار ڪڍڻ. سخت سزا ڏيڻ.

**آڙَ، آڙِ:** ث. ٽيج واري رڳ. ذاتي گُڻ يا اوگڻ (جو ڄائي ڄم کان ملي). عادت (بنيادي، نسلي). ٻُڻ- ڪُڙم.

**آڙَ ڇِڪَڻ:** اصل ڏي ورڻ. وڏن جي عادت پرائڻ.

**آڙائي:** ص. ٻہ سجا ۽ ٽئي جو آڌ.

**آڙنگائي:** ث. ڪُريت. بي لڇڻائي. بد سلوڪي. بدهلت.

**آڙنگو:** ص. اڻ سُهائيندو- ڪُريتو. بي لڇڻو. بدفضيلت.

**آذانَ:** ث (ع) بانگ- ٻانگ. نماز لاءِ سَڏُ (مسجد مان).

**اِذنُ:** ذ (ع) اجازت- موڪل. رخصت. حڪم- امر.

**اِذنُ ڏيڻ:** امر ڪرڻ- حڪم ڏيڻ. تعويذ وظيفي وغيره جي اجازت ڏيڻ- هُدو ڏيڻ.

**آذيتَ:** ث (ع) ايذاء- اهنج. تڪليف. ظلم.

**اِرادَتَ:** ث (ع) ارادو. گهُرَ- خواهش. تقدير. عقيدو- ويساهہ.

**ارادتا:** ظ. ارادي سان- ڄاڻي ٻُجهي. هاسيڪار.

**ارادتمندي:** ث. نيڪ نيتي. اخلاص. اعتقاد.

**ارادو:** ذ (ع. ارادہ) گهُرَ- مرضي- خواهش. قصد- نيت. اعتقاد- ويساهہ. رب جي رضا- لکيو- نصيب.

**آراڪيِن:** ذ (ع. رُڪن جو جمع) ٿنيا. اِداري جو ڪم سنڀاليندڙ عهديدار. جماعت جي ڪاروباري مجلس جا ميمبر. حڪومت جو انتظام سنڀاليندڙ چونڊيل ميمبر.

**آربُ:** ذ. هڪ سؤ ڪِروڙن جو عدد.

**آرباب:** ذ (ع. رَبُ جو جمع) ڏيهہ ڌڻي حاڪم. مالڪ- صاحب.

**آربعا:** ذ (ع) هفتي جو چوٿون ڏينهن- ٻُڌر.

**آربعا خَطا:** ث. چار گناه (شرع موجب ٿي گناه معاف ٿيڻ جوڳا آهن). معاف نہ ٿيڻ جهڙو ڏوهہ- ڳري خطا.

**آربيلائي:** ث. البيلائي- لاڏ. ناز نخرو.

**آربيلو:** ص. البيلو- لاڏلو- دادلو. ناز نخري وارو. (ث. آربيلي).

**اِرتعاش:** ذ (ع) عضون ۾ ڏڪڻي- رڦٽي. ڌوڏو.

**اِرتقا:** ذ (ع) ترقي- چاڙهو. سُڌارو. واڌارو.

**اِرتڪاب:** ذ (ع) ڏوهي ٿيڻ. خطا واري.

**آرٿ:** ذ. مطلب- مقصد. سمجهاڻي- معنيٰ.

**آرتِي:** ث. (سن) هندن ۾ لاش ڪٽي مساڻ تائين پهچائڻ لاءِ بانس جي ڪاٺين مان ٺهيل کاٽي.

**آرٽ:** ذ. اَيٽ- چَرخو. نارُ.

**آرٽي:** ث. ڪپهہ ٽاڻڻ لاءِ ڪاٺين مان ٺهيل ننڍي گهرو مشين.

**آرجَمَند:** ص (ف) اَمُلهہ- عمدو. وڏي لياقت وارو. پيارو- محبوب.

**اَرِجَڻ:** م. ٽڪجڻ. گهٽي ڪم سبب سَنَڌ بندجي پوڻ- ڪُڙجڻ. ورچڻ.

**اِرَچڪ مِرچڪ:** ث. ٻاراڻي راند ۾ چوڻ جا ٻول.

**آرچَڻ، آرچڻِ:** ذ. اٽڪ- رنڊڪ. مشڪلات.

**آرداسَ:** ث. عرض- گذارش. التجا. عاجزي. نذرانو- پينا.

**اِرد گِرد:** ظ. چوڌاري- آسپاس.

**آردلِي:** ذ (انگ) حاضريءَ جو نوڪر. خدمتگار.

**ارڏائِي:** ث. زوراوري- ڏاڍائي.

**آرِڏايون ڪرڻ:** ڏاڍايون ڪرڻ- ڏنگايون ڪرڻ. ظلم ڪرڻ.

**آرڏو:** ص. آڙٻنگ- زوراور. آهنڊ- ضدي- ڪَرڙو. مغرور.

**آرڙُ، آرَڙُ:** ذ. نانگ جو هڪ قسم (جيڪو جانور ڳهي وڃي)- آزدها. (ص) پيٽي- ڪاٺو. تمام وڏو ٽڪ.

**آرڙو:** ذ. ڦڏو- تڪرار- معاملو. (ص) ڏنگو- زوراور- ڪَرڙو.

**آرڙو ٻڌڻ:** هرويرو ڦڏو وجهڻ. تڪرار ڪرڻ. اجايو ضد ڪرڻ. آڙي ڪرڻ.

**آرزان:** ص (ف) سَستو- سهانگو.

**آرزاني:** ث. سَستائي.

**اِرشاد:** ذ (ع) آمر- حڪم. اُستاد يا بزرگ جو فرمودو. هدايت.

**آرض:** ث (ع) ڀُونءِ- زمين- ڌرتي.

**آرضي:** ص. ڌرتي جو- زميني.

**آرغوان:** ذ (ف) ڳاڙها ۽ سهڻا گل جهليندڙ هڪ قسم جو وڻ.

**آرغواني:** ص. سُرخ- ڪِرمچي- پِيازي.

**آرفع:** ص (ع) نهايت مٿانهون- بلند.

**اِرڪَ:** ث. ٺُونٺ. ٺونٺ ڪان ڪرائي تائين ٻانهن. ٻانهن جي ٽيڪَ.

**آرڪانَ:** ذ (ع. رُڪنُ جو جمع) ٿنڀا. حڪومت، اِداري يا جماعت جا بنيادي ميمبر. عادتون- لڇڻ- افعالَ.

**آرڪو تَرڪو:** ذ. ورٿو ۽ ترڪو. الهو تلهو- ميڙي چونڊي.

**آرڳ:** ذ (ع. عرق) دوائن جو سَتُ. عرق.

**آرڳِچو:** ذ. خوشبو جو هڪ قسم. گڏيل سُرهاڻن وارو عطر- ارغچ.

**اِرَمُ:** ذ (ع) وچ مشرق ۾ شداد بن عاد جو ٺهرايل بهشت- ارضي بهشت.

**آرمانُ:** ذ (ف) افسوس- ڏک- غم. آرزو- خواهش. مرضي.

**آرمغانُ:** ذ (ف) تحفو- سوغات- سوکڙي.

**اُرمقُ، اُرمڪُ:** ذ (ف) اوني يا ريشمي ڪپڙو.

**آرموشُ:** ذ. تيرهن چوڏهن سالن جي ڄمار جو اُٺ. پوڙهو اُٺ.

**آرو:** ذ. ٽيٽي جو تانيو. نار جي چڪر جو ڏندو. پيچ- وڪڙ.

**آرن ڪان ڪڍڻ:** الوڙي ڇڏڻ. ڏوڏي ڇڏڻ. هوش حواس مان ڪڍڻ.

**آري ۾ اچڻ:** ڪنهن وڪڙ يا مصيبت ۾ ڦاسڻ.

**آرواحُ:** ذ (ع. رُوح جو جمع) رُوح.

**آرواحَ پلجڻ:** خواهش ڪجي وڃڻ. سَڌ مري وڃڻ. دل ٺهي وڃڻ.

**آروڙِي:** ث. ڪن ڪچري جو ڍڳ- ڍوڙي.

**آروڳُ:** ذ (سن. آروگيہ) بنا روڳ جي- تندرست- صحتمند.

**اُرهہُ:** ذ. ڇاتي- سينو. ٻُبو.

**اُرهہ ڏيڻ:** مقابلو ڪرڻ. مدد ڪرڻ. مُنهن ڏيڻ.

**اُرهہ زوروائي، اُرهہ زوري:** ث. سيني زوري. ڏاڍمڙسي. زبردستي. ظلم.

**اُرهہ زورو:** ص. ڏاڍو مڙس. خودمختار.

**اُرهاٽَ:** ث. ڇاتي جو زور. ياڪر ۾ پچائڻ. چڙهت. پيڙَ- چپَ.

**اُرهائڻُ:** م. سوڙهہ ڪرڻ. سيني زوري ڪرڻ. گهٽڻ. ڇاتيءَ جو زور ڏيڻ. چڙهت ڪرڻ.

**آرهاٽي:** ث. رنج- ڏک. ناراضپو. غمگيني. (ضد. سَرهائي).

**آرِهَندو:** ص. اڻ جوڳو- اڻ لائق. نامناسب. ناجائز (شرعي لحاظ سان) (ث. آرِهَندي).

**آرهو:** ص. ناخوش- رنج- ڏکويل. (ث. آرِهي).

**آرَهہ:** ث. درياء جي لٽ نہ چڙهيل زمين. غيرآباد زمين. پوٺو.

**آرَهہ ڏيڻ:** زمين کي آبادي کان ساهي ڏيڻ.

**اُريبَ:** ث. چوڪنڊي جي آمهين سامهين ڪنڊن کي ملائيندڙ ليڪ.

**اريجُ:** ذ. بنا ريج زمين. بيابان. سُڪل ٻَني.

**آرِينهن:** ظ. اڄ کان پوءِ چوٿين ڏينهن.

**آڙَ:** ث. آڏ- ٽيڪ- جَهل. رنڊڪ. اوٽَ- اولو.

**آڙَ ڏيڻ:** رنڊڪ وجهڻ. اوٽ ڪرڻ.

**آڙانگُ:** ظ. ڏکيو- اوکو- اهنجو.

**آڙانگو:** ظ. ڏکيو- دشوار- اڻانگو.

**آڙائڻُ:** م. ڦاسائڻ- اٽڪائڻ. ڳنڍڻ.

**آڙبَنگُ:** ص. بي پرواهہ. آرڏو. ضدي. سرڪش.

**اڙتي:** ث. بهانو- عذر. ڦڏو. اٽڪ- رنڊڪ. ڪيرائڻ جو هڪ داءُ- ڦڙتي.

**آڙتي باز:** ص. ڦڏائي. بهاني باز.

**آڙَ پَڙَ:** ظ. لٽ پٽ- وهنوار. بيباق- چُڪتو.

**آڙجَڻُ:** م. ڦاسجڻ. اٽڪجڻ. مُنجهڻ.

**آڙجي وڃڻ:** ڦاسجي پوڻ. ڪڪ ٿيڻ.

**اُڙدَ:** ث. اناج جو هڪ قسم- ماٺهن.

**اُڙدُ:** ذ (ت) لشڪر- سپاهہ. ڪٽڪ- ميڙ- انبوهہ. ڍڳ- انبار.

**اُڙدابيگي:** ث. محلات جي پهريدار عورت (جيڪا مرادنو لباس پهري). دربان عورت. ٻانهي.

**اُڙدُو:** ث (ت. اُردو) لشڪر. ڇانوڻي. لشڪري بولي.

پاڪستان جي قومي ٻولي.
**آزدَها:** ث (ف. أزدها) ارڙ نانگ- اجگر.
**آڙڪي پَڙڪي:** ظ. ڪڏهن ڪڏهن.
**آڙَلُ:** ذ. ڪُڏنو گهوڙو- ڄَرَ وڇيرو.
**آڙمُ:** ذ. زمين ۾ گهڻو هيٺ تائين اونهون ريج.
**آڙم تي وڃڻ:** گهڻي مينهن سببان گهڻو اونهون ريج تي وڃڻ.
**آڙڻُ:** م. اٽڪڻ. ڦاسڻ. مُنجهڻ.
**آڙهَڻُ:** م. وَهڻ (پاڻي)- وُڙهَڻ.
**آڙي:** ذ. سڏڻ لاءِ لفظ- اي. ڪاوڙ وغيره مان سڏڻ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ. (ث. آڙي).
**آڙي:** ث. آڏ- آڙ. ڦڙتي. جانئو. بهانو. ضد- رَڏي. ڏڪڻي وقت- آٿي ويل.
**آڙي اوڙي:** ظ. ڏڪڻي وقت ۾- اويل سويل. ڪوٽ ٽوٽ ۾.
**آڙي بازُ:** ص. رنڊڪ وجهندڙ. بهانا ڪندڙ. ڦڏو وجهندڙ.
**آڙي هڻڻ:** وهٽ کي تڪڙو هلائڻ لاءِ پيٽ ڏاري ڪُڙي هڻڻ- مهميز ڏيڻ. رنڊڪ وجهڻ.
**آڙِياتُ، آڙِيالُ:** ص. اڙيل- ڦاٿل. منجهيل. گهُرجائو- ضرورتمند. سائل.
**آڙِيو:** ص. ڦاٿل محتاج- گهرجائو.
**آڙِين آڏار:** ص. بي وسيلن جو وسيلو. پرجهلو.
**أڙيو ڦُڙيو:** ص. رستي پيليل. ڦِڙيو تابڙيو. رهيو کهيو. (ث. أڙي ڦُڙي).
**آز:** ظ (ف) کان- وٽان- طرفان.
**آزانسواءِ:** ظ. کان سواءِ- ڌاران.
**آزبَر:** ظ. ياد- حفظ.
**آزحَد:** ظ. نهايت. تمام گهڻو- بيشمار.
**آزخود:** ظ. پاڻهي. خودبخود.
**آزغَيبي:** ظ. اوچتو- اچانڪ. ڳُجهي طرح.
**اِزارَ:** ث (ع) سُٿڻ- شلوار.
**اِزاربَندُ:** ذ. اڳٺ- ناڙو.
**اِزالو:** ذ (ع) رفع دفع. نقصان جي پورائي. منسوخي (عمل جي).
**آزَلُ:** ذ (ع) دنيا جي پيدائش جو پهريون ڏينهن. تخليق جي شروعات. مقدر- نصيب.
**آزَلي:** ص. اصل کان- شروعات کان وٺي. آخر تائين رهندڙ- باقي.
**أزمُ:** ذ. زور (تپ جو). سختي (سور جي).
**آزواجَ:** ث (ع. زَوج جو جمع) زالون- گهر واريون.
**آزواج مُطَهرات:** ث. نبي سڳوري جا حَرم (بيبيون).
**آزورو:** ص. نِبَل- هيڻو. (ث. آزوري).
**أسَ:** ث. ڏُپَ- ٽڙڪو.
**أسَ ۾ وارَ آڇا ڪرڻ:** آزمودي پرائڻ کان سواءِ پوڙهو ٿيڻ. عمر اجائي وڃائڻ.
**آساتِذه:** ذ (ع. أستادَ جو جمع) أستادَ. فَن جا ماهر.
**أساتِ:** ث. ڏاڍي أڃَ- ٺهه. پياسَ- خشڪي. أڪير. ڪاڙهو- تپت. سوڪهڙو.
**أساٽجَڻُ:** م. أڃاٽجڻ. ڪومائجڻ (وڻ ٻوٽا).
**آسارو:** ص. غافل- ويسلو- بي خبر- ويسارو. موڳو- ڳهيلو. (ث. آساري).
**آساسُ:** ذ (ع) بنياد- پيڙهه.
**آسباب:** ذ (ع. سَببُ جو جمع) سببَ- ڪارڻَ. ذريعا- وسيلا. سامان سڙو- ٽپڙ ٽاري.
**أستُ:** ذ. ڪير جي لسي. أنين جي ڪير مان جمايل ڏوڌرو.

**أستادُ:** ص (ف. ع) سيکاريندڙ. معلم. رهبر. چالاڪ- اٽڪلي. هوشيار.

**أستادي:** ث. ڏاهپ. هوشياري- چالاڪي. حرفت- اٽڪل بازي.

**استبدادُ:** ذ (ع) مرضي خلاف هلايل حڪم. ڏاڍ- ظلم.

**اِستثناء:** ذ (ع) پاڻ کي جدا رکڻ جو عمل. ٻين کان علحدگي. (ص) قاعدي کان ٻاهر- خارجي.

**اِستحسانُ:** ذ (ع) پسنديدگي. نيڪي. تعريف جهڙو ڪم. ساراهه. خوبي.

**اِستحقاقُ:** ذ (ع) لياقت. حق حقوق.

**اِستحڪامُ:** ذ (ع) مضبوطي- پختگي. جٽاءُ.

**اِستخارهَ:** ذ (ع) غيبي اشاري معلوم ڪرڻ جي دعا. خدا کان خاص دعا جي ذريعي خير جي طلب. فال.

**اِستدعا:** ث (ع) عرض- التجا. گذارش.

**اِستدلالُ:** ذ (ع) دليل. حجت. ثبوت.

**اَستَرُ:** ذ (ف) ڪوٽ وغيره لباس جي اندرئين تهه ۾ وڌل ڪپڙو.

**أسَتَرُ:** ذ. خچر جهڙو پر وڏيڪ طاقتور جانور.

**اِستراحَتَ:** ث (ع) فرحت. آرام. عيش.

**أستُرو:** ذ (ف) پاڪي.

**اِستِري:** ث (سن) عورت- زال. ڪپڙي مان سَر ڪڍڻ لاءِ هڪ لوهي اوزار (جنهن کي گرم ڪري ڪپڙي تي زور سان گهمائجي).

**اِستِطاعَتَ:** ث (ع) طاقت- سگهه. وس. پڄندي. حيثيت.

**اِستِعارو:** ذ (ع) اها تشبيهه جنهن ۾ لفظ جهڙو، جٺن. جيان وغيره ڪم نه آڻجن (هو شينهن آهي= شينهن جهڙو بهادر آهي).

**اِستِعجابُ:** ذ (ع) عجب- حيرت.

**اِستِعدادُ:** ذ (ع) لياقت- قابليت. ذهني طاقت.

**استعيفا** ث (ع) ملازمت ڇڏڻ لاءِ درخواست.

**اِستِعمالُ:** ذ (ع) عمل ۾ آڻڻ جي حالت. عمل. تجربو- آزمودو.

**اِستِعمالي:** ث. عمل. آزمائش- تجربو.

**اِستِغاثہ:** ذ (ع) فرياد- مقدمو- ڪيس.

**اِستِغراقُ:** ذ (ع) خيال يا فڪر ۾ ٻُڏي. ڌڻيءِ جي يادگيري يا بندگي ۾ محويّت.

**اِستِغفارُ:** ذ (ع) ڏوهن گناهن جي بخشش لاءِ دعا ۽ گهُرَ. توبهه.

**اِستِغنا:** ث (ع) تونگري- شاهوڪاري. بي نيازي.

**اِستِفسارُ:** ذ (ع) پڇاڳاڇا. حقيقت جي جاچ.

**اِستِقامَتَ:** ث (ع) مضبوطي- پختائي. ٻيهڪ- ثابت قدمي.

**اِستِقبالُ:** ذ (ع) آجيان لاءِ ٻه چار قدم اڳتي وڌڻ- پذيرائي. آدرڀاءُ. ايندڙ زمانو.

**اِستِقلالُ:** ذ (ع) مضبوطي سان هڪ ڳالهه تي ٻيهڪ- پُختگي- ثابت قدمي.

**اِستِمراري:** ص (ع) دائمي هلندڙ- جاري رهندڙ. گرامر موجب جاري رهندڙ ڪم لاءِ زَمانُ.

**اِستِنجا:** ث (ع) طهارت- مسحو.

**أستو:** ص (ع. أستاذ) ڪنهن به هنر جو ڪاريگر (هي لفظ رازي، واڍي، لوهار ۽ حجم سان ڪم اچي).

**أستُوارُ:** ص (ف) مضبوط- محڪم- پختو- پڪو.

**اِستافُ:** ذ (انگ) عملو. ڪاتي يا آفس جا ملازم.

**اِستامپُ:** ذ (انگ) سرڪاري ڇاپ لڳل پنو (قبوليت وغيره جي تحرير لاءِ)- دستاويز.

**اِستانُ:** ذ (انگ. اسٽينڊ) گاڏين بسن جي بيهڻ جو اڏو

يا ڇاپرو.
اسٽرائيڪ: ث (انگ) هڙتال- احتجاج طور ڪم نہ ڪرڻ.
اِسٽُولُ: ذ (انگ) ڪاٺ جي ڇٽن ڊگهين ٽنگن واري ننڍي تختي سان صندلي.
اِسٽيٽ: ث (انگ) رياست. جاگير. غيرمتحرڪ جائداد.
اِسٽيجَ: ث (انگ) جلسي ناٽڪ وغيره لاءِ ٺلهو يا چبوترو.
اِسٽيشَن: ث (انگ) ريل گاڏي جي بيهڻ لاءِ مقرر جاءِ (جتي مسافر لهن چڙهن).
اِسٽيلَ: ث (انگ) لوهي نِبُ سان قلم.
آسپُ: ذ (ف) گهوڙو.
اِسپَتالَ: ث (انگ) شفاخانو- دواخانو.
اِسپرنگُ: ذ (انگ) لوهي تار جو داٻائُو ويڙهو.
اِسپَنگرُ: ذ (ف آسپغول) دوا طور ڪم ايندڙ هڪ قسم جو ٻج.
اِسپيشَلُ: ص (انگ) خاص- جدا.
اِسپيڪَرُ: ذ (انگ) تقرير ڪندڙ. قانون ساز اسيمبلي جو ڪاروبار هلائيندڙ ميمبر.
آسَدُ: ذ (ع) شينهن. هڪ آسماني بُرج.
آسَدُ الله: ذ. خدا جو شينهن. حضرت علي رضہ جو لقب.
آسُرُ: ذ. رات جو پوين پهر- پوئين رات- آسُور.
اِسرارُ: ذ (ع. سِرّ جو جمع) ڳجهيون ڳالهيون- ڳجها ڪم. عجائب. حيران ڪندڙ عمل. تماشو.
اِسرافُ: ذ (ع) حد کان ٻاهر کاپو. اجايو استعمال. فضول خرچي.
اُسرَڻُ: م. متي وڌڻ. روانو ٿيڻ.

اُسِڙڪَڻُ: م. اوسيئڙو ڪرڻ- انتظار ڪرڻ. اُس ۾ پنڪڻ. اجايو رُلڻ.
آسِسٽنٽُ: ص (انگ) نائب. عيوضي. مددگار.
اِسڪالرُ: ص (انگ) عالم- اديب. تعليم وٺڻ لاءِ وظيفو کڻندڙ.
اِسڪالرشِپ: ث (انگ) شاگرد لاءِ وظيفو.
اِسڪرُو: ذ (انگ) لوهہ جو پيچدار ڪوڪو.
اِسڪروُ ڊرائيوَرُ: ذ. پيچڪش (اوزار).
اِسڪُولُ: ذ (انگ) ابتدائي تعليم جو مدرسو. ابتدائي درسگاه.
اِسڪيمَ: ث (انگ) رٿا- تجويز. منصوبو.
اِسلامُ: ذ (ع) دين فطرت. الله تعاليٰ جو حضرت محمد صلعم جي معرفت سڄي انسان ذات ڏانهن موڪليل دينُ.
اِسلامِي: ص. اسلام جو- اسلام وارو.
اَسلِحَہَ: ذ (ع. سِلاح جو جمع) هٿيارَ. سامان سَڙو.
اُسلُوبُ: ذ (ع) نمونو- ڍنگ. طريقو.
اِسمُ: ذ (ع) نالو. گرامر موجب ڪنهن ماڻهو، شيءِ، جاءِ، خاصيت يا ڪم جو نالو ظاهر ڪندڙ لفظ. جِنسَ.
اِسمُ تَصغِيرُ: ذ. ننڍڙائي ۽ ٿورڙائي ڏيکاريندڙ لفظ.
اِسمُ حالِيَہ: ذ. فعل جي اِسمي صورت (جيڪا هلندڙ وقت جي معنيٰ ڏيکاري. مثلاً سمهندو، ايندو، ويندو وغيره).
اِسمُ خاصُ: ذ. ڪنهن جاندار يا بي جان شيءِ جو خاص نالو (جيئن حمزو، سِنڌو وغيره).
اِسمُ ذاتُ: ذ. ڪنهن شيءِ جو ذاتي گڻ ڏيکاريندڙ لفظ (جيئن نيڪي، سخاوت وغيره).
اِسمُ عامُ: ذ. هڪ قسم جي سيني جنسن لاءِ ڪم ايندڙ لفظ (جيئن ماڻهو، ڍور، جبل وغيره).

**اِسمُ فاعِلُ:** ذ. جملي ۾ ڪم ڪندڙ جي لاءِ ڪم آيل لفظ.
**اِسمُ مَفعُولُ:** ذ. ٿيل ڪم جي خبر ڏيندڙ لفظ (جيئن ڏڪيل، ورتل وغيره).
**اَسماء:** ذ (ع. اِسمُ جو جمع) نالا.
**اَسماءُ الحُسنيٰ:** ذ. ڌڻي پاڪ جا نوانوي صفاتي نالا.
**اَسَمجهه:** ص. بي سمجهه- نادان.
**اَسناد:** ث (ع. سَنَدَ جو جمع) ثابتيون. سَنَدون- دستاويز. حديث جي روايت جو سلسلو.
**اَسُو:** ذ. سنبت سال جو ستون مهينو.
**اُسوَه:** ث (ع) نمونو- مثال.
**اَسوَدُ:** ص (ع) ڪارو- سياه.
**اَسُونهن، اسونهون:** ص. اڻ واقف- اڻ چاتل- اڻ ڏٺل. جنهن جي جوءِ يا گس ڏٺل نہ هجي.
**اَسَهَڻُ:** م. وڃڻ- روانو ٿيڻ (مسافري تي).
**اَسِيرُ:** ص (ع) قيدي. گرفتار.
**اِسِيري:** ث. قيد- بند.
**اَسيمبلي:** ث (انگ) صوبائي يا مُلڪي انتظام هلائڻ لاءِ قاعدا قانون جوڙيندڙ ميمبرن جي جماعت (جيڪي ميمبر جدا جدا تڪن مان ووٽن ذريعي منتخب ٿين).
**اِشارَت:** ث (ع) اِشارو- اُهڃاڻ.
**اِشارو:** (ع. اِشاره) هٿ يا اک سان ڏسَ. اُهڃاڻ. رمز. مامَ.
**اِشاعَتَ:** ث (ع) پڌرائي- مشهوري. ڇاپو (اخبار يا ڪتاب جو).
**اِشتَراڪُ:** ذ (ع) شراڪت- ڀائيواري- حصو. شموليت.
**اِشتراڪيَت:** ث (ع) حڪومت جو اُهو سرشتو جنهن ۾ ملڪ جي سيني ماڻهن جو هڪ جيترو حصو هجي.
**اِشتِعالُ:** ذ (ع) جوش- ڀڙڪو- باهہ.
**اِشتِعالُ انگيز:** ص. باهہ ڀڙڪائيندڙ- جوش ڏياريندڙ. فساد پيدا ڪندڙ (ڳالهہ، تقرير).
**اِشتِقاقُ:** ذ (ع) لفظ مان ڪڍيل بنيادي ڌاتوُ.
**اِشتِها:** ث (ع) بُکَ. خواهش- طلب (کاڌي جي).
**اِشتِهارُ:** ذ (ع) اعلان. پڌرنامو. مشهوري جو اعلان.
**اِشتِياقُ:** ذ (ع) شوق- چاهہ. انتظار گڏيل خواهش. سڪَ.
**اَشخاص:** ذ (ع. شخص جو جمع) گهڻا ماڻهو- ڄڻا.
**اَشَدُّ:** ص (ع) تمام سخت. بلڪل گهڻو.
**اَشرافُ:** ص (ع) شريف انسان- نيڪ مرد. عزت وارو - مهذب.
**اشرافَت:** ث. چڱمڙسي. عزت آبرو. ڀلائي- چڱائي. نيڪي.
**اِشراقُ:** ذ (ع) سج اُبرڻ. سج ابرڻ کان پوءِ نفلي نماز.
**اَشرف المخلوُقات:** ث (ع) سيني مخلوقن کان ڀلو- انسان ذات.
**اَشرَفي:** ث (ع) هڪ سونو سِڪو- مُهر. هڪ قسم جو گُل.
**اَشعارَ:** ذ (ع. شعر جو جمع) نظم- ڪلامُ.
**اَشڪَ:** ذ (ف) ڳوڙها- لڙڪ.
**اَشڪبار:** ص. ڳوڙها ڳاڙيندڙ- لڙڪ وهائيندڙ.
**اِشَڪَنجو:** ذ (ف. شڪَنجه) ڏوهارين کي قابو ڪرڻ لاءِ ڪاٺُ. جلدبندي ۾ ڪتابن کي قابو جهلڻ جو هڪ اوزار.
**اَشڪول، اَشڪيلُ:** ذ (ع. شڪيل) ڏاوڻ. ٻيڙيون. وهٽ جي هڪڙي پاسي وارين ٽنگن ۾ ٻڌڻ جو ڏاوڻ.
**اَشلوڪ:** ذ (سن) سِلوڪ- ترمي بيت يا گيت.
**اَشَهَدُ:** ذ (ع) شهادت جي ڪلمي جو پهريون

لفظ.شهادت جو ڪلمو. ڏسڻي آڱر.

**آشياء:** ث (ع. شيء جو جمع) شيون- چيزون- وٿون.

**اَصالتَ:** ث (ع. اُصالهٌ) اصليت. خاصيت. اثر.

**اَصحابُ:** ذ (ع. صاحب جو جمع) حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم جو صحبتي. سنگتي- ساٿي.

**اَصحابِي:** ص. نبي سڳوري جو ساٿي. نيڪ ماڻهو.

**اصرارُ:** ذ (ع) ڪنهن ڳالهہ تي گهڻو زور- ضد. تاڪيد.

**اِصطِلاحُ:** ذ (ع) ڪنهن ڌنڌي يا فن جو لفظ- ورجيسَ.

**اِصطلاحي:** ص. محاوري وارو. مشهور معنيٰ کان سواءِ ٻي خاص معنيٰ رکندڙ (لفظ).

**اَصغَرُ:** ص (ع) وڌيڪ ننڍو. سڀ کان ننڍو.

**اَصلُ:** ذ (ع) بنياد. ٻُڙ- نسل. پيڙهہ. (ص) سچو پچو- حقيقي. خالص- نج. (ظ) اصل کان. شروع کان. هرگز. بلڪل.

**اِصلوڪو:** ص. اصل وارو. اوائلي- قديم.

**اَصلي:** ص. بنيادي. فطري- ذاتي. خاص. قديم.

**اِصلاحَ:** ث (ع) درستي- سڌارو.

**اِصلاحات:** ث. سڌارا.

**اَصلِيَتِ:** ث (ع) بنيادي حقيقت. ذاتي گڻ. بنيادي شرافت. اصل نسل.

**اُصُولُ:** ذ (ع. اَصلُ جو جمع) پاڙ- بنياد. بنيادي قاعدو- قانون.

**اَصِيلُ:** ص (ع) چڱي نسب وارو. شريف. اصل نسل وارو- ٻڌائتو. عزت وارو. وڪيل جو گراهڪ. ڪُڪڙ جو هڪ قسم. ڪارو نانگ.

**اِضافَتَ:** ث (ع) نسبت- لاڳاپو- تعلق. گرامر موجب اسمن جي وچ ۾ مالڪي ڏيکاريندڙ حالت.

**اِضافو:** ذ (ع. اِضافه) واڌ- واڌارو. پگهار يا عهدي ۾ ترقي.

**اِضافي:** ص. نسبتي (جا اصلي نہ هجي). وڌيڪ.

**اُضحيِ:** ث (ع. ضَحِيَهٌ جو جمع) قربانيون.

**اُضحِيِ:** ث. قرباني جو جانور- قرباني.

**اِضطِرابُ:** ذ (ع) پريشاني. بيقراري- لوچ پوچ- ٿٿڪو. جلدي- تکڙ.

**اَطراف:** ذ (طرف جو جمع) ڏسيون- طرفَ.

**اَطفال:** ذ (ع. طِفلُ جو جمع) ٻارَ- ٻارڙا.

**اِطلاعُ:** ذ (ع) خبر- چتاءُ- اعلانُ. نوٽيس- ڄاڻ.

**اِطلاعات کاتو:** ذ. حڪومت جي طرفان عام ماڻهن يا عام ماڻهن جي گهُرجن کان حڪومت کي واقف ڪندڙ کاتو (جيڪو گهڻو ڪري اخبارن سان واسطو رکي ٿو).

**اِطلاقُ:** ذ (ع) ٺهڪي اچڻ جي حالت. لاڳاپو.

**اَطلَسُ:** ذ (ع) اچو زربدار ريشمي ڪپڙو.

**اِطمينانُ:** ذ (ع) تسلائي- دلجاءِ- خاطري.

**اَطوارَ:** ذ (ع. طَورُ جو جمع) طريقا- ڍنگ- دستور. افعال- لڇڻ- آداب.

**اِظهارُ:** ذ (ع) پڌرائي- ظهور.

**اَظهَرُ:** ص (ع) وڌيڪ ظاهر- تمام چٽو. گهڻو مشهور.

**اَظهَر مِنَ الشَّمسُ:** سج کان وڌيڪ پڌرو. مشهور.

**اِعانَتَ:** ث (ع) مدد- واهر.

**اِعتِبارُ:** ذ (ع) ڀروسو- يقين. ويساهہ.

**اِعتدالُ:** ذ (ع) وچٽرائي- موافقت. پُورائي پنائي- نہ گهٽ نہ وڌ.

**اِعتدال پسند:** ص. وچون رستو اختيار ڪندڙ. موزون طبيعت وارو. نرم ڏُر وارو (راڄنيتي يا سياسي

معاملن ۾).

**اِعتِراضُ:** ذ (ع) ڪنهن ڳالهه جي خلاف اُٿاريل حجت. نڪتہ چيني. مخالف.

**اِعتِرافُ:** ذ (ع) قبوليت- اقرار. ڏوهہ يا غلطي مڃڻ.

**اِعتِقادُ:** ذ (ع) ويساه. ايمان. اعتبار. عقيدو.

**اِعتِڪافُ:** ذ (ع) گوشہ نشيني (عبادت لاءِ خلاصي جاءِ ۾). رمضان جي پوئين ڏهي ۾ مسجد ۾ گوشہ نشيني.

**اِعتِمادُ:** ذ (ع) ڀروسو- اعتبار- يقين.

**اِعجازُ:** ذ (ع) معجزو. وڏي ڪرامت. حيران ڪندڙ ڪم.

**اعدادُ:** ذ (ع. عدد جو جمع) انگ- عددَ.

**اعداد شماري:** ث. ڳڻپ- شمار. آدمشماري.

**اِعرابَ:** ث (ع) اکر کي چورينڌڙ نشاني (زبر، زير، پيش).

**اَعرابِي:** ص (ع) عربستان جي ٻهراڙي جو رهاڪو- بدوي. مال جي سانگي سان گذاريندڙ خانہ بدوش- سانگي. ماروُ.

**اَعرافُ:** ذ (ع) دوزخ ۽ بهشت جي وچ وارو هنڌ (جو نڪي گرم نڪي سرد آهي). قرآن شريف جي ستين سوره.

**اَعِزاء:** ذ (ع. عزيز جو جمع) پيارا مائٽ مِٽ- عزيز دوست.

**اَعزازُ:** ذ (ع) عزت- مانُ- مرتبو.

**اَعزازي:** ص. بنا اُجوري- مفت ڪم ڪندڙ- آنرري.

**اَعشاري، اَعشارِيہ:** ص (ع) ڏهين حصي وارو. ڏهون. ڏهائي.

**اَعصابُ:** ذ (ع. عَصَبَ جو جمع) مُشڪون- ڀنڊيون (گوشت جون). حواس.

**اَعضا:** ذ (ع. عُضوُ جو جمع) عضوا- لِڱَ- بدن جا حصا.

**اَعظَمُ:** ذ (ع) سڀ کان وڏو. تمام وڏو. عَظِيم.

**اَعلي:** ص (ع) تمام مٿانهون- اوچو- بلند. تمام وڏو. وڏي مرتبي وارو. عمدو.

**اِعلانُ:** ذ (ع) اطلاع- ڄاڻ. پڌرائي- اشتهار.

**اَعمالَ:** ذ (ع. عَمَلُ جو جمع) عَملَ- اَفعال. ڪرتوت.

**اَعمال نامو:** ذ. ڪمن جو تفصيل- ڪارگذاري. ڏوهن ثوابن جو دفتر.

**اَغراضُ:** ذ (ع. غرَض جو جمع) غرضَ- مطلب.

**اِغمازُ:** ذ (ع) اکين يا ڀِرُن جو اشارو- غمزو.

**اِغماضُ:** ذ (ع) چشم پوشي.

**اِغوا:** ذ (ع) لالچائڻ- ڏُتارڻ. ڀڄائڻ. زوري کڻي وڃڻ.

**اغوا ڪرڻ:** برغلائي ڀڄائي وڃڻ. زوري کڻي وڃڻ. ڀڄائي وڃڻ.

**اَغيارَ:** ص (ع. غَير جو جمع) ڌاريا- اجنبي. پراوا- اوپرا ماڻهو.

**اُف:** ذ (ع. اُفُ) ڏک ۽ ڪاوڙ ۾ ٿُوڪ ۽ جهٽڪ جو آواز. ڏک ۽ ارمان جو آواز. (ف) ٿُوڪَ.

**اُف ڪري ڇڏڻ:** اُڏائي ڇٽ ڪرڻ- دُف ڪري ڇڏڻ.

**اِفاديت:** ث (ع) فائدو- نفعو- لاڀُ.

**اِفاقو:** ذ (ع. اِفاقه) سجاڳي. بيماري مان اُٿڻ- چڱيلائي.

**اُفتاد:** ث (ف) عاجزي- لاچاري. مصيبت.

**اِفتِتاحُ:** ذ (ع) ڪم جي شروعات- آرنڀُ. نيڪ مردن جي گڏجاڻي سان ڪم شروع ڪرڻ جي رسم.

**اِفتِخارُ:** ذ (ع) فخر- وڏائي- ناز.

**اِفترا:** ث (ع) تهمت- الزام- بهتان.

**اَفراتَفري:** ث (ع. اِفراطُ و تَفريطُ) پريشاني. گهبراهٽ. ياجڙ- ڇڙوڇڙ ٿيڻ.

**اَفرادَ:** ذ (ع. فرد جو جمع) ڄڻا- ماڻهو.

**اِفراط:** ث (ع) گهڻائي- واڌ. (ص) اجائي- بيفائدي.

**اِفراط و تَفريط:** ث. گهڻائي ٿوراڻي. بي اعتدالي.

**اَفزائش:** ث (ف) واڌ. واڌارو- گهڻائي.

**اَفسانو:** ذ (ف) ڪهاڻي. عجيب قصو. ڪوڙي ڳالهه. نقل. داستان.

**اَفسانه نَويسُ:** ص. افسانا لکندڙ.

**اَفسَرُ:** ذ (ف) تاج- ڇٽ.

**اَفسُردَگي:** ث (ف) اُداسي. رنجيدگي. مايوسي.

**اَفسُردَه:** ص (ف) مايوس- اُداس- دلگير- ڏکويل.

**اَفسوسُ:** ذ (ف) ڏک- ارمان- غم.

**اِفسوسناڪُ:** ص. ڏک جهڙو- ڏکدائڪ.

**اَفسُون:** ذ (ف) جادو. فريب. چالاڪي.

**اَفضَلُ:** ص (ع) سڀ کان پلو. سڀ کان فضيلت وارو. تمام چڱو- بهترين. پلارو.

**اِفطارُ:** ذ (ع) روزي کولڻ جو عمل.

**اَفعالَ:** ذ (ع. فَعل جو جمع) ڪم- عمل. لڇڻ- ڪرتوت.

**اُفُقَ:** ث (ع) زمين ۽ آسمان گڏ ڏسجڻ واري خيالي جاءِ- حَدنظر.

**اَفڪارَ:** ذ (ع. فِڪرُ جو جمع) خيالَ- ويچار.

**اِفلاسُ:** ذ (ع) سڃائي- ڪنگالپڻو. ناداري- تنگدستي. غربت- مسڪيني.

**اَفلاطُونُ:** ذ (ت) يونان جو مشهور فيلسوف (جنهن "الاهي حڪمت" جو بنياد وڌو). (ص) ڏاهو- عقلمند- داناءُ. حرفتي- اٽڪلي.

**اَفلاڪَ:** ذ (ع. فَلَڪُ جو جمع) آسمانَ- اُڀَ.

**اَفواجُ:** ث (ع. فوج جو جمع) فوجون- لشڪرَ- سپاهَ.

**اَفواهُ:** ذ (ع. فُوه جو جمع) هُل- هاوائو. ڊپ يا حيرت واري بي بنياد ڳالهه.

**اُفَّتِ:** ظ. انهي هنڌ تي- اُتي جو اتي. انهي دم. صفا- بنهه. تڙتپ.

**اُفَّٽ مارُ:** ص. اُتي جو اتي ماري ڇڏيندڙ. صفا ماري ڇڏيندڙ.

**اُفراٽو:** ذ. ٻن يا وڌيڪ پڙن واري گيهه ۾ پکل ماني.

**اُفرڪڻُ:** م. ننڊ ۾ ڳالهائڻ- وڦلڻ. ڦُنڊڻ. اُيامڻ (ڪير).

**اَقارِبَ:** ذ (ع. قَرِيبُ جو جمع) ويجها مائٽ.

**اِقامَتَ:** ث (ع) نماز لاءِ کڙو ٿي بيهڻ جو عمل- بيهڪ. ٽڪڻ.

**اِقبالُ:** ذ (ع) بلندي- اوج- عروج. عزت- مان. ڀاڳ- نصيب. نيڪ طالع.

**اِقتَباسُ:** ذ (ع) چُونڊ (تحرير مان ڪن لفظن جي). تصنيف ۾ ٻئي جي لکيت جو ورتل ڪجهه حصو.

**اِقتدارُ:** ذ (ع) طاقت- قوت. عزت- مرتبو. عهدو.

**اِقتِصادي:** ص (ع) معاشي- مالي.

**اِقتِصاديات:** ث (ع) نائي جي پيداوار ۽ ورهاست بابت علم.

**اَقدارَ:** ذ (ع. قَدَرُ جو جمع) قَدرُ- مُلهه ۽ مانُ. گُڻَ- خصوصيتون.

**اَقدامَ:** ذ (ع. قَدمَ جو جمع) قدمَ- اُپاءَ وسيلا.

**اِقرارُ:** ذ (ع) انجام- وعدو. قول- سخن. مڃتا- قبوليت- هائوڪار.

**اِقرار نامو:** ذ. قبوليت يا وعدي جي لکيت-

عهدنامو.

**آقربا:** ذ (ع. قريب جو جمع) ويجها مِٽ مائٽ- عزيز قريب.

**اقسامَ:** ذ (ع. قسم جو جمع) نمونا- جنسون.

**آقليت:** ث (ع) ٿورڙائي.

**اِقليمُ:** ذ (ع) وِلايت- مُلڪ.

**آقوامُ:** ذ (ع. قوم جو جمع) قومون. فرقا.

**آڪُ:** ذ. هڪ مشهور وڻ.

**آڪُ ٽِنڙو:** ذ. اڪ جي ٻوٽي جو ڦُرُ- اڪ جو انب.

**آڪ جي ماڪي:** سولي ڳالهه- تمام آسان ڪم.

**آڪ ڪارا ڪرڻ:** ڪجهه به نه ڪرڻ.

**آڪ مَڪڙ:** ذ. هڪ قسم جو جيت- سائو مڪڙ.

**آڪن تي اٿو هارڻ:** اجايا ڪم ڪرڻ. بي سود ڪوشش ڪرڻ.

**آڪن سان گَنهڻ:** نقصان جهڙا ڪم ڪرڻ. ڏاڍن سان هٿ اٽڪائڻ.

**آڪن کان انب گهرڻ:** بخيل ۾ نفعي جي اميد رکڻ.

**آڪابِرُ:** ص (ع. اڪبر جو جمع) وڏو بزرگ. نالي وارو. مُدبر. ڏاهو- سيائو.

**آڪاجُ- آڪاڄُ:** ص. بيڪار- نِڪمو. بي همت. بي هُنر.

**آڪارٿُ:** ص (سن) اجايو- بي فائدو.

**آڪارڻ:** مر. پار لنگهائڻ- بي ڪنڌيءَ رسائڻ.

**آڪائونٽُ:** ذ (انگ) حساب- ليکو چوکو.

**آڪبَرُ:** ص (ع) سڀ کان وڏو- وڌيڪ وڏو. (ذ) ڌڻي تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**اِڪتفاء:** ث (ع) ڪفايت، قناعت- پورت.

**آڪٽُ:** ذ (انگ) ميونسپل محصول- ناڪو.

**آڪثرَ:** ص (ع) وڌيڪ- زياده- گهڻو. (ظ) گهڻو ڪري- عموماً.

**آڪثريَتَ:** ث (ع) گهڻائي- جهجائي. هڪ پارٽيءَ جي ميمبرن جي گهڻائي.

**أڪرَ:** ث. ڪائيءَ، پٿر يا ڌاتوءَ تي چٽسالي جو ڪم.

**أڪرَسَ:** ث. کُهڙَ- ٻوسٽ. گرمي جو اُٻاءُ. رُڳهه.

**أڪرڻُ:** مر. لنگهڻ. ٻيءَ پر وڃڻ- پار وڃڻ. ڪاٺ. پٿر يا ڌاتو تي چٽ ڪڍڻ.

**اِڪڙُ:** ذ. هڪ قسم جو اوپڙ (خريف ۾ ٿئي).

**أڪسَ:** ث. کُهٽَ- اُٻسَ.

**آڪسيرُ:** ذ (ع) ٽامي کي سونُ بنائيندڙ دوا- ڪيميا. هڪ ٽڪ دوا. (ص) نهايت مفيد.

**أڪلاءُ:** ذ. ڪم جو نيڪال- پورائو. جلدائي- ڦُڙتي.

**أڪلائڻُ:** مر. جلدائي ڪرڻ- ڦُڙتي ڪرڻ. هٿ هلائڻ (ڪم ۾). نبيرو ڪرڻ. جند ڇڏائڻ.

**أڪلڻُ:** مر. نيڪال ٿيڻ- پُورو ٿيڻ (ڪم). پُڄڻ (ڳالهائڻ)- اُجهڻ (ڪم).

**آڪَنُ چَڪَنُ:** ص. عاشق- مفتون. قربان- صدقو.

**أڪَندَ:** ث. سِڪَ- اُڪير. تانگهه. پيار جي چِڪَ. انتظار.

**أڪَندِجَڻُ:** مر. سِڪڻ- أڪيرجڻ. تانگهائڻ- واجهائڻ.

**أڪو:** ظ. يڪو- سڄو- ڪُل. سربستو- سمورو. علي الحساب- دوم شوم. (ث. أڪي).

**أڪو ڏُڪو:** ظ. اٽڪل روءِ- اندازي سان- يڪوئي.

**اِڪي:** ص. اهو عدد جيڪو ٻن سان ونڊي نه سگهجي- طاق.

**اِڪي ٻَڌي:** ث. هڪ قسم جي ٻاراڻي راند.

**آڪيجارُ:** ظ. بي انت- بي شمار- بي انداز.

**أڪيرَ:** ث. دل جي چِڪَ- سِڪَ- أڪند. انتظار.

پيار- قرب.

**آڪيلائي:** ث. هيڪڙائي. هيڪلائي- تنهائي. چڙائي. نويڪلائي- خلاصگائي.

**اِڪيلڏو:** ص. اڳ ڄايو (اولاد).

**اڪيلو:** ص. هڪڙو- چڙو. هيڪلو- تنها. جدا- الڳ. (ث. اڪيلي)

**اکِ:** ث (سن. آکش) نيڻ- چشم- عينُ. نظر. وڻ يا ٻوٽي جو گوشو. وڻ ۾ ٽاري نڪرڻ وارو هنڌ.

**اک اٽڪائڻ، اکِ آڙائڻ:** نينهن لائڻ- عشق ڪرڻ.

**اکِ ٻوٽَ:** ث. هڪ ٻارائي راند- لڪ لڪوٽي. چشم پوشي. بيحيائي. بي مروتي.

**اکِ پٽڻ:** اک سان اشارو ڏيڻ. اک سان عشق جو پيغام ڏيڻ. مخفي اشارو ڪرڻ.

**اکِ ٽيٽ:** ث. اٽڪل سان ڏسڻ. اڻ لکي طرح نظرداري ڪرڻ. تاڙَ- سنيال- نظرداري.

**اکِ پَٽڻ:** اک کولڻ. سجاڳ ٿيڻ- بيدار ٿيڻ. خبردار ٿيڻ. ننڊ مان جاڳڻ. وقت ۽ حالتن کي سمجهڻ.

**اک ٻُورڻ:** ننڊ ڪرڻ- ٿوري دير لاءِ سمهڻ. مري وڃڻ. بيحيا ٿيڻ.

**اکِ ڇِنبَ:** ث. اکين ڇنڀڻ جيترو وقت- ڪِن- پلڪ. (ظ) جهٽ پٽ ۾. جلدي.

**اکِ ڏيکارڻ:** ڪاوڙ مان گهُوري ڏسڻ. دڙڪو ڏيڻ. ديڄارڻ- هيسائڻ.

**اکِ رکڻ:** چوڪسي ڪرڻ- نظرداري ڪرڻ.

**اکِ ڦڙڪڻ:** اک جي پلڪن جو ڏڪڻ (سوڻ يا بدسوڻ).

**اکِ کُلڻ:** سجاڳ ٿيڻ. خبر پوڻ. سمجهه اچڻ. تجربو حاصل ٿيڻ.

**اکِ لڳڻ:** ننڊ اچڻ. ننڊ جي شروعات ٿيڻ. اک اٽڪڻ- پريت ٿيڻ.

**اکِ وجهڻ:** گهور ڪري ڏسڻ- چتائي ڏسڻ. لالچ رکڻ. ٻُري نظر سان ڏسڻ.

**اَکُٽَ:** ص. اڻ کُٽ- بيشمار. تمام گهڻو.

**اَکَرُ:** ذ (سن. آکشَر) حرف. لفظ. سخن. ميار- ڏوراپو. سبب.

**اکر بہ اکر:** ظ. حرف بہ حرف. هوبهو. سربستو- سمورو.

**اَڪراڻ:** ث. ڪنهن بہ رذل شيءِ جو ٽر وارو سڙيل حصو- ڪُرڙ- ڪُرڇڻ.

**اَڪرو:** ذ. مصالحي ڪُٽڻ يا ڇانورن ڇڙڻ لاءِ ڪاٺ، پٿر وغيره جو ڪُونڊو.

**اَڪري:** ث. ڏسو "اَڪرو". دروازي جي طاق ڦرڻ لاءِ چانئٺ ۾ ٽيل سوراخ.

**اَڪڙَڻُ:** م. پاڙئون پٽجڻ. سنڌن ڪان نڪرڻ. اُبڙڻ. ٽُٽڻ- ڇجڻ.

**اَڪڙوٽُ:** ذ. سُڪل ميوي جو هڪ قسم.

**اَڪڙي:** ث. برقعي يا چادر مان نهارڻ لاءِ اک جيتري وِٽي.

**اَکو:** ذ (سن. آکشَتَ) پاٺ يا سوڻ وقت اُڇلايل چانورَ. هندن جي هڪ ڪريا ڪرم موجب درياءَ ۾ پيٽا طور اڇلايل چانور ۽ ڏيا.

**اکو ٿلو:** ذ. ٿورو ڪاتو. نيرن پاڻي. ٿُڪر پاڻي. ڪوهہ يا پاڻي ۾ ڏيو ۽ چانور اُڇلائڻ جي رسم.

**اَکوٽو:** ذ. اک جو دوڏو.

**اَکوڙَڻُ:** م. ڪتل شيءِ کي لوڏي ڍرو ڪرڻ- اُکيلڻ. پاڙئون پٽڻ.

**اَکِي:** ث. ڍورن جو ويڙهہ مهل کُرن سان کوٽهڙو. ٽونو- ديهہ.

**اَکِين تي کڻڻ:** سڳن تي کڻڻ. ڏمڪيون ڏيڻ. ڇٽ ڦٽ ڪرڻ.

**اَکِيارِي:** ث. وهٽ جي اکين تي چڙهيل کوپن تي ٻڌنجو ڪپڙو- آنڌاري.

**اَکيڙَڻُ، اکيلڻ:** م. اُڌيڙڻ. کولڻ (سُٽ). پاڙئون پٽڻ. تباه ڪرڻ.

**اَکِيو:** ذ. ونواه ۾ ڪنوار جي منهن تي ٻڌل ڪپڙو. ڍڳي جي اکين تي چڙهيل کوپا.

**اَکِيونُ:** ث (اک جو جمع) چشم- عين.

**اَکِيان پوڻ:** نفرت ٿيڻ. نہ وڻڻ.

**اکين آڇو:** ص. بيحيا- بيشرم. انڌو.

**اکين اڳيان:** ظ. سامهون. روبرو. حاضر- موجود.

**اکين ٻُوٽُ:** ص. بيحيا- بيشرم. ساڃاهہ کان نڪتل. بي مروت.

**اکين تي ويهارڻُ:** حد کان زياده قدر ڪرڻ. وڏي تعظيم ڏيڻ.

**اکين ٺارُ:** ص. نيڻن ٺار. تمام پيارو.

**اکين پُورُ:** ص. بي ساڃاهو- بي ديد. بيشرم. احسان فراموش- ڳڻ چور.

**اکين ڏٺو:** ظ. ظاهر ظهور ڏٺل.

**اکين سان:** ظ. دل جان سان- خوشيءَ سان.

**اکين سَڄو، اکين وڏو:** ص. معذور- انڌو.

**اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ:** انڌو ڪري ڦرڻ. ويساهي ڦُرڻ. دولاب ڪرڻ- ٺڳڻ.

**اکيون جاءِ ڪرڻ:** ڌيان ڪرڻ. هوش ڪرڻ. خبردار ٿيڻ.

**اکيون چرخ ٿيڻ:** حيران ٿيڻ. وائڙو ٿيڻ.

**اکيون ڦِرڙائڻ:** هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ. ڪاوڙ مان ڏسڻ.

**اکيون ڦوٽارڻ:** ڪاوڙ مان ڏسڻ.

**اکيون وڇائڻ:** انتظار ڪرڻ. نهايت عاجزي سان مرحبا ڪرڻ.

**اکيون هيٺ ڪرڻ:** لڄي ٿيڻ- شرمسار ٿيڻ. بيحيا ٿيڻ.

**آگَرِ، اگرچہ:** ظ (ف) جي- جيڪڏهن- جيتوڻيڪ.

**آگَرُ:** ذ. هڪ قسم جو وڻ (جنهن جي ڪاٺي خوشبودار ٿئي)- عُود.

**اگربَتِي:** ث. اگر وڻ جي ٻُوري مان ٺهيل تِيلِي (جيڪا خوشبودار دونهون ڏئي).

**آگَرَ تَگَرُ:** ذ. سموري رقم ۽ سامان- هڙ مُوڙي- مُوڙي ۽ نفعو. آلهہ تَلهہ.

**اُگرو:** ص. مڪروهہ- اڻ وڻندڙ (سواد). اُبڙڪا آئيندڙ. بدذائقي (ث. اُگري).

**آگلاڻِي:** ث. ميراڻي- گدلاڻي (ڪپڙي لئي ۾).

**آگِلو:** ص. ڳدلو- ميرو. (ث. آگِلي)

**آگوچَرُ:** ص. جوڏسي ۽ محسوس ڪري نہ سگهجي- الکُ. مخفي.

**آگُوندَرُ، آگوُندرو:** ص. بي غمو. بي پرواهہ. جهجهو- اڻ ميو.

**آڳُ:** ذ. مُنڍ- مُهڙ. منهن. اڳيون پاسو. مهاڳ. اڳيون وقت. (ظ) اڳيون- اول- پهريون. سامهون. اڳيان- اڳتي.

**اَڳُ ٻَڌڻ:** حرفت سان ٻئي جي دل جو حال معلوم ڪرڻ- ڳلتو ٻڌڻ- اڳ وٺڻ.

**اڳيَرو:** ظ. ڪجهہ اڳتي- ٿورو اڳيان. پريرو.

**اڳتي:** ظ. اڳيرو. اڳيان. آئنده- هن کان پوءِ.

**اڳُ پوءِ:** ظ. اڳيان پٺيان- آڳو پيڇو. گذريل ۽ ايندڙ وقت.

**اڳ پوءِ جاچڻ:** دوراندیشي ڪرڻ. سنيالي قدم کڻڻ.

**اڳ جاڻو، آڳايو:** ص. اڳئين گهر مان چاول پُٽ- (ث. اڳ جاڻي).

**اڳ ڍائو:** ص. ستين پيڙهي شاهوڪار- بنيادي تونگر.

**اڳ ڦِرڻ:** رستو روڪڻ. رنڊڪ وجهڻ. مخالفت ڪرڻ.

**اڳ ڳڻتي:** ث. اڳ ويچار- دوراندیشي.

**اڳ وٺڻ:** سامهون اچڻ- آڏو اچڻ. دڳ جهلي بيهڻ.

**آڳاڃُ، آڳاڃو:** ص. اڻ ڳڻيو- ڳاڻيٽي کان ٻاهر- بيشمار.

**آڳانجهہُ، آڳانجِهہ:** ص. آتاهہ. اَجهاڳ. اڳرو- زياده.

**آڳاهونَ:** اڳيرو- اڳيان- اڳتي. (ث. اڳاهِين).

**آڳٽُ:** ذ. سٿڻ ٻڌڻ لاءِ اُبدائي ۾ پيل سوٽي يا ريشمي پٽي- ازاربند- ناڙو.

**آڳٽ وِجهڻي:** ث. ڪاني يا ڏاتو جي سرائي جنهن سان اڳٽ وجهجي.

**آڳِرائي:** ث. پيشقدمي- چڙهت. زيادتيَ.

**آڳرائي ڪرڻ:** چڙهت ڪرڻ. زيادتي ڪرڻ.

**آڳِرو:** ص. وڌيڪ- زياده- سرس. مٿانهون. بهتر. تکڙو- جلدباز. زيادتي ڪندڙ. پيشقدمي ڪندڙ. (ث. آڳري)

**آڳرو پوڻ:** زور ۾ مٿانهون ٿيڻ. سرس ٿيڻ. زور ٿيڻ.

**آڳِڙَڻُ:** م. وصول ٿيڻ.

**آڳِڙو:** ذ. ڪپڙي جو ٽُڪر. وڏي اڳڙي.

**آڳڙا تِڳڙا:** ذ. ڪپڙي جا ٽُڪَر.

**آڳڙي:** ث. ڪپڙي جو ڦاٽل ٽڪُر. چَتي- تِڳڙي. ليڙَ.

**آڳڪَتِي:** ث. پيشنگوئي- ايندڙ واقعي جي خبر.

**آڳِلو:** ص. اڳيون. اڳوڻو. ٻيءَ ڌُر وارو- مقابل. (ث. آڳِلي).

**آڳواٽِ:** ظ. اڳ ۾- اڳي ئي- مهند- شروع ۾.

**آڳواڻُ:** ص. مهندار- پيشوا- سردار.

**آڳوائِي:** ث. رهبري- پيشوائي.

**اڳو پوءِ:** ظ. اڳ يا پوءِ- آخرڪار- نيٺ. هڪ ئي گهمري. هائي ئي- يڪدم.

**اڳوڻِڪو:** ظ. اڳوڻو- آڳاٽو. گذريل. قديم. پراڻو. (ث. اڳوڻڪي).

**اڳوڻو:** ظ. اڳ جو- آڳاٽو. اڳيون- قديم. (ث. اڳوڻي).

**آڳوٺو:** ص. اڳواڻ. سونهون. پانديٺڙو.

**آڳهَرو:** ظ. تورو اڳ. توري دير اڳ ۾.

**آڳي:** ظ. اڳ ۾- اول. هن کان اڳ- مهند- اڳي ئي. آئنده. اڳتي- اڳيرو.

**اڳي پوءِ:** ظ. آخرڪار- نيٺ. هرحال ۾.

**آڳِياڙِي:** ث. اڳيون حصو. منڍ- ابتدا. گهوڙي کي اڳينءَ ٽنگ ۾ ٻڌل رسو.

**آڳِيان:** ظ. اڳ ۾. سامهون. آڏو. روبرو.

**آڳيان اچڻ:** سامهون اچڻ- روبرو ٿيڻ. آڏو اچڻ. مقابلو ڪرڻ. رنڊڪ وجهڻ.

**آڳِيہ:** ص. شروع واري. منڍ واري. آڳاٽي. پهرين. (ث) ظهر جي نماز. پهرين ملهہ.

**اڳِيون پويون وسارڻ:** سڀ ڳالهيون ڇڏڻ. جملي ڏايايون معاف ڪرڻ.

**آڳِيون:** ظ. اڳ وارو. پهريون. آڳاٽو. گذريل.

**آگهہُ:** ذ. ٻها- مُلهہ- نرخ.

**آگهہُ پارُ:** ذ. خريدي قيمت ۽ وڪري واري قيمت.

**آگهہُ چڏائڻ:** تعدي ڪرڻ- جٽ ڪرڻ.

**اگھاڙ:** ث. ننگائي- اوگھڙ. بي پردگي.

**اگھاڙڻ:** م. ننگو ڪرڻ. ظاهر ڪرڻ- پڌرو ڪرڻ. خوار ڪرڻ.

**اگھاڙو:** ص. اڻ ڍڪيل- ننگو- عريان. (ث. اگھاڙي).

**اگھاڙي ڪُني:** لاوارث- نڌڻڪو. سُڃو- مفلس.

**اگھاڙين پيرين:** ظ. صفا سڃُو.

**اگھامڻ:** م. قبول پوڻ. پسند اچڻ. ملھ ٿيڻ. وڪامڻ. قدر ٿيڻ.

**اگھائڻ:** م. قبولڻ ڪرڻ. ٻُڌڻ (عرض، التجا).

**اگھائي:** ث. بيماري- ناچاقائي. هيڻائي.

**اگھائي سگھائي:** بيماري ۽ صحت. چڱائي مٺائي.

**اگھڻ:** م. اگھامڻ. قبول پوڻ. قدر ٿيڻ.

**اگھڻ:** م. صفا ڪرڻ. مٽي ۽ مَرُ لاهڻ. چنڊڻ ڦوڪڻ.

**اگھو:** ص. بيمار- مريض. ڪمزور- هيڻو. (ث. اگھي).

**اگھو سگھو:** ص. بيمار توڙي چڱو ڀلو.

**اگھو تِري:** ث. اگھن جي فهرست. جنسن جو وچور. نرخنامو.

**اگھور:** ظ. جنهن جو تَر لھي نہ سگھجي. اونهو- عميق.

**اگار:** ذ. ڪوئلا.

**اگاريو:** ص. اگر ڻاهيندڙ.

**اگارو:** ذ. منگل (ڏينهن).

**اگاري:** ث. آگرين جي هڪ بيماري- ٽنهن ٽَر. ڏندن جي هڪ بيماري. ووٽن جو هڪ مرض. مال جي ٽڻن جي هڪ بيماري. جوئر جي سنگن جو مرض- ڪاٺي.

**اگُر:** ذ. ڪوئلو.

**اگڻ:** ذ. آڳند- صحن.

**آلَ:** ث. عيب- وڏ. ڇيڙ- ٽوڪ. آڏِ.

**آلُ:** ذ. ڪانءُ جو ٻچو. اڻ آزمودگار. بيوقوف.

**آلَ آڏارڻ:** ڇريائي جا ڪم ڪرڻ.

**آلڪاءُ:** ذ. ڪانءُ جو ٻچو. بيوقوف. ابوجهہ.

**الا:** ظ (ع) ڪان سواءِ- سواءِ. ڏاران. ليڪن.

**الاماسي:** ظ. ڪڏهن ڪڏهن- اتفاقي- قضا سان.

**الامان:** ذ (ع) پناه- امن.

**آلاجي. الائي:** ض. الله ڄاڻي- خبر ناهي. متان.

**الاچي ايلاچي:** ث (ف) ننڍو ڦوٽو- ڦوٽو.

**الار:** ص. لڏيل بار جو ڳرو پاسو. لڙيل- جُهڪيل.

**الارڻ:** م. ڏک هڻڻ لاءِ هٿ مٿي ڪرڻ- ڏک وارڻ.

**الٰہ:** ذ (ع) خدا- معبود.

**الٰہ باالله:** ث. خدا جو واسطو- التجا. منٿ ميڙ- آزي نيزاري.

**الله:** ذ (ع) خدا جو ذاتي نالو. هڪ خدا.

**الله اڪبَر:** ذ. تڪبير جو ڪلمو (نماز جي نيت. ذبح ۽ نعري هڻڻ وقت).

**الله الله ڪرڻ:** الله پاڪ جو ذڪر ڪرڻ. تسبيح پڙهڻ. ڏک ۾ صبر ڪرڻ.

**الله بيلي:** الله سائي- ڌڻي مددگار. ڌڻي جو آسرو.

**الله توهار:** الله تنهنجي آسري. الله جو آسرو.

**الله ڄاڻي:** خدا کي خبر.

**الله لوڪ:** ذ. خدا وارو- درويش. ڀھتل بزرگ. سادو سودو- ڀورڙو.

**الله واٽ:** ڌڻي جي راهہ ۾- خدا جي نالي. مفت ۾- بناپئسي.

**الله واهي:** خدا حافظ (موڪلائي وقت الفاظ).

**الاهَر:** ظ. الله جي آڌار.

**الاهي:** ظ. خدا جي طرف کان- خدائي. تمام گھڻو-

جهجهو.

**اِلاهيّات**: ث. ڌڻي تعاليٰ جي ذات ۽ صفات جو علم.

**اَلاؤنسُ**: ذ (انگ) مقرر پگهار کان وڌيڪ لوازمو (مهانگائي الاؤنس وغيره).

**اَلبَتُّ**: ظ (ع) ڪي قدر- ڪنهن حد تائين. ڪجهہ نہ ڪجهہ.

**اَلبَزَارَ**: ث. گنبذ جي چوگرد ڏنل پڙويلو. قبي جي اندران چوڦير رستو.

**اَلبيلائِي**: ث. دادلائي- لاڏ- چاڳ. بيپرواهي.

**اَلبيلو**: ص. دادلو- لاڏلو. انگلي- نخريلو. پيارو- چاڳلو. (ث. البيلي).

**اَلبُ**: ص. اڻ لڀ- ناياب. قيمتي.

**اِلتجا**: ث (ع) منت- عرض- گذارش.

**اَلتَحيّات**: ث (ع) نماز ۾ ويهڻ وقت پڙهڻ جي دعا.

**اِلتماسُ**: ذ (ع) عرض. وينتي. التجا.

**اِلتوا**: ث (ع) ڪنهن ڪم کي ٻئي وقت تائين ترسائڻ جو عمل- مهملي.

**اُلٽو**: ص. لٽو (سج). (ذ) ترجمو.

**اُلٽائڻُ**: م. اُونڌو ڪرڻ. اُبتو ڪرڻ. پلٽڻ. اوتڻ (ثانءُ).

**اُلٽو**: ظ. اٿليل- ابتو- اونڌو. ڦريل- برخلاف. اٿلندو- مرڳو. (ث. اُلٽي).

**اُلٽي**: ث. ٿَيءِ- ڪَيَ- اُڄَل.

**اُلجهڻُ**: م. ڦاسڻ- اٽڪڻ. منجهڻ. معاملي ۾ ڦاسڻ.

**اِلحادُ**: ظ (ع) دين کان ڦرڻ جو عمل. بيديني.

**اِلحاقُ**: ذ (ع) ڳانڍاپو- لاڳاپو- شموليت.

**اِلحانُ**: ذ (ع. لحنُ جو جمع) مٺو آواز- مِٺو سُر.

**اَلحَمدُ**: ث (ع) قرآن شريف جي پهرين سوره جو پهريون لفظ. هر قسم جي ساراه. شڪرانو.

**اَلحَمدُلِلهِ**: سڀ ساراه الله پاڪ کي آهي- الله جو شڪرانو.

**اَلَرَ**: ث. ڪاهہ- جُلهہ. وڙهڻ يا ڏک هڻڻ لاءِ هلان.

**اَلڙڻُ**: م. اڪڙڻ. لُڏڻ- ڏڻ.

**اِلزامُ**: ذ (ع) تهمت- بهتان.

**اَلَستُ**: ذ (ع) ڇا، مان آهيان؟ ميثاق وارو قول. ازل.

**اَلَستُ بِرَبِّڪُمۡ**: آءٌ اوهان جو ربُّ ناهيان؟ (ازل واري ڏينهن خدا تعاليٰ جو ارواحن کان سوال، جنهن جو جواب ڏناءون "قالوابليٰ").

**اَلسَّلامُ عَلَيڪُمۡ**: (ع) اوهان تي سلامتي هجي (جنهن جو جواب تہ "وَعليڪُمُ السّلام" يعني ۽ اوهان تي بہ سلامتي هجي).

**اِلسِي**: ث. هڪ قسم جو خوشبودار ٻُوٽو.

**اَلغارَ**: ث (ت) اوچتو حملو- ڪاهہ- يلغار. لُٽ مار.

**اَلغاروڻ ڪرڻ**: موجون ڪرڻ. گهمندو رهڻ.

**اَلغَرضُ**: ص (ع) بيپرواهہ- (ظ) حاصل مطلب.

**اَلغَرضائي**: ث. بي پرواهي. ڪَن لاٿارُ.

**اَلغوزا**: ذ (ف) هڪ قسم جو ساز (بينُن جو جوڙو)- بينُون- پاوا.

**اَلِفُ**: ذ (ع) "الف- بي" جو پهريون اکر. (ص) اُگهاڙو- نانگو. سِڌو. اُڀو.

**اَلفاظَ**: ذ (ع. لفظ جو جمع) لفظ. بولَ. گفتا.

**اَلفاظ ڪڍڻ**: گهٽ وڌ ڳالهائڻ- گاريون گند ڏيڻ.

**اُلفَتَ**: ث (ع) پيار- محبت- پريت.

**اَلفِي**: ث (ع) ٻانهن کان سواءِ ڊگهو پهراڻ- ڪفني.

**اَلقابَ**: ذ (ع. لقب جو جمع) اعزازي خطاب.

**اِلقاءُ**: ذ (ع) اندر جو آواز. الهام.

**اَلقِصّہَ**: ذ (ع) حاصل مطلب- قصو ڪوتاه.

**اُلڪو**: اونو- انتظار- اوسيڙو. اُڌڪو- انديشو.

ويچار- فکر. هُرکر.

**آلکُ:** ص. غيرمحسوس- اڻ لکو.

**الڳ:** ظ. جدا- ڌار. پري. اڪيلو- تنها.

**الڳ الڳ:** ظ. جداجدا- ڌار ڌار. پري پري.

**آلمُ:** ذ (ع) رنج- ڏک- غم- اندوه.

**المناڪُ:** ص. درد انگيز- افسوسناڪ.

**الماسُ:** ذ (ع) هيري جو هڪ قسم.

**الماڙي:** ث (پرتگالي) ڪٻٽ.

**الستُ:** ص. چٽ چريو- بنهه مستانو.

**الڻُ:** م. ڪوڙ ڳالهائڻ. انڪار ڪرڻ. سچي نه ڪرڻ.

**آلو:** ذ. ڪافين ڳائڻ وقت "الو ميان" چوڻ.

**آلو ميان ڪرڻ:** "الله ميان" جي لفظن سان ڳائڻ شروع ڪرڻ. بي اونو ويهڻ.

**الو:** ذ. چٽنگ. شعلو. چڻي.

**الوُ:** ذ. چبرو. (ص) بيوقوف- احمق.

**الو پلو:** ذ. اٽي ڏکر راند ۾ بن ڏکن هٽڻ جو داءُ.

**آلو پلو:** ذ. نالي ماتر ڪم.

**الوٽُ:** ص. نشي ۾ ٽُٻ- مدهوش. مخمور- سرشار.

**الوپُ:** ص. گم- غائب.

**آلوداعَ:** ث (ع) موڪلائي. رخصت.

**الوڙڻ، اليڙڻ:** م. اکوڙڻ. ڌوڏڻ- لوڏڻ (ٽوڻي وغيره).

**الوڙي رکڻ:** اکوڙي ڇڏڻ. سَند سَند جدا ڪرڻ. عضوا چُور ڪرڻ.

**آلولِ:** ث. سک. مزو. فرحت. عيش.

**آلوليون مائڻ:** خوشيون ڪرڻ. موجون مائڻ. مزا مائڻ. فرحتون وٺڻ. عيش ڪرڻ.

**الولُ:** ص. چريو- ديوانو.

**الولُ جَلولُ:** ص. فضول- بيڪار. ادنگو. بي انعالو.

**الوئو:** ص. لوڻ کان سواءِ- ڦڪو- بي سواد. (ث. الوئي).

**الوُنا ٽَٽَ:** ذ. اجائي بڪ. بيهوديون ڳالهيون. وڏيون ٻٽاڪون.

**الوهيّتَ:** ث (ع) ڌڻي جي ذات. وحدت جي حقيقت.

**الهامُ:** ذ (ع) اندر جو خدائي آواز- القاءُ.

**الهُه تلهُه:** ذ. اگر تگر- هڙ موڙي. سامان سڙو. ارکو ترکو- سموري ملڪيت.

**الهڙُ:** ص. سيڪڙاٽ. ناتجربيڪار.

**الهندو:** ذ. سج لهڻ وارو طرف- اولهه.

**الهڻُ:** م. نهڻ- هيٺ اچڻ. غروب ٿيڻ (سج،چنڊ تارا وغيره).

**الهي ڪُلهي:** ظ. ڪرائي کان ڪُلهي تائين (چُوڙ يا ٻانهين).

**آلي:** ث. ڳهه جو هڪ قسم. چاندي يا سون جو جڙادار ٽڪلو جيڪو نراڙ تي بيهي.

**آلي:** ث. گهٽي اُچ لڳڻ جي بيماري. گهٽي اُچ- ڏوگهو. هيچ.

**آليانُ:** ذ. هڪ قسم جو لوهي لغام (جو وچ ۾ مڙيل هوندو آهي).

**اليڪشن:** ث (انگ) ووٽن رستي چونڊ- انتخاب.

**اليلَ:** ث. محبت جي ڇِڪَ. عشق جي اُڪيرَ. پريت.

**اليهرُ:** ذ. ڪاريهر نانگ.

**اُمُ:** ث (ع) ماءُ.

**اُمُ المؤمنين:** ث. مومن جي ماءُ. بيبي عائشه رضه جو لقب.

**اُمَ:** ظ. هميشه- سدائين.

**اُمُ لاءِ وڃڻ:** عمر کي وڃڻ- هميشه لاءِ وڃڻ.

**آما، آمان:** ث. ماءُ- امڙ.

**اِمارَت**: ث (ع) اميري. سرداري. حڪومت.
**آمّارو**: ذ (ع. آمّاره) بڇڙاين لاءِ آماده ڪندڙ نفس.
**اُمارو**: ذ. سانباهو- قصد.
**اُماڙُ**: ذ. برندڙ ٻُند. وڏي باهہ.
**اُماڙِي**: ث. برندڙ ڪاٺي. چِڻائي.
**اُماڙي ڏينهن**: چُوچڙي ڏينهن. ڏنپ ڏينهن. باهہ ڏينهن.
**اُماسُ**: ذ (هہ. اُماوس) ڪاراڻ- اونداهي. چنڊ جي اناويهين تاريخ (جنهن ۾ چنڊ ظاهر نہ ٿيندو آهي).
**اُمالڪُ**: ظ. اوچتو- ناگاه. يڪدمر- جهٽ پٽ.
**اِمامُ**: ذ (ع) اڳواڻ. رهبر. سردار. مذهبي رهنما. فن يا علم جو وڏو ماهر. نماز ۾ جماعت جو اڳواڻ.
**اِمامَتَ**: ث. اڳواڻي. پيشوائي. سرداري.
**آمانَ**: ث (ع) پناه- حفاظت. سلامتي.
**آمانِي**: ص. امانت طور رکيل. اعتباري. بنا ٻول (ڪم).
**آمانَتَ**: ث (ع) حفاظت خاطر رکيل شيءِ. ديانتداري. امين جو فيصلو.
**آماڻَ**: ث. آمانَ. امانت.
**اُماڻڻُ**: م. موڪلڻ. روانو ڪرڻ. ڪجهہ اڳيرو ڪرڻ.
**اُمّتَ**: ث (ع. اُمّة) ڪنهن نبيءِ جي پوئلڳ قوم. پيروي ڪندڙ گروهہ.
**اُمّتِي**: ص. پيروڪار- پوئلڳ- مُقلدُ.
**اِمتِحانُ**: ذ (ع) آزمائش- پرک. شاگردن جي تعليمي استعداد جو جائزو.
**اِمتِزاجُ**: ذ (ع) ملاوت- آميزش. ٻن يا زياده شين جي تحليل.
**اِمتِيازُ**: ذ (ع) فرق- تفاوت. تميز- ساڃاهہ.
**اِمدادَ**: ث (ع) مدد طور ڏنل رقمر. عطيو- بخشش. چندو. عنايت.
**آمَرُ**: ص. جو مري يا ناس نہ ٿئي. سدائين جيئرو- زنده جاويد. لازوال- غيرفاني.
**اَمْرُ**: ذ (ع) حڪمر- فرمان. اجازت- اذن. قضا. لکيو (خدا جي طرفان). تقدير. ارادو. گرامر موجب حڪومت ڏيڻ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ.
**اَمْر اِلاهي**: ذ. خدائي حڪمر. قضا- قسمت. تقدير جو لکيو.
**آمراضَ**: ذ (ع. مَرض جو جمع) بيماريون- روڳَ.
**اُمراء**: ذ (ع. امير جو جمع) آميرَ- سردار. معزز.
**آمّڙِ**: ث. ماءُ.
**اِمڪانُ**: ذ (ع) ٿيڻي- شُدني. مجال- طاقت. شڪ- انديشو.
**آمڪو ڍَمڪو**: ذ. رواجي ماڻهو. ڏيرو مَٽيرو.
**آمَلُ**: ذ. آفيمر.
**آملِي**: ص. آمل کائيندڙ- آفيمي.
**اِملا**: ث (ع) صورتخطي.
**اِملاڪَ**: ث (ع. مِلڪَ جو جمع) ملڪيت- دولت. جائداد.
**اَمُلهہ**: ص. بي بها- بيحد قيمتي.
**اَمُلهہ ماڻڪ**: ذ. بي بها هيرو. قيمتي وٿ.
**اَمْنُ**: ذ (ع. اَمن) صلح. پناهہ- حفاظت. سلامتي- بچاءُ. آرامر- سک.
**اَمن اَمانُ**: ذ. صلح سانت. سلامتي. پناهہ.
**اَمَنگُ**: ذ. موج. جوش. جذبو- اُدمو. ريجهہ- ٻُور. اُتساه.
**اُمهائِڻُ**: م. ننڍر جو ڪورو ٿاڻ استعمال ڪان اڳ پاڻي ۾ پُسائي ڇڏڻ.
**آمَهَڙو**: ص. اُبتو جاول ٻار يا ڦَرُ (يعني اول ٽنگون

اچن، اهڙو ويم ڏکيو ٿيندو آهي). (ث. آمهڙي)
**أُمِّي:** ص (ع) اڻ پڙهيل. (ذ) حضور پاڪ جن جو لقب.
**اُميدَ:** ث (ف) آس- تمنا. توقع. آسرو.
**اُميدوار:** ص. آسائتو- آسروند. گهورو- خواهشمند.
**اُميد واري:** ث. آس اميد. حمل. (ص) حامله.
**اَمِيرُ:** ص (ع) سردار- سالار- اڳواڻ. حاڪم. دولتمند- شاهوڪار.
**اَميرُ البَحر:** ذ. بحري فوج جو وڏو عملدار.
**اَميرُ المؤمنينَ:** مسلمانن جو حاڪم. نبي سڳوري جي خليفن جو لقب.
**اَميري:** ث. سرداري. حاڪمي. بادشاهي. شاهوڪاري- تونگري.
**اُميري:** ث. ڪورڪي اصطلاح موجب تاجيءَ جي تتل تند جي ٻن پُڄڙين کي گڏي وٺ ڏيڻي ڏنل ڳنڍ.
**اَمِينُ:** ص (ع) امانت وارو. ايماندار. حقي فيصلو ڪندڙ. ثالث- ٽياڪر. (ذ) نبي سڳوري جن جو لقب.
**اَمين وارڻ:** ٻن ڌرين جي نبيري لاءِ ڪو ٽيو ماڻهو تجويز ڪرڻ.
**اَنُ:** ذ. اناج- غَلہ.
**اَنُ پاڻي:** ذ. داڻو پاڻي- آب داڻو. چُوڳو. رزق.
**اَنَ داتا:** ذ. رزق رسائيندڙ- رازق. راجا- حاڪم.
**اَنَ:** ث. دُنبي يا گهٽي جا وار- پشم.
**اَنالحَقُ:** ذ (ع) "آءٌ خود حق آهيان" (منصور حلاج جو بيخودي وارو نعرو).
**اَناتُ:** ص (سن) ندڌڪو- لاوارث. يتيم.
**اَناجُ:** ذ. هر قسم جو اَنُ.
**اَنادِ:** ذ (سن) جنهن کي شروعات نہ هجي- ازل.
**اَنارُ:** ذ (ف) ڏاڙهون.
**اَنار داڻا:** ذ. ڏاڙهون جا سُڪل داڻا.
**اَناڙِي:** ص. اڻ آزمودگار. اڻ سکيل (هنر). اڻ سڌريل. بيوقوف- جاهل.
**اَنانُ:** ص (ع) چريو- مست. پنهنجي مُنهن ڳالهائيندڙ.
**اَنانِيت:** ث (ع) پاڻپڻو- خودي. خودپرستي.
**اَنبُ:** ذ. هڪ مشهور ميوو.
**اَنبُ چُورُ:** ذ.سڪل انبڙين جو چُورو (مصالحي طور ڪم ايندڙ).
**اَنبارُ:** ذ (ف) ڍڳ- ڍير. اَنَ جي ٻارِ.
**اَنباري:** ث (ف. عماري) پالڪي- ڏولي. هاٿيءَ جي هودي- هنياري. محفو.
**اَنباري چڙهڻ:** وڏي درجي کي پهچڻ.
**اَنبَرُ:** ذ (سن) آسمان- آڪاس. فضا. هڪ قسم جو خوشبودار وکر.
**اَنبڙي:** ث. اڻ پڪل انب- ڪچو انب- اَنبي.
**اِنبِساطُ:** ذ (ع) خوشي. فرحت. مزو. عيش.
**اَنبُورُ:** ذ (ف) ڪوڪن ڪڍڻ لاءِ هڪ لوهي اوزار- جَنبُور.
**اَنبُوري:** ث (ف) ننڍو انبورُ- جَنبُوري.
**اَنبوهُ:** ذ (ف) ميڙُ- هجوم (ماڻهن جو).
**اَنبِياءُ:** ذ (ع. نَبي جو جمع) نبي سڳورا- پيغمبر.
**اَنبِيو:** ذ. قلمي نسخي ۾ هڪ صفي جي آخر ۾ لکيل ٻئي سامهون واري صفحي جو پهريون لفظ.
**اَنبِي:** ث. ديگ ۾ گهمائڻ لاءِ ڪاٺ جي ڊگهي ڏوئي.
**اَنتُ:** ذ (سن) آخر- پڇاڙي- ڇيهہ. اندر جو راز- ڳجهہ. حياتي جو خاتمو- موت.
**اِنتِباهُ:** ذ (ع) تنبيهہ- تاڪيد. چتاءُ. اطلاع.
**اِنتِخابُ:** ذ (ع) چونڊ. ڏٺي ڪٺڻ. نثر يا نظم جو چونديل ٽڪرو.

**اِنتخاباتَ؛** ذ (ع. انتخاب جو جمع) چونڊون (ووٽن ذريعي). اليڪشن.

**اَنترو؛** ذ (سن) راڳ ۾ "آستائي" (ٿلهه) کان پوءِ "مصرع" جي چوٽي يا ڀار.

**اِنتِسابُ؛** ذ (ع) نسبت- لاڳاپو. تصنيف کي ڪنهن جي نالي منسوب ڪرڻ.

**اِنتِشارُ؛** ذ (ع) ٽوٽ- وکوڙ. ڇڙوڇر ٿيڻ. مونجهارو.

**اِنتظارُ؛** ذ (ع) واٽ ڏسڻ- اوسيئڙو. اونو.

**اِنتِظامُ؛** ذ(ع) بندوبست- اهتمام. جوڙجڪ- ترتيب. سرشتو.

**اِنتِقالُ؛** ذ (ع) هڪ هنڌان ٻئي هنڌ وڃڻ جو عمل- روانگي. لاڏائو- وفات.

**انتقامُ؛** ذ (ع) وير- بدلو.

**اِنتِها؛** ث (ع) پڇاڙي- پڇاڙي- توڙ- آخر. تڪميل.

**اِنتهاپسند؛** ص. ملڪي سياست ۾ ڪٽر نظريي وارو.

**اِنٽروِيُو؛** ذ (انگ) ملاقات. ملاقات دوران معلومات جي پڇا ڳاڇا.

**اَنجامُ؛** ذ (ف) پڇاڙي- خاتمو. عاقبت- نتيجو. وعدو- اقرار- وچن.

**اَنجام شِڪني؛** ث. وعدي خلافي- اقرار جي ڀڃڪڙي.

**اَنجامِي؛** ص. انجام وارو (ماڻهو). ٻول ٻڌل.

**اَنجُمُ؛** ذ (ع. نَجم جو جمع) تارا. تارو- ستارو.

**اِنجمادُ؛** ذ (ع) ڄمڻ (پاڻي. برف وغيره) جو عمل.

**اَنجمَن؛** ث (ف) جماعت- سڀا- سوسائٽي.

**اَنجمَنَ آرا؛** ص. محفل سينگاريندڙ.

**اِنجنيرُ؛** ذ (انگ) پاڻي ۽ اڏاوتن جي ڪم جو ماهر.

**اِنجنيري ڪاتو؛** ذ. پاڻي. رستن ۽ عمارتن جي سنڀال جو ڪاتو.

**اِنجڻ؛** ث (انگ) مَشين- ڪَلَ.

**اَنجيرُ؛** ذ (ف) هڪ قسم جو ميوو.

**اِنجيسُ؛** ذ (انگ) دريا درياءَ جي طاقت کي جهليندڙ لوهي ڇپڙي.

**اِنجيلُ؛** ذ.(ع) حضرت عيسيٰ تي نازل ٿيل ڪتاب.

**اِنچُ؛** ذ (انگ) هڪ فوٽ جو ٻارهون حصو.

**اِنچارج؛** ذ (انگ) ٻئي جي پاران ڪم سنڀاليندڙ- عيوضي.

**اَنچَرُ؛** ص. جهجهو- جام. ڍِڳ.

**اِنحرافُ. اِنحرافي؛** ذ (ع) حڪم مڃڻ کان انڪار. حڪم عدولي. نافرماني- سرڪشي.

**اِنحِصارُ؛** ذ (ع) آڌار- دارومدار.

**اِنحِطاطُ؛** ذ (ع) تنزل. ڪمي- گهٽتائي.

**اَندازُ؛** ذ (ف) طرز- نمونو- ڍنگ. ڍَول- ٻيهڪ. وزن. مقدار. ڳاڻيٽو. ڪَٿ- تخمينو. (ص) اُڇلائيندڙ. مرڪب لفظن ۾ ڪم ايندڙ پڇاڙي (تير انداز وغيره).

**اَندازو؛** ذ. ڪٿ- تخمينو.

**اَندامُ؛** ذ (ف) لِڱَ- عضوو- انگُ.

**اَندر؛** ظ (ف) منجهه- ۾.

**اَندَرُ؛** ذ (ف) اندريون پاڱو- وچ- منجهه. دل- قلب. راز. ڀيد.

**اَندر اُجارڻ؛** قلب تان ڪٽ لاهڻ. من کي پاڪ ڪرڻ.

**اَندرَ باهَرُ؛** ذ. ظاهر باطن. شعور ۽ لاشعور. (ص) گهر ۾ غيرموجود- مسافري ۾.

**اَندر ڪُندو؛** ص. حاسد- ساڙوندو. منافق.

**اَندر وارو؛** دل جو قاضي- ضمير.

**اِندِراجُ؛** ذ (ع) دَرج ڪرڻ جو عمل- داخلا.

**آندَروُنِ:** ظ (ف) اندريون- وچون.
**آندَروُني:** ظ. اندريون. لڪل- ڳجهو. باطني. معنوي.
**آندرين:** ث. مَلهه ۾ اندرئين پاسي وارو جانئو.
**آندريونِ:** ص. اندر وارو. باطني. (ث. آندرين).
**آندوهُ:** ذ (ف) غم- ڏک- افسوس.
**آندوهناڪ:** ص. دردناڪ- دکدائڪ.
**آنديشو:** ذ (ف. انديشہ) گمان. امڪان. ڊپ- ڪٽڪو- اُڌڪو.
**آنڌُ:** ذ. آنڌائي. جهالت. تڪبر- مغروري.
**آنڌُ تي چڙهڻ:** ظلم تي سندرو ٻڌڻ. ڏاڍ ڪرڻ.
**آنڌارو:** ذ. اونده- تاريڪي- سياهي (رات جي).
**آنڌاري:** ث. اوندهہ. وهٽ کي ٻڌل اکياڙي. آنڌ (اکين اڳيان).
**آنڌائي:** ث. نابينائي- انڌپڻ. مستي (نشي جي). بيپرواهي. جهالت. بيحيائي. تڪبر.
**آنڌپَڻُ:** ذ. انڌائي. جهالت. جوش. ڪاوڙ.
**آنڌ ڌُنڌ:** ذ. اوندهہ انڌوڪار. بدانتظامي. وڳوڙ. بي انصافي. ظلم.
**آنڌِڪارِ:** ث. اوندهہ. ڪاري ڀاڏ.
**آنڌو:** ص. اکين وڌو- نابين. ناشناس. بي شرم. بيپرواهہ. مست (نشي ۾). مغرور. جاهل- گمراهہ. (ث. آنڌي).
**آنڌو اُونڌو ٽيڻ:** اکيون پوري لڳو رهڻ (ڪم ۾). خدمت چاڪري ڪرڻ. اکن چڪن ٽيڻ.
**آنڌي جي لٺ:** پيريءَ جو سهارو. گذران جو وسيلو. پرجهلو. ٽيڪ- سهارو.
**آنڌُوڪارَ:** ث. گهگهہ اونداهي. جهڪ يا جهڙ سبب ٽيل اوندهہ.

**آنڌي:** ث. ڪِنار- وَٽ (ڪپڙي جي). درياء جي وڪڙ واري جهَنڊ.
**آنڌيرُ:** ذ. انڌ ڌنڌ. بي انصافي- انياء. ظلم- ڏاڍ.
**آنڌير نَگري:** ث. جنهن شهر ۾ انصاف نہ ملي. ظلم جو شهر.
**آنڊَ:** ث. بهانو- عذر. آڙ- آڏ.
**آنڊ وٺڻ:** بهانو ڳولڻ. آڙ وٺڻ.
**آنڊا:** ذ. آلي ميٽيل پٽيءَ تي قلم سان اکرن جا نشان.
**اِنڊَ لٺِ:** ث. برسات ۾ آسمان تي ظاهر ٿيندڙ ستن رنگن وارو ڪماني پٽو- قوس قزح.
**آنسُ:** ذ (سن) اٺپور انگ جو مٿيون انگ.
**اِنسُ:** ذ (ع) ماڻهو. انسان ذات.
**اُنسُ:** ذ (ع) محبت- پيار- الفت. انساني همدردي.
**آنسابَ:** ذ (ع. نَسَب جو جمع) نَسلَ- پيڙهيون. خاندانَ. شجرا.
**اِنسانُ:** ذ (ع) آدمي- ماڻهو- بشر.
**اِنسانيَت:** ث. آدميت- ماڻهپو. شرافت- اخلاق. نفيلت.
**اِنسدادُ:** ذ (ع) روڪ- بندش.
**اِنشاء:** ث (ع) خط و ڪتابت جا اصول. مضمون نويسي. اعليٰ درجي جي عبارت.
**اِنشا پَردازي:** ث. مضمون نويسي. اعليٰ درجي جي عبارت آرائي. ادبي ڍنگ جي لکٽي.
**آنصارُ:** ص (ع. ناصِرُ جو جمع) مددگار- واهرو. (ذ) مديني جا مسلمان جن نبي سڳوري ۽ سندن مهاجر اصحابن کي پناهہ ڏني هئي.
**اِنصافُ:** ذ (ع) عدل- نياء- داد.
**انصاف مڃڻ:** قدر ڪرڻ. داد ڏيڻ. ساراهڻ- ڳڻ ڳائڻ.

**اِنعامُ:** ذ (ع) بخشش. سوغات- سوکڙي- تحفو.

**اِنعام اِڪرامَ:** ذ. بخششون ۽ عزتون. سوکڙيون پاڪڙيون- تحفا تحائف.

**اِنفرادي:** ص (ع) اڪيلو- تنها. ڌار ڌار- شخصي طرح.

**اِنفرَاديتَ:** ث (ع) يڪتائي. شخصيت. علحده. خاصيت.

**اِنقِلابُ:** ذ (ع) ڦيرو- گردش. تبديلي. حڪومت جو ڦيرو. حڪومت جي تبديلي لاءِ تحرڪ.

**اِنڪارُ:** ذ (ع) ناڪار- نابري. نـ مڃڻ. حڪم عدولي.

**انڪاري:** ص. نـ مڃيندڙ- نابري وارينڌڙ- مُنڪر.

**انکِسارُ:** ذ (ع) عاجزي- نوڙت- نهٺائي.

**اِنڪِشافُ:** ذ (ع) ڏِک لاهڻ- پردو لاهڻ. کولي ظاهر ڪرڻ. اظهار. پڌرائي.

**اِنڪُوائري:** ث (انگ) جاچ جوچ.پڇا ڳاڇا- تفتيش.

**انگُ:** ذ. عدد. عضوو. بدن- جسم.

**انگ اکر.** ذ. حساب ڪتاب جو تفصيل.

**انگ اُگهاڙو:** ص. تنگو. مسڪين- غريب.

**انگبازُ:** ص. ملهه جا انگ ڄاڻندڙ. اٽڪلي. حرفتي.

**انگي حسابُ:** ذ. حسابن جو ڪتاب- رياضي.

**انگاسُ:** ذ. جهنبو- علمُ- نيزو.

**انگريزُ:** ص. انگلنڊ جو رهاڪو- فرنگي. گورو.

**انگريزي:** ث. انگريزن جي ٻولي.

**انگڙ پتوءَ:** ص. ڏنگو ڦڏو- اِنگڙ ونگڙ. (ذ) هڪ قسم جي ٻاراڻي راند.

**انگڙو:** ذ. ڪُنڊو. آنڪڙو. ڪاٺيءَ ۾ ٻڌل ڪنڊو يا وريل ڪاٺي (جنهن سان ولڻ مان ميوو پٽجي). ڏنگو ڦڏو اکر. ملهه جو هڪ داءُ- ڄاڻنو. انگ جو اسم تصغير- عضوو.

**آنگڙا وهائڻ:** ڏنگا ڦڏا ليڪا ڪڍڻ. بي معنيٰ اکر لکڻ.

**اِنگڙ وِنگڙ:** ص. ور وڪڙ وارو- ڏنگو ڦڏو. مُنجهيل.

**آنگڙيارو:** ص. ور وڪڙ وارو- ڏنگ ونگڙو- پيچدار.

**آنگشت:** ث (ف) آڱر.

**آنگشت نمائي:** ث. آڱر کڻڻ- عيب جوئي. خواري- بدنامي.

**آنگشتانو:** ذ (ف) پرت يا ٽوپي وقت سُئيءَ کان بچاءَ لاءِ آڱر تي چاڙهيل لوهي ٽوپي.

**آنگلُ:** ذ. مائو- ڪوڏ- لاڏ. ناز- نخرو.

**آنگل آرا:** ناز نخرا- ماڻا. لاڏ ڪوڏ.

**آنگڻُ:** م. انگ هڻڻ. نشان ڪرڻ. ذبح ڪيل جانور جي ڪل لاهي عضوا جدا جدا ڪري وڍڻ.

**آنگوچو:** ذ. گوڏ ٻڌڻ جو ڪپڙو- پوتڙو.

**آنگُورَ:** ذ (ف) هڪ قسم جو ميوو. گونچ- گوشو. ٻُور. زخم جي سوڄ. ڦٽ جو پڪل مُنهن.

**آنگُور ڪڍڻ:** گونچ ڪڍڻ- گوشا ڪڍڻ- مورجڻ (وڻ).

**آنگورجَڻُ:** م. مورجڻ (وڻ). گونچ يا گوشا ڪڍڻ. پرجڻ (ڦٽ، زخم).

**آنگي:** ث. چولِي- ڪَنجري. گج جو اڌ.

**آنگيٺِي:** ث. لوهي چُلهه- سِگري.

**آنگهه:** ث. ڪاٺيءَ جي وريل ڪُتَ (جنهن ۾ اٽڪڻ سان رهڙ اچي يا ڪپڙي کي چير اچي). چيرُ. چهڪُ.

**آنگهو:** ص. بنا گيهه (يَت)- رکو. پاڻيءَ جهڙو ڦڪو. پَتڙو.

**آنوارَ:** ذ (ع. نُورُ جو جمع) تجلا- چمڪا.

**اَنواعَ:** ذ (ع. نوع جو جمع) قسم- نمونا.

**اَنوکو:** ص. نرالو- نيارو. عجيب. (ث. اَنوکي).

**اَنُومانُ:** ذ. اندازو- ڏکو. گمان- قياس.

**اَنَهَدُ:** ذ (سن) اندر جو آواز- مَن واڻي.

**اِنهماڪُ:** ذ (ع) غور. مَحويت. سخت مشغولي. انتهائي شوق.

**اَنهيارُ. اَنهيَرُ:** ذ. شادي، جي رسم ۾ گهوٽ جو محافظ- اهنَرُ.

**اَنياءُ:** ذ (سن) بي انصافي. ظلم- انڌير.

**اَنيسُ:** ص (ع) دوست. گڏ وندر ورونهه ڪندڙ.

**اَنيڪُ:** ص (سن) گهڻا- بيشمار.

**اَڻ، اَڻَ:** ظ (سن. اَن) نه- بغير- سواءِ- کان سواءِ. مرڪب لفظن ۾ صفاتي اڳياڙي طور ڪم ايندڙ (جيئن اڻ موٽ، اڻ وڻندڙ وغيره).

**اَڻ پُونيو:** ص. پرڏيهي- غيرملڪي. مسافر. ڌاريو.

**اَڻ ٿِيڻي:** ث. نه ٿيڻ جهڙي. نه ٿي سگهڻ جهڙي. ناممڪن.

**اَڻ پُڇو:** پڇڻ کان سواءِ- بنا پڇڻ جي. پڪ سان- يقينا. (ث. اَڻ پُڇي).

**اَڻ جوڳو:** ص. نه سونهندڙ- نامناسب- اجوڳ. ڪُڏو (ڪم).

**اَڻ ڏٺل:** ص. نه ڏٺل. ڏسڻ کان سواءِ. غائبانه- پريت.

**اَڻ رِهائيندو:** ص. ناروا- نامناسب. شرع جي خلاف (سڳ جو رشتو)- ناجائز. (ث. اَڻ رهائيندي).

**اَڻ سِڌو:** ص. وَر وِارو- ڏنگو- ڦِڏو. (ث. اَڻ سِڌي).

**اَڻ سَرَندِي:** ث. بي پهچي- بي طاقتي. بي وسي- لاچاري.

**اَڻ سُونهون:** ص. اڻ واقف. بيخبر.

**اَڻ ڪوٺيو:** ص. بنا سڏ يا دعوت جي- بي دعوتو. (ث. اَڻ ڪوٺي).

**اَڻَ گُسُ:** ص. نه گسندڙ- بي خطا. اَڻ ٽر. دلير.

**اَڻ ڳڻيو:** ص. ڳڻڻ کان ٻاهر- بي انداز. بيشمار.

**اَڻ گهڙيو:** ص. جو گهڙيل ٺهيل نه هجي- بي ڊولو. اڻ سڌريل.

**اَڻ لائق:** ص. نامناسب. اَڻ جوڳو. ناقابل.

**اَڻ لَڀُ:** ص. نه لڀندڙ. ناياب. نهايت قيمتي- بي بها.

**اَڻ لکو:** ص. جو محسوس ڪري نه سگهجي. تمام ننڍڙو- ذرڙو. بي اثر (ث. اَڻ لکي).

**اَڻ مُوافِقُ:** ص. نه ٺهڪندڙ. نابرابر- ناموزون.

**اَڻ موٽُ:** ص. موٽي نه ايندڙ. اڻ ٽر- اٽل. بهادر- پهلوان. اڻ گس.

**اَڻ مَيو:** ظ. جو ماپي يا مَئي نه سگهجي. بي انداز- بي شمار. تمام گهڻو. (ث. اڻ مئي).

**اَڻ واقفُ:** ص. اڻ سُڃاتُو. نه ڏٺل. ڌاريو. اڻ ڄاڻ. اڻ سونهون. بيخبر.

**اَڻ وَڻَتَ:** ث. ناسازي- اڻ ٺاهه. نااتفاقي- ڪلفت.

**اَڻ هُوند:** ث. مال ملڪيت نه هئڻ جي حالت- ڪَنگالي- غربت- مفلسي. عدم موجودگي.

**اَڻاٺ:** ث. مينهن نه وسڻ جي حالت- اوسر. قحط. ڪوٽ- ڪمي- قلت.

**اَڻاسو:** ص. بي نڪو- بي شرم. نَود. نِدورو. (ث. اڻاسي).

**اَڻانگو:** ص. ڏکيو- مشڪل- اوکو. (ث. اڻانگي).

**اَڻاوَتَ:** ث. اُڻ جو نمونو. اُڻ جو ڪم. اُڻت-اوڃُ.

**اَڻائِڻُ:** م. ڪپڙو ٺهرائڻ- اُڻاوت ڪرائڻ.

**اَڻاٺو:** ص. ڏکيو- اوکو- اهنجو. مخالف (واءُ). (ث.

آٿائي).

**آٿبٽتَ:** ث. بي اتفاقي- ناسازي- اڻ ٺاهہ. ڪلفت. تڪرار- مخالفت- دشمني.

**آٿيو:** ص. بنا سٿپ جي- بنا گيهہ يا تيل جي- رکو. سڪل- خشڪ.(ث. آٿيي).

**آٿت:** ث. اُٿڻ جو ڪمر- اوڇو- اُٿاوت. اُٿڻ جو نمونو.

**اُٿِ ٿُٿِ:** ث. ڳڻتي- چنتا. هُرڪر- آنڌ مانڌ. انتظار.

**آٿپورُ:** ذ. يڳل انگ. رياضي موجب يڳل انگن وارا حساب.

**آٿجاڻُ:** ص. نہ ڄاڻندڙ. ناواقف- اڻ سونهون. بي سمجهہ- بي عقل- نادان. بي علم. بيگانو.

**آڻ ڄاڻائِي:** ث. بيخبري- بي علمي. ناواقفيت. جهالت.

**اُٿڻُ:** م. اٿاوت ڪرڻ (ڪپڙو وغيره)- اوڇو ڪرڻ.

**آٿو:** ذ. تمام ننڍڙو ذرو- ذرڙو. جُزو. ايٽم.

**آٿوَٽُ:** ذ. پير جي آڱوٺي ۾ پائڻ جو ڇَلو (جنهن ۾ ڇمڪٽيون بہ هجن).

**آٿهِي:** ظ. سدائين- هميشہ- ٻارهوٽي.

**آٿِي:** ث. چهنب- نوڪ (ڀالي جي). ذري.

**آواٽ:** ث. خراب رستو- اوجهڙ- ڪُواٽ.

**آوائِلُ:** ذ (ع. اَوَل جو جمع) شروعات- منڍ.

**آوائِلي:** ص. شروعاتي- ابتدائي.

**اوبارَڻُ:** م. ڪاٺي بڇائڻ (ڪاڌو)- جُوٺو ڪرڻ.

**اوبارو:** ص. ڪاٺي بڇايل (ڪاڌو)- جوٺو.

**اوباشُ:** ص (ف) رولو- آواره. بدچال. بدمعاش.

**اوباهِڻُ:** م. بڇائڻ. بخشڻ- معاف ڪرڻ. ڇوٽڪارو ڪرڻ. پار اُڪارڻ (گناهن مان).

**اوبَرَ، اوبَرِ:** ث. ڪاٺي بڇايل ڪاڌو- جوٺ.

**اوبِرو، اوبٽو:** ذ. سُٽ يا پَٽ ڪولڻ (اوبڻ) جو چرخو- اوبٽو.

**اوبَڻُ:** م. ڪچي سُٽ يا پَٽَ کي سُوڌڻ يا ڀيٽي ٽيٽي ڪرڻ لاءِ چرخي تي ويڙهڻ. سُٽ اُکيلي ڦورو ٺاهڻ.

**اوٻارَڻُ:** م. گوشت ڀاڄي وغيره پاڻي ۾ ٽهڪائي اڌ رڌو ڪرڻ- ٻاڦڻ.

**اوٻارو:** ذ. ٻڙڪو. ٻاڦ جو ٽهڪو. خوشبوءِ جي هُبڪارَ.

**اوٻاسِي:** ث. ٿڪ يا ننڊ سبب وڏو ساهہ کڻڻ جو عمل- اوٻاڪِي.

**اُوٻاڪِي:** ث. روئڻ ۾ ساهہ جي گهُٽَ. اُپ ساهي.

**اوٻَرُ:** ذ. ٽهڪو (پاڻي جو)- ٻڙڪو. ٽهڪيل پاڻي جي ٻاڦ- بخارُ. گرمي سبب اڪ جو اوٽارو.

**اوڀارو:** ذ. نباتات يا سج چنڊ جي اُڀرڻ جو عمل- اوڀر- طلوع. چاڙهہ (پاڻي جو). واهہ يا درياءَ جي وهڪ جو مٿيون طرف (جتان پاڻي وهندو اچي). هرلي يا نار ۾ ڪم ايندڙ هڪ ڪاٺي. (ث. اوڀاري).

**اوڀارو لهوارو:** ظ. وهڪري جو چاڙهہ ۽ لاهہ وارو طرف. موافق ۽ مخالف.

**اوڀاريون لهواريون:** ث. ابتيون سبتيون- هيڏانهن هوڏانهن جون (ڳالهيون).

**اوڀالو:** ذ. مهٽو- طعنو.

**اوڀالا ڏيڻ:** طعنا ڏيڻ. پاراتا ڏيڻ.

**اوڀَرُ:** ذ. سج چنڊ جي اُڀرڻ وارو طرف- ايرندو- مشرق.

**اوڀَڙِ:** ث. ٻوٽن جي پيدائش ۽ واڌ. گاهہ ٻوٽا.

**اوڀَڙُ:** ذ. نباتات جو ڦوٽهڙو- گاهہ ٻوٽا- وڻ ٽڻ. پوکَ.

**اوتَ:** ث. پالوٽَ- پَلٽ (پاڻي جي). ڊُڪ. چوپائي مال کي تيل وغيره جو وٽل ڊُڪ.

**اوت اوتان:** ث. لاڳيتو پاڻي اوتڻ يا هارڻ جو عمل-

ڳهڻي هار وير.

**اوتون ڏينھ:** هوا يا پاڻي جو زور زور سان وهڻ- پلٽجڻ (مينهن وغيره).

**اوتارُ:** ذ. ڪنهن دوا جي اثر لاهڻ لاءِ ٻيءَ دوا جو استعمال- ترياق.

**آوَتارُ:** ذ. هندن جي عقيدي موجب ايشور جو ڪنهن جسم يا روپ ۾ ظهور- ديوتا.

**اوتارو:** ذ. وهڻ تان لهي ساهي پٽڻ جي جاءِ. منزل گاهه. اوطاق. مڪانُ- آستانو. تحرير جو نقل.

**اوتِرو:** ظ. انهيءَ جيترو- انهي مقدار ۾. انهي جيڏو. (ث. اوتري).

**آوَتَڙُ:** ذ. اُهوتڙ جتي پٽڻ وغيره جو سهنج نه هجي- خراب تَڙُ.

**اوتَڻُ:** م. اوندو ڪرڻ (پريل ٿانءَ)- ليٿائڻ. هڪ ٿانءَ مان ٻئي ۾ نائِڻُ- پلٽائڻ. هارڻ (پاڻي وغيره).

**اوتِڻي:** ث. اوتڻ جو نمونو. تيل يا گيھ وغيره جو ڏڪ (ايري يا ٽڪل وهڻ کي).

**اوتارو:** ذ. ننڊ ۾ ڊيجڙو.

**اوٽَ:** ث. اولو- اجهو- آڙَ. ڪپڙي يا ڪکن ڪانن جي آڏ (اُس، هوا، اوگهڙ کان بچڻ لاءِ). پناهه- پردو. آڏر- ٽيڪ. اٽڪل- اندازو. وِيرَ جو چاڙهُ.

**اوٽ تي هلڻ:** اندازي تي هلڻ. اٽڪل سان ڪم ڪرڻ. ٽيڪ تي هلڻ.

**اوٽَ وٺڻ:** پناهه وٺڻ. حفاظت وارو پاسو وٺڻ.

**اوٽارُ:** ذ. لُڙاٽ- لٽ- ڌُنڌ. غبار (دل جو)- غمر. پُور- خيال.

**اوٽارَڻُ:** م. لَٽڻ- ڏِکڻ (مٽيءَ سان). پورڻ (ڪڏ). ڳِٽتي ڪرڻ. غمر ڪرڻ.

**اوٽ موٽَ:** ث. اچڻ وڃڻ جو عمل. اچڻ ۽ موٽڻي وڃڻ- ٻئي مٽا (سفر). (ظ) ايندي ويندي.

**اوٽو:** ذ. گهر جي اڳيان ٿلهو. هڪ قسم جو راڳو.

**اوٽِي:** ث. ڪپڙي جي اندر ورائي سبيل ڪِناري. بخيي جو هڪ قسم. بخيو- ٽوپو.

**أوٽِي:** ث. ٻارائي راند ۾ هڪ ٻئي کان رُسي جدائي ڪرڻ جو عمل (چيچون ملائي أوٽِي چوڻ)- ڪَٽِي.

**اوٺارُ:** ص. اُٺن وارو- اوٺي. اٺ چاريندڙ.

**اوٺاڻِي:** ث. سماع وقت ڏنل بيت جي مٽي ڇِڪَ. پارُ- اوسارو.

**اولو:** ص. اُٺ جو (ڪير. گوشت. مال).

**اوپرو:** ص. ڌاريو- بيگانو- اوڦٽو. نامحرم. (ذ) ڪٽ جي سيراندي يا پيراندي واري ڪاٺي. (ث. اوپري).

**آوجُ:** ذ (ع) بلندي- مٿانهين. چوٽي (آسمان جي). مٿانهون درجو- مرتبو. اقبال - عروج. واڌارو- ترقي.

**اوجاڳو.** ذ. ننڊ نه ڪرڻ جو عمل- جاڳ- سجاڳي.

**اوجاڳا ڪڍڻ:** راتيون جاڳي گذارڻ. سخت تڪليفون سهڻ.

**اوجَرُ:** ذ. صفائي. چمڪو. روشني. صاف ٽيل ڳهڻ جو چمڪو.

**أوَجلُ:** ص (سن) أجريل. صاف. چمڪندڙ. نرمل (پاڻي).

**اوجَ:** ث. اُٽت- اُٿاوت. واڌ. مدد- ٽيڪ.

**اوجو:** ذ. اُٿاوت- اُٽت.

**اوجهُ:** ذ. اوجهري- معدو (جانور جو). پيٽُ.

**اوجهه ڏينھ:** ڪيتو لوڙڻ- نتيجو ڀوڳڻ. سزا ڀوڳڻ.

**اوجهرائي:** ث. ننڊ جو جُهوٽو- پنڪي.

**اوجهرائيو ڪاٺڻ:** پنڪيون ڪاٺڻ. ڏڪا ٽاٻا ڪاٺڻ.

**اوجهرو:** ذ. اونداهي. (ضد. سوجهرو).

**اوجهري:** ث. جانور جو معدو- اوجههُ.

**آوجَهڙَ**: ث. جهنگ وارو هنڌ (جنهن ۾ گس هٿ نہ اچي). گمراهي.

**آوجَهڙُ**: ذ. اٿانگو رستو- ڏکي واٽ. (ص) رستي کان هٽيل- گمراهہ- آواٽ.

**اُوچُ**: ص. اوچو- مٿانهون. اعليٰ (ذ) بلندي- اُچائي. اُچو گهرائو.

**اُوچائي**: ث. بلندي- اُتانهين- مٿانهين. برتري.

**اوچِتو**: ظ. بيخبري ۾- اچانڪ. اتفاق سان- اَپهڪي. اُمالڪ- يڪدم.

**اُوچو**: ص. اُتانهون- بلند. اعليٰ. عمدو- قيمتي. (ث. اُوچي).

**اوچَڻُ**: ذ. اوڍڻ جو ڪپڙو. سمهڻ مهل مٿان وجهڻ جو ڪپڙو (چادر، کيس وغيره).

**اوڇو**: ص. نيچ- خسيس. ڪميڻو- رذيل. (ث. اوڇي).

**اُودُ**: ذ. لُڌڙو (پاڻي جو جانور). (ص) گهٽو ڪاٽيندڙ- ڏٺوٽ.

**اُودو**: ص. ميرو (رنگ)- پُورو. جهڪو- ڦِڪل (رنگ). (ث. اُودي).

**اوڏَ**: ث واڌِ (وڻ، ٻُوٽي جي). ماچَ (جسم جي). ٻُوٽي جي ٽاري ۾ اک وارو ٽُڪر (جيڪو ڪپڻ کان سواءِ نوڙائي زمين ۾ پورجي، جتان اها ٽاري پاڙ هٽي ٻئي ٻوٽي جي صورت ۾ اُڀري).

**اوڌر**: ث. اُڌار- ڪٽٽ. قرض.

**اوڌر پاڌر**: ث. قرض پکو. ڪٽٽ. ڏيتي ليتي.

**اَوَڏُوتُ**: ذ (سن) ويراڳي نانگو فقير. تارڪ- آڏوتي.

**اوڏُ**: ص. اڏيندڙ (گهر، جايون). مٽيءَ مان جايون جوڙيندڙ. مٽيءَ جي اوساري ڪندڙ. اوڏ قوم جو فرد (جيڪو اجوري تي مٽي ڍوئي جاءِ وجهي).

**اوڏڙو**: ظ. ٿورو ويجهو- اوريَرو. (ص) اوترو نِنڍڙو. (ث. اوڏڙي).

**اوڏڙائي، اوڏائي**: ث. ويجهڙائي- نزديڪي- ويجهي چڪَ. ويجهي ماڻٽي.

**اوڏو**: ظ. ويجهو- نزديڪ- قريب. (ص) انهي جيڏو. (ث. اوڏي).

**اوڏو ٿيڻ**: ويجهو ٿيڻ- نزديڪ اچڻ. لهہ وچڙ ۾ اچڻ. گهاٽل ماٽل ٿيڻ.

**اوڏي چِڪَ**: ث. ويجهڙائي- پسگردائي- آسپاس.

**اوڍائي**: ث. تحفي طور ڏنل ڪپڙو. ڪپڙا پهرائڻ جو اوجورو.

**اوڍائڻُ**: مر. ڍَڪائڻ (پوتي، چادر وغيره). پهرائڻ (ڪپڙا).

**اوڍَرُ**: ذ. ڍَڪُ- پوش. آڊر- ڏِڍ.

**اوڍَڻُ**: مر. پائڻ- ڍڪڻ- پهرڻ (ڪپڙو، چادر).

**اوڍِڻي**: ث. پوتي. چُني. شاديءَ ۾ ڪنوار کي ڍڪايل چادر.

**آوَرُ**: ص. جنهن ۾ وَر وڪڙ نہ هجي. (ذ) سِڌائي. وَجهہ.

**اورَ**: ث. ويم کان پوءِ مادي (عورت، چوپائي) جي پيٽ مان نڪتل مادو- جَرَ.

**اور پوريل هڻڻ**: چِڪَ ٿيڻ. دِل ڦاٽل هڻڻ.

**آورِ**: ص (هہ) پِيو. وڏيڪ. نِرالو. عجيب.

**اُورِ**: ث. پکين جي اُڏامندڙ قطار. وَلر (پکين جو). اُڏامڻ جو عمل. ڪاهہ- هلان- جُلهہ.

**اوراتو، اوراچو**: ذ. روچ- راڙو. ماتم. افسوس.

**اوراڙُ**: ذ. درياءَ جو اوريون ڪَپُ.

**اوراڙُ پَراڙُ**: ذ. درياءَ جو اوريون ۽ پريون ڪنارو- اورين پَر ۽ پرين پَر.

**آوراقَ**: ذ (ع. ورق جو جمع) ورقَ- پَنا (ڪتاب جا).
**اورانيو**: ذ. سِڪَ- قرب. آڌار.
**اورانگهَڻُ**: م. متان لنگهي وڃڻ. ٽپي وڃڻ. نہ مڃڻ (حڪم).
**اورائو**: ذ. اولائو- لولِي.
**آوِرڇُ**: ص. جو بيزار نہ ٿئي- ڪڪ نہ ٿيندڙ.
**آوِرچائِي**: ث. بيزار نہ ٿيڻ جي حالت. لاڳيتي ڪوشش. اٽڪ محنت.
**اورِ گهورِ. اوري گهوري**: ظ. قربان- صدقي.
**اورَڻُ**: م. ڏک سک جو احوال ڏيڻ. سُورَ بيان ڪرڻ. دل جو حال ڏيڻ. ڳجهي ڳالهہ ڪرڻ. حال ونڊڻ.
**اوري. اوريان**: ظ. هنِ پاسي- اورتي- ويجهو.
**اوري پري ٿيڻ**: هيڏانهن هوڏانهن ٿيڻ. ڌڪا ڌوما کائڻ. دربدر ٿيڻ. اندر ٻاهر ٿيڻ. هلاڪ ٿيڻ.
**اورِيڪَ**: ث. سخت برسات- وڏو مينهن. هوا سان گڏ برسات جو سخت وسڪارو. ڇوهو (بارش جو).
**اوڙَ. اوڙِ**: ث. ڇُونيءَ سان ڪِڙيل زمين جو هڪ سَنڌو.
**اوڙاهہُ**: ذ. اونهو پاڻي. درياہ ۾ ڪُنَ وارو هنڌ. ڪُنُ.
**آوڙَڪَ. آؤڙڪَ**: ث. پُري- نکَ. پاڙو- قبيلو. آڪَهہ. مائٽي- عزازت.
**آوڙَڪ**: ظ. پچاڙي تائين- توڙ سُوڌو.
**اوڙِ ڳڻُ**: م. سڃاڻڻ- پروڙڻ. معلوم ڪرڻ.
**اوڙو**: ذ. ڪپڙي مان ٺهيل ڳڏو يا مٺل پکي (ڪانءُ وغيره، جو پوک مان پکي يا جانور ڀڄائڻ لاءِ ٽنگيل هجي)- مُوٺرو.
**اوڙو پاڙو**: ذ. آسپاس وارا گهر- پاڙو پتي. پسگردائي.
**اوزارُ**: ذ (ع. وِزرُ جو جمع) ڪنهن بہ ڪاسبيءَ جي ڪم جو سامان.
**آوَسِ**: ظ (سن. آوَش) ضرور- پڪ سان. لاچار- نيٺ. هرحالت ۾. مجبوراً.
**اوسارا**: ذ. ماتم ۾ فوتيءَ جي وصفن جو بيان- پارَ.
**اوسارا ڏيڻ**: مري ويل کي ياد ڪري روئڻ- پارَ ڪڍڻ.
**اوسارَڻُ**: م. مري ويل کي ياد ڪري روئڻ- پار ڪڍڻ- اوسارا ڏيڻ.
**اوسارِي**: ث. ڀِت جي اڏاوت ۾ سِرُن جي جَڙائي. ڀِت تي سِرن يا مٽِيءَ جو دور.
**اوساڻَ**: ذ. عادتون- لڇڻ. اهڃاڻ- پارَ. هوش حواس.
**اوساڻَ خطا ٿيڻ**: حواس باختہ ٿيڻ- هوش گم ٿيڻ- وايون بطال ٿيڻ- حوصلا خطا ٿيڻ.
**اوساءِ**: ث. ڦوٽُن پيل زمين. ٻاسُڙ زمين ۾ ٿيل ڦوٽ (جنهن ۾ پاڻي پوندو وڃي پر اُها نہ پرجي).
**آوَسٽا**: ث (سن) عُمر جو دور- وَهي. عمر- ڄمار.
**اوستو**: ذ (ف. اوستاد) ڪم جو ڪاريگر- هنرمند ڪاسبي- اُستو.
**اوسَرَ**: ث. واڌ (قد ۾).
**آوَسَرُ**: ذ. برسات نہ وسڻ جي حالتَ. برسات جي ڪمي. سوڪَ- خشڪ سالي. ڏڪار. اٽاڻِ.
**آوسَطُ**: ص (ع) وچون- درمياني. معتدل. موزون- مناسب. سراسري.
**اوسِنو**: ص. اُس ۽ پوسل ۾ سڙي بدبودار ٿيل (گاهہ)- بانسِي.
**اوسو**: ذ. گهٽي اُساٽ. هڪ بيماري جنهن ۾ پاڻي جي تانگهہ گهٽي ٿئي. اوسيڙو. اونو. اُلڪو- ڳڻتي.
**اوسو پاسو**: ذ. آسپاس- پسگردائي- گردونواح.
**اوسَهہ**: ث. ڀارو- فال. فال جو سوڻ.

**اوسهہ مکڻ:** چڱي وائي گهرڻ. ڦالون وجهڻ. سَوَڻ ڳڻڻ.

**اوسيڙو:** ذ. انتظار- اونو- اُڻڪو. ڳڻتي- چنتا.

**اوصافَ:** ذ (ع. وَصف جو جمع) وصفون- گُڻَ. خوبيون. عادتون- لڇڻ.

**اوطاق:** ث (ت) ڪچهري ۽ جي جاءِ مهمان خانو.

**اوِڻُو:** ص. اجنبي- ڌاريو- اوپرو.

**اَوقاتُ:** ذ (ع. وَقتُ جو جمع) وقت- ويلو- مهل. پهچندي- حيثيت.

**اوقافُ:** ذ (ع. وَقف جو جمع) خيراتي جايون (جيڪي خير جي ڪمن يا مذهبي ڪمن لاءِ مخصوص هجن. جيئن مسجدون، مقام، مسافر خانا وغيره).

**اوڪارَڻُ:** م. اُلٽي ڪرڻ. اُبڙڪا ڏيڻ- اوڪارا ڏيڻ.

**اوڪارو:** اُبڙڪو. اُلٽي.

**اوڪارا ڏيڻ:** اُبڙڪا ڏيڻ- اُلٽي ڪرڻ.

**اوڪائڻُ:** م. بند ٿيڻ (مينهن، ڳوڙها وهڻ).

**اوڪڙُ:** ذ. ڪار ۽ صابڻ جو ٺهڪيل پاڻي (جنهن ۾ ميرا ڪپڙا ٺهڪائجن).

**اوڪڙوُ:** ص. پيرن تي (ويٺل)- ڪڙين ڀر (ويٺل) - اُڀ ڪڙو.

**آوڪَ:** ث. ڏکيائي- اهنج.

**آوڪُ:** ذ. آهنج- تڪليف. سُور- ايذاءُ. اوڪي ۽ ويل.

**آوڪُ سَوڪُ:** ذ. ڏک سک- ڏکيائي سکيائي.

**اوڪا پوڪا:** ث. ٻني ٻاري جي سنڀال. ڪم ڪار- ڌنڌو ڌاڙي.

**اوڪا پوڪا لاهڻ:** ڪم ڪار لاهي مطمئن ٿيڻ. انتظار دفع ڪرڻ.

**اوڪائي:** ث. ڏکيائي- اهنجائي. تڪليف. مشڪلات.

**اوڪَ ٻوڪَ:** ث. جاچ جونچ- وَڙول- نظر داري.

**آوکو:** ص. ڏکيو- آهنجو- اٽائو. اٽانگو. مشڪل. (ث. آوکي).

**آوکي:** ث. ڏکي ۽ مهل. مشڪل وارو وقت. اهنجائي.

**اوگِرائي، اوڳرائي:** ث. ڀريل پيٽ جي حالت ۾ وات مان نڪتل هوا- ڏڪار.

**اوگرايون ڏيڻ:** ڍَوَن ۾ هئڻ. مطمئن هئڻ. سکيائي جي حالت ۾ هئڻ.

**آوَگُڻُ، اوڳڻ:** ذ. خراب لڇڻ- بدعادت. بُڇڙي خصلت.

**اوڳاڇَڻُ:** م. ڪاڌل شيء وري وات مان ٻاهر ڪڍڻ. ڪاڌل رقم ڀري ڏيڻ.

**اوڳارَڻُ:** م. ڳِتل ڪاڌو ڪڍي وري چٻاڙڻ. (چوپائي مال جي خاصيت).

**اوڳاڙي:** ث. ڦوڙي- چندو- اوڳڙ. وصولي (اوتر يا چندي جي).

**اوڳَر:** ث. ڳتل ڪاڌو موٽائي وات ۾ آڻي چٻاڙڻ (چوپائي جي فطري خاصيت).

**اوڳر ورائڻ:** ڪاڌو وات ۾ آڻي وري چٻاڙڻ- اوڳارڻ.

**اوڳِڙَ:** ث. رقم جي وصولي. ڦوڙي.

**اوڳو:** ص. موڳو- ڪُند ذهن. موڙهل. اڻ ڄاڻ. بي سُرت. (ث. اوڳي).

**اوگهڙ:** ث. اگهاڙپ- عرياني. پڌرائي (عيبن جي).

**اوگهہ سوگهہ:** ث. ٿانوَ مان اُگهي ڪڍيل بچيل ڪاڌو. بچت سچت. اوبر سوبر.

**اَوّلُ:** ذ (ع) مُنڍ- شروعات- ابتداء. (ص) پهريون- ابتدائي. (ظ) پهريائين- اڳ ۾.

**اَوّلُ آخرُ:** ظ. منڍ ۽ پڇاڙي. اڳي پوءِ- پس پيش. نيٺ- آخرڪار.

**اولَ:** ذ. ضامن طور يرغمال ۾ ڏنل ماڻهو- ضمانت.

وڏي لهر- موج. اها ڪاني جا پاڻي ۾ اولجي ڏپ ڇڏي ويٺي هجي- ٻانڊي. وهڪ ۾ لڙهي ڪناري وٽ گڏ ٿيل ڪک ڪانا. اُها ڪاني جا پاڻي ۾ وجهي هلائڻ سان ٻيڙيءَ کي ڌڪي- ڄَڱُ.

**اولَ پَتن ٿيڻ:** دربدر ٿيڻ. رولڙي ۾ پوڻ. ڦيرين ۾ اچڻ.

**اَولادُ:** ذ (ع. وَلَدُ جو جمع) پيٽ ڄاوو- وياءُ. ٻارٻچا.

**اَولادي:** ص. اولاد وارو- ٻچڙيوال- عيالي.

**اولاقُ، اولاڪُ:** ذ (ت. اولاغ) ٽپال پهچائڻ لاءِ ڪم ايندڙ گهوڙو يا اُٺ. چڙهيءَ جو وهٽ. بار بردار وهٽ- لاڏو (ڀِڱو، گهوڙو، اُٺ).

**اولاڪو:** ذ. مصيبت- پريشاني. رولڙو. جدائي.

**اولانيو:** ذ. ڄِيبي- اُلو. اوپالو- طعنو- مهڻو.

**اولاٽَڻُ:** م. اُليڙڻ. اُڪيلڻ (چَرخو، ايٽ). وهٽ تان سنج يا پاڪڙو لاهڻ.

**اولاٿو:** ذ. اهو گيت جيڪو عورتون ٻار کي ڪيڏائڻ وقت چون. لولي- اوراٿو. اوسارو.

**اَولائي:** ث. اوکائي- اهنجائي- مشڪلات- ڏکيائي.

**اولِجَڻُ:** م. هيڏانهن هوڏانهن پَٽڪڻ. پاڻي ۾ ٽُلڪڻ.

**اولڙ:** ص. چوپائي مال جو کاڌي بچايل گاهه- اوبارو گاهه. ڪِن ڪچرو. وهڪري جي مٿاڇري تي ترندڙ ڪک ڪانا.

**اولِڙو:** ذ. آرسي، شيشي يا پاڻي جي سطح تي سج جو عڪس- پَرتَوو. هڪ ٻاراڻي بيماري (جا سج جي تابش کان ٿئي).

**اولِ گهولِ:** ظ. قربان- صدقي- اوري گهوري.

**اولِمو:** ذ. ڪپڙي جي ڪناري تي هڪ قسم جو ٽوپو.

**اولَڻُ:** م. پٽڪائڻ. ٽُلڪائڻ. ٿيلهڻ- ڌِڪڻ (ٻيڙي).

**اولو:** ذ. پردو- پناهه- اوٽ. آجهو. پاڇو- ڇانوَ. ٻيڙيءَ جو ڄَڱُ. پوک ۾ ٽنگيل اوڙو. ڳڙو.

**اولا لاهڻ:** جدائي جا پَردا پري ڪرڻ. ڏک لاهڻ.

**اَولو:** ص. اوکو- ڏکيو- اهنجو. اڻانڊو- اڻانگو. (ث. اَولِي).

**اَولو سَولو:** ص. ڏکيو سکيو. اهنجو سهنجو. ابتو سبتو.

**أولو الأمر:** ص (ع) حڪم جا صاحب- حاڪم.

**أولُوالعَزم:** ص (ع) پڪي ارادي وارا. استقلال جا صاحب. ثابت قدم.

**اولَهہُ:** ذ. الهندو- مغرب- پڇم.

**أولَيٰ:** ص (ع) بهتر- وڌيڪ چڱو. اعليٰ. شروع وارو- پهريون.

**اولِي:** ث. ٻيڙيءَ هلائڻ جو ڄَڱُ.

**اَولياءُ:** ذ (ع. وَلِي جو جمع) الله جو دوست. الله وارو. پهتل شخص. درويش- وَلِي.

**اَوَلِيَتَ:** ث (ع) سبقت. اڳرائي.

**اوڻَ:** ث. اونو- اوسيڙو- اُلڪو. اُڻ تُڻ.

**أوناڙ، أوناڙُ:** ث. ڪُتي، گدڙ يا بگهڙ جي ڪُوڪَ- أونائي.

**أوناڙون ڪرڻ:** أونايون ڪرڻ. ڏک مان دانهون ڪرڻ.

**أونائڻُ:** م. ڏيان ڏيٺي ٻُڌڻ. اگهائڻ- قبول ڪرڻ (عرض)- ورنائڻ (سڏ). گدڙن ۽ ڪتن جو ڪُوڪڻ- اوناڙون ڪرڻ.

**أونائي:** ث. دانهن- عرض- فرياد. ڪُتي گدڙ جي اوناڙ.

**أونداهہ، اونداهي:** ث. أوندهہ- ڪاراڻ (رات جي). اند ڌند- بي بندوبستي. ظلم.

**أونداهو:** ذ. اُوندهہ- سياهي. (ص) اوندهہ وارو- تاريڪ.

**أوندَرُ:** ذ. جوڙو (ڪپڙن جو)- وڳو. (هہ) ڪٿو.

**أوندهہِ:** ث. أونداهہ. انڌير. ظلم.

**أوندهہ آندوڪار:** ث. گهگهہ اونداهي- ڪاري پاڻ. جهڙ يا طوفان سبب آندوڪار.

**آوندهہ ڪرڻ:** سَچ ڪرڻ. نقصان ڪرڻ.

**أونڌو:** ص. اُبتو- اُلٽو. مُنهن يا ڪنڌ هيٺ تيل- سِرنگون. (ث. أونڌي).

**أونڌي مَنجي ڪرڻ:** سخت صدمي يا ڏک سبب کٽولو اونڌو ڪري ان تي پٽجي رهڻ.

**أونگهہَ:** ث. ننڊ جو خمار- گهر. اوجهرائي- پنڪي. بيهوشي.

**اونو:** ذ. انتظار- اُلڪو. ڳڻتي. ڊپ- انديشو.

**أونهارو:** ذ. گرمي جي موسم- آرهڙ.

**أونهاڻ، أونهائي:** ث. گهرائي (پاڻي جي)- عمق.

**أونهو، أونهون:** ص. عميق- اٿاهہ. ڳوڙهو (خيال، ويچار).

**اوڻي:** ص. اَنَ مان نهيل- پشمي (ڪپڙو).

**أوڻ:** ث. ڪمي- گهٽتائي. عيب.

**أوڻائي:** ث. گهٽتائي- ڪمي. عيب- سقم. اڻپورائي.

**آوَنتِ:** ث. ناپسندي. اڻبڻت- ناسازي. ڪٽ ڦٽ.

**أوڻٽيهين:** ث. قمري مهيني جي اوڻٽيهين تاريخ. اونداهي رات.

**اوڻو:** ذ. ڍِگِڙي (اَنَ جي). ڪري ۾ ورهاست ڪيل اَنَ جي پَتي.

**اوڻا وجهڻ:** اَنَ ورهائڻ (ٻنڻي ڪرڻ) لاءِ ڍِگڙيون ناهڻ.

**أوڻو:** ص. اڻپورو- گهٽ. عيبدار.

**أوڻو آڏڪُ:** ص. گهٽ وڌ.

**اوهڙ:** ذ. کير ڏيندڙ جانور جي ٿڻن جو مٿيون حصو- شيردان.

**اوهامَ:** ذ (ع. وَهمَ جو جمع) اجايا خيال- وسوسا. گمانَ.

**اوهِيرو:** ذ. واءُ جي زور تي مِينهن جي اُڇَل.

**اوهي واهي:** ص. سنڀال ڪندڙ- راکو. ڌڻي سائين- وارث.

**اوڀي:** ث. پاڻي جي ڪَلي- ننڍي سانداري.

**آويرَ، اويل:** ث. ديرَ- ويرمَ. (ظ) دير سان- ڪُمهلو.

**آويرَ سَويرَ، اويل سويل:** آڏيءَ مانجهيءَ. ڏکيءَ مهل. (ظ) اڳي پوءِ.

**آويڙو:** ص. ڏِنگو. ڏکيو. اٺونٽرو.

**آوِي سَوِي:** ص. ايندڙ ويندڙ. مسافر مڙو. پنهنجو پرائو.

**اهارُ:** ذ (سن) کاڌو- کاڄ. ڦوٽ.

**أهارَ:** ث. بار جي هڪ پاسي ليٽَ.

**أهاڙَ:** ث. گم ٿيل وهٽ يا چور جي پير جي ڳولا.

**اِهانَتَ:** ث (ع) بي عزتي- ذلت. خواري.

**أهاءُ:** ذ. شعاع- سهائو. پَرتوو. تجلو- چمڪو.

**آهَٽُ:** ذ. ڪاسبيءَ جو ڪُرمي تي ساليانو لاڳُ (جيڪو فصل مان ادا ٿئي).

**آهَٽي:** ص. هاريءَ جي ڪم ڪار لاءِ بدل ڪاسبي (لوهار، واڍو، ڪنير وغيره).

**اِهتمامُ:** ذ (ع) بندوبست.

**أهڃُ:** ذ. پارُ پتو. ڏسُ- اشارو. ساڄي اک جو اشارو.

**أهڃاڻُ:** ذ. نشان- علامت. پارپتو.

**أهجاڻ ڏيڻ:** پار پتا ٻڌائڻ. نشانيون ڏسڻ. ياد ڏيارڻ.

**آهَڏُ:** ذ. اونهي کڏ- اوڙاهہ.

**أهرائڻُ:** م. هاڪارڻ (ٻيڙو، غوراب).

**أهرَڻُ:** م. لنگر کڻڻ (ٻيڙو، غوراب)- هاڪارجڻ.

**أهسُ:** ذ. سهائو- روشني. تجلو.

**آهکُ:** ذ. ڏکيائي- اهنج.

**آهکائِي:** ث. ڏکيائي- اهنج.

**آهکو:** ص. ڏکيو- اهنجو- مشڪل. (ث. آهکِي).

**أهکُ:** ذ. خوشبوءِ- سڳنڌ. سرهو تيل.

**آهلَ:** ث. عادت. آڏِ. چٽر طور عيب جو نقل. ٽيڪ. أٿلَ. وزن جو هڪ پاسي لاڙو.

**آهلوڻ ڪرڻ:** نقل ڪرڻ- ويچارا ڏيڻ. ٺٺول ڪرڻ.

**آهلُ:** ذ (ع) ماڻهو- شخص- جٽو. گهر جو ڀاتي. مالڪ- صاحب. عيال- ڪٽنب. (ص) لائق- موزون.

**آهلُ الله:** ص. خدا وارو- الله وارو. بزرگ.

**آهل بَيتُ:** ذ.. نبي سڳوري جن جو خاندان. سادات. گهر جا ڀاتي.

**آهل حَدِيث:** ذ. حديث تي هلندڙ. مسلمانن جو اهو فرقو جيڪو نقه جا مسئلا قران شريف ۽ حديث جي روشني ۾ حل ڪري.

**آهلِ دِل:** ذ. دل وارا صاف دل وارا. خدا وارا. سخي.

**آهلِ زبان:** ذ. ٻوليءَ جا ماهر- زباندان.

**آهلِ سُخَن:** ذ. سخن جا ڄاڻو- شاعر.

**آهلِ طَرِيقَت:** ذ. طريقت جا صاحب. صوفي طريقي وارا.

**آهلِ عِلم:** ذ. علم وارا. عالمَ.

**آهلِ قلم:** ذ. قلم وارا. لکندڙ. مصنف. اديب.

**اهلِ ڪِتاب:** ذ. الاهي ڪتاب کي مڃيندڙ (مسلمان، يهودي، عيسائي).

**آهلِ نَظر:** ذ. ڏسندڙ. نقاد. فيلسوف. دور انديش.

**آهل عِيال:** ذ. زال ۽ ٻار- ٻار ٻچا.

**آهلڪارُ:** ذ (ف) ڪم وارو. ڪاروبار هلائيندڙ. ڏنڊي وارو. ڪم ڪار جو لائق. ڪارڪن. منتظم. ملازم.

**آهلَڻُ:** م. هڪ پاسي لاڙو ڪرڻ. ألار ٿيڻ (گاڏي). لڙڻ- جهڪڻ (بار). ليٽڻ. آرام لاءِ ٽيڪ ڏيڻ.

**آهلِيَّتَ:** ث (ع) قابليت- لياقت. لائقي.

**آهلِيہ:** ث (ع) گهر واري- زال.

**آهَمُ:** ص (ع) وڌيڪ اهميت وارو. بلڪل ضروري. خاص. ڳرو- مشڪل (ڪم).

**أهمائڻُ:** م. ٺڪر جي ڪوري ٿانءَ کي استعمال کان اڳ ڀهريون دفعو پاڻيءَ ۾ وجهي چڱي طرح پُسائڻ.

**أهمائِي:** ث. گهٽ- مونجهہ (ساهہ جي). دمڪشي. سَهڪو. ماندڪائي.

**أهمو:** ص. ساڻو. ماندو. ٿڪل. (ث. أهمي).

**آهمِيَّتَ:** ث (ع) ضرورت. خصوصيت. قدر.

**آهَنُ:** ذ. ساهميءَ جي پڙن کي برابر ڪرڻ لاءِ وڌل وزن (پٿر، تورو وغيره)- پاسنگ. خالي ٿانءَ جي تور.

**آهَنجُ:** ذ. ايذاءَ- درد. تڪليف. سُور- ڏک.

**آهنجائِي:** ث. ڏکيائي- مشڪلات. سوڙهہ- تنگي.

**آهنجو:** ص. ڏکيو- اوکو- مشڪل. الانگو. (ث. آهَنجي).

**آهَنبُ:** ص. ڏنگو- ضدي. ڏنگي سياءَ وارو. هوڏي. ويڙهاڪ.

**آهنَرُ:** ذ. شاديءَ ۾ گهوٽ جو ڀهريدار (جو اڪثر گهوٽ يا ڪنوار جو ڀيٽويو ٿئي).

**آهو:** ذ. تيرُ- ڪانُ.

**آهي ٻَهِي:** ذ. اوهي واهي- ڏٿي ڌوڙي. مددگار.

**اَئِٽُ، اَيٽُ:** ذ. چرخو (سٽ ڪتڻ جو). نار- هرلو.

**آئِٺَ:** ٿ. ڇهن يا ائن مهينن جي ٻڪري (جا ابا لڳي نه هجي)- پَٺَ.

**آئبريسَ:** ٿ (انگ) پتو- سرنامو. سپاسنامو- خطاب.

**آئِڪٽرُ:** ذ (انگ) فلم يا ناٽڪ ۾ پارٽ ڪندڙ- اداڪار.

**آئوٽِرو:** ص. حرڪتي- ڪيچلو. ڏنگو. هڪ هنڌ سڪ ڪري نه وهندڙ (ٻار).

**آيالَ:** ذ (ف) گهوڙي جي ڪنڌ جا وار- ٻُشڪون.

**ايامَ:** ذ (ع. يومُ جو جمع) ڏينهَن. گهڻو عرصو- مُدت. زمانو. حيض جا ڏينهن.

**آياڻپَ:** ٿ. بيوقوفي- ناداني- مورکائي.

**آياڻو:** ص. نادان- مورک. ڀالو ڀولو.

**آيٽُ، آيتُ:** ذ. هڪ تارو جو بدي مهيني جي ٻهرين ڏهن تاريخن ۾ اُڀري (هن جي اُڀرڻ سان مال ڪير سُڪائيندو ۽ پاڻي ۾ ڇينهرو ايندو).

**ايثارُ:** ذ (ع) پنهنجي فائدي کي ٻين خاطر قربان ڪرڻ. بنا لالچ خدمت.

**ايجابُ:** ذ (ع) نڪاح يا ڏيتي ليتي ۾ ڪنهن ٻه طرف جي اچَ.

**ايجابُ و قبول:** نڪاح جو قول (گهوٽ جي پاران) ۽ اقرارُ (ڪنوار جي طرفان).

**ايجادَ، ايجادُ:** ٿ (ع) نئين سر وجود ۾ آڻڻ. نئين شيء ڳولي ڪڍڻ.

**ايچيو:** ذ. احسان- ٿورو.

**آيڊوانسُ:** ذ (انگ) اڳواٽ ڏنل رقم- سوٿي.

**ايڊيٽَرُ:** ذ (انگ) اخبار جو مُدير. مؤلف.

**ايڊيُوڪيشَن:** ٿ (انگ) تعليم.

**ايذاءُ:** ذ (ع) سُور- عذاب. درد- اهنج.

**ايذائڻُ:** مر. ڏکوئڻ. آزارڻ- ستائڻ. رنجائڻ.

**ايراضِي:** ٿ (ع. اِراضي) زمين. زمينون. زمين جي ماپ- پکيڙ.

**ايرائون:** ذ. ڪَدُو.

**اير پيرُ:** ذ. اچ وڃ- آمدو رفت. تعلق- واسطو.

**ايرجَڻُ:** مر. پرجڻ (ڦٽُ). ميٽجڻ (زخم). انگورجڻ.

**آيرُ غَيرُ:** ذ. گند ڪچرو. مَرُ ميل. (ص) بيگانو- اجنبي.

**ايرڪا:** ٿ (سن. ايرشا) حسد- بغض.

**ايريالُ:** ذ. هڪ قسم جو ٻوٽو- ڦرهو.

**ايرِنگُ:** ذ (انگ) ڪن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه.

**ايريو:** ذ. هڪ پسارڪو وکر.

**ايڙَ پيڙَ، ايڙا پيڙا:** ٿ. لڱن جو سُور. بدن جي ياڃَ. عذاب- مصيبت.

**ايِسَ:** ٿ. ڪٽ جي پاسي واري ڪاٺي- ٻانهين.

**ايستادَه:** ص (ف) بيٺل- قائم. ڪٽل. پختو- مضبوط.

**ايشوَرُ:** ذ (سن) اُپائيهار- ڀڳوان.

**آيضا:** ظ (ع) پڻ. اڳئين وانگر. ساڳيو.

**ايڪُ:** ص (سن) هڪ- واحد.

**ايڪائِي:** ٿ. هيڪڙائي- وحدت. يگانگي.

**ايڪانت:** ٿ (سن) اڪيلائي- تنهائي. گوشه نشيني.

**ايڪتا:** ٿ (سن) اتحاد- ٻَڌي.

**ايڪَڙُ:** ذ (انگ) زمين جو مقرر ماپ وارو ٽُڪر (۴۸۴۰ چورس وال ايراضي).

**ايڪَڙ ٻيڪَڙ:** ص. هڪ ٻه- ٿورڙا. (ظ) ڇڊو پاڊو- ورلي.

**ايڪو:** ذ (سن. ايڪ) هڪ عدد- هڪڙو عدد. هڪڙي درجي وارو انگ (۱ کان ۹ تائين). ٻڌي- اتحاد.

**ايڪيتالُ:** ذ. واپارين جي اصطلاح ۾ مڻ ۾ چاليهن

سيرن بدران ايڪيتاليهن سيرن جي تور.

**اِيلَ:** ث. لشڪر- ڪٽڪ. انڪار- عُدولي. پرهيز.

**ايلاچو:** ذ. هڪ قسم جو رنگين ريشمي ڪپڙو.

**ايلَ پَنهَوارُ:** ذ. ٻڪرار- ريڊار. جهنگلي.

**ايلچي:** ذ (ت) عيوضي. سفير. قاصد.

**اِيما:** ذ (ع. ايماءُ) اکين جو اشارو. حڪم.

**اِيمانُ:** ذ (ع) دل جو يقين- اعتقاد. ڀروسو- اعتبار.

**اِيماندارُ:** ص. ايمان وارو. ويساه رکندڙ. امانت دار. امين. سُڇيو. ديندار.

**ايمان وڪڻڻ:** لالچ خاطر حق کي ڇڏي ڪوڙ جي حمايت ڪرڻ. ڪپٽ ڪرڻ.

**اِيماني:** ص. ايمان وارو. ايماندار. سورهيه- دلير.

**آيِمَنُ:** ص (ع) امن وارو- محفوظ. (ث) هڪ راڳڻي.

**ايمي:** ث (ع) سيپاري جو چوٿون حصو.

**آيندُ:** ذ. ڪکن مان نهيل اُٺ جي پَلاڻي.

**آينگُ:** ص. بهادر. اڙٻنگ. بيپرواهه. سجاڳ. اچانڪ- اوچتو.

**اينگهہَ:** ث. ديگهہ. واڌ.

**اينگهائڻُ:** م. ديگهہ ڪرائڻ- طول ڏيڻ.

**اينگهَڻُ:** م. ڇڪجي ڊگهو ٿيڻ (رٻڙ). وِيجهڻ.

**اَيوانُ:** ذ (ف) اڱڻ- آڳند. محل- مڪان.

# ب

**ب:** ذ (ع) تلفظ "بي" سنڌي، عربي ۽ فارسي "الف- بي" جو ٻيو اکر. ابجد موجب عدد ٻہ.

**بابِ:** ظ (ع) باب ۾- باري ۾. حق ۾. نصيب.

**بابِ ٻڌڻ:** قسمت ۾ اچڻ. لکيو ٿيڻ.

**بابُ:** ذ (ع) دروازو- لنگهہ. داستان (ڪتاب جو)- فصل. رستو. ڪاسبيءَ جو هاري تي ٻڌل- لاڳ. قسمت- نصيب.

**بابَت:** ظ (ف) واسطي- لاءِ- متعلق.

**بابو:** آبو- پيءُ- والد.

**بابُو:** رمتو فقير. ريلوي جو هڪ ملازم (جيڪو ٽڪيٽون چيڪ ڪري ۽ ڏئي وٺي).

**بابِيَ:** ث (انگ) سلائي جي مشين ۾ ڪم ايندڙ لوهي ريل.

**باتِ:** ث. ڳالهہ ٻولهہ. ذڪر- بيان. سُخن- گفتو.

**باتُوني:** ص. ڳالهير- گهڻ ڳالهائو. ٻٽاڪي.

**ٻاٽارو:** ذ. ڪورو ڀچائيندڙ- ٻنارو. داٻو. (ث. ٻاٽاري).

**باٺو:** ذ. ٿُلهي لٺ- ٻانٺو.

**باجُ:** ذ (ف) محصول- ڏنُ.

**باجگذار:** ص. ڍل ڀرو- ڏاني.

**باجو:** ذ. واڄو. هارمونيم.

**باچُو:** ص. باقي بچيل. بچت ۾.

**باچا، باچاهُ:** ذ (ف، بادشاهہ) بادشاهہ.

**باچائي، باچاهي:** ث. بادشاهي.

**باخَبَرُ:** ص (ف) خبر رکندڙ- واقف. خبردار- سجاڳ. سياڻو.

**بادِ:** ث (ف) هوا- واءُ. ريح- بادي.

**بادپيما:** ص. هوا ماپيندڙ (اوزار). هوا جهڙو تکو (گهوڙو).

**بادِ خِزان:** ث. سرءَ جي هوا (جيڪا وڻن جا پن ڇاڻي).

**بادِ صَبا:** ث. صبح جو اُتر اولهه کان لڳندڙ هوا (جنهن ۾ گُل ٽڙن). صبح جي هير.

**بادامُ:** ذ (ف) هڪ مشهور ميوو.

**بادام چَشمِ:** ص. بادام جهڙين اکين وارو- سهڻين اکين وارو (معشوق).

**باداميِ:** ث. بادام جو گورو.

**بادبانُ:** ذ (ف) ٻيڙيءَ جو سڙهه.

**بادِشاهُ:** ذ (ف) تخت ڌڻي. ملڪ جو حاڪم. تاس ۾ ٻارهون نمبر پتو.

**بادشاهَت:** ث. بادشاهي- حڪومت. سلطنت.

**بادشاهزادو:** ذ. بادشاه جو پُٽ. (ث. بادشاهزادي).

**بادشاه گرديِ:** ث. بادشاهن جي تبديلي- طوائف الملوڪي. ڏاڍمڙسي. اندڌنڌ. ڦُرلٽ.

**بادشاهي:** ث. حڪومت- صاحبي. سطلنت.

**بادشاهي ڪرڻ:** حڪومت ڪرڻ. خوشين ۾ هئڻ. عيش ڪرڻ.

**بادشاهيِ:** ث. مصريءَ جو قسم.

**بادِگولو:** ذ (ف) تِلي سڄي پوڻ جي بيماري.

**بادِگيرُ:** ذ (ف) گهر ۾ هوا اچڻ لاءِ ڇت ۾ نهيل منگهُ.

**بادَلُ:** ذ. ڪڪر- ابر.

**بادلو:** ذ. زريءَ جي تار. زري- مقيش. ريشم ۽ سوني تار سان پيرت. ڏاتو مان نهيل هڪ قسم جي گهگهي (جنهن تي ڪپڙو چڙهيل هجي، ۽ سفر ۾ پاڻي ٿڌي رکڻ لاءِ ڪم اچي).

**بادو:** ص. چريو- مست. نشي ۾ مخمور. (ذ) وڏو وٽو- جَمن.

**بادَه:** ذ (ف) شراب- مَي- مَدُ.

**بادِي:** ث (ف) پيٽ ۾ هوا پرجڻ جي حالت. پيٽ مان نڪتل واءُ- ريح. طب يوناني موجب هڪ طبيعت. (ص) ريح پيدا ڪندڙ کاڌو. اجايو- بيسود.

**باديا:** ذ (ف. باد) گهوڙي جي هڪ بيماري (جنهن ۾ گهوڙي جي ڪُڇن ۾ واڻي سوڄ جا ڳوڙها نڪرن).

**بادِڻ:** ث. جوئر جو هڪ قسم.

**بادِي:** ث (انگ) بدن- جسم.

**بِادِي گارڊُ:** ذ. حاڪم جو ذاتي نگهبان- خاص محافظ.

**بار:** ذ (ف) ڀيرو- دفعو- گهمرو (جيئن، دوبار، سه بار وغيره) دربار. عدالت. (ص) وَسائيندڙ (جيئن آتش بار، اشڪ بار وغيره).

**بارُ:** ذ (ف) بوجهو- وزن. لڏ. رکيل ڪم- فرض. ذميداري. ڦَل- ثمر.

**بارآوَر:** ص. ڦل ڏيندڙ (وڻ)- ثمردار. فائديمند.

**باربَردار:** ص. بار کڻندڙ- حمال. مزور. لاڏُو (وهٽ).

**باربرداري:** ث. بار ڍوئڻ.

**بار پوڻ:** بوجو پوڻ. سفارش ٿيڻ. زور پوڻ. ٿورو ٿيڻ- احسان ٿيڻ.

**بار کڻڻ:** جوابداري قبول ڪرڻ. ذميواري کڻڻ. هام هڻڻ (مشڪل ڪم جي).

**بار لاهڻ:** جوابداريءَ جو ڪم پورو ڪرڻ. جهڙو تهڙو ڪم ڪري ڏيڻ- ميار لاهڻ. فرض ادا ڪرڻ (اولاد جو). ٿورو لاهڻ. قرض جي ادائگي ڪرڻ.

**بارانِ:** ث (ف) مِينهن- برسات.

**باراڻِي:** ث. برسات تي ٽيل پوک. مِينهن تي آباد ٿيندڙ زمين.

**باراٿو:** ذ. هندن جي رسم موجب ديوي ديوتا جي مورتيءَ جي سرگس.

**باربار:** ظ (ف) وري وري- هَر هرَ- ذري ذري.

**باردانو:** ذ. اناج، ڦٽيون وغيره کڻڻ لاءِ ڳوٿيون، برڪيون وغيره.

**بارِشَ:** ث (ف) برسات- مِينهُن.

**بارِڪَ اللهُ:** ذ (ع) "الله (توکي) برڪت ڏئي" (دعائيه ڪلمو).

**بارِگاهَ:** ث (ف) دربار- ڪچهري. درگاه- آستانو.

**بارگِيرُ:** ص (ف) بار ڍوئيندڙ. بار کڻندڙ. بردبار- وڏگڙدو.

**بارُودُ:** ذ (ف) گندرف وغيره مان ٺهيل مصالحو- (جيڪو آتشبازيءَ ۽ بارودي هٿيارن ۾ ڪم اچي)- دارون- آتشي مادو.

**بارودخانو:** ذ. بارودي هٿيارن رکڻ جي جاءِ- اسلح خانو.

**بارودي سُرنگ:** ث. هڪ قسم جو بَمُ.

**بارها:** ظ (ف. بار جو جمع) ڪئين دفعا- ڪيترائي ڀيرا.

**بارِي:** ذ (ع) خالق- اُپائڻهار. خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**بارِي تعاليٰ:** ذ. خلقڻهار- خدا تعاليٰ.

**بارِي:** ص (ف) باراوارو- ڳرو. بارکڻندڙ (وهٽ). بارسهندڙ- بردبار.

**بارِيابُ:** ص (ف) اجازت مليل (بارگاه ۾ داخل ٿيڻ لاءِ). درگاهہ ۾ قبول پيل.

**بارِيڪُ:** ص (ف) سَنهون. نفيس.

**بارِيڪ بِينِي:** ث. غور سان ڏسڻ. تيزنظر. معمولي ڳالهہ جي بہ جانچ. موشگافي.

**بارِيڪِي:** ث. سَنهائي. غور سان نظر. موشگافي.

**باڙِدِي:** ث. هڪ قسم جو لوهي ٿانءُ (جنهن کي کڻڻ لاءِ ڪُنڊو پيل هجي)- بالٽي.

**بازَ:** ث (ف. بازُو) ٻانهَن. ڪنيڙاٽي (پکي جي). بازُو.

**بازِ:** ظ (ف) وري- موٽي. واپس- پوئتي.

**باز اَچڻ:** ڪنهن عمل يا ارادي کان موٽائڻ. ساڳئي پير تي موٽائي اَچڻ.

**بازُ:** ذ (ف) هڪ مشهور پکي- شاهِينُ (جيڪو شڪار لاءِ ڌارجي).

**باز دارُ:** ص. باز ڌاريندڙ. باز کي تربيت ڏيندڙ. باز سان شڪار ڪندڙ.

**بازارَ، بازارِ:** ث (ف) واپاري دڪانن جي قطار- هٽن جي گهٽائي وارو علائقو.

**بازار لڳائڻ:** دڪان وانگر شيون نروار ڪري رکڻ. سامان جي نمائش ڪرڻ. هَٽ پکيڙڻ.

**بازارِي:** ص. بازار جو (مال). عام رواجي. هالو چالو (وکر).

**بازِ پُرسَ:** ث (ف) وري وري پڇا. پڇا ڳاڇا.

**بازَر:** ث (ف) ڏسو "بازار".

**بازگشت:** ث (ف) ساڳي ڳالهہ جي موٽَ. واپسي (آواز جي). گُونج- پڙاڏو. افواه.

**بازِندو:** ص (ف) رانديگر- کيڏاري. هنرمند. بازيگر.

**بازُو:** ذ (ف) ٻانهَن (عضوو). ڪنيڙاٽي (پکي جي). لشڪر جو پاسي وارو دستو. پَهلوُ. سگَ واري عورت- ٻانهن. (ص) همراهہ- مددگار.

**بازوبَندُ:** ذ (ف) ٻانهن ۾ ٻڌڻ جو هڪ ڳهہ- ٻانهن رکي.

**بازِي:** ث (ف) کيل- تماشو. ڪرتب- هنرمندي. راند. ڪبوتر جو پلٽو. گوءِ- سرسي. سوڀ.

**بازي ڪرڻ:** راند ڪرڻ. گوءِ ڪرڻ- سرسي ڪرڻ. سوڀ ڪرڻ.

**بازيگرُ:** ص. بازي ڪندڙ. تماشو ڪندڙ. مداري. ڪيڏاري. (ٿ. بازيگرياڻي).

**بازيگري:** ٿ. کيل- تماشو.

**باسَ:** ٿ. بُوءِ. بدبوءِ- ڌپ. سُڌس- خبر. سڪا- پيڻا- نذرانو.

**باسَ باسڻ:** سڪا باسڻ. مجتا مڃڻ.

**باسَ پوڻ:** سُڌس پوڻ- اڳواٽ ٿوري خبر پوڻ (ڪنهن واقعي يا ارادي جي).

**باسي:** ص. ڌپ وارو- بدبودار. گهڻي وقت جو رکيل کاڌو (جو ڌپ ڪري ويو هجي). پاروٿو.

**باسپِتي، باسمَتي:** ذ. چانورن جو هڪ قسم.

**باسڻُ:**ذ. ٿانءُ- برتن.

**باسڻُ:** م. ڏسڻ- ٻُڌائڻ. سچي ڪرڻ (ڏوهه وغيره). قبول ڪرڻ. سڪا باسڻ.

**باشندو:** ص (ف) رهاڪو- رهندڙ.

**باشو:** ذ. هڪ قسم جو شڪاري پکي (باز جهڙو).

**باصِري:** ص (ع) بصر ۾ رذل (چانور).

**باصوابُ:** ص (ف) درست- صحيح. صحيح سلامت.

**باطِلُ:** ذ (ع) ڪُوڙ. (ص) ڪُوڙو- کوٽو. بي اثر.

**باطِنُ:** ذ (ع) منجهه- اندر. ڳجهه- راز.

**باطني:** ص. اندروني- لڪل- ڳجهو.

**باعثُ:** ذ (ع) سبب- ڪارڻ. اصليت. بنياد. (ص) باني- مُوجد.

**باغُ:** ذ (ف) گُلن جي ٻوٽن ۽ ميوي وارن وڻن واري ايراضي- بُستان- چمن.

**باغائي:** ص. باغ پوکيندڙ. باغ جي سنڀال ڪندڙ- مالهي.

**باغباني:** ٿ. باغ سنڀالڻ ۽ پوکڻ جي ڪِرت.

**باغ بَهار:** ص. سرسبز- آباد. خوش.

**باغي ٽوٽي ٽيڻ:** پنهنجي پنهنجي ڪم سان لڳڻ. پنهنجي ٽُرهي تڳڻ.

**باغاتَ:** ٿ. باغ. گهڻا باغ.

**باغيچو:** ذ (ف. باغچه) ننڍو باغ- چمن.

**باغي:** ص (ع) بغاوت ڪندڙ- سرڪشي ڪندڙ. مخالف (حڪومت جو). پري ڀڄندڙ- مخالف.

**بافتو:** ذ (ف) هڪ قسم جو سوٽي ڪپڙو- ڪورو لٺو.

**باقاعدَه، باقاعدي:** ظ (ف) قاعدي سان. قانون مطابق. ترتيبوار- سلسلي سان.

**باقي:** ٿ (ع) بقايا- بچت- پاڇي. (ص) هميشه رهندڙ- دائم قائم- بقاءُ وارو. (ذ) الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**باقيات:** ٿ (ع. باقي جو جمع) رهيل بقايا. بچت- پاڇي.

**باڪُ:** ذ (ف) ڊپ- خوف.

**باڪِرَه:** ٿ (ع) اڻ پرڻيل (ڇوڪري)- ڪنواري.

**باڪري:** ص (ع. بقال) ڀاڄي وڪڻندڙ- سبزي فروش. ميوو وڪڻندڙ.

**باڪَسُ:** ذ (انگ) تيلين جي ڏٻي- ماچيس.

**باڪَ:** ٿ. پرهه ڦٽي جو اُهاءُ يا فجر جي روشني. صبح صادق.

**باڪرُ:** ص. چوٽي ڇانگيل (وڻ)- ٺوڙهو (وڻ).

**باگڙي:** ذ. هڪ خانه بدوش ذات- واگهڙي.

**بالُ:** ذ (انگ) ڪينهُون- ڏڙهو.

**بالا:** ظ (ف) مٿانهون- بلند- اوچو.

**بالاي طاق:** ظ. پري- جدا- علحده.

**بالاٽنگُ:** ذ (ف) هني تي رکيل گاشي کي قابو ہڌڻ لاءِ چمڙ جو پٽو.

**بالاخانو:** ذ (ف) جاءِ جي مٿان اڏيل ضُفو. ڇت تي اڏيل ڪوٺي.

**بِالاِتفاق:** ظ (ع) اِتفاق سان- يڪراءِ- متفقہ طور. اوچتو- اچانڪ- ناگهان.

**بالادَست:** ص (ف) وڌيڪ اختيار وارو. مٿيون عملدار. وڏو آفيسر.

**بالادَستِي:** ث. مٿانهون اختيار- اعليٰ اختياري.

**بالانِشين:** ص (ف) مٿانهين جاءِ تي ويٺل. مٿين جڳهہ تي ويهندڙ. صدر.

**بِالله:** ذ (ع) الله جو قسم- خدا جو سُنهن. (ظ) سچ پچ- تحقيق.

**بالائِي:** (ف) مٿيون. اُتل وارو. سرس- زياده وڌيڪ.

**بالائي آمدني:** ث. مقرر پيدائش کان وڌيڪ آمدني. رشوت وغيره.

**بالِتِي:** ث. ڏسو "باڙدي".

**بِالجَبرُ:** ص (ع) زور سان. زبردستيءَ سان.

**بالشِيت:** ث (ف) گرانٺ- باڙي.

**بِالضرورِ:** ظ (ع) ضرورت موجب. ضرور- اَوَس. پَڪَ- يقينا.

**بالغُ:** ص (ع) جوانيءَ کي رسيل- سامايل. جوان.

**بِالقَرض:** ظ (ع) قرض ڪجي- ڪٿي قبول ڪجي.

**بِالفعلِ:** ظ (ع) حال في الحال- هينئر- هن وقت. حقيقت ۾- سچ پچ.

**بِالڪُل:** ظ (ع) ڪُلي طور. پوريءَ طرح. ٺيڪ- پُورو.

**بالَمُ:** ص. پيارو- پريتم. دلبر. دوست. عاشق. بيپرواهہ- بي اونو.

**بِالمُقابل:** ظ (ع) ڀيٽ ۾- نسبت ۾. سامهون- اڳيان.

**بِالمُفتو:** ظ (ع) مفت ۾- خواه مخواه. اجايو.

**بِالواسطه:** ظ (ع) ڪنهن واسطي يا وسيلي سان- ٻئي جي معرفت.

**بالوُشاهي:** ث (ف) مٺائي جو هڪ قسم.

**بالِيدگِي:** ث (ف) واڌ- وِيجهہ. ساوَڪ.

**بِاليقين:** ذ (ف) يقين سان- پڪ سان. ضرور- يقيناً.

**بامُ:** ث (ف) ڇِت. ماڙي. بالاخانو. آسمان.

**بامَ:** ث. زال- عورت. حسين عورت- نازنين.

**بامُ:** ذ (انگ) ڪافور جاڻ وغيره جي عرق مان ٺهيل مرهم (مٿي جي سور لاءِ).

**بامعنيٰ:** ظ (ف) معنيٰ سان- سمجهاڻي سان- شرح سان.

**بان:** ث. آڻِ- شڪست. بيزاري جي اظهار جو لفظ.

**بان ڪرڻ:** آڻ مڃڻ (راند ۾). توبهہ ڪرڻ- پڇتائڻ. بيزاري جو اظهار ڪرڻ.

**بانُ:** رنگ- ورن. خاصيت. ٻاڻُ- تير.

**بانا ڦاڙُ:** ص. ڏاڍو مڙس- پهلوان. هٽ ڦاڙ.

**بانِيٽو:** ذ. ڏسو "بانٺُو".

**بانِڙو:** ذ. ٻار جي هٿن ۽ گوڏن ڀر ريڙهي. (ص) ڪُبو تي ٻيٺل- ڏُونڊڙو.

**بانبڙا پائڻ:** گوڏن ۽ هٿن ڀر رڙهڻ (ٻارڙو)- ريڙهيون پائڻ.

**بانٺِ:** ث. ووڙن جون سڪل ڪاٺيون- ووڙائيون. لَيُن يا ڄارين جي لاڪڙَ.

**بانٺو:** ذ. سونٽو- ڏڪو.

**باندِ:** ظ. قيد- بند- گرفتار.

**باندي:** ص. بند ۾ پيل- قيدي. پورهيت.

**باندَرُ:** ذ (سن. وانَر) مشهور جهنگلي جانور- وڏو

پولڙو. (ث. باندِري).

**بانسَ:** ث (سن. واس) بُوء. ڌپ- بدبوء.

**بانسُ:** ذ (سن. وَنش) وڻ جو هڪ قسم (جنهن جون ڪاٺيون ڊگهيون، پوريون ۽ ڳِريدار ٿين). بانس جي ڪاٺي- لڙهو.

**بانسِري:** ث. وات سان وڄائڻ لاءِ هڪ ساز.

**بانڪڙو:** ذ. ڪاٺ جو بينچ.

**بانڪو:** ص. بهادر- پهلوان.

**بانگَ:** ث (ف) آواز- صدا. نماز جو سڏ- اَذان.

**بانگوَ:** ص. بانگ ڏيندڙ- مؤذن. (ذ) تسبيح جي پنهي چيڙن کي ملائيندڙ ڊگهو مڻيو.

**بانو:** ذ. رنگ- ورن. گهوڙي جي مُنهن تي سفيد ٻولهه.

**بانُو:** ث (ف) شهزادي. خاتون. سگهڙ زال.

**بانورُ:** ذ. ڏسو "باوَرُ".

**بانورجَڻُ:** م. غرور ڪرڻ- فخر ڪرڻ. مست ٿيڻ.

**بانورِلو:** ص. مست- چريو- ديوانو. هرڪيل. ڀُليل. تَوائي. سودائي. (ث. بانولِي).

**بانولِي:** ث (ف. باولي) ننڍي باز کي شڪار تي هيرائڻ لاءِ ڪنين ڪُتو پکي ڪارائڻ جو عمل. پيتي- لَبُ. ڦيري- يَنواتي. بازولي. ڏاڪڻ سان کوهه.

**بانٺُو:** ذ. ٻيڙي يا غوراب ۾ هوا جي رخ ڏيکارڻ لاءِ ٻڌل جهنڊو- وانٺُو. (ث. بانٺِي).

**بانٺُ:** ث. ڇِتي ٻڪَ. اثاث.

**بانِي:** ث (سن. واڻِي) ٻولي. سُر- آلاپ. بهانو.

**بانِي:** ص (ع) بنياد رکندڙ- پايو وجهندڙ. اڳواڻ- مهندار.

**بانِيڪارُ:** ص. اڳواڻ (ڪم جو).

**باني مَبانِي:** ص. پهريون بنياد وجهندڙ. شروعات ڪندڙ.

**باوُجُود، باوُجودِ:** ظ (ف) تنهن هوندي ٻه.

**باوَرُ:** (ف) تڪبر- هٺ- غرور. اعتبار- يقين- ڀروسو.

**باهِ:** ث. جيرو- آگ- آتش. گرمي- جوش.

**باهه ٻارڻ:** فساد جاڳائڻ. ظلم مچائڻ. ڏاڍي تڪڙ ڪرڻ.

**باهه چَنڊڻ:** ڪاوڙ لاهڻ.

**باهه جاڳائڻ:** باهه دکائڻ. فساد مچائڻ.

**باهه ۾ تيل ڏيڻ:** ڏسي وائسي پاڻ کي ٻوهي ۾ ڏيڻ.

**باهڙُ:** ث. ٽابو- آڏيڙو. باهوڙ (ڪُتي جي).

**باهڙائڻ:** م. ٽابڙائڻ. پنيلائڻ. ڪُتي کي ٻج ڪرائي پڻڪائڻ. برخاست ڪرائڻ (محفل).

**باهڙجڻُ:** م. ٽابڙجڻ. ٽڙي وڃڻ (رستي، ڳالهه يا خيال تان). ڦٽڻ (ڪچهري).

**باهڙَڻ:** م. ٽابڙڻ- آٽڙڻ. ڏکو کائڻ. ٽڙڻ- خطا ٿيڻ. برخاست ٿيڻ (مجلس).

**باهمَ:** ظ (ف) هڪ ٻئي سان گڏ- پاڻ ۾.

**باهمِي:** ظ. پاڻ ۾- هڪٻئي سان.

**باهمِت:** ص (ف) همت وارو. سگهارو. دلير. حوصلي وارو.

**باهَڻُ:** ذ. هڪ قسم جو وڻ- ٻَهڻ.

**باهڻُ:** م. ٻَهڻ- پڻڪڻ (ڪُتي جو).

**باهُوڻي:** ث. ٽوري باهه- دونهين.

**باهوڙُ:** م. ث. ڪتي جي پڻڪ.

**بائيڪاٽُ:** ذ (انگ) عدم تعاون- قطع تعلقات.

**بائيسڪل:** ث (انگ) ٻن ڦيٿن واري گاڏي.

**ٻَبَرُ:** ذ (ف) ڪيهر- ٻيلائي (شينهن)

**ٻبو:** ذ. پِستانُ. ٿڻُ.

**ٻُبو ڏيڻ:** ٿڃ ڏارائڻ (ٻارڙي کي). ڏُٿارڻ. دلبو ڏيڻ.

**ٻُٻي:** ث. ننڍڙو ٻُبو (ٻار يا مڙد جو).

**ٻُتُ:** ذ (ف) بدن- جسم. پٿر وغيره مان ٺهيل ماڻهو جو بوتو- مجسمو. پٽي راند ۾ ڏهن دائن جو داءُ. اهو تختو جنهن تي ڍارا يا ڪوڏيون اُڇلجن (چوپڙ يا جُوا ۾). (ص) بيجان. هڪ هنڌ بيٺل. خاموش- چُپ.

**ٻُت چَنبڙ:** بدن کي ڌوڻ ڏيڻ. بدن جي ٿولهه گهٽائڻ. بدن ۾ هلڪو ٿيڻ.

**ٻُتخانو، ٻتڪدو:** ذ. جتي ٻُت رکيل هجن ۽ انهن جي پوڄا ٿئي. عجائب گهر (جتي ٻُت رکيل هجن).

**ٻُت ڪاندارِجَڻ:** سيءُ يا ڊپ کان لڱن ۾ سيسڙاٽ اُيرڻ. بدن ۾ سياندا پوڻ.

**ٻُت وجهڻ:** ڪاري جادو ذريعي ڪنهن کي تڪليف پهچائڻ لاءِ ماڻهو جي اٽي مان ان جو پُتلو ٺاهي مقام ۾ پورڻ- ڌوهه ڪرڻ.

**ٻَتاشو:** ذ. ڏسو "پتاشو".

**ٻَتالُ:** ص (ع. بطال) گمراه. تَوائي. واتڙو.

**ٻَتانو:** ذ (ع. بِطانه) پڳڙي جي اندران پراءُ طور ڏنل ڪپڙو.

**ٻَتائڻُ:** م. ٻڌائڻ- سَلڻ. ظاهر ڪرڻ. ڏيکارڻ.

**ٻَتَلِڻُ:** م. بدلڻ- مٽجڻ. ڦِرڻ (مٽو). ڪچي ٿيڻ (دل). گمراه ٿيڻ.

**ٻُتو:** ذ. فريب- دوکو. عذر- بهانو.

**ٻُتو ڏيڻ:** دغا ڪرڻ- دوکو ڪرڻ. بهانو ڪرڻ.

**ٻَتولُ:** ص (ع) ڪنواري، پاڪدامن. تارڪ الدنيا عورت. (ث) بيبي مريم ۽ بيبي فاطمه الزهرا جو لقب.

**ٻَتِي:** ث. وَٽ (ڏئي جي). شمعدان- لالٽين.

**ٻُتي:** ث (ع. باطيه) بوتل- باٽلي. شراب جي صراحي.

**ٻَتيلو:** ذ. هڪ قسم جي ننڍي ٻيڙي.

**ٻَٿِي:** ث. ٽيرن وجهڻ جي ڳوٿري.

**ٻَٿِي جو ڪانُ:** اهڙ ڳس تير. هٿ وس حيلو يا داءُ.

**ٻَٽالُو:** ذ. پٽاٽو- آلو.

**ٻَٽاٽا:** ذ. مٽر يا چڻا (ڀاڄي طور ڪم ايندڙ).

**ٻَٽائي، ٻَٽِئي:** ث. فصل لهڻ کان پوءِ زميندار ۽ هاري جي وچ ۾ ورهاست.

**ٻَٿُون:** ذ. ڏسو "ٻَٿُون".

**ٻَٿُ:** ذ. باهه جو مچ- آڙاهه. وڏو ڪُورو- ٻَٿِي. ڍِڳ- ڍير.

**ٻَٿُ پرڻ:** ڪورو پرڻ. پيٽ پرڻ.

**ٻُٺُ:** ذ. غيرآباد زمين. بيابان. رڻُ. واري يا مٽيءَ جو دڙو. ڦٽل دڙو. (ص) ويران. اُجڙ. سُڪل.

**ٻَنارو:** ذ. پڳڙا يا ڦُلا پُجي وڪڻندڙ. لشڪر يا ڪاچ جي رَڏ سنڀاليندڙ (سيڌو پاڌو ۽ رڌ جو انتظام). گاڏهي- دايو. (ث. ٻَنارِي).

**ٻَنِي:** ث. چُلهو. تنور. ڪاچ جي رَڌ واري جاءِ- چَرَ. نيروٽي جي ڪُن ۽ ڏوٻين جي ڪنب چاڙهڻ وارو چُلهو. شراب چڪائڻ وارو هنڌ.

**ٻُٺِي:** ث. مِٽيءَ جو ڍير- دَڙِي. قبر- تربت.

**ٻَڄ:** ث. سنهڙا ۽ گهاٽا وارَ (جيڪي هٿ لائڻ سان محسوس ٿين). ريشمي ڪپڙي وغيره جي ٻُرَ. ٻُوجرَ.

**ٻَڄُ:** ذ. وارن جو مُچو- چڳَ. وڏا ۽ ڪهراوارَ. سَنگ جا سُوٽا (ڪٺڪ. جوئر. مڪئي وغيره).

**ٻَڄ ٻَڄ ڪرڻ:** پَٽي ڪوهي ڇڏڻ. ٽُنبي ڇڏڻ. ڪُٽي سٽي سخت سزا ڏيڻ.

**ٻَجا:** ظ (ف) روا- جائز. مناسب. درست- صحيح.

**ٻَجا آڻڻ:** عمل ۾ آڻڻ. پورو ڪرڻ (فرض). مڃڻ (حڪم).

**ٻَجاآوَري:** ث (ف) پورائي (فرض جي). مڃتا (حڪم جي). پوئواري- تعميل.

**بَجاجُ:** ذ (ع. بَزّاز) ڪپڙي جو واپاري. مُنيب- پَلاوثو.

**بِجارَ:** ث. ڦوڙي- پَتي. چندو.

**بَجاءِ:** ظ (ف) انهي جاءِ تي- صحيح. بدران- پاران. سواءِ.

**بُجرُ:** ص. بُجن وارو- بُوجرو. ڊگهــن وارن وارو (ڪُتو).

**بَجري:** ث. ڪَڪري. ننڍيون پهڻيون.

**بُجڪو:** ذ (ت. بُقچه) ڪپڙي جو ٿيلهو- ڳوٿرو. (ث. بُجڪِي).

**بِجلِي:** ث. وج- ڪنوڻ. اليڪٽريءَ جي روشني- برق. (ص). چمڪندڙ. تيز رفتار. ڦُڙت.

**بَجنسِي:** ظ (ف) هوبهو- نِس پِس- ساڳيو.

**بُجو:** ذ. هٿ جون پنجئي آڱريونَ ٽيڙي سامهون ڏيکارڻ (نفرت ڪرڻ يا لعنت وجهڻ جو عمل)- پُوندو.

**بَچاءُ:** ذ. حفاظت- سنڀال. امان- پناهه. سلامتي. اوٽَ. اجهو. الزام کان بچاءَ لاءِ ثابتي.

**بَچائڻُ:** م. حفاظت ڪرڻ- سنڀال ڪرڻ. پناهه ڏيڻ. آجهو ڏيڻ. پاڃي ڪرڻ.

**بَچَتَ:** ث. پاڃي- بقايا. بچيل شيءِ. نفعو- فائدو.

**بَچَڻُ:** م. سلامت رهڻ. پناهه ۾ اچڻ. نجات ملڻ (مصيبت مان). چڙهڻ (بيماري مان). جيئڻ زنده رهڻ. بچت ٿيڻ- پاڃي ٿيڻ. باقي هجڻ.

**بَڇَ:** ث. هُشي (ڪُتي کي). چُرچَ- چورت. هلان جي ترغيب.

**بَڇَ ڪرڻ:** بَڇڻ (ڪُتو). هُشڪارڻ. ٻئي کي حملي لاءِ هُشي ڏيڻ.

**بُڇان:** ث. ڪراهت. ڌڪار- حقارت. مِنيان.

**بَڇائڻُ:** م. بَڇ ڪرڻ. هلان ڪرائڻ. ڊيڄارڻ لاءِ ڪا پوائتي شيءِ ڏيکارڻ. پوئتان لائي ڇڏڻ (ڦِڪڙي).

**بُڇائِي:** ث. بُڇڙائي. گناهه. خرابي.

**بُڇڙائِي:** ث. خرابي. بَدي- بُرائي.

**بُڇڙو:** ص. برو- خراب. ڪِنو- گندو. ڪوجهو- بدشڪل. ذليل- خوار. (ث. بُڇڙِي).

**بُڇڙو ڪرڻ:** خوار خراب ڪرڻ. جٺ ڪرڻ.

**بَڇَڻُ:** م. ڪُتي کي ڪنهن ماڻهو يا مِرون تي ڇڏڻ. وڙهڻ لاءِ همٿائڻ.

**بُڇو:** ص. بڇڙو. خراب- ڪِنو. بدصورت. بداعمال. گندو- گدلو. (ث. بُڇي).

**بَحالُ:** ظ (ف) برقرار- قائم. درست- صحيح. قبول- منظور. دوباره ملازمت تي قائم (برطرف ٿيل ملازم).

**بحالي:** ث. منظوري. اجازت. قبوليت. مقرري.

**بَحثُ:** ذ (ع) دليل بازي. حجت. ضد- هوڏ. ردڪدُ.

**بحَث مُباحثو:** ذ. ڪنهن مسئلي تي هڪٻئي سان بحث. دليل بازي.

**بَحثِي:** ص. بحث ڪندڙ. ضدي- هوڏي.

**بَحرُ:** ذ (ع) درياءُ. سمنڊ. عروضي شعر لاءِ مقرر ٿيل وزن. (ص) وڏي علم وارو. فياض.

**بَحر ۾ پوڻ:** گهڻي ڳالهه ۾ پوڻ. ديگهه ۾ پوڻ. ڳالهه کي ڊگهو ڪرڻ. جهڳي هڻڻ.

**بَحرِي:** ص. ساموندي. دريائي.

**بُحرانُ:** ذ (ع) بيماريءَ جي نازڪ گهڙي (زندگي ۽ موت جي ڪشمڪش). سڪرات. نازڪ حالت.

**بَحرانو، بَحرائو:** ذ. دريا يا پاڻي جو نذرانو. هندن جي هڪ ڌرمي رسم (جنهن ۾ پاڻي جي ديوتا کي نذرانو چاڙهين: اٽي جو پيڙو، جنهن ۾ سينڌر ۽ گل ڦل هڻي، چومکو ڏيو ٻاري پاڻي ۾ ڇڏيندا).

**بَحرِي باز، بَحري باشو:** ذ. (ع) باز جو هڪ قسم

(مٿو اڇو، ڪُلها ڳاڙها، اکيون ڪاريون، ڳچيءَ ۾ ڪارو پٽو، اُڏامڻ ۾ تيز).

**بُحَيرَه:** ذ (ع) ننڍو سمنڊ.

**بُخارُ:** ذ (ع) ٻاڦ- اُٻ. گرمي- حرارت. تَپُ- ٻرو. ڪاوڙ. ڏک.

**بُخار ڪڍڻ:** غبار ڪڍڻ. اندر جو ساڙ ڪڍڻ. ڪاوڙ چنڊڻ. دل جو بار هلڪو ڪرڻ.

**بُخارو:** ذ (ع) دُونهين جي نيڪال لاءِ ڇت جي اندران نهيل چمني.

**بَخائِڻُ:** م. بخيو هڻائڻ- ٽوپو ڏيارڻ. سبائڻ.

**بَختُ:** ذ (ف) ڀاڳ- نصيب- قسمت- طالع.

**بخت آزمائي:** ث. قسمت آزمائي. توڪل.

**بَختاوَرُ:** ص. بخت وارو- ڀاڳوارو- خوش نصيب.

**بخت جي بازي:** ث. قسمت جو کيل. خوش قسمتي. تقدير.

**بُختي:** ذ (ف) بلخ جو ٻن ٿُوهن وارو اُٺ. ڀَلو اُٺ.

**بَخرو:** ذ (ف. بَهره) حصو- ڀاڱو- ڀَتي. نصيب- بخت. انعام- بخشش.

**بَخش:** ث (ف) معافي. بخشش. انعام. (ص) بخشيندڙ- ڏيندڙ (فرحت بخش، امام بخش وغيره).

**بَخش ڪرڻ:** معاف ڪرڻ. امداد ڪرڻ.

**بَخشائِڻُ:** م. ڏوهه وغيره معاف ڪرائڻ. معافي گهرڻ.

**بَخشِش:** ث (ف) معافي. انعام- عطا. ڏات- امداد. خيرات.

**بخشش نامو:** ذ. ڪنهن شيءِ بخش ڪرڻ جي لکيت- هبه نامو.

**بَخشَڻُ:** م (ف. بخشيدن) معاف ڪرڻ. بخش ڪرڻ. عطا ڪرڻ. امداد ڪرڻ. ڏاڻ ڏيڻ. انعام ڏيڻ.

**بَخشَڻهارُ:** ص. بخشيندڙ- معاف ڪندڙ. ڌڻي تعاليٰ.

**بُخلُ:** ذ (ع) ڪنجوسي. مرڇوڻائي.

**بَخملُ:** ث (ف. مَخمَل) ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم.

**بَخَڻُ:** م. (ف. بخيه) بخيو ڏيڻ- سبڻ.

**بَخو:** ذ (ف. بخيه) ڏسو "بخيو".

**بَخُوبي:** ظ (ف) چڱي طرح سان. هر لحاظ کان.

**بَخير، بَخَيرِيَت:** ظ (ف) خيرسان. سلامتي سان.

**بَخيلُ:** ص (ع) ڪنجوس- شوم- موذي. چيڙاڪ.

**بَخيلي:** ث. ڪنجوسائي. چِڙ- ڪاوڙ. وِرچ.

**بَخيو:** ذ (ف. بخيه) سنهون ٽوپو. هٿ سان ٽوپي جو هڪ نمونو. سيبو.

**بَخيا هڻڻ:** ٽوپا ڏيڻ. ڳنڍ ٽوپ ڪرڻ.

**بَد، بَدِ:** ص (ف) خراب- ڪنو- گندو. بڇڙو. اندر پليت- کوٽو.

**بدَ اَصلُ:** ص. ڪميڻو. ڪمذات. رذيل.

**بَدآطوار:** ص. بدلڇڻ- خراب عادتن وارو.

**بَد انديشي:** ث. مَٺ ڳهرائي- بدخواهي. دشمني. ڪوتاهه بيني.

**بدَ باطِنُ:** ص. دل جو پليت- اندر کوٽو.

**بَدچَشم:** ص. بري نظر سان ڏسندڙ. بدخواهه.

**بَدُ:** ذ. پيسڪوٽ راند ۾ حڪم (ترپ) کان سواءِ ٻئي رنگ جو پتو.

**بِدَ:** ث. وڏي هڙ- ڳنڙي.

**بِدَ:** ث. گولين راند جو سَچُ.

**بِدا:** ث (ع. وِداع) رخصت- موڪلائي. جدائي.

**بَد آخلاق:** ص (ف) خراب عادتن وارو. بدفضيلت.

**بَدآخلاقي:** ث. ڪلڇٽائي. بدفضيلتي. بي ادبي.

**بَداعتِقادُ:** ص ۰(ف) خراب عقيدي وارو.

**بَدآعمالُ:** ص (ف) بڇڙن ڪمن وارو- بدڪار. ڪليڇٽو.

**بدآفعال:** ص (ف) برا ڪم ڪندڙ- بدڪار. بدلچڻ. بدفضيلت.

**بَدآمني:** ث (ف) وڳوڙ- فساد. آنڌ ڌُنڌ.

**بَدانتظامي:** ث (ف) بي بندوبستي- انڌ ڌنڌ.

**بَدائعُ:** ذ (ع. بدِيعَه جو جمع) عجائبات. نيون شيون. شاعريءَ ۾ عجيب صنعتون ۽ ڪاريگريون.

**بَدبَخت:** ص (ف) نياڳو- ڇندو.

**بَدبختي:** ث. نياڳ.

**بُدبُدو:** ذ. پاڻي جو ڦوٽو- حباب. افواه. ڪوڙو ناهه.

**بَدبُو. بَدبُوءِ:** ث (ف) خراب بانس- ڌپ- عُفونت.

**بَدتر:** ص (ف) وڌيڪ خراب- وڌيڪ بڇڙو.

**بَدتَرين:** ص (ف) سڀ ڪان وڌيڪ خراب- بالڪل خراب.

**بَدتَميز:** ص (ف) خراب نموني سان پيش ايندڙ- بداخلاق. اڏنگو.

**بَدتَهذيب:** ص (ف) اڻ سڌريل. بي ادب. بيدنگو. بدفضيلت.

**بَدپَرهيزي:** ث (ف) ڪاڌي پيتي ۾ ڪِري نه ڪرڻ.

**بَدپيشہ:** ذ (ف) حرامڪاري- ڪَسَبُ.

**بَدچالُ:** ص (ف) خراب چال وارو. آواره- اوبـــاش. زناڪار.

**بَدحالُ:** ص (ف) تباه حال- ڏتڙيل.

**بَدحالي:** ث. مسڪيني- تنگدستي.

**بَدحَواسي:** ث. گهبراهٽ- پريشاني.

**بَدخصالُ:** ص (ف) ڪُلڇڻو- بدچال.

**بدخَصلتُ:** ص (ف) بدعادتو- ڪُلڇڻو.

**بَدخُو:** ص (ف) بڇڙين عادتن وارو- ڪُلڇڻو.

**بَدخَواه:** ص (ف) مَٺ گهُرو. ويري- مخالف.

**بدَخواهي:** ث. مَٺ گهُرائي. دشمني.

**بَددُعا:** ث (ف) پِٽَ- پٽ پاراتو.

**بَددِل:** ص (ف) ناخوش. مايوس- نااميد. ڪڪ.

**بَدديانَت:** ص (ف) ڪپٽيو- خيانتي. لڳ- دولابي.

**بَدديانتي:** ث. ڪپٽ- خيانت- دغا.

**بَدذات:** ص (ف) گهٽ ذات- ڪمذات- ڪمينو.

**بَدَرُ:** ذ (ع) سڄو چنڊ- ماهِ ڪامل. چوڏهين جو چنڊ.

**بَدرُالدُّجيٰ:** ذ. اونداهي رات جو چنڊ. چوڏهين رات جو چمڪندڙ چنڊ. (ذ) نبي سڳوري جو لقب.

**بَدَرُ:** ذ (ع. بَدَل) عيوض. طرفداري- پاسو. بَدو.

**بَدرُ پرڻ:** عيوضو ڏيڻ. بَدو ڏيڻ. پاسو ڪٽڻ.

**بَدراه:** ص (ف) خراب رستي تي. بدچال- بدڪار. گمراهہ. آواره.

**بَدران:** ظ. بدلي ۾- عيوض ۾. پاران- طرفان.

**بَدران پوڻ:** پاران پوڻ. طرفداري ڪرڻ- پاسو ڪٽڻ.

**بَدرَقو:** ذ (ف) سفر ۾ رستو ڏيکاريندڙ- بورائو- سونهون. ساٿي. محافظ.

**بَدرِڪابُ:** ذ. (ف) چڙهيءَ ۾ ڏکيو گهوڙو- اَهنڊ گهوڙو.

**بَدرنگُ:** ص (ف) خراب رنگ وارو- ڦِڪل رنگ. (ذ) پيسڪوٽ راند ۾ ترپ ڪان سواءِ بيا پتا.

بدرو: ذ (ف) ڪِني پاڻي جي موري- ڪَسِي.

**بِدڙي:** ث. ننڍي هَڙ.

**بَدزَبانُ:** ص (ف).اڏنگو ڳالهائيندڙ. گارگند ڪندڙ.

**بَدزباني:** ث. بدڪلامي. گارگند.

**بَدزيبُ:** ص (ف) اڻ سينگاريل. نه وڻندڙ. بدنما.

**بَدسُلوڪ:** ص. خراب هلت ڪـنـدڙ- خراب روش هلندڙ.

**بَدسُلوڪي:** ث. خراب سَوَڻ- بدسڳڻ- بَدفال.

**بَدسيرَت:** ص (ف) بدڪردار- بدخصلت. بداخلاق.

**بدَشِڪل:** ص (ف) بدصورت- ڪوجهو- بُڇڙو. بدزيب. بيدول.

**بَدشگُون:** ذ (ف) بدِسوڻ. (ص) نحس.

**بَدصُورَت:** ص (ف) بڇڙي شڪل وارو- بدشڪل. ڪوجهو.

**بَدطِينَت:** ص (ف) خراب خصلت وارو- بدخُو. بدمزاج. بدذات.

**بَدظَنّ:** ذ (ف) بدگماني- شڪ. (ص) بدگمان.

**بِدعَت:** ث (ع) نئين ڳالهه. شريعت ۾ نئين رسم (جا نبي سڳوري جن جي وقت ۾ نه ٿي هجي).

**بِدعتِي:** ص. شريعت جي خلاف عمل ڪندڙ.

**بدَفعل:** ذ (ف) خراب ڪم. بڇڙو ڪم.

**بدفعِلي:** ث. بدڪاري. حرامڪاري. زنا.

**بَدَڪ:** ث (ع. بطه) هڪ قسم جو آبي پکي- مرغابي.

**بَدڪارُ:** ص (ف) بڇڙا ڪم ڪندڙ- بداعمال. گنهگار.

**بَدڪاري:** ث. بڇڙا ڪم- خراب ڪم. زنا.

**بَدڪِردارُ:** ص (ف) خراب خصلتن وارو. بدڪار.

**بَدڪلامُ:** ص (ف) اڻنگو ڳالهائيندڙ- بدزبان.

**بَدڪلامِي:** ث. خراب گفتگو. گارگند- بدزباني.

**بَدگمانُ:** ص (ف) بي اعتبار- شڪي.

**بَدگمانِي:** ث. بي اعتباري. شڪ شبهو.

**بَدگوئِي:** ث (ف) بدڪلامِي- گارگند. گِلا. چغلي.

**بَدَلُ:** ذ (ع) عيوض- بدلو. جَزا. (ظ) بدران.

**بَدل سَدل:** ث. مَٽاسٽا- ڦيرگهير.

**بَدلائڻُ:** م. مِٽائڻ- ڦيرائڻ. مٽ سٽ ڪرڻ. بدل سدل ڪرڻ.

**بَدلجَڻُ:** م. مَٽجڻ. ٻيو نمونو اختيار ڪرڻ.

**بَدلِحاظُ:** ص (ف) بي لحاظ- بي مروت.

**بَدلڻ:** م. مٽائڻ- ڦيرائڻ. رد بدل ڪرڻ. بدلي ڪرڻ.

**بَدلوَ:** ذ (ع. بدله) عيوض. اجورو. ويرُ- قصاص. انتقام. ڪيتو- جزا.

**بَدلِي:** ث (ع. بدله) ملازمت ۾ ڦيرگهير- تبديلي. ملازم جي هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ مقرري. مَٽ سٽ- ڦيرگهير.

**بَدمِزاجُ:** ص (ف) خراب طبيعت وارو. رُکي سُڀاءَ وارو. بدفضيلت. اڻنگو.

**بَدمَزگِي:** ث (ف) خراب سواد يا ذائقو. اٻٿت. طبيعت جي ناسازي.

**بَدمعاش:** ص (ف) بدڪرداري جو ڪٽيو ڪائيندڙ. لفنگو- آواره. شرير- لُچ.

**بَدمعَاشي:** ث. بدچالي. ڪميٽپ. لُچائي.

**بَدَنُ:** ذ (ع) جسم- تَنُ- بُت.

**بَدنامُ:** ص (ف) خراب نالي وارو. بُڇڙائي ۾ نالي چڙهيل. خوار- رُسوا. (ذ) گهوڙن جي هڪ بيماري.

**بَدناموسِي:** ث. خواري- رسوائي. گلا.

**بدنامِي:** ث. خواري- رسوائي. ڪارنهن جو ٽِڪو.

**بَدنصِيبُ:** ص (ف) نياڳو- بدبخت.

**بدنصيبي:** ث. نياڳ- بدبختي.

**بَدنُما:** ص (ف) ڏسجڻ ۾ اڻ وڻندڙ. خراب شڪل وارو، ڪوجهو.

**بَدنو:** ذ. پتل، جست يا ٽامي جو ڏگهو مڙيل نليءَ وارو لوٽو. ٽاتوءَ ما نهيل ڪوُنرو.

**بَدنِيت:** ص (ف) خراب ارادو رکندڙ. دل جو پليت. اندر ڪُنبو.

**بَدو:** ذ. بدلو- عوض (سگّ جي صورت ۾). سگّ جي عيوض سگّ.

**بَدي جا سگَ:** ذ. سگَ جي عيوض ٻيو سگَ. ڏي ۽ وٺ جا سگَ.

**بَدُو:** ذ (ع. بَدوي) عربستان جو ڳوٺاڻو- بدوي. بدشڪل.

**بَدَولت:** ظ (ف) سبب سان- جي ڪري. ذريعي- وسيلي- ڪارڻ.

**بَدوِي:** ذ (ع) عربستان جو ڳوٺاڻو. صحرانشين.

**بَدهاضِمو، بدهضمِي:** ذ (ف) پيٽ ۾ کاڌو هضم نہ ٿيڻ. معدي جي خرابي. آنڊي- پرتي.

**بَدِي:** ث (ف) خرابي- بُرائي. بدنيتي- ٻيائي. تهمت- بهتان. بڇڙائي.

**بَدِ، ٻِدِ:** ث. هَڙ- ڳنڍڙي. پنارڪ.

**بَدو:** ذ. سنبت سالَ جو ڇهون مهينو.

**بَدِي:** ث (ع. بَدرَه) چمڙي جي ڳوٿري، هَڙ. ڳنڍڙي. ٻيرِي.

**بَدَريعي:** ظ (ع) جي وسيلي- معرفت. طريقي سان. هٿان.

**بَذله سَنجِي:** ث (ف) ٽوڪ بازي. چرچو ڀڳو. کل مسخري. خوشطبعي.

**بَر:** ظ (ف) تي- مٿان. مرڪب لفظن جي منڍ ۾ ايندڙ لفظ (جيئن برجستہ، بَرسرِ، برچشم وغيره).

**بَرُ:** ذ (ف) ويڪر- موڪَر. ٿُلُ. سينو- ڇاتي.

**بَرُڪَچِڻ:** سينو ساهڻ. برابري ڪرڻ.

**بَرُ:** ذ (ع. بر) رڻ- بيابان. وسيع مُلڪ- ڪَنڊُ.

**بَرمُنهن ڪرڻ:** رڻ مُنهن ڪرڻ. ڪنهن نامعلوم هنڌ ڏانهن وڃڻ.

**بِرُ، ٻِرُ:** ص. بيزار- ڪِڪ. ڪاوڙيل.

**بُرُ:** ذ. وات. پيٽُ.

**بُر پوڻ:** گهرج پوري ڪرڻ. ڇَٽي پرڻ (ٻٺي جِي)

**بَرآمَد:** ث (ف) آمدني- اُپراسو. حاصلات. ملڪي پيداوار جي ٻاهرين ملڪن ڏانهن روانگي.

**بَرابَر:** ظ (ف) هڪ جيڏو. هڪ جيترو. هڪ جهڙو- مَٽ. هموزن. درست- صحيح. هموار- سنئون سڌو (پَٽ).

**بَرابَري:** ث. هڪ جيڏائي. هڪ جهڙائي- يڪسانيت. هموراري. همسري.

**بَراتَ:** ث (ع) ڇوٽڪارو- نجات (شب برات= ڇوٽڪاري جي رات، جيڪا شعبان مهيني جي چوڏهين تاريخ عيد ڪري ملهائين).

**بَراجَ:** ث (انگ) درياءَ کي ڏنل دروازن وارو بند.

**بَرادَ:** ث (ع. براه) نجات. عيد. خوشي.

**بِرادَرِ، بِرادرِي:** ث (ف) ڀائپي. ڀائيچاري. مائٽي. عزازت. نيات.

**بِرادَرُ:** ذ (ف) ڀاءُ- اَدو. مائٽ- عزيز.

**بَرافَروختہَ:** ص (ف) ڪاوڙيل. چڙيل. چڏيل.

**بُراقُ:** ذ (ع) اُها سواري جنهن تي نبي سڳورو معراج تي ويو.

**بِرانچَ:** ث (انگ) شاخ. ڀاڱو. وڏي واهہ مان نڪتل واهہ.

**بَرَانگيختہَ:** ص (ف) ڪڙو ڪيل. اُڀاريل- ڀڙڪايل.

**بَراءِ، براي:** ظ (ف) جي واسطي. لاءِ- واسطي.

**بُرائِي:** ث. مَدي- خرابي. قباحت. عيب. گلا- عيب جوئي. بُڇڙائي- بَدِي.

**بَرباد:** ص (ف) ويران- اجڙ. دُف- ڇٽ- تباه ضايع.

**بَربادِي:** ث. سَجَ- تباهي. پينگ.

**بَربَريَت:** ث (ع. بربر= جهنگلي، وحشي) وحشانيت- حيوانيت- درندگي. ظلم.

**بُربُلِ:** ث. ڏسو "بُلبل".

**بَرتَر**: ظ (ف) وڌيڪ مٿانهون. اُتانهون- بلند.

**بَرتَري**: ث. مٿانهين- بلندي. ترجيح.

**بَرتَنُ**: ذ. ٿانءُ- ٻاسڻ.

**بَرپا**: ظ (ف) بيٺل- قائم.

**برپا ڪرڻ**: کڙو ڪرڻ- قائم ڪرڻ. اُٿارڻ (فتنو وڳوڙ وغيره).

**بَرِيَتُ**: ذ. بيابان- صحرا. ويراني- سُڃ.

**بُرجُ**: ذ (ع) قلعي جو ٿُل- ڪُنگرو. تارن جو ميڙ. سج جي گردش وارين ٻارهن منزلن مان هڪ منزل.

**بَرجا، بَرجاءِ**: ظ (ف) پوري جاءِ تي. هنڌائتو. برابر. موزون.

**بِرَج ڀاشا**: ث (سن) ڀارت جي بِرَج علائقي (متراءِ ان جي آسپاس) جي ٻولي.

**بَرجستو**: ظ (ف. بَرجَسته) بروقت- عين موقعي تي- (ص) کڙو تڙو. چست. چالاڪ.

**بَرحالُ**: ظ (ف) حال تي. قائم. نيڪ- برابر. موزون.

**بَرحَقُ**: ظ (ف) سچ- درست- صحيح- برابر. (ص) حق تي- سچو.

**برخاست**: ظ (ف) بس ڪري اٿڻ (ڪچهري، محفل). موقوف (نوڪريءَ مان).

**بَرخِلاف**: ظ:(ف) اُبتڙ. مخالف. ناسازگار- ناموافق. (ص) مخالفت ڪندڙ- دشمن.

**بَرخُوردارُ**: ص (ف) شان وارو. خوش بخت- سڀاڳو. (ذ) پُٽ.

**بَرداشت**: ث (ف) سَهپ. بردباري- تحمل. صبرَ.

**بُردبارُ**: ص (ف) بار کڻندڙ. بارسهندڙ. برداشت ڪندڙ. حوصلي وارو. ڳنڀير- ڪاند وارو.

**بُردباري**: ث. سَهَپ- برداشت. صبر- ڪاند- حِلم.

**بَردَوام**: ظ (ف) هميشه- سدائين- دائم.

**بَردَه**: ص (ف) ٻانهو- گولو. غلام. وڪائل قيدي.

**بَرده فَروش**: ص. ٻانهن جو واپاري- غلامن جي تجارت ڪندڙ.

**بَرده فَروشي**: ث. ٻانهَن جو واپار- غلامن جي تجارت.

**بَرڙ ٻاڪاسُ**: ذ. "راڪاس" ڪان ٻہ وڏي بلا- ديوُ. (ص) ڪاٺو. پيٺو.

**بَر زَبان**: ظ (ف) زبان تي. ياد- حفظ.

**بَرساتَ، بَرساتِ**: ث. مينهن- بارش- وسڪارو.

**بَرسَر، بَرسِر**: ظ (ف) مٿي تي- سِرَ تي. مٿان.

**بَرسِر اِقتدَار**: ظ. اقتدار ۾ آيل. طاقتور. حڪومت ڪندڙ- حاڪم.

**بَرسِر ڪرڻ**: مٿي تي کڻڻ. پاڻ تي هموار ڪرڻ. قبول ڪرڻ.

**بَرسيمُ**: ذ. گاهہ جو هڪ قسم.

**بُرشُ**: ذ (انگ) وارن يا وارن جهڙين تندن مان ٺهيل هڪ شيءِ (جنهن سان ڪپڙو، بوٽ، ڏند وغيره صاف ڪجن). مصوري لاءِ وارن مان ٺهيل قلم.

**بَرصُ**: ذ (ع) ڪوڙهہ جو مرض.

**بَرصَواب**: ظ (ف) برابر- صحيح- پورو.

**بَرطَرفَ**: ظ (ف) پاسي تي- پري. الڳ. خارج- موقوف (ملازمت مان).

**بَرعَڪس**: ظ (ف) ابتڙ- خلاف.

**بَرغِلائڻُ**: مر (ف) ڀنيلائڻ- دوکو ڏيڻ- ورغلائڻ.

**بَرفَ**: ث ٠ف) ٿڌ ۾ ڄميل پاڻي- يخ.

**برفباري**: ث. برف وسڻ جي حالت.

**بَرفِي**: ث (ف) کير مان ٺهيل هڪ قسم جي مٺائي.

**بَرقَ**: ث (ع) وڄ- کِنوڻ. گاٺ جي گرمي سان هٿراڏو ٺهيل روشني- بجلي.

**بَرقَرار:** ظ (ف) بحال- قائم.

**بُرقعو:** ذ (ع. بُرقع) نقاب. زالن جي ستر ڍڪڻ لاءِ هڪ خاص لباس (جنهن ۾ سڄو جسم ڍڪجي وڃي). مراقبي ۾ جسم لڪائڻ جي چادر.

**بُرقعو مٿائڻ:** لاڏائو ڪرڻ- وفات ڪرڻ.

**بَرَڪَتَ:** ث (ع) واڌ- گهڻائي. دعا. ڳُٽپ ۾ "هڪ" جي بدران ڪم ايندڙ لفظ.

**بَرڪِي:** ث. ڦٽيون وجهڻ لاءِ وڏي ڳُوڻ.

**بَرڪُ:** ص (ع. بَرڪه) ڳاٺيتي ۾ ڀريون. سڀ ڪان سٺو. مشهور- ناميارو. اڳرو.

**بَرگُزيدَه:** ص (ف) چونڊيل- ڏٺيل. ڀهتل (شخص). معتبر- معزز.

**بَرمحَل:** ظ (ف) موقعي تي- بروقت- ٺهه ٺپ.

**بَرمَلا:** ظ (ف) کليو کلايو- ظاهر ظهور. ڏنو وائٺو.

**بَرمو:** ظ (ف) سوراخ ڪڍڻ جو اوزار- سيرائي. ڪوهه وارو نلڪو

**بَرميچَڻُ:** م (ف. برمچيدن) پاڻ کي هٿي جهڙو سمجهڻ. برابري ڪرڻ. سينو ساهڻ.

**بَرني:** ث (ف) شيشي، چيني يا پٿر جو ويڪري منهن وارو ٿانءُ (مربو آچار وغيره رکڻ لاءِ)- مَرتبان.

**بَرو:** ذ (ف. ببر) ٻڪر جو هڪ قسم. (ث. بُري).

**بُرويَلو:** ص. چڱو مَنو. نيڪ بَد.

**بَروَقت:** ظ (ف) انهي مهل. فورا- يڪدم. اُتي جو اتي- ٺهه ٺپ.

**بَروو:** ذ (س) هڪ قسم جو پکي. وڻ جو هڪ قسم. هڪ راڳڻي جو نالو. (ص) بيمار. گهايل.

**بِرهُ:** ذ. جدائي- وڇوڙو. وڇوڙي جو درد- ڦوڙائو. عشق- محبت.

**بُرهانُ:** ذ (ع) روشن دليل- يقيني ثابتي.

**بَرهارو، بَرهاڙو:** ذ. پاڻي جو ساندہ وهڪرو. سيلاب- اُٿل. آبڪلاني ۾ پاڻي جي اُٿل. وسڪاري جو آل جال پاڻي.

**بَرهَم:** ص (ف) چڙوچڙ- ٺڙيل پڪڙيل. ڪاوڙيل. ڏمريل- ناراض.

**بَرهَمِي:** ث. انتشار- ابتري. ڪاوڙ- ڏمر.

**بِرَهما:** ذ (سن) ايشور جي ٽن صفاتي روپن مان پهريون روپ. اُپائڻهار.

**بِرَهَمچارِي:** ذ (سن) اُهو برهمڻ جو جڻئي پائڻ کان گرهست (پرٿي) تائين سَتو جتو رهي. ڌرمي وديار ٿي.

**بِرَهَمَڻُ:** ذ (سن) هندو ڌرم جي چئن ورنن مان پهرئين ورن وارو (هڪ عقيدي موجب برهما جي مک مان پيدا ٿيل). ويدن جو ڄاڻو- پنڊت.

**بِرَهنَہ:** ص (ف) اگهاڙو- ننگو- عريان.

**بَري:** ص (ع) بيگناهہ- بي ڏوهي. آزاد.

**بَرِّي:** ص (ع) برپٽ جو- صحرائي. خشڪي جو.

**بَري:** ث. زناني چولي ۾ چاتي وٽ ٺهيل کيسو. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.

**بِريانُ:** ص (ف) پڳل. باهہ. تي پَڪل (گوشت). سڙيل.

**بِرياني:** ث (ف) گهڻي گوشت ۽ گيهہ وارو پُلاءُ.

**بِريز بِريز:** ث (ف) اجائي تڪڙ. وٺ پڪڙ. هاءِ گهوڙا.

**بِريڪ:** ث (انگ) روڪ. مشيني گاڏي کي روڪڻ جو اوزار.

**بَڙُ:** ذ. هڪ قسم جو وڻ (جيڪو هند ڌرم وارن لاءِ پوتر آهي).

**بَڙاشَ:** ث. ٻٽاڪ- ڊاڙ.

**بَڙائِي:** ث. وڏائي- سيٺ- آڪڙ.

**ٻَڙ ٻَڙ:** ث. بڪ بڪ. ٻُڻ ٻُڻ- ٻُٽ ٻُٽ.

**ٻَڙ ٻِڙيو:** ص. گهڻ ڳالهائو. زبان دراز.

**ٻُڙ ٻُڙ:** ث. بوڙيا ڪري وهندڙ پاڻي جو آواز. حقي يا چلم جو آواز.

**ٻَڙچي:** ث (ف. بَرچي) ڀالو.

**ٻُڙدالو:** ذ. پراءِ لاءِ وڏل اڳڙيون ٽڳڙيون.

**ٻُڙدانا ڪڍڻ:** اندر ڀيل سامان ٻاهر ڪڍڻ. آنڊا گجيون ڪڍڻ.

**ٻُڙڪَڻُ:** م. ٻُڙ ٻُڙ ڪرڻ. اُٻامڻ (پاڻي)- ٽهڪڻ.

**ٻُڙڪو:** ذ. پاڻي جي بوڙيي جو آواز. حقي يا چلم جو ٻُڙڪو. پاڻي ۾ گوتو کائڻ يا ڪرڻ جو آواز.

**ٻُز:** ث. (ف) ٻَڪري. (ص) بيوقوف- ٻُوڪ.

**ٻَزار:** ث (ف) ڏسو "بازار".

**ٻَزازُ:** ص (ع) ڪپڙو وڪڻندڙ- بجاج.

**ٻُزدِل:** ص (ف) ٻڪريءَ جي دل وارو. ڊڄڻو. ڪانئر.

**ٻُزدِلي:** ث. ڪانئرپڻو. بي همتي.

**ٻُزُرگُ:** ص (ف) وڏو. وڏيءَ عمر وارو- پيرسن. معزز. وڏو عالم. درويش.

**ٻُزرگي:** ث. وڏائي، عظمت، شرافت، درويشي.

**ٻَزگيرُ:** ص (ف. بَرزگر) هاري. ڪمي- پورهيت. نوڪر.

**ٻَزگيري:** ث. پورهيو. مزوري. چاڪري.

**ٻَزم:** ث (ف) محفل- مجلس- ڪچهري.

**ٻَزور:** ظ (ف) زور سان. زوري- جَبراً.

**ٻَس:** ث (ف) ماٺ- چُپ. نَهر. خاتمو- انتها. (ظ) بي طاقت- چٽ. بيڪار.

**ٻَس ٿي وڃڻ:** چپ ٿي وڃڻ. ختم ٿي وڃڻ. چٽ ٿي وڃڻ. ڏٻرو ٿيڻ. بي طاقت ٿيڻ.

**بَس:** ث (انگ) مسافرن جي سواري واري لاري.

**بَسا اوقات:** ظ (ف) گهڻو ڪري- عام طرح.

**بِساطُ:** ذ (ع) چوپڙ يا شطرنج راند جو خانن وارو ڪپڙو.

**بَسالَتَ:** ث (ع) بهادري- شجاعت.

**بُستانُ:** ذ (ف) باغ- چمن.

**بِستَرُ:** ذ (ف) بسترو- هنڌُ.

**بِستر بَندُ:** ذ. هَنڌ ويڙهي ٻڌڻ جو غلافُ.

**بِسترو:** ذ (ف) وڇائو- هنڌ. بسترو.

**بِسترو گول ڪرڻ:** هنڌ تپڙ ٻڌڻ. لڏي وڃڻ. بيدخل ٿيڻ.

**بِستري داخل:** ص. مريض- بيمار.

**بَستو:** ذ (ف.بستہ) اهو ڪپڙو جنهن سان هڙ ٻڌجي. ٿيلهو (ڪپڙن يا ڪتابن رکڻ جو)- پوٽڙي.

**بَستي:** ث (سن. وَستي) وسندي- آبادي- واهڻ.

**بَسَروچَشم:** ذ (ف) مٿي ۽ اکين تي. خوشيءَ سان.

**بُسري:** ث. ڳڙ واري ماني- ڳُڙهاڙي.

**بِسڪُوٽُ:** ذ (انگ. بسڪيٽ) اٽي، ميدي ۽ سٽي وغيره مان پڪل هڪ قسم جي مِٺي ٽِڪي.

**بِسمِ اللهِ:** ث (ع) "بسم الله الرحمٰن الرحيم" جا پهريان لفظ (الله جي نالي سان). شروعات- ابتدا. ٻار کي مڪتب ۾ ويهارڻ جي رسم. (ظ) پلي ڪري.

**بِسمِل:** ص (ف) ڪُٺل- ذبح ٿيل. گهايل- ٿٽيل.

**بَسَنتُ:** ذ (سن. وَسنت) بهار جي مند (چيٽ ۽ ويساک جي مهينن ۾ ٿئي). هڪ راڳڻي جو نالو.

**بَسي:** ث. چينيءَ جي پليٽ- ساسَر.

**بِسيار:** ص (ف) گهڻو- جهجهو.

**بَسِيطُ:** ص (ع) ڪشادو- وسيع. پکيڙيل.

**بِشارَتَ:** ث (ع) خوشخبري. مبارڪ- واڌائي.

**بِشاسُ:** ص (ع) خوش- سَرهو. کلمک.

**بَشرُ:** ذ (ع) اِنسان- آدمي- ماڻهو.

**بَشرِيَتَ:** ث. آدميت- انسانيت.

**بَشرِطيڪِ:** ظ (ف) انهي شرط سان.

**بُشڪُون:** ث (ف) گهوڙي جي ڪنڌ جا وارَ.

**بِشنِي:** ص. ڳنديچوڙ.

**بَشِيرُ:** ص (ع) بشارت ڏيندڙ. (ذ) نبي سڳوري جن جو هڪ لقب.

**بِصارَتَ:** ث (ع) اک جي روشني- نظر- ديد.

**بَصَرُ:** ذ (ع) اک. نگاه- بينائي

**بَصَرُ:** ذ (ع. بَصَل) پياز.

**بَصِيرُ:** ص (ع) ڏسڻ وارو- ڏسندڙ- بِينا. (ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**بَصِيرَتَ:** ث (ع) بينائي. اندر جو سوجهرو.

**بَطَنُ:** ذ (ع) پيٽ- شِڪَم. اندر- ڳُجهه.

**بِعثَتَ:** ث (ع) رسالت- پيغمبري- نبُوت.

**بَعد:** ظ (ع) پوءِ. پٺ ۾.

**بُعدُ:** ذ (ع) دوري- مفاصلو- وِٿي.

**بَعض:** ظ (ع) ڪي- ڪجهه.

**بَعضي:** ظ (ع) ڪنهن وقت- ڪڏهن- اِتفاقا.

**بَعضي بعضي:** ظ. ڪڏهن ڪڏهن.

**بِعَينِه:** ظ (ع) هوبهو- ساڳيو.

**بَغاعُو:** ذ. بغاوت- فساد. گوڙ- هنگامو. هُل.

**بَغاوَتَ:** ث (ف) سرڪشي- نافرماني. حڪومت جي مخالفت. وِڳوڙ- فساد.

**بَغدادُ:** ذ (ع) عراق جو هڪ شهر. (بغداد جي تباهي تان ڪنايه معنيٰ) ظلم- قهر.

**بُغدِي:** ذ. ف (بُختي) سگهارو لاڏو اُٺ.

**بُغضُ:** ذ (ع) ڪِينو- حسد. دشمني- وير.

**بَغَلُ:** ذ (ف) ڪڇ.

**بَغل ٽيلهو:** ذ. ڪڇ ۾ ڪٺي هلڻ جهڙو ٽيلهو. (ث. بغل ٽيلهي).

**بَغل لوڪڻ:** خوشيءَ مان ڪڇون لوڪڻ. خوش ٿيڻ. ڪڇيون هڻڻ.

**بَغلگِيرُ:** ظ. ڀاڪرين- ڀاڪر ۾.

**بَغلِي:** ث (ف) قميص يا پهراڻ ۾ ڪڇ واري حصي جو ڪپڙو. اُٺ جي هڪ بيماري. بغل ٽيلهي. ملهه يا راند جو هڪ داءُ.

**بَغَير:** ظ (ع) کان سواءِ- علاوه- بنان.

**بَقا. بَقاءَ:** ذ (ع) هميشه رهڻ جي حالت. جٽاءُ..

**بَقالُ:** ص (ع) ڀاڄي يا ميوو وڪڻندڙ. بڪاري.

**بَقايا:** ث (ع) بچت- ڀاڃي. رهيل رقم (قرض).

**بَقَرهُ:** ذ (ع) ڳئون- وَهُڙي. قرآن شريف جي هڪ سوره.

**بَقرعيد:** ث. عيدالاضحيٰ- حج واري عيد.

**بُقعه:** ذ (ع) هنڌ- ماڳ.

**بُقعه نورُ:** ذ. نُور وانگر نهايت روشن هنڌ.

**بَقِيه:** ذ (ع) باقي رهيل حصو- بچت.

**بَڪَ:** ث. اجايو ڳالهاءُ. يخي. ڳالهه جي اجائي ديگهه.

**بَڪ ڪرڻ:** جهڳي هڻڻ. گهڻو ڳالهائڻ. بيهودو ڳالهائڻ.

**بُڪُ:** ذ. (ٽنگ جي) ڀِني. ڏونرو (ٻانهن جو).

**بُڪُ. بُوڪُ:** ذ (انگ) ڪتاب.

**بَڪارِي:** ص (ع. بَقال) ميوو ڀاڄي يا گل وڪڻندڙ. (ث. بَڪارڻ).

**بُڪاءُ:** ذ (ع) روڄ- ماتم.

**بَڪ بَڪ:** ث. بڪواس- يخي. اجايو گهڻو ڳالهائڻ.

**بَڪتَر:** ث (ف. بگتَر) لوهه جي زره.

**بَکَرُ:** ذ (ع، بقل) سائي ڀاڄي ۽ ميوو. وکر.
**بَکرَمُ:** ذ (انگ) ڪپڙي جو هڪ قسم (ڪوٽن وغيره ۾ استر جي ڪم اچي).
**بَڪَلُ:** ذ (انگ) وارن کي قابو بهارڻ جو ڪلپ. سپاهي کي عهدي جي سڃاڻپ لاءِ مليل ٻلو.
**بَڪَڻُ:** م. گهڻو ڳالهائڻ. اجايو ڳالهائڻ. اڏنگو ڳالهائڻ. وٽلڻ.
**بَڪواسَ:** ث. بڪ بڪ- يخي. بيهودي گفتار.
**بَڪواسِي:** ث. بڪ بڪيو- گهڻ ڳالهائو- واتراڏو.
**بُڪِي:** ث. گڙدو- پڃي (تنگ جي).
**بَڪُ:** ذ. ڪاڄ. ٻَلُ- قرباني.
**بُڪَ:** ث. ڪاڏي جي اشتها. لنگهڻ- فاقو. هٻچ- حرص.
**بکارو:** ص. بکيو- لنگهئو. (ث. بکاري).
**بکائِجَڻ:** م. بک لڳڻ. لنگهڻو. سِڪايل. بکايل: ص. بکارو- بکيو-
**بَکَڻُ:** م. روشن ٿيڻ. چمڪڻ- دونڪڻ. ٻرڻ (باهه). ڏڳڻ (ٽانڊا). ظاهر ٿيڻ- ڏيکائي ڏيڻ.
**بِکيا:** ث (سن. ڀِڪشا) ڀيک- خيرات- دان.
**بِکياري:** ص. پينو- گداگر- فقير.
**بکيڙو:** ذ. تڪرار- جهيڙو. هُل- گوڙ. انتشار.
**بُکيو:** ص. بُکايل. هٻڇي. لالچي. (ث. بُکِي).
**بکيي پيٽ:** بک ۾. نيراني- لنگهڻي.
**بَکُ:** ص. اَڇو- سفيد (ذ) ڪوڙهه جو اڇو ٽڪو. پوک جو هڪ مرض (جنهن ۾ پن اڇا ٿي وڃن).
**بِگاڙُ، بِگيڙُ:** ذ. خرابي. ڦيٽارو. نفاق- انٿيٽ.
**بِگاڙڻ، بِگيڙڻ:** م. ڦٽائڻ. ڪارڻ- خراب ڪرڻ.
**بِگاڙو:** ذ. خرابي. ڦيٽارو. نفاق.
**بِگرِ:** ظ (ع. بِغَير) سواءِ- ڌاران- بنان.

**بَگرِي:** ث (ف. بغلي) ڳوٿري (جا بغل يا ڪڇ ۾ ڪٺي هلجي).
**بِگڙَڻُ:** م. خراب ٿيڻ- ڦِٽڻ. ڪاوڙجڻ- ڏمرجڻ.
**بِگِلُ:** ذ (انگ) توُتارو.
**بِگل ڦري وڃڻ:** جنگ جو اعلان ٿيڻ. خيال مٽجي وڃڻ. حالت خراب ٿيڻ. حواس خطا ٿيڻ.
**بَگو:** ص. اَڇو- پُورو- سفيد. اڇي رنگ جو (جانور وغيره). (ث. بَگِي).
**بگو:** ذ. ٿڻ مان کير ڏائڻ لاءِ ڦُر جو ٿُونو. ٿڻ مان ڳُوهي ڪڍڻ لاءِ مُٺ جي نِپوڙ.
**بگو هڻڻ:** ٿونو هڻڻ. ڪجهه حاصل ڪرڻ لاءِ حيلو ڪرڻ. ڏٿو ڏيڻ.
**بَگِي:** ث. چئن ڦيٽن واري گهوڙي گاڏي- وڪٽوريا گاڏي.
**بگهاڙُ:** ذ. بَگهڙُ. (ث. بگهاڙي).
**بگهاڙِي، بَگهياڙي:** ث. لوهي ڪوڙڪو (جنهن ۾ شڪار جي جانور جي ٽنگ ڦاسي). پاڪڙي کي مضبوطي سان ٻڌڻ لاءِ لوهي دوشاخي ڪِلي.
**بَگهڙُ:** ذ. هڪ مشهور جهنگلي جانور- گرگ. (ص) ڦُرت. چالاڪ.
**بَگهياڙِي:** ث. مادي بگهاڙين جو ولر.
**بِلُ:** ذ (انگ) خريداري جي وچور جو چِٺو. ڀگهار وغيره جو اختياري حڪم. قانون جو مسودو.
**بُلُ:** ذ. ٽپ- چال. بال جو ٽيڙ- ٽينگ. لغڙ کي اُڇل. گري (ڪمند جي). ڏوڏو (آگر جو). وَجهه- موقعو. وَٽُ- مروڙ.
**بُلَ ڪائڻ:** ٽپ ڏيڻ. وَٽ ڪائڻ. لُڇڻ (سُور ۾). لڇڻ ٽٽڪڻ. ڪوشش ڪرڻ- جَهٽ هڻڻ.
**بَلا:** ث (ع. بَلاءِ) مصيبت. زحمت- تڪليف. جنّ

يوت. ربَ-.آفت. نانگ جو هڪ قسم (جيڪو ڦُڻ نہ ڪڍي). (ص) چالاڪ. هوشيار.

**بِلا:** ظ (ف) کان سواءِ- بغير- ڌاران- بنان (عموما مرڪب لفظن ۾ ڪم ايندڙ اڳياڙي جئين: بِلا تاخير، بِلاوجه وغيره).

**بِلاشڪ:** ظ (ف) بنان شڪ جي- بيشڪ. يقيناً.

**بَلاغَت:** ث (ع) ڪلام جي سيني خوبين ۽ معنائن جي ادائگي. خوش گفتاري سيڪاريندڙ ڪلام (جنهن جون ٽي شاخون: علم معاني، علم بيان، علم بديع).

**بِلاڪُ:** ذ (انگ) ڪارب. ڪنهن لکيت يا نقش جو سانچو. زرعي زمين جو سورهن ايڪڙن وارو ٽڪ.

**بِلاوَلُ:** ذ. شاه جي رسالي جو هڪ سُر. هڪ ناٿ ۽ راڳڻي جو نالو.

**بِلائتو:** ص. هٿيڪو- سوگهو- قابو (ث. بلائتي).

**بَلائُو:** ذ. ٻارن کي ديڄارڻ لاءِ خيالي جانور- ٻائُو.

**بَلبُ:** ذ (انگ) بجليءَ تي ٻرندڙ شيشي جو گولو.

**بَلبَل:** ث. هار سينگار يا ڏيک ويک (جنهن جي ڏسڻ سان وات مان "بَلي بلي" جا لفظ نڪرن).

**بُلبُلِ:** ث (ف) مشهور ننڍڙو پکي- بُربل- پوري.

**بُلبل چَشم:** ذ. هڪ قسم جو سنهون چاريدار ريشمي ڪپڙو. کيس جو هڪ قسم.

**بَلَديَه:** ث (ع. بلده) شهر. شهري انتظام جي جماعت- ميونسپل.

**بُلغارُ:** ذ. ساوڪ- سرسبزي.

**بَلغَمُ:** ذ (ع) ڦڦڙن ۾ پيدا ٿيندڙ خِلط (جيڪو کنگهڻ سان خارج ٿئي). ڪانگهارو.

**بَلڪِ:** ذ (ع. بل+ ف. ڪه) پر- انهي هوندي. ويتر.

**بلڪُل:** ظ. ڏسو "بالڪل". بِنهہ- سراسر- سمورو.

**بلمُفتو:** ظ. مفت ۾- اجايو. بيڪار.

**بُلَند:** ظ (ف) اُوچو- اُتانهون. مٿانهون- اعليٰ. برتر.

**بُلندي:** ث. اوچائي. برتري.

**بِلو:** ذ. حيلو- اُپاءُ- تدبير. بندوبست. تدارڪ. واهہ. ليکو- حساب جو وچور. اهڃاڻ.

**بِلوييلي:** ث. حيلو وسيلو. ليکو چوکو.

**بلوچَ:** ذ (ف) بلوچستان ۾ رهندڙ قومون.

**بِلورُ:** ذ (ع) چمڪندڙ ۽ شفاف شيشو. قدرتي شيشو. شيشي جي گولي- ڇڏو.

**بُلوغَتَ:** ث (ع) بالغ ٿيڻ جي وهي. ساماڻجڻ جي حالت. جواني.

**بَلوو:** ذ (ف) بغاوت- وڳوڙ. فساد. شورش.

**بَلهوير:** ص. بي حياءَ- بي ساڃاهہ. ڪميڻو. وحشي.

**بلِيڪ بورڊُ:** ذ (انگ) اسڪول ۾ چاڪ سان لکڻ لاءِ ڪارو تختو.

**بَلي:** ذ (ع. بَليٰ، ف. بلي) هائو. واهہ! خوب! مار!

**بَلي بَلي:** ذ. واهہ واهہ!

**بِلي:** ظ. واسطي- لاءِ. حوالي. ليکي ۾.

**بِلي:** ث. ڳري (ڪمند جي). ڏوڏو (آڳر جو).

**بَلِيغُ:** ص (ع) خوش ڪلام. خوش بيان. ادبي زبان جو ماهر.

**بَمُ:** ذ (ف) دهل، ڊڪڙ، نغاري وغيره جو ڳري آواز وارو تَر پاسو. رعب- دهمان. ڏٽو- دم. گهوڙي گاڏي ۾ ڊپاسي واري اُها ڪاٺي جنهن سان گهوڙو ٻڌجي. (انگ) بارود جو گولو.

**بَمباري:** ث. گولن جو وسڪارو.

**بَم بَکيڙو:** ذ. وڏو بندوبست. گوڙ گهمسان.

**بَم گولو:** ذ. بارود جو گولو.

**بَمبُو:** ذ (انگ) ٽيليفون يا تار جو پورو لوهي ٿنيو.

**بَمجَڻُ:** م. هوا سان ڦوڪجڻ. ڏٽجڻ. سيٽجڻ.

**بَمع:** ظ (ع) گڏ- ساڻ- سميت.

**بَنُ:** ذ (سن. وَن) جهنگل- وڻڪار.

**بَنُ:** ذ. ٺاهہ- سينگار.

**بَن بَنائڻ:** وڏا بندوبست ڪرڻ. رٿون رٿڻ. محفل سينگارڻ.

**بِن:** ظ. بنان- ڌاران- سواءِ- بغير.

**بِنُ:** ذ (ع) پٽ- ولد.

**بِنا، بِنان:** ظ. سواءِ- ڌاران- بغير.

**بِنا، بِناءِ:** ث (ع) پيڙهہ- بنياد. اڏاوت. سبب.

**بَنات:** ث (ف. بانات) ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم.

**بَناسپتي:** ذ. جهنگلي ٻُوٽا ۽ گاهہ. سبزين جي تيل مان ٺهيل گيهہ.

**بَناوَتَ:** ث (ع. بَنيٰ) اڏاوت- عمارت. بيهڪ. ساخت- گهاڙيٽو. جوڙجڪ- ٺاهپ. ڏيکاءُ.

**بَناوَتي:** ص. ملاوتي- گاڏڙ. جڙتو- نقلي.

**بَنائِڻُ، بَڻائڻُ:** مر (ع. بَنيٰ) ٺاهڻ- جوڙڻ. اَڏڻ. مَنڍڻ. سينگارڻ. رٿڻ- سِٽڻ.

**بِنتُ:** ث (ع) ڌيءَ- دختر.

**بَنجَڻُ، بڻجڻ:** مر. ٿهڻ. ٿيڻ (اڏاوت). راس ٿيڻ.

**بَندُ:** ذ (ف) روڪ- جهَل. منع- بندش. قيد. پاڻي کي روڪڻ لاءِ مِٽيءَ جو بنو. ٻن ٻارن جي وچ واري ڪَڙ. سَنڌُ (عضون کي ڳنڍيندڙ). ڪانن جو ڳڏو. گهوڙي يا ڪُتي جو ڇَڪُ. شعر جي هڪ مصرع. ملهہ جو هڪ داءُ. (ص) ٻَڌندڙ (جيئن ازاربند، جلد بند وغيره). (ظ) قابو- سوگهو. گرفتار. جهليل. ٻُوريل (در).

**بَندِگيرُ:** ص. باندي- قيدي.

**بَنديخَانو:** قيدخانو- جيل.

**بَندجَڻُ:** مر. روڪجڻ. جهلجڻ. ٻڌجڻ- گرفتار ٿيڻ.

بند ٿيڻ. پُورجڻ. ڪُڙجڻ. لِڱ چڙهڻ.

**بَنڌَرُ:** ذ (ف) دريا يا سمنڊ جي ڪناري وارو ٽڪُ. دريائي يا سامونڊي ڪناري وارو شهر.

**بَندرگاهہ:** ذ. جهازن وغيره جي لنگر هڻڻ وارو ٽڪُ.

**بَندَرُ:** ث. ڊگهو آهرو (جنهن ۾ هڪ ئي وقت گهڻا جانور چارو کائي سگهن).

**بندرو:** ص. ننڍي قد وارو. (ث. بِندري).

**بَندِش:** ث (ف) روڪ. جهل- منع. جملي ۾ لفظن جي موزون بيهڪ

**بَندگي:** ث (ف) ٻانهپ. عبادت. اطاعت. آداب.

**بَندَڻُ، بَندِڻُ:** مر. بند ڪرڻ. روڪڻ- جهلڻ. اَڏ ڏيڻ. ٻڌڻ- سوگهو ڪرڻ. پورڻ. قيد ڪرڻ.

**بَندو:** ذ (ف. بنده) ٻانهو- غلام. نوڪر. ماڻهو. (ث. بَندِي).

**بَندوبَستُ:** ذ (ف) جوڙجڪ- ٺاهہ ٺوهہ- انتظام.

**بَندوُقَ:** ث (ت) هڪ بارودي هٿيار (ڪارتوس ۽ گولين هلائڻ لاءِ)- ٽُفنگ.

**بَندُوقچي:** ص. بندوق هلائيندڙ- تفنگچي.

**بَندهَ:** ذ (ف) بندو. ٻانهو- غلام.

**بَنده پَروَرُ:** ص. ٻانهن جي پرورش ڪندڙ. حاڪم.

**بَنده نَوازُ:** ص. ٻانهن تي مهرباني ڪندڙ.

**بَندي:** ث (ف) بندش. منع. قيد. ٻَڌڻ يا بند ڪرڻ جو عمل (جيئن جلد بندي، حدبندي وغيره). ٻانهي. قيدياڻي. ننڍو ڪتابڙو- چوپڙي. ليکي چوکي جو ڪتاب- وهي.

**بنديون پٽڻ:** وهيون جاچڻ. اعمال نامو جاچڻ. عيب ثواب اُگهاڙڻ.

**بنديائي:** ث. قيدياڻي- باندي.

**بُندُ:** ذ. ٿُڙ يا وڏو ٿُلهو ڏار. ٿُلهو ڪاٺ. (ص) ٿلهو

(ماڻهو). چڙوچاندِ.

**بُندِ پَٽائڻ:** پيچي وجھڻ. وَنڻون وجھڻ.

**بُندِ وجائڻ:** پاڙئون پٽڻ. ناس ڪرڻ. وجود گم ڪرڻ.

**بَنڊَلُ:** ذ (انگ) ٿهو- دستو. ٻڌَل پُڙو.

**بنڊل هڻڻ:** ڏٽا ڏيڻ- ڪوڙ هڻڻ. ٻٽاڪون هڻڻ.

**بُنڊي:** ث. ٿلهيرڙي ڪاني. ٻرندڙ ڪاني- اُماڙي.

**بَنرو:** ذ. گهوٽ- لاڏو- ونو. (ث. بنري).

**بَنِسبَتِ:** ظ (ف) بابت- باري ۾- متعلق.

**بَنسري:** ث. وڄائڻ جو مشهورساز- بانسري.

**بَنگلو:** ذ (انگ) ڪشادي ۽ وڏن ورانڊن واري عمارت (جنهن جي اڳڻ ۾ باغيچو به هجي).

**بَن مانس:** ذ. جهنگلي رڇ جو هڪ قسم.

**بَنو:** ذ. گهوٽ- لاڏو- بَنرو.

**بَنُو:** ذ (ع) پٽ- اولاد ( بنو آدم، بنَو اميہ وغيره).

**بِنو:** ص. پيئل نڪ وارو- مِنو. (ث. بِني).

**بَنواسُ:** (سن) جهنگل ۾ واسو. دنيا کي ترڪ ڪري جهنگ ۾ وڃي رهڻ. برهمڻن جي حياتي جو هڪ آشرم.

**بِنهہ:** ظ. هرگز- مُور- پَٽيءَ- بلڪل.

**بَني:** ذ (ع) اولاد- پُٽ ( بني آدم. بني اسرائيل وغيره).

**بَني آدم:** ذ. آدم جو اولاد- انسان ذات.

**بَني بَشر:** ذ. انسان ذات. ماڻهو جيٽو.

**بُنيادُ:** ذ (ف) پيڙهہ. پاڙ- جَڙ. بُنڊ. شروعات.

**بُنيادي:** ص. شروعاتي. اصلي. قديمي. پيڙهائتو. خانداني شرافت وارو.

**بُنُ:** ذ (ف. بُن) پاڙ- جَڙ. پيڙهہ- بنياد. منڊ. نسل- پِري- اولاد. خاندان- آکهہ.

**بُڻائتو:** ص. خانداني. سُٺي نسل وارو- پيڙهائتو.

**بُڻ بُنياد، بُڻ بُڻياد:** ذ. اصل نسل.

**بَڻتَ:** ث. ٺاهہ- اتفاق. سنو سلوڪ.

**بَڻڇي:** ث. (ف. برڇي) لوهي ڇهنبدار لٺ- ڀالو.

**بَڻڻُ:** م. بنجڻ. ٺهڻ- جُڙڻ.

**بُو:** ذ (ع. "اَبُو" جو مخفف) پيءُ (جيئن بُوعلي، بوتراب وغيره).

**بُو:** ث (ف) بُوءِ- بانس. اثر.

**بَواسير:** ذ (ع) موڪا. موڪن جي بيماري.

**بُوالعَجبُ:** ذ (ع) حيرت جهڙو- عجيب.

**بُوالفُضُولِ:** ص (ع) اجايو خرچ ڪندڙ- هٿ ڦاڙ.

**بُوالهَوَسِ:** ص (ع) لالچي- حريص. سڙيو.

**بُوبنا، بُوبني:** ص. سهٽي. البيلي. پياري.

**بوتَلَ:** ث (انگ) ٻاٽلي- شيشو.

**بوتو:** ذ. بُت (مِٽي، پٿر، ڌاتو وغيره مان ٺهيل)- پُتلو- مجسمو. بدن- جسم. ڪارب- سانچو. ننڍو اُٺ- گوُنرو- ڪنوات.

**بُوتو:** ذ. جسم- بدن. طاقت- ٻل.

**بُوٽُ:** ذ. (انگ) انگريزي نموني جي مرداني جُتي.

**بوٽ:** ث. هلڪو تپ- تؤنس.

**بُوجَرَ:** ذ. ڪپڙي وغيره جون ٽوپي کان ٻاهر نڪتل تندون. تاندورا. مُنجهل وار. ٻُجَ.

**بُوجرو:** ص. ٻُجن وارو.

**بوجو:** ذ. بار- وزن- بوجهہ.

**بوڇُ:** ذ. بڇڙائي- بَدي. گناهہ- ڏوهہ.

**بوڇڻُ:** ذ. ڪُلهي تي رکڻ لاءِ پوتڙو يا ٽوال.

**بوڇٽي:** ث. ڇَريل اوڍڻي- چُني.

**بودِ:** ث (ف) خوشي. مستي- خمار. سامت. سجاڳي.

**بود ۾ اچڻ:** سامت ۾ اچڻ. بيماريءَ مان ڪجهہ ساهہ

پٽڻ. سچيتائي ۾ اچڻ.

**بُود:** ذ (ف) هئڻ. هستي- وجود. بقاءُ.

**بُودوباش:** ث. موجوگي. رهائش- سڪونت.

**بُودڪي:** ث. پُور- ريچڪ.

**بُودَلُ:** ص. بيعقل. وائڙو- واڄان. چريو (ث. بُودَلِ).

**بودلو:** ص. پورڙو- موڳو. ٻالو ڀولو. چاڳلو- لاڏلو. (ث. بودلي).

**بودو:** ذ. (ف. بوته) ٻوٽو- اُٺ.

**بوڊُ:** ذ. جُون- ٽولهو.

**بوڊو:** ذ. سِنگهَ- گوهو.

**بورُ:** ذ. سونهري يا ڳاڙهي رنگ وارو گهوڙو.

**بوراڪُ:** ذ. نئون ساماڻل ڇوڪرو- نوخيز ڇوڪرو. ڳڀرو. بالغ. (ث. بوراڪِ).

**بورائو:** ص. اڳواڻ- سُونهون. رستو ڏيکاريندڙ (هنگلاج ڏانهن ويندڙ قافلي جو). رهنما- رهبر.

**بورچي:** ص (ت. باورچي) رڌپچاءُ ڪندڙ- راڌو. (ث. بورچياڻي).

**بورچي خانو:** ذ. رڌڻو.

**بورڊُ:** ذ (انگ) سڪول ۾ چاڪ سان اکرن لکڻ لاءِ ڪاٺ جو ڪارو تختو. ڪاروباري ڪاميٽي- انجمن.

**بوريا:** ذ (ف) ٽڏو.

**بوريانشين:** ص. تڏي تي ويهندڙ. مسڪين.

**بوڙ:** ث. اُٺ جي مستيءَ واري گوڙ.

**بوڙيندو:** ذ. ڳڙ يا کنڊ ۽ ترن مان ٺهيل لڏون. مٽيءَ جو پورو گولڙو (جنهن ۾ ٽي سوراخ ڪري سازن طور ڪم آڻين).

**بوڙيو:** ذ. جَرڦوٽو- حُباب.

**بُوزُ:** ص (ف. بُز) ٻڪر جهڙو. جهنگلي. بيوقوف.

**بوستانُ:** ذ (ف) باغ- بُستان.

**بوسڪي:** ث. سِلڪ (ڪپڙو).

**بوسو:** ذ ڇيٿو. وڏو ڇيٿو.

**بوسو، بوسَہ:** ذ (ف. بوسه) چُمي- مِٺي.

**بُوسو:** ذ. ڪڻڪ جي اٽي جو ڇاڻُ- ڪَترَ.

**بوسِي:** ث. درياءَ جي سيلاب تي ٿيندڙ پوک.

**بوسِي ٽڪا:** بنا پورهئي حاصل ٿيل رقم.

**بوسِيدَہ:** ص (ف) پُراڻو ۽ ڳريل- جهونو ۽ سڙيل.

**بُوڪَڻُ:** م. تيڪڻ- دست هڻڻ. ڏچڻ.

**بوڪڙُو:** ص. بڪيو. ٻي پاڙو- رولو. سُجو- ڪنگال.

**بولُ:** ذ (ع) مقعد. پيشاب.

**بولاٽي:** ث. بازولي- ڪلابازي.

**بولاندو:** ذ. وڏو آندو.

**بُولو:** ذ. ٽَڪ جو هڪ ڳهه.

**بُولِي، بُولڙي:** ث. ننڍو بُولو (ڳهه).

**بُونبُ:** ذ. ڪُوهو (ٻيڙي يا جهاز جو). گنبذ جي چوٽي. نِيل جي ڪنگري ڪٺ جي پائي جي مٿين ٻنجي.

**بُوندَ:** ث. ڦُڙو- قطرو. ڪَٽي (مِينهن جي). ڦُڙ ڦُڙ- سنهون مينهن.

**بُوندِي:** ث. مٺائي جو هڪ قسم- نُختِي.

**بُوندِ:** ث. ڏُنڊي (جنهن ۾ ميوو لٽڪيل رهي).

**بونَسُ:** (انگ) پگهار کان وڌيڪ مليل عطيو يا بخشش.

**بوهي ڇٽا، بوهي مڱُ:** ذ. هڪ قسم جي پوک ۽ ان جو ٻج (تيلي ٻج)- سنڌي ڪاچا.

**بُوءِ:** ث (ف. بُو) واسُ- هڳاءُ. خوشبوءِ- سُرهاڻ.

**ٻهَ:** ذ. "پهڻ" جون سوراخدار ڏگهيون پاڙون (ياجي طور ڪم اچن).

**ٻهُ:** ذ. ڪڻڪ جي ڳاهيل ناڙي جو پُرڪٽ (جيڪو مال جي چاري وغيره طور ڪم اچي).

**بَها:** ث (ف) ملهه- قيمت.

**بَها بَرڪت:** ث. اگھہ جو استحڪام ۽ نفعو. فائدو.
**بَهادُرُ:** ص (ف) پهلوان- سورهيہ.
**بَهادُري:** ث. پهلواني- سورهيائي.
**بَهارَ:** ث (ف) بسنت رُت. وڻن ۽ گلن ٻوٽن جي ڦوٽهڙي جي مند.
**بَهارِي:** ث. خوشي. موج. فرحت- آنند. رونق.
**بهاري قراري:** ث. سک آنند. خوشي ۽ چڱيلائي.
**بَهارِجَڻُ:** م. بهاريءَ ۾ اچڻ. موج ۾ اچڻ. سرسبز ٿيڻ. گُل ڦل ٿيڻ.
**بَهانو:** ذ (ف. بهانه) عُذرَ- مِهڻُ. سبب. حيلو.
**بَهانِي باز:** ص. ڪوڙا عذر ڏيندڙ. نٽائو. ڊونگي.
**بَهبُودِ، بهبودي:** ث (ف) ڀلائي- خيرخواهي. بهتري- سڌارو.
**بُهتانُ، بُهتانو:** ذ (ع) الزام- تهمت.
**بُهتان تَراشي:** ث. الزام هڻڻ- تهمتون هڻڻ.
**بِهتَر:** ص (ف) وڌيڪ چڱو- تمام سٺو.
**بِهتَرِي:** ث. ڀلائي- چڱائي. فائدو.
**بَهرَحال، بهرَ صُورت:** ظ. ڪنهن بہ طرح- جيئن بہ ٿي سگهي. ڪيئن بہ ڪري- ڪنهن بہ نموني.
**بَهرو:** ذ (ف. بَهرَه) حصو- ڀاڱو. فائدو.
**بَهرو وٺڻ:** حصو وٺڻ- ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ.
**ٻُهرو:** ذ. زمين دوز ڪوٺي- تهخانو.
**بِهِشتُ:** ذ (ف) جنت- سرڳ. فرحتي جاءِ. عيش آرام جي جاءِ.
**بهشت ۾ خچر:** صلح ۾ وڳوڙ. امن ۾ فساد.
**بِهِشتِي:** ص. جنتي. بهشت جي لائق. ڀخالي.
**ٻَهڪَ:** ث. ڦونڪ- ٻاهوڙ (ڪتي جي).
**ٻَهڪَڻُ:** م. ڦونڪڻُ- ٻَهڻُ.
**بَهم:** ظ (ف) پاڻ- گڏ- ساڻ.
**ٻَهڻُ:** م. ڦونڪڻ- ٻاهڙ ڪرڻ. ٻَڪڻ. وڪڻ.
**بَهَڻُ:** ذ. هڪ مشهور وڻ (جنهن جو ڪاٺ جنديءَ جي هنر ۾ ڪم اچي).
**ٻُهورَ:** ذ. ٻُورَ- ويڇارَ- ڳڻتيون.
**ٻُهورَ ۾ پوڻ:** ڳڻتين ۾ پوڻ. گهڻي ڳالهہ ۾ پوڻ.
**بِهي خواه:** ص (ف) ڀلو چاهيندڙ- گهڻگهرو.
**بِهيرَ:** ث (ف) لشڪر. اڻالو. ساٿ. انبوه. قطار.
**بَهيميه:** ذ (ع) مِرون- حيوان.
**بَتِنِسَرَ، بَينسَرَ:** ث. نَڪَ جو هڪ ڳهڻُ- نَٿَ.
**بي:** ظ (ف) سواءِ- ڌاران- بغير. انڪاري معنيٰ ڏيکاريندڙ صفاتي اڳياڙي ( بي ادب، بي عقل وغيره).
**بي آبُ:** ص. سُڪل- خشڪ. بي مانو- بي عزت.
**بي آبرُو:** ص. بي مانو- بي عزت.
**بي آرامُ:** ص. بيقرار- بيچين. جنهن کي ننڊ نہ اچي.
**بي آرامي:** ث. بيقراري. آنڌمانڌ- لوچ پوچ.
**بي اِتفاقي:** ث. ناسازي- اڻبڻت.
**بي اثرَ:** ص. اثر کان سواءِ- بيفائدو.
**بي اِختيارُ:** ص. بيوس- مجبور.
**بي اَدَبُ:** ص. ٻئي جي عزت احترام نہ ڪندڙ.
**بي اِعتِبار:** ص. بي ڀروسي- غيرمعتبر. بي ويساهہ. ڪُپتيو- خيانتي.
**بي اِعتِدالي:** ث. بي راهہ روي. اصول يا قاعدي کانَ بيپرواهي.
**بي اِعتِقاد:** ص. ڪنهن بہ معاملي ۾ ويساهہ نہ رکندڙ- بي ويساهو.
**بي اِعتِمادي:** ث. بي اعتباري- بي ويساهي.
**بي اِعتِنائِي:** ث. بي ڌياني- لاغرضي.
**بي اَنت:** ظ. بي انتها. اڻاهہ- اڻهو. تمام گهڻو.
**بي اِنتِها:** ظ. بي انت- تمام گهڻو.

**بي آنداز:** ظ. اڻ ڳڻيو- بيشمار.
**بي انصافي:** ث. آنياء- ناحق. ظلم- انڌير.
**بي اولادي:** ص. اولاد کان سواءِ- جنهن کي اولاد نه هجي.
**بي اونو:** ص. بي فکر. بنا ڪنڪي.
**بي اِيمان:** ص. بي اعتبار- ڪپٽيو. دغاباز. بزدل.
**بي اِيماني:** ث. ڪپٽ. دغابازي- نڱي. خيانت.
**بي بدل:** ظ. جنهن جو مَٽ نه هجي- لاثاني.
**بي بَقا:** ظ. جنهن کي دوام نه هجي- غيرمستحڪم. فاني- ناپائدار.
**بي بَندوبَستي:** ث. بي انتظامي- بي ترتيبي.
**بي بُنياد:** ص. جنهن جو بڻ بنياد نه هجي. بداصل. بي حقيقت. انواهي (ڳالهه).
**بي بَها:** ص. جنهن جي قيمت ڪٿي نه سگهجي- املهه.
**بي بَهرَه:** ص. بي نصيب. محروم.
**بي تارو، بي تالو:** ص. جيڪو سُر تار تي پورو نه هجي.
**بي تحاشا:** ظ. بي اختيار- بيڌڙڪ- بنا ڪنهن ڊپ ڊاءِ جي.
**بي تَرتِيب:** ص. پوريءَ سٽاءِ ۾ نه. تنظيم کان سواءِ.
**بي تعلقُ:** ص. سواءِ ڪنهن لڳ لاڳاپي جي. غيرواسطيدار. آزاد.
**بي تقصير:** ظ. ڏوهه کان سواءِ- بيگناهه- بي ڏوهي.
**بي تَڪَلفُ:** ظ. بي حجاب- بنا ڪنهن هٻڪ جي.
**بي تُڪو:** ص. ناموزون- اڻ ٺهندڙ- فضول.
**بي توجه:** ظ. بي ڌيان- بي خيال- لاپرواهه.
**بي تَوفِيق:** ظ. بي طاقت. بي زور. بي پهچ. بيوس.
**بي ثَمرَ:** ص. جنهن کي سفر جو سامان ساڻ نه هجي. هٿين خالي.
**بي ثَمرِي:** ث. بي سروساماني- تنگدستي.
**بي ثَباتِي:** ث. ناپائداري- فنا.
**بي پاڙو:** ص. بي بنياد. جنهن جو ڪو خاندان يا ٺڪاڻو نه هجي. (ث. بي پاڙي).
**بي پايان:** ظ. جنهن جو ڇيهه نه هجي- بي انت.
**بي پِتو:** ص. جنهن تي ڪنهن به ڳالهه جو اثر نه ٿئي. ٺَود. بيشرم. (ث. بي پِتي).
**بي پَردَه:** ص. بنا پڙدي. مُنهن اُگهاڙي. ظاهر- کُليل.
**بي پيرُ، بي پيرو:** ص. جنهن جو گُر پير نه هجي. بي لحاظ- بي مروت.
**بي جسَو:** ص. بي سوڀو. جنهن جي ڪوشش ۾ ڪاميابي نه هجي.
**بي جِگرِي:** ث. بي ڊپائي. سورهيائي.
**بي جوڙُ:** ص. اڻ ٺهندڙ- ناموزون. ناخوش- بيمار.
**بي جوکو:** ص. خوف خطري کان سواءِ. بي ڊپو.
**بيچوُن و چرا:** ظ. ڪچڻ پچڻ کان سواءِ.
**بي چَيو:** ص. چيو نه ميڃيندڙ- نافرمان.
**بي حِجاب:** ص. بنا پردي جي. بيحيا. حجائتو.
**بي حِسُ:** ص. جيڪو محسوس نه ڪري سگهي. اٿاسو.
**بي حِسابُ:** ص. ليکي کان ٻاهر. بي انداز.
**بي حُرمَتِي:** ث. بي عزتي.
**بي حقيِقَت:** ص. بي بنياد. حقير.
**بي دست و پا:** ظ. عاجز. بيوس- بي پهچ.
**بي دعوت:** ظ. دعوت کان سواءِ- بنا دعوت جي- اڻ ڪوٺيو.
**بي ذَوقُ:** ص. سهڻي شوق کان پري- حُسن جي چاهه کان خالي.

**بي رَبطُ:** ص. مناسب ڳانڍاپي يا ترتيب کان سواءِ- بي ترتيب.

**بي رونَقُ:** ص. رونق ۽ سان سواءِ. بدزيبو.

**بي زيبُ:** ص. سونهن سينگار کان سواءِ- ڪوجهو.

**بي ساختہَ:** ظ. کُليو. صاف دلي سان. اُتي جو اُتي- يڪدم. بنا ارادي.

**بي سَروپا:** ظ. جنهن جو اُند بُند نہ هجي. بي ترتيب.

**بي سَروساماني:** ث. سُڃائي. ڪجهہ بہ نہ. سامان وغيره نہ هئڻ جي حالت.

**بي شَعور:** ظ. بي حس. بي سمجهہ.

**بي غم:** ص. جنهن کي ڪا اُڻتي نہ هجي. بيفڪر.

**بي فَيضُ:** ص. جنهن مان ڪو فائدو نہ رسي.

**بي قابُو:** ظ. اڻ جهل. چڙواڪ.

**بي قانوني:** ث. قانون جي ابتڙ عمل- بي قاعدگي.

**بي لَذت:** ص. مزي ۽ سواد کان سواءِ. بي سواد.

**بي لُطف:** ص. بي مزي. بي لذت. بي سواد.

**بي لغام:** ص. لغام کان سواءِ (گهوڙو). چڙواڪ. گستاخ. سرڪش.

**بي مايَہ:** ص. ڪنگال- محتاج. بي علم.

**بي مَحل:** ط. بي موقعي- بيجاءِ- بيوقت.

**بي مَطلب:** ص. فضول- اجايو. بنا ڪنهن مقصد جي. (عمل يا ڳالهہ).

**بي موسم:** ص. موسم کان سواءِ. موسم کان اڳ يا پوءِ. بيوقت.

**بي موقعي:** ظ. بيوقت. نامناسب- غيرموزون.

**بي مِهر:** ص. جنهن کي مِهر يا ٻاجهہ نہ پوي. بي قياس.

**بي نام و نِشان:** ص. گمنام.

**بي نصيب:** ص. نياڳو- ڇنڊو. محروم.

**بي نَصيبي:** ص. بدبختي- ندورائي.

**بي نَنگو:** ص. جنهن کي شرم حيا نہ هجي. نِرجو.

**بي نَنگو:** ص. ننگ ناموس جي پرواهہ نہ ڪندڙ. بي وڙو. بي لحاظ. راڄ برادري ۾ پير نہ پريندڙ.

**بي نُور:** ص. روشني کان سواءِ- اونداهو. نابين.

**بي نياز:** ص. محتاجي کان آجو. بيپرواهہ.

**بي وجه:** ظ. بنا ڪنهن سبب جي. خواهہ مخواہ.

**بي وَڙو:** ص. بي محابو. بي لحاظ. بي مروت. بي ننگو. ڳڻ چور.

**بي هَتيار:** ص. هٿين خالي- غير مسلحَ. بي پهچ.

**بَياباَنُ:** ذ (ف) بريٽ- رڻ- صحرا. ويرائي- سڃ.

**بَياضُ:** ذ (ع) اڇو ڪتاب يا دفتر. خاص نُڪتن، مسئلن يا شعرن جو قلمي ڪتاب.

**بَيانُ:** ذ (ع) ذڪر- احوال. ڪلام. ڳالهہ جو اظهار. شاهدي- زباني.

**بيباقُ:** ظ (ف) بقايا کان سواءِ. چُڪتو. صاف (حساب ڪتاب).

**بيباڪُ:** ص (ف) بيڊپو- بيخوف.

**بيباڪي:** ث. بي ڊپائي- بيخوفي.

**بيبِجَڻُ:** م. وڦلڻ. ٻڪ ڪرڻ. ڇِتو ٿيڻ.

**بِيبِي:** ث (ف) عورت- زال. خاتون- صاحبہ. بيگم- سائڻ. گهرواري. سيدياڻي.

**بَيتُ:** ذ (ع) شعر. ٻن مصرعن وارو شعر. سنڌي شعر جي هڪ صنف. گهر- جاءِ.

**بَيتُ الله:** ذ. الله جو گهر- مسجد. ڪعبو.

**بَيتُ الحرام:** ذ. وڏي حُرمت وارو گهر- ڪعبو.

**بَيتُ الخلاء:** ذ. خلوت جو گهر. ڪاڪوس.

**بَيتُ المالُ:** ذ. اسلامي حڪومت جو قومي خزانو.

**بَيتُ المُقدَس:** ذ. پاڪائي جو گهر- مسجد اقصيٰ.

**ٻيت بازي**: ث. شعر پڄائڻ جي چٽاڀيٽي.
**بيتابُ**: ص (ف) بي آرام– وياڪل. پريشان.
**بيتابي**: ث. بيچيني– بيقراري. گهٻراهٽ.
**بيتالو**: ص. جيڪو سُرتار تي پورو نہ هجي. آواره– رولو. (ث. بيتالي).
**ٻيٽ**: ث. سَندرو– ڪمر پٽو.
**ٻيٽ ٻڌڻ**: سندرو ٻڌڻ. تيار ٿيڻ. همت ٻڌڻ.
**ٻَيٺڪَ**: ث. ويهڪ– نشست. ويهڻ جو هڪ نمونو– ڏنڊ. ڪچهري. نوآبادي.
**ٻَيٺڪي راجُ**: ذ. نوآبادي واري حڪومت– نيم آزاد حڪومت.
**ٻيٺَلُ**: ص. اُٿيل– ڪڙو. قائم. اڻ وهندڙ (پاڻي). اثر رسوخ وارو. سڪيو.
**ٻيٺي پير**: ظ. ويهڻ يا ترسڻ کان سواءِ. تڙي ڪڙي– جهٽ پٽ.
**ٻيپاڙي**: ث. هڪ قسم جي وِل (جنهن کي پاڙ ڪانہ ٿئي، وڻ کي ويڙهي سُڪائي ڇڏي)– وڻ ويڙهي.
**بيپَرواه**: ص (ف) جنهن کي ڪا غرض يا ڪاڻ نہ هجي– لاغرض. بيَ ڌيانو. بي ڊپو.
**بيپرواهي**: ث. لاغرضي. بيخيالي. بيڌياني.
**بيجا**: ظ (ف) غيرواجبي– نامناسب. فضول– اجايو.
**بيجان**: ظ (ف) جنهن ۾ ساهہ نہ هجي. مئل. ڪمزور. ساٺو.
**بيچاقُ**: ص (ف) بيمار– سڪالو.
**بيچُون**: ص (ف) بيمثل– اَمٽ– لاثاني. (ذ) خداتعاليٰ جي هڪ صفت.
**بيچَينُ**: ذ (ف) بي آرام– بيقرار– وياڪُل.
**بيحالُ**: ص (ف) لاچار– ساٺو. ڏتڙيل. اگهو. پريشان.
**بيحَيا، بيحَياء**: ص (ف) بيشرم. اکين ٻوٽ. بيمروت. ڪمينو.
**بيحَيائي**: ث. بيشرمي. ڪميڻپ.
**بيخ**: ث (ف) پاڙ– جڙ. پيڙهہ. بنياد. ٻج– تخم.
**بيخ ڪڍڻ**: پاڙ پٽڻ. تڪائڻ. ڪڪ ڪرڻ.
**بيخ ڪَني**: ث. پاڙ پٽڻ. بربادي– تباهي.
**بيخَبر**: ص (ف) جنهن کي ڪا خبر نہ هجي– اڻ ڄاڻ– غيرواقف. غافل.
**بيخَبري**: ث. اڻڄاڻائي. لاعلمي. غفلت.
**بيخَطا**: ص (ف) بيڏوهہ– بيگناه. (ظ) اڻ گُس– هڪ ٽڪ.
**بيخَطر، بيخطري**: ظ (ف) بيڊپو. بناخوف– بناڊپ. ڪنهن ڊپ ڊاءَ ڪانسواءِ. امن سان.
**بيخواب**: ص (ف) جاڳيل– سجاڳ. بي آرام.
**بيخوابي**: ث. سجاڳي– بيداري. ننڊ نہ اچڻ جي حالت– بي آرامي.
**بيخُود**: ص (ف) پنهنجو پاڻ وساريندڙ. آپي کان ٻاهر. بيهوش. مستُ.
**بيخودي**: ث. وجد جي حالت (جنهن ۾ پنهنجي متعلق ڪا خبر نہ رهي). بيهوشي. خمار. مستي.
**بيخَوفُ**: ص (ف) بي ڊپو– نہ ڊڄندڙ. دلير.
**بيخِيال**: ص (ف) بي اونو. بيڌيان. لاغرض.
**بيخيالي**: ث. بي ڌياني. لاپرواهي.
**بيداد**: ذ (ف) بي انصافي– اَنياءَ– انڌير– ظلم.
**بيدادي**: ث. بي انصافي. ڏاڍُ– ظلم.
**بيدار**: ص (ف) جاڳيل (ننڊ مان). سجاڳ. خبردار.
**بيدار مَغز**: ص. ڪليل دماغ وارو. سمجهو– فهيم.
**بيداري**: ث. سجاڳي. سُچيتائي.
**بيدائو**: ص (ف) دائڻ کان سواءِ. ٻج کان سواءِ (ڏاڙهون، زيتون وغيره).

**بيدَخل:** ص (ف) ڪـدي ڇڏيل. نيڪالي مليل. برطرف.

**بيدخلي:** ث. نيڪالي. برطرفي.

**بيدَرد:** ص (ف) جنهن کي ڏک سور جو احساس نہ هجي. بي قياس. سنگدل. بيرحم.

**بيدردِي:** ث. بيرحمي. سنگدلي.

**بيدَريغ:** ظ (ف) سوچڻ سمجهڻ کان سواءِ. بنا دير. بنا روڪ جي.

**بيدِل:** ص (ف) ناراض. مايوس. اُداس. دل شڪستہ.

**بيدلي:** ث. دلگيري. غمگيني. دل شڪستگي.

**بيدليو:** ص. بيدل. دل يا چاهہ سان ڪم نہ ڪندڙ. ٻچيءَ دل وارو.

**بيدم:** ص (ف) بنا ساهہ- بيجان. ٿڪل- ماندو.

**بيدي:** ث. بيداد- انياءِ. ظلم.

**بيدَڙڪ:** ظ. بنا دٻ- بيخوف. اُمالڪ- ٺهہ پهہ. بي حجاب.

**بيڌيان:** ص. بيخيال. لاغرض. بيپرواهہ.

**بيڏوهہ، بيڏوهي:** ص. بيقصور- بيگناهہ.

**بيڊولُ:** ص. اڻ گهڙيل. ناموزون. اڏاوت ڦريل.

**بيڍَنگ:** ص. اڍنگو. بدافعالو. ناموزون.

**بِيرُ:** ذ (ع. بِئر) کُوهُ (انگ) هڪ قسم جو ڏاٽو- پالٽو لوهہ. جَون مان ٺهيل شراب.

**بيراضِي:** ص (ف) ناراض. آرهو. ناخوش.

**بيراڳُ:** ذ (سن. ويراڳيہ) دنيا جو ترڪ- دنيا کان بيزاري- تياڳ- ويراڳ. وڇوڙو- فراق.

**بيراڳِڻ:** ث.T نموني واري ڪائي جنهن تي بيراڳي فقير پيشاني ۽ ٻانهون رکي ڌيان ۾ ويهن.

**بيراڳي:** ص. ويراڳي- تارڪ.

**بَيرانُ:** ص (ف. ويران) ويران- سڃ- غيرآباد- اُجاڙ.

**بيراهہ:** ص (ف) آواٽ- ڪُواٽ. اوجهڙ. گمراهہ. راهہ کان ٻليل.

**بيرحم:** ص (ف) بي قياس- ظالم. سنگدل.

**بيرحمي:** ث. بي قياسي- سنگدلي. ظلم.

**بيرُخِي:** ث (ف) بي مروتي. بيپرواهي.

**بَيرَمُ:** ذ (ع) لوهي لٺ (جنهن سان ڳرو بار چورجي)- پارائي.

**بيرَنگُ:** ص (ف) جنهن ۾ ڪوبہ رنگ نہ هجي.

**بيروزگارُ:** ص (ف) جنهن کي ڪو ڌنڌو يا ڪم نہ هجي- بيڪار.

**بيروزگاري:** ث. بيڪاري.

**بيرُون:** ظ (ف) ٻاهر. ٻاهرئين پاسي- ٻاهران.

**بيرونِي:** ص. ٻاهريون. غيرملڪي.

**بَيرُونِ:** ص (ف. ويران) ڏتڙيل- پريشان. بدحال.

**بيرِيا، بيرِياءُ:** ص (ف) انصاف يا راءِ ڏيڻ ۾ ڪنهن جو بہ لحاظ نہ رکندڙ- غيرجانبدار.

**بيريائي:** ث. غيرجانبداري. سچائي.

**بيزار:** ص (ف) ڪڪ- وِرتل. خفا. آزارده- وياڪل. دست بردار.

**بيزارِي:** ث. ورچ. خفو. ناراضگي. دست برداري.

**بيزبان:** ص (ف) گنگو- ڳالهائي نہ سگهندڙ. مائيٽو. گهٽ ڳالهائو.

**بيزَر:** ص (ف) جنهن وٽ پئسو ڏوڪڙ نہ هجي. هٿين خالي- سڪٺو.

**بيزورُ:** ص (ف) نِبل- بي همت. بي پهچ. هيٺو.

**بي ساجاهہُ:** ص. بي شناس. بيمروت. اکين پور. بيشرم.

**بي ساجاهِي:** ث. بيحيائي- بيشرمي. بيمروتي.

**بي سَبَبُ:** ظ (ف) ڪنهن سبب کان سواءِ. اجايو-

هريرو. ناحق.

**بي سُڌ:** ظ. بيخبر. بيهوش.

**بي سُرتِ:** ظ. بي سُڌ- بيهوش.

**بي سُرو:** ص. سُرتار جو ڪچو. بيتالو.

**بي سُڪو:** ص. بي آرام. اگهو- بيدار.

**بي سمجهہ:** ص. ابوجهہ- اڻڄاڻ. ٻار.

**بيسَنُ:** ذ. چڻن جو پيٺل اٽو.

**بي سَوادُ:** ص. بي لذت. بي ذائقي. ڦڪو.

**بي سويو:** ص. جنهن کي فتح حاصل نہ ٿئي. ناڪامياب.

**بيسُود:** ص (ف) جنهن مان ڪو فائدو نہ ٿئي. بي نتيجي. اجايو- فضول.

**بيشِ:** ظ (ف. بيش) گهڻو- زياده.

**بيش بَها:** ص. وڏي اگهہ وارو- قيمتي.

**بيشتَر:** ظ. تمام گهڻو.

**بي شُبهہ:** ظ (ف) بنا شڪ شبهي. پڪ سان.

**بي شرم:** ص (ف) بيحيا- نر لجو.

**بيشرمائي:** ث. بيحيائي- نر لجائي.

**بيشَڪُ:** ظ (ف) بنا شڪ جي. پڪ- يقينا.

**بي شُڪر:** ص (ف) نعمت کان انڪاري. سڀ ڪجهہ هوندي بہ شاڪي. ڳڻ چور.

**بي شُڪري:** ث. هوندي سوندي شڪايت ڪرڻ- ڪفران نعمت.

**بيشمار:** ظ (ف) ڳڻڻ کان ٻاهر- اڪيچار- بي انداز.

**بي صَبرُ:** ص (ف) جنهن کي ڌيرج نہ هجي. بي آرام. بيقرار- بيچين.

**بي صَبُري:** ث. بي آرامي. بيقراري.

**بيضو:** ذ (ع. بيضہ) آنو (پکي يا جانور جو).

**بيضوي:** ص. آني وانگر گول.

**بي طاقت:** ص (ف) هيٺو- آهل. ڪمزور.

**بي طالعُ:** ص (ف) نڀاڳو- چنبو- بدبخت.

**بي طمع:** ص (ف) جنهن کي ڪا لالچ نہ هجي.

**بَيع:** ث (ع) وڪرو- فروخت.

**بَيع نامو:** ذ. وڪري جي قبوليت جو دستاويز يا ڪاغذ.

**بي عادتو:** ص (ف) بي لڇڻو- بي افعالو.

**بَيعانو:** ذ (ع. بيع+ ف. آنہ) سودي ۾ اڳواٽ ڏنل رقم- سُوٽي- بيانو.

**بَيعَت:** ث (ع) تابعداري جو اقرار. اطاعت.

**بيعت ڪرڻ:** ڪنهن کي پنهنجو هادي يا اڳواڻ تسليم ڪرڻ لاءِ ان جي هٿ تي هٿ رکي تابعداري جو اقرار ڪرڻ.

**بي عدد:** ظ (ف) ڳاڻيٽي کان ٻاهر- بيشمار.

**بيعزَت:** ص (ف) بي آبرو. بدنام- رسوا.

**بيعِزتي:** ث. بي آبروئي. توهين. رسوائي- خواري.

**بي عَقل:** ص (ف) بي سمجهہ- بيوقوف- مورک- نادان- اڻڄاڻ.

**بي عَقلِي:** ث. بي سمجهي- ناداني- بيوقوفي.

**بي عِلمُ:** ص (ف) اڻ پڙهيل. جاهل. بيخبر- اڻڄاڻ.

**بي عِلمِي:** ث. اڻڄاڻائي- بيخبري. جهالت.

**بي عَيب:** ص (ف) جنهن ۾ ڪابہ وڏ نہ هجي.

**بي غرض:** ص (ف) بي طمع. بيپرواهہ.

**بي غرضي:** ث. لاطمعي. بيپرواهي.

**بي غَيرتَ:** ص (ف) بي لڄو- بي شرم. بي عزت.

**بي غيرتي:** ث. بي شرمي. بيعزتي.

**بيفائدو، بيفائدي:** ظ (ف) بيسود- اجايو. خواهہ مخواه.

**بي فرمانُ:** ص (ف) نافرمان- بي چيو.

**بي فرماني:** ث. نافرماني- بي چيائي.

**بيفڪرُ:** ص (ف) بنا ڳڻتي. بيپرواهي.

**بيفڪري:** ث. بنا ڪنڪي يا ڳڻتي واري حالت.

**بي قاعدگي:** ث (ف) قاعدي يا دستور جي خلاف. بدانتظامي. بي اصولي.

**بي قاعدي:** ظ (ف) قانون جي خلاف. اصول جي خلاف. بي ترتيب. غلط طريقي سان.

**بيقدرُ:** ص. (ف) جيڪو قدر نہ سڃاڻي. ناشناس. پورو معاوضو نہ ڏيندڙ.

**بيقدري:** ث. قدر نہ سڃاڻڻ جي حالت. ناشناسي. بي انصافي.

**بيقرار:** ص (ف) بي آرام- بيچين- بيتاب. بي سڪ.

**بيقراري:** ث. بي آرامي- بيچيني. پريشاني. لوچ پوچ- آنڊ مانڊ.

**بيقربو:** ص (ف) جنهن ۾ قرب نہ هجي. رک مُنهون. شوخ‌طبع.

**بيقرينو:** ظ (ف) بي ترتيب.

**بيقصُور:** ص (ف) بيڏوھ- بيگناھ.

**بي قِياسُ:** ص (ف) بيرحم- سنگدل.

**بي قِياسي:** ث. بيرحمي- سنگدلي.

**بيڪارِ:** ث (ف) ڪم ڪار نہ هئڻ جي حالت- نڪمائي. بيروزگاري.

**بيڪارُ:** ص (ف) بي ڪمو- نڪمو. ردي- خراب. نڪمٽو- واندو. بيروزگار. اجايو- فضول.

**بيڪاري:** ث. ڏسو "بيڪار"، بيروزگاري.

**بيڪران:** ظ (ف) جنهن جو ڪنارو نہ هجي- لاحد.

**بيڪڙمو:** ص. جنهن جو ڪڙم قبيلو نہ هجي- بي آڪاهيو.

**بيڪَس:** ص (ف) بي يار مددگار. بي وسيلو. نڌڻڪو.

**بيڪَسِي:** ث. نڌڻڪائي. بي وسيلائي.

**بي ڪَفَن:** ص (ف) جنهن کي ڪفن نصيب نہ ٿئي.

**بي ڪفنو ٿي مرڻ:** نهايت مسڪيني يا بيوسي جي حالت ۾ مرڻ. گهر تڙ کان پري رُلي مرڻ.

**بي ڪَمو:** ص. بيڪار. نِڪمو. ڪنهن نہ ڪم جو- اجايو. بيفائدو.

**بيکَ:** ث (ف. بيخ) پاڙ- جڙ. بنياد.

**بيک ڪڍڻ:** رلائي مارڻ. تڪائي ڪک ڪرڻ. گهٽو تڪائڻ. جڙھ ڪڍڻ.

**بيکُ:** ذ (سن. ويش) ويسُ- لباس. بهروپ. چمڙاپوش. فقيراڻو لباس. ڏيکُ. ڍونگ- مڪر.

**بيکُ ڪرڻ:** ڍونگ ڪرڻ- مڪر ڪرڻ.

**بِيکَ:** ث (سن. ڀِڪش) ڀکيا- خيرات. گداگري.

**بي کُنڪي:** ظ (ف) بنا انديشي جي- بنا ڊپ جي.

**بيگُ:** ذ (ت) مغل قوم ۾ معزز خطاب- امير. نواب.

**بَيگَ:** ث (انگ) چمڙي جي پيتي.

**بيگارَ، بيگر:** ث (ف) زوري بنا اجوري ورتل ڪم (جا حڪومت جي طرفان ورتي وڃي).

**بيگانگي:** ث (ف) ڌاريائي- اجنبيت.

**بيگانو:** ص (ف. بيگانہ) ڌاريو- اوپرو- اجنبي. نڌڻڪو. بي گهر. پرديسي.

**بيگاہ:** ظ (ف) ڪُمهلو- اويلو. بي وقتو.

**بي گُرو:** ص. جنهن جو ڪو گُر پير نہ هجي. ڪنهن کي ٻہ نہ مڃيندڙ. خود خيال. هوڏي- ضدي.

**بيگم:** ث (ف) "بيگ" جو مونث. اميرياڻي. خاتون.

**بيگمان:** ظ (ف) بنا شڪ شبهي- پَڪ- يقيني.

**بيگُناھ:** ص (ف) بيڏوھ- بيقصور. (ظ) هرويرو- حقون ناحق.

**بي گُڻو:** ص. گُڻ چورو- احسان فراموش. بي هنر.

**بي گُوندرائي:** ث. بي غمي. بيفڪري.

**بي گُوندرو:** ص. بيغم- بيفڪر.

**بي گهرُ:** ص. جنهن کي گهر گهاٽ نه هجي. بي آجهي. رولاڪ. دربدر.

**بيلَ:** ث (ف) وڏي ڪوڏر.

**بيلدار:** ص. ڪوڏاريو. واهن ۽ رستن تي مٽي وجهندڙ ملازم.

**بيلُ:** ذ (انگ) گهند. ضامن.

**بَيلُ:** ذ. ڍڳو- ڏاند.

**بيل گاڏي:** ث. ڍڳي گاڏي- ڏاند گاڏي.

**بي لڄائي:** ث. بيشرمي- بيحيائي. بيمروتي.

**بي لڄو:** ص. بيشرم- بيحيا.

**بيلچو:** (ف. بيلچه) مٽي وغيره ڍوئڻ لاءِ تمام وڏو لوهي چمچو.

**بي لڇڻ:** ص. بي افعال. بدفضيلت.

**بي لِحاظ:** ص (ف) بي مروت. گستاخ. بيحيا. رک منهون. اکين پور.

**بي لحاظائي:** ث. بيمروتي. ناشناسي.

**بَيلفُ:** ذ (انگ) سول ڪورٽ جو هڪ ملازم (جيڪو ترين کي سمن وغيره پهچائي).

**بِيمارُ:** ص (ف) مريض- اڳهو.

**بِيماري:** ث. اڳهائي- ناچاقائي. مرض.

**بي مانو:** ص (ف) بيعزت- بي آبرو.

**بيمِثال. بيمِثل:** ص (ف) لاثاني- بينظير- آتور.

**بي مُحابو:** ص (ف) بي لحاظ- بيمروت- اکين پور.

**بيمُرَوت:** ص (ف) بي لحاظ- بي ديد- اکين ڏڪ.

**بيمَزي:** ظ (ف) اڳهو- بيمار. بي سواد.

**بي معني:** ص (ف) بي مقصد. اجايو- فضول.

**بَيچَ:** ظ (ع) وچ ۾- درميان.

**بين الاقوامي:** قومن جي وچ ۾.

**بِينَ:** ث (سن. ويڻا) تندن وارو هڪ ساز (تانپوري جهڙو، پر ان ۾ ٻه تُنبا ٿين). ڦوڪ سان وڄائڻ جو هڪ ساز (نندڙي سانداري، جيڪا ڪڇ ۾ جهلي، هوا ڦوڪي وڄائجي). بنسري. الغوزو.

**بينائي:** ث (ف) نظر- بصارت- ديد.

**بينچ:** ث (انگ) هڪ کان وڌيڪ ماڻهن جي ويهڻ لاءِ خاص قسم جو تختو.

**بَينڊ:** ث (انگ) ولايتي ساز. ولايتي سازن وڄائڻ وارن جي ٽولي.

**بَينسَر:** ث. نڪ جو هڪ ڳهه- نَٿ.

**بَينَسري بُولو:** ذ. جهانجهر سان بُولو.

**بي نَظير:** ص (ف) بيمثال- لاجواب- آتور. اَمُلهه.

**بَينڪَ:** ث (انگ) ڏراوت- امانتي رقم. پئسن جي ڏيتي ليتي ڪندڙ ادارو.

**بَينو:** ذ. نِراڙ- پيشاني. ڳهه جو هڪ قسم- ٽِڪڙو.

**بينَوا:** ص (ف) بي ساماڻ- بي ثمر. سُڃو- سکڻو. غريب. بيڪس.

**بِيني:** ث (ف) نڪ. نَڪ جي ٽُوٽي.

**بيواه:** ص (ف) جنهن جو ڪو واهه وسيلو نه هجي- بيوس- لاچار. ڏنڙيل. رن زال.

**بيوَس:** ص. جنهن جو اختيار نه هلي- لاچار- مجبور. بي همت.

**بيوَسِي:** ث. لاچاري- مجبوري.

**بيوَطن:** ص (ف) جنهن جو ڪو وطن نه هجي- جلاوطن. پرديسي. سدا مسافر.

**بيوَطِني:** ث. جلاوطني. ڏولائو.

**بيوَفا:** ص (ف) وفا نه ڪندڙ. نباهه نه ڪندڙ.

**بيوفائِي:** ث. انجام جي اڻ پورائي- وعده فراموشي.

**بيوَقت، بيوقتو:** ظ (ف) ڪُمهلو- اويلو. اوچتو. مقرر وقت کان اڳ يا پوءِ.

**بيوَقُوف:** ص (ف) بي عقل- احمق- مورک. اٻوجهه.

**بيوقُوفِي:** ث. ناداني- حماقت- مورکائي.

**بيُون:** ث. ٻُويون. سُرهيون ڦڙيون (جيڪي سُوڙين ۾ خوشبوءِ لاءِ وجهن)- ڦڙا.

**بيويساه:** ص. جنهن تي اعتبار نہ ڪجي- بي پروسي.

**بيويساهِي:** ث. بي اعتباري.

**بيوَه:** (ف) رن زال- وڌوا.

**بِيهارَڻُ:** م. اُڀو ڪرڻ- ڪڙو ڪرڻ. هلندڙ کي روڪڻ. ترسائڻ.

**بِيهَڪَ:** ث. بيهڻ جي حالت. ايستادگي- بيٺلائي. استقامت. ڪڙائي. اڏاوت. ٻناوت. بيوس. ڪانئر- گيدي.

**بي هِمت:** ص. بي سگهہ- بي زور- بي طاقت.

**بي هُنَر:** ص (ف) ڪوبہ هنر نہ ڄاڻندڙ.

**بِيهَڻُ:** م. ڪڙو ٿيڻ- اُڀو ٿيڻ. هڪ هنڌ ٺهرڻ- ترسڻ. قائم ٿيڻ.

**بِيهي وڃڻ:** هڪ هنڌ ڪِپي وڃڻ. هڪ جاءِ تي رُوڪجي وڃڻ. هلڻ يا ڇُرڻ کا ڇُڪي وڃڻ.

**بيهُودگي:** ث (ف) بداخلاقي. نالائقي. واهيات پڻو.

**بيهُودو:** ص (ف. بيهوده) نالائق. ناشائستو. بدفضيلتو- اڍنگو. بدافعال. (ث. بيهودي).

**بيهوشَ:** ص (ف) غش- بي سُرت. غافل.

**بيهوشِي:** ث. غشي- بي سُرتائي- ٻوڏڙو.

# ب

**ب:** ذ. اُچار "ٻي". سنڌي الف- بي جو ٻيو اکر. ابجد موجب عدد "ب" جي برابر (٢).

**ٻہ:** ص. هڪ عدد (٢)- دو.

**ٻہ اکَرَ:** ذ. ٿورا لفظ. ٿورو احوال. مختصر ذڪر.

**ٻہ گهرَ ٻارڻ:** ٻن گهرن يا ٻن ڌرين کي پاڻ ۾ ويڙهائڻ.

**ٻہ:** ص. ٻن وارو- ٻن سان.

**ٻہ اکيائِي:** ث. رياء- پاسخاطري. ٻيائي- منافقت.

**ٻہ پيرو:** ص. ٻن پيرن وارو (ماڻهو). (ث. ٻہ پيري).

**ٻہ مُنهون:** ص. ٻن مُنهن وارو. ٻچاپڙو- منافق.

**ٻہ واٽو:** ذ. ٻن رستن ڦٽڻ وارو هنڌ.

**ٻاٻاٺا:** ذ. آٻاٺا.

**ٻاٻُرو:** ص. ٻٻر جو (ڪندو، ڏنگهر، ڪوٺلو وغيره). (ث. ٻاٻُري).

**ٻاٻُري ڪَنڊِ:** ث. ڪچي ٻٻر جو ڏنگهر. ڀُٽ نہ ڇڏيندڙ (ماڻهو)- مچڏ.

**ٻاٻَلُ:** ذ. آٻو- ٻيءُ.

**ٻاٻو ٻُڏو:** ص. بيوقوف. پرمتڙيو.مت موڙهل.

**ٻاٻُورَ:** ث. راز جي خبر. سُٽس.

**ٻاپِيسَ:** ث. پيار- قرب. سِڪَ- اُڪنڊ- اُڪير.

**ٻاٻِهَلُ، ٻاٻيهو:** ذ. ڦيرو پکي. (ص) سهٽو ماڻهو.

**ٻاتارَ:** ث. مونجهہ- اُٻاڻِڪائي. سِڪَ- اُڪير. ٻاڙَ.

**ٻاتارِجڻُ:** م. اُداس ٿيڻ. اُڪيرجڻ.

**ٻاتاڙو:** ص. موڙهل- پريشان. اُٻاڻڪو- اُداس. سڪايل. (ٿ. ٻاتاڙي).

**ٻاتائڻُ:** مر. ٻاتو ڳالهائڻ- توتلائڻ.

**ٻاتائي:** ٿ. ڳالهائڻ ۾ هٽڪ- هَڪڙائي.

**ٻاتو:** ص. هَڪلو (ڳالهائڻ ۾)- توتلو. (ٿ. ٻاتي).

**ٻاٿون:** ٿ ("ٻاٿَ" جو جمع) ساهه گهٽي ڏنل زور (ويم يا قبضيءَ ۾).

**ٻاٿون ڪاڍڻ:** ڪنجهڻ ۽ زور لائڻ. سور ڪاڍڻ. تڪليفون سهڻ.

**ٻاٿَ:** ٿ. گهگهه اُونداهه.

**ٻاٽُ:** ذ. اَٽي جو ڇاڻ. ڪٽڪ جو ڏارو (چوپائي مال کي کارائڻ لاءِ). ڏريل اَنُ. ڌاتو جي رجڻ جو عمل. چاندي ۾ مليل مَٽُ.

**ٻاٽلي:** ٿ. بوتل- شيشو.

**ٻاٽي:** ٿ. ڪرڙ جي پُسيءَ جي پهرين اورَ يا ٻُور. ونڻن جي مڪڙي. سرهه يا ڇانيي جا ننڍڙا ڪچا گلَ.

**ٻاٽيپڙُ:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.

**ٻاپُ:** ذ (هہ. باپ) پيءُ- ابو.

**ٻاجهہَ:** ٿ. ڪهل- قياس- رحم. مِهر- ڪرم.

**ٻاجهارو:** ص. ٻاجهہ وارو- دياوان. (ٿ. ٻاجهاري).

**ٻاجهارو ٻولڻ:** مِٺو ڳالهائڻ. مِٺيون ڳالهيون ڪرڻ. نماڻائي سان ڳالهائڻ.

**ٻاجهائڻُ:** مر. ٻاڏائڻ- التجا ڪرڻ. ٻاجهہ ڪرڻ.

**ٻاجهَٽُ:** ذ. صندلي. ننڍڙي منجي.

**ٻاجهَر، ٻاجهري:** ٿ. هڪ مشهور پوک ۽ اَنَ.

**ٻاجهري ٻوڙڻ:** سڀ ڪجهہ تباهہ ڪرڻ.

**ٻاجهَڻُ:** مر. ٻاجهہ ڪرڻ- ديا ڪرڻ.

**ٻاجهيندڙ:** ص. ٻاجهہ ڪندڙ- ٻاجهارو.

**ٻاجهُون:** ظ (سرائڪي) ڪان سواءِ- ڌاران.

**ٻاڇَ:** ٿ. ڇيچ جي پر واري آگر.

**ٻاڇ:** ٿ. ٻچا (مڪڙن وغيره جيتن جا). وڻن ٻوٽن وغيره جي ٻجن جو ٿونهڙو.

**ٻاڇڪو:** ذ. ننڍي ڳوڻ.

**ٻاڇُو:** آگوٺي ۽ ڏسٽي آگر جي چوٽين درميان مفاصلو. جڏهن اهي وڌ ۾ وڌ کولجن.

**ٻاڏائڻُ:** مر. نماڻائي سان نهارڻ- واجهائڻ. ليلائڻ- عاجزي ڪرڻ.

**ٻاڏو:** ص. ٽيڏو (اکين کان). (ٿ. ٻاڏي).

**ٻارِ:** ٿ. درياءَ يا سمنڊ ۾ پاڻي جي ڦيري وارو چڪر ۽ هيٺ ڇڪيندڙ اونهائي. اوڙاهہ. سنگن جو ڍِڳُ- اَنَ جي راهہ.

**ٻارُ:** ذ. ٻالڪ- طفل. (ص) ابهم- معصوم. نابالغ (ڇوڪرو يا ڇوڪري). بي سمجهہ.

**ٻارَ ٻچا:** ذ. اولاد- عيال. گهر جا ڀاتي.

**ٻارائو:** ص. ٻارن جو. ٻار جهڙو نادانـي وارو (ڪم). ٻارڙن جي بيماري.

**ٻارائي:** ٿ. ٻارن جهڙي. ٻارن جي.

**ٻاراهو:** ص. ٻارهين مهيني جو- سال ٻہ سال. (ذ) فوتيءَ کي ٻارهين مهيني ڏياريل ختمو- ٻارهو.

**ٻارَٽُ، ٻارِٽُ:** ذ. مڱڻهار- منگتو. ڳائي سوال ڪندڙ منگتو.

**ٻارَڻُ:** مر. باهہ دکائڻ. مچائڻ (باهہ). ساڙڻ- جلائڻ. روشن ڪرڻ (ڏيو، بتي وغيره). جاڳائڻ (فتنو). اُٿارڻ (جهيڙو).

**ٻارَڻُ:** ذ. ڪاٺيون ڪوئلا وغيره جي باهہ ٻارڻ ۾ ڪم اچن. باهہ- آگ.

**ٻارڻُ، ٻارَڻُ:** وڏي باهہ ٻارڻ. ظلم مچائڻ. انڌير ڪرڻ.

**ٻارو:** ذ. زمين جو چورس يا مستطيل ٽڪر (جنهن کي

چوتاري بنو ڏنل هجي).

**باروتا:** ذ. ٽئين چاول بار جا ڪپڙا. ٽنجڻَ.

**باروچو:** ذ. بروچ. بروچن جو.

**بارَهن:** ص. ڳائيٺي جو عدد (١٢).

**بارهن ماهو:** ظ. باراهو. سال بسال.

**بارهن وڄائڻ:** تمام گهڻي دير ڪرائڻ. حيران پريشان ڪرڻ.

**بارهو:** ذ. نوتي جو ٻارهين مهيني ختمو ۽ خيرات. تاس ۾ بادشاهه وارو پتو.

**بارهوئي:** ظ. سڄو سال. سدائين.

**بارهين پٽرين باهر هئڻ:** شهر نيڪالي يا ملڪ نيڪالي مليل هئڻ. نيات ۽ پائيچاري کان نڪتل هئڻ. ڪنهن به ڳالهه ۾ شريڪ نه هئڻ.

**باڙي:** ث. زمين جو ننڍو چوڪنڊو ٽڪر- بارو. ونجهوٽي راند ۾ زمين تي ٺهيل هڪ خانو- دري. هر خيال يا ساڳيو ڪم ڪندڙ ٽولو. ريلوي مزورن جي ٽولي. بيرم- پاراٽي.

**باريتو:** ص. اولادي- ٻچڙيوال. بارن وارو (گهر). (ث. باريتي).

**باريُون:** ث. ونجهوٽي راند لاءِ زمين تي ٺهيل خانا- دريون.

**باڙ:** ث. ڪنهن نشيدار شيءِ جي طلب (بيڙي، چلم، حقو وغيره). تانگهه- چِڪَ.

**باڙائي:** ث. باڙاڻ. ڪوٽ- تنگي.

**باڙو:** ص. تدري لوڻ وارو (پاڻي)- کسارو. کارو پاڻي. تورو پڪل (ٽڪر جو ٽانءُ).

**باڙو پولڻ:** اڻ وڻندو ڳالهائڻ- ڪَهرو ڳالهائڻ.

**باڙي:** ث. آڱوٺي ۽ چيچ جي چوٽين جو وچ وارو ڪليل مفاصلو- باڇو.

**باڦَ:** ث (سن. باشپ) اُبَ- بخار (پاڻي جو).

**باڦڻُ:** م. باڦ ڏيڻ. باڦ تي رڌڻ. ٻَڪڻ. راز ڪولڻ.

**باڪار:** ث. دانهن- ڪُوڪ. رڙ. پُڪار- فرياد. ٻڪريءَ جو ٻيڪاٽ.

**باڪارڻُ:** وڏي آواز سان دانهون ڪرڻ- رڙيون ڪوڪون ڪرڻ. وڏا سڏ ڪرڻ. زور سان آهون ۽ التجا ڪرڻ. پڪارڻ- فرياد ڪرڻ.

**باڪرِ:** ث. گهڻيون ٻڪريون. باڪرو مال.

**باڪرِ ڪٽُو:** ذ. ٻڪرين ۾ مارو (بيماري يا سَٽ ڪُٽَ جو). ٻڪرين جو ڪوس. انڌ ڌنڌ ۾ مارڪٽ.

**باڪرو:** ص. ٻڪريءَ جو (کير، ڦر، پاڻ، گوشت).

**باڪرو ڦرُ:** ذ. ٽپندڙ ڪڏندڙ چوڪرو. حرڪتي.

**باڪو:** ذ. (طنزيه) وات.

**باڪو ڦاڙڻ:** زور سان ڳالهائڻ. وڏو واڪو ڪرڻ. ڦادي روئڻ. دانهون ڪرڻ.

**باگهي:** ث. ٻگهه پکي جي مادي. وهول (ناچ).

**بالُ:** ذ (سن. بال) ٻارُ.

**بالاپڻُ. بالجَتي:** ذ. ننڍپڻ.

**بالڪُ:** ذ (سن. بالڪ) ننڍڙو ٻار- ابهم. ٻارُ (ث. بالڪي).

**بالڪو:** ذ (سن. بالڪ) شاگرد- چيلو. پوٺلڳ.

**بالو پولو:** ص. سادو سودو- پورڙو. ابوجهه. (ث. بالي پولي).

**باليشاهي:** ذ. مسلمان شڪاري. (ث.باليشاهڻ).

**بانُ:** ذ. ضمانت طور يا عيوضي ۾ نظربند ماڻهو- اولَ.

**بانيَ:** ث. هڪ جانور- مَرَ. بدشڪل ۽ ٺلهي عورت.

**بانيَڻُ:** ذ. برهمڻ. ڪريا ڪرم ڪندڙ- باٺو. (ث. بانيَڻِ. بانيٺياڻي).

**بانداڻُ:** ذ. لاڳاپو- تعلق. ٻَنڌڻ- ڳانڍاپو. ٻول-

انجام. هيرَ (نشي وغيره جي).

**باندائي:** ص. ٻول ۾ ٻڌل. عادتي (نشي جو).

**باندڪو:** ذ. هڪ قسم جي رڱيل اوڍڻي (جنهن ۾ رنگ کان خالي جايون گلڪاري وانگر هجن).

**باندڙي:** ث. ننڍو باندڙو. باندڙو.

**باندُ:** ذ. درياءَ ۾ لڙهندڙ ٻَنڌ (جيڪو پاڻي ۾ ڳري پورو ٿي ويو هجي). (ث. باندي).

**باندو:** ص. لَنڊو- پُڇ وڍيل.ايرو- ڏٻرو. ڪوڙو ۽ لچو.

**بانگَ:** ث (ف. بانگ) نماز جي اذان. نر ڪڪڙ جي بانگ.

**بانگ ڏيڻ:** اذان ڏيڻ.

**بانگو:** بانگ ڏيندڙ- مؤذن. نر ڪڪڙ. تسبيح جو وڏو ڏگهو داڻو (جيڪو ٻنهي پُڇڙن کي ملائي).

**بانهپَ:** ث. غلامي- گولپو. خدمت. عبادت- بندگي (خدا تعاليٰ جي). تابعداري.

**بانهَن:** ث (سن. باهم) هڪ عضوو- بازُو. آستين (ڪوٽ، چولي، پهراڻ وغيره جي). عورت- زال. سڱ- ننگ. ضمانت ۾ آيل ماڻهو- اولَ.

**بانهَن ڏيڻ:** واهر ڪرڻ- مدد ڪرڻ- همراهي ڪرڻ. سڱ ڏيڻ.

**بانهَن لوڏ:** ث. آڪڙ- سيٺ- مغروري. وڏائي.

**بانهَن مَروڙَ:** ث. سيڪت- سزا. جُٺ ڦٺ. ڏاڍائي- زور زبردستي.

**بانهُون اُجلڻ:** ڪاوڙ ڏيکارڻ- اُلرون ڪرڻ.

**بانهُون ٻڌڻ:** هٿ ٻڌڻ. عاجزي ڏيکارڻ.

**بانهُون ڪشجڻ:** وڙهڻ لاءِ تيار ٿيڻ.

**بانهَن رَکي:** ث. هڪ ڳهه (ٻانهن ۾ ٻڌڻ جو).

**بانهونو:** ذ. هڪ ڳهه (ٻانهن ۾ ٻڌڻ جو).

**بانهو:** ذ. زرخريد ماڻهو- غلام- گولو. نوڪر. خدمتگار. (ث. بانهي).

**بانهوڙي:** ث. ننڍڙي ٻانهي. غلامن جي غلام. گولي.

**بانهيارِي:** ث. ٻانهيءَ واري- چوڙيلي. (صڱ) تمام سهڻي- نازنين.

**بانهِي:** ث. ڪرائي کان ٺونٺ تائين چُوڙيون- چُوڙِ. ڪٽ جي ديگهه ۾ پاسي واري ڪاٺي- اِيسَ. در جي چوڪ جي پاسي واري ڪاٺي. تلعي جي هڪ پاسي واري ڀِتَ. ملاڪڙي ۾ بيٺل هڪ پاسي وارا ماڻهو.

**باڻُ:** ذ (سن. بان) تير- ڪانُ.

**باڻِي:** ث (سن. واڻِي) آواز. ڪلام- سخن. ڪَوِتا. چوڻي. ٻول. گرو جو ٻولُ. ڌرمي ڪتابن جو سِلوڪ.

**باوَنُ:** ذ. باونجاه عدد. پيسڪوٽ راند ۾ باونجاه ٿي پتا ڪٽي وڃڻ- تيرهيو.

**باوَنگِيرُ:** ص. تمام سياڻو- وڏو چالاڪ- حرفتي.

**باهَہ:** ث. پيچش ۾ پيٽ مان نڪرندڙ غلاظت- ٻور.

**باهَر، باهِر:** ظ. باهريون پاسو- باهران. بيرون.

**باهر ٻڌڻ:** پري ڪرڻ. قبول نہ ڪرڻ.

**باهَرڻو، باهَروُ:** ص. باهر جو- باهريون. ڏاريو.

**باهرئين ٻَني:** ظ. پري. سطحي- مٿاڇرو. بي تعلق.

**باهِرارِي، باهِراڙِي:** ث. شهر کان باهرين آبادي- مضافات.

**باهَروُ:** ذ. هَر يا گاڏيءَ ۾ جوٽيل ڏگن مان باهرئين پاسي (ساڄي هٿ) وارو ڏڳو.

**باهريون، باهِرين:** ث. ملهہ ۾ ساڄي پاسي واري ٽنگ ۾ جانٺو.

**باهِڻُ:** م. قبضيءَ يا ويم ۾ ساهہ گهٽي زور ڏيڻ- ٻاٽون ڪاڍڻ.

**باٽڙُ:** ذ. هَرلي يا نار جو ڏينگو (اوپارا، ڦرهيون، ونگ)

**باٽڙ ٻوڙُ:** ذ. تمام گهٽو پاڻي (جو ان ۾ ڏينگو بہ ٻڏل

رهي).

**باٽڙي**: ث. جوان پرڻيل عورت. زال.

**باٽو**: ذ. ٽڪائي جو سنياليندڙ. ڌرمي ڪريا ڪرم ڪندڙ- پروهت.

**ٻاٽو**: ذ. ٻارن کي ڊيڄاريندڙ خيالي ڀوت- ٻاٺو.

**ٻاٽي**: ث. ماٺي- سکر زال.

**ٻاٽيتال**: ذ. گوڙ شور- هُل بکيڙو. ڏاڍهن ڪوڪ. آزار- مصيبت.

**ٻٻ**: ص. تمام وڏو ۽ ٿلهو (جانور). تمام ٿلهو. بي ڊولو. هرڪا ٿلهي ساهواري شيء جا مَس رڙهي سگهي- آفت.

**ٻٻر**: ذ. هڪ عام مشهور وڻ.

**ٻٻر کان ٻير گهُرڻ**: اڻ ٿيندڙ خواهش ڪرڻ. ناممڪن طلب ڪرڻ.

**ٻتاڙ**: ذ. زنانو جهيڙو (جنهن ۾ تاڙين جو آواز به هجي). جهيڙو- تڪرار. هُل- گوڙ.

**ٻت ٻت**: ث. ڳالهائڻ ۾ ٻاتاڻ ۽ هبڪ. بيفائدو ڳالهاءِ. سمجهه ۾ نه اچڻ جهڙو ڳالهاءِ.

**ٻتڪو**: ذ. وات تڪڙو پورجڻ ۽ پٽجڻ. ٻت ٻت. بي صبري- آسڪائي. ٽِمر ٽِمر (ٻتيءَ جي).

**ٻٽ**: ذ. وڏيل يا ڪاڏل ٻوڙي جو زمين تي باقي رهيل مُڇو- ٿُب. ڪچي گاه جو ٻوڙو. ٻچي ڏاڙهيءَ جي ٿُبي.

**ٻتَ**: ث. ٻِتي چادر. ٻٽو رئو (جو گهوٽ ۽ ڪنوار کي ڍڪائين).

**ٻِٽ**: ذ. ٻن شين جو جوڙ- جوڙو- جُٽ. ٻن گـڏيل آڱرين جي چوڪَ. (ظ) گڏ- جوڙ ۾. ڳنڍيل- شامل- جُٽ. هم صلاح.

**ٻٽَ هٽڻ**: گڏيون هٽڻ. جوڳي جٽ ڪرڻ. بيعزتي واري سزا ڏيڻ.

**ٻـُٽَ**: ث. گهُٽَ- ٻُوسٽ. مـونـجهـه (ساهـه جي). بيهوشي. ماٺائي (ڏنڌي ۾).جاڙيءَ جي چوڌاري پٽڪي وغيره جو ور (جنهن سان اڌ مُنهن ڍڪجي وڃي). ننڍي ٻر وارو ڪپڙو (جيڪو مڱڻهار يا حجام کي خوشي جي موقعي تي ٻڌائبي).

**ٻُت**: ظ. ٻِتِيءَ- هرگز- اصل- ماڳهين. پڪ- بلڪل.

**ٻـَٽاڪَ**: ث. وڏاءُ واري ڳالهه- ٻَٽَ. ٻاڙ- لباڙ- لاف.

**ٻـَٽاڪي**: ص. ڳالهه ۾ وڏاءُ ڪندڙ. ڪوڙ هڻندڙ. ٻاڙي- لباڙي.

**ٻـُٽجَڻُ**: م. گهٽجڻ- ٻوساٽجڻ. بندجڻ- پورجڻ (نڪ وغيره). ٿوڪ مُنجهڻ (ٻيڙي، چلم وغيره).

**ٻـَٽريل**: ذ (انگ) حـاضـري جو نـوڪـر. بـورچي. خوشامدڙيو.

**ٻـَٽڪو**: ذ. گهڻي ماڻهن جو ڳالهاءُ- گوڙ. ٽَڙڪو.

**ٻِٽڻ**: ث. ٽوئي راند ۾ ٻن ٻَرين جو داءُ (جيڪو راند ڪٽڻ جو داءُ آهي).

**ٻِٽڻ مچڻ**: ٻن پاسن کان فائدو ٿيڻ. ٻن ترين جي وچ ۾ مقابلو ٿيڻ. تڪرار ٿيڻ.

**ٻـُٽڻ**: م. بـنـدڻ- ٻُوٽڻ. بوچ ڏيڻ. ٻُٽو ڪرڻ (وڻ).

**ٻِٽو**: ص. ٻيٽو. ڏهرو- ٻه پُڙو. شامل- گڏ.

**ٻـُٽو**: ص. ڪـن ڪپيل- ڪُرو. ٻُسَو. (ث. ٻُٽي).

**ٻـَٽوان، ٻـَٽوڻان**: ذ. ڪـن تائين ڪتريل وار.

**ٻـَٽور**: ص. ترڙو- هلڪي طبيعت وارو. وڏائي خور.

**ٻـَٽون، ٻـَٽون**: ذ. پـٽـسن رکـڻ لاءِ چمڙي وغيره جو ڪيسو- ٻَٽُون.

**ٻِٽي**: ث. ٻيٽي- ڏهري. ٻن گڏيل آڱرين جي گڏي.

**ٻـُٽي**: ص. ٻنا ڳهن (عورت)- ٻُسي.

**ٻـُٽي ٻوڪي**: ث. زيورن جي سينگار کان ٺلهي عورت.

**ٻـَٽيرو**: ذ. تتر جهڙو پکي- فصل ٻٽيرو.

**ٻَنيڪو:** ذ. زالن جو گهڻو هُل. زالن جو جهيڙو.

**ٻَنيهہ:** ص. ٻہ ۽ ٽيهہ عدد.

**ٻَنيهہ دليون:** ث. بي انداز محبت- تمام گهڻو قرب.

**ٻَنيهہ ڦاروڻ:** ث. ماءُ جي ٿڃ.

**ٻنيهہ لڳڻو:** ص. گهڻن سڻن لڳڻن وارو. (ث. ٻنيهہ لڳڻي).

**ٻَنيهو:** ذ عورت لاءِ ٻنيهن پسارڪن وڪرن وارو سُوانجو.

**ٻنيهي:** ث. ماڻهو جي ٻنهي ڇاڙين وارا ڏند (جيڪي ٻنيهہ ڇپيا وڃن ٿا).

**ٻَٺُ:** جانور جو ننڍو ڦر. هرڻي يا سوئر جو ٻچو.

**ٻِپڙو:** ص. ٻن پُڙن يا تهن وارو- ٻہ تهو. (ذ) اُٿراٿو.

**ٻپڙي:** ص. ٻن پُڙن واري (ماني، اجرڪ) (ث) سپَ.

**ٻِپهرَ:** ذ. سج اُڀرڻ کان پوءِ ٻہ پهر گذرڻ جو وقت- منجهند. اڌ ڏينهن.

**ٻِپهرو:** ذ. ٻن پهرن جي ماني ۽ آرام- مانجهاندو.

**ٻِجُ:** ذ (سن. وِيج) تخم. نسل- ٻِڻ. نطفو.

**ٻج پوکڻ:** فصل پوکڻ. بنياد وجهڻ- سلسلو شروع ڪرڻ (ڪنهن ڪم جو).

**ٻَجَهہ:** ث. قبضي.

**ٻجهارتَ:** ث. ڳجهارت- پرولي.

**ٻَجَهڻُ:** م. ٻڌجڻ- بندجڻ. گرفتار ٿيڻ. اٽڪجڻ. ڦاسجڻ (علت ۾).

**ٻُجهڻُ:** م. پروڙڻ. سڃاڻڻ.

**ٻُجهڻهارُ:** ص. ڄاڻڻهار (ڏڻي تعاليٰ).

**ٻَچُ:** ذ. ننڍڙو ٻچو- ٻچڙ. ڳودو- مغز. ڳپُ. گونچ.

**ٻُچُ:** ذ. وارن جو مُچو. ٻُچي ڏاڙهي.

**ٻچاپڙائي:** ث. منافقي. لائي چائي. خوشامد.

**ٻچاپڙو:** ص. منافق. لائي چائي ڪندڙ- چيٽائيور. خوشامدڙيو.

**ٻچ ٻچ:** ث. آهستي ڳالهائڻ- سُس ڦس. ڪائڻ وقت چپڪي جو آواز.

**ٻُچ ٻُچ:** ث. ٻُچڪار (وهٽ يا ٻارڙي کي).

**ٻچتائي:** ث. ٻن خيالن جي وچ ۾ هئڻ جي حالت.

**ٻَچَٽُ:** ذ. ننڍو ٻار. اڻ ساميل.

**ٻَچڙو:** ذ. ننڍڙو ٻچو. ٻارڙو. ابهم. (ث. ٻَچڙي).

**ٻَچڙوالُ، ٻَچڙيوالُ:** ص. عيالي- اولادي. سگهرو.

**ٻُچڪارَ، ٻُچڪَر:** ث. چپن مان ٻُچ ٻُچ جو نڪتل آواز. ٻچ ٻُچ (جانور کي سڏڻ، يا ٻار کي پاٻوهہ لاءِ).

**ٻُچڪارَ ڏيڻ:** پاٻوهہ ڏيڻ. ڌيان ڇڪائڻ لاءِ ٻچ ٻچ ڪري اشارو ڏيڻ.

**ٻُچڪارڻ:** م. ٻُچڪار ڏيڻ. لالچائڻ. ڏُتارڻ.

**ٻچڪو:** ذ. ٻچ ٻچ. گرانهہ چٻاڙڻ جو آواز- چاٻو.

**ٻچڪا ڏيڻ:** ڪائڻ يا ڳالهائڻ ۾ وات کي اُبتا سُبتا ڦيرا ڏيڻ- چاٻا ڏيڻ.

**ٻَچو:** ذ (ف. بَچه) ڪنهن بہ ساهواري جو ٻچڙو. ڦرُ (جانور جو). ٻارُ- ٻالڪ. گوشو- انگور (وڻ جو). ڪَرائي وارو سَنڌ.

**ٻَچا پيهہ:** ث. ماڻهن يا گهوڙن جو ڳاهٽ (جنهن ۾ ٻچا چپجي وڃن). ظلم- ڏاڍ.

**ٻَچي:** ث. سٽڻ جي وچ ۾ پيل ٽڪنبو يا چوڪنبو ڪپڙي ٽُڪر.

**ٻَچي ڦِريل:** ص. بي افعالو. بيوقوف. چٽ.

**ٻُچي:** ث. نقط ڪاڏيءَ واري حصي جي ڏاڙهي. (ص) ٻُچي ڏاڙهي وارو.

**ٻچَلَ:** ث. ٻن وهڪرن يا ٻن وڏين لهرين جي گڏجڻ واري اُڇلَ.

**ٻِڌليو:** ص. ٻن خيالن وارو- ٻہ چِتو. ٻُڌ تر ۾.

**ٻَڌَ:** ث. ٻڌڻ جو عمل. ٻَڌڻ جو نمونو. ٻڌل حالت.

ٻڌڻ جو سلسلو.

**ٻَڌِچوڙَ**: ث. بار بار ٻڌڻ ۽ ڇوڙڻ جو عمل. وٺ پڪڙ.

**ٻَڌِ ڏيڻ**: قابو ڪرڻ. بند ڪرڻ. جهلڻ- روڪڻ.

**ٻَڌُ**: ذ (ف. بند) ٻڌڻ جو عمل. ٻڌل حالت. جهَلَ.

**ٻِڌِ**: ث. ٻئي پير ملائي ڏنل ٽپ. ڇالُ. ٽپ.

**ٻُڌِ، ٻُڌِي**: ث. (سن. ٻُدّ) سمجهه- عقل- فهم. سُڌ.

**ٻُڌِوانُ**: ص. سمجهو- ڏاهو- عاقل.

**ٻُڌُ**: ذ (سن. ٻُدّ) ٻُڌ ڌرم جو باني مهاتما گوتم. هڪ گرهه جو نالو- عطارد.

**ٻَڌائڻُ**: م. بند ڪرائڻ. جهلائڻ- پڪڙائڻ. قابو ڪرائڻ. نهرائڻ (پيڙيون).

**ٻُڌائڻُ**: م. سڻائڻ. سُڌ ڏيڻ. اطلاع ڪرڻ.

**ٻَڌجَڻُ**: م. بندجڻ. جهلجڻ. قابو ٿيڻ. جڪڙجڻ. جمي سخت ٿيڻ (پيٽ مادو).

**ٻُڌَرُ**: ذ (سن. ٻُدوار) اربعا ڏينهن.

**ٻُڌِ سُڌِ**: ث. سمجهه ٻُجهه. هوش حواس. سڌ سماءُ. خبرچار- واءُ سواءُ.

**ٻَڌَلُ**: ظ. قابو ٿيل. بنديل- جهليل. گرفتار. ڦاٿل (عشق ۾). ڄمي ۾. جميل (ڏونرو وغيره). مقرر ٿيل (لاڳ، محصول وغيره).

**ٻَڌَڻُ**: م (سن. ٻَنڌ) رسي يا نوڙي سان سوگهو ڪرڻ- جڪڙڻ. قابو ڪرڻ. جهلڻ- گرفتار ڪرڻ. مقرر ڪرڻ (ٽٽ). رکڻ (شرط). ناهڻ (پيڙيون). جوڙڻ (بيت).

**ٻُڌَڻُ**: م (سن. ٻُدّ) سڻڻ. ڪَنُ ڏيڻ. ڌيان ڏيڻ. اونائڻ (دانهن ڪوڪ).

**ٻَڌو**: ظ. ٻڌل. بند (مال). سمورو- اُڪو.

**ٻُڌو**: ص (هه. ٻُدو) بيوقوف- احمق.

**ٻَڌِي**: ث. اتفاق- اتحاد- ايڪو. دوستي (ٻاراڻي راند ۾). ٻن جي عدد سان تقسيم ٿيڻ وارو انگ.

**ٻَڌِي ڇڙِي**: ث. ٻڌڻ ۽ ڇوڙڻ جي ڪُل اختياري. عام مختياري.

**ٻِڏَ**: ث. هڪ قسم جو ڍانڊي گاهه.

**ٻُڏَتِرِ**: ث. ڳڻتي- ويچار. ٻه چتائي.

**ٻُڏَلُ**: ص. غرق- زيرآب. ويل رقم يا قرض (جو وصول ٿي نه سگهي).

**ٻِڏَندو**: ص. ٻن ڏندن وارو (وهٽ)- جوان (ڍڳو). (ث. ٻِڏندي).

**ٻُڏَڻُ**: م. غرق ٿيڻ (پاڻي ۾). بيهوش ٿيڻ.

**ٻُڏي وڃڻ**: غرق ٿيڻ. شل ٿيڻ (پگهر ۾). شرمسار ٿيڻ. بيهوش ٿيڻ.

**ٻُڍاپَڻُ، ٻڍاپو**: ذ. پيري- ڪُراڙپ.

**ٻُڍو**: ص. پوڙهو- پيرسن- ڪُراڙو. (ث. ٻُڍي).

**ٻَرَ**: ث. ڪامَ- ساڙُ.

**ٻَرُ**: ذ (سن. بَلَ) ٻَلَ- زور.

**ٻِرُ**: ذ (سن. بِل) جيت جانور جو کوٽيل سوراخ.

**ٻَرَ، ٻُرِ**: ث. لڱن تي سنهان وار. ڪنڌ جا وار. مٿي جا سنهان وار. گهوڙي گڏهه يا خچر جي ڪنڌ جا وار. بخمل وغيره جي سنهي ٻَج. لوهارن جي اصطلاح ۾ تتل لوهه تي پاڻي جو ڇنڊو.

**ٻَرائجَڻُ**: م. ٽپجڻ- ٻَرجڻ.

**ٻراڙي**: ث. هڪ بيماري. ناسور.

**ٻرانگَ، ٻرانگهَ**: ث. وک- قدم. وڏي وک (ٻن قدمن جي برابر).

**ٻَرائڻُ**: م. ٻرو ڏيڻ- ٽپ ڏيڻ. بيزار ڪرڻ. ٽڪائڻ (گهٽي ڪم ۾).

**ٻُرائڻُ**: م. وڄائڻ (ساز). پري وڄائڻ.

**ٻَر ٻَر**: ث. افسوس. هاءِ هاءِ. آندمانڊ- بيقراري.

**ٻُرِ ٻُرِ**: ث. داڻ داڻ. سنهي ٻَج. ڪبوتري جي ٿريءَ

تي سنها داغ.
ٻَرٽُ: ذ. گاهه جو هڪ قسم ( ساريال پوک ۾ ٿئي).
ٻَرجَڻُ: م. ٽپجڻ.
ٻَرحالُ: ذ (ف. بدحال) خراب حال- بدحالي.
ٻِرڙُ: ذ (سن. بِل) ٻِرُ. ٻرگهل.
ٻَرڙاٽُ: ذ. وڏي رڙ. ٻيڪاٽ.
ٻِرَقمِي: ث. رياضي ۾ اهو حساب جنهن جو "ايڪي
جي واٽ سان ٻن رقمن ۾ جواب نڪري.
ٻَرڪَڻُ: م. ٻاڪارڻ. اُٿمڻ.
ٻُرڪَڻُ: م. پيٺل شيءِ (مصالحو. لوڻ وغيره)
ڇڻڪارڻ. ٻُورو ڇٽڻ.
ٻُرڪو: ذ. پيٺل شيءِ ٻُرڪڻ جو عمل. ٻُرڪڻ جو
سفوف. ٻُورو.
ٻِرگهلُ: ذ. ٻِرڙ- وڏو سوراخ- ٻُڙڪ. لوڳهو.
ٻَرندڙ جَبلُ: ذ. آتشي مادي سبب چوٽيءَ مان باهه
ڪيندڙ جبل- جوالامکي.
ٻَرندي: ث. ٻريل باهه- آگ. مشڪلات. سختي.
ٻِرَنگو: ص. ٻن رنگن وارو. منافق. ٻهروپي.
ٻَرڻُ: م. جلڻ. ڏڳڻ- دکڻ (باهه). روشن ٿيڻ (بتي
وغيره). ٻکڻ- ٻهڪڻ (منهن). گرم ٿيڻ (بدن).
ٻُرڻُ: م. جهانءِ سان وڃڻ- گونج ڪرڻ. زور سان آواز
ڪرڻ يا ڳالهائڻ.
ٻَرو: ذ. تپ- بخار.
ٻرو ڏيڻ: ڏک ڏيڻ. نقصان رسائڻ. ڏاڍي مار ڏيڻ.
ٻَروچُ: بلوچ قوم جو فرد- بلوچ.
ٻَروچڪي: ٻروچن واري. (ث) ڏاڍمڙسي- زوراوري.
ٻرُون: ذ. هڪ دريائي جانور- بُلهڻ.
ٻَرالَ. ٻَرهَلَ: ث. هڪ بيماري (تلي وڌڻ جي).
ٻُري: ث. جوئر، ٻاجهري اَنُ جا ٿُهه يا ڪلون. ٻير جي
ٽارين مان ڇانئيل ٻن (مال جي چاري لاءِ).
ٻَڙڏُ: ذ. ڍڳو- ڏاند.
ٻَڙڏڪُ: ذ. ڏک مُڪ. ٻاٺيتال- ڏمڇر. گوڙ گهمسان.
ٻِڙڪَ: ث. ٻُڪو- آهستي ڳالهاءِ.
ٻَڙڪَڻُ. ٻڙهڪڻ: م. ٽهڪڻ.
ٻَڙڪو: ذ. ٽهڪو- اوٻارو.
ٻُڙو: ذ. ٻُوند- قطرو. ڏڌُ يا ڏوڻري ذرو (جيڪو
سَنباهه طور وجهجي). ڪپهه يا اَنَ جو ٻَهو. عطر يا دپ
۾ ٻڏل ٻَهو. مٽرن جي ول جي مُٽ. منڊي يا ڪنهن ٻه
ڳهه جي ٽِڪَ- ٽِٽو- ٽنگ.
ٻَڙهه: ث. ماٺ- چُپ چپات. ڪوري جي مُنهن کي
ڍڪڻ لاءِ ٽاٽو.
ٻَڙهه: ذ. ٻاٺو- سؤٽو. جسم تي ٻاٺي جو نشان.
ٻُڙي: ث. ڦُڙي- ٻوند. نقطو- ٽِبڪو. (ظ) ڪجهه نه.
ٻُڙي ڏيڻ: ڪجهه به نه ڏيڻ. الهو تلهو ڪٺي وڃڻ.
ٻُسَ: ث. گهٽَ- ٻُٽَ. مونجهه (ساهه جي). پينگ.
ٻِسانگُ: ذ. ٻن شاخن واري ڪاٺي. ٻيانو.
ٻِسَٽ: ظ. هڪ طرف کان ٻئي طرف تائين- آرپار.
ٻِسَرُ: ص. ٻن مختلف ذاتين مان چانول- گڏو.
ٻِسَرو: ص. ٻن سَرن يا لڙهين وارو (هار).
ٻُسَڻُ: م. ملهه يا جهيڙي ۾ مقابل کي ڪٺي دسڻ- مٽيءَ
۾ ٻُرڙڻ. اُرهائڻ.
ٻُسو: ص. ڪڻ ڪٺيل- ٻُٺو. بناڳهن. بنا ڇٽن گلن
(ڪپڙو). بي زيب. (ث. ٻُسي).
ٻَڪڻُ: م. منهن تائين ڀرڻ- ڏٽڻ.
ٻَڪو: ذ. مٽي جي ڪل ۾ مٽيءَ جو چاول ته (جيڪو اچا
ذرا ذرا ٿي اُکڙي). خشڪيءَ سبب مٽي جي اُکڙيل ڪَلَ.
ٻِڪَ: ث. ٽاس ۾ ٻن داڻن وارو پٽو- ڏُڪي.
ٻِڪَ ڦِري وڃڻ: واٽڙو ٿيڻ- عقل چرخ ٿيڻ. وايون

بتال ٿين.

**ٻُڪُ:** ذ. ٻنهي هٿن کي گڏي جهلڻ جي حالت.

**ٻُڪ کڻڻ:** هٿ کڻڻ (دعا لاءِ). دعا گهرڻ. فاتحه-خواني ڪرڻ.

**ٻَڪَرُ:** ذ. مشهور گهرو جانور- ٽيرُ.

**ٻَڪر ٻُسَ:** ث. جهلڻ ۽ پورڻ- وٺ پڪڙ. ٽوري جاءِ ۾ گهڻا ماڻهو بند ڪرڻ.

**ٻَڪر ٻُوساٽَ:** ث. ٻڪر ٻس. زوري زبردستي.

**ٻَڪرارُ:** ص. ٻڪريون چارينڌڙ. بيوقوف.

**ٻَڪَروالُ:** ذ. سانوڻ ۾ اُتر اوير ڪنڊ کان آيل مينهن (ڪنوڻ ۽ گجگوڙ سان اچي ۽ گهڻي دير تائين وسي).

**ٻَڪِري:** ث. مشهور گهرو جانور- ٻَڪِي- آئي.

**ٻُڪَلُ:** ذ. عورتن جي رئي يا چادر پائڻ جو هڪ نمونو.

**ٻِڪِي:** ث. تاس ۾ ٻن داڻن وارو پتو- ٻِڪَ- ڏُڪي.

**ٻُڪِي:** ث. اَنَ جي لَپَ. گراهڪ (جو اَنَ جي لپ کٽي اچي دڪان تان سودو وٺي). ٽُڪِي (لپ ۾ جهلي کائڻ جي). سُتِي- دوا.

**ٻُڪِي ڏيڻ:** علاج ڪرڻ. حيلو ڪرڻ. ويساهي ڏڪ ڪيڻ. ماري پُورو ڪرڻ.

**ٻُڪِي وجهڻ:** شاديءَ جي هڪ رسم موجب سهاڳڻين جو گڏجي شاديءَ کان اڳ اَنَ ڏرڻ، ڇڙڻ وغيره.

**ٻَکُ:** ذ. ٻنهي ٻانهن سان ڇيلهه ۾ وڌل ڀاڪر. ملهه جو هڪ داءُ.

**ٻَکُ لڳڻ:** وجهه لڳڻ. وارو ملڻ. فائدو ملڻ.

**ٻکيه پوڻ:** ڀاڪرين پوڻ. هٿين پوڻ- جهيڙي ۾ ڳنڍجي وڃڻ.

**ٻَکَڻُ:** ٻک وجهڻ. سوگهو جهلڻ.

**ٻَکِٿِي:** ث. هڪ قسم جي زهري مک (جا گهوڙي، گڏهه، ڪتي وغيره تي ويهي رت پيئي)- ٻَکِهي.

**ٻَکُهُ، ٻَکُهو:** ذ. ڀانڊي پکي جو هڪ قسم- ٻَکُهلو.

**ٻَکُهُ:** ذ. جهنگلي پکي جو هڪ قسم. (ص) پورڙو- پُوڪ. موڳو.

**ٻَکُهلو:** ذ. ٻَکُهُ پکي. (ص) ٺڳ- دغاباز.

**ٻَکُهلو ڀَڳت:** ص. پورڙو- ڀالو ڀولو. مطلبي. ٺڳُ.

**ٻَکُهلو، ٻَکُهلو:** ص. پورڙو- سادو سودو. بيوقوف.

**ٻَکِهي:** ث. ڇٽن ڦيٿن واري گهوڙي گاڏي- ٻَگِي.

**ٻَلِ:** ث (سن. ٻَلِ) قرباني- صدقو.

**ٻَلِ چاڙهڻ:** هندو ڌرم جي ڪرياڪرم موجب ڪنهن ساهواري کي ديوتا جي ٻت اڳيان ڪُهڻ.

**ٻَلُ:** ذ (سن. ٻَلَ) سگهه- طاقت. ٽيڪ. ڏِهَ. ڪوري لاءِ ڪائين جو ٻارڻ.

**ٻِلُ:** ذ. آفرين طور مليل نشان- تمغو.

**ٻُلَ:** ث. ڪير نه ڏهائيندڙ چوپائيءَ کي علاج طور سار ۾ ڏنل ٿُوڪ.

**ٻُلَ ڏيڻ:** دب ڪيڻ. سِيڪت ڏيڻ. چوڪ ڏيڻ.

**ٻِلاري:** ث. ٻن لارَن واري چڙي.

**ٻِلاڙي:** ث. وڏي جهنگ ٻِلي. ٻِراڙي.

**ٻِلٽِي:** ث. ريل ذريعي موڪليل مال ڇڏائڻ جي رسيد.

**ٻِلَرُ:** ذ. ٻارڙو. ٻچو (ٻليءَ جو)- پونگڙو.

**ٻِلو:** ذ. مشهور گهرو جانور. آفرين جوڳي ڪارنامي لاءِ مليل ڪنهن ڌاتوءَ مان ٺهيل نشان- تمغو.

**ٻَلوانُ:** ص (سن. ٻلوان) سگهارو- طاقتور. پهلوان.

**ٻَلونگڙو:** ذ. ٻليءَ جو ٻچو.

**ٻِلهِه:** ظ. ٻه گڏ- ٻِٽَ- ٻيلهه. (ث) ٻن ٿڻن مان ڏهائيندڙ چوپائي.

**ٻِلهاڙي:** ث. ملهه جو هڪ انگ.

**ٻَلهارُ، ٻَلهاري:** ظ. قربان- گهوري- صدقي.

**ٻِلهڙ:** ظ. ٻه گڏ- ٻئي گڏوگڏ. ٻيلهه.

**ٻلهڻ:** ٿ. ڪير پيئندڙ ٻر ڪي ٻوٽ تي ٻڌل ٻسانگي ڪاٺي. ملھ جو ھڪ داءُ.

**ٻلهڻ:** ٿ. پاڻي جو ھڪ جانور- ٻروُن.

**ٻلهيڊ:** ٿ. ولر- ٽولو (شڪاري جانورن جو).

**ٻلي:** ٿ. مشهور گھرو جانور- گُربه. ناتاري (جنهن سان بيڙيءَ جو پڳھ ٻڌجي). لوهي چنبو (جنهن سان کوھ ۾ ڪريل شيون تلاش ڪجن).

**ٻلي مارڻ:** وڏو گناھ ڪرڻ (چون ٿا ٻلي مارڻ سان ست ورهيه مصيبت ۾ گذرندا). وڏو قصور ڪرڻ.

**ٻماڙ:** ٿ. ھڪ ٻئي مٿان ٻن ماڙين واري جاءِ.

**ٻمنهين:** ٿ. بلا جو ھڪ قسم (جنهن ڪي عام خيال موجب ٻه مُنهن ٿين).

**ٻَنُ:** ذ (سن. ٻَن). جهنگل- ٻَنُ. ٻَنُ- اوڙاھ.

**ٻَن ڏيڻ:** ڪڏ ۾ وجهڻ. ڇڏي ڏيڻ. ترڪ ڪرڻ.

**ٻن:** ص. "ٻه" عدد جي عام صورت.

**ٻن ٻيڙين ۾ چڙهڻ:** ساڳئي وقت ٻه ڪم هٿ ۾ ڪڻڻ. ٻه جوابداريون پنهنجي ذمي ڪرڻ.

**ٻنيُ:** ذ. دروازو- ٻنيِ. لنگهه- گسُ (جاءِ جو).

**ٻنيو:** ذ. دروازو- ٻنيِ. لنگهه (گهر جو).

**ٻنيو ٻئي پاسي ڪرڻ:** اڏاوت ڦيرائي ڇڏڻ. جوڳي جٽ ڪرڻ. سخت نقصان رسائڻ.

**ٻنجڻُ:** م. ٻنجي ڏيڻ- ٻوڄ ڏيڻ (شيشي وغيره ڪي). ٻنجو ڏيڻ. بند ڪرڻ.

**ٻنجو:** ذ. ٻوڄ. ڏٽو. روڪ- بندش.

**ٻنجو ڏيڻ:** ٻوڄ ڏيڻ. صفا بند ڪرڻ (ناجائز ڪم).

**ٻنجي:** ٿ. ٻوڄ. ٻونبَ (ڪٽ جي پاڻي جي).

**ٻندڙو، ٻندو:** ذ. ڪنن ۾ پائڻ جو ھڪ ڳهه- دُر.

**ٻَنڌِ:** ٿ (سن. ٻَنڌ) پاڻي جي روڪ لاءِ وڏو ٻَنڌُ.

**ٻَنڌِ ٻڃڻ:** ڪنهن ٻه شيءِ جو گهٽي انداز ۾ اچڻ.

**ٻَنڌاڻُ:** ذ (سن. ٻَنڌن) مقرر ٿيل لوازمو. مضبوط وٺيل رسو. هير- عادت.

**ٻَنڌائي:** ص. ٻنڌاڻ ٻڌل. عادتي. هيراڪ (نشي جو).

**ٻَنڌڻُ:** ذ. مقرر ڪم- فرض. قاعدو. ٽنجڻو. لاڳاپو. سَمر- زادراه.

**ٻَنڌڻ پوڻ:** قاعدي جون مجبوريون پوڻ. ناتو ڳنڍجڻ: عشق لڳڻ.

**ٻنڌڻن ۾:** تنجڻن ۾. ننڍيءَ عمر ۾.

**ٻَنڊي:** ٿ (سن. ٻنڊن) بدن ۾ تنتن ۽ گوشت جي سڏي- مُشڪ.

**ٻَنڊُ:** ص. وڏو لُچ.

**ٻُنڊڙُ، ٻُنڊڻُ:** ذ. ڊاڪ جي هيٺان گوشت وارو حصو- ڇَتڙُ.

**ٻُنڊو:** ذ. ڳنڊو (پاڻي کي روڪڻ لاءِ). ٻنجو.

**ٻنڊي:** ٿ. ٻڙي- ٽبڪو. گڏھ يا ڏاند جو آٽر (ڍڳي جي ڪُلهي يا گڏھ جي پٺيءَ تي رکيل ڪپڙي جو تھ).

**ٻَنگُ:** ذ. وَنگُ- درياءَ جو وڙ. گهيڙُ. وَڄھُ.

**ٻَنگ لڳڻ:** وڄھ لڳڻ. وڪڙ ۾ ڦاسڻ. ٻڪ هٿڻ.

**ٻُنگُ:** ذ. ڪچو گونچ. ڪچو گل. ڪچو سَنگُ. ڪپھ جي ڦُٽي (جا اڃا ووڻ ۾ بيٺل هجي). سَرَ جو گل (جيڪو اڃو ٿئي). ٻُورُ.

**ٻَنگارَ:** ٿ. ڏاتوءَ جو ھڪ قسم- ڪنجهو.

**ٻَنگاري:** ٿ. ڪنجهي جو ٿانءُ. ڪنجهي جي ٿالهي.

**ٻَنو:** ز. زمين جي ٻاري ڪي آيل ننڍڙو بندُ (پاڻيءَ جي روڪ لاءِ). ڪَڌَ جي ڪِنار. سَنڌو- حد. ڪنارو. آڏ- بچاءُ. مٽيءَ جي ننپيڙي پِٽ. جسم تي چهبڪ يا چهي جي ڏڪ جو نشان- نِيلُ.

**ٻَنا پوڙ:** ظ. تمام گهڻو پاڻي (جنهن جي اُٿل سان ٻنا ٻڏي وڃن).

**بَنو ڏيئي وڃڻ:** ختم ٿي وڃڻ. کُٽي وڃڻ.

**بَنوڙو:** ذ. ننڍڙو بنو. سَنڌو- نشان.

**بَني تي وهارڻ:** سُڪَي وهارڻ. سچو ڪرڻ. هڪ هنڌ وهارڻ جي سزا ڏيڻ.

**بَني لڳڻ:** ڪناري پيڙو ٿيڻ. مراد پوري ٿيڻ. منزل تي پهچڻ.

**ٻَني:** ث (سن. وَني= وڻڪار) پوکيل زمين- زرعي ايراضي. کيتي- پوک.

**ٻَني پارو:** ذ. پوک راهه. پوک لاءِ زمين ٽڪر.

**پِني:** ث. بار بردار وهٽ جي پنيءَ کي زخمن کان بچاءَ لاءِ پيڙهو (ڳوڻ جي ڳوتري ۾ ڪک ۽ بوسو پريل، يا پراڻي ڪپڙي ۽ ليڙن مان ٺهيل وهاڻي).

**پواٽو:** ذ. اُهو هنڌ جتي ٻه واٽون گڏجن- دوراهو.

**ٻوٻَٽُ:** ذ. رڙ- ڪُوڪَ. دانهن. واڪو.

**ٻوٻو:** ذ. ڍير- ڍڳ. وڏي رقم. دستي (نوٽن جي). رشوت- وڍي.

**ٻوٻا پارڻ:** لالچ ڏيئي نقصان ڪرائڻ. فساد اُٿارڻ.

**ٻوٿُ:** ذ. مُنهن جو هيٺيون ڄاڙي وارو حصو. مُنهن- شڪل- چهرو. ڏُون (جانور جو).

**ٻوٿ سڃائڻ:** مُنهن گهنجائڻ. ڪاوڙجڻ.

**ٻوٿاڙ:** ذ. جانور جو ٻوٿ وارو پاسو- ڏُوناڙ.

**ٻوٿاڙو:** ذ. وهٽ جي ٻوٿ تي (لغام بدران) ٻڌل رسيءَ جو وَڪڙ.

**ٻوٿي:** ث. شڪل- مُنهن (حقارت سان).

**ٻوٽُ:** ذ. گوشت جو وڏو ٽڪر- وڏي ٻوٽي.

**ٻوٽڻ:** م. پُورڻ (اکيون). بند ڪرڻ (دروازو).

**ٻوٽو:** ذ. ننڍو سَلو. گاهه. وڻ وغيره جو سَلو.

**ٻوٽو پارڻ:** سوجهرو ڪرڻ. همت ڪرڻ- مڙسي ڪرڻ. ڪارنامو ڪرڻ.

**ٻوٽي:** ث. ننڍڙو ٻوٽو (جنهن جا پن ۽ گُل دوا طور ڪم اچن). گوشت جي ٽڙ. ٻَنگ (سائي ٻوٽي).

**ٻوٽي رڃهڻ:** گُڏارو ٿيڻ. ناهه ٿيڻ.

**بوجهه:** ذ. بار- بوجهو.

**ٻُوجهه:** ث (سن. ٻُڌ) سمجهه- عقل- مت. ڄاڻ.

**بوجهو:** ذ. بار. وزن. ٻن ڳوٺين جو گڏي سبيل سَنڌُ. وڏي پَري.

**ٻوچُ:** ذ. شيشي وغيره جي مُنهن بند ڪرڻ لاءِ ڪاڪ جو ٽُڪر. ڏٽويا ڪاٺيءَ ٽڪر- ٻُنجي.

**ٻوڏ، ٻوڏِ:** ث. پاڻيءَ جي اٿل- چَڙَ- ليٽَ. سيلاب.

**ٻوڏ، ٻَوڏ:** ذ. سڏ جي جواب ۾ حقارت يا بيزاري جي ورندي. ٿوٽُ!

**ٻوڏِڙو:** ذ. بيهوشي. مانداڻي. ساٺائي.

**ٻورِ:** ث. پيچش ۾ نڪرندڙ اڇي غلاظت- آنٽُون.

**ٻُورُ:** ذ. ڪنهن ٻه ٻُوٽي، ٻُوڙي، وڻ جي مڪڙين يا گُلن جهلڻ کان اڳ واري ڦُلهار- مورَ. ٻُونگر (ڪرڙ جو). ٻاجهري جوئر وغيره جي سنگن مٿان ان جهلڻ کان اڳ آئي جهڙي داڻِ داڻِ.

**ٻُوراڻي:** ث. "پن" گاهه جي سنگن مان نڪتل هيڊي رنگ جو اٽو (جنهن ۾ کنڊ وغيره ملائي ٻاڦ تي پچائي مُوڙيون ناهين).

**ٻُورِجَڻُ:** م. ٻوُر جهلڻ. ڦُلارجڻ.

**بورو:** ذ. (ف. بُورا) ويکر وارن پاسن کان سبيل ۽ ديگهه واري هڪ پاسي کان کليل ڳوڻ (جيڪا خرزين وانگر وهٽ تي رکي ياڻ ۽ مٽي ڍوئڻ ۾ ڪم اچي).

**ٻُورو:** ذ. چُورو (ڪاٺ جو). ڪاٻه پيٺل شيءِ.

**ٻورِي:** ث. ڳوڻ. مڇي جي پيٽ ۾ چربيءَ جي ٿيلهي.

**ٻوڙُ:** ذ. رڌل گوشت مڇي ڀاڄي وغيره (ماني يا ڀت سان کائڻ لاءِ)- ڀاڄي.

**ٻوڙ هارَ:** اجايو ڳالهائڻ. بڪڻ. ايڏگي نموني ڳالهائڻ.
**ٻوڙاڻِ:** ث. ڪَنَ ڪان نه ٻڌڻ.
**ٻوڙاهر:** ث. ڏاڍي ننڊ. گهَر. بيهوشي.
**ٻوڙاهر ٻٽ:** ث. سخت بيهوشي. اگهور غلطاني.
**ٻوڙائڻُ:** م. زير آب ڪرائڻ. ٽٻائڻ (رگ ۾ ڪپڙو). گهرو ٿيڻ (ڪَنَ ڪان).
**ٻوڙٽ:** ص. نهايت ٻوڙو- ٻوڙو چٽ.
**ٻوڙڻُ:** م. زيرآب ڪرڻ. غرق ڪرڻ. ٻوڏ ڪرڻ.ٻوڙو ڏيڻ (رگ ۾). نيصلي ۾ ڪنهن جو وهنوار وڃائڻ. نابود ڪرڻ. زائل ڪرڻ.
**ٻوڙو ڏيڻ:** ٽوٻو ڏيڻ. رگ ۾ ٻوڙڻ.
**ٻوڙو:** ص. ڪَنَ ڪان نه ٻڌندڙ. گهرو. (ث. ٻوڙي).
**ٻوڙو گهَلِ:** ص. چٽ ٻوڙو. (ث. ٻوڙي گهلِ)
**ٻُوڙو:** ذ. گاه وغيره (جو لامون ڪري اُسري)- ٻُوٽو. ٻُٽ (گاه جو).
**ٻوڙي:** ث. پکيءَ جو هڪ قسم (جهرڪي جيڏو پهاڙي پکي، جوئر ٻاجهري جو فصل زوري کائي، جڻ جهار هڪلڻ جو آواز ٻڌيئي ڪونه).
**ٻوسَاٽ، ٻوسَٽ:** ث. هوا جي گُهٽ- حبس. ساهه جي مونجهه.
**ٻوساٽجڻ:** م. گُهٽجڻ. مونجهه ٿيڻ (ساه جي).
**ٻُوسائڻ:** م. زوري وات نڪ بند ڪري ساهه گهٽڻ.
**ٻوڪاڻي:** ث. مٿي ۽ ڳچيءَ کي ڪپڙي ويڙهڻ جو هڪ نمونو.
**ٻُوڪجڻ:** م. انب يا ڪجيءَ جو اوائلي ٻُور جهلڻ. ٻُورجڻ. ڦرجڻ (ٻڪري).
**ٻوڪڻُ:** م. ٻور جهلڻ (انب، ڪجي وغيره).
**ٻوڪو:** ذ. کوهه مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ چم جو ڏول.
**ٻوڪي:** ث. چادر اوڍڻ جو هڪ نمونو (چادر گوڏ وانگر ٻڌي، پوچڙ ڇاتيءَ تان ورائي ڳچيءَ ۾ ٻڌي ڇڏجن). هٿند پمپ يا پاڻيءَ جي مشين ۾ ڪم ايندڙ چمڙي جي ڪٽوري.
**ٻوگهه:** ص. بيوتوف.
**ٻوگهلو:** ص. بيوتوف. پورڙو. (ث. ٻوگهلي).
**ٻولَ:** ث. انجام- واعدو (سؤدي جو). مال لهڻ کان اڳ وڪري جي ٻولي.
**ٻولُ:** ذ. سخن- گفتو. قول- انجام. ساز جي وڄت يا ڳائڻ جو ٽل وغيره.
**ٻولُ وَچَنُ:** ذ. انجام اقرار- واعدا.
**ٻولاچالي:** ث. گفتگو. وهنوار. انجام اقرار.
**ٻولاهو:** ذ. نراڙ تي اڇو ٽِڪو. اهو چوپايو جنهن جي نراڙ تي ٻولهه هجي. (ص) ٽياڳو- چندو.
**ٻولاهي:** ث. مُنهن تي اڇي ٽِڪي واري ڍڳي. ٻڪريءَ جو هڪ قسم. اَڙِي جو هڪ قسم.
**ٻولائڻ:** م. ڪليو ڪلايو چوڻ يا ٻڌائڻ. ٻدلي وٺڻ جو چتاءُ ڏيڻ. خبردار ڪرڻ- چتائڻ. هوڪارڻ- للڪارڻ. تتر کي سينڊ تي آواز ڪرائڻ.
**ٻولڙيو:** ص. ٻئي جي پوٺتان ڳالهائڻ وارو. پڳت جي پنيان وارو وناڻيندڙ- سُرجهلائو. ٻئي جي مرضي موجب ڳالهائيندڙ- هٽ ٺوڪيو.
**ٻولڻ:** م. چوڻ- آکڻ. ڳالهائڻ. ٻوليون ڪرڻ. تتوارڻ (تتر). ٻولَ ڪرڻ (اگهه جي).
**ٻولهه:** ذ. جانور جي پيشانيءَ تي اڇو نشان. ٻانو (گهوڙي جو).
**ٻولي:** ث. زبان- لسان- ڀاشا. ڳالهه- گفتگو. لات (پکين جي). انجام- واعدو.
**ٻولي ڪرڻ:** سؤدي يا وڪري کي پڪو ڪرڻ. اگهه جي صفائي ڪرڻ. اقرار ڪرڻ- واعدو ڪرڻ. پکيءَ

جو ٻولڻ.

**ٻونگرُ:** ث. ڪرڙ جي ڪچي مور. ڪچا گونچ.

**ٻوهہُ:** ذ. ٻاجهريءَ جي اَنَ جون ڪلون- ٻهي، ٻوٽي جو هڪ قسم (جنهن جا گُل وهاڻن ۾ وجهجن).

**ٻوهاڙَ:** ث. ڪُتي جيُ وڏي دانهن. وڏي رڙ.

**ٻوهَلَ:** ث. صبح جا ماڪ وارا ڪکر (جيڪي ٿڌي هير سان گڏ اُتر ڏانهن وڃن). ماڪَ جون بوندون.

**ٻوهو:** ذ. اَنَ جا ٿُهہ. مصيبت- آزار. هاڃو. سَزا.

**ٻوهي ۾ اچڻ:** آئيءَ ۾ اچڻ. مصيبت ۾ ڦاسڻ. هاڃي ۾ پوڻ.

**ٻهَہَ:** ص. (سن. ٻَهہ) گهڻا. جهجهو- ٻَهُون.

**ٻُهارڻُ:** م. ٻُهاري ڏيڻ- ٻُهارو پائڻ. صفائي ڪرڻ. ميڙڻ. سيڪجهہ ڪٺي وڃڻ.

**ٻُهاري وڃڻ:** جيڪي هجي سو ڪٺي وڃڻ. الهو تلهو ڪٺي وڃڻ.

**ٻُهارو:** ذ. گند ڪچري ميڙڻ لاءِ ڪجي، ڪانهن، ڪِپ، سَر، مُڃ وغيره مان ٺهيل ٻُهارو- جهاڙو. ڪجيءَ جو گوشو (جنهن ۾ ٻُرُ ٿئي).

**ٻُهاري:** ث. ننڍو جهاڙو يا ٻُهارو.

**ٻُهاري ڏيڻ:** جهاڙو ڏيڻ. صفائي ڪرڻ. سيڪجهہ ميڙي سيڙي ڪٺي وڃڻ.

**ٻُهاريدارُ:** ص. ٻهاري ڏيندڙ. خادم- ڀانهو.

**ٻِهاڻ:** ث. ٻن سالن جي مادي (گڏهہ، گهوڙي، اُٺ).

**ٻِهاڻُ:** ذ. ٻن سالن عمر جو نَرُ (ڪودو، وڇيرو، گونرو).

**ٻهہ ٻَهہ:** ث. چمڪو- تجلو. روشني- رونق. ٻهڪو- خوشي. (ص) گهڻو- جهجهو.

**ٻهچاڻُ:** ص. گهڻو ڄاڻندڙ- وڏو ڄاڻو. سياڻو- داناءُ.

**ٻَهر:** ظ (سن. وَهِر) ٻاهر- بيرون.

**ٻَهرٿو:** ص. ٻاهريون ماڻهو. ڌاريو- اوپرو. ٻاهران آيل.

**ٻَهرپيرو:** ص. گهمندڙ- رولاڪ. ڪريل. زناڪار. (ث. ٻَهرَ پيري).

**ٻَهرُو:** ص. "هر" يا ٻيل گاڏي ۾ ساڄي هٿ تي وهندڙ ڍڳو- ٻاهرو.

**ٻَهريون:** ظ. ٻاهريون. ظاهري. ملهہ جو هڪ ڄاڻو.

**ٻَهُرُ:** ذ. ٻُهاريل گند ڪچرو- ڪِن ڪچرو. (ص) گندو (ماڻهو). بي اعمالو. نڪمو.

**ٻَهراڙي:** ث. شهر کان ٻاهر واري آبادي. شهر جي پسگردائي. ڳوٺائي آبادي- ديهات.

**ٻَهروليو:** ص. قاعدي قانون کان ٻاهرين حد ۾ گذاريندڙ. ٻاهرئين ملڪ ۾ ڦُرلٽ ڪندڙ.

**ٻَهروُپُ:** ذ (سن. بهہ روپ) گهڻا روپ. گهڻيون شڪليون. چمڙاپوش.

**ٻَهروُپي، ٻَهرُوپيو:** ص. ويس بدلائي گهڻين شڪلين جو روپ وٺندڙ. سانگ وڃهندڙ. منافق- دغاباز.

**ٻَهرين:** ث. مَلهہ ۾ ٻاهريون ڄاڻو.

**ٻَهَڙ:** ث. ڏُڌ ۾ ڪير جا گوها هٿي ٺاهيل ڦيڏر. پوريءَ طرح نہ چاول ڪير.

**ٻَهڙو:** ذ. ڪارن ۽ اَڇن چٽن وارو ڪُتو. (ث. ٻَهڙي).

**ٻَهڪَ:** ث. چمڪو- تجلو- روشني. وٽن ۽ گلن جي تازگي ۽ خوشبوءِ.

**ٻَهڪارَ:** ث. چمڪو. رونق. خوشي. خوشي يا ڏپ واري دانهن.

**ٻَهڪڻُ:** م. خوشيءَ ۾ ٽڙڻ- ٻهار ٻهار ٿيڻ.

**ٻَهڪو:** ذ. چمڪو. خوشبوءِ- سڳند.

**ٻَهڳڻُ، ٻَهڳڻو:** ص. (سن. بهہ ڳُڻ) گهڻن ڳُڻن وارو. سياڻو- داناءُ. (ذ) ڏاہلو.

**ٻَهَلُ:** ذ. وڏو سوراخ- برگهل. وڏو زخم.

**ٻُهلَڻُ:** ذ. ڳنڍيءَ جو ڍڪ- ڇاپڙ.(ص) -ٿُلهو-

ٽوٽانگ. ٻي ٻولو (جسم).
**ٻَهٽي:** ث. دڪان تي وڪڙ جي وڪري واري ملبل ٻهرين نقدي.
**ٻَهُون:** ظ. گهٽو- جهجهو- بي انداز.
**ٻَهي:** ظ (سن. ٻُس) جوئر ٻاجهري جي سنگن مان انَ نڪرڻ بعد باقي ٿُهه يا ٻُري.
**ٻَئي:** ص. هي ٻه هُوبه- جوڙو ٿي- ٻيئي.
**ٻئي اکيون برابر ڪرڻ:** سيني کي هڪ جهڙو ڪري ڏسڻ. انصاف ۾ رياء نه ڪرڻ.
**ٻَئي مٿا ڪٽڻ:** شادي ۾ گهوٽيتو توڙي ڪنواريتو خرچ ڪٽڻ.
**ٻيانو:** ذ. ڍنگهرن ڪٽڻ لاءِ خاص ٻه سانگي ڪاٺي.
**ٻياني:** ث. ننڍو "ٻيانو".
**ٻيائي:** ث. ڏوئي- ڪوٽ- دولاب. منافقي. شِرڪُ.
**ٻيپڙاٽُ، ٻيپڙٽُ:** ذ. ٻڪريءَ جي دانهن- ٻيڪاٽ. ٻاڪار- دانهن.
**ٻيٽُ:** ذ (س. دويپ) درياءَ سمنڊ يا ڍنڍ ۾ خشڪي وارو زمين ٽڪرُ- جزيرو.
**ٻيٽَ:** ث. سُٺ- جاءِ. چِڪي پُورڻ يا پچائڻ (اک).
**ٻيٽاري:** ث. ننڍڙو ٻيٽ. درياء ۾ پاڻي لهڻ کان پوءِ ظاهر ٿيل ريٽُ وارو ٽڪرو.
**ٻيٽڻُ:** م. زور سان بندڪرڻ (اک، مقعد)- ٻُوٽڻ. ٻيڙڻ. پچائڻ.
**ٻيٽو:** ذ. پُٽ. (ث. ٻيٽي).
**ٻيجارو:** ز. رونبي لاءِ پوکيل ٻج واري زمين.
**ٻيجَڪُ:** ذ (سن. ويجڪ) خريد ٿيل مال جي قيمت جي تفصيل سان چِٺو- ٻِلُ. جنسن جي اگهوتري.
**ٻيجَلُ:** ذ. سورٺ ۽ راءِ ڏياچ قصي جو هڪ ڪردار (چارڻ، جنهن راءِ ڏياچ جو سِر سُوال ۾ گهريو).

**ٻيجو:** ذ. رونبي لاءِ پوکيل ٻج (جنهن جا سَلا وڏيرڙا ٿين ته ڪڍي ٻئي هنڌ هڻجن).
**ٻيرِ:** ث. هڪ قسم جو وڻ.
**ٻيرُ:** ذ. "ٻيرِ" وڻ جو ميوو (قسم: صوفي ٻيرَ، چاپرو ٻير، سنڌي ٻير).
**ٻيرو:** ذ. ماس جو ڳاڙهو ٽڪر. گوشت جو ٽُڪر- ٻُوٽُ. مڇيءَ جي ڳِيي.
**ٻيرا ٻيرا ڪرڻ:** ڳيا ڳيا ڪرڻ.
**ٻيَڙَ:** ث. جوءِ- زال.
**ٻيڙُ، ٻيڙُو:** ذ. هڪ نه ٻئي ڏينهن ايندڙ جو تپ- واري جو تپ.
**ٻيڙَ ٻنو:** ذ. ڪُڏ جي چوڌاري ڏنل ٻَنو.
**ٻيڙو:** ذ. وڏي شاهي ٻيڙي. جنگي غورابن جو آرماڙ. اٿالو- عملو.
**ٻيڙا ٻني لڳڻ:** سڀ ڪم سرانجام ٿيڻ. سوپارو ٿيڻ. دل جي مراد پوري ٿيڻ.
**ٻيڙو:** ذ. ٽُڪمو (ڪوٽ، پهراڻ، قميص وغيره جي ڳاريءَ ۾ پئي ان کي بند ڪري). ٻَٽڻ- سَرٽُ. رنگين سگو يا ڏورو (مڱڻي رات ٻانهن ۾ ٻڌڻ لاءِ)- ڳانو. ڪانيءَ ۾ ٻڌل گُلَ (شاديءَ ۾ ورهائڻ لاءِ). ويڙهيل پانُ. مُڃن جي وچ وارو چوکنڊو خال.
**ٻيڙي:** ث. ڪَشتي- مَڪُري- سفينو. زنجير ۾ ٻڌل ڪڙي (ڏوهاري جي پيرن ۾ ٻڌڻ لاءِ).
**ٻيڙيءَ چاڙهي ڦُرهو ڪڍڻ:** وڏي فائدي جو دلاسو ڏيئي وقت تي دغا ڏيڻ. وعدي خلافي ڪرڻ. ڏڪ ڪڍڻ.
**ٻيڙي:** ث. پَن جي پتي ۾ ويڙهيل تماڪُ (چِڪڻ لاءِ).
**ٻيڪاٽُ:** ذ. ٻڪريءَ جي رڙ. دانهن- رڙ.
**ٻيڪَڙُ، ٻيڪُڙُ:** ذ. دروازي جي ٻن طاقن جي وچ

واري وٽي. وڻ جي ٻن ڏارن جي وچ وارو خال. ٻن پٽين جي وچ ۾ وٿي. وڙ- پيچ. وڪڙ- ڦيرو (رستي، درياء وغيره جو).

**ٻيڪڙڻُ**: مَ. ڪڙي يا تاڙي ڏيڻ کان سواءِ دروازي جا طاق وراڻي ڇڏڻ- وراڻڻ (طاق). بند ڪرڻ (در).

**ٻيڪڻُ**: ٻڪريءَ يا رڍ جون ٻيڪُون ڪرڻ.

**ٻيڪڙُ**: ذ. ٻن وٽن، پٽين يا ٻن جاين جي وچ واري وڇوٽي- ٻيڪڙُ.

**ٻيڪهي**: ث. لوڪ ناچ جو هڪ قسم (جنهن جو ٻول "هُڙ ٻيڪهي").

**ٻيڪهي مچڻ**: هنبوڇي لڳڻ. هُل ٿيڻ. ٻٽو فائدو ٿيڻ. ٻہ طرفو لاڀ ملڻ. ساڃي لڳڻ. جهيڙو لڳڻ.

**ٻيلاٽُ**: ذ. گهاٽن ٻيلن واري ايراضي. درياء جي ٻيٽاري (جنهن ۾ تورو گهاٽو جهنگ اُڀري ويو هجي).

**ٻيلاٽي**: ث. ننڍو ٻيٽ- ٻيٽاري.

**ٻيلائي**: ص. ٻيلي جو رهاڪو. شينهن جو هڪ قسم- واگهہ.

**ٻيلپَ**: ث، همراهي. ٻئي سان شراڪت يا مدد. نوڪري. ٻانهپ. چاڪري- ٽهل.

**ٻيلپو**: ذ. نوڪري. ٻانهپ. ٽهل- چاڪري. خدمت. مددگاري- همراهي.

**ٻيلڻُ**: ذ. "جتن" جو لوڪ گيت. سنڌ جو هڪ لوڪ گيت (عموماً سرائڪي ٻولي ۾).

**ٻيلو**: ذ. درياء جي ڪنڌيءَ لڳ گهاٽن ۽ وڏن وڻن واري ايراضي.

**ٻيلهہ**: ث. هڪ ئي وهٽ تي ٻن ڄڻن جي گڏ سواري. هڪ دفعو کيڙيل زمين تي ٻيو هَرُ. همراهي- مدد. ٻيلپو- سنگت. (ظ) گڏ- ساڻ.

**ٻيلهہَ ڏيڻ**: ٻيو دفعو هر ڪاهڻ. سنگت ۾ وٺڻ. همراهي ڪرڻ.

**ٻيلهاڙو**: ذ. هڪ قسم جي پهلواني واري راند ("وڏ ڪٻل" وانگر کيڏي ويجي).

**ٻيلهڙو**: ذ. مٽي تي پاٿي جا هڪ ٻئي مٿان- ٻہ پريل دلا. نڪر جي ٽانون جي رکيل قطار (ڪُنو، ڪنگر، تس، دکي، ٽيو).

**ٻيلي**: ص. ساٿي- سنگتي. همراه- رفيق. واهرو- مددگار. حالِ ياڻي. پورهيت. (ث. ٻيليائي).

**ٻِيڻِ**: ث. اوتري ٻِي واڌ- ٻِٽائي.

**ٻِيڻو**: ص. ٻہ ڀاڱا زياده. ٻِٽو- ڏوڙو. ڏنگو- مُڙيل. (ث. ٻِيڻي).

**ٻِيو**: ص. ڳاڻيٽي ۾ پهرئين کان پوءِ وارو عدد- ثاني. ٽاريو- غير. بدليل. نرالو.

**ٻِيهارِ، ٻِيهَرِ**: ظ. ٻيو دفعو- ٻيو گهمرو- وري.

**ٻيڻي**: ص. هيءُ ٻہ ۽ هُو ٻہ- هردو- ٻئي.



**پ**: ث. سنڌي "الف -بي" جو چوٿون اکر. اُچار "پي". ابجد موجب عدد "ب" جي برابر (٢).

**پاپڙا**: ذ. هندن جو هڪ فرقو (جين ڌرم جا پوئلڳ).

**پاپي**: ث. پاءُ جي زال- پاجائي.

**پاتي**: ذ. ڪٽنب جو ماڻهو. گهر جو فرد.

**پاڄ**: ث. پڄڻ . هار- شڪست، ٻوڙ. لڏ پلاڻ.

**پاجائي**: ث وڏي پاءُ جي زال.

**پاجَڙِ**: ۽. ڏسو "پاڄ".

**ڀاڄوڪَڙُ**: ص. هر هر ڀڄي ويندڙ. گوسڙو. (ث. ڀاڄوڪَڙِ).

**ڀاڄِي**: ث. ڀوڙ ڳنڍڻ. ڪنهن رسم تي ورهايل يا ڏنل مٺائي يا ڪاڌو.

**ڀاڄِي ڀُڄِي**: ث. ڀوڙ ڀاڄي- ڳنڍڻ ڀانڊڻ.

**ڀاڄيون**: ث. جدا جدا قسمن جون سبزيون.

**ڀاڄِ**: ث. ڀڄڻ جي حالت. ڳاموڙ (بدن ۾).

**ڀاڄوڪَڙُ**: ص. ڀڄڪڙي ڪندڙ. ڦيٽاڙو وڃهندڙ.

**ڀاڏ**: ث. ڪڏ. ويڪري ۽ اونهي ڪڏ. ڀوڙهي مينهن.

**ڀاروڙِي**: ث. آڇي اُنَ واري رڍ. اُنَ مان ٺهيل ڪٽي.

**ڀارِي**: ص. ڳري بار وارو. ڳرو- وزندار. ڀاري.

**ڀاڙِ**: ث. وڏو چُلهو. ڀَٺُ. تنور- ڪورو.

**ڀاڙِ ۾ وجهڻ**: ڀاهه ۾ وجهڻ. ڀَن ڏيڻ.

**ڀاڙِ**: ث. دلالي (بدپيشي جي). حرامخوري.

**ڀاڙِ وجهڻ**: حرام جو پئسو ڪارائڻ. رشوت ڪارائڻ.

**ڀاڙِتَ**: ث. اُها ڳئون جا گاهه يا چاري ٻنان نه مڙي.

**ڀاڙَڻُ**: م. ڀئي تي آسرو رکڻ. ڀروسو ڪرڻ. ڀاڙي تي ڪرڻ. (گاڏي، وهٽ وغيره).

**ڀاڙو**: ذ. محنتاڻو- اجورو. عيوض- بدلو، مسواڙ. گاڏي يا وهٽ تي سواريءَ لاءِ ڪِرايو. مينهن يا ڍڳيءَ کي کير لاهڻ لاءِ ڏنل چارو.

**ڀاڙِي**: ص. ڊڄڻو- بي همت.

**ڀاڙِيو**: ص. (حقارت مان) بي همت، ڀاڙ ڪائيندڙ.

**ڀاسَڻُ**: م (سن. ڀاسن) چمڪڻ- روشن ٿيڻ. نظر اچڻ. پسڻ. محسوس ڪرڻ. سمجهڻ.

**ڀاشا**: ث (سن) ٻولي- زبان.

**ڀاڪُرُ**: ذ. ڳرهاٽڙي- بغلگيري، ٻڪ. ٻن ٻانهن جي وچ ۾ آيل ڪاٺيون گاهه وغيره (جو ماڻهو کڻي سگهي).

**ڀاڪرين پوڻ**: ٻکين پوڻ.

**ڀاڳَ**: ذ. هڪ ذات جو نالو ( "سومرن" جا فقير).

**ڀاڳُ**: ذ (سن. ڀاڳيہ) بخت- نصيب. ڀاڱو- حصو.

**ڀاڳ ڀريو**: ص. سڀاڳو- بختاور (ث. ڀاڳڀري).

**ڀاڳوَندُ**: ص. نصيب وارو- خوش نصيب.

**ڀاڳي**: ص. ڀاڳوند- بختاور.

**ڀاڳيو**: ص (سن. ڀاڳيَوت) ڀاڳ وارو- سڀاڳو. سکيو آسودو. جنهن وٽ کير ڏيندڙ مال هجي- مالوند.

**ڀاڱو**: ذ (سن. ڀاڱ) حصو- ٻخرو. ڀاڱ.

**ڀاڱي ڀائِي**: ص. حصيدار- پتيار. ڀائيوار.

**ڀالُ**: ذ. تورو- احسان. مهرباني. وڙ.

**ڀال ڀلائڻ**: ڀلايون ڪرڻ- تورا ڪرڻ.

**ڀالو**: ذ. ڏڪو- نيزو.

**ڀانَ**: ذ. هڪ ذات جو نالو (سنڌ جي اڳاٽن مسلمان فقيرن جي برادري جن جو خاص پيشو ڪيرتون ڪرڻ ۽ ڏان وٺڻ هو).

**ڀانياڙُ**: ذ. وڏو ڦوڙ (ڀِت ۾)- ڀرڳهل. ويران.

**ڀانيورَجڻُ**: م. ڪاوڙجڻ. خفي ٿيڻ.

**ڀانيوُلِجَڻُ**: م. متو ڦرڻ. هوش خطا ٿيڻ. ڀنيلجڻ.

**ڀانتِ**: ث. قسم- جنس.

**ڀانت ڀانت**: ذ. قسمين قسمين.

**ڀانئڻُ**: م. سمجهڻ- محسوس ڪرڻ. پروڙڻ.

**ڀانڊارُ**: ذ. سيڌي سامان رکڻ جي جاءِ. گدام- ڀانڊو.

**ڀانڊارو**: ذ (سن. ڀانڊ) ٻاراڻي راند ۾ آلي ڳوهيل مٽيءَ مان ٺاهيل ننڍڙي وَٽي (جا زور سان زمين تي هڻي ٺڪاءُ ڪڍجي).

**ڀانڊارِي**: ث. پئسن گڏ ڪرڻ جي ڪُڏڙي

**ڀانڊارِي**: ص. ڀانڊار سنڀاليندڙ- ڀنڊاري. لنگر هلائيندڙ.

**ڀانڊو**: ذ (سن. ڀانڊ= مٽيءَ جو ٿانءُ) (ديڳڙو

آسرو- ڏيو. فقيرن جو آستانو. ماڳ- مڪان. آجهو. فقيرن جي ڏيان پچائڻ جي ڪاٺي- بيراڳڻ.

**تَڪيه ڪلام:** ذ (ع) اهو لفظ جو ڪو ماڻهو ڳالهائڻ ۾ ذري ذري ڪم آڻي (جهڙوڪ: سمجهئي نه. چئبو ته. سائين ڪي چوان وغيره).

**تِڪَ:** ث. تکائي- تيزي. پاڻيءَ جي تکي وهڪ. سج جي تپت- ڪاڙهو.

**تِکو:** ص. تيز (رفتار). جلد- تڪڙو. ڦڙت. سِراڻ چڙهيل (اوزار).

**تِکو مَنو پوڻ:** گهٽ وڌ ڳالهائڻ. ڪاوڙ مان ڳالهائڻ.

**تَڳاءُ:** ذ. جياپو. جٽاءُ.

**تَڳائڻُ:** م. جيئرو رکڻ- زنده رکڻ.

**تِڳائڻُ:** م. لڪائي ڪٺي وڃڻ- کِسڪائڻ- ترڪائڻ. گم ڪرڻ.

**تَڳڻُ:** م. جيئڻ. پساه کڻڻ. حياتيءَ جا ڏينهن ڪاٽڻ.

**تڳي:** ث. ڪاري رات.

**تَلُ:** ذ. تَرُ. گهوڙي جو هڪ سنج.

**تَل ڪرڻ:** ترڪرڻ- گم ڪرڻ.

**تلُ:** ذ. ڪنهن وليءَ جي ٻارهين تي رڌل ڪاڌو (فقراء لاءِ)- ڪَندُوري. خيرات.

**تِل ڦُل:** ذ. معمولي خيرات. سادو طعام.

**تُلُ:** ص (سن) مَٽ- برابر- همسر. جهڙو- مثل. ثاني.

**تُلَ:** ث. اُيو زور- اُيي اچل- تڏ.

**تُلَ ڏيڻ:** اُيي چوڪ ڏيڻ. تڏ ڏيڻ.

**تلاشَ:** ث (ف) ڳولا. وڙ. پيا ڳاڇا. جاڪوڙ.

**تلاشي:** ث (ف) تلاش- ڳولا.گهر يا جسم جو جهاڙو.

**تلاطم:** ذ (ع) زوردار هوا سببان ڇولين جو سٽڪو. لهرين جو زور. پاڻيءَ جو جوش.

**تلافِي:** ث (ع) نقصان جي پورائي. عيوض (جيڪو پنهنجي مرضي سان ادا ڪجي).

**تِلاوَتَ:** ث (ع) پڙهڻ (قرآن شريف)- دور (قرآن شريف جو).

**تَلاءُ:** ذ (ف. تالاب) تانگهي پاڻيءَ جي ڪڏ. سَر. حوض.

**تَلخ:** ص (ف) ڪوڙو- ڪسارو. ڪارو. ڪهرو. رُکو (ڳالهاءَ).

**تَلخِي:** ث. ڪوڙاڻ- ڪڙائي. تيزي. ڪاراڻ.

**تَلخِيصَ:** ث (ع) اختصار- تَت.

**تَلَف:** ظ (ع) برباد- تباهه- ناس. اجڙ- ڦنل. ضايع.

**تَلَفُّظ:** ذ (ع) اُچار. اکرن ۽ لفظن جو زبان مان صحيح مخرج.

**تَلقِينَ:** ث (ع) سکيا- تربيت. هدايت- نصيحت.

**تِلڪُ، تِلڪُ:** ذ (سن) نراڙ تي يُرن جي وچ ۾ سُرمي سينڌر سان ڪيل نشان. ٽِڪو (ترمي رسم جو).

**تَلمِيح:** ث (ع) شعر ۾ ڪنهن قصي يا واقعي ڏانهن اشارو.

**تِلمِيذُ:** ذ (ع) شاگرد- طالب علم.

**تَلوارَ:** ث (سن. تروار) ترار- شمشير.

**تَلوُرِ:** ث. ڊانڊي پکي جو هڪ قسم.

**تِلوڪڙي:** ث. سٽيءَ سان جسم تي جڙتو سائو يا نيرو تر (جو منهن يا ٻانهن تي سونهن لاءِ ڻاهجي).

**تَلوُنُ:** ذ (ع) رنگن جي تبديلي.

**تَلوُن مزاج:** ص. رنگارنگ مزاج وارو. ڦرندڙ گهرندڙ طبيعت وارو. غير مستقل مزاج. بيوفا.

**تَلوُٽا:** ذ. رڌل ڇٽا. مٽر- ڪُهرَ.

**تَلهڙُ:** ذ. سَنهون لڪڻ- ڇهو.

**تَلهيدارُ:** ص. حمايتي. پاسو ڪٺندڙ- طرفدار.

**تَلي:** ث. تر واري زمين. هيناهين- نشيب- جِهمَ. ماتري- وادِي- ترائي.

**تِلي:** ث (ع. طِحال) هڪ عضوو- رتڙي- ڦِهي.
**تَماشائي:** ص. تماشو ڏسندڙ- وندر جو ڪوڏيو.
**تَماشِبِيءُ:** ص. تماشو ڏسندڙ- تماشائي.
**تَماشو:** ذ (ف) نظارو- ڏيکاءُ. رونشو. کيل. ناٽڪ- سانگ.
**تماشو ڏيکارڻ:** کيل ڏيکارڻ. ڪرتب ڏيکارڻ. مزو چکائڻ.
**تَماڪُ:** ذ. ٻوٽي جو هڪ قسم (جنهن جا سڪل پن ۽ ڏانا نشيدار دونهون ڏين).
**تَمامُ:** ظ (ع) سڀ- سارو- سمورو. مڪمل. ختم- پورو. بلڪل- ڏاڍو. گهڻو.
**تمام شُد:** ظ. ختم ٿيل- پورو ٿيل.
**تَمَت:** ظ (ع) ختم. پورو. مڪمل.
**تَمثيل:** ث (ع) مثال. تشبيه. نمونو. نقل.
**تَمَدُن:** ذ (ع) گڏجي رهڻ جو طريقو. شهري زندگي جو نمونو. شهر جو نظام.
**تَمَسخُر:** ذ (ع) مسخري- ٺٺول- چٿر.
**تَمَسُڪُ:** ذ (ع) ڏراوت طور رکيل رقم. هُنڊي.
**تَمغو:** ذ. سون چانديءَ وغيره جو ٻِلو (جو ڪنهن خاص ڪارنامي يا خدمت طور انعام ڏنو وڃي).
**تُمَنُ:** ذ (ف) لشڪر. بلوچ قبيلو.
**تُمَندارُ:** ذ. سردار.
**تَمَنا:** ث (ع) خواهش- سڌ- آرزو.
**تَمَنچو:** ذ (ف) پستول.
**تَمهِيدَ:** ث (ع) ابتدا- شروعات. مهاڳ- ديباچو.
**تَميزَ:** ث (ع) سڃاڻپ (کري کوٽي جي)- شناخت. فرق- تفاوت. عقل- هوش. ساڃاهه.
**تَنُ:** ذ (ف) بدن- جسم- ٻُت.
**تَن تَنها:** ص. اڪيلو- يڪي سر. ڇڙو.

**تَن مَن:** ذ. جسم ۽ جان- جند جان.
**تُنُ:** ذ (سن) ٿُنگ. سوراخ. ڪوٺريءَ جو ٿُرو. ٺينديءَ (ٿانءَ جي). حُقي يا چلم جو نڙ وجهڻ جو سوراخ. ٻيڙيءَ جو تر وارو سوراخ. ڪپڙي جو سوراخ.
**تُن پرڻ:** ڪپڙي جو ٻور پرڻ.
**تَنازُع:** ذ (ع) معاملو- تڪرار. جهيڙو. نفاق.
**تَناسُبُ:** ذ (ع) موافقت. برابري. مشابهت.
**تَناسُخ:** ذ (ع) مرڻ بعد روح جو ٻئي قالب ۾ جنم وٺڻ جو عقيدو.
**تَناوُرُ:** ص (ف) ٿُلهو. تندرست.
**تَناوُل:** ذ (ع) کاڌو- طعام (کائڻ).
**تَنبَڻُ:** م (ف. تَنبيدن) هوا ۾ هيٺ مٿي ٿيڻ. ڏَنگڻ (ڪَٽ ٿي). ڪُڏڻ (وهٽ وانگر). باز جو شڪار جي مٿان ڦرڻ.
**تُنبَڻُ:** م (ف. تُنبيدن) ذرا ذرا ڪري صاف ڪرڻ (ڪپهه)- پِڃَڻ. ڪُونڊڻ. سَٽڻ (ڇهن سان).
**تَنبُو:** ذ (ف) خيمي جو هڪ قسم.
**تُنبو:** ذ. سُڪل ڪدُو. (ص) پيٽ ٺُوڪيل.
**تَنبُورُ، تَنبُورو:** ذ (ف) سُرنديءَ مثل وڄائڻ جو هڪ ساز- دَنبُور.
**تُنبِي:** ث. ننڍو تنبو. گهگهيءَ جهڙو سڪل ڪدو (جنهن ۾ مٿيون پاسو وڍي فقير ان ۾ خيرات وٺن).
**تُنبيرُ:** ص. تُنبي وارو ساز وڄائيندڙ.
**تَنبِيهَ:** ث (ع) آگاهي- چتاءُ. فهمائش- چينبي.
**تَنتَ:** ث (سن) تَند. وار نلي.
**تَنجَڻُ:** م (ف. تَنجيدن) ڇڪي سوڙهو ڪري ٻڌڻ. زور سان پرڻ. ڇڪڻ- ڪشڻ. ننڍڙي ٻار جي ٽنگن ٻانهن کي سنئون ڪري تنجڻ سان ٻڌڻ (جئن ٻار جا عضوا سهڻا سڌا ٿين).

**تَنجَڻُ، تَنجِٽو:** ذ. اهو ڪپڙو جنهن سان ٻار کي ويڙهي ٻڌجي- ٻاروتو.

**تَنخواهَ:** ث (ف) نوڪري يا خدمت جي عيوض مهيني جو مقرر معاوضو- پگهار.

**تَندُ:** ث (سن. تنت) سنهڙو ڌاڳو (ڪپهه، اُن، ريشم وغيره جو). سنهڙي تار (لوهه، سون يا ڪنهن ڌاتو جي). ساز جي تار.

**تُندُ:** ص (ف) تيز- تکو. شوخ- ڪاوڙيل. رکو.

**تُند مزاج:** چيڙاڪ. بدمزاج.

**تَندُرست:** ص (ف) چڱو ڀلو- صحتمند- سگهو.

**تَندُرستي:** ث. چڱڀلائي- چاقائي.

**تِندو، تَندو:** ذ. اُهو رسو جنهن ۾ گهڻا ٻاڪرا ٿر سلهاڙجن (هڪ تندي ۾ ويهه ٽيهه ٿر ٻڌجن).

**تِندو تاڻڻ:** ڳالهه کي ديگهه وٺائڻ. معاملو وڌائڻ.

**تُندي:** ث (ف) تيزي- تکڙ- تاهوت. شوخي.

**تُنرو:** ذ. اک جي نوڪ (نڪ جي پاسي واري جنهن مان لڙڪ وهن). ڪوُنري جي ٿُن.

**تَنَزُّل:** ذ (ع) مٿانهين درجي تان هيٺ لهڻ يا ڪِرڻ. زوال. پستي.

**تَنظِيمَ:** ث (ع) انتظام- بندوبست. جوڙجڪ- ناهه نوهه. سٿاء. ترتيب.

**تَنقِيدَ:** ث (ع) لڪيت مان خوبين ۽ خامين ظاهر ڪرڻ جو فن. پرک. نڪته چيني.

**تَنگ:** ص (ف) سوڙهو. جڪڙيل- ڀِيڙل. ٿوري (جاءِ). گهٽيل. ناڪافي- اڻپورو. ڪک- خفي.

**تنگ ٿيڻ:** سوڙهو ٿيڻ. گهٽجڻ. ڪک ٿيڻ- ورچڻ. عاجز ٿيڻ.

**تنگ دست:** ص. سُڃو- ڪنگال. مفلس.

**تنگ طلبي:** ث. ڏکئي وقت ۾ قرض جي تقاضا. سوڙهي گهٽ- ڇڪ تاڻ.

**تنگ ڪرڻ:** بيزار ڪرڻ. ستائڻ. عاجز ڪرڻ.

**تنگ نَظر:** ص. تعصبي. بخيل.

**تَنگُ:** ذ (ف) گهوڙي جو هڪ سنج (چمڙي يا سڻ جو پٽو جنهن سان هَنو پٺيءَ سان سوگهو ٻڌجي).

**تنگ چنائڻ:** پاڻ کي ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪرڻ. وڃڻ لاءِ جند آجي ڪرائڻ. تمام گهڻي تکڙ ڪرڻ.

**تَنگِي:** ث (ف) سوڙهه- گهٽ. سُڃائي- غربت.

**تُنَڻُ:** م. ڪپڙي جي ٿُن کي سُئي سان اُٿڻ- بور پرڻ.

**تَنوارَ:** ث. جهونگار سان آواز. لات (پکين جي)- للڪار. سڏ (چوپائي مال کي). ذکر جي هونگ. پچار.

**تَنوارَڻُ:** م. آلاپڻ. ٻولڻ. لنوڻ. وڄڻ (ساز).

**تَنُورُ:** ذ (ف) ٻني (ماني پچائڻ جي). ڪُورو (ٻاهه جو). مچ- آڙاهه.

**تَنومَند:** ص (ف) طاقت ور- سگهارو. ٿلهو متارو. تندرست.

**تَنوِير:** ث (ع) نُور. روشني- تجلو.

**تَنوِين:** ث (ع) لفظ جي پڇاڙي واري اکر سان "نُون" گڏي اچارڻ خاطر ڏنل ٻه زبرون، زيرون يا ٻه پيش.

**تَنها:** ص (ف) اڪيلو- هڪڙو. جدا- الڳ.

**تَنهائِي:** ث (ف) اڪيلائي. خلوت.

**تَنِڪَ:** ث. ڇڪَ- ڇِڪي.

**تَنو:** ذ. پرت پريل ڪپڙي جو ٽڪر (جو گهگهي يا گج جي ڇاتيءَ وٽ هڻجي).

**تَوُ، تَتو:** ذ. گرمي. سيڪ- گرمائش. ماني پچائڻ لاءِ لوهه جو گول ٽُڪر.

**تَوارَ:** ث. ڏسو "تَنوارَ".

**تَوارِيخَ:** ث. "تاريخ" جو جمع. تذڪرو. داستان. اتهاس.

**تَوازُن:** ذ (ع) وزن. تورَ. برابري.

**تَواضُع:** ذ (ع) آدرياءُ- خاطرمدارت. نياز نوڙت. مروت. نهٺائي.

**تَوانائِي:** ث (ف. توان) طاقت- سگهہ. چاقائي- تندرستي.

**تَوانو:** ص (ف. توان) طاقتور- سگهارو. چڱو ڀلو- تندرست.

**تَوائِي:** ص. واتڙو- حيران. گمراهہ.

**توپَ:** ث (ف) بارود وارا گولا اُڇليندڙ ڪَل- توف.

**توپچِي:** ص. بندوق هلائيندڙ. نشاني باز چيٽو شڪاري.

**توبرو:** ذ (ف) چمر جي ٿيلهي يا ڳوٿري جنهن ۾ داڻو وجهي گهوڙي جي منهن تي چاڙهي ڇڏجي تہ داڻو پيو کائيندو- پاهورو.

**توبري جَهلُو:** ص. خذمتگار. نوڪر. پوٺلڳ.

**توبَهہ:** ث (ع. توبه) گناهن کان پڇتاءُ. پشيماني- ندامت. برن ڪمن کان پري رهڻ جو انجام.

**توبهہ ڪرڻ:** پڇتائڻ. هميشہ لاءِ بس ڪرڻ.

**تُوتُ:** ذ (ع) هڪ قسم جو وڻ.

**تُوتارِي، تُوتِڙِي:** ث. هڪ قسم جو ساز- شرناءِ.

**تُوتَڙُ:** ذ. ڪوڙي ڳالهہ (ڪنهن کي ڏيجارڻ لاءِ). ڍونگ- مڪر.

**تُوتِيو:** ذ (ع. تُوتيا) هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**تَوجُہ، تَوجُّهہ:** ذ (ع) ڌيان- خيال. لاڙو.

**تَوجِيهہ:** ث (ع) سبب (بيان ڪرڻ). دليل.

**توحِيد:** ث (ع) الله تعاليٰ کي هڪ ڪري مڃڻ جو عقيدو. وحدانيت- هيڪڙائي.

**تَوڏ:** ث. بحث- هوڏ. ناز سان هلڻي- تورَ.

**تَوڏِجَڻُ:** م. ضد ڪرڻ. هوڏجڻ. بحث ۾ پوڻ.

**توڏو:** ذ. هڪ سال جي عمر يا گهٽ عمر وارو اُٺ جو ڳونرو. (ع. توڏي).

**تورَ:** ث. ماڻ- وزن. ڪنهن شيءِ (خصوصاً اناج وغيره) جي وزن سان ڪَٽ.

**تُورُ:** ذ. ساڳي وهي وارو ٻار- هڪ ٿهي. همر عمر. ٻُونگر- ٻُور. منڍائتو ڪچڙو تر (ولين يا وڻن جو). نسل- ٻُڻ. آرو (ڪڪڙ جو).

**تُور ڪرڻ:** تر ڏيڻ جي موسم وڃڻ. وهي وڃڻ.

**تَورات، تَوريت:** ذ (ع) حضرت موسيٰ عليہ السلام تي نازل ٿيل ڪتاب.

**تورَتڪَ:** ث. وزن ماپ. ڳڻ ڳوت- سوچ ويچار.

**تُورزِن:** ذ (انگ) انگريزي ڪهاڻين جو جهنگل ۾ پليل روايتي ڪردار- تارزن. پهلوان.

**تورَڻُ، تورِڻُ:** م. تور ڪرڻ- وزن ڪرڻ. اندازو ڪرڻ (ڳالهہ جو).

**تورڻ تڪڻ:** چڱيءَ طرح اندازو لڳائڻ. ڪنهن ڳالهہ کي هر پهلوءَ کان ڏسڻ. آزمايش وٺڻ.

**تورو:** ذ. وزن ڪرڻ جو وَٽُ.

**تُوري:** ث. هڪ قسم جي ول ۽ ان جو ڦرُ (ڀاجيءَ طور ڪم اچي).

**تُوريو:** ذ. جانبي جو هڪ قسم (تيلي ٻج).

**توڙُ:** ذ. ڇيهہ- دنگ. حد. پڇاڙي. آخر- نهايت.

**توڙ نباهڻ:** پڇاڙي ڪرڻ. ڇيهہ تائين رسائڻ. آخر تائين وفاداري ڪرڻ.

**توڙِي، توڻي:** ظ. اگرچ- جيتوڻيڪ.

**تَوسَطُ:** ذ (ع) واسطو. وسيلو- ذريعو.

**تَوسُّلُ:** ذ (ع) وسيلو- ذريعو. سفارش.

**تَوسِيعَ:** ث (ع) ڪشادگي- پکيڙ. واڌارو.

**توشو:** ذ (ف. توشه) سفرَجو سامان. سفر جو ڪاڌو.

سامان– سمر. ڏي– آسرو.

**توشاخانو**: ذ. گهر ۾ سامان سڙي رکڻ لاءِ ڪوٺي. بادشاهي قيمتي سامان رکڻ جي جاءِ.

**تَوصِيفَ**: ث (ع) خوبي. واکاڻ. صفت– ساراهه.

**تَوضِيحَ**: ث (ع) تشريح– سمجهاڻي– وضاحت.

**توف**: ث. ڏسو "توپ".

**توف جي منهن ۾ ڏيڻ**: موت جي منهن ۾ ڏيڻ. وڏي مصيبت ۾ وجهڻ.

**تَوفِيقَ**: ث (ع) خدا طرفان رهنمائي، مدد ۽ موافقت. سگهه– همت.

**تَوقُعُ**: ذ (ع) اُميد. امڪان.

**تَوَقفُ**: ذ (ع) ترسڻ جي حالت– وقفو. دير– ترسڻ.

**توقِير**: ث (ع) عزت. تعظيم.

**تَوَڪل**: ث (ع) ڀروسو (خدا تي). سڀ ڪجهه ترڪ ڪري خدا ڏانهن توجهه ڏيڻ.

**تَوَڪلِي**: ص. توڪل ڪندڙ. ڀروسو رکندڙ (الله ۾).

**تَوَلُد**: ذ (ع) ڄم– ولادت– جنم.

**تولو**: ذ. تولي جو وزن– ڏڪو.

**تُومانُ**: ذ (ف) صُوبو. صوبي جو لشڪر. اٺالو– لشڪر. ٺاٽ. دبدبو.

**تُون**: ض (ف. تُو) حاضر واحد سان مخاطب ٿيڻ جو لفظ.

**تُونهين تون**: ذ. خدا جو ذڪر. ڌڻيءَ جي واکاڻ.

**تَونري**: ث. پَن گاهه مان ٺهيل تڏو.

**تَونسَ**: ث. گرمي. بخار. هلڪو بخار– ڪٿس. اُڃَ– پياس.

**تَونگُ**: ذ. وڏو ٻنو. گهٽي پوک واري لاڳيتي جابلو زمين. باراني ايراضي. وڏو تلاءُ.

**تَوَنگرُ**: ص (ف) دولتمند– شاهوڪار.

**تَوَهُ**: ث. هڪ مهل جو ڪاڏو– ويلو. رات ڏينهن جو ڪاڏو. رڌپچاءُ– سانجهڻ.

**تَوهُ**: ذ. راضپو. ڀاڄهه– ڪرم. ڀلائي. بخشش. ڀروسو.

**توهِينَ**: ث (ع) حقارت. بيعزتي. ذلت.

**تَهُ**: ذ (ف) تَر– ترو. پڙدو. ورق (ڀني جو)– پَرتُ. پوشُ. پُڙ (رلي يا ڪپڙي جو).

**تهہ و بالا ڪرڻ**: هيٺ مٿي ڪرڻ. اُٿلائڻ پٿلائڻ. برباد ڪرڻ.

**تُهُ**: ذ (سن. تُش) اَن جي داڻي جي کل– تُوتڙ.

**تَهبارُون، تَهوارُون**: ث. ذرا پرزا. ليڙون ليڙون. چيهون چيهون.

**تَهت، تَهتا**: ظ. ترت– يڪدم– فوراً.

**تَهجَدُ**: ذ (ع) پوئين رات جاڳڻ. اڌ رات کان پوءِ باک ڦٽڻ کان اڳ واري نماز.

**تَهجِي**: ث (ع) زير زبر سان حرف پڙهڻ– هجَ.

**تهخانو**: ذ (ف) زمين ۾ اندر ٺهيل گهر– ڀُهرو.

**تَهدَرِ**: ص (ف) ٺٺون– ڪورو (ڪپڙو).

**تَهدِل**: ث (ف) دل جي گهرائي. (ص) دل جان سان.

**تَهذِيبَ**: ث (ع) درستي. ٺاهه جوڙ. خوش اخلاقي. انسانيت.

**تَهرِي**: ث. ڳڙيا ڪنڊ ۾ رڌل ڀت– منو ڀت.

**تَهطلب**: ظ. جلدي– يڪدم– تهتا.

**تَهلڪو**: ذ (ع) هُل– غوغاءُ. ٽڙٽوٽ.

**تُهمَت**: ث (ع) بهتان– الزام. ڪوڙو بهتان.

**تَهنيَتَ**: ث (ع) مبارڪ باد– خوشخبري.

**تُهِي**: ث. تُهَ. اَن يا ڪڻڪ ٻج تان لٿل سنهڙيون کلون.

**تِهِي دَست**: ص (ف) خالي هٿ. ڪنگال– سڃو. سڪڻو.

**تَشُ، تَوُ**: ذ. سِڪ– گرماٽش. ڪوساڻ.

**تَٿَ لڳڻ:** منيان لڳڻ- ڪاوڙ لڳڻ.

**تَٿو:** ذ (سن. تاوِ) ماني پچائڻ لاءِ لوهہ جو گول ٺڪر.

**تٿو گهمائڻ:** ڪارو مُنهن ڪرڻ. جٺ ڪرڻ.

**تَٿونسَ:** ث. اُڃ- پياس. جهيٽو تپ- ڪَٽس.

**تَٿِي:** ث. لوهي ڪَتِهي (پڪوڙن وغيره ترڻ لاءِ).

**تَيارِ:** ظ (ف) سنيريل (ملڻ لاءِ). آماده- مائل. حاضر- موجود. راس- مڪمل.

**تَيارِي:** ث (ف) سنبت. آمادگي. تڪميل. ناهہ جوڙ.

**تِياڳُ:** ذ. تَرڪ. علحدگي. ڪناره ڪشي. ويراڳ.

**تِياڳِي:** ص. دنيا کي ترڪ ڪندڙ- تارڪ. ويراڳي.

**تِياڳڻُ:** مر. ڇڏڻ- ترڪ ڪرڻ.

**تيبِري:** ث. حرفت- لچائي.

**تيبريُون بڌائڻ:** سڌيون بڌائڻ.

**تيتالَ:** ذ. تيرهن تال. نخرا. ڍونگ- مڪر.

**تيجُ:** ذ (سن) تجلو- روشني. سوبيا. ڏيا- حشمت.

**تيرُ:** ذ (ف) باڻ- ڪانُ- ناوَڪ.

**تيرِ مژگان:** ظ. اکين جا تير- نگاهن جا تير.

**تِيراڪُ:** ص (ف) ترِي چائيندڙ- تارُو.

**تِيرَٿُ:** ذ (سن) مهاتمائن جي رهڻ جي جاءِ. پاڪ جاءِ. هندن جو زيارت گاهہ.

**تيرٿ ييٽڻ:** تڪيا ييٽڻ. ڪشالا ڪڍڻ.

**تِيرگِي:** ث (ف) ڪاراڻ. اونداهہ.

**تيرَهَن:** ص (سن) هڪ عدد (١٣).

**تيرهن تالِي:** ث. تمام قابل ناچڻي (جيڪا ڪلهن، ڪنڌ، نوننين، ڪراين، گوڏن ۽ ٽنگن ۾ يارهن ۽ ٻہ ڪنجهيون ٽالهڙيون هٿن ۾ جهلي وجت جي تار تي ناچ ڪري). نهايت چالاڪ- حرفتي. گهڻا مڪر ڄاڻندڙ.

**تيرهن تيزيون:** ث. صفر مهيني جون پهريون تيرهن تاريخون (جن ۾ حضور پاڪ جن ناچاڪ رهيا تنهن ڪري اهي تاريخون نحس سمجهي زالون انهن ڏينهن تي مرٽي پرٽي جون رسمون ڪين ڪن).

**تيرهن وڃائي ڇڏڻ:** حيران ڪرڻ. حواس گم ڪرڻ.

**تيرهو، تيرهيو:** ص. تيرهون- ڏاڍو چالاڪ. اتڪلي. پيسڪوٽ راند ۾ باونجاهہ پتا ڪٽي شڪست ڏيڻ باون. مشهور شاعر فقير غلام حيدر تيرهيو (جيڪو ڪيچ ملڪ جي جُوءِ "تيرهين تڙ" جو وينل هو).

**تيزُ:** ص (ف) تڪو- تکڙو- جلد. سراڻ چڙهيل (ڪپ، ڪاتي وغيره). تلخ- ڪارو (ذائقي ۾).

**تيزفهم:** ص. نهايت سمجهو- ڏاهو- هوشيار.

**تيزابُ:** ذ (ف) گندرف جو پاڻي.

**تيزِي:** ث (ف) جلدائي. ڦڙتي. چالاڪي. تکڙ. ڪڙاڻ. چڙ. مهانگائي.

**تِيزِي:** ث. باراڻي راند جي گول ٺڪري- ڊٻو.

**تِيسرُ:** ص. تِيسو ڪندڙ. گهپي ڪندڙ. ضدي.

**تِيسو:** ذ. ضد- هوڏ. گهپي. ڪروڌ. رُسامو.

**تيشِي:** ث (ف. تيشه) رازڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**تيغَ:** ث (ف) تلوار- شمشير.

**تيغ ابرُو:** ث. سنهڙو سهٽو پروُن (جو تلوار وانگر ڏسڻ ۾ اچي).

**تيغو:** ذ. گچ يا گاري جو ڳنڍيو (درز بند ڪرڻ لاءِ).

**تيڪَ:** ث. دست (پتڙو پاخانو).

**تيڪائڻُ:** مر. هنگائڻ. سخت پورهيي جو ڪم وٺڻ. راند ۾ بوڙائڻ.

**تيڪَڻُ:** مر. دست هڻڻ. سخت ڪم ڪري ٿڪجي پوڻ. گهڻي ڊوڙ ڊڪ ڪرڻ.

**تيڪو:** ذ. ڪائين جي پيت (جيڪا اندران باهران گاري سان لتل هجي).

**تيڪُ:** ذ (ف. تيز) تِڪَ- تيزي. وَهُڪ (پاڻي جي).

تؤ- تپش.

**تيلُ:** ذ. ڪنهن تيلي ٻج (سرنهن، جانبي وغيره) جو روغن. سٽپ- چڪنائي. معدني پاڻيٽ (گاسليٽ، پيٽرول وغيره).

**تيل ڦُليل:** ذ. گلن ڦلن جو تيل. عطر. سينڌ سرمو. هار سينگار.

**تيلِي:** ص. تيل وڪڻندڙ. چاڪي.

**تِيلو:** ذ. گاهہ وغيره جو ڪانو. سَلو.

**تِيلِي:** ث. گاهہ جو سنهرن ڪانو- تِيلو. ڪانهن يا سَرن جي ڪانِي. ماچيس واري دارُون لڳل ڪانِي.

**تيلي ڏيڻ:** باهہ لڳائڻ. جهيڙو جاڳائڻ.

**تيمارداري:** ث (ف) بيمار جي خذمت ۽ همدردي. ٽهل. چاڪري.

**تَيَمُ، تَيَمَمُ:** ذ (ع) پاڻي نہ ملڻ جي حالت ۾مٽيءَ سان وضو.

**تِيهِ:** ص. هڪ عدد- ٽي (٣).

**تِيهِ وال:** ذ. نيلام ۾ ٽي ڀيرا واڪُ. نيلام ۾ ڏنل واڪُ.

**تيهِ وال ڪرڻ:** ٽورن پشسن ۾ نيڪال ڪرڻ. وڪڻڻ.

**تيورو:** ص. صاف ڪندڙ (اوزار يا هٿيار)- صِيقلگر.

**تِيوَڻُ:** ذ. گوشت. ڀوڙ ڀاڄي. ڳنڍڻ.

# ٿ

**ٿ:** "سنڌي الف- بي" جو ڇهون اکر. "ت" ۽ "هہ" جو گڏيل اُچار. ابجد موجب عدد "ت" جي برابر (٤٠٠).

**ٿابِرُ:** ص. ٿابو کائيندڙ (وهٽ). آٿڙندڙ. ٿابا کائيندڙ.

**ٿابڙجَڻُ:** مر. ٿابو کائڻ. آٿڙڻ- ٻاهڙجڻ. رندجڻ. ٻلجڻ.

**ٿابڙَڻُ:** . ٿابو کائڻ. آٿڙڻ- ٻاهڙڻ. وچڙي ڪرڻ.

**ٿابو:** ذ. ڪِنهن ڪوبي سبب آيل ڏڪ. رنڊڪ (هلڻ ۾). گهوڙي جي پنڌ جو هڪ عيب (هلندي آٿڙجي).

**ٿابا جهلڻ:** ڏڪا جهلڻ. اجايو رلڻ. دربدر ٿيڻ. ٿولاڪا کائڻ. ڏڪا کائڻ.

**ٿابو اچڻ:** روزاني عمل ۾ رنڊڪ پوڻ- ناغو پوڻ. چوپائي مال (خصوصا مينهُنِ) کي روزانو مقرر چارو وقت تي نہ ملڻ. وعدي موجب ڪم نہ ٿيڻ- ڏڪ اچڻ.

**ٿاپَ:** ث. ٿپڻ جي حالت. ٿپڪي. ٿڦيل ڇيٽو.

**ٿاپَ ڪرڻ:** جهڳي هڻڻ- ٻڪ ڪرڻ. داڦ ڪرڻ.

**ٿاپَڻُ:** مر. ٿڦڻ (ڇيٽو وغيره). ليپو ڏيڻ- راڳڻ. داڦڻ. مقرر ڪرڻ- ويهارڻ (ڪنهن عهدي تي)- نامزد ڪرڻ.

**ٿاپِي:** ث. ٿپڻ جو عمل. ٿپڪي. ڪنياري ڪم جو هڪ اوزار- ٿانون ٿپڻ لاءِ ڪاٺ جي پٽي- ٿپٽي. مِٽي ڪٽڻ لاءِ ڦرهي.

**ٿاجو:** ذ. ٽولي- جماعت- رفاقت. ڪچهري- رهاڻ.

**ٿاڌِلِ:** ث. ٿڌڪار. ٿڌڪار وارو هنڌ. ٿڌي پاڻيٺ.هڪ قسم جو ٿڌو شربت (جو بادامين، خسخس ۽ ٻيون ٿڌيون شيون گهوٽي ٺاهجي ۽ گرمي ۾ پيئجي).

**ٿاڌل پاڻي ڪرڻ:** نيرن پاڻي ڪرڻ. نشو پتو ڪرڻ. شربت وغيره پيڻ.

**ٿارُ:** ذ. ٿالهُ. جنڊ جي هيٺان رکيل ٺڪر جو وڏو ٿالهہ (جنهن ۾ پيٺل اٽو ڳڏ ٿئي)- ٿارُ. ڪُڪڙ جي آري ڪرڻ واري جاءِ.

**ٿارِي:** ث. ٿالهي. ڀُوئو- نِيَهند. گهر گهر ۾ ڏنل شاديءَ

جي ماني.

**تاريچو**؛ ص. تر جو رهاڪو- تري. (ث. تاريچي)

**تاريلو**؛ ص. تر جو رهاڪو- تري. (ث. تاريلي).

**تاريِلي**؛ ث. بلبل جو هڪ قسم.

**تاڦَ**؛ ث. ويڪري شيءِ. سنهو ۽ ويڪرو تختو. وڏو چيٽو. ٽِڦَ. اجايو ڳالهاءِ- ٻَڪ- داڦَ.

**تاڦَ ڪرڻ**؛ ٻڪ ڪرڻ- بيهودو ڳالهائڻ.

**تاڦڻُ**؛ م. اَٽي مِٽي يا ٻي نرم شيءِ کي ٽڦي پڪيڙڻ- ٽِڦڻ. ٻَڪ ڪرڻ. داڦڻ. نامزد ڪرڻ- ٿاپڻ.

**تاڦو**؛ ذ. ڪاٺ جي ڏوڪِي. ڏوڪِي مان سنهو ويڪرو تختو. هرلي يا نار جي هڪ ڪاٺي (چڪر جي وچ ۾ ڪم ايندڙ هڪ ڪاٺي). آويءَ جي مُنهن کي ڍڪڻ لاءِ ٺڪر جو وڏو گول ڍڪ- ڪَٽهو.

**تاڦوڙو**؛ ذ. پاڻيءَ ۾ هٿ جو ڌڪ. ترڻ يا غوطي کائڻ وقت پاڻي ۾ هٿ هڻڻ.

**تاڦوڙا هڻڻ**؛ پاڻيءَ ۾ هٿ هڻڻ (ترڻ مهل). هٿ پير هڻڻ. ڪوشش ڪرڻ. بي دليل بهانا ڪرڻ.

**تاڦي**؛ ث. ڪنيارڪي ڪم جو هڪ اوزار - ٿپٽي. رازڪي ڪم جو هڪ اوزار- لِنبَ جو مارو. ننڍو چيٽو.

**تاڪُ**؛ ذ. هنڌ- ماڳ. منزل- ڏاهو. فقيرن جي ٻينڪ- آستانو. ڪنهن ملڪ يا علائقي جي حد ڏيکارڻ لاءِ پَڪو ٻُرج يا منارو.

**تاڪَ ٻَستِي**؛ ث. حدبندي. هرهڪ زميندار جي زمين جي حد نروار ڪرڻ ۽ ان جي ڍل جي مقرري.

**تاڪَ تي اچڻ**؛ ماڳ تي اچڻ. آستاني تي اچڻ. پوري پير تي اچڻ.

**تاڪوڙو، تاڪيڙو**؛ ذ. ٽَڪُ- ٽڪاءُ- چوڪڙو. ٽوري ٽڪاوَٽ.

**تالُ**؛ ذ. تالهُ.

**تالُهہ**؛ ذ. ڌاتوءَ (ٽامو، پتل، ڪنجهو، لوهہ) جو وڏو گول تراڪڙو ٿانءُ. وڏي تالهي- طشت.

**تالهہ پرجي اچڻ**؛ (ڪنايه) ڪجهہ بہ نہ ملڻ. سارسنڀال نہ ٿيڻ.

**تالِهي**؛ ث. ڌاتوءَ مان ٺهيل ننڍو گول تراڪڙو ٿانءُ.

**تالِهي ٽِرڻُ**؛ هڪ هنڌ تمام گهڻا ماڻهو گڏ ٿيڻ (جو تالهي اُڇلائجي تہ ماڻهن جي مٿن تان ترندي وڃي ۽ هيٺ نہ ڪري). گپاگيهہ ٿيڻ.

**تالِهي مان ڪڍڻ**؛ ڪاڍي پيتي مان جدا ڪرڻ. نيات مان ڪڍڻ- برادري مان ڪڍڻ.

**ٿاڻُ**؛ ذ. ماڳ- ٺڪاڻو. آستانو. گهوڙن جو ڪُڙهہ- ٿاڻُ. ڪپڙي جو تاڪيو.

**ٿاڻَ تي اچڻ**؛ ماڳ تي موٽڻ. پوري پير تي اچڻ- سڌرڻ.

**ٿاڻَ جي شوخِي**؛ گهر ويٺي جي سِيٽَ. ٺلهي آڪڙ.

**ٿاڻَ ۾ اچڻ**؛ سامَت ۾ اچڻ. ٽڪل گهوڙي جو زمين تي ليٽهڙو ڪرڻ.

**ٽانگُ**؛ ذ. ٽاڪُ. چورن جي لڪڻ جو هنڌ- ٽَمُ. پاٽاري. چوري ٿيل مال جو ڏس پتو. پارپتو- پير کُر. چوريءَ جو مالُ.

**ٽانوَرُ**؛ ذ. جمعو- جمعي جو ڏينهن. (ص) سکيو- آسودو- خوشحال.

**ٽانهَرَ، ٽانهِرَ**؛ ث. ماڳ. جُوءِ. ٻينڪ. مال جي ويهڪ واري جاءِ (جتي چانولو هجي). فرحت- آسائش. صبر.

**ٽانهريو**؛ ص. فرحت ۾- آسائش ۾. صبر سان. آرامي.

**ٿانءُ**؛ ذ. برتن- باسڻ- ڀَچُ.

**ٿانوَ ٽِپا**؛ ذ. گهر جو سامان- ٺِڪر ٺوٻَر.

**ٽانٺرو**؛ ص. صبر وارو- ڌيرجوان.

**تانٺِڪو**؛ ص. هڪ هنڌ جمي ويٺل. ٽانِيڪو. (ث.

تانڻڪي).

**تانءُ ذارڻ:** بردبار ٿيڻ- ڌيرج ڌارڻ. وڏي دل رکڻ.

**تانءُ تُر ٿيڻ:** تانيڪو ٿيڻ. محفوظ هنڌ تي رهڻ.

**تاڻُ:** ذ. تانُ- ٺاڻ. ٿاڻو- ماڳ. منزل.

**تاڻَ پَڪو:** ص. هٿيڪو. تانيڪو. ٿاڻي جو قيدي.

**ٿاڻو:** ذ. آستان- ماڳ- ٿاڪُ. گهر- بيٺڪ. منزل. مرڪزي ماڳ (خاص ڪوهستان ۾ جتي سردار رهن). تانُ- ٺاڻُ. پوليس چوڪي- گهاٽُ.

**ٿاڻا پُچائڻ:** جدا ڪم ڪرڻ. ڏوهه جهڙا ڪم ڪرڻ (جن جي ڪري ٿاڻو ڏسڻو پوي). چورين يا جهيڙن ۾ وقت گذارڻ.

**ٿاڻو بيهارڻ:** چوڪي بيهارڻ. پوليس جو پهرو بيهارڻ.

**ٿاڻيدارُ** ص. ٿاڻي جو عملدار- صوبيدار.

**ٿاهُ:** ذ. گهرائي- عمق- اونهائي (پاڻي جي). ترو (ڪوهه يا درياء جو).

**ٿاهَرِ:** ث. صبر- ڌيرج. تحمل- بردباري. آهستگي. مدد- واهر. ڏي- آڌر.

**ٿاهَرِ ٿوبَ:** ث. ڏي- آڌر. دلداري.

**ٿاهِرَڻُ:** مر. صبر سان ويهڻ. سک سان ويهڻ.

**ٿاهِي:** ث. تانگهو پاڻي. تانگهي پاڻي مان هلڻ جو گس.

**ٿُبُ:** ذ. گاهه وارو ٻوڙو- ٻٽُ. پڳل ڏند جو خال.

**ٿُبو ٿُبو:** ث. ماني ٺڪڻ جو آوز- ٿپ ٿپ.

**ٿُب ٿُب ڪرڻ:** نقصان ڪان پوءِ ان جي پورائي لاءِ اجائي ڪوشش ڪرڻ.

**ٿُهو:** ص. ڏندن پڳل- پپو.

**ٿُهو:** ذ. گاهه جو ٻوڙو- ٻٽ.

**ٿُپِي:** ث. ننڍو ٻوڙو- ٻُتي. گاهه جي مُٺ. ننڍي جانور جو ٿوهو.

**ٿِت:** ث. همشگي وارو ڪم يا عادت. هيرَ روزانو مقرر ڪم. ڪنهن ڪم لاءِ مقرر جاءِ يا وقت- ٽيت.

**ٿِتِ پڌڻ:** انجام پڌڻ. ٽيت پڌڻ. ثابت قدمي اختيار ڪرڻ.

**ٿُتڪارَ:** ث. ٿُڪن اُڇلائڻ جو عمل. ٿُڪون هڻڻ. ڄٽ ٿُٽ- ملامت.

**ٿُتڪارَڻُ:** مر. ٿُڪون هڻڻ. ٿُوٿُو ڪرڻ- ٿوڪارڻ. ٿُڪون هڻي ڇڏڻ- ڌڪارڻ.

**ٿَتان پَتان، ٿَتان ڦَتان:** ص. وائڙو- حيران. بَتال.

**ٿَتڙَڻُ، ٿِتڙَڻُ:** مر. ترڪڻ (پير). ڪسڪڻ- تِڙڻ- ٿِڙڪڻ. ڏجڻ.

**ٿُٽُ مُٽُ:** ص. چُپ- خاموش. ٺلهو متارو- بيدولو.

**ٿُپ ٿُپ:** ث. ٿپڻ جو آواز- ٿَڦ ٿَڦ. هٿن سان هلڪا ڌڪ. طبلي جو آواز.

**ٿپ ٿپ ڪرڻ:** پاڻي يا گپ ۾ هٿ هڻڻ- ٿاڦوڙا هڻڻ. ڇيٽا وغيره ٺڪڻ. ڪپڙا ڌوئڻ ۾ هٿن سان ڪپڙا سٽڻ. ٻار کي سمهارڻ وقت هلڪا هٿ هڻڻ.

**ٿَپُڙُ:** ذ. ڳل تي هٿ سان ڌڪ- چماٽ- ٿَڦَرُ.

**ٿِپڪَڻُ:** مر. آهستي آهستي لاڳيتو ڌڪ هڻڻ. ٻار کي سمهارڻ لاءِ آهستي آهستي ٿُپي ٿيرڻ.

**ٿپڪي:** ث. پيار مان پٺيءَ تي آهستي هٿ هڻڻ جي حالت. در تي هٿ هڻي سڏڻ جو عمل- دستڪ.

**ٿپڪي ڏيڻ:** هُشي ڏيڻ.

**ٿَپَڻُ، ٿِپَڻُ:** مر. ٺڪڻ (مٽي، ڇيٽو، اٽو وغيره). راڳو ڏيڻ. پچائڻ (ماني). هٿن سان هلڪا ڌڪ هڻڻ (ٻار کي سمهارڻ لاءِ). هڻڻ (الزام). مڙهڻ (جوابداري).

**ٿَج، ٿَڃُ:** ث. عورت جو کير. ماءُ جو کير.

**ٿَج بَخشائِي:** ث. مائٽ جي مرڻ وقت يا جيئريئي اولاد جي سندن حقن تان ورتل معافي. ڏيءَ جي سڱ تان ورتل عيوضو (پئسن ۾).

**ٿڇ ياڻي:** ص. اُهو ٻار جنهن ٻئي ٻار سان گڏ اُن جي ماءُ جي ٿڇ ڌاتي هجي- ٿڇ شريڪ (ڀاءُ).

**ٿَڌِ:** ث. ٺار- سيءُ- سردي. ٿڌڪار- ٿڌ جو وقت. ٿڌ جي اثر ڪان ٿيل زڪام ليس وغيره.

**ٿَڌِ ۾ ٿي:** ظ. صبح جو سج اُڀرڻ کان اڳ- صبح سان. ساجهرئي- سويرئي.

**ٿَڌاڻِ:** ث. ٿڌاڻي. خُنڪي (هوا ۾). فرحت (گرميءَ ۾ ٿڌي هوا سبب). ٿڌڪار. ٿڌي اثر وارو شربت.

**ٿڌائي:** ث. ٿڌاڻِ. صبر- تحمل. ڍِرَ- سستي.

**ٿَڌِجَڻُ:** م. ٿڌ لڳڻ- ٺار لڳڻ. سرديءَ جو اثر ٿيڻ. ليس زڪام ٿيڻ (ٿڌ جي اثر ڪان).

**ٿَڌڙا:** ذ. بدن جي ڪنهن بہ حساس هنڌ تي (خصوصاً پِنن تي) آڱرين جي هلڪي ڇُهاءَ سان سُرڪارَ. ڳُلڻا- ڇُلڻا (ماتا جا).

**ٿڌڙا ڪڍڻ:** سُرڪار ڪرڻ (پنن تي). ٻُت تي آڱرين جي ڇهاءُ سان سُرڙاٽ ڪڍڻ.

**ٿَڌڙو:** ذ. ٻير جو ٻجُ- ڌَڌڙو.

**ٿَڌڙِي:** ث. هندن جو هڪ وڏو ڏينهن، ساتونءَ مهيني جي ستين تاريخ (جا ماتا ديوي جي ياد ۾ ملهائين)- گوڪل (اشٽمي).

**ٿَڌڪارَ:** ث. ٿڌاڻِ هوا ۾ خنڪي- ٺار پاڻي ۾ ٿڌڪار سبب فرحت. سياري جي شروعات وارو هلڪو سيءُ.

**ٿَڌو:** ص. ٺريل- سرد. خنڪ. ٺريل بت وارو- مئل. بيهوش. ڍرو- سست. گيسر ڪندڙ. بردبار- سنجيدو. کاوڙ لٿل. نرم دل. راضي. (ذ) جسم تي ڪنهن ٿڌل شيءِ جو نشان- ڏنب. سڙڻ جو نشان- داغ.

**ٿڌا ساهہ کڻڻ:** ڏک ۾ ٿڌا شوڪارا ڀرڻ.

**ٿڌا گهڙا ڀرڻ:** خدمت ڪرڻ. چڱا ڀير ڀرڻ.

**ٿڌو ٿانهريو:** ص. سک سانت سان- سکيو آسودو. ٻي اونو- بيفڪر.

**ٿڌو ٿورو:** ذ. ڪابہ مدد نہ ڪرڻ جي باوجود احسان جتائڻ. زباني احسان. ٺالي ماتر مهرباني.

**ٿڌو ٿورو ڪرڻ:** بنا ڪنهن مدد يا مهرباني جي بہ احسانمندي جتائڻ. ڪنهن فائدي نہ هوندي بہ احسان مند ڪرڻ. هرويرو زيربار ڪرڻ.

**ٿڌو ٿيڻ:** ٺرڻ. ٺري وڃڻ. بيهوش ٿيڻ. مري وڃڻ.

**ٿڌو ڪرڻ:** ٺارڻ. وسائڻ (چِلهو، ٽانڊو). کاوڙ لاهڻ. ضد تان لاهڻ. پاڻي ۾ وجهڻ (تعويذ، قرآن وغيره).

**ٿڌو ڪمربندُ:** ذ. ڌرتيءَ جي اُتر يا ڏکڻ وارو اهو پَٽو جيڪو برف سان ڍڪيل رهي ٿو (هر هڪ ٿڌي ڪمربند ۾ ڇهہ مهينا ڏينهن ۽ ڇهہ مهينا رات ٿئي).

**ٿڌو ڪاڌو:** ذ. بنا گرم مصالحي جي رڌل ڪاڌو. ٿڌي اثر وارو طعام (ڪرياتو ڪاڌو).

**ٿڌو مانجهاندو ڪرڻ:** سفر ۾ ڪٿي ڏاهو ڪري ڏينهن ٺارڻ. آرام خاطر ويهي رهڻ. ڪم جي اُڪلاءُ ۾ گيسر ڪرڻ. سستي ڪرڻ.

**ٿڌي سيني:** ظ. کاوڙ لٿي. همدرديءَ سان. بردباريءَ سان. ويچار سان- قياس سان.

**ٿَڌِي:** ص. "ٿڌو" جو مونث. ٺريل- سرد. پاروٿي (ماتي). (ث) ماتا جي بيماري. چوپائي مال جي هڪ بيماري.

**ٿڌي ڪوسي سهڻ:** سردي گرمي برداشت ڪرڻ. ڏک سک سهڻ. زماني جي گردش مان گذرڻ- لاهو چاڙهو ڏسڻ.

**ٿڌي مِٺي:** ص. ڍرو- سست. بردبار. سانتيڪو.

**ٿَڌارَڻُ:** م. ننڍي وڻ جي ڇَڪي ڪڍڻ (ٻئي هنڌ پوکڻ لاءِ).

**ٿُڌارَڻُ:** م. ٿُڌو هڻڻ - ٿُڌڻُ. ٿڌا هٿي پري ڪرڻ.

ٽڏن سان ٽيلهڻ.

**ٽَڏِجَڻُ:** م. ٽُڏن سان ڌڪجڻ. ٽڏن ۾ اچڻ. لتاڙجڻ.

**ٽَڏَڻُ:** م. بنياد کان اکوڙڻ. پاڙون ڪيڻ.

**ٽَڏَڻُ:** م. ٽڏو هڻڻ. ٽڏي سان پري ڪرڻ. ٽڏا هڻي ٽيلهڻ (ڪينهون يا ڏڙهي کي راند ۾). لوڏڻ -تڙڻ.

**ٽَڏي ڇڏڻ:** ڪنهن رٿ يا تجويز کي رد ڪرڻ. آڇ قبول نہ ڪرڻ.

**ٽَڏو:** ذ. پاڙن سوڌي ڇَڪِي (وڻ يا ٻوٽي جي). سَلو. ننڍڙو وڻ يا ٻُوٽو - نهال. پاڙ- جَڙ.

**ٽَڏو پَٽڻ:** پاڙئون ڪيڻ. بنياد کان اکوڙي ڇڏڻ. پاٽاري ڇڏائڻ.

**ٽَڏي تي:** ظ. اُتي جو اُتي- بروقت - موقعي تي.

**ٽَڏو :** ذ. پير سان ڌڪُ. ڪينهون يا ڏڙهي کي پير سان اُڇل. ٽابو. لُٽل گاهہ يا ٻوٽي جو زمين ۾ بچيل حصو — سُنڍو. وڻ جي پاڙ جي زمين مان نڪتل ڪُٽَ.

**ٽُڏو ڏيڻ:** غلط ڏس ڏيڻ. غلط ڳالهہ ٻڌائي گمراهہ ڪرڻ. ٽيڙ ڏيڻ.

**ٽُڏِي:** ث. ٻُوٽي جو پاڙن وارو حصو (جو ڪپجڻ بعد زمين مان ظاهر هجي). سُڪي ويل وڻ جي پاڙ - لاهہ.

**ٿَرِ :** ث. ڪير جي گج. ڪير ۽ ڏونري جو مَلائيءَ وارو تهہ - ڇَني.

**ٿَرُ :** ذ. (سن. ستَل. هہ. ٿَلُ. ع. تَلُ = ڍير. ف. تل = پِٽَ ) واريءَ جي پِٽَن وارو علائقو. ريگستان. غير آباد علائقو (جنهن ۾ برسات تي آبادي ٿئي). سنڌ جو ايرنديون واريءَ جي پٽن وارو خطو.

**ٿرِٿان :** ذ. ماڳ مڪان -گهر گهاٽ. هڪ هنڌ ٽِڪاءُ.

**ٿَري:** ص. ٿر جو. ٿر جو رهاڪو. (ث. ٿريائي).

**ٿرُ** ذ. هڪ جاءِ تي ٽڪاءُ - بيهڪ. بقاءُ.

**ٿر ٻڌڻ:** ٽِڪَ ٻڌڻ- هڪ جاءِ تي مضبوطي سان بيهڻ.

**ٿُرانڊو، ٿُرانڊو :** ذ. آبي پکي جو هڪ قسم. بدڪ جو هڪ قسم (مڇي ۽ گاهہ کائيندڙ).

**ٿَرِٿَرِ :** ث. ڏڪٽي - رڦٽي.

**ٿَر ٿَر ڪَٽِي:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم (جو آنڊامندي هر وقت ٽَنبندو رهي).

**ٿَرِ ٿَرِ ڪَٽِڻُ :** ڊپ ۾ ڏڪڻ - رڦڻ.

**ٿَرٿلو :** ذ (ع. زلزله) زلزلو. لرزش - ڏڪٽي. اٿل پٿل. ڊپ - هراس.

**ٿَرِجَڻُ :** م. مٽيءَ يا واريءَ سان ريٽجڻ. درياءَ جو ٿِٽي ريٽ ڪرڻ. ريٽجي وڃڻ (وهڪرو). ٿَري ٻڌڻ- سٽ جو تهہ جمڻ (ڪڙهيل ڪير يا ڏونري تي).

**ٿَرچاهو:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم - پاريهر. جانور جو هڪ قسم - ٿر جو چاهو.

**ٿَرڊِ :** صفت (انگ) ٽيو (نمبر).

**ٿرڊِ ڪِلاس:** ص. گهٽ درجي وارو - ڪمتر. خسيسِ - رواجي. ردي.

**ٿَرڙُ :** ذ. ڊٿل شهر وارو دڙو. آڳاٽو ٿِٽل شهر - ڪنبر. جهونو دڙو.

**ٿِرڙائڻُ :** م. ٽيڏو ڏسڻ- ٽيڏائڻ. اکيون ٽيڏيون ڪرڻ. ٿِرڙائڻ (اکيون).

**ٿِرڙو:** ص. ٽيڏين اکين وارو - ٽيڏو. (ث. ٿِرڙِي).

**ٿَرڙِي:** ث. دَڙو (آڳاٽي ٿِٽل ڳوٺ جو). ننڍي پِٽَ.

**ٿرماميٽرُ :** ذ (انگ) تپ جي گرمي ماپڻ جو اوزار.

**ٿُرو:** ظرف (انگ) سِڌو. تُز. تِکو.

**ٿُرو ٿيڻ:** روانو ٿيڻ- تکو وڃڻ.

**ٿَري :** ث. ملائي - ٿَرِ. ننڍي پٽ.

**ٿَري:** ص. ٿَر جو. ٿَر وارو. ٿري نسل جو چوپايو (ڍڳي، ٻڪري، اٺ وغيره). اٺ جو هڪ قسم (اڳ "ڍاٽي" جهڙو ۽ پٺي "سنڌي" اٺ جهڙي).

**ٺڙُ:** ذ. وڻ جو ڏارن ۽ پاڙ جي وچ وارو ٿلهو حصو. پيڙهه . پڙ جهلو.

**ٺڙ ٺَٺڙ :** ث. ٺڙٺڪڙ. ٺٺڪو - لوچ پوچ.

**ٺڙڪائڻُ:** م. ڏڪائڻ - ڪنبائڻ. ڇرڪائڻ.

**ٺڙڪائڻُ :** م. ٽيڙڻ - مقرر جاءِ تان هٽائڻ. ڪسڪائڻ.

**ٺڙڪڻُ:** م. ڏڪڻ - رڙڻ. هُڙڪڻ (سيءَ ۾).

**ٺڙڪڻي:** ث. ڏڪڻي - ڪنبڻي - رڙڻي. هُڙڪي - سياٽو. خوف- هراس.

**ٺڙڪو:** ذ. ڏوڏو. ڏڪڻي - لرزو. ڊپ - هراس.

**ٺڙڪڻُ:** ٺڙڻُ - هٽڻ (مقرر هنڌ کان). ٺڙي وڃڻ (سَنڌ). هٻڪڻ (ڳالهائڻ ۾). وٿلڻ. ٿابڙجڻ.

**ٺڙم ٺڙا:** ذ. لعنت ملامت- ڇٽ ٿُٽ. ٺڪَ ٻُجو.

**ٺڙڻُ:** م. هٽڻ (مقرر جاءِ تان). ڪِسڪڻ. پاسو ڪرڻ. هٽي وڃڻ. ڦرڻ (انجام تان). اُکڙڻ. ڀلجڻ. ٿابو کائڻ.

**ٺڙَ ٿابڙڻ:** ڏکا ٿابا کائڻ- آڏيڙا کائڻ. رلڻ پنڻ.

**ٺڙيَلُ:** ص. هٽيل. ڀليل. نڪتل (هوش کان). گمراهه.

**ٺڙيو ٿابڙيو:** ص. رستو ڀليل - ڀٽڪيل. مسافر.

**ٺڙي وڃڻ:** هٽي وڃڻ. ڪسڪي وڃڻ. ڀلجڻ- گمراه ٿيڻ. ڦري وڃڻ (انجام تان).

**ٺڙو، ٺڙهو:** ذ. گهوڙي جو هڪ سنج. هني هيٺان رکڻ لاءِ نود پريل چمڙي جو گاديلو. چمڙي جي ڳوتري (سون چاندي جي ورقن ٺاهڻ ۾ ڪم ايندڙ). ٻُنڊڙ.

**ٺڙا، ٺڙها رکڻ:** سَنجڻ (وهٽ). هيرائڻ (چڙهيءَ لاءِ). سواريءَ لاءِ وَهُو ڪرڻ. هيرائي پنهنجي قبضي ۾ آڻڻ (وهٽ يا ماڻهو کي).

**ٺڙا، ٺڙها مٿي تي ڏيڻ:** سنج مٿي تي رکائي روانو ڪرڻ. لوڏي ڪڍڻ. بيعزتي سان روانو ڪرڻ. ڇٽ ڪرڻ. سُجو ڪري ڪڍڻ.

**ٺڙو:** ذ. وڏيل ٺڙ جو وڏو ٽُڪر.

**ٺڙي:** ث. اُٺ جي پاڪڙي هيٺان رکڻ لاءِ گَدِي- ٺڙو.

**ٺڙي:** ث. سنهي ٺڙ مان ڪپيل ٽڪرو. زمين مان نڪتل وڻ جي پاڙ- ٺُڏي- کُٽَ.

**ٺڪَ:** ث. لپاٽ - چماٽَ.

**ٺڪاٺُڪي:** ث. ڏَڪ مُڪَ چماٽن سان مارڪٽ.

**ٺڪِ ٺڪ:** ث. ٻنهي هٿن سان هلڪي ٿپ ٿپ. هلڪن ڏڪن جو آواز.

**ٺڪِجَڻُ، ٺڪِجڻُ:** م. ٺپجڻ. لِٽڙجڻ (گپ، گند، گاري وغيره مان). مڙهجڻ (الزام).

**ٺڪَرُ :** ذ. ٺپڙُ- چماٽَ.

**ٺڪَرڻُ :** م. ٺاٺوڙا هڻڻ. ڪوشش ڪرڻ. ٺَڳڻ لاءِ حيلا هلائڻ.

**ٺڪڻُ، ٺڪڻُ:** م. ٺپڻ. مِٽي، اٽو، ڇيڻو وغيره ٺپي گولائي ۾ ڪرڻ. مڙهڻ (الزام). گندو ڳالهائڻ- داڻڻ.

**ٺڪَ:** ذ. ٿڪاوٽ-ماندڪائي. گهٽي ڪم ڪرڻ سبب جسماني ۽ ذهني هيٺائي - ڪمزوري.

**ٺڪَ ڀڃڻ:** ٿڪ لاهڻ. ٿورو آرام ڪري ٿڪاوٽ لاهڻ. ساهي کڻڻ - دم پٽڻ.

**ٺڪَ :** ث. وات جو لعاب - ٻڪَ.

**ٺڪَ اُڇلي ڇٽڻ:** انجام تان ڦرڻ. قول ڪري ڦري وڃڻ. واپار ۾ زبان ڪري انڪاري ٿيڻ. آڻ ميڻ.

**ٺڪَ ٻُجو:** ذ. ڇٽ ٿُٽ - ملامت. تنبيهه.

**ٺڪَ ٺڪَ :** ث. ذري ذري ٺُڪُن اُڇلائڻ جي عادت.

**ٺڪَ ٺڪَ ڪرڻ:** گهٽن ڇٽن جو گڏجي ڪنهن کي تنبيهه ڪرڻ - ڇٽ ٿُٽ ڪرڻ.

**ٺڪَ ٺَپڻ:** ث. ٺڪَ ٻُجو - ڇٽ ٿُٽ. معمولي مرمت.

**ٺڪَ ولوڙڻ:** اجائي ڪوشش ڪرڻ. ٺلهيون ڳالهيون ڪرڻ. اجائي ٻڪ ڪرڻ.

**ٺُڪَ هڻڻ:** نفرت يا انڪار جو اظهار ڪرڻ. ڌڪارڻ. ملامت ڪرڻ.

**ٺُڪُن هاب:** ظ. ٺُڪن هڻڻ لائق. ڪميڻو- نالائق. ذليل - خوار. بيعزت.

**ٺُڪون جهلڻ:** جُنيون سهڻ. دربدر ٿيڻ. رلڻ پنڻ.

**ٺُڪون چٽڻ:** رذيل ڪم ڪرڻ. دردر ڌڪا کائڻ.

**ٺُڪائڪو:** ص. ٺُڪن هاب - ٺڪن هائو. نفرت جوڳو. ڌڪاريل (ث. ٺُڪائڪِي).

**ٺَڪاوَٽ:** ث. ٺَڪ - ماندائي. هيٺائي.

**ٺَڪائڻُ** : م. ماندو ڪرڻ - ڪُهائڻ. نِستو ڪرڻ. ورچائڻ - ڪک ڪرڻ. آڻ مڃائڻ.

**ٺَڪجَڻُ:** م. ڪُهجڻ. سائو ٿيڻ - ماندو ٿيڻ. ورچڻ - بيزار ٿيڻ. هيٺو ٿيڻ- ڪمزور ٿيڻ.

**ٺَڪَلُ** : ص. ماندو - سائو. ڏبرو - ايرو. هيٺو.

**ٺَڪلُ ڏاندُ:** ص. ٽوٽي - سست. نڪمو - بيڪار.

**ٺَڪَلن تي ٺورو ڪرڻ:** هيٺن جي حمايت ڪرڻ. بي وسيلن جي واهر ڪرڻ.

**ٺَڪَڻُ** : م. ٺڪجڻ- ڪُهجڻ. ماندو ٿيڻ - سائو ٿيڻ. هيٺو ٿيڻ. همت هارڻ. ورچڻ - بيزار ٿيڻ.

**ٺَڪو ماندو:** ص. ڪم ڪار ۾ ڪُهيل. پورهئي ۾ سائو. پنڌ ۾ ورتل.

**ٺُڪَڻُ** : م.ٺُڪَ اُڇلڻ . ٺُڪ هڻڻ. نفرت يا ڪراهت سان ڇڏڻ - ڌڪارڻ.

**ٺُڪو:** ذ. ٺڪن اُڇلائڻ لاءِ نڪر جو ٿانءُ (ٺيو، پاٽ، وغيره).

**ٺُڪو ڪرڻ:** بيعزت ڪري نيات مان ڪڍڻ. ٺُڪن وهيٺو ڪرڻ. ذليل ڪرڻ.

**ٺِڳِڙُ** : ذ. پُراڻي ڪپڙي جو ٺُڪر - اڳڙي. ٺُڪر، پراڻو ڳريل سڙيل ڪپڙو.

**ٺِڳِڙِي:** ث. ڪپڙي جو ٺُڪر - اڳڙي، پراڻي اڳڙي. ڪپڙي جي ڇتي.

**ٺِڳِڙِي پوشُ:** ص. ڇتين لڱل ڪپڙا پهريل (فقير، درويش).

**ٺِڳِڙيو:** ص. ٺڳِڙيون پهريندڙ. اڳڙيون چوندبيندڙ. فقير.

**ٺِڳَ:** ص. اڻ ولندڙ. اُگرو.

**ٺَلُ:** ذ. پيڙهه - بنياد. شروعات - مندي. ڪافيءَ جو منڍ - ٺُلهه.

**ٺَلُ ٻڌڻُ:** پيڙهه ٻڌڻ. شروعات ڪرڻ (ڳالهه جي). ڇَٽَ ٻڌڻ - ڳِلٽو ٻڌڻ. ڏاترائڻ - لالچائڻ.

**ٺَل پيڙو:** ذ. لنگر هٽي بيٺل بيڙي. پتڻ. گهر گهاٽ. اهڃاڻ. ڏس پتو.

**ٺَل پيڙو لڳڻ:** ڪاميابي جي ڪناري تي رسڻ. من جي مراد پڄڻ. ٺانيڪو ٿيڻ.

**ٺُلهه:** ذ. منڍ - شروعات. ڪافيءَ جي پهرين مصرع (جيڪا هر مصرع پويان ورائي طور ڳائڻ ۾ اچي) - ٺل.

**ٺُلهه ٻڌڻ:** بنياد ٻڌڻ. شروعات ڪرڻ (ڳالهه جي). ابتدا ڪرڻ.

**ٺُلهَوَ** : ص. تمام ٺُلهو - اجايو گهڻو ٺُلهو.

**ٺُلهو:** ذ. مٽي وغيره جو پٽريل هٿراڌو مٽانهون پٽڙ (ويهڻ لاءِ يا ڪنهن خاص تقريب لاءِ). گهر جو مٽانهون اڳڻ - اوٽو.

**ٺُلهو:** ص. ٻُت ۾ ڀريل. موٽو. سوڪو- متارو (جانور). (ث. ٺُلهي)

**ٺُلهو ٺُنيرو:** ص. ٺُلهو متارو. ڌٽو مُٽو. ڇڱو ڀلو - صحتمند. سکيو آسودو (ث. ٺُلهي ٺنيري).

**ٺُلهو ڪَتَڻُ** : اڻنگا ڪم ڪرڻ. گناهه وارا ڪم ڪرڻ (جيڪي آخرت ۾ عذاب جو ڪارڻ بنجن).

**ٺُلهو ڳالهائڻُ:** ڏاڍي ڳالهائڻ. بنا ريا ۽ خوشامد جي

ٻالهائڻ. حقي ٻالهه ڪرڻ.

**ٺُلهو مَتارو:** ص. تندرست - صحتمند. گهڻي گوشت وارو (جانور). (ٿ. ٺُلهي متاري).

**ٺُلهو هَنڊائڻُ :** سادو سودو ڪپڙو پائڻ.

**ٺُلهي ليکي:** ظ. اٽڪل روءِ - اندازًا - دوم شوم- علي الحساب.

**ٺَمُ :** ذ. گهاٽي جهنگ ۾ ڳُجهي جُوءِ. جهنگ ۾ مِرن جي لڪڻ جي جاءِ (ڏر وغيره). تمام اڻانگو ۽ لڪل هنڌ. چورن جو ٺاڪُ.

**ٺَم جو مِرُون:** ذ. ويڙهاڪ سوئر (جيڪو ڪاٺي ڪاٺي ٺُلهو ٿي ويل هجي). بيحيا ماڻهو.

**ٺَمُ ڇڏائڻ:** شڪار جي اصطلاح موجب سوئر کي تڙي جهنگ مان ٻاهر ڪڍڻ.

**ٺَمُ ڪرڻ:** ڳجهي هنڌ تي لڪائڻ (چوريءَ جو مال). لڪائڻ - گم ڪرڻ.

**ٺَمجَڻُ:** م. ٺم ۾ لڪڻ. قابو ٿيڻ. روڪجڻ- ٺوري دير لاءِ بند ٿيڻ (مينهن). ڏيمو ٿيڻ (وسڪارو).

**ٺَمَڻُ:** م. زور ڏيئي پَرڻ - ڏٽي پرڻ. ٺم ۾ پورڻ. لڪائڻ (چوريءَ جو مال). قابو ڪرڻ. ترسڻ. شڪار جي جانور کي تاڙي هٽيڪو ڪري ويهارڻ.

**ٺمي ڇڏڻ:** لڪائي ڇڏڻ (مال). بند ڪري ڇڏڻ. ڏٽي ڇڏڻ. چوريءَ جو مال گم ڪرڻ.

**ٺَنبُ:** ذ. ڇت کي ٽيڪ لاءِ ڪاٺي يا سرن وغيره جو ٿنيو - پيلپائو - سُتون. ٺوڻي. ٽيڪ. ڏيڍ.

**ٺنب ٺوڻي ڪرڻ:** ڪڪائين گهر کي ٺوڻيون وغيره ڏيئي مضبوط ڪرڻ. حيلو وسيلو ڪرڻ.

**ٺَنيري:** ٿ. پانجاريءَ جي پاسي واري اُڀي ڪاٺي (جا ڪَرَهي ۽ لارِ کي ڳنڍي).

**ٺَنيلي:** ٿ. ٻيڙيءَ جي اڳيل واري مُني. ٻيڙيءَ جي محرابين جي جَهلَ واري ڪاٺي. ٺَنيري.

**ٺَنيَڻُ:** ذ. وڪر جو هڪ قسم (ڪوُنر وانگر)- سِرسُ.

**ٺَنيڻُ:** م. سِرس هئڻ. چنبڙائڻ. همٿائڻ.

**ٺَنيو:** ذ (سن. ستنڀ) ٺنڀ - سُتون. پيلپائو. ڇت کي ٽيڪ لاءِ ڏنل اُڀي ڪاٺي.

**ٺَنيو ٺُوڻي ڪرڻ:** جاءِ جي ڇت کي ٽيڪ ڏيئي مضبوط ڪرڻ. بلو پيٺي ڪرڻ. حيلو وسيلو ڪرڻ. ٽيڪ ڏيڻ. پرجهلوڪرڻ.

**ٺَنيي هئڻ:** جمي ويهڻ. سَنئون سڌو اپو ٿي ويهڻ. هڪ هنڌ ماٺ ڪري ويهي رهڻ.

**ٺَنڻُ. ٺَنهَڻُ:** م. ڇَڪي ڪڍڻ (وڻ جي) - ٺڏارڻ. ڏٽي پرڻ. ڪُٽڻ - مارڻ.

**ٺَڻُ:** ذ (سن. ستَن) ٻُبو - پِستان. جانور جو ٻُبو.

**ٺڻ ٺاڙُ:** ذ. هڪ قِسم جو ڪنڊن وارو ٻوٽو (جيڪو هلندڙ ماڻهن جا ڪپڙا ڦاڙي، يا ٻڪري وغيره جانور جا ٺڻ ڦٽي ڇڏي).

**ٺڻن تي هئڻ :** ڪير پياڪ هئڻ (ٻار. ٻچو). ڏڌ مکڻ تي گذران هئڻ.

**ٺڻوٺو:** ذ. ٺڻن ۾ سوڄ جي هڪ بيماري.

**ٺڻوٺي:** ٿ. ڪنجري جو ڇاتيءَ تي ابندر حصو.

**ٺُو:** ٿ. ٺُڪَ اڇلڻ جو آواز- ٺُوڪار. ڌڪار ظاهر ڪرڻ جو آواز.

**ٺُوٺُو ڪرڻ:** ٺُڪون هڻڻ. ڇٽ ڦٽ ڪرڻ.

**ٺُو ڪَٿو ڪرڻ:** نفرت سان ڇڏڻ. ڌڪاري ڇڏڻ. ڇڏي ڏيڻ .

**ٽوپي:** ٿ. پٿر جي دانگي. وهٽ کي ڪارائڻ لاءِ ڪچڙيءَ چبر جو ڌوتل گاهه.

**ٽوپي گُهمائڻ:** مُنهن تي ڪارنهن لائڻ. ڪارو مُنهن ڪرڻ. جُٺ ڪرڻ - تعدي ڪرڻ.

**ٿوپُ:** ث. قرار – ٺاپر. آٿت. آڌار.

**ٿوپَ ڳنڍُ:** ذ. آڌار – ٽيڪ – ڏِي.

**ٿوٽ:** ص. ٿلهو. اجايو ٿلهو. ٻي ٻولو.

**ٿوٿان، ٿوٿانگ :** ص. تمام ٿلهو. ٻي ٻولو ۽ ٿلهو.

**ٿوڙِ :** ث. (سن ستول) ماسَ جي آيام – هلڪي سوڄ – آماس. سُرٽي جي چڪ يا چاپاڪي جي سوڄ. بيماري سبب مُنهن يا هٿن پيرن جي سوڄ.

**ٿوڙجڻ:** م. سُڄڻ (چمڙي). آماسجڻ – سوڄ ٿيڻ.

**ٿوٽو:** ذ. ٺاپو– آڏيڙو. جهوٽ- ڳولا لاءِ هيڏانهن هوڏانهن ٻوڙ. (ص) اجايو ٿلهو. ڦيڦو. نڪمو- بيڪار. دل شڪستو. ڦِڪو – لڄي.

**ٿوٽا ڏيڻ :** جهوٽون ڏيڻ- لُوهون ڏيڻ. هيڏانهن هوڏانهن ڳولڻ. اجايو ڳولڻ. اجائي محنت ڪرڻ.

**ٿوٽا کائڻ:** ٺابا کائڻ. اجايو رلڻ. سَٽون ڏيڻ.

**ٿُوٿُو:** ث (سن.ٿُت) گهڻي ٿُڪَ ٿُڪَ. ڪني شيءِ کان ڪراهت ظاهر ڪرڻ جو آواز. ٿتڪار- ڦتڪار.

**ٿوپاڪ:** ث (ف تفنگ) بندوق. ڊگهي ناليءَ واري بندوق (جنهن ۾ بارود ۽ ڇيرا مُنهن کان پرجن).

**ٿوپڻ :** م. ٽپڻ- ٽٽڻ. مڙهڻ – هٿڻ (الزام).

**ٿورَ:** ث. ٿورائي – ٿوڙائي. "ٿورائي" جي معنيٰ ڏيکاريندڙ لفظ (جيڪو صفاتي اڳياڙي طور مرڪب لفظن ۾ ڪم اچي).

**ٿورَ اَکِرو، ٿورَ آکِرو:** ص. ٿورن اکرن وارو(لکيو).

**ٿورَ خَرچو:** ص. گهٽ خرچ وارو.

**ٿورَ کائڪ ، ٿورَ کاياڪ:** ص. ٿورو کائيندڙ- گهٽ کائيندڙ. ڏچرَ (وهٽ).

**ٿورَ ڳالهائو:** ص. ٿورو ڳالهائيندڙ – گهٽ ڳالهائيندڙ – ڪم گو. اجايو نہ ڳالهائيندڙ. بردبار. مانيٺو.

**ٿورَ ويرَمو:** ص. گهٽ دير ڪندڙ. گهٽ وقت لڳائيندڙ (ڪم ۾).

**ٿورائي:** ث. گهٽتائي – ڪمي. اڻاٺ- ڪميابي. قلت. اقليت.

**ٿورائتو:** ص. ٿورو مڃيندڙ – احسانمند – شڪر گذار. (ث. ٿورائتي).

**ٿوڙڙو:** ص ("ٿورو" جو اسم تصغير) تمام ٿورو – تمام گهٽ. ڪجهہ ذرو. (ث. ٿوڙڙي).

**ٿورو:** ظ (سن ستوڪ) گهٽ. اٿورو. قليل. ڪجهہ ذرو . ڪي قدر . (ث. ٿوري).

**ٿورو گهڻو:** ظ. گهٽ وڌ. ڪي قدر – ڪجهہ.

**ٿورو دَمُ:** ذ. تحريري جملي جي وچ ۾ ٿوري دير بيهڻ لاءِ "اَبتي واءُ" ( ، ) جي نشاني – ڪاما.

**ٿورو:** ذ. احسان – مهرباني – ڀلائي.

**ٿورو لاهڻ:** ڀلائيءَ جو بدلو ڏيڻ. احسان جو عيوض چڱائي سان ڏيڻ.

**ٿوري:** ذ. هڪ قوم يا ذات (جيڪي عام طرح حلال حرام جانور جي شڪار تي گذران ڪن). شڪاري.

**ٿوڪُ:** ذ (سن. ستوڪ) شيءِ – وٿ – وَستُو- چيز- ٿول. عمدي شيءِ- تحفو. سون يا چانديءَ جو ڏهرو ڳهڻو. ڳهہ- زيور . ڍير- ڍڳ . مقدار جي گهڻائي.

**ٿوڪ فَروشُ:** ص. ڍڳو مال وڪڻندڙ – ڍڳو واپاري.

**ٿُوڪا:** ث. باراني راند ۾ هار مڃڻ يا بس ڪرڻ لاءِ اعلان وارو لفظ. راند ۾ عارضي وقفو.

**ٿُوڪا ڪرڻ:** راند ۾ ٿوري وقت لاءِ مهلت وٺڻ. ساهي کڻڻ لاءِ راند ۾ وقفو ڪرڻ.

**ٿُوڪارڻ:** م. ٿُڪ اڇلائڻ. ٿُڪ هٿي اُڇلائڻ. نفرت سان ڇڏي ڏيڻ. ڌڪارڻ.

**ٿُوڪڻ:** م. ٿُڪڻ. ٿُڪون اڇلائڻ. ٿُڪون هڻڻ. ٿُڪ

هٽي ڇڏڻ. برو ڀلو چوڻ. لعنت ملامت ڪرڻ.

**ٽولَھہ، ٽولِھہ:** ث. ڪنهن بہ جسم يا ماده جي گھاٽائي – موٽائي. جَسامت. بدن جي ٿُلھائي. ڪنهن بہ چيز جو اندروني پڙاءُ.

**ٽُومَ:** ث (ع. فوم) اوپڙ جو مشهور هڪ قسم (جنهن جي سائي يا سُڪل پاڙ واري ڳَنڍ، ۽ پن خوشبو دار ٿين. عام طور ڀوڙ ڀاڄي ۾ ڪم اچي) – لَسڻُ. (ڪنايتا) همٿ – مڙسي – ڀڇ– طاقت .

**ٽُومارو:** ذ. ٽُومَ، اٽي ۽ لسي مان ٺهيل ڳَنڍڻ.

**ٽُونو:** ذ. ڪنهن بہ جانور (خصوصًا مينهن، ڍڳي ڍور) جو ٽَڪرُ– ڍيهُ – اُڪَلَ.

**ٽونا هڻڻ:** چوپائي جو ڍيهہ هڻڻ. ٽڪر هڻڻ. ڪوشش ڪرڻ. متا مونا هڻڻ. ٻي واجبي وڙهڻ.

**ٽُونڙُ:** ص. ٽونا هڻندڙ – ويڙهاڪ (جانور).

**ٽُوپي:** ث. ڇپر يا ڇت کي ٽيڪ طور ڏنل ڪاٺي. ٽَنبَ – ضامن. نڪ ۾ ٻنهي ناسُن جي وچ واري پِٽ.

**ٽُوهَرُ:** ذ. جابلو ۽ واريءَسي علائقن ۾ ٿيندڙ عام مشهور ٻُوٽو.

**ٽُوهو:** ذ. اُٺ جي پُنيءَ ۾ وچ وارو اُڀريل حصو.

**ٽَهَرَ:** ث. پگهر ۽ ٽولهہ سبب بدن ۾ ٽيل ڪني ٻانس.هڪ هنڌ ٽِڪاءُ. ٻيهڪ. صبر. ڌيرج.

**ٽَهَرَڻُ:** م. ٽِڪِي ٻيهڻ. ڪُپِي ٻيهڻ. هڪ هنڌ ڄمي ٻيهڻ. فرحت وٺڻ. ترسڻ. صبر ڪرڻ. ٻيهي رهڻ.

**ٽَهَرو:** ص. گهڻو وقت رکڻ ڪري ڌپ ڪري ويل – ڪني ڌپ وارو – بدبو دار.

**ٽَهَمَرَ:** ث (ع. تَحمل مان بگڙيل) صبر – ڌيرج. تحمل.

**ٽَهَڻُ:** م. هڪٻئي مٿان رکڻ – سٿڻ – ٽهو ڪرڻ.

**ٽَهو:** ذ. هڪ ٻئي مٿان رکيل شين جو سٿو. انبار. ڍڳ – ڪوڙ.

**ٽهو ٽي پوڻ:** ٽڪي ٽُني ليٽي پوڻ. ٽڪجي سمهڻ. ٽڪ سبب ٻي سَٿو ٿيڻ.

**ٽَهي:** ث. هڪ ٻئي مٿان رکيل شين جي سَٿي. دستي (نوٽن ڪاغذن وغيره جي)– ڍڳي. زخم تي ٻڌڻ لاءِ ڪپڙي جو ٽهو.

**ٽيئِڙُ:** ذ (انگ) ناٽڪ جي جاءِ – ناٽڪ گهرُ. ناٽڪ– ڪيلُ.

**ٽيان ٽيان:** ذ. ناچ جو تارُ. ناچ جي تار جا ٻول. ناچ. خوشيءَ جو ناچ.

**ٽيتِ:** ث (سن. تِتِ) مقرري – پابندي (روزاني ڪم جي). روزاني هيرَ– عادت. روزاني خريداري. وهنوار يا ڏي وٺ جي مقرري. گراهڪي. ٻانڌاڻ – آهت. مقرر ڪيل وقت – تِت.

**ٽيتِ ٻڌڻ:** روزاني خريد فروخت جي ڏاڻي ٻڌڻ. ڪنهن واپاري کان مال وٺڻ جو سلسلو جاري رکڻ.

**ٽيتي:** ص. روزانو گراهڪ – ٻڌل خريدار. اُهو ماڻهو جنهن سان ڏيتي ليتي جو ٻانڌاڻ ٻڌل هجي. انجامي.

**ٽيرُ:** ذ. ٻَڪرُ. سانُ ٻَڪرُ. (ص) ٻڪر وانگر ٿُلهو.

**ٽيري:** ث. دريائي مڇي جو هڪ قسم– ٽيلهي (مڇي). (صفت) بدبو دار.

**ٽيڙُ:** ذ. ٽپُ – ٻُل. اُڇَلَ (بال جي). ٽاپو–آڏيڙو. ٽورو ٽيلهو. ٽارڻ لاءِ دلاسو – ڪوڙو آسرو – رماڪُ. ڪڄيءَ جي پاڙ کان ڪڇهہ مٿيرو نڪتل ٻڇو.

**ٽيڙُ ڏيڻ:** غلط ڏس ڏيڻ. گمراهہ ڪرڻ. ڪوڙو دلاسو ڏيڻ. گشو هڻڻ.

**ٽيڙُ ڪائڻ:** ٽپ ڪائڻ. اُڇل ڪائڻ (بال ). اُڇلڻ. ڳالهہ تان ڦرڻُ. انجام تان ڦرڻُ.

**ٽيڙَڻُ:** م. هَٽائڻ – پري ڪرڻ. ريڙهڻ– سيرڻ. اُڇل سان هٽائڻ. ڌِڪڻ – ٽَڏڻ. اُڪيڙي پري ڪرڻ. لوڏي

اُڪيڙڻ. ٽاهڻ. ٽارڻ. ڏنو ڏيئي ڀڄائڻ. ڳالهه کان ڦيرائڻ. گمراهه ڪرڻ.

**تيڪَ:** ث. ترار جي مياڻ - کَپُ.

**تيڪڻُ:** م. ڪپ ۾ وجهڻ (ترار). سنڌرو ڇوڙي ويهڻ. پيڄڻ (معاهدو). بند ڪرڻ (ڪم).

**ٽِيَلُ** ؛ص. ٻنيل - ٽهيل- راس. چاول- پيدا ٽيل.

**ٽيلهه:** ث. "ٽيلهڻ" جو عمل. ڏِڪ. ريڙهه.

**ٽيلها ٽيلهي:** خ. ڏِڪَ ڏوم- گهه پيهه.

**ٽيلهڻُ. ٽيلهڻُ:** م. ڏِڪڻ. ريڙهڻ - سيرڻ. ڌڪو ڏيئي پري ڪرڻ - هٿن سان ٽيلها ڏيڻ . لوڏڻ.

**ٽيلهو:** ذ. هٿائڻ لاءِ هٿن سان ڌڪو. ٽاٻو - آڏيڙو. چمڙي يا ڪپڙي جو ڳوترو. بجڪو- بستو.

**ٽيلهي:** ث.ننڍو ٽيلهو - ڳوتري. ٻُجڪِي. مِني پاڻي جي مڇيءَ جو هڪ قسم - ٽيري.

**ٽيلهيُون چاڙهڻ:** ڪارڪن جي ڇڳن تي پڪين کان بچاءَ لاءِ ٽيلهيون ٻڌڻ.

**ٽِيَڻُ:** م. وجود وٺڻ - وجود ۾ اچڻ. هٿڻ - هجڻ (ڪم). ٿيڻ- راس ٽيڻُ - مڪمل ٽيڻ. جُڙڻ.

**ٽيوو:** ذ. ٽِڪَ (منڊيءَ جي)- ٻُڙو - نگينو.

**ٽِيوُرِي:** ث (انگ) اصول- مَتو.

# ٿ

**ٿ:** ث. اُچار "ٿي" ۽ "ٿري". الف- بي" جو ستون اکر. ابجد موجب عدد "ت" جي برابر (٤٠٠).

**ٿه:** ث. "ٿي" جو مخفف. ٽن جو عدد ڏيکاريندڙ ((ٿه واٽو، ٿيهري وغيره).

**ٿاٻرُ:** ذ. جوان چوڪرو- ڳيرُو. چوپائي مال جو ڦرُ (ڳابو وغيره). (ث. ٿاٻرِ).

**ٿاٻڙ ٿاٻڙ:** ث. گهوڙي جي ڊوڙ وقت سنبن جو آواز.

**ٿاٽَ:** ث. لڱن ۾ سُور جي سُوٽ. ڳامُوڙ (بدن ۾).

**ٿاٽُ:** ذ (انگ) خاص قسم جو ٿلهو ڪپڙو. سڻي مان ٺهيل ٿلهو ڪپڙو (جنهن مان ڳوٿيون ٺهن). پال.(ص) سخت- سوٽ- چڪيل. چڪي ٻڌل. مضبوط.

**ٿاٽ ڪيڻ:** ڌڪ ڪيڻ. ڌوڪو ڏيڻ.

**ٿاٿارِ:** ث. ڪوسي پاڻي يا سيڪيل پٿر جو سيڪ (سوج واري عضوي تي)- ٿاڪور.

**ٿاٿائي:** ث. ڪڙائي- شوخي. چُستي. تندرستي. ڪپڙي لٽي ۾ ٺاهه ٺوهه.

**ٿاٿري:** ث (انگ) ليمي جو سَتُ.

**ٿاپُ:** ذ (انگ) واهه جي ڪپ وارو رستو. ڏنو- گشو. دلبو.

**ٿاپ ڏيڻ:** ڏنو ڏيڻ. ٿلهو دلاسو ڏيڻ.

**ٿاپ ٿُوپَ:** ث. ٺاهه جوڙ. چندٿوڪ. آرائش.

**ٿاپُرو:** ص. بدن تي پيڙون ڏيندڙ. خدمتگار. چاڪر.

**ٿاپُو. ٿاپُون:** ذ. باراڻي راند ۾ گول ٺڪري- دبُو.

**ٿاپي:** ث. تڪا ۽ وڏا ٿپ ڏيئي ڊوڙڻ. تکي ڊوڙ (اُٺ جي).

**ٿاپي ڪڍائڻ:** تيز ڊوڙائڻ. ماري ڀڄائڻ. ڊوڙ ڪڍائڻ. ڀڄائي ڪيڻ.

**ٿاچو:** ذ. دهل يا نغاري جي چوٽ واري وجت. دهلن جو زوردار آواز. وڏو دُهل.

**ٿاچِني:** ث. ڪاغذن کي ٽنبڻ لاءِ سُئي- پِن.

**ٿاڏ. ٿاڏِ:** ث. ڏاند جي رَنڀ (وڙهڻ مهل). ٿپ (مستيءَ مان).

**تاڏ:** ث. ڏاند جي وڙهڻ واري رنب.
**تاڏون ڏيڻ:** وڙهڻ واريون رنيون ڪرڻ ۽ مستيءَ مان ڪڏڻ. وڙهڻ لاءِ ٻولائڻ.
**تارُ:** ذ. وڻ جي پَنَ سوڏي وڏي تاري. وڻ جي ٽالهي تاري.
**تارچَ:** ث (انگ) بجلي واري ڏکڻي هٿ بتي (سيلن تي ٻرندڙ).
**تارِڻُ، تارِڻُ:** م. ھٿائي پري ڪرڻ. پاسي ڪرڻ. بهانو ڪري ٽارڻ. ڪسائڻ (مقرر وقت يا وعدو).
**تارو:** ذ. تارُ. لڙي جي سنهي تاري. ڏِنگهر. ٻهارو. پاسو- درگذر. ٽاءُ.
**تارو ڪرڻ:** پاسو ڪرڻ. بچاءُ ڪرڻ. درگذر ڪرڻ. مُڙي وڃڻ (ضد تان). نظرانداز ڪرڻ.
**تاري ٻهارَ ڪرڻ:** ميڙي چونڊي سڀ ڪٺو ڪرڻ (جو ڪجهه به نه بچي).
**تارِي:** ث. وڻ جي سنهي شاخ (پَنَ سوڏي)- لامَ. ٽالهي جو وڻ.
**تاري وجهڻ:** رڍن ٻڪرين کي چرڻ لاءِ وڻن جون تاريون وڍي ڏيڻ.
**تاڙهو تاڙهر:** ث. روج راڙو (وڏي آواز ســان). آهُ زاري.
**تاڪ:** ث. سخت زمين- پڪي زمين. سکل ۽ ڏاڍي زمين. (ص) سخت اُس وارو وقت "تاڪ منجهند".
**تاڪائو:** ذ. پڙهڻ ۾ غلطي.
**تاڪائڻُ:** م. تاڪا ڏيارڻ. ڳنڍائڻ. بيڙا ٻڌائڻ. ريهائڻ (تاڻيءَ، ڳڇ).
**تاڪِجَڻُ:** م. ٻڌجڻ (بيڙو). مڙهجڻ (موتي). ڳنڍجڻ (جُتي).
**تاڪَرِ:** ث. ٽنڊين ٽنڊين ٽڪرين واري ايراضي.
**تاڪِرو:** بحث مباحثو. سخت پورهيو. گهٽو ڪم.
**تاڪِرُو:** ص. جابلو. پٿرائين.
**تاڪَ مَنجهَند:** ث. پورا ٻپهر- پوري منجهند.
**تاڪَڻُ، تاڪِڻُ:** م. تاڪا هڻڻ- ٽوپا ڏيڻ. ٽوپي سان ڳنڍڻ. ريهه ڏيڻ (تاڻيءَ، ڳڇ وغيره کي). ٽُڪڻ (جبل).
**تاڪو:** ذ. ٽوپو. ڳنڍُ (جُتيءَ کي). ريهه (تاڻيءَ، ڳڇ وغيره کي).
**تاڪورَ:** ث. سوج يا سُور واري عضوي تي گرم پاڻي، ٻوسي يا چار وغيره جو سيڪ.
**تاڪوڙو:** ذ. تاهرُ- چرڪ. هراس. ڀاڄ. مارڪُٽ.
**تاڪُٺون:** ص. ٺوري ٺوڪر سان ڀڄي پوندڙ (شيشي، چيني جو سامان). ٽِڙڪي ڀڄي پوندڙ.
**تالپُور:** ذ. سنڌ ۾ رهندڙ بلوچن جو هڪ قبيلو (جنهن سنڌ تي ١٧٨٣ع کان ١٨٤٣ع تائين حڪومت ڪئي).
**تالهي:** ث. هڪ مشهور وڻ.
**تامڙو:** ذ. ٽامي جو ٽاڻُ ديگڙو يا هَنڊي). آڳاٽي وقت جو ٽامي جو سِڪو.
**تامِڻِي:** ث. تپش کان ٽامي جهڙي ڳاڙهاڻ. ڪاوڙ کان مُنهن جي ڳاڙهاڻ.
**تامڻي هڻڻ:** ڪاوڙ کان مُنهن ڳاڙهو ٿيڻ.
**تامو:** ذ. هڪ مشهور ڌاتو.
**تان تان:** ث. ڪانءَ ۽ ڪن ٻين پکين جي ٻولي جو تِڪو ۽ اڻ وڻندڙ آواز.
**تان تان ڪرڻ:** اجائي ٻڪ ڪرڻ. اجايو هُل ڪرڻ.
**تاندائو:** ذ. ڪُڙ ڪبيتو.
**تاندو:** ذ. ڪائيءَ جو ٻري ويل ٽُڪر (جنهن ۾ اجان باهه ٻرندي هجي)- جاڳتو.
**تاندو توبي:** ث. حُقي جو تاندو توبي. خدمت

چاڪري- ٽهل ٽڪور.

**ٽانڊو ڏيڻ:** باھ ڏيڻ. لغنو مھٽو هٽي ڪاوڙائڻ. ساڙ ڏيڻ.

**ٽانڊِي، ٽانڊِڙِي:** ث. چڻنگ. چڻانتي. اماڙي.

**ٽانڊيءَ ٽپڻو:** ص. ٿوري ڳالھ تي ڪاوڙجي پوندڙ. چيڙاڪ. (ث. ٽانڊيءَ ٽپڻي).

**ٽانڪَڻُ:** م. "ٽاڪڻ". ٽوپو ڏيڻ. ريھ ڏيڻ.

**ٽانڪو:** ذ. ٽاڪو. ٽوپو- ريھ.

**ٽانڪِي:** ث (انگ) حوض.

**ٽانگَ:** ث. ٽاري- لام (وڻ جي). ڪڪڙن جي ويھڻ لاءِ ڪاٺي (پينگهي جي سرائي وانگر آڏيل).

**ٽانگرُ:** ذ. هڪ قسم جو گل ۽ ٻوٽو- چنبيلي.

**ٽانگڙُ:** ص. ڊگهين ٽنگن وارو- جانگهو.

**ٽانگو:** ذ. ٽاري- لام. ڇينيو. سَلو. ڪانو. ٻن ڦيٿن واري عام مشهور گهوڙي گاڏي.

**ٽاءِ:** ث. آڪڙ. غرور- هٺ.

**ٽاڻُ:** ذ. ٽائو.

**ٽائڻُ، ٽاڻڻُ:** م. ڦٽين مان ارٽي وسيلي ڪڪرا ڪڍڻ. گيھ، مکڻ، چربي وغيره کي رجائي صاف ڪرڻ.

**ٽائو:** ذ. وقت- ويلَ. مهل. اهڃاڻ. پارپتو.

**ٽائو ٽارڻ:** وقت ٽارڻ. مهل گسائڻ.

**ٽاوَرُ:** ذ (انگ) ٿل- ٻُرج. منارو.

**ٽاهُ:** ذ. ڇرڪ. هراس. ٽاڪوڙو.

**ٽاھ پوڻ:** ڊپ کان ڇرڪ پوڻ.

**ٽاهڙُ:** ص. ڇرڪندڙ. ڊجي ڀڄندڙ. ٽهندڙ.

**ٽاهڻُ:** م. ڇرڪائڻ. هراسڻ. ڇرڪائي ڀڄائڻ.

**ٽاهو:** ذ. ڍهل جي هڪ وڄت.

**ٽاءِ:** ث (انگ) قميص جي ڪالر تي ٻڌجيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ رنگين ڪپڙي جي خاص پٽي.

**ٽائرُ:** ذ (انگ) موٽر، لاري، سائيڪل وغيره جي ڦيٿي مٿان ربڙ جو خاص پٽو.

**ٽائونُ:** ذ (انگ) شهر.

**ٽائون ڪاميٽي:** ث. شهرين طرفان چونڊيل نمائندن جي جماعت.

**ٽائيپ:** ث (انگ) ڇپائي ۾ ڪم ايندڙ شيهي جا اکر. نمونو- قسم.

**ٽائيمُ:** ذ (انگ) وقت. مهل.

**ٽائيم ٽيبلُ:** ذ. وقت جو ورڇ جو خاڪو (روزمره ڪم جي لاءِ).

**ٽبُ:** ذ (انگ) پاڻي لاءِ وڏو بيضوي ٽانءُ.

**ٽَبَ:** ث. حيلو. علاج، اپاءُ. اڳڪتي.

**ٽُبُ:** ظ. ٽِپِيل (پاڻي وغيره مان)- ٽار.

**ٽُبُ ڪرڻ:** مُنهان منهن پرڻ- ڪنان ٽار پرڻ.

**ٽُبائڻُ:** م. ٽوبو ڏيڻ. ٻوڙو ڏيڻ (ڪپڙي کي).

**ٽَبرُ:** ذ. وڏو ڇوڪرو.

**ٽَبرَ ٽابَرَ:** ذ. ٻارڙا. ننڍڙا ٻار. عيال.

**ٽُبڪُ، ٽُبڪو:** ذ. سَر جي ڪانن مان ٺهيل ننڍي ٽوڪري- ٽُبڻو. (ث. ٽُبڪِي).

**ٽُبڪو:** ذ. نقطو. ٻُڙي.

**ٽُبڻُ، ٽُبِڻُ:** م. ٽوبو ڏيڻ (پاڻي ۾). ٻوڙو ڏيڻ (رڱ ۾). ٽُب ڪرڻ. ڏکي مال جو وقت کان اڳ ڪچو ڦر ڇڏڻ.

**ٽُبڻو:** ذ. هڪ قسم جو ڊانڊي پکي- ٽوبر پکي. سَر جي ڪانن مان ٺهيل ڊِڪ سان ٽوڪري. (ث. ٽُبڻي).

**ٽِبو:** ذ. پهڻن جو ننڍو ڍِڳ. مٽيءَ جو دڙو (زمين جي ڊنگ ڏيکارڻ لاءِ)- دڙي.

**ٽِپي:** ث. ساھ گهٽي ٿوريءَ دير لاءِ پاڻي جي سطح کان

هيٺ تيڻ. پاڻيءَ ۾ اونهي ڪُٽ- غوطو.

**ٹبيءَ ۾ پوڻ:** اونهي خيال ۾ پوڻ. گهڻي ويچار ۾ پوڻ.

**ٽپَ:** ث. ڦاٽل ڄوال کي ڳنڍڻ لاءِ ڪاٺي ٽڪر.

**ٹيڪَڻُ:** م. وچ ۾ پوڻ (معاملي يا ڪم ۾)- ٹنبجڻ. رخنو وجهڻ.

**ٽِيو:** ذ. ٺڪر جو ڪُپو (پاڻي پيئڻ لاءِ)- خُمرو.

**ٽِيو اونڌو ڪرڻ:** فائدي بدران اٹلندو نقصان ڪرڻ. ڪئي ڪمائي ڪُٽ ڪرڻ.

**ٽَٽُ:** ذ. آنورو- خصيو.

**ٽِٽُ:** ذ. پيٽ مان هوا نڪرڻ جو آواز. ريح- بادي.

**ٽِٽَ ڏيڻ:** اجايون ڳالهيون ڪرڻ.

**ٽِتِرُ:** ص. ٻٽاڪي. هلڪي طبيعت وارو- ٽرڙو.

**ٽُٽَڻُ:** م. ڇجڻ (ڏاڳو، نوڙي وغيره). ختم ٿيڻ (دوستي، مائٽي، سڱاوتي، تعلق). ڏار ٿيڻ (ساٿ مان). وڇڙڻ. ٽوٽو پوڻ (واپار ۾).

**ٽِر- ٽِڻ:** ث. ٽوٽِڻ راند جو هڪ داءُ.

**ٽَٽِ وِکَرُ:** ذ. گهڻن قسمن جون گڏيل شيون. نازڪ سامان (جهڙوڪ شيشي چيني وغيره جا ٿانءَ).

**ٽَٽُون:** ذ. ننڍي قد وارو گهوڙو- ٻڊو.

**ٽَٽُون ٽوپَڻُ:** ذ. عام رواجي ماڻهو.

**ٽِٽِيهرَ:** ث. پکيءَ جو هڪ قسم.

**ٽَپُ:** ذ. وڻ جو وڏو ڏينگهر. واڙ جي لنگهه کي ڏنل ڏينگهر.

**ٽَپ ٽارو ڪرڻ:** پڪو ٽوٽو ڪري اڇهو اڏڻ. اڻ هوند يا هيٺائي ۾ ڏکيو سکيو وقت ٽپائڻ.

**ٽَپُ، ٽِپُ:** ذ. ڇال- ٻُل. ڪُڏ- ٹينگ، ٻِڏَ. تيز (ٻال جو).

**ٽِپُ:** ذ (انگ) سوال جي حل يا جواب بابت اشارو.

مضمون جي بنيادي نڪتن مان هڪ نُڪتو. فقرو (مضمون ۾).

**ٽَپالَ:** ث. خط- چِٺي. خط پٽ. پوسٽ ڪاتي ذريعي خط پٽ. گهوڙي جي پنڌ جي هڪ چالَ.

**ٽَپال آفيس:** ث. خط پٽ موڪلڻ يا ورهائڻ واري آفيس.

**ٽَپالي:** ص. خط پٽ ورهائيندڙ. قاصد.

**ٽَپائِڻُ، ٽِپائِڻُ:** م. ٽپ ڏيارڻ. اُڪارڻ- پار ڪرائڻ. هڪڙي ورق کان ٻئي ورق تي اُتارو ڪرڻ- ٽپائي رکڻ.

**ٽِپائِي:** ث. ٽن ٽنگن واري ننڍي ميز (عام طرح چئن پاين واري ننڍي ميز کي به چون).

**ٽَپِ ٽَپِ:** ث. ڦڙو ڦڙو تي ڪرڻ. بوندن جو لاڳيتو آواز. گهوڙي جي هلڻ جو آواز.

**ٽِپَتائِي:** ص. ٽن پٽن سان جوٺا ڪندڙ. ڪيڏاري جوٺاري.

**ٽِپرَ:** ث. ٽپڻَ- گنج. ٽوڙهه.

**ٽُپُرَڻُ:** م. گرم شيءِ سان ٽاڪور ڪرڻ. ٽپرڻ (ٻِٺي).

**ٽِپِرِي:** ث. ڪنهن ٿانءَ مان تيل يا گيهه ڪڍڻ لاءِ لوهي ماڻ- ڪَرنڊِي.

**ٽَپَڙُ:** ذ. شيءِ- وَٿُ. وَسلو- سامان، گهرو استعمال جي ڪابه شيءِ (ڳهه ڪپڙو وغيره). اوڍڻ يا وڇائڻ جو ڪپڙو. هنڌ بسترو. سمجهه. همت. (ص) سست. بيوقوف.

**ٽَپڙ ٽاڙِي:** ذ. سامان سڙو. هنڌ ٽپڙ. مال اسباب.

**ٽَپِڙِي:** ث. ڳوڻ جو پال (وڇائڻ لاءِ). پراڻي ڦاٽل ڳوڻ جو ٽُڪر.

**ٽَپڪَڻُ:** م. ڦڙو ڦڙو تي ٽِمڻ، ٽپ ڏيڻ.

**ٽَپڪو:** ذ. جهولي ۾ وٺن (انبن) مان ڦر ڪرڻ جو

لاڳيتو عمل. لاڳيتا ٽپ.

**ٽِه پڪي:** ث. ٽن پڪ مان اڏيل جهڳي.

**ٽپڻ، ٽِپڻ:** م. ٽپ ڏيڻ. ٽپ ڏيئي مٿان اڪري وڃڻ. اورانگهڻ.

**ٽپي پوڻ:** ٻن ڌرين يا ماڻهن جي گفتگو ۾ ڪاهي پوڻ. دخل ڏيڻ. ٽياڪر ٻَنجڻ.

**ٽِپڻ:** ث. نوڙهه- گنج. ڪيپراٽيءَ جو مٿيون حصو.

**ٽِپڻو:** ذ. سيارن، برجن، نکٽن، راسين ۽ سج چنڊ جي لهڻ اُڀرڻ ۽ تاريخن بابت سُڄاڻي ڏيندڙ ڪتاب- جنتري.

**ٽپو، ٽِپو:** ذ. ٽپ- چال. ٽينگ. اُڇل- ٻُل.

**ٽپو تاڙ:** ث. ٽينگ ٽپو. هُل گوڙ. زنانو جهيڙو.

**ٽِپهري:** ث. وچين، نماز.

**ٽِپيري:** ث. تاس راند ۾ هڪ جهڙن ٽن رنگن وارن پتن جو جوڙ.

**ٽَپيل:** ث. هيٺين ڪورٽ جي فتوىٰ جي خلاف مٿينءَ ڪورٽ ۾ ٻي اپيل.

**ٽِجوڙي:** ث. ملڪيت (رقم، ڳهه، دستاويز وغيره) رکڻ لاءِ ڳجهن خانن واري لوهي پيتي.

**ٽَچُ:** ذ. اختصار- ٽَٽُ.

**ٽچ ڪڍڻ:** منجهه ڪڍڻ- راز معلوم ڪرڻ.

**ٽُچڪائڻ:** م. ٿهڪائڻ- اوٻارڻ.

**ٽُچڪو:** ذ. ٿهڪو- اوٻارو.

**ٽِه- دَرو:** ذ. ٽن دروازن وارو صفو.

**ٽَڏ:** ث. ٻن ڏاندن جي ويڙهه واري رنب- تاڏهه. سيٽَ. آڪڙَ.

**ٽڏون ڏيڻ:** مستيءَ ۾ رنيون ڪرڻ. وڙهان وڙهان ڪرڻ. هڪلون ڪرڻ.

**ٽڏڻ:** م. رنيون ڪرڻ. ڊِڪون ڏيڻ. ڪُڏ ڪرڻ. مستي ڪرڻ.

**ٽِرالي:** ث (انگ) ريل جي پٽي تي هلندڙ ننڍو گاڏو. هڪ يا ٻن ڦيٿن وارو هٿ گاڏو (بار ڍوئڻ لاءِ).

**ٽُر ٽُر:** ث. ڏيڏر جي ڏاڪ. ٻڪ ٻڪ.

**ٽُرڙو:** ص. ڪنين ڪٽل (پکي). چانگيل (وڻ).

**ٽرڙائي، ٽُرڙائپ:** ث. اجائي ٻڪ. گهٽو ۽ فضول ڳالهاءُ. طبيعت جي هلڪڙائي. خسيس حرڪت.

**ٽُرڙو:** ص. گهٽو ۽ اجايو ڳالهائيندڙ. هلڪي طبيعت وارو (ڳالهائڻ ۽ انعالن ۾). وڏائي خور. ٻٽاڪي. ڪڪڙ جو هڪ ٻُڻ. (ث. ٽُرڙي).

**ٽِه- رَقمي:** ث. رياضي ۾ ٽن رقمن وارو حساب (جنهن ۾ مليل ٻن رقمن جي مدد سان ٽيءَ رقم جو جواب لهجي).

**ٽِه- سالو:** ص. ٽن سالن جي عمر جو (جانور).

**ٽرڪَ:** ث (انگ). بار ڍوئيندڙ لاري.

**ٽرڪَ:** ث (انگ) اٽڪل بازي- حرفت.

**ٽَرڪائڻ:** م. ٽارڻ. بهاني سان روانو ڪرڻ.

**ٽَرڻ:** م. ٽري وڃڻ. پاسي ٿيڻ. هٽي وڃڻ (اکين اڳيان). دفع ٿيڻ. وڃڻ.

**ٽُرڻ:** م. آهستي هلڻ- رمڻ. رڙهڻ- چُرڻ. وچٿرو ۽ هڪ ساريکو پنڌ هلڻ (گهوڙو).

**ٽرينَ:** ث (انگ) ريل گاڏي.

**ٽڙ ٽڙ:** ث. ٽاڪئين شين جي ڀڄڻ جو لاڳيتو آواز. ڦلن ڀُڄڻ يا گولين جو ٽڙڪو.

**ٽڙڪاٽ:** ذ. ڪاٺ وغيره ڀڄڻ جو وڏو آواز.

**ٽڙڪڻ:** م. ٽڙڪو ڪرڻ (ڀڄڻ مهل). سِيرجڻ- چيرجڻ. ڀَڄڻ (شيشو، ڪاٺي وغيره). ڀُڄڻ (ڦلا، ڀڳڙا). رڄڻ (گيهه، تيل).

**ٽِڙڻ:** م. ڪُلڻ (گل). کِلڻ (مکڙي). ڀهڪڻ- سَرهائي ٿيڻ (اندر ۾). پکڙجڻ.

**ٽڙڻ پکڙڻ:** پکڙجي وڃڻ. ڇڙوڇڙ ٿيڻ.

**ٽڙهه:** ص. کٽو- ٽرش. تمام کٽو.

**ٽس:** ذ. ٽيڙو ٽارو- ٽوٽرو.

**ٽسانگ:** ث. ٽن انگهن واري ٽوڻي. ٽن ڇهنبارين انگهن وارو هٿيار.

**ٽسڪائڻ:** مر. ٽهڪائڻ- اوبارڻ.

**ٽسڪو:** ذ. ٽهڪو- اوبارو.

**ٽسُول:** ذ. ٽن واٽن گڏڻ وارو هنڌ- ٽواٽو. ٽن نوڪدار شاخن وارو هٿيار- ترشول.

**ٽشو:** ذ. ڪنگهو پاڻي. بي سواد پاڻي. ڦٽ ڦرڙي مان وهندڙ روڳ.

**ٽڻُ:** ذ (انگ) منجهند جي ماني. ماني رکڻ لاءِ ٻن يا ٽن پڙن وارو دٻلو.

**ٽڦلو:** ذ. ٽن قسمن جي پسارڪن وکرن مان ٺهيل دوا (آنورا، هريڙون ۽ ٻهيڙا)- اطريفل.

**ٽڦڻي:** ث. ٽشي مان ماني اٿلائڻ وارو ٽڪندو لوهي اوزار- ورائي.

**ٽر- ڦيٽي:** ث. ٽن ڦيٽن واري سائيڪل يا گاڏي.

**ٽڪ:** ث. ڪوڏر سان زمين تي ڏنل ٺپ (رستي وغيره جي نشان لاءِ). اَيٽ جي لوهي سَرائي (جنهن جي ڦرڻ سان سٽ ڪتجي). ٽوري ڪير واري مينهن.

**ٽڪ مان وَرُ ڪڍڻ:** مار ڏيئي سڌو ڪرڻ. سخت سزا ڏيئي سڌارڻ.

**ٽڪ:** ث. شيشي جو ٽڪرو (منڊي يا ڪنهن ڳهه ۾). مُهر. آرسي- آئينو. ٽاس ۾ ٽن داڻن وارو پٽو.

**ٽڪ ٻڌڻ:** هڪ جاءِ تي ويهي رهڻ (لاٽون، لغز).

**ٽُڪ:** ث. ڪپڙي کي ٻڙائين سان ڪترڻ. ڪاڻيءَ تي اُڪريل ڇٽ گُل.

**ٽڪا:** ذ. (واحد. ٽڪو) پئسا. ناڻو. رقم. دولت.

**ٽڪاپي:** ث (ع) تقاوي.

**ٽڪار:** ث. سانجهيءَ جي مهل- نماشام.

**ٽڪاڻو:** ذ. ٽڪڻ جي جاءِ. ٽڪاڻو. هندومت جي پاٺ پوڄا جو آستانو.

**ٽڪاءُ:** ذ. هڪ هنڌ ويهڪ. سڪونت. بقاءِ.

**ٽڪائڻ:** مر. رهائڻ- ترسائڻ. مهمان ڪرڻ، هڪ هنڌ ڪُپائي ويهارڻ.

**ٽڪ ٽڪ:** ث. واچ يا گهڙيال جو آواز.

**ٽڪيٽڪي:** ث. ٽن ڪاٺين مان ٺهيل هڪ قسم جي گهوڙي (جنهن سان ٻڌي ڏوهاري کي ڦٽڪا هڻجن).

**ٽڪر:** ذ. ٻن يا وڌيڪ شين جو پاڻ ۾ زور سان لڳڻ- تصادم. ڊِهه- ٽُونو (جانور جو). زور سان ڌڪ. زور آزمائي وارو مقابلو، ڇِپر- ڏونگر.

**ٽڪر ٽاڪڻ:** سخت جفاڪشي ڪرڻ. وڏي مشڪلات مان پار پوڻ.

**ٽُڪر:** ذ. ٽڪرو- ٽوٽو. پور. ڀاڱو. ذرو- پُرزو. ڳيو (مانيءَ جو).

**ٽُڪر اگهامڻ:** خيرات ۾ ڪارايل ماني قبول پوڻ. سرخرو ٿيڻ.

**ٽُڪريور:** ذ. مانيءَ ڳيو. ماني ٽڪي.

**ٽُڪراٽو:** ذ. گهڻا ٽڪرا- پورا پورا. ڪپڙي جا ٻچيل ٽڪرا. سرن جا آٽڙ.

**ٽڪرائڻ:** مر. ٻن شين کي پاڻ ۾ زور سان ٺهڪائڻ، پيٽ ڪرائڻ. ويڙهائڻ. مقابلو ڪرائڻ.

**ٽُڪر ٽانيو:** ذ. ذرو پرزو. پگ ٽوٽ.

**ٽڪرجڻ:** مر. ٺهڪڻ- لڳڻ (آمهون سامهون). منهن مقابل ٿيڻ. وڙهڻ.

**ٽڪرڻ:** مر. زور سان لڳڻ- ٽڪرجڻ. اوچتو ملي وڃڻ- گڏجڻ. پيٽ ٿيڻ. مقابلو ٿيڻ. وڙهڻ.

**ٽُڪرو:** ذ. ٽُڪر- پورُ. ذرو. حصو- ڀاڱو.
**ٽَڪِري:** ث. ننڍو ٽڪر- پهاڙي. جبل جي پيڙهي يا پاسي نڪتل ننڍو حصو.
**ٽِڪِري:** ث. جُوئا جو اَڏو. جوئا لاءِ مقرر جاءِ.
**ٽُڪِري:** ث. ٿوري ذري. ٿورو حصو. رلي‌ءَ جي پُڙ ۾ رڱيل ڪپڙي جو ٽُڪر- ٽوڪري.
**ٽُڪرِيلُ:** ص. ٽڪرن تي پليل. در جو نوڪر. رول. لوڙيل. ڏڪاريل.
**ٽِڪڙو:** ذ. نراڙ تي سِينڌُر يا زعفران جو نشان (هندن جي رسم). تلڪ. ڳهه جو هڪ قسم.
**ٽُڪِڙي:** ث. ننڍي ساهمي.
**ٽِڪساٽُ:** ذ. سوڻ ساٽ. سُٽي ٽُڪِي. حيلو وسيلو. ٺاهه جوڙ (عارضي). ڏيک ويک. اٽڪل بازي واري نمائش. عارضي مانڊاڻ.
**ٽِڪسالَ:** ث. سرڪاري سِڪن ٺاهڻ جو ڪارخانو- ضربخانو.
**ٽَڪلو:** ذ. سُٽ يا ڌاس ڪتڻ لاءِ ڪاٺي‌ءَ جي ڦِرڻي.
**ٽِڪلِي:** ث. حڪومت طرفان خاص مُهر واري ڪاغذ جي ننڍڙي ڇاپ (خط پٽ يا ڪورٽ في طور لڳائڻ لاءِ).
**ٽِڪُنڊو:** ذ. ٽن ڪُنڊن واري شڪل يا ايراضي.
**ٽِڪَڻُ:** م. هڪ هنڌ رهڻ. ڄمي ويهڻ. قائم رهڻ- جٽاءُ ڪرڻ. ڪُپڻ. رهڻ- ترسڻ (مهمان تي).
**ٽِڪِڻِ:** ث. ٽوڙهه- روڙ- گنج. مٽي جو ٽارونءَ وارو حصو.
**ٽُڪَڻُ، ٽُڪِڻُ:** م. ٽُڪ ڪرڻ. ڪترڻ (ڪپڙو). ٽُڪ ڪري چٽ ۽ نقش ٺاهڻ- اُڪَر ڪرڻ. ٽاڪڻ (جبل).
**ٽَڪو:** ذ. ٻه پئسا. ٻن پئسن مُلهه وارو ٽامي جو سڪو (جيڪو ١٩٤٧ع کان اڳ ڳڌيل هندوستان ۾ رائج هو).
**ٽَڪو (ٽرڪو):** ص. گدلو- ميرو. بدبودار. ڪِنو. بدافعال. (ث. ٽَڪِي).
**ٽِڪو:** ذ. تِلڪ. داغ. چٽو. ڪلنڪ- ڪارنهن جو داغ. عيب. ڳهه جو هڪ قسم. ٽن جو عدد. تاسَ ۾ ٽن داڻن وارو پتو. دهل يا طبلي جي وڄت جو گُر.
**ٽِڪو پَنجو:** ذ. ڀاڱا پتيون. ورهاست. حيلو وسيلو. اٽڪل سٽڪل.
**ٽُڪو:** ذ. چيرُ- وَڍُ (ڀاڪي يا تکي اوزار جو). وچڙندڙ بيماري‌ءَ کان بچاءُ لاءِ ٻانهن ۾ چير ڏيئي جسم ۾ دوا داخل ڪرڻ. ٻَني کي ڪوڏر سان ڏنل وڍ.
**ٽَڪورَ:** ث. ٽاڪور. هلڪو ڌڪ- ٺوڪر.
**ٽِڪوري:** ث. پاسن واري ٽڪنڊي رواتي.
**ٽِڪِي:** ث. ننڍي ماني. لولو. دوا جي گولي. چَڪي (صابڻ جي). ٻِڙي (چنڊ جي). پيڻ جو ڀاڀوڙو. مٺائي جو هڪ قسم. آگ (راند جي). تاس ۾ ٽن داڻن وارو پتو.
**ٽِڪيٽَ:** ث (انگ) ريل گاڏي يا بس وغيره ۾ سفر ڪرڻ جو ڪاغذ (جنهن تي رقم، تاريخ ۽ اسٽيشن جو نالو لکيل هجي). سئنيما ۾ داخلا جو ڪاغذ.
**ٽِڪيٽَ وٺائڻ:** ملازمت يا ڪم کان جواب ڏيڻ.
**ٽِڳِڙ، ٽِڳُڙِ:** ث. ڄاٻلو ٽڪنڊي ايراضي وارو هنڌ.
**ٽِڳُڙُ:** ذ. ٽن لاڳيتن پُٽن جي مٿان ڄاول ڌي‌ءَ، يا ٽن لاڳيتين ڌيئن مٿان ڄاول پُٽ.
**ٽڳَ:** ث. ٽُڪَ. پَٽ ڪوهه.
**ٽڳا:** ذ. حال ڏاڳا (فقيراڻا). سڳا ڌاڳا ۽ تعويذ ڦُلَ، پراڻا ڇنل ڪپڙا. ميرا ۽ ڦاٽل ڪپڙا.
**ٽڳا ٽوڙڻ:** لاڳاپا لاهڻ- واسطا ڇنڻ.

**ٽڳڙُ:** ذ. وڏو ٽڪو- پڳڙ.
**ٽڳڻُ:** م. ٽونگا هڻي چڳڻ. ڌاڳو ڌاڳو ڪري ڪاڻڻ. ڇهنب هڻي ڪاڻڻ (ميوي کي). بخيو ڏيڻ. ڇِٽي هڻي ڳنڍڻ (ڪپڙو).
**ٽڳو:** ذ. وٽيل سڳو. فقيرن جي ڳچيءَ ۾ پيل ڏاڳو (جنهن ۾ مٽيا مٽڪا پوتل هجن). خاص فقيرائو ڳانو. ميرو وڳو. ڇتين لڳل پراڻو ڪپڙو.
**ٽَلَ:** ث. اٽڪل روءِ ڪَٽَ يا تورَ. تخمينو، حرفت- اٽڪل. تجويز- رٿ.
**ٽُلڪَڻُ:** م. وهندڙ پاڻي ۾ ٽُڙڳڻُ- اولجڻ.
**ٽِلَڻُ:** م. ناز نخري سان هلڻ- ٽور سان هلڻ. آهستي آهستي هلڻ.
**ٽلو:** ذ. جَٽو (ماڻهن جو). وڳ (اُٺن جو)- گلو. ڌڻ (جانورن جو). انبوه. ڪاٺن جو ڍڳ. چوپائي مال جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل وڏو ٽڙو.
**ٽُلو:** ذ. دهل جي هڪ وڄت.
**ٽِلهَ:** ث. ٽن ٽڻن واري مينهن.
**ٽِلهَڙِ:** ث. ٽي ڄڻا گڏ. هڪ ٻئي پويان چاول ٽي پُٽ يا ٽي ڌيون. ٽي ڄڻا گڏ سوارَ (اُٺ، گهوڙي وغيره تي).
**ٽِلِي:** ث. ڪنجهي جي تمام ننڍي وٽي (ساز طور ترمي وڄن ياوَ ۾ ٽليون وڄن). ننڍي ٽَڙِي (چوپائي مال جي ڳچيءَ ۾ ٻڌجي).
**ٽماٽو:** ذ (انگ) ياڄيءَ طور ڪم ايندڙ اوڙ.
**ٽم ٽم:** ث (انگ) ٻن ڦيٿن واري هڪ خاص قسم جي گهوڙي گاڏي.
**ٽِم ٽِم:** ث. ڦڙو ڦڙو ٽي پاڻي ڳڙڻ جي حالت. ڏيي يا لالٽين جو ٽمڪو. تارن جي روشني.
**ٽِماڙَ:** ث. هڪ ٻئي مٿان اڏيل ٽن طبقن واري جاءِ.
**ٽِماهِي:** ث. ٽن مهينن جو عرصو- سِماهي.

**ٽِمٽارُ:** ظ. مُنهان تار پريل.
**ٽِمجَهڻِ:** ث. جهيڙو. ٻاٽيتال- مانداڻ. گهپي.
**ٽِمڪَڻُ:** م. ٽِم ٽِم ڪرڻ. ٻرڻ وسامڻ. ڏوڪڻ- چمڪڻ (تارا).
**ٽِمڪو:** ذ. لاڳيتو ٻرڻ اُجهامڻ (بتي، ڏيو). ٽِم ٽِم (تارن جي).
**ٽِمَڻُ:** م. وهڻ (ڦُڙو ڦڙو)- ڳڙڻ. نڪرڻ (پگهر). ڪِرڻ (لڙڪ).
**ٽِمورتِي:** ث. ٽن ديوتائن (برهما، شو، وشنو) جي شڪلين وارو بُت.
**ٽَنُ:** ذ (انگ) اٺاويهن مڻن تور جو ماڻ.
**ٽِنبَ:** ث. ڳوڻ کي ڳنڍڻ يا منهن بند ڪرڻ واري سنهي ڪاٺي.
**ٽُنبِجَڻُ:** م. چوپائي (ڳئون، مينهن، ٻڪري) جو ڳپ ڪيرائڻ.
**ٽُنبَڻُ، ٽُنبڻُ:** م. ڇُهنبياري شيءِ (ڪاٺي، ڪوڪو، سُئي وغيره) زور سان گهيڙائڻ. چُڀائڻ. اٽڪائڻ- مداخلت ڪرڻ. ڦاسائڻ (ڪم ۾).
**ٽَنٽو:** ذ. جهيڙو- تڪرار. مناظرو. اختلافي بحث.
**ٽِنجَڻُ:** م. سُٽ کي ٽيٽو ڪري وٽڻ. وارن جي ٽن چڳن کي ملائي چوٽي ڳُنڊڻ. ڪپڙي جي ٽن ڏرن کي ڳنڍڻ لاءِ ڪِيلَ هڻڻ.
**ٽِنڊِ:** ث. مٿي جي پيشاني وارو حصو. مٿي جو ڪاپار ۽ چوٽيءَ وارو حصو.
**ٽِنڊ تي ٽوپِي:** ث. وڏائي ٺاهه ٺوهه (ڪپڙي لٽي جي). لباس جي سُهڻائي.
**ٽُنڊُ:** ص. هٿن ۽ ٻانهُنِ کان معذور- ٽُنڊو.
**ٽِنڊِڙَڻُ:** م. لٽڪڻ- لڙڪڻ (وڻ، رسي وغيره ۾).
**ٽَنڊَسُ:** ذ. ميڙ- ڳاهٽ. گاهلو- گهَ پيهه.

تِندَڻُ، تِندِڻُ: ذ. هڪ قسم جو جيت (ڪارو ۽ يورو، ڪچين پٽين ۽ زمين ۾ ڏرڙ ناهي).

تِندِڻي: ث. هڪ قسم جو جيت (تندڻ جهڙو).

تَندَو: ذ (بلوچي. توده= ڪَلَن يا اَنَ ۽ ڌاس مان ٺهيل وڏو طنبو) بلوچ قبيلي يا ڪٽنب جي رهائش واري جوءِ. بلوچن جو اڏيل ڳوٺ.

تُندو: ص. جنهن کي هٿ نہ هجن. هٿن ويڻيل. معذور.

تَنديلُ: ذ (انگ) واهن جي مورين تي سنيال ڪندڙ سرڪاري ملازم.

تَنگَ: ث. ڪنهن بہ ساهواري جو هڪ مکيہ عضوو- جنگهہ. ٻيجان شين جو پايو.

تنگَ اٽڪائڻ: ڪنهن معامليءِ ۾ هٿ وجهڻ. دخل ڏيڻ. وچ ۾ پوڻ. دست اندازي ڪرڻ. اٽڪاءُ وجهڻ.

تنگ پکيڙ ڪرڻ: تعلقات وڌائڻ. ڪم يا ڪاروبار وڌائڻ. گهڻا ڪم هٿ ۾ ڪڻڻ.

تنگ ڪڻڻ: بي همت ٿي آڻ مڃڻ. عاجز ٿيڻ.

تنگون هڻڻ: پند ڪرڻ. گهڻو هلڻ. هل هلان ڪرڻ. ڊڪ ڊوڙ ڪرڻ.

تِنگَ: ث. پاڻيءَ جهڙي پتڙي رب. پيچي. پاڻيءَ جهڙو چڊو شوروو.

تُنگُ: ذ. سوراخ. ڀِرُ. سَلُ. تُن. لوگهو. ڳُڙڪ.

تُنگ پرڻ: ڪوٽ جو پورائو ڪرڻ. نقصان پرڻ. چَٽي پرڻ.

تنگا مائي: ث. آڪڙ- سيٽ. رسامو. ڏاڍ مڙسي.

تَنگجَڻُ: م. لڙڪڻ. لٽڪڻ. ڦاهي چڙهڻ. سزا کائڻ.

تَنگَرُ: ذ. تير- ٻاڻ- ڪانُ.

تُنگَرُ: ص. سوراخدار. عيبدار. چغلخور.

تُنگَرُ: ذ. ٿلهي نوڙيءَ مان ٺهيل خرزين وانگر ڄاري (جيڪا وهٽ تي رکي سامان لڏجي). مرون کي ڦاسائڻ لاءِ مُڄ يا ڪاٻار جو دامُ. گهٽ پاڻي واري حالت ۾ نارَ جي وَهُڪ. ٽيڙو (نڪٽ).

تَنگڙي: ث. ملهہ جو هڪ داءُ. پاڪڙي جي پوئين خاني وارن رکيىن کي جهلڻ لاءِ چمڙي جو پٽو.

تنگڻُ، تَنگڻُ: م. لٽڪائڻ (نوڙي، رسي، ڏاڳي وغيره ۾). ٻڌي لڙڪائڻ. ڦاهي ڏيڻ. سزا ڏيڻ.

تَنگڻي: ث. پٽ ۾ ڪپڙن وغيره ٽنگڻ لاءِ لٽڪڻي.

تَنگوڻي: ث. چادر مان ٺهيل جهولي (ٻارڙي کي لوڏي سمهارڻ لاءِ).

تَنگوتالي، تَنگاتولي: ث. ماڻهوءَ کي ٽنگن ٻانهن کان جهلي لڙڪائڻ جو عمل.

تنوَ: ث. ٽاري- لام. پيچرو.

تِنُ: ذ. مقرر جاءِ. انجام وارو هنڌ. مقرر ٺائو. داءُ- وَجهہ. نَوَٽڻ راند جو هڪ داءُ- يَربو.

تِنُ ڳسائڻ: وجهہُ وڃائڻ- موقعو هٿان ڇڏڻ.

تِنڪُ، تِنڳُ: ص. چالاڪ- حرفتي. حرڪتي- لُچ.

تِنِ مِنِ: ث. اجايو ڳالهاءُ- بڪ بڪ. زباني تڪرار. حجت بازي.

تِنِ مِنِ لاهڻ: سيکت ڏيڻ. سزا ڏيئي سڌو ڪرڻ.

تِنِّي: ث. اَگر جي ٻُل وارو سَنڌ. اَگر جي ڏوڏي. پير جي مُرٽي واري هڏي- پيڏي.

تِنيڪَ: ث (انگ. ترنَڪ) لوهي پيتي.

توائو: ذ. تن واٽن ڦُٽڻ يا گڏجڻ وارو هنڌ.

تُوالُ: ذ (انگ) هٿ منهن اُگهڻ لاءِ پاڻي جذب ڪندڙ خاص قسم جو ڪپڙو.

توايو: ذ. ٽن ٻولين ۾ معنيٰ وارو ڪتاب.

توبو، توپيَرُ: ص. ٽبيون ڏيندڙ- غوطي خور- غواص.

**ٽوپو:** ذ. قدرتي طرح زمين مان سمنڊ پاڻي جو چشمو (جنهن مان پاڻي وهي نہ، بلڪ هڪ- ڪرو بيٺو هجي). پاڻيءَ جي ننڍڙي کڏ يا ڍبو. چشمو.

**ٽوٽِ:** ث. نقصان- گهاٽو. سُستي- ياڃ (بدن ۾). آرس. سِرُن، پٿرن يا ٻين شين جا ٽُڪرا.

**ٽُوٽُ:** ص. بي افعالو. ٽرڙو. سُست.

**ٽوٽڪائِي:** ص. علاج لاءِ ڏس پتو ڏيندڙ نيم حڪيم. ٽوٽڪو ٽيٽو ڪندڙ. ڪل يوڳ وارا نقل ٻڌائيندڙ.

**ٽوٽِڪو:** ذ. ننڍڙو ٽڪر- ٽوٽو. گهرو علاج جو نسخو. حيلو. ٽوٽڪو ٽيٽو. نصيحت واري ڳالهہ. ننڍي آکاڻي، ڪل يوڳ وارو نقل.

**ٽوٽو:** ذ. ٽُڪرو- ڀڳل حصو. ذرو- ڀورُ. ڪاٺيءَ وغيره جو ڀڳل ٽڪر. سِرَ جو اڌڙ. نقصان- ڇيهو.

**ٽوپُ، ٽوپ:** ذ. خاص قسم جي وڏي ٽوپي (جنهن سان ڪَن بہ ڍڪجي وڃن). ڪَنَ ڍانئين ڍڳهي ٽوپي. ڪپڙي يا اُنَ مان ٺهيل باراٽي ٽوپي. جِست جي هندي.

**ٽوپلو:** ذ. ڇاڇي واري ولائتي ٽوپي.

**ٽوپَڻُ، ٽوپِڻُ:** م. ٽوپو ڏيڻ. سِبڻ. ٽاڪڻ. ڳنڍڻ (جُتي، ڪپڙو وغيره).

**ٽوپو:** ذ. بخيو- سيبو. ٽانڪو.

**ٽوپو ڏيڻ:** ڳنڍڻ. ٽٽل معاملي ٺاهڻ جي رٿ ڪرڻ.

**ٽوپي:** ث. مٿي ڍڪڻ جو پوش (ڪپڙي يا ڪل مان ٺهيل). حُقي يا چلم جو ٿُل. سُلفي.

**ٽوپي لاهڻ:** بي عزتي ڪرڻ. جٺ ڪرڻ.

**ٽورَ:** ث. هلڻي- چال. آهستي هلڻ. ناز نخري واري هلڻي. گهوڙي جو پنڌ.

**ٽورَڻُ، ٽورِڻُ:** م. آهستي پنڌ ڪرائڻ. هري هري هلائڻ. ڪاهڻ. ڏورڻ.

**ٽورو:** ذ. گونهہ- ڪرفتي.

**ٽورو ٽپو:** ذ. هنگڻ مُتڻ.

**ٽورو مُنجهڻ:** ڊپ ۾ حواس خطا ٿيڻ. هراسَجڻ.

**ٽُورو:** ص. گوڏن ۽ ٺونٺين تي اونڌو (پولهہ مٿي ڪنيل هجي)- اٽو. ڪُٻ ڪڍي پاسيرو ستل. ڪُٻو (جسم). (ث. ٽُوري).

**ٽُورو ٿيڻ:** اونڌو ٿيڻ. بيماري ۾ وٺجڻ.

**ٽوڙُ:** ذ. ڀڃڻ جي حالت- ياڃ. رد. بچاءَ لاءِ حيلو. مدافعت. ڪنهن دوا جي نقصانڪار اثر ختم ڪرڻ لاءِ ٻي دوا- ترياق. جبل يا ٽڪريءَ جو مٿانهون حصو. جبل جو ڇڇي جدا ٿيل حصو- ٽوڙهو. (ص) ٽوڙيندڙ- ڀڃندڙ.

**ٽوڙَڻُ، ٽوڙِڻُ:** م. ڀڃڻ. ٽڪر ڪرڻ. ڏارڻ. ڍاهڻ. ٽاڪڻ (پهڻ). ڇنڻ (رسو، هار). ڇڏڻ (مائٽي، دوستي، تعلق). جدا ڪرڻ. ڌار ڪرڻ.

**ٽوڙهہ:** ذ. رسو. رسي مان ٺهيل ڳراهو. جبل يا ٽڪر جي ننڍي شاخ.

**ٽوڙهو:** ذ. واجهہ- رسو. ڳراهو. پازيب (ڳهہ).

**ٽوشُ:** ذ. ڊبل روٽي جو سيڪيل ٽُڪر.

ٽوڪَ: ث. چرچو. چٽر- ٺٺول.

**ٽوڪبازي:** ث. چٽرون. ٺٺوليون. چرچا گهڻا.

**ٽوڪَرَ:** ث. آهستي ڌڪ (ٽاڪڻين شيءِ کي). ٽوڪر. چرچو- ٺٺول.

**ٽوڪِرجَڻُ:** م. هلڪي ڌڪ لڳڻ سان سِيرجي پوڻ (ٽاڪڻين شيءِ).

**ٽوڪِرو:** ذ. بانس يا لٺي جي تيلين مان ٺهيل ڪارو. ڏلهو. ڇٻو.

**ٽوڪِري:** ث. ننڍڙو ڪارو. گلن يا ميوي رکڻ جي ڇٻي. ڪاغذن رکڻ يا اُڇلائڻ جي ڇٻي.

**ٽوڪَڻُ، ٽوڪِڻُ:** م. منع ڪرڻ (زبان سان).

روڪڻ- اعتراض ڪرڻ.

**ٽولُ:** ذ. شيءِ- چيز، ٻارن لاءِ رانديڪو يا مناٽي.

**ٽولاڪڻُ:** م. لوڙهڻ (پاڻيءَ ۾). رولڻ (رڻ، جهنگ ۾). ڇني ڌار ڪرڻ (ٻچن کي).

**ٽولاڪو:** ذ. ٽولجي وڃڻ. ٽٽي وڃڻ. ڏاڪڙو. رولاڪو.

**ٽولڻُ، ٽولِڻُ:** م. ٽوڙڻ- ڇنڻ، جدا ڪرڻ (ٻچن کي). ڌار ڪرڻ. رولڻ. وڇوڙڻ.

**ٽولو:** ذ. ميڙ (ماڻهن جو)- انبوهه. گروهه. جماعت، فرقو، ولر.

**ٽولهَڙُ:** ذ. ڪاري يا ڳاڙهي وڏي جُونءِ.

**ٽولِي:** ث. ٽورن ماڻهن جو مجموعو. سٿ. جماعت.

**ٽُون:** ث. زور واري ٺُوڪَ جو آواز. ريح.

**ٽونٽِي، ٽوڻِٽي:** ث. پُستي (گهوڙي جي). اِٽَ (گڏهه جي). ڪوٺري جي ٽُن. نل جي ٻنجي.

**ٽونڙُ، ٽوڻڙُ:** ذ. سُٽ يا پَٽ جي تندن مان ٺهيل ڳُل (ڪپڙي، گج، رَلي، سڳين، ٽوپي يا جُتيءَ تي ٽانڪڻ لاءِ)- ڦندڻ. جهابو.

**ٽونڪارَ، ٽوڻڪارَ:** ث. ٽوري ڪنگهه. پڙنڪ.

**ٽوٽو:** ذ. جادو- منتر. حيلو (ڏاڳي ٽيٽي جو). علاج (ٽيٽي ٺُلَ سان).

**ٽوٽو ٽيٽو:** ذ. حيلو وسيلو. سڳو ڏاڳو.

**ٽُوهَ:** ث. تلاش. سُڌسَ.

**ٽُوهُ:** ز. هڪ قسم جي ولِ ۽ ان جو ڦر.

**ٽوئِڪي:** ث. هڪ ٽوئي آن جو ٻانڌاڻ (جيڪو ٻنٽي ۾ مسجد يا درگاهه جي لاءِ ڏن طور ڪيجي).

**ٽُوٺو، ٽُٺو:** ذ. ڊڀن مان ٺهيل پڙچ (ڪنڌي، پَتر يا ڇپر طور ڪم آڻڻ لاءِ).

**ٽويو:** ذ. آن مٿڻ جو هڪ ماڻُ (انداز چار سير).

**ٽويو ٽنگڙُ:** ذ. سامان سڙو- مال اسباب.

**ٽِهه:** ث. اُڃ.

**ٽِهاڻِ:** ث. ٽن سالن ڄمار واري مينهِن.

**ٽهه ٽهه:** ث. وڏي آواز سان کِلَ ٽهڪڙو.

**ٽَهڪُ:** ذ (ع. قهقه) زور سان کِلَ. وڏي آواز سان کِلَ. ٽهه ٽهه.

**ٽَهڪائِڻُ:** م. ٻڙڪائڻ. اوٻارڻ. چاڙهڻ (کُنب).

**ٽهڪِڙو:** ذ. ڏاڍي کِلَ. لاڳيتا ٽهڪ.

**ٽهڪڙو مچائڻ:** کل مسخري ڪرڻ. ڌمچر مچائڻ.

**ٽهڪَڻُ:** م. اُٻرڻ (پاڻي، تيل، گيهه وغيره)- ٻڙڪڻ. رڌجڻ. جلڻ (اندر ۾). ٽهڪ ڏيڻ. ٽِڙڻ (گل ڦل). ٻهڪڻ (وڻ ٽِڻ).

**ٽهڪو:** ذ. اوٻارو- ٻڙڪو. جوش. اُڌمو. ٽهڪ.

**ٽَهَلَ:** ث. آهستي پنڌ (هوا خوري لاءِ). ٽورَ سان هلڻي. خدمت- چاڪري. تيمارداري.

**ٽهل ٽڪورَ:** ث، خدمت چاڪري. پرگهور (بيماري جي). تيمارداري،

**ٽهلائِڻُ:** م. آهستي آهستي پنڌ ڪرائڻ (ٻار، بيمار يا گهوڙي کي)- گهمائڻ. وندرائڻ (ٻار کي).

**ٽهلِيو:** ص. چاڪر. خدمتگار. نوڪر.

**ٽَهَڻُ:** م. ٽاهه کائڻ- ڇرڪڻ. ڊڄڻ. پري ٿيڻ. ڦِري وڃڻ (سؤدي تان). دل کڄڻ.

**ٽِهي:** ث. ڄمار- وَهِي.

**ٽِئڪس:** ذ (انگ) محصول. ناڪو.

**ٽِئنڪَ:** ث. (انگ) جنگ ۾ ڪم ايندڙ وڏي مضبوط ۽ مٿان ڍڪيل. لوهي گاڏي.

**ٽي:** ذ (سن. تر) هڪ عدد (٣).

**ٽي پتر ڏيڻ:** طلاق ڏيڻ. قطع تعلق ڪرڻ.

**ٽِي:** ث (انگ) چاءِ- چانهه.
**ٽِي پارٽي:** ث. چانهه پاڻي جي دعوت.
**ٽِياسُ:** ذ. مرڻي جو ٽيو ڏينهن- ٽيجهو.
**ٽِياڪَرُ، ٽِياڪُڙُ:** ص. ٻن ماڻهن يا ٻن ڌرين جي تڪرار ۾ نبيرو ڪندڙ- ثالث. امين. دلال.
**ٽِيانگُ:** ذ. ٽن شاخن واري ڪاٺي- ٽِسانگ.
**ٽيٽَ:** ث. نظرداري. سُنس. مخفي طرح خبرچار.
**ٽيٽَڪَ:** ث. ڪَمان دار گُليل.
**ٽِيٽمڪِڙي:** ث. جيت جو هڪ قسم. (ص) گهڻو ڳالهائيندڙ. ايري جسم وارو.
**ٽيٽَڻُ:** م. متاڇرو جاچڻ. اک مان ڪڍڻ. جاچ رکڻ. ڏسڻ- تاڙڻ.
**ٽِيٽِي:** ذ (انگ T.T) ٽڪيٽون چڪاس ڪندڙ ريلوي جو ملازم.
**ٽِيٽيهرَ:** ث. هڪ قسم جو پکي- ٽٽيهر.
**ٽيپَ:** ث. جيل جي سزا. جيل- قيد. طنبور ۾ مٿين سُر جي آلاپ واري تند.
**ٽِيپُرُ:** ص. ٽيپون ڪاٽل. عادتي ڏوهاري.
**ٽيپَ:** ث (انگ) ماپ ڪرڻ لاءِ ڪپڙي وغيره جي پٽي. فَتيلَ. پلاسٽڪ جي آواز پريل پٽي يا ڦيت.
**ٽيپو:** ذ. ڦُرو- قطرو.
**ٽيجهو:** ذ. مرڻي جو ٽيو ڏينهن (جنهن تي ختمي خيرات جي رسم ٿئي).
**ٽيچَرُ:** ذ (انگ) سکيا ڏيندڙ اُستاد. ماستر.
**ٽي دائيون:** ث. ياري جو ٽن دائن وارو داءُ (جيڪو "هار" جو داءُ آهي).
**ٽي دائيون پوڻ:** ڪوشش جو اُبتو نتيجو نڪرڻ.
**ٽِيڏُ:** ذ. ڏنگَ- ڦِڏ. وَرُ (ڪاٺيءَ ۾). اک ۾ ٽيڏائي جو عيب.

**ٽيڏاڻِ، ٽيڏائِي:** ث. ٽيڏُ.
**ٽيڏائڻُ:** م. ٽيڏائي هڻڻ. ڦڏو نظر اچڻ. ڪجهه ڏنگُ هڻڻ (ڪاٺيءَ ۾). مڙيل هڻڻ. ٽيڏائي جو عيب هڻڻ (اک ۾). ترڇائڻ.
**ٽيڏو:** ص. ڦڏو- ترڇو. مڙيل. هڪ اک جو تارو ڦريل- ٽرڙو. پاسيرو- ڏيڌو. (ث. ٽيڏي).
**ٽيرُ، ٽيرو:** ذ. ڳوهيل اٽي جو چاڻو. ڳوڙهو (مٽيءَ جو). پِتَرُ.
**ٽيڙَ:** ث. ٽيڙڻ جو عمل. پکيڙ (عضون، ڪنين، ٽارين جي). ماڪَ (ت). چُرَ ۾ ٻڌل ڪپڙي جون پيندبيون کولڻ.
**ٽيڙُ:** ذ. ڏنگَ- ٽيڏ. وَرُ.
**ٽيڙ ٽپا:** ذ. نينگ ٽپا.
**ٽيڙُو:** ذ. ٽٽي ٽٽي ڏينهن ايندڙ واري جو تپُ.
**ٽيڙ تَپُ:** ذ. سخت ٻرو. وڏي مصيبت.
**ٽيڙ پَکيڙَ:** ث. ڇڙوڇڙ ڪرڻ جي حالت. پچ ڊاهه. ڪم ۾ وڌاءُ- اجائي اينگهه.
**ٽيڙَڻُ:** م. پکيڙڻ (پر، ڪنيڙاٽيون، عضوا). کولڻ (واڇون). ڏيکارڻ (ڏند). ساهڻ (ڪَرَ لِڱَ).
**ٽيڙو:** ذ. پَرُ (پکيءَ جو)- ڪنيڙاٽي. چيلهه- ڊونگو. ٽيپو- ڦُڙو. هڪ گرانهه جيترو پَٽ جو چاڻو. (ص) ڏنگو- وريل- ڦِڏو (ث. ٽيڙي).
**ٽيڙَهِ ٽُنو:** ص. معذور. سست- ٽوٽي.
**ٽيڙُو:** ذ. هڪ مشهور نڪٽ- ٽيلهُو- ٽنگڙُ.
**ٽيڙي:** ث. آڪڙ- سيٽ. ڦُوند- وڏائي.
**ٽيشَ:** ث. آڪڙ- ڦُوند. موچارائي (ڪپڙي لٽي ۾). مزو- لذت. موج.
**ٽيشَنَ:** ث. اسٽيشن.
**ٽيڪَ:** ث. آڏ- آڏر. جهَلَ (پت، ڇت وغيره جي).

ٽوٽي- ضامن. پُٺتي. همراهي- سات. پُٺڀرائي. مدد. تائيد. ڏِي. ٻل (ڪاٺي جو).

**ٽِيڪا:** ث (سن) شرح- سمجهاڻي. معنيٰ.

**ٽِيڪاٽِپڻي:** ث. نڪتہ چيني. تنقيد ۽ تبصرو.

**ٽِيڪَرَ:** هُشي. ڪوڙي شاباس. ٻڇ. پٺڀرائي.

**ٽيڪَڙُ:** ذ. اُپاءُ- حيلو. بندوبست.

**ٽِيڪَمُ:** ذ. ڪوٽائي جو هڪ اوزار- چَنجورُ.

**ٽيڪَڻُ، ٽيڪِڻُ:** مـ. ٽيڪ ڏيڻ- آڌر ڏيڻ. نمائڻ (مٿو). سِر نوائڻ. سجدو ڪرڻ، جهلڻ (چلم، حُقو، بيڙي).

**ٽِيڪَڻُ:** مـ. روئڻ (ٻار جو). دانهون ڪرڻ.

**ٽيڪو:** ذ. ٽيڪ- آڌر. مدد- پٺڀرائي- تائيد.

**ٽِيڪو:** ذ. ڪَٻُرن جو آواز. زنانو گوڙ ۽ جهيڙو.

**ٽِيڪوتاڙِي:** ث. زباني جهيڙو (زالن جو)- ٻَٽيڪو.

**ٽيگِر، ٽِيگِرِ:** ث. اجائي آڪڙ- سِيٽ- ڦُوندب. هُشِي.

**ٽِيگِرجَڻُ:** مـ. ڦُوندبجڻ- آڪڙجڻ. هُشِي تي سيٽجڻ. چُرچ تي ميرجڻ.

**ٽيلارو:** ذ. آهستي آهستي پنڌ ڪرڻ جو هڪ نمونو (سير ڪرڻ لاءِ)- پسار.

**ٽيلارا ڏيڻ:** ناز نخري سان هلڻ. هر هر اچڻ وڃڻ.

پسار ڪرڻ.

**ٽِيلو:** ذ. مٿانهين جاءِ. مٿانهين هنڌ جي چوٽي. تخت. وڏائي. شان مان. دٻدٻو.

**ٽيلهِ:** ث. ٽن ماڻهن جو جوڙ. ٽن ڄڻن جي وهٽ تي گڏيل سواري. ٻنيءَ کي ٽيو هر.

**ٽيليفونُ:** ذ (انگ) تار تند رستي ڳالهائڻ جو اوزار.

**ٽِيمَ:** ث (انگ) ڪنهن ڪمَ ۾ گڏجي حصو وٺندڙ ماڻهن جي ٽولي- ٻاري. رانديگرن جي ٽولي.

**ٽِيهُ:** ذ (انگ) هڪ قسم جو ڏاتو (جنهن مان عام طرح دٻا ٺهن). ٽين مان ٺهيل دٻو.

**ٽِيه ٽِيه:** ث. طوطي جو لاڳيتو آواز. ٻڪ ٻڪ. اجائي حجت. زباني تڪرار.

**ٽِيٽو:** ص. ٽي پيرا وڌيڪ. (ث. ٽيٽي).

**ٽِيوَ:** ث. ريت- پَرِ. روش. سُياءُ. عادت.

**ٽِيوبُ ويلُ:** ذ (انگ). اهو کوهہ جنهن مان مشين جي وسيلي پاڻي ڇڪي ڪڍجي.

**ٽِيهَ:** ص. ٽن ڏهاڪن وارو عدد (٣٠).

**ٽِيهَ ئي پڙهڻ:** سڄو قرآن شريف پڙهڻ. سڀ علم حاصل ڪرڻ.

**ٽِيهو:** ص. ٽيهن ڏينهن وارو (مهينو).

# ٺ

**ٺ:** ث. اُچار "ٺي". سنڌي "الف- بي" جو اٺون اکر.

**ٺا:** ذ. ٺڪاءُ جو زوردار آواز. ڪِرڻ يا ٽڪرجڻ جو آواز. ٺٺاڪي يا بندوق جو آواز.

**ٺاٺُ:** ذ. بيهڪ (مضبوطي سان). اڏاوت. شان شوڪت. مال اسباب. ڏيکاءُ. راڳ ۾ سُرن جي بيهڪ، سٽاءُ ۽ مجموعو (جملي راڳ ڏهن ٺاٺن ۾ ورهايل آهن).

**ٺاٺُ باٺُ:** ذ. شان شوڪت. ڏيک ويک- ٺاهہ ٺوهہ. مال اسباب.

**ٺاٺارو:** ص. ٺامو وغيره ڌاتو ٺپي ٺانوَ ٺاهيندڙ.

**ٺاٺا ماٺا:** ذ. چرچو گهٻو- کل مسخري، خوشطبعي.

**ٺاٺا ماٺا ڪرڻ:** خوش خير عافيت ڪرڻ. اوياريون لهواريون ڳالهيون ڪرڻ.

**ٺالو:** ذ. گهر يا ڇني وغيره جي ڪاٺين سان ڪچي اڏاوت. بيل گاڏي جو ڪوڪو. ٽانگي جو حوض وارو حصو. (ص) ٺلهو- سکڻو. پورو.

**ٺالو ٺٺائڻ:** جهڳو ناس ڪرڻ. ٺهيل ڪم ٺٺائڻ. اصل صورت بگاڙڻ.

**ٺاپَ:** ث. تاس جي پتن کي ٺاپي.

**ٺاپُرَ:** ث. ماٺ- سانت. ڇُرپر ۾ روڪ. لهرين يا برسات ۾ جَهڪاڻِ. قرار- سڪون (سُوريا بيماري ۾). امن امان.

**ٺاپَڻُ، ٺاپِڻُ:** م. ٺپي سنئون ڪرڻ. ٺپڻ- ٺپڪڻ. تاس جي پتن کي ٺپي ملائڻ- ٺاپي ڏيڻ.

**ٺاپِي:** ث. ٺپڪي. پتن کي ملائي هيٺ مٿي ڪرڻ.

**ٺارُ:** ذ. ٿڌ- سيءُ. وِلهه. ٿڌڪار (هوا ۾). طراوت.

**ٺارَڻُ، ٺارِڻُ:** م. ٿڌو ڪرڻ. پاڻي ڏيڻ (زمين کي). پُسائڻ (ڇُن). وِسائڻ- اُجهائڻ (باهه، بتي، ڏيو). ريجهائڻ (ڪاوڙيل کي). فرحت ڏيڻ.

**ٺاري ڪاٽڻ:** سوچي سمجهي قدم کڻڻ.

**ٺاشا ماشا:** ذ. کِل ڀوڳ- چرچو گهبو.

**ٺاڪُرُ:** ذ. ديوتا. راجا. گُرو ۽ زميندار لاءِ عزت وارو لقب.

**ٺالِهجَڻُ:** م. ٺري پوڻ (ٿڌ ۾). ٿڌ ۾ سُڪي پوڻ (جسم).

**ٺالهو:** ذ. چوپاين جو ٿڻ. ماڻهن جو ٽولو. ڪُڪڙَ (پير ٻڌي لٽ ۾ وجهي لڙڪائي کنيل).

**ٺالهي بَڌا:** ظ. تمام گهڻا (رپيا).

**ٺامُ:** ذ. جاءِ- هنڌ- ٺڪاڻو. ڇُپ. آرام. صبر.

**ٺام ٺِڪاڻو:** ذ. گهر گهاٽ. ماڳ مڪان. پار پتو.

**ٺاڻو:** ذ. پورو ٺاڻ- ڍانڍو. (ص) ٺلهو- خالي (ٺاڻ وغيره).

**ٺاڻُ:** ذ. ٺڪاڻو- ماڳ. گهوڙن جو ڪُڙهه. قرار.

**ٺاهُ:** ذ. ڳانڍاپو- ميلاپ. پرچاءُ. صلح. سلوڪ. ٻَڌي. صلاح- رٿ.

**ٺاهَ ٺُوهَ، ٺاهَ جوڙَ:** ث. بندوبست. انتظام. جوڙجڪ. اڏاوت، ڇنڊڦوڪ. آرائش- سينگار.

**ٺاهَپَ:** ث. اڏاوت- بناوت.

**ٺاهِڻُ:** مَ. بڻائڻ- جوڙڻ. تيار ڪرڻ. اڏڻ (جاءِ وغيره)- تعمير ڪرڻ. ايجاد ڪرڻ. گهَڙڻ (بهانو). سڌارڻ- درست ڪرڻ. متفق ڪرڻ. رڌڻ (طعام).

**ٺاهُوڪو:** ص. جڳائتو- لائق. سهڻي بناوت وارو. ملوڪ- حسين. وڻندڙ. (ث. ٺاهُوڪي).

**ٺَٽِ، ٺَٽِي:** ث. ڦاٽ يا درياءَ جي ڪپ وارو ڀُونڙو (جتي مڇيءَ جي ميان ۽ پٽڻ هجي).

**ٺَٽُ:** ذ. ماڻهن جو ميڙ- انبوهه. ڌمڌمو- ڌام ڌوم. آرائش- سينگار.

**ٺَٽُ ٺانگرُ:** ذ. مان شان. رعب تاب. ڏيک ويک.

**ٺِٺِ:** ث. ٺٺول- مسخري.

**ٺِٺِ مسخري:** ث. ٺٺول بازي. چرچو گهبو. کل مسخري.

**ٺَٺِرِي، ٺِٺري:** ث. ٺٺول بازي. کل ڀوڳ.

**ٺُٺُ مُٺُ:** ص. چُپ- خاموش. موڳو- وائڙو. جنهن ماڻهو مان ڪنهن لاڀ يا وسيلي جي اُميد نه هجي.

**ٺَٺو:** ذ. ٺٺول.

**ٺٺولِ، ٺٺولِي:** ث. چٽر- ٽوڪ- طنز. عيب جوئي. کل مسخري. چرچو گهبو.

**ٺِيو:** ذ. هٿن پيرن جي آڱرين مان پاسي واري ننڍي ٺلهي آڱر- آڱوٺو.

**ٽُنيو ڏيڪارڻ:** ڪجھ بہ نہ ڏيڻ. انڪار ڪرڻ.

**ٽَپُ:** ذ. گھاءُ- زخم. ٻَند (ڳجھارت جو).

**ٽَپَ لڙڻ:** ٽَٽ ڇُٽڻ. گھاءُ ميٽجڻ. دل ٽرڻ.

**ٽُپُ، ٽِپُ:** ظ. ٻِنھہ- بلڪل. اُمالڪ- جھٽ پٽ.

**ٽَپائڻُ:** م. مُڏي اوزار (ڪوڏر، رنبي وغيره) کي لوھار کان ٽپائي تکو ڪرائڻ.

**ٽَپِرَڻُ:** م. پُٺيءَ تي آهستگي سان هٿ هڻڻ (شاباس ڏيڻ يا هُشي ڏيڻ لاءِ). ٿپڻ- ٻار کي سمهارڻ لاءِ پُٺيءَ تي ٿپ ٿپ ڪرڻ.

**ٽَپَڻُ، ٽَپِڻُ:** م. ڌاتوءَ کي مترڪي سان ڌڪ هڻي سڌو ڪرڻ ۽ وڌائڻ. مِٽي يا پنجھو کي ڪوڏر سان ٽپي وهارڻ- سندرڻ. مٽيءَ مان ٽهيل ٽانءَ کي ٽپٽيءَ سان ڪُٽي لسو ڪرڻ. ٽپو هڻڻ. بند ڪرڻ (ڪتاب). ٽاس جي پٽن کي ٿاپي ڏيڻ، ٽپرڻ (پُٺي).

**ٽَپِٽي:** ث. ڪنيارڪي ڪم جي پٽي (ٿانون کي گھڙڻ لاءِ)- ٿرهي.

**ٽَپو:** ذ. ڌاتو ، ڪاٺ يا رٻڙ تي اُڀريل اکرن يا نشانن وارو ڇاپو- مُهر. پورُ. ڇِٽُ. نشان. اَن جي راهہ ٽپڻ لاءِ ڪاٺ جِي مُهر.

**ٽپو هڻڻ:** مُهر هڻڻ. ٽورو ڪرڻ. وڙ ڪرڻ.

**ٽَرَڻُ:** م. ٿڌو ٿيڻ (پاڻي وغيره). سرد ٿيڻ (موسم، هوا). پچڻ (رات). جھڪو ٿيڻ (جوش، جھيڙو). بيجان ٿيڻ (بُت). خوش ٿيڻ (دل).

**ٽَڙِ ٽَڙِ:** ث. ٽڪ ٽڪ. ٿانون وغيره ٺهڪڻ جو آواز.

**ٽُڙڪائِڻُ:** مَ. ڪڙڪائڻ (دروازو).

**ٽُڙِڪاٺو:** ظ. جھڙو تھڙو- رواجي. هالُو چالُو.

**ٽِڙڪَ ٽَڳي:** ث. اٽڪل سٽڪل، حرفت بازي.

**ٽَڙِڪَڻُ:** م. ڪن شين جي لاڳيتي ٽڪرجڻ جو آواز ٿيڻ.

**ٽَڙڪو:** ذ. شين ٽڪرجڻ جو آواز. هلڪو ٽڪاءُ.

**ٽَڙڪو ٽُڙُڪو:** ذ. ڪُڙڪو ٺهڪو- گوڙشور. دڙڪو دهمان.

**ٽُڙڪُو:** ظ. جھڙو تهڙو- رواجي- عام. خسيس- ٽوري ملهہ وارو.

**ٽِڙُهہ:** ذ. ڳُڙ جو ڪِنو ٽيل پاڻي (جيڪو شراب ٺاهڻ ۾ ڪم اچي).

**ٽُسَڻُ:** م. زور سان وجھڻ. ڏٽڻ. زور ڏيئي پرڻ (ٻجڪو، ڳوڻ وغيره).

**ٽَڪِ:** ظ. يڪدم موجود. ٺهہ پهہ اُتي جو اُتي. پوري هنڌ تي.

**ٽُڪَ:** ث. لاڳ- ٻنڌاڻ. هميشه جي عادت- هير. روزانو دستور.

**ٽُڪَ ٻڌڻ:** هميشه لاءِ مقرر ڪرڻ (عادت، ڏن وغيره). ڪوبہ عمل لازمي ڪري ڇڏڻ.

**ٽَڪا ٽُوڪِي:** ث. ٽڪائن جو لاڳيتو آواز. بندوقن جا فَيرَ.

**ٽَڪاڻِ:** ث. لوهي ٽالي جنهن ۾ بارود وجھي ٽڪاءُ ڪڍجي (پوک مان پکين هڪلڻ لاءِ). چوپائي مال جي هڪ بيماري.

**ٽِڪالو:** ذ. گھر جي جاءِ. آستان. مقرر ماڳ.

**ٽِڪالي لڳڻ:** منزل تي رسڻ. هٽيڪو ٿيڻ.

**ٽَڪاءُ:** ذ. ڪنهن شي پچڻ جو آواز. ڳري جسم ڪِرڻ جو آواز- ڌڪاءُ. وڏو آواز (بندوق، بم وغيره جو). ڪوڙي ڳالهہ. ٻٽاڪ.

**ٽَڪِ ٽَڪِ:** ث. ٽڪائن جو لاڳيتو آواز.

**ٽَڪُرُ:** ذ (سن) جل ديوتا جي پوڄارين جو ٻاٽو. سردار. ٺاڪُر.

**ٽِڪَرُ:** ذ. مٽيءَ جو پڪل ٿانءُ. ٽڪر جي ڀڳل ٿانءَ جو

ٽُڪر. ٽانءُ. (ص) سُڪل- ٺوٺ.

**لِڪَرُ پَٽَڻُ:** بهتان لڳڻ- الزام مڙهجڻ.

**لِڪَر لوبَرُ:** ذ. ٽانءَ ٽپو- سامان سڙو.

**لِڪرائو، لِڪراٽو:** ذ. لِڪرن جا پڳل ٽڪرا- ٺڪريون. ڪنهن قديم بستيءَ وارو ماڳ جتي ٺڪريون گهڻيون پکڙيل هجن.

**لِڪِري:** ث. ٺڪر جي ٽانءَ جو پڳل ٽُڪر.

**ٺَڳُ:** ذ. ٺڳي ڪندڙ- دولابي- فريبي.

**ٺِڳَ:** ث. سِيٺ- آڪڙ. مغروري. وڏائي.

**ٺڳارَڻُ:** م. ٺڳڻ. ڌتارڻ. ڏاڏرائڻ (ٻارَ کي).

**ٺَڳَڻُ:** م. ٺڳي ڪرڻ. چالاڪيءَ سان ڦُرڻ. ڏاڏرائڻ. دغا ڪرڻ.

**ٺَڳِي:** ث. دغا- فريب- دوکو. دلبو. ڪپَٽ (وهنوار ۾).

**ٺُلُ، ٺُلهه:** ذ (ف. ٺُل) منارو. بُرج (قلعي جو). قلعي جي اندر يا مکيہ دروازي تي چوڪيءَ لاءِ ٺهيل منارو.

**ٺَلهه:** ث. سکڻائي. ساريال پوک ۾ خالي سنگَ. گڏ رکيل گهٽا دِلا.

**ٺَلهو:** ص. خالي- سکڻو- پالهو. ڪٺل- سچو. هٿين خالي. (ظ) هروڀرو- خواهہ مخواهہ (ث. ٺَلهِي).

**ٺلها لِڪرَ:** ذ. سُڃائي - پينگ.

**ٺُمرِي:** ث. ڳائڻ جو هڪ انداز.

**ٺُمريون ٻُڌائڻ:** سِڌيون ٻڌائڻ. ڪُتا جواب ڏيڻ، ڪوڙ هڻڻ. ٺڳڻ لاءِ ٻناڪون هڻڻ.

**ٺُمڙيو:** ذ. ٽامي جو پئسو. ڏوڪڙ (جيڪو فقير ٺُنگ ڪري ڳچيءَ ۾ ٻڌن).

**ٺَنيجَڻُ، ٺِنيجَڻُ:** م. ٿڌ جي اثر ۾ سُڪي وڃڻ (جسم).

**ٺِنِي:** ث. ماٺ- چُپ. چپ هٺي لِڪي ويهڻ جي حالت- جُڪَ.

**ٺُنڊُ:** ص. تمام جهونو ۽ سکل (وڻ).

**ٺَنڊائِي:** ث. ٿڌاڻ (پاڻيٺ). ٺاڌل. ڪابہ گهوٽيل شيءِ جنهن جي پيئڻ سان جسم ۾ ٿڌاڻ محسوس ٿئي.

**ٺَنگورجَڻُ:** م. ٺونگن سان سِيرجَڻُ (آنا).

**ٺوبَرُ:** ذ. ٺِڪر جو پراڻو ٽانءُ. پڳل ٽانءُ.

**ٺوٺِ، ٺوٺُ:** ص. سُڪل- خشڪ. سُڪِي سخت ٿيل.

**ٺوٺا:** ذ. ڪانا (گاهہ جا). مال جا چباڙيل ڪانا. اولڙ گاهہ. سُڪل ڪانا. مانيءَ جا سکل ٽُڪرَ.

**ٺوٺا چبائڻ:** سيکت ڏيڻ. دربدر ڪرڻ.

**ٺولو:** ذ. ڪانو. سکل ڪانو (گاهہ جو). سکل ڪانيءَ جو ٽوٽو.

**ٺورُ:** ذ. هنڌ- ماڳ.

**ٺورُ ٺڪاڻو:** ذ. ٺام ٺڪاڻو. گهرگهاٽ.

**ٺورِي:** ذ. شڪاري قوم.

**ٺوڙِهہ:** ث. ڪوڙيل مٿو- گنج- روڏ. مٿو- سِرُ (ماڻهوءَ جو).

**ٺوڙهہ ڪُٽڻ:** سزا ڏيڻ. جُٺ ڪرڻ.

**ٺوڙهو:** ص. گنجو- روڏو (ث. ٺوڙهي).

**ٺوڙِهي:** ث. ڪٽڪ جو هڪ قسم. سِڱن کان سواءِ (مينهن، ڍڳي، وغيره) - موڏِي.

**ٺوڙهيون ملڻ:** جواب ملڻ (قرض کان). ٺلها دلاسا ملڻ.

**ٺوڪَ:** ث. زور سان ڌڪ (مترڪي وغيره سان). ڌڪ- ضرب. دباءُ. سيکت.

**ٺوڪَرَ:** ث. ڌڪ- چوٽ. ٺابو.

**ٺوڪرون کائڻ:** ڌڪا کائڻ- ٺاٻا کائڻ. دربدر ٿيڻ.

**ٺوڪَڻُ، ٺوڪِڻُ:** م. ڌڪ هٺي اندر وجهڻ (ڪِلي،

ڪوڪو وغيره). کوڙڻ (زمين يا پٽ ۾). سَلُ ۾ وهارڻ
(ڪاٺي). ڏڪ هڻڻ (موچڙي، لڪڻ وغيره جو). چَٽِ
ڏيڻ (مُنهن تي)- ٺهڪائڻ.

**ٺوڳرو؛** ذ. چنل يا پراڻو پادر- ڪَلتَڙ.

**ٺوڳِي؛** ص. نڳيندڙ- نڳ. دولابي.

**ٺُولهو؛** ذ. ٺڪر جو ٺانءُ. جمن. خيرات وٺڻ لاءِ ٺانءُ.
(ث. ٺولهي).

**ٺُولهو ٺِڪرُ؛** ذ. ٺانءُ ٺپو- ٺڪر.ٺوہر. سامان سڙو
(گهر جو).

**ٺُونٺِ؛** ث. ڏؤنري ۽ ٻُڪيءَ جي وچ وارو سَنڌُ-
اِرڪَ.

**ٺُونٺيون ٺوڪڻ؛** اجائي ڪوشش ڪرڻ. اجايو
هيڏانهن هوڏانهن هلڻ.

**ٺُونٺو؛** ص. هٿ وڍيل ۽ سُڪي ويل. ٺونٺ وٽان ٻانهن
وڍيل يا سُڪي ويل. پيدائشي بنان هٿن ۽ ٻانهن جي
(ماڻهو). (ث. ٺونٺي).

**ٺؤنشو؛** ذ. بند ٿيل مُڪَ جو سڌو ڏڪ. هلڪو ڏڪ-
ٺورو ٺيلهو.

**ٺُونگارڻُ؛** م. ٺونگا هڻڻ. ٺونگا هڻي خراب ڪرڻ.
چڳڻ.

**ٺُونگڙو؛** ذ. زالن جي اصطلاح ۾ مٽي مان جُڻِ ڪڍائڻ
جو عمل.

**ٺُونگڻُ؛** م. ٺونگا هڻڻ. ٺونگا هڻي خراب ڪرڻ
(ميوو). ٺونگا هڻي پچڻ (آنا). چهنب سان ڪائڻ- چڳڻ.

**ٺُونگو؛** ذ. پکيءَ جو چهنب سان هنيل ڏڪ. آڱر ۽
آڱوٺي جي ٺُنهَنِ سان هلڪو ڏڪ.

**ٺَهه ٺپ؛** ظ. ٺهه پهه.

**ٺَهه پَهه؛** ظ. جهٽ پٽ- فورا. اُتي جو اُتي.

**ٺَهِر؛** ث. قرار- ٽِڪاءُ. ڌيرج- تحمل. آهستگي. صبر-
سانت.

**ٺهرائي؛** ث. ٺهرائڻ جي اُجرت. جوڙائي. گهڙائي (ڳهن
جي). سِبائي (ڪپڙن جي).

**ٺهراءُ؛** ذ. ٻيهڪ. تجويز- رٿ. قصد- ارادو. صلح-
پرچاءُ. رٿ- قرارداد.

**ٺهرائڻُ؛** م. جوڙائڻ- تيار ڪرائڻ. اڏائڻ (جاءِ).
گهَڙائڻ (ڳهه). سِبائڻ (ڪپڙا).

**ٺهرڻُ؛** م. ٻيهڻ. ترسڻ. صبر ڪرڻ. ساهي کڻڻ. ماٺ
ڪرڻ. ماٺار ٿيڻ (پاڻي).

**ٺهڪِڙ؛** ث. نار يا هُرلي جي هڪ ڪاٺي (جيڪا
ڏينگي کي اُبتي ڦرڻ کان روڪي).

**ٺهڪڻُ؛** م. ٺڪرڻ- لڳڻ (ڪي شيون پاڻ ۾). آواز
سان ٺڪرجڻ. پچڻ- ڦٻڻ (ڪاٺي وغيره سَل يا چُوڙ
۾). هڪ جهڙائي ۾ پيٺ ڪائڻ (شيون)- پيچ ڪائڻ.

**ٺهندو؛** ظ. جڳائيندو- موزون. وٺندڙ. شاناٺتو.

**ٺهندِي؛** ث. رِهائيندِي (شرع موجب). (ث) ٺاهہ.
ٺهيل ڪم. موزون عمل.

**ٺهڻُ؛** م. جُڙڻ- بنجَڻ. وجود ۾ اچڻ. بنياد کان تيار
ٿيڻ (جاءِ). اڏجڻ. قائم ٿيڻ (جماعت، ادارو). مڪمل
ٿيڻ- راس ٿيڻ. درست ٿيڻ. موزون لڳڻ- سُهائڻ. ڪُپ
ٿيڻ. جڳائڻ. سيبائڻ- وٺڻ (دل کي). سُونهڻ (ڪپڙو،
ڳهه). صحت مند ٿيڻ.

**ٺهيل ٺُڪيل، ٺهيل جُڙيل؛** ص. تيار- مڪمل. هار
سينگار ڪيل. بنا محنت جي مليل. (ظ) هَڪِي
ٺَڪِي- موجود.

**ٺهو؛** ذ. ڪاٺيءَ ۾ ڪوڏر جي چٺن پنجن لپن جيتري
ڪڍيل مٽي.

**ٺِيڪُ؛** ص. صحيح- درست- برابر. بجا- موزون.
جوڳو- سُهائيندو. ڪُپ- پُورو ٺهڪيل.

**نيڪِري:** ص. نڪر جا ٿانوَ وڪڻندڙ (ذ) هڪ ذات جو نالو.

**نيڪو:** ذ. پڪواز، ڏُڪڙ وغيره جي تار ۾ گت جي پَڪائي جو انگ.

**نِيڪو:** ذ. ٺول جو ڪم. مقاطعو- ٺولَ. اِجارو.

**نِيڪو ڪڻڻ:** ٺولي ڪڻڻ (ڪو ڪم مقرر اجرت ۽ مقرر وقت ۾ پوري ڪرڻ جي شرط سان). ذميداري کڻڻ.

**نِيڪيدارُ:** ص. ٺولَ جو ڪم ڪندڙ. مقاطعدار. اِجاريدار.

**ٺيلهَڻُ:** م. ٺيلهو ڏيڻ. ڌِڪڻ. ڌِڪي اڳتي ڪرڻ. هٽائڻ. پري ڪرڻ. سيرَڻ- ريڙهڻ. لوڏڻ.

**ٺيلهو:** ذ. ٺيلهو- دَڪو. هٿ گاڏو. ريل جي پٽي تي هلندڙ ننڍڙو گاڏو (جيڪو ٻه مزور هٿن سان ڌڪي هلائين).

**ٺِينڊو:** ذ. ڪنهن ٿانءَ جي سوراخ مان وهندڙ پاڻيءَ جي لارَ. ڀڳل ٿانءَ جو سوراخ.

**ٺِينڊِي:** ث. ٿانءَ مان وهندڙ پاڻيٺ يا جسم مان وهندڙ رت جي ڌارَ- لارَ. ٿانءَ ۾ سنهون سوراخ.

**ٺينگُ:** ذ. ٽپ- ٻِڏُ. خوشي يا ناچ جو چالُ.

**ٺينگ ڏيڻ:** نچڻَ ٽپڻ (خوشيءَ مان). خوشيون ڪرڻ.

**ٺينگُو:** ص. ٺينگ ڏيندر. هڪ هنڌ سُڪ ڪري نه وِهندڙ. حرڪتي.

**ٺينگمَرِدي:** ث. اجائي آڪڙ- اجائي وڏائي. ٺلهو ضد. (طنز) بهادري- پهلواني. ڏاڍِ مڙسي.

**ٺِيهو:** ذ. مٽيءَ جي ڍِڳي. دنگ جو نشان. رازڪي ڪم جي اصطلاح ۾ فرش يا ڇت جي راڳي وقت سنوت وٺڻ لاءِ مٽيءَ وغيره جي ڍِڳي (اهڙيون وچ توڙي پاسن کان گهڻيون ڌريون ٺاهي پوءِ راڳو ڪن). وجهه- موقعو. آستان- ٺڪاڻو.

**ٺِيهو ٺاهڻ:** آستان ٺاهڻُ- ٺڪاڻو ٺاهڻ. وسيلو ٺاهڻ. رهڻ يا روزگار جو ٻلو ڪرڻ.

# ث

**ث:** ذ (ع) اچار "ثي". عربي الف- بي جو چوٿون، فارسي 'الف- بي' جو پنجون ۽ سنڌي 'الف- بي' جو ناثون اکر. ابجد موجب عدد (٥٠٠).

**ثابِتُ:** ص (ع) بيٺل- قائم- برقرار. محڪم- مضبوط. پائدار. تصديق ٿيل. درست. سچو- مڪمل. صحيح- سلامت.

**ثابت قدم:** ص. مضبوط ارادي وارو. ارادي جو پڪو.

**ثابت ڪرڻ:** ثبوت ڏيڻ. دليل سان ظاهر ڪرڻ.

**ثابتي:** ث. تصديق. شاهديءَ طور اهڃاڻ. پڪي نشاني (الزام ۽ دليل جي).

**ثابُوت:** ص. مضبوط.

**ثاقِبُ:** ص (ع) چمڪندڙ- روشن (تارو). مشهور.

**ثالِثُ:** ص (ع) ٽيو. ٽياڪُر. امين.

**ثالِثِي:** ث. امين جي مقرري. ٻن ڌرين جي وچ ۾ فيصلي جي امانت.

**ثانَوِي:** ص (ع) ٻيو نمبر. ٻئي درجي وارو.

**ثانوَي تعلِيمَ:** ث. اعليٰ تعليم کان گهٽ درجي

واري تعليم. موجوده تعليمي نظام ۾ هاءِ اسڪول جي تعليم.

**ثانيہ:** ذ (ع) سيڪنڊ. ا ىظو- ڪِن پل.

**ثَبات:** ذ (ع) قيام- بيهڪ. مضبوطي- پڪائي. پائداري.

**ثُبوت:** ذ (ثابت جو جمع) هميشگي- دوام. مضبوطي- پائداري. شاهدي- گواهي. ثابتي. سچائي جو اهڃاڻ.

**ثَروَت:** ث (ع) دولت جي گهڻائي- تونگري. اميري.

**ثَري:** ث (ع) زمين. زمين جي هيٺين تہ واري مٽي.

**ثِقہ:** ص (ع) اعتبار جوڳو- معتبر.

**ثَقيل:** ص (ع) ڳرو- وزني- باري. دير هضم (کاڌو).

**ثَمَر:** ظ (ع) پوءِ- وري. تڏهن.

**ثَمَر:** ذ (ع) ڦل- ميوو. اُپت. فائدو. حاصلات.

**ثَنا:** ث (ع) تعريف- ساراهہ واکاڻ. صفت.

**ثناخوان، ثناگر:** ض. ساراهہ ڪندڙ.

**ثَواب:** ذ (ع) بدلو- عيوض. چڱي ڪم جو اجورو. خير جو ڪم. نيڪي. الله پاڪ وٽان ملندڙ چڱي ڪم جو اَجر.

**ثواب ڪٺ:** نيڪ ڪم ڪرڻ. چڱي ڪم ڪرڻ سان اجر حاصل ڪرڻ.

**ثور:** ذ (ع) ڍڳو- ڏاند. آسماني بُرجن مان ٻيو نمبر بُرج.

# پ

**پ:** ث. سنڌي الف- بي جو ڏهون اکر ۽ فارسي الف- بي جو ٽيون اکر. ابجد موجب عدد (٢).

**پا:** ذ (ف) پير.

**پابَجولان:** ظ. پيرڪڙين سان ٻڌل- گرفتار.

**پاپياده:** ظ. پيرين پنڌ- پيادل.

**پابوسي:** ث (ف) پير چمڻ. پيرين پوڻ.

**پابَند:** ص (ف) پيرن ٻڌل. قيد. ٻڌل (ٻولَ ۾).

**پابَندي:** ث. ٻڌل رهڻ. اطاعت. روڪ- منع.

**پابوڙو:** ذ. 'پٻڻ' ول جو وڏو پن، پٻڻ جو ڦر. اڪ جو انب.

**پابوهَ:** ث. مُرڪ. سِڪ- اُڪير.

**پابوهڻ:** م. مُرڪڻ- مشڪڻ. خوشي ۽ پيار سان پيش اچڻ.

**پاتار، پاتال:** ذ (سن. پاتال) زمين جو بلڪل هيٺيون تہ. اونهي پاتي يا سمنڊ جو تَرُ. بيحد درجي جي اونهائي.

**پاتاريو:** ص. پاتار وارو- تمام اونهون (پاٽي). (ذ) تَر جو اُهو ڪوهہ جنهن جو تڙ جَر سان مليل هجي- اجهاڳ پاٽي وارو ڪوهہ. (ضد. ريجائون).

**پاتِشاه:** ذ (ف) بادشاه.

**پاتشاهي:** ث. بادشاهي. حڪومت.

**پاتَل:** ث. وڻ جا ڀ ٽي پن ڳنڍي ٺاهيل پڙچ (جنهن تي هندو ڪاڌو رکي کائين.)

**پاتِڻي:** ص. پَتڻ وارو. پتڻ اُڪارڻندڙ بيڙياتو.

**پاتاري:** ث. ويهڻ يا سمهڻ جيتري سَندريل نهيل زمين. ويهڻ يا سمهڻ جو هنڌ (جنهن تي هنڌ بسترو وڇايل هجي). وڇايل بسترو- پڪڙيل هنڌ. فقيرن جي ويهڻ جو ماڳ. آستانو. چوريءَ جو مال لڪائڻ وارو ماڳ. وڏن

چورن يا چورن کي پناهہ ڏيندڙن ۽ چوريءَ جي مال وٺندڙن جو ماڳ.

**پاٽارِيدارُ:** ص. چوريءَ جو مال وٺندڙ ۽ وڪڻندڙ. چورن کي پناه ڏيندڙ. ڀُنگ وٺي چوريءَ جو مال موٽائيندڙ.

**پاٽولِي:** ث. ٻَلِٽي يا ٻَٽِلي.

**پاٽَ، پاٽِ:** ث. ٺِڪر جي وڏي ٿالهي.

**پاٽو:** ص. ڦَٽِيندڙ. ڦَٽ سَٽ ڪندڙ. ڏٺا ڏيٺي شيء هٽ ڪندڙ.

**پاٽوڙو:** ذ. ٺِڪر يا ڪاٺ جي ننڍي پاٽَ- طَباخُ.

**پاٽولِي:** ص. پَٽُ (ريشم) جو ڪم ڪندڙ (پَٽُ وڪڻڻ، رڱڻ ۽ اوبڻ جو ڪم ڪندڙ).

**پاٽوندَرُ:** ص. ونڊيندڙ- ورهائيندڙ. سخي.

**پاٽِي:** ث. ڪاٺ جو ٿهيل اَن مَپڻ جو هڪ ماڻ (انداز هڪ سير ان جو ماپو).

**پاٽِيو:** ذ. تختو- ڦرهو.

**پاٺُ:** ذ (سن) پڙهائي- سکيا. سبق. ڌرمي ڪتاب جو دور. (ص) ڳائيندڙ. ڳائي دانُ وٺندڙ. منگتو.

**پاٺُ پوڄا:** ث. ڌرمي رسمن جي ادائگي.

**پاٺشالا:** ث. وديالیہ- اسڪول.

**پاڻَڻُ:** مر. ڌوئڻ- ڌوئي صاف ڪرڻ.

**پاڻو:** ذ. جلد بندي ۾ ڪم ايندڙ دفتري. (ص) خشڪ- ٺوٺ. سگهارو (بدن ۾)- جاڏو.

**پاپُ:** ذ (سن) گناه- ڏوه. دين ڌرم جي خلاف عمل. ظلم.

**پاپِي:** ص. گنهگار- ڏوهي. هچارو- بي قياس.

**پاپِڙو:** ذ. ڏاکڙو. جاکوڙ. ڏکيو ۽ تڪليف وارو ڪم.

**پاپِڙا پِٽَڻُ:** جفاڪشي ڪرڻ. ڏاکڙا ڏسڻ. مصيبتون سهڻ.

**پاپَڙُ:** ذ. مڱن يا ماٺهہ جي اٽي مان ٺهيل سنهي چپاتي (جيڪا ٽاندن تي سيڪي کائجي).

**پاپِڙِي:** ث. ’ڪَڻ‘ جي هيٺ لڙڪندڙ چمڙي. ٻيسڻ مان ٺهيل ۽ تيل ۾ تريل ٽُڪري.

**پاپِليِنَ:** ث (انگ) ڪپڙي جو هڪ قسم.

**پاپوشِ:** ث (ف) جُتي- پيزار.

**پاجامو:** ذ (ف. پاءِ جامہ) هيٺئين ڌڙ کي ڍڪڻ لاءِ هڪ لباس.

**پاجِي، پاڄِي:** ص (ف) نيچ- ذليل. نالائق. بيوقوف.

**پاڄارِي:** ث. پانجارِي.

**پاڄڙو:** ذ. مَلو. ڦٽن ڦُرڙين جي بيماري.

**پاڇاٽو:** ص. پويون- پڇاڙيءَ وارو. دير سان پڇي تيار ٿيل (فصل، ميوو). منڊ کان پوءِ پوکيل (فصل). مُنڊ کان پوءِ وارو (مِينهن).

**پاڇاندو:** ذ. پڇاڙي. نتيجو. ٻُڻ- پِيڙهي.

**پاڇاهُ:** ذ. پاتشاهہ- بادشاه.

**پاڇاهي:** ث. بادشاهي. حڪومت.

**پاڇو:** ذ. پاڇولو. ڇانولو (وڻ، جاءِ وغيره جو). ڍڪ- پناه. اثر (جِن ڀُوت جو).

**پاڇُولو:** ذ. پاڇو.

**پاڇويو:** ذ. پاڇو. اولڙو. ٻاجهہ- مِهر.

**پاڇِي:** ث. بچت- باقي رهت. مُوڙي. بچت وارو انگ.

**پاڇي ڪرڻ:** آئنده لاءِ ڪجهہ بچائي رکڻ (مال، مُوڙي).

**پاڇيلَ:** ث. ٻيڙيءَ جو پويون حصو (ضد. اڳيل).

**پاخانو:** ذ (ف) ڀُٽي. ڀُنواڙو. ڪاکوسُ

**پاخانو ڪرڻ:** هنگڻ- ڪاکُوس ڪرڻ.

**پاداشِ:** ث (ف) جَزا- اَجُر- بدلو. سزا.

**پاڌَرُ:** ذ. جُتيءَ جو هڪڙو پير. موچڙو- ڪَلو.

**پادري:** ذ. عيسائين ۾ مذهبي اڳواڻ.

**پاڌارَڻُ:** م. پڌرو ٿيڻ. روانو ٿيڻ.

**پاڏو:** ذ. مينهن جو نَرُ- ڪُونهون (ص) متارو. جانٺو.

**پاڏَڻُ، پاڏِڻُ:** م. چوُپائي کي ٽنگ ۾ ڏکھو رسو ٻڌي ٻنيءَ ۾ ٻڌي ڇڏڻ (جئن جانور گھڻو حصي ۾ چري سگھي). چيڪ ڇڏڻ.

**پارَ:** ذ. اهڃاڻ- وصفون. ڳُڻَ (فوتيءَ جا). فوتيءَ جون وصفون بيان ڪري روئڻ. اوسارا- پٽڻا.

**پارَ ڪڍڻ:** فوتيءَ جون وصفون بيان ڪري روئڻ- اوسارڻ.

**پارِ:** ث. ڪَسِي. نَهر.

**پارُ:** ذ. ٻيءَ پَرِ (درياء وغيره جي). پَراڙ. پاسو- طرف. نشان- اهڃاڻ. لِچڻُ- عادت. تانگھو کوهه (جنهن ۾ سيمي جو پاڻي هجي). پار (کوه) تي ٻڌل ڳوٺ (ڪوڪرو پار).

**پار پَوڻ:** لنگھڻ (ڏکئي ڪم يا بيماريءَ مان). ڪامياب ٿيڻ.

**پارُ سڃاڻڻ:** لحاظ ڪرڻ. تعلق يا واسطيداريءَ جو خيال رکي مروت ڪرڻ.

**پاراتو:** ذ. بددعا- پِٽڻو. پِٽَ- سراپ.

**پاران:** ظ. پرينءَ پَر کان. طرفان. بدران.

**پارانيو:** ذ. پيغام- سنيهو- نياپو.

**پارائڻُ:** م. پهرائڻ (وڳو)- ڍَڪائڻ (ٽوپي، پڳ، جُتي وغيره). ڪُھائڻ (پهرُو).

**پارائِي:** ث. لوهه جي ٿُلهي لٺ (ڳرين شين چورڻ، ريڙهڻ يا مٽي ڪٺڻ لاءِ)- بيرم. ڏري کوٽڻ لاءِ ڏگھي رَنبِي.

**پارَتَ:** ث. سفارش. خاص تاڪيد.

**پارٽي:** ث (انگ) جماعت. گروه. گھڻن ميمبرن جي گڏيل دعوت.

**پارپتو:** ذ. اهڃاڻ. اوصاف. سَرنامو. نام نڪائُو.

**پارچو:** ذ (ف. پارچہ) ٽُڪرو (ڪپڙي جو). وڏي اڳڙي- ڪپڙو. ريشمي ڪپڙي جو ٿانُ.

**پارڙو:** ذ. اڇو شيلاني موتي (اندر ميڻ پريل، خاص ڪري نٽ ٻولي ۾ وجهجي). ٺِڪر جو ننڍڙو ڪُنو.

**پارَسُ:** ذ. هڪ خيالي پٿر (جيڪو ڏندڪٿائن موجب لوهه سان لڳي ته لوهه سونُ ٿي پوي). (ص) ڪيميا وارو- مَٿيا وارو. فيض رسائيندڙ. ايران ملڪ جو قديم نالو- فارس.

**پارسِي:** ث. ايران جي ٻولي- فارسي. (ص) آتش پرست- گبر.

**پارسا:** ص (ف) پرهيزگار- زاهد. پاڪدامن.

**پارسائي:** ث. پرهيزگاري. پاڪدامني.

**پارسَل:** ذ (انگ) ڪاغذ وغيره ۾ بند ٿيل بنڊل (جيڪو ٽپال يا ريل ذريعي موڪلجي).

**پارڪُ:** ذ (انگ) باغ. باغيچو.

**پارکر:** ذ. سنڌ جو هڪ طبعي ڀاڱو (ضلعي ٿرپارڪر ۾).

**پارِکُ:** ذ. پارکو.

**پارِکُو:** ص. پرک ڪندڙ. کري کوٽي جو فرق معلوم ڪندڙ- پرکيندڙ. ڏاهو- آزمودگار.

**پارليامينٽ:** ث (انگ) قانون ساز اسيمبلي. چونڊيل قومي نمائندن جي جماعت.

**پارَڻُ:** م. پورو ڪرڻ (انجام، قول). عمل ڪرڻ. ادا ڪرڻ. نباهڻ. پالڻ.

**پارو:** ذ. سياري ۾ ٿڌ سبب جايل پاڻي (جيڪو برف تي وجي). ڪِنگرُ- طَسُ. شيلاني موتي. قرآن شريف

جو ٿيهون حصو. ڌاتوءَ جو هڪ قسم- سيماب. (ظ) وانگر- جيان.

**پارُوتو:** ص. گهڻي وقت جو رکيل ڪاتو (جيڪو ٺري بي سواد ٿي وڃي) (ث. پاروتي).

**پارَه:** ذ (ف) ٽڪرو. ڀاڱو- حصو. قرآن شريف جو هڪ جزُ.

**پارهيڙي:** ذ. پکين جو شڪاري- ماري. پکي ڦاسائيندڙ.

**پارِي:** ث. ڪَسِي- آڏ. ڏکي (ٽڪر جي). ڪَنِي (ڇِتَن واري). واندي- بيڪار.

**پارِسِي:** ث. پاسي بولي. ڳجهارت.

**پارِينَه:** ص (ف) پراڻو- جهونو. قديم.

**پاريهَر، پاريهَلُ:** ذ. مشهور پکي- پاريلُ.

**پاڙَ:** ث. جڙ- بيخ. نباتات جو زمين اندر پکڙندڙ حصو. بيڙهه- بنياد.

**پاڙَ پَٽَڻ:** جڙ ڪڍڻ. برباد ڪرڻ.

**پاڙُ:** ذ. عيوض- بدلو. ويرُ. اگهه- ملهه.

**پاڙَ جهاڙَ:** ث. لَٽ پَٽ- وهنوار (حساب ۾).

**پاڙَڇُ:** ذ. نار يا هرلي جي لوٽن مان پاڻي ڪِرڻ واري نيسَر.

**پاڙَڻُ:** م. برابر ڪرڻ- مَٽ ڪرڻ. ڀيٽڻ. وهنوار ڪرڻ (ليکو). چُڪائڻ (وير). وٺڻ (بدلو). پورو ڪرڻ (انجام، قول). ادا ڪرڻ (قرض).

**پاڙو:** ذ. هڪڙي ئي نسل وارن جي وسندي. ساڳي ذات وارن جي گهرن جو ويڙهو. ڳوٺ. محلو.

**پاڙو جهاڙو:** ذ. گهرن جي تلاشي. پاڙي وارن تي اجتماعي سزا (ڏنڊ وغيره).

**پاڙوسِي:** ص. پاڙيسري.

**پاڙيسِري:** ص. پاڙي جو. پاڙي ۾ ويٺل- محلي وارو.

**پاڙهه:** پڙهڻ جو طريقو. پاڙيهڙو "سو پاڙهُ ٿِي ڪو پٺو جنان پرين لڏوم" (شاهه ڪريم).

**پاڙهَڻُ، پاڙهڻُ:** م. پڙهائڻ. تعليم ڏيڻ. درس ڏيڻ. سيکاري پڪو ڪرائڻ (شاهدي وغيره).

**پاڙهو:** ص. پڙهندڙ (ٽيٽو، جهاڙ). جهاڙ رکندڙ.

**پاڙهيٽو، پاڙهيٽرو:** ص. جادو منتر پڙهندڙ. ٽوٽڪو ڪندڙ.

**پاڙِي:** ص (ف. پاجي) پيرن تي ڪِرندڙ. نيچ. ٻانهو- گولو. (ث. پاڙياڻي).

**پازيبُ:** ذ (ف) پيرن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه- ٽوڙهو- ساٽو.

**پاس:** ذ (ف) لحاظ- مروت- طرفداري.

**پاسَ:** ث (انگ) لنگهه. (ص) ڪامياب (امتحان يا آزمايش ۾).

**پاسارِي:** (ظ) پَسارِي. (ث) پاسِري.

**پاسبانُ:** ص (ف) نگهبان- محافظ.

**پاسباني:** ث. حفاظت. نگهباني.

**پاسخاطِر، پاسخاطِري:** ث (ف) حمايت. طرفداري. لحاظ.

**پاسدارِي:** ث (ف) طرفداري- حمايت.

**پاسِراڻِي:** ث. ڍڍر جي پاسي واري هڏي- پاسري.

**پاسِرِي:** ث. پاسراڻي.

**پاسَنگُ:** ذ (ف) ساهميءَ جي ڪاڻ لاهڻ لاءِ تَڪي ۾ ٻڌل وزن. ساهميءَ جي هلڪي پُڙکي ٻئي سان برابر ڪرڻ لاءِ وڌل پٿر وغيره. اُٿل ڪڍڻ لاءِ وزن. جواب.

**پاسو:** ذ. طرف- ڏِس. جسم جو هڪ حصو (ساڄو يا کابو)- پَهلوُ. ڪنارو- پَر.

**پاسا آجا ڪرڻ:** جند ڇڏائڻ. واندڪائي ڪرڻ. قرض ادا ڪري آزاد ٿيڻ.

**پاسو ڪوڙڻ:** ٿورو آرام ڪرڻ. ڍهي پوڻ. فوت ٿيڻ.

**پاسي:** ظ. طرف- ڏانهن. پري جدا- ڌار.

**پاسي پر ڪرڻ:** سخت ڏک ڪاٽڻ. وڏي نقصان هيٺ اچڻ.

**پاسياري:** ص. پاسي پر رکيل.

**پاسيرو:** ظ. هڪ طرف- هڪ پاسي. پَريرو. پاسي پر. پاسي تي. آڏو- ترڇو. نظر کان لڪل. ٻچت ۾. (ٿ. پاسيري).

**پاشا:** ذ (ترڪي) تُرڪ قوم جو هڪ لقب. سردار- امير.

**پاڪُ:** ص (ف) صاف. اُجِرو. گندگيءَ کان صاف سٿرو. ڌوتل (ڪپڙو، ٿانءُ). اَجو (گناهن کان).

**پاڪدامَنُ:** ص. گناهن کان اَجو. باعصمت. معصوم.

**پاڪيزَه:** ص (ف) پاڪ- صاف.

**پاڪِستانُ:** ذ (ف) ايشيا کنڊ جو هڪ وڏو مُلڪ "اسلامي جمهوريہ پاڪستان".

**پاڪي:** ذ. وارن ڪوڙڻ جو اوزار. حجامڪي ڪم جو خاص اوزار.

**پاڪيٽُ:** ذ (انگ) کيسو- ٻَٽُون. سگريٽن جي دَٻي. (ڏاٽڪي) پوڙهو اُٺ.

**پاکَرَ:** ٿ. سنهي لوهي زنجير مان ٺهيل پوشاڪ (جيڪا جنگ ۾ تلوار جي گهاءَ کان بچاءَ لاءِ پائجي)- زِرَهہ. مرشد کان مليل وڳو- خرقو. سروپاءِ- خلعت. پوش. پناه- امانَ.

**پاکڙو:** ذ. هڪ خاص قسم جو پيجرو (جيڪو اُٺ جي پُٺيءَ تي سواري لاءِ ڪم اچي).

**پاکِڙي:** ٿ. بيڙي.

**پاکنڊُ:** ذ. مڪرُ- دولاب. ڪَپٽُ. دغا- ڌوهہ.

**پاکو:** ذ. سُٺيءَ ۾ ڏاڳي وجهڻ وارو سوراخ.

**پاڪِي:** ٿ. ڇِدي- پَتِڙي (لسي، ڇَهڻ).

**پاڳ:** ٿ. پڳَ.

**پاڳارو:** ذ. پڳ وارو. پڳ ڌڻي. وڏيرو. سردار- اڳواڻ.

**پاڳلُ:** ص. چريو- ديوانو. سودائي- خفقاني. نادان- مورک.

**پاڳل خانو:** ذ. چرين جي اسپتال.

**پاڳو:** ذ. پايو- پائو (کٽ، ميز وغيره جو).

**پالُ:** ذ. اُسَ يا مينهن کان بچاءَ لاءِ مٿان ٽنگيل ٿلهو ڳوڻ مثل ڪپڙو. ڳوڻ، رلي يا ٻيو ڪو ٿلهو ٽپڙ (جيڪو درَ جي آڏو ٽنگجي يا چوپائي مال جي پُٺيءَ تي وجهجي). گاهه ڪک پن (جنهن ۾ ميوو پچائڻ لاءِ رکجي).

**پال وجهڻ:** ڪچو ميوو پچائڻ لاءِ گاهہ وغيره ۾ وجهي رکڻ.

**پالي:** ص. پال ۾ پڪل- پالَ جو.

**پالٽُو:** ذ. لوهہ جو هڪ قسم. پلٽيل ڌاتو (جو ڪچو ٿئي).

**پالَرَ:** ذ. وڻ جي پاسن واريون سنهيون ٽاريون.

**پالِش:** ٿ (انگ) اوجر. صفائي- ڪنهن شيءَ کي چمڪائڻ لاءِ مِڻ مليل روغن.

**پالڪَ:** ٿ. ڀاڄيءَ جو قسم- ساڳُ (هہ قسم: سنڌي ۽ ڪاچڻ يا ولائتي).

**پالڪِي:** ٿ. هاٿيءَ تي سواري ڪرڻ لاءِ ڇپر ڪٽ وانگر ڪاٺ جي اڏاوت- هودي.

**پالنا:** ٿ. پرورش. نيپاج.

**پالڻُ، پالِڻُ:** م. پالنا ڪرڻ- پرورش ڪرڻ. نپائڻ. ڌارڻ ۽ هيرائڻ (پکي، جانور).

**پالڻهارُ:** ص. هميشه لاءِ پاليندڙ ۽ روزي رسائيندڙ. خدا تعاليٰ.

**پالوٽَ:** ث. پاڻيءَ جي پلٽ. پاڻيءَ جي گهٽائي. اُٿل. ٻوڙ.

**پالهو:** ص. ٺلهو- خالي- سکڻو. (ث. پالهي)

**پالهو ڪرڻ:** ٺلهو ڪرڻ. سچو ڪرڻ. ٺري پينگيو ڪرڻ.

**پاليسي:** ث (انگ) حڪمت عملي- تدبير. انتظام جو طريقو. ڪنهن بہ قسم جو شرطيہ فند.

**پامال:** ص (ف) لتاڙيل. تباه.

**پامردي:** ث (ف) همت. مستقل مزاجي. بهادري.

**پانُ:** ذ. "تَمبُول" ول جو پن (جيڪو چُن، ڪٿو ھٿي، سوپاريون ۽ خوشبوءِ وجهي وات صفائي لاءِ کائجي). پانَ جو بيڙو. تاس جي پتن جو هڪ رنگ.

**پانجاري:** ث. پاچاري.

**پانچو:** ذ (ف. پائچہ) سٿڻ وغيره جو پير ۾ پوڻ وارو سوراخ. سارپال پوک جي ٻاري جو ناڻڪو.

**پاندُ:** ذ. پَلؤ- پلاند. دامن- جهولي. ڇيهہ- انت. ڪنارو- حد.

**پاندُ اٽڪائڻُ:** پلئہ اٽڪائڻ. وهنوار رکڻ. ماڻهي ڳنڍڻ.

**پاندا، پاندا:** ذ. ڏهائيءَ ۾ ٻيجاڙيءَ وارا ڳوُها.

**پاندُرَ:** ذ. ڪمند، جوئر، ٻاجهري وغيره جي پوچڙ وارا پَنَ- پالُرَ.

**پاندِي:** ث. ڪپهہ جي ٻوٽي مان نهيل سُٽَ جي ڊيري (جيڪا هڪڙيءَ ٺڪَ تي چڙهيل هجي). ڪپڙي جي ٽُر جا هڪڙي پاسي وارا ڌاڳا ۽ پيچڙ.

**پاندي پُوري نہ ٿيڻ:** خرچ جي پورت ٿي نہ ٿيڻ. آمدني مان خرچ جي پورائي نہ ٿيڻ.

**پانڌِي:** ص. پنڌ ويندڙ. واٽهڙو. مسافر. قاصد- نياپو آڻيندڙ. راهہَ جي پنڌ سان ملتان ويندڙ زيارتي. (ث. پانڌياڻي).

**پانڌيڙو:** ص. پانڌي.

**پانڊَپُ:** ذ. سردار- مهندار. سورهيہ.

**پانڊِي:** ص. ڪدڙن جو خذمتگار (جيڪو انهن سان گڏجي هلي ۽ ڍولڪ وڄائي).

**پانڪَ:** ث. ڳُلن جي پرت واري سوني يا ريشمي پَٽي (زنانن ڪپڙن تي ٽانڪڻ لاءِ)- گوٽو.

**پانُوَ، پانَهَ:** ص. لائق سرڪردو. پهلوان- سورهيہ.

**پانهوُڻ، پانهِين:** ظ. پنيان- پوٺتي. پنتي موٽندڙ. پنتي موٽ.

**پاڻُ:** ذ. جِند- ذات. هستي- وجود. آپو- انانيت. (ض) آءٌ- پِند- آپ.

**پاڻَ پَرو:** ص. پاڻ تي ياڙيندڙ. پنهنجن پيرن تي بيٺل.

**پاڻ پيري:** ظ. پنهنجي واري. پنهنجي فائدي وقت. پنهنجي لاءِ.

**پاڻَ پَٽُو:** ذ. خودي- آپو. هستي. هٺ.

**پاڻمُرادو:** ظ. پنهنجي مُنهن- خود خيال. پاڻهين.

**پاڻ وَتَندي:** ث. پنهنجي مرضي. خودمختياري.

**پاڻ وَهيٽو:** ظ. پنهنجي وس- خودمختار. خودخيال. آزاد. ڇڙواڳ. (ث. پاڻ وَهيٽي).

**پاڻو:** ذ. سفر ۾ پاڻي واري ماڳ تي ترسڻ. ڏاهو- منزل.

**پاڻهِي، پاڻيهِي:** ظ. پاڻ ئي. پنهنجي مرضي سان. پنهنجو پاڻ. خودبخود- پاڻمرادو.

**پاڻي:** ذ. جَرُ- آبُ- نيرُ. جوهر (اوزار تي چڙهيل پاڻي). رونق (مُنهن جي). (ص) پٽڙو- ڇڊو.

**پاڻي ڪانجهي:** ث. پاڻي ۽ رب- ڪاڏي لاءِ رب پيچَ. جهڙو تهڙو ڪاڏو.

**پاڻي ڪَڇَڻُ، ماپَڻُ:** طاقت جو اندازو لڳائڻ.

**پاڻي وِلوڙڻ،** اجائي ڪوشش ڪرڻ. بي فائدي محنت ڪرڻ (جنهن مان ڪو نتيجو نه نڪري).

**پاڻيالو،** ص. پاڻيءَ جهڙو- پاڻيءَ وانگر. پتڙو. پُسيل- آلو. گهميل. (ث. پاڻيالي).

**پاڻيالو،** ذ. پنهنجي پوک لاءِ ٻئي جي نار مان ڪنيل پاڻي جو معاوضو.

**پاڻيٺ،** ث. پاڻيءَ جهڙي شيءِ. پتڙي شيءِ. سيال مادو. آلاڻ.

**پاڻيٺُ،** ذ. پاڻيءَ وارو. آبدار (موتي). موتي.

**پاڻيهاري،** ث. پاڻي ڀريندڙ عورت (جيڪا دِلا ڪٺي کوهه يا تڙ تان ڀري اچي).

**پاوا،** ذ. ٿُوڪَ سان وڄائڻ جو هڪ ساز ('پاون' جي جوڙي ٿئي. نر ۽ مادي)- الغوزا. ٻاڪري يا ڳائي مال جون ڪُرن سميت نريون (جن مان خاص قسم جو ٻوڙ ٺهي).

**پاوَنگُ،** ص. سورهيه- پهلوان.

**پاههُ،** ذ. رس- شوروو. عرق. نيوڙي ڪڍيل سَتُ. ڳريل گوشت وغيره. (ص) تمام ڳريل- گهڻو رڌل (گوشت، طعام). ماندو- سائو (ٻڪ ۾).

**پاهَتُ،** ذ. موافقت- ٺاهه. صلاح. خيال. شاديءَ وغيره ۾ مقرر ٻنڌاڻ- پُوٺو- پهتُ.

**پاهَڙُ،** ذ. پهاڙ- جبل.

**پاهَڻُ،** ذ. پٿر (جبل جو)- پهڻ.

**پاهڻُ،** م. گر ۾ ورتل اُٺ کي علاج طور لائيءَ جي ڪار يا کٻڙن جي چار تيل ۾ ملائي مک ڏيڻ ته چمڙي صاف ٿئي.

**پاهو،** ذ. ڪوڏر يا ڪهاڙيءَ جو مٿو (جنهن ۾ ڳن وجهڻ لاءِ سوراخ هجي).

**پاهورو،** ذ. توبرو (گهوڙي جي داڻي وارو).

**پاهوڙو،** ذ. ڀاڻ وغيره ميڙڻ لاءِ ڪاٺ جي ڏگهي ڳن سان ڪوڏر. (ث. پاهوڙي).

**پاهِي،** ث. پتڙي ڇِڏي لسي.

**پاءِ،** ذ (ف. پايه) پيرُ. پايو- پيڙهه.

**پاءُ،** ذ. چوٿين پَتي. سير جو چوٿون حصو.

**پائدارُ،** ص (ف) گهڻو وقت ٽِڪَڻ ڪندڙ- جهالائو. مضبوط.

**پائدانُ،** ذ (ف) گاڏيءَ تي چڙهڻ لاءِ پير رکڻ جو ڏاڪو.

**پائرُ،** ذ. "ترَ" جي هڪ ايراضي.

**پائلي،** ث. ريٽي جي چوٿين حصي ملهه وارو سِڪو.

**پائندَه،** ص (ف) قائم. جٽادار- جهالُو.

**پائڻُ،** م. حاصل ڪرڻ. لهڻ- ليڻ. اوتڻ (پاڻي). وڌائڻ (تاڻيءَ ۾). پهرڻ- اوڍڻ (ڪپڙو، ويس). وجهڻ (ڳهه). ڪڍڻ (ليڪو). ڪُهڻ (پهرُو). ڪاڏ ڪرڻ (ڪنارو، ڪپ).

**پائو،** ذ (ف. پايه) پيرُ. پاڳو. ٽنب. ٻتيءَ ۾ ورهاست جو هڪ اسم. ڳجهارت جو ٽپ. گوشت ٽنگڻ لاءِ لوهي ڪُنڍو.

**پائوڊرُ،** ذ (انگ) سنهون پيٺل ٻُورو- سفوف. مُنهن کي هڻڻ لاءِ خوشبودار اٽو.

**پاياب،** ص (ف) پير ٻوڙ (پاڻي). تانگهو (دريا).

**پايو،** ذ (ف) پائو.

**پَبلڪ،** ث (انگ) عام ماڻهو. رعيت.

**پَبُ،** ذ. پير جو مُهڙ وارو حصو.

**پَٻُڻ، پَٻَڻِ،** ث. ڏندين تلائن ۾ ٿيندڙ هڪ ول (جنهن جي چوٽيءَ ۾ پاٻوڙو ۽ پاڙون ٻهءَ ٿين).

**پَپو،** ص. ڏندن ڀڳل- پڏو.

**پَپِي،** ث. ڇَٽ- ڏاڏر. هڪ قسم جي ٻارائي راند.

ملهہ وڙهندي پنهنجو پب سامهون ہٿي جي سندري ۾ پيچائڻ.

**پيپُون ہَڏڻ:** چٽون ہڏڻ- ريجهائڻ لاءِ ڳالهيون ہڏائڻ.

**پَتِ:** ث. اعتبار- ساک. سچائي. آبرو- مانُ. ڳُڙ يا کنڊ جي گهاٽي چاش.

**پَتِ واٺکِي ٿيڻ:** ٺڳي يا ڪوڙ ظاهر ٿيڻ.

**پِتِ، پِتُ:** ث. گرمي سبب جسم تي نڪتل داڻا- آرايون. ملو.

**پِتا:** ذ (سن. پِتر) پيءُ.

**پَتاشو:** ذ. کنڊ جي چاش مان ٺهيل ننڍڙي گول ٽِڪي. انب ۽ ڪجيءَ جو هڪ قسم.

**پَتائڻُ:** م. اُڪلائڻ (ڪم کي).

**پَترَ:** ث. سَرن، ووڻائين، پن وغيره جي تِيلين مان ٺهيل پڙڇ (جيڪو لانڍي، پونگي، جهُڳِي جي ڪنڌيءَ طور اَڏجي).

**پِترَ:** ذ (سن) هندن جي اصطلاح ۾ "ابو ڏاڏو". ابي ڏاڏي جا ارواح.

**پِترَ پڌرا ڪرڻ:** اصل نسل ظاهر ڪرڻ. پولَ پڌرا ڪرڻ.

**پِترَ رُلائڻ:** لڏپلاڻ ڪرڻ. دربدر ٿيڻ.

**پَترو:** ذ. ڪنهن ڏاتوءَ جو پڙچ. دوا جي ٽڪين جو بند ٿيل ڪاغذ. ڊبل روٽين جو پترو.

**پِتڪَ:** ث. ٿوري ذري- چِڀِي. پنڙي شيءِ جي ذري. ٽِپِک جو ذرو (جيڪو بي اختيار وهي وڃي).

**پِتڪِي:** ص. ننڍڙي.

**پِتَلُ:** ذ. ڌاتوءَ جو هڪ قسم (جيڪو جست ۽ ٽامو ملائي ناهجي).

**پُتلو:** ذ. بُت- بوتو- مجسمو. گڏو. جسم. ڌهري يا هار جي وچ ۾ سيني تي لڙڪندڙ ٽِڪڙو.

**پَتلُونَ:** ث. ولائتي پاجامو. پاجامو.

**پُتلِي:** ث. مِٽي، ڌاتو وغيره مان ٺهيل ننڍڙو بُت- مورتي. پُوري. ڪاٺ جي گُڏي (جيڪا 'پُتلين جي تماشي' ۾ ڪم اچي). سهڻي عورت. اک جي مائڪي.

**پُتليون پڙهائڻ:** برغلائڻ- پنيلائڻ. ٺڳيون سيکارڻ.

**پَتنگُ:** ذ (ف) اُڏامندڙ جيت جو هڪ قسم (جيڪو بتي، شمع، ڏِيي يا باهہ جي شعاع تي اُڏامي اچي ۽ سڙي وڃي. عام روايتي خيال تہ پتنگ باهہ تي عاشق آهي). (ص) قربان ٿيندڙ. پروانو. عاشق. سهڻو- حَسِين.

**پَتنِي:** ث (سن) عورت- زال. جوءِ.

**پَتَڻُ:** ذ. درياءَ جو گهيڙ (جتي ٻيڙيون لنگر هڻن). هڪ ڪناري کان ٻئي ڪناري تائين ڪٽي ويندڙ ٻيڙي. پتڻ اُڪارڻ جو اُجورو. مُقامي ڪي ڏنل ماني يا اَن وغيره (جيڪو لاش دفنائڻ وقت مقامي کي ڏجي).

**پَتڻُ اُڪرڻ:** پار پهچڻ. منزل تي رسڻ. مُراد پچڻ.

**پَتو:** ذ. اهڃاڻ. ڏسُ. پارَ. سرنامو- ائڊريس. پَنُ (وڻ جو). تاس جو هڪ پتو.

**پَتو پوڻ:** اهڃاڻ ملڻ. سُڌ پوڻ. تجربو ٿيڻ. سيکت اچڻ.

**پِتو:** ذ. پيٽ ۾ پِتُ ناهيندڙ ننڍڙو ٿوٿو (سيني جانورن ۾ ٿئي پر اُٺ ۾ ڪونہ ٿئي). پتائي گجر ۽ انب جي ڪوئلي جو اندريون ڳِپ. وَلِ جو ڪچو ڦرُ (ونگو، ريڙ، گدرو، ميهو، چانهين).

**پِتائي گجَرون:** ث. گجرن جو هڪ قسم (سنڌي گجرون).

**پِتي تي پوڻ:** دل تي اثر ڪرڻ (نصيحت).

**پَتوڙَڻُ، پَتوڙِڻُ:** م. ڏانڊولڻ- گينداڙڻ (ہار کي).

جهڳورڻ. ڳهلڻ. رلائي مارڻ. سخت هلاڪيءَ ۾ وجهڻ.
**پَتي:** ذ (سن) گهر وارو- مڙس.
**پَتي:** ث. ڀاڱو- حصو. وَنڊ. ورهاست ۾ آيل حصو.
**پَتيارُ:** ص. حصيدار- ڀائيوار.
**پِتي:** ث. ڳنڍ (بصر جي). ريڙي.
**پَٿُ:** ذ (سن. پنٿ) ڪڙم- ڪٽنب. راڄ- قوم. واٽ- رستو. طريقو- مَتو.
**پَٽارڻُ:** م. پکيڙي سَنوَت ۾ آڻڻ (پٽر، مٽي وغيره). وڇائڻ (هنڌ). پکيڙڻ (سامان).
**پَٽرُ:** ذ. ويهڻ لاءِ پٽريل زمين- پاٽاري. زمين تي ويهڻ لاءِ ڪک يا گاهه وڇائي ناهيل وڇائو. مرڻي جي موقعي تي هٿ فاتحہ لاءِ وڇايل تڏو وغيره. جبل جو پهڻ. قيمتي پٿر جو داڻو. ننگ- ٻڙو. (ص) نهايت سخت. ڏاڍو ڳرو.
**پَٽرائي، پَٽرڻي:** ث. ڪپڙي جي غلاف ۾ ڪپهہ وجهي ناهيل وڇائو- رضائي.
**پَٽِرَڻُ:** م. پٽارڻ.
**پَٽِرو:** ذ. (ميربحرن جو اصطلاح) رَڇ ۾ ڪاٺيون ٻڌي دريا يا ڍنڍ ۾ پکيڙي ڇڏڻ (جئن رَڇ ترندو رهي).
**پَٽِري:** ث. ننڍڙو پٽر- پَهڻي. مثاني يا گرُدي ۾ پيدا ٿيل پٽر جهڙو سخت مادو (جنهن ڪان پيشاب ۾ رڪاوٽ ٿئي).
**پَٽلي:** ث. ويهڻ جو هڪ نمونو- پَلٿي.
**پِٽون:** ذ. ذرا ذرا- پور پورَ. مڇيءَ جو هڪ قسم.
**پَٽَ:** ث. مصدر "پَٽڻُ" مان اسم. کوهہَ- کُونڊَ (وارن جي). ذري ذري گُهرَ (خرچ جي).
**پَٽَ پُورِ:** ث. هرهر کولڻ ۽ بند ڪرڻ جو عمل (در، دري، اکيون).
**پَٽَ سَٽَ:** ث. ڇڪي تاڻي پورت (خرچ جي). هِتان هُتان آڻي ڪيل پُورائي.
**پَٽ کُونڊ:** ث. پَٽڻ ۽ کُونڊڻ جي حالت- ڇِنَ پَٽَ. بي آرامي (بيماريءَ ۾).
**پَٽَ کوهہَ:** ث. پَٽَ کونڊ. لوچ پوچ. پورائي لاءِ ڀڄ ڊوڙ.
**پَٽُ:** ذ. زمين. پَڌُ. ميدان. پوٺو. غيرآباد زمين. ريشم. سونُ چانديءَ جي پَتي. ڪنهن بہ ڌاتوءَ جي پَتي. بليڊ (سيفٽيءَ جو). پَنو. ڇَني. ڪاٺ جو تختو. ڪِستو. پيالو- جام (شراب جو).
**پَٽَ پَٽيهرَ:** ذ. ريشمي ويس وڳا.
**پَٽِ پوڻ:** ظاهر ٿيڻ. پڌر پوڻ (رِٿ، راز). ترين پر ٿيڻ- ڪنگال ٿيڻ.
**پَٽَ ڪٽڻ:** ڏاڍي ڪوشش ڪرڻ. سخت پورهيو ڪرڻ.
**پِٽَ:** ث. روئڻ پٽڻ جو لاڳيتو عمل. روڄ راڙو. روئڻ سان گڏ مُنهن مٿو يا جوٽون ڪُٽڻ. بددعا- پاراتو.
**پِٽَ پوڻ:** هَڇا پوڻ. بڇڙي عادت جي هيرَ پوڻ.
**پُٽُ:** ذ (سن. پُتر) پُٽاٽو ٻار- ٻيٽو- پِسَر.
**پَٽاٽو:** ذ (انگ) هڪ قسم جو اوبڙ- آلو.
**پَٽاپَٽِي:** ص. مختلف رنگن جي پٽن وارو. رنگارنگي ليڪن وارو (ڪپڙو، ڪاغذ وغيره). گهڻن رنگن جي ڪاغذ مان ٺهيل (لغڙ).
**پَٽاڙ:** ث. ڊيگهہ- اينگهہ (ڳالهہ يا بيان ۾). ڊگهي ڳالهہ. بَڪَ.
**پَٽاندرِ:** ظ. موجب- وانگر- مطابق.
**پَٽائڻُ:** م. کولائڻ (در، اکيون). ڇِنائڻ (ميوو).
**پِٽائڻُ:** م. بيزار ڪرڻ. روڄ راڙو ڪرائڻ. رئاڙڻ.
**پَٽَ تِترُ:** ذ. "تِتر" جو هڪ قسم (تِتر کان ننڍو، ميرڙو، ڳاڙهي ڇهنب، ماڻهو کي ڏسي لکي وڃي يا

اوچتو پڙڪو ڏيئي پَٽَ سان لڳو اُڏامندو ويندو).

**پَٽَ پيرُون:** ذ. ڪاٺئل پيرون (پسارڪو وکر).

**پِٽجَڻُ:** م. بددعا ٿيڻ. پاراتو ملڻ. خوار ٿيڻ.

**پَٽڙو:** ص. چِبو- ڪِنگهو (رَس، ڏُڌ وغيره). ڪُونٽرو (يَٽ). (ث. پَٽڙي).

**پَٽَ ڪُنوارَ:** ث. هڪ قسم جو ٻُوٽو.

**پَٽڪو:** ذ. پڳڙ.

**پَٽڪو ٻَڌڻ:** چڱو مڙس ٿيڻ. اڳواڻي ڪرڻ. همت ٻڌڻ.

**پِٽڪو:** ذ. روڄ راڙو. ماتم. پِٽَ پاراتو.

**پِٽڪو سَٽڪو:** ذ. روڄ راڙو. روڄ ۽ ماتم. مُنهن مٿو پِٽڻ.

**پَٽڻُ، پَٽڻُ:** م (سن. پت) کولڻ- اُپٽڻ. ظاهر ڪرڻ. اُکيڙڻ. کڏڻ (جڙ ڪان). کوهڻ- کُونڊڻ (وار). چُنڻ (ميوو، گل).

**پِٽڻُ:** م. بددعا ڏيڻ- پِٽَ هڻڻ. پاراتو ڏيڻ. روڄ پِٽڪو ڪرڻ. ماتم ڪرڻ. ماتمداري ڪرڻ (عاشورن ۾).

**پِٽو:** ذ. پِٽَ- بددعا- پاراتو. پِٽڪو- ماتم.

**پِٽيا پِٽڻ:** ڏکيا ڏينهن ڪاٽڻ. سخت پورهيو ڪري گذران ڪرڻ.

**پَٽو:** ذ (سن. پَٽ) ڪپڙي، چمڙي يا ڌاتوءَ جي ڊگهي پٽي. چيلهه ۾ ٻڌڻ لاءِ ڪپڙي يا چمڙي جي پَٽي (سپاهي، چوڪيدار، پٽيوالو ٻڌي). پڳل هڏ تي چاڙهڻ لاءِ ڪپڙي جو پَٽو. بيل گاڏي جي چاڪ تي چڙهيل لوهي پَٽُ. چمڙي جي وڌي (وهٽ يا جانور کي ٻڌڻ لاءِ). چاندي يا سون جو هڪ ڳهه. لاپي تي ڏنل زمين جو ڪاتو. ريل جو لوهي رستو.

**پَٽول:** ث. سهڻي عورت.

**پَٽولو:** ذ. پَٽَ جو ڪپڙو. پَٽ جو چولو يا وڳو.

**پَٽهڙ:** ث. هڪ قسم جو اڳٽ (ٻہ قسم: هڪ پَٽهڙ، ٻيو جارِي وارو).

**پَٽُونٽڙو:** ذ. مِينهن وَساڙو.

**پَٽي:** ث. ڪپڙي جي رِيڙَ. ڪپڙي جي ڊگهي ٽُڪري. پسانڪ (زريءَ واري). زريءَ جي ڏوري. تختي- ڦرهي. ٿٽيءَ سان سنواريل وار. جبل ۾ سڌو گس يا جُوءِ.

**پَٽي پڙهائڻ:** ڌُتاري ڪنهن صلاح تي بيهارڻ. برغلائڻ.

**پَٽي:** ظ. هرگز- ٻِنهہ- مُور- بلڪل.

**پَٽيلُ:** ص. پَٽي وارو (زميندار). چڱو مڙس (جنهن جي زمين تي ڳوٺ ٻڌل هجي).

**پِٽيو، پِٽيَلُ:** ص. پِٽَ لڳل. نياڳو.

**پَٽيوالو:** ذ. پَٽي وارو (جنهن کي چيلهه ۾ سجائپ لاءِ پَٽو ٻڌل هجي). ننڍو سرڪاري نوڪر.

**پُٽيلو:** ذ. ڳود ورتل پُٽ. اولاد وانگر نپايل ٻار.

**پَٽيُون:** ث (واحد. پَٽي) پيرن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه.

**پَٽيهَل:** ذ. سنڌو درياءَ جو هڪ قديم ڊورو (بدين ضلعي جي اولهندين پاڱي ۾).

**پَٽَ:** ث. آڻ وياٺل ٻڪري (ائن ڏهن ميهڻ جمارَ جي)- اَيٽَ.

**پُٺِ:** ث (سن. پرشٺ) انسان يا جانور جو پُٺِن وارو حصو- پُٺي. پُشت. پٺيون حصو. اُبت (ڪپڙي جي). پيچو- ڪڍ. عاقبت- پڇاڙي. پيڙهي- نسل.

**پُٺ ڏيڻ:** منهن موڙڻ. بي تعلق ٿيڻ. پوئتي موٽڻ. پويان پير ڪرڻ.

**پُٺ وٺڻ:** پويان لڳڻ. پيروي ڪرڻ. تعاقب ڪرڻ.

**پُٺا:** ذ (هميشه جمع ۾ ڪم اچن). پُٺيءَ واريون مُشڪون- لِڱ.

**پٺارَڪَ:** ث. پٺيءَ تي ڪٽي سگهڻ جهڙي هَڙ يا پَري.
**پَٺاڻُ:** ذ. پٺاڻ قوم جو فرد- افغان.
**پَٺاڻِي:** ث. پٺاڻ عورت. سهڻي ۽ نفيس عورت.
**پُٺِيَرائِي:** ث. تائيد- حمايت. ٽيڪو (ڳالهہ ۾). طرفداري.
**پَٺَڻُ:** م. موڪلڻ- اماڻڻ. روانو ڪرڻ.
**پَٺو، پِٺو:** ص. خوشامدي. چاڙتو.
**پُٺو:** ذ. پُٺيءَ جو هڪ پاسو. رڍ، ٻڪري ۽ اُٺ جي هڪ سال جا ڪتريل وار. جُلد (ڪتاب جو).
**پُٺِي:** ث. پٺ- پشت. (ظ) پويان- پٺيان.
**پُٺيءَ لڳڻ:** پويان لڳڻ. تقليد ڪرڻ.
**پُٺِيان:** ظ. پُٺ ڏانهن- پٺ تي. پوئتان. پويان. پچاڙيءَ جو.
**پُٺيان پوڻ:** پيڇو ڪرڻ. پويان لڳي پوڻ.
**پُٺِيرو:** ظ. پٺي ڏيئي ويٺل يا بيٺل. اُبتي پيرين (هلڻ). هلي چلي يا قاعدي قانون جي برخلاف. (ث. پٺيري).
**پِپُ:** ص. گهاٽو سائو (رنگ).
**پِپرُ:** ذ. هڪ مشهور وڻ.
**پِپَنُ:** ص. چنڊ جهڙو سهڻو. مِٺڙو- پيارو.
**پِپُون:** ث. هڪ ٻُوٽي جو ٽُڙُ (جيڪو دُٽ طور ڪم اچي).
**پَپِي:** ث. ٻار کي پيار مان چُمِي.
**پَپِيتو:** ذ. ڪاٺ گدرو.
**پَپِيهو:** ذ. ڪوئل يا تاڙو پکي.
**پُڄاڻا، پُڄاڻا:** ظ. پوءِ- کان پوءِ- بعد.
**پُڄاڻِي:** ث. پچاڙي- آخر- انت. ڇيهہ- دنگ. خاتمو.
**پڄاڻي ڪرڻ:** ڇيهہ ڪرڻ. خاتمو ڪرڻ (قرآن شريف يا ڪتاب جي مطالعي جو). ڪوشش جي انتها ڪرڻ.
**پُڄائِڻُ:** م. رسائڻ- پهچائڻ. ڪٽي ڏيئي اچڻ. پُوري ڪرڻ (آس. اميد). پيٽ ڪرائڻ. حصو وٺڻ (شرط ۾).
**پُڄَتِ:** ث. پهچ- رسائي. همت- طاقت. پڄندي.
**پَڄِرَڻُ:** م. سڙڻ- ڪامڻ. ڏکڻ (آگر).
**پُڄَنْدِي:** ث. پهچ- پڄت. وس- سگهہ. اثر رسوخ- هلندي.
**پُڄَڻُ:** م. پهچڻ- رسڻ (پنڌ يا رفتار ۾). هلڻ (وِڪَ ملائي). مَٽ پوڻ- برابر ٿيڻ. پورو ٿيڻ- ختم ٿيڻ. پَرجي اچڻ (ڏينهن، مُدو، حياتي). ٽڪجڻ.
**پِڃَ:** ث. ٽُنبَ (ڪپهہ کي). سَٽ ڪُٽ. ڏاڍي مار- جَهڳورَ- جهڪور.
**پُڃُ:** ذ. (سن. پُنيہ) دانُ- خيرات.
**پِڃارو:** ذ ڪپهہ پڃِندڙ. نداف- حلاج.
**پِڃائڻ:** م. ٽُنبائڻ (ڪپهہ، اُن). پڃَ ڪڍائڻ. سيڪت ڏيارڻ.
**پَڃَرُ:** ذ (ف. پَنجر) ڇت ۾ ڪم ايندڙ هڪ ڪاٺي (ڪامُن جي وچ ۾ پکن ٽوٽن جي جهَل).
**پِڃِرو:** ذ. پکين لاءِ تِيلين يا لوهي تارُن مان ٺهيل گهر- قفس. ڪورٽ ۾ جوابدار، فريادي يا شاهد جي بيهڻ لاءِ خاص ڪٺهڙو. ڇپر لاءِ ڪاٺين جي اڏاوت. بدن جي هڏن جو بوتو.
**پِڃِرِي:** ث. پٿر يا ڪاٺ جو گهڙيل وزنائتو ٽُڪر (ورزش ۽ زور آزمائي لاءِ ٺاهيل).
**پِڃَڻِ:** ث. ڪپهہ پڃڻ جو خاص اوزار.
**پِڃَڻُ:** م. ڪپهہ کي "پِڃڻ" اوزار سان ذرا ذرا ڪري ان مان مِٽي وغيره ڪڍي نرم ۽ صاف ڪرڻ- ٽُنبَڻ. ڏاڍي مار ڪُٽَ ڪرڻ.
**پَڃُ:** ذ. زخم پڃڻ جو ساڙُ. اندر جو ساڙُ. ڪينو.
**پَچارَ:** ث (سن. پرچار) ڳالهہ- ذڪر. يادگيري- تات.

جهوري- اُٿڻ. ڇُرڻ.

**پچارَڻُ، پَچارِڻُ:** م. ڳالهہ ڪرڻ. ياد ڪرڻ. وري وري ذڪر ڪرڻ.

**پَچائڻُ:** م. سيڪڻ (باهہ يا ٽانڊن تي). تَتي، دانگي، توبي وغيره تي پچائڻ. ڪُوري يا آويءَ ۾ پچائڻ (سرون، ٺانوَ). پال وجهڻ (انب). سهسائڻ- سَهڻ. ويچارڻ (خيال، پهہ، ڳڻتيون). مشق ڪرڻ. هضم ڪرڻ (ڪاٺو).

**پَچَرُ:** ث. پَچار.

**پچِرُ:** ص. اکين ۾ پچِنُ پيل.

**پچڪاري:** ث. پاڻيٺ کي سنهي ڌارَ جي صورت ۾ زور سان اُڇليندڙ اوزار.

**پَچَڻُ:** م. باهہ يا ٽانڊن تي سيڪجڻ. تتي يا دانگيءَ تي پچڻ (ماني). سڙڻ. بٺيءَ ۾ تيار ٿيڻ (سرون، ٺانو). رسجڻ (ميوو).

**پَچَڻُ:** ذ. ساڙ- ڪاڙ. حسد.

**پچِي:** ث. اک جي ٽُنري ۾ ڳڏ ٿيل گند. نڪ ۾ جميل ميل.

**پچَ:** ث. اوباريل ڇانورن جو پاڻي- پيچي. پٽڙي رب. ڪانجي.

**پچَ پاڻي:** ذ. سادو ڪاڙو- غريباڻو ڪاڙو.

**پُڇُ:** ذ. جانورن جي ڪرنگهي واري وڌيل پڇڙي (چوپاين جي پڇ ۾ وارن جو مُڇو ٿئي)- دُمَ. پکيءَ جي پُٺِ ۾ وڌيل کنڀ.

**پُڇ ٻڌڻ:** ڏِگهو ڪرڻ (ڳالهہ کي). اجائي خوشامد ڪرڻ.

**پُڇ پوڻ:** ڏيرو ٿيڻ. هيٺو ٿيڻ. پوڙهو ۽ هيٺو ٿيڻ (وهٽ).

**پُڇا:** ث. خبر لهڻ لاءِ پڇيل سُوال. سوال جواب. سُڌ سماچار. ڏس پتي جي پروڙ. جانچ- تفتيش (ڏوهہ جي).

**پڇا ڳاڇا:** ث. معلومات لاءِ سوال جواب. خبرچار. ڏس پتو. جانچ جونچ.

**پَڇاڙَڻُ:** م. پڻن تان ورائي سَٽڻ. پويان اڇلائي ڪيرائڻ. زور سان پَٽ تي سٽڻ. ڇڙيون هڻڻ. ڏک ۾ ليڙڻ.

**پَڇاڙي:** ث. پويون حصو- پڇڙي. ڇيڙو. ڇيهہ- دنگ. آخرين حد. پڇاڻي- خاتمو. پويون وقت (عمر جو). آخرت. عاقبت. نتيجو(ڪم يا عمل جو). گهوڙي جي پوئين پير ۾ ٻڌل رسو جيڪو پوئتي ڇڪي ڪِلي سان ٻڌجي.

**پَڇاڻ:** ث. سڃاڻپ- شناس.

**پُڇائو:** ذ. پڇا ڳاڇا- دريافت. عملن بابت آخرت ۾ پڇا.

**پُڇائڻُ:** م. پڇا ڪرائڻ. ڏس پتو وٺڻ. جانچ ڪرائڻ. ڳولا ڪرائڻ.

**پُڇائُو:** ص. پڇا ڪندڙ- ڳولائو. گهورو- طلبيندڙ.

**پَڇتاءُ:** ذ. پشيماني- ندامت. شرمساري. افسوس- ارمان.

**پَڇتائڻُ:** م. پشيمان ٿيڻ. پنهنجي ڪَئي تي ڏک ڪرڻ. شرمسار ٿيڻ.

**پُڇڙِ تارو، پُڇڙُ تارو:** ذ. نظام شمسي ۾ گرهن ڪان سواءِ تاري وانگر گهمندڙ ڳُس جو جسم- چوٽيرَ تارو.

**پُڇڙي:** ث. ننڍڙو پڇ. پڇ وارو حصو (پلي مڇيءَ وغيره جو). پڇ (نانگ بلا جو). واهہ جي پڇاڙي.

**پڇڙي هڻڻ:** بچاءَ لاءِ آخرين طور هٿ پير هڻڻ. بيوسيءَ جي حالت ۾ جدوجهد ڪرڻ.

**پَڇَمُ:** ذ. (سن. پشچم) الهندو- مغرب.

**پَچَندَ:** ث. هلڪي چِپيٽ. دهل جي هڪ وجت.
**پَچندي:** ث. گهر جي صُفي ۾ چت هيٺان ٺهيل ٻي ننڍي ڇت- ڏڇتي.
**پُڇَڻُ:** م. پُڇا ڪرڻ (ڄاڻڻ سمجهڻ لاءِ). احوال وٺڻ. حال معلوم ڪرڻ (بيمار جو). خبر لهڻ. ياد ڪرڻ.
**پَچو:** ذ. پويون پاڱو (بدن جو). مقعد جو اندريون حصو.
**پَچو تائڻ:** هر هر ساڳي ڳالهه چوڻ.
**پُچي:** ث. ننڍڙو پڇ. مڇيءَ جو پڇ.
**پَخالَ:** ث. ساندارو- مَشڪ.
**پَخالِي:** ص. اجوري تي پخال سان پاڻي پرينندڙ- بهشتي.
**پُختائِي:** ث. پڪائي. مضبوطي- ڏاڍائي. خبرداري.
**پُختگِي:** ث (ف) پڪائي. مضبوطي.
**پُختو:** ص (ف. پخت) پڪو- ڏاڍو- مضبوط. سخت. جٽادار- جهالُو.سمجهو. اعتبار جوڳو. پڪو (ارادي جو). (ث. پختي).
**پَدُ:** ز (سن) پير. درجو- رتبو. منزل. بيت جي هڪ سٽ جو هڪ پاڱو. شعر جو هڪ رڪن.
**پَدارَٿَ:** ث (سن) شيءِ- وَٿ. عنصر.
**پِدَر:** ذ (ف) پيءُ- والد.
**پِدرِي:** ص. پيءُ جي- اباڻي. موروثي.
**پَدَمُ:** ذ (سن) ڪنول- نيلوفر (گل). پير جي ترِيءَ ۾ سياه جي ليڪ يا نشان. نراڙ جو گهنج. نانگ جو هڪ قسم. ڳٿپ جو ارڙهون ڏاڪو.
**پَدمَنِي:** ث (سن) ڪنول جي گل جهڙي نازڪ سهڻي عورت.
**پَدارَڻُ:** م (سن) اچڻ- پير ڌرڻ. تشريف فرما ٿيڻ. وجڻ- اُسهڻ.
**پَڌَرِ:** ث. پڌرائي- چٽائي. (ظ) ظاهر- چٽو.
**پَڌر پوڻ:** ظاهر ٿيڻ. مشهور ٿيڻ.
**پَڌَرُ:** ذ. اڱڻ- آڳنڌ.
**پَڌرائِي:** ث. چٽائي. اجائي (فيصلي يا وهنوار جي). مشهوري. اعلان.
**پَڌرو:** ظ. چٽو- ظاهر. کُليو. مشهور. ڇڙيو (پاڻي)- وهندڙ (پاڻي).
**پَڌري پَٽ:** ظ. ظاهر ظهور- کليو ڪلايو.
**پَڌرِي:** ث. سڱاوتي جي ڳالهه پڪي ٿيڻ تي مناٺي ورهائڻ جي رسم.
**پَڌائڻُ:** م. واڪائڻ- ساراهڻ. خوشامد طور اجائي تعريف ڪرڻ.
**پَڊُ:** ذ. غيرآباد زمين- پوٺو. ڦٽل شهر يا ڳوٺ واري زمين. ماڳ- جُوءِ.
**پَذِيرائِي:** ث (ف) قبوليت. سرخروئي. عزت افزائي- آجيان.
**پَرَ:** حرف (سن) ليڪن- مگر. ته ڌهن بہ.
**پَرِ:** ث. ريت- رسم. هَلِي چَلِي- دستور.
**پَر ۾:** ظ. نموني سان. لِڪَ ۾- ڳجهيءَ طرح. پنهنجي منهن.
**پَرُ:** ظ (سن) پري- ڏُور. ڏاريو- ٻاهريون- غير. (ف) گذري ويل- گذريل (سال).
**پَرگهارڻو:** ص. پرائي گهر ۾ رهندڙ. آواره.
**پَرُ:** ذ (ف) کنب- پَکُ. کنيڙائي (پکيءَ جي).
**پَرَ سوڻُ:** سنبت ڪرڻ (وجڻ جي).
**پِرُ:** ذ (سن. پريہ) پرين- پيارو.
**پُرُ:** ص (ف) پريل- ٽمٽار- لبريز.
**پُرتَڪَلفُ:** ڏاڍي بندوبست سان. وڏي ٺاهه جوڙ سان. مان شان سان (دعوت، ڪاڄ).

**پُرفضا:** رونق وارو. سرسبز. وسيع (علائقو، ميدان).
**پُرنَم:** ظ. آليون (اکيون)- پنَل (اکيون).
**پُر، پُرُ:** ذ (سن) شهر. ڪوٽ. ڳوٺ. وسنءَ. آبادي.
**پراپَتِ:** ث (سن) پهچ- رسائي. فائدو. حاصلات.
**پَر اُپڪارُ:** ذ (سن) ٻين سان ڀلائي. نيڪي. سخاوت.
**پَراچِين:** ص (سن) اوائلي- آڳاٽو. قديم- ڪُهنو.
**پَرارِٿنا:** ث (سن) دعا. هندو ڌرم ۾ بندگي- پوڄا.
**پَراڙُ:** ذ (سن. پروار) پريون پاسو. ٻيءَ پَرِ (درياءَ جي). ("اوراڙ" جو ضد).
**پراڪِرت:** ث. عام ماڻهن جي ٻولي (جيڪا سنسڪرت جي گرامر مطابق نہ هجي).
**پَراگندَه:** ص (ف) ڇڙوڇڙ- پکڙيل. پريشان. گهبرايل.
**پَرانهُون، پَراهون:** ظ. پري جو- ڏورانهون.
**پراڻُ:** ذ (سن. پرانِ) ساه- دم. پساه. حياتي. روح.
**پُراڻُ:** ص (سن) پراڻو- جهونو. اوائلي دور جو- قديم. (ذ) هندن جي ڌرم بابت ارڙهن پوتر ڪتاب. سنڌو درياءَ جو هڪ قديم وهڪرو.
**پُراڻو:** ص (سن. پُراڻِ) قديم- ڪهنو. آڳاٽو. جُهور. زبون. (ث. پُراڻي).
**پراڻو پاپي:** ص. جهونو گنهگار. زماني ۾ اُٿيل ويٺل. چالاڪ.
**پرائيمَرُ:** ذ (انگ) ابتدائي درسي ڪتاب.
**پرائڻُ:** م. حاصل ڪرڻ. وٺڻ (تعليم، سکيا). سکڻ (هنر). هنڍائڻ (آزمودو).
**پَرائو، پرايو:** ص. ٻئي جو. غيرجو. ڌاريي جو. ڌاريو- اوپرو. اجنبي. (ث. پَرائي).
**پرائِيويٽ:** ص (انگ) خانگي- ذاتي.
**پَربَتُ:** ذ (سن. پروَت) جبل- پهاڙ. (ص) تمام وڏو. تمام ڳرو.
**پَرٻَنڌُ:** ذ (سن) لاڳاپو- تعلق.
**پربُ:** ذ (سن) چنڊ جي بدلجڻ جو ڏينهن (چنڊ جي پهرين، ائين، چوڏهين ۽ پاويهين تاريخ). وڏو ڏينهن- ڏڻ. خوشيءَ جو ڏينهن.
**پرڀاتِ:** ث (سن) سج ايرڻ کان اڳ وارو وقت- پرهہ ڦٽي- وڏو صبح.
**پرڀاتي:** ث. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.
**پرڀائڻُ:** م. ريجهائڻ. وندرائڻ. سرچائڻ. ٻار کي لالچ ڏيئي ماٺ ڪرائڻ.
**پرڀُو:** ذ (سن) هندو عقيدي موجب ڌڻي تعاليٰ.
**پَرڀُون:** ث. پرانهون ملڪ- پرڏيهہ.
**پَرتُ:** ذ (سن) تَهہ- پڙ. ورق.
**پرتِ:** ث (سن) پريت- پيار. سِڪَ- اُڪيرَ.
**پَرتو، پَرتَوو:** ذ (ف) روشني. ڪِرڻو. شعاع- تجلو. چمڪو. عڪس. اولڙو. پاڇو.
**پرتو:** ذ. تماشو. هٽ ناٽ. ڪرشمو.
**پرتِمي:** ث (سن. پرٿمي) پرٿوي- ڌرتي.
**پرتوي:** ث (سن) دنيا. جڳت. ڌرتي- پُونءِ.
**پَرتُ:** ذ (سن) ڌوٻي- کَٽي.
**پَرتائڻُ:** م. هارڻ. اوتڻ. اُٿلائڻ.
**پَرتَڻُ:** م. پاڻيٺ يا ڳريل ڌاتوءَ کي ٿانءَ يا قالب ۾ اوتڻ- پلٽڻ. نائڻ. اُٿلائڻ (ٿانءَ).
**پَرپُٺِ:** ظ. ٻئي جي غيرموجودگي ۾. غائبانہ.
**پرجا:** ث (سن) نسل. قوم. عام خلق- رعيت.
**پُرجهَڻُ:** م. ڄاڻڻ- سمجهڻ. پروڙڻ. چڱيءَ طرح ذهن ۾ وهارڻ. اصل حقيقت کي سمجهڻ.
**پَرچارُ:** ذ (سن) چوڌاري پکيڙ- ڦهلاءُ (نظريي جو). اشاعت. مشهوري. تبليغ.

**پَرچارَڪُ:** ص. تبليغ ڪندڙ- مُبلغ.

**پَرچاڻي:** ث. نوٽيءَ جي وارثن سان هٿ فاتحه- عذرخواهي.

**پَرچاءُ:** ذ. صلح- ناهه. ميلاپ (رُٺلن جو).

**پَرچائڻُ:** م. سرچائڻ. پريائڻ. راضي ڪرڻ. ناهه ڪرائڻ. ماٺ ڪرائڻ (ٻار کي). ڌُتارڻ. بند ڪرڻ (دڪان).

**پَرچَمُ:** ذ (ف) جهنڊي جو ڪپڙو- بيرق. جهنڊو.

**پَرچَڻُ:** م. ٺهڻ (رُسامي کان پوءِ)- سرچڻ. ريجهڻ. راضي ٿي ناهه ڪرڻ.

**پَرچو:** ذ (ف. پارچه) ٽُڪرو- پُرزو. اخبار. هڪ ڏينهن جو خبرنامو. امتحان جو سوالنامو- پيپر.

**پَرچُوڻ، پَرچُوڻِ:** ذ (سن) ريزڪي وکر (اٽو) دال، مرچ وغيره).

**پَرچِي:** ث. ڪاغذ جو لکيل ٽڪرو. چٺي.

**پُرخاشَ:** ث (ف) جهيڙو. ڪينو- رنجش. اٻٿت.

**پَرداختَ:** ث (ف) پالنا- پرورش. سارسنڀال.

**پَردو:** ذ (ف. پرده) بچاءَ لاءِ ڪپڙي جو ڍڪ. پوش. در يا دريءَ تي ٽنگيل ڪپڙو. ڪپڙي جي اوٽ. برقعو. نقاب. پرهيز (نامحرمن کان)- حجاب.

**پَردو وجهڻ:** ڍڪ ڍڪڻ. عيب لڪائڻ. لٽَي مٽي ڪرڻ.

**پرده نشين:** ص. پردي ۾ ويٺل. پردي جي پابند (عورت).

**پَرديسُ:** ذ (سن. پرديش) ڌاريو ملڪ- پرڏيهه. ڏوراهون ملڪ- ڏيساور.

**پرديسي:** ص. پرڏيهي. ڌاريو- اجنبي.

**پَرڌانُ:** ذ (سن) سربراه.

**پُرڌو:** فعل. سمجهيو- چاتو.

**پَرڏَرُ:** ص. جنهن جو ڏهڪاءُ پري پنڌ تائين هجي. پهلوان- سورهيه.

**پَر ڏکڻا:** ث (سن) ڌرمي رسم موجب بُت جي چوڌاري طواف.

**پَرڏيهہُ:** ذ. پرديس.

**پرڏيهي:** ص. پرديسي.

**پَرڙ، پَرڙُ:** ذ. تمام وڏو پکي- پرمار. ارڙنانگ.

**پُرڙَڻُ:** م. چوري مِٽي (ڌُسڙ) ۾ زور سان وجهڻ (جئن پورجي وڃي). ڌوڙ ۾ ڦُسڻ. زور سان دسڻ (ملهه ۾).

**پُرزو:** ذ (ف) ڪاغذ جو ٽڪرو- چٺي. ٽورو حصو- ذرو. مشين جو ڪوبه جُزو.

**پُرزا ڪرڻ:** ذرا ذرا ڪرڻ- ٽُڪر ڪرڻ.

**پُرسُ:** ذ. پُرش.

**پَرسادُ، پَرشادُ:** ذ (سن) هندن ۾ ڌرمي ڏينهن تي تيار ڪرايل خاص قسم جو ڪاڌو (جيڪو مندر ۾ ڪٿا ڪان پوءِ ورهائجي).

**پُرسانِ:** ص (ف) پُڇندڙ- خبر وٺندڙ.

**پُرسانِ حال:** ڏک سک جي خبر لهندڙ. همدرد.

**پَرَستار:** ص (ف) پوڄيندڙ. عاشق.

**پَرستانُ:** ذ (ف) پَرين جو آستانو. سهڻين عورتن جو ميڙ. سهڻو نظارو.

**پُرسَتِش:** ث (ف) پوڄا. عبادت. اطاعت. محبت.

**پُرسِش:** ث (ف) پڇا. جواب طلبي. خبرگيري.

**پَرسَنُ:** ص (سن) خوش- راضي. تندرست.

**پَرسَنگُ:** ذ (سن) ٻئي سان ميلاپ جو اثر. دوستيءَ جو اثر.

**پُرشُ:** ذ (سن) آدمي- ماڻهو.

**پَرڪارَ:** ث (ف. پرگار) گهيرو ڪڍڻ لاءِ هڪ اوزار- ٻَلڪارَ.

**پرڪارَ:** ذ (سن) ڪَمر. افعال. لڇڻ- عادتون. خراب عادتون.

**پَرڪالہ:** ذ (ف) چڻنگ. ٽانڊو.

**پُرڪِڻو:** ذ. ٽلڻو- ڇُلڻو.

**پَرکَ، پَرکَ:** ث. جانچ- چڪاس. آزمايش. اصليت جي جانچ. کري کوٽي جي تميز. معيار ڪسوٽي.

**پُرکَ:** ذ. پُرش.

**پَرکا:** ث. پرک.

**پَرکُرَ:** ث. وڃايل پير جي ڳولا. وَوڙَ. تلاش. پرگهور.

**پَرگَنَہ:** ذ (سن) ڌاريو ملڪ. پرانهون ملڪ.

**پَرکَڻُ:** م. چڱيءَ طرح سان جانچڻ- چڪاسڻ. کري کوٽي جي پرک ڪرڻ. فرق لهڻ (اصل نقل ۾). سڃاڻڻ. پروڙڻ. آزمائڻ.

**پَرڳڻو:** ذ (ف. پرگنہ) ملڪ جو هڪ ڀاڱو- صوبو- علائقو.

**پَرگهٽ:** ظ (سن) ظاهر- چٽو پڌرو. مشهور.

**پَرگهورَ:** ث. ٻئي جي سارسنڀال. پالنا- پرورش. خبرگيري. ٽهل ٽڪور.

**پَرلاءَ:** ذ. پري جو ڳالهاءُ (جيڪو ڏيمو ٻڌجي ۽ سمجهہ ۾ نہ اچي). آهستي ڳالهاءُ. جهيڻو آواز. گهڻن ماڻهن جي ڳالهائڻ جي گونج. پڙاڏو- پڙلاءُ.

**پَرلوڪُ:** ذ (سن) ٻيو جهان. موت کان پوءِ وارو جهان.

**پَرلَئہ، پرلَي:** ث (سن) دنيا جو موٽي اصلوڪي حالت ۾ اچڻ. قيامت.

**پَرماتما:** ذ (سن) سڀ کان اول ۽ اعليٰ هستي. ايشور.

**پَرمارُ:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم (جيڪو ٻين پکين کان شڪار کسي کائي). (ص) ٺورُو ماڻهو. پرايو مال هڙپ ڪندڙ. ٻئي جو کٽيو کائيندڙ.

**پَرمَتِڙيو:** ص. پرائي مَتِ تي هلندڙ. بيوقوف.

**پَرمِٽ:** ث (انگ) اجازت نامو- پروانو.

**پَرميشوَر:** ذ (سن) وشنو اوتار جو هڪ صفاتي نالو.

**پَرميلُ:** ذ. بيماريءَ جو هڪ قسم.

**پَرَڻُ:** ذ (سن) واعدو- انجام. وچن.

**پَرنامُ:** ذ (سن. پَرڻام) عزت سان جهُڪي ڪيل سلام- نمسڪار.

**پَرَندو:** ذ (ف. پرنده) پکي.

**پرنسپالُ:** ذ (انگ) ڪاليج جو وڏو اُستاد. اعليٰ تعليمي درسگاه جو منتظم.

**پَرنَڻُ:** م. حوالي ڪرڻ- سئونپڻ.

**پَرَڻُ:** م. پلجڻ. نڀجڻ. تڳڻ- جيئڻ. ادا ٿيڻ (قول، وچن).

**پَرُڻُ:** ذ. اٽي يا اناج ڇاڻڻ لاءِ لوهي ڇاڻي- پَرُوڻ.

**پُرَڻُ:** م. هلڻ. ڇُرڻ.

**پَرڻائڻُ:** م. شادي ڪرائڻ.

**پَرڻجَڻُ:** م. شادي ڪرڻ- وهانءُ ٿيڻ.

**پَرڻو:** ذ. شادي- وهانءُ.

**پَرو:** ذ. ڏسُ پتو. اهڃاڻ. قطار. لانڍ. اڏامندڙ پکين جي قطار. ولر (پکين جو).

**پَرو ٻڌڻ:** لانڍ ڪري بيهڻ.

**پَروپاند:** ذ. مُنڍ ۽ ڇيڙو. ڏس پتو.

**پَرواز:** ذ (ف) اڏامڻ جي حالت- اُڏامَ.

**پَروانو:** ذ (ف. پروانہ) لکيل اجازت نامو. منظوريءَ جي سَنَدَ. هٿيار جو ليسن. اُڏامندڙ جيت جو هڪ قسم- پتنگ. (مجازا). عاشق.

**پَرواهَ:** ث (ف) خواهش. گهرج. غرض- ڪاڻ. لحاظ. فڪر- ڳڻتي.

**پروپئگندا:** ث (انگ) پرچار- مشهوري.

**پَرُوجَهڻُ:** م. پروڙڻ.
**پَرَوَرَ:** ص (ف) پرورش ڪندڙ- پاليندڙ. پالڻهار.
**پَرَوَرِدگارُ:** ص (ف) پا'ڻهار. ڌڻي تعاليٰ.
**پَرَوَرِدَهِ:** ص (ف) پاليل- نپايل.
**پَرَوَرِش:** ث (ف) پالنا. تربيت.
**پَرُوڙَ:** ث. پُرجهه. پرکَ. ڄاڻ. سمجهه.
**پَرُوڙَڻُ:** م. پُرجهڻ. پرکڻ. سمجهڻ. ڄاڻڻ.
**پروسَڻُ:** م. وڌائڻ (ماني). ورهڻ (ٿالهين ۾ کاڌو).
**پُروفُ:** ذ (انگ) ثابتي. ڇپائي لاءِ ڪمپوز ٿيل مواد جو ڀريون رف ڇاپو.
**پِروفيَسرُ:** ذ (انگ) ڪاليج جو اُستاد. اعليٰ تعليمي اداري جو اُستاد. ڪنهن به مضمون جو ماهر استاد.
**پِروگِرامُ:** ذ (انگ) ڪنهن ڪم لاءِ وقت جي مقرري. ڪمن جي رٿا جو سلسلو ۽ ترتيب.
**پِرولِي:** ث. ڪنهن به شيءِ بابت لفظن ۾ لڪل اهڃاڻ. ڳجهي ڳالهه. ڳجهارت.
**پَرُون، پَرُوڻَ:** ذ. اهڃاڻ آثار. اڻ محسوس طريقي سان اڳواٽ احساس (پَرون يا پَروڻ پيا اٿس).
**پَرُوڻُ:** ذ. پَرَڻُ.
**پِروهِتُ:** ذ (سن) ڌرمي رسمن لاءِ مقرر ٿيل- خانداني برهمڻ.
**پَرويشَ:** ث. رسم رواج. هلي چلي.
**پَروِينِ:** ث (ف) ڪَتيُون (نکٽ)- ثرَيا.
**پِرهَ، پرهه:** ث. اَسُر جو سُهائي وارو وقت- صبح جي اڃاڻ. وڏو صبح- ڏَڪِي.
**پرهَ ڦُٽي:** ث. وڏو صبح. فجر- ڏَڪِي. پريات.
**پُرهه:** ذ (سن. پُرش) ماڻهوءَ جي قد جيتري ماپ. پيرن کان وٺي ماڻهوءَ جي قد کان مٿي جنهن اوچائيءَ تي هٿ پهچي (کوهه جي ماپ يا پاڻيءَ جي اُونهائي ماپڻ جو معيار).
**پَرهَڻُ:** م. پَهرڻ- اوڍڻ. (ذ) پوشاڪ- وڳو.
**پَرهيزَ:** ث (ف) منع ڪيل شيءِ يا عمل کان پاسو. ڪري- رک. پردو (تاريءِ کان).
**پَرهيزگار:** ص. بُرائين کان بچيل. متقي- زاهد.
**پري:** ظ. ڏُور- ڏُور. وٿيرڪو. پرانهون. جدا- الڳ.
**پَرِي:** ث (ف) هڪ خيالي عورت (جنهن کي ٻانهن تي پَرَ ٿين. تمام حسين ۽ عام طرح لوڪ ڪهاڻين ۾ نيڪيءَ جو ڪردار)- اپڇرا. تمام سُهڻي عورت.
**پَرِي پَيڪَرَ:** ث. پريءَ جهڙي صورت.
**پُرِي:** ث (ف. پُور) نسل- پيڙهي. اولاد. (سن) شهر. ڳوٺ.
**پَريا:** ذ. اَڃا وارَ.
**پَريا پڌرا ٿيڻ:** عيب ثواب ظاهر ٿيڻ.
**پَرياڻُ:** ذ. پَهه- ارادو. نشان- اهڃاڻ.
**پرياءُ:** ذ. پرياڻ. پاڇو- پرتوو- پرڪارَ.
**پريتِ:** ث (سن) پيار- نينهن. سِڪَ. قُرب.
**پرِيَتمُ:** ص. نهايت پيارو. پِرين.
**پَرِيتَو:** ذ. پرينءَ جو ناتو. پيار. عشق.
**پرَيتُ:** ذ. ڌوٻي- ڪتي.
**پريزِيڊنٽ:** ذ (انگ) صدر. مکيه اڳواڻ. ملڪ جو آئيني سَربراهُ.
**پَريشانِ، پريشانِ:** ص (ف) پکڙيل- ڇڙوڇڙ- ٽڙيل پکڙيل. بي ترتيب. حيران. گهبرايل. واڙو.
**پَريشانِي:** ث (ف) ڳڻتي. مُونجهه. گهٻراهٽ. حيراني. آزار- مصيبت.
**پِريمُ:** ذ (سن) پيار- پريت- محبت. سِڪَ. حُبَ. چاهه.
**پريمِي:** ص. محبتي. عاشق. دوست.

**پرين:** ص (سن. پريہ) پيارو. محبوب. معشوق. محبت وارو. دل گهريو.

**پَرِينديِ:** ظ. پَريان ئي- ڏريان ئي- شروع کان ئي.

**پَرِينهَن:** ذ. سياڻي کان پوءِ وارو ڏينهن.

**پَريو:** ذ. اَچو وارُ (عموما جمع ۾ کم ايندڙ "پَريا").
(ص) اڇن وارن وارو- پوڙهو.

**پَريو مُڙسُ:** ذ. وڏيءَ عمر وارو ماڻهو. بزرگ. چڱو مڙس (راڄ جو).

**پريوگُ:** ذ (سن) ميلاپ. علم نحو موجب فعل جي لاڳاپيل صورت (پريوگ جا ٽي قسم: ڪرتري، ڪرمڻي، ڀاوي).

**پَڙُ:** ذ. مزار يا قبر تي چاڙهڻ لاءِ چادر يا ڪپڙو.

**پَڙُ باسڻ:** مراد پوري ٿيڻ تي مزار تي پَڙُ چاڙهڻ جي نيت ڪرڻ.

**پِڙُ:** ذ. گولائيءَ ۾ زمين ٽُڪر (ملاکڙي، تماشي يا راندين لاءِ). ڪڪڙن جي ويڙهہ لاءِ دائرو. نارُ. هُرلي يا گهاڻي ۾ وهندڙ وهٽ جي ڦرڻ وارو گول. وَلِ ڳاهڻ واري گهڙيل زمين. چنڊ جو پِڙُ. ميدان. لڙائي جو ميدان. عاشورن ۾ ماتم وارو هنڌ ۽ ماتمي جلوس. جُوئا ۾ داءُ لڳائڻ واري پِڙي.

**پِڙُ پالهو ڪرڻ:** ميدان صاف ڪرڻ. سَچَ ڪرڻ.

**پِڙُ ڪڍي بيهڻ:** صفا انڪار ڪرڻ. نابري وارڻ.

**پِڙُ:** ذ. تَهہ. رليءَ جو مٿيون هينيون تهہ. مانيءَ جو تَهہُ. چنڊ جو مٿيون پُڙ. ساهميءَ جو هڪ پاسو. ڏَڪُ (ٿانءَ يا پيتيءَ جو).

**پَڙاڏو:** ذ. ڪنهن آواز، سَڏَ يا ڳالهاءَ جي ساڳيءَ صورت ۾ گونجدار موٽ. پڙلاءُ- گونج.

**پَڙاڏو پوڻ:** هُل هلڻ. مشهوري ٿيڻ.

**پَڙباٽَ:** ث. ٻٽاڪ- ڊاڙ- لباڙ.

**پَڙ باٽي:** ص. ڊاڙي- لباڙي.

**پَڙتال، پَرتالَ:** ث. پوک جي داڻ بندي- نمبر شماري. گهمي ڦري ڪيل چڪاس.

**پَڙتو:** ذ. تلوار بازيءَ جو هڪ هنر- پلٽو.

**پڙپَڻُ:** م. حاصل ٿيڻ- پلئہ پوڻ.

**پَڙجَهَ:** ث. شاديءَ جي هڪ رسم (جنهن ۾ ڪنواريتا لنيون ڪٽي ڳوٺ جي ٻاهران اڇي گهوٽيتن کي سامهان ٿين ۽ رسم طور وڙهڻ لاءِ هوڪارين (جڻ تہ وڙهن ٿا).

**پَڙچُ:** ذ. تڏو. لوهي چادر.

**پُڙدُ:** ذ. تَهہ- پُڙ.

**پُڙدَ پڌرا ڪرڻ:** عيب ثواب ظاهر ڪرڻ.

**پَڙدو:** ذ. پردو.

**پَڙدي:** ث هڪ سر جي اوساري واري پٽ. کاٽ جي تختن واري اوٽ.

**پَڙلاءُ:** ذ. گونج. پڙاڏو. غوغاءُ.

**پَڙڻُ:** م. برابر ٿيڻ- مَٽ ٿيڻ. هڪ جيترو ٿيڻ (وزن ۾). پورو ٿيڻ (واعدو). وهنوار ٿيڻ (ڏيتي ليتي). حاصل ٿيڻ- پڙپڻ.

**پُڙَڻُ:** م. پڄڻ. اُپڙڻ- غالب پوڻ. تڪميل کي رسڻ.

**پَڙو:** ذ. چيلهہ کان وٺي پيرن تائين ڍڪڻ جو خاص زنانو لباس (لسو يا جُريل، سماٽ عورتون سلوار مٿان اوڍين، تَر ۾ ڙالون سُٿڻ بدران پڙو پائين، ڪڇ ۾ ڙالون ڳاڙهو پڙو پائين)- پيشگير.

**پَڙو پڪيڙڻ:** ويهي رهڻ. تعلقات وڌائڻ. گهڻن ڪمن ۾ هٿ وجهڻ.

**پڙو:** ذ. شاديءَ ۾ گهوٽيتن طرفان ڪنوار لاءِ وناهہ جو سامان. ڏاجو.

**پُڙو:** ذ. وڏي پُڙي. ڪاغذ ۾ ويڙهيل وکرن جو پُڙو (خاص ڪري منائي سُرهاڻ وغيره جو). پيڙيءَ جي پڻ

جو ڳنو. ڪمند، پاڄي يا تماڪ جي پوک ۾ فصل.

**پَڙوالَ:** ذ. اکين جي پلڪن اندر چاول وار (اکين جي هڪ بيماري).

**پَڙهائڻُ:** مر. تعليم ڏيڻ. سبق ڏيڻ. برغلائڻ. ڏتارڻ.

**پڙهائِي:** ث. تعليم- سکيا.

**پَڙهڻُ:** مر. تعليم وٺڻ. درس وٺڻ. مطالعو ڪرڻ.

**پَڙهيل ڳڙهيل:** ص. پڙهي پختو ٿيل. تعليم سان ڳنڍ تربيت ورتل. آزمودگار.

**پَڙهو:** ذ. ڪنهن حڪم، هدايت يا واقعي بابت دهل وڄائي ڪيل اعلان- ڍنڍورو- منادي.

**پَڙهو ڏيڻ:** ڍنڍور ڏيڻ. وڏي واڪي سيني کي ٻڌائڻ. ڳالهه مشهور ڪرڻ.

**پَڙهيا:** ذ. اهي شيون جن تي ٽوٽا ڦيٽا يا ڪامڻ ڪيل هجن (ڌاڳا، ڦُلَ وغيره).

**پَڙهيا وجهڻ:** ڪامڻ ڪرڻ. ٽوڻن ڦيٽن واريون شيون ڪارائڻ يا پيارڻ.

**پَڙي:** ث. ننڍڙو پڙو. ايري ۾ ننڍڙي سٿڻ.

**پِڙي:** ث. مارڪيٽ يا بازار ۾ پَٽ تي شيون وڪڻڻ واري پاٿاري. گهوڙيءِ جي بينڪ وارو مقرر هنڌ. مقرر پاٿاري.

**پُڙي:** ث. ننڍڙو پُڙو (وکرن جو). دوا- سُتِي.

**پُڙي ڏيڻ:** زهر جي پُڙي ڏيڻ (مارڻ لاءِ).

**پَژمُردَه:** ص (ف) ڪومايل. موڳو. غمگين. مايوس. ساٺو.

**پِسُ:** ذ. تازي ويائل ڏڳي، مينهن. ٻڪريءَ جو ويامڻ بعد پهرئين ڏينهن جو کِيرُ.

**پِسُ ٿيڻ:** رڌجي ڳري وڃڻ (ڪاڏو).

**پَسارُ:** ذ. دوا طور ڪم ايندڙ جڙيون ٻوٽيون (پن، گل وغيره). سَيرُ- گهومَ. چهل قدمي. هواخوري.

**پَسارُ ڪرڻ:** گهمڻ خاطر آهستي آهستي هلڻ- چهل قدمي ڪرڻ.

**پَسارَڻُ:** مر. پکيڙڻ- ڪنڊيرڻ. اُپٽار ڪرڻ. ٽنگون ڊگهيون ڪرڻ.

**پَسارو:** ذ. ڏيکاءُ- نظارو.

**پَسارِي:** ص. پسارڪو وکر وڪڻندڙ (دڪاندار).

**پُساوڙو:** ذ. پسارڪي وکر مان ٺهيل جُلاب.

**پَساهُ:** ذ. ساه- دم. ساه وارو حَسُ. جانورن رڌڻ جو هڪ طريقو- پَساءُ.

**پساه ڪڍڻ:** ساه ڪڍڻ- تڳڻ.

**پَسائڻُ:** مر. ڏيکارڻ. نظارو ڪرائڻ.

**پَستُ:** ص (ف) هيٺ. جهڪيل- نميل. ڪِريل- نيچ. خسيس.

**پَستِي:** ث. هيناهين. ڪريل درجو- تنزل. رذالت.

**پُستُ:** ث (ف. پوست) هڪ قسم جو ٻوٽو (جنهن جو ٻج 'ڪسَ ڪسَ' ۾ ڏوڏي جو رس 'آفيم' ٿئي)- گُل لاله جو ٻوٽو.

**پستا:** ذ (ف) مشهور سڪل ميوو.

**پِستائِي:** ص. پستن مان ٺهيل (حلوو، مٺائي). پستن جي رنگ جهڙو هلڪو سائو (رنگ).

**پستانُ:** ذ (ف) ٻبو- اُره.

**پُستَڪُ:** ذ (سن) ڪتاب. پوٿي.

**پستولُ:** ذ (انگ) تمنچو- تپاچو.

**پُستِي:** ث (ف. پشت) ڪچي پٽ جي پاڙ کي گاري وغيره جي ٽيڪ. گهوڙي يا گڏهه جي اِٽَ.

**پُستيون هڻڻ:** لٽون هڻڻ. مستي ڪرڻ. ارڙايون ڪرڻ.

**پَسپا:** ص (ف) پويان پير. پوئتي (هٽڻ). پاڄَ ڪاڌل (مقابلي يا لڙائيءَ ۾).

**پَسپائي:** ٿ. ڀاڄ- شڪست.

**پَس پيش:** ظ (ف) اڳي پوءِ- آخرڪار- نيٺ.

**پِسَرُ:** ذ (ف) پُٽ- ٻيٽو.

**پَسرائڻُ:** م. پکيڙڻ- ڦهلائڻ (پاڻيٺ). پگهارڻ. چيڙائڻ- ريس ڏيارڻ.

**پَسرَڻُ:** م. پکڙڻ (پاڻيٺ). ڦهلجڻ. پاڻيٺ جو ڪنهن جسم ۾ سرايت ڪرڻ (جئن مسچڻي ۾ مَسُ، وَٽَ ۾ تيل، ڪپڙي ۾ پاڻي). وِگهرڻ (ڌاتو). پوسرڻ (ڦٽ ڦرڙي). ڪُرَڻُ (زخم). ڪاوڙجڻ. وَهلور وجڻ.

**پَسگِردائي:** ٿ (ف) چوڌاري- آسپاس. ويجهي ڇَڪَ- تَرُ.

**پَسماندَه:** ص ٠ف) پوئتي رهيل. پويان (اولاد، مائٽ). باقي رهيل. پٺتي پيل- غريب.

**پَسَند، پَسَندِي:** ٿ (ف) چاهت- وڻت. چُونڊ- ڏُونَ. مرضي- خواهش. رضامندي. (ص) وڻيل- چونڊيل.

**پَسَنديدَه:** ص (ف) وڻيل- چونڊيل. قبول پيل. وڻڻ جوڳو. مرضي مطابق.

**پَسَنَ:** ذ. اهڃاڻ- نشانيون. شگون- آثار.

**پَسَنَ پوڻ:** اهڃاڻ لڳڻ. اڱوات نشانيون محسوس ٿيڻ.

**پَسَڻُ:** م. ڏسڻ. نهارڻ- جانچڻ. ديدار ڪرڻ.

**پُسَڻُ:** م. پڄَڻُ (پاڻيءَ ۾). پاڻي پوڻ سان آلو ٿيڻ. آلودو ٿيڻ (گناهن ۾).

**پَسُوري:** ٿ (ف. پذيري) خصلت. نسلي اَڌَ- موروثي اثر. عادت.

**پَسُوري پڌري ڪرڻ:** اصليت ظاهر ڪرڻ. عيب اگهاڙا ڪرڻ.

**پَسُون:** ذ. تمام ننڍڙو ساهوارو. ننڍڙو جانور.

**پِسِي:** ٿ. ڪنجهو (ڌاتو). ڪنجهي جو ٿانءُ (تراڪڙي ننڍي وٽي).

**پُسي:** ٿ. ڪرڙ جا ڳاڙها گُلَ (ڏٿ طور رڌجن ڪاڌجن).

**پَسِينو:** ذ (ف. پسينہ) پگهر.

**پُشت:** ٿ (ف) پُٺ. پُٺي. نسل- پيڙهي. ٽيڪ- حمايت.

**پُشتِ پَناه:** ص. مددگار- پرجهلو. حمايتي.

**پَشتو، پَشتُو:** ٿ. پٺاڻن يا پختونن جي ٻولي.

**پُشپُ:** ذ (سن) گُل- ڦُل.

**پَشمَ:** ٿ (ف) اُنَ (ڌوتل ۽ صاف). ريشم- پَٽُ.

**پَشمِينو:** ذ (ف) پشم يا اُن مان ٺهيل ڪپڙو.

**پَشَوازُ، پيشوازُ:** ذ (ف) ناچ ۾ پائڻ لاءِ خاص قسم جو جامو.

**پِشوري:** ذ. ڪُڪڙ جو هڪ نسل (رنگ پيلو، قد ننڍو، ڪڙهون وڏيون، ويڙهه ۾ پڪو).

**پِشِي:** ٿ. ٻِلي. پيشاب (ٻارڙي جو).

**پشيمان:** ص (ف) پڇتاءُ وارو. پڇتائيندڙ. افسوس ڪندڙ.

**پشيماني:** ٿ. پڇتاءُ- افسوس. ندامت.

**پُڦاتُ:** ذ. پُڦيءَ جو پٽ. (ٿ. پُڦاتِ).

**پُڦڙُ:** ذ. پُڦيءَ جو مڙس.

**پُڦِي:** ٿ. پيءُ جي ڀيڻ.

**پَڪَ:** ٿ. پڪائي (وعدي، واپار ۾). خاطري- دلجاءِ. يقين- تصديق.

**پڪَ:** ٿ. وات جو لعاب- ٿِيڻي- لَبُ. ٿُڪَ جو ذرو. ڍُڪ- سُرڪَ (شراب جي). پيالي جو پڇاڙيءَ وارو ڍُڪ.

**پَڪا:** ذ. ڪِرڙ جو پڪل ٿَرُ (جي پچي ڳاڙها ٿيا هجن).

**پُڪارَ:** ٿ. سڏ. آواز- صدا. هڪل. دانهن- فرياد.

رڙ- ڪُوڪَ.

**پُڪارَ ڪرڻ:** شڪايت ڪرڻ. فرياد ڪڻ- رپورٽ ڪرڻ.

**پُڪارڻُ، پُڪارڻَ:** م. سڏڻ. هڪل ڪرڻ. دانهن- فرياد ڪرڻ. مدد لاءِ سڏڻ، هاءِ گهوڙا ڪرڻ.

**پَڪائي:** ث. ڏاڍائي. پختگي. مضبوطي. ڏاهپ (خريد فروخت ۾). ڪفايت شعاري. ڪنجوسي.

**پَڪَ پَڪائي:** ث. خاطري ۽ تصديق.

**پَڪريڙُ:** ذ. ڦٽ ڦُرڙيءَ جي واڌ. پُوڻءِ واريون ڦرڙيون. ڇِتو مَلو.

**پَڪڙَ:** ث. گرفت- قبضو. واڍڪي يا لوهارڪي ڪم جو اوزار- انبوري.

**پَڪڙَ پڇاڙَ:** ث. وٺ پڪڙ. ڳولاڦولا. تفتيش.

**پَڪڙڻُ:** م. جهلڻ- وٺڻ (هٿن سان). قابو ڪرڻ (اوزار سان). سوگهو ڪرڻ. مضبوطيءَ سان جهلڻ. گرفتار ڪرڻ (ڏوهي). غلطي معلوم ڪرڻ.

**پَڪَلُ:** ص. تئي دانگيءَ وغيره تي پچايل (ماني). ٽانڊن تي سيڪيل. رَسيل (ميوو). پچي ويل (ٽانوَ. سرون وغيره).

**پَڪو:** ذ. ڏاڍو پَٽ- سخت زمين. ڏاڍي زمين وارو علائقو. درياء ڪان پراهين زمين (جتي پاڻي پهچي نہ سگهي). جابلو علائقو. (ص) پڪل. سيڪيل. ڏاڍو- سخت. مضبوط- پختو. ثابت قدم (ارادي جو). اعتبار جوڳو. پڪيءَ عمر جو. ڪفايت شعار. ڪنجوس. ياد (سبق). پائدار (رنگ) (ث. پَڪي).

**پڪو پختو:** ص. ڏاڍو- مضبوط. اعتبار جوڳو. وڏيءَ عمر وارو.

**پَڪوارَ:** ث. ڍولڪ.

**پَڪوانُ:** ذ. گيهه يا تيل ۾ تريل ميدي جي ماني.

**پَڪوڙو:** ذ. بيسڻ ۽ مصالحي مان گيهه يا تيل ۾ تريل پورو.

**پَڪي:** ث. پَڪ. خاطري. ونجهوٽي راند ۾ راند کٽڻ.

**پَڪي ڪرڻ:** راند کٽيندي "پَڪي" جو لفظ ڏاڍيان چوڻ- پَڪي ڪرڻ.

**پَڪُ:** ذ (سن. پَڪش) ڪنب. پَرُ (پکيءَ جو). قمري مهيني جو سهائو اونداهو اڌ.

**پکراجُ:** ذ. اڇي يا زرد رنگ جو هيرو.

**پکڙانڊي:** ث. ڪنيراٽي (پکيءَ جي).

**پکڙجڻُ:** م. ٽڙي پکڙي وڃڻ. ڇڙوڇڙ ٿيڻ.

**پکڙڻُ:** م. ڇڙوڇڙ ٿيڻ- منتشر ٿيڻ. ڪِنڊرڻ. ڦهلجڻ (پٽ تي). وڇائجڻ (هند بسترو). واڌ ڪائڻ (جسم ۾).

**پَکڻ:** ث. تمام گهڻا پکي- جنس پکي. مينهوڳي جي مند ۾ پيدا ٿيل اڇن پرن سان ننڍڙا اُڏامندڙ جيت (بيشمار ٿين ۽ رات جو روشنيءَ تي مڙن).

**پکو:** ذ. ڪانن مان نهيل پتر. پکن مان اڏيل اجهو. وڇٿو.

**پُکو:** ذ. ياڱو- حصو. گهڻن ماڻهن مان ڪنهن هڪ ماڻهوءَ جي ڪُٺي جي ذريعي چوندِ. ياڱ- قسمت.

**پَکي:** ذ. پکن يا ڪنين وارو اڏامندڙ ساهوارو- پرندو.

**پَکي:** ث. ننڍڙو پکو (جهُڳي اڏڻ لاءِ). هَرن ڪان رهجي ويل زمين جو ٻارو.

**پَکيڙَ:** ث. وڌاء- ڦهلاء. واڌ (ٻوٽي يا وڻ جي). ايراضيءَ جي پيمائش (ڊيگهه ويڪر جي ضرب اُپت)- ايراضي.

**پکيڙڻُ:** ڇڙوڇڙ ڪرڻ- مُنتشر ڪرڻ. ڪنڊيرڻ (شيون). وڌائڻ (ڪم). هُلائڻ (افواه، ڳالهه). وڇائڻ (هند بسترو). سندرڻ (مٽي).

**پَڳَ:** ث. پٽڪو. گهر جي وڏي يا راڄ جي چڱي مڙس کي ٻڌايل پٽڪو. ڪوهه جي منهن تي زمين جي سنوت کان ٿورو مٿيري ٻڌل پٽ.

**پڳ ٻڌڻ:** اڳواڻي جي ذميداري سنڀالڻ. ڪُڏڻ ڪمن سبب بدنام ٿيڻ.

**پَڳُ:** ذ. پير- قدم.

**پَڳِي:** ص. پيرو کڻندڙ- پيري.

**پَڳدارُ:** ص. پڳ ٻڌل چڱو مڙس (راڄ يا قوم جو).

**پَڳڙُ:** ذ. وڏي پڳ- وڏو پٽڪو.

**پَڳڙِي:** ث. ننڍي پڳ. خاص قسم جي اچي ٽوپي جيڪا واڻيا مٿي تي پائين.

**پَڳڙِيُون:** ث. هندن ۾ فوتيءَ جي ٽئين ڏينهن فوتيءَ جي وارث کي پڳڙي ٻڌائڻ جي رسم.

**پڳڙيون ٿيڻ:** نقصان وارو ڪم ٿيڻ. عزت ۽ مال برباد ٿيڻ.

**پَڳَ مَٽِ (ياري):** ث. تمام گهاٽي دوستي.

**پَڳَ وَرُ:** ذ. مٿي ۾ وارن جي گهنڊي (جيڪا بخت جي نشاني آهي).

**پَڳهُ:** ذ. ٻيڙيءَ کي ڪناري سان ٻڌڻ جو رسو.

**پَڳهَڻُ:** م. ٻيڙيءَ کي رسي سان ڪَپ تي ڪُتل مُنيءَ سان ٻڌڻ. لنگر هڻڻ. ٻَڌڻ- قابو ڪرڻ.

**پَگهارُ، پَگهارَ:** ذ. ث. ملازم کي هر مهيني جو مقرر اجورو. ماهياني اجرت- تنخواه.

**پَگهارَڻُ:** م. رِجائڻ (گيهه، مکڻ). ڳارڻ (ذاتو، برف). رجائڻ.

**پَگهَرُ:** ذ. گرمي، محنت يا دهشت کان جسم مان نڪتل پاڻي- پَسينو.

**پگهر ٺارڻ:** ساهي کڻڻ. ٿورو آرام ڪرڻ.

**پَگهرائِڻُ:** م. پگهارڻ. سخت محنت ڪرائڻ (جنهن ۾ پگهر نڪري). هلاڪ ڪرڻ.

**پَگهرَڻُ:** م. رِجڻُ (گيهه، مکڻ، چميل پاٿيٺ). ڳرڻ (ذاتو). پگهرجڻ.

**پَلَ:** ث. جَهلَ- روڪ- منع.

**پَلُ:** ذ (سن) وقت جو ننڍي ۾ ننڍو ماڻ. اک ڇنڀڻ جيترو عرصو. پلڪ. گهڙيءَ جو سٺئون حصو (٦٠ پل= هڪ گهڙي). کِنَ- ساعت. آن رکڻ لاءِ وڏي پَلي. صاف تڏو جنهن تي شادي مُرادي ۾ پَٽ ڏيڻ ڪري رکجي. تلاءُ. ننڍو واهه- ڪڙيو. ٻنيءَ کي پاڻي رسائڻ واري ڪَسي- اڏ.

**پُلِ:** ث (ف) ڪنهن وهڪري مٿان اُڪرڻ لاءِ موري- ٺُڙ.

**پَلالُ:** ذ. سارين جا سُڪل تيلا.

**پَلاندُ:** ذ. ڪپڙي جي ڪِناري. پَلئُ- پاند. دامن- جهولي. ٻئي جي ذمي رهيل حساب (جنهن جو بدلو يا عيوض وٺجي).

**پَلاند وجهڻ:** جهولي جهلڻ- سوال ڪرڻ. آزي ڪرڻ. منٿ ڪرڻ

**پَلاڻُ:** ذ (ف. پالان) چڙهيءَ وقت گڏهه يا اُٺ جي پٺيءَ تي رکيل ٽيڙ.

**پَلاڻَڻُ:** م. سنجڻ (وهٽ کي). مسافريءَ تي وڃڻ جي تياري ڪرڻ.

**پُلاءُ، پُلاءَ:** ذ (ف) رڌل چانورن جو هڪ نمونو. مصالحا وجهي رڌل چانور. گوشت، مڇي، پلي وغيره سان گڏ رڌل چانور (پلاءَ گهڻن قسمن جو ٿئي).

**پلاهه پچائڻ:** اجايا پهه پچائڻ. وڏيون رٿون رٿڻ. خيالي منصوبا ٺاهڻ.

**پَلتارَ:** ث. چؤڪسي. مصيبت. پُچا.

**پَلٽو:** ذ. تلوار بازي.

**پَلِتي:** ث. گوڏا پيچي ويهڻ جو هڪ نمونو. جوتون پيچي ويهڻ واري سِٽا.

**پَلِتائِڻُ:** مر. پاٿي يا ڪنهن بيءَ پاٿيٹ ڪي اوتڻ. ڳريل ڌاتوءَ کي سانچي ۾ وجهڻ.

**پَلِتِجَڻُ:** مر. اُٿلڻ. هارجڻ (پاڻي). سانچي ۾ پوڻ (ڳريل ڌاتو).

**پَلِتِجي پوڻ:** اُٿلي پوڻ (پاڻي، ماڻهو).

**پَلِتَڻَ:** ث (انگ) پيادي فوج جو دستو. فوج- لشڪر.

**پَلِتَڻُ:** مر. دلي يا ڪنهن ٻئي پريل ٿانءَ مان پاڻي اوتڻ.

**پَلِتو:** ذ. اُٿل. موٽ. ڦيرو. ڳائڻ ۾ سُرن جي خاص ادائگي (جنهن ۾ سُرن کي مختلف انداز سان هيٺ مٿي، بيٺو چوٺو ڪري ادا ڪجي)- سُرن جي اُٿل پٿل واري هنرمندي.

**پَلِتو ڪائڻ:** اُٿل ڪائڻ- موٽ ڪائڻ.

**پَلپَل:** ظ. گهڙيءَ گهڙيءَ- هَر هر.

**پَلجَڻُ:** مر. نپجڻ- تاتجڻ.

**پَلڙ:** ذ. برسات جو پاڻي (۽ ان جو تلاءُ).

**پَلڙو:** ذ. ٻبر جي ٻجن جي ڦري.

**پَلستَرُ:** ذ (انگ) ليپو- راڳو. دوا جو ليپ (زخم تي ٻڌڻ لاءِ).

**پُلصَراط:** ث. مسلمانن جي عقيدي موجب دوزخ جي مٿان ٺهيل پُل (جنهن تان نيڪ ماڻهو اُڪري بهشت ۾ ويندا).

**پَلڪ، پَلڪُ:** ذ (ف) اک جي ڇپر وارا وار. ٿورڙو وقت. لحظو.

**پَلڪارُ:** ث (ف. پرگار) جاميٽريءَ جو هڪ اوزار (ماپ ڪرڻ يا گول ڪڍڻ لاءِ).

**پَلنگُ:** ذ. وڏي ڪت. ڇپر ڪَت. (ف) چيتو.

**پَلڻُ، پَلڻُ:** مر (سن. پَل) پري ڪرڻ- هٽائڻ- ٽارڻ. روڪڻ- جهلڻ. ڇڏڻ (عادت). پُوري ڪرڻ (ٻاڙ، عادت).

**پَلو:** ذ. سنڌو درياءَ جي هڪ مشهور مڇي. جنهن جو خاص نالو 'پلو' ۽ جنهن کي مڇي نہ سڏبو.

**پَلونگڙو:** ذ. ڪُتيءَ جو ٻچو.

**پَلويڙو:** ذ. گهر جي ٻاهرين پَٽ. وڏي پَٽ- عالم پناه. دروازي جي آڏو ڏنل پَٽ (جيئن سامهون در مان گهر ۾ نظر نہ پوي). ڪُڏ جي چوڌاري آيل ننڍي پَٽ. پرهيز وارين سوارين لاءِ گاڏيءَ جي ٻاهران ٻڌل پڙدو.

**پَلهائو:** ذ. ٻارڙي کي پيار ڪڻ يا وندرائڻ جو گيت. ٻارڙن جي ساراهہ ۽ ڪين دعا جو گيت (ڪنهن خاص موقعي تي). ٻارن جي سائڻ سوٽڻ وقت زالن جا چيل بول.

**پَلَئُ:** ذ. چادر، پوتيءَ وغيره جو دامن. ڪپڙي جي ڪِنارَ. پلاند- جهولي- دامن. اُٿيل ٿانُ (ڪورڪو اصطلاح). بدلو.

**پَلَئُ اَٽڪائڻ:** تعلق رکڻ. پاڻ اڙائڻ.

**پَلَئُ جَهلڻ:** جهولي جهلڻ- دامن جهلڻ. فرياد ڪرڻ. دعا گهرڻ.

**پَلَئُ ڏيڻ:** بدلو ڏيڻ. وهنوار ڏيڻ. لاٿُن تي اچڻ وقت گهوٽ کي سندس پيڻ يا ماءُ جو پَلءُ ڏيڻ.

**پَلِي:** ث. اَنُ رکڻ لاءِ گُنديءَ وانگر مگر چوٽيدار اڏاوت. مٽرن جي وَلِ. چٽن ۽ مٽرن جا گوڻچ (سُڪائي پاڇي وانگر ڪم آڻجن).

**پَليتُ:** ذ (ف. پليد) ناپاڪ- نجس.

**پَلِيتي پَليتائِي:** ث. ناپاڪائي- نجاست.

**پَلِيتو:** ذ (ف) ڪپهہ يا ڪپڙي جي وَٽ. ڏيي جي وَٽ. وٽيل ڪاغذ يا ڪپڙي جي ڏوري. دعا منتر وغيره لکيل ڪاغذ (جيڪو سَوَڻ لاءِ ساڙجي).

**پَليٽڻُ:** ذ. سُکل اٽو جيڪو ماني پچائڻ وقت اٽي جي چاڻي سان ملائجي- آٽڻ.

**پليٽَ:** ث (انگ) ٿالهي- رِڪيبي. وڏي ٿالهي (چيني يا شيشي جي).

**پليٽ فارَم:** ذ (انگ) اُوچائيءَ تي ٺهيل چَبُوترو (تقرير وغيره لاءِ). ريل گاڏيءَ ۾ چڙهڻ لاءِ اسٽيشن جو ٿلهو.

**پليگَ:** ث (انگ) وچڙندڙ بيماري. وبا- طاعون.

**پَمپُ:** ذ (انگ) لوهي نَلُ. زمين مان پاڻي ڇڪي ڪڍڻ لاءِ هٿ سان هلائڻ جو نَلُ. (ٽيوب ۾) هوا ڀرڻ لاءِ پچڪاريءَ جهڙو اوزار.

**پَن:** ث. گاهه جو هڪ قسم (بيٺل پاڻيءَ ۾ اُپڙي، ٻوٽن مان تڏا ٽوُنريون پکا وغيره ٺهن. سنگن مان ٻُوراني ٺهي).

**پَنُ:** ذ. پَتو (وڻ ٻُوٽي وغيره جو). پنکڙي (گل جي). لج پت- آمانُ.

**پَنُ رکڻ:** ڍَڪ ڍڪڻ- پردو رکڻ.

**پِنَ:** ث. گدا- ڀِيکَ- خيرات. (انگ) ٽاچني.

**پِنَ مَنگَ:** ث. گداگري.

**پَنُ:** ذ. پنوڙو (ڳوهيل مٽيءَ جو). چاڻو (مکڻ جو).

**پُنُ:** ذ (سن) خير جو ڪم- پُج. دانُ.

**پَنارو:** ذ. پناهه وارو هنڌ. آمانُ واري جاءِ.

**پَناري پوڻ:** سامَ پوڻ. لڙهه لڳڻ.

**پَناهَ:** ث (ف) آمانَ- اَجهو. بچاءَ- حفاظت. آڏ- جَهلَ. پردو- ڍَڪُ.

**پَناهگيرُ:** ص. اَجهو وٺندڙ. ڪنهن لڏي آيل ۽ پناهه وٺندڙ.

**پِنائڻُ:** م. گدائي ڪرائڻ- ڀِيکَ وٺائڻ. (ڦري) فقير ڪرڻ. رُلائڻ. دربدر ڪرڻ. سيکت ڏيڻ.

**پَنبڪڻُ:** م. خوش ٿيڻ. خوشيءَ مان ٻانهون اُڇلڻ. وڏائي ڪرڻ.

**پَنبُڻُ (ذ)، پنبِڻِي (ث):** ڇپر (اک جو)- پنجهُرُ. پَلڪُ.

**پَنبو:** ذ. ڪنهن ٻه جنس جو سُنو آنُ. خالص ڪٽڪ. ڪپهه جو ڦهو. ڪَڪڙو.

**پَنٽُ:** ذ (سن. پَٿ) واٽ- رستو. هندن جو ڌرمي فرقو. ڌرمي مَتو.

**پَنجَ:** ذ. هڪ عدد (٥).

**پنجَ ارڪانَ:** ذ. مسلمانن جا پنج مذهبي فرض (ڪلمو، نماز، روزو، زڪواة ۽ حج).

**پَنجَ تَتَ:** ذ. پنج عناصر (هوا، باهه، پاڻي، مِٽي ۽ آڪاس).

**پَنج ٽُور:** ذ. پنجن قسمن جي نشيدار شين جو مجموعو. نغارن يا نوبت جي وڄت.

**پَنجَ سَنجِي:** ث. گهوڙي کي سينگارڻ لاءِ سونَ يا چانديءَ جا پنج سنج (سينابند، جهابي سان طوق، ڳاني، مُڇي ۽ دُنبڇي).

**پَنجَ ڪَٽِي:** ث. پنجن قسمن جو اَنُ يا اناجَ جا ٽورا داڻا (جيڪي خيرات ۾ در در تان ملن).

**پَنج ڪَلياڻُ:** ذ. اهو گهوڙو جنهن جا چارئي سُنبَ ۽ مُنهن وارو ٽِڪو اڇا هجن- سهڻو گهوڙو.

**پنجابُ:** ذ. پاڪستان جو هڪ صوبو.

**پنجابِي:** ث. پنجاب جي ٻولي. (ص) پنجاب جو رهاڪو.

**پَنجو:** ذ (ف) هَٿ پير جو آڱرين وارو حصو- چَنبو.

**پَنجوڙُ:** ذ. جهنگلي جانورن جي ڦاسائڻ لاءِ مُڃَ يا ڪاٻار جو ڄارُ.

**پَنجوڙِي:** ث. جانور جي پير کي ٻڌڻ لاءِ رسو يا چمڙ جي وَڏِي.

**پَنجِيرِي:** ث. ڏاٿن، اٽي، گيهه، کنڊ ۽ مغزيات مان

ٿهيل خوراڪ- پوڳهڙو.

**پَنچُ، پَينچُ:** ذ (سن) هندن جي پنچات جو هڪ رڪن.

**پَنچاتَ، پَينچاتِ:** ث. پنجن ڄڻن جي جماعت (جا هندن جا نياء ڪري). ڀائيچاري.

**پَنچَرُ:** ذ (انگ) ٽُنگ- سوراخ.

**پَنچَرِي:** ث. ٻيلي ۾ چوپائي مال چَرڻ جو محصول.

**پَند، پَندَ:** ث (ف) نصيحت.

**پندارُ:** ذ (ف) خيال- ويچار. سوچ. راءِ. هَٺَ- غرور. تَڪبُر.

**پَنڌُ:** ذ (سن. پنٿ) رستو- واٽَ- گس. مفاصلو. هلڻي- چال. (ط) پيادو.

**پَنڌُ پُڄڻ:** پار پتو پڄڻ. ڳولا ٿولا ڪرڻ.

**پَنڌُ ڪرڻ:** وري وري اچڻ وڃڻ (ڪم يا غرض لاءِ). گهڻو هلڻ.

**پنڊِ:** ص. پاڻ- خود.

**پنڊُ:** ذ. جسم- بُت.

**پنڊُ پَهڻُ:** ذ. پٿر ٿي ويل جسم (جيڪو هزارين سال پاڻي ۾ رهڻ ڪري ٿيندو آهي).

**پَنڊِتُ:** ذ (سن) ودياوان. پڙهيل برهمڻ. جوتشي. ڌرمي قانون ڄاڻندڙ. عقلمند- ڏاهو.

**پنڊِ ڪَجُورَ:** ث. جهنگلي ڪجور جو وڻ.

**پنڊو:** ذ. جسم- بُت. ڪجيءَ جي ڦڙهن يا ڦِيشَ مان ٺهيل وڏو ڇٻو (ڪجور ۽ تماڪ رکڻ لاءِ).

**پنڊِي:** ث. ڪٺڪ جي ناڙي مان ٺهيل ٿالهي (مانين رکڻ لاءِ)- ڏٻڪي.

**پَنڙا:** ذ. ڪَنن ۾ پائڻ جا ڳهہَ.

**پِنڪي:** ث. جهوٽو (ننڊ جو). نشي جي حالت ۾ ننڊ جو خمار. اوجهرائي.

**پِنڪيُون ڪائڻ:** اوجهرائيون ڪائڻ. ڳُٽيون ڪائڻ.

**پَنڪو:** ذ. وِنجڻو- پکو.

**پِنگَ:** ث. ڇِڊي رٻَ.

**پَنگتَ:** ث (سن) عام ماڻهو. جماعت- سماج.

**پَنگِرجَڻُ:** م. پَسرجڻ- ڪاوڙجڻ (حسد مان).

**پِنگِلو:** ص. منڊو. معذور. ڏاڻي پاسي واري هڪ ٽنگ ۽ ٻانهن کان معذور ماڻهو.

**پنگهوڙو:** ذ. پينگهو.

**پِنڻُ:** م. ٻيک وٺڻ- گدائي ڪرڻ. منگڻ- گهرڻ (خيرات، دعا، سوال). هٿ ٽنگڻ. در در سوال ڪرڻ.

**پِنڻو:** ص. پينو فقير. منگتو. سوالي. (ث. پِنڻي).

**پَنو:** ذ. ڪاغذ. ورق. تَهہُ (زمين جو) زمين جو ڪاتو. ويڪر- برُ (ڪپڙي جو). ساڻي رنگ جو هيرو- زمرد.

**پُنو:** فعل. پڪو. پورو ٿيو. پهتو- رسيو. (ث. پُني).

**پنوڙو:** ذ. مِٽي، اٽي وغيره جو چاٺو. وڏو پِترُ. ڳنديو (آلي مٽيءَ جو).

**پِنهان:** ص (ف) لڪل- ڳجهو- مخفي.

**پَنهَنجو:** ض. منهنجو- اسان جو. عزيز- مائٽ. ذاتي- شخصي (ث. پنهنجي).

**پَنهجات، پَنهنجائپ، پَنهنجائِي:** ث. مائٽي- عزازت. ڀائيچاري- برادري.

**پَنهنجو پَرايو:** ذ. دوست توڙي دشمن. مائٽ توڙي ڌاريو.

**پَنهوارُ، پَنوَهارُ:** ذ. جنهن وٽ ٻڪرين جو ڌڻ هجي. ٻڪريون چاريندڙ. ٻڪرار.

**پُنهُون:** ذ. مشهور عشقيه قصي "سسئي- پُنهُون" جو ڪردار. (ص) پيارو- محبوب.

**پَنِي:** ث. ٻُوٽي جا ڦهريان گوئنچ. قلعي جو ورق (عموما سگريٽ جي پاڪيٽ ۾ هوندو آهي). خاص قسم جو

روغني پنو.

**پڻي؛** ث. گوڏي ۽ مُريي جي وچ واري گوشت جي مُشڪ. تارُونءَ تي چاڙهيل ڇَپڙي. لُپِڙي. اک جي ڇپر جو اندريون پاسو.

**پَنِيرُ؛** ذ. هڪ پسارڪو وکر. کِيرُ يا پِسُ مان ٺهيل هڪ ڪاڌو. سُڪل ڏوڌرو.

**پڻ، پُڻُ؛** ظ. ٻه- ۽. پر- ليڪن. اجان- وڌيڪ.

**پُٽائڻُ؛** م. پِچائڻ (ڪپهه). عيب ڳڻائڻ. خوار ڪرڻ.

**پٽڪڻُ؛** م. ٺورو روئڻ (ٻار). رسامي وارو روئڻ.

**پَٽِهارِي؛** ث. ڪوهه يا واهه تان پاڻي ڀري ايندڙ عورت.

**پَٽِي؛** ث. مِٽِي- خاڪ. ڌوڙ.

**پُٽيِڻي؛** ث. پهريون ڀيٽ- پهرئين ڀيٽ جو چاول ٻارُ. "جيني مينهن پُٽيڻي پُٽَ ياڳين ملن".

**پَٽِيو؛** ذ. هِرکُ (ڪپڙو).

**پَوَتِ؛** ث. گهورَ (شاديءَ ۾ مگڻهار يا حجام کي مليل). ناهُ- سلوڪ.

**پوتُ؛** ذ. ننڍي پوتِي. پوتڙو- ٿوالُ.

**پوتاميلُ؛** ذ. واپار ۾ جمع واصل جو ساليانو تفصيل.

**پَوتَرُ؛** ص (سن) پاڪ. صاف- بي داغ.

**پوتڙو، پوتاڙو؛** ذ. ننڍڙي ٻار جي هيٺان رکڻ لاءِ ڪپڙو. گوڏ جو ڪپڙو. ٿوالُ.

**پوتِي؛** ث (ع. فُوطَه). رَنو- گندِي. اوڍڻي.

**پوتِي پائڻ؛** بي همت ٿيڻ. بيڪار گهر ۾ ويهڻ.

**پوتِي وجهڻ؛** مڱڻي يا پڙري جي رسم ۾ ڪنوار کي پوتي ڍڪائڻ.

**پوٿِي؛** ث. ڪتاب. هندن جو ڌرمي ڪتاب. ٽِپڻو.

**پوتاسُ؛** ذ (انگ) بارود ناهڻ ۾ ڪم ايندڙ مادو.

**پوتڙِي؛** ث. ڪپڙي جي ڳوٿري (ڪتابن وجهڻ لاءِ). ننڍڙي هڙ- ڳنڍڙي.

**پوٽو؛** ذ. پُٽ جو پُٽ. (ث. پوٽي).

**پُوٽو (پوٽرو)؛** ذ. پَنُ. ٻوٽي جا ڳوڙيچ.

**پوٽِيسُ؛** ذ. رڌل اٽي يا دوائن جو ليپُ (جيڪو ڦٽ ڦرڙي يا سُور واري هنڌ تي ٻڌجي).

**پولو؛** ذ. سنئون سڌو ميدان. غيرآباد زمين.

**پولو ڪرڻ؛** ميدان ڪرڻ. ويران ڪرڻ. ڪُٺائي ڇڏڻ.

**پولِي؛** ص. بار ڍوئيندڙ (وهٽ)- لاڏو (اٺ). سَهِي وڃڻ لاءِ هيرايل.

**پولِي ڪرڻ؛** وَهُو ڪرڻ (جانور). مطيع يا فرمانبردار ڪرڻ (ماڻهو).

**پُوپان؛** ث. نخريلي عورت.

**پوپَٽُ؛** ذ. ڪنيڙن وارو عام اُڏامندڙ جيت (رنگارنگي تمام سهڻو). پرت جو هڪ قسم.

**پوپِٽي؛** ث. پُتلِي- گُڏي.

**پوپَٽيون پڙهائڻ؛** مشڪل آزمائش ۾ هٿ وجهڻ. ڏکيو ڪم سرانجام ڪرڻ. سختيون ڏيئي عاجز ڪرڻ.

**پوپري؛** ث. پُتلِي- گُڏي (پتلين جي تماشي واري). اگڙين يا آٽي مان ٺهيل بوتو (ڊوهه ڪرڻ لاءِ). هڪ قسم جي مڇي.

**پوپو؛** ذ. ڪاغذ جي ويڙهيل وَٽِ. ڪاني جو ڳِپ نڪتل ٽڪر. نِر جا رڌل پَن (سوڄ واري هنڌ تي ٻڌڻ لاءِ). پُگل پَنگ (جا تمام گهٽو نشو ڪري).

**پُوڄ؛** ظ. جام- گهڻو- جهجهو. تمام گهڻو.

**پُوڄا؛** ث (سن) پرستش (هندن ۾). ميتا. بندگي.

**پُوڄا پاٺ؛** ث. ڌرمي پرستش جي رسم.

**پُوڄا ڏيڻ؛** سيڪت ڏيڻ.

**پُوڄارِي؛** ص. پوڄا ڪندڙ. معتقد. ميتا وارو.

**پُوڄَڻُ، پُوڄِڻُ:** م. پوڄا ڪرڻ. ڌرمي ويساه موجب. مڃڻ.

**پوڄاڙي، پوياڙي:** ث. وچين ۽ جي مهل- نماشام. سج لهڻ کان اڳ وارو وقت.

**پوچ:** ذ. نسل. اولاد. ٽهي- پيڙهي.

**پُوچ:** ث. موتين پُوئڻ يا مُڙهت جو ڪم.

**پوچو:** ذ. پوچي. راڳو- ليپو. فرش صاف ڪرڻ جو ڪپڙو.

**پُوچو:** ص. جڏو- خراب. ڏنگو. ڪوجهو (ڪم).

**پوچي:** ث. چُن جو استر- سفيدي.

**پوچاندو:** ذ. پُڇڙي. تر ۾ پٽ جو پڇاڙي ۽ وارو حصو. پُڇَ واري لانڊ.

**پوچڙ:** ذ. پڇ وارو حصو. پڇاڙي. چيڙو.

**پور:** ذ. خال. وڏو سوراخ (ڪاٺ ۾). ڪاٺي ۽ تي اُڪريل چِٽ (جنهن سان ڪپڙو چُرجي)- چُرَ جو ٺپو. آڱر جي ٻن سنڌن جي وچ وارو حصو. ڪمند يا بانس جي ٻن سنڌن جي وچ وارو حصو. ڳري.

**پُور:** ذ. (سن) خيال- ويچار. پهہ- ارادو. اُڌمو. جهوري- ڳڻتي. لهر- موج (منَ جي). زور (جواني ۽ جو). آرُ (وهڪري جو). چاڙهه (پاڻي ۽ جو). ٻيڙي ۽ جو هڪ گهمرو (اوراڙ يا پراڙ وڃڻ جو). پٽ تي سِرِنِ يا گاري جو هڪ دور. پراءُ جو پَنجهو. بياني ۾ هڪ ئي واري ۾ آيل ڊنگهر. لوڙهي تي ڊنگهرن جو هڪڙو دور. سِڱ (مينهن جو). شهر. ڳوٺ. وَسڻ- پُر (مثلا شڪارپور، دولت پور). (ف) پُٽ- ٻيٽو. (ص) پريل- تار- ٽُب.

**پُورالو:** ص. پُورن وارو- موجي. سودائي. (ث. پورالي).

**پوراڻ:** ث. ٽن سالن جي اُٺِ. جُهور پوڙهي عورت.

**پُورائو:** ذ. ڪوٽ يا ڪمي جي پورت. تڪميل. سرانجامي.

**پُورائي:** ث. پورائو.

**پُورَب:** ذ (سن. پُورو) اوڀر- اُيرندو- مشرق. اُيرندي جي هوا (جيڪا چؤماسي ۾ لڳي). شاه جي رسالي جي هڪ سُر جو نالو.

**پُورَت:** ث. پورائو.

**پُورِ پَٽ:** ث. پورڻ ۽ پٽڻ (اکيون). اکيون چنڀڻ.

**پُورجَڻُ:** م. بند ٿيڻ. ڍڪجڻ (کڏ ۾). دفن ٿيڻ.

**پُورَنماسي:** ث (سن) پورو چنڊ- چوڏهين ۽ جو چنڊ. چوڏهين جي رات.

**پُورَڻُ، پُورِڻُ:** م. کڏ ۾ وجهي مٿان مٽي ورائڻ. لٽڻ (زمين ۾). دفن ڪرڻ. بند ڪرڻ (در). ڍڪڻ (مال). قيد ڪرڻ. ٻُوٽڻ (اکيون). هلڻ- پند پوڻ. هاڪارڻ (ٻيڙي).

**پورو:** ص. اندران خالي. (ضد. ڀَرو).

**پُورو:** ص. سچو- ثابت. سالم- مڪمل. سارو- سڀ. درست- نيڪ. ٺهڪيل- ڪُپ. ضرورت آهر. سُهائيندو- موافق. مناسب- جوڳو. رُڌل (ڪم ۾). ختم. چٽ- ناس. (ث. پُوري).

**پورو پُنو:** ص. مناسب. ڳهرج آهر. معتدل.

**پورو ڪرڻ:** مڪمل ڪرڻ. ختم ڪرڻ. ماري ڇڏڻ.

**پُوريون ڪرڻ:** سڀ طرح ڪوششون ڪرڻ. سڀ حيلا هلائڻ.

**پورهيَتُ:** ص. پورهيو ڪندڙ- ڪاسبي. محنت مزوري ڪندڙ.

**پورهيو:** ذ. محنت مزوري. ڪسب. ڪشالو.

**پورهيو ڪارهيو:** ذ. ڪم ڪار. ڌنڌو ڌاڙي.

محنت مزوري.

**پُورِي:** ث. گيھہ يا تيل ۾ تريل ميدي جو ڦُلڪو.

**پُوريا:** ث. ھڪ راڳڻي جو نالو.

**پوڙهپڻُ:** ذ. وڏي عمر- پيري.

**پوڙهو:** ص. وڏيءَ عمر جو پيرسن- ٻُڍو. (ث. پوڙهي).

**پوڙهو پَڪو:** ذ. وڏيءَ عمر جو ۽ جَهانديدو. (پوڙهي پَڪِي).

**پَوڙِي:** ث. ڏاڪو. ڏاڪڻ جو هڪ ڏاڪو.

**پُوزُ:** ذ (ف) ٻُوٿ- واتُ (گهوڙي جو).

**پُوز بند ڪرڻ:** سرڪش گهوڙي جو ٻُوٿ رسي سان ٻڌڻ.

**پُوزِي:** ث (ف) لغام سان گڏ نوڙي يا وڏي جيڪا گهوڙي جي وات مٿان اچي.

**پُوزيون هڻڻ:** هٽڪارون ڪرڻ. ٻٽاڪون هڻڻ. خرمستي ڪرڻ.

**پوزيشَن:** ث (انگ) حيثيت. درجو. حالت.

**پوست:** ث (ف) چمڙي- کَلَ.

**پوستِين:** ث (ف) کَل مان ٺهيل ڪوٽ.

**پوسٽ:** ث (انگ) خط- چٺي. عهدو.

**پوسٽرُ:** ذ (انگ) وڏي ڪاغذ تي ڇپيل اشتهار.

**پوسرڻُ:** م. ساڙو ٿيڻ (زخم يا ڦٽ ۾). خارش ٿيڻ (ڦٽ ۾). جلڻ- ڪامڻ (اندر ۾). حسد ڪرڻ- خار کائڻ. بغض ۾ سڙڻ.

**پوسَل:** ث. آلي زمين (پاڻي، گهم يا سِمَ جي ڪري). پُسيل زمين. آلاڻ- نمي.

**پوشُ:** ذ (ف) پهرڻ جو ڪپڙو- لباس. ڍَڪ- غلاف. (ص) ڍڪيندڙ- پائيندڙ (چمڙاپوش، سفيدپوش وغيره).

**پوشاڪَ:** ث (ف) پائڻ جا ڪپڙا- لباس. وڳو.

**پوش پوش:** ندا. پاسي پاسي! پري پري! چتاءَ جو آواز (تہ پري ٿيو).

**پوشيدگِي:** ث (ف) لِڪَ. ڍڪيل هئڻ جي حالت. صفائي سُهڻائي (ڪپڙي لٽي ۾).

**پوشيدہ:** ص (ف) لڪل- ڳجهو- مخفي. ڍڪيل. نفيس- نازڪ (عادتن ۽ ڪپڙي لٽي ۾).

**پوکَ:** ث. ٻج وجهڻ (ٻنيءَ ۾). ٻَني- فصل. کيتي.

**پوکَ پوکڻُ:** نيڪيءَ جو ڪم ڪرڻ. ڪنهن سان ڀلائيءَ جو قدم کڻڻ. نيڪ يا بد عمل ڪرڻ.

**پوکڻُ، پوکِڻُ:** م. ٻج وجهڻ- ٻج ڇٽڻ. ڪنهن بہ فصل، وَلِ، ٻُوٽي، وڻ جو ٻج زمين ۾ وجهڻ. پوک ڪرڻ- فصل وجهڻ- ٻَني ڪرڻ.

**پوکِي:** ث. پوک- فصل.

**پوکِي راهِي:** ث. پوک ۽ ان جي حفاظت لاءِ چوڌاري آيل واڙ. ٻني ٻارو. هلندي پڄندي- اثر رسوخ.

**پولُ:** ذ. ڪنهن بہ شيءِ جو پوڀون حصو- پولهہ. ڍُونگو. (انگ) ٿنڀو.

**پول پڌرا ڪرڻ:** راز ظاهر ڪرڻ- عيب کولڻ.

**پولارُ:** ذ. پورُ- خال. زمين ۽ آسمان جو درمياني حصو- خلا.

**پولڙو:** ذ. اُٺ، گڏه وغيره جو ليڏوٺو.

**پولڙِي:** ث. رڍ ٻڪري جي ڦولڙي.

**پُوليسَ:** ث (انگ) امن امان رکندڙسرڪاري عملو- سپاهَ.

**پُوليس وارو:** ذ. سپاهي.

**پَوَنِ:** (ث (سن) هوا- واءُ.

**پَوَنِ چَڪِي:** ث. هوا جي زور تي هلندڙ جانده.

**پُونجِي:** ث. اصل رقم- مُوڙِي. ناڻو- سَرمايو.

**پَڻنچِي:** ث. هڪ ڳهه (ٻانهن ۾ ٻڌڻ لاءِ چانديءَ يا سونَ جي پَٽي). ڪُتِي جو روايتي نالو.

**پُونگَ:** ث. سَنها ٻچا (جيتن، جانورن جا).

**پُونگڙو:** ذ. ڪُتي يا ٻليءَ جو ٻچو.

**پُونمُ، پُونو:** ذ. چوڏهينءَ جو چنڊ.

**پُونءِ:** ث. ڦٽ ڦرڙيءَ جو ڳاڙو.

**پُونڙرو:** ذ. پاڻيءَ جو جيت.

**پونيَرُ:** ذ. اولاد. نسل- پِيڙهي.

**پَوڻُ:** م. ڪِرڻ- داخل ٿيڻ- اندر وڃڻ. ليٽڻ. ڊهڻ- ڪِرڻ (مٿان). اچڻ- نازل ٿيڻ.

**پَوِلو:** ذ. مُنو. اٺپورو.

**پَوِلو پوڻ:** ڪمزور ٿيڻ- هيڻو ٿيڻ. بيماريءَ ۾).

**پُولِي:** ث. ڪپهه جو ٻُرو (جنهن مان سُٽ ڪتجي).

**پوهُ:** ذ. سنبت سال جو هڪ مهينو.

**پوهڻُ:** م. چُلهه جي تَرَ وارِي ڪوسِي ڪِرِ يا ڇارَ ۾ پچائڻ (بصر، انبڙي، واڱڻ، پٽاٽو وغيره).

**پوءِ:** ظ. بعد- پڇاڻا. بعد ۾. ٿورو دير سان. پويان. پڇاڙيءَ جو. آخرڪار- نيٺ.

**پوءِ ڏاٿو، پوءِ ڏايو:** ص. اهو ماڻهو جيڪو ابي ڏاڏي غريب هجي پر پاڻ اوچتو شاهوڪار ٿي وڃي (اهڙو ماڻهو طبيعت ۾ هلڪڙو، بدمزاج، مِٺي خور ۽ بي مروت ٿئي).

**پوئلگُ:** ص. پيروي ڪندڙ- مقلد.

**پوئواري:** ث. سنيال ۽ يادگيري. سارسنيال- پرگهور.

**پُوئڻُ:** م. سوراخدار شيءِ ۾ ڌاڳو وجهڻ. وِنڌيل مٽين مڻڪن کي ڌاڳي ۾ ڳُنڊڻ- ڳُتڻ. ڪاغذن کي سلسلي ۾ رکڻ لاءِ سوراخ ڪري ڌاڳو وجهڻ.

**پُوئو:** ذ. ڪاچ ۾ آيل ڄاڄين ڪان مليل رقم- پَهتُ.

**پويان:** ظ. پنيان. پُٺ ۾. بعد- ڪان پوءِ. پٺ تي- پڇاڙيءَ ۾. پوئلگ. ڳولاٺو- ڳهورو.

**پويان پوڻ:** پٺ وٺڻ- تعاقب ڪرڻ. پيڇو ڪرڻ. پنيان لڳڻ.

**پويون:** ظ. پڇاڙيءَ وارو- آخري. پڇيون. گذريل (وقت).

**پويون پَهَرُ:** ذ. رات جو پڇاڙيءَ وارو وقت- سحر- اَسُر. عمر جو آخري وقت.

**پَهُ:** ذ. پَهو. پُور- خيال- ارادو. صلاح- رِٿ.

**پَهَ پچائڻ:** خيالي رٿون رٿڻ. منصوبا ناهڻ.

**پَهاجَ، پَهاجَ:** ث. ٻي عورت. مرس جِي هڪ زال هوندي ٻي زال.

**پَهاڙُ:** ذ. جبل- ڪوهه- ڏونگر.

**پَهاڙِي:** ص. جبل جو- جبلي- جابلو. ڪوهستاني. (ث) هڪ راڳڻي.

**پَهاڪو:** ذ. ڪنهن خاص واقعي جو ٿورن لفظن ۾ اشارو (مثلا "جڏهن ڪڏهن سنڌڙي توکي" قنداران جوڪو).

**پُهائي:** ث. پيڙهي- نسل.

**پَهتُ:** ذ. پُور- خيال. طريقو- دستور. مرٺي پرٺي ۾ مالي مدد طور ڏنل رقم.

**پُهتل:** ص. خدا رسيدو بزرگ. ولي الله.

**پَهچ:** ث. رسائي- پڄندي- پُڄت. وس- طاقت. اختيار- دخل.

**پَهچائڻ:** م. رسائڻ. موڪلڻ. اماڻڻ.

**پَهچڻُ:** م. رَسڻ- پُڄڻ. سهڙڻ (منزل تي). اچڻ (ٺڪاڻي تي). حاصل ٿيڻ.

**پَهَرَ:** ث. ماڻهو- شخص. پيهي (ٿر ۾ اونهاري ۾ رات جو سمهڻ يا ڪچهري ڪرڻ لاءِ). لوڙهو- واڙ.

**پَهَرُ:** ذ. ٽن ڪلاڪن عرصو (رات ڏينهن ۾ اٺ پهر

ٿين).

**پَھراڻُ:** ذ (ف. پيراهن) کُليل ٻانهُن ۽ ويڪري ڊگهي دامن وارو ڪڙتو.

**پَھرائڻُ:** م. پارائڻ- ڍڪائڻ (وڳو، ڪپڙا). مال کي چرڻ لاءِ روانو ڪرڻ.

**پَھرَڻُ:** م. اوڍڻ- ڍڪڻ (ڪپڙا، لباس). پائڻ (زيور). مال جو جهنگ ۾ چرڻ لاءِ وڃڻ.

**پَھرو:** ذ. حفاظت- سنڀال- نگراني- چَونڪي.

**پھرو وِهارَڻُ:** حفاظت لاءِ ماڻهو يا سپاهي مقرر ڪرڻ- چؤنڪي ڏيارڻ.

**پَھريدارُ:** ص. محافظ- رکوال- چؤنڪيدار.

**پَھرُو:** ذ. حلال جانور (ٻڪر، دُنبو، ڍڳو وغيره. جيڪو کهڻ لاءِ بيهارجي).

**پَھرِيات:** ث. پهرئين پيٽ واري (ڳئون، مينهن وغيره). پهريون ڀيرو. وياڻل.

**پَھريائيہ، پَھرِين:** ظ. شروع ۾- منڍ ۾.

**پَھريون:** ظ. اوائلي. ابتدائي- شروعاتي. اڳيون. مُنڍ وارو.

**پَھسُ:** ظ. اوچتو- اُمالڪ.

**پَھلُو:** ذ (ف) ٻانهَن- ٻازُو. پاسو (جسم جو ڪڇ وارو). طرف- ڏِس. ڏِي- سَهارو.

**پَھلُودار:** ص. گهڻ پاسائون (مثلاً: پنج پهلو. اٺ پهلو وغيره). گهڙيل پاسن وارو (ننگ يا ٻُڙو). حمايتي- طرفدار.

**پَھلوانُ:** ص (ف) بهادر- سورهيه. ملهه وڙهندڙ.

**پھلواني:** ث. بهادري- سورهيائي.

**پَھنائي:** ث (ف) ويڪر. بَرُ. ڪشادگي- پکيڙ.

**پَھڻُ:** م. پَهہ ڪرڻ. رِٽ رٽڻ. (ذ) جبل جو پٿر.

**پَھڻي:** ث. ننڍڙو پَهڻ- پٿر.

**پَھو:** ذ. ڪپهہ جو ڦِڙو. دوا يا عطر مان ٻُڏل ڪپهہ جو ڦِڙو. ڪپهہ يا ڪپڙي جو تَهہُ (ڦٽ ڦرڙي تي رکڻ لاءِ). اُٽيل اک تي رکڻ لاءِ دوا ۾ ٻڏل ڪپڙو. جهنگ يا ٻيلي جو پيچرو- چارو. ڪپ وارو گس. ڪوڏر ۽ ڪهاڙي جو پٽ وارو گول چلو (جنهن ۾ ڳن پوي).

**پَها بدڻ:** دوا ڪرڻ. حيلا ڪرڻ.

**پَھون:** ث. رڍون ٻڪريون.

**پَھي:** ص. واٽ وٺي هلندڙ- پانڌي. قاصد.

**پَھيڙو:** ص. پَهي.

**پِئا، پِئان:** ظ. پنيان. ڪان پوءِ.

**پِئتَل، پِئنتَلَ:** ث. واهہ جا ڪَپر (جن تان پاڻي لهي ويو هجي).

**پِئجَڻُ:** م. پوڻ- داخل ٿيڻ. سمائجڻ. ڪِرڻ- ٻڌڻ.

**پِئجي رهڻ:** ليٽي پوڻ. بيمار ٿيڻ.

**پِئرو:** ذ. هيڊو- پيلو- زرد رنگ.

**پِئسينجَرُ:** ذ (انگ) ريل گاڏي وغيره تي سوار ٿيندڙ ماڻهو.

**پِئنڊُ:** ذ. ٽلهي رسي جو ڏاوڻ.

**پِئُون، پَؤُن:** ذ. چڪي جو هڪ داڻي وارو پاسو. نشان (پيرن جو). پيرُ.

**پِئُون پارهن:** ذ. ڀاري جي راند ۾ جيت جو داءُ. ڪاميابي. فتح- سوڀ.

**پِئُون ڪڍڻ:** پير ڪڍڻ. اهڃاڻن تي ڳولا ڪرڻ.

**پِئُون سَٽ:** ظ. اينڊي شرط. يڪدم.

**پِئُوڻ، پَؤُڻ:** ث. گهٽتائي- ڪمي. اوڻهي ڪڏ.

**پِئُوڻو، پَؤُڻو:** ص. مُنو. گهٽ. هيٺو- ڏٻرو.

**پِئُوڻو پوڻ:** ضعيف ٿيڻ. بيماري ۾ ڏبرو ٿيڻ.

**پِئي:** ث. غسلخانو. ڪاڪوس.

**پِئشُ، پِئہ:** ذ (هندي. پِيَا) محبوب- پيارو.

**پيادَلُ**؛ ص. پيادو.

**پيادو**؛ ص (ف. پياده) پيرين پنڌ. شطرنج جو هڪ مُهرو.

**پيارُ**؛ ذ. محبت- قرب- پريم. حُب. عشق.

**پيارَڻُ**؛ م. ڏيڻ (پاڻي، شربت، دوا وغيره). زمين کي پاڻي ڏيڻ. ادا ڪرڻ (رقم). ڇڪائڻ (بيڙي، چلم).

**پيارو**؛ ص. پيار وارو- جنهن سان پيار هجي. محبوب- معشوق. دوست. دل گهريو. (ث. پياري).

**پيازُ**؛ ذ (ف) بصر.

**پيازِي**؛ ذ. هلڪو گلابي رنگ (جيڪو بصر جي کل جهڙو ڳاڙهيڙو ٿئي).

**پياسَ**؛ ث (سن) اُڃ- تونس. اُڪير- سِڪَ. محبت- قرب.

**پياسو، پياسِي**؛ ص. اُڃايل. سِڪايل. خواهشمند. (ث. پياسي).

**پياڪُ**؛ ص. پيئندڙ. نشو وغيره پيئڻ جو هيراڪُ- هانداڻي.

**پيالو**؛ ذ.(ف. پياله) هڪ قسم جو ٿانءُ (پاڻي وغيره پيئڻ لاءِ). وَٽو. جام. ٺولهو.

**پيالو پيئڻ**؛ وفات ڪرڻ (بزرگ ولي الله لاءِ چئبو).

**پيالِي**؛ ث. ننڍو پيالو. وٽي.

**پَيامُ**؛ ذ (ف) نياپو- پيغام- سنيهو.

**پَيامبَرُ**؛ ص. نياپو رسائيندڙ- پيغامبر.

**پَيامِي**؛ ص. نياپو کڻي ويندڙ.

**پيتامبَرُ**؛ ذ (سن) ڪپڙي جو هڪ قسم (سونهري يا پيلو ريشمي ڪپڙو). سورج ونسي مت وارا هندو فقير (جيڪي پِيلي رنگ جي ساڙهي اوڍين).

**پيٽِي**؛ ث. ڪاٺ جي صندوق. ڳُجهه.

**پيٽُ**؛ ذ. شڪم. معدو. حمل. جَرُ- وياءُ. ڳُجهه. درياءَ وغيره جو وچڪر وارو حصو.

**پيٽَ پَرائي**؛ ث. بي پرواهي- لاغرضي. وڏائي.

**پيٽُ پرجڻ**؛ ڍؤ ٿيڻ. مَن وڌڻ. ڍَؤ ۾ مستي ٿيڻ.

**پيٽ پريل**؛ ص. ڍاول. ساڻو آسودو. شاهوڪار. بي فڪر. مغرور.

**پيٽ لرڻ**؛ ڪنهن ٿڌي اثر واري شيءِ کائڻ پيئڻ سان پيٽ جي گرمي لهڻ. وير وئڻ سان اندر جي باه لهڻ.

**پيٽ پالڻ**؛ ڏکيو سکيو گذران ڪرڻ.

**پيٽَ سان**؛ ظ. حامله- ڳورهاري.

**پيٽ واري**؛ حامله- پيٽ سان.

**پيٽُو، پيٽِي**؛ ص. وڏي پيٽ وارو. گهڻو کائيندڙ.

**پيٽ مُنو**؛ ص. پيٽي- گهڻ کائُو.

**پيٽارَڻُ**؛ م. هضم ڪرڻ (ڪاڌو). سَهڻ (صدمو، جٺ ٺٺ). عادي ٿيڻ.

**پيٽارو**؛ ذ. مڇي پلي جو پيٽ وارو حصو.

**پيٽَڻُ، پيٽڻُ**؛ م. اوتڻ- هارڻ. اُٿلائڻ (ٿانءُ)- اونڌو ڪرڻ.

**پيٽو**؛ ذ. پيٽ وارو حصو. ڪپڙي يا ڪٺ جي اٿاوت ۾ وچڪر وارو حصو.

**پيٽِي**؛ ث. چيلهه ۾ ٻڌڻ لاءِ چمڙي يا ڪپڙي جي پَٽي- ڪمربند. بلبل جي چيلهه ۾ ٻڌل ڏورو.

**پيٽرولُ**؛ ذ (انگ) هڪ قسم جو معدني تيل.

**پيٺِ**؛ ث. ٻَها- اگهه.

**پيٺو**؛ ذ. ڪَدوءَ جي قسم جو هڪ ڦِٽو (ڀاڄيءَ طور ڪم اچي).

**پيڻي**؛ ث. مانهَ يا مگن جو اٽو (اُٻٽڻ طور ڪم اچي).

**پيپُ**؛ ذ. لوهه يا ڪاٺ مان ٺهيل وڏو گول دٻو (تيل يا شراب رکڻ لاءِ).

**پيپَرُ**؛ ذ (انگ) ڪاغذ- پنو. امتحان جو سوالنامو.

**پيچَ:** ث. ربَ. پچَ. تمام پٽڙو پَٽُ.

**پيچِي:** ث. چانورن جي پچَ. ربَ. ٿهڪايل چانورن جو پاڻي (ڪپڙن کي ڪلف ڏيڻ لاءِ).

**پيچُ:** ذ (ف) وراڪو- وڪڙ- وَٽُ. وَرُ- ڦيرو. مروڙو (پيٽ جو)- گھمرو. فريب. لغڙن جو داءُ.

**پيچ تاب:** ذ. وٽ سٽ. لوچ پوچ.

**پيچدارُ:** ص. وروڪڙ وارو. مُنجهيل.

**پيچ پائڻ:** وڪڙ وجهڻ. محبت ۾ گرفتار ڪرڻ.

**پيچ وخمر:** ذ. وروڪڙ- ڏِنگ وِنگ.

**پيچَ:** ث. پوک کي پاڻي پيارڻ. پوک کي پاڻي ملڻ جو ذريعو (واهه، شاخ). ٻنيءَ کي پاڻيءَ جي رسد.

**پيچرو:** ذ. ماڻهن ۽ جانورن جي هلڻ سان پيرن جي نشانن مان ٺهيل سنهي واٽ- چارو.

**پيچش:** ث (ف) مروڙ سان ڪاڪوس اچڻ جي بيماري.

**پيچَڻُ:** م. پيئجڻ (پاڻي، شربت وغيره). پاڻي ملڻ (پوک کي). ادا ٿيڻ (رقم).

**پيچيدگِي:** ث (ف) وروڪڙ- ڏِنگ ڦير. مونجهارو. مشڪلات.

**پيچيدہ:** ص (ف) وروڪڙ وارو. وِيڙهيل. منجهيل.

**پيچو:** ذ. پٺيون پاسو. پٺ. پويون حصو. تعاقب.

**پيچو ڪرڻ:** پٺ وٺڻ- تعاقب ڪرڻ.

**پَيدا:** ظ (ف) ظاهر. ڄڻيل. خلقيل. مُيسر- دستياب. موجود. لڌل. (ث) ڪمائي. اُپت. فائدو.

**پيدا ڪرڻ:** وجود ۾ آڻڻ- خلق ڪرڻ. ظاهر ڪرڻ. حاصل ڪرڻ. اُپائڻ.

**پيداوارِ:** ث. پوک- فصل. (واپار يا فصل جي) ڪمائي. اُپت- آمدني.

**پَيدا گِيرُ:** ص. ناجائز طريقي سان پئسا ڪمائيندڙ. هٿڙي باز. ڳنڍي ڇوڙ.

**پَيدائِش، پَيدايش:** ث (ف) خلقت، اُپائڻ. حاصلات. آمدني- اُپت. ڪمائي- فائدو.

**پَيدائشي:** ص. اصلي. قدرتي. فطري.

**پَيدَلُ:** ص. پند هلندڙ- پيادو.

**پيڊِي:** ث. لکپڙهه جي سامان رکڻ لاءِ ڪاٺ جي ننڍڙي پيٽي (عموما دڪاندارن ۽ منشين لاءِ).

**پيرُ:** ذ. پَگُ- قدم. پيرو.

**پيرُ اُکڙڻ:** بي دخل ٿيڻ. شڪست کائڻ. بنياد پٽجڻ. ڀاڄ کائڻ.

**پيرُ پَرڻ:** اچڻ جي تڪليف وٺڻ. تشريف فرما ٿيڻ. مهرباني وارو قدم کڻڻ. شادي غمي ۾ شريڪ ٿيڻ.

**پيرُ پائڻ:** لنگھي اچڻ- داخل ٿيڻ (گھر، اوطاق ۾). حددخلي ڪرڻ.

**پيرُ پَنڌُ:** ذ. مرٽي پرٽي اچ وڃ جو رستو.

**پيرُ ڏيڻ:** عورتن جو پٽر تي اچي عذرخواهي ڏيڻ.

**پيرُ ڊِگھيرڻ:** وت کان ٻاهر هلڻ. آمدني کان وڌيڪ خرچ ڪرڻ.

**پيرُ ڪڍائڻ:** ذميداري قبول ڪرڻ کان انڪار ڪرڻ. اُتوري ڪم کان پوءِ جواب ڏيڻ.

**پيرَ ڪڍڻ:** ڏک ڪڍڻ. ڪا اوچتي ڳالهه ٻڌائي حواس گم ڪرڻ.

**پيرَ ڪڙي:** ث. قيديءَ کي پيرن ۾ ٻڌل زنجير سان ڪڙي.

**پير کڻڻ:** پيرن جي نشانن تي هلڻ- پيرو کڻڻ. برادريءَ جو سڏ پرڻ. هلت هلڻ. وک کڻڻ. تعلق وڌائڻ.

**پيرين پيادو:** ظ. بنا سواريءَ جي پنڌ- پيادو.

**پيرُ:** ذ (ف) پوڙهو- ٻُڍو. بزرگ. مرشد.

**پيرانہ سالي:** ث. پيري- پوڙھپڻ.

**پيرن جي مهل:** ث. فجر- پريات.

**پيرايپت:** ث. پيرن جي سڃاڻپ (شڪي ماڻھو جي پيرن جي ڏوھيءَ جي پيرن سان پيٽ).

**پيراڏو:** ص. پيرَ سڃاڻيندڙ (ماڻھو ۽ مال جو) پيرِي.

**پيراستہ:** ص (ف) سينگاريل- مُزيّن.

**پيراندِي:** ث. کٽ جو پيرن وارو پاسو. (ضد. سيراندي).

**پيراڻتو:** ص. ننھن کان چوٽيءَ تائين. سربستو- تفصيلي.

**پيرايہ:** ذ (ف) سينگار- زيبائش. طريقو- ڍنگ.

**پيرڙيو:** ص. اھو ٻار جنھن جا ڄمڻ وقت پهريائين پير ظاهر ٿين.

**پيرِ- مُغان:** ذ (ف) آتش پرستن جو پيشوا. شراب خاني جو مالڪ.

**پيرو:** ذ. پيرن جا نشان (ماڻھو يا چوپائي جا). ڪاهجي ويل جانور جو پير کُر.

**پيرو کڻڻ:** پُٺ وٺڻ. ڳولا ڪرڻ.

**پَيرَو، پيروڪار:** ذ (ف) پيروي ڪندڙ. نقش قدم تي هلندڙ. پوئلڳ.

**پيروُن:** ذ. کبڙ جو ڦرُ (ھہ قسم: ڳاڙھا مِٺا ۽ اڇا کارا). کٽ جي پيراندي وارو اوپرو.

**پَيرَوِي:** ث (ف) تقليد. اطاعت. حڪم جي پوئواري.

**پيرسَنُ، پيرمَردُ:** ص (ف) پوڙھو- کُراڙو.

**پيرِي:** ث (ف) پوڙھپڻ- ٻُڍاپو. ضعيفي. بزرگي. مرشدي.

**پيري مُرِيدي:** ث. تلقين ۽ اطاعت.

**پِيڙَ:** ث. سُورَ جي سختي. آزار- بيماري.

**پِيڙا:** ث (سن) سُورَ- عذاب. روڳ- مرض.

**پيڙجَڻُ:** م. گهاڻي ۾ پوڻ. نپوڙجڻ. سخت تڪليف ۾ اچڻ.

**پِيڙَڻُ، پيڙڻُ:** م. ٻن شين جي وچ ۾ زور ڏيئي چِپَڻ. چيپاڻڻ. تيلي ٻج يا مغز کي گهاڻي ۾ وجهي تيل يا روغن ڪڍڻ. تيل ڪڍڻ. نپوڙڻ. آزارڻ. ستائڻ.

**پيڙو:** ذ. چاڻو (اٽي جو) مائي مان ٺهيل هڪ مناسب- کيرپُڙو.

**پيڙھہ:** ث. بنياد (پِٽ يا جاءِ جو)- پاڙ.

**پيڙهو:** ذ. ڪاٺ جي صندلي. ويهڻ لاءِ ڪکن ڪانن مان ٺهيل ننڍڙو مُوڙو.

**پيڙھي:** ث. نسل- پشت. خاندان جي وڏن يا اولاد جو سلسلو.

**پيڙهي پُٽڻ:** وڏن کي گاريون ڏيڻ ۽ بدنيڪي ڪرڻ.

**پيڙهياتو:** ص. شريف گهراڻي وارو. وڏ گهراڻو. خانداني. اصل نسل خصوصيتن وارو.

**پَيزارِ:** ث (ف) جُتي- ڪفش.

**پيسائِي:** ث. پيهائي (ان اٽو).

**پيسٽرِي:** ث (انگ) مکڻ يا ڪريم لڳل ڪيڪ.

**پيسجَڻُ:** م. پيسجي اٽو ٿيڻ. ظلم ۾ ڳهڻ.

**پَيسجِي وڃڻ:** اٽو ٿي وڃڻ. تباھہ ٿيڻ. مصيبت ۾ بيحال ٿيڻ.

**پَيسو، پَئسُو:** ذ. ٽامي جو هڪ سِڪو. ناڻو.

**پَيسو ڏوڪڙ:** ذ. ڌن دولت. مال ملڪيت.

**پيسِي:** ث. ڪتل جي ڳڙي.

**پيش:** ظ (ف) سامهون- اڳيان.

**پيش اِمامُ:** ذ. نماز ۾ اڳواڻي ڪندڙ امام.

**پيش بَندي، پيش بِينِي:** ث. اڳ ويچار- دورانديشي.

**پيش پوڻ:** نماڻائي سان آڏو حاضر ٿيڻ. آڻ مڃڻ.

**پيش خيمو:** ذ. اهو تنبو جيڪو اڳواٽ اڳين منزل تي موڪليو وڃي (تہ جيئن پهچڻ تي تيار ملي).

**پيشُ:** ذ. خالص سونُ- نج سونُ (جيڪو چوويهہ قيراط وزن وارو هجي).

**پيشابُ:** ذ (ف) مُٽ- ريلو.

**پيشانِي:** ث (ف) نراڙ- جبين.

**پيشتَر:** ظ (ف) پهريائين- اڳ ۾.

**پيش رَفت:** ث (ف) اڳيان وڌڻ. اڳرائي.

**پيشرَو:** ص (ف) اڳيان هلندڙ. گذري ويل (حاڪم، اڳواڻ).

**پيشقَدمِي:** ث (ف) اڳرائي. اڳوائي. سبققت.

**پيشڪَش:** ث (ف) آڇ- صلاح.

**پيشسگوئِي:** ث (ف) پيشنگوئي.

**پيشگِي:** ث (ف) سُوٽي- بيعانو.

**پيشگيرُ:** ذ (ف) زنانو پَڙو.

**پيش نظر:** ظ (ف) سامهون- روبرو. اکين اڳيان.

**پيشنگوئِي:** ث (ف) ڪنهن واقعي جي اڳواٽ ڏنل خبر- اڳڪٿي.

**پيشو:** ذ (ف. پيشہ) ڌنڌو- ڪِرت. ڪسب.

**پيشوا:** ذ (ف) اڳواڻ. رهبر- رهنما. سردار.

**پيشوائِي:** ث. اڳوائي- قِيادت. رهنمائي.

**پيشوازُ:** ذ (ف) عورت جو هڪ لباس- پَڙو. ناچُڻ جي پائڻ جو گهاگهرو.

**پيشہ وَرُ:** ص (ف) ڌنڌي وارو- ڪاسبي. هنرمند.

**پيشِي:** ث (ف) حاضري. شنوائي (عدالت ۾). شام- پوچاڙي.

**پَيغامُ:** ذ (ف) نياپو- سنيهو. اطلاع. زباني احوال.

**پَيغامَبرُ:** ذ. نياپو ڏيندڙ- قاصد.

**پَيغَمبَرُ:** ذ (ف) خدا جي طرفان حڪم آڻيندڙ- رسول.

**پيڪا:** ذ. زال جو ماءُ ۽ پيءُ.

**پَيڪارُ:** ذ (ف) لڙائي- جنگ.

**پَيڪانُ:** ذ (ف) ڀالي يا تيرَ جي نوڪ. ڀالو. تيرُ.

**پَيڪَرُ:** ذ. (ف) شڪل- صورت. مُنهن- روپ.

**پَيڪَڙو:** ذ (ف) پيرن ۾ وجهڻ جو زنجير. پيرڪَڙي- بيڙي. جانور يا وهٽ جي اڳين پيرن ۾ ٻڌڻ جي رسي.

**پيڪُ:** ذ. چاه. ڏيٽ- واقفيت.

**پيگُ:** ذ (انگ) ڍُڪُ (شراب جو).

**پيگُ پاٽِي:** ذ. پيالو پاٽي. فقيرائي محفل.

**پيلُ:** ذ (ف) فِيل- هاٿي.

**پيلبانُ:** ذ. هاٿيءَ کي هلائيندڙ مهاوت.

**پيلتَنُ:** ص. هاٿيءَ جهڙو (ٿلهو). وڏي بُوتي وارو.

**پيلاڻِ:** ث. زردي- هيداڻ.

**پيلپائو:** ذ. ٿنڀ- سُتون.

**پيلڪَ:** ث. ٻوڙ. تکي ٻوڙ.

**پيلو:** ذ. اَنُورو- خصيو.

**پيلو:** ص. هيڊو- زردو- ڦِڪو. (ذ) ٻاڻ- تِيرُ.

**پَيمانُ:** ذ (ف) عهد- اقرار. واعدو.

**پَيمانو:** ذ (ف. پيمانہ) اناج وغيره مَئڻ جو ٽانءُ- ماڻُ. ماپڻ جو اوزار. پيالو- جام (شراب جو).

**پَيمائش:** ث (ف) مــاپ- ڪَڇ. ڪَٽَ. زمــين جي ڪٽ- ايراضي.

**پِيَن:** ث. (انگ Pen) سليٽ تي لکڻ لاءِ پٿر جو قلم. مس وارو قلم- انڊپين.

**پَينارُ:** ذ. پينُو- گدا. منگتو- سوالي. فقير.

**پَينچُ:** ذ. پَنچُ.

**پَينچاتَ:** ث. پَنچات.

**پَينڊُ:** ذ. مينهن اُٺ وغيره کي اڳين ٽنگن ۾ ٻڌڻ جو

رسو.

**پينڙاتُ، پينڙياتُ:** ص. پينو- گداگر.

**پينسِلَ:** ث (انگ) گريفائيٽ جي گوري وارو ڪاٺيءَ مان ٺهيل قلم.

**پينشِنِ:** ث (انگ) ملازمت جي مدت ختم ٿيڻ بعد مقرر رقم (جيڪا مرڻ گهڙيءَ تائين ملازم کي ملندي رهي).

**پينشن بردار:** ص. پينشن کڻندڙ رٽائر ملازم.

**پينگهه:** ث. لوڏ. وڻ ۾ ٻڌل جُهولو.

**پينگهو:** ذ. جُهولو- هندورو.

**پينُو:** ص. پِنندڙ- رڳو پنڻ جي ڌنڌي وارو.

**پينو:** ص. اندران سخت- نَهرو (ڪاٺ).

**پينُ:** ذ. چانورن جي پيچي (ڪپڙي يا سُٽ کي سخت ڪرڻ لاءِ). وڻ جو هڪ قسم. هڪ قسم جو ڊانڊي پکي. (جنهن جو تيل دوا طور ڪم اچي).

**پيَڻِ:** ث. بلا جو هڪ قسم (خصوصا 'تر' ۾ ٿئي).

**پيَڻُ، پيڻُ:** م. پاٿي يا ڪا پاٿيٽ واپرائڻ. چِڪڻ (تماڪ). چُهڻ- جذب ڪرڻ.

**پيرَ:** ذ (هہ) محبوب.

**پِيُو:** ذ. پيءُ- ابو.

**پيوڙي:** ث. پِيلي رنگ جي مِٽي- پيلو رنگ.

**پَيوَست:** ص (ف) جَڙيل- ڳنڍيل- پِيَتَل.

**پَيوَسته:** ص (ف) مليل- جڙيل- ڳنڍيل. چنبڙيل. ڪُپايل. لاڳيتو- مسلسل.

**پَيوَندُ:** ذ (ف) جوڙ- ميلُ. ڳانڍاپو. تعلق. چَتي. ڳنڍُ. هڪڙي وڻ جي شاخ ٻئي وڻَ ۾ هڻڻ.

**پَيوَندي:** ص. قلم هنيل (وڻ)- چشمو لڳل (وڻ).

**پيهه:** ث. پيسجڻ جي حالت (ڳاهڻ ۾). ڳاهڻ- سوڙهه (ماڻهن جي). چپ- پيڙ.

**پيهه پيهان:** ثِ. گپاگيهه- ڪُلهي گس. سوڙهه گهٽ.

**پيهَرِ:** ث. لوڙهو (ٻنيءَ کي).

**پيهائي:** ث. اٽو وغيره پيهائڻ جي اجرت.

**پيهائڻُ:** م. اٽو ڪرائڻ. جنڊيا جانڊهه ۾ سنهون ڪرائڻ.

**پَيهَم:** ظ (ف) لاڳيتو- متواتر- هڪ ٻئي پٺيان.

**پيهَڻُ:** م. گِهڙڻ- اندر ٿيڻ- داخل ٿيڻ.

**پيهَڻُ:** م. اٽو ڪرڻ (چڪيءَ يا جنڊ ۾). ڪَرٽڻ (ڏند).

**پيهٽو پيهَڻ:** سخت محنت ڪرڻ- سخت پورهيو ڪرڻ.

**پيهي چڏڻ:** اٽو ڪرڻ. ڪُٽي ذرا ذرا ڪرڻ. تباه ڪرڻ.

**پيهو:** ذ. پوک جي سنڀال ۽ جهار هڪلڻ لاءِ ٻنيءَ ۾ ٺهيل عارضي ڇَپَرُ.

**پيهي:** ث. ننڍڙو پيهو. اڱڻ ۾ يا گهر کان ٻاهر سمهڻ لاءِ ننڍڙو پيهو.

**پيءُ:** ذ ابو- بابو- والد.

**پيئيتو:** ص. پيءُ جو اولاد (پر ماءُ ٻي مان هجي).

**پيَرو:** ذ. مڪڙو گهوڙو- سَمند گهوڙو.

# ج

**ج:** ث. اُچار "جيم". سنڌي الف- بي جو يارهون اکر. فارسيءَ جو ڇهون ۽ عربي جو پنجون اکر.

ابجد موجب عدد (٣).

**جاٻجا، جاءِ بجاءِ:** ظ (ف) هرهنڌ- جتي ڪٿي.

**جابِرُ:** ص (ع) جبر ڪندڙ- ڏاڍ ڪندڙ- زبردست.

**جابلُو:** ص. جبل جو. پهاڙي (جانور وغيره).

**جابولَ:** ث. چوٻول.

**جاتِي:** ث (سن. جاتيہ). فرقو. جماعت.

**جاٽَ:** ث (سن. ياتر) جاترا- تيرٿ. (اُڏيري ۾ جاٽ جو ميلو) هرَ سان کيڙيل (ڏهن ويهن اوڙن وارو زمين جو ٽڪر).

**جاٽا:** ث (سن. ياترا) ياترا- تيرٿ.

**جاٽِي:** ص. جاتري- ياتري.

**جاٽولو:** ص. (ڏڻ کان ٽٽل يا رُليل چوپايو ڍور. ڇڙواڳ- نڌڻڪو.

**جاڻو:** ز. جاڻنو.

**جاڄَڪُ، جاڄِڪُ:** ص. منگتو- نقير- سوالي. ڳائي خيرات وٺندڙ منگتو.

**جاڄَ:** ث. ’ڏسو جانچ‘

**جادَ:** ث. باس باسيل وارن جي چڳ (جيڪا چوٽيءَ يا لونڊڙيءَ تي ڇڏيل هجي).

**جادا:** ذ. ڇَتڙا. لونڊڙين وارا وار. مِينڍا.

**جادَمُ:** ذ. سمن جي قبائلي پيڙهيءَ ۾ وڏو ڏاڏو هڪ مشهور سمو سخي سردار.

**جادُو:** ذ (ف) سحر- طلسم. مَنڊُ- منتر.

**جادُوگرُ:** ص. جادو ڪندڙ- ساحر.

**جادُوگرِي:** ث. جادو جو هنر- طلسم.

**جادَه:** ذ. رستو- گسُ. رسم- دستور.

**جاڏو:** ص. وڏو اوچو ڏکيو (جبل) سگهارو. جاڻنو- پهلوان.

**جاذِبُ:** ص (ع) جذب ڪندڙ- ڇهندڙ. ڪشش ڪندڙ. ڇڪيندڙ.

**جارُ:** ذ. جوش جذبو. ڳڻتي- فڪر. اُدمو. ڏک. افسوس.

**جارڪَ:** ث. ڪارڪ- (ڪچي جو ميوو).

**جارو:** ذ. گهر جي پٽ ۾ ٺهيل ڳڙڪُ. سامان (رکڻ لاءِ)- طاق.

**جارُوبُ:** ذ (ع) ٻُهارو- جهاڙو.

**جارُوب ڪَش:** ذ. ٻهاريدار.

**جارِي:** ظ (ع) وَهندڙ. هلندڙ. چالُو- رائج.

**جاڙَ:** ث. ڏاڍ- ظُلم. جُٽ.

**جاڙا:** ص. ۾ گڏ ڄاول (ٻار، ڦر).

**جاڙا پرُون:** ذ. وڏا ءِ گهاٽا پرونُ (جيڪي بناوٽيءَ جي هڪ ٻئي سان ڳتيل هجن).

**جاڙو:** ص. ٻن گڏ ڄاول ٻن ٻارن يا ڦرن مان هڪڙو ٻار يا ڦُر. (ث. جاڙي).

**جازتِي، جاستِي:** (ف. زيادتي). مقرر انداز يا تور کان زياده- وڌيڪ- سَرس.

**جاسُوس:** ذ (ع) ڳجهيءَ طرح خبر لهندڙ- چارِي.

**جاسُوسِي:** ث. خفيہ طور خبر لهڻ جو پيشو.

**جافرآن:** ث (ع. زعفران) زعفران- ڪيسَر.

**جاڪيٽُ:** ذ (انگ) ننڍو ڪوٽ. (پائڻ جو)

**جاڪَ:** ث. سونُ اُجارڻ جو مصالحو. اوجَرُ.

**جاڪڻُ:** م. ”جاڪ“ هڻي اُجارڻ (ڳهہ).

**جاڪوڙَ:** ث. ڪشالو- جفاڪشي. ٻج ڊوڙ واري ڳولا ڦولا. سخت محنت وارو پورهيو.

**جاڪوڙڻُ:** م. ڪشالا ڪڍڻ. سخت محنت ڪرڻ. جفاڪشيءَ سان حاصل ڪرڻ.

**جاڪوڙو:** ج جاڪوڙا: جاڪوڙ.

**جاڪوڙا ڪڍڻ:** ڪشالا ڪڍڻ. ڏاڪڙا ڏسڻ.

تڪليفن کي مُنهن ڏيڻ.

**جاگرافِي:** ٿ (انگ) ڌرتيءَ جو علم. علم الارض.

**جاگِيرَ:** ٿ (ف) حاڪم طرفان انعام طور مليل زمين.

**جاگِيردارُ:** ص. جاگير جو مالڪ.

**جاڳَ:** ٿ. سجاڳي بيداري- ننڊ مان سارَ.

**جاڳائڻُ:** م. سجاڳ ڪرڻ- بيدار ڪرڻ. ننڊ مان اُٿارڻ. خبردار ڪرڻ.

**جاڳِتو:** ذ. ٽانڊو.

**جاڳِرِ:** ٿ. جنُ پُوت ڪڍڻ لاءِ سُرندي جي لهرن تي ٽوٽن ٿيڻ جو عمل.

**جاڳڻُ:** م (سن. جاگر) سجاڳ ٿيڻ- بيدار ٿيڻ. اٿڻ (ننڊ مان). اوجاڳو ڪرڻ. خبردار ٿيڻ.

**جاڳو:** ذ. رات جي بيداري- اوجاڳو. شادي جي ڏينهن کان اڳ واري رات جو زالن جو جشن رمضان شريف ۾ روزي رکڻ لاءِ جاڳائڻ جو نظم.

**جاڳوتو:** ذ. نوڙ جيڪو جوڳي فقير مٿي کي ويڙهين- سيلهو.

**جاڳَهه:** ٿ. گهر جي جاءِ. جڳهه- هنڌ. ماڳ.

**جالُ:** ذ. گهڻو- جهجهو- بي انت.

**جالارُ:** ذ. گهڻو پاڻي (برسات جو، دريا جو).

**جالارو:** ص. گهڻو وهندڙ (پاڻي)- جهجهو پاڻي.

**جالنگُ:** ذ. ڏاس جو ٿلهيل وڏو ٻورو. ڦرن جي ڏاٿڻ کان بچاءَ لاءِ چوپائي جي ٽڻن تي چڙهيل ڳوٿري.

**جالِڻُ، جالِڻُ:** م. گذارڻ- گهارڻ. بَسر ڪرڻ. ڪاٽڻ (حياتي). جيئَڻ نباهڻ.

**جامُ:** ذ (ف) پيالو (ظ) گهڻو- جهجهو. تمام گهڻو.

**جامِ جَمِ:** ذ. جمشيد بادشاه جو روايتي پيالو (جنهن ۾ دنيا جا حالات ڏسندو هو).

**جامِدُ:** ص (ع) جميل. پهڻ وانگر هڪ هنڌ پيل.

**جامَردُ، جامَرّدُ:** ص. جوان مڙس. سگهارو ۽ پهلوان مڙس.

**جامِعُ:** ص (ع) جمع ڪندڙ- گڏ ڪندڙ. مڪمل (تفصيل سان). سربستو.

**جامع مَسجِد:** ٿ. شهر جي وڏي مسجد (جنهن ۾ جمعي جي نماز ٿئي).

**جامِعَهَ:** ٿ (ع) اعليٰ تعليم واري درسگاه- يونيورسٽي.

**جامو:** ذ (ف. جامه) ڪپڙو. لباس- پوشاڪ. ڊگهو چولو. پهراڻ. فقيرن جو ڊگهو چولو- ڪَفني.

**جامو مٽائڻ:** وفات ڪرڻ- لاڏاڻو ڪرڻ.

**جاميٽري:** ٿ. پيمايش جو علم- اقليدس.

**جانِ:** ٿ (ف) روح- ساه. حياتي. جسم. بت. بدن. حوصلو. طاقت. سگهه.

جان آفرينِ: ص. ساه وجهندڙ. خدا تعاليٰ.

**جان جوکي ۾ وجهڻ:** مصيبت ۾ ڦاسڻ. سخت تڪليف هيٺ اچڻ.

**جانارُ:** ذ. ڏسو جانورُ.

**جانَبُ:** ذ (ع) طرف- پاسو.

**جانبدارُ:** ص. پاسو ڪندڙ- طرفدار. حمايتي.

**جانِبُ، جانَبُ:** ذ (ف) پيارو- محبوب. دلدار. جاني.

**جانيُوتو:** ذ. جَهپ هٺي ڪسڻ- جهپو. رانيُوتو.

**جانيُوتجَڻُ:** م. رانيوتا هٽي وڙهڻ.

**جانئو:** ذ. ملهه جو هڪ داءُ- جانو. (ص) مضبوط هڏ ڪاٺ وارو. سگهارو.

**جانئا هٽڻ:** انگڙا هٽڻ. رندڪون وجهڻ.

**جانبازُ:** ص (ف) جان جي بازي لڳائيندڙ (پهلواني ۾). بهادر پهلوان.

**جانبازي:** ث. سخت خطري ۾ ڪڏي پوڻ. بهادري.
**جانِ بَخشِي:** ث. (ف) جيئدان- موت کان معافي.
**جان بَلَب:** ظ (ف) ساهہ چپن تي- مرڻ ويجهو.
**جانچَ:** ث. امتحان- آزمايش- پرک. چڪاس- تپاس. پڇا ڳاڇا. ڳولا ڦولا. تلاش. نظرداري- سنڀال. تفتيش (واردات جي).
**جانچ پڙتال:** ث. نظرداري. مٿاڇري چڪاس.
**جانچ جُونچَ:** ث. چڪاس. ڳولا ڦولا. وڙول.
**جانچَڻُ:** م. ڏسڻ- نهارڻ. تڪڻ. چڪاس. پرکڻ. ڳولا ڪرڻ. نظر ۾ رکڻ.
**جانچي ڇڏڻ:** ڏسي ڇڏڻ. نظر ۾ رکڻ
**جانچوس:** جاسُوس.
**جانچُوسي:** ث. جاسُوسي.
**جانداهہ، جاندَهہ:** ث. وڏو جَنڊ- چَڪي.
**جاندارُ:** ص (ف) ساهوارو- حيوان. همت وارو.
**جان فِشانِي:** ث (ف) سخت محنت- ڏاڍي ڪوشش.
**جانڪاهہ:** ص (ف) ساهہ سُڪائيندڙ. سخت تڪليف وارو.
**جانڪيتان:** ظ. جيستائين. تان ٻہ.
**جانِڪَنِي:** ث (ف) سڪرات- پويان پساهہ.
**جانڪَستو، جانگسَتو:** ص. همت پريو- طاقتور- سگهارو. دلير.
**جانگدازُ:** ص (ف) جانِ کي ڳاريندڙ- مارِيندڙ.
**جان نِثارُ:** ص (ف) ساهہ فدا ڪندڙ- وفادار.
**جانو:** ذ. پڇتاءَ ظاهر ڪرڻ يا معافي وٺڻ لاءِ نڪ تي آڱر ڳهڻ. توبهہ.
**جانا پرڻ:** معافي يا بيزاريءَ لاءِ توبهہ ڪرڻ.
**جانِوَرُ:** ذ (ف) ساهوارو- حيوان. ڍور. (ص) اڻ سڌريل. وحشي.
**جانِي:** ص (ف) جانِ جو- ساهہ جو. ساهہ کان پيارو. محبوب. معشوق.
**جاني دوستُ:** ذ. پيارو دوست. دل گهريو يار.
**جاڻ:** ث (ف. اجوان) هڪ ٻُوٽو ۽ ان جو ٻج.
**جاوا:** ذ. انڊونيشيا جي ويجهو هڪ مکيہ ٻيٽ. هڪ مکيہ ياڳو (گرم مصالحي کان مشهور، آڳاٽي وقت ۾ سنڌي ٻيڙياتا اتي سوداگري لاءِ ويندا هئا).
**جاوا ڪرڻ:** جهجهو مال هٿ ڪري عيش ڪرڻ. ڊِوَ ڪرڻ. موجون ڪرڻ.
**جاوِدانُ:** ظ (ع) هميشه- سدائين.
**جاوِداني:** سدائين هجڻ- هميشگي- دوام.
**جاهہ:** ذ (ف) رتبو- درجو. عزت. شان. دٻدٻو.
**جاهہ و جلالُ:** ذ. شان شوڪت- رعب تاب.
**جاهہ وحشم:** ذ. شان شوڪت- دٻدٻو.
**جاهِلُ:** ص (ع) بي علم- اڻ پڙهيل. بيوقوف. نادان.
**جاءِ پناهہ:** ث. پناهہ جي جاءِ. بچاءَ جو گهر. امن وارو هنڌ.
**جاهِليتِ:** ث. بي علمي. بيوقوفي. اڻجاڻائي.
**جاءِ:** ث (ف) جڳهہ. هنڌ- جُوءِ. گهر- مڪان. ٺڪاڻو. موقعو.
**جاءِ سُڪونَتَ:** ث. رهڻ جو هنڌ.
**جاءِ ضرور:** ذ. ڪاڪوس.
**جاءِ نَشِين:** ص. قائم مقام- عيوضي. نائب.
**جائِگيرُ:** ص. ٽانيڪو.
**جائِدادَ:** ث (ف) غيرمتحرڪ ملڪيت. گهرگهاٽ. زمين. ملڪيت.
**جائِزُ:** ظ (ع) قانون مطابق مباح. واجب- حلال- روا. درست- صحيح.

**جاڙو:** ذ (ع) پرک- امتحان. معائنو- جانچ. پڙتال.

**جاڙو وٺڻ:** معائنو ڪرڻ. اندازو لڳائڻ.

**جاڦل:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**جاٺون:** ذ. چوپائي مال جي اوجهري ۾ پيدا ٿيندڙ جيت (ڳاڙهيون گڏرون).

**جاٿي:** ظ. پڪ سان- سچ پچ. ضرور.

**جبات:** ذ. مُشڪ يا ڪٿوري.

**جبار:** ذ (ع) الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو. نهايت وڏي طاقت وارو.

**جَبر:** ذ (ع) طاقت- سگهہ. ڏاڍائي. ظلم ڏاڍ.

**جَبَرُوت:** ذ (ع) قدرت- طاقت. عظمت- وڏائي. جلال. سلوڪ جي ٽئين منزل.

**جبريل، جبرَئيل:** ذ (ع) خاص چئن فرشتن مان هڪ فرشتو (جيڪو پيغمبرن تي وحي ڪٺي اچي).

**جَبَل:** ذ (ع) پهاڙ- ڪوهہ- ڏونگر.

**جَبَل جهاڳڻ:** اٿانگا پنڌ ڪرڻ. تڪليفون ڪاٽڻ.

**جِبِلت:** ث (ع) اصلي طبيعت. خاصيت. سرشت. پيدائشي فطري قوت.

**جِبِلي:** ص (ع) پيدائشي. حقيقي. طبعي- اصلي.

**جُبو:** ذ (ع. جُبہ) ڪفنيءَ جهڙو ڊگهو ڪوٽ (جيڪو بدن ۾ ڍِرو ۽ ٻانهون ويڪريون ٺونٺين تائين. عام طرح عالم سڳورا پائين). خيرپور ضلعي جو ناري ڪان اوير طرف وارو علائقو.

**جَبِين:** ث (ف) پيشاني- نراڙ.

**جَت:** ذ. بلوچن جو هڪ آڳاٽو قبيلو. بلوچ.

**جَٽ:** ز. اُٺ هڪليندڙ ۽ چاريندڙ- اوٺي.

**جَٽ:** ذ (سن. پٽ) جوڙو (مثلا سڳين، ايرينگن وغيره جو). ٻن شين جو سَٽُ.

**جَتائڻ:** م. ٻڌائڻ- ڏسڻ- واقف ڪرڻ. ياد ڏيارڻ.

**جَتَن:** ذ (سن. يَتن) ڪوشش- سعيو. حيلو- اُپاءُ. خبرداري- احتياط. تدبير- اٽڪل.

**جَتَن ڪرڻ:** حيلا هلائڻ. ڪوشش ڪرڻ.

**جَتو، جَتِي:** ص. خواهش کي ترڪ ڪندڙ. پارسا- پرهيزگار. تارڪ- زاهد. (ث. جَتِي).

**جَتو سَتو، جَتِي سَتِي:** ص. جو بنا شاديءَ جي مجَرد ٿي رهيو هجي. زاهد ۽ پرهيزگار. سچ ۽ حق تي هلندڙ.

**جِتي:** ظ. جنهن هنڌ. جنهن وقت.

**جِتي ڪِٿي:** ظ. هرهنڌ- جابجا.

**جُتي:** ث (ف. جفت) پيزار- پاپوش- ڪفش.

**جُتيءَ جوڙ:** ص. جُتي جوڙي رکندڙ. ٻانهو- نوڪر.

**جُتي گسائڻ:** گهڻو پنڌ ڪرڻ. گهڻو اچڻ وڃڻ (عرض يا ڪم لاءِ). ڏاڍو پنڌ ڪرڻ.

**جَٿو:** ذ. گروهہ- ٽولو- جماعت. انبوهہ- هجوم.

**جُٽ:** ص (سن. يُڪت) جڙيل- ڳنڍيل- لاڳو. شريڪ- ڀِٽ. صلاحو.

**جَٽا:** ث (سن) ويڙهيل وار- وانگوڙو. چوٽي (وارن جي)- چڳ.

**جَٽادارِي:** ص. ساڌو- جوڳي (جنهن جا وار وٽيل ۽ چڳون هجن).

**جَٽاءُ:** ذ. پائداري- استحڪام. بقاءُ.

**جَٽاءُ دار:** ص. ديرپا- جهالائو. پائدار.

**جَٽڻ:** م. جٽاءُ ڪرڻ- قائم رهڻ. گزارڻ- گهارڻ.

**جُٽڻ:** م. جُنبڻ- مشغول ٿيڻ- لڳي وڃڻ (ڪم ۾).

**جُٺ:** ث. تنبيهہ- ملامت. لعنت ملامت. تعدي.

**جُٺ ڦِٺ:** ث. لعنت ملامت. تنبيهہ. تعدي- عقوبت.

**جُثو:** ذ (ع. جُثہ) بدن- جسم.

**جَبُ:** ذ (سن) پاٺ. پوڄاپاٺ. منتر.
**جَپَڻُ:** م (سن) جَپُ ڪرڻ. پوڄاپاٺ ڪرڻ. مالها
ڦيرائڻ. دعا گهرڻ. ڪنهن جو نالو وٺي بندگي ڪرڻ.
**جَجُ:** ذ (انگ) فيصلو ڪندڙ. قاضي. منصف.
**جِجا، جِجَ:** ث. ڪِني ۽ اڻ وڻندڙ شيءِ (جيڪا ڇُهڻي
پوي). مصيبت. (ص) زوري چنبڙي پوندڙ (ماڻهو).
مَيڄُ.
**جِجاڻُو:** ذ. جِجا. ٻارن کي ڊيڄارڻ لاءِ خالي پوائتي
شيءِ- ٻاڙو.
**جُڄُ:** ذ. ڪاڄُ. شاديءَ جي مجلس. ڏڻو (ڪاڏي جو).
**جَدُّ:** ذ (ع) سڀاڳ. بزرگي. ڏاڏو.
**جَد اَمجَدُ:** ذ. پڙ ڏاڏو.
**جِدَ:** ث. پيڙهي- پُري.
**جَدِي:** ص. اباڻو- ڏاڏاڻو. موروثي.
**جُدا:** ظ (ف) الڳ- ڌار- علحدو. مختلف- نرالو-
نيارو- انوکو. چڙوچڙ.
**جُدا ڪرڻ:** الڳ ڪرڻ- ڌار ڪرڻ. نفاق وجهڻ.
**جُدا جُدا:** ظ (ف) ڌار ڌار- الڳ الڳ. پري پري.
مختلف. چڙوچڙ.
**جُداگانہ:** ظ (ف) علحده- جدا- متفرقہ.
**جِدال، جَدَل:** ث (ع) لڙائي- جنگ.
**جُدائي:** ث (ف) علحدگي. فراق- وڇوڙو.
**جِدتَ:** ث (ع) نئين ڳالهہ- نواڻ.
**جَدوجَهدَ، جِدوجَهدَ:** ذ (ع) ڪوشش- سعيو.
ڊڪ ڊوڙ. حيلو وسيلو. اُپاءُ. محنت- پورهيو.
**جَدوَلَ:** ث (ع) صفحي جي چئني پاسن واري ليڪ.
رياضيءَ جي اصطلاح ۾ برابريءَ وارو ڪوڙو.
**جَدِي:** ذ (ع) علم نجوم ۾ هڪ برج جو نالو. زمين
جي چوڌاري هڪ خيالي ليڪو.

**جَدِيدُ:** ص (ع) نئون. تازو.
**جَڏ:** ظ. جڏهن.
**جَڏالُ:** ص. جڏو. معذور ضعيف. پوڙهو.
**جَڏائي:** ث. معذوري. اپرائي- ضعيفي. هيڻائي.
**جَڏو:** معذور- پِنگلو. بيمار- اگهو. بيڪار.
**جَڏهن:** ظ. جنهن وقت- جنهن مهل.
**جَذامُ:** ذ (ع) ڪوڙهہ جي بيماري.
**جَذبُ:** ذ (ع) ڇُهڻ. ڇڪَ- ڪشش. جوش. ڪاوڙ.
**جَذبو:** ذ (ع) ڇڪَ- ڪشش. اُدمو. ڪاوڙ- جولان.
**جَرُ:** ذ (سن. جَل) پاڻي- آب- جَلُ.
**جَرُتَرُ:** ز. پاڻي ۽ خشڪي- سمنڊ ۽ ڌرتي.
**جُرات:** ث. جُرئَت.
**جَراحُ:** ذ (ع) زخمن تي ملم پٽي ڪندڙ يا وِڍي
چيري صاف ڪندڙ- ويڄُ.
**جَراحِي:** ث. زخمن جو علاج ۽ وِڍ ٽُڪَ.
**جَرارُ:** ص (ع) گهڻو لشڪر.
**جَرائمِ:** ذ (ع. جُرم جو جمع) ڏوهہَ.
**جرائمِ پيشہ:** ذ. عادتي ڏوهاري.
**جَرَحَ:** ث (ع) چِيرُ- زخم- گهاءُ. آڏي پڇا.
**جَرجَلو:** ذ (ع. زلزلہ) ڌرتيءَ جو ڌوڏو- زلزلو.
ماڻڌاڻ. گوڙ گهمسان. روڄ راڙو.
**جُرح:** ڪورٽ ۾ شاهد کان آڏي پڇا.
**جَرَسُ:** ذ (ع) گِهنڊُ- گهڙيال. قافلي سان گڏ وڏو
گهنڊ.
**جُرعہ:** ذ (ع) ڍُڪُ- سُرڪِي.
**جَرقُلَ:** ذ. گلاب جون ڪليون (پسارڪو وکر).
آتشبازي جو هڪ قسم.
**جَرڪائڻُ:** م. چلڪائڻ. اُجارڻ.
**جَرڪَڻُ، جَهرڪڻُ:** م. چمڪڻ- تجلو ڪرڻ. چلڪڻ.

**جَرڪو:** ذ. چلڪو- چمڪو. تجلو. اوجر.

**جِرگو:** ذ. قبيلن جي سردارن جي قبائلي فيصلن لاءِ گڏجاڻي. قومي يا راجوڻي نياءُ.

**جُرمُ:** ذ (ع) ڏوهه- گناهه. سزا جوڳو ڪم.

**جُرمانو:** ذ (ف) ڏوهه جي عيوض سزا طور وٺل ڏنڊ- تاوان.

**جُرئَتَ:** ث (ع) بهادري- سورهيائي. همت- حوصلو.

**جَري:** ص (ع) بهادر- سورهيه- دلير.

**جِريانُ:** ذ (ع) وَهڪَ- رواني. پيشاب جي بيماري.

جريان نمبر: ذ. سلسليوار هلندڙ نمبر جو انگ.

**جَريبُ، جِريبُ:** ذ (ع) ويهه 'ويسوا' ماپ جي ايراضي- اڌ ايڪڙ زمين.

**جَريدو:** ذ (ع) ڇڙو- تنها. ڪتاب- اخبار.

**جڙَ:** ث. پاڙ- بينج. بنياد- پيڙهه. موتين يا ٽِڪُن جي پُوچَ- جڙت.

**جڙ ڪان ڪڍڻ:** پاڙئون پٽڻ. ناس ڪرڻ- برباد ڪرڻ.

**جڙُ:** ذ. اڌ سِڪيل (وهٽ). اڌ هريل (ڏڳو). اَڌ وَهو (جيڪو هر يا گاڏيءَ ۾ وهيل نه هجي)- جڙو.

**جڙاتِ، جڙاوَت، جڙَتَ:** ث. ڳهن يا ننگن تي ٽِڪُن ۽ موتين جي پُوچ- مرصع ڪاري.

**جڙاءُ:** ذ. جڙات.

**جڙائڻُ:** م. ٽِڪُون يا ننگ هڻائڻ (ڳهن تي)- مرصع ڪاري ڪرائڻ.

**جڙائي:** ث. ڳهن تي ٽِڪُن يا موتين مڙهائڻ جي اُجرت.

**جڙتُو:** ص. هٿراڌو- جعلي- نقلي. مصنوعي.

**جڙَڻُ:** م. جڙت ڪرڻ (ٽِڪُن يا ننگن جي). مڙهڻ (موتي)- پُوچ ڪرڻ.

**جُڙَڻُ:** م. ٺهڻ- تيار ٿيڻ- ڳنڍجڻ. ٺهڪي اچڻ. ملڻ- حاصل ٿيڻ.

**جڙي:** ث. جڙَ.

**جڙي ٻُوٽي:** ث. ولين ٻوٽن جون پاڙون. دوا طور ڪم ايندڙ وٺن ٻوٽن جون پاڙون. پن. گُلَ وغيره.

**جُز:** ظ (ف) سواءِ- بغير- علاوه.

**جُزُ:** ذ (ع) ٽُڪر- ڀاڱو- حصو. ذرو. ورق.

**جَزا:** ث (ع) بدلو- عيوض. نيڪيءَ جو عيوض (جيڪو مرڻ کان پوءِ آخرت ۾ ملي)- ثواب. نتيجو- سزا. (ص) جِجا- مَجَذ. چنبڙي پوندڙ (ڪنهن ڪم لاءِ).

**جَزاڪ الله:** جملو. خدا توکي نيڪ اُجورو ڏي.

**جَزا لوڙڻ:** نتيجو ڀوڳڻ. بداعمالن جي سزا ملڻ.

**جَزائر:** ذ (ع. جزيره جو جمع) ٻيٽن جو ميڙ. آلجيريا جو ملڪ.

**جُزبَندي:** ث. ڪتاب جي خاص ترتيب سان جلد بندي.

**جُز دانُ:** ذ. ڪتابن يا ڪاغذن رکڻ جو ٿيلهو.

**جَزرِ:** ذ (ع) ساموندي وِيرَ جي لاٿِ.

**جَزمَ:** ث (ع) تحرير ۾ حرف کي ساڪن ڪرڻ جي نشاني.

**جُزو:** ذ (ع. جُز) ڀاڱو- حصو- ٽُڪرو.

**جُزا ڪڍڻ:** رياضيءَ ۾ ڪنهن مرکب انگ کي حصن ۾ ورهائڻ.

**جزيرو:** ذ (ع. جزيرَه) ٻيٽُ.

**جَزيري نما:** ذ. اُپٻيٽُ.

**جَزيَه، جزيو:** ذ (ع) مسلم حڪومت ۾ غير مسلمانن جي حفاظت لاءِ ۽ فوج ۾ سندن نوڪري ڪرڻ جي عيوض مٿين مقرر ڪيل محصول.

**جَسُ، جَسَ:** ذ. ناموس. ساک. خوبي. سوڀ-

برڪت. آفرين- شاباس.

**جَسَ ڪَرو:** ص. سوڀ ۽ برڪت پريو. ناليرو. ناموس وارو. نيڪنام.

**جَسارَت:** ث (ع) دليري. بيباڪي. همت. حوصلو.

**جَسامَت:** ث (ع) ٿولهه- موٽائي. بدن- جسم.

**جَست:** ث (ف) ڇال- ٽپ- ٻُل.

**جِست:** ذ. هڪ قسم جو ڌاتو.

**جَستہ، جَستہ:** ظ (ف) ڪٿي ڪٿي.

**جُستجُو:** ذ (ف) ڳولا- تلاش.

**جَسَد:** ذ (ع) جسم- بدن.

**جِسم:** ذ (ع) بدن- بُت- سرير. مادو. وجود.

**جِسماني، جِسمِي:** ص. جسم جو. بدني. مادي.

**جَسِيم:** ص (ع) ٿُلهو- موٽي بدن وارو.

**جَشَن، جَشن:** ذ (ف) خوشي- شادمانو. خوشيءَ جي موقعي تي گڏجاڻي.

**جشن ملهائڻ:** خوشيون ڪرڻ. خوشيءَ وچان دعوتون ڪرڻ.

**جَعل:** ذ (ع) نقل (ڪنهن اصل شيءِ جو، جيڪو ڌوهه ۾ شمار ٿئي). فريب- ٺڳي.

**جَعل سازي:** ث. نقلي (دستاويز، سِڪو وغيره). ٺاهڻ. ٺڳي.

**جَعلِي:** ص. نقلي- مصنوعي- هٿراڌو.

**جُغرافِيہ:** ذ. زمين جي مٿاڇري جو علم- جاگرافي.

**جَفا:** ث (ف) ظلم- ستم. بيرحمي. ڏاڍ.

**جَفا شِعار:** ص. ستم ڪندڙ- بيرحم. معشوق.

**جَفاڪَش:** ص (ف) محنتي. پورهيت. سخت محنت ڪندڙ. پورهيت.

**جَفاڪَشِي:** ث. محنت مشقت. سخت جاکوڙ.

**جُفت:** ذ (ع) جوڙو- جُٽ. ٻڌي انگ.

**جَفَر:** ذ (ع) غيب جي خبرن جو روايتي علم.

**جَڪَ:** ذ. وَٽَ (ڪاوڙ ڪان اندر ۾). وَڌ (اندر ۾).

**جَڪَ ڪائڻ:** جوش يا ڪاوڙ مان اندر ۾ وَٽ پوڻ.

**جَڪُ:** ذ. واهه جي تري يا پاسن ۾ پاڻيءَ جي ڪاٽ ڪان روڪ لاءِ ڪِين ٺارن جي جَهلَ.

**جَڪڙَڻُ:** س. رسي يا زنجير سان ٻڌڻ. چڱو ڪنيو قابو ٻڌڻ. گرفتار ڪرڻ.

**جڪَ:** ث. جهڪ- يَخي. ٻَڪ.

**جڪَ مارڻ:** ٻڪ ڪرڻ- يخي هڻڻ. ٻٽاڪون هڻڻ.

**جڪرو:** ذ. مشهور سخي سردار 'ڄام جڪرو'.

**جڪَڻُ:** م. ڄرڄڻ. ڌُڪڻ. هُرَڻ- (دل ۾) ياد پوڻ.

**جڪي:** ث. اهنج- ڏک. آزار. ڳُڻتي.

**جڳَ:** ذ (انگ) ڪنگر جهڙو هڪ ٿانءُ.

**جِگرُ، جِگرِ:** ذ (ف) جسم جو هڪ اندروني عضوو- جيرو- ڪليجو. حوصلو- جرئت. (ص) پيارو- محبوب.

**جِگر جَلڻ:** اندر سڙڻ.

**جِگر گوشہ:** ذ. پُٽ.

**جِگرِي ناتو:** ذ. رَت جي مائٽي. دلي ڳانڍاپو.

**جڳُ:** ذ (سن. جڳت) دنيا- جهان- سنسار. دنيا جا ماڻهو. سڀ عام ماڻهو. خلق.

**جڳ بِيتِي:** ث. زماني جون حالتون. قصا- ڪهاڻيون.

**جڳُ:** ذ (سن. يڳ) زمانو- عهد- دؤر.

**جڳائڻُ:** م. ٺهڻ- ٺهي اچڻ. موزون ٿيڻ. رهائڻ.

**جڳتُ:** ذ (سن)جهان. ڪائنات. سنسار.

**جڳتُ:** ذ. جڳتُ. جهان جو هلندڙ ڪاروبار- سنسار جو سلسلو.

**جڳلِي:** ث. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه- چندن هارُ.

**جڳهہ:** ث (ف. جگہ) جاءِ- هنڌ. ٺڪاڻو. گهر-

مڪان.

**جَلُ**؛ ذ (سن) پاڻي- آب. جَرُ. ساڙ- ڪام. ساڙو.

**جِلا**؛ ث (ع) اوجر- صفائي. چمڪو.

**جُلاب**؛ ذ (ف) دست آڻيندڙ دوا.

**جَلادُ**؛ ذ (ع) قانوني قاتل (قانون جي حڪم مطابق قتل ڪندڙ داروغو). (ص) ظالم- بي رحم.

**جَلالُ**؛ ذ (ع) وڏائي- بزرگي- عظمت- برتري. شان شوڪت. رعب. ڪاوڙ- غصو.

**جَلالِي**؛ ص. چيڙاڪُ.

**جَلالَت**؛ ث (ع) ڪاوڙ- چڙ- غصو.

**جَلُ جَلالَهُ**؛ جملو (ع) الله پاڪ جي وڏي وڏائي ۽ عظمت.

**جَلاوَت**؛ ث. جوش- ڪاوڙ. ساڙ- حسد.

**جَلاوَطن**؛ ذ (ع) ڏيهہ نيڪالي ڏنل- ملڪ بدر.

**جَلاوطني**؛ ث. ڏيهہ نيڪالي- ملڪ بدري.

**جَلائڻُ**؛ م. ساڙڻ- ٻارڻ. ڪاوڙائڻ. ساڙ ڏيڻ.

**جِلائُو**؛ ص. جلائيندڙ. ٻارڻ لائق (ڪاٺيون).

**جَلترنگ**؛ ذ. هڪ قسم جو ساز (پاڻيءَ سان ڀريل پيالا جن تي ڏونڪو هڻڻ سان آواز پيدا ٿئي).

**جَلد**؛ ظ (ف) سِگهو- جهٽ پٽ- يڪدم- فورا.

**جَلدائِي**؛ ث. سيگهہ- عجلت. تڪڙ.

**جَلدبازُ**؛ ص. تڪڙ ڪندڙ. اُبهرو. ڦُڙت.

**جَلدبازِي**؛ ث. جلدائي. ابهرائي.

**جَلدِي**؛ ث. جلدائي.

**جِلدُ**؛ ز (ع. جِلد) کَل- چمڙي. ڪتاب جو پانو. ڪتاب جو ڀاڱو (جيڪو جدا ڪتابي صورت ۾ هجي).

**جِلد بَند، جِلد سازُ**؛ ذ. ڪتابن تي جلد ٻڌندڙ.

**جِلد بَندِي، جِلدسازِي**؛ ث. ڪتاب تي جِلد ٻڌڻ.

**جَلسو**؛ ذ (ع. جلسہ) نشست- بيٺڪ. محفل- مجلس. اجلاس. نمايش- تماشو. ناهہ نوهہ- سينگار.

**جَلسہ گاهہ**؛ ذ. جلسي جو هنڌ يا ميدان.

**جَلقٽاڪو**؛ ص. ڦُڙت- چست. تيز- تکو (هلڻ ۾).

**جَلندَرُ**؛ ذ. پيٽ ۾ پاڻي پرجڻ جي هڪ بيماري.

**جَلڻُ**؛ م. ٻرڻ. سڙڻ. ڪامڻ- پچڻ. پوسرڻ (زخم).

**جَلوَت**؛ ث (ع) جلوو. عام جاءِ. ڏيکاءُ.

**جُلوسُ**؛ ذ (ع) وِيهڪَ. تخت نشيني. حاڪم جي سواري جو مجمع. خاص موقعي تي شهر گشت.

**جلوس ڪرڻ**؛ ڪنهن خاص موقعي تي گهڻن ماڻهن جو گڏجي گشت ڪرڻ.

**جَلوو**؛ ذ (ع. جلوه) نظارو- ديدار. ظهور. نورُ- تجلو. رونق. ڏيکاءُ. نَٽ. پيڪو.

**جَلوه آرائِي**؛ ث. ديدار- نظارو. ڏيکاءُ. سينگار.

**جلوو ڏيکارڻ**؛ تجلو ڏيکارڻ. شان شوڪت ڏيکارڻ.

**جَلويدارُ**؛ ص. رونق وارو. روشن- چلڪندڙ.

**جَلوَه گر**؛ ص. نظارو ڪرائيندڙ. ظاهر- نمودار.

**جَلوَه گرِي**؛ ث. ظهور. ڏيکائي- پڌرائي. ناز نخرا.

**جَلوَه نمائي**؛ ث. ظاهر ٿيڻ- وجود. پڌرائي- اظهار.

**جُلهَہ**؛ ث. هلان- ڪاهہ- حملو.

**جَلِي**؛ ص (ع) صاف- ظاهر- چٽو- پڌرو. (ذ) وڏي آواز سان ذڪر.

**جِليبُ**؛ ص. مِٺو- شيرين.

**جِليبِي**؛ ث. مٺائي جو هڪ قسم.

**جَليسُ**؛ ص (ع) گڏ ويهندڙ. ساٿي- صحبتي.

**جَليلُ**؛ ص (ع) وڏو- بزرگ. ڌڻي تعاليٰ جو صفاتي نالو.

**جَلِيلُ القَدر**؛ ص (ع) وڏي رتبي وارو- معزز.

**جَمُ**؛ ذ (ع) ڀيڙَ- انبوه- مجمعو.

**جَم غَفِيرُ**؛ ذ. وڏو مجمع- وڏو هجوم. انَبوهہُ.

**جِمَ:** ظ (جِئَن+ م) متان- هرگز.

**جَمادات:** ذ (ع) بيجان شيءِ (پٿر وغيره). معدنيات.

**جَمادي الاول، جمادِالأولىٰ:** ذ (ع) هجري سال جو پنجون مهينو.

**جَمادي الاخر، جَمادِالثاني:** ذ (ع) هجري سال جو ڇهون مهينو.

**جَماعُ:** ذ (ع) مُباشرت. ساٿي. نمازي.

**جَماعَتَ:** ث (ع) ٽولو- گروه- جٿو. مجمعو- (هجوم. درجو (اسڪول ۾).

**جَماعتي:** ث. جماعت جو. ساٿي. نمازي.

**جُماڳِي:** ث. جمعي جي ڏينهن مدرسي جي ٻارن يا معلم کي مليل خرچي.

**جَمالُ:** ذ (ع) سُونهن- حُسن. خوبصورتي.

**جمال گهوٽو:** ذ. دوا جي طور ڪم ايندڙ ٻج (جيڪو دست آڻي)- هڪ جلاب جو نالو.

**جَمالو:** ذ. سنڌ جو هڪ مشهور لوڪ گيت.

**جَمپُ:** ذ (انگ) ٽپ- ڇال- ٻُل.

**جَمَعُ:** ذ (ع) مجموعو. جوڙُ. تعداد. گڏ. ڪُل- سڀ. وصول ٿيل رقم- آمدني.

**جَمَعبَندي:** ث. زمين جي ڍل وغيره جي وصولي جو حساب.

**جَمَعُ واصُل:** ز. رقم جي وصولي ۽ خرچ جو حساب.

**جَمَعدارُ:** ذ. ٽولي جو اڳواڻ. پوليس جو هڪ عهديدار. مزورن جو مُک. مهتر- ينگي.

**جُمعو:** ذ (ع. جمعه) هفتي جو ستون ڏينهن.

**جَمَعيتَ:** ث (ع) گڏ ٿيڻ جي حالت مجمعو- گروه. لشڪر. تَسلي- آٿت- دلجاءِ. سُڪون.

**جَمَلُ:** ذ (ع) اُٺ- شُتر.

**جُملَ، جُملي:** ظ (ع) ڪُل- سڀ- سمورو.

**جُملو:** ذ (ع) جوڙ- ميزان. لفظن جو ميڙ (جنهن مان مطلب نڪري)- فقرو.

**جَمَنُ:** ذ. ٺڪر جو وڏو پيالو.

**جَمِني:** ذ. ٺڪر جي پيالي.

**جُمُود:** ذ (ع) پاڻيٺ ڄمڻ جي حالت. سُڪوت. هڪ هنڌ ويهڪ. تعُطل. بي حسي.

**جُمهُورُ:** ذ (ع) ماڻهن جو وڏو گروه. جماعت. قوم.

**جُمهُوريَتِ:** ث. اها حڪومت جنهن ۾ عام ماڻهو پاڻ مان سربراه چونڊين.

**جَمِيعُ:** ص (ع) ڪُل- سڀ- سمورو- مطمئن- راضي.

**جَمِيعت:** ث (ع) جماعت. آرام- قرار.

**جَمِيلُ:** ص (ع) سهڻو- خوبصورت (ث. جَمِيلہ).

**جَمِيلہ:** ث. سهڻي- خوبصورت.

**جِنُ:** انسانن کان الڳ هڪ مخفي مخلوق. ڀُوتُ- شِرُ. (ص) ضدي.

**جن پوڻ، جِنُ چڙهڻ:** عوامي روايتي خيال مطابق، ڪنهن جن جو ڪنهن ماڻهوءَ ۾ گهڙي قابض ٿيڻ. ڪاوڙ چڙهڻ. چِتائي وٺڻ. چريائي وٺڻ.

**جِنات:** ث (ع. جِنُ جو جمع). غيبات.

**جَنابُ:** ذ (ع) حضرت- سائين. عزت سان خطاب ڪرڻ جو لفظ.

**جَنابَتَ:** ث (ع) پَليتي- ناپاڪائي. مٽي ميرائي.

**جَناحُ:** ذ (ع) پَرُ (پکيءَ جو). ڪنيڙائي.

**جَناغَ، جَناڪَ:** ث (ع. جَناغ) پکيءَ جي سِيني جي هَڏي.

**جَناخون ڪڍڻ:** هڏ گڏ پيڻ. سخت سزا ڏيڻ.

**جَنازو:** ذ (ف) لاش- ميت.

**جنازو ڪڄَڻ:** لاش کڄڻ. مري وڃڻ.

**جَنازي نمازَ،** ث. اها نماز جيڪا نوت ٿيل مسلمان کي دفن ڪرڻ کان اڳ دعا طور پڙهي وڃي.

**جناوَرُ،** ذ. جانور.

**جَنَبُ،** ذ (سن. جَنم) عُمر- ڄمار. ڄمڻ. حياتي وارو عرصو.

**جُنباني،** ث. (ف) چُرپر- حرڪت- تحرڪ.

**جُنُبُ،** ذ (ع) ناپاڪائي- پليتي- مٽي ميرائي.

**جُنبَش،** ث (ف) حرڪت. لوڏو. چُرپر.

**جُنبَڻُ،** م (ف. جُنبيدن) لُڏڻ- چُرڻ- حرڪت ڪرڻ. لڳي وڃڻ (ڪم کي). مشغول ٿيڻ.

**جَنبُورُ،** ذ. هڪ قسم جو ڪُتو.

**جَنبُورو،** ذ. بازيگر جو ٻالڪو (مداري جو مددگار شاگرد).

**جَنبِيلَ،** ث. زنبيل. ڪِستو

**جَنَتَ،** ث (ع) باغ- گلستان. بهشت. فردوس.

**جَنَت الماويٰ،** ذ. آرام وارو. بهشت.

**جَنَتِي،** ص. جنت ۾ ويندڙ. بهشتي

**جَنتَا،** ث (سن) گهڻا ماڻهو- انبوهه. قوم. عوام.

**جَنتَرُ،** ذ (سن. ينتر) رصدگاهه. جنتر منتر- جادو.

**جَنترَ مَنترُ،** ذ. ٽوڻو ٽيڻو. شعبده بازي. هٽ ناٽ. جادو جو ٽيڻو.

**جَنتري،** ث. اهو ڪتاب جنهن ۾ سج چنڊ ۽ تارن جي لهڻ اڀرڻ جو حساب لکيل هجي- ٽپڻو.

**جَنجالُ،** ذ. مصيبت- آزار. وَبال.

**جِندُ،** ث. جانِ- بُت- جسم. (ض) پاڻ- خود.

**جِندڙو،** ذ. جان- جسم. (ث. جندڙي).

**جَندُ،** ذ. چَڪِي (اٽي پيهڻ جي). پٽرائين.

**جَندَ ڪڍڻ،** سخت پورهيا ڪرڻ. ڏاڪڙا ڪڍڻ.

**جَندآهوڙو، جَنداهُڙو،** ص. جند جي پڙن کي ٽڪي ڪُهرو ڪندڙ.

**جَندالِڙو،** ذ. ٺڪر مان ٺهيل رانديڪي طور ننڍڙو جند.

**جَندو،** ذ. جندي واري گهر جي ويڪر واري پٽ جو چوٿيءَ وارو پاسو (جنهن تي ڪامَ رکجي). جندائين پٽين وارو گهر. تالو- ڪلف. گڏهه تي دِلَن رکڻ جو يا گپ گاري ڪڍڻ جو ڪجائو.

**جَندو پاڙو،** ذ. ساهريجن سان گڏ گهر آڏائي رهڻ جو عمل. پاڙو پَتي. هڪڙي ويڙهي ۾ گڏيل گهر.

**جَندِي،** ث. ڪاٺيءَ کي گولائيءَ ۾ گهڙي رنگڻ جو خاص هنر. سارين ڏرڻ جي جند جو مٽيون ڦرندڙ پُڙ.

**جَندِي وادو،** ذ. جندي جو ڪم ڪندڙ وادو.

**جَنرَلُ،** ذ (انگ) فوج جو هڪ وڏو عهديدار. ڪاتي جو وڏو آفيسر. (ص) عام- عامي- رواجي.

**جِنسَ،** ث (ع) قسم- نوع. نمونو. واپار جو مال. پيداوار. اناج.

**جِنسِي،** ص. هوبهو- ساڳيو.

**جِنسارُ،** سينگار- آرايش- ٺاهه ٺوهه. نظارو.

**جِنسياتِ،** ث. مرد ۽ عورت جي جسماني معلومات جو علم.

**جَنگ،** ث (ف) لڙائي- ويڙهه. جهيڙو. عداوت.

**جَنگاوَرُ،** ص. جنگ جو ڪوڏيو. بهادر- دلير.

**جَنگاهُ،** ذ. وڏي ويڙهه- سخت لڙائي.

**جَنگجُو،** ص. ويڙهو- سپاهي.

**جنگ جَدَل،** ث. لڙائي. جهيڙو. فساد.

**جَنگِي،** ص. جنگ جو هٽيار. سپاهي. سورهيه.

**جَنگِي ٻيڙو،** ذ. بحري فوج جا جهاز.

**جنگ**: ذ. ٻن ڌرين يا ٻن مالهن وارو نار. هڪڙي جلد ۾ ٻڌل ٻه چار ڪتاب. (ص) وڏو.
**جنگو**: ذ. وڏو وٽو. ڏاچين ڌڻ جو ٿانءُ.
**جنم**: ذ (سن) ڄمڻ- ولادت. حياتي- ڄمار.
**جنم ڀومي**: ث. ڄمڻ جو هنڌ. اباڻو ڏيهه. وطن.
**جنم پتري**: ث. ٻار جي پيدايش جي وقت لکيل ڪاغذ- تقويم.
**جنوب**: ذ (ع) ڏکڻ (طرف).
**جنوري**: ث (انگ) عيسوي سال جو پهريون مهينو.
**جنون**: ذ (ع) جن جو پاڇو. چريائي. سوداءُ- خبط. خفقان- عشق.
**جنوني**: ص. چريو- سودائي. خفقاني.
**جنوهر**: ذ. جوهر. عرق- سَتُ.
**جڻ**: ذ (ع. جنين) پيٽ وارو ڪچو ٻار. اولاد.
**جڻ ٻچو**: ذ. ٻارڻچا- آل عيال.
**جڻيو**: ذ. اهو ترمي ڌاڳو جيڪو هندو ڳچيءَ ۾ پائين- زنار.
**جو**: حرف اضافت. سندو. جيڪو. جنهن ڪري.
**جَوَ**: ذ. اناج جو هڪ قسم جَوَ جو داڻو. ذرو.
**جُوا، جُوئا**: ث. هار کٽ جي بازيءَ واري راند (تاس يا ڀاري سان). قماربازي.
**جواب**: ذ (ع) ورندي. امتحان جي سوال جو حل. رد- انڪار.
**جواب باصواب**: ذ. اميد مطابق جواب. سهڻو ۽ مناسب جواب.
**جواب طلبي**: ث. پڇا ڳاڇا.
**جوابده**: ص. جواب ڏيندڙ- ذميدار.
**جوابدهي**: ث. ذميداري. پڇا ڳاڇا.
**جوابدار**: ص. جواب ڏيڻ جو پابند. ذميدار.
**جوابداري**: ث. ذميداري- پابندي.

**جوار**: ذ (ع) پاڙو- همسائگي.
**جُوار، جُوئر**: ث. اناج جو هڪ قسم.
**جواز**: ذ (ع) جائز يا درست هجڻ. اجازت جو سبب.
**جوال**: ذ (ف) سامان کڻڻ لاءِ ڪڙيو يا خرزين. ڳوڻين مان ٺهيل وڏو ٻورو.
**جوالا مکي**: ذ (هہ) ٻرندڙ جبل.
**جوان**: ذ (ف. جَوان) بالغ- سامايل. نوعمر. مرد- مڙس. بهادر. سورهيه.
**جوان بخت**: ص. خوش نصيب- سڀاڳو.
**جوان جمان**: ص. ٺوهه جُوان- اُڌو ساماڻو. نوجوان.
**جوانمرد**: ص. بهادر- دلير.
**جوانمردي**: ث. بهادري- دليري.
**جواني**: ث (ف) بلوغت. شباب. جوڀن.
**جواني ماڻڻ**: جوانيءَ ۾ ٿي اميدون پوريون ٿيڻ.
**جواڻ**: ص. جُوان.
**جواهر**: ذ (ع. جوهر جو جمع) قيمتي پٿر- هيرو.
**جواهرات**: ث. هيرا- ماڻڪ.
**جواهري**: ص. هيرن جو واپاري.
**جوين**: ذ (سن. يووَن) جواني- شباب- بلوغت. سونهن- حُسن. رونق. سينگار.
**جوت**: ث (سن) روشني- نُور. چمڪو- تجلو. سهائو- سوجهرو.
**جوت جاڳائڻ**: سوجهرو ڪرڻ. ڏيو ٻارڻ.
**جوتش**: ث (سن) تارن جو علم- علم نجوم.
**جوتشي**: ث. آسماني تارن جي رفتار ۽ اثر وغيره جو علم ڄاڻيندڙ- نجومي.
**جُوتو**: ذ. جُتيءَ جو هڪ پير. جُتي.
**جُوتا هڻڻ**: موچڙا هڻڻ- پادر هڻڻ. سزا ڏيڻ.
**جوٽ**: ث. رانَ- سَٿر.

**جوٽون پيچ:** گوڏا پيچي ويهڻ.

**جوٽڻ، جوٽڻُ:** م. وهٽ کي ٻڌڻ (هر، نار، گاڏيءَ ۾). مشغول ڪرڻ (ڪم ۾)- رُنڀائڻ.

**جوٽڻي ڏيڻ:** هٿ ۽ ٻانهن جي زور جي آزمايش. ڪم ۽ ڪنهن سان شامل ٿي جُنبي وڃڻ.

**جوٽو:** ز. ڀاڄاريءَ ۾ وهٽ جي ڳچيءَ کي قابو ٻڌڻ لاءِ رسو يا چمڙي جو پٽو. جوٽَ- سٽر.

**جُوٽ:** ث. اوبر (ڪاڏي جي).

**جُوٺو:** ص. اوباريل (ڪاڌو، پاڻي). ڪُوڙو. ڪوٺو. (ث. جُوٺي).

**جوپُ:** ص. سگهارو. سگهو. تندرست- چڱو ڀلو.

**جُوڄڪي:** ث. چڙ يا ڪاوڙ وارو اُدمو. جذبو- پُور- ريچڪ.

**جُوجُو:** ذ. ٻارن کي ڊيڄارڻ لاءِ فرضي جانور.

**جُودِ:** ث (ف. زود) جلدائي- سيگهه. اُدم- سعيو.

**جُودُ:** ث (ع) سخا. فياضي. ڏات- بخشش.

**جُودَتِ:** ث (ع) ڏاهپ. ذهانت. خوبي- ڳڻ. شفقت.

**جودو:** ص. سورهيه- بهادر- بانڪو.

**جورُ:** ذ (ع) ظلم- جَبر- ڏاڍُ.

**جوروستم، جورو و جفا:** ث. ظلم ۽ ڏاڍ.

**جورابُ:** ذ (ع. جُراب) پيرن ۾ پائڻ لاءِ ڪپڙي يا چمڙي جا موزا.

**جورائو:** ذ. زور- ڏاڍُ.

**جورو:** ذ. وڳو- پوشاڪ (جنهن ۾ ٽي ڪپڙا هجن).

**جُوري:** ص (انگ) فوجداري مقدمي ۾ جج سان ويٺل ٻيا امين.

**جوڙَ:** ث. بناوت- ٺاهپ- تخليق- خلقت (جَهانَ جي). اڏاوت. سٽاءَ- رِٽَ. قدرت جي ڪاريگري. رياضي موجب ڪن عددن جو مجموعو.

**جوڙَ اُپٽَ:** ث. عددن جي جوڙ جو حاصل عدد.

**جوڙَ ڪَٽَ:** ث. ٺاهه جوڙ. سٽا ۽ رٽا.

**جوڙُ:** ص. مَٽُ. ٽُل. ٿاني. برابر. مقابل. صلاح- رِٽ. ڳنڍُ- ٻن حصن جي ملڻ وارو سَنڌو. ٽانڪو يا ريهُه. عضون جو سَنڌُ. هڪ جهڙو ساڳيو. مثل- وانگر.

**جوڙجيسُ:** ظ. مَٽ ٿاني. هڪ جهڙو- ساڳيو. مثل- وانگر.

**جوڙائڻ:** م. آڏائڻ (جاءِ). ٺهرائڻ (ڳهه). ڳنڍائڻ.

**جوڙُ جِنسارُ:** ذ. هار سينگار- زيب زينت.

**جوڙَ جَڪَ:** ث. ٺاهه ٺوهه- بندوبست- انتظام.

**جوڙڻ:** م. جمع ڪرڻ- گڏ ڪرڻ. گڏڻ- ملائڻ. ڳنڍڻ. ٺاهڻ. آڏڻ.

**جوڙڻهارُ:** ص. ٺاهيندڙ. خلقيندڙ. خداتعاليٰ.

**جوڙو:** ذ. ٻن شين جو جُٽ- ڍڳن وغيره جي جوڙي. نر ماد. ڪپڙن جو وڳو (سٿڻ، قميص).

**جوڙي:** ث. ٻن شين جو جُٽ. ٻه شيون. آڏاڻي تي اُڻيل ڪپڙو- ڪاڏي.

**جوڙي پوتي:** ث. سادي ڪپڙي جو وڳو. ڪفن.

**جوڙي، جهوڙي:** ث. پَنَ جي بيڙين جو بنڊل. (جيڪو عموما ٢٥ بيڙين جو ٿئي).

**جوڙيدارُ، جوڙيوالُ:** ص. ساٿي- همراه. ڀيچي. ڪم ڪار يا صلاح ۾ جُٽ.

**جَوزا:** ذ (ع) هڪ آسماني بُرج جو نالو (ٻن جاڙن ٻارن جي شڪل)- مِٿُن.

**جُوسُ:** ذ (انگ) شوروو. رَسُ (ميوي جو).

**جوشُ:** ذ (ف) ٽهڪو- اوٻارو. گرمائش. اوٻر. جذبو- اُدمو. ڪاوڙ- غصو.

**جوش خروش:** ذ. هُل هنگامو. جذبو ۽ شوق. اُتساه ۽ اُمنگ.

**جوشاندو؛** ذ (ف) پسارڪن وڪرن وارو ٽهڪايل پاڻي- ڪاڙهو.

**جُوع؛** ث (ع) بُکَ- لنگهڻ- فاقو.

**جُوفُ؛** ذ (ع. جَوف) پيٽُ- شِڪم. لالچ- طمع.

**جُولو؛** ذ. جُوف.

**جُوقُ؛** ذ (ع) گروهه- ٽولو- جماعت.

**جوقُ در جوق؛** ذ. ٽولي پٺيان ٽولو. هڪ ٻئي پٺيان ٽولا.

**جوڪَرُ؛** ذ (انگ) مسخرو. پتن جي تاس جو هڪ پتو.

**جوڱارِ؛** ث. هڪ قسم جو پسارڪو وکر (جوَن جي تيلين مان ٺهيل کار).

**جوکَمُ؛** ذ. ڊپ. قيمتي شيون. نقصان- گهاٽو.

**جوکم کڻڻ؛** نفي نقصان جي ذميداري کڻڻ. ڪو ڏکيو ڪم پاڻ تي هموار ڪرڻ. خطري جهڙو ڪم ڪرڻ.

**جوکائتو؛** ص. نقصان وارو. انديشي وارو.

**جُوکائِي؛** ث. سچائي- کُٽلائي.

**جُوکو؛** ذ. ڊپ. انديشو نقصان جو.

**جُوکو؛** ص. سچو سکٺو- کُٽل- هٿين خالي.

**جوڳيرَ؛** ث. گهٽي کائڻ سبب بدهضمي ۽ چار اوگرائي.

**جوڳَ؛** ث. نار يا هرلي ۾ وهندڙ وهٽ (ڍڳو، اُٺ). نار يا هرلي ۾ ٻڌل وهٽ جو مُدو (ڏيڍ پهر، ٻه پهر، اڍائي پهر).

**جوڳَ ڏيڻ؛** وقت ٽپائڻ لاءِ مدد ڪرڻ. مهل ڪرڻ سزا ڏيڻ. سيڪت ڏيڻ.

**جوڳَ وَهڻ؛** مهل سِر مدد ڪرڻ. ٻئي جي پاران ڪم ۾ وَهڻ.

**جوڳِ؛** ث. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

**جوڳُ؛** ذ (سن. يوگ). جوڳي فقره جي تپسيا. رياضت خواهشن تي ضابطي لاءِ جسماني سختين وارو عمل. پنگ يا تاڏل جي چاڻ وارو ٿوڳُ.

**جوڳُ پچائڻ؛** رياضت ڪرڻ. ويراڳ وٺي رياضت ڪرڻ. سخت محنت ڪرڻ. ڪشالا ڪڍڻ.

**جوڳُ ڏيڻ؛** جوڳي سزا ڏيڻ. سخت سزا ڏيڻ. ڪشالي وارو ڪم وٺڻ.

**جوڳو؛** ص. لائق- مناسب- موزون. (ث. جوڳي).

**جوڳي جُٽ ڪرڻ؛** ڏوهه مطابق مناسب سزا ڏيڻ.

**جوڳي؛** ص (سن. يوگي) جوڳ پچائيندڙ. تپسيا ڪندڙ. سنياس ورتل هندو فقير- سنياسي. مسلمانن ۾ هڪ ذات. نانگ جهليندڙ (مسلمان فقير. سيلاني فقير (ث. جوڳڻ، جوڳيائي).

**جوڳِيا؛** ث. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

**جَولانُ؛** ذ (ع) چڪر- ڦيرو. ڊوڙ. حرڪت. ڪَڏَ. جذبو- جوش- اُڌمو.

**جولان گاهه؛** ذ. گهوڙن ڊوڙائڻ جو ميدان. جنگ جو ميدان.

**جَولانِي؛** ث (ع) مستي. جوش. تيزي. جذبو- اُمنگ چريائي. چُستي.

**جُولاءِ؛** ث (انگ) عيسوي سال جو ستون مهينو.

**جُون، جُونءِ؛** ث. وارن يا ڪپڙن ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ جيت.

**جَونڪُ؛** ذ (ع. ذوق) ذوق.

**جُوڻِ؛** ث. قالب- جسم (جيڪو روح کي هن جهان ۾ پيدا ٿيڻ وقت ملي). جم- جنم.

**جُوڻِ بدلائڻ؛** ث. قالب بدلائڻ- نئون جنم وٺڻ.

**جُوڻتُ؛** ص. چوري ٿيل مال جو ڏس پتو ٻڌائيندڙ.

**جُوِٽي:** ث. چوري ٿيل مال يا چور جو پار پتو. چُغلي.
**جوهہُ:** ذ. گهُورَ. طمع حي نظر (ڪاڏي ۾).
**جوهہُ وجهڻ:** ٻئي جي ڪاڏي ۾ نظر وجهڻ. هڪ ٽڪ نهارڻ.
**جُوهہَ:** ث. نظر. نگاه. جهاتي- لِئيو.
**جَوهَرُ، جَوهَرُ:** ذ (ع. جوهر، ف. گوهر) قيمتي پٿر- هيرو- ماڻڪُ. خاصيت- گُڻ. اصليت. خوبي. هُنر- لياقت. عرق- سَتُ.
**جوهر ڏيکارڻ:** قابليت ڏيکارڻ. خاصيت ڏيکارڻ.
**جَوهَري، جَوهِري:** ص. جواهرن جو واپاري. پرکيندڙ.
**جُوهو:** ذ. وٽن جو جُهڳٽو. جُهوٽو (واءُ جو). مينهن جو وسڪارو- چوهو.
**جوءِ:** ث. زال- گهَر واري. عورت.
**جُوءِ:** ث (ف) درياءَ. نهر. هنڌ- ماڳ. ايراضي. مال چرڻ جي خاص جاءِ- چراگاه.
**جُوئبار:** ذ. اها جاءِ جتي گهڻيون نهرون هجن. نهرن واري وادي جبل جو دامن.
**جُوئا:** ث. جُوا.
**جُوٽر:** ث. جُوارِ (قِسم: ڳاڙهي، ڪِلڻ، ڳَرڳلي، اڃڙي).
**جَہ، جَهہ:** ظ. جتِن. جڏهن. جيڪڏهن.
**جِهاد:** ذ (ع) ڪافرن سان جنگ (مذهبي فرض طور).
**جِهاد اَصغَر:** ث. ڪافرن سان جنگ.
**جِهَاد اَڪبَر:** ث. نفس سان جنگ- رياضت.
**جُهارُ:** ذ. بندگي. بندگي وارو جُهڪڻ- نمسڪار. جُهڪي سلام ڪرڻ. سمنڊ جي وڏي وِيرَ (چنڊ جي چوڏهين ۽ اٺاويهين تاريخ).
**جُهارَڻُ:** مر. جُهڪي سلام ڪرڻ. پُوڄا ڪرڻ.
**جَهازُ:** ذ (ع) سوداگريءَ جو سامان لڏيندڙ ٻيڙو. غوراب- آگبوٽ.
**جَهاز راني:** ث. جهازن کي هلائڻ جو پيشو.
**جَهالَتَ:** ث (ع) اڻ ڄاڻائي. بي علمي. ناداني.
**جَهانُ:** ذ (ف) دنيا- سنسار- عالم. ماڻهو.
**جَهان، آفرين:** ص. دنيا کي پيدا ڪندڙ- ڌڻي تعاليٰ.
**جَهانباني:** ث. بادشاهت. رعيت جي سنڀال.
**جَهان پناه:** ص. دنيا کي پناه ڏيندڙ- بادشاه.
**جَهانداري:** ث. حڪومت- بادشاهي. دنيا ۾ اٿڻ ويهڻ جا طور طريقا.
**جَهانديدَہ:** ص. جنهن دنيا کي ڏٺو وائٺو هجي. سياح. تجربيڪار.
**جَهان گردي:** ث. سَياحت.
**جَهان گشت:** ص. دنيا ۾ گهمندڙ ڦرندڙ- سياح. سيلاني.
**جِهَت:** ث (ع) طرف- پاس- ڏِس.
**جُهدُ:** ذ (ع) ڪوشش. محنت. ڪشالو.
**جُهدَ پئڻ:** ڏاڪڙا ڏسڻ. تڪليفون ڪڍڻ.
**جِهڙَ:** ظ. جنهن وقت- جنهن مهل.
**جَهڙائي:** ث. مشابهت. ساڳيائي.
**جَهڙو:** ظ. جنهن طرح. وانگر- جيان. (ث. جهڙي).
**جَهڙو تَهڙو:** ظ. رواجي- عام. هالو چالو.
**جَهلُ:** ذ (ع) اجايو غصو- ضد. اڻ ڄاڻائي- ناداني. بي علمي.
**جَهَنمُ:** ذ (ع) اونهون کوهہ. تحت الثريٰ. دوزخ.
**جَهنمي:** ص. دوزخي- نرڳي.
**جِهو:** ظ. جهڙو. وانگر- جيان.
**جَهيزُ:** ذ (ع) ڏاجُ- ڏاجو. (گهوٽ ڪنوار جو).
**جَتَ، جَتي:** ث (سن) فتح- سوڀ- جِيتَ.

**جِتان، جيان:** ظ. وانگر. جتان.
**جِتندڙو:** ذ. پارڙي کي سوڻ طور ڪن ۾ پاتل والو.
**جِياپو:** ذ. جيئڻ جو وسيلو. حياتي- زندگي.
**جِيارَڻُ:** م. جيئرو ڪرڻ. حياتي ڏيڻ. ساهه وجهڻ. زنده ڪرڻ. نئين سر پيدا ڪرڻ (مسئلو).
**جيبُ:** ذ. کِيسو.
**جيبُ خرچُ:** ذ. کِيسي خرچي. ڪاڏي پيتي کان علاوه ريزڪي خرچ.
**جِيتَ:** ث. سوڀ- فتح. ڪاميابي.
**جِيتُ:** ذ. تمام ننڍڙو ساهوارو (اُڏامندڙ، سُرندڙ).
**جِيتامُ، جِيتامڙو:** ذ. تمام ننڍڙو جيت.
**جيترو:** ظ. جنهن مقدار جو. جنهن قدر.
**جِيتَڻُ:** م. کَٽڻ- سوڀ ڪرڻ.
**جيتوڻيڪ:** ظ. جيستائين؟ اگرچه. جيئن ته.
**جيجان:** ث. ماءُ لاءِ پيار جو لفظ. امڙ- امان. ڪنهن به عورت لاءِ عزت پريو لقب.
**جيجاڻو:** ذ. جُوجُو.
**جيجَلَ:** ث. ماءُ- امڙ.
**جَيدُ:** ص (ع) سنو- عمدو. سگهارو. زرخيز. اعليٰ قابليت وارو (عالم).
**جِيڏُ، جِيڏَڙُ:** ذ. جِيتُ. ساهوارو (جيت).
**جيڏانهن:** ظ. جنهن طرف- جنهن پاسي.
**جيڏَلَ:** ث. ساهيڙي- سَرتي.
**جيڏو:** ظ. جيتري مقدار جو- مَٽُ- برابر. سرتو- يارُ- دوست.
**جيڏو سَرَتو:** ذ. هڪ جيڏو يار دوست. (ث. جيڏي سرتي).
**جيڏِي:** ث. سرتي- ساهيڙي.
**جيرَانڊِي:** ث. جيرو- ڪليجو.

**جيرو:** ذ. جگر- ڪليجو.
**جيرو جلائڻ:** اندر ساڙڻ. صدمي سان دل ڏکوئڻ.
**جِيرو:** ذ (ف. زِيره) هڪ قسم جو سُرهو ٻج.
**جِيسُ:** ظ. مَٽُ- برابر. ثاني.
**جيسين:** ظ. جنهن هند تائين- جنهن وقت تائين.
**جيشُ:** ذ (ع) لشڪر- سپاه.
**جِيفو:** ذ (ع) جُوفو. لالچ- طمع. ڍوندي- مُردار.
**جيڪَرَ:** ظ. جيئن تہ- شال.
**جيڪَسِ:** ظ. شايد- جيڪَرَ.
**جيڪُس، جيڪَسِ:** ظ. شايد- جيڪر.
**جيڪِي:** ص. جو ڪجهه.
**جيلُ:** ذ (انگ) قيد خانو.
**جيلخانو:** ذ. جيلُ.
**جِيَڻُ، جيئَڻُ:** م. جيئرو رهڻ- زنده رهڻ. ٽڪڻ. گذارڻ (حياتي).
**جِيڻُو:** ظ. ساڄو (هٿ، پاسو).
**جِيوُ:** ذ (سن) جيئرو. ساهوارو. جِيتُ. جانور.
**جِيو هَتيا:** ث. ساهواري کي مارڻ.
**جِيوَتِ:** ث (سن) زندگي- حياتي.
**جِيورَڻُ:** م. هضم ٿيڻ (کاڌو). ڪو کاڌو طبيعت کي موافق اچڻ (جنهن مان صحت تي سنو اثر پوي).
**جِيوڙو:** ذ. ننڍڙو ساهوارو. ننڍڙو جيت.
**جِيوَنُ:** ز (سن) زندگي- حياتي.
**جيهو:** ظ. جهڙو. (ث. جيهي).
**جِيءُ:** ذ (سن. جيو) ساهه- جانِ. روحُ. اندر. دل- مَن. سَدَ- خواهش. حياتي- زندگي. بُت- جسم. سڏ جي جواب ۾ موجودگي ظاهر ڪرڻ. جي ورندي- "ها".
**جِيءُ آڙائڻ:** دل اٽڪائڻ. محبت ڪرڻ. جند ڦاسائڻ.

**جيءُ پوڻ:** ساهہ پوڻ. آن ٿيڻ (پوک ۾).
**جيءُ جلائڻ:** اندر ساڙڻ. آزارڻ.
**جيءُ حضوري:** ٿ. خوشامد- چاپلوسي. خوشامد واري حاضري.
**جيءُ ڪڙو ڪرڻ:** مرضي نہ هوندي بہ قبول ڪرڻ.
**جيءُ ڪپائڻ:** پاڻ کي جفا ڏيڻ. سخت محنت ڪرڻ.
**جِيئدانُ:** ذ. حياتيءَ جي بخشش- جان بخشي. موت جي بدران زنده رهڻ جي مهلت (معافي).
**جِيئدان ڏيڻ:** موت جي سزا معاف ڪرڻ. حياتي بخش ڪرڻ.
**جِيئرو:** ص. زنده- حيات. (ٿ. جِيئري).
**جِيئرو جاڳندو:** ص. زنده سلامت. چڱو ڀلو.
**جيئرو ڪرڻ:** زنده ڪرڻ. وسري ويل مسئلي کي وري نئين سر کڻڻ.
**جيئن:** ظ. جهڙي طرح- جنهن نموني.

# چ

**چ:** ٿ. سنڌي "الف- بي" جو ٻارهون اکر. اُچار "چي".
**چاتلُ:** ص. معلوم. ڏٺل. سڃاتل.
**چاتل سُڃاتل:** ص. ڏٺل واٺل- چڱيءَ طرح واقف.
**چاتو:** ذ. ناني- نياڻو.
**چاپَڻُ:** مر. جمڻ (پيٽ مان)- جنم وٺڻ.
**چاپَندي چامُ:** ص. پيدائشي سياڳو. جمڻ سان ئي خاص گڻن وارو.
**چاچِي:** ذ. ڄڃ ڪري ايندڙ- گهوٽيتا. ڄڃ ۾ شريڪ. (ماجي= ڪنواريتا).
**چاچِي ماجِي:** ذ. گهوٽيتا ۽ ڪنواريتا. شاديءَ ۾ شريڪ سيڻي دعوتي.
**چارُ:** ٿ. مشهور ٻُوٽو ('ڪبڙ' جو قسم).
**چارُ:** ذ (سن. جال) ڏاڳن يا سنهين رسين مان ٺهيل چاري (ميڄيءَ ڦاسائڻ لاءِ)- رَڇُ. پکين ڦاسائڻ جي چاري- دام. ڪوريئڙي جو اُڻيل چارو.
**چارُ پکيڙڻ:** ڦاسائڻ لاءِ منصوبو سِٽڻ. سازش ڪرڻ.
**چار وچائڻ:** دام پکيڙڻ. ڦاسائڻ لاءِ فريب ڪرڻ.
**چارائڻُ:** مر. چمائڻ (ڪير).
**چارو:** ذ. ڪوريئڙي جو گهرن ۽ وڻن ۾ ٺاهيل چار. سنهي ڏڪوئيندڙ مک (مينهن ۾ ٿئي) "ڪُت پڳتر مک گهٽي جَري تو چارو". پاٺيٺ جي متاڃري تي جميل اڇو مادو- سينور. دونهين جي ڪاراڻ جو چَتُ. انب ۾ تاندورن وارو ريشو. ڇاتيءَ ۾ جميل بلغم.
**چارِي:** ٿ. هڪ قسم جو سنهون سوراخدار ڪپڙو. لوهي تارن مان ٺهيل سوراخن واري چادر.
**چاڙَ:** ٿ. چاڙِي.
**چاڙِي:** ٿ. وات ۾ هيٺين ڏندن ۽ ڏاڙهن واري هَڏِي (جيڪا کائڻ ۽ ڳالهائڻ وقت هيٺ مٿي ٿئي).
**چاڙِي هڻڻ:** گهڻو ڳالهائڻ. اجائي ٻڪي هڻڻ. ٻَڪ ڪرڻ.
**چاڳروُ، چاڳري (ٻير):** ذ. جابلو ٻيرَ جو وڻ (جنهن ۾ ڪنڊا گهٽا ۽ ٻير ننڍا ٿين- چاپرو ٻيرَ.
**چامَ:** ذ. زيتون (ڦل ۽ وڻ. تنگر نٿي جي ٻوليءَ ۾).

**جامُ:** ذ (ف. جام) سنڌ جي سمن بادشاهن جو لقب. بادشاه. سردار . ماڻهوءَ جو نالو.

**جامَڙو:** ص (سن. وامن) ننڍي قد جو (ماڻهو). اهو ماڻهو جو ڄَمڻ ۾ ڳڪ هڻڻ يا ٻئي ڪنهن سبب ڪري ننڍڙي قد وارو هجي. (ث. جامڙي).

**جامڙا:** ذ. هڪ ذات جو نالو.

**جاموٺُ:** ذ. ”جام“ جو تصغير. سردار. وڏيرو. (ث. جامڻِ).

**جانيو:** ذ. تيلي ٻج جو هڪ قسم (پوک ۽ ٻج).

**جانگهڙيلُ:** ص. ڊگهين ڄنگهن (ٽنگن) وارو.

**جانگهو:** ذ. ڊگهين ڄنگهن وارو. اُٺ.

**جاڻَ:** ث. سُڌ- پروڙ. معلومات. واقفيت. آگاهي. سمجهه. عقل- شعور.

**جاڻَ سُڃاڻَ:** ث. واقفيت- شناسائي.

**جاڻُ:** ذ. اطلاع. سَڌُ. مرڻي جو اطلاع.

**جاڻائڻُ:** م. ٻڌائڻ. واقف ڪرڻ. اطلاع ڏيڻ.

**جاڻڻُ:** م. واقف ٿيڻ- آگاه ٿيڻ. سڃاڻڻ. سمجهڻ. سهي ڪرڻ- پروڙڻ. معلوم ڪرڻ. محسوس ڪرڻ.

**جاڻُهارُ:** ص. هميشه جاڻندڙ- عليم. خدا تعاليٰ.

**جاڻُو:** ص. جاڻندڙ. واقف- شناس. پارکو.

**جاڻي:** ظ. سمجهي. ارادتا- هاسيڪار.

**جاڻي ٻُجهي:** ظ. ڏسي وائسي- سوچي سمجهي. ارادي سان.

**جاڻي وائي:** ظ. هرويرو- هاسيڪار.

**جاوَلُ:** ص. جايل (ٻار). پيدا ٿيل (ٻوٽو). جميل (کير).

**جاهو:** ذ. هڪ قسم جو ساهوارو- ٻاڃيهو.

**جائِي:** ث. ڌيءَ- نياڻي. (ص) ڄڻيل.

**جايو:** ص. ڄڻيل. (ذ) پُٽ.

**جِبَ:** ث. زبان.

**جِبِي:** ث. ٻاهه جي لاٽ- شعلو. اُلو.

**جَٽُ:** ص. ٻهراڙيءَ جو- ديهاتي. سادو سُودو- ڀالو ڀولو. اڻ واقف. ناتجربيڪار. بيوقوف.

**جَٽڪو ڏُڪو:** ذ. بيوقوفيءَ وارو فيصلو.

**جَڄَ:** ث (سن. جَنيہ) شاديءَ ۾ گهوٽيتي طرف جا دعوتي- جاڄي.

**جَرَ:** ث. ٻاهه- آگ. جِبي. لَهسَ. پاڻيءَ جو هڪ جيت- جوَرَ. ويم کان پوءِ پيٽ نڪتل غدود (ٻار يا ڦر جي ڏن سان ڳنڍيل هوندو آهي)- اورَ.

**جَرائڻُ:** م. جَرائڻ.

**جَرائڻُ:** م. ٻاهه ڏيڻ. جِبي ڏيڻ. ساڙڻ- ٻارڻ.

**جَرڪو:** ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**جَرَمُ:** ذ (سن. جنم) نسل- پيڙهي. حياء شرم.

**جَرَڻُ:** م. سخت سيڪ ڏيڻ- سڙڻ. ساڙڻ ’ٻاهه جو جِبيءَ سان جرڻ‘.

**جَري چِڏڻ:** ڏادي مار ڏيڻ.

**جَڙَهه:** ث. جڙَ- پاڙ.

**جَڙَهه ڪڍڻ:** پاڙ پٽڻ- بيک ڪڍڻ. گهڻو هلائي ٿڪائڻ.

**جُڪَ:** ث. چَپُ- لِڪَ. جُهڪي ويهڻ.

**جُڪَ هڻڻ:** لِڪي هڪ هنڌ ڪروندڙو ٿي ويهڻ.

**جُڪَڻُ:** م. لِڪڻ- چَپڻ. جُهڪي ويهڻ (لِڪڻ جي ارادي سان). موقعي جي انتظار ۾ لِڪي ويهڻ.

**جِلَڻُ:** م (سرائڪي) هلڻ- وڃڻ.

**جِلِهه:** ث. چيڪي مٽي واري گپَ. سُستي- آرس.

**جَمُ:** ذ (سن. جَن= ڄمڻ) جنم. جمارَ- عمر. اولاد. ڀاڻُ (جيٽن جو).

**جَمارَ:** ث. عمر. اوستا. حياتي- زندگي.

**جَمائِڻُ:** م. ڏوُنرو ڪرڻ (ڪير). پچائڻ. ڪُپائڻ. ڏادو ڪرڻ. برف ڪرڻ (پاڻي). دباڻ– هيسائڻ.

**جَمَتِ:** ث. دباءُ– ضابطو. رعب داب.

**جَمَڻُ:** م. ڏوُنرو ٿيڻ (ڪير). برف ٿيڻ (پاڻي). سخت ٿيڻ. پچڻ. اُپرڻ (سَلو). پيدا ٿيڻ (ٻار، ڦرُ).

**جَمُون:** ذ. هڪ وڻ ۽ ان جو ڦرُ (ميوو).

**جَُنڊا:** ذ (جمع ۾ ڪم ايندڙ لفظ) مٿي جا وارَ– چَٽا. مُنجهيل ۽ اٽيا وارَ.

**جَُنڊاپَٽ:** ث. زنانو جهيڙو.

**جَُنڊا پَٽڻ:** زالن جو جهيڙي ۾ هڪ ٻئي جا وارَ پَٽڻ. جهيڙو ڪرڻ.

**جَُنڊو:** ذ. عورت جي مٿي جا وارَ. چوٽي.

**جَنگهہ:** ث. ٽَنگَ. رانَ– سَٿرَ.

**جَنگهون هڻڻ:** ٽنگون هڻڻ. تمام گهڻو پنڌ ڪرڻ. گهڻو هلڻ.

**جَڻِ:** ظ. جيئن– وانگر– اٿين.

**جَڻُ، جَڻِ:** ذ (سن. جَن) وِياءُ. نسل– پيڙهي. ٻڻ– ڪيڙ. ماڻهو.

**جَڻائِڻُ:** م. ويم ڪرائڻ (عورت يا جانور کي).

**جَڻَڻُ:** م (سن. جَن) جنم ڏيڻ. ٻچو ڏيڻ. هٿ پير لهڻ.

**جَڻو:** ذ. مرد. ماڻهو– شخص. اڪيلو– ڇڙو.

**جَڻِي:** ث. عورت. زال. هڪڙي عورت.

**جَولَڻُ:** م. ڳولڻ.

**جَوُ. جَٿو:** ث. لاڪَ. ڳاڙهي لاڪَ.

**جَوُ، جَٿو:** ذ. هڪ قسم جو جيت (جو اڪثر ڪُڪڙن، ڳائي يا ٻاڪري مال ۾ ٿئي).

**جوُرَ، جَٿورَ:** ث. پاڻي جو هڪ جيت (جيڪو ڪنهن بہ ساهواري جي جسم مان رت چُوسي ٿو). ويم ڪان پوءِ پيٽ مان نڪتل مادو. ڄرَ.

**جَٿِي:** ث. سَنهڙي اَچي جُونءِ– لِيڪَ.

**جيٺُ:** ذ. سنبت سال جو ٽيون مهينو.

**جيرو:** ذ. باهہ– آگ. ڄِڀي– شعلو.

# جهہ

**جهہ:** ث. سنڌي ”الف– بي“ جو تيرهون اکر. اُچار ”جهي“.

**جهابو:** ذ. ٽوُنر (سُٽ يا پَٽ جو). ڦُندڻ (جيڪو سُونهن خاطر وَهٽ کي ٻڌجي). هڪ قسم جو ڳهہ– چوٽي ڦُل.

**جهاتِ:** ث. جهاتِي.

**جهاتِي:** ث. لِيو– لياڪو. لحظي لاءِ مُنهن ٻاهر ڪڍي ڏسڻ.

**جهاتيون پائڻ:** لکي لکي ڏسڻ– لياڪا پائڻ.

**جهاٽَ:** ث. جَهپُ– جهڙپَ– جَهٽُ.

**جهاٽُو، جهاٽِي:** ص. جَهٽ هڻندڙ (ڦُرڻ يا ڪسڻ لاءِ).

**جهاٽِڪو:** ذ. غيرمسلمانن جو جانورن کي ڪُهڻ جو هڪ نمونو (جنهن ۾ هڪ ئي وار سان ڳچي وڍجي وڃي).

**جهاجهہَ:** ث. گهڻائي (پاڻيءَ جي). اونهون ۽ گهڻو پاڻي. جهجهائي.

**جهاجهہَ ۾ پوڻ:** گهَڻ ۾ پوڻ. ٻَڪ ۾ پوڻ. اجائي

بَڪ ڪرڻ. گهٽو ڳالهائڻ. اِينگهه ڪرڻ (ڪم ۾).

**جهارِ:** ث. پکين جي گهَڻِ (جيڪا پوک تي ويهي ۽ اَن کائي).

**جهارِ هَڪلڻ:** پوک تان پکي هڪلڻ. نظر کان بچائڻ– حفاظت ڪرڻ.

**جهارو:** ذ. تمام ڇدي لسي يا ڍنگ (جنهن ۾ گهٽو پاڻي پيل هجي). لامارو (پکيءَ جو).

**جهاڙ:** ث. منتر– ٽوٽو. نانگ بلا جي ڪک جو اثر لاهڻ لاءِ خاص منتر.

**جهاڙ وجهڻ، جهاڙ رکڻ:** ڪکيل ماڻهو تي ٽوٽو ڦيٽو پڙهي زهر جو اثر لاهڻ. ڪنهن ماڻهو کي اٽڪل سان پنهنجي اثر هيٺ آڻڻ.

**جهاڙُ:** ذ. وڻ– درخت.

**جهاڙڻُ:** مر. جهاڙ وجهڻ. نظر ۾ رکڻ– تاڙڻ. ٻهارڻ– ڪٽي وجهڻ.

**جهاڙو:** ذ. گونهه– ڪرفتي.

**جهاڙُو:** ذ. ٻهارو. تلاشي (چوري ٿيل سامان جي).

**جهاڙُو ڏيڻ:** ٻهاري ڏيئي صفائي ڪرڻ. گهر جي تلاشي وٺڻ. الهوتلهو ڪٽي وجهڻ.

**جهاڙُو وٺڻ:** چوريءَ جي شڪ ۾ تلاشي وٺڻ (ماڻهو يا گهَر جِي).

**جهاڪِڻُ:** مر. جهاتي پائڻ. جهانڪڻ.

**جهاڪو:** ذ. رستي جو ڪڏ کُوبو– جهانڪو.

**جهاڳَ:** ث. ڦِيڻ– ڳجي– جهَڳ. ڳَفَ.

**جهاڳڻُ:** مر. تانگهي پاڻيءَ مان هلڻ. پار پوڻ (پاڻي مان). وڏو سفر ڪرڻ.

**جهاڳورَ:** ث. ڇاڇولَ (پاڻيءَ ۾). ڏانڊول. ڏاڍي مارَ (جنهن ۾ هڏ گُڏَ هيٺا ٿين). جهڳورَ.

**جهاڳورَ ڪڍڻ:** لٽن مڪن سان سٽڻ. ڏاڍي مار ڪڍڻ.

**جهاڳورَڻُ:** مر. ڇاڇولڻ. پاڻيءَ ۾ وڏي ڏانڊول ڪرڻ. ميري ڪپڙي کي مُڪن سان سٽي صاف ڪرڻ. ڏاڍي مار ڏيڻ.

**جهالائُو:** ص. جٽادار– ديرپا.

**جهالرَ:** ث. موتين وغيره جي سَرُن مان ٽانڪيل پانَڪَ (جيڪي ڪنارين تي هٽجي). ٽوُنرن وغيره جي قطار. ڪن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه.

**جهانپُوٽو:** ز. جَهپُ– جَهٽُ.

**جهانپو:** ص. اکين ۾ ڏُند سبب گهٽ نظر وارو.

**جهانجهہ:** ث. هڪ قسم جو ساز.

**جهانجهر:** ث. پيرن جو هڪ ڳهه– پازيب.

**جهانجهرو:** ص. پند جو تکو– تيز رفتار. ڦڙت.

**جهانڪَڻُ:** مر. جهاتيون پائڻ– لياڪا پائڻ. لِڪي لِڪي ڏسڻ.

**جهانڪو:** ذ. ڪڏو (رستي ۾). ڪڏي سبب آيل لوڏو.

**جهانگِي:** ص. جهنگَ جو رهاڪو. جهنگ جو مارُو ماڻهو. جهنگ جي ڏٽ وغيره تي گذران ڪندڙ. (ث. جهانگيائي).

**جهانورو:** ص. اکين ۾ ڏُند جي بيماري سبب گهٽ ڏسندڙ– چنجهو.

**جهانءِ:** ث. واڄي جو جهڪو منو آواز. ڳهه جو هڪ قسم (جيڪو مچلين جي جهالر سبب چمڪي وارو ٿئي).

**جهانٺُون:** ذ. پيرن تان مَرُ لاهڻ لاءِ کَهري سِرَ يا پٿر.

**جهائُو:** ذ. لئو (وڻ).

**جَهپُ:** ص. پربور. تيل يا سٽپ سان پربل.

**جُهپَ:** ث. ڇاڇولَ (پاڻيءَ ۾). وِلوڙ.

**جَهبَٽِ:** ث. اثر (تڌ يا جهولي جو). چپيٽ (بيماريءَ

جي).
**جھڪو:** ذ. ولوڙڻ جو آواز.
**جھلو:** ص. ويڪرو- خلاصو (پهراڻ، چولو، ڪوٽ).
**جھَپَڻُ، جُهپڻُ:** م. پاڻيءَ ۾ هٽ وجهي لوڙڻ- لُبڻ. گهڻو تيل يا گيهه وجهي سٽيو ڪرڻ (ماني يا وارن ڪي).
**جُهبو:** ذ. قياس- ڪهل. چڪي (دل ڪي).
**جِهبِي:** ث. چِبي- سَٽ. چِڪَ (لغام ڪي). چِبي (دل ڪي). ڪهلَ.
**جُهبيرَ:** ذ. هڪ ذات جو نالو.
**جَهتِ:** ث. ننڍڙين ڪَنڊين يا ڇارين جو ڳتيل جُهڳٽو. مٽي جا اٿيا وار.
**جَهتَ:** گهڙي- ساعت. ٿوري دير.
**جَهتِ، جَهتَ:** ظ. جلد- يڪدم- تُرت.
**جھَتِ ٿي وجڻ:** دير ٿي ڪانه لڳڻ. اک ڇنب ۾ ٿيڻ.
**جھَتِ ڪرڻ:** جلدي ڪرڻ- سيگهه ڪرڻ.
**جھَٽُ:** ذ. ڪسڻ جو عمل. جهپُ- جهڙپَ. لامارو. چِڪُ (ڪُتي يا جانور جو). موقعو- داءُ.
**جھَٽُ جُهوڙي:** ذ. ڦُرمار- ڦرلٽَ.
**جھَٽُ وجهڻ:** چڪ وجهڻ. ڪاوڙ مان تکو ڳالهائڻ.
**جھَتِ پَٽ:** ظ. تمام جلدي- يڪدم. نه ٿهه- تڙي ڪڙي- اُتي جو اُتي.
**جُهٽَ:** ث. جوٽَ- سَٿر.
**جھَٽَ پٽڻ:** جوتون پٽڻ. ڪشالا ڪڍڻ.
**جِهٽڪڻُ:** م. جهٽڪو ڏيڻ. ڇَنڊڻ (ٻانهن ڪي).
**جھِٽڪو:** ذ. لوڏو- ٺيلهو. ڇنڊڪو. وسڪارو (مينهن جو).
**جُهٽڪو:** ذ. جُهوٽو (هوا جو). پنڪي (ننڊ جي).
**جھَٽڻُ، جهٽڻُ:** م. هوا ۾ اچليل شيءَ کي جهلڻ- جهپڻ. هوا ۾ پڪڙڻ. اُڏامندڙ کي وٺڻ. اثر وٺڻ (دليل، خيال، نظريي جو).
**جھٽِي:** ث. جهٽَ- جهپُ.
**جھٽيون هڻڻ:** ڦر ڪرڻ. زوري کسڻ. ٺڳيون ڪرڻ. ننديون چوريون ڪرڻ.
**جَهپَ:** ث. ننڊ جو جُهوٽو- پنڪي.
**جھَپُ:** ذ. جهَٽُ- لامارو.
**جَهپَٽُ:** ذ. جَهپُ.
**جَهپَٽڻُ:** م. جهپ هڻڻ. لامارو ڏيڻ.
**جَهپَجَڻُ:** م. جهنجڻ. گهنجڻ (رنگ، چِلڪ).
**جَهپڪو:** ذ. جهَٽَ- جهَپُ.
**جَهپڪي:** ث. ننڊ جي ڳهَر- پنڪي.
**جَهپَڻُ، جَهپڻُ:** م. جهپ هڻي کسڻ. هوا ۾ اُڏامندي جهلڻ. گهنجڻ (رونق، چلڪو).
**جَهپو:** ذ. جَهپُ- جَهٽُ. لامارو.
**جِهجَڻُ:** م. اندر ۾ ڳرڻ (ڏک کان). تمام گهڻو ڏک ٿيڻ. وِجهلڻ. سوز گداز کان هيڻائي ٿيڻ.
**جَهجهائي:** ث. گهڻائي- ڪثرت.
**جِهجَهڪَ:** ث. هبڪ. گهبراهٽ. حجاب.
**جَهجهو:** ص. گهڻو. حد کان وڌيڪ.
**جُهڏو:** ذ. ڪَڏ يا چُرَ (جنهن جو مٿيون پاسو چٽ وانگر وڌيل هجي)- ڪوپَ. پاڻيءَ جي ڪَڏ- ڪُوِر. (ص) پراڻو- جهونو.
**جُهر جُهر:** ث. وري وري چوڻ- گهبي.
**جهَرجَهنگُ:** ذ. پونو ۽ جهنگ. (ظ) هرجگهه.
**جهُرجُهنو:** ص. ڳريل ۽ سڙيل. ڀڳل ٽُٽل. زبون.
**جِهرڪُ:** ذ. هڪ مشهور پکي- چڙو.
**جِهرڪي:** ث. جهرڪ جي مادي- چڙي.
**جَهرڪَڻُ:** م. جرڪڻ- چمڪڻ.

**جهرمٽ:** ذ. انبوهہ. ميڙ. هجوم. ٽولو.

**جهرمر:** ث. چمڪو. پاڻيءَ ۾ ترورن جو اولڙو. تارن جو ٽمڪو. گهڻين بتين جي روشني. رونق.

**جهرمري:** ث. اُها دَري جنهن ۾ پٽيون لڳل هجن ۽ پٽيون هيٺ مٿي ڪري روشني يا اونده ڪري سگهجي.

**جهرَڻ:** م. جنسي خواهش جو غلبو ٿيڻ. شهوت ٿيڻ.

**جهُرَڻ:** م. جُهور ٿيڻ. جُهونو ٿيڻ. پڃڻ پُرڻ. زبون ٿيڻ. ڏکڻ (ڦٽ ڦرڙي). زخم ٿيڻ. ڏکوئجڻ.

**جهرڻو:** ذ. ڦوهارو. مٿان ڪرندڙ پاڻي. آبشار.

**جهرڻو:** ذ. ڏؤنري کي هٿ سان ولوڙڻ لاءِ ڪاٺيءَ مان ٺهيل ننڍو منڌيٽڙو.

**جهَرو:** ص. شيرين اکين وارو. اڇن ۽ ڳاڙهن ڇٽن وارو ڍڳو.

**جهروڪُ:** ذ. محلات يا ماڙيءَ جي جاريدار دَري يا ڇڄهري.

**جهروڪو:** ذ. جارو- ڳڙک. ننڍي دري. ڪچو گهر.

**جهَري:** ث. سامونڊي لهر. وِيرَ. دَر يا دريءَ جي وٽي يا سيرَ.

**جهُري:** ث. ڪپڙي جي تند نڪرڻ سان ٿيل وِٿي. گهنج.

**جهُريون پوڻ:** ڪپڙي ۾ ڏاريُون پوڻ. مُنهن ۾ گهُنج پوڻ.

**جهُريَل:** ص. پڳل (ڪاٺي، عضوو). جهُونو.

**جهَڙ:** ث. مُرئي وارو ڏک. رهڙ.

**جهَڙ ڪڻڻ:** دب ڪڻڻ- مال چاڙهڻ. دڙڪو ڏيڻ.

**جهُڙ:** ذ. ڪڪرن جي لَس. ڪڪرن سان آسمان ڇانئجڻ.

**جهُڙالو:** ذ. جهُڙ ۽ ڪڪر. ميگهه ملار.

**جهَڙتي:** ث. تلاشي. جهاڙُو.

**جهَڙَپَ:** ث. جهَٽ (تڏ يا جهولي جي). اثر (جِن ڀوت جو). ڇپيٽ. حملو. جهيڙو- تڪرار.

**جهَڙَپَ لڳڻ:** بيماريءَ جو اثر ٿيڻ. ڇپيٽ اچڻ.

**جهَڙَپُ:** ذ. جهٽ- جهَپُ. لامارو.

**جهَڙَپڻ:** م. جهپ هڻي ڪٽي وجڻ. ڪسڻ. اوچتو ڪٽي وجڻ. جهٽڻ.

**جهَڙپو:** ذ. جهَڙپُ.

**جهُڙ ڦڙ، جهُڙي ڦڙي:** ث. مينهوڳي. مِينهن جي منڊَ. برسات. بُوند بوند.

**جهَڙڪو:** ذ. ڇپيٽ. پڙڪو (باهہ جو).

**جهَڙڳُ، جهَڙڳو:** ذ. پيڙ (باهہ جو)- پڙڪو. جنگ- لڙائي.

**جهَڙَڻُ:** م. وڍڻ- ڪپڻ. سٽڻ ڪٽڻ. مارڻ. ڳرڻ- وِجهلڻ. تکو ڪاهڻ (پنڌ).

**جهَڙي:** ث. مِينهن جي جهڪور.

**جهَڪَ:** ث. مٿيءَ وارو طوفان- واچَ. بَڪ بَڪ. اجايون ڳالهيون. اجايو بحث. جهڳي. (ص) اجائي بَڪ ڪندڙ. گهڻو ڳائيندڙ. گهڻو ڳائيندڙ پوڙهي عورت.

**جهُڪُ:** ذ. ڪُبِ- خَمُ هيناهين- نمندي.

**جهَڪاڻ، جهَڪائي:** ث. هيناهين- نمندي (زمين). لاهي. گهٽتائي- ڪمي- ٿورائي.

**جهُڪائڻُ:** م. نمائڻ- نوڙائڻ. هيٺ ڪرڻ (مٿو، اکيون). هُشائڻ (اُٺ). آڻ مڃائڻ. زوري مڃائڻ.

**جهُڪَڻُ:** م. نمڻ. نِوڙڻ. ڪُبڙو ٿيڻ. هيٺ ٿيڻ. لاڙو ڪرڻ. مائل ٿيڻ. آڻ مڃڻ.

**جهَڪو:** ص. هيٺ تي نميل. لهوارو. گهَٽ- ڪَسو. هلڪو (رنگ). گهٽيل (مُلهہ يا سُونهن ۾). هيٺو (زور ۾).

**جهَڪو ٿيڻ:** ڪاوڙ ڍري ڪرڻ. ڍرو هلڻ. سُست ٿيڻ.

**جهَڪورَ:** ث. هوا سان گڏ مينهن جو سخت وسڪارو. لاڳيتو مِنهن جو وسڪارو. لاڳيتو مينهُن.

**جهَڪَ:** ث. گجي- ڦِيڻ. گَفَ. بڪَ- يَخي.

**جهَڳٽو:** ذ. ٿوري تعداد ۾ وڻ ۽ ٻُوٽا. ٿورن وڻن جو جُهنڊُ.

**جهَڳ جهَڳ:** ث. زباني تڪرار. بحث مباحثو. بيسُود ڳالهيون.

**جهَڳڙُ:** ذ. باز (پکي) جو هڪ قسم.

**جهَڳڙالُو، جهَڳڙائي:** ص. فسادي. جهيڙاڪ. ڏنڊائي.

**جهَڳڙَڻُ:** م. جهيڙو ڪرڻ. بحث ڪرڻ.

**جهَڳڙو:** ذ. جهيڙو- تڪرار. دنگو- فساد. بحث.

**جهَڳ مَڳ:** ث. چمڪاٽ- جَهلڪا. رونق- جهرمر. جنسار.

**جهُڳڻُ، جهُڳِڻُ:** م. ولوڙڻ (ڪير) لَسُ (پاڻي) ڇاچولڻ.

**جهُڳو:** ذ. ڪکائون گهر. پُونگو گهَرُ.

**جهُڳو جهَڙ ٿيڻ:** گهر برباد ٿيڻ. سڀ ڪجهه ناس ٿيڻ. ڏاڍو نقصان ٿيڻ.

**جهڳورَ:** ث. جهاڳورَ.

**جهڳورڻُ:** م. ڇاچولڻ. مَنارڻ. ولوڙڻ. مار ڏيڻي هڏ گڏ پيڻ. ڏاڍي مارَ ڏيڻ. جهاڳورڻ.

**جهَڳي:** ث. بَڪ- يخي. اجايو ڳالهاءُ.

**جهَڳي هڻڻ:** اجائي بڪ ڪرڻ. گهڻو ڳالهائڻ.

**جهُڳي:** ث. پُونگي. ڪکائين جهوپڙي.

**جهَلَ:** ث. روڪ- منع. آڏر- ٽيڪ (پِٽ يا ڇِت کي). ٽيڪ ڏيڻ لاءِ ڪاني يا ٿُوٽي.

**جهُلَ:** ث (ع. جُل) گهوڙي يا وهٽ جي مٿان وجهڻ لاءِ ڪپڙو.

**جهَلَ پَلَ:** ث. روڪ- منع- بندش.

**جَهلجَڻُ:** م. ونجڻ- قابو ٿيڻ. پڪڙجڻ. بيماري ۾ ونجڻ.

**جَهلڪَ:** ث. چمڪو. جلوو. ٿوريءَ دير لاءِ نظارو.

**جَهلڪارڻُ:** م. جهلڪا ڏيڻ. چمڪاٽ ڪرڻ. تجلا ڏيڻ.

**جَهلڪارو:** ذ. چمڪو. تجلو.

**جَهلڪڻُ:** م. چمڪڻ. ظاهر ٿيڻ.

**جَهلڪو:** ذ. ٿوريءَ دير لاءِ ڏيکاءُ- نظارو. چمڪو- تجلو.

**جَهلڪي:** ث. جَهلڪ. ڏيکاءُ. چمڪو.

**جَهلڻُ، جَهلِڻُ:** م. هٿ ۾ وٺڻ. پڪڙڻ. قابو ڪرڻ. گرفتار ڪرڻ. منع ڪرڻ- روڪڻ.

**جُهلڻُ:** م. لُڏڻ- جُهولڻ. (ص) لُڏڻ- سهڻو- حَسين. پيارو.

**جَهلو:** ذ. آڏ- ٽيڪ. بچاءُ. جتاءُ- پائداري. سهارو.

**جَهلي:** ث. هوا لاءِ ڇت ۾ ٽنگيل وڏو پکو (جيڪو لوڏڻ سان هوا ڏئي).

**جهِلي:** ث. پيٽ جي ڪَلَ ڪان اندريون پردو.

**جهمرَ:** ث. هيناهين زمين- نشيب- نوڙ. ڇِبي- سَٽَ.

**جهُمٽُ، جهُمٽو:** ذ. وڻن جو جُهنڊ- جهُڳٽو.

**جهمٽي:** ث. سنڌ جي ٽالپور اميرن جي سواري لاءِ دريائي ٻيڙي. اُها ڪٺ جنهن ۾ واڻَ جي بدران تختا لڳل هجن. ڪنن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهڻُ.

**جهُمرڙ:** ث. هڪ قسم جو ناچ.

**جهُمري:** ث. "جهُمر" ناچ ۾ گهُمري (ڦيري).

**جهُمرِيون پائڻ:** خوشيءَ مان ڦيريون پائڻ. ڦيريون

پاڻي نچڻ. ٿينگ ٽپا ڏيڻ.

**جِهمَڻُ:** م. ٽِمڻ. ٽمٽار ٿيڻ (سٽي يا پاڻيءَ مان). نِوڙڻ. جُهڪڻ (ڇت). بار سببان جُهڪڻ.

**جِهنجهہ:** ص. ٽمٽار (ميوي سان وڻ).

**جَهنجَهٽ:** ذ. جهڳڙو- ٽڏو. جَنجل- خفو- ڪاپارو.

**جِهنجِهڻو:** ذ. ٻارن جو هڪ رانديڪو (ڪاٺ يا لوهہ جو سوراخدار گولڙو جنهن ۾ ڇمڪي لاءِ ڪکرا پيل هجن).

**جِهنجهڻو وڄائڻ:** راضي ڪرڻ لاءِ حيلا هلائڻ. سمجهائڻ لاءِ گهڻو مٿو هڻڻ.

**جِهنجهورڻُ:** م. ڌوڻڻ. سجاڳ ڪرڻ.

**جَهنڊِ، جِهنڊَ:** ث. نئين ڄاول ٻار (پُٽ) جا پهريان پيدائشي وارَ.

**جُهنڊُ:** ذ. ٽولو. ڌڻ. ڪکر (مڇرن جو). پَرو (پکين جو). وڻن جو ويڙهہ.

**جُهنڊِ، جُهنڊُ:** ذ. ڪپڙي سان ويڙهيل مُنهن (جئن سڃاڻپ نہ ٿئي)- بُٺَ. پاٽولي هٿي ڪپڙي سان پاڻ کي سڃو ڍڪڻ- گهنڊ.

**جَهنڊو:** ذ. عَلَم. انگاس. نشان واري ٻيرق.

**جَهنڊو کڻڻ:** اڳواڻي ڪرڻ. شروعات ڪرڻ.

**جَهنڊولُو:** ص. اهو ٻار جنهن جي مٿي جا وار لٿل نہ هجن. وڏن وارن وارو.

**جَهنڊِي:** ث. ننڍو جهنڊو- بانئٽِي. ريل گاڏيءَ کي هلائڻ يا بيهارڻ جي نشان واري جَهنڊي.

**جِهنڪارُ:** ث. ساز جو واڄو. ڳهہَ جو ڇملو.

**جَهنگُ:** ذ. بَنُ- ٻيلو. وڻ ٽڻ.

**جهنگ ڪڍڻ:** ٻنيءَ مان بيڪار ٻُوٽا ڪڍي پوک لاءِ زمين صاف ڪرڻ.

**جَهنگَ ٻِلو، جَهنگراڙ ٻِلو:** ذ. جهنگلي ٻلو.

**جَهنگَ ڪُڪڙُ:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.

**جَهنگلُ:** ذ. جَهنگُ.

**جَهنگل ۾ مَنگل:** ذ. سُڃَ ۾ وٽڪار. سُڃ ۾ آبادي ۽ رونق.

**جَهنگِلو:** ذ. ڪاٺي يا لوهي سيخُن جو ڪٽهڙو. هڪ راڳڻي جو نالو.

**جَهنگِلي:** ص. جهنگ جو. اڻ سڌريل. وحشي.

**جِهنگڻُ:** م. مکين جو آواز ڪرڻ. مکيون ويهڻ (ڪاٺي جي شيءِ تي).

**جِهنو:** ص. جُهونو.

**جَهڻ:** ث. مَهِي. گهاٽو ڏَڌ. لسِي- ڏُڌ.

**جَهڻِ مَکڻُ ڪرڻ:** گڏوچڙ ڪرڻ. معاملو مُنجهائڻ.

**جُهڻِ جُهڻ:** ث. رِنجهہ ڪِنجهہ- گهَبِي.

**جِهڻڪ:** ث. تنبيهہ- جُٺ. جٺ ڦٺ. ناراضگي مان سمجهائي.

**جِهڻڪڻُ:** م. جُٺ ڪرڻ- تنبيهہ ڪرڻ. نِندڻُ.

**جهوتَ:** ث. جهاتي- لياڪو. نظر وجهڻ.

**جهوتو ڏيڻ:** هِتي هُتي اجايون جهاتيون پائڻ. در در ٻِٽڪڻ.

**جُهوتو:** ذ. لوڏو (پينگهہ يا واءُ جو). ننڊ جي خمار ۾ لوڏو- اوجهرائي.

**جُهوتا کائڻ:** لوڏا کائڻ (پينگهہ جا). ڀنڪيون کائڻ. وينِي وينِي ننڊ ڪرڻ ۾ لوڏا کائڻ.

**جُهوپڙو:** ذ. ننڍڙو ڪکائون گهر. جُهڳو.

**جُهوپڙي:** ث. تمام ننڍڙي جُهڳِي.

**جُهوپو:** ذ. ڪکائون گهر. پُونگو- جُهڳو.

**جُهوجهو:** ذ. ڏڌ ولوڙڻ جو آواز. ٻارن کي ڊيڄارڻ لاءِ خيالي جانور.

**جهورَ:** ث. مارڪُٽَ. سَٽڪو (مينهن جو).

**جهورَ جَهڪورَ:** ث. برسات جو لڳاتار وساڪرو.

**جهُورِ:** ص. جهُريل- پڳل. زبون. پُراڻو. پوڙهو.

**جهوراٽو:** ذ. ايذاءُ. ڏک سُور. ڳڻتي- ڳاراٽو.

**جهورَڻُ، جهورِڻُ:** پيڻ- پُڪا ڪرڻ. زبون ڪرڻ. ڏکوئڻ- ايذائڻ. سَتڻ ڪُٽڻ.

**جهوري:** ث. ڳڻتي- وِجهڙَ. پريشاني. اُٽڻ- چوراڪورا. سِڪَ- اُڪنڊَ.

**جهُوڙو:** ذ. سُٽَ يا پَٽ جو ڦُندڻ- ٽوُنڊ. وانگوڙو. سائي گاهہ جو ڳٽو.

**جهُوڙِي:** ث. پن جي بيڙين جي جُوڙي (پنجويهہ پيڙيون).

**جهوڪَ:** ث. نمندي- هيناهين (زمين). بينڪ (اُٺن جي). اُٺن جي ويهڪ وارو هنڌ. رات جو بارگير اُٺن جي منزل. ماڳ- منزل. اڳتي سيرڻ لاءِ چوڪَ.

**جهوڪَڻُ، جهوڪِڻُ:** م. ڌِڪڻ. زوري اندر وجهڻ- ڦُسڻ. ڏتي پرڻ. سورڻ (باهہ ۾ ڪاٺيون).

**جهولَ:** ث. چولي يا پهراڻ جو اڳو. دامن- پلئہ. جهولِي.

**جهولَ جهلڻ:** خيرات وٺڻ. مراد پنڻ. باجهہ گهُرڻ.

**جهولُ:** ذ. هيناهين زمين- نشيب. درياءَ جي ڪاڌ وارو اونهون هنڌ (جتي درياءَ جي لاٿ بعد بہ پاڻي بيٺو رهي). درياءَ جو اونهي پاڻي وارو وهڪرو. پراٽي (سٽ، ڪپڙي، نوڙيءَ وغيره جي تندن جي).

**جهُولَڻُ:** م. لُڏڻ. لٽڪڻ. جهُومڻ. ڪنڌ هڻڻ (غيبات جي اثر کان).

**جهُولڻو:** ذ. پينگهو. جَهلِي (چت ۾ بدل).

**جهولو:** ذ. اونهاري جي گرم هوا- لُوهہ- لُڪَ. لُڪَ جو اثر.

**جهُولو:** ذ. لوڏ- پينگهہ. پينگهو.

**جهولِي:** ث. جهولَ. ٻار کي لوڏڻ لاءِ ڪپڙي جي لوڏ. چولي يا پهراڻ جو اڳو- دامن. ڪپڙي جي ڳوٺري (خيرات وٺڻ لاءِ). گودِ- هَنجَهہ.

**جهولي جهلڻ:** خيرات وٺڻ لاءِ پلئہ جهلڻ. مدد گهرڻ. پنڻ.

**جهُومَرُ:** ذ. ڳهہ جو هڪ قسم (پيشانيءَ جو).

**جهُومَڪُ:** ذ. ڪن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهہ.

**جهُومَڻُ:** م. نشي يا مستيءَ ۾ لڏڻ.

**جهُونجهہَ:** ث. لڙائي- جنگ. جهيڙو.

**جهُونجهارُ:** ص. ويڙهاڪ- جنگجو. سورهيہ- مانجهي. بهادر.

**جهُونگارَ:** ث. جهيٽي آواز سان ڳائڻ. چوپائي مال کي پهرائڻ لاءِ ڏنارن جو خاص آواز.

**جهُونگارَڻُ:** م. آهستي پڙهڻ يا ڳائڻ- پنهنجي مُنهن سُر سان چوڻ.

**جهُونو:** ص. پراڻو- ڪُهنو. قديم- اڳاٽو. پُٽو- زبون " پوڙهو( ث. جهُوني).

**جهِيرُ:** ذ. چِيرُ- شگاف. زخم. ڪپڙي ۾ وچان تندن نڪرڻ سببان ٿيل ڳهاري. چَهڪُ- وِڏُ.

**جهيرڙو:** ذ. جهِرڻو. منڌيٽڙو.

**جهيڙاڪُ:** ص. جهيڙو ڪندڙ. ويڙهاڪ. فسادي.

**جهيڙَڻُ:** م. جهيڙو ڪرڻ. وڙهڻ جنگ ڪرڻ.

**جهيڙو:** ذ. جهڳڙو- ويڙهہ. تڪرار- معاملو.

**جهيڙو جهٽو:** ذ. دنگو فساد. ويڙهہ جهيڙ.

**جهيلَ:** ث. ڏيمي آواز ۾ جهونگار. ٻئي سان آواز ملائي ڳائڻ. ڳائڻي سان پراءِ لاءِ لاڳُر ٿي ڳائڻ. ڏار سان ڳالهائڻ.

**جهِيلِي:** ص. راڳ ڪندڙ جي پٺيان سُر جهلائيندڙ- سُر جهلائُو.

**جهيلارَ**: ث. ڳالهائڻ ۾ ڍارَ. اُچارن کي ڍار سان هيٺ مٿي اُچارڻ.

**جهينگو**: ذ. هڪ قسم جو سامونڊي جيت (جنهن جو اندريون ڳُودو رڌي کائجي)- گانگٽ.

**جهيڻَ**: ث. ڪمزوري- هيڻائي. ايرائي. هلڪائي (آواز جي).

**جهيڻائي**: ث. هيڻائي- ايرائي. هلڪائي- نرمي (آواز جي). سنهون تپ.

**جهيڻو**: ص. آهستي- ڍرو (ڳالهائڻ). ڍيمو- مائو. هيڻو- اويرو. هلڪو (تپ).

# ڄ

**ڄ**. ث. سنڌي الف بي جو ڇوڏهون اکر. هن اکر سان ڪو به لفظ شروع ڪونه ٿو ٿئي.

# چ

**چ**: ث. سنڌي 'الف- بي' جو پندرهون اکر ۽ فارسيءَ جو ستون اکر. اُچار 'چي'.

**چابُڪُ**: ذ (ف) چَهبڪُ.

**چابُڪدَستي**: ث. ڦُڙتي. مهارت.

**چابَ**: ث. چبڻ جي حالت- ڏندن سان زور.

**چابو**: ذ. ڪاڏي مهل چاڙين جو چهڪو.

**چابا ڏيڻ**: وات هلائڻ (ڪاڏي کائڻ وانگر). ٺلهو وات هلائڻ.

**چابولَ**: ث. چؤبول- هُل.

**چابون، چابُٺون**: ص. چبارڻ ۾ چيڙهو (ڪاڏو، حلوو وغيره).

**چابي**: ث. ڪُنجي (ڪُلف جي). وقت لاءِ واچ يَرڻ جي ٺَل. بيل گاڏيءَ جي ڦيٽي کي روڪيندڙ لوهي ڪُندو. اڏاوَت ۾ وَنگ يا ڪمان جي چوٽيءَ واري وچين سِرَ.

**چابي ڏيڻ**: واچ کي يرڻ. اُيارڻ- آماده ڪرڻ. ڦڙت ڪرڻ.

**چاترُ**: ص (سن. چَتر) ڏاهو- چالاڪ.

**چاتَ**: ث. چشڪو. عادت. چيٽ.

**چاتَ چڪائڻ**: عادت وجهڻ. حرفت سان نقصان وجهڻ.

**چاتو**: ذ. چَٽڻَ جي دوا (معجون وغيره).

**چاٽُو**: ص. چٽيندڙ. ڪاٺو. هبچي. لالچي.

**چاٽي**: ث. چشڪو. چُوسَ- هيرَ. چاهہُ. واپاري جي اصطلاح ۾ بازار ۾ ڪنهن چيز جي کوٽ.

**چاپَ**: ث. گوشت جو هڏي وارو ٽُڪر (جو تري يا پچائي کائجي). چِپَ يا پچائڻ جي حالت.

**چاپڙُ**: ذ. ڳوهيل مٽيءَ مان ٺاهيل گولائون ڍڪ (جنهن سان ڳُنديءَ کي ڍڪجي). چاپوڙو.

**چاپلوسُ**: ص (ف) خوشامدي. رهي). منگتو ڳاٽو.

**چاپِٽِين:** ث. گهاٽِي ۽ ٻِلن تي پريل ڏاڙهي.

**چاچو:** ذ. پيءُ جو ڀاءُ. (ث. چاچِي).

**چادَر:** ث (ف) اوڍڻ يا وڇائڻ جو وڏو ۽ ڊگهو ڪپڙو، گُلن جي چادر.

**چادَر چاڙهڻ:** مزار تي عقيدت طور ڪپڙي يا گلن جي چادر وجهڻ.

**چادِري:** ث (ف) هڪ قسم جو برقعو.

**چاڏِي:** ث. ڪِير ولوڙڻ لاءِ نِڪرَ جي ڪُنِي- ماٽِي.

**چار:** ص (ف چَهار) ڳاڻيٽي جو هڪ عدد (۴).

**چار ماڻهو:** ذ. ٿورا ماڻهو- ڪجهہ تعداد. چارچگا.

**چار پئسا:** ذ. ڪجهہ رقم. ملڪيت- ناڻو.

**چارچگا:** ذ. ڪجهہ معزز ماڻهو.

**چار ڏينهن:** ذ. ٿورا ڏينهن. ڪجهہ عرصو.

**چاراٽِي، چاراِئِي:** ث. چوِپائي مال چارڻ جي اُجرت.

**چارٽُ:** ذ (انگ) نقشو- خاڪو.

**چارَپُ، چارپو:** ذ. چوِڪسي- جاسوسي.

**چار پَهرَ:** ذ. سڄي رات يا سڄي ڏينهن جو عرصو.

**چارِج:** ث (انگ) سپردگي. ذميداري.

**چارِجَ شِيٽَ:** ث. مڙهيل تهمت جي لکيت.

**چارَڻُ:** ذ. چارَڻَ قوم جو فرد (جيڪو ڳائي ۽ گهُمندو رهي). منگتو ڳائڻو.

**چارَڻُ، چارِڻُ:** م. چوِپائي مال کي جهنگ ۾ ڦيرائڻ (جيئن مال ڪک پن وغيره کائي ۽ تنگون ساهي).

**چارو:** ذ. چوِپائي مال جو گاهہ وغيره. مڇي ڦاسائڻ لاءِ ڪنڍيءَ ۾ ڦاسايل کاڌو. سَنهون پيچرو- دگُ. جهنگ يا ٻيلي مان گسُ. رستي ۾ پاڻي ۽ گپ وارو ٽُڪر.

**چارو:** ذ (ف. چاره) حيلو- تدبير- اُپاءُ.

**چارَه جوئِي:** ث. فرياد- دانهن ڪُوڪَ.

**چارَه گر:** ص. ڪم [illegible]اهيندڙ يا درست ڪندڙ. علاج ڪندڙ. حيلي سان چڱو ڀلو ڪندڙ.

**چارِي:** ص. محافظ- پهريدار. جاسوس.

**چاڙهہُ:** ذ. واڌ (پاڻيءَ ۾)- اضافو. ٽيڪ- پُٺڀرائي. ترغيب- هُشـ . اُتا [illegible]ين- اُڇاڙِي. درياهہ ۾ پاڻي جي واڌ.

**چاڙهہ ڏيڻ** ريف ڪرڻ- پڌائڻ. هُشي ڏيڻ.

**چاڙَهڻُ، چاڙِهڻ،** م. مٿي ڪرڻ- بلند ڪرڻ. مٿانهين تي رسائڻ. ويهارڻ (سُواريءَ تي)- سُوار ڪرڻ. هڪڙي شيءَ جي مٿان ٻي رکڻ.

**چاڙهو:** ذ. بلندي- مٿانهين. عروج- اوج. واڌ- اضافو. ترقي. سڌارو. فائدو. مڙسي- همت.

**چاڙهُو:** ص. چڙهڻ جو هوشيار (وڻ يا جبل تي).

**چاڙِهي:** ث. اُتانهين- بلندي. مٿانهين ڏي ويندڙ رستو يا گسُ. واڌ. هُشي- ٽِيڪَر. ڏاڪِڻ.

**چاڙهي چڙهڻ:** ڏکيائيءَ مان پار پوڻ. مشڪلات کي مُنهن ڏيڻ.

**چاڙِهيڪو، چاڙِيڪو:** ذ. جبل جو ڏاڪو. اُيو لڪُ.

**چاسَ:** ث. چشڪو- لذت.

**چاسِنگرُ:** ذ. ڪُڙڪُٻيتو.

**چاشَ:** ث. ٻُڙ يا ڪنڊ جي پَتِ.

**چاشِني:** ث (ف) مٺاڻ- ميٺاڄَ. ڪنڊ ۾ رڌل چانور.

**چاقُ:** ص (ترڪي) تندرست- چڱو ڀلو.

**چاقائي:** ث. تندرستي- چڱڀلائي.

**چاقُ چوِبند:** ص. چڱو ڀلو. تازو توانو. ٺلهو متارو.

**چاقُو، چاقُون:** ذ (ترڪي) وڍڻ يا ڇلڻ جو اوزار- ڪَپُ.

**چاڪُ:** ذ (ف) چِيرُ. چهڪُ- وَڍُ. زخم- گهاءُ. ڪپڙي جو تاڪُ- ڏرُ. گاڏيءَ جو ڦيٿو. (انگ) بورڊ تي لکڻ لاءِ چُن جو قلم. (ص) چيريل. وڍيل. ڦاٽل.

**چاڪَ چِڪَڻ:** زخم تازا ٿيڻ. سُورَ ياد پوڻ.

**چاڪ گرَيبان:** ذ. چولي يا پهراڻ جو اڳ وارو ڪليل حصو.

**چاڪَرُ:** ذ (ف) نوڪر- خادم- ٻيلي.
**چاڪِري:** ث. نوڪري. خذمت. تيمارداري.
**چاڪليٽُ:** ذ (انگ) هڪ قسم جي ولائتي مٺائي.
**چاڪي:** ص. گهاٽو هلائيندڙ. تيلي.
**چاڪڙي:** ث. ڪاٺيءَ جي جُتي.
**چاڳُ:** ذ. لاڏ- انگل- ماٺو. هيڄُ.
**چاڳلائي:** ث. ناز نخرو. چلولائي.
**چاڳلو:** ص. لاڏلو. چلولو. آنگِلي. نخرباز. (ث. چاڳلي).
**چالَ:** ث. رفتار. هلڻي. هلت- روش. طريقو- ڍنگ. عادت. هيرَ. رسم. اٽڪل- حرفت. مينهن (جنهن جا چارئي پيرَ ۽ مُنهن اڇو هجي). پيسِڪوٽ راند ۾ پَتي جي لهپَ.
**چالِ چَلَتِ، چالِ چَلگتِ:** ث. هلڻي چلڻي. طور طريقو. رسم رواج.
**چالبازُ:** ص. اٽڪلي- حرفتي. ٺڳ. چالاڪ- هوشيار.
**چالبازي:** ث. چالاڪي. ٺڳي. حرفت.
**چالاڪُ:** ص (ف) چُست- تيز- ڦُڙت. هوشيار. ٺڳ- فريبي.
**چالاڪي:** ث. ڦُڙتي- چُستي. هوشياري. ٺڳي- حرفت.
**چالامانُ:** ذ. رسم رواج- هلي چلي. رواج.
**چالانُ:** ذ (انگ) پروانو. راهداري. ملزم جي ڪورٽ ۾ حاضري.
**چالاٿو:** ذ. لاڏاٿو- وفات- انتقال.
**چالو:** ذ. هلڻي. ڳوٺن واري ڪنهن بہ بازيءَ ۾ ڳوٺ جي هلڻ جو وارو- داءُ.
**چالُو:** ص. رواج ۾ هلندڙ. عمل ۾ ايندڙ. جاري. عام. رواجي.
**چاليهہ:** ص. ڳاڻيٽي جو هڪ عدد (٤٠).
**چاليهہَ چورَ:** ذ. 'الف ليليٰ' ۾ عالادين جي آکاڻي وارا چاليهہ چورَ. ٺڳن جو ٽولو.

**چاليهو:** ذ. چاليهن ڏينهن جو مدو. اعتڪاف وارا چاليهہ ڏينهن (گوشہ نشيني ۾ عبادت ۽ روزا رکڻ). فوتيءَ جي چاليهين ڏينهن تي ختمو ۽ خيرات. چهلم. چاليهن ڏينهن جو عرصو ( سال ۾ ٻَہ چاليها). اونهاري جي سخت گرمي ۽ سياري جي سخت سيءَ وارا چاليهہ ڏينهن.
**چاماٺو:** ص. چَمَ ۾ (اُهو ڌڪ جيڪو چمڙيءَ جي مٿان رهڙ ڪري).
**چانجوسُ:** ذ. جاسوس.
**چانجُوسِي:** ث. جاسوسي.
**چاندني:** ث. چاندوڪي. زمين تي وڇائڻ لاءِ فرش يا چادر.
**چاندي:** ذ. هڪ قسم جو مشهور ڌاتو- رُپو- سيمَ- نُقره. ڏِڳي (ڏاند) جي ڪُلهي تي پاڇاريءَ جي ڳاٺِ.
**چانداڻ:** ث. چنڊ جو سُهائو- چاندوڪي.
**چاندوڪي:** ث. چنڊ جو سُهائو.
**چانسَ:** ث (انگ) وِجهہ- موقعو.
**چانگارَ:** ث. ٽنوارَ (ٻڪين جي)- لاتِ.
**چانگارَڻُ:** م. لاتِ لنوڻ- ٽنوار ڪرڻ. وَڃڻ (چِڙا).
**چانگو:** ذ. اُٺ.
**چانورَ:** ذ. اناج جو قسم. سارين مان نڪتل اَنُ. چانورن جو طعام.
**چانهہ:** ث. هڪ قسم جو ٻُوٽو (جنهن جي پَنَ جو ڪاڙهو پيئجي ٿو). چانهہ جي پاڻي، کنڊ ۽ کير جو مشروب. هڪ قسم جو پکي (ساٺي ۽ آسماني رنگ جو).
**چانهہ پاڻي:** ث. هلڪي دعوت.
**چانهين:** ث. ٻڪريءَ جو هڪ قسم.
**چانئُٺَ:** ث. دروازي جي چوکٹ جي هيٺين ڪاٺي.

**چانشٽ چمڻ:** احترام جي اظهار طور چانشٽ کي چمڻ.

**چانيهو:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**چاڳڪ:** ث. طعنو. مهڻي واري ميار.

**چاڳو:** ذ. ڳوهيل اٽي. مٽي وغيره جو پنوڙو. مکڻ جو پيڙو.

**چاوَت:** ث. حسد. بغض. خصومت. وير- عداوت. بدخواهي.

**چاهه:** ذ (ف) کوهه.

**چاهِ زَنخدان:** ذ. منهن ۾ کاڏيءَ واريءَ کڏ (سونهن جي وصف).

**چاهِ ذقن:** ذ. کاڏيءَ واري کڏ.

**چاهَ:** ث (ف) باهه. وڏو چُلهو (جنهن ۾ گهٽيون کاٺيون وجهي مچُ ڪجي). مچ- آڙاهه.

**چاهُ:** ذ. خواهش- آرزو- اميد. محبت- پيار. شوق. سڪ- اُڪير.

**چاهت، چاهنا:** ث. خواهش- تمنا. محبت- پيار.

**چاهڪُ:** ذ. گاهه جو هڪ قسم. تازو ٿُلُ گاهه. سائي گاهه واري جُوءِ.

**چاهڻ:** م. گهُرڻ. خواهش ڪرڻ. طلب ڪرڻ. محبت ڪرڻ. پسند ڪرڻ.

**چاهِي:** ث. ٿوري باهه- ننڍو مچُ.

**چاهِي پوک:** ث. کوهه تي آباد ٿيندڙ زمين (پوک).

**چاءِ:** ذ. پيار. شوق.

**چاڻت:** ث. حسد. بدخواهي. چاوَت. گلا.

**چاٽِي، چاوِڙي:** ث. پوليس گهاٽ- ٿاڻو.

**چاٽڻ:** م. ڪٽڻ.

**چَبَ:** ث. اجائي دعوي. ڪوڙي دعوي.

**چَبِي:** ص. چب ڪندڙ.

**چَبوتڙو، چَپُوتڙو:** ذ. ويهڻ لاءِ ٿلهو. سوڙهي جاءِ- ٻهرو.

**چَپَ:** ث. ڏندن جو زور- چاپو. هڪ پيرو چاپو (وات جو). سختي- پيڙ.

**چَپَ پوڻ:** ڏندي ڏيڻ. زباني تڪرار ڪرڻ.

**چَبَ چِٽَ ڪرڻ:** وهنوار يا ليکي ۾ پکائي ڪرڻ. ذرو پرزو ليکي ۾ آڻڻ.

**چِپَ:** ث. پکيءَ جو هڪ قسم- چپرو. (ص) واڻڙو. ٻوڪ.

**چِپُ:** ذ. گهپُ (ٿاڻ ۾). بي ڊولا چَپَ.

**چِپُ ڪڍڻ:** گهپُ سڌو ڪرڻ. روٺڻ وقت چَپَ ڪڍڻ (عام طور ٻار لاءِ چئجي).

**چِبارا:** ذ. آهلون- چبرا.

**چَباڙ:** ث. هڪ پيرو ڏندن سان چباڙڻ- چَبَ.

**چَباڙڻ:** م. ڏندن سان زور ڏيڻ- چاپا ڏيڻ. ڪُرٽڻ- کائڻ. چبڻ.

**چِبرا:** ذ (جمع ۾ ڪم ايندڙ) آهلون- ويچارا.

**چِبرا ڏيڻ، ڪڍڻ:** اهلون ڪرڻ- ويچارا ڪڍڻ.

**چِبرو:** ذ. هڪ قسم جو پکي (جيڪو نياڻو چيو وڃي ٿو)- اُلو.

**چَبڙُ:** ص. کائڻ ۾ گهڻا چاپا ڏياريندڙ- چاٻون.

**چَبڙاٽو:** ذ. چباڙڻ جو آواز. ٺورو کاڌو (ٻن ٽن گراهن جيترو).

**چَبڙڻ:** م. چباڙڻ. چبڻ.

**چَبڪو، چَبڙڪو:** ذ. چباڙڻ جو آواز- چاپو.

**چَبڻ، چَپڻ:** م. چباڙڻ. کائڻ. ڪُرٽڻ.

**چَبي چِٽي ڳالهائڻ:** سوچي ويچاري ڳالهائڻ. سانت سان ڳالهائڻ. سهڻن لفظن ۾ ڳالهه ڪرڻ.

**چِبو:** ص. ڏنگو- ڦڏو. مُڙيل. بي ڊولو. (ث. چِبي).

**چَپو،** ظ. پاڻيءَ ۾ زور سان ڪرڻ- ڏوُ. سِڏو.
**چَپ پوڻ،** دخل اندازي ڪرڻ. تڪرار ڪرڻ.
**چُپائڻ،** م. جسم ۾ داخل ڪرڻ (سُئي، چاقـون وغيره)- ٿُنبڻ.
**چُپ چُپ،** ث. چُپڪار (جسم ۾). چُپڻ (اکين ۾).
**چِپڙُ،** ذ. هڪ وَلِ جو ڦرُ- مِتيرو.
**چَپڙڪُ،** ذ. پاڻيءَ ۾ ڪِرڻ جو آواز- چَپڪو.
**چُپڪارَ (ث)، چُپُڪارُ،** ذ. جسم ۾ چيت، ڪک يا سُئيءَ وغيره جو لاڳيتو چُپڪو.
**چُپڪو،** ذ. جسم ۾ سُئي وغيره ٿنبجڻ جو ايذاءُ.
**چُپَڻُ،** م. جسم ۾ لڳڻ (سُئي، ڪـنڊو وغيـره)- ٿُنبجڻ. ايذاءُ ڪرڻ- ڏکڻ.
**چَپي،** ث. اجائي دعويٰ (ڪسڻ يا حق جمائڻ لاءِ). ڪُپت. ٺڳي.
**چِتُ،** ذ (سن) دِل، مَنُ- ضمير. ڌيان- توجہ.
**چِت ڪڍڻ،** دل ڪڍڻ. ارواح پلڻ.
**چُتِ،** ث. ڳُٺي- مَقعَدَ.
**چِتا،** ث (سن) ڪاٺين جو ڍڳ جنهن تي هندو مڙدو ساڙين- چڪيا- ڏاگهہ.
**چِتاءُ،** ذ. اطـلاع- آگـاهـي- خبـر. اڳواٽ خبـر. يادگيري، پڌرائي- اعلان. تنبيهہ.
**چِتائڻُ،** م. جاچڻ- تـڪـڻ. غور سان ڏسـڻ. ڌيان ڏيارڻ. ياد ڏيارڻ. ٻڌائڻ. خبردار ڪرڻ- جتائڻ. تنبيهہ ڪرڻ.
**چِتُر،** ص (سن) چالاڪ- ڏاهو- سيائو.
**چَترائي،** ث. چالاڪي- ڏاهپ. چلولائي.
**چِترُ،** ذ (سن) چِٽ. نقش.
**چِترڪارُ،** ص. مُصَوِر.
**چَترائڻُ،** م. چَٽَ ٻـڌي هِرڪـائـڻ. لالچائي ڦاسـائـڻ.

برغلائڻ- ينيلائڻ.
**چِٽَڙُ،** ذ. ٻُندَڙُ- ٻُندَڻُ.
**چِٽو، چِٽون،** ص. چِٽِ هٿائيندڙ- مفعول.
**چَٽونُ،** ذ. طوطو- مٺو (پکي).
**چَتي،** ث. ڪپڙي جو ٽُڪر- اڳڙي. پَيوند. مٽي ۾ چورس ٽُڪر ۾ ڪُوڙيل وارَ. ڦاٽل جُتيءَ ۾ چمڙي جي ٽُڪريءَ جو ڳنڍ. گدري چانهين وغيره ۾ وڍيل ٽُڪر.
**چَتي ڪڍڻ،** نقصان رسائڻ. ويساهي ڏک ڪڍڻ. مالي نقصان ڏيڻ.
**چِٽَ،** ث. چِلهڻ جي حالت- چِپَ.
**چِٽَرَ،** ث. ٽوڪ- ٺٺول. ڪِلَ.
**چِٽَڙُ،** ذ. ڪنهن سخت شيءِ يا پٿر وغيره جو مٿيون يا پاسي وارو ٽُڪر.
**چِٽَڻُ، چِٽِڻُ،** م. چلهڻ- چِپي ذرا ذرا ڪرڻ. مهري يا ڪنهن اوزار سان ڪُٽڻَ.
**چِٽو،** ذ. جيت جو هڪ قسم جيڪو اوني ڪپڙا ٽُڪي.
**چَٽَ،** ث. ڏُتارَ. خوشامد. لالچ. لغارَ (صابڻ، رنگ جي). مکُ (تيل جو).
**چَٽَ پڌڻ،** راضي ڪـرڻ. پِريائڻ. مـٽـي تـان هـٽ گهمائڻ.
**چَٽُ،** ص (سن) تباهہ- ناس. ختم. بيڪار- نڪمو. خراب- ردي.
**چَٽُ ڪرڻ،** ناس ڪرڻ- برباد ڪرڻ. کائڻ- هضم ڪرڻ.
**چِٽَ،** ث. سخت گرم ڏينهن واري مُندَ. (ٻدي جو سچو مهينو ۽ اَسُوءَ جا پهريان ڏهہ ڏينهن. انهيءَ عرصي ۾ چار چِٽُون ٿين؛ ١. جيٺ جي ٻِپَ. ٢. ڪانهَن جي چِٽ ٣. سَچي سَر جي چِٽ ۽ ۴. ڪوڙي سَرَ جي چِٽ).

**چٽَ، چُٽَ:** ث. نشاني کي پورو ڌڪُ- چُستَ. نشاني بازي.

**چِٽِ:** ث (انگ) ڪاغذ جي ٽُڪري (جنهن تي نالو لکيل هجي). چِٺي.

**چِٽُ:** ذ (سن. چِتر) داغ- ٽِڪو. نقش. گُلڪاري واري تصوير. مصوري.

**چِٽا:** ذ. سخت گرميءَ جا ڏينهن (جنهن ۾ پوک پچي).

**چِٽاپِٽي:** ث. مقابلو- پيٽ. بحث مباحثو.

**چِٽانو:** ذ. سوجهرو. چِٽي (ڏينهن جهڙي) روشني. سهائي.

**چِٽائڻُ:** م. چِبيَ سان صاف ڪرائڻ. ڪارائڻ.

**چِٽائڻُ:** م. نقش ڪرائڻ. چِٽَ ڪڍائڻ.

**چِٽائي:** ث. صفائي. روشني. پڌرائي.

**چَٽِ پَٽِ:** ظ. جهٽ پٽ.

**چَٽَ چُمِي:** ث. چمي پاڪر. ظاهري پيار.

**چِٽَرُ:** ص. چِٽ ٻڌي ڏٺاريندڙ. چِٽو ڪندڙ.

**چِٽڪَمرو:** ص. ڪارن اڇن چِٽن وارو. ٻن رنگن وارو (اڇو ۽ ڪارو). ابلق (گهوڙو).

**چِٽِڪو، چِٽڪو:** ذ. لغار (رنگ جي). جهلڪو- چمڪو. مزو- چشڪو.

**چِٽِڪي:** ث. چِپِٽي (ٽِڪيءَ وغيره جي). لغار. ڪاغذ جو لکيل پرزو.

**چَٽَڻُ، چَٽِڻُ:** م. زبان سان ڪائڻ. چکڻ. رغبت سان ڪائڻ.

**چِٽَڻُ:** م. چِٽَ ڪڍڻ. نقش نگار ڻاهڻ. گُلڪاري وغيره ڪڍڻ.

**چِٽَڻُ، چُٽَڻُ:** م. نشان تي پورو هڻڻ. چست ڪرڻ- نشانو هڻڻ.

**چَٽِڻي:** ث. مرچ مصالحو پيل ڪُٽي مِني شيءِ.

**چَٽِڻي ڪرڻ:** هضم ڪرڻ- ڪائي ڪپائي ڇڏڻ.

**چِٽو:** ذ. مصالحي دار شيون ڪائڻ. هروقت ڪجهه نه ڪجهه ڪائيندو رهڻ. فضول خرچي.

**چِٽو ڪرڻ:** بازاري شيون ڪائڻ تي چاهه رکڻ. فضول خرچي ڪرڻ.

**چِٽو:** ص. روشن- صاف. اڇو. کُليو- ظاهر- پڌرو. (ث. چِٽي).

**چِٽو، چُٽو:** ذ. داغ. چُٽل ڦٽ جو نشان. وهٽ جي پُٺيءَ تي ٽيل ڦٽ يا زخم.

**چَٽِي:** ث. ڏنڊ- جُرمانو- تاوانُ. نقصان- گهاٽو- چيهو.

**چَٽِي پرڻ:** بي گناهه ڏنڊ پري ڏيڻ.

**چِٽِي:** ث. داغ. چمڙيءَ جي هڪ بيماري.

**چَٽِ:** ث. نِڪَر جو تاڻ؛ (ڪُتي جي پاڻي پيڻ يا ڪائڻ لاءِ). ميگهواڙ وٽ چمڙي پُسائڻ لاءِ پاڻيءَ جو تاڻُ.

**چِٺو:** ذ. فهرست- وچور- تفصيل (لکيل ڪاغذ).

**چِٺِي:** ث. خط.

**چَپُ:** ذ. لَبُ.

**چَپَ چَٽڻ:** سَڌُون ڪرڻ. سِڪڻ.

**چَپُ ڪڍڻ:** ننڍڙي ٻار جو روئڻ وقت چَپُ چِبو ڪرڻ.

**چَپُ پوڻ:** هوڏجڻ. تکو منو ٿيڻ. تڪرار ڪرڻ.

**چَپن کي چُنو لائڻ:** خاموشي اختيار ڪرڻ.

**چِپَ:** ث. پير يا ڪنهن وزن سان دابُ.

**چِپَ ڏيڻ:** زور ڏيڻ- مٿان دٻاءُ وجهڻ. سيڪت ڏيڻ. نقصان ڏيڻ.

**چُپ:** ث. خاموشي- ماٺ. سُڪوت.

**چُپُ رهڻ:** ماٺ رهڻ- خاموش رهڻ. ماٺ ٿي وڃڻ.

**چُپ لڳڻ:** حيرت لڳڻ- عجب ٿيڻ.

**چَپاتي:** ث. هلڪي ننڍي ماني- ڦُلڪو.

**چَپاٽَ:** ث. چماٽ- لپاٽ.

**چِپِٽرو:** ص. سنهون ۽ تراڪڙو. پاسا ويڪل ۽ وچ گولائيءَ ۾ اُٿيل- چِپٽو. (ث. چِپٽري).

**چَپَٽُ، چَپِٽو:** ذ. ٻن يا ٽن آڱرين ۾ آيل ٻورو يا چورو- وڏي چَپِٽي.

**چَپِٽي، چَپِٽي:** ث. آڱوٺي ۽ آڱر جي وَچ ۾ آيل ڪنهن شيءِ جو مقدار- چُٽڪي. آڱوٺي ۽ وچينءَ آڱر جي گسائڻ سان نڪتل آواز.

**چَپِٽيون وڄائڻ:** خوش ٿيڻ.

**چِپِجَڻُ:** م. پائمال ٿيڻ. پيرن سان لتاڙجڻ، چِٿجڻ.

**چُپِ چاپَ، چُپِ چُپاتِ:** ث. ماٺِ ميٺِ- خاموشي. (ص) خاموش- ماٺ.

**چِپَرَ:** ث. ڏاندَ ٻچي گهڙيل ڪاٺي (ڪاٺ جي وِٽي يا سَلَ ۾ وجهڻ لاءِ).

**چَپراسُ:** ذ. ٻلي (خاص نشان) وارو پَٽو جيڪو خدمتگار چيلهه ۾ ٻڌي. بيل گاڏيءَ ۾ پَٽين کي جهلڻ لاءِ ڪوبلو.

**چَپراسِي:** ص. پَٽو ٻڌل (نوڪر). پٽيوالو. نوڪر- ملازم.

**چَپ راست:** ص (ف) کٻو سڄو. پريڊ.

**چَپِران:** ث. وڏن چپن وارِي اُٺِ. (ص) واڇان- واتڙي.

**چَپِڙَڻُ:** م. چَنبڙڻ.

**چَپِڙي:** ث. دوا جي لُپري (تارونءَ تي علاج خاطر رکجي)- پني.

**چُپِڙي:** ث. ماٺ- خاموشي.

**چَپِڙيون، چَپِرُون:** ث. ڪاٺ جون ٻه پٽيون جيڪي ڳانڍا هٿ ۾ جهلي تار لاءِ وڄائين- ڪرتالون.

**چَپقَلش:** ث (ترڪي) لڙائي. جهيڙو- تڪرار. اٽڪٽ.

**چَپلائِي:** ث. چالاڪي. سيائپ. خوشامد. نڳي.

**چِپَڻُ:** م. مٿان زور ڏيئي پچائڻ. دٻاءُ وجهڻ. ناجائز بار وجهڻ. پائمال ڪرڻ. چِٿڻ- چِلهڻ. هيسائڻ. نقصان ڏيڻ.

**چِپي چڏڻ:** پائمال ڪرڻ. پيڙي ڇڏڻ. سخت نقصان رسائڻ.

**چَپو:** ذ. هٿ جون چار آڱريون. چئن آڱرين جي ويڪر جيتري جاءِ- چاڙڪي. ٿوري جاءِ. چَنبو. آڱرين ۾ آيل شيءِ جو مقدار.

**چَپو چَپو:** ذ. ٿوري ٿوري جاءِ- هرهنڌ.

**چَپو چُورو:** ذ. نيرن پاڻي.

**چَپُو:** ذ. ٻيڙيءَ جو ڄِڱُ. (ص) وڏن چپن وارو.

**چَپولَ:** ث. ڌاڙو (دل کسڻ جو). ناز نخرو- غمزو.

**چِپي:** ث. اک جو ميل- پِڇي.

**چَپيٽَ:** ث. ڌڪ. صدمو. نقصان- گهاٽو. سيڪت.

**چَچُ:** ذ. قديم سنڌ جو هڪ راجا.

**چچنامو:** ذ. سنڌ جي تاريخ جو هڪ آڳاٽو ڪتاب "فتح نامو".

**چِچُ:** ص. تمام مسڪين- نهايت غريب. هيٺو.

**چِچَ چِڪائڻ:** هيٺي کي آزارڻ. مسڪين مارڻ..

**چِچِرَڻُ:** م. چِٿي ذرا ذرا ڪرڻ. قيمي وانگر وڍڻ. زخمن سان چُور ڪرڻ.

**چِچِڙُ:** ذ. جيت جو هڪ قسم (جانورن کي چُهٽي رت چُوسي).

**چِچِڙ ٿي لڳڻ:** چهٽي پوڻ. هروقت ساڻ لڳو رهڻ.

**چُچَڪارَ، چُچڪَرَ:** ث. افسوس جي اظهار يا ڪُتي کي سڏڻ جو آواز.

**چُچڪارَڻُ:** م. ڪُتي کي سڏڻ لاءِ "چُچ چُچ" جو آواز ڪرڻ.

**چچ مچ:** ث. سمجهه ۾ نه ايندڙ ڳالهه. (ص) چچريل (ڳالهه). منجهيل (اک).

**چچو:** ص. چُونچو (ث. چچي).

**چچي:** ث. سانڊي جهڙو هڪ جيت (چتين پتين تي هلي ۽ جيت کائي)- ڪرڙي.

**چچيون مارڻ:** عيب ڪڍڻ.

**چخ:** ذ. نخرو- انگل. ماٺو. بهانو. موج- مزو.

**چخي:** ذ (گهوڙو هولي جو اصطلاح) پري ٿي!- دفع ٿي!

**چڊو:** ذ. گولي (ششي جي)- بلور.

**چڏو:** ذ. سٿر وارو مٿيون سَنڌُ.

**چڏا ڦاڙڻ:** تنگون خلاصيون ڪرڻ. گهٽي جاءِ والارڻ.

**چڏول:** ث. چوڏول.

**چڏ، چڏو:** ذ. وڏو پيٽ- ڍڍ.

**چڏو، چڏوُ:** ص. وڏي پيٽ وارو. گهڻو کائيندڙ- پيٽو.

**چڏو:** ذ. پاڻيءَ جي ننڍڙي ڪڏ. ڏبو. ٽويو. ڇلهو (پاڻي يا گپ جو).

**چڏي:** ث. گوڏن تائين ننڍي پتلون يا پاجامو.

**چَر:** ث. ديڳين جي رڌ واري چُلهه. ڏگهي ڪڏ جنهن ۾ باهه تي گهڻيون ديڳيون رڌجن.

**چُر:** ث. چرپُر- حرڪت، هٽ چُراند- ڪُونس. غار. اونداهي ڪڏ.

**چَراغ:** ذ (ف) هڪ جهنگلي جانور.

**چَراغ:** ذ (ف) ڏيو.

**چراغ سحري:** ذ. صبح وقت اُجهامڻ وارو ڏيو. (ص) پوين پساهن ۾.

**چَراغان:** ذ ("چراغ" جو جمع) تمام گهڻن ڏيئن جي روشني. بتين جي جهرمر.

**چَراگاهه:** ذ. چوپائي مال جي چرڻ واري جُوءِ. وڙ- سيمر.

**چُراند:** ث. چُر- حرڪت- ڪُونس.

**چَرب:** ص (ف) چربيءَ وارو- سٿيو. ٿُلهو.

**چَرب زبان:** ص. لالچائيندڙ ڳالهيون ڪندڙ. خوشامدي- چاپلوس.

**چَربٽ، چَرڪٽ:** ص. چرڙيو- اڌ چريو. موڳو. بيوقوف.

**چرپٽو:** ذ. پکين جو هُل- چرپر.

**چرپر، چرچر:** ث. جهرڪين جو هُل. گهڻن ٻارن جو گڏيل ڳالهائڻ.

**چَربو:** ذ (ف. چربه) نقش ٺهيل روغني ڪاغذ. روغني ڪاغذ وسيلي ٺهيل ڇاپو. نقل- اُتارو.

**چَربي:** ث (ف. چَرب) گوشت جو سٿيو تهه.

**چُرٽ، چُرٽو:** ذ. لچُ. چور. بدمعاش. (ث. چُرٽي).

**چُرپُر:** ث. حرڪت. هل چل. تحرڪ. بيقراري.

**چُرچ:** ث. حرڪت- چُراند، ٻچ- هُشي.

**چَرچائي:** ص. چرچا ڪندڙ- يوڳائي.

**چَرچو:** ذ (سن. چَرچا) يوڳ- مذاق- مسخري. ٽوڪر. ٺٺول. مشهوري. ذڪر- هُل.

**چَرخ:** ذ (ف) آسمان، ڦيٿو. چرخو، چڪر- ڦيرو.

**چَرخ چاڙهڻ:** آسمان تي چاڙهڻ. مشهور ڪرڻ. خوار ڪرڻ.

**چَرخو:** ذ (ف. چرخه) سٽ ڪتڻ جو اَيت. ڦيٿو. چڪر (قسمت جو). وڏو نارُ.

**چرخو هلائڻ:** ڪاروبار يا انتظام هلائڻ.

**چَرخي:** ث (ف) ڦرڻي. ننڍو ڦيٿو. پُوڻ. نارَ تي ٽيل آبادي (پوک).

**چرڙاٽ:** ذ. ڪپڙي ڦاٽڻ جو آواز. پکي يا نانگ ٻلا جو آواز.

**چَرَسُ**؛ ذ. کوھہ مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ چمڙي جو ڏولُ- ڪوسُ. ھڪ نشيدار تماڪ (جيڪو ڀنگ مان ٿئي).

**چَرسِي**؛ ص. چرس جو نشو ڪندڙ.

**چَرغُ**؛ ذ. شڪاري پکيءَ جو ھڪ قسم.

**چِرڪَ**؛ ث. دير- اوير. گھاءُ- زخم.

**چُرڪَ**؛ ث. لپ- چُرون (پاڻيءَ جو).

**چِرڪو**؛ ظ. دير سان- ڪُمھلو- اويلو.

**چَرمُ**؛ ذ (ف) چمڙو- چَمُ. کَلَ.

**چَرَنُ، چَرَڻُ**؛ ذ (سن) پيرَ.

**چَرَند**؛ ذ (ف) چرندڙ جانور- چؤپايو. حيوان.

**چَرَند وارُ**؛ ذ. مٽي يا ڏاڙھي مُڇن ۾ اُھو وارُ جنھن جي پيدا ٿيڻ سان ٻيا وارَ آھستي آھستي ڇَڻي وڃن.

**چَرَڻُ**؛ م (سن) گاھہ کائڻ (چؤپايو جانور)، جانورن وانگر کائڻ (کاڌو). آھستي آھستي کائڻ.

**چُرَڻُ**؛ م. آھستي آھستي ھلڻ- رڙھڻ. سُرڻ. ٿورو ھلڻ. حرڪت ڪرڻ.

**چَرلو**؛ ذ. وڏن پانچن واري سٿڻ.

**چَرلي**؛ ث. ڏاڪڻ- پؤڙي.

**چَرو**؛ ذ. ڪڏو- چُرَ. زخم- گھاءُ.

**چَرُو**؛ ذ. ديگ. چؤنريءَ جھڙو ھڪ قسم جو ٽامي جو ٿانءُ (کير، پاڻي وغيره رکڻ لاءِ). رنگريز جي رڱ ڪاڙھڻ ۽ پُسائڻ لاءِ اُين ڪنارن وارو ھڪ ٿانءُ.

**چُروٽُ**؛ ذ (انگ) تماڪ جي پنن مان ٺھيل ولائتي ٻيڙي- سگار.

**چَروُڙِي**؛ ث. چؤنري (ٿانءُ).

**چُرون**؛ ذ (ع. جُرعة) ھڪڙي ھٿ جي ڪُپ واري ٻيھڪ (جنھن ۾ پاڻي وغيره کڻي سگھجي)- لپ.

**چَرِي**؛ ث. ننڍي ڊگھي کڏ. ڪَسِي. پيڙھہ جي ڪوٽيل زمين. کڏو (ٽوڻي کوڙڻ لاءِ).

**چَرِياڻُ**؛ ص. چريو. مست. بيپرواھہ.

**چَريائِي**؛ ث. پاڳلپڻو. بيوقوفي. مستي. سوداءُ- خفقان- جُنونُ.

**چَرِيَٽُ**؛ ص. چريو. ٿورو چريو- مست.

**چَريو**؛ ص. پاڳل- ديوانو. سودائي. جُنوني.

**چَريو گَريو**؛ ص. بي عقل. جھڙو تھڙو.

**چِڙَ**؛ ث. ڪاوڙ- غصو. ناراضگي. ڏمر. جھٽ پٽ آيل غصو. بيزاري. نفرت- حقارت.

**چِڙَڻُ**؛ م. ڪاوڙجڻ- ڏمرجڻ.

**چُڙَڻُ**؛ م. استعمال ٿيڻ (ڪپڙو). جھلڻ- جٺاءُ ڪرڻ. گھڻو وقت ھلڻ. گھڻو وقت بيماري کائڻ- بيماريءَ ۾ ڳھڻ.

**چَڙو**؛ ذ. چؤپائي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل گھنڊ- سنيارُ.

**چِڙو**؛ ذ. جھرڪُ (پکي). (ث. چِڙي).

**چَڙھُ**؛ ذ. چاڙھُ. واڌارو. ڊوُ. ھُشي.

**چَڙھُ ڪرڻ**؛ ڊوُ ڪرڻ. خوب پيٽ ڀري کائڻ.

**چَڙھائِي**؛ ث. چاڙھي. بلندي- اُچائي. مٿانھين. حملو- ڪاھہ.

**چڙھائي ڪرڻ**؛ حملو ڪرڻ- ڪاھہ ڪرڻ.

**چَڙھَتَ**؛ ث. اڳرائي. سَرسِي. ٻئي جي مقابلي ۾ وڌو واڪُ (ٻولَ ۾).

**چَڙھت ڪرڻ**؛ وڌائي واڪُ ڏيڻ. اڳرائي ڪرڻ.

**چَڙھتِي**؛ ث. واڌ. برتري. سرسي.

**چَڙھَندِي**؛ ث. ترقي- اوج.

**چَڙھَڻُ**؛ م. مٿي وڃڻ. بلند ٿيڻ. سوار ٿيڻ (وھٽ تي). چاڙھہ ٿيڻ (درياھ ۾). واڌ اچڻ (پاڻيءَ ۾). وڌڻ (قيمت). ترقي ڪرڻ. اُڏامڻ (جھاز. لغڙ). ڪاھہ ڪرڻ. اُيرڻ (سج، چنڊ). چاڙھجڻ (ڪڪر). تندرست ٿيڻ (بيماريءَ مان).

**چڙهڻي:** ث. ڏاڪڻ- سِيڙهي.

**چڙهي:** ث. سُواري. وهڻ تي سواري. ڪاهه- حملو- جُلهه. چَم جو ٻوڪو (ڪوهه مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ).

**چَڙِي:** ث. ننڍو چَڙو (جانور کي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ)- ٽَلِي.

**چِڙِي:** ث. جهرڪي. اڳٺ وجهڻ لاءِ اُبدائي جو ٽڪندڙ سوراخ. تاس جي پٽن جو هڪ رنگ- ڦُلو.

**چِڙيا گهر:** ذ. اُها جاءِ جتي هرقسم جا جانور پکي گڏ ڪجن.

**چَسَ:** ث. سواد- لذت. هيرَ- چُوسَ.

**چِستَ:** ث. نشاني بازي. هڪ ٽِڪ نظر.

**چُست:** ص (ف) ڦُڙت- تيز. هوشيار- چالاڪ. چڪيل- تنگ (ڪپڙو).

**چُستي:** ث. ڦُڙتي. هوشياري. چالاڪي.

**چَسپان:** ص (ف) چَنبڙيل. ٺهڪيل. موزون.

**چُسڪڻُ:** م. چُوسي پيئڻ. ڏائڻ (تج، تڻ). ڍُڪ ڍُڪ پيئڻ.

**چَسڪو:** ذ. زبان جو مزو. سواد. عادت- چُوسَ.

**چُسڪي:** ث. سُرڪَ- ڍُڪَ.

**چَسِي:** ث. چُمي. شاباس. ڪيڪار. چسڪو- لذت.

**چَسِي ڏيڻ:** ڪيڪارڻ. تاڙي ملائڻ (خوشي يا آفرين ڏيڻ وقت).

**چُسِي:** ث. چَلهر (چَنهَر) راند ۾ چئن منجهان ٽن ڪوڏين کلڻ ۽ هڪ اونڌي ٿيڻ جو داءُ.

**چَشَ:** ث (ف) سواد- ذائقو. لذت. مزو. چَسَ.

**چَشڪو:** ذ. چسڪو.

**چِشمُ، چَشمُ:** ذ (ف. چَشم) اک- نيڻ- عينُ.

**چِشم بَندِي:** ث. نظربنديءَ وارو جادو (جنهن ۾ موجود هوندي به نه ڏسي سگهجي).

**چِشم پوشي:** ث. درگذر- ڪَن لاٽار. ڏسي وائسي ڏيان نه ڏيڻ.

**چَشم زدَن:** ذ. اک ڇنڀ. لحظو.

**چَشم وچراغ:** ذ. نهايت پيارو- پٽُ. اُولاد.

**چِشمو، چَشمو:** ذ (ف. چَشمه) قدرتي طرح زمين مان نڪرندڙ پاڻي (عام طرح جابلو ايراضي ۾). عينڪ. هڪڙي وڻ جو قلم ٻئي وڻ ۾ پيوند.

**چُغَدُ:** ذ (ف) چبرو (پکي).

**چُغُلُ:** ص (ف) جاسوس- چاري. جُوٽي ڪٿندڙ. گلاخور. ڏُوتو. (ذ) چلم جي ٽوبيءَ جي سوراخ ۾ رکڻ لاءِ پٿر وغيره.

**چُغُلخور:** ص. جُوٽي ڪٿندڙ. لائي چائي ڪندڙ. گلاخور.

**چُغلخوري:** ث. گلا- ننِدا. عيب جوئي.

**چُغلِي:** ث. جُوٽي. گلا.

**چُغلِي هڻڻ:** جُوٽي ڪٿڻ. نشاندهي ڪرڻ. لائي چائي ڪرڻ.

**چَقمَق:** ذ (ترڪي) اُهو پٿر جنهن مان باهه نڪري. لوهه کي ڇڪيندڙ ڏاتو.

**چُقُندَرُ:** ذ (ف) اويڙ جو هڪ قسم (گوگڙو جهڙو، ڀاڄيءَ طور ڪم اچي).

**چَڪُ:** ذ. ڏندن سان جهلڻ ڏندن سان وَڍُ. ڏندن سان زور (ڪاٺڻ ۾). ڪنيارڪي ڪم جو چڪرو (جنهن کي ڦيرائي ٿانوَ ناهين). ڪوهه جي ٿَر ۾ رکڻ لاءِ ڪاٺ جو چڪرو (جنهن تي پَڪي ڪوهه جي اوساري ڪجي)- وَنگ. زرعي زمين جي وڏي ايراضي- ديهه.

**چَڪُ وجهڻ:** جَهٽ وجهڻ. فائدي لاءِ ناجائز مطالبو ڪرڻ. ڪُوڙي دعوي ڪرڻ.

**چِڪُ:** ث. گپ- چِڪڻ. گارو. پوسل.

**چُڪَ:** ث. ڀُلَ- غلطي- سهوَ- خطا. چيلهه ۾ سُور پوڻ جي هڪ بيماري (جيڪا گهڻي ڪاڌي ۽ بدهضمي سبب ٿئي).

**چڪارُ:** ظ. پريل- تار. ڪناتار.

**چَڪاسَ:** ث. جانچ- تپاس. پرک. نظرداري.

**چَڪاسَڻُ:** م. جانچڻ- نهارڻ. چڱيءَ طرح ڏسڻ تپاسڻ. پرکڻ. آزمائڻ.

**چِڪائڻُ:** م. قرنقل ذريعي ٺهڪائي عرق ڪڍڻ.

**چُڪائڻُ:** م. مُلهه ڪرڻ- اگهه پُڇڻ. ختم ڪرڻ. ادا ڪرڻ (قرض).

**چُڪتُو، چُڪتو:** ظ. ادا ڪيل (قرض). وهنوار- بيباق. سمورو- سڀ.

**چُڪتو ڪرڻ:** وهنوار ڪرڻ- ليکو صاف ڪرڻ.

**چِڪَٽُ:** ص. ميرو- مِٽيءَ هاڻو- تيل هاڻو (ڪپڙو).

**چَڪچُورُ:** ص. گهايل- زخمي. زخمن سان چُور.

**چَڪَرِ:** ث. نارَ جو هڪ چڪرو (جيڪو لَٺِ کي ڦيرائي).

**چَڪَرُ:** ذ. گول- دائرو- گهيرو. حلقو. ڦيٽو. ڦيرو- گهمرو. گشتَ- سَيرُ. گردش. ڦيري (مٽي جي)- پَنواتي. مصيبت. معاملو.

**چَڪر ڏيڻ:** ڦيرو ڏيڻ. گهمرو ڪرڻ- ڦيرائڻ. رُلائڻ. ڏٽو ڏيڻ. فريب ڏيڻ.

**چَڪر لڳائڻ:** ڦيرو ڪرڻ. گشت ڪرڻ. سَيرُ ڪرڻ. دوَرو ڪرڻ.

**چَڪر ۾ اچڻ:** معاملي ۾ ڦاسڻ. آزار ۾ پوڻ. مصيبت ۾ پوڻ.

**چَڪرو:** ذ. ڪابہ گول شيءِ. مانيءَ ڦٽڻ لاءِ ڪاٺ جو گول ٽُڪر.

**چَڪِري:** ث. چرخي. ڦرٽي. مقابلو- لڙائي.

**چِڪِڙُ:** ص. چِڪَ جهڙو ميرو. مِٽي ۽ سٿڀ ۾ لٿڙيل.

**چَڪلو:** ذ. چڪرو. مانيءَ ڦٽڻ لاءِ ڪاٺ جو گول چڪرو. پيشہ ور فاحش عورتن جو اڏو.

**چِڪمدوزي:** ث. ڪپڙي تي زريءَ جو پَرت. ڪپڙي تي ريشم يا زريءَ جي مُڙهت جو ڪم.

**چَڪمو:** ذ. دوکو- فريب. دلبو.

**چِڪِنُ، چِڪِنو:** ذ (ف) پرت جو هڪ نمونو (جنهن ۾ ڪپڙي ۾ ٿي گُل ٺاهيا وڃن)- سوزن ڪاري. ڪپڙي جو هڪ قسم.

**چِڪِندوزي:** ث. چِڪني جو پرت.

**چِڪناچُور:** ص. ٽُڪر ٽُڪَر- ذرا ذرا- پورَ پورَ.

**چِڪنائي:** ص. سٿيو- روغني. چلڪٽو (ڪاغذ).

**چِڪنائي:** ث. سٿپ. روغن. چربي.

**چِڪِني:** ث. سوپاريءَ جو هڪ قسم.

**چِڪِڻ:** ث. چيڪي مٽيءَ جي گپ. ڏُبڻ.

**چِڪَڻُ:** م. قرنقل ذريعي عرق نڪرڻ. ڦٽ يا زخم مان روڳ وهڻ. ڦٽ ڦرڙيءَ مان پوُنءِ ڳڙڻ.

**چُڪَڻُ:** م. ختم ٿيڻ. وهنوار ٿيڻ. ادا ٿيڻ (قرض). ٽڪجڻ (جسم)- کُهجڻ.

**چَڪو:** ذ. ڏؤنري جو چاوَل دِڳُ. ڳنديو (ڪؤنر جو). ٽُڪر (مانيءَ جو). (ص) گول. گهاٽو جميل.

**چُڪو:** ذ. ڍُڪ- سُرڪ.

**چَڪورُ:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم (تتر جهڙو، پير ڳاڙها، ڳچيءَ ۾ ڪنٺو. چون ٿا تہ چڪور چنڊ تي عاشق آهي).

**چَڪِي:** ث. گول شيءِ. جاندهہ. ٽِڪي (صابڻ جي). تڏاريل ننڍڙو ٻوٽو (وڻ جو).

**چُڪِي:** ث. ٿورو ڍُڪ- سُرڪي.

**چِڪَ:** ث (ترڪي) بانس جي تيلين يا ڪانن

مان ٺهيل پردو.

**چِڪَ، چِڪِي:** ث. ڪُندَ (ٺن علائقن يا ديهن جي ملڻ واري ڪُند). جبل يا ٽڪريءَ مان نڪتل ڪُندائتي ايراضي. ڇهنب- نوڪ.

**چَڪائڻُ:** م. تورو ڪارائڻ. ذائقو وٺائڻ.

**چَکَڻُ:** م. تورو کائڻ. زبان لائڻ. سواد وٺڻ. ذائقو وٺڻ. کائڻ.

**چِڪيا:** ث. هندن ۾ مڙدي کي ساڙڻ لاءِ مَچُ- چِتا.

**چِڪِي مَڪِي:** ذ. ٺاهہ ٺُوهہ (بدن يا ڪپڙي لٽي جي)- مَهت سَهت. سينڌ سُرمو. هارسينگار.

**چَڳَ:** ث. مٽي جي وارن جي چوٽي- جَٽا. ڳُتَ.

**چَڳَ وڌائڻ:** چوٽي وڌائڻ. مريد ٿيڻ. آڻ مڃڻ. جهنڊ لهرائڻ.

**چِڳائڻ:** م. پکيءَ جو ٻچن کي داڻو داڻو ڪري کارائڻ. چوڳو ڪرائڻ.

**چِڳڙُ:** ص. سٽيل ۽ مٽيءَ هاڻو- ڇيڙهہُ.

**چَڳِڙهُ:** م. چُوسڻ (ٿڻ). ڌائڻ.

**چِڳڻُ:** م. ڇهنب سان کائڻ. داڻو داڻو کائڻ. تورو تورو کائڻ.

**چَکهہُ:** ذ. يار- آشنا (عورت جو).

**چِکهہُ:** ذ. گهُپ- ڇِٻُ (ٿانءَ ۾). داغ (ماتا جو). نشان (ڏڪ جو).

**چَڱائِي:** ث. سُٺائي. ڀلائي- نيڪي. فائدو.

**چَڱيلائي:** ث. چاقائي- تندرستي- صحت.

**چَڱمُڙسِي:** ث. ڀلمانسي. نيڪ مردي. وڏ ماڻهپي. راڄ يا پاڻيچاري جي پڳداري.

**چڱو:** ص. سُٺو- ڀلو. موزون- مناسب.

**چڱو ڀلو:** ص. تندرست- چاق- صحتمند.

**چڱو مَٺو:** ص. ٻُرو ڀلو. کرو کوٽو. دوست دشمن.

**چڱِي:** ص. سُٺِي- ڀلي. موزون. (ث) نيڪي- ڀلائي.

**چڱيءَ طرح:** ظ. سٺيءَ طرح. ناهي ٺوڪي. گهڻي انداز ۾.

**چَلاڪِي:** ص. چالاڪ (عورت). بدڪار.

**چَلَتِ:** ث (سن) چال- روش. ڍنگ- عادت.

**چَلِتو:** ذ. رواج- ڪاپو، ڍنگ- نمونو. زيب زينت.

**چَلتو ڪرڻ:** ڏيکاءُ ڪرڻ- نمايش ڪرڻ. سينگار ڪرڻ.

**چَلپَل:** ث. توري وقت جو ڏيکاءُ.

**چِلِڙ:** ث. گپ. درياء ڍنڍ جي ڪناري واري چِڪَ.

**چلغوزو:** ذ. ڇيل جو وڻ، ڇيل جي وڻ جو ٻج (جيڪو پُچي کائجي)- نيزا.

**چِلڪَ:** ث. چمڪو- روشني. زريءَ جو ٻورو- اَفشان.

**چِلڪاٽُ:** ذ. چِلڪو، تجلو.

**چِلڪائڻُ:** م. چمڪائڻ، مهٽي صاف ڪرڻ. صَيقل ڪرڻ.

**چِلڪَڻُ:** م. چمڪڻ. جَرڪڻ. تجلو ڪرڻ.

**چِلڪو:** ذ. چمڪو. تجلو.

**چِلِمَ:** ث (ف) تماڪ ڇڪڻ لاءِ ٺِڪَر جو هڪ خاص ٿانءُ.

**چِلمَ ڀرڻ:** خدمت ڪرڻ. نيچ ڪم ڪرڻ.

**چِلمچِي:** ث (ترڪي) هڪ قسم جو ٿانءَ (ٺِڪر ٿامي وغيره جو جنهن ۾ هٿ ڌوئجن).

**چَلڻُ:** م. هلڻ.

**چِلو:** ذ. چاليهن ڏينهن جو عمل يا وظيفو. اُها جاءِ جتي ڪنهن بزرگ چِلو ڪڍيو هجي. وياڻل عورت جي چاليهن ڏينهن تائين سنيال. ڪَمان جي زِهَ. پڙهيل ڌاڳو. گيهہ ۾ تريل سوراخدار ۽ نرم ماني.

**چِلو ڪڍڻ:** چاليهن ڏينهن تائين وظيفو پڙهڻ. سخت

پابندي وارو پورهيو ڪرڻ.
**چلولائي:** ث. البيلائي- لاڏ. انگل.
**چلولو:** ص. ڪيچلو. آنگلي. البيلو- لاڏلو. (ث. چلولي).
**چلهه:** ث. چِپ- چِت. زور- دباء.
**چُلهه:** ث. باهه ٻارڻ وارو هنڌ. رڌ پچاءُ ڪرڻ لاءِ باهه ٻارڻ جي جاءِ.
**چلهه مُٺو:** ص. نمڪ حرام. بدلچڻو.
**چَلهِه:** ث. خانن واري هڪ راند (جيڪا ڇهن ڪوڏين سان رهجي). ڇهن ڪوڏين جو هڪ داءُ- ڇنهر.
**چلهڻ:** م. چپڻ- چِٽڻ.
**چَلهو:** ذ. گپ يا گاري جو دائرو. وڻ جي ڇوڏاري پاڻيءَ لاءِ کڏو.
**چُلهو:** ذ. چُلهه. وڏي چُلهه. ڪُلَ. پاخاني ڪرڻ جو خانو.
**چِلي:** ث. وَهٽ تي بار کڻڻ لاءِ ڪپڙي جي خُرزين.
**چَمُ:** ذ (ف. سن. چرم) چمڙو- کلَ. چمڙي.
**چَمُ لاهڻ:** کَل لاهڻ. سخت سزا ڏيڻ.
**چَماٽ:** ث (ف. طمانچہ) ڳل تي هٿ سان ڌڪ- لپاٽ.
**چَماٽ لڳڻ:** صدمو رسڻ. نقصان پهچڻ.
**چَماٽو:** ذ. تماٽو.
**چُماچاٽي، چُمَ چَٽَ:** ث. چُمي پاڪر. پيار.
**چَمارُ:** ذ. چمڙي مان جُتيون ٺاهڻ جو ڪم ڪندڙ.
**چِمتڪارُ:** ذ (سن) حيرت ۾ وجهندڙ واقعو- ڪرشمو.
**چَمِٽو، چمٽو:** ذ. ٽانڊي کڻڻ لاءِ لوهي اوزار- دست پناهه.
**چَمپا:** ذ. هڪ قسم جو گُل ۽ ٻوٽو.
**چَمپاڪَلِي:** ث. هڪ قسم جو ڳهه.
**چَمپَٽ:** ص. گُم- غائب.
**چَمپَل (ث)، چَمپَلُ:** ذ. ٻن پٽين واري عام جُتي.
**چَمَ چِچڙُ:** ذ. جيت جو هڪ قسم (جانورن جو رت چُسي). (ص) چُهٽي پوندڙ. ڪنجوس.
**چَمچو، چمچو:** ذ. کائڻ پيئڻ ۾ ڪم ايندڙ ڏوئي جهڙو هڪ ننڍڙو ٺانءُ.
**چَمچُوس:** ص. ڪنجوس.
**چِمِڙ:** ث. اُٺ جي نڪ ۾ وڌل ڏاڪي جو ڪڙو (جنهن ۾ مهار ٻڌجي).
**چَمڙو:** ذ. چَمُ. کَلَ. هڪ مَشهور ساهوارو جيڪو نقط رات جو اُڏامي (ڏينهن جو اُونداهي واري هنڌ تي اُونڌو ٽنگيل هوندو آهي).
**چَمڙي:** ث. چَمُ- کَلَ.
**چَمڙي لاهڻ:** کل لاهڻ. وڏيڪ قيمت وٺڻ. مارَ جي سخت سزا ڏيڻ.
**چمڪاٽُ، چَمڪاٽ:** ذ. چمڪو. تجلو.
**چمڪائڻُ، چَمڪاٽُ:** م. چلڪائڻ. اوجر ڏيڻ. روشن ڪرڻ. نمايان ڪرڻ. مشهور ڪرڻ.
**چمڪڻُ، چَمڪڻُ:** م. چلڪڻ. روشن ٿيڻ. جَرڪڻ.
**چَمڪدارُ، چمڪيدارُ:** ص. چمڪندڙ- مُنور.
**چَمڪو، چمڪو:** ذ. چمڪاٽ- تجلو.
**چَمَن:** ذ (ف) باغ. باغيچو. سرسبز جُوءِ.
**چَمنستانُ:** ذ. گُلزار- چمن.
**چَمَنڊُ:** ذ. سُٽَ يا چَم جو نوڙ جيڪو باغائي چيلهه ۾ وجهي ان جي مدد سان ڪجيءَ جي وڻ تي چڙهي.
**چِمني:** ث (انگ) لالٽين جو شيشي جو گولو. ننڍڙي بتي. ڪارخاني جي دونهين جي نيڪال لاءِ لوهي يا سِرن جو منارو.
**چُمَڻ:** م. چُمي ڏيڻ- مِني ڏيڻ. پيار ڪرڻ.

**چَموٽو:** ذ. چمڙي جي وڏي. چمڙي جو ڳٽ. ڇُهنبڙي.

**چُمي:** ث. مِني- بوسو.

**چميگوئي:** ث (ف. چه مي گوئي) چوُپچو. ڳالهه بولهه. رائزني. تنقيد. اعتراض.

**چُنُ:** ذ. ڪُوري ۾ سڙيل جبل جو پٿر- سيڙهي. گَچ. پوچي.

**چُنانچ:** ظ (ف) انهيءَ طرح. تنهن ڪري.

**چَنبڙائڻُ:** مر. چهٽائڻ. لائڻ- ڳنڍڻ. لڳائڻ (نوڪري ۾). ڦاسائڻ.

**چَنبڙَڻُ:** مر. چهٽڻ- لڳڻ. لڳي پوڻ. ڦاسڻ.

**چَنبو:** ذ (ف. پنجه) هٿ يا پير جي آڱرين وارو حصو. ڪليل هٿ. جانور جو پير.

**چَنبي ۾ اچڻ:** قبضي ۾ اچڻ. هٿ ۾ اچڻ. قابو ٿيڻ. مطيع ٿيڻ.

**چَنبي:** ث. هٿ يا ڪرائي ۾ سوگهو جهلڻ (راند يا زور آزمائي ۾).

**چَنبيلي:** ث. هڪ قسم جو خوشبودار ٻُوٽو ۽ اُن جو گل.

**چِنتا:** ث (سن) ڏپ- انديشو. اُلڪو. خيال- ڳڻتي- ويچار.

**چُنجَ:** ث. چهنب. نوڪ. جبل جي چوٽي. (ف. ڪنج) وڻن جو جهڳٽو. جهنگ. غار- ڇُر.

**چَنجورُ:** ذ. هڪ قسم جو لوهي اوزار- ٽِيڪم.

**چُنجهو:** ص. ننڍڙين اکين وارو. گهٽ نظر وارو- چُوچو. (ث. چُنجهي).

**چَنچَلُ:** ص (سن) هڪ هنڌ ٽِڪاءُ نه ڪندڙ. بي چين- بيقرار. البيلو- دادلو. چِلولو.

**چقَند:** ص (ف) ٿورا- ڪجهه- ڪي.

**چِنڊُ:** ص. چونڊيل- ڏٽيل. خالص- نج.

**چَندَنُ:** ذ (سن) صندل جو وڻ ۽ ڪاٺ- سَر ڪَنب.

**چَندَن هارُ:** ذ. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه (جنهن ۾ چنڊ جهڙيون گول ٻُتليون ٻُوتل هجن).

**چَندو:** ذ (ف) ڪنهن ڪم ۾ مدد طور ڏنل رقم- ڦوڙي.

**چِندو:** ذ. ٽوپيءَ جو وچ وارو گول ٽُڪر. ٽوپيءَ جي ڪِنارَ. ڪَٽ ۾ واڻ ۽ واڏڻ جي وچ وارو مڙهيل حصو.

**چَنڊُ:** ذ (سن. چندر) مشهور آسماني سيارو (زمين جي چوڌاري گردش ڪري). قمر- ماه.

**چَنڊ گرَهڻ:** ذ. سج ۽ چنڊ جي وچ ۾ ڌرتيءَ جي اچڻ تي اونداهو چنڊ ٿيڻ- خسوف.

**چَنڊالُ:** ص (سن) نڀاڳو- بدبخت. مسانَ ۾ هندن جا مڙدا ساريندڙ.

**چنڊالَ چوڪڙي:** ص. بدمعاش ماڻهن جو ٽولو. بيڪار ۽ فسادي ماڻهن جو ٽولو. حرڪتي ماڻهن جو ٽولو.

**چَنڊو:** ص. نڀاڳو- بدبخت. منحوس. (ث. چنڊي)

**چَنڊولُ:** ذ. هڪ قسم جو پکي.

**چَنگُ:** ذ (ف) وات سان وڄائڻ جو هڪ ساز. چوڀائي ڪي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ ڪنجهي جو گهنڊ.

**چَنگ چڙهڻ:** مشهور ٿيڻ. بدنام ٿيڻ.

**چَنگالي:** ث. ڪيرڻي. چُوري.

**چُنگلُ:** ذ (ف) لپَ. پرِيل مُٺ.

**چُنگي:** ث. گهٽي شيءِ مان ڪنيل ٿورو حصو. محصول. آڏ جي ڪپ تي پوکيل ٻج يا وَل. ٻيجاري جي مُوڙي.

**چَنگيري:** ث. ٽوڪري (گُلن يا ميوي جي).

**چِنگهه:** ث. ٽڪُ. بيماري يا هيٺائيءَ ڪان آهستي

دانهن- ڪُنڪَ. ڪنجهڪار.

**چنگهائِڻُ؛** م. چنگهه ڪڍائڻ. ماندو ڪرڻ.

**چنگهَڻُ؛** م. ٽَڪَ. بيماري يا هيٺائيءَ ڪان هلڪيون دانهون ڪرڻ.

**چَنڻَ، چَنڻ؛** ذ. خوشبودار پائيٽ (جيڪو شادي وقت ڪنوار کي مٽي ۾ وجهجي. ’بدن کي چنڻ جو لوئڻ ڪرڻ‘.)

**چنڻ؛** م. چَرڻ (وهٽ). گاهه کائڻ (وهٽ).

**چَنو؛** ذ. چانورن جون ڪَلون (جيڪي چڙهڻ سان نڪرن). چُن.

**چَنهَرِ؛** ث. چَلهر (راند).

**چَنِي؛** ث. هڪ قسم جي رنگا رنگي پوتي. چُريل ڳاڙهي رنگ جي پوتي.

**چُو؛** ث. چُوند. سلوار جا سَرَ. ڪپڙي جا سَرَ.

**چَڻا؛** ذ (جمع ۾ ڪم ايندڙ) اناج جو هڪ قسم (ٽي قسم: اڇا چڻا، ڳاڙها چَڻا، ڪارا چڻا).

**چَڻن جي دالِ؛** ث. ڏريل چڻا (جيڪي بوڙ وانگر رڌجن).

**چُڻ پُڻ؛** ث. آهستي ڳالهاءُ- سُس پُس. چؤبول. پچار.

**چُڻڪَڻُ، چِڻڪَڻُ؛** م. چِپَڻ (دل ۾). ياد پوڻ. هُرڻ (خيال، پُور).

**چڻنگ؛** ث. ٽانڊي جو تمام سنهون ذرو- اُلو.

**چُڻَڻُ؛** م. چُونڊڻ. دائو دائو ڪري ڪائڻ. چِڱڻ. ڪپڙي جا سَرَ ناهڻ.

**چَڻو؛** ذ. هڪ قسم جو اناج (چڻن کي ڏرڻ سان دال ٿئي ۽ پيهڻ سان بيسڻ ٿئي).

**چِڻوٺي؛** ث. هڪ قسم جو ٻج (جيڪو سونارا رَتي جي وزن طور ڪم آڻين).

**چَوُ، چَو؛** ص. چار. صفاتي اڳياڙيءَ طور ڪم ايندڙ لفظ (مثلاً؛ چؤپايو، چَوڪُنڊو وغيره).

**چَوائِڻُ؛** م. ٻئي جي معرفت پيغام موڪلڻ. سفارش ڪرائڻ. منسوب ٿيڻ- نالي ٿيڻ.

**چوبَ؛** ث (ف) ڪاٺي. طنبو جو لڪڙو.

**چوبدارُ؛** ص. در تي لٺ ڪٺي بيهندڙ دربان. محافظ.

**چَوباز؛** ث. گهوڙي جي هلڻيءَ جو هڪ نمونو (جنهن ۾ اڳيان ٻئي پير ۽ پويان پير گڏ ڪٺي ۽ ٽِڪو ڊوڙي)- چؤتال.

**چَوبُڪو، چَوبُڪيو؛** ص. چؤبَندُ.

**چَوبَندُ؛** ص. چارئي عضوا مضبوط- سگهارو- پهلوان.

**چَوبارو؛** ذ (ف. چؤباره) چئني پاسن اگڻ وارو گهر.

**چوبو؛** ص. گهڻ ڪائو- پيٽير. هبچي.

**چَوبولُ، چؤبولو؛** ذ. گهڻن ماڻهن جو ڳالهاءُ. ڪنهن واقعي بابت گهڻن ماڻهن جي چؤپچو.

**چُوٽ؛** ث. انجاڻ. بيوقوف. موڳو- واٽڙو.

**چُوٽيو؛** ص. بيوقوف. واٽڙو.

**چَوتال؛** ص. پُٺن پر (ڪرڻ). سنئون نئون (ڪرڻ).

**چُوٽڪي؛** ث. هلڪي ۽ سوڙهي سُٿڻ. پاجامو.

**چوتو، چوتيو؛** ذ. لانگوٽ- لُنگُ.

**چوٽ؛** ث. چنڊ جي چوٿين تاريخ. چوٿون حصو.

**چوٿاڻ؛** ذ. چوٿون حصو. چوٿو.

**چوٿائي؛** ث. چوٿون حصو. آنُ مَڻ جو هڪ ماڻُ (پاتيءَ جو چوٿون حصو).

**چوٿو؛** ذ. چوٿون حصو.

**چوٽ؛** ث. زخم- گهاءُ. ڌڪ. صدمو. نقصان- ٽوٽو. حُلهه- ڪاهه. ڊوڙ. نغارن جي هڪ وجت.

**چوٽ ڪرڻ؛** حملو ڪرڻ- ڪاهه ڪرڻ. تکي ڊوڙ پائڻ. نقصان پهچائڻ.

**چوٽون کائڻ؛** مقابلا ڪرڻ. ويڙهه ڪرڻ.

**چوٽ:** ذ. اوچائي– مٿانهين. مٿيون حصو (جبل وغيره جو). مٿي جا ويڙهيل وارَ. وانگوڙو. (ظ) مٿي– اُتانهون. چوٽيءَ تائين پريل.

**چوٽ چڙهڻ:** تمام مٿي چڙهڻ. ڳالهہ يا معاملو وس کان ٻاهر نڪرڻ.

**چوٽو:** ذ. مٿي جا ويڙهيل وارَ. وانگوڙو. وڏي ڌلهي چوٽي (وارن جي).

**چوٽِي:** ث. ڳُتَ. ڳُتيل وارَ. هندن ۾ مٿي جي تارونءَ ۾ ڇڏيل وارن جي ڇڳَ. جبل جو اُوچو حصو. بلندي. عروج– انتها– ڇيڙو. حد. ٻُچڙي. پکيءَ جي مٿي ۾ موڙُ يا ڇَٽُ.

**چوٽيءَ ڦُلَ:** ذ. ڳُتَ ۾ هڻڻ جو هڪ ڳهہ (عموما چانديءَ جو ٺٺي).

**چوپُ:** ص. ڳُوڙهو (رنگ)– گهرو– گهاٽو. (ذ) سنڌي ڳجَر جو مٿيون حصو. ٻوڪڻ لاءِ بصر جون ننڍيون ٻِتيون.

**چَوپاس، چوُپاسي:** ظ. چئني طرفن– اردگرد– چوُطرف.

**چوُپائِي:** ث. چئن پيرن وارو مادي جانور (مينهن، ڍڳي، ٻڪري وغيره). ڪَٽَ– مَنجي.

**چوُپايو:** ذ (ف. چهارپايہ) چئن پيرن وارو جانور (ڍڳو ڍور وغيره). حيوان. ’چوپايو مال‘.

**چَوپچَوُ:** ث. ڳالهہ ٻولهہ– ٻچار. خبرچار– سُڌس.

**چَوُپَڙِ، چَوُپَڙِ:** ث. هڪ مشهور راند– نردبازي.

**چَوپڙو:** ذ. ننڍڙو ڪتاب. بَندي. (ث. چوُپڙي)

**چُوپَڻُ، چُوپڻُ:** م. چُوسڻ. چُوسي ڪڍڻ.

**چُوپِڻي:** ث. چُوپڻ جي شيء (تيليءَ ۾ لڳل ڪتمنڙو ٻارن جي کائڻ لاءِ).

**چُوپو:** ذ. چُوپيل ڪمند يا گاهہ جو ڳنو. چُوپيل ڇُوتو (جيڪو مال کائي نہ سگهي). اولڙ گاهہ جا ڪانا.

**چُوپا ڪرڻ:** گاهہ کائي ڏانا وغيره ڇڏي ڏيڻ. ٺوڪاري ڇڏڻ.

**چَوُپيرو:** ص. چئن پيرن وارو چوُپايو (ث. چوُپيري).

**چوچَ:** ث. سهڻائي. خوبي. سَڌ. چاهہ– اُتساهہ. پيار– قرب.

**چَوُچاءُ:** ذ. سفارش. پارت. چوڻ آکڻ. هدايت نصيحت.

**چُوچِڙِي:** ث. سنهي ٻرندڙ ڪاٺي يا تِيلي– چُٺانتي.

**چُوچِڙِي ڏيڻ:** باهہ لڳائڻ. جهيڙو مچائڻ. ٻريل جهيڙي کي زور وٺائڻ.

**چوچو:** ذ. بهتان– الزام. ڇُرچَ.

**چُوچو، چُونچو:** ص. ننڍڙين اکين وارو (جيڪو اکيون چنجهيون ڪري ڏسي سگهي).

**چَودَرو:** ذ. چئن درن وارو صفو يا ڪمرو. (ث. چوُ دري).

**چُودِڪِي:** ث. ريچڪ– پُور.

**چَوڌارِ:** ظ. چئني پاسي– آسپاس.

**چَوڌارِي:** ظ. چئني طرفن– آسپاس.

**چَوڏسِ:** ث. چنڊ جي چوڏهين تاريخ. چانڊوڪي رات. پورنماسي.

**چَوڏِسِ:** ظ. چئني طرفن– آسپاس.

**چَوڏندو:** ص. چئن سالن عمر جو (جانور). (ث. چَوڏندِي).

**چَوڏولَ، چوُڏيلَ:** ث. چئن ڏولين (پينگهن) سان هيٺ مٿي ڦرندڙ پينگهہ. وڏي ڏولي (جنهن کي چار يا وڌيڪ حمالَ کڻن).

**چوڏهَن:** ص. ڳاڻاٽي جو هڪ عدد (١۴).

**چوڏهن چارو:** ص. گهڻين واٽن وارو منجهائيندڙ.

**چوڏهن خانوادا:** ذ. زاهدن جي سلسلي جا چوڏهن

خاندان (جن جو سلسلو خواجہ حسن بصري سان ملي ٿو: ادهمي، بهيري، زيدي، حبيبي، عجمي، طيفوري، ڪوفي، سقطي، جُنيدي، گاذروني، طوسي، سهروردي، چشتي).

**چوڏهن طبق:** ذ. چوڏهن دنيائون (ست زمينون ۽ ست آسمان).

**چوڏهين:** ث. چنڊ جي چوڏهين تاريخ.

**چوڏهين جو چنڊ:** ذ. پُورو چنڊ- ماه ڪامل. (ص) سهڻو- حسين.

**چوڏهيو:** ص. چوڏهن هنر ڄاڻندڙ. چالاڪ- حرفتي.

**چورَ:** ث. چورڻ جو عمل. چُرَ- حرڪت. چُرچ- هُشي.

**چورُ:** ص (سن) پرائي شيء لڪائي کڻي ويندڙ. چوري ڪندڙ- دُزد.

**چورُچَڪارُ:** ذ. چورُ. چوريء لاءِ چڪر ڏيندڙ.

**چور دروازو:** ذ. ڳجهو دروازو. لڪل در.

**چوُرُ:** ص. ڪُتيل. پيٺل. ذرا ذرا. ٽڪل. مدهوش.

**چوُر چوُرُ:** ص. ذرا ذرا- پرزا پرزا. ٽَڪ يا نشي ۾ ساٿو. گهايل- زخمي.

**چوراسُ:** ص. چوڪنڊو- چورس.

**چوراڻيو:** ص. عادتي چور. رواجي چور.

**چوراڪارِي:** ث. چوريون. گهڻن هنڌن تي چورين جو سلسلو.

**چوراڪورا:** ث. هُرڪر- آنڌمانڌ- بيقراري. ڳُڻتي.

**چَوراهو:** ذ. چئن رستن ڦُٽڻ وارو هنڌ- چَوسُولُ. چؤواٽو.

**چورائڻُ:** م. چوري ڪرڻ. لڪائي کڻي وڃڻ. گُم ڪرڻ. زخم يا ڦٽ جو پاڻي ڇُهڻ.

**چورَتَ:** ث. چُرچ. هُشِي. ٻچَ.

**چورُ تَپُ:** ذ. رات جو ايندڙ تپ (جنهن لاءِ سوڻ طور چورَ کان تاڳو وٺائي ڀڄي).

**چورُ ڏَندُ:** ذ. آڏو ڦڏو يا ٻٽي ڏند جي پاڙَ مان نڪتل ڏند.

**چورُ ڏِڍِي:** ث. چورن جو ٽولو- وڏو چور (جيڪو گهوڙن تي چڙهي چوريون ڪري). پاٽاريدارُ.

**چَورَسُ:** ذ. چئن ڪنڊن واري شڪل يا ايراضي جنهن جا چارئي پاسا هڪ جيڏا هجن- چؤڪنڊو- مُربع.

**چُورمو:** ذ. گيهہ ۽ ڪنڊ ۾ پوريل ماني- ڪُٽِي- چُوري.

**چُورَن، چُورَڻُ:** ذ (سن) چُورو- سفوف- ڀورُو. پيٺل يا ڪُٽيل وکر جي ڦڪِي.

**چؤرَنگُ:** ص. تلوار جي هڪ ئي وار سان چئني طرفن ڏڪ هڻندڙ پهلوان- سورهيہ. سهڻي صورت وارو.

**چورَڻُ:** م. سيرڻ- ريڙهڻ. ڏِڪڻ- هٽائڻ. حرڪت ڏيڻ. برغلائڻ- پڙڪائڻ- هُشي ڏيڻ.

**چُورو:** ذ. ڪُٽيل شيء جو ڀُورو. ڪُٽو- پورُ. سفوف. ڪُتر (سوپارين جي).

چوري: ث. ٻئي جو مال چورائڻ جو عمل- سرقو. (ظ) ڳجهيء طرح- ڳجهہ ڳوهہ ۾.

**چُوري:** ث. گيهہ ڪنڊ ۾ پوريل ماني- ڪُٽِي.

چوڙ: ث. ڀهرڻ پائڻ ۾ ڪپڙي جو جٽاء.

**چُوڙَ:** ث. ڪائي (ايسَ، اوپري وغيره) جي گهڙيل پُڇڙي جيڪا ٻيءَ ڪائيءَ جي سَلَ ۾ وجي.

**چُوڙِ:** ث. سجيءَ ٻانهن تي چڙهيل چُوڙين جي قطار- ٻانهين.

**چوڙا:** ذ (جمع ۾) عذاب- سُورَ.

**چوڙا ڪائڻ:** درد پٽڻ- ڏک ڏاڪ ...

**چُوڙَ ڪُنڊِي:** ث. اُها ڪُنڊي ... جنهن جا سِڱ چُوڙي وانگر گول هجن.

**چوڙڻُ، چوڙڻُ:** م. پائڻ (ڪپڙو)- پهرڻ- هنڍائڻ.
**چوڙڻُ مائڻ:** اوڍڻ پهرڻ (ڪپڙو لٽو). کائڻ ڪپائڻ- عيش ڪرڻ.
**چَوڙو:** ظ. ڪشادو- ويڪرو- کُليل. (ث. چَوڙي).
**چُوڙو:** ذ. ٻانهن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه (عاج، شيشي يا ڪنهن ڌاتوءَ جو)- ڪنگڻي.
**چُوڙي:** ث. ڪنگڻي- چُوڙو.
**چُوڙيگر:** ص. چوڙيون ٺاهيندڙ (خاص طور عاج يا ڪانور جون چوڙيون ٺاهيندڙ).
**چُوڙيلي، چُوڙيري:** ث. چُوڙين پاتل عورت- سهڻي عورت. سهاڳڻ. ڪنواري.
**چُوزو:** ذ (ف. چوزه) ڪڪڙ جو ٻچو.
**چُوسَ:** ث. چَش- سواد. عادت- هير. لالچ. چُوسَ جو عمل.
**چُوسَ پوڻ:** عادت ٿيڻ- هير پوڻ.
**چوسَرَ:** ث. چوپڙ راند.
**چُوسَڻُ، چُوسڻُ:** م. چپن سان رس ڪڍڻ، چُوپڻ. چُهڻُ (پاڻيٺ ڪي).
**چَوطاق:** ظ. پُٺن ڀر- سنئون نئون (ڪِرڻ).
**چوغو:** ذ (ف) هڪ قسم جو ڪوٽُ- جُبو.
**چَوڦير:** ظ. چئني طرفن- آسپاس- چوڌاري.
**چوڪَ:** ث. ڪاني جي چهنب اشارو ڪرڻ. چُونگَ- اشارو.
**چَوڪَٽُ:** ذ. دريا دريءَ جو چوُنڪ (جنهن ۾ طاق هڻجن).
**چَوڪُ چَندبو:** ص. ته نياڳو- وڏو بدبخت.
**چوڪڙو:** ذ. ٽڪُ. ٽوري ٽڪاوٽ.
**چوڪڙو پچڻ:** ٽڪ لاهڻ. ٽوريءَ دير لاءِ ساهي کڻڻ.
**چَوڪڙي، چَونڪڙي:** ث. چئن چيزن جو مجموعو. چار ايڪڙ زمين، چورس خانو. تاس جو هڪ رنگ- اِيٽ.
**چَوڪَس:** ص. خبردار- هوشيار- سجاڳ.
**چَوڪَسي:** ث. خبرداري- سجاڳي. نگراني.
**چَوڪندبو:** ص. چئن ڪندن وارو- چورس.
**چوڪَڻُ:** م. چوڪَ ڏيڻ. ڪاني وغيره چپائي اشارو ڪرڻ.
**چُوڪو:** ذ. اوپڙ جو هڪ قسمَ (پالڪ جهڙو، سواد کٽو).
**چَوڪي:** ث. پهرو. ناڪو. ٿاڻو. پهريدار جي ويهڻ جي جاءِ. صندلي.
**چَوڪي ڏيڻ:** ڪنهن درگاه تي حاضري ڀرڻ ۽ ڳائڻ جو مجرو ڪرڻ.
**چوڪيدارُ:** ص. پهريدار- نگهبان.
**چَوڪيداري:** ث. پهرو. نگراني.
**چوڪا:** ذ (جمع ۾) چانور.
**چَوڪندي:** ث. قبر جي مٿان ٿنين سان اڏيل ڇت- تجر.
**چوکو:** ص. عمدو- سنو. نج- خالص. (ث. چوکي).
**چَوگانُ، چَوغانُ:** ذ (ف) هڪ قسم جي راند جيڪا گهوڙن تي چڙهي چَڙين ۽ بال سان کيڏي ويجي. چوڪندبو دالان، ميدان.
**چَوگِرد:** ظ (ف) چئني طرفن- آسپاس. چوڌاري.
**چوڳُ:** ذ. پکين جي چڳڻ لاءِ داڻو (آن). پکين جو داڻن چڳڻ وارو عمل.
**چوڳو:** ذ. پکيءَ جو چهنب سان ٻچن کي کارايل کاڌو. اهو کاڌو جيڪو مادي پکي ڳجهيءَ مان ڪڍي ٻچن کي کارائي. کاڌو.
**چوڳو ڪرائڻ:** ڪجهه کاڌو کارائڻ. رشوت ڏيڻ.

**چۆڳو:** ص. چئن سالن جمار جو (وهٽ).

**چولو:** ذ. پهراڻ- ڪڙتو، زنانو پهراڻ، فقيرن جي پائڻ لاءِ ڊگهي ڪفني- جامو.

**چولو مٽائڻ:** وفات ڪرڻ. رُوپ مٽائڻ. قالب بدلائڻ.

**چۆماسو:** ذ. چار مهينا. برسات جي چئن مهينن واري مُند.

**چُون:** ث. هلڪو آواز. تورو آواز.

**چُونارجَڻُ:** م. هَرَ ۾ وهندي ڍڳي جو پير چُونيءَ سان زخمي ٿيڻ.

**چُونارو:** ذ. رازڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**چُوناري:** ث. ننڍو چُونارو.

**چُون چَرا:** ث (ف) چوچا. بحث. ريڙهه پيڙهه. پٽڪو. حرڪت- چيڙچاڙ.

**چُونچو:** ص. چُوچو. چُنجهو. (ث. چُونچي).

**چُون چُون:** ث. جهرڪين يا پکين جي ننڍڙن ٻچن جو آواز.

**چُونڊَ:** ث. ڏُوڻَ- پسندي. اليڪشن- انتخاب (ميمبر يا عهديدار جي). نچڪٽي سان اچن وارن جي چُونڊ.

**چُونڊَڻُ، چُونڊِڻُ:** م. هڪ هڪ ڪري گڏ ڪرڻ- يڪجا ڪرڻ. منتخب ڪرڻ- ڏئڻ. زمين تي ڪريل شيءِ ذرو ذرو ڪري ڪڻڻ.

**چُونڊو:** ذ. لاباري ڪان پوءِ ٻنيءَ ۾ رهيل اَنُ يا سنگن جي چُونڊ (جيڪا غريب ماڻهو ڪن). ڪپهه جي فصل مان ڦُٽين جي چُونڊ. زالن جي مٽي جا وار- چُنڊا.

**چَۆنرُ:** ذ. مور جي ڪنين يا پَٽ جي تندن جو مُچو (جنهن سان بادشاه کي واءُ هڻجي)- مورڇل.

**چَۆنرُ دَرَڻُ:** بادشاهي مائڻ. ڀاڳ لڳڻ. بخت ورڻ.

**چَۆنرا:** ذ. هڪ قسم جو اناج.

**چَۆنرو:** ذ. هڪ قسم جو ڪکائون گول گهر (عام طرح ٿر ۾ اڏجي).

**چۆنري:** ث. ڌاتوءَ مان ٺهيل هڪ قسم جو ٿانءُ. چۆنر- مورڇل.

**چَۆنري ڍرڻ:** ڀاڳ کلڻ. بخت يلو ٿيڻ.

**چَۆنڪُ:** ذ. چار عدد. چۆواٽـو- چۆسُولُ. چورس. دَر يا دريءَ جو چَوڪٺ. بدن جي چئن سنڌن گڏجڻ وارو هنڌ (ٻن ٽٽين، ٻُني ۽ ڪنڌ جي وچ وارو هنڌُ- ڀُنا. پوک ۾ سنگن نِسرڻ واري حالت.

**چۆنڪڙي:** ث. چئن جو مجموعو. چار ايڪڙ زمين. پتن جي تاس جو هڪ رنگ.

**چۆنڪي:** ث. چَوڪي.

**چُونگَ:** ث. آگر يا ڪانيءَ سان چوڪَ. چُرچ.

**چُونگَ ڏيڻ:** هُشي ڏيڻ- اُيارڻ.

**چُونگارَ:** ث. آهستي آواز. چڙن وغيره جو واڃو.

**چُونگارڻ:** م. لات لنوڻ (پکي). جهونگارڻ.

**چُونو:** ذ. چُنُ.

**چُوني:** ث. هَرَ جي ڪُرهه ۾ پيل لوهي ٿر- گهوبو.

**چَوَڻُ:** م. ڪُڇڻ- آکڻ. ڳالهائڻ. ڳالهه ڪرڻ. بيان ڪرڻ. ذڪر ڪرڻ. امر ڪرڻ- حڪم ڪرڻ. آگاه ڪرڻ. عرض ڪرڻ. سوال ڪرڻ. نصيحت ڪرڻ. جُٽ ڪرڻ. (ذ) حڪم. هدايت. نصيحت.

**چَوڻ چائڻ:** حڪم هدايت. هدايت نصيحت. پارت سفارش.

**چوڻ ڪرڻ:** حڪم مڃڻ. نصيحت تي عمل ڪرڻ.

**چَٽي ڏيڻ:** ظاهر ڪرڻ- کولڻ (ڳالهه). راز ٻڌائڻ.

**چُولو:** ذ. چوڳو. قُوت. رزق.

**چُولو پاڻي:** ذ. داڻو پاڻي. نصيب ۾ لکيل رزق.

**چَوَلِي:** ث. چوَڻ جو نمونو. محاورو. قول. پهاڪو.

**چۆوايو:** ذ. چئني طرفن کان لڳندڙ هوا.

**چُوهو:** ذ. ڪُوٺو. (ث. چُوهي).

**چُوئِڻُ:** مر. نچوئڻ- نپوڙي پاڻي ڪڍڻ (ڪپڙي مان). چوڻ- آڪڻ.

**چُوٺو:** ذ. چئن شين مان ٺهيل خوشبوءِ (مُشڪ، عنبر، زعفران، صندل).

**چُوٺو چَندنُ:** ذ. سُرهاڻ- خوشبوءِ.

**چَوِياري، چوِياري:** ث. چئن يارن جو تـولـو. ڪچهري. سنڌ ۾ چئن ٽالپور حڪمرانن جي گڏيل حڪومت.

**چَهَ:** ث (ف. چاهہ) خوشي. شوق- چاهہ. مزو.

**چَهبُڪُ، چابُڪُ:** ذ (ف. چابڪ) گهوڙي وغيره کي هڪلڻ لاءِ ڪاٺيءَ ۾ ٻڌل ڏوريءَ وارو هٿيار- تازيانو.

**چَهبَچو:** ذ (ف. چہ بچہ) مال جي پاڻي پيئڻ لاءِ حوض. نيرُ (رڱ) ٺاهڻ جو ڪُن.

**چَهبَرُ:** ذ. ويڪري مُنهن وارو ٿانءُ. وڏو گهاءُ. (ص) وات ڦاٽل.

**چَهه ٻَهه:** ث. خوشيءَ جو ڳالهائڻ. ڪل خوشي. راند روند. وندر.

**چَهه چَهه:** ث. پکين جون ٻوليون.

**چُهچُ:** ذ. گهاٽو ساٺو رنگ.

**چُهٽائڻ:** مر. چنبرائڻ- لڳائڻ.

**چُهٽَڻُ:** مر. چنبڙڻ- لڳڻ. ڦاسڻ. پويان لڳي پوڻ.

**چَهچِٽو، چَهچِٽو:** ذ. رونـق (گـهـڻـن مـاڻـهـن جي موجودگيءَ سان)- نظارو.

**چَهَرَ:** ث. لوڻ مرچ پيل چهري شيءِ. مصالحيدار ڳنڍڻ (مانيءَ سان کائڻ لاءِ).

**چَهَر ڪرڻ:** سوادي ڪاڌي مان ڪجهه کائڻ. مزو وٺڻ. ذائقو بدلائڻ لاءِ کائڻ.

**چَهرائي:** ث. مرچ مصالحي ۾ تيزي. تيزي (رنگ جي)- گهاٽائي. رونق. تازگي- ڦُترائي.

**چَهرو:** ص. لوڻ مرچ وارو (کاڌو). رونق وارو. سَرهو (مُنهن ۾).

**چهرو، چَهرو:** ذ (ف. چهره) شـڪـل- صـورت- شبيه- روپ.

**چَهڙ:** ث. چڙب- جهٽڪ.

**چُهڙو:** ذ. هندن ۾ هڪ گهٽ ذات (جيڪي صفائي جو ڪم ڪن)- ڀنگي- ٻالو.

**چَهڪُ:** ذ (ف. چاڪ) وَڍُ (ڪـاتـيءَ وغيـره جو). چير- زخم- گهاءُ.

**چَهڪَڻُ:** مر. تتوارڻ- ٻوليون ٻولڻ (پکي).

**چِهلُ:** ص (ف) ڳاڻيٽي جو هڪ عدد (٤٠).

**چِهل قَدمي:** ث. چاليهن قدمن جيترو هلڻ (هوا خوري لاءِ). آهستي آهستي پنڌ ڪندي سَيرُ- پَسار.

**چُهلڙا:** ذ. چرچو مسخري. ناز نخرو.

**چِهلَمُ:** ذ (ف) چاليهو. فوتيءَ جو چاليهون ڏينهن. چاليهي جي رسم (حضرت امام حسين جي شهادت بابت).

**چُهنڊڙي، چُهنڊِي:** ث. آڱر ۽ آڱوٺي کي ملائي کَل کي مروٽو يا زور ڏيڻ. چَپٽيءَ جو مروٽو.

**چُهنڊڙي پائڻ:** ڏکوئيندڙ ڳالهہ ڪرڻ. مهڻو ڏيڻ.

**چُهڻُ:** مر. (پائيپ کي) جذب ڪرڻ.

**چَهو:** ذ. سنهون لڪڻ- تلهڙ.

**چَهُو:** ظ. گُم. هضم.

**چِٽاڪو، چِٽانڪو:** ذ. ٽمندڙ پاڻيءَ جو ڦڙو- ٻُوند.

**چِٽانڊي:** ث. برندڙ سنهي ڪاٺي- چُوچڙي.

**چَئلينجُ:** ذ (انگ) مقابلي لاءِ سڏ يا للڪار.

**چَئيوانُ:** ص. چيو وٺندڙ. چيو مڃيندڙ. فرمانبردار.

**چِيائِڻُ:** مر. زور سان چپڻ- چٽڻ.

**چيتُ:** ذ (سن. چِت) خيال- ڌيان. سمجهہ. هوش حافظو- يادگيري.

**چيتارَڻُ:** م. ويچارڻ. چتائڻ. سمجهائڻ.

**چيتو:** ذ (سن .چت) چيتُ. دل- من.

**چيتو:** ذ. مشهور جهنگلي جانور- پلنگ.

**چيتاوَڻُ:** م. چتڻ- چلهڻ. مٿان زور ڏيئي چپڻ.

**چيتڙو:** ذ. چٿيل اگڙي، ريڙَ- چَتي.

**چَيتُ:** ذ. سنبت سال جو پهريون مهينو. سياري جو فصل- ربيع.

**چيٽي چَندُ:** ذ. هندن جو هڪ ڏڻ.

**چيٽَ:** ث. ڪيهَ- ڪُوڪَ- رڙ.

**چيٽَ پوڻ:** کهرو ڳالهائڻ. ڏند ڏيڻ. تڪرار ڪرڻ. ضد پوڻ.

**چيٽڪُ:** ذ. شوق. ڳُڻتي- فڪر. ڪرشمو. جادو- طلسم.

**چيٽو:** ص. پوري نشان تي ڏڪ هڻندڙ.

**چيٽي:** ث. ماڪوڙي- ڪِيولِي.

**چيڄَ:** ث. سنڀال. حيلو- ڪوشش. صفائي (زخم جي). استنجا.

**چيڄَڻ:** م. زخم صاف ڪرڻ، حيلو ڪرڻ. ڪوشش ڪرڻ. استنجا ڪرڻ.

**چيچَ:** ث. هَٿ يا پير جي پڇاڙيءَ واري ننڍي آڱر.

**چيچاٽُ:** ذ. شيِن جي پاڻ ۾ گسڻ جو آواز (جيئن گاڏيءَ جي ڦيٿن جو آواز).

**چيچپائي:** ث. لائي چائي- گلا غيبت. لچائي.

**چيچڙو:** ذ. ڪمند پيڙڻ لاءِ گهاڻي وانگر هڪ آئائو.

**چيچڪو:** ذ. گدامڙي يا ٻير جي ٻِلڙي مان نڪتل ٻج.

**چيچلائڻُ:** م. بيماريءَ يا مصيبت ۾ ڳهڻ. لُڇڻ ڦٿڪڻ. سُورَ يا آزار کان دانهون ڪرڻ. ستائڻ- آزارڻ. ڦٿڪائي مارڻ.

**چيخَ:** ث (ف) وڏي رڙ. سنهي ۽ وڏي آواز سان سڏ. ڪُوڪَ.

**چيخ پُڪارَ:** ث. دانهن ڪُوڪ- رڙ واڪو.

**چيخڻ:** م. رڙيون ڪرڻ. هُل ڪرڻ. وڏي آواز سان ڳالهائڻ.

**چيدَہ:** ص (ف) چُونڊيل- ڏٺيل. خاص- عمدو.

**چِيرُ:** ذ. سِيرَ- شگاف. ٽوٽَ. زخم- گهاءُ. وَڍُ- چَهڪُ.

**چيرڦاڙ:** ث. زخم جي وڍ ٽُڪَ- جراحي.

**چيرائي:** ث. ڪاٺ جي وَڍائي.

**چيرَڻُ:** م. وڍڻ (ڪاٺ). ڦاڙڻ. ٽُڪر ڪرڻ.

**چيرَڻ ڦاڙڻ:** ٽڪر ٽڪر ڪرڻ. وڍي ڦاڙي ڇڏڻ.

**چيرو:** ذ. رنگدار پٽڪو. ڪپڙي جو هڪ قسم.

**چيرولي:** ث. هڪ قسم جو پٽر.

**چيرَہ:** ص (ف) سگهارو. زوراور. سورهيہ. (ذ) حصو- ڀاڱو.

**چيرَہ دَستي:** ث. زبردستي- زورظلم. ڌاڍ.

**چيري ميري:** ث. فضول خرچ. خرچي پاڻي (رشوت طور).

**چيڙَ:** ث. چيڙائڻ لاءِ چرچي طور رکيل نالو يا لقب.

**چيڙ:** ث. رت پيئندڙ جيت (چچڙ وغيره).

**چيڙاڪُ:** ص. يڪدم ڪاوڙجندڙ. زود رنج. ٽانديءَ تپڻو. تُند مزاج.

**چيڙائڻُ:** م. ڪاوڙائڻ- چڙ ڏيارڻ. ناراض ڪرڻ.

**چيڙهہ:** ذ. گهاتاڻ- ليسُ (جيڪو ڪوٺر وغيره ۾ ٿئي). اٽ جو پيشاب.

**چيڙهالو، چيڙهو:** ص. چيڙهہ وارو- لِڳ لِڳ دار.

ڇھَتندڙ. ڪم جو اورچ.

**چيزَ:** ث (ف) شيءِ- ٿڪ. جنس. سُوڪڙي.

**چيستانُ:** ذ (ف) پروڻي. مُعمو. منجهيل معاملو.

**چيف:** ص (انگ) وڏو- اعليٰ. اڳواڻ.

**چيڪُ:** ذ. (انگ) بئنڪ مان نقد رقم وٺڻ جو اجازت نامو. رنگين ليکن وارو ڪپڙو.

**چيڪاٽُ، چيڪٽُ:** ذ. چيچاٽُ.

**چيڪلو:** ذ. ڦيٿو. ٻاراڻي ڦرندڙ پينگهه. ڏاندي پکيءَ جو هڪ قسم.

**چيڪلي:** ث. ڇوڪرين جي ٻاراڻي راند (ٻه ڇوڪريون آمهون سامهون هڪ ٻئي جا هٿ جهلي ڦيري پائين ۽ ٻولَ چون).

**چيڪو:** ص. نرم (مٽيءَ جهڙو).

**چيڪي مٽي:** ث. لَسي ۽ ٻُوري مٽي (پاڻي پوڻ سان ترڪڻي ٿئي).

**چيلُ:** ذ. هڪ قسم جو جابلو وڻ.

**چيلاٽو:** ذ. جابُلو ڏيئو.

**چيلو:** ذ. شاگرد. مريد. پوئلڳ.

**چيلو:** ذ. ڦيٿو. ٻيل گاڏيءَ جي ڦيٿن جو ٺهيل پيچرو. چوُپڙ يا چلهر راند جو خانو.

**چيلهه:** ث. بدن جو هڪ حصو- ڪَمر.

**چيلهه ڀڄڻ:** شڪست ڏيڻ. هيٺو ڪرڻ.

**چيلهڪي:** ث. چيلهه ۾ ٻڌڻ جو هڪ ڳهه (چاندي يا سونَ جو پٽو).

**چَين:** ذ. آرام. عافيت. سک.

**چين:** ث (ف) گُهنج- وَرُ (مُنهن ۾).

**چين ٻَجين:** ذ. نراڙ ۾ گهنج (ڪاوڙ يا پشيماني مان).

**چين چين:** ث. پکين جو آواز. سَنهون آواز.

**چينگهارَڻُ:** م. چُونگارڻ. آواز ڪرڻ.

**چينو:** ذ. چينيءَ جهڙو اڇو رنگ. گهوڙي يا گڏهه جو هڪ قسم (اڇي ۽ ميرانجهڙي رنگ جو).

**چيني:** ث. چينيءَ جي اڇي مٽيءَ مان ٺهيل ٿانءُ.

**چيڻو:** ذ. اناج جو هڪ قسم. هڪ ناچَ جا ٻولَ.

**چَيو:** ذ. چوڻُ، ڦول، اَمُر- حڪم. گفتو.

**چيو چايو:** ذ. ڏوهه گناهه.

**چيوَٽ:** ث. ڪپڙي جي سنهي پَٽي- ريڙَ.

**چيهه:** ث. سيرَ- ود- زخم. ننڍي ڪڏ- ڇَري. پيڙهه جي ڪڏ.

**چيهو:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم. گاهه جو هڪ قسم.

**چيڱن، چيهء:** ث. چِڪيا. ڏاگهه. آڙاهه- مَڇُ.

# ڇ

**ڇ:** ث. سنڌي "الف- بي" جو سورهون اکر. اُچار "ڇي".

**ڇا:** ص. ڪُجاڙو- ڪوهه. ڪهڙو. ڪيترو.

**ڇابَ:** ث. آڏ وغيره جي وهڪري کي يا ڪناري جي ڪاڏ کي روڪڻ لاءِ ڪکن ڪانن ۽ ڪاٺين جي روڪ. ڊبڪي- پندي.

**ڇاتي:** ث. انسان جي بدن جو اڳ وارو پيٽ کان ڪٺڻ. مٿيون حصو- سينو- اُرهه. حوصلو- همت.

**ڇاتي لوڪڻ:** خاطري ڏيارڻ. هام هڻڻ. ذميداري کڻڻ.

**ڇاتي ڪُٽڻ:** ماتم ڪرڻ. پشيماني ۽ افسوس جو اظهار ڪرڻ. هاءِ گهوڙا ڪرڻ.

**ڇاتي ڪڍي هلڻ:** آڪڙ سان هلڻ. بيپرواهي سان هلڻ.

**ڇاٽَ:** ث. هوا جي زور سان وسندڙ سنهي بُونَد. ڇٽڪارَ.

**ڇاٽارَ:** ث. ڇٽڪار. برسات جو سنهون وسڪارو- بُوندَ بُوندَ.

**ڇاٽارَڻُ:** م. ڇٽڪار ڪرڻ. ڇٽڻ (ٻج).

**ڇاپَ:** ث. سڃاڻپ جو خاص نشان. مُهر- ٺپو.

**ڇاپاڪو. ڇَپاڪو:** ذ. چمڙيءَ جي هڪ بيماري- سِيتانگ. پکيءَ جو هڪ قسم (عموما رات جو اڏامي).

**ڇاپخانو:** ذ. ڇاپڻ جي مشين- پريس.

**ڇاپرو:** ذ. گهر جي در واري پاسي کان لاڳو واراندي طور پکن ٺوڻن جي ڪچي اڏاوت. ڇَپُر.

**ڇاپُرُو:** ص. ڇپر جو- ڇاٻلو.

**ڇاپرُو پيرَ:** ذ. جبل ۾ ٿيندڙ ننڍڙا ڳاڙها ٻيرَ.

**ڇاپَڻُ. ڇاپڻُ:** م. ڇاپي ۾ آڻڻ- شايع ڪرڻ (ڪتاب، اخبار وغيره). ڪپڙي تي پورَ سان ڇِٽَ ڪڍڻ.

**ڇاپو:** ذ. طباعت- ڇپائي. اشاعت. ڪپڙي ڇُرڻ جو ٺپو- پورُ. ڇِٽُ. سڃاڻپ جو خاص نشان. اوچتو حملو.

**ڇاپو هڻڻ:** اوچتي چڙهائي ڪرڻ (دشمن يا مجرم تي). رات جو بيخبريءَ ۾ حملو ڪرڻ.

**ڇاڄو:** ذ. ڇت جو وڌايل حصو. ڇَپَرُ.

**ڇاڄَ:** ث. لسي- ڏُڌ.

**ڇاڄَرَ:** ث. ٽانگهو پاڻي. ٽانگهي پاڻيءَ جي ڇَرَ.

**ڇاڄولَ:** ث. پاڻيءَ ۾ اُٿل پٿل. جهوڳَ- لُٻَ.

**ڇاڄولڻُ:** م. پاڻيءَ ۾ اُٿلائڻ پٿلائڻ (ڌوئڻ يا آگهارڻ لاءِ). اگهارڻ (ٿانءُ، ڪپڙو).

**ڇاڏوهَڙِ:** ص. بي لڇڻي- بدچال (عورت).

**ڇارِ:** ث. مِٽي- خاڪ. رکِ- ڦلهيار.

**ڇارِاوڳِرائِي:** ث. بدهضمي واري تيزابي اوڳرائي (جيڪا ڪِنَي ۽ بدبودار ٿئي).

**ڇارُ:** ذ. ڪڪڙ جي آري ڪرڻ واري جاءِ ۽ آرو.

**ڇارُ ڪرڻ:** ڪڪڙ جو آنن ڪِنِ ٿيڻ يا آنا نہ هجڻ جي حالت ۾ بہ آري تي ويهڻ.

**ڇارِي:** ث. رک- ڦلهيار. خاڪ- مٽي.

**ڇاڙَ. ڇاڙَهہ:** ث. ڦوتيءَ جي مٿان وڌل ڪپڙو (پوتي، اجرڪ) يا ان جي بدران ڏنل رقم. وڏيل ٿُڙَ جي پاسن کان نڪتل ڇوڏائون ٽڪر- ڇاڙهو. درياء يا سمنڊ مان ڦاٽي نڪتل وهڪرو- ڦاٽ. سمنڊ جي ڪارِي.

**ڇاڙِتو:** ص. ٻئي جي پاران نگراني ڪندڙ يا ڳالهائيندڙ. عيوضي. دلال.

**ڇاڙَپَ:** ث. سنهون ۽ ڊگهو لڪڻ- ڇَهو. ڪمان مان گز جو پاسيرو ڌڪ. طعنو.

**ڇاڙِڪِي:** ث. ڇٺن آڱرين جو ماپو.

**ڇاڪَ:** ث. مستي- مدهوشي. زور- طاقت.

**ڇاڪاڻِ:** ض. ڇالاءِ- ڇو. ڪنهن لاءِ.

**ڇاڳَرَ. ڇاڳُلَ:** ث. ٻڪريءَ جي کَل مان ٺهيل سانداري (جيڪا سفر ۾ پاڻي کڻڻ، يا سيٺاهہَ طور ڪم اچي)- کَلِي.

**ڇاڱو:** ص. اُهو ماڻهو جنهن جي هٿن يا پيرن ۾ ڇهہ ڇهہ آڱريون هجن.

**ڇالُ:** ذ. ٽَپ.

**ڇالِٺو:** ذ. ڇالو.

**ڇالو:** ذ. ڇُلٺو- ڦُلٺو. لِڦَ.

**چالي؛** ث. اکين جي هڪ بيماري (جنهن ۾ ڇپر جو اندريون پاسو سُڄي پوي). ڳچيءَ جي هڪ بيماري- مَلِي.

**چامڪَ؛** ث. چمڪ.

**چانبَ؛** ث. سنهون لڪڻ. سنهي ڪاٺي. چِينيو. ڍنگهري.

**چانبو؛** ذ. سُڪل ٽاري. ڍنگهر.

**چانٽَ؛** ث. چانگ- وَڍَ. ڪاٽ ڪُوٽ. تخفيف. چُونڊ.

**چانٽڻُ؛** م. چانگڻ (وڻ). چونڊي ٽار ڪرڻ. چُونڊڻ. مختصر ڪرڻ. وڍي ڪتري گهٽ ڪرڻ.

**چانڊَ؛** ث. اکين جو اشارو. اشارو.

**چاندو؛** ذ. حصو- ڀاڱو. خيرات جو ڀاڱو. ڦانڊي.

**چاندو پاڻي؛** ذ. ٿورو ڪاٿو (نيرن وانگر). معمولي خرچ پکو. خرچي. رشوت طور ڪجهه رقم.

**چانڍَ؛** ث. ڪَتر. چانگ (وڻ جي). چانٽَ.

**چانڍڻ؛** م. چانٽڻ.

**چانڍو؛** ص. ڦڙت- چُست.

**چانڊِي؛** ث. چانگ. تخفيف. هلڪائي. لاهياري کي سنگن جي صورت ۾ مليل اجورو- لاٿي.

**چانگَ؛** ث. وڻن جي ٽارين جي وَڍَ. ٽاري. ڪاٽڪُوٽَ. ٻڪرين يا رڍن جو ولر.

**چانگُ؛** ذ. ٽَپُ- ٻُل.

**چانگرا؛** ذ. ماٺا- انگل. نخرا.

**چانگرا ڪرڻ؛** نخرا ڪرڻ. نت نتاءُ ڪرڻ. بهانا ڪرڻ.

**چانگڻُ. چانگِڻُ؛** م. وڻ جون ٽاريون وڍڻ. ڪٽ ڪوٽ ڪرڻ. وڍي ٽُڪي گهٽ ڪرڻ.

**چانوَ. چانهءِ؛** ث. اُس ۾ بيٺل ڪنهن جسم (جاءِ، پٽ، ڇپر، وڻ وغيره) جو پاڇو- سايو. آجهو پناهه.

**چانولو؛** ذ. ٿوري چانوَ. معمولي اجهو.

**چانوان؛** ذ. رت جي ڪمي سبب مُنهن تي ڪارا دڙبَ.

**چانوڻي؛** ث. سپاهه جي رهڻ جو هنڌ- لشڪر گاهه.

**چانهون؛** ذ. چانهين- هنداڻو.

**چانئڻُ؛** م. چانوَ ڪرڻ- سايو ڪرڻ. چانئجي وڃڻ. غلبو حاصل ڪرڻ. اثرانداز ٿيڻ.

**چانئِين؛** ث. چانوان.

**چاڙِ؛** ث. ساموندي ڪاري- چاڙِ.

**چاڻُ؛** ذ. چاڻڻ بعد بچيل ذرا. ڇٽيل اٽي مان نڪتل بوسو. ڪپهه جا ذرا (جي پيڃڻ وقت اُڏامي پري پون).

**چاڻڻُ. چاڻِڻُ؛** م. پَروڻ يا ڪپڙي مان ڇاڻي صاف ڪرڻ. ڇاڻي صاف ڪرڻ (اناج وغيره). ڏوٽڻ (وڻ). ڪوهڻُ (ڪنب). ڏوڻ سان ڪيرائڻ (ميوو).

**چاڻڻ ٻُهارڻ؛** رلڻ پنڻ. مسڪيني حال ۾ اچي پيٽ قوت لاءِ دربدر ٿيڻ.

**چاڻو؛** ذ. وٽن مان پڻ چٽڻ جي حالت. مادي جانور کي لڳ جي خواهش.

**چاڻِي؛** ث. چاڻڻ جو ٿانءُ- پَرُوڻ. اناج وغيره چاڻڻ لاءِ وڏو پَرُوڻ.

**چاڻِي؛** ث. رک- ڪيري. ڦلهار- چار. خاڪ- ڌوڙ.

**چاڻِي پائڻ؛** ڌوڙ پائڻ (مٿي ۽ مُنهن ۾). خراب ڪم ڪرڻ.

**چاپا؛** ث (ف. سايه) چانءِ- سايو. پاڇو.

**چَبَ؛** ث (هندي) سونهن. سينگار.

**چَبِ چَبِ؛** ث. پاڻيءَ ۾ هلڻ يا ٽاٽوڙا هڻڻ جو آواز.

**چَبِرَ؛** ث. گاهه جو هڪ قسم.

**چَبِرائو؛** ص. چبر وارو (ميدان، پَٽ). گهڻي چبر واري ايراضي.

**ڇَپڪو:** ذ. پاڻيءَ ۾ ڪرڻ يا هلڻ جو آواز.

**ڇَپلو:** ص. خلاصو- ويڪرو (پهراڻ، جُتي).

**ڇَپو:** ذ. ڪجيءَ جي ڦرهن مان ٺهيل ٽوڪرو.

**ڇَپي:** ث. ننڍو ڇپو. دَٻڪي- پنڊي.

**ڇِپي:** ث. اوچتي ڇِڪَ- سٽَ (لغام، رسي کي).

**ڇِپي اچڻ:** ڇڪَ اچڻ. احساس ٿيڻ.

**ڇَپيلو:** ص. سهڻو. هارسينگار ڪيل. البيلو.

**ڇَت:** ث. ٻگهي ڪاٺيءَ ۾ لڳل ڪُنڍيءَ وارو سُوئو (مڇيءَ جي شڪار لاءِ).

**ڇِت، ڇَت:** ث. جاءِ يا گهر جو ڍَڪُ- ڪُڏ.

**ڇَتا:** ذ. زالن يا ٻارن جي مٿي جا ننڍڙا ۽ اُڀا وارَ- جُنڊا.

**ڇِتائي:** ث. ڪُتي يا ماڻهوءَ جي هڪ بيماري. چريائي.

**ڇِتَر:** ذ. تڏي جو ڇِنل ٽُڪر. تڏو- پڙڇ. پُراڻي جُتي.

**ڇِترائي:** ث. ڪيچل- حرڪت (ٻارن جي).

**ڇِترو:** ص. حرڪتي- شرير (ٻار). ويڙهاڪ. (ث. ڇِتري).

**ڇِتري:** ث. تڏي جو ڇنل ٽڪر. ڇنل تڏو.

**ڇَتڙا:** ذ. ننڍڙا وارَ- جُنڊڙا.

**ڇَتڙن جي ياري:** ث. ننڍپڻ جي دوستي.

**ڇِتڪُتائي:** ث. ڇِتي ڪُتي واري حالت. ڏڙهيون ۽ جَهتَ. پَٽ ڪوهه- آنڌ مانڌ. ڪم جي گهٽائي سبب بيزاري. هڻ وٺ- ٽڙتڪڙ.

**ڇِتو:** ص. 'ڇِتائي' جي بيماري ۾ ورتل (ماڻهو، ڪُتو). ڇڪ هڻندڙ (جانور). مسَت- هُڙڪيو. (ث. ڇِتي).

**ڇِتو ٿيڻ:** ڇِتي ڪتي وانگر ڇڪ هڻڻ. چريو ٿيڻ. ڪاوڙجڻ.

**ڇَتَ:** ث. پاڻيءَ جو ڇندو- ڇٽڪار. مينهَن جي بُوند. بنيءَ ۾ داڻو داڻو ڪري ٻج ڇٽڻ جي حالت. بانس- ڏپ- بدبُوءِ.

**ڇَٽَ ڪاهہ:** ث. پوک جو هڪ نمونو (ٻج ڇٽي مٿان هر ڏيڻ).

**ڇَٽُ:** ذ (سن. ڇٽر) بادشاهن يا درويشن جي مٿان سايہ لاءِ وڏي ڇَٽي. تاجُ- ڪلنگي. موڙُ (پکيءَ جو). هُرلي يا نار جو مٿيون چڪر. وڻ جون زمين ۾ ڇٽيل طرفن پکڙيل پاڙون. مانارو (ڏنبيو جو). ڇهن سالن جي عمر وارو اُٺ.

**ڇَٽُ جهلڻ:** سرَ تي تاج ڍڪجڻ. ذميداري مٿان پوڻ.

**ڇَٽانگ:** ذ. پنجن تولن جو وزن- آنو.

**ڇُٽائڻ:** م. ڇڏائڻ- آزاد ڪرائڻ. علاج سان چاق ڪرڻ.

**ڇِٽڙو:** ص. پٽڙو- ڇدڙو. (ث. ڇِٽڙي).

**ڇَٽڪار:** ث. ڇِٽڪارَ. هَلڪو مينهَن.

**ڇَٽڪارڻ:** م. ڇَٽڻُ- ٻُرڪڻ. ڇٽڪارڻ.

**ڇُٽڪڻ:** م. ڪُلڻ (ڳالهين ۾). پوڻ (روئڻ ۾). شروع ٿيڻ (پند ۾).

**ڇَٽڻ، ڇَٽڻُ:** ڇَٽَ ڪرڻ (ٻج. داڻو داڻو ڪري اُڇلڻ). ڇٽڪار ڪرڻ.

**ڇُٽڻ:** م. ڇُڙڻ- ڪلڻ (بندش مان). آزاد ٿيڻ (قيد، الزام مان). آجو ٿيڻ (ڪم، ذميداري مان). شفاياب ٿيڻ (مرض مان). هلڻ (ريل گاڏي)- رواني ٿيڻ. شروع ٿيڻ (ڳالهين، پند ۾). هلڻ (بندوق). ڇُڙڻ.

**ڇُٽي وڃڻ:** آزاد ٿيڻ (سزا يا ڏوهہ مان). بند خلاص ٿيڻ. جند ڇٽڻ (ڪم يا ذميداري مان).

**ڇَٽو:** ذ. مانارو (ماڪي، ڏينبين جو). واءُ جو سخت جهوٽو. تکو واهہ. چلرُ (مڇيءَ جو). بيٺل پاڻيءَ تي سينوَر جو تهہ.

**ڇڻو:** ص. پَتڙو. ڇدو. جدا- الگ. (ث. ڇڻي).

**ڇَٽي:** ث. اُس يا مِينهَن کان بچاءَ لاءِ ڪپڙي، ڪاٺ وغيره مان ٺهيل ڍَڪُ. کير جي مٿان سٽيپ جو تهُ- مَلائي. چوٽي (پکيءَ جي).

**ڇُٽي:** ث. موڪل. واندڪائي- فرصت. اجازت.

**ڇَٽيهَہ:** ص. ڳاڻيٽي جو هڪ عدد (٣٦).

**ڇَٽيهَہ لکڻو:** ص. ڇٽيهن لڇڻن وارو. گهڻين خوبين وارو- ڀَهڳُڻ. سلڇڻو. سياڻو- سدورو.

**ڇَٺ:** ث (سن. شَشٺ) ڇهہ (ڏينهن، مهينا). چنڊ جي ڇهين تاريخ.

**ڇَٺ ڇَماهي:** ظ. ڪڏهن ڪڏهن- بعضي- ورلي.

**ڇَٺي:** ث. ٻار ڄمڻ جي ڇهين رات هڪ رسم (جنهن ۾ سوَن سان ڪن ۽ ٻار جو نالو پڻ رکن).

**ڇَٺيءَ جو ڇورو:** محاورو. ڄائي ڄم کان يتيم. ننڍپڻ کان ڏکن سُورن ۾.

**ڇَپ:** ذ. لِڪي ماٺ ڪري ويهڻ جي حالت- جُڪَ. شڪار ڪرڻ وقت شڪاريءَ جي لِڪَ ۽ ماٺ.

**ڇَپ مارڻ:** جُڪَ هڻڻ. ماٺ ڪري لڪي ويهڻ.

**ڇپَ:** ث. جبل جو وڏو پٿر. ڳرو بارُ.

**ڇپَ پوڻ:** ڳرو بار پوڻ. مصيبت نازل ٿيڻ.

**ڇَپاڪو:** ذ. ڇاپاڪو.

**ڇَپائڻُ:** م. طبع ڪرائڻ- شايع ڪرائڻ.

**ڇَپائي:** ث. ڇاپو- طباعت.

**ڇپائڻُ، ڇُپائڻ:** م. لڪائڻ- ڳجهو رکڻ. ڍَڪڻ.

**ڇپجَڻُ:** م. طبع ٿيڻ پڌرو ٿيڻ- شايع ٿيڻ.

**ڇَپَرُ:** ذ. سَرن، ڪِپَ وغيره گاه جي ٻنڌ سان خاص قسم جو مَنهُن. مَنهن- ڇَنو. ڍَڪُ- ڇانءَ. اک جو مٿيون پردو. جبل- ڏونگر. ڪوهستان.

**ڇَپر ٻڌڻ:** ڇَپر ٺاهڻ.

**ڇَپر ڪرڻ:** گم ڪرڻ- لڪائڻ.

**ڇَپَرُ ڪڻڻ:** ڇپر وارو ڳرو منهن کڻڻ. ڳرو بار کڻڻ. وڏي ذميداري جو قبول ڪرڻ.

**ڇَپَر کَٽَ:** ث. هڪ قسم جي وڏي اوچي کٽ (جنهن جي مٿان مَهارِي وجهڻ لاءِ ڇت ٺهيل هجي).

**ڇَپرو:** ذ. ٺوڻين ٿنين سان ٻڌل ڇت. پڙڇ وغيره سان اڏيل ڇت- ڍَڪُ.

**ڇَپَنو:** ذ. ڇَپَن (چاونجاه) وارو. سنڌ ۾ سنبت ١٩٥٦ ۾ پيل ڏڪار.

**ڇَپَڻُ:** م. ڇاپڻ- طبع ڪرڻ. لِڪڻ- جُڪَ هڻڻ.

**ڇُپَڻُ:** م. لِڪڻ. ڪنهن پليت شيءِ سان لڳي ناپاڪ ٿيڻ.

**ڇَڇُ:** ذ. اَن چنڊڻ ۽ واٽڻ لاءِ ڪانن مان ٺهيل سُپُ.

**ڇڇَڻُ:** م. ٺُٽڻ (ڏاڳو، نوڙي وغيره). تار ٿيڻ- جدا ٿيڻ. لهڻ (پاڻي). ٽڪجڻ (پورهيي يا پنڌ ۾).

**ڇَڇَهري:** ث. دروازي يا دريءَ جي مٿان ننڍڙي ڇت (اُس ۽ مينهن کان بچاءَ لاءِ). ماڙيءَ جي دري اڳيان وڌايل ڇت- گئلري.

**ڇَڇُ:** ذ. هيناهين زمين ۾ بيٺل پاڻي- ٽانگهي ڍنڍ. درياءَ ۾ ٽانگهي ڍنڍ.

**ڇُڇُ:** ص. بيوقوف. ٻُوڪ. چريو.

**ڇِڇائڻُ:** م. ڪراهت اَچڻ (ڪاڏي ۾).

**ڇَڇَرُ:** ص. ٿيڪو (جسم). وڏو ۽ لڙڪيل (پيٽ).

**ڇِڇڙُ:** ذ. گوشت جو لِڳلِڳڙو حصو- لِبو- ڇيڇڙو.

**ڇُڇڪارَ:** ث. چوپائي مال کي پاڻي پيڻ تي آماده ڪرڻ لاءِ خاص آواز.

**ڇَڇڪو:** ذ. پاڻي ڇُلڪڻ جو آواز- ڇاڇولَ. زوردار وسڪاري جو آواز. لاڳيتن ڇولين جو آواز.

**ڇَڇُوندرُ:** ذ. هڪ قسم جو بدبودار ڪُوئو.

**ڇڇي:** ث. ڪِڪِي (مڇي). بدبوءِ (مڇيءَ جي). ٻار جو ڪاڪوس يا پيشاب.

**ڇڏائڻُ:** م. آزاد ڪرائڻ (بند مان). آجو ڪرائڻ. جُدا ڪرائڻ (ڳنڍيل کي). الڳ ڪرڻ.

**ڇڏ ڇُوٽ:** ث. قيمت ۾ ڪجھ ڪمي. رعايت.

**ڇڏڻُ، ڇڏِڻُ:** م. آزاد ڪرڻ- رِهائي ڏيڻ (بند مان). آجو ڪرڻ. ترڪ ڪرڻ (عادت). درگذر ڪرڻ. معاف ڪرڻ. ڇُوٽ (مُلھ ۾)- رعايت ڪرڻ. استعيفيٰ يا طلاق ڏيڻ. تياڳڻ (مُلڪ).

**ڇڊائي:** ث. پاڻيءَ جهڙي پتڙائُ. پريرائي- ڏُوري.

**ڇڊو:** ص. پَتِرو (پاڻيءَ جهڙو). جدا- الڳ. پري- وٿيرڪو. (ث. ڇڊي).

**ڇڊو پاڊو:** ص. ٿوري انداز ۾- ايڪڙ ٻيڪڙ. پري پري. ڪٿي ڪٿي.

**ڇَرَ:** ث. پاڻيءَ جي چاڙھ واري سنوت. ليٽَ- اُٿلِ. هيٺاهين زمين وارو ٽانگهو پاڻي. (ظ) تيز- تکو (پچڻ ۾)- ڪَس.

**ڇُرَ:** ث. 'پورَ' سان ڪپڙي تي ڇاپي هڻڻ جو عمل. ڪپڙي تي ڇُريل ڇِٽَ.

**ڇُراڙِي:** ث. ڪُليل رقم- ريزگاري- ريجو. (ص) ڪُليل- ڇُٽل (پئسا).

**ڇُرائڻُ:** م. ڪپڙي تي 'پورَ' سان ڇِٽَ ڪڍائڻ.

**ڇِرڙو:** ص. ڇوٽڪو- ريزڪي (ڪم). رولُو- بيواهو.

**ڇرڪ:** ث. هوا جو ٿورو جهُوٽو

**ڇرڪُ:** ذ. اوچتو ڊپ "ٽاهُ. هراس. اوچتو خيال."

**ڇرڪُ پوڻ:** اوچتي ڊپ سبب گهبراهٽ ٿيڻ. خوف ڪان جانورن يا پکين ۾ ٽاھ پوڻ.

**ڇرڪائڻُ:** م. اوچتو ڊپ وجهڻ- ٽاهڻ.

**ڇرڪڻُ:** م. اوچتي ڊپ جي احساس ڪان ڏڪي وڃڻ- ڇرڪ پرڻ. ڊپ مان ٽاھ کائڻ.

**ڇُرَڻُ:** م. ڪپڙي تي 'پورَ' سان ڇِٽَ ڪڍڻ.

**ڇُرو:** ذ. وڏي ڪاتي- ڪاتُ.

**ڇُري:** ث. ڪاتي.

**ڇڙَ:** ث. ڏِگهي ڪاٺي (بانس وغيره جي، ڇپر اڏڻ ۾ ڪم اچي)، ڪجيءَ جي ٽاري. سارين تان ٿُهہ ۽ ڇَنو لهرائڻ جو عمل.

**ڇڙَڇَنڊَ:** ث. اَنَ جي ڇڙائي ۽ صفائي. جانچ جونچ.

**ڇڙائِڻُ:** ص. چانورن تان ٿُهَہ ۽ ڇُنو لهرائڻ. اَنُ صاف ڪرائڻ.

**ڇڙَپ، ڇڙِپي:** ث. ڪاوڙ مان تنبيھ- دڙڪو. تڙي.

**ڇڙِبڻُ:** م. ڪاوڙ مان تنبيھ ڪرڻ. تڙي چاڙهڻ. دڙڪو. دهمان ڪرڻ.

**ڇڙَت:** ص. آجو. چُست- ڦڙت.

**ڇڙَت جواب:** ذ. نہ ڦهہ جواب- تڙي ڪڙي انڪار.

**ڇڙ ڇڙگابا:** محاورو. پنهنجي منهن- خودخيال. ڇڙوڇڙ.

**ڇڙَڇوت:** ث. ڪم جي اُڪلاءَ ۾ چُستي. تيزي ۽ جلدائي.

**ڇڙِڪَ:** ث. پکين ڦاسائڻ لاءِ ڪوڙڪي وانگر دام.

**ڇُڙڪُ:** ص. ڪڙو تڙو- چُست ۽ ڦُڙت. جلد باز. ڪُليل- ڇُٽل.

**ڇُڙڪڻُ:** م. اُلڙڻ- اُکڙڻ (سَنڌ). ڌَڪ سبب عضوا نِستا ٿيڻ.

**ڇڙ مُوڙِي:** ص. ڇڙوڇڙ- ٽڙيل پکڙيل. ڌار ڌار.

**ڇڙَڻُ، ڇڙِڻُ:** م. سارين تان ٿُهہ ۽ ڇُنو لاهڻ.

**ڇڙَڻُ:** م. ميرجڻ. ڇڙڻ- ڪاوڙجڻ.

**ڇُڙَڻُ:** م. آزاد ٿيڻ (رسي وغيره جي ڳنڍ مان). کُلڻ (ڳنڍ، هڙ وغيره). ڇُٽڻ (بندوق). جاري ٿيڻ (پاڻيءَ

جو وهڪرو).

**چڙٺي پاند**: ظ. روءِ سُوءِ- خود مختار.

**چڙو**: ص. هڪڙو. اڪيلو. وانڍو- ڪنوارو. فقط- رڳو. (ث. چڙي).

**چڙو چانڊ**: ص. هڪڙو اڪيلو (فرد). اڻ پرڻيل. ٻارن ٻچن کان سواءِ. (ث. چڙي چانڊ).

**چڙو چڙمل**: ص. اڻ پرڻيل. وانڍو. (ث. چڙي چڙمل).

**چڙواڳ**: ص. واڳ کان سواءِ (گهوڙو، وهٽ). پنهنجي روءِ سُوءِ. ڪنهن به پابندي کان آزاد. ذميداريءَ کان آجو.

**چڙواڳي**: ث. پابندي کان آزادي. خودمختاري. بي راه رَوِي.

**چڙ وچڙ**: ظ. ٽڙيل پکڙيل. ڏار ڏار.

**چڙه**: ث. چڙ.

**چڙهي**: ث. جانور جي پوڇين لت. چڙي. ڪچيءَ جي ٽارِي.

**چڙهيون هڻڻ**: ڪرڙيون هڻڻ. غشيءَ ۾ ٽنگون ڪرڻ ۽ پير هڻڻ. تڪليف واريون ڪوششون ڪرڻ. اجايون ڪوششون ڪرڻ.

**چڙِي**: ث. لڪڻ. سنهون تلهڙ. ٽاري- لام. ڪچيءَ جي ٽاري. لتَ- چڙهي.

**چڙيون هڻڻ**: لتون هڻڻ. جند ڇڏائڻ لاءِ ٽڪڻ. هٿ پير هڻڻ. ڪوشش ڪرڻ.

**چڙيو**: ص. ڪُليو. آزاد. ڇوٽ (ريجو). وهندڙ (پاڻي).

**چڙيو ڳالهائڻ**: ڇوٽ ڳالهائڻ. گستاخيءَ سان ڳالهائڻ. اڻنگو ڳالهائڻ. بنان روڪ ٽوڪ جي ڳالهائڻ.

**چسو**: ص. بيوقوف- نادان. (ث. چِسي).

**چڪ**: ث. وَسڻ- آبادي. ايراضي- جوءِ. تر-

پسگردائي. تاس ۾ ڇهن داڻن وارو پٽو.

**چڪَ**: ث. ڪشش- تاڻ. تانگهه- اُڪيرَ. طالب- ضرورت. نيج.

**چڪَ چڪان**: ث. تاڻو تاڻ. ڪشمڪش. گِهل گينداڙ.

**چڪائڻ**: م. تاڻائڻ. گهُرڻ (سڪ). گهلائڻ (ڪورٽ ۾). طلب ڪرڻ (حق). وٺڻ (پاڻي يا بجلي جو ڪنيڪشن).

**چڪَ تاڻَ**: ث. چڪ چڪان- گهِل گينداڙ. تقاضا- طلب. رڳڙو- معاملو. ڪشمڪش.

**چڪَ پڳن**: ذ. ڏاري راند جو ڇڪو (ڇهه داڻا) ۽ پَڳن (هڪ داڻو). چوپڙ راند جي اها حالت جنهن ۾ ڇڪي جي داءَ سان هلي سگهي پر داءَ سان راند ختم ٿي وڃي. (راند جو) آخري داءُ. پڇاڙي (ڪم جي). پويان پساه (ڪنهن معاملي جا). پڇاڙيءَ وارو وقت.

**چڪجڻ**: م. تاڻجڻ- ڪشجڻ. اينگهجڻ. گهلجڻ (ڪورٽ ۾).

**چڪڙو**: ذ. بيل گاڏيءَ جو هڪ قسم (جنهن ڦيٿن سان، مٿان ۽ پاسن کان بند. سواريءَ لاءِ ڪم اچي). ريل جو ننڍو گاڏو. ڪابه پڳل ٽنل گاڏي. آڏين ڦڏين ڪاٺين مان ٺهيل بينچ.

**چڪَڻ**: ص. موهت- عاشق. بي انتها چاهيندڙ.

**چڪندو**: ص. ڇهن ڪندن وارو.

**چڪڻ، چڪڻ**: م. چڪَ ڏيڻ- زور سان پاڻ ڏانهن آڻڻ. تاڻڻ- ڪشڻ. گهلڻ. گهُرڻ (سڳ). طلبڻ (حق). ديگهه ڏيڻ- اينگهائڻ. پيئڻ (بيڙي، چلم).

**چِڪو**: ذ. ڏارو (جنهن ۾ ڇهه پاسا ٿين. چوپڙ وغيره راند لاءِ). ڪٽو (رمل جي فال ۾ ڪم اچي). ڇهن جو تعداد.

**چِڪو**: ذ. نوڙين مان ٺهيل گول سِينهوڙي (جيڪا ٽن يا

چٺن نوڙين ۾ لٽڪائي ٻڌجي، جئن اُن ۾ رکيل کاڌي واري شيءِ تائين جانور پهچي نہ سگهي). نوڙين مان ٺهيل ڄاري وارو ٻُوتاڙو (اَن ڳاهڻ وقت ڏڳن جي ٻُوٿ تي چاڙهجي).

**چيڪي تي رکڻ:** ٺلهي وڏائي ڏيکارڻ- سيٽَ ڪرڻ.

**چَڪِي:** ث. تاس ۾ ڇهن داڻن وارو پتو.

**چِڪِي:** ث. چِڪَ- تاڻِ. سُٽَ- چِڀِي. ٻُري بار ڪڍڻ يا ٽپ ڏيڻ سان ڇيلهہ ۾ پيل سُور. ملهہ جو هڪ داءُ.

**چُڳو:** ذ. هڪ ٿي ٽاريءَ ۾ ميوي جو گهڻو تعداد. انگورن يا ٻاک جو مُڇو. ٽارين يا گلن جو جُهڳٽو. موڙُ- ڇَٽُ.

**چُڳيرُ:** ص. جنهن جي پڳَ ۾ موڙ ٻڌل هجي (سردار يا اڳواڻ جي نشاني). سردار- اڳواڻ. پهلوان.

**چَلَ:** ث. ٽِڪَر جي ڪُنجِي. مٽَ مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ ٺِهِيَ جو ٿانءُ. لشڪر- سِپاهہ.

**چَلُ:** ذ. فريب- دوکو. مَڪر- ڍوُنگ. ڪَپَٽُ.

**چِلَ:** ث. چلڻ جو عمل. چِلڻ سان لٿل ڪَلوُن. چوڏِيَ (ٻُہر يا ڏاڙهون جي). ڪاٺيءَ جي سَنوَت ۽ سِڌائيءَ لاءِ رَندي سان وَڍَ.

**چِلُ:** ذ. ڪَلَ. چوڏو. ٿورو ذرو، هلڪو زيور (ڪَلَ جهڙو)- معمولي ٻُهہ.

**چِلُ پَٽُ:** ذ. ٻُهہ ٻُٺو. سَنهِي ٿُلهي شيءِ (وهانءَ لاءِ ضرورت جون شيون، جئن تہ زيور ۽ ڪپڙو لٽو).

**چُلَ:** ث. هلٽي- پنڌ. جُنبش. ٽپ- اُچَلَ.

**چُلوں ڪرڻ:** ٽپ ڏيڻ. اُچلون ڏيڻ. خوشيءَ مان ٽينگ ٽپا ڏيڻ.

**چَلانگَ:** ث. ڇالُ- ٽپ- ٻِڌَ.

**چِلائِڻُ:** م. رندي يا ڪهاڙي سان ڪاٺيءَ جا چوڏا لهرائي سِڌو ڪرائڻ- ترائِڻ. ڪَل لهرائڻ.

**چُلائِڻُ:** م. هلائڻ- پنڌ ڪرائڻ. رُلائڻ.

**چِلٽو:** ذ. چوڏي جو ذرو. چِلُر (مڇيءَ جو).

**چِلَرُ، چِلُرُ:** ذ. مڇيءَ جو ٻاهريون چِلٽو. ڪَل جو ذرو. مانيءَ جي ڪَلَ جو ذرو. هَلڪو ٻُهہُ- چِلُ.

**چُلڪائِڻُ:** م. ڇاڇولڻ- لوڏڻ (ڀريل ٿانءَ کي).

**چُلڪَڻُ:** م. ڪَنا تار ڀريل ٿانءُ مان لوڏي سان پاڻي هارجڻ- ڪِنارن تان اُٿلڻ (پاڻيٺ).

**چُلڪو:** ذ. ڀريل ٿانءَ کي لوڏو. چُلڪڻ جو آواز.

**چُلنگِي:** ث. ٽن چئن ماڻهن جي ٽولي. ٿورن ماڻهن جو ٽولو.

**چِلڻُ:** م. ڪَل لاهڻ (ميوي، ٻڪر وغيره جي). ڪرڙي صاف ڪرڻ. چوڏا لاهڻ (ڪاٺ تان). چِلرَ لاهڻ. ڪَلون لاهڻ (ٻج تان). ڪاٺيءَ کي رندي يا ڪهاڙي سان تَرڻ. گهَڙڻ (قلم، پينسل). رهڙڻ (بدن).

**چُلڻُ:** م. چُلڪڻ (ڀريل ٿانءَ). ڪنارن تان اُٿلڻ (پاڻي). ڪُڇڻ- ڳالهائڻ. راز ظاهر ڪرڻ. هلڻ- پنڌ ۾ پوڻ. ٽولاڪا ڪائڻ.

**چُلٽو:** ذ. ڦُلٽو (گرمي يا گاٺ جي ڪري). سڙڻ ڪري چمڙيءَ تي ٿيل ڦوڦيندو.

**چَلو:** ذ. آڳُر ۾ پاڻڻ جو هڪ ٻُهہ. هڪ قسم جو لوڪ گيت. هڪ جاندار.

**چَلو مُندِي:** ذ. ٻُهہ ٻُٺو- چِلُ پَٽُ.

**چِلو:** ذ (ف. چِلَه) چِلو. وِيم يا ماتا جي حالت ۾ مريض جي ٻين ماڻهن سان ملڻ کان پرهيز. چِلو پچائڻ، چلو ڪڍڻ. لاڳاپا لاهي هڪ هنڌ ويهي رهڻ. ڪم يا مقصد جي تڪميل لاءِ سخت محنت ڪرڻ.

**چَلوَرُ:** ص. جنهن جا وارَ چِلاوان هجن- گهنډيدار وارن وارو. سهڻو.

**چَلِي:** ث. ڦيش مان ٺهيل ويڪري منهن واري

ٽوڪري- چَبي. مڇيءَ جو هڪ قسم.
**چَمُ:** ذ (ف. چَشم) اک.
**چَماسِي، چَماهي:** ث. ڇهہ مهينا- ششماهي.
**چَمائِڻُ:** م. اُجهائڻ- وِسائڻ. ٺارڻ (باهہ).
**چَم چَم، چِمِ چِمِ:** ث. گهنگهرن جو آواز. ڇيرَ جو آواز.
**چَمَرُ:** ذ. جهــــڙُ. اڇا ڪڪر (جي مينهن نہ وسائين)- اُبون.
**چَمَڪَ:** ث. سنهي ٽاري. سَنهون لڪڻ- ڇهو.
**چِمڪارُ، چِمڪاٽُ:** ذ. گهنگهرن جو چمڪو.
**چِمڪڻُ:** م. وڄڻ (گهنگهرا، ڇير).
**چَمڪٽو:** ذ. هڪ قسم جو رانديڪو- جهنجهٽو.
**چمڪِڙِي:** ث. امـــلداس جي سُڪـــل ڦـــرِي (پسارڪو وکر).
**چمڪو:** ذ. واڄو (گهنگهرن جو). ڇيرَ جو آواز.
**چَنِ:** ث. ٽُوٽين تي اڏيل ڪکائين ڇت (پاسن کان پَتر وغيره نہ هجي)- ڇَپَرُ. وڏو چَنو. هيٺاهين زمين (جتي پاڻي سُڪڻ بعد گاهہ ٻُوٽا اُڀرن). سِم وغيره جي پاڻي بيٺل هيٺاهين زمين. ٽانگهي ڏيڻ ۽ وٺڪار واري جُوءِ.
**چِنَ:** ث. اک ڇنب- ڪِن- پَلڪ- لحظو.
**چِنُ:** ذ. ڀڳ ٽوٽُ. نقصان. هڪ بيماري (جنهن ۾ نَرو لهي پوي).
**چِنالَ:** ث. ڇڙواڳ ۽ بدچال عورت.
**چِنائڻُ:** م. توڙائڻ (رسي، ڌاڳو). جدا ڪرائڻ. ختم ڪرائڻ (تعلقات).
**چِنبَ:** ث. اکين جي ٻُور پَٽ. پٽ ڪي پهريون پيرو گاري جي لِڦ (پوءِ مٿان راڳي جو پيو سنو هٽ لڳي). ٽارين مان پَنن جي روڙَ.
**چِنبِرُ، چِنبِڻ:** ذ. اک جو پلڪ. اک جي پلڪ جا وار- پنجهُرَ- پنبڻُ.
**چِنَ پَٽَ:** ث. چنڻ پـــٽڻ جو عمل. اُبهرائي، بيقراري.
**چَنچِرُ:** ذ. هڪ ڏينهن جو نالو. زُحل گرهہ (جيڪو نحس سمجهيو وڃي ٿو).
**چَنچِرِي:** ث. چنچر گرهہ جي نحوست. نياڳ.
**چنچري لاهڻ:** سخت سزا ڏيئي سڌارڻ. ڏاڍي مارَ ڏيئي سڌو ڪرڻ.
**چَندُ:** ذ. پوتر منتر. ويدن جو منتر. علم عروض. بحر (عروض جو)، مڪر. ڍونگ. دَٽُ. ڦند. چار (شڪار لاءِ).
**چَند باز:** ص. فريبي- ڍونگي. دوکيباز.
**چَند پکيڙڻ:** مڪر ڪرڻ- ڍونگ ڪرڻ. چار پکيڙڻ.
**چَند وديا:** ث. هندي دوهن جي شاعري جا اصول.
**چَندَبَ:** ث. مٽيءَ هاٿي شيءِ کي هوا ۾ اُڇل سان صفا ڪرڻ جو عمل. صفائي. ڪپڙي سان صفائي. تنبيهہ. جُٺ. مينهن جي سنهي ٻوند. ڇٽڪار. اُلٽي- قي.
**چَندب چاڙَ:** ث. چندب ڦوڪ. صفائي. مسئلي يا معاملي بابت تڪ تور- تحقيق. ڪاٽ ڪُوٽ.
**چَندبَ ڦوڪ:** ث. بهاري سُهاري. آرايش- ناهہ ٺوهہ.
**چَندب ڪڍڻ:** جٺ ڦٽ ڪرڻ. تنبيهہ ڪرڻ. دڙڪو دهمان ڪرڻ.
**چَندبون پوڻ:** برسات جا وسڪارا ٿيڻ. هلڪو مينهن پوڻ. ڦُڙيون وسڻ.
**چَندبجَڻُ:** م. صفا ٿيڻ. گهٽجڻ. هلڪو ٿيڻ (بار).
**چَندبڪارَ:** ث. برسات جي سنهي ٻُوند.
**چَندبڪو:** ذ. چندبڻ لاءِ ڏنل اُڇل.
**چَندبڪو ڏيڻ:** مٽي وغيره صاف ڪرڻ لاءِ اُڇل ڏيڻ. ڇڄ ۾ وجهي اُڇل ڏيڻ (اَن).

**چَندَڻُ، چَندِڻُ:** م. هوا ۾ اُڇل ڏيئي صاف ڪرڻ (ڪپڙو وغيره). ڪپڙو هٽي مٿي وغيره لاهڻ. صاف ڪرڻ. ڇج ۾ اُڇل ڏيئي مٿي ۽ ڪٽا ڪڍڻ (انَ مان). ڇانگڻ (وڻ). ڪاٽ ڪوٽ ڪرڻ. گهٽ ڪرڻ (تولهه). جهڪو ڪرڻ (بار).

**چندي ڇڏڻ:** هلڪو ڪرڻ. جهڪو ڪرڻ. اُجلي ڇڏڻ. صفا جواب ڏيڻ. بلڪل انڪار ڪرڻ.

**چَندَڻِ:** ث. وڌيل پاڻي نيڪال ڪرڻ لاءِ واهه- وڏي واهه مان نڪتل نالي.

**چَندِلِي:** ث. ڪانيءَ ۾ ٻڌل ڪپڙي ٽڪر (جنهن سان مٿي پيل شين کي چندي صاف ڪجي).

**چندو:** ذ. ڦڙو- ٻُوند. ٿوري برسات. پاڻيءَ جي لَپَ سان سَوَڻ طور هنيل ڇندا.

**چندا وجهڻ:** تهمت مڙهڻ- الزام ڏرڻ. ملوث ڪرڻ.

**چَندو ڦيٿو:** ذ. دعا ۽ دوا. حيلو وسيلو. جهاڙ جهپاڙ.

**چَندو وجهڻ:** پاڻي وجهي ٺارڻ. بيماريءَ مان اُٿڻ تي مٿي تي پاڻي وجهڻ (وهنجڻ). آٿت ڏيڻ. ڏک، نا اميدي ۽ ڪاوڙ جي حالت ۾ دلداري ڏيڻ. وسائڻ (باهه). ٺارڻ (جهيڙو).

**چِنَ ڦاڙ:** ث. چِنڻ ۽ ڦاڙڻ جو عمل. پَٽ ڪوهه. بيقراري- آنڊ مانڊ.

**چِنڪار، چِنڪار:** ث. زمين تي پاڻيءَ جي چِنڪارَ (مٽيءَ اُڏامڻ کان روڪ ۽ ٿڌڪارَ لاءِ).

**چِنَڻُ:** م. ٽوڙڻ. جدا ڪرڻ. ڇڏڻ (تعلق). پٽڻ (گل، ڳاري، ميوو وغيره). ڪوهڻ (وار)- ڪُونڊڻ. نبيرڻ (معاملو، تڪرار).

**چنو:** ذ. ڪڪائين ڇت ۽ پکن ٽوڻن سان اڏيل ڇپر. مَنهن. ڪاج ۾ مهمانن لاءِ اڏيل ڇپر وغيره.

**چِٽات، چِٽڪاٽ:** ذ. سِڪَن يا ٽانون جو واجو.

**چِڻ چِڻ، چِڻ چِڻ:** ث. گهنگهرن، ريبن جو وغيره جو واجو.

**چِٽڪارَ:** ث. چِنڪارَ.

**چِٽڪَڻُ:** م. چِٽڪارَ ڪرڻ. ٻُرڪڻ (لوڻ، مصالحو وغيره). وجڻ- ٻُرڻ (سِڪا، ٽانو).

**چِٽڪڻو:** ذ. چِمڪڻو.

**چِٽَڻُ:** م. چٽي صاف ٿيڻ (پَرڻ يا ڪپڙي مان). ڇڃڻ (وڻ مان پَن، ميوو).

**چو:** ض. چا لاءِ- ڪهڙي سبب.

**چَوَ:** ث. ڪپڙي جو پوش (وهاڻي، سوَڙ، پٿراڻي وغيره جو)- غلاف.

**چُو:** ث. ٿُوڪَ يا شُوڪاري جو آواز.

**چُوا پاڻي:** ص. پاڻيءَ جهڙو چِڊو (ٻوڙ، ڳنڌڻ).

**چوٽِ، چُوٽِ:** ث. ناپاڪ شيءِ سان ڇُهاءَ- پليتي.

**چوٽ ڇاٽ:** ث. ذات پات جو فرق- ڀيد ڀاوَ.

**چُوٽو:** ذ. ڪمند جو چوپيل ڳُر- چُوپو. چوڏو. ٿورو ذرو.

**چُوٽ:** ث. قيمت ۾ ڪمي- رعايت (ملهه ۾). معافي. (ظ) تيز- تکو. آزاد- کُليو.

**چُوٽ ڇڏڻ:** آزاد ڇڏڻ. ڇڙواڳ ڇڏڻ. تمام تيز هلڻ لاءِ بندش لاهڻ. رعايت ڏيڻ (قيمت ۾).

**چوٽڪارو:** ذ. رهائي- نِجات- موڪُ.

**چوٽڪو:** ص. مختصر- ننڍيو. کُليو (ريجو). ريزڪي واپار.

**چوٽڪي:** ث. مختصر- ٿوري.

**چوٽڪي موڪل:** ث. ريزڪي موڪل - اتفاقي رخصت (ملازمت دوران).

**چوٽو:** ص. ننڍيو. گهٽ- مختصر. ٿورو. بندرو (قد

م). ث چوٽي)

**چوڏو:** ذ. وڻ جي ڳَل. ڪاٺيءَ جي ڪل.

**چوڏا لاهڻ:** ڪلون لاهڻ. سيڪت ڏيڻ. عيب ظاهر ڪرڻ.

**چوڏي:** ث. ٻير جا چوڏا. وڻ جي ٿُڙ ۾ ڪاٺين تان لٿل ڪلون. ٻير ۾ ڏاڙهون جا چوڏا (جيڪي رنگ ۾ دوا ٺاهڻ ۾ ڪم اچن).

**چورو:** ص. جنهن جا ماءَ پيءُ مري ويا هجن - يتيم. (ث. چوري)

**چورو چنو:** ص. يتيم. لاوارث - نڌڻڪو. (ث. چوري چني)

**چوڙُ:** ذ. درياءَ جو سمنڊ ۾ پوڻ وارو هنڌ. نيڪال. (ص) چوڙيندڙ- ڪوليندڙ (مثلاً ڳنڍي چوڙ، روزي چوڙ وغيره).

**چوڙائڻ:** م. ڪولائڻ. ڇڏائڻ. آزاد ڪرائڻ.

**چوڙڻ، چوڙِڻُ:** م. ڪولڻ (ڳنڍ). ٻڌل کي ڇڏڻ. بند خلاص ڪرڻ. هٿڻ (بندوق). ختم ڪرڻ (روزو).

**چوڙي ڏيڻ:** ڳنڍ ڪولي ڏيڻ. بنا محنت جي اجورو ڏيڻ. مفت ۾ ڏيڻ.

**چَوڙو، چَوڙو:** ذ. جانور جي لٿل تازي يا سُڪل ڪل.

**چَوڙي، چوڙي:** ث. ڪل. چمڙي.

**چَوڙي لاهڻ:** ڪل لاهڻ. سخت سزا ڏيڻ. واپار ۾ چالاڪيءَ سان نقصان ڏيڻ.

**چُوڪارڻ، چُوڪارِڻُ:** م. ٿوڪ ڏيڻ. صلواة سڳوري يا ڪو ٿيٽو پڙهي دم ڪرڻ- شوڪارڻ.

**چُوڪارو:** ذ. صلواة يا ٿيٽي وغيره جو شوڪارو، دعا جو ڦوڪارو.

**چوڪَرِ:** ث. چوڪري- نينگر. ڏيءَ- نياڻي.

**چوڪَرُ:** ذ. چوڪرو - نينگر. پٽ.

**چوڪراٽُ:** ص. نوجوان- ڳڀرو- لاسڙاٽ.

**چوڪِرائو:** ص. ننڍپڻ وارو- ٻاراڻو. ٻارن جهڙو (الهڙو ڪم). بيوقوفي وارو (عمل، فيصلو).

**چوڪِرائي:** ث. ٻارن جهڙي حرڪت. بيعقلي واري ڳالهه. ٻاراڻي.

**چوڪرائي ڪرڻ:** ٻاراڻي ڪرڻ. بيوقوفي ڪرڻ. بنا سوچ ويچار جي ڪم ڪرڻ.

**چوڪِرو:** ذ. چوڪَرُ- نينگرُ. پُٽ. طفل- ٻچو. (ص) نابالغ. بي عقل.

**چوڪري بازي:** ث. لونڊي بازي- لِواطت.

**چوڪِري:** ث. نينگري. ڏيءَ. ٻارڙِي.

**چولَ:** ث. چولي- لهر. وڏي چولي. چولين جي اُٿل پٿل- چاچول.

**چولا:** ذ. وڏا ڇٽا. رڏل ڇٽا.

**چولڻ، چولِڻُ:** م. چوليون ڪرڻ. چولين ۾ وجهڻ. پاڻيءَ ۾ وجهي هيٺ مٿي ڪرڻ- چاچولڻ. ٿلڪائڻ. رولڻ. پَتوڙڻ.

**چولِي:** ث. لهر- موجَ.

**چُومَنتَرُ:** ذ. جادو يا منتر جو ڦُوڪارو.

**چَوَنٽِي:** ث. نڪ جي هڪ پاسي وارو سوراخ- ناسَ.

**چُونڇاٽُ:** ذ. ٻاهه يا تتل شيءِ تي پاڻي پوڻ جو آواز.

**چوهَ:** ث. تيزي- تکَ.

**چوهُ:** ذ. تيزي- تِکَ (واءَ، پاڻي وغيره جي). تکڙ- جلدي. تيز هوا سان وسڪارو. جوش. ڪاوڙ- غصو.

**چوهَ چڙهڻ:** ڪاوڙ جو اظهار ڪرڻ.

**چُوهارو:** ذ. سڪل کُجور- ڪارڪ.

**چوهو، چُوهو:** ص. تيز رفتار. تڪڙو- تکو. (ذ) هوا جي زوردار لهر. واءَ يا مِينهن جو زوردار سٽڪو.

**ڇَهَ:** ص. ڇهن جو عدد (٦).

**ڇَهه ڏندو:** ص. ڇهن ڏندن وارو (جانور، وهٽ). ڇهن سالن عمر جو (وهٽ).

**ڇَههِ ڏندين:** ظ. ڇهن ڏندن وارو (جانور، وهٽ جيڪو جوان سمجهيو وڃي). جوان جمان. پنهنجي ڪمائي وارو. رُوءِ سُوءِ.

**ڇَهَرَ:** ث. ڇُڪَ- ڇَپ- ڏَٽُ.

**ڇَهَرُ:** ذ. جسم جي اندرين نازڪ ڳل (جنهن ۾ نَسُون ڊوڙن). پيٽ جي چمڙيءَ جو اندريون تهه.

**ڇَهَرَ ڇِڄڻ:** حواس خطا ٿيڻ. جيابي جون اميدون ٽُٽڻ. همت هارجڻ.

**ڇَهر:** ث. ڇَوَ (وهائي، پٽرائي وغيره جي).

**ڇَهاسُ:** ذ. ڇهن پاسن واري شڪل- ڇهه ڪُنبو.

**ڇَهائڻُ:** م. لائڻ- لڳائڻ. ٿورو گسائڻ.

**ڇَهَلُ:** ذ. مڪر- يونگ. دغا- دولاب. ڪپٽ- ڇَلُ.

**ڇَهل باز:** ص. ٺڳ. مڪار- دغاباز.

**ڇُهندَ:** ث. چمڙيءَ تي ٿوري رهڙ- رُهنب.

**ڇُهندو:** ذ. ڦٽ ڦرڙيءَ جي ڪَرِي.

**ڇُهَڻُ:** م. هٿ لائڻ. لڳائڻ (آڱريون، هٿ وغيره).

**ڇُهو:** ذ. ڇُوهو.

**ڇُهِي:** ث. ٿوري ذري (ڪنهن شيءِ، ڀاڄي وغيره جي).

**ڇُٺو:** ذ. ذرو- هَوَ.

**ڇُٺا پاڻي ڪرڻ:** ٿوري شيءِ ۾ گهڻو پاڻي ملائي پتڙو ڪرڻ (شوروو وغيره).

**ڇيتِ:** ث. ڪڪ جو سنهون ذرو (جيڪو بدن ۾ چُڀي وڃي). ڪاٺيءَ جو سنهون ذرو. ڏندن کوٽڻ لاءِ ڪاٺيءَ جو ذرو.

**ڇيتِ ڪڍڻ:** رشوت يا خرچيءَ طور ڪجهه رقم ڇڏائڻ. چالاڪيءَ سان ڪجهه رقم ڪڍڻ.

**ڇيتيون ڇيتيون:** ث. ذرا ذرا- ڇِهُون ڇِهُون.

**ڇيتَرُ:** ذ. پاسيري (اُريب ۾). ڪتريل ڪپڙي مان ظاهر ٿيل ڪپڙي جون تندون.

**ڇيٽَ:** ث. هڪ قسم جو ڇُريل زنانو ڪپڙو. رنگدار گُلن ٻوٽن وارو ڪپڙو.

**ڇيٽِي:** ث. وِڇوٽِي. واندڪائي- ساهي.

**ڇيپُ:** ذ. چوٽُ- پليتي.

**ڇيڄُ:** ذ. دهل جي وڄت جو هڪ نمونو (ناچ جو تال). جُهمر ناچ. تماشو. خوشي.

**ڇيڄُ وڄهڻ:** جُهمِر هڻڻ. خوشيءَ وچان نينگ ٽپا ڏيڻ. خوشيون ڪرڻ.

**ڇيڇاڙَڻُ:** م. ڌونڌاڙڻ. ڇيڇلائڻ.

**ڇيڇڙو:** ذ. گوشت تي ڇڙهيل وکو. ڦاٿل اڳڙي.

**ڇيڇلائڻُ:** م. ڏندن ۾ جهلي ڌونڌاڙڻ (ڪُتي يا جانور وانگر).

**ڇيدُ:** ذ. سوراخ- ٽُنگ. ڇيرُ- شگاف. گرامر موجب جملي ۾ آيل لفظن جي تفريق. رياضي ۾ اٿپوري انگ جا جملي ڪيل ڀاڱا.

**ڇيڏَڪُ:** ذ. رنڊڪ. خلل. ڦڏو- رولو. ڇريائيءَ وارو پُور. ڪڏَ- شوق.

**ڇيڏڪُ وجهڻ:** نهيل ڪم ۾ رولو وجهڻ. رنڊڪ وجهڻ.

**ڇيرِ:** ث. پيرن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه (جنهن ۾ ڇمڪيون ٿين). گهنگرن جي پَٽي (ناچو ٻڌن، يا چوپائي مال کي ڳچي يا ٽنگن ۾ ٻڌجي).

**ڇيرو:** ذ. اوزار تکي ڪرڻ لاءِ سِراڻ تي ڏنل گهڪو. ڪارتوس ۾ پيل شيهي جو داڻو. ڪاتيءَ جو وَڍُ.

**ڇيرو ڏيڻ:** اوزار کي روهيءَ تي لائڻ. وَڍُ ڏيڻ. ڪاوڙائڻ لاءِ طعنو ڏيڻ يا چٽر ڪرڻ.

**چيڙ:** ث. ڪم جي پورائي لاءِ بنان اجرت گڏ ڪيل ماڻهو- ونگار. گهڻن ماڻهن جو گڏجي اجتماعي ڪم ۾ حصو وٺڻ جو عمل. شڪار کي وراڻيندڙ ماڻهن جو ٽولو. ٻچ. چُرچ- ڪُونس- هٽ چراند.

**چيڙچاڙ:** ث. هٽ گس. حرڪت- ڪُونس.

**چيڙ ڪرائڻ:** بيگار جو ڪم ڪرائڻ. گهڻن ماڻهن کان ٻچ ڪرائڻ.

**چيڙڻ، چيڙڻ:** م. چُراند ڪرڻ- چُرچ ڪرڻ. هٽ ڪس ڪرڻ. چورڻ- ڪاوڙائڻ. ٻچ ڪرڻ. ڀهرائڻ (چوپايو مال). وڄائڻ (ساز). شروع ڪرڻ (گفتگو، راڳ، ساز).

**چيڙو:** ذ. پڇاڙي- دَنگ. طرو (پٽڪي جو). (ص) چيڙ ۾ وهندڙ- ونگاري.

**چيڙو چڏائڻ:** نبيرو ڪرڻ- آخرين فيصلو ڪرڻ. پلاند آجو ڪرڻ.

**چيڙي نبيري:** ث. معاملن مسئلن جو نبيرو. راجُوڻي نياءُ. پاڃاري جا فيصلا.

**چيڪ:** ظ. ڪُليل- آزاد. ڇڙواڳ (جانور، وهٽ).

**چيڪ چَرڻ:** چوپائي کي ٻنيءَ ۾ چرڻ لاءِ بنان رسي جي ڇڙواڳ ڇڏي ڏيڻ. هر قسم جي آزادي مليل هئڻ.

**چيڪارڻ:** م. چوپائي مال کي پاڻي پيئڻ تي آماده ڪرڻ لاءِ 'چي چي' جو آواز ڪرڻ.

**چيگرائي:** ث. گدلائي. چلولائي. اڻ وڻندڙ انگل.

**چيگرو:** ص. گدلو- ميرو. چلولو. (ث. چيگري).

**چيلري:** ص. چلــرن واري (مڇي). ليٿي (مڇي) جو ضد.

**چيلو:** ذ. ٻڪريءَ جو ٻچو- ليلو. (ث. چيلي).

**چيلو ٿي لڳڻ:** پنيان لڳو رهڻ. هرهنڌ گڏجي هلڻ.

**چينبَ:** ث. تنبيهہ- فهمايش. دڙڪي واري هدايت. جُٽ ٽُٽ.

**چينبڻ:** م. تنبيهہ ڪرڻ. دڙڪو داب ڪرڻ. ملامت ڪرڻ. جُٽ ڪرڻ.

**چينهَرو:** ذ. درياءَ جي پاڻيءَ جي لاٽ (جيڪا سرءُ جي موسم ۾ ٿئي).

**چيڻ:** ذ. چيٽو. چيٽن جو ڍڳ.

**چيٽو:** ذ. چوپائي مال جو بوسو- گونرُ.

**چيٽاپورُ:** ص. جهيڙو مچائيندڙ. لائي چائي ڪندڙ.

**چيٽي:** ث. هڪ قسم جو لوهي اوزار (لوهي ڇَپر جيڪا لوهہ وڍڻ يا ڪاٺين ٽوڙڻ ۾ ڪم اچي).

**چيهہ:** ذ. پڇاڙي- پڇاڙي. آخري حد- دنگ. وَڏ- ڇيڙ.

**چيهہ ڪرڻ:** دنگ ڪرڻ. انتها تي پڇائڻ. حد کان زياده ڪوشش ڪرڻ. حيرت جهڙو ڪارنامو ڪرڻ.

**چيهَل:** ذ. هرڻ. (ص) سهڻين اکين وارو. سُهڻو- حَسين.

**چيهو:** ذ. نقصان- ٽوٽو- گهاٽو.

**چيهُون چيهُون:** ث. ذرا ذرا- ٽُڪر ٽُڪر. پرزا پرزا. چيتيون چيتيون.

# ح

**ح:** ث (ع) سنڌي 'الف- بي' جو سترهون ۽ عربي جو ڇهون اکر. اُچار "حَي". ابجد موجب عدد (٨).

**حاتم:** ذ (ع) هڪ مشهور عرب سخي "حاتم طائي". (ص) تمام وڏو سخي.

**حاجَ:** ث (ع) گهرج- ضرورت- حاجت.

**حاجِبُ:** ص (ع) دربان. چوبدار.

**حاجَتَ:** ث (ع) گهرج- ضرورت. غرض. ڪم.

**حاجَت روائي:** ث. گهرج جي پورائي. مشڪل ڪشائي.

**حاجَت ضروري:** ث. ضروري حاج (ڪاڪوس جو خيال).

**حاجتمَند:** ص. گهرجائو- ضرورتمند.

**حاجِي:** ص (ع) جنهن جو حج ڪيل هجي. (ث. حاجاڻي، حاجياڻي).

**حادِثُ:** ذ (ع) نئين خلقيل شيءِ جا اڳ وجود ۾ نه آئي هجي. مخلوق (يعني خلقيل: زمين، آسمان، انسان، حيوان وغيره). نئون. جديد.

**حادِثو:** ذ (ع) واقعو. اوچتي واردات. مصيبت.

**حاذِقُ:** ص (ع) هوشيار. ذهين. قابل طبيب.

**حاسِدُ:** ص (ع) حسد ڪندڙ- مَرَ سَهو. ٻئي جي نقصان ۾ خوش ٿيندڙ. بدخواه.

**حاشاوَڪَلا:** ظ (ع) هرگز نه- ڪڏهن به نه.

**حاشو. حاشِيو:** ذ (ع. حاشيه) ڪنارو- وَٽِ. ڪتاب جي ورق جو چئني پاسن کان ڇڏيل خالي حصو (جنهن تي وضاحت لکجي). ڪتاب جي متن تي پاسي کان لکيل وضاحت. ڪپڙي جي پرت پريل ڪنار.

**حاشيه نشين:** ذ. هروقت خدمت ۾ رهڻ وارو ملازم. گلم جي ڪناري سان ويهڻ وارو.

**حاشِيِ:** ث (ع) ڪاغذ يا ورق جو لکيت ڪان آجو ڪنارو.

**حاصُلُ:** ذ (ع. حاصِلُ). اُپت- پيداوار. بچت- بقايا. فائدو- لاڀ. (ص) حصي ۾ آيل- مليل.

**حاصل ٿيڻ:** هٿ اچڻ- مِلڻ. وصول ٿيڻ.

**حاصل ڪَلامُ:** ظ. مطلب ته. نيٺ- آخرڪار. ڳالهه جو مقصد ته.

**حاصل مطلب:** ظ. حاصل ڪلام.

**حاصل مَصدر:** ث. گرامر موجب 'مصدر' مان ٺهيل اسم (جهڙن کِلڻ مان کِلَ، لکڻ مان ليکُ وغيره).

**حاصلات:** ث (ع) حاصل. پيدائش (فصل جي). نفعو.

**حاضُرُ:** ص (ع. حاضِرُ) موجود- هَڪيو. اڳيان- سامهون. تيار.

**حاضُر جواب:** ص. ٺهه پهه معقول جواب ڏيندڙ.

**حاضُر ناظُر:** ذ. هرهنڌ ڏسندڙ ۽ موجود (خدا تعاليٰ).

**حاضِرات:** ث (ع) سڏي حاضر ڪيل جنُ ڀُوت.

**حاضُرِي، حاضِرِي:** ث. موجودگي. شنوائي (ڪورٽ جي).

**حاضري پرڻ:** خدمت ۾ رهڻ. نوڪري ڏيڻ. رجسٽر ۾ حاضري لکڻ.

**حاضِرِين:** ذ ('حاضر' جو جمع) حاضر ماڻهو. مجلس يا محفل ۾ موجود ماڻهو.

**حاطو:** ذ (ع) ننڍي پٽ سان گهيريل اڱڻ يا ميدان.

**حافِظُ:** ذ (ع) خدا تعاليٰ جي صفاتي نالن مان هڪ نالو. جنهن کي قرآن شريف برزبان ياد هجي. (ص) انڌو- نابين.

**حافظو:** ذ (ع) ياد رکڻ جي قُوتَ- چيتو.

**حافِظِي:** ث. شاگرد جي قرآن شريف پڙهي پوري ڪرڻ تي خاص جشن ڪرڻ جي هڪ رسم.

**حاڪِمُ:** ذ (ع) حڪم هلائيندڙ. حڪومت ڪندڙ- بادشاه.

**حاڪِمِي:** ث. حڪومت. صاحبي. بادشاهي.

**حالُ:** ذ (ع) هلندڙ وقت (جيڪو اڃان نه گذريو هجي). موجوده زمانو. حالت- ڪيفيت. احوال-

خبرچار. پچندي- زور. وجد جي حالت- بيخودي. (ظ) هينئر- هن وقت.

**حالُ احوالُ:** ذ. خبرچار.

**حالَ ياتِي:** ص. حال جو واقف. ڏک سک ۾ شريڪ- غمگسار. همراز. دوست.

**حالَ تي هلڻ:** وِتُ آهر هلڻ. حيثيت مطابق هلڻ.

**حالُ پوڻ:** ذکر يا سَماع وقت وجد ۾ اچڻ. بيخودِي طاري ٿيڻ.

**حالُ چالُ:** ذ. هلت چلت. ريت نيت. زماني جو رخ.

**حالَ ڌاڳا:** ذ. حال واري فقير جي استعمال جا ٽپڙ (گودڙي، ڪشتو، لٺ، ڪننا ڪولابا وغيره).

**حالَ وڃائڻُ:** افعالن ڪان نڪرڻ. خراب حالت کي پهچڻ.

**حالِي:** ظ. وقتي- في الحال. تورِيءَ دير لاءِ.

**حالي حَوالِي ٿيڻ:** خبرون چارون ڏيڻ وٺڻ (مهمان ڪان).

**حالات:** ذ ('حالت' جو جمع) حالتون. واقعا.

**حالانڪہ:** ظ. جڏهن تہ.

**حالتَ:** ث (ع) حالَ جي ڪيفيت. طبيعت. مزاج. رهڻي ڪهڻي. نمونو. گرامر موجب اسم يا ضمير جي ڦيرگهير.

**حالتَ اضافتَ:** ث. اسم يا ضمير جي اها بيهڪ جنهن ۾ "جو، جا، جي، جون وغيره" جي اچڻ سان جملو ٺهي.

**حالتَ فاعِلي:** ث. جملي ۾ فاعل ٿي ڪم ايندڙ اسم يا ضمير جي حالت.

**حالت مَفعُولِي:** ث. جملي ۾ مفعول ٿي ڪم ايندڙ اسم يا ضمير جي حالت.

**حالتَ نِدا:** ث. اسم جي اها حالت جنهن ۾ عجب، خوشي، ارمان، خوف وغيره جو اظهار ٿئي.

**حالتَ ڪرڻ:** جٺ ڪرڻ- تعدي ڪرڻ.

**حامِدُ:** ص (ع) ساراهہ ڪندڙ. حضرت مُحمد صلي الله عليہ وسلم جن جو هڪ صفاتي نالو.

**حامِلُ:** ص (ع) سي ويندڙ. بار کڻندڙ.

**حامِلہ:** ث (ع) پيٽ واري (عورت).

**حامِي:** ص (ع) بچائيندڙ. مددگار. حمايتي- پُنيرائي ڪندڙ. (ث) اقرار. يقين جي ضمانت.

**حامِي پرڻ:** اقرار ڪرڻ. ذمو کڻڻ.

**حاوِي:** ص(ع) گهيرو ڪندڙ. غالب- اڳرو. ڪنهن فَن تي مهارت رکندڙ.

**حائِلُ:** ص (ع) وچ ۾ پئِي روڪيندڙ. روڪ ڪندڙ.

**حَبُّ:** ذ (ع) دوا جي گورِي.

**حُبّ:** ث (ع) پيار- قرب. سِڪَ- چاهہُ.

**حُبُّ الوَطنِي:** ث. وطن يا ديس لاءِ پيار جو جذبو.

**حُبابُ:** ذ (ع) جَرَڪوٽو- بوڙيو.

**حَبسُ:** ذ (ع) قيد- بند. گهٽَ- اٻسَ.

**حَبس بيجا:** ذ. ناجائز طور ڪنهن کي بند ۾ وجهڻ جو عمل- ناحق روڪ بند.

**حَبشِي:** ذ. 'حبش' (آفريڪا) جو رهاڪو- شيدِي. (ث. حَبشِڻ).

**حَبو:** ذ (ع) داڻو. ٻج. ذرو.

**حُبُوبَ:** ذ (ع. 'حَبُّ' جو جمع) گوريون (دوا جون). بوڙيا (پاڻيءَ جا).

**حُبوب أتارڻ:** ڪُوڙا هُلَ أتارڻ. افواه پکيڙڻ. بدنامي ڪرڻ.

**حَبِيبُ:** ص (ع) پيارو- محبوب. دوست. معشوق.

**حَتيٰ:** ظ (ع) تائين- جو- جيستائين.

**حَتيٰ ڪِہ:** ظ. ايستائين جو- ايتري قدر جو.

**حَتيٰ الامڪان، حَتيٰ المقدور، حَتيٰ الوسعُ؛** ظ. جيستائين تي سگهي. وس آهر- پڄندي سارُو.

**حَتمي؛** ص (ع) ضروري. پڪو (ارادو يا فيصلو).

**حَجُ؛** ذ (ع) ڪعبة الله جي طواف ۽ ٻين احڪامن جو عبادت جي نيت سان ارادو. اسلام جو هڪ رُڪن (جيڪو ۹- ذوالحج تي عرفات جي ميدان ۾ ادا ٿئي).

**حَجُ ڪَرڻُ؛** حج جيترو ثواب حاصل ڪرڻ. وڏو خير جو ڪم ڪرڻ.

**حُجَ؛** ث (ع. حُجت) هيڃ مان طلب. لاڏ- انگل. گستاخي. اميد.

**حِجابُ؛** ذ (ع) پردو- اوٽَ. ڍَڪُ (مُنهن تي ڪپڙي جو)- نقاب. شرم- لڄ.

**حِجابُ ڪرڻ؛** لڄ ڪڻ. پردو ڪرڻ. لحاظ ڪرڻ.

**حُجاجُ؛** ذ (ع) گهڻا حاجي- حاجين جو قافلو.

**حَجامُ؛** ص (ع) سَنوارت ناهيندڙ- نائي. (ث. حَجامِڻِ).

**حَجامَتَ؛** ث. حجامڪو ڪم.

**حَجامَت ڪرڻ؛** صفائي ڪرڻ. ننگڻ- نڳيءِ سان نقصان پهچائڻ.

**حُجائتو؛** ص. حُجت ڪندڙ. (ث. حُجائتي).

**حُجَتَ؛** ث (ع) دليل. بحث. اعتراض. لاڏ- هيڃ. گستاخي.

**حُجت ڪرڻ؛** تڪرار ڪرڻ. بحث ڪرڻ. گستاخي ڪرڻ.

**حُجَتِي؛** ص. لاڏ مان گستاخي يا هٺ ڪَس ڪندڙ- حُجائتو.

**حَجَرُ؛** ذ (ع) پٿر- سَنگُ.

**حَجَرُ اَسوَدُ؛** ذ. ڪعبة الله جي ڀِت ۾ لڳل ڪاري رنگ جو متبرڪ پٿر.

**حُجروُ؛** ذ (ع. حُجرة) ڪوٺڙي. عبادت لاءِ اڪيلائي واري ڪوٺي. مسجد سان لڳ ننڍي ڪوٺي.

**حَجلهِ عُروسِي؛** ث (ع) ڪُنوار جي ڇَپر ڪَٽ. سيجَ.

**حَجَمُ؛** ذ (ع) حجام- نائي. ٿلهه (ڏيگهه ويڪر).

**حَدَ؛** ث (ع) ڇيڙو- دنگ. سَرحد. ڇيھ- انت. مقرر ٿيل شرعي سزا.

**حَدِ فاصِل؛** ث. ٻن شين کي جدا ڪندڙ وِٿي.

**حَدادُ؛** ذ (ع) لوهار.

**حِدَتَ؛** ث (ع) تپش- گرمي.

**حُدُودُ؛** ث (ع. حَدَ جو جمع) حَدُون.

**حُدود اَربعَ؛** ث. چار پاسا- چار طرف (اتر، ڏکڻ، اولهه، اوڀر).

**حَديثَ؛** ث (ع) نبي سڳوري جي قول ۽ فعل جي خبر. نئين ڳالهه. خبر. حڪايت.

**حَذَرُ؛** ذ (ع) ڊپ- خوف. احتياط- خبرداري.

**حَذَقُ؛** ذ (ع) چانگَ. گهٽتائي- ڪمي.

**حُرُ؛** ذ (ع) آزاد شخص (جو ڪنهن جو غلام نہ هجي).

**حُريَتَ؛** ث (ع) آزادي.

**حَرارَتَ؛** ث (ع) تپش. گرمي- ڪاڙهو. هلڪو بخار.

**حِراسَتَ؛** ث (ع) قيد- نظربندي. سنڀال- نگراني.

**حَرامُ؛** ص (ع) شريعت جي خلاف ناجائز ڪم. گناه. بدڪاري. (ص)حُرمت وارو- پاڪ (مثلا مسجد الحرام وغيره).

**حَرامپائي، حَرامڙائي؛** ث. لچائي- بدمعاشي.

**حَرامخورُ؛** ص. حرام کائيندڙ. مردار کائيندڙ. ٻئي جي ڪمائي کائيندڙ. مفتخور.

**حَرامخوري؛** ث. حرام جي حال تي گذران. بيڙائي. سُستي- ڪاهلي.

**حَرامڙو؛** ص. لچ- بدمعاش.

**حَرامزادگي:** ث. بيحيائي. ڪميڻپ. بدمعاشي. لُچائي.

**حَرامزادو:** ص. حرامي. (ث. حرامزادي).

**حَرامي:** ص. حرامزادو. لُچ- شرير.

**حَرَبُ:** ث (ع) لڙائي- جنگ.

**حَربو:** ذ (ع. حَربه) جنگ جو هٿيار. اٽڪل- تجويز.

**حَرجُ:** ذ (ع) نقصان- ڇيهو. زيان.

**حَرجاڻو:** ذ. نقصان جو عيوضو.

**حِرصُ:** ذ (ع) لالچ- لوڀ. چاههُ- موههُ. سڌَ- هَوَس. هٻڇ.

**حِرصي:** ص. لالچي. سڌَڙيو.

**حِرصائڻُ:** م. لالچائڻ- هرڪائڻ.

**حَرفُ:** ذ (ع) 'الف- بي' جو هڪ اکر. سُخن. ميار. مهڻو.

**حَرفُ اچڻ:** الزام اچڻ. ميار اچڻ.

**حَرف بہ حَرف:** ظ. اکر بہ اکر. لفظ بہ لفظ (بيان).

**حرف جَرُ:** ذ. گرامر موجب اسم يا ضمير جي پنيان اچي لاڳاپو ڏيکاريندڙ لفظ.

**حرف رکڻ:** ميار رکڻ.

**حَرفُ جُملو:** ذ. ٻن لفظن يا جملن کي ڳنڍيندڙ لفظ (۽، يا، وغيره).

**حَرف شَناس:** ص. اکر سڃاڻيندڙ. ٿور پڙهيل.

**حَرف صَحيحُ:** ذ. 'الف- بي' ۾ "ا، و ۽ ي" کان سواءِ باقي اکر.

**حَرف عِلَتَ:** ذ. ٻئي ڪنهن حرف سان گڏجي اُچار ناهيندڙ اکر (ا، و، ي).

**حَرفُ نِداءُ:** ذ. گرامر موجب خوشي، ڏک، عجب ڏيکاريندڙ حرف (او، شل، واهه، وغيره).

**حَرفي:** ص. مياري. ڏوهي.

**حِرفَتَ:** ث (ع) ڌنڌو- پيشو. هنر- ڪاريگري. اٽڪل- ڪيڏ. چالاڪي- حيلو.

**حِرفَتبازي:** ث. چالاڪي. اٽڪل بازي.

**حِرفَتي:** ص. چالاڪ- ڏاهو. اٽڪل باز.

**حَرڪَتَ:** ث (ع) چُرپُر- جُنبش. لوڏو. چال- هلٺي. مستي- کيچل- چُراند. شرارت. اکرن کي زبر، زير، پيش وغيره جي نشاني- اعراب.

**حَرڪَتي:** ث. حرڪت ڪندڙ. کيچل ڪندڙ. ٽِيتاڙُو.

**حَرَمُ:** ذ (ع) ڪعبة الله جي چوڌيواري. نڪاح ۾ آيل عورت- زال. گهر جو زنانو حصو.

**حَرَمَسَراءِ:** ث. گهر ۾ زالن وارو حصو.

**حِرمان:** ذ (ع) مايوسي- نااميدي. محرومي. نياڳ.

**حُرمَتَ:** ث (ع) عزت- احترام. پاڪائي. آبرو.

**حَرَمَين:** ذ (ع) ٻہ حرم (مکہ مُعَظمَه ۽ مديٺہ مُنوَره).

**حُروفَ:** ذ (ع. حرف جو جمع) اکرَ.

**حُروف تِهجِي:** ث. 'الف- بي' جا اکر.

**حُريَتَ:** ث (ع) آزادي.

**حَريرُ:** ذ (ع) پَٽ- ريشم. ريشمي ڪپڙو.

**حَريصُ:** ص (ع) لالچي- هَوَسي. هٻڇي.

**حَريفُ:** ص (ع) ساڳئي ڌنڌي وارو. رقيب. مقابل. مَٽ- برابر.

**حِزبُ:** ذ (ع) جٿو- ٽولو- گروه.

**حِزب مُخالفُ:** ذ. مخالف ڌُر.

**حُزنُ:** ذ (ع) ڏک- غم- افسوس.

**حَزينُ:** ص (ع) غمگين- ڏکارو.

**حِسُ:** ذ (ع) حواس سان ڄاڻڻ يا محسوس ڪرڻ. حواس.

**حِسابُ:** ذ (ع) ڳاڻيٽو- شمار. ميزان- جوڙ. حساب ڪتاب. رياضي جو اصول (زباني حساب. تحريري حساب). طريقو- ڍنگ. وهنوار. ڀُلَ- رولو. جنُ ڀوت جو اثر- لڳت.

**حِسابُ ڏيڻ:** ليکو ڏيڻ. وَهنوار ڏيڻ. نتيجو ڀوڳڻ.

**حِسابُ ڪتابُ:** ذ. ليکو چوکو. ڏيتي ليتي.

**حِسابُ وٺڻ:** خرچ جو تفصيل وٺڻ. ليکو وٺڻ. وهنوار وٺڻ. گذريل پَل ڇُڪ جو حساب چُڪائڻ. بدلو وٺڻ.

**حِسابِي حِسابُ:** ظ. ليکي سان- وهنوار سان. ڪنهن به وقت وهنوار پري ڏيڻ لاءِ بدل.

**حَساسُ:** ص (ع) ڇُهن سان محسوس ڪندڙ. تيز فهم. يڪدم اثر وٺندڙ.

**حُسامُ:** ث (ع) تلوار.

**حَسبُ:** ظ (ع) موجب- پٽاندر- مطابق.

**حَسبُ الحُڪمِ:** ظ. حڪم موجب- فرمان مطابق.

**حَسبِ تَوفيق:** ظ. پڄندي سارو- حيثيت آهر.

**حَسبِ حال:** ظ. حال سارو- حالت پٽاندر.

**حَسبِ دَستُور:** ظ. دستور موجب هلي چلي مطابق. هميشه وانگر. اڳين عادت موجب.

**حَسبِ ذَيل:** ظ. هيٺئين موجب. هيٺ ڄاڻايل احوال مطابق.

**حسبِ مَعمُول:** ظ. عادت موجب. عام طرح.

**حَسبِ مَنشا:** ظ. مرضي مطابق. ارادي موجب.

**حَسَبُ:** ذ (ع) نسل- پيڙهي. اصل نسل. شمار- ڳڻپ.

**حَسَبُ نَسَبُ:** ذ. خانداني سلسلو. بڻ بنياد. پيڙهي- خاندان.

**حَسَدُ:** ذ (ع) رِيسَ- ساڙو. بغض. عداوت. بدخواهي.

**حَسرَت:** ث (ع) آرزو- تمنا. غم- افسوس. پشيماني.

**حَسَنُ:** ص (ع) ڀلو- عمدو- سهڻو.

**حُسنُ:** ذ (ع) سونهن- جوڀن- جمال. روپ- سهڻائي. خوبي.

**حُسنُ اَخلاق:** ذ. سٺا لڇڻ- سلڇڻائي.

**حُسناڪُ:** ص. حُسن وارو- سهڻو.

**حُسنِ تَدبِيرَ:** ث. سهڻي رِٽ. سُهڻي اٽڪل. سٺي تجويز.

**حُسن پَرست:** ص. سونهن کي پسند ڪندڙ. حَسين تي موهت ٿيندڙ.

**حُسن ظَنُ:** ذ. سهڻو گمان. نيڪ خيال. سُٺي راءِ.

**حَسِينُ:** ص (ع) حُسن وارو- سهڻو. وڻندڙ. سينگاريل. (ث. حَسينہ).

**حُسينِي:** ث. هڪ راڳ جو نالو. شاهه جي رسالي جو هڪ سُر.

**حَشاشُ بَشاشُ:** ص. نهايت خوش. تندرست ۽ خوش.

**حَشامُ:** ذ (ع. حشام) انبوهه- ميڙ. لشڪر. هُل. دانهون ڪُوڪُون.

**حَشَرُ:** ذ (ع) قيامت جي ڏينهن وري جيئرا ٿي اُٿڻ جي حالت. قيامت. حضرت امام حسين جي شهادت جي ڏينهن جو ماتم. روڄ راڙو. هُل گوڙ.

**حَشَر مچائڻ:** هُل هنگامو ڪرڻ. روڄ راڙو ڪرڻ، ماتم ڪرڻ.

**حَشري:** ث. واويلا- ماتم. هُل- گوڙ. خُواري.

**حَشرات:** ذ (ع) سنها تلها جيت. جيت جڻيا. سُرندڙ جيت. حَشرات الارض.

**حَشمَتَ:** ث (ع) رعب تاب- دبدبو. ڏيان. شان شوڪت. ٺٺُ. مان شان. دهشت- ڏڪو.

**حَشو:** ذ (ع) ڀرتيءَ جي شيءِ (جٺن وهاڻي جو ڀراءُ). شعر ۾ ڀراءُ جا لفظ.

**حَشِيشَ:** ث (ع) ڀَنگَ.

**حِصارُ:** ث (ع) چوڌيواري- عالم پناهه. ڪوٽ- قلعو. گهيرو.

**حِصو:** ذ (ع. حصَہ) ٽڪِرو- پتي- ڀاڱو. ورِچ ۾ آيل ڀاڱو. وَنڊِي.

**حصو بخرو:** ذ. پتيون- ڀاڱا- ٽڪرا. ورهاست.

**حِصيدارُ:** ص. ڀائيوار- ڀتِيارُ.

**حِصي رَسِي، حِصي رسد؛** ث. هڪ جهڙن حصن ۾ ورهاست. رياضي ۾ موجب ورهاست ۾ هڪ جهڙائي آڻڻ جو طريقو.

**حُصُولُ؛** ذ (ع) حاصلات- اُپت- آمدني. وصولي. نفعو.

**حَضَرُ؛** ذ (ع) موجودگي. هڪ هنڌ قيام. وطن ۾ رهايش.

**حَضَرات؛** ذ (ع) "حضرت" جو جمع. حاضرين.

**حَضَرتُ؛** ذ (ع) بزرگن ۽ حاڪمن لاءِ عزت ڀريو خطاب. سڳورو.

**حُضُورُ؛** ث (ع) بزرگ جي مجلس- حاڪم جي دربار. معزز ماڻهو کي مخاطب ڪرڻ جو لفظ.

**حُضُورِي؛** ث. نزديڪي- ويجهڙائي. موجودگي- حاضري. (ص) حضور ۾ پهتل.

**حِظُّ؛** ذ (ع) لذت- مزو. خوشي- سرهائي.

**حِفَاظَتَ؛** ث (ع) سلامتي- پناه. سنڀال- نگراني.

**حِفظُ؛** ذ (ع) حفاظت- سنڀال. (ظ) ياد- برزبان.

**حِفظانِ صِحَتَ؛** ث. جسم جي حفاظت- تندرستي.

**حِفظُ ماتَقَدُم؛** ذ. اڳواٽ بچاءُ. اڳواٽ بندوبست. حفاظت لاءِ پيش بندي.

**حِفظ مَراتب؛** ذ. مرتبي جو لحاظ. حيثيت سارو عزت.

**حِفظ ڪرڻ؛** ياد ڪرڻ.

**حَفِيظُ؛** ص (ع) محافظ. نگهبان. بچائيندڙ. (ذ) خدا تعاليٰ جو صفاتي نالو.

**حَقُّ؛** ذ (ع. حَق) سَچُ- صِدق. ذميداري- فرض. دعويٰ. عدل- نياءُ. بدلو- عيوض. مزوري. مڙس- ڪانڌ. خدا جو هڪ صفاتي نالو- حق تعاليٰ. (ص) سچو. درست. نيڪ. بجا- روا. جائز- مباح.

**حق آدا ڪرڻ؛** فرض پورو ڪرڻ. ذميداري پوري ڪرڻ. صحيح انصاف ڪرڻ. هرڪنهن کي پنهنجو حصو ڏيڻ.

**حَقانِي؛** ص. حق وارو. صحيح- سچو.

**حَقُ بَجانِبُ؛** ظ. سچ يا حق جي پاسي. حق تي- درست.

**حَقُ بخشائِڻ؛** ذ. ڇوڪريءَ کي سڄي عمر ڪنواري رهڻ لاءِ قرآن شريف سان لائون ڏيارڻ جي رسم.

**حَق تَلفِي؛** ث. حق مارڻ (زور زبردستي سان). ناانصافي.

**حَق پَرست؛** ص. خدا کي مڃيندڙ. سچائي کي پسند ڪندڙ. عادل.

**حَقَ حُقُوقَ؛** ذ. واجبات. ذميداريون.

**حَق حَلال؛** ص. جائز- روا- مُباح.

**حَقدارُ؛** ص. حق رکندڙ. جائز وارث.

**حَق رَسِي؛** ث. انصاف- عدل. داد رسي.

**حَق شَرَع؛** ث. مڙس ۽ زال جو هڪ ٻئي تي شرعي حق.

**حَقُ شَفَعہ؛** ذ. پاڙيسري هئڻ جو حق. پنهنجي گهر يا زمين جي پرواري گهر يا زمين خريد ڪرڻ جو قانوني حق.

**حَقُ شَناسُ؛** ص. قدردان. فرض سڃاڻيندڙ.

**حَقُ ڪرڻ؛** نياءُ ڪرڻ. صحيح فيصلو ڪرڻ. نڪاح ڪرڻ- شادي ڪرڻ.

**حَق گو؛** ص. سچ چوندڙ- سچار.

**حَقِ گوئِي؛** ث. سچ چوڻ. سچي ڳالهه ڪرڻ.

**حَق ۾؛** ظ. باري ۾- بابت. حمايت ۾.

**حَقُ ناحَقُ؛** ظ. خواه مخواه. هرويرو. سبب يا بنا سبب جي.

**حَقائِقُ؛** ذ (ع) "حقيقت" جو جمع.

**حَقي:** ص. حق وارو. حق رکندڙ. حقدار.

**حَقابو:** ذ (ع. حَق+ ف. آب) پوک لاءِ کم آندل پاڻي جو معاوضو. (جيکو مالڪ زميندار کان ورتو ويندو هو). پاڻيءَ جو حق.

**حِقارَتَ:** ث (ع) ڌڪار- نفرت. ڪراهت.

**حُقنو:** ذ (ع) طب جي اصطلاح ۾ پچڪاري ذريعي پاخانو آڻڻ.

**حُقو:** ذ (ع) تماڪ ڇڪڻ لاءِ نِڪر يا ڏاتوءَ مان ٺهيل گهگهيءَ جهڙو ٿانءُ.

**حُقو پاڻي بند ڪرڻ:** برادريءَ مان ڪڍي ڇڏڻ.

**حُقوقُ:** ذ (ع. حَق جو جمع) فرض. جوابداريون.

**حُقوق الله:** ذ. خدا تعاليٰ جا انسان تي حق (عبادت ڪرڻ ۽ حڪم مڃڻ).

**حُقوق العباد:** ذ. انسانن جا حق. ماڻهن جا ماڻهن تي حق. انساني فرض.

**حَقيرُ:** ص (ع) حقارت جي لائق- نفرت جوڳو. نيچ- خَسيس- ادنيٰ. ڌڪاريل. بي پهچ- هيٺو.

**حَقيقَتَ:** ث (ع) اصليت. سچائي. سچي ڳالهه. بيان- احوال. ماجرا.

**حَقيقي:** ظ (ع) سچو- صحيح. اصلي.

**حَڪاڪ:** ص (ع) وينجهار.

**حُڪامُ:** ص (ع. حاڪم جو جمع) حڪومت ڪندڙ. حڪم هلائيندڙ. بالا عملدار.

**حِڪايَتِ:** ث (ع) آکاڻي- ڪهاڻي. قصو- داستان. بيان- احوال. روايت.

**حُڪُمُ. حُڪمُ:** ذ (ع) فرمان- اَمُر. سرڪاري قاعدو. تاس راند ۾ پوليل رنگ- ٽُرپ.

**حُڪم اِمتناعي:** ذ. ڪنهن عمل کان منع ڪرڻ جو حڪم (جيڪو عدالت جاري ڪري).

**حُڪمان حُڪُم. حُڪمانُ حُڪمي:** ظ. حڪم جي زور سان. ڏاڍائي سان. زوري زبردستي.

**حُڪُم بَجا آڻڻ:** حڪم جي تعميل ڪرڻ.

**حُڪمرانُ:** ص. حڪم هلائيندڙ. فرمانروا- حاڪم.

**حُڪمراني:** ث. حڪم هلائڻ جا اختيار. فرمانروائي- حڪومت.

**حُڪمنامو:** ذ. لکيت ۾ حڪم. تحريري هدايت.

**حُڪمي بَندو:** ص. حڪم جو نوڪر. چڙيوان. تابعدار.

**حِڪمَت:** ث (ع) ڏاهپ- دانائي- عقل. علم. تدبير- ڪيڏ. طبابت جو فن.

**حِڪمَت الاهي:** ث. باري تعاليٰ ۽ عقليت تي بحث جو علم. خدا جي مرضي.

**حِڪمَت عَمَلي:** ث. عمل جي ڏاهپ. تجربي مان حاصل ٿيل علم. مُلڪي تدبير. سياست. چالاڪي. هوشياري.

**حُڪومَتَ:** ث (ع) بادشاهي. فرمانروائي. سلطنت.

**حَڪيمُ:** ص (ع) ڏاهو- داناءُ- سياڻو. فيلسوف. عالم فاضل. ويڄ- طبيب. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**حَلُ:** ذ (ع. حَلَ) ڏکئي ڪم کي آسان ڪرڻ. مشڪل مسئلي جو سلجهاءُ. سمجهاڻي. جواب. پَڙتي. ميلاپ. پيهَڻُ- گهوٽڻ.

**حَلُ ڪرڻ:** سُلجهائڻ. پيچڻ (حساب). آسان ڪرڻ. حاصل ڪرڻ (عبور). شين کي ڳاري پاڻ ۾ ملائڻ- ڳارڻ (پاڻيءَ ۾).

**حَلاجُ:** ص (ع) پيڃارو. صوفي منصور حَلاجُ.

**حَلالُ:** ص (ع) شرع مطابق روا- جائز- مباح. ذبح ڪيل جانور.

**حَلال خورُ:** ص. حلال جي ڪمائي ڪائيندڙ. ڀاليشاهي- ڀنگي.

**حَلال ڪري کائڻ:** جائز نموني سان کائڻ. ايمانداري سان پورهيو ڪرڻ جي عيوض مليل اُجرت مان گذر ڪرڻ.

**حَلالہ:** ث. طلاقيل عورت جيڪا ٻئي مڙس سان نڪاح ڪري وري پهرئين مڙس سان نڪاح ڪري.

**حَلالِي:** ص. جائز- صحيح (اولاد).

**حَلاوَتَ:** ث (ع) مِٺاڻ- ميٺاڄ. ذائقو- لذت.

**حَلفُ:** ذ (ع) قسم- سُنهُن.

**حَلف نامو:** ذ. تحريرِي قسم جو نامو.

**حَلقُ:** ذ (ع) نِڙي- نڙگهٽ. ڳچي- گردن.

**حَلقو:** ذ (ع) گهيرو- دائرو- گولُ. ڪڙو- ڇلو. هم خيال ماڻهن جو گروه. علائقو- حد.

**حَلقه اِنتخابُ:** ذ. اهو علائقو جنهن ۾ رهندڙ ماڻهو پنهنجو نمائندو چوندين. چُونڊَ جو تَڪُ.

**حِلمُ:** ذ (ع) سَهڻ جو مادو- سَهپَ. تحمل. بردباري. نرم دِلي. ڪامڻ- جادو.

**حُلوانُ:** ذ (ع. حُلوان) ڇيلو (ٻڪريءَ جو ٻچو). ڇيلي جو گوشت. ڳاڙهي رنگ جو سوٽي ڪپڙو.

**حُلُولُ:** ذ (ع) هڪ شيءِ جو ٻيءَ ۾ پيهي حَلُ ٿي وڃڻ. واسو (جِنُ ڀُوت جو).

**حَلوو:** ذ (ع. حَلاوَه) مٺائيءَ جو هڪ قسم (گيهه، نشاستي، ميدي ۽ کنڊ مغزيات وغيره مان ٺهيل).

**حَلوائِي:** ص. مِٺائي ٺاهيندڙ.

**حَلِيفُ:** ذ (ع) معاهدي ۾ ڪابہ هِڪ ڌُر. ساٿي- رفيق.

**حَلِيمُ:** ص (ع) بردبار. نرم مزاج. نِهٺو. نرم- ڪُونئرو. هڪ قسم جو طعام (اناج، داليون، گوشت، مصالحو رڌي ڳاري نرم ڪيل).

**حَلِيمائِي:** ث. قوت برداشت- سهپ جي طاقت. بردباري. نهٺائي.

**حَلِيمُ سُڀاءُ، حَلِيمُ طبعَ:** ص. نرم مزاج- بردبار.

**حُليو:** ذ (ع. حُليه) شڪل- صورت- شبيهہ.

**حِماقَتَ:** ث (ع) بيوقوفي- اياڻپ.

**حَمالُ:** ص (ع) مزور. بار ڍوئيندڙ (خاص ڪري ڪونين، گدامن يا ڪارخانن ۾ ڳوڻيون ڍوئيندڙ).

**حَمالِي:** ث. مزوري (ڳوڻين ڍوئڻ جي).

**حِمّامُ. حَمامُ:** ذ (ع) وهنجڻ خانو- غلسخانو (جنهن ۾ گرم پاڻي ملي). دوائن يا مصالحي ڪُٽڻ لاءِ ڌاتوءَ مان ٺهيل اُکري.

**حمام دَستو:** ذ. ڌاتوءَ مان ٺهيل اُکري مُهري.

**حُمامُ:** ذ (ع) باهہ- تپش. گرمي.

**حَمائِلَ:** ث (ع) ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهہ- تائٿ. تمام ننڍڙي تختي وارو قرآن شريف (جيڪو تعويذ وانگر ڳچيءَ ۾ ٻڌجي).

**حِمايَتَ:** ث (ع) طرفداري- پاسخاطري. مدد- پُٺڀرائي.

**حِمايَتِي:** ص. مددگار. طرفدار. واهرو.

**حَمدَ:** ث (ع) ڌڻيءَ تعاليٰ جي ساراهہ.

**حَمد وثنا:** ث. 'حمد' فقط خدا جي لاءِ آهي ۽ 'ثنا' انسان جي بہ ٿي سگهي ٿي.

**حَمدُ:** ذ (ع) شڪرانو (ڌڻي تعاليٰ جو).

**حَمَلُ:** ذ (ع) بارُ. پيٽُ- اميدواري. هڪ آسماني بُرج- ميک.

**حَملو:** ذ (ع) هَلان- ڪاهہ- جُلهہ.

**حَملي آوَرُ:** ص. ڪاهہ ڪندڙ- چڙهائي ڪندڙ.

**حَمِيتِ:** ث (ع) غيرت- شرم. ننگ.

**حَمِيدُ:** ص (ع) ساراهيل- واکاڻيل. خدا تعاليٰ جو صفاتي نالو.

**حِنا:** ث (ع. حَنا) ميندِي.
**حَنبَلُ:** ذ (ع) فقه جو هڪ امام (احمد بن حَنبل).
**حَنبَلِي:** ص. امام احمد بن حنبل جا پيروڪار. سُني مسلمانن جو هڪ فرقو.
**حَنَفِي:** ص (ع) امام ابوحنيفه جو پوئلڳ. سُني مسلمانن جو هڪ فرقو.
**حَنِيفُ:** ص (ع) حضرت ابراهيم عليه السلام جي دين کي مڃيندڙ. سچي دين (اسلام) کي مڃيندڙ. پڪو مسلمان.
**حَوا:** ث (ع. حَوّا) حضرت آدم عليہ السلام جي زال ۽ انسان ذات جي ماءُ.
**حوادِث:** ذ. (ع. حادثه جو جمع) حادثا- واقعا.
**حَوارِي:** ص (ع) دوست- يار. مريد- پوئلڳ. حضرت عيسيٰ عليه السلام جو دوست.
**حَواسُ:** ذ (ع. حاسه جو جمع) انسان جي ڏسڻ وائسڻ ۽ ڇهڻ جي قُوت (پنج حواس: اکيون. ڪَنَ. نڪ. وات. هٿ). هوش- عقل.
**حَواس باختہَ:** ص. وائڙو- حيران. هَڪو بَڪو.
**حَواس خَمسہَ:** ذ. پنج حواس (چکڻ. ٻڌڻ. ڏسڻ. ڇهڻ. سنگهڻ).
**حَواشِي:** ذ (ع. حاشيه جو جمع) ڪنارا. حاشي ۾ لکيل وضاحت.
**حَوالاتُ:** ذ (ع) سُپردگي- تحويل. ٿاڻي جو ننڍو جيل. جيل- قيد.
**حَوالدارُ:** ص (ع) حوالات سنڀاليندڙ. پوليس يا فوج جو ننڍو عملدار. پٽيوالن جو اڳواڻ- نائڪ.
**حَوالو:** ذ (ع) ڪتاب جي لکيت مان ڪنيل معلومات بابت اشارو. اهڃاڻ.
**حَوالي ڪرڻ:** قبضي ۾ ڏيڻ- سپرد ڪرڻ. نمي ڪرڻ.

**حوائج:** ذ (ع. 'حاجت' جو جمع) گهرجون- ضرورتون.
**حَوائج ضروري:** ذ. ضروري ڪم. ڪاڪوس وغيره جي ضرورت.
**حُوتُ:** ذ (ع) وڏي مڇي. هڪ آسماني بُرج.
**حُورَ:** ث (ع) بهشت جي حسين عورت. سهڻي عورت. (ص) سهڻي- حَسين.
**حُورَ پَرِي:** ص. تمام سهڻي- نهايت خوبصورت (عورت).
**حَوصِلو:** ذ (ع) همت- جرئت- دليري.
**حَوصلا خطا ٿيڻ:** حواس گم ٿيڻ. همت ڇڏائي وڃڻ.
**حَوصلي آفزائِي:** ث. دلداري. شاباس.
**حَوصلي وارو:** ص. همت وارو- جرئتمند.
**حَوضُ:** ذ (ع) پاڻي گڏ ڪرڻ لاءِ هٿراڌو تلاءُ- ٽانڪي- هَودِي.
**حَوضِ ڪوثَرُ:** ذ. بهشت جو هڪ چشمو.
**حَويلِي:** ث (ع) وڏي عمارت- محلات. بادشاهہ يا بزرگ جي حرمسراءِ.
**حَيُّ:** ص (ع) هميشه حيات. زنده- جيئرو. خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.
**حَيا:** ذ (ع) حَياءُ.
**حَيَاتِ:** ث (ع) زندگي- عُمرِ. حياتي. ڄمار. جان- ساهہُ.
**حَياءُ:** ذ (ع) شرم- لڄ. غيرت. لحاظ- محابو.
**حَيثِيت:** ث (ع) پهچندي- پُڄت. وس- طاقت. هُوندَ. سگهہ- پهچ. لياقت- رتبو- درجو.
**حَيدَرُ:** ص (ع) وڏي آفت کي چيريندڙ. شِينهُن. (ذ) حضرت علي ڪرم الله وَجههُ جو لقب.
**حَيدَرِي:** ص. 'حيدر' جو پيروڪار. شيعہ فرقي جو.
**حَيدَرآبادُ:** ذ. سنڌ جو مشهور تاريخي شهر (جنهن جو قلعو ميان غلام شاهہ ١٧٦٨ع ۾ اڏايو).

**حَيرانُ:** ص (ع) هڪو ٻڪو- وائڙو. ششدر- پريشان. عجب ۾.

**حيران ڪرڻ:** عجب ۾ وجهڻ. پريشان ڪرڻ. دربدر ڪرڻ.

**حَيراني:** ث. عجب- حيرت. پريشاني.

**حَيرتَ:** ث (ع) عجب- اچرج- ويچار- ڳڻتي.

**حَيرت انگيز:** ص. حيران ڪندڙ. اچرج جهڙو.

**حَيرتَ زَده:** ص. وائڙو- موڳو. حيران- پريشان.

**حَيصُ بَيصُ:** ذ. نت نئاءُ. تڪرار- بحث.

**حَيضُ:** ذ (ع) ماهواري- ڦُلَ.

**حَيضِي ڦرُ:** ذ. حرامي ٻار. (ص) شرير (ٻار).

**حَيفُ:** ث (ع) حقارت يا جُڻُ جو لفظ. افسوس.

**حِيلو:** ذ (ع. حِيله) بهانو. اٽڪل. اُپاءُ. حرفت. فريب. روزگار.

**حِيلو حَوالو:** ذ. اٽڪل سَٽڪل. بهاني بازي. ڪوشش. حڪمت عملي.

**حِيلو ڪرڻ:** بهانو ڪرڻ. اٽڪل ڪرڻ. اُپاءُ ڪرڻ. تدبير ڪرڻ. روزگار ڪرڻ.

**حِيلو وَسيلو:** ذ. مددگار- پرجهلو.

**حِيلي باز:** ص. بهانا ڪندڙ. اٽڪلي- حرفتي.

**حَيوانُ:** ذ (ع) ساهوارو- جانور. چوپايو- ڍور. بي سمجهه. وحشي.

**حَيوانِ ناطِقُ:** ذ. ڳالهائيندڙ جانور. ماڻهو- انسان.

**حَيوانِيَتِ:** ث. جانور جي خاصيت (جنهن ۾ لڄ لِيهَه. حياءُ. قياس. شعور جو احساس نہ هجي). بي رحمي. ظلم. وحشانيت.

# خ

**خ:** ث (ع) سنڌي "الف- بي" جو ارڙهون اکر. عربي جو ستون ۽ فارسي جو نائون اکر. اچار "خَي". ابجد موجب عدد (٦٠٠).

**خابرو:** ص (ع) خبر ڏيندڙ. قاصد. جاسوس.

**خاتمَ:** ث (ع) مُهرَ. مُهروري مُنڊي.

**خاتمُ:** ص (ع) ختم ڪندڙ. (ذ) خاتمو پڇاڙي.

**خاتم الانبياءُ:** ذ. نبوت جي سلسلي جي پڇاڙي ڪندڙ. آخري پيغمبر (حضرت محمد صلعم)

**خاتمو:** ذ (ع. خاتـمة) پڇاڙي- پُڄاڻي. آخر. ڪتاب جي آخر ۾ لکيل عبارت.

**خاتمه بالخير:** ذ. نيڪيءَ واري پُڄاڻي. سلامتيءَ سان خاتمي جي دعا.

**خاتُوبَندُ:** ص (ف. خاتم بند) عاج، ڪاٺي يا هڏي تي اُڪَر جو ڪم ڪندڙ.

**خاتُو بندي:** ث. عاج، ڪاٺي يا هڏي تي اُڪر يا جڙات جو ڪم.

**خاتون:** ث (ترڪي) وڏ گهراڻي عورت. گهر ڌياڻي.

**خاتون جنت:** ث. حضرت بيبي فاطمه (رضي الله عنها) جو لقب.

**خادم:** ص (ع) نوڪر. ملازم. خدمتگار. درگاه جو مجاور يا مُتولي. (ث.خادمه)

**خادمي:** ث. نوڪري. ملازمت. خذمت.

**خار:** ث. ساڙ- ڪام. حسد. چڙ- ڪاوڙ.

**خار ڪائڻ:** حسد ڪرڻ. ساڙ ڪائڻ. چڙڻ.

**خار ڪڍڻ:** عداوت پوري ڪرڻ.

**خاري:** ص. ڪاوڙيل. ضد پيل. حاسد.

**خارُ:** ذ (ف) ڪَنڊو - سيلهہ (وڻ، ٻُوٽي جو).

**خار پُشت:** ذ. ڪنڊائين پُٺي وارو هڪ جانور (چاهو، سيڙهہ). چاهو.

**خاردار:** ص. ڪنڊن وارو (لوڙهو، وڻ، ٻُوٽو).

**خار زار:** ذ. ڪنڊن وارو ماڳ.

**خارو خَس:** ذ. ڪک ڪنڊا. ڪچرو.

**خارا:** ذ (ف) سخت پٿر. چِپ.

**خارا شگاف:** ذ. پٿر ۾ ٽوٽ وجهندڙ.

**خارج:** ص (ع) ٻاهر. نيڪال. جدا- الڳ. ڪڍيل. ٻاهر نڪتل. ڌڪيل- لوڌيل. تڙيل (دين مان). بيڪار.

**خارج ڪرڻ:** ٻاهر ڪڍڻ. جدا ڪرڻ. نيڪال ڪرڻ. رد ڪرڻ. بر طرف ڪرڻ (ملازمت مان).

ڪڍي ڇڏڻ.

**خارجي:** ص. ٻاهريون- بيروني. جدا- الڳ. تڙيل. لوڌيل. نڪتل. (ذ) مسلمانن جو هڪ فرقو.

**خارش:** ث (ف) چمڙي جي هڪ بيماري. ڪَنهَر- ڪاچي- کهہ. سُر سُر (بدن ۾).

**خازنُ:** ص (ع) خزانچي.

**خاشاڪ:** ذ (ف) ڪک پن- ڪچرو.

**خاشو:** ذ . سُلفي دڪائڻ لاءِ نوڙيءَ جو ٻريل مُچو. خاصو.

**خاصُ:** ص (ع) نج - اصل. ذاتي- شخصي. مکيہ- اهم. اُتم- اعلىٰ. (ظ) فقط- رڳو.

**خاصُ الخاص:** ص. چُونڊيل - ڏُٺيل.

**خاص عامُ:** ذ. امير غريب. سموري خلق

**خاصو:** ص. خاص. سُٺو- چڱو. مناسب- موزون.

**خاصخيلي:** ذ. هڪ مشهور قوم ۽ ذات. حڪمرانن جو خاص سپاهہ ۽ محافظ.

**خاصِيَّتَ:** ث (ع) خاص تاثير- گُڻ. مزاج- اثر (دوا جو).

**خاطِر، خاطِر:** ث (ع. خاطِر) دل- مَن. آجيان- آدرڀاءُ. خذمت. (ظ) لاءِ- واسطي.

**خاطِر جَمعَ:** ث. دلجاءِ- تسلي. اطمينان.

**خاطرخواهُ:** ظ. مرضي موجب. دلپسند. مناسب.

**خاطرداري:** ث. آدرڀاءُ- خذمت چاڪري.

**خاطر مدارتَ:** ث. خذمت چاڪري. مهمان نوازي.

**خاطر ۾ نہ آڻڻ:** پرواهہ نہ ڪرڻ. ڌيان نہ ڏيڻ.

**خاطِري:** ث. پَڪَ- يقين. دلجاءِ- تسلِي. خذمت- چاڪري. ٽهل ٽڪور.

**خاطِريءَ جهڙو:** ظ. پسنديءَ جهڙو. خواهش موجب. دل کي وڻندڙ.

**خاطُو:** ص. خط لکندڙ. خبرون ڏيندڙ (اخبار کي).

**خاطِي:** ص (ع) ڏوهي- گنهگار.

**خاقانُ:** ذ (ترڪي) بادشاهہ. سلطان.

**خاڪِ:** ث (ف) مِٽي. لَٽَ- دوڙ. ڇارَ- رکَ. زمين.

**خاڪ آلُوده:** ص. دوڙ ۾ ڀريل. مِٽيءَ هاڻو.

**خاڪ اُڏامڻ:** ويراني ٿيڻ (جتي دوڙ اُڏامي). بربادي ٿيڻ.

**خاڪ بَسَر:** ص. دوڙ ۾ گذاريندڙ. خراب حال- ڏتڙيل.

**خاڪ ٿيڻ:** مِٽي ٿيڻ. تباهہ ٿيڻ. سَڙي رک ٿيڻ.

**خاڪ پا:** ث. پيرن جي مٽي. حقير. عاجز.

**خاڪِ شِفا:** ث. صحتيابي ڏيندڙ مٽي (مڪي مديني يا ڪربلا معلىٰ جي خاص مٽي).

**خاڪِ شورِي:** ث. مٽيءَ جو ڪم. هارپو. مزوري- پورهيو.

**خاڪِ نَشين:** ص. مٽيءَ ۾ ويهندڙ. ساده مزاج. مسڪين.

**خاڪرُوبُ؛** ص (ف) بهاريدار.

**خاڪِسارُ؛** ص. مِٽيءَ جهڙو. عاجز- مسڪين. ڪسر نفسيءَ ڪان پنهنجو پاڻ کي ڏنل لقب.

**خاڪساري؛** ث. عاجزي. نوڙت- نيازمندي.

**خاڪِستَرَ؛** ث (ف) رک- ڇارِ- ٿلهيار.

**خاڪِناءِ؛** ث (ف) ڳچي ڌرتي.

**خاڪو؛** ذ (ف) حدن جي نروارئي لاءِ ليڪن سان ٺهيل نقشو. ڪچو نقشو. تصوير جو ٻاهريون ليڪو. آٽي وانگر پيٺل دوا- ڪُشتو.

**خاڪِي؛** ص (ف) مٽيءَ جو. مٽيءَ جهڙو (رنگ).

**خالُ؛** ذ (ع) خالي جاءِ- خَلا. وٿي- وڇوٽي- ٻرگهل. جسم تي ڪارو نشان- تِرُ.

**خالِصُ؛** ص (ع) نج- نبار. ڪرو. صاف.

**خالِقُ؛** ص (ع) پيدا ڪندڙ- خلقيندڙ. (ذ) ڌڻي تعاليٰ جو صفاتي نالو.

**خالِي؛** ص (ع) ٺلهو- سکڻو- پالهو. اڻ ڀريل. سُڃو. کوکلو- پورو. (ظ) نقط- رڳو.

**خالي پيٽُ؛** ص. نيرانو- لنگهڻو- بکيو.

**خالي هَٿِيءَ؛** ظ. ٺلهي هٿين- بنا سمرَ جي. مفلس- ڪنگال.

**خالِي پيلِي؛** ظ. هرويرو- خواهہ مخواه.

**خامُ؛** ص (ف) ڪچو- اڻ پَڪو. ناتجربيڪار. ناقص- بيڪار.

**خام خِيالي؛** ث. اجايا خيال. غلط گمان.

**خاموشُ؛** ص (ف) ماٺ- چُپ. ساڪن. سانت.

**خاموشِي؛** ث. ماٺ- چُپ. سانت- سڪون. صبر.

**خامہ؛** ذ (ف) قلم- ڪِلڪَ.

**خامہ فَرسائِي؛** ث. لکيت- تحرير.

**خامِي؛** ث (ف) ڪچائي. اوڻائي. عيب- نقص. ڪمي- گهٽتائي.

**خانُ؛** ذ (ترڪي) سردار. نواب. رئيس. بلوچن ۽ پٺاڻن جو لقب.

**خان بهادر؛** ذ. حڪومت برطانيہ ڪان ڪنهن مسلمان کي خدمت جي عيوض مليل خطاب.

**خانساماں؛** ذ. بورچي. خاص ملازم.

**خاندانُ؛** ذ (ف) گهراڻو- پيڙهي. نسل. قبيلو. ڪٽنب. (ص) سٺي خاندان جو- وڏ گهراڻو.

**خانداني ڏيکارڻ؛** وڏ ماڻهپي ڏيکارڻ. دولتمندي ڏيکارڻ لاءِ ٺٽ ڪرڻ. اجايا خرچ ڪرڻ.

**خانقاہ، خانگاہ؛** ث (ف) درويش يا بزرگ جو آستانو. ڪنهن درويش جو مقبرو. درگاہ.

**خانگي؛** ص (ف) گهر جو- گهرو. ذاتي- شخصي. نِجي- پنهنجو.

**خانم؛** ث (ف) بيگم. اميرياڻي. وڏ گهراڻي عورت.

**خانو؛** ذ (ف. خانہ) گهر- مڪان- جاءِ. ڪٻٽ يا ميز جو طبق. پاڪڙي يا هَني ۾ ويهڻ واري جاءِ.

**خانو آباد ٿيڻ؛** گهر وسڻ. سکيو ستابو هئڻ (دعائيہ ڪلمو).

**خانو خراب ٿيڻ؛** گهر برباد ٿيڻ. بربادي ٿيڻ.

**خاني ماں نڪرڻ؛** آپي مان نڪرڻ. هوش مان نڪرڻ. بدانعال ٿيڻ. پاڻ کي خوار خراب ڪرڻ جهڙا ڪم ڪرڻ.

**خانوادو؛** ذ (ف) خاندان- قبيلو- گهراڻو. فقراء جو سلسلو. مشائخ يا درويشي وارو خاندان.

**خانہ، خانۃ؛** ذ (ف) خانو.

**خانہ آبادي؛** ث. گهر جي آبادي. شادي.

**خانہ بربادي؛** ث. گهر جي تباهي.

**خانہ بَدوش؛** ص. لڏو ڪٽي هلندڙ (جئن ڪوهستاني وغيره). سانگي. بي گهر.

**خانہ پُري:** ث. نقشي ۾ جايون يا انگ اکر ڀرڻ. ناليِ ماتر پوٺواري.
**خانہ جَنگي:** ث. گهرو ويڙهہ. مُلڪ جي اندر حڪومت سان يا رعيت جي پاڻ ۾ سياسي يا قبائلي جنگ.
**خانہ داري:** ث. گهر جو ڪم ڪار. گهر جو انتظام.
**خانہ زاد:** ص. گهرو نوڪر يا غلام جو اولاد.
**خانِي:** ث (ف) رئيسي- اميري. وڏ ماڻهپي.
**خاوَرُ:** ث (ف) اُڀرندو طرف. سج- آفتاب.
**خاوَندُ:** ذ (ف) مالڪ- آقا. ڌڻي. گهر وارو- مڙس.
**خائِفُ:** ص (ع) ڊنل. هيسيل. هراسيل.
**خائِنُ:** ص (ع) خيانت ڪندڙ. بدديانت.
**خَباثَتَ:** ث (ع) بدنيتي- پليتي- بڇڙائي (نيت جي). ناپاڪائي- گندگي.
**خَبَرَ:** ث (ع) ڄاڻ- واقفيت- آگاهي. اطلاع- احوال. سُڌ. پيغام. پرَوڙ. پتو- اهڃاڻ.
**خَبر چارَ:** ث. حال احوال. سُڌ سماءُ. واءُ سُٺاءُ.
**خبردار:** ص. خبر رکندڙ. واقف- آگاهہ. سجاڳ- چوڪس.
**خبرداري:** ث. هوشياري. سجاڳي. سنڀال- احتياط.
**خبر رَسان:** ص. خبر پهچائيندڙ. اطلاع ڏيندڙ.
**خبَرگيري:** ث. سارسنڀال- پڇا ڳاڇا. سُڌ سَماءُ.
**خَبر وٺڻ:** واقفيت وٺڻ. حال پڇڻ. مدد ڪرڻ. سيڪت ڏيڻ.
**خَبطُ:** ذ (ع) سوداءُ- خفقان. جنون. چريائي.
**خَبطي:** ص. سودائي خفقاني. چريو. وهمي.
**خَبِيثُ:** ص (ع) ناپاڪ- پليت. بدنيت. لُچ- بدمعاش. شرير.
**خَبِيَرُ:** ص (ع) ڄاڻندڙ- واقف. (ذ) خدا تعاليٰ جو صفاتي نالو.
**خَتَمُ:** ذ (ع) پڇاڙي- پڇاڙي. آخر- انتها. (ص) پُورو- مڪمل. پوُيون.
**خَتَمُ الرُسل:** ذ. سڀني نبين ۾ آخرين نبي سڳورو (حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليہ وسلم).
**خَتم ڪرڻ:** پُورو ڪرڻ. قتل ڪرڻ- مارڻ.
**خَتِمو:** ذ (ع) فوتيءَ جي روح کي بخشش واسطي پڙهيل قرآن شريف. پوري قرآن شريف جي تلاوت. مُئي جي ماني يا خيرات. فاتحہ خواني.
**خَتَنگُ:** ذ (ف) تِيرُ- ٻاڻُ. (ص) تيز- چالاڪ. سورهيہ.
**خُتنو:** ذ (ع) طُهَرُ (سُنت ابراهيمي).
**خَجالتَ:** ث (ع) شرمساري- ٺِڪائي. پڇتاءُ- پشيماني.
**خَجِل:** ص (ع) شرمندو- ٺِڪو- پشيمان.
**خَچَرُ:** ذ. گهوڙي ۽ گڏهہ جي ميلاپ سان پيدا ٿيل نسل جو جانور.
**خچرپائي:** ث. ڪميڻپ. اڍنگائي. بيوقوفي.
**خچر خانو:** ذ. هُل بکيڙي وارو هنڌ.
**خچر ڪلو:** ذ. مار موچڙو- مارڪُٽَ. هُل بکيڙو- گوڙگهمسان.
**خُدا:** ص (ف) خود ايندڙ ۽ موجود رهندڙ. مالڪ- ڌڻي- الله.
**خُدا تَرس:** ص. خدا جو خوف رکندڙ. رحمدل.
**خُدا تَرسي:** ث. خدا جو خوف. رحمدلي- ڪهل.
**خُدا تعاليٰ:** ذ. الله سائين سڀني کان بلند آهي.
**خدا جو گهَرُ:** ذ. الله جو گهر- مسجد. بيت الله- ڪعبو.
**خُدا حافظِ:** ذ. ڌڻي نگهبان (موڪلائڻ وقت دعائيہ ڪلمو)- الله توهار.
**خدا خدا ڪرڻ:** الله کي ياد ڪرڻ. عبادت ڪرڻ.
**خُداداد:** ص. خدا جو ڏنل. خدا کان مليل.
**خدا رسيدو:** ص. الله کي پهتل. بزرگ- درويش.
**خدا سان ڪم پوڻ:** خدا وٽ موٽي وڃڻ ۽ پُڄائي

جو حساب ڏين.
**خُدا شَناس:** ص. خدا کي سڃاڻندڙ. الله لوڪ- درويش.
**خُدانخواسته:** جملو. خدا نہ ڪري- مبادا.
**خُداوَند:** ص. ڌڻي- مالڪ. الله.
**خُدائِي:** ث. خدا جي صاحبي. دنيا- جهان. (ص) خدا جي طرفان.
**خُدام:** ذ (ع) "خادم" جو جمع. نوڪر چاڪر.
**خَدشو:** ذ (ف. خدشـــہ) ڊپ- خوف. انديشو- گمان. شڪ.
**خِدمَت:** ث (ع. جمع "خدمات") چاڪري- ٽهل. نوڪري- ملازمت. فرض ادائي.
**خَدمتگار، خِدمتگُذار:** ص. خدمـت چاڪـري ڪندڙ. خادم. نوڪر.
**خَدَنگ:** ذ (ف) تير- ٻاڻ.
**خَر:** ذ (ف) گڏھ- ڪَرُ. (ص) ڪريل.
**خَر دَجال:** ذ. ڏند ڪٿا موجب آخر زماني ۾ پيدا ٿيندڙ 'دجال' جي سواريءَ جو گڏھ.
**خَردِماغ:** ص. ڪُند ذهن. مغرور. هوڏي- ضدي. ٺٺر. بيوقوف.
**خَرڪار:** ذ (ف) گڏھن ذريعي بار برداري جو ڪم ڪندڙ. بيگار ۾ ڪم وٺندڙ.
**خَرمست:** ص (ف) نـشـي ۾ مست. بددماغ. ضدي. ارڏو.
**خَرمَستِي:** ث. بدمستي- ارڏائي.
**خَراب:** ص (ع) نڪمو- ردي. بُرو. تباھ- اُجڙ.
**خراب حال:** ص. خراب حالت ۾. بدحال.
**خراب ڪرڻ:** ڪِنو ڪرڻ. تباھ ڪرڻ. ڦٽائڻ.
**خَرابو:** ذ. ويراني. بَدحالي. ڪِن ڪچرو. پَنجھو.
**خَرابِي:** ث. تباهي- بربادي. بُڇڙائي- بُرائي.
**خَرابات:** ذ (ع. 'خراب' جو جمع) شرابخانو. بُتخانو.
**خَراج، خِراج:** ذ (ع) محصول. ڏن.
**خَرار:** ذ (ف. خَر وار= گڏھ تي ڍوئڻ جيترو بار). اڳاٽي وقت ۾ اناج جو هڪ ماپ (جنهن ۾ سراسري ۲۰ مڻ ٿين).
**خُراساني:** ص (ف) خُراسان مُلڪ جو. (ذ) گڏھ جو هڪ قسم.
**خَراش:** ث (ع) رهڙ- رُهنڊ (نُنهن، ڪنڊي يا ڪنهن چهنبياري اوزار جي).
**خُرافات:** ث (ع) واهيات ڳالهيون. بيهوديون ڳالهيون. بڪواس. گارگند.
**خِرام:** ذ (ف) ناز سان هلڻي. نخري واري ٽور. سُهڻي هلڻي.
**خِرامان:** ص. ناز نخري سان هلندڙ.
**خِرامِ ناز:** ث. نخري واري هلڻي- ٽور.
**خَربُوزو:** ذ (ف) گدرو.
**خُرچِيو:** ث (ف) خُرزين- ڪَڙيو.
**خَرچ:** ذ. ڪاڏي پيٽي جي لاڳت. خرچ ڪيل رقم. ڪاپو (پئسن جو).
**خَرچَ پَکو:** ذ. روزاني ڪپت لاءِ رقم. ڪاڏي پيٽي لاءِ رقم. گهر جي ڪاپي لاءِ گهربل رقم. سيڌي سامان تي خرچ ڪيل رقم. روزاني ڏيتي ليتي.
**خرچ ڪاپارُ:** ذ. خرچ پکو.
**خَرچائِڻ:** م. خرچ ڪـرائـڻ. ڪپائڻ (رقم). خريداري ڪرائڻ.
**خَرچاڻُو:** ص. گهڻو خرچيندڙ. هٿ ڦاڙ. فضول خرچ.
**خَرچَڻ:** م. خرچ ڪرڻ. ڪپائڻ (رقم). اُڏائڻ (پئسو).
**خَرچِي:** ث. ٿورڙي خرچ لاءِ ڏنل پئسا. ٻار يا ٻاڻ ڪان ننڍي کي خرچڻ لاءِ مليل رقم. شاديءَ جي هڪ رسم

موجب ڪنوار کي ڏنل رقم.

**خَرَخَسو،** ذ (ف. خَرخشہ) دنگو- فساد- مانڌاڻ. ڪِٽ ٽِٽ.

**خِرَدَ،** ث (ف) دانائي- ڏاهپ- عقل.

**خِردَمَندُ،** ص. ڏاهو- عقلمند.

**خُردُ،** ص (ف. خورد) ننڍو. ٿورو. گهٽ.

**خُردُبيني، خُوردبِيہ،** ث (ف) ننڍي شيء کي وڏو ڪري ڏيکاريندڙ اوزار.

**خُرَدسالُ،** ص (ف) ننڍيءَ عمر جو.

**خُردَسالي،** ث (ف) ننڍپڻ- ڪمسني.

**خُرْدَمُ،** ذ (ف) چيلهہ ۾ ٻڌڻ لاءِ چمر يا لوهي تارن جو پَٽو.

**خُردو،** ذ (ف. خرده) ريجو- ريزگاري.

**خُردَہ،** ذ (ف) ننڍي شيءِ. ٿورو مقدار. ريجو- ڪُليل رقم.

**خُردہ فَروش،** ص. ريزڪي وڪرو ڪندڙ.

**خُرزِينَ،** ث (ف) وهٽ جي پُٺيءَ تي سامان ڪڻڻ لاءِ ڏاس مان ٺهيل ٻٽي ڳوڻ (جيڪا وهٽ جي پُٺيءَ جي ٻنهي پاسن تي رکي وڃي)- ڪڙيو.

**خُرسَندُ،** ص (ف) خوش- شادمان. سکيو.

**خُرسَندِي،** ث. خوشي- سَرهائي. خوشحالي.

**خَرَقُ،** ذ (ع) چِيرُ- ڏارُ.

**خَرَقِ عادَت،** ذ. عقل خلاف عجيب واقعو. ڪرامت.

**خِرِقو،** ذ (ع. خرقہ) چِتِي. چِتين لڳل ڪپڙو- گودڙي. فقيرائو لباس. مريد کي مرشد کان تبرڪ طور مليل جُبو.

**خِرقہ پوشُ،** ص. گودڙي پهريل. درويش.

**خَرگوشُ،** ذ (ف) سهو (جنهن جا ڪن گڏهہ جي ڪنن جهڙا ٿين).

**خُرَمُ،** ص (ف) خوش- شاد. شاداب- سائو. تندرست- چڱو ڀلو. آسودو- سکيو.

**خِرمَنُ،** ذ (ف) ڳاهي صاف ڪيل اَنَ جو ڍڳ- ڳرو. ڍڳ. انبار.

**خِرمَنِ هَستِي،** ذ. حياتي- زندگي.

**خُرْمو،** ذ (ف) کارڪ- ڇُوهارو. کجور- ڪَتل.

**خَروارُ،** ذ (ف) خَرارُ.

**خُرُوجُ،** ذ (ع) نيڪال. نيڪالي. بغاوت.

**خِرِيبُ،** ذ (ع. فريب) دغا- دوکو- دولابُ.

**خِرِيبِي،** ص. فريبي- دغاباز.

**خَرِيدَ،** ث (ف) مُلهہ وٺڻ. خريداري. قيمت- مُلهہ.

**خَرِيدَ فروختَ،** ث. وڪرو ۽ خريداري. ڏي وٺ (مالَ جي). واپار- تجارت.

**خريد ڪرڻ،** مُلهہ وٺڻ.

**خَريدارُ،** ص (ف) خريد ڪندڙ- مُلهہ وٺندڙ. گراڪ. خواهان. طالبو.

**خريدارِي،** ث. مُلهہ وٺڻ. ڪنهن چيز جو سَوُدو.

**خَرِيدَهُ،** م (ف) مُلهہ وٺڻ- سَوُدڻ- ڳِنهڻ.

**خَرِيدِي،** ث (ف) مُلهہ- قيمت. اگهہ- نرخ.

**خَرِيطو،** ذ (ع) ننڍو ڳوٿرو. ٻُجڪي- ٿيلهي.

**خَرِيفُ،** ذ (ع) ڪَتيءَ جو فصل- ڪَتِي.

**خِزانُ،** ث (ف) سَرءُ. سرءُ جي موسم (جنهن ۾ وڻن مان پن ڇڻن ۽ ڪتيءَ جو فصل لُبي). بي رونقي. زوال. تباهي- بربادي.

**خَزانو،** ذ (ع. خزانہ) ناڻي رکڻ جو هنڌ- گنج. گڏ ڪري رکيل دولت. ناڻو- ڌن. ملڪيت. ذخيرو.

**خَزانچي،** ص. خزانو رکندڙ. ٻئي جي طرفان ناڻي جي ڏي وٺ ڪندڙ. خزاني جو حساب ڪتاب رکندڙ.

**خَرِينو،** ذ (ع) خزانو.

**خَس،** ذ (ف) سُڪل گاهہ- ڪک ڪانا.

**خَس و خاشاڪ،** ذ. ڪک ڪانا- گند ڪچرو.

**خَسارو،** ذ (ع) گهاٽو- ٽوٽو- نقصان.

**خَستہ،** ص (ف) ٿڪل. ستايل. هيڻو- ايرو. پُرٽو.

**خَستہ حال،** ص. ڏکويل- رنجيده. بدحال.

**خَسرو،** ذ (ف) حساب ڪتاب جو رجسٽر. ڪاتيدارن جي داخلا جو ڪتاب. اُرڙي (بيماري).

**خُسرَو، خُسروُ،** ذ (ف) ايران جو هڪ وڏو بادشاهہ. امير خسرو (مشهور شاعر ۽ موسيقار).

**خُسرواڻو، خُسرَوِي،** ص. شاهاڻو- بادشاهي.

**خُسُوف،** ذ (ع) چنڊ گرهڻ.

**خَسِيس،** ص (ع) گهٽ درجي جو- ادني. رواجي. نيچ. گهٽ مُلهہ وارو. هلڪڙو- ڪميڻو.

**خِشت،** ث (ف) سِرَ.

**خُشڪ،** ص (ف) سُڪل. اُساٽيل. اُجايل. اٿيو. رُڪو. بي سواد.

**خُشڪ دماغ،** ص. سودائي- خفقاني. ڪند ذهن.

**خُشڪ سالي،** ث. پاڻي جي اڻاٺ سبب سوڪهڙو.

**خُشڪ مزاج،** ص. رکو روح. ورچندڙ- بيزار.

**خُشڪا، خُشڪو،** ذ. ٻَٽ جو هڪ قسم (جنهن ۾ چانور چڙيا هجن).

**خُشڪِي،** ث (ف) سوڪهڙو. سُڪل زمين. زمين- ذرتي. پاڻيءَ کان آجي زمين. اُڃ- پياسَ. (ص) رُکو- بدمزاج.

**خُشڪيون چڙهڻ،** زبان سُڪي وڃڻ (اُڃ يا ڊپ سبب). حواس گم ٿيڻ. پرِيشان ٿيڻ.

**خَشَم،** ث (ف) ڪاوڙ- چڙ.

**خَشمگين،** ص. ڪاوڙ- چڙيل. ناراض.

**خُشوع،** ذ (ع) عاجزي- نِوڙت.

**خُشوعُ خُضوعُ،** ذ. نهايت عاجزي ۽ نِوڙت واري حالت.

**خُشُونَت،** ث (ع) سختي- رُکائي. چڙ- ڪاوڙ. نفرت- ٻُجان.

**خِصالُ،** ذ (ع. "خصلت" جو جمع) عادتون- لڇڻ. اعمال.

**خَصالَت،** ث (ع) خصلت- عادت- خُو. سُڀاءُ- مزاج. خوبي. طبيعت.

**خَصائِلَ،** ذ (ع. "خصلت" جو جمع) عادتون- لڇڻ.

**خَصَمُ،** ص (ع) مخالف- ويري. گهر وارو- مُڙس.

**خصُوصا، خصُوصِي،** ظ (ع) خاص ڪري- خاص طرح.

**خُصُوصِيَت،** ث (ع) خاص گڻ- خاص صفت. خاصيت.

**خُصُومَت،** ث (ع) دشمني- عداوت. بغض. جهيڙو.

**خَصِي،** ص (ع) ڪُٽ ڪيل (جانور). ڪَسِي.

**خَصِي ڪرڻ،** بي همت ڪرڻ. مڙسيءَ کان وِهارڻ.

**خَصِيو،** ذ (ع) آنورو- نوطو.

**خِضابُ،** ذ (ع) اڇن وارن کي ڪارو ڪرڻ جو خاص رنگ- ڪيسُ.

**خِضُر،** ذ (ع) هڪ پيغمبر سڳورو (جنهن آب حيات پيتو ۽ قيامت تائين زنده رهندو). (ص) رهبر.

**خُضوعُ،** ذ (ع) عاجزي. آزي- منٿ. نيزاري.

**خَطُ،** ذ (ع) ليڪو. چٺي. لکيت. تحرير. ڏاڙهيءَ جي ريهہ.

**خَطِ اِستوَا،** ذ. زمين کي الهندي ايرندي ۾ اڌ ڪندڙ خيالي ليڪ.

**خَطُ پَٽُ،** ذ. چٺي چپاٽي. حال احوال- سُڌ سماءُ.

**خَطِ جَدِي،** ذ. خط استوا کان ساڍا ٽيويهہ درجا ڏکڻ واري خيالي ليڪ (جنهن تائين سياري ۾ سج هلي).

**خَطُ خُطوط،** ذ. چٺيون چپاٽيون- خط پٽ.

**خَطِ سَرطانُ،** ذ. خط استوا کان ساڍا ٽيويهہ درجا اُتر

واري خيالي ليڪ (جنهن تائين اونهاري ۾ سج هلي).
**خَطِ طُغري:** ذ. بادشاهي فرمان لکڻ لاءِ پيچيده تحرير جو هڪ نمونو.
**خَطَ ڪتابَتَ:** ث. چِٺي چپاٺي- خط پٽ. لِکپڙهہ.
**خَطُ مُتوازِي:** ذ. بيءِ لِيڪَ سان برابر مفاصلي تي هلندڙ ليڪ- پُور وچوٽ ليڪ.
**خطُ وَنائڻ:** ڏاڙهيءَ جي سنوارت ٺهرائڻ.
**خَطا:** ث (ع) ڀُل چُڪَ- غلطي- سَهوَ. ڏوهہ- قصور. گناهہ.
**خَطا تيڻ:** ڀُلَ تيڻ. گُسي وڃڻ (نشانو). وهڻ (پيشاب).
**خَطاپوش:** ص. گناهن تي پردو وجهندڙ. عيب ڍڪيندڙ.
**خَطاوار، خَطاڪار:** ص. ڏوهي- گنهگار.
**خِطاب:** ذ (ع) گفتگو- ڳالهہ ٻولهہ. مخاطب ٿيڻ. تعريفي لقب.
**خِطابُ ڪرڻ:** وعظ ڪرڻ. تقرير ڪرڻ.
**خِطابَتَ:** ذ (ع) خطبو پڙهڻ. وعظ. خوش بياني.
**خُطبُو:** ذ (ع) وعظ. تقرير. جمعي نماز ۽ عيد نماز جي موقعي تي پيش امام جي طرفان حمد و ثنا ۽ نصيحت واري تقرير.
**خَطيبُ:** ذ (ع) خطاب ڪندڙ. تقريرون ڪندڙ. واعظ. خطبو ڏيندڙ.
**خُطُوط:** ذ (ع. 'خط' جو جمع) خط پَٽ.
**خَطرناڪ:** ص. پوائتو- خوفناڪ.
**خَطرو:** ذ (ع) ڊپ- خوف. انديشو.
**خِطو:** ذ (ع. خِطه) پرڳڻو. موري ۽ سڪرنڊ وارو علائقو.
**خَطيبُ:** ذ (ع) خطبو پڙهندڙ شخص. واعظ- مبلغ.
**خَطيرُ:** ص (ع) گهڻو- جهجهو- زياده.
**خَفا:** ص (ف) بيزار. ناراض.
**خفا ڪرڻ:** بيزار ڪرڻ. ورچائڻ. ناراض ڪرڻ.
**خَفتُ:** ذ. خفقان. ڳِٺتي. ٻِچار. سوداءُ. جُنون. شوق.
**خَفتي:** ص. خفقاني - سودائي. شوقين. ڪڪڙ ڌاريندڙ ۽ ويڙهائيندڙ.
**خِفَتِ:** ث (ع) هلڪڙائي. پشيماني. ذلت. شرمندگي.
**خُفته:** ص (ف) سُتل. غافل.
**خفقان، خفخان:** ذ. (ع) ڌڙڪو (دل جو). سوداءُ- وهم. ماليخوليا. چريائي.
**خفقان پچائڻ:** آجايا پهہ پچائڻ. اجاين خيالن ۾ پاڻ کي خوش ڪرڻ.
**خفقاني:** ص. سودائي. وهمي.
**خَفگِي:** ث (ف) بيزاري. ورچ. ناراضگي.
**خَفو:** ذ (ف) بيزاري- ورچ. ويچار- ڳِٺتي. سوداءُ.
**خَفي:** ظ. بيزار- ڪَڪ- وِرتل. ماندو.
**خَفي ڪرڻ:** بيزار ڪرڻ- هلاڪ ڪرڻ.
**خَفِي:** ص (ع) لڪل- ڳجهو (ذڪر).
**خُفيو:** ص (ع) لڪل- ڳجهو- پوشيدو. مخفي.
**خَفِيف:** ص (ع) هلڪڙو. گهٽ- ٿورو. حقير- خسيس.
**خَلا:** ذ (ع) خالي جاءِ. وِٿي- خال. اها جاءِ جتي هوا نہ هجي. زمين ۽ آسمان جي وچ وارو پولارُ.
**خَلاص:** ص (ع) آزاد- ڇُٽل. آجو- فارغ. ختم.
**خَلاصِي:** ث. آزادي- ڇوٽڪارو- رهائي.
**خُلاصو:** ذ (ع) اختصار- تَتُ. نَتيجو- حاصل مطلب. (ص) ويڪرو- موڪرو. خاص- نجو- شخصي. اڪيلو- الڳ.
**خُلاصائي، خُلاصگي:** ث. ويڪرائي- ڪشادگي. واندڪائي. اڪيلائي.
**خَلاصِي:** ذ. بحري جهاز جو هڪ ننڍو ملازم. سامان

ڏوئيندڙ ۽ ان جي حفاظت ڪندڙ ملازم.

**خِلافُ:** ص (ع) ابتڙ- مخالف. ابتڙ- برعڪس. (ذ) اختلاف.

**خِلافَ بَياني:** ث. مخالفت ۾ ڳالهائڻ. ابتڙ ڳالهہ (سچ جي). ڪوڙ.

**خِلافِ دَستورُ:** ظ. عادت جي ابتڙ. قانون جي ابتڙ.

**خِلافِ شَرعِ:** ظ. شريعت جي ابتڙ- ناجائز.

**خِلافِ طَبعَ:** ظ. مزاج جي خلاف.

**خِلافِ وَرزي:** ث. قاعدي جي ڀڃڪڙي. اصول جي برخلاف.

**خِلاف وَضع:** ظ. طريقي ۽ عادت جي ابتڙ. رسم رواج جي برعڪس.

**خِلافَتَ:** ث (ع) جاءِ نشيني (نبي يا ولي جي). خليفي جو عهدو. بادشاهت.

**خِلافَتَ راشِدَہ:** ث. نبي سڳوري جي چئن جاءِ نشين اصحابن ۽ خليفن جي حڪومت ۽ ان جو عرصو.

**خِلافَتي:** ث. ترڪيءَ جي عثمانيہ حڪومت کي وري قائم ڪرائڻ لاءِ ١٩٢٠ع ۾ هندوستان ۾ هلچل هلائيندڙ (مسلمان).

**خَلاقُ:** ص (ع) وڏو پيدا ڪندڙ- خلقيندڙ.

**خِلالُ:** ص (ع) ڏند ڪوٽڻي. وضوءَ ۾ ڏاڙهيءَ جي وارن، آڱرين جي وچن ۾ پاڻي ڏيڻ جو رڪن.

**خَلائِقُ:** ذ (ع. "خلقت" جو جمع) مخلوقات- ماڻهو. طبيعتون- مزاج.

**خُلتُ:** ذ (ع) گهاٽي دوستي. محبت. دوست.

**خَلجانُ:** ذ (ع) ڏڙڪو. انديشو. ويچار. ٻُڌترِ.

**خُلدُ:** ذ (ع) هميشہ رهڻ واري جاءِ. بهشت- جَنت.

**خُلد آشيانُ، خُلدَ مَکاني:** ص. بهشت ۾ رهندڙ- جَنتي. مرحوم.

**خُلد بَرِين:** ذ. سڀ کان مٿاهون بهشت- فردوس اعليٰ.

**خَلِشَ:** ث (ف) چُڀڪار (ڪنڊي جو)، ڪنڊو. رنجش. بغض.

**خَلطُ:** ذ (ع) ملاوت- آميزش.

**خَلطُ مَطُ:** ظ. گاڏڙ ساڏڙ- گڏوچڙ.

**خِلطُ:** ذ (ع) جسم ۾ چئن رطوبتن مان ڪابہ هڪ (صفرا، سودا، بلغم، رت).

**خِلعُ:** ذ (ع) حق مهر وٺڻ کان سواءِ ورتل طلاق.

**خِلعَتَ:** ث (ع) بخشش طور مليل پوشاڪ. بادشاه يا بزرگ کان عزت افزائي طور مليل لباس- سَروپا.

**خِلعَتِ فاخِره:** ث. اعليٰ سروپا. نفيس لباس.

**خَلَفُ:** ذ (ع) جاءِ نشين- قائم مقام. وارث. پُٽ. فرمانبردار.

**خُلفاءُ:** ذ (ع. "خليفہ" جو جمع) خليفا. جاءِ نشين. پوئلڳ.

**خُلفاءِ راشِدِين:** ذ. رشد ۽ هدايت وارا خليفا (حضرت ابوبڪر صديق، حضرت عمر فاروق، حضرت عثمان غني ۽ حضرت علي ڪرم الله وجه).

**خَلقَ:** ث (ع) انسان ذات- ماڻهو. مخلوق. ماڻهن جو انبوهہ.

**خَلق ڪِلائِڻُ:** خوار ٿيڻ. بدنام ٿيڻ.

**خُلقُ:** ذ (ع) سُڀاءُ- مزاج. اخلاق. سلڇڻائي. عزت پري اُٿي ويهڻي.

**خَلقَتَ:** ث (ع) ماڻهو. مخلوق. ماڻهن جو انبوهہ.

**خِلقَتَ:** ث (ع) پيدائشي سُڀاءُ. سرشت- فطرت. قدرت.

**خَلقَڻُ:** م. پيدا ڪرڻ- اُپائڻ. ناهڻ- بنائڻ.

**خَلقَٿهارُ:** ص. پيدا ڪندڙ. (ذ) خدا تعاليٰ.

**خَلَلُ:** ذ (ع) رخنو- اتڪاءُ. ٽوٽ- وِٿي. چِيرُ. فتور. ٿيٺارو. خرابي. بيماري. مونجهارو. فساد. آزار. خامي.

**خَلَل اندازي:** ث. هٿ چُراند. اتڪاءُ. فتور.

**خَلَلُ جاڳائڻ:** رنڊڪ وجهڻ. جهيڙو مچائڻ. فساد پيدا ڪرڻ.

**خُلُمُ:** ذ. رولو. مانڌاڻ- آزار. نقصان.

**خُلُمُ پارڻُ:** آزار پيدا ڪرڻ. رولو وجهڻ. فساد مچائڻ.

**خِلوَتَ:** ث (ع) تنهائي- اڪيلائي. اڪيلائي وارو هنڌ. گوشہ نشيني.

**خِلوت پِسندُ:** ص. اڪيلائي پسند ڪندڙ.

**خِلوَتَ خانو. خلوَت گاه:** ذ. اڪيلائي واري جاءِ. خوابگاه.

**خِلوَت نشِين:** ص. گوشہ نشين. تارڪ.

**خُلوُصُ:** ذ (ع) سچي دوستي. سچائي. وفاداري.

**خَلِيجُ:** ذ (ع) اُپسمنڊ. وڏي ويڪري ڊگهي سامونڊي گهار.

**خَلِيفو:** ذ (ع) جاءِ نَشين- قائم مقام (بادشاه يا درويش جو). عيوضي. خدا جو نائب (جيڪو ملڪ جي حڪومت هلائي).

**خَلِيقُ:** ص (ع) پيدائشي نيڪ سُڀاءَ وارو. خوش اخلاق. سُلڇڻو.

**خَلِيلُ:** ص (ع) سچو دوست.

**خَلِيلُ الله:** ذ. الله جو دوست (حضرت ابراهيم عليہ السلام جو لقب).

**خَمُ:** ذ (ف) ڏنگُ- ٽيڙ. وَرُ- موڙ.

**خمدارُ:** ص. ڏنگو- مُڙيل. ور وڪڙ وارو- پيچدار.

**خُمُ:** ذ (ف) شراب جو مَٽُ- دُنگ.

**خُمخانو:** ذ. شراب خانو- ميڪده.

**خُمارُ:** ذ (ع) نشو- ڪيفُ. نشي جي مستي. نشي جو سُرورُ. نشي لهڻ کان پوءِ سُستي. گُهر (ننڊ).

**خُمارُ آلوُدُ:** ص. نشي ۾ چُور- خماريل.

**خُمارِجَڻُ:** م. نشي ۾ اچڻ. گهرجڻ (ننڊ ۾).

**خُمارِي:** ث. خمار- نشو.

**خَمْرُ:** ذ (ع) انگورن جو سنڌيل رَسُ. شراب.

**خُمسُ:** ذ (ع) پنج عدد. پنجون حصو. مال غنيمت جو پنجون حصو (جيڪو غريبن ۽ يتيمن لاءِ وقف ڪجي).

**خَموشُ:** ص (ف) خاموش.

**خَمْيازو:** ذ (ف) بدلو- عيوض. نتيجو (عمل جو).

**خَمِيده:** ص (ف) ڏنگو- ٽِڏو- مُڙيل.

**خَمِيرُ:** ذ (ف) گهٽو وقت رکڻ ڪري ڪَٽِي ٿي ويل شيءِ (خصوصا ڳوهيل اٽو). سَتُ- جوهر. بناوت. سرشت. فطرت. مزاج. جسم جي مِٽي.

**خَميرو:** ذ (ع) ڳوهيل پاروٿو اٽو. چاش ۾ پڪل معجون.

**خَميسَ:** ث (ع) هفتي جو پنجون ڏينهن.

**خَناسُ:** ذ (ع) شيطان. جِنُ. خبيث روح. (ص) بدڪار. فسادي.

**خُناقُ:** ذ (ع) ڳچيءَ جي هڪ بيماري.

**خُنامُ:** ذ. مرض. مصيبت- آزار. فساد. نقصان. گهوڙي ۽ گڏھ جي هڪ بيماري.

**خَنجَرُ:** ذ (ف) وڏو ڇُرو. ڪَٽارَ.

**خَندانُ:** ص (ف) کلندڙ. خوش.

**خَندَقَ:** ث (ع) دشمن جي لشڪر کان بچاءَ لاءِ چوڌاري کوٽيل کاهي.

**خَندو:** ذ (ف) ڪِلَ. ٺٺول- چٿر.

**خَنده:** ص (ف) کِلندڙ.

**خَندهَ پيشاني:** ث. کِل مکائِي. خوشمزاجي.

**خَندہَ رُو:** ص. کل مک- کِلڻو. خوش اخلاق.

**خَندہَ زَني:** ث. چٽر- ٺٺول.

**خَنزِيرُ:** ذ (ع) سُوئر- مِرون.

**خُنُکُ:** ص (ف) ٿڌو- سَرد.

**خُنُکارَ:** ث (ف) ٿڌڪار- ٺارُ. خوشي. فرحت. مستي- خمار. هوشياري.

**خُنِڪِي:** ث. ٿڌڪار- ٺار. تازگي. چُستي. هوشياري- سجاڳي.

**خُنِڪِي ڏيکارڻ:** ڪڙائي ڏيکارڻ. آڪڙ ڏيکارڻ. هشناڪي ڪرڻ.

**خُوءِ:** ث (ف) سُڀاءَ- خصلت. عادت. روش.

**خُوگرُ:** ص. عادي- هيراڪُ. چاهيندڙ. طلبگار.

**خواب:** ذ (ف) ننڊ. سپنو- سُھڻو. تصورُ. گمان.

**خواب ٿيڻ:** غائب ٿيڻ. گم ٿيڻ.

**خواب خِيالُ:** ذ. وهم گمان. سوچ ويچار.

**خوابگاہ:** ث. سمهڻ جو ڪمرو. خلوت گاہ.

**خواب لهڻ:** سپنو ڏسڻ. اوچتو ڪا ڳالهہ خيال ۾ اچڻ. وهم ٿيڻ. اُميد رکڻ.

**خوابِيدہَ:** ص. سُتل. غافل. سُست- ڪاهل.

**خواتِينِ:** ث (ع. 'خاتون' جو جمع) عورتون.

**خواجہ. خُواجہ:** ذ (ف) آقا- مالڪ. سردار.

**خواجہ سَرا:** ذ. نامرد غلام (جيڪو بادشاہ يا امير جي حويليءَ جو خاص ملازم هجي).

**خَوارُ:** ص (ف) پياڪُ (مرکب لفظن ۾ ايندڙ صفاتي پڇاڙي: شيرخوار. خونخوار وغيرہ).

**خُوارُ:** ص (ف) بدنام- رُسوا. رولُو. دربدر.

**خُوارِي:** ث (ف) بدنامي- رسوائي. گِلا. ذلت. آوارگي.

**خُوارِيءَ ڪاڌو:** ص. بدنام- رسوا. ذليل.

**خَواستَ:** ث (ف) عرض- گذارش. التجا- سوال. طلب. چاهہ. خواهش.

**خواستگار:** ص. چاهيندڙ- طلبيندڙ. خواهشمند. گهُرجائو. اميدوار.

**خواستگارِي:** ث. چاهت- آرزو. طلب.

**خَواصُ:** ذ (ع. 'خاصُ' جو جمع) چونڊ شخص. امير امراء. خصوصيتون.

**خوان:** ص (ف) پڙهندڙ. ڳائيندڙ (جيئن تہ: ثناخوان. مدح خوان وغيرہ).

**خوانِي:** ث. پڙهڻ جو ڪم- پڙهائي (مثلاً: قرآن خواني. ثناخواني وغيرہ).

**خُوانچو:** ذ (ف) مانيءَ رکڻ لاءِ وڏو ٿالهہ. گهورڙيي جي شين رکڻ لاءِ ٿالهہ.

**خُواندگِي:** ث (ف) پڙهائي- تعليم.

**خُواندَو:** ص (ف) پڙهيل. ڄاڻو.

**خَواہ:** ص (ف) گهورو- چاهيندڙ. طالبو. (حرف) يا- توڙي. پڻ. نہ تہ.

**خواہ مخواہ:** ظ. هرويرو. بي سبب.

**خواهانُ:** ص (ف) چاهيندڙ- خواهشمند. طالبو.

**خواهَشَ:** ث (ف) گهُرَ- طلب. چاهہ- سَڌ. مرضي. شوق. تمنا- آرزو.

**خواهش مندُ:** ص. چاهيندڙ- گهرُندڙ. گهُرجائو- ضرورتمند.

**خواهَرَ:** ث (ف) ڀيڻ- همشيرہ.

**خُوبُ:** ص (ف) سٺو- بهتر. عمدو. وڻندڙ. سهڻو. اعليٰ.

**خُوبَترُ:** ص. وڌيڪ سٺو- بهترين.

**خُوبرُو:** ص. سهڻو- حسين.

**خوب سِيرَتَ:** ص. سلڇڻو. نيڪ اعمال. فضيلت

وارو.

**خُوبُصورَت:** ص. سهڻو- حَسِين.

**خُوبصُورَتي:** ث. سهڻائي. سونهن- حُسن- جمال.

**خُوبِي:** ث (ف) سُٺائي- بهتري- ڀلائي. نيڪي. خاصيت. لياقت. چڱائي.

**خوجو:** ذ. 'خوجا' قوم جو فرد. آغاخان جو پوئلڳ.

**خُودُ:** (اچار=خُدُ): ض (ف) پاڻ- آپ.

**خُودُ:** ذ (ف) جنگ ۾ بچاءَ لاءِ لوهي ٽوپ- هول.

**خُودبَخُودُ:** ظ. پنهنجو پاڻ. پاڻ مرادو. ازخود. قدرتي طرح. جاڻي واڻي.

**خُودبِينُ:** ص (ف) فقط پاڻ کي ڏسندڙ. مغرور.

**خُودبِيني:** ث. مغروري. وڏائي- تڪبر.

**خُودثنائي:** ث (ف) پاڻ کي پڏائڻ- پاڻ کي ساراهڻ.

**خُوددارُ:** ص (ف) پاڻ آڏار. غيرتمند. پاڻ کي ڪِريل حرڪتن کان بچائيندڙ. پنهنجي عزت جي ساک رکندڙ.

**خُودداري:** ث. پنهنجي عزت ۽ وڏائي جي حفاظت. غيرت.

**خُودرُو:** ص (ف) پاڻهي پيدا ٿيندڙ (ٻوٽا، اوڙ).

**خُودساخته:** ص (ف) پنهنجو ناهيل. پاڻهي پاڻ ٺهيل.

**خُودستائي:** ث (ف) پنهنجي تعريف. خودثنائي.

**خُودسَرُ:** ص. پاڻ وهيڻو. ضدي- هوڏي. سرڪش.

**خُودسَري:** ث. هٺ- ضد. سرڪشي. خودمختياري- ڇڙواڳي.

**خُودُ غَرضُ:** ص. پنهنجي غرض وارو. فقط پنهنجو فائدو ڳوليندڙ. مطلبي. لالچي.

**خودِغَرضِي:** ث. پنهنجو مطلب. پنهنجي فائدي جي طلب. لوڀ.

**خودِ فَراموشي:** ث. پاڻ کي وسارڻ. غفلت. بي غرضي.

**خُودِڪُشِي:** ث. پاڻ کي مارڻ. آپگهات.

**خُودمُختار:** ص. پنهنجي مرضي وارو. ڇڙواڳ- آزاد.

**خُودمُختاري:** ث. آزادي- ڇڙواڳي.

**خُودِنُمائي:** ث. پاڻ پڏائڻ. وڏائي- ٽانءِ. آڪڙ.

**خُودِياوَري:** ث. پنهنجي مدد- پنهنجي همت. پاڻ تي ڀاڙڻ.

**خُودِي:** ث (ف) پاڻ پڻو- آپو- انانيت. احساس برتري. فخر- وڏائي. غرور- هٺ. خودداري.

**خُودي ڏيکارڻ:** اختيار ڏيکارڻ. وڏائي ڏيکارڻ. مغروري ڏيکارڻ.

**خوراڪَ:** ث (ف) کاڌو- کاڄ. مغزيات ڀيل غذا.

**خوراڪي:** ص. گهڻو کائيندڙ. سٺو کاڌو کائيندڙ. سٺي کاڌي جو شوقين.

**خُوردُ:** (اچار=خُردُ): ذ (ف) کاڌو- کاڄ.

**خُورد نوش:** ذ. کاڌو پيتو. داڻو پاڻي.

**خُورد:** ص (ف) ننڍو. ٿورو. گهٽ.

**خُوردبِيني:** ث. ننڍي شيءِ کي وڏو ڪري ڏيکاريندڙ اوزار.

**خُوردسال:** ص. ننڍيءَ عمر جو- صغير.

**خُورد وڪَلان:** ص. ننڍو وڏو.

**خُوردَو:** ذ (ف) ننڍا سِڪا. ڇُڙيا پئسا. ريزگاري.

**خُورسَندُ:** ص (ف) خوش- سرهو. سکيو- آسودو.

**خُورش:** ث (ف) غذا. کاڌو- کاڄ.

**خُورشِيدُ:** ذ (ف) سج- آفتاب.

**خُوشَ:** ص (ف) سَرهو- شاد. راضي. مطمئن. سکيو- آسودو. چڱو ڀلو- تندرست.

**خُوش آمَديد:** ذ. ڀليڪار- مرحبا. ڀلي ڪري آيا.

**خُوش آينده:** ص. دل کي وڻندڙ- خوش ڪندڙ.

**خُوشُ آخلاقُ**، ص. سهڻن لڇڻن وارو. اخلاق وارو.

**خُوشُ اُسلُوبُ**، ص. سُٺي طريقي وارو. سهڻي نموني.

**خوش اَطوارُ**، ص. سٺين عادتن وارو. فضيلت وارو.

**خُوش اِلحانُ**، ذ. وڻندڙ ۽ مِٺي آواز وارو. سُريلو.

**خُوس اَندامُ**، ص. سهڻن عضون وارو. سڊول. نازڪ بدن.

**خُوش باشُ**، ص. خوش رهندڙ. سکيو آسودو. تندرست. بيفڪر.

**خُوش بَخت**، ص. سياڳو.

**خُوش بَيان**، ص. سٺو ڳالهائيندڙ. شيرين گفتار. اثر واري تقرير ڪندڙ.

**خُوش پوشُ**، **خوش لِباس**، ص. وڻندڙ لباس ڍڪيندڙ.

**خُوشحالُ**، ص. سکيو آسودو. هُوند وارو- مالدار.

**خوشحالي**، ث. سک آسودگي. دولتمندي.

**خُوشخبَري**، ث. خوشيءَ واري خبر. بشارت- نَويد. مُبارڪ.

**خُوش خَرامِي**، ث. سُهڻي ٽور. ناز واري هلڻي.

**خُوش خِصالُ**، ص. وڻندڙ خصلتن وارو. اخلاق وارو.

**خُوشخَطُ**، ص. سٺا اکر لکندڙ. (ذ) سهڻا اکر.

**خُوشخَطي**، ث. سهڻي لکڻي- عمدي تحرير. ڪتابت.

**خُوش خَلقُ**، ص. سُٺي سڀاءَ وارو. رلڻو ملڻو. لحاظ وارو.

**خُوش خوراڪ**، ص. گهڻو کائيندڙ. سٺو کاڌو کائيندڙ. کاڌي جو شوقين.

**خُوش دِلي**، ث. دل جي پسندي. دل کي وڻندڙ عمل. کل يوڳ.

**خُوش ذائقہ**، ص. سُٺي سواد وارو. لذيذ- سوادي.

**خُوشطَبَعُ**، ص. سُٺي مزاج وارو. کِل مک- يوڳائي.

**خُوشطَبعي**، ث. کِل مسخري. چرچو گهبو.

**خُوش قِسمَت**، ص. سياڳو- نصيب وارو.

**خوشقِسمتي**، ث. سياڳ- بختاوري.

**خُوش گُفتارُ**، ص. سٺو ڳالهائيندڙ. سهڻي گفتگو ڪندڙ.

**خُوش گُلو**، ص. سُريلو. مِٺي آواز وارو.

**خُوشگُوارُ**، ص. طبيعت خوش ڪندڙ (ڳالهه. کاڌو. ماحول). وڻندڙ (موسم). پسنديده.

**خُوشمِزاجُ**، ص. سهڻي سڀاءَ وارو. کِلمک- خوشطبع.

**خوشمِزاجي**، ث. چرچو گهبو- کِل يوڳ.

**خوشنَصِيبُ**، ص. سُٺي ڀاڳ وارو- سياڳو.

**خوشنصَيبي**، ث. سياڳ- نيڪ بختي.

**خُوشنما**، ص. سهڻي ڏيکاءَ وارو. وڻندڙ.

**خُوشنُمائِي**، ث. زيبائش- ڏيک ويک. سُهڻائي.

**خُوشنُودُ**، ص. خوش- سَرهو. سکيو آسودو.

**خُوشنُودِي**، ث. خوشي. راضپو. مرضي.

**خُوشنويسُ**، ص. سٺا اکر لکندڙ. سهڻو ڪاتب.

**خُوش وخُرَمُ**، ص. خوش باش. سکيو آسودو. تندرست.

**خُوشامَد**، ث (ف) آڏرڀاءُ- تَواضع. حد کان وڌيڪ آڏرڀاءُ. چاپلوسي.

**خوشامَدِي**، **خُوشامَدڙيو**، ص. خوشامد ڪندڙ. اجائي تعريف ڪندڙ. چاپلوس.

**خُوشبُوءِ**، ث (ف) سڳند- سُرهاڻ. عطر وغيره.

**خوشبودارُ**، ص. سڳند وارو- سُرهو. مُعطر.

**خوشہ**، ذ (ف) سَنگُ (پوک جو). ڇڳو (ٻاک جو).

**خوشه چِينُ:** ص. چُوندبو ڪندڙ. فائدو وٺندڙ. فيض حاصل ڪندڙ.

**خُوشِي:** ث (ف) سَرهائي. سک- راحت. مرضي.

**خُوشِي ڪرڻ:** جشن ڪرڻ. ڪاچ ڪرڻ. دعوت ڪرڻ.

**خَوضُ:** ذ (ع) غوطو. فڪر- ويچار. تحقيق- کوجنا.

**خَوفُ:** ذ (ع) ڏَپُ- ڊِڄُ. خطرو- انديشو. الڪو. هِراسُ.

**خوفائتو:** ص. ڊپ وارو- پوائتو. خطرناڪ.

**خَوفزَدَه:** ص. ڊنل- هِراسيل.

**خَوفناڪُ:** ص. پوائتو- ڊپ وارو. ڀيانڪ.

**خولُ:** ذ (ف) ڪَلَ- غلاف- پوشُ.

**خُونُ:** ذ (ف) رَتُ- لَهُو. قتل.

**خُونَ آشام:** ص. رت پيئندڙ- خونخوار.

**خُون آلُود:** ص. رت هاڻو. رت ۾ پريل.

**خُونَ بَها:** ث. مقتول جي وارثن کي خون جي عيوض مليل رقم- دِيَت.

**خُون پِيَڻُ:** رت چُوسڻ. قتل ڪرڻ. آزارڻ.

**خُونَ خَرابو:** ذ. رتوڇاڻ- خُونريزي. جهيڙو جنگ.

**خُونريز:** ص. رت وهائيندڙ. قاتل. ظالم.

**خُونريزي:** ث. رت ڇاڻ- قتل عام.

**خُونُ خشڪ ٿيڻ:** ساهه سُڪي وڃڻ. خوف ڇانئجي وڃڻ. ڊپ ۾ حواس گم ٿيڻ.

**خُونخوارُ:** ص. رت پياڪ. وحشي. بيرحم. ظالم.

**خُونُ ڪرڻ:** قتل ڪرڻ. ڪُهڻ- مارڻ.

**خُونُ وَهائڻ:** رت وهائڻ. رتوڇاڻ ڪرڻ.

**خُونِي:** ص. خون ڪندڙ. قاتل. ظالم- بيرحم.

**خُوءِ:** ث (ف) سُڀاءُ- مزاج عادت- خصلت. روش.

**خويشُ (اَڇار= خيش):** ذ (ف) پــاڻ- خود. پنهنجو. مائٽ- عزيز.

**خَيابانُ:** ذ (ف) باغ مان ويندڙ رستو. ريگستان ۾ آباد باغ. باغ- چمن. وَسڻ- آبادي.

**خِيالُ:** ذ (ع) ذهن ۾ آيل ڳالهه- تصور- ڌيان. توجهه. پُور- ارادو. راءِ. سمجهه. مرضي. راضپو. شوق. ڳڻتي- فڪر. گمان- شڪ. انديشو.

**خِيال پچائڻ:** پُور پچائڻ. رٿون رٿڻ.

**خِيال رکڻ:** ڌيان رکڻ- توجهه ڏيڻ. سنڀال ڪرڻ- حفاظت ڪرڻ. ياد رکڻ.

**خيال ڪرڻ:** ويچار ڪرڻ- غور ڪرڻ. اندازو لڳائڻ. سنڀال ڪرڻ. لحاظ ڪرڻ.

**خِيالِي:** ظ. تصوراتي. گماني. اندازي موجب.

**خِيالاتَ:** ذ (ع. 'خَيال' جو جمع) خيالَ. پُورَ. ويچارَ. وهم. ارادا.

**خِيانَتَ:** ث (ع) گهوٻي (امانت ۾). بدديانتي- ڪُپت. غبن. ويساه گهاتي.

**خَيرُ:** ذ (ع) چڱائي- ڀلائي. نيڪي. ثواب. سلامتي. عافيت- تندرستي. سک. ڀيڪَ- دانُ. (ظ) نيڪ- درست.

**خَيرُ البَشر، خَيرُالوَريٰ:** ذ. انسان ذات ۾ ڀلارو انسان (حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم).

**خَيرُالعَمَلُ:** ذ. چڱو ڪم. ثواب جو ڪم.

**خَيرانديشُ:** ص. ڀلائي چاهيندڙ.

**خَيرباد:** ذ. خير هجي. خدا حافظ- الوداع.

**خَيربَرڪَت:** ث. نيڪيءَ ۾ واڌارو. خوشيءَ جي مبارڪ ۾ ورندي.

**خَير خَبَر:** ث. سٺي خبر. عافيت جو احوال. نيڪ احوال. خوشخبري.

**خَيرخواهُ:** ص. ڀلو چاهيندڙ- گهٽگهرو. همدرد.

نيڪ نيت.

**خَيرخواهِي:** ث. ڀلو چاهڻ- ڀلائي- نيڪي.

**خَيرخَيرات:** ث. دان پُن.

**خَيردلالِي:** ث. خير جو ڪم. نيڪي جو ڪم.

**خَير عافيت:** ث. سلامتي. سک سانت. امن امان.

**خَيرُڪو:** ظ. غيرموجود. نہ.

**خَيرِڪيھ:** ث. خوش خير عافيت. ڪِيڪر.

**خَير گھُرڻ:** سلامتيءَ جي دعا گھرڻ. ڀلائي چاهڻ.

**خيرمَقدَم:** ذ. خوش آمديد- آجيان. استقبال- آدرڀاءُ.

**خَيرِي:** ص. خيروارو. سلامتيءَ وارو. امن وارو. نيڪ. عورت جو نالو.

**خَيراتَ:** ث (ع. 'خير' جو جمع) نيڪيءَ جا ڪم. نيڪيون- ڀلايون. ثواب جو ڪم. دان- ڀيک. صدقو.

**خَيرات ڏيڻ:** دان ڏيڻ. صدقو ڏيڻ.

**خَيراتِي:** ص. بنا معاوضي- مفت. مفت جو.

**خَيرو:** ذ (ع) هڪ قسم جو گُل. مرد جو نالو.

**خَيرِيَتَ:** ث (ع) نيڪي. ڀلائي- چڱائي. سلامتي. امن. عافيت. تندرستي.

**خِيرگِي:** ث (ف) اکين آڏو اونده يا تروار (چمڪاٽ جي نتيجي ۾). اکيون ڪيريون ٿيڻ.

**خِيرَه:** ص (ف) چمڪاٽ ٿيڻ بعد اکين اڳيان اونداهي وارو (اثر). چُنجهين اکين وارو. واٽڙو.

**خَيز:** ص (ف) اُٿاريندڙ. پيدا ڪندڙ (مرڪب لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ ڪم ايندڙ جئن تہ: مردم خيز. زرخيز وغيره).

**خَيلُ:** ذ (ف) سُوارن جو رسالو- جَٿو. جماعت. قبيلو.

**خيمو:** ذ (ع) طَنبُو.

**خيما کوڙڻ:** طنبُو هڻڻ. منزل ڪرڻ. رهائش اختيار ڪرڻ.

**خَيمَه دوزُ:** ص. طنبو ٺاهيندڙ.

**خيِمَه گاه:** ذ. جتي طنبو لڳل هجن- ڪئمپ.

# د

**د:** ث (ع.ف) اچار "دال". سنڌي "الف- بي" جو اوڻيهون اکر. عربيءَ جو اٺون ۽ فارسيءَ جو ڏهون اکر. ابجد موجب عدد (۴).

**دابُ:** ذ. مٿيون زور- مٿان کان هيٺ تي دٻاءُ. ڪائين يا ٻين ڪن شين کي پيچائڻ وارو دٻاءُ. دابو.

**دابُ رکڻ:** رعب ڄمائڻ- حشمت وهارڻ.

**داباٺو:** ص. گاڏيءَ جي اڳئين حصي ۾ يا هڪ پاسي وڌيڪ بار پيل.

**دابڙو:** ذ. تختو. ڦرهو (ڪپڙن ذوئڻ لاءِ).

**داٻلو:** ذ. ڪاٺ يا ٽامي جو ڍڪ سان گول دٻلو.

**دابو:** ذ. زور- دٻاءُ. رعب. سفر ۾ توري ساهي پٽڻ- دابو.

**دابو ڏيڻ:** مٿان زور وجهڻ- دٻاءُ وجهڻ.

**دابو وهارڻ:** رعب ڄمائڻ.

**دابوٽِي:** ث. سنهي پيٺل کنڊ (ڳنڍين ڳوڙهن واري).

**داتا:** ص (سن) ڏيندڙ. ڏاتار. سخي. خدا تعاليٰ.

**داخِلُ:** ص (ع) اندر ويل- گهڙيل. پيهي ويل. شامل. جي درج ڪيل (ڪتاب ۾. دفتر ۾): "دفتر داخل".

(ظ) اندر- منجهه.

**داخل ڪرڻ**: اندر وجهڻ. گهيڙائڻ- لنگهائڻ. شامل ڪرڻ. درج ڪرڻ.

**داخلا**: ث (ع) اندر وڃڻ يا شامل ٿيڻ جي منظوري. اندراج (ڪتاب ۾). شموليت.

**داخلا في**: ث. داخل ٿيڻ جي في. رجسٽر ۾ لکجڻ جي في.

**داخلي**: ص. اندريون- اندروني. خانگي (معاملو).

**دادَ**: ذ (ف) بخشش- عطا. انصاف- عدل- فيصلو. تحسين- شاباس- آفرين.

**دادخواه**: ص (ف) انصاف گهرندڙ. فريادي- دانهين.

**داد ڏيڻ**: ڪنهن جي هنر ۽ ڪمال جي تعريف ڪرڻ- واهه واهه ڪرڻ.

**داد رَسي**: ث. انصاف- عدل. حق رسي.

**داد فَريادُ**: ذ. عدل انصاف لاءِ دانهن ڪُوڪَ.

**داد ڪرڻ**: فيصلو ڪرڻ. انصاف ڪرڻ. نياءُ ڪرڻ.

**داد نه فرياد**: ذ. پڇا نه ڳاڇا. انڌير- ظلم.

**داداگيرُ**: ص. ڏوهاري. بدمعاش.

**داداگيري**: ث. ڏاڍمڙسي- ارهه زورائي.

**دادرو**: ذ. ڏاڏرو.

**دادلو**: ص. لاڏ ڪوڏ سان نپايل- لاڏلو. پيارو. (ث. دادلي).

**دادُو**: ذ. ماڻهو جو نالو. شهر ۽ ضلعي جو نالو.

**دادو**: ذ. وڏو ياءُ- ادو. (ث. دادي).

**دار**: ث (ف) سُوري.

**دارُ**: ذ (ع) گهر- محل. جاءِ- هنڌ. ماڳ.

**دارُالآخرت**: ذ. اڳيون ايندڙ جهان. پوءِ وارو جهان.

**دارُ الاقامت**: ذ. رهايش گاهه. بورڊنگ هائوس.

**دارُ الامَنُ**: ذ. امن جو گهر. سلامتيءَ وارو هنڌ.

**دارُ البَقا**: ذ. هميشه قائم رهندڙ گهر. اڳيون جهان.

**دارُ الخِلافت**: ذ. گاديءَ جو هنڌ- تختگاهه.

**دارالشِفا**: ذ. شفاخانو- اسپتال.

**دارالعُلوم**: ذ. مدرسو- درسگاهه.

**دارُالعَمل**: ذ. عمل جي جاءِ- هي دنيا.

**دارالفنا**: ذ. فنا جو گهر. فاني جهان.

**داروغو**: ذ (ف) چوڪيدار- نگهبان. آبپاشي کاتي جو هڪ ملازم.

**داروگير**: ث (ف) وٺ پڪڙ. پڇاڳاڇا. ڏکيو وقت.

**دارومَدارُ**: ذ (ف) انحصار- پروسو.

**دارُون**: ذ. دوا- سُٽي ٽڪي. علاج. حيلو. بارود. شراب.

**دارُون درمَلُ**: ذ. سُٽي ٽڪي- علاج.

**دارَين**: ذ (ع) ٻئي جهان. دنيا ۽ آخرت.

**دارُوُ**: ص. سفارش ڪندڙ. شافع. حمايتي.

**داسُ**: ذ (سن) ٻانهو- غلام. نوڪر. چيلو. شاگرد.

**داستانُ**: ذ (ف) قصو- ڪهاڻي. حڪايت. نقل نظير. ڳالهه- بيان. ڏکي ڳالهه.

**داستان گو**: ص. ڳالهه ڪٿندڙ- قصه خوان.

**داستانو**: ذ. داستان.

**داسو**: ذ. ڇت ۾ ڪم ايندڙ ڏگهي ڪاٺي- شهتير- ڪامَ.

**داسِي**: ث (سن) ٻانهي. نوڪرياڻي.

**داشتَہ**: ث (ف) وهاريل عورت- سُريت.

**داعِي**: ص (ع) سڏيندڙ. دعوت ڏيندڙ. مُبلغ. دعويدار. فريادي.

**داعِي مُدّعِي**: ذ. فريادي ۽ جوابدار.

**داغُ**: ذ (ف) نشان- چٽو. سڙڻ جو نشان- ڏنڀ. ٽڌو. گهاءُ. نقص- عيب (ميوي ۾). صدمو. ڪارنهن

جو ٽڪو- الزام. طعام کي گيهہ جي لغار.

**داغ اڇڻ:** ٽِڪو اڇڻ- بدنامي ٿيڻ.

**داغ ڏيڻ:** جانور کي سڃاڻپ لاءِ ڏنڀ (نشان) ڏيڻ. صدمو رسائڻ.

**داغِجَڻُ:** م. ڇِٽو پوڻ. ميوي تي ڪارو نشان ٿيڻ. ڏنڀ اچڻ. الزام هيٺ اچڻ. ڏوهاري ٿيڻ.

**داغِدارُ:** ص. داغيل- داغي. عيبدار.

**داغَڻُ:** م. داغ ڪرڻ- نشان ڪرڻ. ڏنڀ ڏيڻ. عيبدار ڪرڻ. ٽِڪو لائڻ.

**داغِي:** ص. داغيل. ڏنڀ آيل. ڪِنو (ميوو)- سڙيل. عيبدار.

**داغِي ڪرڻ:** ٽِڪو لائڻ- ڪارو ڪرڻ. گنهگار ڪرڻ.

**دافعُ:** ص (ع) دفع ڪندڙ. ٽاريندڙ- هٽائيندڙ.

**داٿَ:** ث. ڇيٽي يا مٽيءَ جي ٿِڦَ. تازو لٽل وڏو ڇيٽو. مينهن جو ڇيٽو. گپ. پٽڙو گارو. اجايو ڳالهاءُ- بَڪ.

**داٿ داٿڻ:** واهيات ڳالهائڻ. ڪِنو ڳالهائڻ.

**داٿڻُ:** م. ڇيٽو يا مِٽي ٿِڦڻ. گهٽو ڳالهائڻ. اڻنگو ڳالهائڻ.

**داٿوڙو:** ذ. اُٺ جو پيرُ.

**داٿوڙا هڻڻ:** وڏا ٽپ ڏيئي ڀڄڻ. بي ترتيب ۽ ٽڙتڪڙ ۾ ڪم ڪرڻ. غلط ڳالهائڻ ۽ جواب ڏيڻ.

**داڳُ:** ذ. داغ.

**داڳِي:** ص. داغي. خراب (ميوو).

**داڳڻُ:** م. داغڻ.

**داڳِينو:** ذ. واپاري اصطلاح موجب ڳنڍڙي يا ڪنهن جنس جو ننگ.

**دالِ:** ث. ڏريل اَنُ (جيڪو ڀوڙ لاءِ رڌجي. ڇٽا. مٽر وغيره).

**دال نہ ڳرڻ:** وس نہ هلڻ. پهچ نہ هئڻ. مقابلو ڪري نہ سگهڻ.

**دالِ روٽِي، دال مانِي:** ث. غريباڻو ڪاڻو. سادو گذران.

**دالانُ:** ذ (ف) وڏن محرابي دروازن وارو صُفو (جنهن کي ٽي دروازا هجن). اڱڻ- آڳنڊ.

**دالڇِينِي:** ث (ف. دارچيني) مصالحي يا دوا طور ڪم ايندڙ هڪ وڻ جا سُرها ڇوڏا.

**دالِڙو:** ذ. ڏُهائي لاءِ ويڪري مُنهن وارو ٿانءُ.

**دالو:** ص. دادلو. پاليل (پکي، جانور).

**دامُ اقبالهُ:** شال سندس اقبال دائم رهي.

**دامُ:** ذ (ف) پکي ڦاسائڻ لاءِ ڦندو ڪوڙڪو. ڄارُ پنجوڙ. اگهہ- مُلهہ- قيمت.

**دامَ ۾ اچڻ:** ڦندي ۾ ڦاسڻ. فريب ۾ اچڻ.

**دامُ وجهڻ:** ڦاهي اڏڻ. ڦاسائڻ لاءِ مَنڊُ منڊڻ.

**دامادُ:** ذ (ف) ناٺي- ڄاٽو.

**دامانُ:** ذ (ف) دامن.

**دامَنُ:** ذ (ف) چولي يا پهراڻ جو اڳو. پَلَئُہ- جهولي. ڪنارو. جبل جي وَٽ.

**دامَن جَهلڻُ:** پلئہ کان جهلڻ. مدد وٺڻ. جهولي پکيڙڻ. پناه وٺڻ.

**دامَنگِيرُ:** ص (ف) پلئہ جهليندڙ. مدد گهرندڙ. دعويدار.

**دامنگِيرِي:** ث. حمايت- مدد. دعوي.

**دامَنِي:** ث. وڃ- ڪنوڻ.

**دانُ:** ذ (سن) ڀيک- خيرات. نذرانو. تحفو.

**دانُ پُنُ:** ذ. خيرخيرات.

**دانا، داناءُ:** ص (ف) ڄاڻو. هوشيار- ڏاهو. عقلمند.

**دانا بينا:** ص. ڏسندڙ ۽ ڄاڻندڙ. خداتعاليٰ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ.

**دانائي:** ث (ف) ڄاڻ. ڏاهپ. هوشياري. عقل.

**دانست:** ث (ف) ڄاڻ. راءِ. سمجهه- سياڻپ.

**دانستگي:** ث. ڄاڻ- سمجهه- علم- عقل.

**دانسته:** ظ (ف) ڄاڻان. ڄاڻي ٻجهي.

**دانش:** ث (ف) ڄاڻ- سمجهه. عقل. ڏاهپ. علم- وديا.

**دانشمند:** ص. ڏاهو- سمجهو- سياڻو- عاقل. عالم.

**دانشمندانه:** ظ. عقلمندي وارو- ڏاهپ وارو.

**دانشمندي:** ث. ڏاهپ- سياڻپ- عقل.

**دانشور:** ص. ڏاهو. عاقل. عالم. مفڪر. فلسفي.

**دانشوري:** ث. فڪر ۽ فلسفو. حڪمت ۽ دانائي.

**دانگي:** ث. ٺڪر جو ٺانءُ. (جنهن تي تِني وانگر ماني پچائجي).

**دانگي ڪُماڻڻ:** ڪارو منهن ڪرڻ. بچڙو ڪرڻ. خوار ڪرڻ. شرمسار ڪرڻ.

**دانه، داناه:** ذ (ف) داناءُ.

**دانهن:** ث. رڙ- ڪوڪ. شڪايت. انصاف يا امداد لاءِ سڏ.

**دانهن ڪرڻ:** رڙ ڪرڻ. فرياد ڪرڻ. گهوڙا گهوڙا ڪرڻ.

**دانهن ڪوڪ:** ث. داد فرياد. گهوڙا گهوڙا.

**دانهوڙي:** ص. دانهين. گهڻو دانهيندڙ.

**دانهيي:** . دانهن ڪندڙ. فريادي- پُڪاريندڙ.

**داني:** ص (سن) دانُ ڪندڙ. پينا ڏيندڙ. خيرات ڏيندڙ.

**داڻ:** ث. داڻا. ذرا. ٻُرٻُر.

**داڻا:** ذ. اَن جا ڪڻا. اناج. اَنَ جو ٿورو مقدار.

**داڻا ڪڻا:** ذ. ٿورا داڻا (اناج جا). ٿورا ذرا.

**داڻ ٻنڌي:** ث. پوک ۾ بيٺل اَنَ جي ڪَٽَ.

**داڻ داڻ:** ث. داڻا. ذرا ذرا. ٻُر ٻُر (ڪپڙي يا ميوي تي). داڻن واري (ڪنڊ، گيهه يا ڪو ٻه وکر).

**داڻو:** ذ (ف. دانه) ڪڻو (اناج جو). اناج. ٻج. ڪنهن ٻه جنس جو هڪ عدد (ميوو، موتي وغيره). مڻيو- مڻڪو. ننگ- ٻُڙو. گهوڙي جي کاڄ لاءِ مقرر اناج (چڻا، جوئر جَوَ وغيره). آرائي- ٿلهو.

**داڻو پاڻي:** ذ. آبداڻو- کاڌو پيتو. چُوڻو- رزق. نصيب. حياتي.

**داڻو پاڻي کُٽڻ:** حياتيءَ جا ڏينهن پورا ٿيڻ.

**داڻون پاڻيئون وڃڻ:** کاڌي پيتي کان نڪرڻ. سڀ ڳالهه کان بيڪار ٿيڻ.

**داور:** ص (ف. دادور) انصاف ڪندڙ- عادل. عدل وارو حاڪم. (ذ) خداتعاليٰ.

**داورِ محشر:** ذ. قيامت ۾ سڀني سان انصاف ڪندڙ (خدا تعاليٰ)

**داوڻ:** ذ (ف. دامن) آڳو- دامن. پلئُ. ڪِنار (ڪپڙي جي). پاند- جهولي.

**داوڻ جهلڻ:** دامن جهلڻ. سام پوڻ- آجهي ۾ اچڻ.

**داءُ:** ذ. چال (شطرنج يا ڪنهن ٻه راند جي ساريءَ جي)- چالو. موقعو- وِجهه. انگ (مَلهه جو).

**داءُ لڳائڻ:** وِجهه ڏسي نصيب آزمائڻ.

**دائر:** ص (ع) ڦرندڙ. دربيش.

**دائر ڪرڻ:** شروع ڪرڻ- چاڙهڻ. پيش ڪرڻ (مقدمو).

**دائرو:** ذ (ع) گول. گولائي. ڦيرو- چڪر. فقيرن جو آستانو. مڪان- اوتارو. ڪڪڙن جي ويڙهه جو پِڙُ.

**دائِمُ:** ظ (ع) هميشه- سدائين- مدامُ.

**دائِما:** ظ. دائم. مستقل طرح.

**دائِمي:** ظ. هميشه وارو- مُدامي.

**دائُود:** ذ (ع) هڪ پيغمبر سڳوري جو نالو (جنهن تي زبُور نازل ٿيو).

**دائودي:** ص. حضرت دائود وارو ڪورو. (ذ) گُل جو هڪ قسم.

**دائِي:** ث (ف. دايہ) وير ڪرائيندڙ عورت. ٻچ پيارينڌڙ عورت. ٻار نپائيندڙ عورت.

**دائپو:** ذ. دائيءَ جو ڪم. ٻار جي سنڀال جو ڪم.

**دايو:** ذ. خدمتگار. ڳڏهن تي مٽي ڍوئيندڙ- ٻنارو.

**دُبُ اَصغَر:** ذ (ع) هڪ نکٽ- ننڍي ڪَٽ.

**دُبُ اڪبر:** ذ (ع) هڪ نکٽ- ڪٽ (ستن تارن جو ميڙ، جيڪو هميشه اُتر طرف ڏسبو آهي).

**دُبُر:** ث (ع) پُٺ- پُٺِي (جانور جي). ساهواري جو پٺيون سوراخ جنهن مان فُضلو خارج ٿئي.

**دَبستانُ:** ذ (ف) قديم احوال.

**دَبگرُ:** ص (ف) چمڙي جون دَٻيون ٺاهيندڙ (تيل گيهه وغيره رکڻ لاءِ).

**دِباغَتُ:** ث (ع) چمڙي مان رنگين چيزون ٺاهڻ جو هنر. (خصوصا اُٺ جي چمڙي مان).

**دَبِيرُ:** ذ (ع) مصنف. مؤلف. لکندڙ. منشي.

**دَبِيزُ:** ص (ع) ٿُلهو (ٿهہ). گهاٽو.

**دَٻَ:** ث. مٿان جو زور- چِپَ. دٻاءُ. زور.

**دَٻَ دُس ڪرڻ:** زوري ميڙائڻ. دڙڪو دهمان ڪرڻ. دَٻڙ دُس ڪرڻ.

**دَٻَ ڏيڻ:** زور ڏيڻ. پيڙَ ڏيڻ. تاڪيد ڪرڻ.

**دَٻَ ڦُس:** ث. زور سان وجهڻ جو عمل. زور زبردستي.

**دٻَ ڪڍڻ:** ڌمڪي ڏيڻ. چنبُ ڪڍڻ. جٺ ڪرڻ. تنبيهه ڪرڻ.

**دَٻُ ڪرڻ:** بخار وغيره جي حالت ۾ مٿان سوڙ يا رلي وجهڻ (جيئن پگهر اچي).

**دِٻَ:** ث. ٺهڪي جو آواز. پُٺن تي مڪ.

**دَٻالَٽَ:** ث. مِٽيءَ کي لتاڙي وهارڻ. قبر ۾ مِٽي وجهڻ کان پوءِ لتاڙ. زوري زبردستي.

**دَٻاءُ:** ذ. مٿان جو زور. ٻار. چپ. زورٻار. رعب.

**دٻاءُ رکڻ:** زور وجهڻ- زور رکڻ. گهٽو چوڻ- ڌمڪي ڏيڻ. مجبور ڪرڻ.

**دٻاءُ وجهڻ:** زور وجهڻ. سختي ڪرڻ. رعب وجهڻ.

**دٻائڻ:** م. پچائڻ. چپڻ. پورڻ (مٽيءَ ۾). هيسڻ. زير ڪرڻ. لڪائڻ- گمُ ڪرڻ.

**دَٻ دِٻ:** ث. ٻوڙڻ وقت پيرن جو هلڪو آواز.

**دَٻجَڻُ:** م. ٻار جي هيٺان اچڻ. پچڻ- سوڙهو ٿيڻ. چپجڻ. هيسجڻ. مغلوب ٿيڻ. پُورجڻ (مٽيءَ ۾).

**دَٻدَٻو:** ذ (ف. دبدبه) آواز- هُل- شور- گوڙ. رعب. دٻ. شان شوڪت. ڏهڪاءُ. نالو ناموس.

**دَٻڙ دُسَ، دَٻڙدُونس:** ث. زور سان وجهڻ- دٻ ڦس. لتاڙي پُورڻ. زور زبردستي.

**دَٻڪُ:** ذ. ساڙ يا گاٺ جو نشان- چِٽو. داغ. پَرت جو نقش.

**دَٻڪَڻُ:** م. ٿوري دير بيهڻ (ساهي پٽڻ لاءِ). ترسڻ. لڪڻ- چپڻ. دٻ کان جُڪڻ.

**دَٻڪو:** ذ. ٿوري دير بيهڪ- ساهي. ڳري شيءِ جي ڪِرڻ جو آواز (پِٽ، چِٽ). ٺهڪو. قدمن جو زور سان آواز.

**دَٻڪِي، دَٻُڪِي:** ث. ماني وغيره رکڻ لاءِ ڪجيءَ يا ناڙي مان ٺهيل ٿالهي- پندي.

**دَہلو:** ذ. ڏاتو يا ڪاٺيءَ مان ٺهيل ننڍو دہو (ڳهڻ وغيره رکڻ لاءِ)– ڏاٻلو.

**دَہلي:** ث. ننڍو دہلو. سُونگي (ڪاٺ جي).

**دَہنامو:** ذ. تاڪيد واري لکيت. خلاف ڪارروائي ڪرڻ جو چتاءُ.

**دَٻڻُ:** م. مٿان زور ڏيڻ. چپڻ. پيڙهڻ. زور سان وجهڻ. ٺسڻ. پورڻ (مٽيءَ ۾). دفن ڪرڻ. لِڪائڻ– ڇُپائڻ.

**دَہو:** ذ (ع. دَبه، ف. دَبہ) ٽين يا لوهہ جو گول چورس ڏول.

**دَٻي ۾ لِڪريون:** محاورو. ڪجهہ به نہ. اجائي ڳڙ ڳڙ.

**دُہو:** ذ. پاڻيءَ جي ننڍڙي ڪڏ– ڇُڏو. مَس جو ڦڙو (ڪاغذ تي)– ڇِٽو.

**دَبي:** ث. ننڍڙو دہو. سُونگي (ڪاٺ جي).

**دَبيل:** ص. بار هيٺ آيل. دٻيل– هيسيل.

**دَتُ:** ذ. ماٺ ڪري ويٺي رهڻ (جنهن مان سُتل هئڻ جو احساس ٿئي). چَپُ. مِکر– گيگُ.

**دَتُ هڻڻ:** گيگُ ڪري ويٺي رهڻ. چَپُ هڻڻ. مَکر ڪرڻ.

**دَپنو، دوپنو:** ذ. رئو– پوتي.

**دُپستي:** ث. پيٽ سان– حامله.

**دَجالُ:** ص (ع) مسلمانن جي عقيدي موجب هڪ ڪاڻو شخص جيڪو قيامت جي ويجهو پيدا ٿيندو ۽ مسيح هجڻ جي دعويٰ ڪندو. ڪوڙو. دغاباز.

**دُخانُ:** ذ (ع) دونهون. ٻاڦ.

**دُخاني جهاز:** ذ. ٻاڦ تي هلندڙ پاڻيءَ جو جهاز.

**دُختَر:** ث (ف) ڌيءَ– بنت– نياڻي.

**دَخَلُ:** ذ (ع) پهچ– رسائي. قبضو. اختيار. مداخلت– دست اندازي.

**دخل انداز:** ص. حددخلي ڪندڙ. دست اندازي ڪندڙ. وچ ۾ ٽپي پوندڙ.

**دخل درمعقولات:** محاورو ڪنهن معاملي ۾ هرويرو دخل ڏيڻ– ٽنگ اڙائڻ.

**دخل ڏيڻ:** وچ ۾ پوڻ دست اندازي ڪرڻ.

**دَخلڪارُ:** ص. ڪم ۾ شريڪ.

**دخلڪاري:** ث. قبضو (ملازمت واري جاءِ تي).

**دُخُولُ:** ذ (ع) اندر گهڙڻ جو عمل. لنگهہ– گذر.

**دَخِيلُ:** ص (ع) دخل ڏيندڙ– ٽپي پوندڙ. ڦهڪندڙ. قابض. ٻي ٻوليءَ مان آيل (لفظ).

**دُدَستو:** ص. ٺلهو متارو. پهلوان.

**دُڏُ:** ث. ٻُنبڙ وارو هڏو. ڀاڪَ. ڪُڪڙ جي ننڍي ڳڙهہ.

**دَر:** ظ (ف) ۾– اندر– منجهہ (تي، مٿي، جو، ڪان، لاءِ، سان جي معنيٰ ڏيکاريندڙ لفظ).

**دَراَصلِ:** ظ. اصل ۾– حقيقت ۾.

**دَرپَردَه:** ظ. پردي ۾– لِڪل– خفيہ– ڳجهو. غائبانہ. لِڪَ ۾. پوشيده.

**دَرُ:** ذ (ف) دروازو– لنگهہ– ٻُنيو.

**در پُورجَڻُ:** اولاد نہ ٿيڻ ڪري نسل ختم ٿيڻ.

**دُرُ:** ذ (ع) موتي– گوهر. ڪنن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهہ.

**دُرَآفشاني:** ث. موتي ڇَڻڻ. گفتگو ۾ موتين جهڙا الفاظ ڪم آڻڻ. خوش بياني.

**دُرِ شهوار:** ذ. نانگ جي مَڻ. بي بها موتي.

**دُرِ يَڪتا:** ذ. سپ مان نڪتل اڪيلو موتي (جيڪو وڏو ۽ قيمتي ٿئي). لاثاني.

**دَرآمد:** ث. مُلڪ ۾ ٻاهران آيل مال. ڏيساور مان آيل واپاري جنس.

**دَرآمد برآمد:** ث. آمدرفت (واپاري مال جي). آمدني

روانگي. تجارت.

**دَراز:** ص (ف) ڊگهو- طويل (انگ) ميز جو خانو.

**درازدَست:** ص. هٿ چراند ڪندڙ. دست اندازي ڪندڙ. پهچ وارو. ظالم.

**دَراوڙ:** ذ. سنڌ جو هڪ قديم نسل.

**دُراهو، دُرائو:** ذ. سگهڙ پائي جي اصطلاح موجب ٻہ معنائون ڏيکاريندڙ بيت.

**دِرايَت:** ث (ع) ڏاهپ. عقل. غور فڪر.

**دَربار، دَربارَ:** ث (ف) بادشاهن جي جشن جي جاءِ. ڪچهري. شاهي عدالت. درگاه- آستانو.

**درباري، درباري:** ص. دربار ۾ ويهندڙ. دربار جو خاص ملازم.

**دَربانُ:** ص (ف) در تي پهرو ڏيندڙ- چوڪيدار. حاجبُ. در جو نوڪر.

**درباني:** ث. در تي حاضري.

**دَربَدَر:** ص (ف) در در تي ويندڙ. ڀٽڪندڙ. رولو. آواره گرد. بي گهر- بيگانو.

**دَرِبارَ:** ث. دربار.

**دَرپَن:** ث (سن) آرسي- آئينو.

**دَر پَي:** ظ (ف) پٺيان. گهورو.

**دَرپيش:** ظ (ف) اڳيان- سامهون- روبرو.

**دَرجُ:** ذ (ع) لکڻ- داخلا.

**درَج ڪرڻ:** لکڻ. داخلا ڪرڻ (رجسٽر ۾).

**دَرجات:** ذ (ع. 'درجه' جو جمع) ڏاڪا- منزلون.

**دَرجَنُ:** ذ (انگ. ڊزن) جنس جون ٻارهن شيون.

**دَرجو:** ذ (ع) ڏاڪو. مٿيون ڏاڪو. منزل. قِسم- نوع. رتبو- عهدو. منصب. جماعت- ڪلاس (سڪول ۾). نيڪيءَ جو اَجُر.

**دَرجي بہ دَرجي:** ظ. رفتي رفتي. ڏاڪي بہ ڏاڪي. سلسليوار.

**درجي آهر:** ظ. رتبي آهر. سلسليوار.

**دَرَختُ:** ذ (ف) وڻ- شجر.

**دَرَخشان، دَرَخشنده:** ص (ف) چمڪندڙ- روشن.

**دَرحَقيقت:** ظ (ف) اصل ۾. سچ پچ.

**دَرخَواستَ:** ث (ف) گهُرَ (لکيت ۾)- عريضي. عرض- گذارش.

**دَردُ:** ذ (ف) سُور- عذاب- ايذاءَ. پيڙا- تڪليف. ڏک- ارمان.

**درد آشنا:** ص. ڏکن کان واقف- همدرد.

**درد انگيز:** ص. ڏکوئيندڙ- افسوسناڪ.

**درد سَري:** ث. مٿي جو سور. جنجال- آزار.

**دردمَند، دردوند:** ص. ڏک جو احساس رکندڙ- غمخوار. ڏک ڀائي. رحمدل.

**دردناڪ:** ص. ڏک وارو- افسوسناڪ.

**دُرڙو:** ص. لُچو- حرڪتي. (ث. دُرڙي).

**دَرزَ:** ث (ف) چير- شگاف. سِيرَ. ٻن سِرن جي وچ واري وٿي.

**درزون پرڻ:** سِرن جي وچ واريون وٿيون پرڻ.

**دَرزي:** ص (ف. دَرز= ٽوپو) ڪپڙا سبندڙ. (ث. درزياڻي).

**دَرسُ:** ذ (ع) پڙهائي- تعليم. سبق. وعظ. نصيحت.

**دَرسُ تَدرِيسَ:** ث. پڙهڻ پڙهائڻ. سِکيا ۽ سيکارڻ.

**دَرسُ وٺڻ:** سِکيا وٺڻ. سبق وٺڻ. نصيحت پرائڻ.

**دَرسِي ڪتابُ:** ذ. سڪول ۾ لازمي طور پڙهڻ جو ڪتاب- نصابي ڪتاب.

**دُرسُ:** ص. درست.

**دُرُستُ:** ص (ف) صحيح- برابر. موزون. سالم.

**درست ڪرڻ:** صحيح ڪرڻ. نيڪ ڪرڻ. سنئون

سڌو ڪرڻ.
**دُرُستي:** ث. صحت- اصلاح. مرمت.
**دَرسَنُ:** ذ. درشن. نظارو- ديدار.
**دَرسَني:** ث. آرسي- آئينو- ٽڪَ.
**دَرسني هُنڊي:** ث. أها هُنڊي جنهن جي ڏيکارڻ سان بنان دير جي رقم ملي.
**دُرُشَت:** ص (ف) کهَرو- سخت. ڪرڙو (ڳالهائڻ).
**دُرشتِ مزاج:** ص. کهري طبيعت وارو- تيز طبع. بدمزاج.
**دَرشَنُ:** ذ (سن) نظارو- ڏيکاءُ. مشاهدو. ديدار.
**درشن ڏيڻ:** ديدار ڪرائڻ. پاڻ پَسائڻ.
**دَرڪُ:** ذ (ع) ڄاڻ- پروڙ.
**دَرڪار:** ص (ف) ڪم ۾ گهربل. ضروري (ث) گهرج- حاجت- پرواهه.
**دَرڪنار:** ظ (ف) جدا- الڳ- هڪ پاسي.
**دَرگاهَ:** ث (ف) آستانو. دربار. خانقاه. بارگاه.
**دَرگاهِي:** ص. درگاه جو مجاور- متولي.
**دَرگذر:** ظ (ف) چشم پوشي. نظرانداز ڪرڻ.
**درگذر ڪرڻ:** نظرانداز ڪرڻ. ٽاري ڇڏڻ. ڇڏي ڏيڻ.
**دُرلَڀ:** ظ (سن) اڻ لڀ- ناياب.
**دَرمانُ:** ذ (ف) علاج- دارون- ڦُڪي- دوا.
**دَرماندگِي:** ث (ف) بيماري. تڪليف. مصيبت. مجبوري.
**دَرماندَه:** ص (ف) لاعلاج. مصيبت زده. مجبور- بيوس. تڪل.
**دَرماه:** ظ (ف) هرمهيني- ماهوار.
**دَرمِيان:** ظ (ف) وچ ۾. منجهه- اندر.
**دَرميانو:** ظ. وچون. وچٿرو. موافق. معتدل.
**دَرمياني:** ظ. وچ وارو. اندريون.
**دَرِندو:** ذ (ف. درند، درنده) چيري ڦاڙي کائيندڙ جانور. خونخوار- وحشي.
**دُرَنگو:** ص (ف) ٻه- رنگو. منافق. بي وفا. (ث. دُرنگي).
**دَرو:** ذ (ف. دَره) ٻن جبلن جي وچ واري وادي جنهن ۾ ندي وهندڙ هجي. ٻن پهاڙن جي وچ وارو رستو- لڪُ.
**دُرو:** ذ (ع. دُره) چمڙي جي وَڍِي جنهن سان شرعي سزا ڏجي.
**دَروازو:** ذ (ف. دروازه) جاءِ جو لنگهه- در- ٻنيو.
**دَروانُ:** ذ. دربانُ.
**دَرُودُ:** ذ (ف) رحمت جي صلواة. استغفار. ثنا. دعا.
**دَروغُ:** ذ (ف) ڪوڙ- ڪذب. بهتان.
**دَروغ گوئي:** ث. ڪوڙ ڳالهائڻ. بهتان ٻازي.
**دَرُون:** ظ (ف) اندر- منجهه- وچ ۾.
**دَرون پردهَ:** ظ. پردي ۾ (لڪل، ويڙهيل). ڳجهيءَ طرح. لِڪَ ۾.
**دَروني:** ظ. وچون- اندريون. مخفي- ڳجهو.
**دَرويَشُ:** ذ (ف) فقير- منگتو. پهتل بزرگ. سالڪ. نيڪ. سادي طبيعت وارو. مسڪين.
**درويش صفت:** ص. اهو ماڻهو جنهن ۾ دويشن واريون خوبيون هجن.
**دَرويشي:** ث. فقيرن جو طريقو. بزرگي. دينداري.
**دَرهَم بَرهَم:** ظ (ف) هيٺ مٿي- اُلٽ پُلٽ. گڏوچڙ- چڙوچڙ.
**درهَم، دِرَمُ:** ذ (ع) درم (چانديءَ جو سِڪو).
**دَري:** ث. ڪِڙڪي- ڳُڙڪي. جارو. گِلم. فراسي. ونجهوٽي راند جو هڪ خانو يا ٻاري.

**دَريُون:** ث. ويجهوٽي راند لاءِ زمين تي ٺهيل خانا- باريون.

**دُرِي:** ث. ڌُري (ڳهه). بيل گاڏيءَ جي ڦيٿن کي جهلڻ واري لوهي لٺ.

**دريا، دَرياءُ:** ذ (ف) پاڻيءَ جو وڏو قدرتي وهڪرو- وڏي ندي.

**دَريا بُرد:** ث. دريا جي ڇاڏيل زمين.

**دَريا خورد:** ث. دريا جي پاٽل زمين. دريا جي ڪاٽل زمين.

**دَريادِل:** ص. سخي- فياض.

**دريا دِلي:** ث. سخاوت- فياضي.

**دريائي:** ص. دريا جو- دريا وارو.

**دريائي گهوڙو:** ذ. گهوڙي جي شڪل وارو هڪ بحري جانور.

**دَريافت:** ث (ف) ڳولا- تلاش. جانچ- پڇاڳاڇا. ڪوجنا. عدل- انصاف.

**دَريچه:** ذ (ف) دري- ڪڙڪي. لوگهو.

**دَريُوزَه:** ث (ف) ڀيکَ- گدائي.

**دَريوزه گر:** ص. پينو- بڪاري- گداگر.

**دَرِيدَه:** ص (ف) ڦاٽل- چيريل.

**دَرِيدَه دَهَن:** ص. جيڪي زبان تي اچي چئي ڏيندڙ. ڦاٽوڙو دهل. بدزبان. گستاخ.

**دَرِيغ:** ذ (ف) انڪار. نفرت. ڏک- افسوس.

**دَڙَ:** ث. دڙڪا. تنبيهه. جُٽ ڦٽ. گوڙ- هُل. ڪوڏر جي گُڏ.

**دَڙَ دِلاسو:** ذ. دڙڪا ۽ دلداري. آسرو ۽ دلاسو.

**دَڙياٽڻُ:** م. دڙڪا دهمان ڪرڻ. ڇڙٻون ڏيڻ. ڌمڪائڻ. هيسائڻ.

**دَڙدُ:** ذ. تڪليف- جاڪوڙ. مصيبت. سختي. درد.

**دَڙدَ پَئڻُ:** تڪليفون سهڻ. سختيون سهڻ. جاڪوڙ ڪڍڻ.

**دَڙڪو:** ذ. ڌمڪي- تڙي. ڇڙٻ. دٻ.

**دڙڪو داٻُ:** ذ. ڏڏو ڏيکر. جٽ ڦٽ.

**دَڙَڳُ:** ذ. ڪپڙي ۽ داغ (مس، سٽپ وغيره جو)- ڇٽو. ڊِڳُ (ڏوُنري جو).

**دَڙَڻُ:** م. دڙڪا ڏيڻ. جُٽ ڪرڻ. هُل ڪرڻ (ناراضگي مان).

**دَڙو:** ذ. مٽيءَ وغيره جو ڍِڳَ. ڍير. ڦٽل شهر يا ڳوٺ جي مٽيءَ وغيره جو وڏو ڍِڳ.

**دَڙهَرُ:** ذ. گوڙ (دريا، ڇولين، طوفان جي)- گجڪار.

**دَڙهو:** ذ. جانور (گهوڙي، اُٺ وغيره جي) جي زور سان پَٽ تي لٽ.

**دڙها هڻڻ:** نينگ ٽپا ڏيڻ. زور سان پٽ تي لٽون هڻڻ.

**دَڙِي:** ث. مٽيءَ جي ڍِڳي (جيڪا زمين جي حد کي نروار ڪري). ننڍو ڍِڳ.

**دَڙَ:** ث. اُڏامندڙ مٽيءَ جي سنهي چندِ- لَٽَ.

**دُزْ:** ص (ف) چور. بيوقوف- چٽ.

**دُزدُ:** ص (ف) چور.

**دَسُ:** ذ (ف. ده) ڏهه. ڏهه يا ڏهن ڪان وڌيڪ تعداد. ڪن به شين جو گهٽو انداز (جٽن دِلنَ جو دَسُ، دهلن جو دس، گارين جو دس، ڪڪڙن جو دس وغيره). وسڪارو- ڏوڙيو (گارين جو).

**دِسِ:** ث (سن. دِشا) ڏِسِ- طرف.

**دَستُ:** ذ (ف) هَٿُ. پنڙو ڪاڪوس.

**دست اندازِي:** ث. هٿ وجهڻ. ٽنگ اڙائڻ- مداخلت. ٻئي جي ڪم ۾ هٿ چُراند.

**دست بُرد:** ث. خيانت- خردبُرد. ناجائز استعمال (رقم جو)- غبن.

**دست بَردار،** ص. هٿ ڪڍي ڇڏيندڙ. سرپرستي يا واسطو نہ رکندڙ. بي تعلق. لادعويٰ.

**دست بسته،** ظ. هٿ ٻڌي. با ادب.

**دستِ بدست،** ظ. هٿوهٿ.

**دست بوسي،** ث. هٿ چمڻ (عزت مان).

**دست دَرازي،** ث. هٿ کس. ٻئي جو حق کسڻ. هٿ چراند. اٽڪاءُ. مداخلت (ڪم ۾).

**دست راست،** ذ. ساڄو هٿ. سچو مددگار. سچو ساٿي.

**دست شفقت،** ذ. پيار جو هٿ. مهرباني- عنايت.

**دست غيب،** ذ. لڪل ذريعي واري ڪمائي. ازغيبي مدد.

**دست قدرت،** ذ. قدرت جو هٿ. اختيار- وس.

**دست نِگر،** ص. محتاج- حاجتمند.

**دست و پا،** ذ. هٿ پير. حيلا وسيلا.

**دَستي،** ص. هٿ جو. هٿ وارو. هٿ ۾ کڻڻ جو.

**دَستار،** ث (ف) پڳڙي. پٽڪو. علمي فضيلت طور ٻڌايل پڳ.

**دستاربندي،** ث. پڳ ٻڌڻ جي رسم (وارث. يا ديني علم جي تحصيل ڪندڙ کي).

**دَستانو،** ذ (ف) هٿن تي پائڻ جو غلاف. هڪ قسم جو ڳهه.

**دَستاويز،** ذ (ف) لکيت- تحرير. سَنَدَ. حڪومت جي مُهر وارو ڪاغذ (جنهن تي قبوليت لکجي).

**دَستِرخوان،** ذ (ف) ڪپڙو (جنهن تي ماني رکي کائجي).

**دَستخط،** ذ (ف) هٿ جي لکيت. هٿ اکر. تحرير. قلمي نسخو. صحيح جو نشان.

**دَسترس،** ث (ف) پهچ- رسائي- پڄندي.

**دَستڪاري،** ث (ف) هٿ جو هنر. هنر- ڪاريگري.

**دَستڪش،** ص (ف) ڪم مان هٿ ڪڍي ويندڙ- لاتعلق.

**دَستگير،** ص (ف) هٿ وٺندڙ. مددگار- حامي. مشڪل مان پار ڪندڙ.

**دَستگيري،** ث. مدد- حمايت.

**دَستو،** ذ (ف) هٿيو- مُٺيو. مسالي ڪٽڻ جو مُهرو. جٿو (فوج جو). ٢٤ ڪاغذن جو سٿو.

**دَستور،** ذ (ف) روش- چال- ڍنگ. رسم- ريت. قاعدو- قانون. آئين.

**دَستورالعَمل،** ذ. قاعدو قانون. طور طريقو. حڪومت جو سرشتو.

**دَستوري،** ص. دستور موجب. رواج مطابق.

**دَستي،** ث. هٿ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه. هٿ جو چنبو. پاسراٽي واري گوشت جي سُڏي.

**دَستياب،** ص (ف) هٿ آيل. مُيسر- حاصل.

**دستياب ٿيڻ،** حاصل ٿيڻ- هٿ لڳڻ.

**دَسَ ڦُسَ،** ث. زوري زبردستي.

**دَسڻ،** م. ٻاڪر وجهي ڪيرائڻ. ليٽائڻ (ملهہ. مقابلي يا جهيڙي ۾). شڪست ڏيڻ. هيٺان ڪرڻ- زير ڪرڻ.

**دُسو، دُشو،** ذ (ف. دشالہ) دُشالو.

**دَسهڙو،** ذ. هندن جو هڪ ڌرمي ڏڻهن (جيٺ مهيني جي ڏهين تاريخ، انهي ڏڻهن تي شري رامچندر، راوڻ کي ماريو هو).

**دُسي،** ث. خار- ڏوئنس- غيرت.

**دُشالو،** ذ (ف) اوني يا ريشمي چادر.

**دَشتُ،** ذ (ف) رڻ پٽ- صحرا- ريگستان.

**دشت پيما؛** ص. بيابان ۾ گھمندڙ. سياح.

**دشت نِوَرد؛** ص. بيابان پار ڪندڙ.

**دَشت پيمائي، دشت نِوَردي؛** ث. بيابان ۾ رولڙو- آوارگي.

**دُشتُ؛** ص (سن) ظالم- بيرحم. دشمن.

**دُشمَنُ؛** ذ (ف) ويري- عَدُو. بدخواه. مخالف.

**دُشمَني، دُشمَنو؛** ث. وير- عداوت. مخالفت.

**دُشنام؛** ذ (ف) گارِ.

**دُشوار؛** ص (ف) مشڪل- ڏکيو- اهنجو. تڪليف ڏيندڙ.

**دُشوار گُذار؛** ص. جتان لنگھڻ ڏکيو ٿئي. ڏکيو لنگھہ.

**دُشواري؛** ث. ڏکيائي- مشڪلات- اهنجائي- دقت.

**دُعا؛** ث (ع) التجا- عرض. اهو جملو جنهن ۾ خدا کان ڪجھہ گھرڻ لاءِ وري وري چئجي. مناجات. برڪت وارا الفاظ. ڀلائي واري مراد.

**دعا سَلام؛** محاورو. عليڪ سليڪ. گفتگو.

**دُعاگو؛** ص. خير گھندڙ- ڀلو چاهيندڙ.

**دعا گھرڻ؛** مراد گھرڻ. آسيس گھرڻ. حاجت روائي پوري ٿيڻ. (خدا کان) مغفرت گھرڻ. التجا ڪرڻ.

**دعوٰي؛** ث (ع) طلب- گھُر. فرياد (حق طلبي لاءِ). مقدمو.

**دعويدارُ؛** ص. حق گھرندڙ. دانهين- فريادي.

**دعوٰي ڪرڻ؛** حق جتائڻ. حقداري جو مقدمو ڪرڻ.

**دَعوَت؛** ث (ع) سڏ- ڪوٺ. شادي وغيره ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ سڏ. مانيءَ جو سڏ.

**دَعوَت نامو؛** ذ. ڪوٺ جي سڏ وارو ڪاغذ.

**دَعِي مُدَعي؛** ص. فريادي ۽ جوابدار. ٻئي ڌريون. (ظ) آمهون سامهون- روبرو.

**دَغا؛** ث (ف) دوکو- فريب. ڪُپٽ. ويساه گھاتي. ٺڳي- دولاب.

**دَغاباز؛** ص. دولابي. ٺڳ. فريبي.

**دَغا ڏيڻ؛** ويساه گھاتي ڪرڻ. وعدي خلافي ڪرڻ.

**دَغَلُ؛** ذ (ف) .. ر جي خرابي. ٺڳي. بدافعالي. گوشت يا ڏوَنري جو ڊِگُ.

**دَغلبازي؛** ث. ٺڳي. دولاب. دغابازي.

**دَفَ (ث)، دَفُ؛** ذ (ف) وڄت جو هڪ ساز (ٿالهيءَ جھڙو، هڪ پاسي کُل چڙهيل، ٻيو پاسو کليل- دَڦَ.

**دُفُ؛** ص. چٽ- ناس. اُجڙ. برباد.

**دُف ڪرڻ؛** پينگ ڪرڻ. اَڏائي ڇڏڻ (ملڪيت). برباد ڪرڻ.

**دَفاتِر؛** ذ (ع) 'دفتر' جو جمع.

**دَفتَرُ؛** ذ (ف) آفيس جي لکپڙهہ يا حساب ڪتاب جا ڪاغذ- رڪارڊ. آفيس. وڏو ڪتاب. ڊگھو قصو.

**دَفتر دَارُ؛** ص. ڪمشنر جي پاران زمين جو رڪارڊ رکندڙ آفيسر.

**دَفتَري؛** ص. آفيس يا رڪارڊ سنڀالي رکندڙ ملازم.

**دفتر داخُلُ؛** ڪو عرض يا ڪا رٿا بنا فيصلي جي دفتر ۾ رکي ڇڏڻ. ملتوي- نامنظور.

**دَفترِي؛** ث. تمام ٿلهو ڪاغذ (جلد چاڙهڻ جي ڪم اچي)- پانو.

**دَفَع؛** ظ (ع) پري- دور.

**دفع الوَقتِي؛** ث. وقت ٽارڻ لاءِ بهاني بازي.

**دَفع ڪرڻ؛** دور ڪرڻ. ٽارڻ (اکين اڳيان). هٽائڻ. چٽ ڪرڻ. ختم ڪرڻ.

**دَفعَتا؛** ظ (ع) هڪ ئي ڀيري. اوچتو- يڪدم.

**دَفعو؛** ذ (ع) ڀيرو- گھمرو- وارو. قانون جو فقرو.

**دفعي دفعي؛** ظ. ڀيري ڀيري- هر گھمري. وري وري.

**دَفَنُ:** ذ (ع) پُورڻ (زمين ۾).

**دفن ڪرڻ:** زمين ۾ پورڻ. قبر ۾ لاش رکڻ. هميشه جي لاءِ ختم ڪرڻ (معاملو). گم ڪرڻ.

**دَفنائڻُ:** م. پورڻ (زمين ۾). قبر ۾ رکڻ (لاش).

**دَفِينو:** ذ (ع) پوريل خزانو. ناڻو.

**دَڦُ:** ڏ. هڪ ٻئي مٿان ستيل رلين جو ڍڳ.

**دَڦ ڪرڻ:** سيءَ يا تپ ۾ هڪ ٻئي مٿان ٻه ٽي رليون وجهڻ (جئن هوا نہ لڳي ۽ جسم مان پگهر نڪري).

**دُڦُ:** ذ. هوا جي زور تي اُڏائل ڌُوڙ جو غبار.

**دُڦ تي بندوق چوڙڻ:** خاطريءَ کان سواءِ ڏکي تي ڳالهہ چوڻ.

**دَڦرو:** ص. ٿُلهو متارو. تندرست ۽ ٿلهو. (ث. دڦري).

**دُڦڪُ:** ذ. دَنڊ يا غبار وانگر نظر ايندڙ جسم. غبار- دَنڊ (هوا ۾ مٽي ۽ ڌوڙ جو).

**دِقُ:** ث (ع) سِلهہ (بيماري). (ص) سنهو. عاجز- ڪڪ. مشڪل.

**دِقُ ڪرڻ:** تنگ ڪرڻ- بيزار ڪرڻ- هلاڪ ڪرڻ. ستائڻ- آزارڻ.

**دَقائِقُ:** ذ (ع) دقيقه جو جمع. بارِيڪ نُڪتا.

**دِقّتَ:** ث (ع) ڏکيائي- تڪليف. تنگي- سوڙهہ. بيزاري- هلاڪي.

**دِقت طلب:** ص. ڏکيو- اهنجو- مشڪل.

**دَقيانُوس:** ص (ع) پراڻو- ڪهنو. قديم. (ذ) هڪ رومن بادشاهہ جيڪو ٣٤٩ع ۾ تخت نشين ٿيو (اصحاب ڪهف سندس زماني ۾ ڇپيا وڃن ٿا).

**دَقيانُوسِي:** ص. پراڻن خيالن وارو- قدامت پسند.

**دَقِيقُ:** ص (ع) باريڪ- سنهو. تمام ٿورڙو. ڳوڙهو- منجهيل.

**دُڪانُ:** ذ (ع) هَٽُ. واپاري جي جاءِ.

**دُڪاندارُ:** ص. هَٽائي. واپاري.

**دُڪانداري:** ث. هَٽ واپار. واپار وڙو. ڏيتي ليتي.

**دُڪو:** ذ. تولو (وزن). تولي جيترو مکڻ (ننڍڙي ٻار کي کارائڻ لاءِ).

**دِڪِي:** ث. ننڍڙو ٿلهو. ڏاڪڻ جو ڏاڪو.

**دُڪِي:** ث. تاس ۾ ٻن داڻن وارو پتو.

**دُکُ:** ذ (سن) بيماري- مرض. سُور- اهنج. غم- ڏک.

**دک سک:** ذ. ڏک سک- رنج ۽ راحت.

**دُکاڻُ:** ذ. دکان. ڪنهن هنرمند ڪاريگر جي ڪم ڪرڻ وارو هنڌ (ڪنيار، ڪوري، موچي، وادو).

**دُکائڻُ:** م. ٻارڻ (باهہ). جاڳائڻ (باهہ، جهيڙو). ڏڳائڻ.

**دُکدائڪ:** ص. ڏک جهڙو. افسوسناڪ.

**دُکَڻُ:** م. ٻرڻ (باهہ). ڏڳڻ. جاڳڻ (فتنو).

**دُکي:** ث. نکر جو هڪ ٽانءُ (ڪنگر يا لوٽي جهڙو).

**دُکي:** ص. ڏکويل. غمگين. بيمار. اگهو.

**دُکيارو:** ص. دکي. (ث. دکياري).

**دُگاڙو:** ذ. حُقي يا بيڙيءَ جو وڏو سُوٽو.

**دُگاڙا هڻڻ:** وڏا سُوٽا هڻڻ. ٻٽاڪون هڻڻ.

**دُگام:** ذ. گهوڙي جي پنڌ جو هڪ نمونو - ڊِگَ.

**دُگامو:** ذ. ڊگ چال وارو گهوڙو.

**دُگانہ:** ظ (ف) ٻہ دفعا. ٻہ رڪعتون (نماز).

**دگر، ديگرَ:** ص (ف) ٻيو. ٻئي رنگ جو. اُلٽ پلٽ. هيٺ مٿي.

**دگرانُ:** ص. ٻيائي رکندڙ - بغضي. (ذ) هڪ قسم جو وڏو پکي.

**دُگنو**: ص (ف. دوگنہ) ٻيڻو. ٻٽو - ڏُهرو.
**دَڳُ**: ذ. وڏو شاهي رستو. گس. پيچرو.
**دڳ لائڻ**: واٽ ڏيکارڻ. رهنمائي ڪرڻ.
**دڳ وٺائڻ**: روانو ڪرڻ. لوڏي ڪڍڻ. ڪڍي ڇڏڻ (ڪم يا ذميداري مان).
**دِڳُ**: ذ. جميل شيءِ جو ڇڪو (ڏونري يا مکڻ جو ڇاڻو). رت جو جميل داغ. ماس جو ٽُڪر.
**دڳلو**: ذ. ڏهريءَ جو پُتلو. (ص) بندرو ۽ ٿلهو.
**دِڳو**: ذ. اختيار - حڪم. قبضو.
**دڳو جمائڻ**: زوري مالڪ بنجي ويهڻ. حڪم هلائڻ. قبضو جمائڻ.
**دڳيدارُ**: ص. حڪم هلائيندڙ. حاڪم.
**دَلُ**: ذ. ڍڳ - انبار. ڪڪرن جو ڌَسُ. جيتن جو جُهنڊ. ماڻهن جو انبوهه. لشڪر - ڪٽڪ (هڪ ڏند ڪٿا موجب دنيا ۾ ساهوارن جا اڍائي دَلَ آهن: هڪ دَل مڪڙ، ٻيو دل ماڪوڙيون، اڌ دَل ۾ باقي سڀ ساهوارا).
**دِلِ**: ث (ف) قلب - مَنُ - هِنيون. اندر - باطن. همت - جرئت. خواهش. مرضي. وچ- مرڪز.
**دل اٽڪڻ**: نيهن لڳڻ - عشق ٿيڻ.
**دِل ٻڌڻ**: حوصلو ڪرڻ. هام هڻڻ.
**دِل ٻُڏڻ**: بيهوشي ٿيڻ.
**دل پيڻ، ٽوڙڻ**: مايوس ڪرڻ. نا اميد ڪرڻ. هٽائڻ (ارادي تان).
**دِل پَرجي اچڻ**: ڏکارو ٿيڻ. روڄهارڪو ٿيڻ.
**دِل پَرجڻ**: ڪٺو ٿيڻ - بيزار ٿيڻ.
**دِل تان لهڻ**: وسري وڃڻ. نہ وڻڻ.
**دِل تي**: ظ. مرضي موجب. ڍؤ تي. ڇڱيءَ طرح.
**دل تي چڙهڻ**: ياد اچڻ.
**دِل تي هٿ رکڻ**: احساس ڪرڻ. پنهنجي حالت سان ڀيٽڻ.
**دل ٿيڻ**: وڻڻ. چاهہ ٿيڻ. شوق ٿيڻ.
**دل ٽٽڻ**: همت هارجڻ. شوق ڪڄڻ.
**دل ٺرڻ**: خوش ٿيڻ. فرحت اچڻ.
**دل پَڪي ڪرڻ**: حوصلو ڏارڻ. صدمو برداشت ڪرڻ. پڪو ارادو ڪرڻ.
**دل جلڻ**: ساڙ لڳڻ. حسد ٿيڻ. ڪاوڙ لڳڻ.
**دل جمع رکڻ**: خاطري ڪرڻ. يقين رکڻ. ڀروسو رکڻ.
**دل جي ڳالهہ**: ث. مرضي. راز.
**دل جهلڻ**: همت ٻڌڻ. حوصلو ڪرڻ.
**دل دکيءَ ۾ رکڻ**: دلجاءِ ڪرڻ (طنزيہ). آسرو نہ رکڻ.
**دل ڌڙڪڻ**: ڊپ يا انديشي کان گهبرائڻ.
**دل رکڻ**: دلداري ڏيڻ. ڏڍ ڏيڻ.
**دل سان**: ظ. شوق سان. توجهہ سان.
**دل سان لڳڻ**: ياد اچڻ. اعتبار اچڻ- وِسهڻ.
**دل ڪچي ٿيڻ**: اُلٽيءَ جو خيال ٿيڻ (خراب کاڌي يا بد هضمي کان).
**دل ڪڍڻ**: اُڪير ٿيڻ - سِڪ ٿيڻ. مِلڻ جي تانگهہ ٿيڻ.
**دِل ڪَڙي ڪرڻ**: دل ڏاڍي ڪرڻ. مرضي جي خلاف قبول ڪرڻ.
**دل ڪوسي ٿيڻ**: ڏکوئجڻ. ڪاوڙجڻ.
**دل کٽي ٿيڻ**: ڪڪ ٿيڻ- بيزار ٿيڻ. ورچڻ. مُنهان پوڻ.
**دل کولي**: ظ. چڱيءَ طرح - بخوبي.
**دل لڳائڻ**: چاهہ رکڻ (ڪم سان). ڌيان ڏيڻ.

**دل لاهڻ:** بي همت ٿيڻ. نا اميد ٿيڻ.

**دل لوڏو کائڻ:** بي يقيني ٿيڻ.

**دل لوڙهڻ:** بي همت ٿيڻ. نا اميد ٿيڻ.

**دل مان ڪڍڻ:** وساري ڇڏڻ.

**دل ۾ جاءِ ڏيڻ:** عزت ڪرڻ. تمام گهڻو چاهڻ.

**دل ۾ گهر ڪرڻ:** تمام گهڻو وڻڻ. پسند اچڻ.

**دل ۾ هُرڻ:** هروقت ياد رهڻ. اندر ۾ کُٽڪڻ.

**دل ۾ چور هجڻ:** بدگماني هجڻ - شڪ هجڻ.

**دل ۾ ڪرڻ:** ڏک ڪرڻ.

**دل مَن پچڻ:** سوچ ويچار ڪرڻ. ڳڻ ڳوت ڪرڻ.

**دل ننڍي ڪرڻ:** همت هارڻ. نا اميد ٿيڻ. مايوس ٿيڻ.

**دل وارو:** ص. دل کي وڻندڙ. مَن موهيندڙ. پيارو. دلير- سورهيہ. سخي.

**دل وٺڻ:** همدردي ڪرڻ. غمخواري ڪرڻ. قرب ۾ آڻڻ. راضي ڪرڻ.

**دل وڌڻ:** حوصلو ٿيڻ - جرئت ٿيڻ.

**دل وَرڻ:** شوق ٿيڻ. لاڙو ٿيڻ. مرضي ٿيڻ.

**دل وسامڻ:** مايوس ٿيڻ. نا اميد ٿِيڻ. گهبرائجڻ (صدمي ڪان).

**دل وِندرائڻ:** مشغول ٿيڻ. ڌيان ٻئي پاسي ڪرڻ لاءِ ڪو شغل ڪرڻ.

**دِل آرام:** ص (ف) دل کي آرام ڏيندڙ. منٺار. معشوق.

**دِل آرائي:** ث (ف) دل کي وڻڻ.

**دِل آزار:** ص (ف) دل ڏکوئيندڙ. ظالم.

**دِل آزاري:** ث (ف) دل ڏکوئڻ. ظلم - ڏاڍ.

**دِل آويز:** ص (ف) من موهيندڙ. دل کسيندڙ. دل کي وڻندڙ.

**دِلاسو:** ذ (ف) ڏڍ - آٿت. پروسو. تسلي.

**دلاسا ڏيڻ:** ٿلها آسرا ڏيڻ. دلداريون ڏيڻ.

**دِل افروز:** ص (ف) دل کي روشن ڪندڙ.

**دَلالُ:** ذ (ع) واپار وغيره ۾ سودو ڪرائيندڙ. ڪُٽڻ.

**دَلالي:** ث. سوُدي ڪرائڻ جو محنتانو. پلاوٺو. ڪميشن. ڪُٽپو- پڙوت.

**دَلالتَ:** ث (ع) علامت - اهڃاڻ. ثابتي. دليل.

**دَلائِلَ:** ذ (ع) دليل جو جمع.

**دِلاوَرُ:** ص (ف) دل وارو - بهادر - سورهيہ.

**دِلاوَرِي:** جرات - دليري. سورهياٽي.

**دِلبَرُ:** ذ (ف) دل کسيندڙ. معشوق - پيارو

**دِلبَرِي:** ث. دل کسڻ. محبت. آٿت. دلاسو.

**دِل برداشتہ:** ص (ف) دل ٽهي ويل. نا اميد. مايوس.

**دِل بَستِگي:** ث (ف) دل لڳڻ. وندر.

**دلبَندُ:** ص (ف) پيارو - محبوب.

**دَلبو:** ذ. ٺڳي - فريب. ويساه گهاتي. ڦاسايل يا هيٺو پکي جيڪو ٻين پکين کي ڦاسائڻ لاءِ ماري استعمال ڪندا آهن. پاندي پکي ڦاسائڻ لاءِ ڪکن مان ٺهيل پکي. باز کي شڪار تي هيرائڻ لاءِ ڪانءَ يا ڪڪڙ جي کنين جو پکي.

**دلبو ڏيڻ:** لالچ ڏيئي دوکو ڏيڻ. لالچائي ڦاسائڻ.

**دِل بَهار:** ص (ف) دل کي فرحت ڏيندڙ.

**دِل تَنگ:** ص (ف) رنجيدو - ناخوش. مَلول- مايوس. تعصبي. حاسد. ڪنجوس. بخيل.

**دِلپاڪ:** ذ: ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهہ (عام طرح هڪ قيمتي پٿر جيڪو سوراخ ڪري ڳچيءَ ۾ ٻڌجي).

**دِلپَذِير:** ص (ف) دل کي وڻندڙ.

**دِلپَسند:** هہ (ف) دل کي وڻندڙ. مرضي موجب. خواهش مطابق.

**دَلِ جَمعِي:** ث (عَ) تسلي - اطمينان. بي فڪري.

**دِلجوئِي:** ث (ف) دلداري - تسلي. آٿت.

**دِلچَسپ:** ص (ف) دل کي وڻندڙ. خوبصورت. مزيدار.

**دِلچَسپِي:** ث. شوق- چاهہ.

**دِلخَراش:** ص (ب) دل کي ويندڙ. دل کي تڪليف ڏيندڙ (واقعو).

**دِلدارُ:** ص (ف) دل کي ڏڍ ڏيندڙ - آٿت ڏيندڙ. پيارو - محبوب.

**دِلداري:** ث. ڏڍ - آٿت.

**دِلدَادَه:** ص (ف) عاشق.

**دُلدُل:** ذ (ع) حضرت نبي سڳوري کي سڪندريہ جي حاڪم کان تحفي طور مليل خچر (ان جو رنگ سفيد هو). گهوڙي جي شڪل جو ڪاٺ يا ڪکن مان ٺهيل بوتو (جيڪو عاشورن ۾ ڪڍن).

**دِلدوزُ:** ص (ف) دل تي اثر ڪندڙ.

**دِلرُبا:** ص (ف) دل ڪسيندڙ. معشوق- دلبر.

**دِلرُبائي:** ث. دل کي ڇڪڻ. عشق- محبت.

**دِلسوزُ:** ص (ف) دل کي ساڙيندڙ. رُئاڙيندڙ. ڏکوئيندڙ.

**دِلشاد:** ص (ف) دل خوش ڪندڙ. خوش- سَرهو.

**دِلشِڪَست. دِلشِڪِسَتو:** ص (ف) دل ڀڳل. بي همت. رنجيدو. مايوس- نااميد.

**دِلشِڪَني:** ث (ف) دل ڀڃڻ. نااميدي.

**دِلفرَيب:** ص (ف) دل کي موهيندڙ. دلرُبا. دل هرڪائيندڙ. سهڻو- حسين.

**دِلفگار:** ص (ف) گهايل دل وارو. غمگين.

**دَلقُ:** ذ (ع) ڪپڙي جي ٽڪرين مان ٺهيل فقيرائو چولو. خرقو. گودڙي.

**دَلق پوش:** ص. گودڙي ڍڪيندڙ. فقير- درويش.

**دِلڪَش:** ص (ف) دل ڇڪيندڙ. سهڻو- حسين.

**دِلڪُشا:** ص (ف) دل کي خوش ڪندڙ.

**دِلڪُشائي:** ث (ف) خوشي. فرحت.

**دِلڪَشِي:** ث (ف) دل کي ڇڪڻ. دل موهڻ.

**دِل ڪولي:** ظ. بيدڙڪ- بنا ڊپ ڊاءُ.

**دِلگُداز:** ص (ف) دل کي نرم ڪندڙ.

**دِل گهُريو:** ص. مرضيءَ موجب. وڻندڙ- پسنديده. پيارو.

**دِلنَشِين:** ص (ف) دل ۾ ويٺل. ياد. وڻندڙ- پسنديده.

**دِلنَوَاز:** ص (ف) دل کي ڏڍ ڏيندڙ. دوست- يار.

**دِلنَوازِي:** ث. ڏڍ- دلاسو. مهرباني. ناز نخرا.

**دَلو. دَلو:** ذ (ع) ڏول. دلو. دِلو. هڪ آسماني بُرج.

**دَلو:** ص. دلالي ڪندڙ- دلال. ڪُٽڻ- پڙوو. (ث. دلي).

**دِلو:** ذ (ع. دَلو) ننڍو ڪَر جو گهڙو.

**دِلي:** ث. ننڍو دِلو- گهڙي.

**دَلوچو:** ص. گهڻو- جام. دلپسند (انعام).

**دِلي:** ص (ف) دل جو. دل وارو. جاني. (ث) ڀارت جو هڪ مشهور شهر- دهلي.

**دِلي دوست:** ذ. دل وارو دوست. پيارو دوست.

**دِلي محبت:** ث. تمام گهڻي محبت.

**دِليرُ:** ص (ف) وڏيءَ دل وارو. سورهيہ- بهادر. نہ ڏڄندڙ.

**دِليري:** ث. سورهيائي- بهادري.

**دَليلَ:** ث. واڳ- مهار. اُٺ جي ناڪيليءَ ۾ پتل ڪڙو.

**دَلِيلُ:** ذ (ع) حجت- بحث. ثابتي- شاهدي. خيال- گمان- وهم.

**دَلِيل بازي:** ث. بحث مباحثو. مقدمي ۾ واقعاتي ثابتي. حجت بازي.

**دَمُ:** ذ (ع) رَتُ- لَهُو.

**دَموِي:** ص. رت جي گهٽائي سبب ٿيل (مرض).

**دَمُ:** ذ (ف) ساهُ- پَساهه. ڊگهو ساه- ڦوڪ. جياپو- حياتي. زندگي. شوڪارو (دعا يا ڦيٽي جو). حُقي يا چلم جي ڦوڪ. ساه جي هڪ بيماري (جنهن ۾ اُيساهي ٿئي). ڪاڏي ڪي پوريءَ طرح رڌڻ لاءِ ٻاڦ جو اوٻارو. درياء جي وهڪ جو زور ۽ چاڙهه. پل- گهڙي- ساعت- لحظو. زور- سگهه. حوصلو. دوکو- فريب- ڏٽو. تحرير ۾ بيهڪ جي نشاني.

**دَم اٽڪڻ:** ساهه اٽڪڻ. سِڪَ يا ساروڻي ٿيڻ. سڪرات ۾ ساهه گهُٽجڻ.

**دم ٻرجڻ:** ساهه گهُٽجڻ. ڊوڙ وغيره ۾ تڪڙو ساه کڄڻ. سهڪڻ.

**دم ٽٽڻ:** پساه پورا ٿيڻ.

**دم ڏيڻ:** ساه ڏيڻ. مرڻ. عاشق ٿيڻ. دولاب ڪرڻ. آسرو ڏيڻ.

**دَم جَهلڻ:** تحمل ڪرڻ. پاڻ روڪڻ. صبر ڪرڻ.

**دَم ڪرڻ:** دعا، منتر وغيره پڙهي شوڪارڻ.

**دم گهُٽجڻ:** ساه ۾ مونجهه ٿيڻ. گهبرائجڻ.

**دَم هڻڻ:** دعويٰ ڪرڻ- هام هڻڻ. ٻٽاڪ هڻڻ. تڪبر ڪرڻ.

**دُمُ:** ذ (ف) پڇ، پُڇڙي (جانور جي)- دُنب.

**دَما دَمُ:** ظ. هڪ ٻئي پويان- لاڳيتو.

**دِماغُ:** ذ (ع) ميجالو- مغز. عقل. هوش. سمجهه.

**دِماغ سوزي:** ث. دماغي پورهيو. مغز کپائڻ. غور فڪر.

**دِماغ ڦِرڻ:** چريو ٿيڻ. هوش خطا ٿيڻ.

**دماغ کائڻ:** مٿو کائڻ؛ بي فائدو ڳالهائي ڪک ڪرڻ.

**دَمامو:** ذ (ف) نغارو.

**دَمبازُ:** ص (ف) فريبي- ٺڳ- دغاباز. ڏٽائي.

**دَمبازي:** ث. دوکو- ٺڳي- فريب. ڏٽو.

**دَمبخود:** ظ (ف) چُپ- خاموش (حيراني مان). ماٺ ۾. واتڙو.

**دَمبَدم:** ظ (ف) هروقت- هرگهڙي. توري توري وقت کان پوءِ. پلپل.

**دَم پُخت:** ذ (ف) پلاءُ جو هڪ قسم (ٻاڦ تي رڌل چانور). ٻاڦ تي رڌل ڪاڌو (جيڪو ٿانءَ جو منهن بند ڪري رڌجي).

**دُمچِي، دُنبچي:** ث (ف) گهوڙي جو هڪ سنج (وهٽ جي پُڇ هيٺان ٻڌڻ جو ڪپڙو).

**دَم خَم:** ذ (ف) همت حوصلو.

**دُمدارُ:** ص (ف) پُڇ وارو- پُڇر. (ذ) پُڇر تارو.

**دَم دِلاسو:** ذ. آٿت- دلداري. ڏٽو پُوزي. ٺلهو آسرو.

**دم دم:** ظ (ف) هرگهڙي- هروقت. پلپل.

**دَمدَمو:** ذ (ف) مٽيءَ جو بند. مورچو بند جو. لهوارو رستو.

**دَمڙي:** ث. آڳاٽي وقت جو هڪ ننڍو سِڪو (پئسي جو اٺون حصو).

**دَمزِني:** ث (ف) ٻٽاڪ- لباڙ.

**دَمسازُ:** ص (ف) رازدار. حال محرم. دلي دوست.

**دَم قَدم:** ذ (ف) ساهه ۽ هلڻ جي طاقت. زندگي- حياتي- پساه.

**دَمڪَشِي:** ث (ف) 'ساهُ' جي هڪ بيماري (جنهن ۾ اُيساهي ٿئي).

**دَمَڻُ، دَمِڻُ:** م. ساه ڪشڻ. دم پٽڻ. ساهي ڪشڻ. ترسڻ. صبر ڪرڻ. طعام کي ٻاڦ تي رڌڻ.

**دَمِ:** ث. اناج جو ڍڳ. گاهه يا ڪانن جو وڏو ڍڳ- انبار.

**دُنُ:** ذ. پيٽ جي وچ ۾ ناڙي واري جاءِ- ناف. وچ. پورو وچ.

**دُناب:** ذ. گوشت جا تهه (جسم تي).

**دُنبُ:** ذ (ف) پُڇ- دُم گهيٽي جي پڇ وارو حصو.

**دُنبالو:** ذ (ف) پُڇ. دُنب. ٻيڙيءَ يا آگبوٽ جو پنيون حصو.

**دُنبو:** ذ. وڏي پڇ وارو گهيٽو. (ص) ٿلهو- متارو.

**دَنبُورو:** ذ. طنبُورو (ساز).

**دَندان:** ذ (ف) ڏند.

**دندان ساز:** ص. ڏند ناهيندڙ (ڊاڪٽر).

**دندان شِڪَن:** ص. ڏندٽوڙ- ڏند ڀڃيندڙ.

**دَنگُ:** ذ (ف) ڇيهه- ڀڃاڙي واري حد- ڇيڙو.

**دَنگ دڙو:** ذ. زمين جي حدبندي جي نرواري لاءِ مٽيءَ جو ڍڳ.

**دَنگ رهجڻ:** حيران ٿيڻ- وائڙو ٿيڻ. هڪو ٻڪو ٿيڻ.

**دَنگ ڪرڻ:** ڀڃائي ڪرڻ. توڙ کي پهچڻ. انتها ڪرڻ.

**دَنگِئي:** ص. لاڳيتي حد وارو.

**دُنگُ:** ذ (ف) شراب جو مَٽُ. شراب جو وڏو شيشو.

**دَنگَلُ:** ذ (ف) مجمعو- انبوهه. خوشي ملهائڻ وقت هُل هنگامو. آکاڙو (ڪُشتي يا مَلهه جو). ملاکڙو. فساد.

**دَنگڻُ:** م. لاڳيتا ٽپ ڏيڻ (ڪُڏ يا ڪَٽ تي). نچڻ ٽپڻ (راند ۾).

**دَنگو:** ذ. جهيڙو- هل فساد. هنگامو- فتنو.

**دَنگِئي:** ص. جهيڙاڪ- فسادي.

**دَنگي:** ث. وڏي ٻيڙي. سامونڊي ٻيڙو.

**دُنِي:** ث (ع) دنيا. ڌن دولت.

**دُنيا:** ث (ع) موجوده زمانو. جڳ- جهان. عالم. سنسار. ڌرتي- زمين. ڌن دولت- ناڻو- ملڪيت.

**دنياوَمافِيها:** جهان ۽ ان ۾ جيڪي ڪجهه آهي.

**دُنياوِي، دُنيَوِي:** ص. دنيا جو. دنيا سان واسطو رکندڙ.

**دُنيادارُ:** ص (ف) دنيا جي ڌنڌن ۾ ڦاٿل. دولتمند- تونگر.

**دُنياداري:** ث. دنيا جا ڌنڌا. ڪاروهنوار. هلي چلي- رسم رواج.

**دَنيَرُ:** ص. تمام ڪارو. ٿلهو متارو.

**دو:** ص (ف) ٻه.

**دوآبو:** ذ. ٻن دريائن. نـدين يا واهن جي وچ واري زمين.

**دَوا:** ث (ع) ٻُڪي- ڦَڪي- دارون- علاج. تدارڪ- حيلو.

**دواخانو:** ذ. شفاخانو- اسپتال.

**دواساز:** ص. دوائون ناهيندڙ.

**دوادَرمل:** ذ. علاج. سُٺي ڦَڪي.

**دوا دارون:** ذ. علاج- سُٺي ڦَڪي.

**دوافروش:** ص. دوا وڪڻندڙ.

**دُوابو، دُئابو:** ذ (ف. دوآب) دوآبو.

**دَوات:** ث (ع) مَس. مَس ڪُپڙي.

**دُوارُ، دُئارُ:** ذ (سن) دروازو. دَرُ- ٻُنيو. آستان. مُلڪ.

**دُوارو، دُئارو:** ذ (سن) آستانو. سِڪن جي ڌرمي

پوڇاپاڙ جو آستانو.

**ڏُوالُ:** ذ (ف) گهوڙي جو هڪ سنج. رڪاب جو پٽو. رڪيبن کي جهلڻ لاءِ چمڙي جو پٽو.

**ڏُوالِي، ڏُئالِي:** ث. پاليل پکي (باز، تتر) جي پيرن يا چيلهه ۾ بڌڻ لاءِ ڏور.

**دَوامُ:** ظ (ع) دائم- هميشه- سدائين. (ث) هميشگي.

**دَوامي:** ظ (ع) دائم- هميشه لاءِ- سدائين- دائمي.

**دوباره:** ظ (ف) بيو ڀيرو. ٻه ڀيرا- وري.

**دوبالا:** ص (ف) ٻيڻو. ٻٽو. ويتر- وڌيڪ.

**ڏُوبَدُو:** ظ (ف) آمهون سامهون- روبرو.

**ڏُوتُ:** ذ (سن) قاصد. جن ڀُوت.

**ڏُوتارو، ڏُتارو:** ذ (ف) ٻن تارن (تندن) وارو هڪ ساز- ٻه تارو.

**دوٽُ:** ذ. ڪاري (سمنڊ) جو پَلو. (ص) ٽُلهو (ماڻهو).

**دوپَٽو، دُپَٽو:** ذ. پوتي- رَئو.

**ڏُوچِتي، ڏُچِتي:** ث. چت جي هيڻان ٻي ننڍي چت- پَچندي.

**ڏُودُ:** ذ (ف) دونهون. ٻاڦ. ڏُنڌن (ع) ڪيڙو.

**ڏُودڪَش:** ذ. دونهين جي نيڪال وارو سوراخ- چمني.

**ڏُودسَتو، ڏُدستو:** ص. مضبوط- سگهارو.

**دودَستِي:** ث. وهٽ جي ٻن اڳين پيرن ۾ وجهڻ جي زنجير.

**دوڙُ:** ذ. ڪوڙو الزام- بهتان.

**دوڏو:** ذ. اک جو ڏيلهو.

**دوڏا ٽوتارڻ:** اکيون ڪڍڻ (ڪاوڙ مان).

**دَورُ:** ذ (ع) چڪر- ڦيرو- گردش. پيرو (سبق جو)- اُتلائي. تلاوت (قرآن شريف جي). پت جي اوساري ۾ سرن جي هڪڙي قطار. عهد- زمانو. عرصو- وقت (حڪومت جو).

**دَور دَورو:** ذ. وقت- زمانو. حڪومت جو عهد. پلان پلي.

**دورُ ڪرڻ:** سبق وغيره وري وري پڙهڻ. ياد ڪرڻ لاءِ پيرو ڏيڻ.

**ڏُورُ:** ظ (ف) پري- پراهون- ڏُور. جدا- الڳ.

**ڏُوراُفتاده:** ظ. پراهون. ڌڪاريل.

**ڏُور ٿيڻ:** پري ٿيڻ. نفرت ڪرڻ.

**ڏُورانُ:** ص. تمام ٿلهو (ماڻهو).

**دورانِ:** ذ (ع) چڪر- ڦيرو- گهمرو. گردش. وقت- دَور. (ظ) وقت ۾- عرصي ۾.

**ڏُوراَنديش:** ص (ف) اڳ ويچاريندڙ. دانا. سُچيت.

**دوراَنديشي:** ث. اڳ ڪُٿتي. آئينندي جي سوچ. عاقبت انديشي. ڏاهپ.

**دوراهو:** ذ. ٻه واٽو.

**ڏُورائو، دُرائو:** ذ. ٻن جدا معنائن يا مُرادن وارو بيت (هُنر شاعري).

**ڏُوربِيڻَ، ڏُوربِيني:** ث. پراهين شيءِ کي ويجهو ڏيکاريندڙ عينڪ.

**دوربِجَڻُ:** م. ڊڪرجڻ- بيهوش ٿيڻ.

**دورُخي:** ث (ف) منافقت. منهن رکائي.

**ڏُور دراز:** ظ (ف) تمام پراهون- ڏوراهون.

**دورَنگو، دُرنگو:** ص. ٻن رنگن وارو. منافق.

**دورَنگي، دُرنگي:** ث. منافقت. ٻيائي- دغا.

**دورُگو:** ذ (ف) ٽيليفون.

**دَورو:** ذ (ف) گشت. پُور- خيال. بيهوشي (بيماري).

**دورو ڪرڻ:** حد ۾ گشت ڪرڻ. چڪر لڳائڻ

(معاڻي لاءِ).

**ڏُورو:** ص. ڪن ۾ باس يا سڪا طور پيل 'ڏرن' وارو. سهڻو- پيارو.

**ڏُوري:** ث (ف) پراهون پنڌ. گهڻو مفاصلو. جدائي.

**دوزانُو:** ظ (ف) گوڏن پر- جوڻن تي. گوڏن پر جهڪيل يا ويٺل.

**دوزَخُ:** ذ (ف) جهنم- نرڳ.

**دَوزخِي:** ص. گنهگار. ظالم. جهنمي.

**دوسُ:** ذ. دوست.

**دوساله:** ص (ف) ٻن سالن جو.

**دوستُ:** ذ (ف) سنگتي- يار. سڄڻ- محب.

**دوستدار:** ذ. يار دوست- خيرخواه.

**دوستداري:** ث. دوستي- ياري.

**دوستِي:** ث (ف) ياراني- ياري- سنگت. سڄڻائي. پريت- محبت. آشنائي.

**دوسَري:** ذ (ع) ٻہ جهان (هيءَ جهان ۽ هُوجهان).

**دوش:** ذ (ف) ڪُلهو.

**دوش بَدوش:** ظ. ڪُلهوڪُلهي سان ملائي. گڏوگڏ. قطار ۾ (بيهڻ).

**دوشُ:** ذ (س) ڏوهہ. قصور. جُرم.

**دوشالو، دُشالو:** ذ. ٻن پُڙن واري شال. پشميني جي چادرن جو جوڙو.

**دوشِيزہَ:** ث (ف) ڪُنواري (جُوان ڇوڪري).

**دوشِيزگِي:** ث. ڪنوارپڻو.

**دوطرفو:** ظ (ف) ٻن پاسن کان. ٻن هنڌان.

**دوطرفِي:** ث (ف) ٻن ڌُرين جي. منافقت- ٻيائي.

**دوغُ:** ذ (ف) اُٿِ جي کير جو ڏوُنرو- اُست.

**دوغلو:** ص (ف) ٻن نسلن وارو- گڏبو. منافق.

**دَوڪُ:** ذ. ٻن سالن جي عمر جو (وهٽ). پنجن سالن چمار جو اُٺ.

**دُوڪانُ:** ذ (ف) هَٽُ. ريزڪي وکري جو هَٽُ.

**دوڪاندار:** ص. هٽ وارو- هٽائي.

**دوڪاندارِي:** ث. واپار. ريزڪي وکرو يا ڏيتي ليتي.

**دوکو:** ذ. دولاب- فريب. ويساه گهاتي- دغا. ڪُپت- ٺڳي.

**دوکيبازُ:** ص. دغاباز- فريبي.

**دوکي ۾ رکڻ:** کوڙي دلاسي ۾ رکڻ- آسري ۾ رکڻ.

**دوڳُ:** ذ (ف. دوغ) اُٺِ جو جميل کير. ڏوُنري جو دڳُ. گوشت جو وڏو ٽڪر. ڪاٺ جو وڏو ٽڪر. گج جي پرت جو هڪ ڪُن. بخيو.

**دوڳڻُ:** مر. سونو پاڻي چاڙهڻ (ڳهن تي). سونا ورق چاڙهڻ. چتيون هڻڻ (ڪپڙي ۾). بخيو هڻڻ.

**دوڳِي:** ث. ڪاٺ جو ويڙيل ۽ تراشيل وڏو ٽڪر. چورس ڪاٺيءَ جو وڏو ٽڪر.

**دولابُ:** ذ (ف) ٺڳي- فريب. ويساه گهاتي. دغا.

**دولابِي:** ص. ٺڳ- فريبي. دغاباز.

**دولتَ:** ث (ع) ڌن- ناڻو. خزانو. حڪومت- سلطنت.

**دولت پناه:** ص. حڪومت کي سلامت رکندڙ (بادشاه).

**دولت خانو، دولت سري، دولت ڪده:** ذ. بادشاهي محلات- قصر. گهر- جاءِ.

**دولتَمندُ:** ص. شاهوڪار- مالدار- تونگر.

**دولتمندي:** ث. شاهوڪاري- تونگري.

**دولمو:** ذ. قيمتي ۽ ٻاجي مان ٺهيل ٻوڙ.

**دوکهہُ:** ذ. گهوٽ- ونو- ٻنو. سخي- ڏاتار.

**دولِي:** ث. ننڍي ديگ- مِيانو.

**دوم شوم:** ظ. ٽلهي ليکي- اُکو ڏکو.

**ڏُون:** ذ. نڪ جو هيٺيون حصو. ٻُوٿ. (ع) حقير- خسيس. گهٽ.

**ڏُوناڙ:** ذ. ڏون. ٻوٿ.

**ڏُونالي، ڏُنالي:** ٻن نالين واري بندوق.

**ڏَونَس، ڏَوِنس:** ث. خار- ڪاوڙ- ڏسي.

**ڏَونڪَڻ، ڏَوِنڪَڻ:** م. چمڪڻ. روشن ٿيڻ. آهستي آهستي ٻرڻ (باهه)- ٽمڪڻ.

**ڏَونڪو، ڏوِنڪو:** ذ. ٽمڪو- چلڪو. تجلو.

**دونو:** ذ. وڻن جي پنن مان ٺهيل پيالو (عام طرح هندو واپرائين).

**ڏُونهه:** ذ. دونهون.

**دونهاٺ:** ذ. دونهين جي ڪارٺ ۽ ڏپ.

**ڏُونهاٽجَڻ:** م. دونهين لڳڻ ڪري ڪاراٽجڻ. دونهين جو اثر ٿيڻ.

**ڏُونهون:** ذ. دُخان- دُود. دونهين جو واس. ڪکن ۽ ڇيڻن جو مچ.

**دونهان ڪيڻ:** اندر جي باهه ڪيڻ. ڪاوڙ ڪيڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ. ڏاڍي جٺ ڪرڻ.

**ڏُونهين دکائڻ:** باهه ٻارڻ. مچ مچائڻ. جهيڙو جاڳائڻ. ٽرٽو ڏيڻ.

**دوهِرو، دوهڙو:** ذ. ٻن سٽن وارو بيت- ڏوهيڙو.

**دوهو:** ذ. ٻن سٽن وارو هِندي بيت.

**ڏَئِي، ڏَئو:** ذ. باهه- آگ. تئو- سيڪُ. سوجهرو- روشني. چمڪو- اُهاءُ.

**ڏُوئي، ڏُئي:** ث (ف) ٻيائي. منافقت.

**ڏَهه:** ص (ف) ڏهه (ڳاڻيٽي جو انگ).

**دِهه:** ث (ف) زمين جو ٽڪُر. ديهه.

**دَهان:** ذ (ف) وات- مک. مُنهن.

**دَهانو:** ذ (ف) وات. مُنهن. مُنڍ (دريا جو). لغام جو هڪ حصو.

**دَهَر:** ث (ف) وقت- زمانو. ڊگهو عرصو. ڌرتي- زمين. دنيا- جهان.

**ڏُهرائڻ:** م. ٻٽو ڪرڻ- ٻيڻو ڪرڻ. ورڻ وري چوڻ- ورجائڻ. دور ڪرڻ. ورد ڪرڻ.

**ڏُهرو:** ص. ٻيڻو- ٻٽو. ڏوڙو. ٻه تهو. ڏنگو- ڦڏو. (ث. ڏُهري).

**ڏُهرِي:** ث. سون جي مٽڪن واري ٻن سَرن (لڙهين) وارو ڳهه (ڏهري عام طرح ٻه- سري، ٽه سري، پنج سري ۽ سَت سَري ٿئي).

**دَهريو:** ص (ف) رڳو موجوده دنيا جي وجود جو قائل. خدا کي نه مڃيندڙ- لادين.

**دَهشَت:** ث (ع) ڊپ- خوف. هيبت- هراس.

**دهشت انگيز:** ص. ڊيڄاريندڙ- خوفناڪ- ڀوائتو. هراس. پکيڙيندڙ.

**دهشت زَده:** ص. ڊنل. سَهميل- هراسيل.

**دَهشتناڪ:** ص. خوفائتو- ڀوائتو.

**دَهقان، دَهقانِي:** ص (ف. دِهقان) ڳوٺائو- ٻهراڙي جو. هاري.

**دَهڪو:** ذ. ڌڙڪو (دل جو). ڇرڪ- هراس.

**ڏُهل:** ذ (ف) هڪ مشهور ساز.

**ڏُهلارِي:** ص. دهل وڄائيندڙ (عام طرح مڱڻهار).

**دَهلجَڻ:** م. ڊڄڻ- خوف کائڻ. ڏڪڻ. هراسجڻ.

**ڏُهلڙِي:** ث. ننڍو دهل. ڍولڪ.

**دَهلَڻ:** م. ڊڄڻ- هراسجڻ.

**دَهلِي:** ث (ف) چائنٺ. ڏيڏي. آستانو. ڀارت جو گاديءَ وارو شهر.

**دَهليزَ:** ث (ف) چائنٺ. ڏيڍي. آستانو.

**دَهمانُ:** ذ. دٻاءُ- ڌمڪي. دڙڪو داٻ. رعب تابُ.

**دَهمَڙدو:** ذ. ڪناري تي ٻيڙيءَ ٻڌڻ لاءِ کُتل مُنُ.

**دَهن:** ذ (ف) وات- مُنهن.

**دِهَند. دِهَندَه:** ص (ف) ڏيندڙ.

**دَهي:** ث. ڌوُنرو.

**دَءِ. دَئو:** ذ. سوجهرو. ٽمڪو. اولڙو. پاڇو.

**دَئوسُ:** ص (ع. دَيُوث) بيغيرت- بيحيا. ڀڙوو.

**دُئي:** ث (ف) دُوئي. ٻيائي. منافقت.

**دَئيتُ:** ذ (سن) بدروحَ. راڪاس. گهڻو ڪائيندڙ- پيٽو.

**دَيا:** ث (سن) ڪهل- قياس. ٻاجهہ- رحم. مهر- ڪرم. عنايت.

**دَيالُو. دياوانُ:** ص. رحمدل- ٻاجهہ وارو. مهربان. سخي.

**دَيارُ:** ذ (ع) ديس- ڏيهہ. مُلڪ. وطن- ساڻيهہ.

**دَيالُ:** ذ. هڪ قسم جو عمارتي ڪاٺ.

**دَيانَتَ:** ث (ع) ايمانداري- سچائي (امانت).

**دَيانتدارُ:** ص. ايماندار- سُپتيو. نيڪ- سچار.

**ديانَتداري:** ث. سُپَت. نيڪي. سچائي.

**دِيبا:** ذ (ف) هڪ قسم جو ريشمي ڪپڙو- اطلس.

**دِيباچو:** ذ (ف) مهاڳ- تمهيد (ڪتاب جي).

**دِيَت:** ث (ع) خُون بها. قصاص. خون جو عيوض (مُلهہ يا سگَ جي صورت ۾).

**دِيپُ:** ذ (سن) ٻيٽُ- جزيرو. ڏِيو- چراغ.

**دِيپَڪُ:** ص (سن) ٻرندڙ- روشن. چمڪندڙ. (ذ) ڏيو- چراغ. هڪ راڳ جو نالو.

**دِيدَ:** ث (ف) اک. نظر- نِرت. محابو- لحاظ. شرم.

**دِيد ڪرڻ:** نظر ڪرڻ- ڏسڻ. سنڀال ڪرڻ. نظرداري ڪرڻ. لحاظ ڪرڻ.

**دِيدَبازِي:** ث. ديدارٻازي. اکين جا اشارا.

**دِيد شُنِيد:** ث. ڏٺي ٻڌي. واقفيت- شناسائي.

**دِيدارُ:** ذ (ف) ڏيکاءُ- درشن- نظارو. جلوو. لقاءُ.

**ديدارٻازِي:** ث. نظارو- درشن. اک اٽڪائڻ.

**ديدار ڪرڻ:** ڏسڻ - پسڻ. صورت ڏسڻ. درشن ڪرڻ.

**دِيدَه دانِستَه:** ظ (ف) ڏٺو، وائٺو. ڏسي وائسي. ڄاڻي ٻُجهي.

**دِيدَه دِليري:** ث. زوري زبردستي. اکين آڏو. روبرو.

**دِيدَه وَر:** ص (ف) هوشيار، دانشمند.

**دَيرُ:** ذ (ف) بتخانو.

**دير:** ث (ف) اوير - اويل. ڪمهلائي. ڍر - سُستي. گيسر.

**ديرپا:** ظ. گهڻو وقت جٽاءُ ڪندڙ. پائدار - جهالُو.

**دير هَضم:** ظ. پيٽ ۾ (کاڌو) دير سان هضم ٿيندڙ.

**ديرو:** ذ (ف. ديره) جاءِ- گهر. حويلي. ماڳ. منزل - ٺاڪ. ٽپيدارن جي رهڻ جي جاءِ. لاباري بعد اَنُ يا وَلِ رکڻ جي جاءِ.

**ديرو جمائڻ:** منزل ڪرڻ. ڪپ ڪوڙي ويهڻ.

**ديريدارُ:** ص. ديري جو مالڪ. اڳواڻ. رکوال.

**دِيرِينو:** ظ (ف) دير سان. ڪَهنو - قديمي. بردبار - ڪاندوارو.

**ديڙو:** ذ. دُرو (شرعي سزا ڏيڻ لاءِ چمر جي ودي).

**ديسُ:** ذ (سن. ديش) وطن. ڏيهہ - ملڪ.

**ديس پَرديسُ:** ظ. پنهنجو پرايو ملڪ. هرهنڌ - جتي ڪٿي.

**ديس نيڪالي؛** ث. ڏيهه نيڪالي - جلاوطني.

**ديسي؛** ص. ديس جو - ڏيهي - ملڪي. وطن جو.

**ديڪا ڏيڪي؛** ث. هڪ ٻئي کي ڏسي. نقالي (هلي چلڻ جي). ريس. برابري.

**ديک ڀال؛** ث. نظرداري - جاچ جوچ. سنڀال.

**ديکڻُ؛** م. ڏسڻ. نظارو ڪرڻ. جاچڻ. پرکڻ.

**ديگر؛** ص (ف) ٻيو. اور. علاوه - سواءِ.

**ديگ، ديگ؛** ث (ف) رڌڻ لاءِ ٽامي جو وڏو ٿانءُ

**ديگ چاڙهڻ؛** خيرات جي مانني ڪرڻ. عام جام ڪري ڇڏڻ.

**ديگچو؛** ذ (ف) ديگڙو. (ث. ديگچي)

**ديگڙو؛** ذ. ننڍي ديگ. (ث.ديگڙي)

**ديم؛** ث. لشڪر - سپاهه. (ج . ديميون)

**دَينُ؛** ذ (ع) قرض - لهڻو. بخشش. ڏوهه گناهه.

**دَينُ پوڻ؛** مذهبي اصولن جي انحرافي سبب گناه پوڻ.

**دِينُ؛** ذ (ع) مذهب. مذهب اسلام.

**دِين ايمانُ؛** ذ. مذهبي عقيدت جو ويساهه.

**دِين پناه؛** ذ. مذهب جو اجهو (بادشاهه لاءِ چيو ويندو آهي).

**ديندارُ؛** ذ. مذهب جو پابند. نيڪ. پرهيزگار.

**دِينداري؛** ث. مذهب جي پابندي. نيڪي. پرهيزگاري.

**دِين دنيا؛** ذ. ٻئي جهان.

**دِين مُلوڪي؛** ث. سينڌ سڃاڻپ. ڏيٺ ويٺ. غيرمرد ۽ عورت جو پاڻ ۾ پيڻ وارو تعلق.

**دِيني؛** ص. دين جو- مذهبي. اسلامي.

**ديناداستي؛** ظ (ف. ديده دانسته) ڄاڻو واڻو- ڪليو ڪلايو- ظاهر ظهور.

**دِينارُ؛** ذ. سون جو هڪ (آڳاٽو) سِڪو.

**ديندارُ؛** ث. ٻارڙي کي مکڻ مڃرن کان بچاءَ لاءِ ڪاٺ جي ننڍڙي گهوڙي.

**دِينيات؛** ث (ع) دين سان تعلق رکندڙ ڳالهيون. دين جي ارڪانن ۽ عقيدن جو علم.

**ديوُ؛** ذ (ف) خيالي ڪهاڻين قصن جو هڪ ڪردار (جيڪو عام انسانن کان قدبت ۽ طاقت ۾ گهڻو ٿئي)- راڪاس. ٿلهو متارو ماڻهو. (سن) ديوتا. اوتار.

**ديُوزاد؛** ص. ديو جو اولاد. تمام وڏي قد ۽ جُسي وارو.

**دِيوار، ديوار؛** ث (ف) ڀت. پناه- اوٽ.

**ديوال؛** ث. ديوار.

**دِيوانُ؛** ذ (ع) شاهي دربار- ڪچهري. عدالت. خزاني جو وڏو عملدار. 'الف- بي' وارا قافين جي ترتيب سان غزلن جو مجموعو.

**ديوان عام؛** ذ. عام دربار- ڪليل ڪچهري (جنهن ۾ سيڪو اچي سگهي).

**ديوانگي؛** ث (ف) چريائي. مستي. بيوقوفي.

**ديوانو، دِيوانو؛** ص (ف. ديوانه) چريو- پاڳل- مستانو. هوش کان نڪتل. سودائي- خفقاني. عاشق.

**دِيواني؛** ث. جائداد، ملڪيت ۽ ڏيتي ليتي بابت فيصلا ڪندڙ عدالت.

**ديوتا؛** ذ (سن) هندن جي عقيدي موجب هڪ خيالي هستي جنهن ۾ غيرمعمولي قوتون هجن. فرشتو. مقدس ساهوارو اوتار (جيڪو سنسار جي ڪنهن ڪم تي مقرر ٿيل هجي).

**دَيُوث؛** ص (ع) بيغيرت.

**ديوَل؛** ث. عيسائين جو عبادتگاهه.

**ديوناگري؛** ث. "هندي" ٻوليءَ جو رسم الخط.

**ديوي؛** ث (سن) 'ديوتا' جو مونث. هندومت موجب

سنسار ۾ ايشور طرفان مقرر ڪم سنڀاليندڙ عورت.
هڪ قسم جو مشهور ٻوٽو ۽ وڻ.
**ديھہ، ديھِي:** ٿ (سن) بدن- جسم- ٻُت.
**ديھہِ:** ٿ (ف. دِه) آبـاديءَ واري زمـين جي وڏي
ايراضي. زمين جو مقرر حصو. ڳوٺ.
**ديهاتُ:** ذ (ف) ديهون. ڳوٺَ.
**ديهاتي:** ص. ڳوٺاڻو. ٻهراڙيءَ جو.

# ڏ

**ڏ:** ٿ. اُچار 'ڏال'. سنڌي 'الف- بي' جو ويهون اکر.
**ڏاتِ:** ٿ (سن) ڌاتو (سون، چاندي وغيره). ڪاٿين مان
ڪوٺي ڪڍيل عنصر. روش- خصلت. نُطفو.
**ڏاتُو:** ذ (سن. ڏات) ڪاٿين مان ڪوٺي ڪڍيل معدنيات
(جنهن ۾ پگھرجڻ جي خاصيت هجي). سون، چاندي،
لوهہ، ٽامون، پارو، جست، شيهو وغيره). اصل بنيادي
لفظ - اشتقاق.
**ڏاتُورو:** ذ. هڪ قسم جو نشيدار ٻوٽو (ٽي قسم: ول
ڏاتورو، چريو ڏاتورو، ڪارو ڏاتورو).
**ڏاپَڻُ:** م. چوپائيءَ جي ٽڻن مان ڪير چوسجي وڃڻ (ڦر
ڏائي وڃي).
**ڏاجو:** ذ. گيڙو رنگ. دهل جو واڄو.
**ڏاجُ:** ذ (سن. ڏانيہ) اَنُ. اناج.
**ڏاجُورو:** ذ. گاهہ جو هڪ قسم (جنهن جي پاڙن ۾
گول داڻا ٿين جيڪي ڏٿ طور ڪم اچن).
**ڏاجُورا ڪڍڻ:** پاڙون ڪوٺي ڪڍڻ. ڏاڍي مار ڏيڻ.
سَتَ ڪُٽَ ڪرڻ.
**ڏاڏَرِ:** ٿ. دلاسو (پرچائڻ لاءِ)- چَٽَ- پرپَ.
**ڏاڏرائِڻُ:** م. پرپائڻ- ريجهائڻ (خصوصا ٻار کي).
**ڏاڏرو:** ذ. وڄت جي تار جو مـالـو (مـوسيـقـي جي
اصطلاح ۾).
**ڏارَ، ڏارِ:** ٿ (سن. ڏارا) پاٿيث يا پاڻيءَ جي لار.
ڳوھو (ڪير جو). وهڪرو. اوزار. (ڪاٽي ڪھاڙي
وغيره جي) تکائي. لِيڪَ- ريکا.
**ڏارِ، ڏارُ:** ظ. الڳ- جدا. نيارو- علحدو. پري-
وٿيرڪو.
**ڏارا:** ٿ (سن) پاڻيءَ جو وهڪرو.
**ڏاران:** ظ. سواءِ- بنان- ري.
**ڏارائِڻُ:** م. ٿڃ پيارڻ. ڪير پيارڻ (چوپائيءَ جو پنهنجي
ڦر کي).
**ڏارِ پارِ:** ظ. بلڪل الڳ. بنهہ پري. بي تعلق.
**ڏارَڻُ، ڏارِڻُ:** م. پالڻ- تاتڻ (جانور). هيرائڻ
(جانور). اختيار ڪرڻ (عادت).
**ڏاروڏار:** ظ. جدا جدا. ڇڙوڇڙ. بي تعلق.
**ڏاري:** ظ. وٽ- پاسي- ويجهو. لڳ پڳ.
**ڏاري:** ٿ (سن) لِيڪ- ريکا- ڏارِ.
**ڏاريدار:** ص. ليڪائون - ليکن وارو.
**ڏاريو:** ص. اوپرو - اجنبي - غير. پرايو. غير جنس.
اڻ واقف. نامحرم. (ٿ. ڏاري)
**ڏاڙِ:** ٿ. مجمع - انبوه. گھَلِ. ڏاڙيلن جو ٽولو. ڏاڙيلن
جي ڪاهہ. ڏاڙو (چوپائي مال جي ڦُر). ڏينڌ ۾ يَنُ ۾
وجهڻ وقت ٽالهين جو واڄو (جنهن تي مڃي ياڄ ڪائي يَنَ

۾ ڦاسي).

**ڌاڙ ڌاڙ ڪرڻ؛** هاءِ گهوڙا ڪرڻ. ڌانهون ڪرڻ. مدد لاءِ پڪارڻ.

**ڌاڙ ويسَ؛** ث. هاءِ گهوڙا- گهوڙا گهوڙا. واڪو واڪاڻ. واويلا. ڦُرلٽَ.

**ڌاڙو؛** ذ. ڌاڙيلن جي ڦُرلٽ. ڌاڙيلن جو حملو ۽ ڦُرلٽَ.

**ڌاڙو لڳڻ؛** ڦرلٽ ٿيڻ. زوري کسجڻ (مال، حق).

**ڌاڙو هڻڻ؛** ڦُر ڪرڻ. ٻئي جو حق غصب ڪرڻ. زوري مال ڦٻائڻ.

**ڌاڙيل؛** ص. ڌاڙو هڻندڙ. زوري ڦُر ڪندڙ.

**ڌاڙيوالُ؛** ص. ڌاڙيل.

**ڌاڪَ؛** ث. هاڪ - ناموس - مشهوري. واڪاڻ. هُل - ڌومَ. رعب تاب ڌهڪاءُ.

**ڌاڪو؛** ذ. ڌهڪاءُ. رعب تاب. ناموس.

**ڌاڳا؛** ذ. ڪپڙا (ڪنهن وليءَ جا پاتل). درويشي لباس (جيڪو درويش جي وفات کان پوءِ سندس جاءِ نشين پائي). فقيرائو ويس.

**ڌاڳو؛** ذ. سُٽ جي تند - سڳو. تند - ڌور. بيماريءَ کان ڇوٽڪاري لاءِ پڙهيل ڌاڳو (جيڪو ڳچيءَ يا ٻانهن ۾ ٻڌجي).

**ڌاڳي ۾ هجڻ؛** ڇٽي ۾ هجڻ - امر ۾ هجڻ - حڪم ۾ هجڻ. مچيتا ۾ هجڻ. فرمانبرداري ۾ هجڻ.

**ڌامَ ڌُومَ؛** ث. خوشي ۽ جشن. رونق ۽ محفل. سونهن ۽ سينگار. تجمل. ٺاٺ.

**ڌامو؛** ذ. ڪڻڪ جو ٻڳل ڌارو (گيهه ۽ کنڊ ۾ ٻڳل). هندڪي رسم موجب ٻانيڻ کي خاص ڏڻ تي کارايل کاڌو.

**ڌانُ؛** ذ (سن) اَنُ.

**ڌانڌلُ، ڌانڌلَ (ث)؛** ذ. ريڙهه پيڙهه. ڇڪتاڻ. اجايو تڪرار. اجايو بحث.

**ڌانڌل بازي؛** ث. تڪرار - حجت. ريڙهه پيڙهه. بي ايماني- ٺڳي.

**ڌانڌل ڪرڻ؛** اجايو بحث ڪرڻ. تڪرار ڪرڻ

**ڌانڌل مچائڻ؛** تڪرار ڪرڻ. ڌڌو ڪرڻ. گوڙ شور ڪرڻ.

**ڌانڌولَ؛** ث. ڌُوڻِ. ڌوڏو.

**ڌانڌولڻُ؛** مر. ڌوڏڻ. ڌُوڻڻ. لوڏڻ (ڌُوڻ وانگر).

**ڌاڻا؛** ذ. مشهور سُرهو وکر (عام طرح مصالحي طور ڪم اچي).

**ڌاڻي؛** ث. ٻڪِرِ اَنُ (چانور، ڦلا).

**ڌاوڻُ؛** مر. (سرائڪي) وهنجڻ- تڙ ڪرڻ.

**ڌاءُ؛** ذ. گيڙو رنگ.

**ڌائڻُ؛** مر. ننڍڙي ٻار يا ڦَر جو ٿڻ مان کير پيڻ.

**ڌائي وڃڻ؛** چوپائي مال مان سندس ڦَر جو کير ڇڳڙي وڃڻ.

**ڌُٻَ؛** ث. لوڏو- ڌوڏو. ڌڪڻي. زلزلو.

**ڌُٻرَ؛** ث. اڇي ڪَتِي يا لوئي. رلي.

**ڌٻڙاٽُ؛** ذ. ڪنهن ڳري شيءِ ڪِرڻ جو ٺهڪو.

**ڌٻڙ ڌلو؛** ص. ٿلهو متارو (ماڻهو). ڌڌو مُٺو.

**ڌٻڻُ؛** مر. ڪنبڻ- ڌڪڻ. ڌڏڻ- لرزڻ.

**ڌٻڻِ؛** ث. اُونهي گپ چِڪَ (جنهن ۾ ماڻهو، جانور يا ڪابہ شيءِ پيهي وڃي. عام طرح ڌٻڻ اها مشهور آهي پر واريءَ ۾ بہ ڌُٻڻ ٿئي)- چورگپَ.

**ڌٻو؛** ذ. رنگ وارو نشان- چٽو. داغ.

**ڌُتارڻُ؛** مر. پنيلائڻ- برغلائڻ. دلبو ڏيڻ. هرڪائڻ. ڌاترائڻ- ريجهائڻ. ٺڳڻُ.

**ڌُتو؛** ذ. ٺڳي- فريب. دلبو. ڌُتَل- فريب ۾ آيل.

**ڌَپَ؛** ث. ٻانس- بدبوءِ. ٻُوءِ.

**ڌپ پوڻ:** اهڃاڻ ملڻ- ڏس پتو ملڻ.
**ڌُپَ:** ث. اُس. ڪاڙهو.
**ڌِپڙڻُ:** م. تنيڙي ٻار يا ڦر جو ٽڻن کي ڌائڻ.
**ڌِپو:** ذ. پري کان ڇٽو نظر نہ ايندڙ ڏيک- ڌُنڪُ. ڌُنڌ واري نظر. ٻُوءِ- ٻانس. اهڃاڻ.
**ڌَڄَ:** ث. چمڪو- روشني. رونق- سينگار. سُونهن- سوڀيا.
**ڌَڄَ، ڌَڄا:** ث. جهنڊي- ٻيرق. ٻيڙيءَ جي خاص نشان يا اهڃاڻ واري جهنڊي يا ٻيرق.
**ڌَڄالِي:** ث. مالڪيائي.
**ڌَچَرُ:** ذ. گوڙ- هُل غوغاءِ.
**ڌُڌُڙِ:** ث. ڌُوڙ- دَز واري مِٽي. چوري مِٽي. مٽي.
**ڌڌڙ ۾ پير هڻڻ:** انڪار ڪرڻ- نابري وارڻ.
**ڌُڌڙو:** ذ. ميوي وغيره جو سخت ڪل وارو ٻج- ڇيچڪو- ڪکڙو.
**ڌَڌڪارَ:** ث. زوردار آواز. گجڪار (پاڻيءَ جي).
**ڌَڌڪڻُ:** م. زوردار آواز ڪرڻ. گجڪار ڪرڻ. ڌڪاءُ ڪرڻ. گُڙڻ.
**ڌَڌڪو:** ذ. ڌڪاءُ وارو آواز. ڪڪرن جي گوڙ وارو آواز. دريا يا نئن جي پاڻيءَ جي تِکي وهڪري جو آواز. توف جو وڏو ڌڪاءُ. صدمو (دل کي).
**ڌَڌڪي:** ث. ٻيڪي. هڪل. ڏاڍي آواز وارو دڙڪو.
**ڌُڌو:** ذ. تهمت- الزام.
**ڌڏڪَ:** ث. لوڏو- ڌوڏو.
**ڌڏڪڻُ:** م. ڌوڏو کائڻ. تورو لُڏڻ. ڌُٻڻ- ڌڪڻ.
**ڌُڏڻُ:** م. ڪُتل تنب توٽي وغيره لُڏڻ- اُلڙڻ. ٿڙڪڻ- ڌُٻڻ. ڌڪڻ.
**ڌَرِ:** ث. ڌرتي- زمين- پُونءِ.
**ڌُرِ:** ث. آخر- ڇيھ- دنگ- حد. ابتدا- منڍ.

**ڌُرڪان، ڌُريان:** ظ. منڍ کان- شروع کان.
**ڌُرُ تائين:** ظ. پڇاڙي تائين- توڙ تائين.
**ڌُرِ:** ث. جماعت- ٽولو. ڪنهن مسئلي يا معاملي ۾ واسطو رکندڙ ماڻهو. هڪڙي طرف جو ماڻهو.
**ڌَرار، ڌَراڙُ:** ذ. چوپايو مال چاريندڙ+ ڌنار.
**ڌَراوَتَ:** ث. امانت طور رکيل رقم. دولت.
**ڌَرِ تَتِي:** ث. ٻن پهرن جي مهل- منجهند (جنهن وقت زمين تتل هوندي آهي).
**ڌَرِتي:** ث. زمين- پُونءِ- ارض. مِٽي. نظام شمسي جو ٽيو نمبر گره.
**ڌرتي ڌُٻڻ:** زلزلو ٿيڻ.
**ڌُرِپَد:** ث. اُتر هندوستان (پنجاب) جي ڪلاسيڪي موسيقي جو هڪ انداز.
**ڌُرِ ڌَڻِي:** ص. اصلي مالڪ.
**ڌُرڙِي:** ث. دُرڙي- تڌو ساه. سِيسڙاٽ (ڊپ ۽ هراس ۾)- ڌڪڻي.
**ڌَرمُ:** ذ (سن) پڪو حڪم (مجتا جو). عقيدو- ويساه. نيڪ ڪم. هندومت.
**ڌرماتما:** ص (سن) ڌرمي ريت تي هلندڙ. سخي. نيڪ.
**ڌرماڻو:** ص. ڌرم جي نالي ۾ ڏنل (دان)- خيراتي.
**ڌرم پِتِي:** ص. مڙس- گهروارو.
**ڌرم پَتني:** ث. گهرواري- زال.
**ڌرم جا ڌڪا کائڻ:** اجايو رلڻ- دربدر ٿيڻ.
**ڌرمشالا:** ث. نانڪ شاهي فقيرن جي رهڻ جي جاءِ- مسافرخانو. ڌرمي رسمن جي ادا ڪرڻ جي خاص جاءِ.
**ڌرمي:** ص. ڌرم سان واسطو رکندڙ.
**ڌَرَڻُ:** م. رکڻ. هيٺ رکڻ. ڪپائڻ. ڪوڙڻ. مڙهڻ (الزام).

**ڏرٽو:** ذ. دروازي تي ڪپ ڪوڙي ويهڻ جي حالت (جيستائين مراد پوري نہ ٿئي). ويهڪ- بيٺڪ.

**ڏرٽو مارڻ، هڻڻ:** ڪپ ڪوڙي ويهي رهڻ.

**ڏُري:** ث. لوهہ جي سيخ جنهن تي ڦيٿو ڦري- دُري. محور.

**ڏڙُ:** ذ. بنان سري جي بدن- ڍڙ. جسم- بُت. لاش.

**ڏڙ ڏڙ:** ث. دِل ڌڙڪڻ جو آواز.

**ڏڙڪَ:** ث. دِل جي ڌڪ ڌڪ. دل جو دهڪو (ڊپ ڪان). ڊپ- خوف.

**ڏڙڪَڻُ:** م. ڌڪ ڌڪ ڪرڻ (دل). ڊڄڻ.

**ڏڙڪو:** ذ. دل جي ڌڪ ڌڪ. ڊپ- خوف.

**ڏڙڪي:** ث. ڊپ- خوف. انديشو. ڌڪٿي. رلي- گودڙي.

**ڏڙلو:** ذ. گهوٻي- خيانت.

**ڏڙو:** ذ. بار (ساهميءَ جي ڪاڻ لاهڻ لاءِ). تورو- وزن (جو اڪثر مڻ جو ٿئي.) (ڏڙي اڍائي، پنجن، ڏهن ۽ ويهن سيرن جي ٿئي). ساهميءَ جي هڪ واري سان تور جو وزن. ساهميءَ جا پڙ برابر ڪرڻ جو وزن. تولي- ميڙ.

**ڏڙو ٻَڌڻ:** وارو وار ڪرڻ. لاڳيتو سلسلو جاري رکڻ.

**ڏڙو ڪرڻ:** ساهميءَ جي ٻنهي پڙن ۾ وزن جي برابري ڪرڻ.

**ڏڙ وائي:** ص. ڏڙو (وزن يا ماپ) ڪندڙ. اناج مئيندڙ يا تور ڪندڙ.

**ڏڙي:** ث. وزن يا تور جي ڏڙي (اڍائي سيري، پنج سيري، ڏہ سيري يا اڌ مڻي). جوڪَ.

**ڏڙي ٻڌڻ:** وارو وار لائڻ.

**ڏڙو:** ص. مکيہ ماڻهو. وڏو ماڻهو. شاهوڪار يا نالي وارو ماڻهو. اڳواڻ.

**ڏَڪُ، ڏِڪُ:** ذ. هٿ يا لڪڻ وغيره جي چوٽَ. ڌڪو. ٺوڪر. صدمو- چيهو- نقصان.

**ڏَڪُ جهلڻ:** پاڻ پرو ٿيڻ. نقصان سهڻ. صدمو برداشت ڪرڻ.

**ڏَڪ ڏيڻ:** نقصان پهچائڻ. چوٽ رسائڻ. وعدي خلافي ڪرڻ.

**ڏَڪ مُٺَ، ڏَڪ مُڪَ:** ث. مارڪُٽ. هٿاپائي.

**ڏِڪَ:** ث. ريڙهہ- ٺيلهو. ڌُوڪَ.

**ڏِڪَ ڏِڪان:** ث. لاڳيتو ٺيلهڻ يا ريڙهڻ لاءِ زور. ڪُلهي گس.

**ڏِڪُ:** ذ. ٺيلهو. ٽاٻو. ڏِڪو.

**ڏِڪارَ:** ث. نفرت. ڪراهت. ٻُڇان.

**ڏِڪارَڻُ:** م. نفرت ڪرڻ. ڪراهت آڻڻ. ڏِڪڻ. پري ڪرڻ. لوڏڻ.

**ڏِڪارِيلُ:** ص. نفرت جوڳو. لوڏيل.

**ڏَڪائِلُ:** ص. زخمي. گهايل. نقصان هيٺ آيل.

**ڏِڪائِلُ:** هہ. لوڏيل- نيڪالي ڏنل.

**ڏَڪاءُ:** ذ. ڪنهن ڳري شيءِ جي هيٺ ڪرڻ جو زوردار آواز. ٺهڪو. وڏو ٺڪاءُ.

**ڏَڪ ڏَڪ:** ث. دل جو ڌڙڪو.

**ڏُڪَڙُ:** ذ. هڪ پاسي وڄت واري پَڪواز - طبلو. هڪ گاه جو سُڪل ٻُٽ.

**ڏُڪَڙَ تي آنو:** معاملي جي شروعات. ڪنهن ڪم جو علي الاعلان آغاز.

**ڏَڪَڻُ:** مَ. ڌڪ هڻڻ. زخمي ڪرڻ. صدمو رسائڻ. نقصان پهچائڻ. چيهو رسائڻ (واپار ۾).

**ڏِڪَڻُ:** م. ٺيلهڻ. ريڙهڻ. ڌڪا ڏيئي اڳتي ڪرڻ. سيرڻ. پري ڪرڻ. لوڏڻ.

**ڏَڪو، ڏِڪو:** ذ. ٺيلهو - ٺيلهو. صدمو. چوٽ.

نقصان. ڪرڻ جو عمل. ٽاٻو.

**ڏڪا ڏوما:** ذ. ٽاٻا ٽوٽا. رولڙو - ڏاڪڙا.

**ڏڪا ڪائڻ:** رُلڻ - دربدر ٿيڻ. در در پِنڪڻ. تڪليفون ڏسڻ.

**ڏڪو ڏيڻ:** ٺيلهو ڏيڻ. هٽائڻ. ڪيرائڻ.

**ڏڪي وَهِيٺو:** ظ. ڪمزور - هيٺو.

**ڏُڪو:** ذ. ٺُلهو ڏندو. گهوٻاٽو.

**ڏُڪائي:** ص. ڏُڪا هڻندڙ. بنان سوچ ويچار جي ڳالهائيندڙ. ٻٽاڪي.

**ڏُڪو هڻڻ:** بنا سوچ ويچار جي ٻڌائڻ. اندازي سان ڪٿ ڪرڻ.

**ڏُڪي باز:** ص. ڏندائي، اوٽ تي اهڃاڻ ڏيندڙ.

**ڏڪيل:** ص. زخمي- گهايل. صدمو پهتل.

**ڏڪيل:** ص. لوڏي ڪڍيل. بيڪار - نڪمو.

**ڏَڪيلڻ:** م. ڏڪو ڏيڻ - ٺيلهڻ. ريڙهڻ- سيرڻ. هٽائڻ. پري ڪرڻ.

**ڏِڳائڻ:** م. ٻارڻ (ٻاهه). دڪيل ڪاٺين ڪوئلن کي مچائڻ.

**ڏِڳڙو:** ص. يار (عورت جو). سينڌو.

**ڏِڳڻ:** م. ڏکڻ. ٻرڻ (ڪاٺيون ڪوئلا)، جلڻ، ٻکڻ، چمڪڻ.

**ڏِڳ:** ص. ٺلهو ۽ ڳرو (ماڻهو)، ٺلهو متارو، سگهارو. پهلوان. سورهيه. مضبوط - ڏاڍو.

**ڏمر:** ث. زور سان دٻاءُ، دٻ. سٽ.

**ڏمر ڏيڻ:** زور سان سٽ يا دٻ ڏيڻ.

**ڏُمر:** ث. ڏومر. انبوهه. پيهه - ڳاهٽ.

**ڏمر ڏڙي:** ث، زور شور.

**ڏمر ٻڌڻ، ڏمر لائڻ:** وري وري چوڻ. واو وار لائڻ گهڻو زور رکڻ.

**ڏما، ڏمان:** ث. تجلو - چمڪو. رونق.

**ڏماچ، ڏماچو:** ذ. ڪيمخواب (ڪپڙو).

**ڏما چوڪڙي:** ث. هُل هنگامو - گوڙ گهمسان، ٻارن جو نچڻ ٽپڻ.

**ڏماڪو:** ذ. زور ار آواز - ڌڪاءُ.

**ڏمال:** ث (ع - دَمار) دهل يا نغاري جي هڪ وجت (جنهن تي قلندري فقير ناچ ڪن). درويش يا وليءَ جي درگاه تي صبح شام نغارن جو واڄو- نوبت. ڪکڙن جون ٻانگون.

**ڏمال ڪڍڻ:** سيڪت ڏيڻ. مارڪٽ ڪڻ.

**ڏمالي:** ص. ڏمال وڄائيندڙ.

**ڏمتال:** ص. شاهوڪار- دولتمند. ڏٿو مُٺو. تمام ٺُلهو. سگهارو. چالاڪ- هوشيار.

**ڏمتر:** ص. ڏمتال.

**ڏمچر، ڏمچڪر:** ذ. گوڙ گهمسان. هُل هنگامو. بکيڙو. ڇهڇٽو.

**ڏمڪ:** ث. پيرن جو آواز. هلڻ جو هلڪو آواز. زمين وهارڻ لاءِ لوهي وزندار اوزار.

**ڏمڪائڻ:** م. دٻائڻ- هيسائڻ. ڏمڪيون ڏيڻ. دڙڪا ڏيڻ.

**ڏمڪڻ:** م. اچي سهڙڻ. ترسڻ. ڪجهه دير لاءِ گهٽجڻ (سُور).

**ڏمڪي:** ث. دڙڪو (هيسائڻ لاءِ). تنبيهه.

**ڏمڻ:** ث. لوهارڪي ڪم ۾ ڪوري کي مچائڻ جو اوزار. گهوڙي گاڏيءَ جي ڇَني.

**ڏمڻ:** م. هوا ڦوڪڻ (ڏنوڻ سان)+ ڏنوڻ. زور سان دٻڻ.

**ڏَن:** ذ (سن) ناڻو- دولت- مايا- خزانو- ملڪيت.

**ڏَن پَتِي:** ذ. دولتمند- شاهوڪار.

**ڏنِ؛** ث. ڌيان- خيال- شوق- لڳون. عادت- هير. ڳائڻ جي طرز.

**ڏنارُ، ڏڻارُ؛** ذ. چوپايو مال چاريندڙ- ڌراڙ.

**ڌناسري؛** ث. هڪ راڳڻي جو نالو.

**ڏُنڌُ؛** ذ. مُنهن مير- ڪاراڻ. اَجهندو. غبار- لڙ. لٽَ. ماڪ يا مٽيءَ جو ڪڪر- ڪوهيڙو. اکين جي هڪ بيماري (جنهن ۾ نظر جهڪي ٿئي ۽ اکين اڳيان لڙاٽ نظر اچي). نظر جي ڪمزوري.

**ڏُنڌ چڙهڻ؛** اکين تي لڙاٽ چڙهڻ.

**ڏُنڌڪارَ، ڏُنڌڪارُ؛** ث. غبار. لڙاٽ. اونده.

**ڏُنڌلڪو؛** ذ. مُنهن اونداهي- مُنهن مير. ڪجهه اونداهي.

**ڌنڌو؛** ذ. ڪِرت. پيشو. هُنر. روزگار. مشغولي.

**ڌنڌوڌاڙِي؛** ذ. ڪم ڪار. پورهيو ڪارهيو.

**ڏُنڌِي؛** ث. لٽ مار. انڌير- ظلم.

**ڏُنڌي لائڻ؛** وري وري چوڻ- ڏُم لائڻ.

**ڌُنش؛** ث (سن) ڪَمانَ- سِيڱُ.

**ڌَنڪَ، ڌُنڪَ؛** ث (سن) اندلٺ- قوس قزح. ست رنگي پانڪَ، ناز نخري واري چال- يار سان هلڻي. ناز- لاڏ.

**ڌنوانُ، ڌنِوَندُ؛** ص. شاهوڪار- دولتمند.

**ڌنوَڻِ؛** ث. ڌمڻِ.

**ڌنوَڻُ؛** م. ڌَمڻُ.

**ڌڻُ؛** ذ. چوپايو مال (گهڻا جانور).

**ڌڻارُ؛** ص. ڌراڙ.

**ڌڻڪَ؛** ث. ڪڻڪ جو هڪ قسم (جنهن جو داڻو ساڙ سبب ڪارو ٿئي).

**ڌڻڪو؛** ص. ڌَڻِيَڪو.

**ڌڻڻُ؛** م. چُوندڻ- چوندي ڪڍڻ. پسند ڪرڻ.

**ڌڻوَندو؛** ص. مال وارو- ڀاڳيو.

**ڌڻِي؛** ص (سن. ڌني) مالڪ. گهروارو- ڀتار.

**ڌڻِيڪو؛** ص. ڌڻيءَ وارو- وارث وارو.

**ڏُو؛** ظ. سڌو سنئون- پوري هند تي.

**ڌوٻو؛** ذ. ڌوڏو- لوڏو (ڌرتيءَ جو)- زلزلو.

**ڌوٻي؛** ص. ڪَتِي- گاذر- پريٽ.

**ڌوٻي گهاٽ؛** ذ. ڪپڙن ڌوئڻ جو خاص ماڳ (تلاءُ، تڙ، حوض).

**ڏُوتَپَ؛** ث. ڀڙوت- ڪُٽڻپو. لائي ڇائي.

**ڏُوتپو؛** ذ. ڪٽڻپو- ڀڙوت. منافقي. چغلخوري.

**ڌُوتَلُ؛** ص. ڌوتي صاف ڪيل. اڇو اُجرو. پاڪ.

**ڌوتل پوتَلُ؛** ص. بنهه خراب لڇڻن وارو. بيحيا. بدلڇڻائي ۾ چونديل.

**ڏُوتو؛** ذ (سن. دُوت= قاصد) ڪُٽڻ- ڀڙوو- دلال. (ث. ڏُوتي).

**ڌوتِي؛** ث. گوڏ جو ڪپڙو- گوڏ. هندن جي لباس جو ڪپڙو.

**ڌوتي ڇوڙڻ؛** همت هارڻ. انڪار ڪرڻ.

**ڌوتِيو؛** ذ. گوڏ جو ننڍو ڪپڙو- انگوڇو.

**ڌوپُ؛** ذ. ڪپڙا ڌوئڻ جو ڪم.

**ڌوپِ؛** ث (سن) اُسَ- ڏُپ.

**ڌُوپ ڇَتِي؛** ث. اُس کان بچاءَ لاءِ ڇَٽِي.

**ڌُوپُ؛** ذ (سن) لوبان جو واسُ. لوبان- اگر. اُهو وکر جنهن جو واس ڏجي. خوشبودار وکر جو دونهون. ڄڱ (خاص سونارا ڪم آڻين).

**ڌُوپ دانِي؛** ث. ڌوپ ساڙڻ جي ڪٽڇي- اگرداني.

**ڌُوپ واسُ؛** ذ. اگر وغيره جو دونهون (چندي ٿيٽي سان گڏ).

**ڌُوپارِ؛** ظ. سڌو پار ويندڙ. پار پوندڙ. اڻ موٽ.

**ڏوپَڻُ، ڏوپَجڻُ:** مر. پاڻيءَ سان صاف ٿيڻ. پاڪ ٿيڻ.
**ڏوپو:** ذ. ٺڳي - دوکو - دولاب.
**ڏُوڄَ:** ث. چونڊ.
**ڏُوچَڻُ:** مر. ڏُوٽڻ. چُونڊڻ.
**ڏوڏُ، ڏوڏو:** ذ. بهتان - الزام. ظلم - ناحق - دغا.
**ڏوڏُ ٻڌڻ:** الزام مڙهڻ - بهتان هڻڻ.
**ڏُوڏَٽ:** ذ. درياءَ جي وهڪري جو آواز - گجڪار.
**ڏُوڏو:** ذ. مڇ آڙاهہ. ڪورو. ٽاندن جو ڍڳ.
**ڏوڙَڻُ:** مر. لوڙڻ. ڪُتل (ٽوٽي وغيره کي) ڏُوڻ ڏيڻ. ڏوٽڻ (وڻ).
**ڏوڙو:** ذ. لوڏو. ڏڪو- تيلهو (هلڻ ۾).
**ڏُوڙِ:** ث. مِٽي - دز - رَڄِي - لَٽَ. خاڪ- ڇار. رک.
**ڏُوڙ پائڻ:** خراب ڪم ڪرڻ. بي فائدو ڪم ڪرڻ.
**ڏُوڙ ڏاڪيون ڪرڻ:** مٽيءَ ۾ ملائڻ. برباد ڪرڻ.
**ڏُوڙ ڏڪاءُ:** ذ. مرڻي جي هڪ رسم.
**ڏُوڙِ ڏويو:** ص. سونارن جي ڪُوريءَ جي رک صاف ڪري يا دڪان جي مِٽي صاف ڪري اُن مان سونَ يا چانديءَ جا ذرڙا هٿ ڪندڙ.
**ڏُوڙ ڪرڻ:** خاڪ ڪرڻ. تباه ڪرڻ - برباد ڪرڻ.
**ڏوڙِي:** ذ. پاڇاريءَ ۾ آيل ٻيو ڍڳو. پيڇي - جوڙو.
**ڏُوڙِيو:** ذ. مِٽيءَ جو وسڪارو. جهڪَ. وسڪارو (موچڙن، گارين جو). هندن جو هڪ وڏو ڏينهن.
**ڏوڙيو ڪرڻ:** وسڪارو لاٿڻ (مٽيءَ، موچڙن، گارين جو).
**ڏُوڪَ:** ث. جهوڪ - ڦُسَ. ڪاه - هلان.
**ڏُوڪ ڏوڪان:** ث. اڳتي ڪاه. دٻ ڦُس. گهه پيهه.
**ڏُوڪَرِ:** ث. ڏُوڪڻ جوآواز. زوردار ڦُوڪَ.
**ڏوڪِڙي:** ص. ڏُڪڙ وڄائيندڙ - طبلچي.
**ڏُوڪَڻ:** مر. جهوڪڻ - گهوچڻ. زور سان اندر وجهڻ.
ڦُسڻ. ڪاهي پوڻ. تڪڙو هلڻ. پنيان پوڻ.
**ڏوڪو:** ذ. دغا- فريب - ويساه گهاتي. غلط فهمي. سراب.
**ڏوڪي بازي:** ث. ٺڳي - مڪاري - فريب. ويساه گهاتي.
**ڏُومِ:** ث. هُل- شور. مشهوري. چو ٻول. شهرت- ناموس. هاڪ.
**ڏُوم ڌام:** ث. زور شور. هل هنگامو. شان شوڪت.
**ڏوم مچڻ:** مشهوري ٿيڻ. ڳالهہ هُلڻ.
**ڏُونڌاڙَ:** ث. لوڏو - ڏُوڻ، ڇڪ تاڻ.
**ڏُونڌاڙ ڏيڻ:** لوڏو ڏيڻ: سجاڳ ڪرڻ.
**ڏُونڌاڙڻ:** مر. مظبوطيءَ سان جهلي ڏُوٽڻ. ڏوڌا ڏيڻ.
**ڏُونر سار:** ذ. اڇي ۽ ميرانجهڙي رنگ تي ڪپڙو.
**ڏُونرو، ڏَڻُونرو:** ذ. اڻ ولوڙيل جميل کير. ڏهِي. (ص) اڇو سفيد (وهٽ جو رنگ).
**ڏُونري:** ث، 'تِلي' يا 'سائي' جي بيماري.
**ڏُونسَ:** ث. دڙڪو - دهمان. ڪاوڙ مان دٻاءُ.
**ڏُوَڻِ، ڏُوَڻِي:** ث. لوهارڪي جي ڪوريءَ کي ڏڳائڻ لاءِ دَمڻِ.
**ڏُوَڻُ:** مر. ساڳي ڳالهہ هر هر چوڻ.
**ڏُوڻَ:** ث. لوڏو (ڪنڌ يا وڻ کي). چُونڊ.
**ڏُوڻَ ڪرڻ:** چونڊي ڪٽڻ. پسند مطابق ڪٽڻ.
**ڏُوڻڻُ:** مر. ڏوڏڻ (وڻ)، لوڏڻ (ڪنڌ). چونڊڻ - پسند ڪري ڪٽڻ.
**ڏوڻو:** ذ. لوڏو - ڏوڏو (وڻ کي).
**ڏُوڻي:** ث. هلڪي دکندڙ باهہ - دونهين. ساڌو فقيرن اڳيان ٻرندڙ مچ. فقيرن جو مچ، واس ڏوپ.
**ڏُوئڻُ، ڏُئَڻُ:** مر. پاڻيءَ سان صاف ڪرڻ. ميرُ ڪڍڻ

(ڪپڙن جو). پاڪ ڪرڻ. لاهڻ (اثر).
**ڏٿارڻ، ڏوٿارڻ:** م. اڇو اجرو ڪرائڻ صاف ڪرائڻ. پاڪ ڪرائڻ.
**ڏٿارپ، ڏوٿارپ:** ث: ڌٿارڻ جي اُجرت.
**ڌٿر:** ث. ڌيءَ - نياڻي.
**ڌوئي ڇڏڻ:** پاڻيءَ سان صاف ڪرڻ ختم ڪرڻ. آگهارڻ (ثانءَ)
**ڌَن، ڌَن:** ث. ڌوٽيءَ سان ٻاھر جاڳائڻ جو آواز.
**ڌَنڻ:** م. ڌَوڻ سان ٻاھر جاڳائڻ.
**ڌُٿي:** ث. ڌُٿڻ جو نمونو - ڏٿارپ.
**ڌيان:** ذ (سن) خيال- تصور. توجهہ. سُرت. هوش. سوچ ويچار. غور. فڪر - انديشو. محويت - استغراق. مراقبو.
**ڌيان ڏيڻ:** توجهہ ڪرڻ. سنڀال ڪرڻ.
**ڌيان سان:** ظ. توجهہ سان- خبرداري سان. هوشياري سان.
**ڌيان ڪرڻ:** خيال ڪرڻ. توجهہ ڪرڻ. لحاظ ڪرڻ. مروت ڪرڻ.
**ڌياڻي:** ث. ڌڃاڻي - مالڪياڻي.
**ڌيڄو:** ذ. نيڪ جهل. تسلي. آٿت.
**ڌيرَ:** ث (سن) صبر - ماٺ - تحمل . ڌيرج.
**ڌيرجَ:** ث (سن) صبر - تحمل. ڌِرِ. ڪاند. تسلي.
**ڌيرج ڌارڻ:** صبر ڪرڻ - تحمل ڪرڻ.
**ڌيري:** ظ (ط) آهستي - هوريان. صبر سان. ماٺ ۾.
**ڌيمو:** ظ. آهستي - ڍرو - هوريان. سست. هلڪو (آواز)- جهيڻو.
**ڌيڻ:** ذ. اناج. اَنُ. چانور.
**ڌيءَ:** ث. نياڻي - دختر. ڇوڪري،
**ڌيٺاڻو:** ص. ڌيئن جهڙو. ڌيئُن جو.

# ڏ

**ڏ:** ث. اُچار 'ڏي' (يا 'ڏال') سنڌي 'الف- بي' جو ايڪيهون اکر.
**ڏاب:** ث. سُٿڻ جي مٿان ٻڌل گوڏ مثل ڪپڙو.
**ڏاٻلو:** ذ. ڪاٺ مان ٺهيل ڍَڪ سان دٻلو- داٻلو.
**ڏاٻلي:** ث. ڪاٺ مان ٺهيل دٻلي.
**ڏات:** ث. الله جي طرفان عطا ٿيل خوبي. عنايت. بخشش. مليل امانت- ڏانُ. سخا.
**ڏاتارُ:** ذ. ڏات ڏيندڙ. سخي.
**ڏاتَرُ:** ذ. ڏاتار.
**ڏاتو، ڏاتڻو:** ذ. لاباري ڪرڻ يا گاھہ لڻڻ جو خاص اوزار.
**ڏاتو وجھڻ:** وڍي ختم ڪرڻ. ناس ڪرڻ.
**ڏاٽَ:** ث. مهار جي آخر وارو وڏو ۽ ڀٽو ڏند- هَوڙَ.
**ڏاٽ هرڻ:** هير ٿيڻ- چُوس پوڻ.
**ڏاٽيلُ:** ص. نالي چڙھيو. تجربيڪار. ڏاٽ هيٺ آيل- هيسيل.
**ڏاڻو:** ذ. جوئر ٻاجهري وغيره جي ڪاني جو گُريءَ وارو سخت. ڪمند. جي گُريءَ وارو سخت سنڌو. تماڪ جي سُڪل ڏانڊي.
**ڏاڄُ:** ذ. شاديءَ ۾ ڪنوار کي مليل سامان (ڪپڙو)

لٽو، ڳهه ڳٿو، سامان سڙو). ڏيپُ- ڏيجُ- ڏاجو.

**ڏاجو:** ذ. ڏاجُ.

**ڏاڇي:** ث. مادي اُٺِ- اُٺڻي.

**ڏاڏاڻا:** ذ. پيءُ جو گهر يا خاندان.

**ڏاڏر:** ث. ڏڙڪو دهمان- ٿلهو ڏڙڪو.

**ڏاڏو:** ذ. پيءُ جو پيءُ- جَدُ.

**ڏاڏنگُ:** ذ. ڏاڏاڻي آکهہ. اباڻو نسل.

**ڏادَ، ڏادِ:** ذ. سختي- جبر- ڏاڍائي. ظلم- انڌير.

**ڏاڍائي:** ث. سختي- مضبوطي. پختگي- پڪائي.

ڏاڍ- ظلم. زوري زبردستي.

**ڏاڍمڙسِي:** ث. زوراوري- سينہ زوري. زبردستي.

**ڏاڍو:** ظ. سخت- پڪو. مضبوط- پختو. سگهو.

قائم. ڪرڙو- جبرو.

**ڏارُ:** ذ. ڦوٽُ- شگاف- سيرَ- چيرُ. وڻ جي ٽلهي

ٽاري- ٽارُ.

**ڏارَڻُ، ڏارِڻُ:** م. چيرڻ- ڦوڙَڻ (ڪاٺ).

**ڏارو:** ذ. ڌريل اَنُ (ڪڪڙ، چانور وغيره). ڌريل

ڪڪڙ جو رڌل پَٽُ. ٿُلهو پيٺل يا ڪُٽيل اَنُ. چانورن يا

ڪڪڙ جو بُوسو (جيڪو مال جي چاري طور ڪم

اچي). ونجهوٽي راند ۾ ڏوڙين جي ٽاڙي.

**ڏارو ڏيڻ:** ٽاڙي مِلائڻ. ڪنهن رٿا جي قبوليت طور

ٽاڙي ملائڻ.

**ڏاڙَهہ:** ث. ڏاٺ- هَوڙَ. ڪُتي يا ڪنهن جانور

جو چَڪُ.

**ڏاڙُهہ:** ذ. وڏي ۽ پڪڙيل ڏاڙهي. (ص) وڏي

ڏاڙهي وارو.

**ڏاڙَهڻُ، ڏاڙِهڻُ:** م. چَڪُ پائڻ (ڪُتي جو). ڦٽڻ.

ڪاوڙ مان تڪو مَنو ڳالهائڻ. بيهودو ڳالهائڻ.

**ڏاڙُهون:** ذ. هڪ قسم جو ميويدار وڻ ۽ ان جو

ڦرُ- انار.

**ڏاڙهِي:** ث. سُونهاري- رِيش.

**ڏاڙهي پَٽَ:** ث. هٺين پوڻ- جانيُوٽا هٽڻ. جهيڙو.

جُٺ- بيعزتي.

**ڏاڙهي ڏيکارڻ:** مُنهن ڏيکارڻ. روبرو اچي ملڻ.

**ڏاڙهي ڏيڻ:** پڪو واعدو ڪرڻ- انجام ڪرڻ.

**ڏاڙهيارُ:** ص. ڏاڙهيءَ وارو. ڏاڙهيءَ جو مانُ رکندڙ.

**ڏاسَ:** ث. ٻاڪري مال جا وارَ يا ٻُجَ.

**ڏاسَ ڪاترُو:** ص. ڏاس ڪتريندڙ. ٻُز. بيوقوف.

**ڏاسو:** ذ. تازي چاول ڦرَ (ڇيلو، گابو، پاڏو) جو

ڇيٽو. تنڌڙي ٻار جو پَٽڙو ڪاڪوس.

**ڏاڦِي:** ث. ڏکهي ڳن سان وڏي ڏوٺي.

**ڏاڪَ:** ث. ڪانيءَ جا وڍيل ٽُڪَرَ. جلاڻو ڪانين جي

وڍيل لاڪَڙَ (جيڪا ٻارڻ، ۽ قبر ۾ ساميءَ ڪي ڍڪڻ ۾

ڪم اچي). اُلٽي- ڦيءَ. ڏيڏرن جو ٽرڪو.

**ڏاڪَ ڇُمِي:** ث. هڪ ٻاراڻي راند.

**ڏاڪارَ:** ث. اوگرائي (کاڌي بعد وات رستي پيٽ مان

نڪتل هوا).

**ڏاڪَڻَ:** ث. متي چڙهڻ لاءِ ڪاٺ جي ڏاڪن سان

چاڙهي.

**ڏاڪِڻِ:** ث. ڏائڻ.

**ڏاڪو:** ذ. متي چڙهڻ لاءِ پير رکڻ جي پؤڙي- زينو.

چاڙهيڪو (جبل جو). درجو. طبقو.

**ڏاڪِڙو:** ذ. ڏکيو پنڌ. اَوکي منزل. جفاڪشي-

ڪشالو. سخت محنت- هلاڪي وارو پورهيو.

جدوجهد- جاکوڙو.

**ڏاڪٹو، ڏاڪٹيو:** م. ڏکڻ جو- ڏکڻ وارو.

**ڏاگهہَ:** ث (سن. داه) وڏو مَچُ. هندن ۾ مڙدن کي

ساڙڻ لاءِ مَچُ- چِکيا.

**ڏاگھہَ چڙهڻ:** چکيا تي چڙهڻ. هندڪي رسم موجب پَتيءَ جي لاش سان گڏ يا جدا سڙي سَتِي ٿيڻ.

**ڏاگھہُ:** ص. ڏِگهين ٽنگن وارو- ڄانگهڙيل.

**ڏاگھو:** ذ. اُٺ- ڪَرهو.

**ڏالِي:** ث. باغ جي ميوي جو اهو حصو جيڪو مقاطعيدار ميوي لهڻ تي باغ جي مالڪ کي ڏئي.

**ڏامَرُ:** ذ. هڪ قسم جو تيل- مصالحو (جيڪو معدنيات مان ٿهي ۽ رستن ٺاهڻ جي ڪم اچي)- تارڪول. (ص) ڪارو- سياه.

**ڏاميچُ:** ص. لانجهو. بي اعتبار. لُچو. حرڪتي.

**ڏانُ:** ذ. ڏاڻُ. مليل بخشش.

**ڏانٽو:** ذ. ڏاٽو.

**ڏاندُ:** ذ. ڍِڳو.

**ڏاندُ ڏُهَڻُ:** بخيل مان ڪم ڪڍڻ.

**ڏاندَ ڏُهڻو:** ص. ڪنجوس- مرچوٽ. موذي- شوم.

**ڏاندارُ:** ذ. ڪاٺ يا لوهہ جي ڏندن وارو پاهوڙو (جنهن سان ڪک ڪچرو، پاڻُ، گاه، اَنُ وغيره ميڙجي). (ص) وڏن ڏندن وارو.

**ڏاندارِي:** ث. ڏندن واري پاهوڙي.

**ڏاندُوڙو:** ذ. مٽي مان ٺاهيل ۽ باهہ ۾ پچايل ڏاندڙو- ڏاند واري شڪل تي رانديڪو.

**ڏاندُو:** ص. وڏن ڏندن وارو.

**ڏاندِ:** ث. پَنَ جي ٿُلهي نَس. ڏاندِي.

**ڏاندَو:** ذ. مٿاهين زمين يا ٻني (جنهن تي پاڻي چڙهي يا بيهي نہ سگهي).

**ڏاندِي:** ث. سنهي ٽاري (پن يا گُل جي جَهل واري). پن يا گل جي ڏُنڊي. گؤنچ. ٽاري- لام. تماڪ جو ڪَڏو.

**ڏانديا:** ذ. 'ڏانديا' ناچ ۾ ڪم ايندڙ ڏڪَر.

**ڏانگَ:** ث. ڏِگهي لٺ. ڏانگهہ.

**ڏانگِي:** ص. ٽانگ بلا جي ڏنگيل تي جهاڙ رکندڙ.

**ڏانگھہَ:** ث. ڏانگَ.

**ڏانوَرُ:** ذ. ڪوريئڙي جهڙو هڪ جيت.

**ڏانوَڻُ:** ذ. اُٺ کي اڳين ٽنگن ۾ ٻڌڻ جو رسو. شاديءَ جي هڪ رسم موجب لانئن کان اڳ ڪنوار جي در تي گهوٽ کي پَٽ جو ڌاڳو ڳچيءَ ۾ وجهڻ.

**ڏانوَڻُ ڏانئِڻُ:** هڪ رسم موجب ڪنوار جي ڪوٺيءَ واري در جي ڪُنڍي ۾ سُٽ ٻڌي گهوٽ جي پير جي آڱوٺن ۾ سَت وَر ڏيڻ.

**ڏانوڻ ڪپڻ، وِڍڻ:** ٻارڙي جي ڄنگهن ۾ سڳي جو ڏانوڻ وجهي اهو وِڍڻ جي رسم.

**ڏانوٽي، ڏاوِٽي:** ث. هڪ قسم جو زنجيري ڳهہ جيڪو نرڙ مٿان بيهي.

**ڏانهُن:** ظ. اُن طرف- اُن پاسي.

**ڏانءُ:** ذ. نمونو- ڍنگ- طرز. دستور- ريت. هلت. تجويز.

**ڏانِي:** ص. ڏن پريندڙ. تابع. مطيع.

**ڏاڻُ:** ذ (سن. دان) عطا- بخش. دانُ. انعام. تحفو. ڪنهن درويش وٽان مليل ڏات. سُنگ- محصول. چوپائي کي ٽنگن ۾ ٻڌڻ جو رسو- ڏاوڻ.

**ڏاڻ ڏيڻ:** راضي ٿي انعام ڏيڻ. وهٽ کي تيل، گيهہ وغيره جي اوت ڪرڻ.

**ڏاٽِي:** ث. ڳهہ جو هڪ قسم- ڏاوٽي.

**ڏاهہَ:** ث. ڏسَ پتو. اُهڃاڻ. آگاهي. ڄاڻ. خبر. ٻانهي- گولي.

**ڏاهہَ ڏيڻ:** ڄاڻ ڏيڻ- خبر ڏيڻ.

**ڏاهہ وِجهڻ:** خبر هلائڻ- مشهور ڪرڻ.

**ڏاهہ:** ث. مڙدي کي ساڙڻ واري باهہ- ڏاگهہ. ساڙ- حسد. دشمني.

**ڏاهو:** ص. سمجهہ- عقلمند. سچاڻ. سياڻو. هوشيار. چالاڪ. ويچ. (ث ڏاهي).

**ڏاهي:** ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**ڏائڻ:** ث. مڙدن جو ماس کائيندڙ هڪ خيالي عورت- ڏاڪڻ. پوائتي عورت. بدصورت ۽ ڊيڄاريندڙ عورت.

**ڏائڻ:** م. ڏاوڻ وجهڻ. رسي وغيره سان ٻڌڻ. ڪَڙڻ.

**ڏائو:** ذ. کبو پاسو- کابو هٿ. ڏائي هٿ وارو پاسو. اُبتو. (ضد= سائو). (ث. ڏائي)

**ڏائي:** ث. نشاني. اُهڃ. واپاري اصطلاح موجب مُلهہ ڪٿڻ لاءِ ڪپڙي ۾ هٿ ويڙهي آڱرين سان ڏنل اشارو. رستي جي نشان لاءِ مٽيءَ جي دَڙي. پاڻيءَ ۾ ٻہ آڱريون ڏيکاري ٺپي ڏيڻ واري راند. درياهہ ۾ پاڻي جي ماپ لاءِ کوڙيل ڪاٺي.

**ڏٻرائي:** ث. اپرائي. ڪمزوري- هيڻائي.

**ڏٻرو:** ص. اپرو. ڪمزور- هيڻو.

**ڏٻو:** ذ. اهو چوپايو جنهن جا سڱ لڙيل هجن. ٽين يا لوهہ جو دٻو.

**ڏٻڻ. ڏٻجڻ:** م. چوپائي (مينهن. ڍڳي. ٻڪري وغيره) مان کير نڪرڻ.

**ڏت:** ث. سوڀيا. ڏيک- نظارو. ڏيا. زور- سگهہ.

**ڏتَرُ:** ذ. خراب تَڙ. ڏکيو تَڙُ (دريا يا سمنڊ جو).

**ڏترجَڻُ:** م. دربدر ٿيڻ. اوجهڙ ۾ پوڻ. گمراهہ ٿيڻ. ڪنگال ٿيڻ.

**ڏترڻُ:** م. بدحال ٿيڻ. ڪنگال ٿيڻ. بيراهہ ٿيڻ.

**ڏٿُ:** ذ. جهنگ ۾ پيدا ٿيل شيون جيڪي ضرورت وقت کاڌي طور ڪم اچن (ڏوٿرا. پُسي وغيره). جهنگلي گاهہ مان نڪتل اَنُ.

**ڏٺائي. ڏٺئي:** ص. ڏٺو ڏيندڙ. ڪوڙو دلاسو ڏيندڙ- گشائي- ٻٽاڪي.

**ڏٺڻُ. ڏٺڻُ:** م. مُنهان تار پرڻ. زور سان دٻائي پرڻ (ڳوڻ. دٻو وغيره). پَرڻ- تار ڪرڻ.

**ڏٺو:** ذ. ٻُوچ- ٻُنجو. لِيڙو. دٻي جو مُنهن بند ڪرڻ لاءِ اَڳڙي نوڙي يا گاهہ جو مُچو. ڪوڙو دلاسو.

**ڏٺو پُوزي:** ث. دم دلاسو. ڪوڙ ٻٽاڪ.

**ڏٺو ڏيڻ:** ڪوڙو دلاسو ڏيڻ. ٺلهو آسرو ڏيڻ.

**ڏٺو ڏمُٺو:** ص. ٺلهو متارو. سگهارو.

**ڏِٺ:** ث. نظارو- ڏيکاءُ. ڏيکُ. نظر- بِينائي.

**ڏِٺ پرولي:** ث. ڪنهن واقعي يا نظاري تي ٺهيل پرولي (ڳجهارت جو هڪ قسم).

**ڏِٺلُ:** ص. نظر آيل- معلوم ٿيل. جاچيل سڃاتل. آزمايل.

**ڏٺل واِئٺلَ:** ص. جاچيل سڃاتل. معلوم ٿيل.

**ڏِٺو:** ص. ڏٺل. ظاهر- عيان. (ث. ڏِٺي).

**ڏِٺو ڪرڻ:** ظاهر ڪرڻ- پڌرو ڪرڻ. خوار ڪرڻ- بدنام ڪرڻ.

**ڏپُ:** ذ. سگهہ- زور. سَتُ- ٻَلُ. قُوَتَ.

**ڏِپُ. ڏِپو:** ذ. سُڄيل ماس جو ڳوڙهو- سوڄ.

**ڏُپهرَ:** ذ. ٻہ پهر. منجهند.

**ڏُپهرو ڪرڻ:** منجهند جي ماني کائڻ ۽ آرام ڪرڻ.

**ڏجَڻُ:** (سن. دُرجَن) ويري- دشمن

**ڏجهو. ڏنجهو:** ذ. تڪليف- آزار. درد- پيڙا.

**ڏجهو ڏيڻ:** صدمو رسائڻ. تڪليف ڏيڻ. تنگ ڪرڻ. ايذائڻ- آزارڻ.

**ڏچَرُ:** ص. مسخرو. پيشہ ور مسخرو. بيهودو.

**ڏچَرُ:** ذ. ڇگيءَ طرح چارو يا گاهہ نہ کائيندڙ جانور. (ضد. سُڇَرَ).

**ڏچو:** ذ. فساد- وڳوڙ. ٿيٽاڙو. آزار. مصيبت.

**ڏچو پرڻ:** ٻئي جي ٿيل نقصان جي پورائي ڪرڻ.

**ڏڌ:** ذ. عيب- نقص (ڪنهن شيء ۾). ٽِڪي يا ٻُڙي ۾ داغ يا ڪچائي جو نشان.

**ڏڏ:** ذ. ڪير. لَسي- ڄهڻ.

**ڏڏڙي:** ث. ساون مٽرن جون رڌل ڦريون- مٽري- پڪي.

**ڏڏلُ:** ص. عيبدار. هيٺو. ڏڪويل.

**ڏڏلُ:** ص. نچوڙيل. پيڙيل. ستايل.

**ڏڏورُ:** ص. ڏڏل. هيٺو. ڏڪويل. آزاريل- ستايل. آڏ رَڏو (آن).

**ڏڏُ:** ص. موڳو- ڪُند ذهن- غَبي.

**ڏڏرُ:** ص. ٿُلهو پيٺل- ڏريل (اناج وغيره). چاپاڪي (بيماري) جا ڏڙَپَ.

**ڏڏرَڻُ:** م. ڏڏر ڪرڻ- ڏارو ڪرڻ. چپي چٽي پورا ڪرڻ.

**ڏڏو:** ذ. ڪوڙي دعويٰ- تهمت- الزام.

**ڏڏو ڏڪرُ. ڏڏو ڏيڪرُ:** ذ. دڙڪو دهمان. ڄٽ ڦٽ. هاڪَڙ هُوڪَڙَ.

**ڏڍُ:** ذ. دلداري- تسلي- دلاسو. سهارو- پرجهلو. پُنيرائي- واهر. چمڙيءَ جي هڪ بيماري.

**ڏڍ ڏيڻ:** دلداري ڏيڻ. آٿت ڏيڻ. مدد جو آسرو ڏيڻ.

**ڏرِ:** ث. زمين ۾ ڪنهن جانور جي کوٽيل چُرَ.

**ڏرُ:** ذ. ڪپڙي جو ٻَرُ (ويڪر). ڪپڙي جي تاڪيي مان ڦاڙي جدا ڪيل ٽُڪر. ڏَپُ- ڀَوُ. خطرو- انديشو.

**ڏراڄُ:** ذ. ڪشالو- تڪليف- ڏاڪڙو.

**ڏراڄو:** ص. ڏکويل- آزاريل. هيسيل. هيٺو.

**ڏرائڻُ:** م. ڏارو ڪرائڻ- ٿُلهو پيهائڻ (آن).

**ڏرتُ:** ذ (سن. دُرت) مصيبت- هَڃا- آزار. ڏولائو. ڏڪار.

**ڏرت ڏڪارُ:** ذ. اهنج آزار. ڏڪار ڏولائو.

**ڏرڙُ. ڏرڙُ:** ذ. سوراخ (زمين ۾). ڦوڙُ- شگاف. چُرَ- غار.

**ڏرمائڻُ:** م. رنج ٿيڻ. انڪار ڪرڻ- نٽائڻ. ڪُرڪڻ- خفي ٿيڻ.

**ڏرڻُ:** م. ٿلهو پيهڻ- ڏارو ڪرڻ. ڦوڙڻ. تباه ڪرڻ. ڀڃڻ.

**ڏرلي:** ث. پيهہَ. چپَ. سيڪت.

**ڏرو:** ذ. زمين ۾ کوٽيل چَرو (ٽوٽي وغيره ڪوڙڻ لاءِ). (ص) ڪاڏي جي ڪڏ- گهڻ ڪائو- هٻچي.

**ڏرا ڏيڻ:** اکين ۾ ڪڏون پوڻ. اکيون پيهي وڃڻ.

**ڏري:** ث. پکي جو هڪ پاسو (عام طرح پکي ۾ ٻہ ڏريون ٿين). ڪپڙي جو ڏرُ.

**ڏريو:** ذ. ڏريل آنُ. ڪڻڪ وغيره جو ڏارو.

**ڏڙهہُ:** ذ. غيرآباد ۽ ٿوٽُ زمين.

**ڏڙهو:** ذ. سُٽَ جو ڪِينهون- ڪينهُوڙو.

**ڏڙهي:** ث. چِڙَ مان چِڙپَ. دڙڪو.

**ڏڙهيون ڏيڻ:** چڙٻون ڏيڻ. دڙڪا ڏيڻ.

**ڏسَ:** ث. ٻڌائڻ جو عمل. اهڃاڻ- اشارو.

**ڏسَ ڪرڻ:** ٻڌائڻ- اشارو ڪرڻ.

**ڏسُ:** ذ. پار پتو- اهڃاڻ. اشارو.

**ڏسُ پتو:** ذ. پار پتو. سڌسماءُ. خبرچار.

**ڏِسِ:** ث. (سن. دِشا) طرف- پاسو.

**ڏِس ڪائي ڪرڻ:** ڪاريت وجائڻ. اعتبار پچڻ.

**ڏسا سُول:** ذ. سيارن سِتارن جا اهڃاڻ (جن مطابق سياڳ نياڳ جا سوَڻ ڳڻدين).

**ڏسائڻُ:** م. ٻڌائڻ. سڌسماء ڏيڻ.

**ڏسجَڻُ:** م. پسجڻ. ظاهر ٿيڻ.

**ڏسڪَڻُ:** م. سُڏڪڻ- سُڏڪا ڀري روئڻ.

**ڏسکو:** ذ. سڏڪو.

**ڏِسندو:** ظ. ايندڙ مهينو (جيڪو ڏسبو).

**ڏِسندي:** ظ. فورا- يڪدم. جهٽ پٽ.

**ڏسندو رهڻ:** خيال رکڻ. نظرداري ڪڻ.

**ڏَسَڻُ:** م. ڏيکارڻ. ڏَسُ ڏيڻ. اشارو ڪرڻ. پڌائڻ. سَچي ڪرڻ.

**ڏِسَڻُ:** م. نظر ڪرڻ- نهارڻ. تڪڻ. جاچڻ. تپاسڻ. معائنو ڪرڻ. مشاهدو ڪرڻ. خيال ڪرڻ- غور ڪرڻ. آزمائڻ- پرکڻ. ڳولڻ. مطالعو ڪرڻ.

**ڏِسَڻ وائسڻ:** جاچ جوچ ڪرڻ. ڳولا ڪرڻ. نظرداري ڪرڻ. غور ويچار ڪرڻ.

**ڏِسڻو وائسڻو:** ص. چڱيءَ طرح واقف. چاتل سڃاتل. جهانديدو.

**ڏسڻي:** ث. اشارو ڪندڙ آڱر (آڱوٺي جي پرواري آڱر)- شاهد آڱر.

**ڏِسڻي:** ث. ڪن لفظن، عنوانن وغيره جي فهرست.

**ڏٽو:** ذ. هڪ قسم جو هٿيار (ڏگهي ڪاٺيءَ ۾ لوهي ڇهنب سان).

**ڏٽي:** ث. ننڍو ڏٽو. ڪرپيءَ جهڙو لوهي اوزار.

**ڏٽيرُ:** ص. ڏٽو هڻندڙ شڪاري.

**ڏٽيرُ. ڏٽيڙُ:** ذ. ڦوٽ (ماڻهن ۾) - اختلاف. وڳوڙ. بغاوت. اٽيٽت. ڦيٽارو - نفاق.

**ڏڪُ:** ذ. ڪاٺيءَ جو ننڍو گول ٽڪر. ڏڪَرُ.

**ڏڪُ. ڏڪو:** ذ. نوجوان ڇوڪريءَ جو اُرهه.

**ڏڪارَ:** ث. اوگرائي - ڏاڪارَ.

**ڏڪارَ. ڏڪارون ڏيڻ:** اوگرايون ڏيڻ ڏيئو جون مَستيون ڪرڻ. مال هضم ڪرڻ.

**ڏُڪارُ:** ذ. ڏکيو وقت (اناج جي ڪوٽ وارو) - قحط - ڪالُ. اٿاٿ - قلت.

**ڏُڪاريو:** ص. ڏڪار جو ماريل. اهو واپاري جيڪو اَنُ گڏ ڪري مهانگو وڪڻي.

**ڏڪائڻُ:** م. ٿڙڪائڻ - ڪنبائڻ. ڇرڪ وجهڻ. ڊپ ڏيارڻ.

**ڏڪ ڏڪَندو:** ص. سيءَ يا تپ ۾ هُڙڪندو.

**ڏڪَرُ:** ذ. ڪاٺيءَ جو ننڍو ٽُڪر. اِٽي ڏڪر راند ۾ ڪم ايندڙ ڏڪر.

**ڏُڪَرُ:** ذ. ڏُڪار.

**ڏڪَڻُ:** م. ٿڙڪڻ. ڪنبڻ. ڏڏڻ - لُڏڻ. لرزڻ. هُڙڪڻ (سيءَ کان).

**ڏڪڻي:** ث. ڪنبڻي - ٿڙڪڻي - لرزش. هُڙڪي (سيءَ کان).

**ڏِکَ:** ث. شاديءَ جي هڪ رسم (جنهن ۾ گهوٽ ۽ ڪنوار کي شاديءَ کان ٿي ڏينهن اڳ سينگار ڪرائي چلي ۾ وهارين). ڪنوار جو شاديءَ کان اڳ سينگار.

**ڏِکَ وَهارڻ:** شاديءَ جي هڪ رسم موجب گهوٽ ۽ ڪنوار کي موڙ ٻَڌائي سيج تي وهارڻ (ان سان گڏ ٻيا ساٺ سَوڻ ڪرڻ).

**ڏُکُ:** ذ (سن) غم - رنج - ارمان. سُور - اهنج - ايذاءُ. تڪليف- عذاب.

**ڏکَ پَريو:** ص. ڏکويل - غمگين. افسوسناڪ.

**ڏک پوڳڻ:** ڏک سهڻ - تڪليفون سهڻ.

**ڏک ڏاڪڙا:** ذ. تڪليفون، ڪشالا ۽ مصيبتون.

**ڏک ڏوراپا:** ذ. سورن ڏکن جو بيان. ميارون.

**ڏکَ ڏسڻ:** تڪليفون ڏسڻ. عذاب ڪاٽڻ.

**ڏکَ ڏولاوا:** ذ. ڏک ڏاڪڙا.

**ڏک سک:** ذ. خوشي ۽ غم. رنج ۽ راحت. اهنج سهنج.

**ڏک سَهڻ:** تڪليفون برداشت ڪرڻ.

**ڏکَ وَندڻ:** ڏک سُور اورڻ. حال پائي ٿيڻ. غمخواري ڪرڻ.

**ڏک ڏيڻ:** آزارڻ. عذاب ڏيڻ. سختيون ڏيڻ.

**ڏکارو:** ص. ڏکويل - غمگين. رنڍهارڪو.

**ڏکائڻُ:** م. ايذائڻ. تڪليف ڏيڻ. ڏک ڏيڻ. سُورَ ڪرائڻ. رنجائڻ.

**ڏکڙو:** ذ. (ڏک جو تصغير) غم - رنج. افسوس.

**ڏکڙا روئڻ:** ڏک بيان ڪرڻ. سُور ٻڌائڻ.

**ڏکندو:** ذ. درد - غم. سُور - ڏک. آزار (بيماري جو) بيماري. (ص) ڏک جهڙو. ايذائيندڙ. ڦٽيل - گهايل.

**ڏکڻُ. ڏکَڻُ:** ذ (سن. دڪشن) جُنوب - ڪاڇيل.

**ڏکڻ قطب:** ذ. ڌرتيءَ جي ڏاکڻي چوٽيءَ وارو ماڳ (اتر قطب جي لحاظ سان ڏکڻ قطب. جيتوڻيڪ اتي ڪو قطب تارو ڪونهي).

**ڏکَڻُ:** م. سُور ڪَرڻ. ايذاءَ ڪرڻ.

**ڏکڻو:** ڏک ڏيندڙ - ڏکوئيندڙ. نازڪ مزاج.

**ڏکِڻا:** ث (سن. دڪشنا) ڪنهن ساڌو فقير کي ڏنل دان. پيٽا - نذرانو.

**ڏکڻهاري:** ث. هڪ قسم جو زهري جيت (آڏامي ۽ ڏنگ هڻي).

**ڏکو:** ذ. اهنج - ايذاءُ. دهشت - هيبت. ڪاوڙ - تاب. ٻپ.

**ڏکو ڪرڻ:** دڙڪو داب ڪرڻ. سيکت ڏيڻ. هيسائڻ - هراسڻ.

**ڏکوئڻُ:** م. ڏک ڏيڻ. ايذاءَ ڏيڻ. اهنجائڻ. تڪليف ڏيڻ. رنجائڻ.

**ڏکويل:** ص. غمگين - رنجيدو. آزاريل.

**ڏکي:** ث. ڏک ڏيندڙ. اهنجي - مشڪل. رنجائيندڙ (ڳالهه).

**ڏکي لڳڻ:** اها ڳالهه جنهن جي ٻڌڻ سان ڏک ٿئي. طعنا مهڻا ٻڌي رنج ٿيڻ.

**ڏکيائي:** ث. تڪليف - اهنجائي - مشڪلات. لاچاري. سوڙهه - تنگي.

**ڏکيو:** ص. اوکو- مشڪل- اهنجو. تڪليف وارو. اڻانگو. ناخوش- ارهو. آزاريل- ستايل.

**ڏکيو سکيو:** ظ. جيئن تيئن ڪري- مشڪلات سان. بيوسيءَ ۾.

**ڏگرُ:** ذ. ڪاٺ جو ٽُڪرو (جيڪو ڪنهن سوراخ کي بند ڪرڻ لاءِ هڻجي).

**ڏگرَي:** ث. ڪاٺ جي تاڻيءَ يا تختي جي سوراخ کي بند ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جي ڇَتِي.

**ڏگهه:** ص. وڏين ٽنگن وارو- ڄانگهڙيل. ڊگهي قد وارو. وڏيءَ عمر وارو پر عقل ۾ گهٽ.

**ڏگرُ:** ذ. سِڱن وارو جانور- حيوان. (ص) بيوقوف.

**ڏگِرو:** ذ. ڪاٺ جي ٿلهي مُهري (جنهن سان ڪپڙا، آنُ، سنگ ڪُٽجن).

**ڏگِري:** ث. ڪپڙن سٽڻ لاءِ سَوٽي.

**ڏلڻُ:** م. رُلڻ- دربدر ٿيڻ. پٽڪڻ. ڪنگال ٿيڻ.

**ڏلهڻُ:** م. پَرڻ- ڪَنا تار ڪرڻ. گهوچڻ- جهوڪڻ. پيٽ پري ڪائڻ. گهٽو ڪائڻ.

**ڏلهو:** ذ. لٺي جي سنهين ٽارين مان ٺهيل ٽوڪرو (جيڪو مِٽي ڍوئڻ ۾ ڪم اچي).

**ڏلها ڪڻڻ:** مزوري ڪرڻ. سخت پورهيو ڪرڻ.

**ڏمَرُ:** ذ. ڪاوڙ- چڙ- غصو. ناراضگي.

**ڏمَرُ ڏوڻُ:** ذ. ڏوهه گناهه جو پڇاڻو. سزا جزا. حرف حساب.

**ڏمِرجَڻُ:** م. ڪاوڙجڻ- رنج ٿيڻ. چڙڻ.

**ڏمرڻُ:** م. ڏمرجڻ.

**ڏمندَ:** ذ. آنڊي ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ قسم جا ڪِينئان.

**ڏنُ:** ذ. ڍل- خراج- محصول. مرشد يا درويش. يا درگاه کي ڏنل نذرانو.

**ڏنُ پَرُو:** ص. ڏن ڏيندڙ. باجگذار- تابعدار.

**ڏنڀُ:** ذ. سڙيل هنڌ جو نشان (جسم يا ڪپڙي تي). ڪنهن بيماريءَ جي علاج طور ڏنل ٽڏو.

**ڏنڀَ ڏيڻ:** عذاب ڏيڻ- سُورَ ڏيڻ. صدما پهچائڻ.

**ڏنيرو:** ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم- ڪُرڙو.

**ڏنڀَڻُ:** م. ڏنڀ ڏيڻ. ساڙڻ- داغڻ (ڪنهن تتل شيءِ سان). طعنا مهڻا ڏيئي دل ساڙڻ. ساڙ ڏيڻ. چڙٻ سان ڳالهائڻ.

**ڏنجُهہ:** ذ. تڪليف- جاکوڙ. آزار- مصيبت. رنج.

**ڏنجهو:** ذ. ڏنجُهہ.

**ڏنجها ڏيڻ:** تڪليفون ڏيڻ. آزارڻ.

**ڏندِ:** ث. وَٽِ- ڪنار (ڪپڙي جي).

**ڏندُ:** ذ (سن. دَنت، ف. دندان) انسان يا جانور جي وات ۾ هڏين جي قطار (جن سان کاڌو چٻاڙجي).

**ڏندَ ٽيڙڻ:** اجايو کلڻ.

**ڏند ٺُڙڪو ڪرڻ:** ڪجهہ نہ ڪجهہ کائڻ- ٻات هلائڻ. ٺلهو رعب رکڻ.

**ڏند چَڪُ ڪرڻ:** واتورجڻ- گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

**ڏند ڏسڻ:** ڄمار ڏسڻ (جانورن جي).

**ڏند ڏيکارڻ:** ڪاوڙ جو اظهار ڪرڻ. رعب ويهارڻ.

**ڏندَ شِڪَ:** ث. ناراضگي. مٺاڃري دوستي.

**ڏندَ ڪڍڻ:** بي حيائي سان کلڻ.

**ڏند ڪرٽڻ:** ڪاوڙ ۾ ڏند پيهڻ. ننڊ ۾ ڏند گسائڻ.

**ڏند ڪٽا ڪرڻ:** بيزار ڪرڻ- بيوس ڪرڻ. ڪَڪ ڪرڻ.

**ڏند ڪُڙڪو:** ذ. ڏندن جو آواز. چٻڙڪو. دڙڪو دهمان.

**ڏند ڪوٽِڻي:** ث. ڏندن ڪوٽڻ لاءِ چاندي يا ٽامي جي چهنبياري تار- ڏنديلي.

**ڏِندرو:** ص. وڏن ڏندن وارو. ڊگهن ڏندن وارو (ث. ڏندرِي).

**ڏندَڻُ. ڏندِڻُ:** م. ڏاٽي يا ڪاراٺي وغيره جا ڏندا ٺاهڻ يا ٽڪا ڪرڻ.

**ڏندَڻُ:** ذ. نم، ڪبر، ٻبر وغيره جي سائي ٽاري (جيڪا ڏندن ۽ وات صاف ڪرڻ جي ڪم اچي)- مِسواڪُ.

**ڏندڻَ پوڻ:** بيهوشيءَ ۾ ڏند ٻجي وڃڻ.

**ڏندَٻجڻ:** م. بيهوشي وغيره جي حالت ۾ ڏند ٻجي وڃڻ.

**ڏندو:** ذ. ڪاراٺيءَ يا مشين جي ڪنهن چڪريءَ جو ڏندو. ڦڻيءَ جو ڏندو. هرلي يا نار جي چڪر جو ارو.

**ڏندُو:** ص. وڏن ڏندن وارو.

**ڏندِي:** ث. ڏندن جي قطار.

**ڏندي ڏيڻ:** زباني تڪرار ڪرڻ اجايو بحث ڪرڻ. کَهُرو ڳالهائڻ.

**ڏنديلي:** ث. ڏند ڪوٽڻي.

**ڏندين ڏاندُ:** ذ. پنهنجي مڙسيءَ وارو. جوان. خود مختار. سگهو.

**ڏنڊُ:** ذ. جُرمانو. عيوض (ڏوهہ جو). تاوان. چَٽِي. ڪسرت ۾ اٺ ويهہ جو عمل. جانور جو سِڱُ (جيڪو گودڙ يا فقير ٻُوڪ سان وڄائين)- نفير- سِڱي. (ص) ٺلهو متارو.

**ڏنڊ ڀرڻ:** جرمانو ادا ڪرڻ. چَٽِي ڀرڻ.

**ڏنڊُ وجهڻ:** ڏوهہ جي عيوض مقرر رقم ڀرڻ لازم

کرڻ- چٽي وجهڻ.

**ڏُنڊ:** ث. ڏانڊي. گوُنچ. پوچڙ (گجر بصر جي).

**ڏنڊَرُ:** ص. بي پرواھ- بي فڪر. ٿلهو متارو.

**ڏنڊو:** ذ. سوُنٽو- ڏُڪو. جهنڊي جي چڙ. ٻنگ ٽاڌل وغيره گهوٽڻ لاءِ مُهرو. (ص) ٿلهو متارو- مضبوط (جسماني طرح).

**ڏنڊائِي:** ص. ڏنڊا هڻندڙ- ڏُکي باز- ويڙهاڪ. جهيڙاڪ.

**ڏنڊو ڪڍڻ:** جهيڙي لاءِ تيار ٿيڻ. سختي ڪرڻ.

**ڏنڊو مُٺو:** ص. ٿلهو متارو. سٽروٽر.

**ڏنڊِي بازي:** ث. جهيڙو فساد. مارڪُٽ.

**ڏنڊِي:** ث. ڪاني. سنهون لڪڻ. ساهميءَ جو ڪانو.

**ڏنڊِي هڻڻ:** تورَ ۾ ساهميءَ جي ڪاني کي لوڏو ڏيڻ (جنهن ۾ گهٽ وزن به پوري تور ڏيکاري). ٺگي ڪرڻ.

**ڏُنڊِي:** ث. ڏانڊي. گوُنچ. بُونڊ. ڏُنڊ.

**ڏنگُ:** ذ. وڇون يا ڏينيو وغيره جو زهريلو ڪنڊو- نيش. وهٽن کي ڏنگيندڙ هڪ قسم جو جيت (وڏي مَک). وزن (دوا يا امل جو). ڪارڪ جو هڪ قسم.

**ڏنگ لڳڻ:** تڪليف پهچڻ- نقصان رسڻ.

**ڏِنگُ:** ذ. وَرُ- وڪڙ- پيچ. ڪپت- لچائي. حرڪت.

**ڏِنگائِي:** ث. حرڪت- شرارت- لچائي. ارڏائي. ڏنگ- ٽيڙُ- وَرُ.

**ڏنگِجَڻُ:** م. ٻَلا. ڀٽون وغيره جيت ڪان ڏنگ لڳڻ. ايذاءَ پهچڻ.

**ڏنگڻُ. ڏنگڻُ:** م. ڀِٽون ٻَلا يا ڪنهن زهري جيت جو ڏنگ هڻڻ. ايذائڻ.

**ڏنگِڻي:** ث. گاھ جو هڪ قسم (جيڪو ڪپڙن کي چُهٽي پوي).

**ڏنگو:** ذ. چَڪُ- وَڍُ- گهاءُ. ڏکو.

**ڏِنگو:** ص. ڦڏو- مُڙيل- وريل- وِنگو. حرڪتي- لُچو- شرير. ارڏو (ث. ڏِنگي).

**ڏنگِي:** ث. نج سون جي لُسري. سُني چانديءَ جي لٺ.

**ڏٽو:** ذ. چهبڪ، چَهي وغيره جو جسم تي نشان- ٻَنو- نِيلُ. ٽَڪري- جبل جو ٽوڙهه. متاهون پَٽُ.

**ڏِنو:** ذ. ڏنل چيز (خدا ڪارڻ). نذر- تحفو. صدقو. بخشش- خيرات.

**ڏِنو ٻَنو:** ذ. خيرات يا صدقي جو نيڪ اجورو.

**ڏِنو ورتو:** ذ. ڏيتي ليتي. ڏي وٺ.

**ڏَنءُ، ڏَنُون:** ذ. ساڙ- حسد. ڪِينو. عداوت. ڏنجهه- آزار.

**ڏَنِي:** ث. ڏنو. ڪَنڊِي. ڪنارَ. متاهون پَٽُ.

**ڏَنِيَل، ڏَنِي:** ص. بيوه- ڦلاونتي.

**ڏِنُ:** ذ (سن. دِن) ڏينهن. وڏو ڏينهن. ٻارهن ماهو ڏينهن- پرب.

**ڏِنُ وارُ:** ذ. ڏينهن ڏهاڙو- وڏو ڏينهن.

**ڏُواءَ:** ث. بدعا- پٽ پاراتو.

**ڏُواءُ:** ذ. خراب اڻ وڻندڙ هوا.

**ڏُوبُ:** ذ. ڪير ڏُهڻ جو ڪم- ڏُهائي. ڪير ڏيندڙ مال جي ڪير ڏيڻ وارو عرصو.

**ڏُوتُ:** ص. گهٽو ڪائيندڙ- پيٺو. هيچي.

**ڏُوتو:** ز. ڦوت- ڪاڏو. چُوٺو.

**ڏُوتِي:** ث. ڏُٽ تي گذران ڪندڙ. ڏُٽ ڪائيندڙ مارُو ماڻهو. غريب.

**ڏوٽُ:** ذ. ميار. ڪاوڙ. ڏک- رنج. (ص) بيرحم- سنگدل.

**ڏوجرو، ڏوجهرو:** ذ. ڪشالو. ڏولائو. آزار.

**ڏوڙ:** ث. ڏُهائي- ڏوبُ.

**ڏوڙي:** ص. ڪير وڪڻندڙ. ڏڌ ڪير وڪڻندڙ. هڪ تاري جو نالو.

**ڏوڏو:** ذ. ڏينو- ڏيلهو (ڪپهه، پُست وغيره جو). پَڻ جو ٻج. اگر جي گريءَ وارو سنڌ- ٽِڙي. ڏونڪو- هَليلو.

**ڏوڏِي:** ث. پُست جي ٻُوٽي جو ٿُڙ (جنهن مان آفيم نڪري).

**ڏورَ:** ث. سُٽ، سِٽي وغيره جي سنهي تند. تند. ڌاڳو- ڏورو. لنڊ اڏائڻ جو ڌاڳو. لاٽون ڦيرائڻ جو ڏورو. مڇيءَ جو ڏورو.

**ڏورَ واڳ:** ث. عام مختياري. اختياري، حق واسطا. آزادي.

**ڏورُ:** ذ. سگهڙ پائي جو هڪ هُنر (ڪنهن واقعي بابت اشارن اهڃاڻن واري واقعي تي ٻڌل بيت).

**ڏُور:** ظ (ف. دُور) پري- بعيد. جدا- الڳ.

**ڏُوراڏو:** ظ. ڏوراهون. تمام پري.

**ڏوران ڏُور:** ظ. تمام پري- ڏورانهون.

**ڏُورانهون:** ظ. تمام پري. (ث. ڏوراهِين).

**ڏورانهِي:** ث. پرانهين- دُوري.

**ڏوراپو:** ذ. شڪايت- گِلا. ميار.

**ڏوراپا ڏيڻ:** ميارون ڏيڻ. شڪايت طور ڏک جو اظهار ڪرڻ.

**ڏورڙو:** ذ. هڪ قسم جو ڳهه- ٻانهن رکي.

**ڏورَڻُ:** م. پنڌ پوڻ. ڀٽڪڻ. هلڻ. ڀُٽ وٺي ڳولڻ- ڳولا لاءِ پنيان پوڻ. ڳولڻ. گهوڙي ميڙڻ.

**ڏورِٽو:** ذ. پاڇاريءَ جو ٻاهريون ڪِلو (جنهن سان ڏِڳي جو ڪنڌ قابو ڪجي).

**ڏوٽا ڏيڻ:** ڪم ڪار ۾ واهر ڪرڻ. ڏک سک ۾ حال پائي ٿيڻ.

**ڏورو:** ذ. ٿلهو ڌاڳو. ڳانو. زري يا مقيش واري پٽي. ڳهه جو هڪ قسم.

**ڏوري:** ث. سنهون ڌاڳو. تند. ڀانڪ. واڳ. رَسِي.

**ڏوريءَ ۾ هجڻ:** چٽي ۾ هجڻ. حڪم ۾ هجڻ.

**ڏوريو:** ذ. سوٽي ڪپڙي جو هڪ قسم.

**ڏوڙ:** ث. ڪپڙي جي ڪناري- وَٽ- پلاند.

**ڏوڙو:** ص. ڀيٺو- ڀٽو. ڦڏو- وريل.

**ڏوسو:** ص. پوڙهو. ڪنجوس.

**ڏوڪا:** ذ. ڪجيون- ڪارڪون- چوهارا.

**ڏوڪرو:** ذ. چوڪرو. (ث. ڏوڪري).

**ڏوڪَڻُ:** م. ڏُک پرڻ. پيٽَڻ. ڏوگهڻ.

**ڏوڪاهو:** ز. ڏکيائي- اهنجَ.

**ڏوڪي:** ص. ڏک وارو- ڏک سهندڙ.

**ڏوگاهو:** ذ. ڏولائو- اهنج. ڏکار.

**ڏوگهَڻُ:** م. وڏا ڏک پري پيٽڻ. تڪڙ ڪري پيٽڻ. گهٽو پيٽڻ.

**ڏُوگهو:** ز. اُڃ. گهٽي اُڃ.

**ڏولُ:** ذ. لوهه ٽِينَ وغيره جو ڪليل منهن وارو ٿانءُ- دبو. ڏڪار. انقلاب.

**ڏُولُ:** ص. برباد- تباهه- ناس.

**ڏُول ڪرڻ:** چٽ ڪرڻ- ناس ڪرڻ. برباد ڪرڻ.

**ڏولائو:** ذ. وڏي تڪليف. ڏڦيڙُ. مصيبت. وِڳوڙ.

**ڏولِي:** ث. بادشاهن يا زالن کي کڻڻ لاءِ خاص قسم جو ننڊو پينگهو- محافو. لاش کڻڻ لاءِ خاص قسم جي کٽ.

**ڏُومُ:** ذ. مگٽهار.

**ڏُون:** ص. ٻه عدد.

**ڏڙنرو:** ذ. ٺونٺ کان کلهي تائين ٻانهن جو حصو. ٺونٺ کان مٿي گوشت جي مُشڪ. ڪرڙ جو ڪچو ٿُڙ

(ڏٽ طور ڪم اچي)- ڏيلهو.

**ڏڙنرو لوڪڻ:** وڙهڻ لاءِ تيار ٿيڻ.

**ڏڙنڪو:** ذ. دهل يا نغاري وڄائڻ لاءِ خاص گهڙيل ڪاٺي. ڏانديو. هَليلو- ڏوڪو.

**ڏڙنڪا:** ث. جهمر ناچ جو هڪ قسم- ڏونڪا راند.

**ڏڙنڪو لڳڻ:** نغارو وڄڻ. ڪنهن واقعي جو اعلان ٿيڻ.

**ڏڙنڪي جاچي:** ص. تماشبين. نالي ماتر ساٿ ڏيندڙ.

**ڏونگرُ:** ذ. جبل- ڪوهه- پهاڙ.

**ڏونگر ڏارڻ:** سخت جفاڪشي ڪرڻ. جبل ٽاڪڻ.

**ڏونگرُ ڏورڻ:** جبل جهاڳڻ. تڪليفون سهڻ. جاکوڙ ڪرڻ.

**ڏونگري:** ث. بصر- پياز.

**ڏونگهو:** ص. ڏونگهيءَ جهڙو ڪاٺ جو پيالو. ٺُولهو. ڪُونبو. ٽِڪو- داغ- عيب. (ظ) اونهون- عميق.

**ڏونگهي:** ث. سُڪل ناريل جو اڌڙ- ڪوپرو.

**ڏوڻ:** ث. پيڻ.

**ڏوڪو:** ص. ٻيٺو. ٻٺو- دهرو.

**ڏوهه:** ذ (سن. دوش) قصور- خطا. گناهه- پاپ. الزام. ميار. حرف.

**ڏوهاري:** ص. گنگهار- ڏوهي. قصوروار. مجرم.

**ڏوهه ڏيڻ:** الزام ڏيڻ. گنهگار ڪرڻ.

**ڏوهي:** ص. ڏوهاري. قصوروار. گنهگار.

**ڏوهڙو، ڏوهيڙو:** ذ. ٻه سٽو بيت- دوهو. بيت.

**ڏوهو:** ذ. ڪير ڏهندڙ- ڏُهائي ڪندڙ. ڪير ڏهڻ جو ٿانءُ.

**ڏوئِلو:** ذ. ڪاٺ جي وڏي ڏوئي. هڪ قسم جو آبي پکي- ڏوئِل.

**ڏئو:** ذ. سَرو (ڪاٺ ڪي ڪاٺيندڙ جيت). ڳاراٿو- جهوري. پيٿُوڙي.

**ڏوئي:** ث. ڪاٺ جو چمچو- ڏُوئلو.

**ڏهہ:** ص (ف. دَه) هڪ عدد- ڏهاڪو.

**ڏهہ ڏِسيُون:** ث. ڏهہ طرف (الهندو، اڀرندو، اُتر، ڏکڻ، هيٺ، مٿي، ڏکڻ اڀرندو، ڏکڻ الهندو، اتر الهندو، اتر اڀرندو).

**ڏهُوڻ:** ث. ڏهہ پيرا وڌيڪ.

**ڏِهاڙو:** ذ. ڏينهن- روز. وڏو ڏينهن.

**ڏِهاڙي:** ث. روز جو اجورو- روزاني مزوري. (ظ) روزانو- هر ڏنهن.

**ڏهاڪو:** ذ. ڏهن جو مجموعو. (١٠).

**ڏهاڳُ:** ذ. نياڳ- بدبختي. وڇوڙو- فراق. رناپو. (ضد. سُهاڳ).

**ڏهاڳڻ:** ث. مڙس جي طلاق ڏنل يا ڇڏيل عورت- رنڙ- ڏنيل. نياڳي.

**ڏهاڻو:** ذ. ڪير ڏهڻ جو ٿانءُ- ساڙهو. ڏوپُ. (ص) ڏکيو. (ضد. سُهاڻو).

**ڏهائي:** ث. ڏوڙ. ڪير ڏهون جو عمل.

**ڏهائي:** ث. رياضي موجب ڏهن حصو.

**ڏهٽو، ڏوهٽو:** ذ. ڌيءَ جو پُٽ. (ث. ڏهٽي).

**ڏهٽاڻ:** ث. ڌيءَ جو اولاد.

**ڏهَرُ:** ذ. دل جو خالُ. باهہ. ٻرندڙ جهنگل. مدح جي بيتن جو هڪ قسم (ملتان وارن بزرگن يا مخدوم نوح جي ساراهہ جي مضمون ۾ ذڪر جا بيت). واريءَ جي ٻن پٽن جي وچ واري هيناهين سڌي زمين (جتي برسات تي آبادي ٿئي).

**ڏهَرو:** ذ (ف. دير= عبادتگاهه) بتخانو- ڏيرو- مندر.

**ڏهسنامو:** ذ. سنڌي شاعري ۾ سگهڙپائي جو هڪ

قسم (جنهن ۾ هر بيت ۾ ڪنهن شيءِ جا هڪ کان وڌيڪ نالا ڏجن، ڏهه نالا هجن).

**ڏهڪارُ**: ذ. هراس- خوف. ڌاڪو- ٿرٿلو. ڏهڪاءُ.

**ڏهڪاءُ**: ذ. هراس. ڌاڪو. دهشت. دٻدٻو.

**ڏهڪڻُ**: م. ڊڄڻ- ڏڪڻ (خوف ۾). هراسجڻ.

**ڏهڪو**: ذ. ڊپ- خوف- ڀَئو. هيبت. رعب.

**ڏهلو**: ذ. تاس ۾ ڏهن داڻن وارو پتو.

**ڏُهلو**: ص. ڏکيو. سٽايل. اٻالو. مشڪل- تڪليف وارو. اهنجو (ضد. سُهلو).

**ڏهنائِي**: ث. ڳالهائڻ ۾ ڪو ڏکيو اشارو. اهڃاڻ. طعنو.

**ڏهنائيون ڏيڻ**: ڏوراپا ڏيڻ. طعنا مهڻا ڏيڻ.

**ڏُهَڻُ**: م. ٿڻن مان کير نچوئي ڪڍڻ. ڏُهائي ڪرڻ.

**ڏُهِي ڄلڻ**: سُڃو ڪرڻ- ڪنگال ڪرڻ.

**ڏهو**: ذ. ڏهه ڏينهن. ڏهن ڏينهن جو روزو. ڏهن ڏينهن جو چِلو. محرم مهيني جا پهريان ڏهه ڏينهن- عاشورا. فوتيءَ جي ڏهين ڏينهن جي هڪ رسم. ڏهاڪو.

**ڏهو ڏيڻ**: سڀ ڪجهه چورائي وڃڻ. ڦُري لُٽي وڃڻ.

**ڏهو ڪڍڻ**: هڪ هنڌ گوشائتو ويهي ڏهن ڏينهن جو چلو ڪڍڻ. ڏرٽو مارڻ. ٻڪ ڪڍڻ.

**ڏهِي**: ث. ڄميل کير- ڏونرو. گهاٽي لسي- مَهِي. ڪورڪي اصطلاح موجب اٺاوت کان ٻچيل سُٽ جون تندون- تاڃيءَ جي پُڇڙي وارو سُٽ.

**ڏهيون نڪرڻ**: ڪپڙي مان سُٽ جون تندون نڪرڻ. ڪپڙو زبون ٿي ليرون ليرون ٿيڻ. ڦاٽي ٽُٽي زبون ٿيڻ.

**ڏُهيرو**: ڏُهيلو: ص. ڏکيو- اهنجو. اٻالو. هيٺو.

**ڏهيسَرُ**: ص. ڏهن سِرن وارو. مٿير- سورهيه.

**ڏُٺارُ**: ذ. ڏُڪار- قحط. ڏکيو وقت. اٿاٿ. مرض- روڳ. آزار.

**ڏِڻُ**: ذ. ڏِڻُ.

**ڏِئو**: ذ. ڏِيو.

**ڏُئو**: ذ. اُها هوا جيڪا هڪ طرفي يا هڪ ساريکي نه هجي. اٿاٿو واءُ. خراب موسم.

**ڏُئوٽُ**: ذ. گهٽو ڪائيندڙ- پيٽر- ڏُئيٽُ.

**ڏُئيٽُ**: ص. راڪاس- ڏُئيٽُ. پيٽُو- هبڇي.

**ڏيا**: ث. ڊپ- ڀَئو. دهشت- ڏهڪاءُ. حشمت. زور- طاقت. مٽيا- جوت- تجلي.

**ڏِياٽِي**: ث. ننڍڙو ڏِيو. مشعل. ٻرندڙ فتيل. ڏِيي جي وٽ.

**ڏِياچُ**: ذ. ڏيندڙ- ڏاتار. سخي راجا "راءِ ڏياچ".

**ڏِيارَڻُ**: م. وٺي ڏيڻ- حوالي ڪرائڻ.

**ڏِيارِي**: ث (سن. ديپ آولي) هندن جو هڪ ڏهاڙو (جيڪو رام جي موٽي اچڻ تي ملهائين ۽ ان ڏينهن تي گهڻا ڏيا ٻارين).

**ڏيبُ، ڏيپُ**: ذ. ڏاج- ڏاجو.

**ڏيتي ليتي**: ث. ڏي وٺ. ليکو- وهنوار. هندن ۾ ڪنوارين جو گهوٽين کي روڪڙ وغيره ڏيڻ جي رسم.

**ڏيٺِ**: ث. سڃاڻپ- ڄاڻ سڃاڻ- واقفيت.

**ڏيٺ ويٺِ**: ث. ملاقات ۽ ڪچهري. ڄاڻ سڃاڻ. دوستي ياري.

**ڏيٺِي**: ص. ڄاڻو سڃاڻو- واقف ڪار.

**ڏيٺارو**: ذ. ڏيکاءُ (جِن ڀوت جو). جِن ڀُوت جو اثر. ڊپ واري خواب ڏسڻ کان پوءِ ڊپ وارو ڇرڪ.

**ڏيجُ**: ذ. ڏاج- ڏاجو- جَهيز. ڪنوار کي مائٽن وٽان مليل سامان.

**ڏيڏرُ**: ذ. پاڻيءَ جو هڪ مشهور ساهوارو. ڏَونري واري مشڪ. (ث. ڏيڏري).

**ڏيڏري،** ث. ننڍڙو ڏيڏر.
**ڏيڏُ،** ص. هڪ سجو ۽ ٻئي جو اڌ.
**ڏيڏ چانورُ،** ذ. سامان- اثاثو.
**ڏيڏو،** ذ. ڪنن ۾ پائڻ جو زيور- وڏو والو. وچت جو هڪ تارُ. (ص) آڏو- ڦڏو. ڇبو. ونگو. پاسيرو.
**ڏيڍي،** ث. گهر جي دروازي اڳيان اڏيل پٽ (ڇيڪا اندر گهر ۾ نظر پوڻ کان روڪي). ڪچيءَ جو هڪ قسم.
**ڏيرُ،** ذ. مڙس جو ڀاءُ.
**ڏيراڻي، ڏيرياڻي،** ث. ڏير جي زال.
**ڏيرُ،** ذ. گاهه جو هڪ قسم (پاڻيءَ جو گاهه).
**ڏيرو،** ذ. گهر. حويلي. محلات. ديرو. ديوي ديوتا جي بُت رکيل جاءِ- ڏيورو.
**ڏيريدارُ،** ص. ديري ڌڻي. پڳدار.
**ڏيساندرُ،** ذ. ڏيساور.
**ڏيساورُ،** ذ. پرانهون ملڪ- پرڏيهه. ڏاريو ملڪ.
**ڏيکُ،** ذ. نظارو. ديدار. لقاءُ. نمائي. جنسار. ٻاهريون لباس.
**ڏيکُ،** ذ. جانچائڻ- معائنو ڪرائڻ. جاچائڻ. ديدار ڪرائڻ. پَسائڻ. اکين اڳيان ڪرڻ. حاضر ڪرڻ. روبرو ڪرڻ.
**ڏيکارو،** ڏيکائي. لقاءُ. عيبات جو ڏيکارو.
**ڏيکاءُ،** ذ. نظارو. نمائش. ديدار. ظاهرداري. بناوت.
**ڏيکائي،** ث. ڏيکاءُ. ظهور. نمائش.
**ڏيکائي ڏيڻ،** ڏسڻ ۾ اچڻ- ديدار ڪرڻ. نظر ۾ اچڻ. ظهور ۾ اچڻ.
**ڏيکُ ويکُ،** ذ. ظاهري ڏيکاءُ. ٻاهرين ٺاهه ٺوهه. نمائش. ٺاهه ٺوهه.
**ڏيلُ،** ذ. جسم- بدن- بُت. قدبتُ. قدقامت. هائي- بدن جي بيهڪ. شڪل صورت.
**ڏيلهو،** ذ (اڪ جو) ڏوڏو. (ڪرڙ جو) ڏونرو.
**ڏينيُو،** ذ. هڪ قسم جو اڌامندڙ زهري جيت (ٻه قسم: سنڌي ڪکر. ڦنڏاري چيلاٽو).
**ڏينيُوڙي،** ث. تروڪڙي (جسم تي سُئيءَ سان گول نشان ڪري نيري يا ڳاڙهي رنگ سان ڀريل تلڪ). تلوڪڙي.
**ڏينو، ڏينهو،** ذ. ڏيلهو- گوگڙو- ڏوڏو.
**ڏينهن،** ذ. سج اڀرڻ کان وٺي سج لهڻ وارو عرصو- روز- ڏهاڙو. روشن وقت. زمانو- دور- وقت. موسم- رُت.
**ڏينهان ڏينهن،** ظ. روزبروز- هرروز.
**ڏينهن اچڻ،** وقت اچڻ- مُند اچڻ. وارو اچڻ.
**ڏينهن ٻَڌڻ،** شادي وغيره جي تاريخ مقرر ڪرڻ.
**ڏينهن ٿيڻ،** صبح ٿيڻ. سج ايرڻ.
**ڏينهن ٽارڻ،** ڀنپهرن جو آرام ڪرڻ. ڪاڙهي ۾ ساهي کڻڻ. مانجهاندو ڪرڻ.
**ڏينهن پُڄڻ،** حياتي پوري ٿيڻ.
**ڏينهن پورا ڪرڻ،** حياتي جيئن تيئن گذارڻ.
**ڏينهن جا تارا ڏيکارڻ،** سخت سزا ڏيڻ- سيکت ڏيڻ.
**ڏينهن چڙهڻ،** سج مٿي اچڻ. ٻه پهر ٿيڻ.
**ڏينهن ڏٺو،** ظ. چٽو ڏينهن. ظاهر ظهور- کُليو کُلايو.
**ڏينهن ڏهاڙو،** ذ. ڪوبه وڏو ڏينهن.
**ڏينهن ڏسڻ،** خوشيءَ جو دور گذارڻ.
**ڏينهن رات،** ظ. هروقت.
**ڏينهن ڪاٽڻ،** وقت گذارڻ. ڏکي سکي حياتي گذارڻ.

**ڏينهن گذرڻ:** گهڻو وقت لڳڻ. وڏو عرصو ٿي وڃڻ.

**ڏينهن ڳڻڻ:** انتظار ڪرڻ.

**ڏينهن لڙڻ:** سج ألهندي ڏانهن جهڪڻ- شام ٿيڻ.

**ڏينهن لٿي:** ظ. سج لٿي جي مهل- رات جو.

**ڏينهون ڏينهن:** ظ. روزبروز- هرروز. جڻن پوءِ تڻن. ويران وير.

**ڏينهن وڏو ٿيڻ:** وقت گذارڻ ڏکيو ٿي پوڻ.

**ڏيڻُ:** م. حوالي ڪرڻ. عطا ڪرڻ. دان ڪرڻ. خيرات ڪرڻ. بخشش ڪرڻ. نذر ڪرڻ. پيش ڪرڻ. وڪڻڻ. ادا ڪرڻ. چُڪائڻ (حساب).

**ڏيڻ وٺڻ:** ذ. ڏيتي ليتي. ڏي وٺ. واپار.

**ڏيڻو:** ذ. ڏيڻ جوڳو. (ذ) قرض.

**ڏيڻَ:** ث. ڏائڻ.

**ڏيو:** ذ (سن. ديپ) مٽيءَ مان ٺهيل چراغ.

**ڏيو ٻارڻُ:** روشني ڪرڻ. نالو روشن ڪرڻ. قائم رکڻ (نالو).

**ڏيوُ:** ذ (سن. ديو) ديوتا. ديوُ.

**ڏيوالو:** ذ. قرض ادا ڪرڻ جي پهچ نه هئڻ جي حالت. گهاٽو- نقصان. سُڃائي- ڪُنگلائي.

**ڏيوالو ڪڍڻ:** ڪنگال ٿيڻ ۽ قرض جي ادائگي نه ڪرڻ جو اعلان ڪرڻ (هڪ رسم ته جڏهن ڪو واپاري قرض نه ادا ڪري سگهي ته دڪان يا ڪوٺيءَ جو سامان هيٺ مٿي ڪري، ڏينهن جو ڏيو ٻاري ڇڏي جنهن مان سندس ڪُنگلائي جي خبر پوي). سيجو ٿيڻ. ڪنگال ٿيڻ.

**ڏي وَٺِ:** ث. ڏيتي ليتي. مٽاسٽا. واپار. وهنوار. معاملو. تڪرار. سگّ ڏيڻ وٺڻ جي رسم.

**ڏيورو:** ذ. مندر. جين ڌرم وارن جو مندر. شِوَ جي پوڄا جو آستانو.

**ڏيوري:** ث. ننڍڙو مندر. ديوتا جي بُت رکيل آستان. ننڍو آستانو. نشاني طور اڏيل قُبي.

**ڏيهُ:** ذ (سن. ديش) وطن. ملڪ. ديس.

**ڏيهان ڏور:** ظ. وطن کان پري. پرديس ۾. تمام پري.

**ڏيهه نيڪالي:** ث. ملڪ بدري- جلاوطني.

**ڏيهي:** ص. ڏيهه جو- ملڪ جو. وطن جو- ديسي.

**ڏيهاڙي، ڏيهاڻي:** ظ. روزانو- روزمره.

**ڏيئوَ:** ذ. ڏيو- چراغ.

# ڊ

**ڊ:** ث. سنڌي "الف- بي" جو ٻاويهون اکر. اُچار "ڊي" ۽ "ڊال".

**ڊاٻو:** ذ. منزل. ٿوريءَ دير لاءِ آرام ۽ ساهي لاءِ ويهڪ.

**ڊاٻو ڪرڻ:** منزل ڪرڻ. ساهي کڻڻ لاءِ ٿوري دير ويهڻ.

**ڊاپو:** ذ. ڊَبن واري جُوءِ (جنهن زمين ۾ ڊب گهڻا هجن)- ڊاپي.

**ڊاپي:** ث. ڊاپو. ڊبن واري ڏاڍي زمين.

**ڊاٽَ:** ث. ڊاهڻ (اکر، تحرير) جو عمل. ڪا اڻاوت ڊاهڻ.

**ڊاٽ ڊوٽ:** ث. پچ ڊاهه. لکيت يا اکر ڊاهڻ.

**ڊاڙَ:** ث. بي بنياد ڳالهه- ٻَٽُ. افواهه. ٻٽاڪ. لباڙ.

**ڊاڙَ ٻٽاڪ:** ث. لباڙون. ڪچهري ۾ هيڏانهن هوڏانهن جون ڳالهيون. اجايون ڳالهيون.

**ڊاسوڙي؛** ث. وارياسي زمين. ڏسڙ واري زمين.

**ڊاڪ بنگلو؛** ذ. سرڪاري رهايش واري جاءِ.

**ڊاڪٽر؛** ذ (انگ) طبيب- ويڄ. جراح. انگريزي طب جو ماهر. علم حڪمت جو ڄاڻو. عالم- فاضل. محقق. ڪنهن علم ۾ وڏي ڊگري ورتل.

**ڊاڪو؛** ص. ڌاڙيل. ڦورو.

**ڊاک، ڊراک؛** ث. ميوي جو هڪ قسم (عام طرح ڪاري ڊاک).

**ڊاگ؛** ث. ڏسڙ وارياسي زمين.

**ڊاماهو؛** ذ. دوا طور ڪم ايندڙ ٻوٽو.

**ڊامڻ؛** ذ. گاهه جو هڪ قسم (ڪارو يا اڇو سنگ ٿئي. مال کائي).

**ڊامڻ سانڍ؛** ذ. شاديءَ جو هڪ ساٽ.

**ڊانڊرجڻ؛** م. پيٽ ڦوڪجڻ (پرتي ٿيڻ). آڦرجڻ. ڦوڪجڻ- سيٽجڻ (بدن). ڪاوڙجڻ- آڪڙجڻ.

**ڊانوان ڊول؛** ظ. هيٺ مٿي- درهم برهم- اُلٽ پُلٽ. رولو- دربدر.

**ڊاهه؛** ث. ڊاٽ. ڦٽائڻ جو عمل.

**ڊاهه ٺاهه؛** ث. ناهڻ ۽ ڦٽائڻ.

**ڊاهه ڊوهه؛** ث. ڊاهڻ ۽ پيڻ. ڦٽائڻ.

**ڊاهڻ؛** ميٽڻ- ميسارڻ. ڦٽائڻ. ڪيرائڻ. هيٺ اڇلائڻ. پيڻ. بگاڙڻ (صورت). ڏسڻ.

**ڊاءُ؛** ذ. ڊپ- ڀؤ- خوف- انديشو- اُڌڪو.

**ڊائري؛** ث (انگ) روزمره جي يادداشت- روزنامچو.

**ڊائريڪٽر؛** ذ (انگ) منتظم. اڳواڻ- مک. سربراه.

**ڊائل؛** ذ (انگ) گهڙيال يا واچ جي انگن نشانن واري تختي.

**ڊائي؛** ث. پاڻ ۾ گڏجڻ لاءِ مقرر ڪيل وقت ۽ جاءِ. وارو (راند جو).

**ڊبل؛** ص (انگ) ٻيڻو. ٻڻو. ٿُلهو- موٽو.

**ڊبل روٽي؛** ث. خميري جي ٿُلهي تنوري روٽي. ڪوري ۾ پڪل هڪ قسم جي روٽي.

**ڊٻڻ؛** م. زور سان پرڻ- گهوچڻ.

**ڊپ؛** ث. مٽيءَ جو ڍگ- ڏڙو. واريءَ جو قدرتي ڍگ- پٽ.

**ڊٻڙ؛** ذ. جيت جي چڪ يا ڏک سبب بدن تي ماس جي ڳوڙهي. نيل.

**ڊٻو؛** ذ. دٻو- ڏول.

**ڊٻو؛** ذ. ٻاراڻي راند جي گول ٺڪري.

**ڊٻ؛** ذ. هڪ ٻوٽي جو قسم (جنهن جو گاهه نوڙين وٽڻ لاءِ ڪم اچي). اکين ۾ وجهڻ جي دوا (چوڙ، رسوٽ ۽ سُرخيءَ مان ٺهيل)- ڦُڙو. زخم تي لڳائڻ جي دوا.

**ڊٻ چمڻ؛** گهڻو وقت لڳڻ. گهڻو وقت سيڙجڻ.

**ڊٻرو؛** ذ. ڊبن واري ايراضي.

**ڊيري جو ڪمي؛** ذ. مفت ۾ ڪمائيندڙ. بيگاري. ڏنڙيل. نڌڪو.

**ڊٻڻ؛** م. اکين ۾ ڦُڙو وجهڻ. زخم ۾ دوا پرڻ.

**ڊٻوري؛** ث. ڊبن وانگر جلد وڌندڙ (چوڪريءَ لاءِ چون، جيڪا جلدي جوان ٿئي).

**ڊٽ، ڊلو؛** ص. نٽر- ضدي- هوڏي.

**ڊٽل؛** ص. ڪريل- پٽ پيل. زبون.

**ڊپ؛** ذ. ڀئو- خوف- ڊڄ. هراس. اُڌڪو- انديشو. هيبت- دهشت.

**ڊپائتو؛** ص. ڊپ جهرو- ڀوائتو.

**ڊپ ڪرڻ؛** ڊڄڻ. ڪؤ کائڻ.

**ڊپٽي؛** ذ (انگ) نائب- عيوضي.

**ڊڄ؛** ذ. ڊپ- خوف- ڀؤ. هراس.

**ڊڄڻ؛** م. ڊپ ڪرڻ- ڪؤ ڪرڻ. دهلجڻ. ڇرڪڻ. هراسجڻ.

**ڊڇٽو:** ص. ڊپ ڪندڙ. گيدي- بزدل. ڏاهڙ. ڇرڪندڙ.

**ڊڏو:** ذ. پيٽ- وڏو پيٽ. (ص) ڄٽ- جاهل. موڳو- ڪند ذهن.

**ڏبو:** ذ. رواجي گهوڙو (گهٽ قيمت ۽ گهٽ نسل وارو). ننڍي قد جو گهوڙو- ٽٽون.

**ڏبا ڊوڙ:** ث. ڀڄ ڊوڙ- اچ وڃ. ڪوشش.

**ڊڊو:** ص. منافق- اندر کوٽو. بدنيت.

**ڊڊو:** ذ. جوٽر جي ڪاني ۾ سنگ نڪرڻ کان اڳ واري صورت.

**ڊرامو:** ذ (انگ) دلچسپ واقعو. ناٽڪ.

**ڊرائيور:** ذ (انگ) مشيني گاڏي (ريل، موٽر، لاري وغيره) هلائيندڙ.

**ڊرائنگ:** ث (انگ) چٽسالي. مصوري. نقاشي.

**ڊرل:** ث (انگ) ورزش. فوجي قواعد- پريڊ.

**ڊرم:** ذ (انگ) وڏو دبو- پيپ.

**ڊريس:** ث (انگ) لباس- پوشاڪ.

**ڏڙاش:** ث. ڀتاڪ.

**ڏڙڄڻ:** م. سنجڻ- ڪُنجڻ. ونجڻ (بيماريءَ ۾). گهائجڻ- ڦٽجڻ.

**ڏڙڻ:** م. پڇڻ (ڪپهه، ڏاس وغيره کي سنهن ڇهن سان سٽي صاف ڪرڻ). سٽڻ- ڪُٽڻ. ڀڃ ڪڍڻ- مار ڏيڻ. زخمي ڪرڻ.

**ڏڙي رکڻ:** ڀڃ ڪڍڻ- ڏاڍي مار ڏيڻ.

**ڊس:** ث. ڊاسڙ زمين. ڊُسڙ. وارياسي زمين.

**ڊسٽر:** ذ (انگ) بورڊ صاف ڪرڻ جو ڪپڙو.

**ڊسٽرڪٽ:** ذ. (انگ) صوبي جو هڪ انتظامي حصو- ضلعو.

**ڊُسڙ:** ث. وارياسي زمين.

**ڊسمس:** ذ (انگ) ملازمت کان برطرف- موقوف.

**ڊسمبر:** ذ (انگ) عيسوي سال جو ٻارهون مهينو.

**ڊش:** ث (انگ) ٿالهي- پليٽ.

**ڊفر:** ص (انگ) خراب- نڪمو.

**ڏڪ:** ث. گهوڙي جي چال جو هڪ نمونو- ڊگ.

**ڊُڪ:** ث. ڊوڙ- ڀڄ. تکي ڊوڙ.

**ڊُڪ ڊوڙ:** ث. ڀڄ ڀڄان. ڪوشش. ڪوشش لاءِ اچ وڃ.

**ڊُڪائڻ:** م. تکو هلائڻ- ڀڄائڻ- ڊوڙائڻ.

**ڊڪري:** ث (انگ) ديواني ڪورٽ جو ضبطيءَ لاءِ حڪم نامو.

**ڊڪشنري:** ث (انگ) لفظن جي معنائن جو ڪتاب- لغات- فرهنگ.

**ڊُڪڻ:** م. ڊوڙڻ- تکو ڀڄڻ.

**ڏڪو:** ذ. گهوڙي جي پنڌ جو هڪ نمونو (ڏکيو پنڌ).

**ڏڪي ۾ پوڻ:** اجايو وات هڻڻ. اڻنگو ڳالهائڻ.

**ڊکڻ:** ذ. واڍڪو ڪم ڪندڙ- واڍو.

**ڊگ:** ث. گهوڙي جي پنڌ جو هڪ نمونو.

**ڊگامر:** ذ. ڊگ.

**ڊگ ڊگ:** ث. مدارين واري دهلڙي جو آواز.

**ڊگ ڊگ ڪرڻ:** ڍيڍڪي وڄائڻ. اعلان ڪرڻ.

**ڊگري:** ث (انگ) حڪم- فيصلو (عدالت جو). جائداد وغيره حاصل ڪرڻ جو حڪمنامو. امتحان ۾ ڪاميابي جي سند. اعليٰ تعليمي سند. درجو- منزل.

**ڊگڻ:** م. ڊگ هلڻ. ڊوڙڻ.

**ڊگوش:** ذ. ڀانڊي پکيءَ جو هڪ قسم.

**ڊگڙ:** ذ. ٿلهي پڪل ماني- ڍوڍو.

**ڊگڙي:** ث. ننڍڙو ڍوڍو. چپاتي.

**ڊگهه:** ث. ڊيگهه. اينگهه. واڌ.

**ڊگهارڻ:** م. ڊگهو ڪرڻ. وڌائڻ.

**ڏگهائي:** ث. ڊيگهه- طول- واڌ.

**ڏِگهائي ڦاڪ:** ث. ڌرتيءَ جي اُتر قطب کان ڏکڻ قطب تائين خيالي ليڪ.

**ڏگهو:** ص (سن. ديرگهه) ڊيگهه ۾ وڏو- طُولان. تمام وڏو. (ث. ڏگهي).

**ڏگهيرَڻُ:** م. ڏگهو ڪرڻ- ڊيگهه ڏيڻ- اينگهائڻ- طول ڏيڻ. وڌائڻ.

**ڏَلو:** ذ. ٽولو. اٽالو.

**ڏليوَرِي:** ث. (انگ) ورهاست- ورڇ (خطن جي). ويڙ.

**ڏِمڪو:** ص. قد جو بندورو (ماڻهو).

**ڏَمَڻِ:** ث. بلا جو هڪ قسم.

**ڏَنبُ، ڏَنبلو:** ذ. ماڻهن جو ميڙ- مجمع.

**ڏِنَرَ:** ث (انگ) دعوت. رات جي ماني.

**ڏنگ:** ذ. وڏو ماڻهو. شاهوڪار. امير.

**ڏَنگ ڏاهڻ:** پاڻ کان وڏي ۽ طاقتور کي شڪست ڏيڻ.

**ڏِنو:** ص. ڏڄي ويل. هراسيل.

**ڏِنو ڏَبُ ڪرڻ:** اڳوات اُپاءُ ڪرڻ. دورانديشي ڪرڻ.

**ڏوڏُ:** ذ. روڏ- ٺوڙهه. وڏو جابلو ڪانءُ.

**ڏوڙَ:** ث. تيز ڀڄڻ جي حالت- ڏُڪَ. تڪو ڀڄڻ. رسائي- پهچ. استعداد.

**ڏوڙَ ڏُڪَ:** ث. ڀڄ ڊوڙ. ڪوشش- سعيو. ڪاميابيءَ لاءِ اچ وڃ.

**ڏوڙائڻُ:** م. تڪو هلائڻ- ڀڄائڻ. جلد موڪلڻ. روانو ڪرڻ. سخت پورهيو وٺڻ. هلائي هلائي ٿڪائڻ.

**ڏوڙَڻُ:** م. تڪو هلڻ- ڀڄڻ- ڏُڪڻ. جلد وڃڻ. تڪو وڃڻ. روانو ٿيڻ. هل هلان ڪرڻ.

**ڏوڙڻ ڏُڪڻ:** ڪوشش ڪرڻ. ڪنهن ڪم جي لاءِ هلڻ.

**ڏوڙي اچڻ:** ڀڄي اچڻ. تمام جلد اچڻ. مدد لاءِ اچڻ.

**ڏوڪ:** ث. ڏوڙ.

**ڏوڪڙيون پائڻ:** ڏوڙون پائڻ. جلدي جلدي اچ وڃ ڪرڻ. ڀڄ ڊوڙ ڪرڻ.

**ڏوڪائڻ:** م. ڏوڙائڻ.

**ڏوڪڻ:** م. ڏوڙڻ.

**ڏوک، ڏوڪا:** ث. نگاه- نظر. نظرداري- جاچ.

**ڏوڳَڻُ:** م. ڏسڻ- نهارڻ. جاچڻ.

**ڏَولُ:** ذ. نمونو- رُوپ- گهاڙيٽو- بيهڪ. ڍنگ- طريقو- ريت.

**ڏولائتو:** ص. ڍنگ وارو- زيبائتو- ڏسڻ جهڙو- موزون.

**ڏُولُ:** ذ. چلم يا حقي جي ٽوپيءَ جو مخروطي لوهي ڍڪ. (طنزيه) ٻُوٿ. مُنهن- شڪل.

**ڏولُ ٻِلاڙو:** ص. بدزيبو (صورت ۾). ناموزون.

**ڏُولو:** ص. ڇپن سُوڙل. ٿُلهن ڇپن وارو. بدزيبو (صورت ۾).

**ڏُوندڙو:** ص. ڇيلهه ڇبو- ڪُبڙو. (ث. ڏُوندڙي).

**ڏُوندو:** ص. مُڙيل- وريل- ڪُبڙو. وڏي پيٽ وارو- ٿلهو. وڏو پيڙو.

**ڏُونڊِي:** ث. ننڍي پيڙي.

**ڏوٿو:** ذ. ٻُت تي سُڄيل ڳوڙهو.

**ڏوهه:** ذ (سن. دروهه) فريب- دولاب. دغابازي. ڪُپت- ٺڳي. ويساهه گهاتي. جاني نقصان پهچائڻ لاءِ جادو جو عمل (جنهن ۾ دشمن جو ٻوتو يا ڳُڏو ٺاهي ان ۾ سُيون ٿُنبي مقام ۾ دفن ڪجي)- ڪامڻ.

**ڏوهه ڪرڻ:** فريب ڪرڻ- ٺڳي ڪرڻ. ڪامڻ ڪرڻ- پڙهيا وجهڻ.

**ڏُوهَ:** ڇڪَ- سَٽَ. سُوٽَ (سُورَ جي ڇڪَ). آيمڪ- مَهت (بدن کي).

**ڏوهڻُ:** م. ڏوهه ڪرڻ.

**ڏُوهَڻُ:** م. زور سان ڇڪڻ. سٽ ڏيڻ. سُور جي

علاج طور آڏڻ.

**ڊوهو، ڊوهي:** ص. دوهہ ڪندڙ. ٺڳ- دغاباز- دولابي.

**ڊوهي:** ث. قسم- سُنهن.

**ڊوهي وجهڻ:** قسم ڏيڻ. واعدي پوري ڪرڻ جو اعتبار وٺڻ.

**ڊويِزَن:** ث (انگ) حصو- ڀاڱو (علائقي جو). صوبي جو انتظامي حصو.

**ڊِهَہ، ڊيهہ:** ث. چوپائي جو سڱن سان هنيل ٽڪر- ٺونو.

**ڊِهُون ڏيڻ:** ٺونا هڻڻ. سَٽون ڏيڻ.

**ڊَهَڻُ:** مر. ڪرڻ (پَٽ تي). ڪِري پوڻ. (اڏاوت وغيره). ليٽڻ. سُمهڻ. ڪِرڻ (بيماري ۾). ميٽجڻ- ميسارجڻ. برباد ٿيڻ. ناس ٿيڻ. ختم ٿيڻ.

**ڊَهو:** ذ. ٺوري ڀاٽيءَ واري ڪڏ. ڇُڊو. ڊُبو.

**ڊِپو:** ذ (انگ) ذخيرو- گدام. واپاري ڪوٺي.

**ڊيڄارَڻُ:** مر. ڊپ ڏيڻ. ڊپ ۾ وجهڻ. خوفزده ڪرڻ. هراسڻ. دڙڪو ڏيڻ.

**ڊيڄڙو:** ذ. ڊپ- خوف. ڇرڪُ. هڪ ٻاراڻي بيماري (جنهن ۾ ٻار ڇرڪ ڀري ۽ گهڻو روئي).

**ڊيڄو:** ذ. ڊپ. اُلڪو- اُڏڪو. هراس. انديشو.

**ڊيسڪَ:** ث (انگ) ننڍڙي خانن واري بينچ يا ميز.

**ڊِيشَ:** ث. ٻٽاڪ- لٻاڙ- لاف. (انگ) ٿالهيءَ جي قسم جو هڪ ٿانءُ.

**ڊيڪَڻُ:** مر. ٻوڙڻ. گهڻو ٻوڙڻ. راند ۾ گهڻو وقت آگ ڏيڻ.

**ڊيگهہَ:** ث. طُول- لمبائي. وڏاءِ- اينگهہ.

**ڊيگهہ ڪرڻ:** وڏاءِ ڪرڻ. اجايو وڌائڻ (ڪم، ڳالهہ، معاملي کي).

**ڊيلَ:** ث. مور پکيءَ جي مادي.

**ڊيلي:** ظ (انگ) روزانو- ڏهاڙي.

**ڊيَنبَ:** ث. مارَ- ٺيھہ. مارَ جي سزا.

**ڊينب ڪڍڻ:** ڏاڍي مار ڏيڻ- ٺيھہ ڪڍڻ- جهڳورڻ.

**ڊينبو:** ص. ننڍي قد ۽ گهڻي ٺولهہ وارو.

**ڊينبَ:** ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم (ننڍي ۽ سنهي مڇي).

**ڊِينگَ:** ث. ٻٽاڪ- لاف. آڪڙ- ٺُونٺ.

**ڊيُوٽي:** ث (انگ) مقرر ڪيل ڪم. مڙهيل ذميداري. ملازمت. محصول- ٽيڪس.

**ڊيھہَ:** ث. سڱن واري جانور جو ٺُونو.

**ڊيھہَ:** ث. ٻوڙ. ڀاڄ.

**ڊيھوڙُ، ڊِيھوڙو:** ذ. ڀاڄ- ٻوڙ- ٿاهہُ.

# ڍ

**ڍ:** ث. اچار 'ڍي' يا 'ڍال'، سنڌي "الف- بي" جو ٽيويهون اکر.

**ڍاٽ:** ذ. "ٿر" جي هڪ ڀاڱي جو نالو.

**ڍاٽڪي:** ث. 'ڍٽ' جي ٻولي.

**ڍاٽي:** ص. 'ڍٽ' جو رهاڪو. (ذ) سنڌي اُنن جو هڪ نسل.

**ڍاپَڻُ:** مر. ڍَئو ڪرڻ. ڍرجڻ (پيٽ). ورچڻ.

**ڍادَ:** ث. وڏي واڪي ڇڙٻ. رڙ. هَڪل. روڄ.

**ڍادي:** ص. مڱڻهار- لنگهو. هڪ ذات جو نالو.

**ڍارَ:** ث. چال- هلت- روش. خُوءِ- خصلت. عادت.

رسم. اوٽ– اولو. آجهو. پناه. آڏار. آهستگي واري چال. هيٺاهين– لاهي.

**ڍارَڻُ:** مر. هيٺ لاهڻ. هيٺ ڇڏڻ. ڍِرَ ڏيڻ.

**ڍارو:** ذ. چَڪو– ڦُرعو (ڇهن پاسن وار ڪعب جيڪو رمل جي حساب يا چوپڙ راند ۾ ڪم اچي).

**ڍارو ڍَرڻ:** سوڀارو ٿيڻ. نصيب کلڻ.

**ڍاڪَ:** ث. ٻُندڙ. ڏُڏ.

**ڍاڪَن ڍرو:** ص. ڇيلهه کان هيٺو. سست– ٽوٽي. ڪم ڪار کان جڏو.

**ڍاڪو:** ذ. آوِي (نهائين) جي سوراخن کي بند ڪرڻ لاءِ ٺڪر جي وڏي گول ٿالهي (جئن باهه ٻاهر نه نڪري). ننڍي هڙهي (وٽن جي).

**ڍاڪون، ڍاڪٺون:** ذ. ٿانءَ جو هڪ قسم (ڍَڪ سان ٿالهي).

**ڍالَ:** ث. چمڙي يا لوهه جي ٺهيل ڄَهلَ (تلوار جي وار کان بچاءَ لاءِ)– سپرَ. آڏ– روڪ.

**ڍانچو:** ذ. بدن جو هڏائون پڃرو. آڏاوت.

**ڍانڍُ:** ذ. مَڇُ– آڙاهه.

**ڍانڍَسُ:** ذ. مَڇُ. جلوو– ڀڙڪو. ڀاءِ گهوڙا– دانهن ڪُوڪ.

**ڍانڍو:** ذ. پوڙهو ڍڳو. ڳريل ۽ ڪمزور جسم. ٺِڪر جو وڏو ٿانءُ.

**ڍانڍِي:** ص. ڍنڍ جو (پکي، اوپڙ وغيره).

**ڍانگو، ڍانگهو:** ص. ايرو– ڏيرو. هيٺو. سُڪل (وڻ وانگر).

**ڍاوَلُ، ڍايَلُ:** ص. پيٽ ڀريل– ڍَئو ڪيل.

**ڍائِڻُ:** مر. ڍَئو ڪرائڻ– ڍِئڻُ.

**ڍائِي:** ث. ڍائِي. انجام– وعدو– ٻول.

**ڍَبُ:** ذ. ڍنگ– طريقو– روش. عادت. ڍَولُ. طورطريقو. سُياءُ. تجويز– رٿ. حيلو. پکين ڦاسائڻ جي ڄاري– دام.

**ڍَبَرُ:** ذ. ڪرنگهي وارا هڏا. هِڏن وارا عضوا (ص) ڦيڦو. بي زورو. سست– ڪاهل. ڪَنِ کان گهبرو.

**ڍَبَر ڍِرا ٿيڻ:** حواس گم ٿيڻ. ٻُت سائو ٿيڻ (ڍپ، حيراني مان).

**ڍَبَڻُ:** مر. ڍَبِي يا ڪوڙڪي ۾ (پکي) ڦاسائڻ. بند ڪري– لڪائڻ. جهلي بند ڪرڻ.

**ڍَبِي:** ث. پکين ڦاسائڻ جي ڄاري.

**ڍِٽ:** ذ. "تر" جو هڪ خطو– ڍاٽ.

**ڍُٽو:** ص. چور– چورٽيو. چالاڪ.

**ڍَڍَ:** ث. دهل جي هڪ وڄت (جيڪا خاص ڪري عاشورن ۾ وڄائجي).

**ڍِڍُ:** ذ. ٻاهر نڪتل وڏو پيٽ. پيٽُ.

**ڍُڍِ:** ث. ڀُني– ڍُڍي.

**ڍَڍَرُ:** ذ. بدن جو سِرُ ۽ ٽنگن کان سواءِ باقي حصو. تَڙُ. ڪنهن شيءَ جو وچ وارو حصو (ٿانءُ، وڻ، ڪاٺ وغيره جو). ٻاڙيءَ جي جهاز جو قالب.

**ڍڍر ڍِرا ٿيڻ:** عضوا بي ست ٿيڻ (ڍپ يا حيراني مان). ٻُت جو ساه ڇڏڻ. هيسجي وڃڻ.

**ڍِڍو:** ذ. جوئر جي ڪاني ۾ سنگن نسرڻ کان اڳ وارو پَنُ ۾ ڍڪيل ڪچي سنگ جو ڳوڙهو.

**ڍُڍِي:** ث. ڀُني– ڀُنن وارو حصو.

**ڍَرَ، ڍِرَ:** ث. دير– وقفو. غفلت. مهلت. آزادي– ڇڙواڳِي. سُستي– ڪاهلي. لغڙ جي ڏور وڌائڻ.

**ڍر ڏيڻ:** سستي ڪرڻ. غفلت ڪرڻ. ڇڏي ڏيڻ. مهلت ڏيڻ.

**ڍِرائِي:** ث. ڳيسر– غفلت. سُستي.

**ڍَرڪَڻُ، ڍُرڪَڻُ:** مر. هيٺ ڪِرڻ – ڍهڻ . گهِرڪڻ

- ڪِسڪڻ، ڍلو ٿيڻ (بدن). نستو ٿيڻ.

**ڍَرڪي پوڻ:** بي طاقت ٿيڻ - هيٺو ٿيڻ. سست ٿيڻ.

**ڍَرَڻُ:** م. لهڻ. ڪِرڻ. هيٺ اچڻ. گهڙڻ (اندر).

**ڍَرو، ڍِرو:** ص. سُست. آهستي. ڦلهڙو، ويڪرو (لباس). هيٺو - اپرو. نرم، ڪمزور.

**ڍِرو ٿيڻ:** آهستي ٿيڻ (هلڻ ۾). سست ٿيڻ. ڪُلڻ (رسي وغيره). نرم ٿيڻ. ڪمزور ٿيڻ.

**ڍَڪَ:** ث. لڪائڻ جي حالت - لِڪَ. پردو. چشم پوشي.

**ڍَڪ ڪرڻ:** ڪنهن عيب يا نيڪي جي عمل جي لڪَ ڪرڻ.

**ڍَڪُ:** ذ. ٿانءَ کي ڍڪڻ لاءِ مٿيون پُڙ - ڍَڪڻُ. پوش. رولو چوپائي کي بند ڪري بيهارڻ واري جاءِ.

**ڍَڪَ مُنشي:** ذ. ڍڪ جي سنڀال ڪندڙ ملازم.

**ڍِڪَ:** ث. چوپائي جي ڪُٽڪ.وهٽ جي رنبي.

**ڍُڪُ:** ذ. پاڻيءَ وغيره جو هڪ پيري نڙيءَ مان ويل مقدار - ڇُڪو سُرڪَ.

**ڍُڪ پرڻ:** تورو تورو ڪري پيئڻ. ساراه ڪرڻ.

**ڍُڪ وجهڻ:** چوپائي مال کي بيماري سبب تيل، گيهه يا دواجي اوتڻي ڪرڻ.

**ڍَڪائڻ:** م. پارائڻ - پهرائڻ. اوڍائڻ. بند ڪرائڻ (جيل ۾). قيد ڪرائڻ- پُورائڻ. دفن ڪرائڻ.

**ڍَڪَرَ:** ذ. غشي - بيهوشي.

**ڍَڪر چڙهڻ:** حواس خطا ٿيڻ (حيراني يا هراس مان).

**ڍَڪرجڻ، ڍَڪِرڻ:** م. بيهوش ٿيڻ - غش ٿيڻ.

**ڍَڪَڻُ:** ذ. ڍَڪُ.

**ڍَڪڻ پچڻ:** شاديءَ جي هڪ رسم ۾ گهوٽ جو ڪنوار جي در اڳيان لت سان ڍڪڻ پچڻ.

**ڍَڪَڻُ، ڍَڪڻُ:** م. پوش يا ڍڪڻ سان لڪائڻ. بند ڪرڻ. پُورڻ - دفن ڪرڻ. هنڍائڻ - پهرڻ (ڪپڙا).

**ڍَڪڻهار:** ص. ڍڪيندڙ. خدا تعاليٰ جيڪو بندي جا عيب ڍڪي ٿو.

**ڍِڪَڻُ:** رنبڻ (مينهن يا ڳئون). ڪُٽڪڻ.

**ڍَڪڻي:** ث. ڍَڪُ (ٿانءَ جو). ننڍو ڍڪ. ٺڪر جو هڪ ٿانءُ (مَٽ، دِلي وغيره جو ڍڪ). گوڏي جي سنڌ جو مٿيون هڏو.

**ڍَڪِي:** ث. سج اُڀرڻي ڪان اڳ جي مهل - پره - ڦنيرڪو. پريات- فجر.

**ڍُڪِي:** ص. پيٽ سان - حامله.

**ڍِڳُ:** ذ. ڍير. ڍَڙي (مٽيءَ جي). انبار. (ص) گهٽو ڪوڙ.

**ڍِڳو:** ذ. هڪ مشهور جانور - ڏاند. (ث. ڍَڳِي).

**ڍَڳِي:** ث. ڳئون.

**ڍِڳِي:** ث. ننڍو ڍِڳُ. ڍير. سَٿِي.

**ڍَلَ:** ث. آباديءَ واري زمين جو سرڪاري محصول - خراج.

**ڍَل پرڻ:** خراج ڏيڻ. آنڪي پرڻ.

**ڍِلَ:** ث. ڍِرَ. دير. سستي.

**ڍلائي:** ث. سُستي - غفلت، چڙواڳي.

**ڍِلَ ڏيڻ:** ڍر ڏيڻ - ويچي وجهڻ.مهلت ڏيڻ.

**ڍِلو:** ص. ڍِرو. سُست. موڪرو (لباس). گهٽ - ڪَسو.

**ڍِليارَ:** ذ. وڻ جو هڪ قسم - ٻير.

**ڍَنڍَ:** ث. بيٺل پاڻي جو قدرتي وڏو تلاءُ.

**ڍَنڍورو:** ذ. پڙهو - منادي، اعلان. مشهوري.

**ڍَنڍورچي:** ص. ڍنڍورو ڏيندڙ - پڙهي وارو.

**ڍنڍورو ڏيڻ:** اعلان ڪرڻ، مشهور ڪرڻ، هرهنڌ

ڳالهه ڪرڻ.

**ڍَنگُ:** ذ. طور- طريقو- نمونو- ڍَول. لڇڻ. چال. بناوت- ساخت. شڪل. اڏاوت. بيهڪ. رواج. اٽڪل- ترڪيب. حرفت. چوپائي کي ڏهائي وقت پوين ٽنگن ۾ ٻڌڻ جو رسو- وَنگُ.

**ڍَنگرُ:** ذ. جانور- ڍور- حيوان.

**ڍِنگهرُ، ڍَنگهرُ:** ذ. وڻ جو ڪنڊن وارو ٽارو.

**ڍِنگهري:** ث. ڪنڊن وارو سُڪل ننڍو ٽارو.

**ڍَءُ، ڍَنؤ:** ذ. ڍول- نمونو. ڍنگ. رواج- دستور. عادت- افعال. تجويز- اٽڪل. حرفت. ڍنگ.

**ڍوڍو:** ذ. ٿلهي ماني (جوئر، ٻاجهر جي). مرچ مصالحا پيل ماني.

**ڍورُ:** ذ. جانور- چوپايو. وهٽ. ڍورو- دريا جو وهڪري وارو پيٽُ.

**ڍورُ ڍنگرَ:** ذ. چوپايو مال. وهٽ وانو.

**ڍورو:** ذ. ٿَل واهه، ٿاٽ يا درياءَ جو پيٽ.

**ڍوري:** ث. ننڍو ٿاٽ يا واهه جو ٿَل پيٽ.

**ڍوڪري:** ث. ماني يا ڍوڍو جنهن ۾ مڇي، پلو يا قيمو وجهي پچايل هجي.

**ڍولُ:** ص. پرين- محبوب- پيارو. دادلو- لاڏلو. سهڻو- حسين. (ذ) ڍُهل.

**ڍولڪَ:** ث. ننڍڙو ڍهل- ڍهلڙي.-پکواز.

**ڍولڪي:** ث. ننڍڙي ڍهلڙي- ڍيبڪي.

**ڍولڻُ:** ذ. محبوب- پيارو. دوست. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه- ڍولڻو.

**ڍولڻو:** ذ. چانديءَ يا سون جي ڍبلي ۾ بند ٿيل تعويذ وغيره (ڳهه طور ڳچيءَ ۾ پائجي).

**ڍولو، ڍوليو:** ص. ڍول- ڍولڻ. پيارو محبوب.

**ڍُونڊُ:** ذ. ڪِنُ- ڪچرو- گند. مثل جانور (جنهن ۾ ڏپ ٿي وڃي). ڪرفتي. (ص) ڪِنو- گندو- بدبودار.

**ڍُونڍَڻُ:** م. ڳولڻ- تلاش ڪرڻ. نهارڻ.

**ڍَونڪو، ڍَڙنڪو:** ذ. جُهونٽو (ننڊ جو)- پنڪي.

**ڍَونگُ:** ذ. دوکو- دغا- فريب- چَل- مڪر. اٽڪل- حرفت. حيلو- بهانو.

**ڍَونگ ڪرڻ:** مڪر ڪرڻ. نموني بازي ڪرڻ. اٽڪل ڪرڻ.

**ڍَونگي:** ص. فريبي- دغاباز- مڪار. حرفتي- اٽڪل باز.

**ڍَونگلُ:** ذ. چٽر وارو اڻ سهائيندڙ ڳالهائڻ. اجايو گفتو (جنهن مان مخاطب کي چڙ اچي). واهيات گفتو.

**ڍَونگل هڻڻ:** واهيات ڳالهائڻ. آڏا اُبتا لفظ چوڻ. خراب گفتا چوڻ.

**ڍُونگو:** ذ. جسم جو هڪ حصو. چيلهه وارو حصو. ڪرنگهو. پُٺيءَ وارو حصو.

**ڍوئڻُ:** م. ڪڍڻ (بار). سامان کڻي هٽي هنڌ رکڻ.

**ڍوئٽو:** ذ. ڪنيار، لوهار وغيره ڪاسبيءَ کان گهوٽ ڪنوار کي تحفي طور مليل شيون.

**ڍوئي:** ث. گند ڪچري ڇڏڻ جي جاءِ- اُروڙي. گند ڪچري جو ڍِڳ.

**ڍَءُ، ڍَئو:** ذ. رَجُ- قرار. ڪاڏي يا حاصلات مان اطمينان (جو وڌيڪ طلب نه رهي).

**ڍَءُ جهلڻ:** سهڻ (خوشي)- برداشت ڪرڻ (حاصلات کي). پيٽ ۾ سمائجڻ.

**ڍَئجڻُ:** م. ڪاڏي مان ڍاپڻ- رج ٿيڻ. پُر ٿيڻ.

**ڍَئڻُ:** م. ڍَءُ ڪرائڻ. تمام گهڻو ڏيڻ. خوش ڪرڻ.

**ڍَئي ڇڏڻ:** مالا مال ڪرڻ.

**ڍِيبڪَ، ڍِيبَڪي:** ث. ننڍڙي ڍهلڙي (جيڪا عام

طرح تماشي ڏيکاريندڙ مداري وڄائين).

**ڊيپو:** ذ. سارين ڏرڻ لاءِ جنڊيءَ جو هيٺيون پُڙ (جيڪو 'ڪلر' واري مٽي مان ٺاهين. مٿيون پُڙ ٺڪر جي جنڊي، ۽ هيٺيون پُڙ ڪَلراٺي مٽيءَ جو ڊيپو).

**ڊيڏُ:** ص. مردار مال کائيندڙ. هندو. قوم ۾ گهٽ ذات.

**ڊيڏواڙو:** ذ. ڊيڏ قوم جو پاڙو.

**ڊيڏي:** ث. نار يا هرلي ۾ ڪم ايندڙ هڪ ڪاٺي.

**ڊيرُ:** ذ. ڍڳ- انبار. ڪوڙُ (ص) بي انداز- گهڻو.

**ڊيرُ ٿيڻ:** ڍڳ ٿيڻ. ڪِري پوڻ (ٿڪ يا هيڻائي سبب).

**ڊيرو:** ذ. ويڙهيل سُٽ يا پَٽ جو گولو- ٿورو.

**ڊيري:** ث. ننڍو ڍڳ- ڍڳي. ويڙهيل سُٽ يا پَٽ جي ڊيري.

**ڊيري ٿيڻ:** بي همت ٿيڻ. ڪمزور ٿيڻ. ڍهي پوڻ.

**ڊيڪُ:** ذ. ٽِٽُ. اجائي ڳالهه- ڊِوُنگل. ٻٽاڪ- لاف.

**ڊيڪ ڏيڻ:** واهيات ڳالهائڻ- اڻنگو ڳالهائڻ.

**ڊيڪو:** ذ. لوڏو- ٺيلهو- ڌڪو (جماع ۾).

**ڊيلڻُ:** م. ٺيلهڻ- لوڏڻ. ڌڪارڻ.

**ڊينگُ:** ذ. ڊِگهين ٽنگن وارو- جانگهڙيل (ذ) ٻَر جو هڪ پکي. پاڻيءَ جو وڏو جهاز- غوراب.

**ڊينگو:** ذ. نار يا هُرلي جو هڪ چڪر.

**ڊينگو ڊيري ٿيڻ:** ماندائڻ ڍهي پوڻ. گهر ٻار چٽ ٿيڻ. تباه ٿيڻ.

**ڏَيو:** ص. ڍائو- ڍاول.

# ذ

**ذ:** ذ (ع) سنڌي "الف- بي" جو ويهون اکر، عربي جو نائون ۽ فارسي جو يارهون اکر. اچار "ذال"

**ذاتِ:** ث (ع) حقيقت- اصليت. روح. شخصيت. قسم- نوع. حيثيت. قوم. قبيلو. تصوف جي اصطلاح موجب ازل کان ابد تائين موجود رهندڙ جوهر- الله تعاليٰ.

**ذات پاتي:** ص. ساڳي ذات وارو- هم قوم.

**ذات پات:** ث. قوم قبيلو. برادري.

**ذات ذمات:** ث. ذات پات- حسب نسب.

**ذاتي:** ص. نِجي- شخصِي. فطري (اثر).

**ذاڪرُ:** ص (ع) ذڪر ڪندڙ. شيعن ۾ منبر تي ويهي مصائب بيان ڪندڙ.

**ذائقو:** ذ (ع) سواد- لذت- ساءُ. مزو- چسڪو.

**ذائقو وٺڻ:** سواد وٺڻ. خود تجربو حاصل ڪرڻ.

**ذائقيدارُ:** ص. سوادي- لذيذ.

**ذِبحُ:** ذ (ع) شرعي طور حلال ڪرڻ- ڪهڻ. سِرَ. ڪوسُ.

**ذِبحُ ڪرڻ:** حلال ڪرڻ- ڪُهڻ. نقصان رسائڻ.

**ذَبيحُ:** ص (ع) ذبح ڪيل- ڪُٺل.

**ذَخائرَ:** ذ (ع) "ذخيره" جو جمع.

**ذَخيرو:** ذ (ع. ذخيره) خزانو. گڏ ڪيل مال. انبار. گُدام.

**ذَخيره اندوزِي:** ث. مال (اناج يا ٻين ضروري شين) گڏ ڪري رکڻ (جئن بازار ۾ انهن شين جي کوٽ پيدا ٿئي).

**ذرڙو:** ص. تمام ٿورڙو- ننڍڙو- پُرزو.

**ذرَو:** ذ (ع. ذره= لغوي معنيٰ ۾ اهو ذرڙو جيڪو اُس ۾ دَز وانگر اُڏامندو نظر اچي). ٿورو ٽُڪر- ذرڙو. ٿورو وقت. ننڍو معاملو. (ص) ٿورو- تمام گهٽ.

**ذرا ذرا:** ذ. ٽُڪرا ٽُڪرا- ڳيا ڳيا. ياڱا ياڱا.

**ذرو پُرزو:** ص. ٿور گهڻو- رهيو ڪهيو. ٽُڪر ٽانيو.

**ذرو ذرو:** ص. ٿورو ٿورو- ٽُڪر ٽُڪر.

**ذَرَه نَوازِي:** ث (ع) گهڻ حيثيت واري کي وڏو مرتبو ڏيڻ. خسيس کي مان وارو ڪرڻ.

**ذُرِيَتِ:** ث (ع) اولاد- نسل. سَگهه- طاقت.

**ذَري ذَري:** ظ. گهڙي گهڙي- ٿوري ٿوري وقت ۾- هرهر.

**ذَرِيعو:** ذ (ع. ذريعه) وسيلو. معرفت. حيلو. سبب. پهچڻ جو طريقو.

**ذَقنُ:** ذ (ع) ڪاڏِي.

**ذَڪاء:** ذ (ع) ذهن جي تيزي. تيز فهمي.

**ذَڪاوَتَ:** ث (ع) ذهن جي تيزي. ذهانت.

**ذَڪَرُ:** ذ (ع) نَرُ. مَردُ. ماڻهو. مردانو مخصوص عضوو.

**ذِڪرُ:** ذ (ع) بيان- ڳالهه. ڳالهه ٻولهه. خدا تعاليٰ کي ياد ڪرڻ جا مقرر الفاظ.

**ذِڪر اَذڪارُ:** ذ. ڳالهه ٻولهه. خبرچار.

**ذَڪِي:** ص (ث) ذهين- تيزفهم- هوشيار.

**ذِلِ:** ث. ذلالت جو مخفف. مصيبت. سختي (گرمي يا اُس جي). خواري.

**ذَلالَتَ:** ث (ع) بدنامي- خواري. ڪميڻپ. بيعزتي. حقارت.

**ذِلَتَ:** ث. (ع) خواري- بدنامي. ڪميڻپ. مصيبت.

**ذِلتَ ڪڻڻ:** مصيبت سهڻ. خواري ڪڻڻ.

**ذَلِيلُ:** ص (ع) خوار. بدنام. ڪميڻو- رذيل.

**ذَلِيل ڪرڻ:** بدنام ڪرڻ- خوار ڪرڻ. بيعزت ڪرڻ.

**ذِمو:** ذ (ع. ذِمه) ضمانت- ذميواري- جوابداري. حوالي ڪرڻ يا ڏيڻ- سُپردگي- تحويل.

**ذِمو ڪڻڻ:** پنهنجي سِر تي رکڻ (جوابداري). جوابداري ڪڻڻ.

**ذِمِي:** ذ (غ) اسلامي سلطنت ۾ رهندڙ غير مسلم (جيڪو جزيو ادا ڪري).

**ذميدارُ:** ص (ف) جوابدار- ضامن.

**ذميدارِي:** ث. جوابداري. ڪفالت.

**ذُو:** ذ (ع) مالڪ- ڌڻي- صاحب. (ص) وارو- قابض. (هي لفظ هميشه صفاتي اڳياڙي طور مالڪي ڏيکاري).

**ذُوالجَلال:** ص (ع) جلال وارو- دبدبي وارو. وڏي وڏائي وارو. الله تعاليٰ جو صفاتي نالو.

**ذُوالجَناح:** ذ (ع) ڪنين وارو. حضرت امام حسين جي گهوڙي جو نالو.

**ذوالفقار:** ث (ع) پُنيءَ جي هڏين وارو. هڪ مشهور تلوار جو نالو (جيڪا العاص بن مُنبه جي هٿي ۽ بدر جي جنگ ۾ مرڻ کان پوءِ نبي سڳوري جي قبضي آئي، جن وري حضرت علي رضه کي ڏني).

**ذُوالقعد:** ذ (ع) هجري سال جو يارهون مهينو.

**ذُو معنيٰ:** ص (ع) ٻن معنائن وارو. بامعنيٰ.

**ذَوقُ:** ذ (ع) مزو- سواد- لطف- ساءُ. شوق- چاهه. خوشي.

**ذهبُ:** ذ (ع) سونُ- طلا- ڪُندن.

**ذهانَتَ:** ث (ع) ذهن جي تيزي- هوشياري. ڏاهپ.

**ذِهنُ:** ذ (ع) حافظو- يادگيري. سمجهڻ جي قوت. دانائي- ڏاهپ. قابليت.

**ذِهن نشين:** ص. ياد ڪيل. سمجهيل.

**ذهن هلائڻ:** سوچڻ- غور ڪرڻ. عقل ڊوڙائڻ.

**ذِهنِي:** ص. ذهن جو- دماغي- عقلي.

**ذَهِينُ:** ص (ع) ذهن وارو- تيزفهم- هوشيار.

سمجهو.

**ذِي:** ص (ع) مالڪ- ڌڻي. وارو. صفاتي اڳياڙي طور ڪم ايندڙ لفظ.

**ذي حيات، ذي رُوح:** ص. ساهوارو- جاندار. زنده- جيئرو.

**ذِي جاه:** ص. مرتبي وارو.

**ذي شان:** ص. شان شوڪت وارو- دبدبي وارو.

**ذي شعور:** ص. عقلمند- سمجهو. هوشيار.

**ذي وَقار:** ص. عزت وارو- معزز.

**ذِي الحَج:** ذ (ع) هجري سال جو ٻارهون مهينو- ذوالحج.

**ذَيل:** ذ (ع) هيٺيون حصو. هيٺ لڪيل.

**ذَيلِي:** ص. هيٺيون.



**ر:** ث (اُچار 'ري') سنڌي "الف- بي" جو پنجويهون اکر. عربي جو ڏهون اکر ۽ فارسيءَ جو ٻارهون اکر. ابجد موجب عدد (٢٠٠).

**رابطو:** ذ (ع) جوڙ- ميل. تعلق- لاڳاپو- واسطو.

**رابيلَ:** ث. هڪ قسم جي ول.

**راتِ:** ث (سن. راتر) شب- ليل.

**رات ڪاٽڻ، رات گذارڻ:** اوجاڳي يا انتظار ۾ رات پوري ڪرڻ.

**راتاهو:** ذ. رات جو حملو- شب خون.

**راتِبُ:** ذ (ع) جانورن (وهٽن) جي روزاني خوراڪ. گهوڙي جو هر ويلي جو سنو رسيلو ڪاڌو. وِرثو- ويلو (هڪ ڏينهن جو ڪاڌو).

**راتِ ڏينهن:** ظ. اٺئي پهر- هروقت.

**راتوڏو:** ظ. رات وچ ۾- رات جوئي. راتو رات.

**رائوڙُ:** ذ. سنڌ ۾ مسلمانن جي هڪ ذات. (ص) جانٺو- سگهارو. پهلوان.

**راجا:** ذ (سن) حاڪم- بادشاهه.

**راجائي:** ث. حڪومت- بادشاهي.

**راجا پرجا:** ث. راجا ۽ رعيت. ڌڻي ڌوڻي.

**راجپُوت:** ذ. هندن جي هڪ قوم.

**راجستان:** ذ. "ڀارت" جو هڪ علائقو جنهن جون حدون "سنڌ" سان گڏيل آهن.

**راجڪمار:** ذ. راجا جو پٽ. شهزادو. (ث. راجڪماري).

**راڄُ:** ذ (سن. راج) بادشاهي- حڪومت. صاحبي. رياست. رعيت. قوم. برادري- ڀائيچاري.

**راڄ ڪرڻ:** حڪومت ڪرڻ. حڪم هلائڻ.

**راڄائتو:** ص. راڄن جو لحاظ رکندڙ راڄ جي ريت رسم کي مڃيندڙ. ريت نِيت وارو. مهذب.

**راڄُ ڀاڳُ:** ذ. حڪومت- بادشاهي. ملڪ ۽ رعيت. تخت ۽ بخت

**راڄداري:** ث. راڄوڻي معاملا ۽ ريت نيت. ڀائيچارو.

**راڄڌاني:** ث. تخت گاهه- دارالحڪومت.

**راڄڊوهو:** ص. پنهنجن جو دشمن ملڪ جو غدار.

**راڄ راڻي:** ث. پَٽ راڻي- وڏي راڻي. خاتون راڻي.

**راڄ ڪاڄُ:** ذ. ملڪي معاملات. ڀائيچاري.

**راڄ مَهاجَنَ:** ذ ('راڄ' مسلمانن جو، ۽ 'مهاجن' هندو) مسلمانن ۽ هندن جي گڏيل پنچائت.

**راجنيتي:** ث. ملڪي قانون. حڪومت جو آئين. ملڪي جوڙجڪ.

**راجُولي:** ث. راڄ جي هلي چلي ۽ ريت رسم موجب فيصلو ۽ صلح. پاڻيچاري جي ريت مطابق صلح ۽ پرچاءُ.

**راحَتَ:** ث (ع) آرام- سک- آسودگي. فرحت- آسايش. سُڪون ۽ خوشي.

**راحت افزا:** ص. آرام ڏيندڙ. خوشي ڏيندڙ.

**راحت ڏيڻ:** سک ڏيڻ- آرام ڏيڻ. خوشي ڏيڻ.

**راحِمُ:** ص (ع) رحم ڪندڙ- مهربان- ٻاجهارو.

**راڏارو:** ص. شادي يا ڪنهن ڪاڄ جي موقعي تي رڌپچاءُ ڪندڙ.

**راڏاويڊ، راڏاويڊي:** ث. ڏي وٺ سان معاملي جو نبيرو. ڇڏڇوٽ سان ناهه ۽ صلح.

**راڏَڻُ:** م. ٻنيءَ ۾ ٻج وجهڻ- ٻني پوکڻ.

**راڙ:** ث. رڙيون- دانهون. روڄ. دانهو دانهن. وڏو روڄ.

**راڙو:** ذ. جنگ- ويڙهه- لڙائي. تکي ڊوڙ.

**راڙهو:** ص. دانهون ڪندڙ. دانهن تي دانهن ڪندڙ ۽ نه ڇڏيندڙ.

**رازُ:** ذ (ف) ڀيد- ڳجهه. ڳجهي ڳالهه.

**رازدارُ:** ص. راز ڪان واقف. حال محرم. همراز.

**رازداري:** ث. راز جي لِڪَ. ڳجهه ڳوهه. لڪ ڇپ.

**رازدان:** ص. رازدار.

**راز کولڻ:** لڪل ڳالهه ظاهر ڪرڻ. ڳجهه کولڻ.

**رازو نياز:** ذ. ڍڪ پردي واريون پيار جون ڳالهيون.

**رازِقُ:** ص (ع) رزق ڏيندڙ- روزي ڏيندڙ. پالڻهار. خدا تعاليٰ جو صفاتي نالو.

**رازو:** ذ. رازڪو ڪم ڪندڙ- معمار.

**راسُ:** ص (ف. 'راست' جو مخفف) درست- نيڪ. مڪمل- پورو.

**راسُ:** ذ. (راسُ المال) تجارت جو سرمايو- واپار جي مُوڙي. مُور ۽ نفعي جي گڏيل رقم.

**راس ڪرڻ:** پورو ڪرڻ- مڪمل ڪرڻ. نبيرڻ (ڪم).

**راسِ:** ث (ع) لغام- واڳ. رياضي موجب مُور ۽ نفعي جي گڏيل رقم. آسماني تارن جو ميڙ- بُرج. نکٽ. خشڪي جو حصو جيڪو پاڻي (سمنڊ) ۾ هجي.

**راست:** ص (ف) نيڪ- درست- صحيح. مڪمل- پورو. ساڄو (طرف، هٿ). سچو- ديانتدار.

**راستباز:** ص. سچو. ديانتدار. نيڪ.

**راستبازي:** ث. سچائي. ايمانداري. نيڪي.

**راستي:** ث. سچائي. ايمانداري. عورت جو نالو.

**راس پاسِ:** ظ. ٺهيل ٺڪيل. پاڻ ۾ ٺهيل. خوش راضي.

**راسِخُ:** ص (ع) پڪو- مضبوط. سچو- کرو.

**راسِخُ الاعتقاد:** ص. پڪي ايمان وارو. مضبوط عقيدي واري.

**راسُوڙو:** ذ. هڪ قسم جو نظم ۽ گيت (جيڪو ٽر ۾ ڳائجي).

**راشِدُ:** ص (ع) سنئين رستي تي هلندڙ. هدايت وٺندڙ. عقيدي جو پختو. نيڪ.

**راشَنُ:** ذ (انگ) خوراڪ- کاڌو.

**راشِي:** ص (ع) رشوت وٺندڙ.

**راضُ:** ذ (ع. رضا) رضامندي وارو پيار.

**راضپو:** ذ. رضامندو- مرضي. خوشي.

**راضِي:** ص (ع) خوش- مسرور- شاد- سَرهو. صابر- قانع. مطمئن. متفق. آماده.

**راضي برضا:** ص. رضا تي راضي.

**راضِي ڪرڻ:** خوش ڪرڻ. مائل ڪرڻ. آماده ڪرڻ.

**راضي نامو:** ذ. ٻنهي ڌرين جي رضامندي سان ٺاهه ۽ صلح.

**راغِبُ:** ص (ع) مائل.

**رافِضِي:** ذ (ع) شيعن جو هڪ فرقو.

**راڙو:** ذ. گپ. گارو. پٽڙو گارو.

**راقِمُ:** ص (ع) لکندڙ. محرر.

**راڪاسُ:** ذ (سن. راڪشش) ڀُوت- ديوُ. شيطاني قوتن وارو روح. خبيث روُح. جِنُ. وڏي قدبت ۽ گهڻي طاقت وارو خيالي ڪردار (جيڪو آکاڻين ۾ بيان ٿئي).

**راڪَسُ:** ذ. راڪاس.

**راڳُ:** ذ. ڳائڻ جو طريقو. ڳائڻُ.

**راڳائي:** ص. راڳ ڪندڙ. ڳائڻو.

**راڳ رنگُ:** ذ. ڳائڻ وڄائڻ.

**راڳ رُوپ:** ذ. عيش عشرت. موج مستي.

**راڳ ڪرڻ:** راڳ ڳائڻ. ڏکهو قصو ڪرڻ. ٻهاني وارو ڏکهو قصو ڪرڻ.

**راڳ مالا:** ث. راڳ جي فن تي ڪتاب.

**راڳِڻي، راڳڻي:** ث. ڳائڻ جو هڪ نوع نمونو.

**راڳِي:** ص. راڳيندڙ. ڳائڻو. گويو.

**راڳڻ:** م. ليپو ڏيڻ- لِنبڻ.

**راڳو:** ذ. ليپو- لِنبَ.

**راڱو:** ذ. وڻن جي چوڏي جو رَسُ يا رنگ. رنگ جو ليڪو. ڳاڙهي رنگ ۾ ٻڏل ڏور سان ڪاٺ يا پٽ تي نڪتل ليڪو. جانور (ڪُتي) جو هڪ رنگ.

**راڱا ڪرڻ:** رنگ ڪرڻ. تباهه ڪرڻ. ليڪا وجهڻ.

**رامُ:** ص (ف) مطيع. سِڪيل. هريل

**رام ڪرڻ:** مطيع ڪرڻ. راضي ڪرڻ.

**رامُ (رامچندر):** ذ (سن) هندن جو هڪ اوتار (راجا دسرت جو پٽ).

**رام ڪهاڻي:** ث. ڏکهو قصو. مصيبت جو داستان.

**رام لِيلا:** ث. دسهڙي جو ميلو (جنهن ۾ هندو ڌرم وارا رام جي زندگيءَ جو کيل ڪن).

**راماڻو:** ذ. جنگ- لڙائي. ماتر- روڄ راڙو. واويلا. تماشو.

**راماڻا ڪرڻ:** هُل هنبس ڪرڻ. هيبتون ڏيکارڻ.

**رامائڻ:** ذ. شري رامچندر جو احوال (جيڪو ڀهريائين والميڪ رشي سنسڪرت ٻوليءَ ۾ ۽ پوءِ تلسيداس هندي ٻوليءَ ۾) ترجمو ڪيو.

**رامَڪلي:** ث. هڪ راڳڻي جو نالو. شاهه عبداللطيف جي رسالي جو هڪ سُر.

**رانَ:** ث (ف) ٽنگ جو گوڏي کان مٿيون ۽ اندريون حصو- سَٿر- جوٽَ. (ص) مرڪب لفظن جي صفاتي پڇاڙي (جنهن مان هلائيندڙ ۽ انتظام ڪندڙ جي معنيٰ نڪري مثلا حڪمران، جهازران وغيره).

**رانياٽُ:** ذ. وڏي رڙ- رنبِ.

**رانياٽ ڪرڻ:** وڏي واڪي رڙيون ڪرڻ. ڏانهون ڪري روئڻ.

**رانيوٽو:** ذ. هٽ جي آگرين سان رهڙ.

**رانيوٽا هڻڻ:** رهڙون ڏيڻ. جهانيوٽا هٽي ڪسڻ.

**رانجهَڻ:** ذ. هڪ قسم جو وکر (لاک جهڙو ۽ اڪثر وينجهار ڪم آڻين).

**رانجهو:** ذ. عاشق- پيارو. پنجاب جي مشهور عشقيه قصي "هير- رانجهي" جو هڪ سورهيه.

**راندِ:** ث. کيل- کيڏ. وندر. تماشو. ٽينگ ٽپو. وندر وارو شغل.

**راند ڪرڻ:** کيڏڻ. وندرڻ. رؤنشو ڪرڻ.

**رانديڪو:** ذ. راند جي چيز کيڏوڻو- ٽول. نازڪ ۽ نمائشي چيز.

**رانديگرُ:** ذ. راند کيڏندڙ- کيڏاري.

**راندَه:** ص (ف) تڙيل- لوڌيل.

**رانڪَ، رانڪڙَ:** ث. تبر جي مٿان اڏيل قُبي (مڪلي تي مرزا عيسيٰ جي رانڪ.

**رانوَلُ:** ذ. راوَلُ.

**رانهان:** ذ. هڪ قسم جو ٻج- چوُنرا.

**رانڊِي:** ث. ننڍو طنبو.

**رانڊِڻُ:** مر. خوش ڪرڻ- ريجهائڻ. خوشيءَ جي موقعي تي مٿان رنگ هارڻ. سينگارڻ.

**رائو:** ذ. مشهور عشقيه قصي "مومل- راڻي" جو سورهيه. (ص) پيارو.

**راڻِي:** ث. بادشاهه جي زال- ملڪه.

**راوُ:** ذ. راءِ.

**راوَتُ:** ذ. راجا. سردار. بهادر- سورهيه- ڪُوپو. شاهي ايلچي.

**راوَلُ:** ذ. راجا. سردار. سورهيه- ڪُوپو. پرين- محبوب.

**راوَڻُ:** ذ. "رامائڻ" جو هڪ ڪردار (جيڪو سري لنڪا جو راجا هو).

**راوِڻو، راوَڻا:** ذ وڏو ڪاج ۽ خوشي.

**راوَڻا ڪرڻ:** خوشيون ڪچهريون ڪرڻ.

**راوِي:** ص (ع) روايت ڪندڙ- بيان ڪندڙ- ڳالهه ڪندڙ.

**راهه:** ث. ڳاهجي ويل اَن جو ڍڳ- ڪوڙي.

**راهَ:** ث (ف) رستو- واٽ- سڙڪ. گسُ. طريقو- نمونو. حيلو- تدبير.

**راهَ پڌائڻ:** واٽ پڌائڻ- گسُ ڏسڻ. طريقو پڌائڻ. ڏنگ سيکارڻ.

**راهه تَڪڻ:** واٽ ڏسڻ. انتظار ڪرڻ.

**راهه مسافر:** ص. واٽ ويندڙ- مسافر.

**راهه، راهِي:** ث. لوڙهو- واڙ (جيڪا ٻَنِي يا پوک کي چوڌاري آيل هجي).

**راهِبُ:** ص (ع) اُهو عيسائي جنهن پنهنجي سڄي عمر ديول جي خدمت ۾ وقف ڪري ڇڏي هجي ۽ شادي نه ڪئي هجي. عيسائي زاهد يا عابد.

**راهبَرُ:** ص (ف) رستو ڏيکاريندڙ- واٽَ ڏسيندڙ. سُونهون. اڳواڻ.

**راهبَرِي:** ث. سُونهپ. اڳوائي. رهنمائي.

**راهه خرچ:** ذ. سفر جو خرچ- پتو ياڙو.

**راهدارِي:** ث (ف) رستي تان لنگهڻ جو اجازتنامو. ڪنهن عملدار جو لکيل پروانو جنهن جي آڌار تي رستي تان لنگهندڙ مال کي ڪو روڪ نه ڪري.

**راهِ رسم:** ث (ف) رسم رواج. واقفيت- ملاقات. هلي چلي. ڄاڻ سڃاڻ.

**راهَروُ:** ص (ف) واٽ ويندڙ- راهي- واٽهڙو.

**راهزَن:** ص (ف) رستي تي ڦُر ڪندڙ. ڌاڪُو- ڦورُو. رهزن.

**راهزَنِي:** ث. واٽ تي ڦُرُ.

**راهڪُ:** ص. پوک ڪندڙ- هاري.

**راهگذَرُ:** ث (ف) لنگهه- رستو- واٽ.

**راهه گُناه:** ظ. هرويَروُ- خواهه مخواه- بيگناه.

**راهگيرُ:** ص (ف) واٽهڙو- مسافر.

**راهِ نجات:** ث (ف) بخشش واري واٽ. ڇوٽڪاري جو ذريعو.

**راهنُما:** ص (ف) واٽ ڏيکاريندڙ. رهبر- اڳواڻ.

**راهنُمائِي:** ث. سونهپ- رهبري. اڳوائي.

**راهڻُ:** مر. رهائڻ. ترسائڻ- ٽڪائڻ. نباهڻ. وفا ڪرڻ.

**راهوارُ:** ذ (ف) تيز رفتار. گهوڙو.

**راهَڻون رَڏُ**: ظ. هرطرف کان نااميد.

**راهہ ويندو**: ص. واٽهڙو- مسافر.

**راهہ ويندي**: ظ. بي ڏوهي. ناحق. خواهہ مخواهہ.

**راهي**: ص (ف) واٽ ويندڙ- واٽهڙو. مسافر.

**راهي ٿيڻ**: روانو ٿيڻ- واٽ وٺڻ- وڃڻ.

**راءِ**: ث (ع) خيال- عقل- سمجهہ. رٿ- تجويز. مرضي- خواهش.

**راءِ ڏيڻ**: صلاح ڏيڻ- مشورو ڏيڻ. تجويز ڏيڻ.

**راءِ، راءُ**: ذ. راجا. سردار. حاڪم.

**رائتو**: ذ. ڏونري ۾ سائي مصالحي مان ٺهيل چٽڻي.

**رائجُ**: ص (ع) جاري- چالو- هلندڙ.

**رائجُ الوَقت**: ذ. دستور موجب هلندڙ (سِڪو يا قاعدو وغيره).

**رائجُ ڪرڻ**: جاري ڪرڻ- هلائڻ (قانون، سِڪو)

**رائڙُ، رائڙ**: ذ. اهو محصول جيڪو تابع ملڪ کان ونجي. سنگ- ڏنُ- ڍَ ڪَ.

**رائزَني**: ث (ف) خيالن جي ڏي وٺ. صلاح مصلحت. تنقيد.

**رائفَلَ**: ث (انگ) گولين هلائڻ وارو هڪ قسم جو بارودي هٿيار.

**رائگان**: ص (ف) رستي تي پيل. اجايو- فضول. ضايع.

**رائو**: ذ. سنهي ريتي- ڪُڪري. واري. هوا ۾ اڏامندڙ مِٽي- دَز.

**رائي**: ث. گيهہ ۾ پچيل بصر ٽوم وغيره جو داغ.

**رائيٽ**: ص (انگ) درست- صحيح. ساڄو پاسو.

**رايو**: ذ (ف. راي) راءِ- خيال- سمجهہ. رٿ- تجويز. صلاح- مشورو.

**رَبُّ**: ذ (ع) مالڪ- ڌڻي. پالڻهار- پروردگار. خدا تعاليٰ جو هڪ نالو.

**رَبُّ العالَمين**: ذ. سيني جهانن جو پالڻهار.

**رَبُّ العِزّت**: ذ. عزت جو مالڪ خدا تعاليٰ.

**رَباني**: ص (ع) رب جو- رب وارو. اِلهي- خدائي.

**رُبّ**: ذ (ع) ميون ڪاڙهي گهاٽو ڪيل رَسُ.

**رَبابُ**: ذ (ع) هڪ قسم جو ساز.

**رُباعي**: ث (ع) نظم جو هڪ قسم (بحر هزج ۾ چئن مصراعن وارو بيت).

**رَبطُ**: ذ (ع) ڳانڍاپو- جوڙُ. ميلاپ. تعلق- واسطو.

**رُبع**: ذ (ع) چوٿو. چوٿون حصو.

**رَبيعُ**: ذ (ع) سياري جو فصل- چيٽ.

**رَبيعُ الآخِر، رَبيعُ الثاني**: ذ (ع) هجري سال جو چوٿون مهينو.

**رَبيعُ الأوليٰ، رَبيعُ الاوّل**: ذ (ع) هجري سال جو ٽيون مهينو.

**رَپَ**: ث. پٽڙو رڌل پَٽ وغيره. ڏارو. (ص) نرم- پَٽڙو.

**رَپَ پيچَ**: ث. سادو ڪاٽو. غريباڻو ڪاٽو.

**رَبڙُ**: ذ (انگ) هڪ خاص وڻ جو رَسُ جيڪو سُڪڻ کان پوءِ لچڪدار مادي جي صورت وٺي.

**رَبڙي**: ث. کير مان ٺهيل مٺائي جو هڪ قسم.

**رَتُ**: ذ (سن. رڪت) لَهو- خون. ويجهو مائٽ (جنهن ۾ ڏاڏائو خون شامل هجي). (ص) پنهنجو (مائٽ).

**رَتُ اچڻ**: جسم جي ڪنهن بہ حصي مان رَتُ نڪرڻ (وات يا پيٽ مان).

**رَتُ ٿيڻ**: رت ۾ ڳاڙهو ٿيڻ. ورچڻ- ڪڪ ٿيڻ. هلاڪ ٿيڻ.

**رَت تي چڙهڻ**: پٽ پاراتي سبب رت جا دست وهڻ. مرڻ وهيڻو ٿيڻ.

**رت پيَڻُ:** خون ڪرڻ- مارڻ. تڪليف ڏيڻ. ستائڻ- بيزار ڪرڻ.

**رت روئڻ:** نهايت افسوس ڪرڻ.

**رت سُڪڻ:** ڊپ ۾ رت سُڪي وڃڻ.

**رت ٽِڪڻ:** ڪاوڙ چڙهڻ. جوش ۾ اچڻ.

**رتُ وَهائڻ:** قتل ڪرڻ. خونريزي ڪرڻ.

**رُتِ:** ث (سن) موسم- مُند. وقت.

**رُت بدلجڻ:** موسم ۾ ڦيرو اچڻ. آبهوا بدلجڻ.

**رُتبو:** ذ (ع) عهدو- درجو- مرتبو. عزت.

**رَت پِتُ، رَت پُوءِ، رَت سَتُ:** ذ. سگهه ۽ صحت- تندرستي ۽ طاقت.

**رت ڇاڻ:** ث. خونريزي- قتل عام.

**رَتڙِي:** ث. تلي- ڦِهي. جُوئَرَ جي هڪ قسم- ڳاڙهي جوئر.

**رَتڙيا:** ذ. ڇانورن جي هڪ جنس.

**رَتَلُ، رَتو:** ص. ڳاڙهو- لال. پڇي ويل (ميوو). رڱيل. رچي ويل (الاهي عشق ۾).

**رَتَنُ:** ذ (سن) هيرو- جوهر (نَون قسمن جو ٽڪي؛ لعل، هيرو، ياقوت، زمرد، نيلم، پکراج، لاجورد، موتي، مرجان).

**رتوڇاڻ:** ث. رَتَ ڇاڻ. خونريزي.

**رَتو رَتُ:** ص. رت ۾ ٻڏل- سخت زخمي.

**رَتِي:** ث. رَتُ. سُرخي- ڳاڙهاڻ (رت جي). رونق (مُنهن جي). طاقت- سگهه. خوشي. ماسي جو اٺون حصو (جيڪو سونارا عموما چٺوٽي سان توريندا آهن). چٺوٽي- رَتڙي. ڪڪڙ وغيره جي پوک ۾ لڳل مرض ۽ جيت.

**رَتِيءَ وارو:** ص. سگهارو- پهلوان. تندرست.

**رَٿُ:** ذ. قديم دور جي ٻن ڦيٿن واري هڪ گاڏي.

**رِٿَ:** ث. تجويز- پَهُه. صلاح. اٽڪل. منصوبو.

**رِٿَ رِٿڻ:** سِٿَ سِٿڻ. تجويز ڪرڻ.

**رِٿا:** ث. رِٿَ. سٿاءُ.

**رِٿڻُ:** م. رٿ ڪرڻ- تجويز ڪرڻ- منصوبو ٺاهڻ. پهه ڪرڻ- ارادو ڪرڻ.

**رَٺَلُ:** ص. رنج- ڪاوڙيل- ناراض.

**رُٺل روحُ:** ص. رڪ مُنهون. پوريءَ طرح مُنهن نه ڏيندڙ. هرويرو ڪاوڙيل.

**رِپَ:** ث (سن) مصيبت- آفت. وڏو ڳرو بارُ. دشمن- ويري.

**رَپَڙُ:** ذ. سُڄيل ماس جو ڳوڙهو. ڳَڙُ. وَڏُ. دڙپُ. چٽو. سخت ڳتيل زمين.

**رُپو:** ذ. چاندي.

**رَپوٽَ:** ث (انگ) اطلاع- خبر- ڇاڻ. صورتحال جو لکيت ۾ اطلاع- جاڻُو.

**رُپيو، رُوپيو:** ذ. چانديءَ جو هڪ سڪو.

**رَجا:** ث (ع) اميد- آس. دعا. خوشي.

**رَجائِيَتَ:** ث. اميدواري حالتَ- اميد.

**رِجائڻُ:** م. پگهارڻ- وِگهارڻ. ڳارڻ (ڌاتو وغيره). ريج ڪرڻ (زمين ۾).

**رِجالُ:** ذ (ع. "رِجل" جو جمع) ماڻهو- لوڪ.

**رِجالُ الغَيبُ:** ذ. غيبي انسان.

**رَجبُ:** ذ (ع) هجري سال جو ستون مهينو.

**رَجبوتُ، رَجپُوت:** ذ. راجپُوت.

**رُجحانُ:** ذ (ع) لاڙو- توجهه- ميلانُ.

**رَجَزُ:** ذ (ع) اُهو شعر جيڪو عرب لڙائيءَ ۾ بهادري تي فخر ڪرڻ لاءِ چوندا هئا. علم عروض جو هڪ بحر.

**رِجسٽَرُ:** ذ (انگ) داخلا جو ڪتاب. دفتر.

**رُجعاتِ**، ث (ع) لارو. عقيدي جو لاڙو. مقبوليت (درويشي يا بزرگيءَ جي).

**رَجعَت**، ث (ع) واپسي- موٽَ.

**رجعت پسند**، ص. پراڻن خيالن وارو- قدامت پسند.

**رَجَلُ**، ذ (ع) مرد- ماڻهو.

**رَجمينٽ**، ث (انگ) پيدل سپاهين جو دستو- پلٽڻ.

**رَجني**، ث. رات- ليل- شب.

**رِجڻُ**، م. ڳرڻ- وگهرڻ (ڌاتو وغيره).

**رُجُوع**، ث (ع) واپسي- موٽ. لاڙو. رغبت. حاضري (عدالت ۾).

**رُجوع ڪرڻ**، حاضر ڪرڻ- پيش ڪرڻ. چالان ڪرڻ (عدالت ۾).

**رَڄُ**، ص. ڍاول. خوش. آسودو.

**رَڄُ ڪرڻ**، ڍؤ ڪرڻ. پيٽ پري کائڻ.

**رَڄَڻُ**، م. ڍؤ ڪرڻ. پرڻ (پيٽ). کائي پرڄڻ. آسودو ٿيڻ.

**رَڃهَ**، ث. باهه تي پچڻ جي حالت. باهه- چيرو. گهٽ- رڱهَ.

**رَڃهَڻُ**، م. رڌجڻ (کاڌو). باهه تي پچڻ. گرمي يا ڪاڙهي ۾ پچڻ. ڪامڻ (اندر ۾).

**رُڃَ**، ث. بيابان ۾ اُس تي نظر ايندڙ ڪُوڙو ڏيک- سراب. بيابان- سُڃَ.

**رَڃُ**، ذ. روپي ڳهه تي چڙهيل سونو پاڻي- مُلمعو.

**رُڃَ**، ث. خواهش- لاڙو. حُبَ. اُڪير. مرضي. سَڌَ.

**رَڃائڻُ**، م. رڱَ ۾ ٻوڙو ڏيارڻ. ڳاڙهو ڪرڻ. چوپڙ راند ۾ ڳوٽ ڇيلي ۾ اُماڻڻ.

**رَڃَڻُ**، م. رنگ ۾ رڱجڻ. واسجڻ. اثر ٿيڻ (رنگ جو). رڇي لال ٿيڻ. الاهي محبت ۾ محو ٿيڻ. رِتڻ- سِنڻ. بنائڻ (خاڪو). نهڻ- تيار ٿيڻ.

**رُڃَڻُ**، م. سُهائڻ- پسند پوڻ- دل کي وڻڻ. موافق اچڻ. خوش ٿيڻ. رنگجڻ.

**رَڇُ**، ذ. ڪورڪي ڪم جو هڪ اوزار. تاڻءُ. نِڪَر جو ڪوبه تاڻءُ. مڇي جهلڻ جو جارُ.

**رِڇُ**، ذ. هڪ قسم جو جانور.

**رَڇي**، ث. اها رِڏَ يا گهيٽو جيڪو ٻارهن مهينن بعد اُنَ ڏئي.

**رَحه**، ذ (ع) "رحمة الله عليه" جو مخفف.

**رَحِل**، ث (ع) ڪاٺيءَ مان ٺهيل خاص قسم جي تختي جنهن تي قرآن شريف رکي پڙهجي.

**رِحلَت**، ث (ع) روانگي- ڪُوچ. انتقال- موت- لاڏاڻو.

**رِحلَت ڪرڻ**، وفات ڪرڻ- لاڏاڻو ڪرڻ.

**رَحمُ**، ذ (ع) ترس- قياس- ڪهل. ٻاجهه- مِهرَ. (ع. رِحم) ڪُڙهه- ٻچي داني.

**رَحمانُ**، ذ (ع) رحم ڪندڙ- ٻاجهارو. مهربان. خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**رَحماني**، ص. خدائي- اِلاهي.

**رَحمَتَ**، ث (ع) مِهرَ- ٻاجهه- فضل- ڪرم.

**رَحمَة اللِلعالَمِين**، ذ. سڀني جهانن لاءِ رحمت. نبي سڳوري جو هڪ لقب.

**رَحمدِل**، ص (ف) قياس ڪندڙ- ٻاجهارو- مهربان.

**رَحمدِلي**، ث. قياس- ٻاجهه- ديا.

**رَحيمي**، ص. رحمدل. ٻاجهارو. قياسي.

**رَحِيمُ**، ذ (ع) نهايت مهربان. رحم ڪندڙ. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**رُخُ**، ذ (ف) مُنهن- چهرو- شڪل- صورت. ڏِس- طرف. پاسو. ڌيان- توجهه. نمونو- ڍول- ڍنگ.

**رُخ بدلائڻ**، مُنهن مَٽڻ. طرف بدلائڻ. بي مروتي ڪرڻ.

**رُخ رکڻ؛** مُنهن ڪرڻ. روانو ٿيڻ.
**رخ ڪرڻ؛** ڌيان ڏيڻ- توجهه ڏيڻ. مائل ٿيڻ- لاڙو رکڻ.
**رَخت؛** ذ (ف) ڪپڙا لٽا. اسباب- سامان. اثاثو.
**رَختِ سفر؛** ذ. مسافري جو سامان.
**رُخسارُ؛** ذ (ف) ڳل.
**رَخشان؛** ص (ف) چمڪندڙ- روشن- مُنور.
**رُخصَت؛** ث (ع) موڪل- ڇُوٽي. اجازت. مهلت. موڪلائي.
**رُخصت وٺڻ؛** اجازت وٺڻ- موڪل وٺڻ. روانو ٿيڻ.
**رُخصَتِي؛** ث (ع) ڪُنوار جي (شاديءَ بعد) روانگي. نڪيڙي.
**رُخنو؛** ذ (ف. رخنه) اٽڪاءُ- خلل. فتنو.
**رُخنه اندازي؛** ث. اٽڪاءُ- ٻيڪڙي. رنڊڪ.
**رُخو؛** ذ (ف) شطرنج جي هڪ ڳوٽ- فيل- هاٿي.
**رَدُ؛** ذ (ع) آڏو جواب. ترديد. ٽوڙُ. روڪ. (ص) بيڪار- ردي. منسوخ. ناقبول- نامنظور.
**رد ڪرڻ؛** نامنظور ڪرڻ- منسوخ ڪرڻ. انڪاري. جواب ڏيڻ.
**رِدا؛** ث (ع) چادر- اوڍڻي- پوتي.
**رَدبدل؛** (ع) ڦيرگهير. مٽاسٽا.
**رَد قد؛** ذ (ع. ردقدح) بحث مباحثو- دليل بازي. زباني تڪرار. بحث- تڪرار.
**رَدي؛** ص (ع) ناقص- بيڪار. خراب- نڪمو. اُجلايل.
**رَديف؛** ذ (ع) گهوڙي يا اُٺ تي پٺيان چڙهندڙ. علم عروض ۾ قافيي کان پوءِ پيو ساڳيو لفظ جيڪو ورائي ورائي اَچي.
**رَڏُ؛** ث. ڪاچ جي لاءِ ديڳين ۾ رڌپچاءُ.
**رَڌائڻُ؛** م. ڪم ۾ لڳائڻ- رُنيائڻ.
**رَڌَلُ؛** ص. رڌجي تيار ٿيل. گهڻو پڪل (ميوو).
**رُڌَلُ؛** ص. ڪم ۾ مشغول. مصروف.
**رَڌڻُ؛** م. ڪاڌو باهه تي پچائڻ.
**رَڌوپڪو؛** ذ. تهيل نڪيل ڪاڌو. تهي نُڪي.
**رَڌي پَڪي؛** ث. رڌپچاءُ جو ڪم- سانجهه.
**رَڏُ؛** ذ. ضد- تِسو. هوڏ.
**رَڏُ ڪڍائڻ؛** هوڏ پڌڻ. ضد ڪرڻ.
**رَڍُ؛** ص. بيڪار. بڇڙو. بدشڪل. گدلو. ٻنهه ڪارو ۽ گدلو.
**رَڏي؛** ث. ضد. گهيي. ڦڏو. هوڏ.
**رَڏي ڪرڻ؛** ضد ڪرڻ. گوهي ڪرڻ. آڙي ڪرڻ.
**رِڍ؛** ث. مشهور گهَرو جانور. (ص) مسڪين. ويچارو. بي ٻهچ.
**رَذالَت؛** ث (ع) ڪميڻپ. بڇڙائي.
**رَذِيل؛** ص (ع) ڪميڻو- ڪريل- ذليل. نيچ.
**رَڙ؛** ث. رِيهه- ڪيهه- چيخ. دانهن- واڪو.
**رڙ ڪرڻ؛** وڏي دانهن ڪرڻ.
**رَڙ نڪرڻ؛** ايذاءُ يا ڏک سبب دانهن نڪرڻ. عجب مان دانهن نڪرڻ. تمام گهڻو افسوس ٿيڻ.
**رَڙائڻُ؛** م. دانهون ڪرائڻ. واڪا ڪرائڻ. روئارڻ (ٻار کي). ڪک ڪرڻ- سَتائڻ. رُلائڻ.
**رَڙڪڻُ؛** م. ڪا سخت شيءِ ڪُرٽي کائڻ. ڪُرٽڻ- کائي وڃڻ. ڦٻائڻ.
**رَڙڻُ؛** م. رڙيون ڪرڻ- دانهون ڪرڻ. واڪا ڪرڻ. روئڻ (ٻار کي). ٻاڏائڻ- ليلائڻ. ٻاڪارڻ.
**رَڙو؛** ذ. مڇي جو هڪ قسم- ڪڳو. مگن يا مٽرن جو سخت دائو.
**رَڙهاٽُ، رَڙاٽُ؛** ذ. وڏي رڙ- دانهن.

**رِڙَهڻُ** م. سرڻ- کسکڻ- چُرڻ. تورو اڳتي ٿيڻ. آهستي هلڻ. ريڙهيون پائڻ (ٻار).

**رَڙِي** ث. ڪٺڪ جو هڪ قسم (داڻو سخت، ننڍو ۽ ڳاڙهو ٿئي).

**رَزّاقُ** ص (ع) وڏو رزق ڏيندڙ- پالڻهار. خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**رِزْقُ** ذ (ع) روزي- چُوڻو- کاڌو. داڻو پاڻي.

**رِزَلٽَ** ث (انگ) نتيجو (امتحان جو، ڪنهن ڪيل ڪم جو).

**رَزْمِ** ث (ف) لڙائي- جنگ- معرڪو.

**رَزمگاه** ث. لڙائي جو ميدان- جنگ جو ميدان.

**رَزميہ نظمر** ذ. لڙاين جي بيان وارو شعر.

**رَسِ** ث. ٿلهو رسو- نوڙ.

**رَسُ** ذ (سن) ٻوٽن جو پاڻي. ميون جو پاڻي. ڪمند جو پاڻي. شوروو- رَهو (ٻوڙ جو). سَتُ- جوهر. آواز جو ميناج. لذت- سواد. محبت- قُرب. صلح.

**رَسالُ** ص. رس وارو- ذائقي دار.

**رِسالَتَ** ث (ع) پيغمبري.

**رسالت پناه، رسالت ماب** ذ. نبي سڳورو- پيغمبر.

**رِسالو** ذ (ع) ننڍو ڪتاب. ڪلام جو ڪتاب. مختلف موضوعن تي مضمونن جو مجموعو- مخزن. شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي ڪلام جو مجموعو. ستو گهوڙي سوارن جو دستو.

**رُسامو** ذ. ناراضگي- رنجيدگي. ڪاوڙ.

**رَسائِل** ذ (ع) "رسالہ" جو جمع.

**رَسائِڻُ** م (ف. رسانيده) پهچائڻ- پُڄائڻ. توڙ ڪرڻ. راس ڪرڻ. پورو ڪرڻ (ڪم). ڪيميا جو عمل.

**رُسائِڻُ** م. ناراض ڪرڻ- رنجائڻ. ڪاوڙائڻ.

**رَسائِي** ث (ف) پهچ. پُڄت. رسوخ. گشتي عملدار جي منزل جو انتظام (رهائش ۽ کاڌو).

**رُستمر** ذ (ف) هڪ ناميارو ايراني پهلوان. (ص) پهلوان- سورهيہ.

**رَستو** ذ (ف. راستہ) واٽ- سڙڪ- راهہ. رسمر- رواج. قاعدو. ڍنگ- طريقو. اچ وڃ جا تعلقات.

**رستو ڏسڻ** واٽ ٻڌائڻ- راه ڏيکارڻ. طريقو ڏسڻ. هدايت ڪرڻ.

**رستو ڏِسڻ** انتظار ڪرڻ- واٽ ڏِسڻ.

**رستو ڪڍڻ** طريقو ڪڍڻ- راهہ ڪڍڻ. حيلو ڳولڻ.

**رستو وٺائڻ** روانو ڪرڻ. جواب ڏيڻ. انڪار ڪرڻ.

**رَسجَڻُ** م. رَسڻ. پهچڻ. راس ٿيڻ. پچڻ (ميوو).

**رَسَدُ** ذ (ف) پهتل شيءِ. آمدني. کاڌ خوراڪ- راشن. قافلي سان گڏ کاڌي جو ذخيرو. سيڌو سامان (فوج لاءِ).

**رِسڪَڻُ** م. رڙهڻ- سرڻ.

**رَسمَ** ث (ع) دستور- رواج- ريت. هلي چلي. ڍنگ- طريقو. عادت- روش.

**رَسم رواج** ذ. طور طريقو- هليٰ چلي.

**رَسمُ الخطّ** ذ (ع) لکڻ جو طريقو. تحرير- لکٽي.

**رَسمِي** ص. رواجي- دستوري- عام مروج.

**رَسَڻُ** م (ف. رسيدن) پهچڻ- پڄڻ. سَهڙڻ. راس ٿيڻ. تيار ٿيڻ. پچڻ (ميوو).

**رُسَڻُ** م. ناراض ٿيڻ- ڪاوڙجڻ. رسامو ٿيڻ. رنج ٿيڻ.

**رُسڪو** ص. چيڙاڪ. زود رنج. رنج تي رُسي ويندڙ.

**رَسو** ذ. نوڙ. واجهہ.

**رُسوا** ص (ف) خوار- بدنام.

**رُسوائِي**؛ ث. خواري- بدنامي.

**رُسُوخ**؛ ذ (ع) پهچ- پچندي. اثر. هَلندي. پڪائي- مضبوطي.

**رَسوَلِ**؛ ث. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**رَسُولُ**؛ ذ (ع) خدا جي طرفان پيغام کڻي ايندڙ نَبي سڳورو (جنهن تي ڪتاب نازل ٿئي)- پيغمبر.

**رُسُوم**؛ ث (ع) 'رسم' جو جمع- رسمون.

**رَسوئِي**؛ ث. کاڌو- طعام. رڌڻو.

**رَسويو**؛ ص. بورچي- راڌائو.

**رَسِي**؛ ث. مُچ، ڦيش. سَڻ وغيره مان ٺهيل نوڙي.

**رَسِي ڇنائڻ**؛ ڀڄي وڃڻ. آزاد ٿيڻ.

**رَسِيدَ**؛ ث (ف. 'رسيده') پهچ (لکيت ۾). وصوليءَ جي چِٺي.

**رَسِيدَه**؛ ص (ف) پهتل- رسيل.

**رَسِيلو**؛ ص. رس وارو (ميوو).

**رَش**؛ ث (انگ) ماڻهن جي گهَڻ. هُجوم.

**رِشتو**؛ ذ (ف) مائٽي- عزازت. سڱاوتي. تعلق- ڳانڍاپو. ناتو.

**رِشتو ناتو**؛ ذ. مٽي مائٽي.

**رشتيدارُ**؛ ص. مائٽ- عزيز.

**رشتيداري**؛ ث. مائٽي- عزازت.

**رُشدُ**؛ ذ (ع) سڌو رستو. هدايت. سچائي.

**رَشڪ**؛ ذ (ف) ريس- حسد- ساڙ.

**رِشوَتَ**؛ ث (ع. رِشوة) ڪنهن ڪم جي اُڪلاءَ لاءِ ناجائز طور ورتل رقم. ناجائز ڪمائي- وَڍي.

**رِشوتخور**؛ ص. رشوت کائيندڙ.

**رِشوتخوري**؛ ث. رشوت کائڻ- حرامخوري.

**رِشوت سِتاني**؛ ث. رشوت خوري.

**رِشوتِي**؛ ص. رشوت وٺندڙ- راشي.

**رِشي**؛ ذ (سن) (هندن ۾) پوتر منتر چوندڙ يا ڏاهيندڙ. مهاپُرش.

**رَشِيد**؛ ص (ع) هدايت ورتل. نيڪوڪار.

**رَصَدگاه**؛ ذ (ع. رصد، ف. گاه) آسماني تارن ۽ سَيارن جي مشاهدي جي جاءِ.

**رَضہ**؛ ذ (ع) "رضي الله تعاليٰ عنہ" جو مخفف.

**رَضا**؛ ث (ع) مرضي. اجازت- موڪل. خوشي. اَمُر (الهي).

**رَضا ڪرڻ**؛ مرڻ- مري وڃڻ- وفات ڪرڻ.

**رَضا جوئي**؛ ث. خوشنودي. مرضي.

**رضاڪار**؛ ص. بنا معاوضي خوشيءَ سان ڪم ڪندڙ- والنٽيئر.

**رَضامند**؛ ص. راضي- خوش.

**رضامَندِي**؛ ث. خوشي. اجازت. مرضي. خواهش- آمادگي.

**رَضا و رَغبت**؛ ث. اجازت ۽ خوشي.

**رَضاعي**؛ ث (ف) پٽرائي.

**رِضاعِي**؛ ص (ع) ٿڃ شريڪ.

**رَضا نامو**؛ ذ (ع. رضا، ف. نامہ) پرچاءُ- ٺاهہ. صلح.

**رِضوانُ**؛ ذ (ع) بهشت. بهشت جي دربان جو نالو.

**رَضوِي**؛ ذ (ع) امام موسيٰ رضا ڏانهن منسوب.

**رَضِي**؛ ص (ع) راضي- خوش.

**رَضِي الله تعاليٰ**؛ جملو. خدا هن کان خوش هجي (ڀلارن شخصن جي نالي سان گڏ ادب لاءِ لفظ).

**رَطبُ**؛ ص (ع) پُسيل- آلو. تازو. نرم.

**رَطبُ و يابِس**؛ ص. سُڪل ۽ آلو. نيڪ ۽ بد- چڱو مٺو.

**رَطَلُ**؛ ذ (ع) تور جو هڪ ماڻ.

**رُطوبَتِ**؛ ث (ع) آلاڻ- نَمِي. تازگي.

**رَعايا؛** ث (ع) رعيت- پرجا. عام ماڻهو.
**رِعايَتَ؛** ث (ع) حفاظت- بچاءُ. لحاظ- مروت. طرفداري. ڪمي- تخفيف (اگهہ يا قيمت ۾)- ڇوٽ.
**رعايَتِي؛** ص. رعايت سان- لحاظ سان.
**رُعبُ؛** ذ (ع) دٻپ- خوف. دٻدٻو- ڌاڪو.
**رُعب تابُ؛** ذ. دٻدٻو- ڌاڪو- شان شوڪت.
**رُعبدارُ؛** ص. دٻدٻي وارو. حشمت وارو. ماڻهن تي ڌاڪو وهاريندڙ.
**رَعَدُ؛** ذ (ع) ڪڪرن جي گوڙ.
**رَعشو؛** ذ (ع. رعشہ) ڏڪڻي- ٿرڪڻي. هڪ بيماري جو نالو.
**رَعنا؛** ص (ع) ناز سان هلندڙ. خوشنما. سهڻو. نازڪ.
**رَعنائِي؛** ث. ناز سان هلڻ- ٺورَ. حُسن- سُونهن. سينگار.
**رَعُونَتَ؛** ث (ع) تڪبر- هٺ- غرور- گهمنڊ.
**رَعِيَتَ؛** ث (ع) بادشاهي يا ملڪ ۾ رهندڙ ماڻهو- رعايا- پرجا. عام ماڻهو.
**رَعِيَتِي راڄُ؛** ذ. عام ماڻهن جي حڪومت- عوامي جمهوريہ.
**رَغبَتَ؛** ث (ع) خواهش- سڌَ. چاهہ. لاڙو.
**رَڦ؛** ص (انگ) ردي. خراب. بيڪار.
**رَفاقتَ؛** ث (ع. رِفاقت) همراهي- ساٿ- سنگت. صحبت- دوستي- ياري.
**رفاقت ڪرڻ؛** گڏ هلڻ- ساٿ ڏيڻ. سنگت ڪرڻ.
**رِفاه؛** ذ (ع) آرام جي زندگي. زندگيءَ جو مزو. آرام- سک. نيڪي- ڀلائي. ڀلي جو ڪم.
**رِفاه عامہ؛** ذ. عام ماڻهن جو ڀلو- عوام جو سک.
**رَفتارَ؛** ث (ف) چال- هلڻي. پنڌ جو نمونو.
**رَفتار گُفتار؛** ث. هلت چلت. رهڻي ڪهڻي.
**رَفتہ؛** ص (ف) وِيَل. مُئل. گم ٿيل.
**رَفتہ رَفتہ؛** ظ (ف) هلندي هلندي- ٿيندي ٿيندي. آهستي آهستي- بتدريج.
**رَفرَف؛** ذ (ع) أها سُواري جنهن تي نبي سڳورو معراج جي رات سدرة المنتهيٰ کان بارگاهہ الهيٰ تائين ويو. (ص) تيز رفتار- تکو.
**رَفَع؛** ذ (ع) بلندي- أوچائي. ترقي- عروج. نيڪالي.
**رَفع ڪرڻ؛** ٽارڻ- پري ڪرڻ. ختم ڪرڻ (معاملو).
**رَفعَتَ؛** ث (ع) بلندي- اوچائي. ترقي- عروج. وڏائي- شان.
**رَفع حاجَتَ؛** ث. پاخاني جي حاجت جي پورائي.
**رَفع دَفَع؛** ذ. خاتمو. فيصلو- نبيرو. درگذر- لٿي مٿي.
**رُفقاء؛** ذ (ع) "رفيق" جو جمع. ساٿي- همراهہ.
**رَفُو؛** ذ (ع) ڦاٽل ڪپڙي جو سوراخ ڌاڳن سان پرڻ- تُن (پرڻ)- بور (پرڻ).
**رَفُوگرُ؛** ص. ڪپڙي کي تُن پرڻ جو ڪم ڪندڙ.
**رَفُو چڪرُ؛** ذ. فرار- ڀاڄ. گمشدگي.
**رَفُو چڪر ٿيڻ؛** تڪڙو وڃڻ. گم ٿيڻ. ڀڄي وڃڻ.
**رَفِيعُ؛** ص (ع) بلند- أوچو- مٿانهون.
**رَفيعُ الدَرجات؛** ذ. وڏي مرتبي وارو.
**رَفِيقُ؛** ص (ع) ساٿي- همراهہ- ٻيلي. مددگار- معاون. دوست- يار. ياٺيوار.
**رَڦَڻُ؛** ڏڪڻ- ڪنبڻ. ٿرڪڻ.
**رَڦڻي؛** ث. ڏڪڻي. ڪنبڻي. ٿرڪڻي.
**رَقابَتَ؛** ث (ع) مخالفت- دشمني. بغض. محبت ۾

پاڻيواري.

**رَقاصہ:** ث (ع) ناچڻي.

**رَقبو:** ذ (ف. رقبہ) گهيريل زمين. ايراضي- پکيڙ.

**رِقت:** ث (ع) جدائي (پاڻيٺ جي)- پتڙائي. پاڻيٺ. روئڻ- روڄ. دل جي نرمي ۽ کهل واري حالت.

**رِقتِ آميز، رِقت انگيز:** ص. ڏک جهڙو- قياس جوڳو. دردناڪ.

**رِقتِ قلب:** ث. دِل پِجڻ جي حالت. دل جي نرمي. رحمدلي.

**رَقص:** ذ (ع) ناچ- نِرت.

**رقص و سُرود:** ذ. ناچ گانو.

**رُقعو:** ذ (ع. رُقعہ) ٽُڪرو- پرزو. چٺي- خط.

**رَقم:** ث (ع) تحرير- لکيت. تعداد- جوڙ. مال- ناڻو. روڪڙ.

**رَقم طراز:** ص. لکندڙ- تحرير ڪندڙ.

**رَقيب:** ص (ع) حريف. مقابل. ساڳئي معشوق جي عاشقن مان ڪوبہ هڪ. مخالف.

**رَقيق:** ص (ع) پَتڙو- پاڻيءَ جهڙو. نرم.

**رَقيقُ القلب:** ص. نرم دل- رحمدل.

**رَڪ:** ص. سخت. سخت دل- بيرحم. ظالم.

**رُڪ:** ذ. هڪ مشهور ڌاتو- فولاد. رُڪ مان ٺهيل تلوار (هٿيار).

**رِڪاب:** ث (ف) ٿالهي- پليٽ.

**رِڪابي:** ث. ٿالهي.

**رِڪاب:** ذ (ع) گهوڙي جو هڪ سنج (پيرن رکڻ لاءِ لوهي چلو).

**رِڪابدار:** ص. گهوڙي تي سوار ٿيندڙ کي چڙهڻ ۾ مدد ڪندڙ خدمتگار.

**رِڪارڊ:** ذ (انگ) دفتر. لکپڙهہ. گراموفون جي آواز پريل پليٽ.

**رُڪاوٽ:** ث. روڪ- رنڊڪ. اٽڪاءُ.

**رَڪَب:** ذ. زميندار جو هاريءَ تي ٻانڌاڻ- لاڳُ.

**رِڪت:** ث. نفرت. اڻ وڻندي. ڪراهت. بيزاري.

**رُڪجڻ:** م. روڪجڻ. اٽڪڻ.

**رَڪعت:** ث (ع) نماز جو هڪ حصو (قامت کان سجدا ڏيڻ جو عمل).

**رُڪن، رُڪُن:** ذ (ع) ٿنڀ- سُتون- پايو. ڪنهن جماعت جو هڪ ميمبر. عروضي شاعري جو هڪ وزن (ڏهہ رڪن: فاعلن، فَعولُن، فاعلاتن، مفاعيلُن، مُستفعلن، متفاعلن، مفاعلتن، مفعولات).

**رُڪڻ:** م. ترسڻ. بيهڻ. اٽڪڻ.

**رُڪوع:** ذ (ع) نماز ۾ گوڏن تي هٿ رکي جُهڪڻ.

**رِڪيب:** ذ (ع) رِڪاب.

**رَڪيڪ:** ص (ع) پتڙو. نازڪ. ادني. خسيس.

**رَک:** ث. سنڀال- حفاظت. ڪري- پرهيز. ٻوڪ يا جهنگ جو ٽُڪر جيڪو چاري يا شڪار لاءِ محفوظ رکجي.

**رِک:** ث. سڙيل شيءِ جي خاڪ- ڇارِ مٽي.

**رکات:** ث. لاوڙ- رکت.

**رکائڻ:** م. ڏرائڻ. ڪنهن جاءِ تي ڏرائڻ.

**رکائي وجهڻ:** بهانو ڪرڻ. ٽڳي ڪرڻ. اٽڪل ڪرڻ.

**رُکائي:** ث. خُشکي- الپائي. بدمزاجي- بي رُخي.

**رکت:** ث. اوتر. مهلت.

**رکپال:** ص. راکو- چوڪيدار- محافظ.

**رکِ رکان:** ث. لحاظ- مروت.

**رکِ رکاءُ:** ذ. لحاظ- مروت.

**رکڻ:** م. وجهڻ- ترڻ. رکي ڇڏيڻ. ملتوي ڪرڻ. بچائڻ. سنڀالڻ. هڻڻ (الزام). مقرر ڪرڻ (ملازم).

**رکشهار:** ص. سنڀاليندڙ- بچائيندڙ- محافظ.
**رکي ڇڏڻ:** محفوظ ڪرڻ. بچائي رکڻ. جمع ڪرڻ.
**رکو:** ص. سُڪل- خشڪ. اليو. ياجي يا ٻُنڌڻ کان سواءِ (ڪاڌو). بي مزي- بي سواد. بدمزاج. بي مروت.
**رکو جواب:** ذ. صاف جواب- انڪار.
**رکو سُڪو، رکو سکو:** ذ. ٻِنان ٻُنڌڻ- ٻنان گيهه (ڪاڌو). اليو.
**رکي سُڪي، رکي سکي:** ث. اليي ۽ ٻنان ٻُنڌڻ جي ماني. سادو ڪاڌو.
**رکوالُ، رکوالو:** ص. پهريدار- محافظ- سنڀاليندڙ.
**رکوالي:** ث. حفاظت- سنڀال. چوڪيداري.
**رَڳَ:** ث (ف) رڳ- نَس- نبض.
**رگ و ريشه:** ذ. اصل نسل. افعال.
**رڳَ:** ث (ف. رگ) نَس- نبض. عادت- هير. خصلت.
**رڳَ سڃاڻڻ:** عادت کان .واقف ٿيڻ. طبيعت سمجهڻ.
**رِڳَ:** ص. پنيان لڳي پوندڙ- جِدا- ڳِڪَ.
**رڳڙ:** ث. گهڪو. رهڙ.
**رَڳڙَڻُ:** م. مهٽڻ. گسائڻ. گهَڪا ڏيڻ. مَلڻ- ماڃڻ (تانو). رهڙڻ. گهوٽڻ (ڀنگ وغيره). چپڻ. سختي ڪرڻ. سيڪت ڏيڻ.
**رَڳڙجي وڃڻ:** پيسجي وڃڻ. تڪليف هيٺ اچڻ. نقصان هيٺ اچڻ.
**رڳڙو:** ذ. جهيڙو- جهڳڙو- تڪرار.
**رڳڙو جهڳڙو:** ز. جهيڙو جهٽو- تڪرار. فساد.
**رڳڙو ڏيڻ:** مهٽو ڏيڻ- گهڪو ڏيڻ. سيڪت ڏيڻ.
**رڳو:** ظ. فقط.
**رڳو ٻڳو:** ظ. فقط اڪيلو- ڇڙو.
**رگهہ:** ث. گرميءَ ۾ هوا بند ٿيڻ سبب ساهہ جي مونجهہ- اُبس- گهُٽَ.
**رگهو:** ذ. ڇهنباري شيءِ (ڪاٺي وغيره) سان چوڪَ.
**رگها هڻڻ:** چوڪون ڏيڻ (ڇهنبياري ڪاٺيءَ سان). طعنا ڏيڻ. ڇهنباري شيءَ سان ڳجهو ڏڪ هڻڻ. نقصان پهچائڻ.
**رَڱَ:** ذ (سن. ف. رنگ) رنگ- ورن.
**رَڱاوَتَ:** ث. ڪپڙي وغيره کي رڱڻ جو ڪم- رڱائي.
**رَڱجَڻُ:** م. رنگجڻ. اثر چڙهڻ (صحبت جو). مالا مال ٿيڻ.
**رَڱَڻُ:** م. رنگ ڏيڻ. رنگ چاڙهڻ. رنگڻ.
**رَلائڻُ:** م. مِلائڻ- گڏائڻ. گڏوچڙ ڪرڻ. شامل ڪرڻ.
**رُلائڻُ:** م. ڀٽڪائڻ- اجايا چڪر ڪڍائڻ. دربدر ڪرڻ. اجايو هلائڻ.
**رَلجَڻُ:** م. گڏوچڙ ٿيڻ. مِلي وڃڻ.
**رَلڪو:** ذ. ننڍي رَلي.
**رَلَڻُ:** م. گڏڻ- ملڻ. هلڻ- رمڻ.
**رَلڻ ملڻ:** رِلي مِلي وڃڻ- گاهل مائل ٿيڻ.
**رِلئو مَلئو:** ص. خوش اخلاق- ڪلمک.
**رُلَڻُ:** م. ڀٽڪڻ. دربدر ٿيڻ. اجايو گهمڻ ڦرڻ. چڪر ڪڍڻ. پريشان ٿيڻ. بوڙ ٻڪڻ. وچڙڻ.
**رَلو:** ذ. گهوڙي جو وڇترو پند. وڏي رَلي- گودڙ.
**رَلي:** ث. اڳڙين مان ٺهيل هڪ وڇائو (جيڪا هند بستري طور ڪم اچي يا سمهڻ مهل مٿان وجهجي).
**رِمارڪ:** ذ (انگ) راءِ- رايو.
**رَماڪُ:** ذ. دلبو- ڏٿو. نڳيءَ وارو ڪوڙو آسرو.
**رَمال:** ذ (ع) رَمل جو حساب ڪندڙ. فال وجهندڙ رملي.

**رماندُ** ذ (انگ) جوابدار کي جاچ لاءِ حراست ۾ ورتل اجازت.

**رَمائڻُ** مر. ڊوڙائڻ. گهمائڻ. ڦيرائڻ. ڀڄائڻ- مُنجهائڻ. راند ڪيڏائڻ. وندرائڻ.

**رَمتو، رَمتُو** ص. گهمندڙ- گهمندڙ ڦرندڙ. هلندڙ. مسافر- واٽهڙو. سيلاني.

**رِم جهِم** ث. سنهي بارش- هلڪو مينهن- ٻُوندَ. جهڙ جهڙالو.

**رَمزَ** ث (ع) اک يا ڀروُن وغيره جو اشارو- مامَ. اهڃاڻ. راز. ڳجهه- پرولي. ڪيڏ- اٽڪل.

**رَمزَشناس** ص. اشاري مان سمجهندڙ. هوشيار. چالاڪ.

**رَمضانُ** ذ (ع) هجري سال جو نائون مهينو (روزن وارو مهينو).

**رَمَق** ث (ع) ذري شيءِ. آخري پساهه.

**رَمَلُ** ذ. (ع) ليڪن ۽ انگن وسيلي ڳجهين ڳالهين جون جاڻڻ جو حيلو.

**رَملِي** ص. رَمال. اٽڪل باز ڏُکائي.

**رَمَڻُ** مر. گهمڻ- هلڻ. پسار ڪرڻ. وڃڻ- هلڻ. کِسڪڻ. ڀڄڪڻ. راند ڪيڏڻ.

**رَمڻِي** ث. سهڻي موهيندڙ عورت. (ص) خوبصورت- سهڻي. هلڻي.

**رُموز** ث (ع) رمزون.

**رُمِي** ث. رت ڪڍڻ جي سِڱي.

**رَنَ** ث. عورت. مڙس مري ويل عورت- بيوه.

**رَناپڻ، رَناپو** ذ. رنڙ ٿيڻ جي حالت- ڏهاڳ.

**رُنبَ** ث. ٻيجو هڻڻ- رونبو.

**رُنبَڻُ** مر. سلو هڪ هنڌان ڪڍي ٻيءَ جاءِ تي هڻڻ- رونبو ڪرڻ (سارين، بصر، بڪر وغيره ٻيجي جي وِهَر ڪرڻ). ڦُسَڻ- پُرڙڻ (مِٽيءَ ۾).

**رَنبو** ذ. گَڏ ڪرڻ يا ڏري کوٽڻ جو لوهي اوزار.

**رَنبِي** ث. ننڍو رنبو. واڍڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**رَنبَ** ث. رڙ- دانهن. چوپائي جو آواز (مينهن، ڍڳيءَ جو). هڪل.

**رُنبَ** ث. ڪم ۾ مشغولي.

**رَنيات** ذ. وڏي رڙ. رانيات.

**رُنبائڻ** مر. ڪم ۾ لڳائڻ- مشغول ڪرڻ.

**رَنبَڻُ** مر. رڙڻ- دانهون ڪرڻ. وڏي آواز سان روئڻ. زور سان سڏ يا هڪل ڪرڻ. چوپائي جانور جو ڊِڪڻ.

**رَنجُ** ذ (ف) تڪليف- درد. ايذاءَ- سُورُ. ڏک- افسوس- غم. ڪاوڙ- غصو. ڏمر. (ص) ڏکويل. ڪاوڙيل.

**رَنج ٿيڻ** ناراض ٿيڻ. ڪاوڙجڻ.

**رَنج ڪڍڻ** پِٽ ڪڍڻ- آهه ڪڍڻ.

**رَنجائڻُ** مر (ف) آزارڻ. ڏکوئڻ.

**رَنجش** ث (ف) ناراضگي. انٻٽ. ڏک. ڪاوڙ.

**رَنجُورُ** ص (ف) غمگين- ڏکويل. بيمار.

**رَنجُوري** ص. ڏکويل. بيمار. رنجيده.

**رَنجيدگي** ث (ف) رنجش- ڏُک. ڪاوڙ.

**رَنجيدَهَ** ص (ف) غمگين. ملول. اُداس. ناراض. بيزار.

**رِنجهه ڪِنجهه** ث. ڪِلڪل- گهپي- ڪِٽ ڦِٽ. بيماري. آزار.

**رَندُ** ذ. گهَڪو- رَهڙ (سِڪي يا ڻاڻو کي). پَڪي زمين مان گسُ- پيچرو. واٽ- دڳ.

**رَندن ۾ رولڻ** رولڙي ۾ وجهڻ- دربدر ڪرڻ. تڪليفون ڏيڻ.

**رِندُ** ص (ف) آزاد. چڙواڳ. بيپرواهه. جنهن شخص

جو ظاهر عيبدار ۽ باطن سُٺو هجي. شرابي. صوفي.
**رِندِي:** ث. آزادي- ڇڙواڳي. ضابطن پابندين کان بي تعلقي يا بيپرواهي.
**رَندَڻُ:** م. ڇلڻ. رندو هڻي صاف ڪرڻ.
**رَندو:** ذ (ف) واڍڪي ڪم جو هڪ اوزار.
**رَنڊلو:** ذ. رڌلو- بورچيخانو.
**رَنڊ:** ث. اٽڪاءُ- رنڊڪ- رخنو. جهل پل.
**رَنڊَ روڪ:** ث. جهل پل- منع.
**رَنڊائڻ:** م. رخنو وجهڻ- رنڊڻ. روڪڻ. ترسائڻ- سيڙائڻ.
**رَنڊجَڻُ:** م. اٽڪ پوڻ- اٽڪاءُ ٿيڻ.
**رَنڊَڪَ:** ث. اٽڪ- اٽڪاءُ- رڪاوٽ. سِيڙپ. پيڪڙي.
**رَنڊَڻُ:** م. روڪڻ- جهلڻ- اٽڪاءُ ڪرڻ. ترسائڻ- سيڙائڻ. پيڪڙي وجهڻ. رخنو وجهڻ.
**رَنڊِي:** ث. ڪسبياڻي. ناچڻي.
**رَنڊيَبازُ:** ص. رنڊين سان زنا ڪندڙ. عياش. بدڪار.
**رَنڊيَبازي:** ث. رنڊن سان زناڪاري. عياشي. بدڪاري.
**رُنڊُ:** ص. ڇڙوڇانڊ.
**رَنڊيو:** ذ. ٿلهو اڻ وٽيل سُٽ.
**رَنڊيا روڙڻ:** ڪپهه مان ڳنڊيون ڪڍڻ. ٿلهي وٽيل سٽ مان ڳنڊيون ڪڍڻ.
**رَنڙ، رَنڙي:** ث. مڙس مري ويل (عورت).
**رَنڙُ:** ص. زال مَري ويل (مرد). ڇڙو.
**رَنس:** ث (انگ) بوڙ. ڪرڪيٽ راند ۾ وڪيٽ جي هڪ پاسي کان ٻئي پاسي تائين بوڙ.
**رَنگُ:** ذ (ف) وَرن- رڱُ. نمونو- طرز- ڍنگ. رنگدار روغن. ڪنهن به قسم جو اَٽو يا ٻُورو (جنهن سان ڪپڙو

وغيره رنگجي). رونق- سهڻائي. حالُ- ڪيفيت. خوشي. تماشو- ڪيلُ. تاس ۾ حڪم وارو رنگ- ترپ.
**رَنگ آميز:** ص. رنگ ملائيندڙ. رنگين.
**رَنگ آميزي:** ث. نقاشي. رنگيني. لطافت- مزو.
**رنگ اُڏامڻ:** رنگ ڦٽڻ. رونق ختم ٿيڻ.
**رنگ بدلڻ:** رنگ مٽائڻ. نمونو بدلائڻ.
**رنگ پيدا ڪرڻ:** نئون ڍنگ اختيار ڪرڻ.
**رنگ ڄَمائڻ:** اثر ڪرڻ. رونق ڪرڻ. مزو پيدا ڪرڻ.
**رنگ چڙهڻ:** رنگ جو اثر ٿيڻ. رونق ۾ اچڻ. مستيءَ ۾ اچڻ.
**رنگ ڏسڻ:** تماشو ڏسڻ. حالت تي نظر ڪرڻ.
**رنگ ڏيکارڻ:** تماشو ڏيکارڻ. حالت ڏيکارڻ. اثر ڪرڻ. مزو چکائڻ.
**رنگ رَچڻ:** رنگ جو اثر سمائجڻ. تماشو ٿيڻ. رونق اچڻ.
**رنگ ڪرڻ:** نمونا ڪرڻ. تماشو ڪرڻ. خوشي ڪرڻ.
**رنگ ۾ ڀَنگ:** محاورو. خوشيءَ ۾ خلل. سک ۾ ڏک. آرام ۾ مصيبت.
**رنگ و بُو:** ث. رونق. شان شوڪت.
**رُنگَ، رنگارنگي:** ث. وزن ڪان وڌيڪ ڳهرَ- سوائي- رونگ. رنگارنگِي.
**رَنگارَنگ:** ص (ف) قسمين قسمين رنگن جو. طرحين طرحين. رنگين.
**رَنگاوَٽَ:** ث. رڱاوٽ (ڪپڙي تي).
**رنگائڻ:** م. رنگ چاڙهائڻ.
**رنگائي:** ث. رنگڻ جي اجرت. رڱاوٽ.
**رنگ برنگ:** ص. جدا جدا رنگن وارو- رنگين. گهڻن

قسمن جي رنگن وارو.

**رَنگتَ:** ث. رنگ- رگَ. صورت- روپ. حالت.

**رنگدار:** ص. رنگين. خوشنما.

**رَنگ ڍَنگُ:** ذ. طور طريقو. هَلي چلي. چال چلت.

**رَنگرُوٽ:** ذ (انگ) نئون ڀرتي ٿيل سپاهي. سيکڙاٽ (ملازم). ناتجربيڪار.

**رنگ روپُ:** ذ. سونهن سوڀيا.

**رنگ روغن:** ذ. ڪمانگري يا نقاشي.

**رنگريز:** ص (ف) رنگ چاڙهيندڙ (ڪپڙي تي)- نيروٽي.

**رَنگساز:** ص (ف) رنگ ٺاهيندڙ- رنگ ڏيندڙ- ڪمانگر.

**رَنگسازِي:** ث (ف) جاين وغيره تي رنگ ڪرڻ جو ڪم. چِٽسالي- نقاشي.

**رنگ مَحلُ:** ذ (ف) بادشاهن يا اميرن جي عيش ڪرڻ جي جاءِ.

**رَنگڻُ:** م. رنگ ڏيڻ. رنگ چاڙهڻ. چِٽَ ڪڍڻ. رڱڻ.

**رِنگڻُ:** م. روئڻ (ٻار). هروقت روئڻ (ٻار). لاڳيتو ڪُهرندو رهڻ.

**رَنگِي:** ص. رنگين. سهڻن رنگن وارو.

**رَنگيل:** ص. رنگ چڙهيل- رنگين. اثر ۾ آيل.

**رَنگيلو:** ص. ٺرڙو- هلڪي طبيعت وارو. عياش. (ث. رنگيلي).

**رَنگِينُ:** ص (ف) رنگن وارو- رنگ برنگ.

**رَنگِينُ مزاج:** ص. عياش. خوش طبع.

**رَنگِيني:** ث (ف) سهڻائي. خوبصورتي.

**رِنگهه چِنگهه:** ث. سُور يا بيماريءَ جي ڪَٿڪَ- ڪهي.

**رَنوڙُ:** ص. رنڙ (مرد). (ث. رَنوڙ).

**رَنِي:** ث. ڏهاڳڻ- بيوهه (عورت).

**رِڻُ:** ذ (سن. رَن) لڙائي- جنگ. جنگ جو ميدان. سُڃ- ويراني. رُڃ. بيابان- صحرا.

**رِڻُ ٿيڻ:** ظلم ٿيڻ. انڌير ٿيڻ.

**رِڻُ ڪرڻ:** ظلم ڪرڻ. انڌير ڪرڻ. سُڃَ ڪرڻ. تباهي ڪرڻ.

**رِڻ ۾ رلائڻ:** دربدر ڪرڻ. دغا ڪرڻ.

**رُڻ جُهڻ:** ث. ڳالهه ٻولهه. وندر واري گفتار. آهستي ڳالهه ٻولهه. جهونگار.

**رَو:** ص (ف) هلندڙ (جيئن راهرَو، تيزرو وغيره). (ذ) وهڪرو. رَءُ. اڳرائي- زيادتي.

**رَو ڪرڻ، رَو ڪڏائڻ:** اڳرائي ڪرڻ.

**رُو:** ذ (ف) رُوءِ- صورت- شڪل.

**رَوا:** ث (ف) جائز- مباح. درست. واجب. (ص) هلائيندڙ- پُورو ڪندڙ (مرڪب لفظن جي آخر ۾ ڪم اچي، جيئن "حاجت روا، فرمان روا وغيره).

**رَوائي:** ث. پورائي- تڪميل (جيئن حاجت روائي وغيره).

**رَوابط:** ذ (ع) "رابط" جو جمع.

**رَوات، رَواتِي:** ث. لوهه کي گسائڻ جو هڪ فولادي اوزار (ٻه قسم: ٽڪوري، سُونهن).

**رَواجُ:** ذ (ف) رسم- ريت- دستور. هلي چلي.

**رواجي:** ص. رسمي. معمولي. عام- چالُو.

**رَوادارُ:** ص (ف) درست سمجهندڙ. طرف ڪندڙ- پاسو ڪندڙ- حمايتي.

**رَواداري:** ث. پاسخاطري- طرفداري- حمايت. لحاظ- مروت.

**رَوازُ:** ذ. رياءُ.رواج. اجائي ڳالهه. هڪ طرفي ڳالهه.

**رَوازِي:** ص. رياڪار. منافق.

**رِوالوَرُ:** ذ (انگ) چرخيءَ وارو پستول.

**رَوان:** ص (ف) جاري- وهندڙ. هلندڙ- چالُو. تيز- تکو( اوزار). لَس پڙهڻ جو نمونو.

**رَوان ڪرڻ:** چالو ڪرڻ- هلائڻ. جاري ڪرڻ.

**رَوان دَوان:** ظ (ف) چالو- هلندڙ. وهندڙ.

**رَوانگِي:** ث (ف) وڃڻ- اُسهڻ. موڪلڻ. ڪُوچ. نيڪال.

**رَوانو:** ص (ف. روانہ) ويندڙ. هلندڙ. وِيَل. موڪليل.

**روانو ڪرڻ:** موڪلڻ- اُماڻڻ.

**روانِي:** ث (ف) وَهڪَ. تيزي. سلسلو.

**روايات:** ث (ع) "روايت" جو جمع. ريتيون رسمون.

**روايَتَ:** ث (ع) ٻئي جا چيل لفظ بيان ڪرڻ. ٻئي جي ڳالهہ جو نقل. بيان- ذڪر.

**روباه:** ذ (ف) لومڙ. (ص) بزدل.

**روباهِي:** ث (ف) دغابازي- مڪاري. بزدلي.

**رُوبَرُو:** ظ (ف) آمهون سامهون. مُنهن مقابل.

**روبڪارِي:** ث (ف) شنوائي- پيشي. ڪنهن جي اڳيان ٽيل ڪاروائي. فيصلي جي لکيت.

**روٽُ:** ذ. ٿُلهي ماني. مِٺي ماني. نذر ڏيڻ لاءِ ماني. 'غوث' جي پانديڙن جي ماني.

**روٽلو:** ث. ٿلهي ماني. ڍوڍو.

**روٽِي:** ث. ماني. ڊبل روٽي.

**رولِي:** ث. سوپاريءَ جو هڪ قسم (جيڪا سخت ٿئي).

**روپُ:** ذ. چاندي.

**رُوپُ:** ذ (سن) صورت- شڪل- چهرو. طرز- ڍنگ. سُونهن- حُسن. رونق. جلوو. چاندي.

**روُپ مَٽائڻ:** شڪل بدلائڻ. ڊول ڦيرائڻ. چمڙا پوش ڪرڻ.

**روپو:** ص. چانديءَ جو- چانديءَ جهڙو.

**روپوش:** ص (ف) لڪل- مخفي- ڳجهو. ويس بدلائي ٻِگل- مفرور.

**روجُ:** ذ. روئڻ- ماتم.

**روجُ پِٽڪو، روجُ راڙو:** ذ. وڏي آواز سان گهڻو روئڻ. دانهون ڪوڪون. هُل حشر.

**روجهہ:** ذ. هڪ قسم جو جابلو جانور.

**روچِي:** ث (ف. روزي) روزي- رزق- چُوڻو.

**رُوحُ:** ذ (ع) ساهُ. سَتُ- جوهر.

**رُوح اٽڪڻ:** دل ٽيڻ- دل ڦاسڻ. انتظار ٽيڻ.

**رُوح ٽيڻ:** دل ٽيڻ. خواهش ٽيڻ. سَڌ ٽيڻ. مرضي ٽيڻ.

**رُوح تنگجڻ:** انتظار ٽيڻ. سِڪَ ٽيڻ.

**رُوح پرواز ڪرڻ:** پساه نڪرڻ. فوت ٿيڻ.

**رُوح ڦوڪڻ:** ساه وجهڻ. جيئرو ڪرڻ. جوش پيدا ڪرڻ.

**رُوح قبض ڪرڻ:** ساه ڪڍڻ. مارڻ. ٻيجارڻ.

**رُوحُ الله:** ذ (ع) حضرت عيسيٰ عليه السلام جو لقب.

**روح القُدس، روح الامين:** ذ (ع) حضرت جبريل عليه السلام.

**روحاني:** ص. روح سان تعلق رکندڙ. مقدس.

**رُوحانِيتَ:** ث. روحاني قوت. باطني قوت.

**رُوح اَفزا:** ص (ف) دل کي فرحت ڏيندڙ.

**رُوح پَرور:** ص (ف) دل کي جيارينندڙ يا سگهہ ڏيندڙ.

**رُوح رُچندو:** ص. دل گهريو- دل پسند- دل کي وڻندڙ.

**رُوحُ رَوان:** ص (ف) روح کي تباه ڪندڙ-

خطرناڪ. افسوسناڪ.

**رُودُ:** ذ (ف) ندي- درياء.

**رُودبار:** ذ. ڪاري (جتي گهڻا درياء وهي اچن).

**رُوداد:** ث (ف) بيان. ڪارروائي. ماجرا.

**رودَنُ:** ذ. روڄ- ماتم. واويلا. روڄ پٽڪو.

**رودو:** ذ (ف) آندو. سُڪل آندي جي تند (جيڪا ڪنهن ساز ۾ وجي).

**روڏِ:** ث. وارن لٽل مٿو- گنج- ٺوڙهه.

**روڏو:** ص. مٿي ڪُوڙيل- ٺوڙهو- گنجو. (ذ) اُٺ. پکيءَ جو هڪ قسم.

**روڊُ:** ذ (انگ) رستو- سڙڪ.

**روڙَ:** ث. وڻ يا ٻُوٽي مان پَن ڪوهڻ.

**رُوڙَ:** ث. تکي ٻوڙ. اُمالڪ ٻوڙ. اُوناڙ (گدڙ وغيره جي).

**روڙَڻُ:** م. وڻ يا ٻوٽي جا پن يا ٽَرَ ٽاريءَ مان مٿ سان ڇڪي جدا ڪرڻ.

**روڙو. روڙهو:** ذ. ڳنڍيو (ڪنهن چيزجو. مثلا آمل وغيره جو). پنوڙو ڳنڍيو. زنب. پهڻ.

**رُوڙو:** ص (ڏاٽڪي) سُٺو- عمدو. ڀلو. نيڪ (ث) رُوڙي).

**رُوزُ:** ذ (ف) ڏينهن- يوم. هڪ ڏينهن جي اجرت (ظ) روزانو- ڏهاڙي.

**روز اَفزُون:** ظ (ف) روزانو وڌندڙ- ڏينهون ڏينهن وڌندڙ.

**روزانو:** ظ (ف) هرروز. هميشه- سدائين.

**روزِ اَلَست:** ذ (ف) آدم جي پيدا ٿيڻ وارو ڏينهن (جڏهن خلقت جي روحن جو خالق (خدا) سان وعدو ٿيو هو.).

**روز بروز:** ظ (ف) ڏينهون ڏينهن. هر ڏينهن.

**روزِ جَزا:** ذ (ف) آخري ڏينهن- قيامت جو ڏينهن.

**روز روزُ:** ظ (ف) ڏهاڙي- روزانو- هروز.

**روز روشنُ:** ذ (ف) ڏينهن- صبح.

**روزگارُ:** ذ (ف) پيٽ گذر. نوڪري. ڌنڌو. ڪمائي. پورهيو.

**روزگار ڪرڻ:** نوڪري ڪرڻ. ڌنڌو ڪرڻ. پورهيو ڪرڻ. پيٽ گذر ڪرڻ.

**روزِ مَحشر:** ذ (ف) قيامت جو ڏينهن.

**روزمَره:** ظ (ف) روزانو- ڏهاڙي. هرڏينهن.

**روزَن:** ذ (ف) دري- ڳڙکي. روشندان وارو سوراخ.

**روزنامچو:** ذ (ف) روز جي ڏيتي ليتي لکڻ جو ڪتاب.

**روزنامو:** ذ (ف) روزاني اخبار.

**روز نجات:** ث (ف) ڇوٽڪاري جو ڏينهن.

**روزو شب:** ظ (ف) رات ڏينهن.

**روزو:** ذ (ف. روزه) دين اسلام جي فرض مطابق اَسُر کان وٺي سج لهڻ تائين نه کائڻ نه پيئڻ. فاقو.

**روزائتو:** ص. روزي سان.

**روزو پچڻ. روزو ٽوڙڻ:** روزي ۾ کاڌو يا ڪا به شيء کائڻ. وعدو ٽوڙڻ. عادت پچڻ.

**روزو ڇوڙڻ. روزو کولڻ:** سج لٿي کان پوءِ مقرر وقت تي ڪا شيءَ کائي روزو ختم ڪرڻ.

**روزو رکڻ:** دين اسلام جي مذهبي فرض موجب پرڀات کان اڳ مقرر وقت تي کائڻ. مقرر وقت ۾ کائڻ پيئڻ ختم ڪرڻ ۽ سڄو ڏينهن ويندي سج لٿي تائين نه ڪا شيءَ کائڻ نه پيئڻ.

**روزيدارُ:** ص. روزا رکندڙ. جيڪو روزي سان هجي.

**روزِي:** ث (ف) رزق- ڇُوٽو. روزگار- پورهيو.

**روزِي رَسان:** ص. رزق ڏيندڙ- ڇُوٽو ڏيندڙ. پروردگار.

**روزينو:** ذ (ف) روز جي اُجرت- ڏهاڙي.

**رُوسياه:** ص. مُنهن ڪارو. گنهگار. بدچال.

**رُوسياهي:** ث. ڪار مُنهائي. ذلت- رُسوائي. بدنامي.

**رَوِش:** ث (ف) چال- هلت. ڍنگ. نمونو. عادت. رسم. شڪل شبيهه- اوصاف.

**روشَنُ:** ص (ف) چمڪندڙ- مُنور. ڀڪندڙ. ٻرندڙ. چِٽو. صاف. ظاهر.

**روشن ڪرڻ:** چمڪائڻ. ٻارڻ. ظاهر ڪرڻ.

**روشنِ دِماغ:** ص. عقلمند- سياڻو- ڏاهو.

**روشناس:** ص (ف) واقف- ڄاڻ سڃاڻ.

**روشناسِي:** ث. واقف ڪاري. ڄاڻ سڃاڻ.

**روشنائِي:** ث. سوجهرو. چمڪو. جوت.

**روشندانُ:** ذ (ف) جاءِ جي دري يا جارو جنهن مان روشني اندر اچي، يا دونهون ٻاهر نڪري.

**روشن ضميرُ:** ص (ف) عقلمند. دل جي ڳالهه سمجهندڙ. ڪشف جو صاحب.

**روشِني:** ث (ف) نور- جوت. سوجهرو. چمڪو. رونق.

**روغَنُ:** ذ (ف) تيل. سٿپ. رنگ.

**روغني:** ص. تيل وارو. سٿيو.

**روڪَ:** ث. منع- جهل. آڏ- اٽڪاءُ. رنڊڪ. بند. ٽيڪ. روڪڙ- نقدي.

**روڪَ ٽوڪَ:** ث. جهل پل- منع- بندش.

**روڪُ:** ص. روڪڙو- نقد. موجود (پئسو).

**رُوڪاوَٽ:** ث. رنڊ- اٽڪاءُ.

**روڪَڙ:** ث. نقدي. حاضر پئسا.

**روڪڙو:** ص. نقد- حاضر رقم. (ظ) هڪيو تڪيو- بروقت.

**روڪَڻُ:** م. جهلڻ- منع ڪرڻ. آڏ ڏيڻ. ترسائڻ. بيهارڻ. بند ڪرڻ. بچائڻ. سنڀالڻ.

**روڪي ڇڏڻ:** منع ڪرڻ- جهلڻ. بند ڪرڻ.

**روگردان:** ص (ف) مُنهن مٽيندڙ. ڦرندڙ. منحرف- انڪاري.

**روگرداني:** . انحراف. انڪار. بغاوت. نافرماني.

**روڳُ:** ذ (سن. روگ) بيماري- مرض. آزار. وبال- جنجال. رت ڦُوڻ. ڦٽ مان وهندڙ گند.

**روڳِي:** ص. بيمار- مريض. گدلو- ڪنو. سست.

**رولُ:** ص. اجايو رُلندڙ. رولاڪ. هڪ هنڌ سڪ ڪري نه وهندڙ. اجايا ڌڪا کائيندڙ- آواره- رولو.

**رُولُ:** ذ (انگ) قاعدو- ضابطو. حڪم موجب دستور. ليڪن ڪڍڻ لاءِ گهڙيل گول ڪاٺي.

**رول پَين:** ث. پينسل.

**رولِڙو:** ذ. گهوم- چَڪر- ڦيرو. دربدري. جاکوڙ- ڪشالو.

**رولڙي ۾ پوڻ:** تڪليف ۾ پوڻ. اجاين پنڌن ۾ پوڻ. مصيبت ۾ پوڻ. ڌڪا کائڻ. دربدر ٿيڻ.

**رولَڻُ:** م. رُلائڻ- دربدر ڪرڻ. ڦِٽائڻ يا ڇڏڻ (اڌ ۾). ٿيٽارو وجهڻ. رنڊڪ وجهڻ.

**رولو:** ذ. هل- شور. جهڳڙو. ڌانڌل. گڙٻڙ. بي انتظامي. غلطي- ڀُل چُڪ.

**رولو:** ص. رولُ- رولاڪُ. بيگانو. ڌاريو- اوپرو. اڻ سونهون.

**رُومالُ:** ذ (ف) مُنهن اگهڻ لاءِ ڪپڙي جو چؤڪور ٽُڪرو.

**رُومالِي:** ث. برقعي جو جاريدار سنهو ڪپڙو جيڪو مُنهن ڪي ڍڪي.

**رُومَڙ:** ث. ڪاهه- جُلهه. اوچتو حملو. تکي ڊوڙ. اُلرَ

**رُومِي:** ص. روم جو رهاڪو- تُرڪُ. (ذ) ترڪيءَ

جي هڪ مشهور شاعر ۽ بزرگ مولانا جلالالدين جو لقب.

**رونبو:** ذ. پوک جي سلن کي هڪ هنڌان کڻي ٻئي هنڌ هڻڻ. ٻيجي جي وِهڙ ڪرڻ- وهراڄ- روت.

**رُونٽو:** ص. ٿونٽ ٿائين هڪڙي ٻانهن کان معذور. ٿُونٽو.

**رُونجهو:** ص. ڇُنجهو- جهَرو. پنبڻن ڪُٺل. جَهڪو ڏسندڙ.

**رُون رُون:** ث. روئڻ جو آواز. سارنگي يا گز سان وڄائڻ واري ڪنهن ساز جو آواز.

**رَونِشو:** ذ. تماشو. بازي يا کيل جو نظارو. کِل خوشي واري وندر.

**رَونَق:** ث (ع) چمڪو. سينگار. ٺاهہ جوڙ. تازگي- شادابي. آبادي. سهڻائي.

**رونق افروز، رونق افزا:** ص. رونق وڌائيندڙ.

**رونق افروز ٿيڻ:** اچڻ- تشريف آوري ڪرڻ.

**رونقدار:** ص. چمڪندڙ- ٻهڪندڙ. شاداب. سهڻو.

**رُونگ:** ث. وزن کان وڌيڪ ڳهُر- رُنگ. سَوائي.

**رُونگاٽُ:** ذ. "رُون رُون" جو آواز. رِينگٽُ. نار هُرلي وغيره وهڻ جو آواز.

**رُونگٽا:** ذ. بدن جا سنهان وار- لُونٺان.

**رونگٽا کڙا ٿيڻ:** ڊپ ۽ هراس ۾ بدن جا وار اُڀا ٿيڻ- وارَ ڪانڊارجڻ.

**رُونما:** ص (ف) مُنهن ڏيکاريندڙ. ظاهر- پڌرو.

**رُونمائي:** ث. ظهور. پڌرائي. نمائش.

**روڻِ:** ث. ڪنهن وهڪري جي ڪناري ۾ سوراخ جنهن مان پاڻي سوراخ ڪري ٻاهر وهي. جابلو يا وارياسي زمين مان سيمو ڪري وهندر پاڻي.

**روهہُ:** ذ. جبل- ڪوهہ- پهاڙ- ڏونگر.

**روهہ رِلا:** ذ. جبل ۾ رولڙو. ڪشالا- تڪليفون.

**روهہ ۾ رُلڻ:** مصيبت ۾ پوڻ. تڪليفن ۾ پوڻ. ڏاڪڙا ڏسڻ.

**روهِي:** ث. جبل جو ڪارو پٿر (جيڪو تمام سخت ٿئي، ان مان کرل ۽ اُکرا ٺهن). اوزارن کي سراڻ چاڙهڻ جو پٿر (عموما ڪارو ۽ سخت ٿئي). اُترئين ٿر ۾ زمين جو اهو ورق ۽ اها ايراضي جنهن ۾ هيٺ کُوهڻ سان پاڻي نہ ملي.

**روهيڙو:** ذ. ٿر ۽ ڪوهستان واري ايراضي جو هڪ وڻ.

**رُوءِ، رُو:** ث (ف) شڪل- صورت- چهرو- مُنهن.

**رُوءِ زمين:** ث. زمين جو مٿاڇرو. سڄي زمين- سڄي دنيا.

**رُوءِ سخن:** ذ. ڪنهن ماڻهو ڏانهن اشارو. خطاب.

**رُوءِ سُوءِ:** ظ (ف) پاڻ مرادو- خود خيال.

**روئڻُ، رُئڻُ:** م. روڄ ڪرڻ. لڙڪ وهائڻ- ڳوڙها ڳاڙڻ. شڪايت ڪرڻ. غم ڪرڻ. افسوس ڪرڻ. ڏک ڪرڻ. پڇتائڻ. گهوڙا گهوڙا ڪرڻ. ماتم ڪرڻ.

**روئڻ پٽڻ:** روڄ راڙو ڪرڻ. واويلا مچائڻ. روڄ راڙو ڪرڻ.

**روئندو وتڻ:** دانهون ڪندو رهڻ. گهوڙا گهوڙا ڪرڻ. افسوس ڪندو رهڻ.

**روئي ڏيڻ:** بي اختيار روئڻ. عاجز ٿيڻ. هار مڃڻ.

**رُوئڻو:** ذ. افسوس- ڏک. شڪايت. گهوڙا گهوڙا. (ص) روئندڙ. گهڻي ڪندڙ. ڏڄڻو.

**رُوئڻو روئڻ:** افسوس جو اظهار ڪرڻ. مصيبت جو ذڪر ڪرڻ. شڪايت ڪرڻ.

**رُوئيدگِي:** ث (ف) اوپڙ (ٻوٽن جو)- نسرڻ- چمڻ.

**رُويا:** ذ (ع) خواب- سپنو- سُهڻو.

**رويا؛ صادق:** ذ. سچو خواب.

**رُويَت:** ث (ع) ڏيکائي- نظر اچڻ.

**رُويَت هلال:** ذ. پهرين تاريخ جو چنڊ ڏسڻ.

**رَويو، رَوِيه:** ذ (ف) رسم- رواج. هلت- روش.

**رَهَ:** ث (ف. "راه" جو مخفف) رستو- دڳ- واٽ.

**رِها:** ظ (ف) آزاد- آجو. ڇُٽل (قيد کان).

**رَهاڪو:** ص. رهواسي- باشندو- وينل- رهندڙ.

**رِهاڻ:** ث. ڪچهري- مجلس. ڳالهه ٻولهه. وندر واري گفتگو.

**رهائش، رَهايَش:** ث (ف) قيام- سڪونت. رهڻ جي جاءِ.

**رَهائڻ:** مر. ترسائڻ- ٽِڪائڻ. ملتوي ڪرڻ. نِباهڻ (ياري. دوستي).

**رِهائڻُ:** مر. سُونهائڻ- جڳائڻ. واجب هئڻ. مباح هجڻ- جائز ٿيڻ.

**رِهائي:** ث (ف) آزادي- ڇوٽڪارو. نجات.

**رُهبانِيَت:** ث (ف) ترڪ دنيا- ويراڳ. پرهيزگاري. رياضت.

**رَهبَرُ:** ص (ف) راه ڏيکاريندڙ. رستي سان وٺي هلندڙ. واٽ ڏيکاريندڙ- گس لائيندڙ. اڳواڻ- سونهون. مددگار. مرشد- هاري.

**رَهبري:** ث. اڳوائي. رهنمائي. مدد- واهر. سُونهپَ.

**رَهپَٽ:** ذ. پٽڙي گپ- راڙو.

**رَهت:** ث. باقي- پاڇي. اوڌر. بقايا. بچت.

**رَهَٽڻُ:** مر. رهڙڻ- ڪنهڻ. گهوٽڻ.

**رَهرُوُ:** (ص) واٽهڙو- مسافر- پانڌي.

**رَهزن:** ص (ف) واٽ تي ڦُر ڪندڙ. واٽهڙن کي ڦريندڙ.

**رَهزَني:** ث. واٽ ويندڙ سان ڦُرَ- لُٽ مار.

**رَهڙَ:** ث. جسم تي گهڪي سان ٿيل نشان. رُهنڊَ. ڇڙٻ- ڏڙڪو.

**رَهڙ ڪڍڻ:** ڇڙٻڻ- ڇينڀڻ. چنڊ ڪڍڻ. ڏڙڪو ڏيڻ.

**رَهڙو:** ذ. زمين ۾ گهلجڻ جو نشان. رُهنڊَ. ڦڏو- تڪرار.

**رَهگذر:** ث (ف) واٽ- گسُ- سڙڪ- رستو.

**رَهڙڻ، رَهڙڻُ:** مر. ڪنهن سخت شيءِ سان جسم کي ڪرڙڻ. رُهنڊا پائڻ. رهٽڻ. رانيوٽا پائڻ. لينگها ڪڍڻ. زور سان روڙڻ.

**رَهلو:** ذ. گڏجي هلڻ واري رفاقت ۽ رونشو. گڏ هلندڙ سنگت جو ٽولو. ٽولي سان گڏ ڪچهري.

**رَهَن:** ذ (ع) گِروي- ڳهو.

**رِهندو:** ص. قانون يا شرع مطابق- جائز- روا.

**رُهنڊَ:** ث. رهڙ. رانيوٽو.

**رُهنڊَڻُ:** مر. رهڙون پائڻ. رانيوتا پائڻ.

**رُهنڊو:** ذ. رهڙ- رانيوٽو. گهڪي جو نشان.

**رَهَڻُ:** مر. ترسڻ- ٽِڪڻ. بچڻ. قائم ٿيڻ. رهجي وڃڻ.

**رهجي وڃڻ:** بچي وڃڻ- باقي بچڻ. ترسي پوڻ.

**رَهڻ سَهڻ:** ذ. بودوباش- اُٿي ويني- نشست برخواست.

**رَهڻي:** ث. رهڻ جو نمونو. هلت- ڍنگ.

**رَهڻِ ڪَهڻي:** ث. هلت چلت- اُٿي ويني. ريت رسم.

**رَهو:** ذ. ٻوڙَ جي لاس- رَسُ- شورو.

**رَهو ڪڍڻ:** سخت پورهيو وٺڻ- آزارڻ. ٿڪائڻ.

**رَهوار:** ذ (ف) گهوڙو.

**رَهواسي:** ص. رهاڪو- وينل- رهندڙ- مَڪِين.

**رُهي:** ث. سياري جو سخت سيءُ (جنهن ۾ هوا سان

گڏ ٺارُ ٿئي). سياري جي مند ۾ برسات سان گڏ هوا ۾ ٺارُ.

**رَهيلُ ڪهيل:** ص. بچيل سچيل- باقي- پاڇي. رهجي ويل.

**رَهين:** ذ (ع) گروي ۾ رکيل شيء. تابع- ماتحت.

**رَهينِ مِنت:** ص. زير احسان- ٿورائتو- ممنون.

**رَو:** ظ. سچو- اصلي. واجب. حقي.

**رَو:** ذ. وَهڪَ (پاڻيءَ جي). قطار. خيال- ويچار. پُورُ. شوق- ڪُڏ. موج- ترنگ. واري يا ريتيءَ جو دائو. ڪڪرو.

**رِو:** ظ. ري- سواءِ- بغير.

**رُئاٽُ:** ذ. روڄ- روئڻ.

**رُئارڻُ، رُئاڙڻُ:** م. روئاڙڻ.

**رَئجڻُ:** م. لٽ چڙهڻ- لٽجڻ. ريتجڻ.

**رُئڻُ:** م. روئڻ. روڄ ڪرڻ. افسوس ڪرڻ.

**رُئڻُ پِٽڻُ:** روڄ راڙو ڪرڻ. دانهون ڪرڻ. دانهن- فرياد ڪرڻ. پٽ پاراتو ڪرڻ.

**رُئنو:** ص. توريءَ گهٽي تي روڄ ڪندڙ. ڏڄڻو.

**رُئنهارڪو:** ص. غمگين- ڏکويل- آبديده.

**رَئو:** ذ (ع. ردا) عورتن جي مٿي ڍڪڻ جو ڪپڙو- پوتي- گندي.

**رَئوف:** ذ (ع) نهايت شفقت ڪندڙ. الله تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**رَئي:** ث. دَز- لَٽ. ڌوڙ- مِٽي. غبارُ. آسمان ۾ چڙهيل مٽي. چانور جو پڳل ڦرو. تِکي ڌوڙ (جنهن ۾ مِٽي اُڏامي).

**رَئي ڪرڻ:** ڌُوڙ ڪرڻ. چَٽ ڪرڻ- برباد ڪرڻ.

**رَئيس:** ذ (ع) سردار- سالار- اڳواڻ. مالڪ- حاڪم. نواب- امير.

**رَئيس عضوا:** ذ. بدن جا مکيه عضوا (دل، جگر، ڦڦڙ وغيره).

**ري، رِو، رِي:** صرف جر. بِنا- سواءِ- ڌاران. بي- بِلا (عموما لفظ جي اڳيان ڪم اچي. جيئن ري چيو، ري ملهه، ري گناه وغيره).

**رِيا، رِياء:** ذ (ع) ظاهرداري- ڏيکاءُ. بِيائِي- منافقت. طرفداري- پاسخاطري.

**ريا ڪرڻ:** بيجا پاسخاطري ڪرڻ. طرفداري ڪرڻ. منافقت ڪرڻ.

**رياحُ:** ذ (ع. 'ريح' جو جمع) بادي جو اخراج.

**رياسَتَ:** ث (ع) راڄ- حڪومت. حڪومت وارو علائقو. آزاد ملڪ. جاگير.

**رِياضُ:** ذ (ع. "روضہ" جو جمع) باغات. مشق- اُٿلائي. جفاڪشي- ڪشالو.

**رياضَتَ:** ث (ع) محنت. پورهيو. ڪشالو. مشق- ورزش. خصلت- هير- عادت. عبادت- بندگي.

**رِياضِي:** ث (ع) انگن ۽ عددن جو علم. حسابن جو علم.

**رياضيدانُ:** ص. حسابن جي علم جو ماهر.

**رِياڪارُ:** ص (ع) منافق. ٺگ. دغاباز.

**رِياڪارِي:** ث. ٺڳي- مڪاري. دنيا سازي.

**ريبُ:** ذ (ع) ٺڳي- مڪر- فريب- دغا. شڪ. گمان.

**ريبَڻُ:** م. ڌتارڻ- لالچائڻ. برغلائڻ. هرڪائڻ. ٺڳارڻ. موهڻ.

**ريبارو:** ذ. قاصد. پيغام رسائيندڙ.

**ريبارِي:** ذ. هڪ قوم ۽ ذات جو نالو.

**ريبَڙُ:** ذ. گدري جو هڪ قسم (بيضوي نموني گدرو).

**ريڙي؛** ث. ننڍو ريڙ.

**ريتِ؛** ث. رسم- رواج. هلت. هلي چلي. قاعدو. ترڪيب- اٽڪل. هير- عادت.

**ريت رسم؛** ث. هلي چلي- رسم رواج.

**ريتي؛** ث. جابلو علائقي جي مٽي (جيڪا پهڻن جي پورِ ٽٽي). لوهہ کي گسائڻ جو اوزار- رواتي.

**ريٽُ؛** ذ. وهندڙ پاڻي جي تري ۾ گڏ ٿيل واريا سي مٽي. دريا جي ڇڏيل رڌ واري زمين. (انگ) اگهہ- قيمت- مُلهہ.

**ريٽڻُ؛** م. رد ڪرڻ. نظرانداز ڪرڻ. ليکي ۾ نہ آڻڻ. قبول نہ ڪرڻ.

**ريٽو؛** ذ. ڳاڙهو خُلواڻ جو ڪپڙو. ڳاڙهو ڪپڙو. (ص) ڳاڙهو- رَتو. سهڻو رتل.

**ريجُ؛** ذ. آبادي کان اڳ زمين کي ڏنل پاڻي. پوک کي پاڻيءَ جي پيچَ.

**ريج ڪرڻ؛** پوک کان اڳ زمين کي پاڻي ڏيڻ.

**ريجو؛** ذ (ف. ريزه) ڪليل رقم- ڇُڙيا پئسا- ريزگاري.

**ريجيمينٽ؛** ث (انگ) فوج جو دستو. پلٽڻ.

**ريجهہَ؛** ث. پسندي. مرضي. فرحت. راضپو. خوشي. وندر.

**ريجهہ رهاڻ؛** ث. وند وروندهہ- ڪچهري.

**ريجهائڻُ؛** م. راضي ڪرڻ- مائل ڪرڻ. وندرائڻ. خوش ڪرڻ. لالچائڻ. پرچائڻ. پريائڻ.

**ريجهڻُ؛** م. راضي ٿيڻ- خوش ٿيڻ. دل ٿيڻ. پسند اچڻ- وڻڻ. مائل ٿيڻ- موهت ٿيڻ. پرچڻ. پريڻ. وندرڻ.

**ريچڪُ؛** ذ. دل جي ڇڪَ- اُمنگ. اوچتو خيال- پُور. جُوجڪي. سوداءُ- خفقان.

**ريحَ؛** ث (ع) هوا. بادي. ٽِٽَ.

**رَيحانُ؛** ذ (ع) هڪ خوشبوءِ دار ٻُوٽو- نازبوءِ.

**ريختہ، ريختي؛** ص (ف) ڪريل. هاريل. ڇڙوڇڙ- پکڙيل (ث) اڳاٽي اردو ٻوليءَ ۾ چيل نظم.

**ريڏائي؛** ث. رُسامو. ڏنگائي. تڪرار- جهيڙو.

**ريڏو؛** ذ. ڏنگ- تڪرار- ضد. ڪوٺ- ڪُپت.

**ريڊرُ؛** ذ (انگ) ابتدائي درسي ڪتاب.

**ريڊيو؛** ذ (انگ) آواز جهٽڻ جو هڪ عام مشهور اوزار.

**ريڊارُ؛** ص. رڏون چاريندڙ- رڏون ڌاريندڙ.

**ريڊو؛** ص. رڏن جو (گوشت، پاڻ وغيره).

**ريڙَ؛** ث. ڪپڙي جي پَٽي يا ٽُڪري- ليڙَ. اڳڙي- تڳڙي.

**ريڙَ پيڙَ؛** ث. ٻار جي دانهن ڪُوڪ. ڪيٽو. ٽانڊل. تڪرار. حجت بازي. گهپي.

**ريڙَ پيڙ ڪرڻ؛** ڇڪ تاڻ ڪرڻ- تڪرار ڪرڻ- گهل گينداڙ ڪرڻ. ڪنجهڻ ڪُرڪڻ.

**ريڙهہَ؛** ث. چورڻ يا سيرڻ جو عمل- ڌڪو- ٺيلهو.

**ريڙهڻُ؛** م. چورڻ- سيرڻ. اڳتي ڌِڪڻ. ڪسڪائڻ.

**ريڙهو؛** ذ. گِسڪو. ٺيلهو. ٻارڙي کي پنڌ سيکارڻ جو ڳاڏو. سامان ڍوئڻ لاءِ هڪ قسم جي گهوڙي گاڏي.

**ريڙهي؛** ث. گِسڪو. ٻانبڙو (ٻار جو).

**ريڙهيون پائڻ؛** ٻانبڙا پائي هلڻ (ننڍڙن ٻارڙن وانگر). گسريون ڏيئي هلڻ.

**ريز؛** ص (ف) وهائيندڙ- ڳاڙيندڙ. پکيڙيندڙ (صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ لفظ جيئن گُلريز. آشڪ ريز وغيره).

**ريزَش؛** ث (ف) زڪام- نزلو- ڳاڙو. نَڪ وهڻ.

**ريزالو؛** ص (ع. رذيل) ڪميڻو. هلڪي طبيعت وارو- ٽرڙو.

**ريزڪي؛** ث (ف. ريزگي) ڪليل رقم. ڇڙيو واپار.

**ريزگاري،** ث. ريجو- مٿيل رقم- ڪليل پئسا.

**ريزو،** ذ (ف) ريجو- مٿيل رقم. ٽورو ذرو- ٽورو ٽڪر. پُرزو.

**ريزه،** ذ (ف) ٽڪرو. ذرو. پورُ. ٽورو ذرو.

**ريزوليشن،** ذ (انگ) ٺهراءَ- قرارداد- تجويز.

**ريسٽ،** ث (انگ) آرام. ساهي.

**ريسٽ هائوس،** ذ. آرام گاه. آفيسرن جي رهڻ لاءِ جاءِ.

**رِيسَ،** ث. برابري- مقابلو. رشڪ- هُوسَ. حسد.

**رِيسَ ڪرڻ،** حسد ڪرڻ- ساڙ ڪائڻ. هَمسري ڪرڻ. برابري ڪرڻ.

**رِيسارو،** ص. ريس ڪندڙ. حسد ڪندڙ.

**رِيشَ،** ث (ف) ڏاڙهي. ڏاڙهيءَ جا وار.

**ريشمُ،** ذ (ف) پَٽُ- حرير. پَشم.

**ريشمي،** ص. پَٽ جو- پٽ مان ٺهيل (ڪپڙو).

**ريشو،** ذ (ف) سُٽَ جي تند. چارو. وڻ جو تاندورو. زخم مان وهندڙ رت پُونءِ.

**ريشہ دَواني،** ث. مستي- شرارت. فساد وجهڻ جون اٽڪلون.

**ريشہ خطمي،** ص. گهڻو ڪلندڙ. خوش. ريجهي ويل.

**ريڪَ،** ث (ف. ريخ) دست- اسهال.

**ريکا،** ث (سن) ليڪَ- خط- ڏاري.

**ريگ،** ث (ف) واري- ريتي.

**ريگزارُ،** ص (ف) رڻ پٽ- صحرا.

**ريگِستانُ،** ذ (ف) رڻ پٽ- صحرا. واريءَ وارو علائقو- ٿر.

**ريگِمالُ،** ذ (ف) ڪاٺ کي صاف ۽ لِسي ڪرڻ لاءِ ريتي يا شيشي لڳل ڪاغذ.

**ريگِماهي،** ث (ف) ڳوهہ- پَٽِ مڇي.

**ريڳاڙُ،** ذ. ڦٽ يا زخم مان وهندڙ رتُ پُونءِ.

**ريڳاڙو،** ذ. ڦڙو ڦُڙو ٿي وَهڻ. ڳاڙو.

**ريڳاڙي،** ث. وهندڙ رس. وات مان وهندڙ ڳگ.

**ريڳڙيارو،** ص. واريءَ سان ڀيوت. چنل گوڏڙين وارو فقير.

**رِيلَ،** ث. گهٽائي- جهاجهہ. هيناهين ۽ آباد زمين- وادي. ويءَ- چراگاه. سيلابي زمين. ٻوڏ- اُٿل. بَرهرو.

**رِيلَ چِيلَ،** ص. گهڻو- زياده. عام جام.

**رَيلَ، رِيلُ،** ث (انگ) سُٽ ويڙهڻ لاءِ ڪاٺيءَ جو گول ٽيٽو- ڦِرِڪي. خالي نَڙي (سُٽ ويڙهڻ لاءِ).

**رِيلَ گاڏي،** ث. آگ گاڏي.

**ريلَڻُ،** م. اُٿلڻ (پاڻي). اُٿل ڪري ٻوڙڻ (زمين). ڌڪڻ- ٺيلهڻ.

**ريلو،** ذ. وَهڪ- وهڪرو. پيشاب- ناڙا ڇوڙ.

**ريلي پُوڻ،** ص. زمين تان ريلو ڪري وهندڙ (مينهن جو پاڻي).

**ريلوائي،** ث (انگ) ريلوي لائين. ريل گاڏي.

**رِيمُ،** ذ (انگ) ڪاغذن جي ويهن دستن جو بنڊل.

**رِيميا،** ث (ف) اهو خيالي علم جنهن جي زور سان انسان ڪنهن بہ هنڌ هليو وڃي.

**رَينَ،** ث. رات- شب- ليل. (انگ) گهوڙي جي واڳ.

**رِين رِين،** ث. ٻار جي روئڻ يا ڪنهن ساز جو آواز.

**رِينگَ،** ث. رِين رِين. رينگُ. ڪرڪڻ يا ڪنجهڻ جو آواز.

**رِينگٽُ،** ذ. نار يا هرلي جي وهڻ جو چيڪاٽُ. ڪُرڪُر- ڳُهر ڳُهر.

**رِينگو،** ذ. روچ- سنهي آواز سان رئڻ. ڪُر ڪُر- گهيي- ڪيٽو.

**ريڻ، ريڻي،** ث. درياء مان ڦاٽي نڪتل وهڪرو- ڦاٽ. مينهن جي پاڻيءَ جو وهڪرو. ميرپور ماٿيلي وٽان

درياء جي ماضيءَ جو وهڪرو.

**ريوڙِي:** ث. (کنڊ ۽ تِرن مان ٺهيل مٺائي).

**ريوڙيون ورهائجڻ:** سٽ جو مال ملڻ. بنا پورهئي جي ملڻ.

**رِيُون:** ث. چانورن جا ذرا. پکل چانور- اتڙ.

**ريھِ:** ث. مُڇن يا ڏاڙهي جي اڇڻ وارا اوائلي وار (جيکي تمام نرم ۽ ساوڪ تي ڏيکائي ڏين).

**رِيهَه:** ث. رڙ- دانهن. واڪو.

**رِيهون ڪرڻ:** دانهون ڪرڻ- رڙيون ڪرڻ. فرياد ڪرڻ. هُل ڪرڻ.

**رِيهاٽُ:** ذ. وڏي رڙ- دانهن. رَنب.

**ريهہُ:** ذ. ڌاتو (ڳهه، ٽانءُ وغيره) کي مصالحي جو ڳنڍُ- ٽاڪو.

**ريهَڻُ:** م. ريهہ ڏيڻ (ڳهه، ڌاتو وغيره کي)- ٽاڪو ڏيڻ. ڳنڍڻ- جوڙڻ. ريجهائڻ- هرڪائڻ. ڏُتارڻ.

**ريهڻ ريبڻ:** پرچائڻ سرچائڻ. لالچائڻ- ڌتارڻ.

# ڙ

**ڙ:** ث. اُچار "ڙي". سنڌي "الف- بي" جو چوويهون اکر. "ڙي" جو مخفف (جيڪو مخاطب ٿيڻ ۾ ڪم اچي). هن اکر جي شروعات سان ڪوبہ لفظ ٻوليءَ ۾ ڪونهي.

# ز

**ز:** ث. اُچار "زي". سنڌي "الف- بي" جو ستاويهون اکر، فارسي جو تيرهون اکر ۽ عربي الف- بي جو يارهون اکر. ابجد موجب عدد (٧).

**زابِرُ:** ص (ع. جابر) زبردست. ڏاڍو. جابر.

**زاد:** ص (ف) صفاتي پڇاڙي جيڪا ڄڻيل جي معنيٰ ڏيکاري. جيئن "آدمزاد، پريزاد، وغيره".

**زادِ بُوم:** ذ. ڄمڻ جو هنڌ- جنم ڀومي.

**زادُ:** ذ (ع) راه جو ٿمر- توشو. (ص) ڄڻيل- اولاد.

**زادِ راه:** ذ. سفر جو سمر.

**زادو:** ص (ف. زاده) ڄڻيل. اولاد. (ث. زادِي)

**زار:** ص (ف) روئندڙ. مصيبت جو ماريل. اٻرو- ضعيف. (ذ) گهٽائي. اها جاءِ جتي ڪنهن شيءِ جي گهڻائي هجي، جيئن "گلزار، لالہ زار وغيره".

**زاروزار، زاروقطار:** ظ. تمام گهڻو. تمام گهڻو روئڻ. روڄ- زاري.

**زارِي:** ث (ف) روڄ- پٽڪو. منٿ. آزي نيازي.

**زاغُ:** ذ (ف) ڪانءُ.

**زالَ:** ث (ف) عورت. گهرواري- جوءِ. رستم پهلوان جي پيءُ جو نالو.

**زانُو:** ذ (ف) رانَ- سَٿر- جوٽ. گوڏو.

**زانِي:** ص (ع) زنا ڪندڙ. بدڪار.

**زآوِيہَ، زاويہ:** ذ (ع) ڪُنڊ.

**زاھِدُ؛** ص (ع) دنيا کان الڳ رھندڙ- تارڪ. عابد.

**زائچو؛** ذ (ف. زائچہ) جنم پتري. رمل جون شڪليون.

**زائدُ؛** ص (ع) زيادہ- وڌيڪ. بچيل. وڌيل. اجايو- فالتو.

**زائرُ؛** ص (ع) زيارتي. زيارت لاءِ ويندڙ. جاتري.

**زائفان؛** ث (ع. ضعيف) عورت. زال.

**زائلَ؛** ص (ع) پري ٿيندڙ. ختم. ضايع.

**زائيدَہ؛** ص (ف) ڄڻيل- پيدا ٿيل.

**زَبانَ، زُبانَ؛** ث (ف. زُبان) ڄڀَ- لِسان. ٻولي- ڀاشا. وعدو- ٻول.

**زبان تي چڙھڻ؛** وري وري اُچارجڻ. ياد پوڻ. وِرد ٿيڻ.

**زَبان ڏيڻ؛** وعدو ڪرڻ- انجام ڪرڻ.

**زَبان زد ٿيڻ؛** عام ماڻھن ۾ مشھور ٿيڻ.

**زَبان ھلائڻ؛** چوڻ- ڪُڇڻ. ڳالھائڻ. حڪم ڪرڻ. گھڻو ڳالھائڻ. اجايو ڳالھائڻ.

**زَبان بَندي؛** ث (ف) خاموشي- چُپ- ماٺ.

**زَباندان؛** ص (ف) ٻوليءَ جو ڄاڻو. ٻولين جو ڄاڻو ماھر.

**زَباندانِي؛** ث (ف) ٻولي جي ڄاڻ. علم اللسان.

**زَبان دَراز؛** ص (ف) گھڻو ڳالھائيندڙ. بڪواسي. گاريون ڏيندڙ. گستاخ.

**زَبان دَرازِي؛** ث. اجايو ڳالھاءِ. بد زباني- گستاخي. گارگند.

**زَباني؛** ث (ف) شاھدي- گواھي- بيان. (ص) چيل. ٻڌل. برزبان.

**زَباني امتحان؛** ذ. زباني پڇا وارو امتحان.

**زَباني حساب؛** ذ. بنا لکڻ جي ڳڻڻ وارا حساب.

**زَبانو؛** ذ (ف) چمڙي جو ڪشو يا پٽو.

**زَبَر؛** ظ (ف. 'ازبر' جو مخفف) مٿي- مٿان. ڳرو. ڏاڍو. (ث) گرامر موجب اکر جي مٿان 'ـَ' آواز وارو اچار ڏيکاريندڙ نشاني. (ع. 'ضَرب' جي اُبت) ڌڪ- گھاءُ.

**زَبَرُ؛** ص (ف) مٿاھون. اعليٰ ڳرو. ڏاڍو.

**زَبردَست؛** ص (ف) زور وارو- ڏاڍو. بالا- اعليٰ (اختيار وارو). سگھارو. طاقتور. ظالم. مٿاھون.

**زَبردَستِي؛** ث. ڏاڍَ- جَبَر. ظلم. ڏاڍائي.

**زَبردستي ڪرڻ؛** زوري ڪرڻ. ڏاڍ مڙسي ڪرڻ. ظلم ڪرڻ.

**زَبرو؛** ص (ع. جبرو) ڏاڍو. زبردست. سگھارو. ڳرو.

**زَبرجَد؛** ذ (ع. ف) ھيري جو قسم- زمرد.

**زَبُور؛** ذ (ع) حضرت دائود عليہ السلام تي نازل ٿيل الھامي ڪتاب.

**زَبُون؛** ص (ف) تباہ. چٽ. برباد. ھيٺو.

**زَبُوني؛** ث. ڀڃي ڀُري خراب ٿيڻ جي حالت. تباھي.

**زَٽُ، زَٽلُ؛** ذ. ڪُوڙ- ٻٽاڪ.

**زَٽ ھڻڻ؛** ٻٽاڪون ھڻڻ. ڪُوڙ ھڻڻ.

**زَٽلِي؛** ث. ٻٽاڪي- ٻاڙي- لباڙي.

**زَپُ؛** ذ. ڪرڻ يا ڌڪ جو آواز- ٺھڪو. (ظ) ڏو- ڇَپ.

**زَپڙاٽُ، زَپڪو؛** ذ. ٺھڪو. دَبڪو.

**زچُ؛** ص. عاجز- بيوس. ڪَڪُ.

**زَچَہ؛** ث (ف) ھٿ پير لڌل عورت- ويايل عورت.

**زَچہ خانہ؛** ذ. وير گھر.

**زَچگِي؛** ث. ھٿ پير لھڻ- ويامڻ (عورت).

**زُحلُ؛** ذ (ع) نظام شمسي جو ھڪ گرہ- ڇنڇر.

**زَحمت،** ث (ع) مصيبت. تڪليف. محنت. پريشاني. مرض- بيماري.

**زَخمُ،** ذ (ف) گھاءُ. ڦير- وَڍُ. صدمو.

**زَخمِ خورده،** ص. زخمي- گھايل- مجروح.

**زَخمجَڻُ،** م. گھائجڻ. ڦٽجڻ. ڏڪوئجڻ.

**زَخمي،** ص (ف) گھايل- ڦٽيل- مجروح.

**زَد،** ث (ف) چوٽ- ڌَڪ- نشانو.

**زَد ۾ اچڻ،** نشاني ۾ اچڻ- مارُ ۾ اچڻ.

**زَدگان،** ص (ف. 'زده' جو جمع) صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ. جيئن "مصيبت زدگان".

**زَدگي،** ث (ف) مارَ- چوٽَ. صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ. جيئن "آفت زَدگي".

**زَدَني،** ص (ف) مارڻ جي لائق- قتل جي لائق. صفاتي پڇاڙي طور ڪم اچي. جيئن "گردن زدني".

**زدوڪوب،** ث (ف) مارَڪُٽَ.

**زَدَه،** ص (ف) ماريل- ڌڪيل. صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ. جيئن "آفت زده. مصيبت زده. وغيره".

**زَر،** ث (ف) سونُ- طلا. دولت- ناڻو.

**زَر لُٽائڻ،** دولت اُڏائڻ. عيش ڪرڻ.

**زراعَت،** ث (ع) پوک- کيتي. هارپ.

**زراعَت پيشه،** ص. هاريو ڪندڙ- هاري.

**زَر اَفشان،** ص (ف) چمڪندڙ. سون وانگر جَرڪندڙ.

**زَرباف، زَر بافت،** ص (ف) زريءَ جو پرت ڪندڙ- زردوز.

**زر بافي،** ث (ف) سوني تار سان پرت يا اُڻاوت جو ڪم.

**زَربفت،** ذ (ف) سون ۽ ريشمي تندن سان اُڻيل ڪپڙو- ڌماچ. ڪيمخواب.

**زَرتُشت، زَردَشت،** ذ (ف) عقل ڪُل. نور الاهي. روح. قديم ايران جو هڪ مشهور سُڌارڪ (جيڪو پارسي مذهب جو باني هو).

**زَرخَريد،** ص (ف) ناڻي سان ورتل- مُلھ ورتل.

**زَرخيز،** ص (ف) دولت اُپائيندڙ. سرسبز- آباد.

**زَرخيزي،** ث. آبادي- سرسبزي. خوشحالي.

**زَرد،** ص (ف) سونهري. پيلو. هيڊو- ڦِڪو.

**زَردارُ،** (ف) دولتمند- تونگر- شاهوڪار. امير.

**زَردالُو،** ذ (ف) ميوي جو هڪ قسم.

**زَردُرو،** ص (ف) ڦِڪو. شرمسار- لڄي. ڊنل.

**زَردو،** ذ (ف. زَردَه) زعفران جي رنگ ۾ رڌل مِٺا چانور- چاشني. (ص) پِيلو- هيڊو.

**زَردوزُ،** ص (ف) زَريءَ جو پرت ڪندڙ.

**زَردوزي،** ث. زريءَ جو پرت.

**زَردي،** (ف) پيلاڻ- ڦڪائي. بيضي جو اندريون پِيلو مادو.

**زَرع،** ث (ع) پوک- کيتي.

**زرعي،** ص. پوک لائق. پوک ۾ ڪم ايندڙ (زمين، ٻج، وغيره).

**زَرق بَرق،** ذ (ع) شان شوڪت.

**زرڪوبُ،** ص (ف) سون چاندي جا ورق ٺاهيندڙ.

**زَرگر،** ص (ف) سونارو.

**زَرگري،** ث. سونارو ڪم.

**زَرنگار،** ص (ف) سونهري- طلائي (ڪم). منقش.

**زَرنگاري،** ث. سونو ڪم (پرت). سونو پاڻي (چاڙهڻ جو ڪم). ملمع سازي.

**زُرو،** ذ (ع. جَره) باز جو هڪ قسم.

**زِرِهَ،** ث (ف) فولاد جي زنجيرن يا ڇَلن مان ٺهيل ڪُڙتو (جيڪو لڙائي ۾ تلوار جي بچاءَ کان پائجي)- پاکر.

**زِرهَ پوش:** ص. زره پاتل- پاکر پاتل.

**زَري:** ث (ف) سون مان نهيل تند (جيڪا پرت پرڻ ۾ ڪم اچي). ڪلابات- مُقيس.

**زَرين:** ص (ف) سونو- سون جو- سونهري. قيمتي.

**زَعفران:** ث (ع) هڪ قسم جو ٻوٽو ۽ ان جو گل (جيڪو خوشبودار ٿئي). زعفران جي گل جو ٻُور- ڪيسر.

**زعفراني:** ص. زعفران جي رنگ (نارنگي) جو. ڪيسري.

**زَعم، زُعم:** ذ (ع) گمان- خيال. تڪبر- غرور.

**زَقند:** ث (ف) ڇال- ٽپ- ٻِڏ.

**زَڪ:** ث (ع) شڪست- هار. هلڪڙائي. شرمساري. نقصان. ذلت. بيعزتي.

**زُڪام:** ذ (ع) ڳچي ۽ نڪ جي هڪ بيماري (جنهن ۾ ريزش ٿئي).

**زَڪوات:** ث (ع) خيرات. صدقو. سال جي بچت مان خدا جي راه ۾ ڪڍيل چاليهين پَتي.

**زَلزلو:** ذ (ع) زمين جو ڌوڏو- ڏُبَ. ٽرٽلو.

**زُلفَ:** ذ (ف) لڙٽي وٽ لٽڪندڙ وارن جي ڇڳَ- جاد. وار- ڪاڪُلَ- گيسُو. ڳُنڍيل وار.

**زُلف پريشان:** ذ. کُليل وار.

**زُلفي:** ث. وارن جي ڇڳ. چوٽي.

**زِمام:** ث (ع) واڳ- لغام.

**زَمان:** ذ (ع) زمانو- وقت- دور.

**زَمان حالُ:** ذ. هلندڙ وقت. گرامر ۾ هلندڙ وقت جي معنيٰ ڏيکاريندڙ فعل.

**زَمانُ ماضي:** ذ. گذريل وقت. گرامر موجب گذريل وقت جي معنيٰ ڏيکاريندڙ فعل.

**زمان مستقبل:** ذ. ايندڙ وقت. گرامر موجب ايندڙ وقت جي معنيٰ ڏيکاريندڙ فعل.

**زمانو:** ذ (ع. زمانه) وقت- دور- سمو. عرصو- مُدت. ميعاد. موسم- مُند. حڪومت- عهد. جڳ. مخلوق- عالم.

**زماني جا رنگ:** محاورو. وقت جون تبديليون. ڦيرگهير. انقلاب.

**زمانو ڏِسڻ:** دنيا ڏسڻ. تجربو پرائڻ. آزمودگار ٿيڻ.

**زماني ساز:** ص. خود غرض- مطلبي.

**زماني سازي:** ث. ظاهرداري- مڪاري. خوشامد.

**زماني جو حال:** محاورو. ماڻهن جي حالت. وقت جي حالت. هلي چلي.

**زُمرُد:** (ف) هڪ قسم جو قيمتي پٿر. سائي رنگ جو هيرو.

**زُمرَه:** ذ (ع) گروه- ٽولو- جماعت.

**زَمزَم:** ذ (ع) مڪي منوره جو اهو قديم چشمو جيڪو حضرت اسماعيل عليہ السلام جي ڇڙين هڻڻ سان پيدا ٿيو هو (هن وقت اهو کوهه بنجي ويو آهي).

**زَمين:** ث (ف) ڌرتي- ارض- پرٿوي. ڀُونءِ. خشڪي. مِٽي. مُلڪ. علائقو. ايراضي. ترُ (ڪپڙي جو).

**زمين آسمان هڪ ڪرڻ:** ڏاڍي ڪُولا ڪرڻ. نهايت ڪوشش ڪرڻ.

**زمين اُٿلائڻ:** انقلاب آڻڻ. هلچل مچائڻ.

**زمين بوس:** ص. ڪريل- ڊٺل.

**زمين جاءِ ڏيڻ:** زمين ڦاٽڻ- ڌرتيءَ ۾ سمائجڻ. شرمسار ٿيڻ.

**زمين دوز:** ص. زمين ۾ پوريل- زمين ۾ دٻيل.

**زِميني:** ص. زمين جو- ڌرتيءَ جو.

**زَميندارُ:** ص (ف) زمين جو مالڪ.

**زَميِنداري:** ث. زمين جي پوک ۽ سنڀال.

**زَن:** ث (ف) عورت- زال. گهر واري- جوءِ. (ص) هڻندڙ- ماريندڙ. مثلا "راهزن وغيره".

**زن مُريد:** ص. زال جو مطيع- مَجو.

**زِنا:** ذ (ع) زال کان سواءِ ٻيءَ عورت سان بدڪاري.

**زِنا بِالجَبر:** ذ. زوري زنا.

**زُنار:** ذ (ع) اهو ڌاڳو جيڪو عيسائي، يهودي ۽ مجوسي چيلهه ۾ ٻڌن ۽ هندو ڳچي ۽ بغل ۾ وجهن- جڻيو.

**زِناڪار:** ص (ف) بدڪار.

**زناڪاري:** ث. بدڪاري- زنا.

**زَنانِ خانو:** ذ (ف) گهر ۾ زالن وارو حصو- حرم.

**زنانو:** ص (ف) زالائو- زالن جو- عورتائو. زالن وانگر حرڪتون ڪندڙ-- ڪدڙو.

**زناني:** ص. زالن جي- عورتن جي.

**زَنبُ:** ذ. پَٽ جو وڏو گراهه.

**زنبُ:** ذ. سِرَ جو ٽڪر. مِٽيءَ جو وڏو پَتر.

**زَنبُور:** ذ (ع) آنبور- پَڪڙ.

**زَنبِيلَ:** ث (ع) ڇٻي. ڪشتو. ڪشڪول. جهولي (فقير جي)- بگري.

**زَنجِيرَ:** ث (ف) لوهي ڪڙين مان ٺهيل سنگهر- سلا سل- نيٺر. پيرن جي بيڙي (پير ڪڙي) دروازي جو ڪڙو. قطار- سلسلو. پيرن جي بيڙي.

**زَنجِيري:** ث. سنهي زنجير. هڪ قسم جو ڳهه (سون يا چاندي مان ٺهيل سنهي سنگهر، ڳچيءَ ۾ پائڻ لاءِ).

**زَنجِيري:** ث. سنهي زنجير. هڪ قسم جو ڳهه (سون يا چاندي مان ٺهيل سنهي سنگهر، ڳچيءَ ۾ پائڻ لاءِ).

**زَندانُ:** ذ (ف) جيل- قيدخانو- بنديخانو.

**زور ولڻ:** طاقت ونڻ. جوش ۾ اچڻ. ڏاڍو ٿيڻ.

**زور آزمائي:** ث (ف) طاقت جو مظاهرو. هلندي ڇڪندي جو مقابلو.

**زور آوار، زوراوار:** ص (ف) ڏاڍو. پهلوان. زبردست. پنهنجي مڙسي وارو. ڏاڍو مڙس.

**زورآوري، زوراوري:** ث. ڏاڍئي. پهلواني. مڙسي. ڏاڍمڙسي.

**زورا زوري:** ث (ف) زبردستي- ڏاڍائي- زوري (ظ) زور سان- جبرا.

**زوردارُ:** ص (ف) زور وارو- ڏاڍو. طاقتور- سگهارو.

**زورائتو:** ظ. زور سان- ڏاڍي طاقت سان.

**زورُ شُورُ:** ذ (ف) جوش وخروش. حوصلو- همت. طاقت.

**زورظُلم:** ذ. ڏاڍائي- جبر. بي انصافي.

**زوِري:** ث (ف) زبردستي- ڏاڍائي. (ظ) ڏاڍ سان- جبر سان.

**زَورَق:** ث (ع) هڪ قسم جي ننڍي ٻيڙي. ملتاني ٻيڙي.

**زُوزاٽُ، زُوڪاٽُ:** ذ. چرخي، لاٽون يا زور سان هوا ۾ وچڻ جو آواز.

**زُوم:** ذ. زور- تِڪَ- طاقت.

**زُون:** ذ. زور سان هوا ۾ وچڻ جو آواز.

**زِهَ:** ث (ف) ڪمان ۾ پيل تند (جيڪا آنڊي يا رودي مان ٺهي). ڪناري- وَٽ (ڪپڙي کي).

**زُهدُ:** ذ (ع) پرهيزگاري- تقويٰ.

**زَهَرُ:** ذ (ف) وِهُ- وِڪُ- سِمُ. (ص) ڪڙو- تلخ.

**زَهرُ آلوده:** ص. وِهه وارو- زهريلو.

**زهر اوڳارڻ:** ڪنهن جي خلاف ڳالهائڻ. بدنيڪي ڪرڻ. وير وجهي ڳالهائڻ.

**زهر مار ڪرڻ:** مجبوريءَ سان ڪا اڻ وڻندڙ چيز کائڻ.

**زَهر مُهرو:** ذ (ف) هڪ قسم جو پٿر (جيڪو زهر کي چُهي وٺي).

**زَهر هارڻ:** پنهنجي ڪاوڙ يا ڏمر ٻئي تي چنڊڻ.

**زَهري، زَهريلو:** ص. زهر وارو- وِهِ وارو.

**زُهَرہ:** ذ (ع) هڪ گرِهہ جو نالو (جيڪو آسمان ۾ تمام گهڻو چمڪندو رهي).

**زُهره جَبِين:** ص. چمڪندڙ پيشاني وارو. سهڻو- خوبصورت- حَسِين.

**زَهي:** ندا (ف) شاباس- مرحبا.

**زهي قسمت، زهي نصيب:** ندا. خوش باش- خوش قسمتي.

**زَهِير:** ص (ع) بيمار. هيٺو- اويرو. غمگين. اُداس.

**زِيادَتي:** ث (ع) واڌارو. گهڻائي. اضافو. ڪثرت. ڏاڍائي- جبر.

**زِيادَہ:** ص (ع) گهڻو. وڌيڪ. جهجهو. سَرسو. گهڻي قدر.

**زِياده تَر:** ظ. گهڻو ڪري. تمام گهڻو.

**زِيارَت:** ث (ع) ڪنهن مقدس جاءِ يا شيءِ کي ڏسڻ. مقدس جاءِ ڏانهن سفر. ديدار.

**زِيارتَ گاه:** ذ. مقدس جاءِ. آستانو. درگاه.

**زِيارَتي:** ص. زيارت ڪندڙ. زيارت تي ويندڙ. جاتِري.

**زِندَگاني:** ث (ف) حياتي- جياپو- زندگي.

**زِندگي:** ث (ف) حياتي- جياپو. عمر- ڄمار.

**زندگي بسر ڪرڻ:** حياتي گذارڻ. ڄمار پوري ڪرڻ.

**زندگي بخش:** ص. حياتي ڏيندڙ- جيارينڌڙ.

**زندگي بخشڻ:** حياتي ڏيڻ- جيارڻ.

**زِندَہ:** ص (ف) جيئرو- حيات- چڱو ڀلو.

**زنده ڪرڻ:** جيئرو ڪرڻ. روشن ڪرڻ. مشهور ڪرڻ.

**زنده آباد، زنده باد:** دعائيہ جملو (ف) سدائين جيئرو هجي. هميشہ سلامت.

**زنده جاويد:** ص (ف) هميشہ لاءِ جيئرو- سدائين حيات.

**زِندهَ دَرگور:** ص (ف) جيئري قبر ۾. مُئن گڏ. عذاب ۾.

**زنده دِل:** ص (ف) خوشمزاج- کلمک.

**زنده دِلي:** ث. خوشمزاجي- خوشطبعي.

**زِنديق:** ص (ع) بي دين- مشرڪ- ملحد.

**زَنگُ:** ذ (ف) ڪَٽُ- ڪَٽُ (ڌاتوءَ جو). عداوت- ويرُ- چاوت.

**زَنگُ آلود:** ص. ڪٽ چڙهيل- ڪَٽيل- ڪَٽيل.

**زَنگ لاهڻ:** ڪَٽُ لاهڻ. ويرُ ڪڍڻ. دشمني ڇڏڻ.

**زَنگارُ:** ذ (ف) ٽامي جو ڪَٽُ (جيڪو وکر طور ڪم اچي، ٻُرچو).

**زنگجَڻُ:** م. زنگ لڳڻ- ڪٽ لڳڻ- ڪسجڻ.

**زَنگِي:** ذ (ف) 'زنگبار' (آفريڪا) جو باشندو- حبشي. (ص) ڪارو- سياه.

**زنگي گل:** ذ (ف) هڪ قسم جو ٻُوٽو ۽ گُل.

**زَوارُ:** ذ (ع. زُوار. 'زائر' جو جمع) زيارتي. ڪربلا معليٰ جو زيارتي.

**زَوالُ:** ذ (ع) ڪِرڻ. هيٺاهين. رجعت. ڪمي- گهٽتائي. پُڃاڙي. لاٽ. ناڪامي. نياڳ. مصيبت. سج لڙڻ جو وقت.

**زَوال پَذِير:** ص. فنا ٿيندڙ. بدلجندڙ.

**زَوجہ:** ث (ع. زَوج) زال- جوءِ- گهرواري.

**زوجہ مَنڪُوح:** ث. نڪاح ٻڌي زال- حق نڪاح ۾ آيل عوت.

**زوَجيَت؛** ث (ع) عقد- نڪاح. وهانءُ.
**زُود؛** ظ (ف) جلد- شتاب- سگهو. تيز- تکو. جهٽ پٽ- يڪدم.
**زُود پشيمان؛** ص. تُرت پڇتائيندڙ.
**زودرَنج؛** ص. جلدي ڪاوڙ ۾ ايندڙ. چيڙاڪ.
**زود رَنجي؛** ث. ذري ذري تي ڪاوڙ. يڪدم ناراضگي.
**زودفهم؛** ص. يڪدم سمجهي ويندڙ- هوشيار.
**زودفهمي؛** ث. يڪدم سمجهڻ. ذهانت.
**زودنَويسي؛** ث. ٿورن اکرن ۾ ء جلدي لکڻ جو طريقو- شارٽ هينڊ.
**زورُ؛** ذ (ف) سگهه- طاقت- قوت- بل. وَسُ- اختيار. ڏاڍ. سختي. دٻاءُ. ڪوشش. ٽيڪ- ڏڍ. بارُ. (ظ) گهڻو- ڏاڍو. نهايت- تمام.
**زوريجڻ؛** طاقت ٽوڙڻ. اثر گهٽ ڪرڻ. تڪبر ڀڄڻ.
**زور پوڻ؛** دٻاءُ پوڻ. اثر پوڻ. بارُ پوڻ.
**زيانُ؛** ذ (ف) نقصان- ٽوٽو- خسارو- ڇيهو. هاڃو- ضرر.
**زيان خور؛** ص. نقصان رسائيندڙ. حرڪتي.
**زيان ڪار؛** ص. نقصان رسائيندڙ.
**زياني؛** ص. نقصان ڪار.
**زيبُ؛** ذ (ف) سونهن- سهڻائي. رونق. آرائش. سينگار- (ص) سينگاريندڙ.
**زيبائتو؛** ص. زيب وارو. رونقدار. سهڻو.
**زيب ڏيڻ؛** سهڻو لڳڻ. منهن تي پوڻ.
**زيبائش؛** ث (ف) سينگار- ٺاهه ٺوهه- سجاوٽ- آرائش.
**زيبائي؛** ث. سهڻائي- خوبصورتي- سونهن.
**زيتُونُ؛** ذ (ف) هڪ مشهور ميويدار وڻ ء ان جو ڦل- ڄامر.

**زِيپَٽُ؛** ذ. ٺهڪو (موچڙي وغيره جو آواز).
**زَير؛** ظ (ف) هيٺ- تحت. (ص) گهٽ. تابع- ماتحت. (ث) اکر جي هيٺاهين آواز جي نشاني.
**زيرآبي؛** ث. پاڻي هيٺ هلندڙ جهاز. ٽوٻو جهاز.
**زير ڪرڻ؛** هيٺ ڪرڻ- مغلوب ڪرڻ. دسڻ.
**زيرلَب؛** ص (ف) چپن ۾- آهستي (ڳالهاءِ).
**زيربار؛** ص (ف) بار هيٺ. احسان هيٺ. ٿورائتو. قرضي.
**زيرباري؛** ث. احسانمندي. ٿورو. پريشاني.
**زيربَندُ؛** ذ (ف) گهوڙي جو هڪ سنج- ڪَوند- تنگ.
**زير تجويز؛** ظ (ف) ويچار هيٺ. رِٽَ ۾.
**زير حِراسَت؛** ص (ف) قيد ۾- گرفتار.
**زيردَست؛** ص (ف) هٿ هيٺ- ماتحت. حڪم ۾.
**زيردَستي؛** ث. ماتحتي. ملازمت.
**زير زَبر؛** ص (ف) هيٺ مٿي- الٽ پُلٽ- درهم برهم. تباه.
**زيرسايہ؛** ص (ف) ڇانءِ هيٺ- پناه ۾.
**زير علاج؛** ص (ف) علاج هيٺ. دوا ڪرائيندڙ. بيمار.
**زيرِ نظر؛** ظ (ف) نظر ۾. نگراني ۾. سنڀال هيٺ.
**زير نَگِيں؛** ص (ف) تحت- هيٺ. حڪومت جي هٿ ۾.
**زير ويچار؛** ص (ف) ويچار هيٺ. غور ۾ آيل- ڌيان ۾. خيال ۾.
**زير ويچار هئڻ؛** خيال يا غور هيٺ هئڻ. ڪنهن جو فيصلو نہ ٿيل هئڻ.
**زيرين؛** ظ (ف) هيٺيون.
**زيرَڪ؛** ص (ف) عقلمند- ڏاهو. سُڄاڻ- هوشيار.
**زِيرو؛** ذ (ف. زيره) هڪ قسم جو سُرهو ٻج (مصالحي طور ڪم اچي). جيرو.

**زيرو بَمر:** ذ (ف) مٿمر ۽ تکو آواز. نغارن جي جوڙي. هيٺ مٿاهين. تيزي ۽ ڍرائي.

**زِيست:** ث (ف) زندگي- حياتي. عمر- ڄمار.

**زِيڪَ:** ث چاندي يا سون جي ورقن جو ٻُورو.

**زِيلَ:** ث (ف. زير) مٿمر آواز. نغارن جي جوڙي مان مادي آواز وارو نغارو. ٺوڪارو (گهوڙي جو).

**زِيلَ بَمرُ:** ذ. زير بم. ڍُهل جا ٻئي پاسا.

**زِينَ:** ث (ف) گهوڙي جي پٺيءَ تي وجهڻ جو هڪ سنج.

**زِينَتَ:** ث (ع. زَين= سينگارڻ) سينگار- ٺاهه ٺوهُ. سُونهن. رونق.

**زِينو:** ذ (ف. زينه) ڏاڪڻ- سيڙهي. ڏاکو- پَوڙي.

**زيوَرُ:** ذ (ف) ڳهه- ڳهڻو.

**زيورات:** ذ ("زيور" جو جمع) ڳهڻا.

# س

**س:** ث. اُچار 'سِينَ'. سنڌي الف- بي جو اٺاويهون اکر. فارسي جو پندرهون ۽ عربي جو ٻارهون اکر. ابجد موجب عدد (٦٠).

**سُ:** ص (سن) سنو- چڱو. نيڪ جي معنيٰ ڏيکارينڌڙ صفاتي اڳياڙي (جيئن سُپاٽيو سُتڙ وغيره).

**سابِق:** ص (ع) هن کان اڳيون. اڳيون- پهريون. گذريل.

**سابُو چانوَر:** ذ. ڪڇيءَ جي ڳيپ مان نهيل داڻا- سابو داڻا.

**ساپيان:** ظ. ظاهر ظهور- کليو کلايو. پڌري پٽ.

**ساتيرا:** ذ. ٻه آسماني تارا. ڪتيون.

**ساتَ:** ث (ع. ساعت) ساعت. گهڙي پل.

**ساٿُ:** ذ. رفاقت- همراهي. شرڪت. ڀائيواري. سنگت. قافلو.

**ساٿ ڏيڻ:** نباهڻ. رفاقت ڪرڻ. ڏکيي وقت ۾ مددگار ٿيڻ.

**ساٿاري:** (ص) ساٿ وارو- همراهه. هم عمر- هم عصر. ساٿي.

**ساٿرِ:** ث (ع. سعتر) هڪ قسم جو پسارڪو وکر. هڪ قسم جي دوا.

**ساٿي:** ص. ساٿ وارو- قافلي وارو. همراهه- ٻيلي. مددگار.

**ساٿَ:** ث. گهمَ. ماڪ جي آلاڻ.

**ساٿَڄُ:** مر. ماڪڄڻ- ماڪ ۾ پُسڻ. گهمڄڻ.

**ساٿڙيو:** ص. ساٿو ڪندڙ. شڪار جي اصطلاح ۾ وٽڻ ٻُوٽن کي ستيندڙ (ته جيئن جانور سنڪي ڪڙڪي تي نڪري ظاهر ٿين).

**ساٿڙيا گاڙريا:** ص. ستيندڙ ۽ گز هڻندڙ. هڪ ٻئي جا سُر جهلائُو. هڪ ٻئي جي ڪوڙ سچ جي تائيدڪندڙ.

**ساٿو:** ذ. عيوض- بدلو. وهنوار. چوپائي مال (ٻڪرين وغيره) جي چاري لاءِ ٻهر وغيره جي ٿارين مان چائيل پَنَ. سارين، ڪڪڪ ۽ ٻئي ان وارين موڙين کي ستڻ ۽ آن اچو ڪرڻ جو عمل. ڪپهه يا اُنَ کي صاف ڪرڻ لاءِ ڇهو يا ٻانٺو. پيرن ۾ پائڻ لاءِ هڪ چاندي جو ڳهه- پازيب.

**ساٿو ڪرڻ:** شڪار لاءِ جهنگ مان تتر اُٿارڻ. سارين

وغيره جي ان کي سٽي جدا ڪرڻ.

**ساڻي:** ص. مڇي وڪڻڻ جو ڌنڌو ڪندڙ جيڪي عام طرح "صبح پوڻا" چوائين. (ث. ساڻيائي)

**ساڻ:** ذ. سَوَڻ- شگون. شادي جي رسمن ۾ وهم وسوسي لاهڻ جو عمل. بيماري ۾ آڍ مک جو سَوڻ.

**ساڻ ڪرڻ:** شادي وغيره جي موقعي تي مقرر رسمن کي عمل ۾ آڻڻ- سوڻ ڪرڻ. ڪاڪڙي جي خرابي يا تارُون ڪڍڻ جو هٿ هڻڻ.

**ساڻيڪو:** ص. اندازا سٺ کن. (ذ) تر ۾ سٺ پُرهہ اونهون کُوهہ.

**ساجِدُ:** ص (ع) سجدو ڪندڙ. سِرُ نمائيندڙ.

**ساجَنُ:** ذ. (هندي. سجن) سڄڻ. پيارو- عاشق. يار- دوست.

**ساجَڙُ:** ص. ساڄي هٿ سان ڪم ڪندڙ. (ضد کاٻَڙ)

**ساڄو:** ص. ساڄي پاسي وارو- سڄو (هٿ، پاسو وغيره).

**ساڄو هٿ:** محاورو. خاص مددگار، همراه ۽ ساٿي. پرجهلو.

**ساڄي:** ث. وَجهہ- موقعو. سَنو- سانگو.

**ساڄي لڳڻ:** فائدي وارو وجهہ ملڻ. سُنو جهٽ لڳڻ. موقعو ملڻ.

**ساجَهَر:** ظ. سويل- سگهو- جلد. صبح سويل.

**ساڃارو:** ص (ساڃاهہ وارو) سڃاڻندڙ- ڄاڻو. واقف ڪار. (ث. ساڃارِي).

**ساڃاهہ. ساڃاءِ:** ث. سمجهہ- ڄاڻ. سڃاڻپ- ڏيٺ- شناخت- پروڙ. حياءَ- مرم. لحاظ- مروت.

**ساڃَهہ:** ث. ساڃاهہ- ساڃاءِ.

**ساحِرُ:** ص (ع) سحر ڪندڙ- جادوگر.

**ساحِري:** ث. جادوگري. فسُون.

**ساحِلُ:** ذ (ع) سمنڊ جو ڪنارو. ڪَپُ- ڪنڌي.

**ساخت:** ث (ف) بناوت- اڏاوت. بيهڪ. ڊول- نمونو. گهاڙيٽو.

**ساختگي:** ث (ف) اڏاوت- ٺاهپ.

**ساخته:** ص. بنيل- ٺهيل. هٿراڌو- نقلي.

**سادات:** ذ (ع. "سيد" جو جمع) سَيدَ- سيد گهرائي جا فرد.

**ساداِئي:** ث. سادگي.

**سادگي:** ث (ف) بنا ٺاهہ ٺوهہ جي رواجي حالت. صفائي. خلوص. پورڙائي.

**سادو:** ص (ف. ساده) صاف. خالص- نج. بنا ٺاهہ ٺُوهہ جي. ڀالو ڀولو. رواجي- عام. بيوقوف.

**ساده دل:** ص. ڀالو ڀولو. صاف دل. خلوص مند.

**ساده دلي:** ث. صاف دلي. اخلاص. پورڙائي. بيوقوفي.

**ساده لوح:** ص. ڀالو ڀولو- بيوقوف.

**ساده لوحي:** ث. پورڙائي. بيوقوفي.

**ساڌُ:** ص (سن) ساڌو- فقير. مائيٽو- صبر وارو. غريب.

**ساڌپائي:** ث. اشرافت.

**ساڌ پاڌ:** ص. اڇو اجرو- پاڪ پوتي.

**ساڌنا:** ث (سن) بندگي- ڀڳتي. شيوا. مشق (عبادت جي).

**ساڌڻُ:** م (سن) پورو ڪرڻ (عمل). مشق ڪرڻ. وردُ ڪرڻ. ادا ڪرڻ. پُڄائڻ- نباهڻ. سيکارڻ- هيرائڻ. سنوت ۾ آڻڻ- سانڍڻ.

**ساڌو:** ص (سن) فقير. ڀڳت. درويش.

**ساڌوهي:** ث. ڄار جي وڻ جو هڪ قسم (جيڪا جَهت هٿي پڪڙي ۽ اڇا پيرون ڏئي).

**سادِ:** ث. اڌ عدد وڌيڪ اڌ تور وڌيڪ- اڌ ماڻ وڌيڪ. اڌ وزن وڌيڪ.

**سارَ:** ث. سنيالَ. يادگيري. ڳڻپ- شمار. تانگهه- سِڪَ- چِڪ. سجاڳي.

**سار ٿيڻ:** سجاڳي ٿيڻ. يادگيري ٿيڻ. ياد پوڻ. (زال کي) ويم جي سنيال ٿيڻ. سجاڳي.

**سار:** ص (ف) جهڙو- مثل. جيئن ء وانگر واري معنيٰ ۾ ايندڙ صفاتي پڇاڙي (مثلا ڪوهسار، خاڪسار وغيره).

**سارِ:** ث. ماديءَ جو تناسل وارو عضوو. ساري- ڳوٺ. سارين جي پوک.

**سارُ:** ذ. جوهر- سَتُ- تَتُ. مطلب. اختصار.

**ساراهَ:** ث. تعريف- واکاڻ- ثنا- صفت. خوشامد.

**ساراهڻُ:** م. تعريف ڪرڻ- واکاڻڻ.

**سارِبانُ:** ذ (ف) اُٺي- جَتُ- شُتربان.

**ساردُو:** ذ. شينهَن (ڏهسنامي جو اصطلاح).

**سارَسُ:** ذ. هڪ قسم جو وڏو پکي.

**سارسنيارَ، سارسنيالَ:** ث. نگهداشت. نظرداري. خذمت چاڪري. پرگهور.

**سارَنگُ:** ذ. رنگارنگي. ڪَکر. جهُڙ. مينهن. هڪ راڳ جو نالو.

**سارَنگي:** ث. گزيءَ سان وڄائڻ جو هڪ مشهور ساز.

**سارَڻُ:** م. ياد ڪرڻ- سنيالڻ. جانچڻ. ڳڻڻ. ڪٿڻ. پائڻ. موجود سمجهڻ (سگهه، زور).

**سارو:** ظ. سڀ- ڪُل- سمورو. سڄو. سربستو.

**سارُو:** ظ. مناسب- لائق- موزون. موافق- پٽاندر.

**سارونِي:** ث. يادگيري- سنيار. سارَ. سِڪَ- چِڪَ. تات.

**سارُونا:** ذ. مهاندا (نڪ، چپ، ڳل، اکيون)- مُنهن جو نقشو.

**سارونگهار:** ذ. آڳاٽي دور جو هڪ وڏو مالدار پاڳيو- سڀ مال وارو.

**سارَهه:** ث. ساراهه.

**سارِي:** ث. راند جو مُهرو- ڳوٽَ. ٺهه چڙهيل چانور جو داڻو. (ظ) سڄي- سڀ- سربستي.

**سارِي ڪرڻ:** بازي، راند يا مقابلو ڪٽڻ. سوڀ ڪرڻ. سرسي ڪرڻ (مقابلي ۾).

**ساري ڪٽڻ:** گوءِ ڪٽڻ- سرسي ڪرڻ.

**سارِيال:** ث. سارين واري پوک. سارين جي پوک واري زمين.

**سارِيڪو، سارِيکو:** ظ. جهڙو- مِثل- وانگر. برابر- مَٽ.

**سارِيُون:** ث. ٺهه چڙهيل چانور.

**ساڙُ:** ذ. جَلُ- ڪامَ. باهه ۾ سڙيل هنڌ جو زخم. تپش. ساڙو- حسد- بغض. سيءَ سبب وٽن پوڻن ۾ ساڙُ.

**ساڙَ ڏيارڻ:** چڙ ڏيارڻ. ڪِڄائڻ. خار ڏيارڻ. چيڙائڻ.

**ساڙَ سَڙيو:** ص. حاسد. ريسارو. بغض رکندڙ.

**ساڙُ ڪرڻ:** سيء جو وٽن پوڻن کي ساڙي ڇڏڻ.

**ساڙَڻُ، ساڙِڻُ:** م. جلائڻ- پارڻ- باهه ڏيڻ.

**ساڙو:** ذ. ساڙُ. حسد. ڀَچُ. گرمي. هڪ بيماري (جنهن ۾ پيشاب ساڙي سان اچي).

**ساڙوندو:** ص. حاسد. بغضي. ريسارو.

**ساڙهو:** ذ. ڍُڪائي لاءِ ٺانءُ (عموما ٺڪر جو ڪِنگر وغيره).

**ساڙهي:** ث. زناني لباس جو هڪ قسم (دگهو ڪپڙو جيڪو سڄي جسم تي وڙهجي)

**ساڙُ:** ذ (ف) وڄت جي صنعت وارو- واڄو.

**ساز بازَ:** ث (ف) سازش- منصوبو.

**ساز بازُ:** ص. منصوبو سٽيندڙ. سازش ۾ هم صلاح. هم شريڪ.

**سازِشَ:** ث (ف) منصوبو. قانون خلاف منصوبو. بغاوت.

**سازشِي:** ص. منصوبو ٺاهيندڙ. فسادي. فتنہ باز.

**سازِگار:** ص (ف) لائق- موافق- مناسب.

**سازنده:** ص (ف) ساز وڄائيندڙ.

**سازو سامان:** ذ (ف) گهر جو سامان- ٽپڙ ٽاڙي. مال اسباب.

**ساسُ:** ذ (سن) ساهُ- پساهه.

**ساسِي:** ص. ساهوارو- جاندار.

**ساسَرِ:** ث (انگ) چينيءَ جي ننڍي پليٽ (ڪوپ رکڻ لاءِ).

**ساعَتَ:** (ع) گهڙي. پل- لمحو. وقت. ڪلاڪ. مهل. قسمت- نصيب. ڀاڳُ.

**ساعت سولي ٿيڻ:** نصيب سنو ٿيڻ- ڀاڳُ ڀلو ٿيڻ.

**ساغَرُ:** ذ (ف) پيالو. گلاس.

**ساقِطُ:** ص (ع) ڪِريل. گم. ترڪ ڪيل.

**ساقِي:** ذ (ف) شراب پيارينڌڙ. محفل ۾ شراب ونڊيندڙ.

**ساقيءِ ڪوثر:** ذ. حوض ڪوثر جو جام پياريندڙ.

**ساڪارَڻُ:** م. ڪم پورو ڪرڻ.

**ساڪِتُ:** ص (ع) چُپ- خاموش- ماٺ. هڪ هنڌ بيٺل. چرپر نہ ڪندڙ.

**ساڪَرَ:** ث. زبان کي وچڙندڙ ۽ وٺندڙ ذائقو. جبل سان لاڳو پٿرين واري زمين.

**ساڪراڻ:** ث. پٿرين واري اراضي.

**ساڪرو:** پٿرائين ۽ ٽاڪرو زمين ڪان هيٺ پڪٽريل اراضي.

**ساڪُڙ:** ث. آسَري لشي جو ٻور. ڇِڙَ جي ڪم يا چمڙي رڱڻ ۾ ڪم ايندڙ مصالحو (جيڪو لئي جي ٻور مان ٺهي).

**ساڪِنُ:** ص (ع) بي حرڪت- غيرمتحرڪ. بنان چُرپر. رهاڪو- رهواسي. باشندو. جَزم وارو اکر.

**ساڪِنانِ:** ص. "ساڪن" جو جمع.

**ساکَ:** ث. اعتبار- ڀرم. عزت- آبرو. شاهدي- گواهي. ويساهه.

**ساکَ پَت:** ث. ڀروسو- اعتبار. قسم سُنهن.

**ساک ڏيڻ:** ڪنهن جي پاران اعتبار ڏيڻ. سُنهن ويساهه ڏيڻ. قسم کڻڻ.

**ساکِرِ:** ث. ساک پت واري ڏر. اعتبار جوڳو ماڻهو.

**ساکِي:** ص. شاهد- گواهہ.

**ساکي بيت:** اهو بيت جنهن مان ڪنهن ڳالهہ يا اهڃاڻ جي پڪي ثابتي ملي.

**ساکِي پَتِي:** ظ. ساک پت سان- ويساهه سان.

**ساکيات:** ظ (سن) هوبهو- جهڙو

**ساگَرُ:** ذ (سن) سمنڊ- بحر.

**ساڳُ:** ذ. پالڪ- سبزي- ڀاڄي. هڪ قسم جو وڻ (جنهن جو ڪاٺ عمارتي اڏاوت ۾ ڪم اچي).

**ساڳو:** ذ. اُن جو گلو. سات- قافلو. (ظ) ساڳيو- هوبهو. اصلي. (ضد= ويڳو)

**ساڳِئو:** ظ. ساڳيو- هوبهو- اُهوئي. اصلي.

**ساگهَرِ:** ث. آکهہ- عيال- ڪٽنب (زال سميت ٻار). گهرواري.

**ساگاهِڻُ:** م. سمجهڻ- پروڙڻ. ساڃاهہ ڪرڻ. لحاظ ڪرڻ. باز اچڻ (عادت کان).

**ساگو واگو:** ص. ڏسٽو وائسٽو. ڄاڻو سڃاڻو. معتبر. ديده دانستہ.

**سالُ:** ذ (ف) ورهيہ (ٻارهن مهينا). (ص) سالم- سڄو.

**سال ڳرو هئڻ:** سڄو سال تڪليفن ۾ گذرڻ. مصيبتن وارو سال هئڻ.

**سالارُ:** ذ (ف) سردار- اڳواڻ.

**سالارو:** ذ. درياء جي ڇڏيل ريٽ واري خشڪي زمين. ميدان.

**سالانہ:** ظ (ف) سال جو. هرسال.

**سالبسال:** ظ (ف) هرسال- ٻارهين مهيني.

**سالٽ:** ذ (انگ) لُوڻ. لُوڻ جو سَت.

**سالخُورده:** ص (ف) ورهين جو ڪاڻل. پراڻو- جهونو- پُتو.

**سالِڪُ:** ص (ع) راه تي هلندڙ- سفر ڪندڙ. مسافر. اهو شخص جيڪو زاهد بہ هجي ۽ دنيادار بہ. 'سُلوڪ' جي راه تي هلندڙ.

**سالگِرهَ:** ث (ف) ڄمڻ جي تاريخ جيڪا هرسال اچي ۽ ملهائجي.

**سالِمُ:** ص (ع) سلامت- محفوظ. چڱو ڀلو. سڄو- پُورو- مڪمل. سربستو.

**سالنامو:** ذ (ف) ڪنهن اخبار يا رسالي جو ساليانو پرچو.

**ساليانو:** ظ (ف) سالبسال- هرسال- ٻارهين مهيني.

**سالو:** ذ. زال جو ڀاءُ. (ث. سالي)

**سالهاسال:** ظ (ف) سالن جا سال. گهڻن سالن تائين.

**سالُورُ، سالُورو:** ذ (ف. شال) پَٽ جو اٿيل ڳاڙهو رَتو. ريشمي وڳو.

**سامَ:** ث. پناه. پناه ۾ آيل ٻانهن.

**سام پوڻ:** پيش پوڻ (حفاظت لاءِ). پناه ۾ اچڻ.

**سامانُ:** ذ (ف) اسباب- ٽپڙ. وٿون- چيزون.

**سامان سَٽو:** ذ. ٽپڙٽاڙي. مال اسباب.

**سامانو:** ظ. هٽيڪو- سنيالي رکيل. قبول پيل- مقبول. سولو (بنا تڪليف جي).

**سامائجڻ:** م. بلوغت کي پهچڻ. سمجهہ واري عمر ۾ اچڻ. بالغ ٿيڻ.

**سامائڻ:** م. بالغ ٿيڻ. خودخيال ٿيڻ- ٻاڻ وهٽو ٿيڻ.

**سامايَل، سامائل:** ص. بالغ ٿيل- جوان ٿيل.

**سامَبرُ:** ذ (سن) ٻارهن سڱو جانور.

**سامَتَ:** ث. ماٺ- صبر- سانت. آرام- فرحت.

**سامِري:** ذ (ع) حضرت موسيٰ عليه السلام جي عهد ۾ ڳابي جي پوڄا ڪرائيندڙ هڪ جادوگر.

**سامعُ:** ص (ع) ٻڌندڙ.

**سامعين:** ذ. 'سامع' جو جمع. ٻڌندڙ ماڻهو.

**سامُونڊِري:** ص (سن. سمدريہ) سمنڊ جو- سمنڊ وارو- بحري. (ذ) سمنڊ تي سفر ڪندڙ. ناکئو. ٻيڙياتو.

**ساموئِي:** ذ. مڪلي کان اتر طرفان سمن جي قديم بستي.

**سام ويد:** ذ (سن) هندن جو هڪ ڌرمي ڪتاب.

**سامُهون:** ظ. روبرو- اڳيان- مقابل. آڏو. موجودگي ۾. (ذ) مُهڙ- آڳو.

**سامهون ٿيڻ:** دوبدو ٿيڻ. منهن ڏيڻ. مقابلو ڪرڻ. تڪرار ڪرڻ- مهاڏو اٽڪائڻ.

**سامهون ڪرڻ:** موجود ڪرڻ- روبرو ڪرڻ. پيش ڪرڻ. مقابلو ڪرڻ.

**سامي:** ص (سن. سوامي) هندو فقير (جيڪي گيڙو رتا ڪپڙا اوڍين). هندن ماڻهن جي هڪ ذات.

**سامي:** ث. قبر ۾ اندر پاسي تي ٺهيل ڳُجهہ (جنهن ۾ لاش رکجي). لَحدَ.

**سان:** حرف جر (سن سَم) ساڻ- گڏ- مع.

**سانُ، سانهُ:** ذ. مينهَن جو نَرُ. نسل لاءِ بيهاريل ڍڳو يا ڀاڏو.

**سانا:** ذ. ساموندي گانگٽ جو هڪ قسم.

**سانباهہ، سانباهو:** ذ. سنبت- تياري. شادي جي تياري جو سوڻ.

**سانباهو:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم (مردار پکي).

**سانيارا:** ظ. درياءَ جي ٻنهي پاسي ڪان- ساموهون يا پار ڪان.

**ساڻيرَ:** ث. سنيار- ڳڻپ. يادگيري. ڄمار- عمر. دور- زمانو.

**ساڻيرُ:** ذ. وڏو ڇڙو.

**سانيَڻُ:** مر. سانڍڻ- سنڀالڻ. تاتڻ. پالڻ. حفاظت ڪرڻ.

**سانيِڙو:** ص. سنڀاليندڙ. تاتيندڙ. نپائيندڙ. وارث. مائٽ.

**سانيينڻُ:** مر. پاڪر پائڻ. گڏجي هڪ ٿي وڃڻ.

**سانتِ:** ث (سن. شانت) ماٺِ- چُپ- خاموشي. ٺهر- ڌيرج. صبر. ماٺار.

**سانتيڪائي، سانتيڪي:** ث. ماٺ- خاموشي. نويڪلائي. نِوائي. ڌيرج. آهستگي.

**سانتيڪو:** ص. ماٺ- خاموش. مانيٺو- ٺور ڳالهائو.

**سانٿو، سانٿو:** ذ. سُڪل- نوٽ. سُڪل ڪانو. (ڪمند جي سُڪل لٺ وانگر) ايرو.

**سانجهَ:** ث. رڌپچاءَ جو گهرو ڪم.

**سانجهہ ڪرڻ:** رڌڻ پچائڻ (گهر ۾).

**سانجهي:** ث. سج لٿي جي مهل- مغرب جو وقت. رات.

**سانچو:** ذ. قالب. بوتو. شڪل- بُت.

**سانچڻُ:** مر. سانڍڻ. سنڀالڻ. تاتڻ.

**سانحو:** ذ (ع) حادثو- ڏکوئيندڙ واقعو.

**ساندارو:** ذ. پخال- مشڪ. سيٺاهہ. سمنڊ جو چاڙهہ.

**ساندارو ڏيڻ:** ٻيڙياتن جي اصطلاح موجب، درياءَ جي ٻيءَ پر ڏانهن وڃڻ لاءِ ٻيڙي کي اوپارو هاڪارڻ.

**سانداري:** ث. ننڍي پخال. اوٺي. ڇاڳر- ڇاڳل.

**سانداڻ، سانداڻ:** ث. لوهارڪي ڪم جو هڪ اوزار (لوهي ڊِڪي جنهن تي لوهہ ٽپجي)- آهرَڻَ.

**ساندهہ:** ظ. هرروز- ڏيهاڙي- سدائين- هميشه. لاڳيتو- وري وري.

**سانڊائو:** ذ. سنڌيل شيءِ (انبڙيون، گجرون، ڏونرا وغيره)- آچار- آٿاڻو- ڪٿاڻ.

**سانڊو:** ذ. جيت جو هڪ قسم (ڇڇيءَ ڪان وڏو. اُس تي رنگ بدلائي).

**سانڍَ، سانڍِهَ:** ث. سنڀال. پرورش- تات. حفاظت. پرگهور.

**سانڍڻُ، سانڍِڻُ:** مر. سنڀالڻ- حفاظت ڪرڻ. سنڀالي رکڻ- محفوظ ڪرڻ. نپائڻ- تاتڻ. پالڻ.

**سانڍورَ:** ث. سنڀال. تات. چاڪري. سانڍ.

**سانگَ:** ث. پچار- يادگيري- تات. ڳڻتي- اڻ تڻ. شاخ- ٽاري- لام.

**سانگُ:** ذ. تماشو. روؤنشو. ناٽڪ- کيل. ٻهروپ. ڊرامو. ڍونگ- مڪرُ. بهانو- حيلو. وجهہ- موقعو. سفر (ٻيءَ جُوءِ ڏانهن). شاخ (وڻ جي)- لام (جڻن ٻہ سانگ، ٽہ سانگ= ٻن شاخن يا ٽن واري ٽاري). ڀالو- نيزو (عموما ڪاني يا لوهہ جو ٿئي). دريا مان ڦٽي نڪتل وهڪرو- واهڙ.

**سانگ وجهڻ:** تماشو ڪرڻ.

**سانگ صَرفو:** ذ. ڪفايت شعاري.

**سانگو:** ذ. سبب- بهانو. مهل- موقعو. وَجهہ. لحاظ- مُروت. پرواهہ.

**سانگي سان:** ظ. بهاني يا سبب سان. اتفاق سان- اوچتو.

**سانگي:** ذ. سانگ وارو. گاهہ جي سَني سان ويهندڙ

مال وارو. گاه پنيءَ جي سهولت خاطر عارضي جُوءِ ڏانهن مال ڪاهي ويندڙ. سيلاني- خانہ بدوش. (ذ) مشهور شاعر مير عبدالحسين خان ٽالپور جو تلخص.

**سانُ گمانُ:** ذ. خيال ۽ ارادو. فڪر ۽ انديشو.

**سانگوٽو، سانگوٽو:** ذ. ڪوڏُ (ساموندي جيت).

**سانگهارو:** ذ. درياءَ ۾ پاڻيءَ جي لاٽ- چينهَرو (پاڻي جو). لاٽ- ڪمي.

**سانگهيڙو:** ذ. ٽِڪر جي ٿانءَ (دلي وغيره ۾) سوراخ.

**سانوڙُ، سانهڙُ:** ذ. ڪيڙيل زمين ڪي سنوت ۾ آڻڻ جي ڪاٺي يا تختو- سُهاڳو.

**سانورو، سانولو:** ص. ساواڻ ميراڻ مائل رنگ- مليح.

**سانوَل:** ص. سانورو سهڻو. پرين پيارو (دوست، محبوب).

**سانوَڻُ:** ذ (سن. شراوڻ) مينهوڳيءَ وارو مهينو (جنهن ۾ هرهنڌ گاه ۽ ساوڪ ٿئي). برسات- وسڪارو.

**سانوڻي:** ذ. ساوڻ جي منڊ. ساوڻ جي برسات. مينهوڳي واري موسم.

**سانهہ سَتي:** ث. واندڪائي- فرصت. نويڪلائي. آرام- صبر- سانت.

**سانئرُ، سائِرُ:** ذ. سمنڊ- درياءُ. شاعر.

**ساڻُ:** ظ. گڏ- پيڙو- مع.

**ساڻائِي:** ث. ماندڪائي- هيڻائي. (ٿُڪُ سبب) سُستي.

**ساڻو:** ص. بي سَتو- نِستو. ٿَڪ کان هيڻو- ماندو. (ث. ساڻي).

**ساڻي:** ص. شريڪ- گڏ. ساٿي- رفيق. مددگار- همراه. ساٿ ڏيندڙ.

**ساڻيهہ:** ذ. ديس- وطن- ڏيهہ. جنم يومي.

**ساواڻ:** ث. سائو رنگ. ساوڪَ.

**ساوَڙُ:** ص. ساڄي هٿ سان ڪم ڪندڙ. (ضد. ڏاوَڙ).

**ساوڪَ:** ث. ساواڻ. هريالي. وڻن ٻُوٽن واري ايراضي.

**ساوَل:** ث. ساوڪ. سائو گاه. ساواڻ.

**ساهَ:** ث. نهن ڪان ونئي چوٽيءَ تائين سڄي جسم تي پائڻ جا زنانا ڳهہ. (سوني ساه، روپي ساه). ڇِڪَ- تاڻَ. سَٽَ- ٽڪَ.

**ساهہ ڏيڻ:** ڇِڪَ ڏيڻ- تورو زور ڏيئي ڇڪڻ.

**ساهُ:** ذ. دَمُ- نفس. جيءُ. آه. ٿُوڪَ.

**ساهُ پرچڻ:** گهڻي دير تائين ساه روڪڻ. وڏا ساه کڻڻ. سهڪڻ.

**ساهہ ٽُٽڻ:** دم پورو ٿيڻ- پساه پورا ٿيڻ. ٿڪجي ماندو ٿيڻ.

**ساهہ پَٽڻ:** ساهي کڻڻ. ٿڪ ڀڄڻ. واندڪائي ڪرڻ.

**ساهہ چڙهڻ:** دم گُهٽجڻ. اُساهي ٿيڻ. سهڪڻ.

**ساهہ ڇڏڻ:** بي ستو ٿيڻ. ڪمزور ٿيڻ. هيڻو ٿيڻ.

**ساهہ سان لڳڻ:** هراسجڻ. پريشان ٿيڻ. جان جو خطرو ٿيڻ.

**ساهہ ڪڍڻ:** ماري ڇڏڻ. ڏپ ڏياري هيسائڻ.

**ساهہ کڻڻ:** دم کڻڻ- پساهہ کڻڻ. جيئرو رهڻ. دم پٽڻ- ساهي کڻڻ.

**ساهِتُ:** ذ (سن) علم ادب.

**ساهتِي:** ذ سَهتن وارو ملڪ. موجوده نوشهري فيروز ضلعي وارو خطو (جنهن تي آڳاٽي وقت ۾ "سهتا" قوم جي آبادي سبب نالو پيو).

**ساهُرا:** ذ. مڙس جا مائٽ. زال جي سَس سهري جو گهر.

**ساهڙُ:** ذ. مشهور عشقيه قصي "سهڻي- ميهار" جي ڪردار ميهار جو نالو.

**ساهَنگو:** ذ. سهانگو.

**ساهِڻُ:** م. سَهائڻ. ڇڪڻ- تاڻڻ. زور ڏيڻ. ساهي

ڏيڻ. بار وجهڻ. سهسائڻ.

**ساهُو:** ص. ايماندار- نيڪ. شاهوڪار. پهلوان- سورهيه.

**ساهِي:** ث. ساهه کڻڻ جي فرصت. فرصت- مهلت. ٿوري دير واندڪائي. زمين کي آبادي کان هڪ وارو وقفو.

**ساهي ڏيڻ:** وقفو ڏيڻ (هلندڙ ڪم ۾). واندڪائي ڏيڻ. ٿوري دير لاءِ ملتوي ڪرڻ.

**ساهي کڻڻ:** ڪم کان فراغت ڪرڻ. واندڪائي ڪري آرام ڪرڻ. ٿوري دير لاءِ ويهي ٽڪ پيڻ.

**ساهيتو:** ص. وڏو- سڌر. سڌريل. زور وارو.

**ساهيڙَپ:** ث. عورتن جي هڪ ٻئي سان دوستي.

**ساهيڙِي:** ث. دوستيءَ واري عورت- ساهڙي. سکي- سهيلي.

**ساهيلِي:** ث. ساهيڙي.

**ساءُ:** ذ. سواد- ذائقو. لذت. مزو- لطف.

**سائبانُ:** ذ (ف) تنبُو- خيمو. شاميانو. ڇپرُ (اُس کان بچاءُ لاءِ).

**سائرُ:** ذ. سمند- بحر- ساگر. وڏو درياهه.

**سائرُ:** ص (ع) سير ڪندڙ- گهمندڙ. شاعِرُ (عوامي بولي).

**سائِلُ:** ص (ع) گهُرندڙ. سوالي- منگتو. اميدوار- آسروند. پينو فقير.

**سائِنس:** ث (انگ) علم- تجرباتي ڄاڻ وارو علم.

**سائِڻَ:** ث. مالڪياڻي- ڌڻياڻي. صاحبه ("سائين" جو مونث).

**سائو:** ص. سبز (رنگ). آباد. تازو (وڻ، ٻوٽو، سلو وغيره). سکيو آسودو. شاهوڪار. ساڄو (هٿ، پاسو، طرف) (ث. سائي).

**سائو سَتابو:** ص. سکيو آسودو. مال متاع وارو.

**سائُو:** ص. دولتمند- شاهوڪار- تونگر. سکيو آسودو. مال متاع وارو. پاڳيو. نيڪ مرد. اشراف. دلير- سورهيه.

**سائُون:** ذ. گاهه جو هڪ قسم (جنهن جو ٻج ڏٽ طور ڪم اچي.)

**سائِي:** ص. سائي رنگ جي- سبز. تازي (ڀاڄي، ڪاٺي وغيره). هڪ قسم جي بيماري (جنهن ۾ جسم پيلو ٿي وڃي). يرقان.

**سائي ڀاڄي:** ث. پالڪ- ترڪاري.

**سائِيڊِ:** ث (انگ) پاسو.

**سائِيزِ:** ث (انگ) قدبت- حجم. ڊيگهه ويڪر.

**سائِيسُ:** ذ. گهوڙن کي سنڀاليندڙ ۽ سيکاريندڙ.

**سائِيڪِلَ:** ث (انگ) ٻن ڦيٿن واري هڪ قسم جي سواري.

**سائِين:** ذ. مالڪ- ڌڻي- آقا. معزز ماڻهو يا پاڻ کان وڏي لاءِ عزت ڀريو لفظ.

**سائين لوڪُ:** ص. درويش- الله وارو. خدا جو نيڪ ٻانهو. الله لوڪ.

**سايو:** ذ (ف. سايه) ڇانو- پاڇولو. ڍڪ. حفاظت. پاڇو- اثر. جن ڀوت جو اثر.

**سايه دار:** ص. ڇانوَ وارو.

**سَبُ:** ص (انگ) ماتحت يا نائب جي معنيٰ واري اڳياڙي (جيئن سب انجنير، سب انسپيڪٽر وغيره).

**سب ڊويزَن:** ث. ضلعي جو هڪ ڀاڱو انتظامي ڀاڱو.

**سَباڻَ. سَنباڻُ:** ذ. ڪير کي ڄمائڻ لاءِ ڪٺاڻ وغيره وڌل ڏؤنرو وغيره.

**سِبائِي:** ث. ڪپڙن بخائڻ يا سبائڻ جو اجورو- سلائي.

**سِبائِڻُ:** م. بخائڻ (ڪپڙا)- سِلائڻ. ٽوپائڻ (ڪَنَ، نڪ). ڳنڍائڻ (جُتي).

**سَبَبُ:** ذ (ع) ڪارڻ- بهانو- باعث. ذريعو- وسيلو.

**سُبَتِ:** ث. سڌو طريقو. صحيح پاسو (ڪپڙي وغيره جو). سُوڌِ. سنوَت. (ضد. اُبت)

**سُبَتَوَّ:** ظ. سبتي پاسي. سنئين نموني. سڌي طريقي. (ضد. اُبتو).

**سُبَتو:** ظ. سنئين نموني- سُوڌو. سڌو. صحيح- برابر. راست. (ضد. اُبتو).

**سُبحانُ:** ذ (ع) خدا تعاليٰ کي پاڪائي سان ياد ڪرڻ. ڌڻي تعاليٰ.

**سُبحان الله:** جملو. "الله جو شان"- واه واه! بلي بلي!

**سَبزُ:** ص (ف) سائو (رنگ). شاداب- آباد.

**سَبزپوشُ:** ص. سائو لباس پهريندڙ (درويش، فقير).

**سَبز قَدمُ:** ص. نياڳو- منحوس.

**سَبزه:** ذ (ف) ساوڪ. وڻ ٽڻ گاه وغيره.

**سبزه زار:** ذ. چراگاه. سائي گاه واري زمين.

**سَبزِي:** ث (ف) ساوڪَ (گاه، وڻن ٻوٽن جي). ڀاڄي- ترڪاري.

**سَبع سَماوات:** ذ. ست آسمان. ست مشهور گِرهه (قمر، عطارد، زهره، مريخ، مشتري، زحل ۽ شمس).

**سَبَقُ:** ذ (ع) استاد جا روزانو پڙهايل اکر. درس. نصيحت. سزا- سيکت.

**سبق وٺڻ:** تعليم وٺڻ. هدايت وٺڻ. نصيحت پرائڻ.

**سَبقَت:** ث (ع) پيش قدمي. مٿانهين- اڳرائي. ترجيح- برتري- فوقيت.

**سبقت ڪرڻ:** ڪنهن بہ عمل ۾ ٻين کان اڳي گوءِ کڻڻ. سرسي ڪرڻ.

**سُبُڪ:** ص (ف) هلڪو. تيز (رفتار ۾). نازڪ.

**سُبُڪ رفتار:** ص. تيز هلندڙ- تکو.

**سُبُڪدوش:** ظ (ف. لفظي معنيٰ ڪلها بار کان آجا ڪرايل- هلڪن ڪلهن وارو) ذميداري کان ڇُٽل. آزاد. فارغ (ملازمت کان).

**سُبُڪِي:** ث. هلڪائي (مزاج جي). ٽرڙائي. شرمندگي. خواري.

**سِبَڻُ:** م. بخڻ- ٽانڪڻ. سلائي ڪرڻ. ٽوپڻ. ڳنڍڻ.

**سُبُو:** ذ (ف) گهڙو. مَٽُ. پيالو. گلاس.

**سَبِيلَ:** ث (ع) رستو- واٽ- راه- طريقو. تدبير- حيلو. ذريعو- وسيلو- سبب. واٽهڙن لاءِ رستي تي رکيل پاڻي.

**سَباجهو:** ص. ڀاڄهہ ڀريو- ڀاڄهارو. رحمدل. قياس وند. سلڇڻو. چڱيوان.

**سَبالو:** ص. سکيو. ڪپڙي لٽي ڀَيل. (ضد. اپالو).

**سُبُڌ:** ص. سُڌ ٻڌ وارو- سگهارو- ڄاڻو. پهلوان. خوشحال. سَيرو.

**سَبرائِي:** ث. زوراوري- ڏاڍائي. ظلم- جبر.

**سُبڪارو:** ذ. ڏڌو ساه. سُڏڪو.

**سَبَنڌُ:** ذ. ڳانڍاپو- تعلق. پريت- قرب.

**سَبوجهُ، سَبوجهو:** ص. ڏاهو- سياڻو- سمجهہ. فهميدو. هوشيار. (ضد. ابوجهہ، ابوجهو)

**سَبِي:** ث. نظر جي اثر لاهڻ لاءِ ناظرو کان وٺايل ڌاڳا. نوڙي.

**سُبيلِي:** ص. مددگار- ساٿي- سنگتي.

**سَبُ:** ظ. ڪُل- جملي. سڀ- مڪمل. سراسر.

**سَبا:** ث (سن) جماعت- انجمن- بزم. ٽولو- جٿو. ڪائونسل. ڪچهري- دربار.

**سَباپَتِي:** ذ. انجمن جو صدر- مير مجلس.

**سَياگُ:** ذ (سن) خوش قسمتي- خوش نصيبي. ڀاڳ- بخت.

**سَياڳائي:** ص. سُنو ڀاڳ- خوشنصيبي. سدورائي.
**سَياڳو:** ص. سٺي ڀاڳ وارو- خوش نصيب- بختاور. سدورو. (ث. سياڳي).
**سُيان:** ظ. سُياڻي.
**سُياڻي:** ظ. ايندڙ ڏينهن. قيامت جي ڏينهن.
**سُياءُ:** ذ (سن) حالت. خاصيت- ڳڻ. عادت- خُوءِ. طبيعت- مزاج.
**سُياوِيڪ:** ظ. مزاج مطابق. ازخود. لازمي طرح.
**سَيَت:** ظ. سڀ- سڀڪجھ. هرطرح. سڀ ۾. سيئي.
**سَيَرُ:** ص. سگهارو. ڏاڍو- مضبوط. زور وارو. خوشحال- سکيو آسودو. زياده- گھڻو.
**سَيرائي:** ث. تونگري- آسودائي. تندرستي- چڱيلائي. طاقت- سگھ.
**سَيَرو:** ص. طاقتور. ٿلهو متارو. سگهارو. دنيادار. مضبوط. ڏاڍو. (ث. سَيري)
**سڀ سٺائي:** ث. ڪل خير. سوڀ ۽ ڀلائي (دعا جو جملو).
**سڀ ڪجھ:** ظ. جملي- سمورو- ڪُل. هڙئي.
**سَڀِڪو:** ص. هرهڪ- جملي. جيڪو تيڪو.
**سَڀِڪي:** ظ. سڀ- جملي- ڪُل ئي.
**سُيوڪجھ:** ظ. سڀ ڪجھ.
**سَيوئي:** ظ. هڙئي- ڪُل ئي.
**سَيئي، سَييئي:** ظ. ڪل ئي- جملي- سڀ.
**سَييتا:** ث (سن) تهذيب- هلي چلي- رسمون رواج.
**سَتَ:** ص. هڪ عدد (٧).
**سَت آسمان:** ذ. اڳاٽي وقت جي عقيدي موجب ست آسمان.
**سَتُ:** ذ (سن) جوهر- نچوڙ. رَسُ. اصليت. سچ. ايمان. سگھ- قوت- طاقت. حوصلو. ٻَلُ.

**ست سارڻ:** سگھ محسوس ڪرڻ. حوصلو ڪرڻ.
**سُتُ:** ذ. رَسُ. پاڻي. اُٺيل اڪين مان وهندڙ ريشو.
**سَتابو:** ص. عزت وارو. مان شان وارو. هُوند وارو. سکيو آسودو.
**سَتارُ:** ص (ع) ڍڪيندڙ- پرده پوش. عيب ڍڪيندڙ. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.
**سِتارُ:** ث. مضراب سان وڄائڻ جو سٺن تارُن وار هڪ ساز.
**سَتار پيشاني:** ذ. پيشانيءَ تي اڇي ٽِڪي وار گھوڙو (جيڪو نياڳو سمجھيو وڃي).
**سَتارو، سِتارو:** ذ (ف. ستاره) تارو- نجم. قسمت- نصيب- اقبال- ڀاڳ. زريءَ جي پرت ۾ ڪم ايندڙ گول ٽڪرو. گھوڙي جي پيشاني تي اڇو داغ (نياڳ جي نشاني).
**ستارو گردش ۾ اچڻ:** نياڳ جو زمانو اچڻ. نحوست جو وقت اچڻ. تنزلي جو دور اچڻ.
**سِتاره شناس:** ص (ف) نجومي. تارن جي لهڻ ايرڻ ۽ انهن جي اثر جو علم رکندڙ.
**ستاره شناسي:** ث. نجوم جو علم.
**سَتارِي:** ث. پرده پوشي. مهر- ٻاجھ.
**سَتاڙو:** ذ. ستاواڙو.
**سِتان:** ذ (ف) جاءِ. هنڌ. صفاتي اڳياڙي طور ڪم ايندڙ (جئن هندوستان، ريگستان وغيره). (ص) وننڊڙ- جهلينڊڙ. صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ (جانستان دلستان وغيره).
**سَتاواڙو:** ذ. شادي جي ستين ڏينهن ڪنوار جي مائٽ جي گھر وڃڻ جي رسم.
**سَتائِڻُ:** م. ايذائڻ. تڪليف ڏيڻ. آزارڻ. رنج ڪرڻ. ڪاوڙائڻ. ڪڪ ڪرڻ- تنگ ڪرڻ. بيزار ڪرڻ.

**سَتائش، ستاَيشِ:** ث (ف) ساراهہ- تعريف- واکاڻ.

**ست بگهيائي:** ث. ستن بگهڙن جو ولر (جيڪي گڏجي شڪار تي حملو ڪن).

**سَتَ پرائي:** ث. ستن پائرن جي پيڻ (أها عورت جنهن جا ست پائر هجن). عورت جو نالو (اسم خاص).

**سَتَتَ:** ظ. سگهو- تُرت- جلد. هڪ ٻئي پويان لاڳيتو.

**سَتَ پُٽيتو:** ص (دعائيہ جملو) ستن پُٽن وارو. گهڻ اولادي.

**سَتَ پُڙُو:** ذ. ستن تهن واري ماني (اُتراٽو).

**سَت پيڙهيُون:** ث. گڏريل ست نسل يا ايندڙ اولاد ۾ ستن نسلن جو سلسلو. بڻ بڻياد. ڪٽنب.

**سَت جُڳُ:** ذ. سچو زمانو (جيڪو گذري ويو).

**سَتجَڻُ:** م. ست سارڻ. حوصلو ڪرڻ. دل ٻڌڻ.

**سَت ڌاريو:** ص. اوپرو- اجنبي. ڌاريو (جنهن سان مُنهن لڳ نہ هجي).

**سَتَر:** ص. هڪ عدد (٧٠).

**سَتُر:** ذ (ع) لِڪَ- ڍَڪُ. ڍڪ واري جاءِ- اوگهڙ.

**سَتر پوشي:** ث. عيب يا اوگهڙ کي ڍڪڻ.

**سَتَ راجي:** ذ. گهڻيون ذاتيون. گهڻا ماڻهو.

**سَتَ رَڃي:** ث. ستن قسمن جا طعام. لذيذ کاڌا.

**سَتَڙُ:** ذ. سٺائو تَڙ. سٺائي تڙ وارو. منزل تي سڌو پهچڻ وارو. (ضد. اُوتَڙ).

**سَتڙيو:** ذ. ماءُ جي پيٽ ۾ ستن مهينن هجڻ بعد ڄاول ٻار. (٠. ستڙي).

**سَتَ سَتاءُ:** ذ. ميڙ منٿ. آزاري نيزاري. ڇِتو ڇَواءُ- سفارش.

**سَت سَري:** ث. ستن سَرن واري ڌُهري (ڳهہ).

**سَت سُرَ:** ذ. موسيقي جا بنيادي ست آواز (سا، ري، گ، مَ، پ، ڌَ، نِي)- سرگم.

**سَتَ سُري پڌائڻ:** تکي ورندي ڏيڻ. ڇُڙڪ جواب ڏيڻ. رکو ڳالهائڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

**سَت سَمُنڊ:** ذ. دنيا جا وڏا سمنڊ- وڏا بحر.

**سَت سينگارَ:** ذ. عورت جا ست سينگار (ميندي، سُرمو، مسي، مساڳ، سيندر. ٽٽي ۽ زيور).

**سَت گُرُ:** ذ (سن) سچو مرشد- مرشد ڪامل.

**سَت گلو:** ذ. هڪ قسم جي وَلِ ۽ اچو گل (پسارڪو وکر).

**سُتَلُ:** ص. ننڊ پيل. غافل. سُست.

**سِتَمُ:** ذ (ف) ظلم- ڏاڍُ- انڌير. ڪُنياءُ. بي انصافي- بيدادي.

**سِتَم ايجاد:** ص. ظلم جو بنياد وجهندڙ- وڏو ظالم. معشوق.

**سِتَم رسيده:** ص. مظلوم.

**سِتَم شِعار:** ص. ظلم ڪرڻ جو عادي- ظالم.

**سِتَم ظَريفُ:** ص. لڪ ڇپ ۾ ظلم ڪندڙ. جنهن جي گفتگو ۾ شرارت هجي- چرچائي.

**سِتَمِ ظَريفي:** ث. ظلم- انڌير.

**سِتَمَ ڪرڻ:** ظلم ڪرڻ- بيدادي ڪرڻ.

**ستمگر:** ص. ظالم.

**سَتو:** ذ. تاس ۾ ستن انگن وارو پتو. (ص) سَت وارو- پاڪباز.

**سَتو جَتو:** ص. جنهن شادي نہ ڪئي هجي ۽ جنسي خواهشات کان پري رهيو هجي. پاڪدامن- پرهيزگار. (ث. سَتي جَتي)

**سَتُو:** ذ. ڪڻڪ جي ڀڳل اَنُ جو اٽو (جنهن ۾ کنڊ ۽ پاڻي ملائي کائجي).

**سِتودَه:** ص (ف) ساراهہ جوڳو- قابل تعريف.

**سِتوده ڪار:** ص. نيڪ خصلت. نيڪ.

**سِتُونُ:** ذ (ف) ٿنڀ- پايو- رُڪن. منارو.

**سَتوهہ:** ذ. لاچاري. تاڪيد. لاچار.

**سَتِي:** ص (سن) سَت واري (عورت). عصمت واري. پرهيزگار- نيڪ. هندن جي رسم موجب مڙس جي لاش سان گڏ پاڻ کي ساڙي مارڻ واري عورت.

**سُتِي:** ث. ننڍي سِپَ جو هڪ پُڙ (جيڪو دوا وغيره پيارڻ وقت چمچي جو ڪم ڏئي). دوا. پيٽ صاف ڪرڻ لاءِ دوا.

**سُتي وجهڻ:** (ٻار کي) دوا پيارڻ. ننڍي هوندي ئي عادت وجهڻ. هير پيدا ڪرڻ.

**سَتيا:** ث (سن) سگهہ. سَچ- سچائي.

**سَتيا ٻَڌڻ:** دل جهلڻ. همت ڪرڻ.

**سَتِيا گِرَه:** ث (سن) سَچ تي قائم رهڻ واري جدوجهد. ڪنهن ڳالهہ مڃائڻ لاءِ ترڙو ماري وهڻ.

**سَتياناس:** ث. تباهي- بربادي.

**ستياناس ڪرڻ:** خراب ڪرڻ. تباه ڪرڻ- برباد ڪرڻ. بگاڙڻ.

**ستيزَه:** ذ (ف) فساد- جهيڙو.

**سَتيزَه ڪار:** ص. جهيڙاڪ- فسادي.

**سَٿَ:** ث. جماعت. ٽولي. مجلس- ڪچهري.

**سَٿُ:** ذ. ٽولو. ڍِڳُ- ڍيرُ.

**سَٿَرَ:** ث. ٽنگ جو گوڏي کان مٿيون حصو- رانَ- جوٽَ.

**سُٿرا:** ذ. هڪ ذات جو نالو.

**سُٿرائِي:** ث. صفائي- سُٺائي. آساني- سولائي.

**سَٿرَڻ:** م. پکيڙڻ- وڇائڻ. سَندرڻ (مٽي، زمين).

**سُٿِرو:** ص. صاف. پاڪ. اُجرو. سؤکو- آسان.

**سَٿِري:** ث. ڪانن جي ڍِڳِي. ٿهي- ڍِڳي. دستي (پنن جي).

**سَٿَڻُ:** م. سَٿو ڪرڻ. هڪ ٻئي مٿان رکڻ- ڍِڳ ڪرڻ.

**سُٿَڻَ:** ث. چيلهہ کان هيٺ ڍڪڻ لاءِ هڪ قسم جي پوشاڪ- سلوار- ڪانچ.

**سَٿو:** ذ. ڍِڳُ- ٿهو- ڪوڙُ. ڍيرُ.

**سَٿِي:** ث. ڍِڳِي. ٿهي (ڪاغذن يا نوٽن جي)- بنڊل.

**سَٽَ:** ث. چِٻي- چِڪَ. هٿ يا ٻانهن وغيره عضوي جي چِڪَ کان ايذاءُ. نَسَ چڙهي پوڻ کان سُورَ جي سُوٽَ. ڌڪ- چوٽَ. چِپيٽ. نقصان- ٽوٽ. اُڇل. تکي ڊوڙ- چوهہ. ٻارَ جو ڪاڪڙو لهڻ يا ڪو عضوو مُڙي پوڻ جو عُذر.

**سَٽَ ڏيڻ:** چِٻي ڏيڻ- چِڪَ ڏيڻ.

**سِٽَ:** ث. رِٿَ- تجويز. صلاح. سازش- منصوبو. (ع. سطر) هڪ قطار ۾ لفظن جي تحرير. سُرڪَ- ڍُڪُ. ٿورو ڍُڪ.

**سِٽَ سِٽَڻ:** تجويز ڪرڻ- رٿ ڪرڻ. سازش ڪرڻ- منصوبو ٺاهڻ.

**سُٽُ:** ذ (سن. سُوتر) ڌاڳو. ڌاڳن جو مُڇو. سُٽ جي تند جو ويڙهو.

**سُٽ مُنجهڻ:** مسئلو منجهي پوڻ. ڳالهہ ڏکي ٿيڻ. ڪو معاملو حل نہ ٿيڻ.

**سِٽا، سِٽاءَ:** ث. رٿ- پَهہ- تجويز. ترتيب. جوڙجڪ- بندوبست.

**سَٽا سَٽَ:** ظ. هڪ ٻئي پويان لاڳيتا ڌڪ.

**سَٽائو:** ص. سخت- ڏاڍو. زورڀريو- ڪرارو. جاڏو- مضبوط.

**سَٽائڻُ:** م. ڪُٽائڻ. پيچ ڪڍائڻ. مار ڪڍائڻ.

**سَٽِجَڻُ:** م. ڪُٽجڻ.

**سَٽرُ وَٽرُ:** ص. ٿلهو متارو- ڏٽو مُٽو (ماڻهو).

سگهارو. جانٺو. تندرست.

**سَٽِ سَٽِ:** ث. زور سان ڏکڻ مٿان ڏک- ٺهه ٺهه.

**سَٽَ ڪُٽَ:** ث. مارڪُٽ. ٻال سان هڪ ٻئي کي سَٽڻ جي ٻاراڻي راند.

**سَٽڪارُ:** ذ. سٽڻ (لڪڻ وغيره سان) جو آواز. ٺهڪو.

**سَٽڪو:** ذ. ٺهڪو (ڏڪ جو). سَٽ ڪُٽ. لاڳيتا ڏڪَ. ڏکڻ جو آواز. مِينهن جو زوردار وسڪارو.

**سَٽڪو ڪرڻ:** هڪ ٻئي مٿان لاڳيتا ڏَڪ هڻڻ. وارو وار ڪرڻ.

**سَٽَلُ:** ذ. ٺاهه. رٿ- تجويز. منصوبو- سازش. بندوبست. ڏي وٺ واري معاهدي مطابق سَوَدو (واپار).

**سَٽَڻُ:** م. اُڇلڻ- ٽِٽو ڪرڻ. ڪيرائڻ. دسڻ. ڪپهه. اُن وغيره کي لَڪُڻ يا ڇَهي سان سٽي صاف ڪرڻ. پچ ڏيڻ. ڪُٽڻ. ڌوئڻ (ڪپڙا). شڪار لاءِ جهنگ ۾ چانيو هڻي پکي يا جانور اُٿارڻ.

**سِٽَڻُ:** م. تجويز ڪرڻ- رٿڻ. سازش ڪرڻ. پَهه ڪرڻ. جوڙڻ.

**سَٽو:** ذ. ٻول جو سؤدو. پيشگي واپار. داءَ- ٻولُ. واپار جو سؤدو. مٽاسٽا.

**سَٽوڙِي:** ص. سَٽا هڻندڙ. ٻول جا سؤدا ڪندڙ. سٽي باز.

**سَٽي باز:** ص. پيداواري شرط لڳائيندڙ. ٻول جو واپار ڪندڙ.

**سَٽي بازِي:** ث. ٻول جو واپار. اڳوات سؤدي بازي. شرط.

**سِٽو:** ذ. سَنگُ (پوڪ جو)- خوشو.

**سِٽِي:** ث (انگ) شهر. وڏو شهر.

**سَٺَ:** ص. هڪ عدد (٦٠).

**سِٺ:** ث. هَجَو- گِلا- ننِدا- ڪُوار.

**سُٺائي:** ث. پاڪائي. صفائي. عمدگي. سهڻائي چڱائي- خوبي.

**سَٺِيا:** ذ. سارين (چانورن) جو هڪ قسم (جيڪي سٺ ڏينهن ۾ لهن).

**سِٺڻُ:** م. ننِدڻ. ڄُٺ ڪرڻ. خوار ڪرڻ.

**سِٺو:** ذ. گار. پِٽ- پاراتو. مهڻو- طعنو.

**سَٺو:** ذ. ٻهانو- سانگو. موقعو. بندوبست.

**سُٺو:** ص. عمدو- اعليٰ. اوچو. وڻندڙ. نج- خالص.

**سَپُ:** ذ (سن. سَرپ) نانگ- ٻلا- مارُ.

**سِپَ:** ث. هڪ قسم جو آبي جيت (جنهن ۾ موتي پيدا ٿين)- ڀِپُڙي- صدف.

**سُپُ:** ذ. ڇَڄُ (اَنُ واهڻ جو).

**سَپاٽو:** ذ. هڪ قسم جي زناني جُتي.

**سُپارَڻُ:** م. حوالي ڪرڻ- سپرد ڪرڻ- سؤنپڻ.

**سِپاس:** ذ (ف) تعريف- واکاڻ. احسانمندي جو اظهار- شڪرگذاري.

**سِپاس گُذار:** ص. شڪرگذار- ٿورائتو.

**سِپاس نامو:** ذ. شڪرگذاري مڃڻ لاءِ تحرير.

**سِپاهَ (ث). سِپاهُ:** ذ (ف) لشڪر- فوج- سپاهي.

**سپاهگيرِي:** ث. فوجي فرض ادائي. فوجي ڪم. نوڪري. خدمت.

**سِپاهِي:** ص. سپاه جو فرد. فوجي. پوليس وارو. نوڪر. خدمتگار.

**سُپِتَ:** ث. سچائي. ايمانداري

**سُپتيو:** ص. سچو. ايماندار. ڪارپت وارو (وهنوار ۾). ڪاروهنوار ۾ سچو.

**سَپِجَڻُ:** ڄمڻ- ڄاپڻ. خلقجڻ. پيدا ٿيڻ.

**سِپَرَ:** ث (ف) ڍال- ڪيڙي (جنگي هٿيار). آڏ- روڪ.

**سپرآندازِي:** ث. جنگ ۾ ڍال اُڇلي هار مڃڻ جي حالت- شڪست.

**سُپُرد، سُپُرده:** ص (ف) قبضي ۾ ڏنل- حوالي ڪيل. هٿ ۾ ڏنل.

**سُپرد ڪرڻ:** حوالي ڪرڻ. هٿ ۾ ڏيڻ. سؤنپڻ.

**سُپردَگِي:** ث. تحويل. حوالي ڪرڻ جو عمل.

**سُپرنٽيڊنٽُ:** ذ (انگ) انتظام رکندڙ- ناظم.

**سُپروائيزرُ:** ذ (انگ) نگران. ناظم.

**سُپرِين:** ص (سن) پِرين- پيارو. دوست. محبوب.

**سَپَڙُ:** ذ. لس بيلي جي مشهور سخي سردار جو نالو. سخي سردار.

**سَپَڪُ:** ص. چڱيءَ طرح پڪل.

**سِپَنجُ:** ذ. ربڙ مان ٺهيل سوراخدار ڪَڪَرُ.

**سَپنو، سُپنو:** ذ. خواب- رُويا.

**سَپُوٽُ:** ذ (سن. سُ پُتر) صالح پُٽ- چڱيوان پُٽ. تابعدار پُٽ. سلڇڻو پُٽ.

**سَپُورَنجُ:** ص. سمجهُو- ڏاهو. سلجهيل ذهن وارو- سياڻو.

**سِپَهہ:** ز (ف) فوج- لشڪر- سپاهہ.

**سِپَهگِيري:** ث. "سپاهي" جو پيشو.

**سپهہ سالارُ:** ص. فوج جو اڳواڻ- سيناپتي.

**سِپَهہ گِيري:** ث. فوجي نوڪري- سپاهي جو پيشو.

**سِپَهر:** ذ (ف) ڏينهن جو ٽيو پهر- ٽہ پَهرِي.

**سِپِي:** ث. ننڍي سِپَ. سِپَ جو هڪڙو پڙ.

**سُپِيد:** ص (ف) سفيد- اڇو.

**سُپيدي:** ث. سفيدي- اڇاڻ.

**سُپِيدَہ:** ذ (ف) پره ڦٽيءَ جي اڇاڻ. اڇو رنگ. اڇو پائوڊر.

**سِجُ:** ذ. سورج- آفتاب- آڏتُ.

**سِجُ اُڀرَئي:** ظ. سج اُڀرڻ وقت- صبح جو سويل. صبح جي مهل.

**سِجُ لَٿي:** ظ. سج لهڻ جي مهل- نماشام.

**سِجُ گِرهَڻُ:** ذ. ڌرتيءَ سج جي وچ ۾ چنڊ اچڻ ڪري سج لڪي وڃڻ- ڪسوف.

**سِجاتو:** ذ. ووڻ يا سٽيءَ جا تاندورا. سِٽي مان ٺهيل نوڙي.

**سَجّاد:** ص (ع) سجدو ڪندڙ.

**سَجّادَہ:** ذ (ع) مُصلو. بزرگ جي مسند. درويش جي گادي.

**سَجّادَہ نشين:** ص. ڪنهن بزرگ جي گاديءَ تي ويٺل.

**سُجاڳُ:** ص. ننڊ مان جاڳيل. جاڳيل- بيدار. هوشيار- باخبر. چؤڪس.

**سُجاڳائي:** ث. سجاڳي- بيداري. خبرداري.

**سجاڳ ٿيڻ:** اُٿڻ (ننڊ مان). خبردار ٿيڻ. بيدار ٿيڻ. جاڳڻ.

**سجاڳ ڪرڻ:** جاڳائڻ (ننڊ مان). خبردار ڪرڻ. بيدار ڪرڻ. اڳواٽ آگاهہ ڪرڻ.

**سجاڳِي:** ث. جاڳ (ننڊ مان)- بيداري. خبرداري. هوشياري.

**سُجاڻُ:** ص. سمجهو- ڄاڻو. سياڻو- عاقل- داناءُ. عالم.

**سَجاوَٽَ:** ث. ڏيکاءُ- سينگار. ٺاهہ ٺوهہ- آراستگي.

**سِجاوَلُ:** ذ. ٺٽي ضلعي ۾ هڪ تعلقي ۽ شهر جو نالو. مرد جو نالو.

**سَجائِڻُ:** م. سينگارڻ- آرائش ڪرڻ. رونق وٺائڻ.

**سَجايو:** ص. مناسب هنڌ تي. چڱيءَ جاءِ تي. موزون- مَناسب. فائدي وارو. ڪمائتو.(ث. سَجائِي)

**سَجدو، سِجدو:** ذ (ع. سجده) زمين تي مٿو ٽيڪڻ.

نماز ۾ زمين تي پيشاني رکڻ.
**سجدو ڪرڻ:** سِر نوائڻ- مٿو ٽيڪڻ. امر ميڻ.
**سَجده گاه:** ذ. سجدو ڪرڻ جي جاءِ. نماز جو هنڌ. مسجد.
**سَجَعَ:** ث (ع) پکين جي لات. ٻن جملن جي پڇاڙيءَ ۾ هڪ جهڙن لفظن وارو نثر. نثر مقفيٰ.
**سَجهَڪو:** ص. سجهاٽتو.
**سِجل:** ص. سهڻي. نفيس- نازڪ (چوڪري).
**سَجَڻُ:** م (سن) سينگارجڻ.
**سُجُودُ:** ذ (ع) سجدو.
**سَجوڙي:** ث. سٺائي- سوڀ. عافيت. سهٽي گڏجاڻي.
**سَجِي:** ث. لاٽيءَ جي ڪار (ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ ديسي ڪار). ٽاڻن جي ٻاهه تي پچايل ٻڪر يا ڏنبي جو گوشت. بلوچڪي معاشري جو خاص طعام.
**سِڄُ:** ذ. سڄُ- آفتاب.
**سُڄاڻُ:** ص. سمجهو- عقلمند- ڏاهو. خبردار- هوشيار. جاڻو.
**سُڄائڻُ:** م. سوڄ ڪرائڻ. (ڪاوڙ ۾) مُنهن چاڙهڻ. ڦوڪڻ (ناراضگي ۾). ڏاڍي مار ڪري بدن تي سوڄ چاڙهڻ.
**سَڄائي:** ث. سالميت. بينائي (اکين جي). سُڄيتائي (دل جي).
**سَڄَرو:** ص. تازو (کاڌو، پاڻي وغيره).
**سَڄَڻُ:** ص (سن. سجن) خيرخواه. ڀلائي چاهيندڙ. همدرد. دوست- يار. محبوب- پرين.
**سڄڻائي، سڄڻپائي:** ث. خيرخواهي- ڀلائي- گهڻگهرائي.
**سُڄَڻُ:** م. سوڄ چڙهڻ سبب ڦوڪجڻ (عضوو. سنڌُ، وغيره)- آماسجڻ. ٿوٿرجڻ. ڦُندجڻ. ٿُلهو ٿيڻ. ڦوڪجڻ. آپامجڻ. ناراض ٿيڻ. ٻُڌجڻ- سُڄڻ.
**سَڄو:** ص. پُورو- ثابت- مڪمل. ساڄو- سائو (هٿ، پاسو). نظر وارو- سالم (اکين وارو). (ث. سڄي).
**سَڄي:** ث. ڀلائي- خيرخواهي. فائدو.
**سَڄي ۾ هئڻ:** ڀلائي ۾ هئڻ. ڀلو چاهڻ- فائدي ۾ هئڻ.
**سَڃهُه:** ذ. وجهه- موقعو. وارو- داءُ- ٻُل. بهانو- اٽڪل.
**سَڃهاٽتو:** ص. مهلائتو- وقتائتو. پُوري مهل تي.
**سُڃهاڪو، سُڃهاڳو:** ذ. فجر يا نما شام جو وقت (جنهن ۾ سوجهرو گهٽ هوندو آهي).
**سَڃهائڻُ:** م. ڪومائڻ- بي رونق ڪرڻ. اُجهائڻ. ڳارڻ- جهورڻ. بيوس ڪرڻ- هيٺو ڪرڻ.
**سِڃهائڻُ:** م. ڏيکارڻ- واقف ڪرڻ- سمجهائڻ. محسوس ڪرائڻ.
**سُڃهَندو:** ذ. سوجهرو- اُهاءُ. فجر جي وقت جي روشني. (ظ) سوير.
**سِڃهَڻُ:** م. ڪُومائڻ- بي رونق ٿيڻ. هيٺو ٿيڻ. اُجهامڻ- وسامڻ. ڳرڻ (جسم). جوش ۾ رجهڻ. پڄڻ.
**سُڃهَڻُ:** م. معلوم هجڻ- خبر هجڻ. ڦُرڻ (دل ۾)- ڀانئڻ. محسوس ڪرڻ.
**سَڃَ:** ث. نشاندهي- ڏس پتو- اشارو. نشاني بازي. آڱر جي اشاري سان ڏس.
**سُڃَ:** ث. ويراني- ڀينگ. تباهي. رڃُ- صحرا. غيرآباد زمين. پڙپانگ.
**سُڃَ ڪرڻ:** ڀينگ ڪرڻ. ناس ڪرڻ. ڪُٽائڻ- ڪپائڻ.
**سُڃاڻپُ:** م. شناخت ٿيڻ- سڃاڻجڻ. اهڃاڻن مان

معلوم ٿيڻ.

**سُڃاڻَ:** ث. واقفيت- پَڇاڻ- ڏيٺ. ملاقات.

**سُڃاڻُ:** ص. واقف- شناس- سُڃاڻُو.

**سُڃاڻپَ:** ث. ڄاڻ سڃاڻ- ڏيٺ ويٺ- واقفيت- شناسائي.

**سُڃاڻڻُ:** م. ڄاڻڻ- شناس ڪرڻ. پرکڻ. واقف هئڻ. لحاظ ڪرڻ- مروت ڪرڻ. قدرشناسي.

**سُڃاڻُو:** ص. ڄاتل سڃاتل- واقف- شناسو.

**سُڃائِي:** ث. پيئنگ- مفلسي- ڪنگاليڻو. ڪُنلائي- محتاجي.

**سَڃَڻُ:** م. اشاري سان ڏيکارڻ- نشاندهي ڪرڻ. اکين سان تڪڻ. نظربازي ڪرڻ. ڇست ہڌڻ- نشان ڇٽڻ. نشانو ڪرڻ. هٿڻ لاءِ اُلارڻ- سڌي ڪرڻ (تلوار).

**سُڃو:** ص. اجاڙ- ويران- ﮍ ڀانگ. غيرآباد. برباد- تباه. ڪنل- ڪنگال. مسڪين.

**سَچ:** ذ (سن. سَتُ) راستي- صدق. حق. (ص) درست- صحيح. (ظ) واقعي- درحقيقت. بلورن راند ۾ مرڪزي گِلُ.

**سَچارُ:** ص. سچ ڳالهائيندڙ- راست گو. ايماندار. سُپيتو.

**سَچائِي:** ث. صداقت- راستي- سچ. ايمانداري.

**سَچ پَچُ:** ظ. سچائيءَ سان- حقيقت ۾.

**سُچَرُ:** ص. ڊؤ تي ڪاٽيندڙ (جانور، وهٽ).

**سَچو:** ص. راست گو- صادق. اصلي- کرو- نج. ايماندار. درست- صحيح. (ث. سچي)

**سَچِي:** ث. سچ. سچو واقعو يا ڳالهه.

**سَچِي ڪرڻ:** باسڻ- قبولڻ (اقرار ڪرڻ).

**سُڇيتُ:** ص (سن) هوشيار- ڏاهو- عقلمند. داناءُ. آگاه- خبردار. ڳڻ ڳوٽ ڪندڙ- دورانديش.

**سُڇيتائِي:** ث. خبرداري- هوشياري. ڏاهپ. هوشمندي.

**سَحابُ:** ذ (ع) ڪڪر- بادل.

**سَحَرُ:** ث (ع) پره ڦٽي- اَسُر. فجر.

**سحرگاه:** ظ. علي الصبح- پره ڦٽي سان.

**سِحِرُ:** ذ (ع) جادو- افسون- طلسم. ٽوٽو.

**سِحر آگين:** ص. جادو سان ڀريل.

**سِحر آميز:** ص. جادو وارو. جادو لڳل.

**سِحر بَيان:** ص. تقرير يا گفتگو ۾ جادو پيدا ڪندڙ. فصيح- بليغ.

**سَحَرِي:** ث (ع) روزي رکڻ لاءِ اَسُر جو کاڌو.

**سَخا:** ث (ع) فياضي- بخشش- دريا دلي. دانُ- خيرات.

**سَخاوَتَ:** ث. سخا- بخشش. خيرات. دريادلي.

**سَخت:** ص (ف) ڏاڍو. مضبوط. پڪو. ڏکيو- اهنجو. شديد. بخيل. (ظ) بيحد.

**سَخت جانِ:** ص. سنگدل. بيرحم. جفاڪش- محنتي.

**سخت دل:** ص. سنگدل- بيرحم.

**سخت گِيرُ:** ص. ظالم- ڪنور. معمولي ڏوه تي به وڏي سزا ڏيندڙ.

**سخت مِزاج:** ص. چيڙاڪ.

**سَختِي:** ث (ف) ڏاڍائي. مصيبت- تڪليف.

**سختي ڪرڻ:** ڏاڍائي ڪرڻ. جبر ڪرڻ. سزا ڏيڻ. تڪليف ڏيڻ.

**سُخُن:** ذ (ف) لفظ. جملو. شعر. مقولو. گفتو- ڳالهه ٻولهه. قول- واعدو- انجام. سُنهن- قسم.

**سُخن ڪرڻ:** قول ڪرڻ- قسم کڻڻ.

**سُخن آفرين:** ص (ف) شيرين زبان- فصيح. شاعر.

**سُخُندانِ:** ص (ف) فصيح ۽ بليغ. شاعر. مقرر. عالم. سخن فهم.

**سُخُن سَنج:** ص (ف) شاعر.

**سُخن سَنجي**؛ ث. شاعري.
**سُخن طَراز**؛ (ف) شاعر.
**سُخن طرازي**؛ ث. شاعري.
**سُخن فَهم**؛ ص (ف) سُخن کي سمجهندڙ. گفتي يا قول جو قدردان. شاعر.
**سُخن فهمي**؛ ث. شعر يا تقرير کي سمجهڻ.
**سُخنگوئي**؛ ث (ف) شاعري. فصاحت بلاغت.
**سُخنور**؛ ص (ف) قول پورو ڪندڙ. شاعر.
**سُخنوَري**؛ ث. شاعري.
**سَخي**؛ ص (ع) فياض- دريا دلِ. ڏاتار.
**سَد**؛ ث (ع) روڪ. ديوار. بَندُ. بَمند
**سَدباب**؛ ذ. قطعي ممانعت. روڪ- بندش.
**سَدراهَ**؛ ث. رستي جي ۽ ڪ. رنڊڪ- آڏ.
**سَدا**؛ ظ (سن) هميشه- دامر- دائمر- سدائين.
**سَدابهار**؛ ص. هميشه سرسبز. هڪ قسم جو گل.
**سَدا سُهاڳڻ**؛ ث (دعائيہ جملو) جنهن جو مڙس هميشه جيئرو رهي. سُهاڳڻ.
**سَدا گُلاب**؛ ذ. گلاب جي ٻوٽي ۽ گُلن جو هڪ قسم.
**سِدرَهَ**؛ ذ (ع) هڪ قسم جو وڻ.
**سِدرَة المُنتهيٰ**؛ ذ. متي (آسماني تي) هڪ آخري وڻ (جنهن کان اڳتي جبرئيل وجي نٿو سگهي).
**سِدڪارَ**؛ ث. هڪ ٻاراڻي بيماري (جيڪا سٽي ڪائڻ جي مٿان پاڻي پيئڻ کان ٿئي. اُن جو علاج 'ساٺ' سان ٿئي).
**سَدورو**؛ ص. ڀاڳ وارو- ڀاڳ ڀريو- خوش نصيب. سلڇڻو. (ث. سَدوري)
**سَڌَ**؛ ث. خواهش- آرزو- تمنا. شوق- چاهہ. دل جي مراد. حرص- طمع- لالچ.
**سَڌ ڪرڻ**؛ خواهش ڪرڻ. مرضي ٿيڻ. حرص ڪرڻ.
**سِڌِ**؛ ص (سن) پورو- ختم- مڪمل- سالم. درست. حاصل.
**سِڌ ڪرڻ**؛ حاصل ڪرڻ (مقصد).
**سِڌِ**؛ ث. سِڌائي- سنوت.
**سُڌِ**؛ ث. خبر. چاڻَ. آگاهي. هوش. خيال- ڌيان.
**سُڌ رکڻ**؛ خبر رکڻ- چاڻ رکڻ. هوش ڪرڻ. سنيال ڪرڻ.
**سُڌُ**؛ ذ. گوشت جي مُشڪ. پيچش وغيره ۾ نڪتل آنڊن جي غلاظت- ٻور.
**سُڌارُ**؛ ص. سڌاريندڙ- ڏاهيندڙ. صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ لفظ (ڳوٺ سڌارَ وغيره).
**سُڌارَڪُ**؛ ص. سڌارو ڪندڙ. مصلح.
**سِڌارَڻُ**؛ م. روانو ٿيڻ- وڃڻ. مري وڃڻ.
**سُڌارَڻُ**؛ م. درست ڪرڻ- نيڪ ڪرڻ. اصلاح ڪرڻ. سيکارڻ. سنوارڻ.
**سُڌارو**؛ ذ. درستي. ڏاهپ. ترقي- واڌارو. اصلاح.
**سِڌانت**؛ ذ (سن) اصول- مَتو.
**سَڌائتو**؛ ص. سَڌون ڪندڙ. خواهشمند. (ث. سڌائتي).
**سَڌائڻُ**؛ م. سَڌ ڪرڻ. خواهش ڪرڻ. اُتساهڻ.
**سِڌائي**؛ ث. سَنوت. همواري.
**سُڌ ٻُڌِ**؛ ث. سمجهہ- هوش. خبرچار. خبرگيري. عقل. تميز. واقفيت. سنيالَ.
**سَڌَرُ**؛ ص. پختو. مکيہ. جبر- ڏاڍو. سکيو- دولتمند- تونگر.
**سُڌَرڻُ**؛ م. درست ٿيڻ- صحيح ٿيڻ. ترقي ڪرڻ. مهذب ٿيڻ.
**سُڌريلُ**؛ ص. درست ٿيل. سنواريل. واڌارو ڪيل.

سنئين راه تي. نيڪ. سلڇڻو.

**سِڌو:** ظ. سنئون- هموار. سامهون- مقابل. صاف- ٽڙ- نيڪ. ايماندار- نيڪ. اُڀو بيٺل.

**سِڌو سادو:** ص. سنئون سنواٽو. سادو سُودو. ڀالو ڀولو.

**سِڌو ڪرڻ:** سنئون ڪرڻ. هموار ڪرڻ. سندرڻ (پٽ، زمين). سنئين راه تي آڻڻ. سيکت ڏيڻ.

**سِڌو هلڻ:** سنئون هلڻ. نيڪ نيتي اختيار ڪرڻ. سچائي سان هلڻ.

**سِڌي:** ث. سنئين- درست. سنوت واري.

**سِڌي طرح:** ظ. فضيلت سان. شرافت سان. سولي طرح.

**سِڌيون ٻڌائڻ:** صاف چٽي ڏيڻ. ڪُتا جواب ڏيڻ. مُنهن تي جواب ڏيڻ. سچ ٻڌائڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

**سُڌير:** ص. هوشيار- سجاڳ. بردبار. عقلمند- ڏاهو. سامت ۾ آيل.

**سَڏُ:** ذ. سڏڻ لاءِ آواز- پُڪار. دعوت- نيند- ڪوٺ.

**سَڏُ پنڌُ:** ذ. سڏ جي آواز رسڻ جيترو مفاصلو (عام طرح اڌ ميل ڪن جو مفاصلو).

**سَڏُ ڏيڻ:** شادي مرادي وغيره جي موقعي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ دعوت ڏيڻ.

**سَڏُ سُلو:** ذ. هڪل هُوڙ- ڪم ڪار.

**سَڏائِڻُ:** م. ڪوٺائڻ- گهُرائڻ. چوائڻ.

**سَڏجَڻُ:** م. ڪوٺ ٿيڻ. مشهور ٿيڻ.

**سُڏڪَڻُ:** م. سُڏڪا ڀري روئڻ. ٽڏا ساه ڀري روئڻ- ڏُسڪڻ.

**سُڏڪو:** ذ. روئڻ ۾ هِڏڪوئي وانگر آواز (ٽڏا ساه ڀرڻ ڪري).

**سُڏڪا ڀرڻ:** روئڻ. تمام گهڻو روئڻ.

**سَڏڻُ، سَڏِڻُ:** م. سڏ ڪرڻ- پڪارڻ. آواز ڏيڻ. طلب ڪرڻ- گهُرائڻ. دعوت ڏيڻ- ڪوٺڻ.

**سُڌيتُ:** ص. صحيح- درست. سچو. پُورو- برابر.

**سَڊولُ، سُڊولُ:** ص. سُهڻي گهاڙيٽي وارو- ٻولاٽو. موزون هاڻي وارو. سُهڻو- خوبصورت.

**سَرُ:** ذ (انگ) جناب- حُضور- سائين. اهو پتو جيڪو پيس ڪوٽ راند ۾ ڪٽي وڃي.

**سَرُ:** ذ. هڪ قسم جو ٻُوٽو جنهن جا ڪانا پکن وغيره ٺاهڻ ۾ ڪم اچن ۽ گاه مان نوڙيون ٺاهين.

**سَرُ:** ذ (ف) سِرُ- مَٿو. چوٽي. مُنڍ.

**سَرُ:** ذ (سن) تلاءُ. ڍنڍ. تِيرُ. سَرَ جي ٻُوٽي جو ڪانو. هڪ قسم جو ٻوٽو (جنهن جا ڪانا ۽ گاهه پکن ٺاهڻ ۾ ڪم اچن).

**سَرِ:** ث. لڙهي- قطار. موتين مڻڪن وغيره جي لڙهي.

**سِرَ:** ث. چيڪي مٽيءَ مان ٺهيل چوڪور ٽُڪر (جيڪا ڪچي يا پڪل، جاين ٺاهڻ يا اوساري ۾ ڪم اچي)- خشت (ف)

**سِرُ:** ذ (ع) راز- ڀيد- ڳجهه.

**سِرُ:** ذ (ف. سَر) مٿو. دماغ. مُنڍ. چوٽي.

**سِرَ تي:** ظ. مٿي تي. مٿان. ذمي.

**سِرَ تي اچڻ:** مٿي تي اچڻ. ذميداري پوڻ.

**سِرَ تي چڙهڻ:** مٿي تي اچڻ. مٿان پوڻ. گستاخ ٿيڻ.

**سِر توڙ:** ظ. تمام گهڻي (ڪوشش، محنت).

**سِر جُهڪائڻ:** مٿو نمائڻ- ڪنڌ جهڪائڻ. آڌ مجڻ. تعظيم ڪرڻ. شرمسار ٿيڻ. احسانمند ٿيڻ.

**سِرَ ڏيڻ:** جان ڏيڻ- قربان ٿيڻ.

**سِرَ سان:** ظ. جان سان- ساهه سان.

**سِر صدقو ڪرڻ:** جان قربان ڪرڻ.

**سِر ڪائڻ:** مٿو ڪائڻ. هُل ڪرڻ. گوڙ ڪرڻ. ٻڪ

بک ڪرڻ.

**سر ڳپائڻ:** مغز ماري ڪرڻ- مٿو هڻڻ. ڏاڍي ڪوشش ڪرڻ.

**سُرُ:** ذ (سن) آواز. راڳ جي بنيادي ستن آوازن مان ڪو به هڪ آواز (سا- ري- گا- ما- پا- ڌا- ني). راڳ. راڳڻي. ڌن- لئي. آواز جي رمز- اشارو.

**سُر ملائڻ:** ها ۾ ها ڪرڻ- تائيد ڪرڻ.

**سَرَابُ:** ذ (ع) وارياسي زمين جو اُس ۾ چمڪو. رُڃ. دوکو- فريب. رُڃ جو ڏيکاءُ.

**سَرَاپُ:** ذ. پاراتو- پِٽَ- بددعا.

**سَرَاپا:** ظ (ف) مٿي کان پيرن تائين. ننهن کان چوٽيءَ تائين. ڪُل- سڀ.

**سِراجُ:** ذ (ع) ڏيو- چراغ. سجُ.

**سَراڌ:** ذ (سن. شراڌ) هندن ۾ مُئي جي ماني ڪرڻ واري رسم.

**سِراڙو:** ذ. وِکَ- ٻرانگهه. گهوڙي جي هڪ چالَ- تمام تيز ڊوڙ- سر ميدان.

**سِراڙو ڪڍائڻ:** تيز ڀڄائڻ. ڊوڙائڻ. هڪالي ڪڍڻ.

**سَرازُ:** ص. چمڙي تي سون چاندي جو پرت ڪندڙ (عموما گهوڙن يا اُن جي سنجن ۽ جُتين تي).

**سَراسَر:** ظ (ف) هِن چيزي کان هُن چيزي تائين. سمورو- ڪُل- سڀ.

**سَراسَري:** ث (ف) هڪجهڙائي وارو تخمينو- اَوسَط. رياضي جي اصطلاح ۾ ڪن گهڻ وڌ عددن مان هڪ جهڙي ورڇ.

**سَراسِيمه:** ص (ف) حيران- پريشان. گهبرايل- وائڙو. هڪو ٻڪو.

**سَراسِيمگِي:** ث (ف) پريشاني- گهبراهٽ. بدحواسي.

**سُراغُ:** ذ (ف) اهڃاڻ- نشان. نڪائو- هند. پيرو. ڳولا- جانچ.

**سُراغ رَسانُ:** ص. ڳولا ڪندڙ. جانچ ڪندڙ. جاسوس.

**سُراغ رَساني:** ث. ڳولا- تلاش. جاسوسي.

**سَرانجامُ:** ذ (ف) نتيجو- اختتام. تڪميل. انتظام- بندوبست.

**سَرانجامي:** ث. تڪميل. بندوبست.

**سَرانديپُ:** ذ. سونو ٻيٽ. سري لنڪا- لنڪا.

**سِراڻُ:** ث (ف. سان) هٿيار يا اوزار تکا ڪندڙ پٿر.

**سِراڻ تي چاڙهڻ:** تکو ڪرڻ- تيز ڪرڻ.

**سِراڻي:** ص. سِراڻ تي چاڙهيندڙ. اوزار يا هٿيار سِراڻ تي تکا ڪندڙ- صيقلگر.

**سِرانُو، سِرهاڻو:** ذ. وِهاڻو- تڪيو.

**سَراهي:** ث. سَرهائي- خوشي.

**سَراءِ:** ث (ف. سَرا) گهر- مڪان. مسافرخانو.

**سَرائڪي:** ث. هڪ ٻولي جو نالو.

**سَرائي:** ث. ڏاڏوءَ جي سنهي سيخ. اکين ۾ سُرمي وجهڻ جي تار. پينگهي جي گهوڙين کي جهلڻ لاءِ وچ واري ڪاني. گاڏي جي ڦيٿن جي وچ ۾ پيل لوهي لٺَ.

**سِرائي:** ص. "سِري" جو رهاڪو. هڪ ذات جو نالو. راڄ جو چڱو مڙس.

**سَرايَتَ:** ث (ع) رچاءُ- تاثير. بدن ۾ اثر پيهي وڃڻ جي حالت.

**سَرايَت ڪرڻ:** رچڻ. جذب ٿيڻ. هڪ ٻئي ۾ ملي وڃڻ.

**سَرِ بازار:** ظ (ف) کليو کلايو- پڌري پٽ- ظاهر ظهور- علي الاعلان.

**سَربَراه:** ص (ف) منتظر- اڳواڻ.
**سَربَراهي:** ث. انتظام- بندوبست.
**سَربَراهي ڪرڻ:** اڳوائي ڪرڻ. بندوبست ڪرڻ. جوڙجڪ ڪرڻ.
**سَربسته، سَربستو:** ص (ف) لڪل- ڳجهو- مخفي. ٻوٽيل- بند. سمورو- مڪمل- سڄو.
**سَربَسر:** ظ (ف) جملي- ڪُل- سڀ.
**سَر بَصحَرا:** ص (ف) چريو- ديوانو. رولو.
**سَربَگريبان:** ص (ف) فڪر ۾- سوچ ۾. ڳڻتيءَ ۾- پريشان.
**سَربُلند:** ص (ف) مٿانهون- اعليٰ- اوچو. معزز.
**سَر بُلندي:** ث. عزت- حُرمت. فخر.
**سَربَمُهر:** ص (ف) مُهر سان بند ٿيل- سِيل مهر. ٻوچ ڏنل (بوتل).
**سِربَند:** ص. سِرون ٺاهيندڙ- سِرون وجهندڙ.
**سُر باٽ:** ذ. آهستي ڳالهاءُ. پُٽڪو. ڪَن جي ڳالهه. پُڻ پُڻ.
**سُرپُر:** ث. آهستي ڳالهاءُ- سُر باٽ- سُس ڦُس.
**سُر پُر ڪرڻ:** سُس ڦُس ڪرڻ. آهستي ڳالهائڻ. ڪن جون ڳالهيون ڪرڻ.
**سُرت:** ث (سن) يادگيري. سُڌ. حافظو- چيتو. خيال- ڌيان. عقل. خبرداري- احتياط.
**سُرت ۾ اچڻ:** هوش ۾ اچڻ.
**سَرتابي:** ث (ف) حڪم عدولي- سرڪشي- نافرماني. بغاوت.
**سَرتاپا:** ظ (ف) مٿي کان پيرن تائين.
**سَرتاج:** ذ (ف) مٿي جو ڇٽ- مٿي جو موڙ. اڳواڻ- سربراه. مڙس- گهروارو- خاوند.
**سَرتو:** ص. هڪ جيڏو (عمر ۾)- هم عمر. دوست- يار.
**سُرتيو:** ص. سرت وارو. سمجهو. خبردار.
**سُرتي:** ث. موسيقي جو هڪ اصطلاح.
**سُرَٽ:** ذ. اک ۾ پيل ڪک، تهُ وغيره جو ذرو- ڪَڻ. سُٽَ مان نهيل ڳوڙهي وانگر پيڙو (صدري وغيره ۾). (ص) وڏيڪ سگهو.
**سِرتي:** ث. ٻاجهر يا جوئر جو سنهون سَنگ.
**سَرٽيفڪيٽ:** ذ (انگ) تصديق. سَنَد. پروانو. تعريفي لکيت.
**سُرِ پُر:** ث. چور پچور. ريڙهه- ڪِسڪَ. چُرڻ پرڻ.
**سَرپَرست:** ص (ف) سنڀاليندڙ. وڏو- مربي.
**سَرپَرستي:** ث. نگراني- نظرداري. اڳوائي.
**سَرپَنچ:** ذ. وڏو پنچ- مکي.
**سَرجَن:** ذ (انگ) جراح. جراحي ڪندڙ ڊاڪٽر.
**سِرجَڻ:** مر (سن. سُرجن) پيدا ٿيڻ- جمڻ. اُپجڻ. نپجڻ. اُسرڻ. اُپڙڻ. جمڻ.
**سِرجَڻهار:** ص. خالق- ٺاهيندڙ. پيدا ڪندڙ. اُپائڻهار- خداتعاليٰ.
**سُرجَڻ:** مر. جيتن کان ڪاڄڻ (ڪاٺي، ڪپڙو وغيره).
**سَرجوش:** ص (ف) اُتساه سان ڪوشش ڪندڙ- اورچ. محنتي.
**سَرجوشي:** ث. ڪوشش. محنت. جاکوڙ. اورچائي.
**سُرجيت:** ص. سجاڳ- بيدار. هوش ۾ آيل. سُرتيو.
**سُرجيتائي:** ث. سجاڳي- هوشياري- خبرداري. هوش.
**سُرجهَڻ:** مر. سمجهڻ- ڄاڻڻ- آگاه ٿيڻ.
**سَرچاءُ:** ذ. ٺاهه- صلح- پرچاءُ.
**سرچاءُ ڪرڻ:** ٺاهه ڪرڻ- راضي نامو ڪرڻ.
**سَرچائڻ:** مر. پرچائڻ- ريجهائڻ. راضي ڪرڻ.

پريائڻ- وندرائڻ.
**سَرچَڻُ:** م. پرچڻ- ريجھڻ- راضي ٿيڻ. پرڻ- وندرڻ.
**سَرچو:** ص. سائو- آباد- سرسبز. سٺائو- سَولو. (ث. سَرچي).
**سَرحالُ:** ص. ريٽل- پرٽل. ڀاڳيو- ڀاڳ وارو. آسودو- خوشحال.
**سَرحَدَ:** ث. دنگ- ڇيڙو- سنڌو. حَدَ.
**سُرخُ:** ص (ف) ڳاڙهو- لال.
**سُرخابُ:** ذ (ف) هڪ قسم جو آبي پکي. سرخو گهوڙو.
**سُرخُرو:** ص (ف) خوشيءَ کان ٻهڪندڙ چهري وارو. ڪامياب- سوڀارو. خوش. عزتمند.
**سُرخروئي:** ث. عزت- آبرو. ڪاميابي.
**سُرخو:** ذ. گهوڙي جو هڪ رنگ. (ص) ڳاڙهو.
**سُرخِي:** ث. ڳاڙهاڻ- لالي. چپن کي هڻڻ جي ڳاڙهاڻ (عورتن جي سينگار لاءِ). خبر يا مضمون جو عنوان.
**سَرخَيلُ:** ص (ف) سردار- اڳواڻ.
**سَرد:** ص (ف) ٿڌو- ٿڌڪ. ٺريل. بي رونق.
**سردبازاري:** ث. واپار جي ٿڌائي- مَندي.
**سردگرمُ:** ص. ٿڌو ڪوسو. موافق- پورو پنو. ڏک سک.
**سَرد مِهر:** ص. بي مروت- بي لحاظ. رکو. بيرحم.
**سَرد مِهري:** ث. بي مروتي- رکائي.
**سَردارُ:** ص (ف) اڳواڻ- پيشوا. امير- رئيس.
**سَرداري:** ث. اڳوائي. حاڪمي. رهبري.
**سَردَردُ:** ذ (ف) مٿي جو سُور. آزار.
**سَر دَرو:** ذ. دروازي جي مٿان واري ڪاٺي (جنهن ۾ ڪڙو ڪُنڊو لڳي).

**سَرِ دَست:** ظ (ف) ترت تي- هينئر- هن وقت- فورا- ٺهه پهه.
**سَردو:** ذ. هڪ قسم جو گدرو.
**سَردِي:** ث (ف) ٿڌ- ٺارُ- ٿڌڪي. سياري جي مُندَ- سيارو.
**سَرڙاٽُ:** ذ. تکو ۽ سنهون آواز- سُوساٽ.
**سُرڙاٽُ:** ذ. جسم تي ڪنهن سُرندڙ جيت جي چُرپر.
**سِرڙيو:** ص. اڪيلي سر ڪمائيندڙ (ٻنيءَ ۾). اُهو هاري جنهن وٽ پنهنجو جوڙو نه هجي ۽ ٻڪي سر هجي.
**سَرزَد:** ظ (ف) اتفاق سان ٿيل (حادثو، عمل وغيره).
**سَر زَد ٿيڻ:** هٿان نمودار ٿيڻ- ظاهر ٿيڻ.
**سَر زَمِين:** ث (ف) ملڪ. حڪومت. ڌرتي. جاءِ واردات.
**سَر زَنِش:** ث (ف) ملامت- ڇُٽ ڦٽ. تنبيهه.
**سَرسُ:** . ظ. وڌيڪ- گهڻو. زياده. سُنوالو. سَوايو. برتر- بهتر.
**سِرسُ:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وڪر (هڪ وڻ جو رَسُ جيڪو ڪاٺ ڳنڍڻ ۾ ڪم اچي)- ٽنيڻ.
**سِرسامُ:** ذ (ف) دماغ جي هڪ بيداري (جنهن ۾ مغز ۾ ڦٽ ٿئي).
**سَرسائِي:** ث گهڻائي- وادارو. واڌ. اضافو. فوقيت- برتري.
**سرسبز:** ص (ف) سائو- آباد. شاداب. تازو توانو. خوشحال.
**سَرسَبزِي:** ث. آبادي. خوشحالي.
**سَرِ سَرِ:** ث. تيز هوا جو آواز- سُوساٽ.
**سُرِ سُرِ:** ث. بدن تي جيت جي هلڻ جو احساس. خارش. ڪِتڪتوئي.

**سَرسَرِي؛** ص (ف) سَولو- آسان. مٿاڇرو. مختصر. اُڇاترو. معمولي- رواجي.

**سَرسو؛** ظ. وڌيڪ- زياده. سُنوالو.

**سَرِسوَتي؛** ث (سن) هندو ڌرم جي هڪ ديوي.

**سَرِسي؛** ث. واڌارو. ترجيح. ڪٿر. سَوائي- سُنوالي. اڳرائي. ترجيح- فوقيت. ڪاميابي- سوڀ.

**سَرِسي ڪرڻ؛** گوءِ کڻڻ. ڪٿر کڻڻ. بازي کڻڻ. سوڀ ڪرڻ. سبقت ڪرڻ.

**سَرشار؛** ص (ف) ڀريل- لبريز- تار. خوش. بيخود (موج مستي ۾).

**سَرشاري؛** ث. نشو- مستي. بيخودي.

**سِرِشت؛** ث (ف. سَرِشت) فطرت- مزاج. طبيعت- سڀاءُ. خصلت- عادت. خاصيت- گڻ.

**سِرِشتو؛** ذ (ف) نظام- سٽاءُ. جوڙجڪ. طريقو- رواج. ترڪيب. ڍنگ. دستور- قاعدو.

**سِرِشتيدارُ؛** ص. عدالت ۾ جج جي اڳيان حاضري وارو ملازم. دفتر يا آفيس جو اڳواڻ.

**سِرِشٽي؛** ث (سن) خلقت- پيدائش. مخلوق. دنيا.

**سَرطانُ؛** ذ (ف) ڪيڪڙو. آسماني ستارن جو چوٿون برج. هڪ قسم جي موتمار بيماري.

**سُرعَت؛** ث (ع) جلدائي- تيزي- تِک.

**سَرغَنہ؛** ذ (ف) سردار- اڳواڻ.

**سَرفرازُ؛** ص (ف) معزز. ممتاز. ڀاول.

**سَرفرازي؛** ث. عزت- شان.

**سَرفَروش؛** ص (ف) سِر ڏيندڙ- جانباز. بهادر.

**سَر فروشي؛** ث. بهادري- دليري.

**سَرقہ؛** ذ (ع) چوري. ٻئي جي ڪلام يا مضمون کي پنهنجي ڪلام يا مضمون ۾ آڻڻ.

**سِرڪَ؛** ث. ڪِسڪڻ واري ڳنڍ (نوڙي يا رسيءَ ۾).

**سُرڪاٽُ؛** ذ. بدن تي ڪنهن جيت جي چُر پُر جو احساس.

**سَرڪار؛** ث (ف) حڪومت- گورنمينٽ. بادشاهي. عزت سان مخاطب ڪرڻ جو لفظ.

**سَرڪاري؛** ص. حڪومت جو- حاڪماڻو.

**سِرڪائڻُ؛** م. ريڙهڻ- هٽائڻ. هڪ پاسي ڪرڻ. گم ڪرڻ- ٽپائڻ.

**سَرڪَردگي؛** ث (ف) سرداري- اڳوائي.

**سَرڪَردو؛** ذ (ف) حاڪم- سردار. اڳواڻ.

**سَرڪَس؛** ث (انگ) اُهو تماشو جنهن ۾ ڪسرت جا ڪم ۽ جانورن جا کيل ڏيکاريا وڃن.

**سَرڪَش؛** ص (ف) نافرمان- بي چيو. باغي.

**سَرڪَشي؛** ث. بغاوت. نافرماني.

**سَرڪِل؛** ذ (انگ) دائرو- گهيرو. حلقو. مقرر علائقو. ٽن يا چئن تپن مان ٺهيل تعلقي جو ڀاڱو.

**سَر ڪلياڻ؛** ذ. هڪ قسم جو حُقو (جنهن ۾ نڙ ڏگهو ۽ پيچدار هجي).

**سِرڪَڻُ؛** م. هٽڻ- رڙهڻ- پاسي ٿيڻ. کِسڪڻ.

**سِرڪَڻَ ڦاهي؛** ث. رسي جي ڳنڍ ڏيڻ جو هڪ نمونو (جنهن جي ڦندي ۾ ڦاسڻ سان ڳنڍ ڦابو ٿيندي ويندي).

**سُرڪَڻُ؛** م. ڍُڪ ڀرڻ- ڍُڪ ڍُڪ ڪري پيئڻ. هرکڻ (دل)- مائل ٿيڻ- موهجڻ.

**سُرڪو؛** ذ. بدن تي ڪنهن جيت جي چُرپر جو احساس. (ف. سِرڪہ) ڪمانديا انگورن جي رس مان ٺهيل کٽي ۽ تيزابي پاڻيٺ.

**سَرڪوبي؛** ث (ف) سخت سزا. مارڪُٽ.

**سُرڪِي؛** ث. ڍُڪ- چُڪو. ٿوري ذري (پاڻيٺ جي). سُرڪَ.

**سَرڪيولَرُ:** ذ (انگ) لکيت ۾ ڏنل هدايتون. سرڪاري پڌرنامو.

**سَرگَندُ:** ذ. هڪ قسم جو وڻ (جنهن جي ڪاٺي سُرهي ٿئي). چندن- صندل (وڻ).

**سَرڪو:** ص. جهڙو- وانگيان- طرح- موافق. هڪ جهڙو- ساڪيات. (ث. سَرڪي).

**سَر گذشت:** ث (ف) واقعو- ماجرا- حادثو. ڳالهہ- ڪهاڻي. داستان. واقعن جو احوال- سوانح عمري.

**سَرگِراني:** ث (ف. سرگرداني) پريشاني. ڳڻتي.

**سَرگردانُ:** ص (ف) حيران- پريشان. رولڙي ۾.

**سَرگرداني:** ث. حيراني- پريشاني. مصيبت. ڏاڪڙو.

**سَرگرمُ:** ص (ف) جوشيلو. تيار. چالاڪ. جاڪوڙي.

**سَرگرمِي:** ث. جوش. تيزي- چستي. چالاڪي. اُتساھ.

**سَرگروھ:** ص (ف) سردار- اڳواڻ.

**سَرگسَ:** ث (ف. شهرگشت) جلوس. شادي وغيره جي موقعي تي ماڻهن جو گڏجي گهوٽ کي گشت ڪرائڻ.

**سَرگَمَ:** ذ. راڳ جي ستن سُرن جو مجموعو (سا- ري- گا- ما- پا - ڌا- ني).

**سَرگوشِي:** ث (ف) ڪَنَ ڦس- سُس ڦس. جهيڻي آواز ۾ ڪن جي ڳالهہ.

**سَرگِيرُ:** ذ (ف) گهوڙن جي هڪ بيماري.

**سَرڳُ:** ذ (سن. سُورگ) بهشت- جنت.

**سَرڳواسي:** ص. مري ويل- مرحوم. جنتي.

**سَرَلُ:** ص. سنئون سچو. جلد پڌندڙ- ڪَنن جو صاف. (ذ) ننڍي چمار وارو گهوڙو- وڇيرو.

**سَرلو:** ذ. جهُڙ- جهڙالو. مينهوڳي جي منڊ. (ص) ڪنن ڪان صاف ۽ جلد پڌندڙ.

**سَرما:** ث (ف) سياري جي موسم- سيارو.

**سُرمائِي:** ص. سُرمي جي رنگ جهڙو. (ث) هڪ قسم جي ساموندي مڇي.

**سَرمايو:** ذ (ف. سرمايہ) پُونجي- مُوڙي. ناڻو. رقم (جيڪا واپار ۾ لڳائجي).

**سرمائيدارُ:** ص. دولتمند- شاهوڪار- مالدار.

**سَرمَدُ:** ص (ع) هميشه رهندڙ- دائم. مجذوب- مست. (ذ) مشهور مجذوب درويش جنهن کي اورنگزيب بادشاه قتل ڪرايو هو.

**سَرمَدِي:** ص. دائمي- هميشه جو. خدائي.

**سَرمست:** ص (ف) مخمور- مدهوش. نشي ۾ مست.

**سَرمستي:** ث. مدهوشي- نشو. خمار.

**سُرمگِين:** ص (ف) سُرمو لڳل.

**سَرمَندَلُ:** ذ. هڪ قسم جو ساز.

**سُرمو:** ذ (ف) ڪاري رنگ جي هڪ معدنيات جو اٽو (جيڪو اکين ۾ وجهجي). (ص) سنهون پيٺل- ٻورو. (ذ) آڇي چاندي جون تارون (جيڪي پرت ۾ ڪم اچن).

**سُرمو ڪرڻ:** پيهي سنهون ڪرڻ.

**سُرمو وجهڻ:** انڌو ڪرڻ. ٺڳڻ- ڦُرڻ.

**سَرمَيدانُ:** ص. ميدان ۾. تمام تکو (ڊوڙڻ).

**سَرَنِ، سَرَنِ:** ث (سن) پناھ- سام. حفاظت.

**سَرنامو:** ذ (ف) پتو- ائڊريس. خط يا درخواست جي شروعاتي مخاطب ڪرڻ واري عبارت.

**سَرناءِ:** ث. شرناءِ (ساز).

**سَرَندُ:** ص. هُوند وارو. شاهوڪار. سکيو آسودو. خوشحال. هلندي پچندي وارو.

**سَرَندِي:** ث. هُوند- آسودگِي. پچندي. وس-

اختيار. سگهہ.

**سَرنديِاتُ؛** ص. پچندي وارو- شاهوڪار.

**سُرندو؛** ذ. هڪ مشهور ساز (جنهن ۾ تارون تندون ٿين).

**سُرندو وڃائڻ؛** راضي ڪرڻ لاءِ منٿون ڪرڻ. آزي نيزاري ڪرڻ.

**سُرَنگَ، سُرَنگهہَ؛** ث. غار. زمين دوز رستو. غفا.

**سُرَنگُ؛** ص. سهڻي رنگ وارو. ڳاڙهي رنگ وارو گهوڙو.

**سَرِنگون؛** ص (ف) اونڌي ڪنڌ. مُنهن ڀر.

**سَرنَوِشت؛** ث (ف) نصيب جو لکيو- ڀاڳ- تقدير.

**سَرِنهہَ؛** ث. هڪ تيلي ٻج (جنهن مان منو تيل نڪري).

**سَرَڻُ؛** م. جيئڻ. بسر ٿيڻ (حياتي). ڪَٽجڻ (عمر). پُڄڻ- ٿي سگهڻ. حاصل ٿيڻ.

**سِرَڻِ؛** ث. هڪ مشهور پکي- چيل- هِلِ.

**سَرَڻُ؛** م. چرڻ. کسڪڻ. سرڪڻ- رڙهڻ. اڳتي وڌڻ. گِسرڻ.

**سُرڻو؛** ذ. ڇُرندڙ جيت. جيت. جيت جي چڪ جي اثر کان ٿيل سوڄ يا ڊِٻڙ.

**سُرو؛** ذ. شراب.

**سَرَو؛** ذ (ف) هڪ قسم جو مشهور جابلو وڻ (جيڪو سڌو ۽ اُچو مٿي وڃي).

**سَروَقدَ؛** ص. قداور. ڊگهي قد وارو.

**سِرو؛** ذ (ف. سَر) مٿو. منڍ. شروع وارو حصو. سنڌ جو مٿيون اُتر وارو حصو.

**سُرو؛** ذ. اناج ۾ پيدا ٿيندڙ هڪ جيت. ڪاٺ وغيره کي کائيندڙ جيت.

**سَرواڳَ؛** ث. گهوڙي جي مٿي کان ورِي ايندڙ ڏهاني واري رَسِي.

**سَرواڻُ؛** ذ (ف. ساربان) قافلي جو اڳواڻ. اڳواڻ- مهندار.

**سَرواهِي؛** ث. تلوار- ترار. سڌي منهن واري تلوار. جوڌپور طرف جي ٺهيل هڪ قسم جي تلوار (جيڪا ٺهي پاسن وهي).

**سَروبَدر؛** ظ. وَٽو سَٽو. مٽ سٽ. بدل سدل.

**سِروٽو؛** ذ. سِرَجو اڌڙ. سِر جو ٽڪرو.

**سُروپُ؛** ذ (سن) سونهن- حُسن. روپُ- صورت. (ص) حسين- سُهڻو.

**سَروپا، سَروپاءِ؛** ث. اعليٰ مرتبي وارو وڳو- خلعت- پاڪر.

**سَرودُ؛** ذ (ف) هڪ قسم جو ساز- سُرندو.

**سُرودُ؛** ذ (ف) ڳائڻ- گانو- نغمو. سُر. آلاپ.

**سَرورُ؛** ذ (ف) سردار- حاڪم. مالڪ- آقا.

**سَرورِ ڪائناتِ؛** ذ. حضرت رسول ڪريم جن جو لقب.

**سَرورِ انبياء، سَرورِ عالمَ؛** ذ. نبي سڳوري جو لقب. (حضرت محمد صلعم)

**سُرورُ؛** ذ (ع) خوشي. فرحت. خمار. هلڪو نشو.

**سَروَرقُ؛** ذ (ف) ڪتاب جو پهريون (نالي وارو) ورق.

**سَروِسِ؛** ث (انگ) نوڪري- ملازمت.

**سَروشِ؛** ذ (ف) غيبي آواز- الهام. فرشتو- جبرئيل.

**سَروَقامَت؛** ص (ف) ("سَرو" جي وڻ وانگر) ڊگهو- قداور.

**سَروَقد؛** ص (ف) "سَرو" جي وڻ وانگر ڊگهو- قداور.

**سَروڪارُ؛** ذ (ف) تعلق- واسطو- لاڳاپو.

**سَروي؛** ث (انگ) ٻنيءَ يا ايراضي جي ماپ.

**سَرويرُ**: ذ (انگ) پيمائش ڪندڙ عملدار. انجنيري ڪاتي جو هڪ ملازم (جيڪو واهن جي پاڻيءَ جي ماپ رکي).

**سَرَهُ**: ذ. هڪ قسم جو جابلو جانور.

**سِرهَنُ؛ سِرِينهَ**: ذ. هڪ قسم جو وڻ.

**سِرهاڙو**: ذ. يڪي ڊوڙ. تِکي ڊِوڙ.

**سَرهالُ**: ص. خوش. تندرست. خوشحال. وڏي ڄمار وارو.

**سُرهاڻِ**: ث. خوشبوءِ- سڳنڌ. عطر.

**سَرهَائِي**: ث. خوشي. آسودگي. مرضي.

**سَرهَنُ**: ذ. هڪ قسم جو تيلي ٻج (جنهن مان مِٺو تيل نڪري).

**سُرهائِي**: ث. سرهاڻ- سڳنڌ.

**سَرهڻ، سِرهَڻُ**: م. تڪڻ- نظر ۾ رکڻ. جانڪڻ.

**سَرهو**: ص. خوش- نِهال- راضي. آسودو.

**سُرَهو**: ص. خوشبودار- سڳنڌ وارو. (ث. (سُرَهي).

**سُرَهي ڪرڻ**: چڱي ڪرڻ- ڀلائي ڪرڻ. چڱائي ڪرڻ. نيڪي ڪرڻ.

**سِرهيلِ**: ث. "سرهن" جو وڻ.

**سُرهيو**: ذ. عطر وڪڻندڙ- عطار. مٺيارڪو سامان وڪڻندڙ.

**سَرَءُ**: ذ. اونهاري کان پوءِ ايندڙ موسم (جنهن ۾ پاڻي ڇڇن ۽ تپاولي ٿئي)- خزان.

**سَري**: ث. سَرَ- لڙهي- ڪندي (موتين جي).

**سِري**: ث. سِبي- مُندي. مٿو ۽ ڳچي. ڏُوم جي ڳنڍ يا ٽار.

**سُريت، سُريتَڻَ**: ث. وهاريل عورت- سينڌي.

**سُرِيتو**: ص. سهڻي ڍنگ وارو- سهڻي نموني. رِتَ سان- ريت سان.

**سَرِيرُ**: ذ (سن. شرير) بدن- جسم- جُسو.

**سَرِيرُ**: ذ (ع) پلنگ. تخت.

**سِريراڳُ**: ذ. هڪ راڳ ۽ سُر جو نالو.

**سَرِيعُ**: ص (ع) تيز- تکو. جلد. ڦڙت. چُست- چالاڪ.

**سَرِيڪو، سَرِيڪو**: ظ. جهڙو- جيڏو. مَٽ- برابر.

**سُرِيلو**: ص. مِٺـي آواز وارو- خوش آواز. سُر تـار وارو. وڻندڙ.

**سِريوالُ**: ص. اُتر جو رهاڪو (سنڌ جي پرسان اُترئين ڀاڱي جو رهاڪو).

**سَرِينهَ**: ذ. سِرهيل وڻ.

**سَڙڪَ**: ث. رستو- شاهراه- شارع. شاهي رستو.

**سَڙَڻُ**: م. ٻرڻ- ڏجهڻ (باهه ۾). جلڻ- ڪامڻ.

**سَڙيلُ**: ص. ٻريل- جليل. ڪاٺل. ڳريل- خراب- ڪنو (ميوو). بدبودار.

**سِڙهُ**: ذ (ع. شراع) ٻيڙي کي هوا جي زور تي هلائڻ لاءِ ڪپڙو- بادبان.

**سَزا**: ث (ف) سيکت. ڄٽ. بدلو- عيوضو. ڏنڊ. قيد جي سيکت

**سَزا ڀوڳڻ**: ڪئي جو نتيجو لوڙڻ. جيل ڪاٽڻ.

**سَزا ڏيڻ**: سيکت ڏيڻ. ڄٽ ڪرڻ.

**سَزاوارُ**: ص. سيکت جوڳو- ڏوهاري.

**سَزا يابُ**: ص. ڏوهاري. قيدي.

**سزايافته**: ص. ڏوهاري. جيل ڀوڳيل- قيد ڪاٽيل.

**سَسُ**: ث. زال يا مڙس جي ماءُ.

**سُسائڻُ**: م. قنديل شيءِ جي سوج گهٽ ڪرڻ- سوج گهٽائڻ. (ف) ننڍو ڪرڻ.

**سُسْتُ**: ص ڍرو. گهٽ رفتار وارو. ڪم ۾ دير ڪندڙ. ٽوٽي- ڪاهل. هيڻو. اداس.

**سُسُت ٿيڻ:** ڍرو ٿيڻ (ڪم يا رفتار ۾). اُداس ٿيڻ. مايوس ٿيڻ.

**سُستي:** ث. ڍرائي. ڪاهلي. آرس. هيٺائي. ٿڌائي.

**سَستو:** ص. گهٽ قيمت. سهانگو- ارزان.

**سُس پُس، سُس ڦُس:** ث. آهستي آواز ۾ ڳالهاءِ. ڪَنَ جون ڳالهيون. پُٽڪَ.

**سُس پُس (ڦُس) ڪرڻ:** ڪَن جون ڳالهيون ڪرڻ.

**سُسَرُ:** ذ. اڇي پاڻي جو تلاءُ- صاف پاڻي جي ڍنڍ.

**سُسَڻُ:** م. گهٽجڻ- سوسُ ڪائڻ. سوڙهو ٿيڻ. پچڻ. سُڪڻ- سُڪي ننڍو ٿيڻ. ڪومائجڻ.

**سَسو:** ذ. ننڍو گهيٽو. رڍ جو ننڍڙو ٿر.

**سِسو:** ذ. ڳچي- ڳچيءَ وارو حصو. ڪنڌ- مُنڍي- گردن.

**سَسُئي:** ث. چنڊ- ماهہ. چنڊ جهڙي سهڻي عورت. سنڌ جي مشهور عشقيه قصي "سسئي پنهون" جو ڪردار.

**سِسِي:** ث. ڳچي- مُنڍي- گردن- ڪنڌُ.

**سَطحَ:** ث (ع) مٿيون حصو- مٿاڇرو.

**سَطحِي:** ظ. مٿيون. بالائي- مٿاڇرو.

**سَطرِ:** ث (ع) ليڪَ. سِٽَ. لفظن يا حرفن جي قطار.

**سَطوت:** ث (ع) دبدبو- رعب.

**سُطُور:** ث (ع. سطر جو جمع) سِٽون. ليڪون.

**سَعادَت:** ث (ع) برڪت. سڀاڳ. نيڪي- ڀلائي.

**سَعادتمند:** ص. سڀاڳو- نيڪ. فرمانبردار- چَنگيوانُ.

**سَعادتمَندِي:** ث. سڀاڳ. فرمانبرداري.

**سَعدُ:** ص (ع) سڀاڳو. نيڪ.

**سَعِي:** ث (ع) ڪوشش- سعيو. ڊوڙڊُڪَ- حيلو.

**سَعِيدُ:** ص (ع) نيڪ. سڀاڳو- خوشنصيب.

**سَعيو:** ذ (ع) ڪوشش- جتن. حيلو. جلدائي- سيگهہ.

**سِفارَتَ:** ث (ع) پيغام رسائڻ- قاصدائو. ايلچي گيري. مفاهمت جو پيغام.

**سفارتخانو:** ذ. سفير جي رهڻ جي جاءِ.

**سِفارَش:** ث (ف) ڪنهن شخص کي پارت سان ٻئي جي حوالي ڪرڻ. پارت.

**سِفارَش نامو:** ذ. پارت جو خط.

**سِفارَشِي:** ص. پارت ڪندڙ. پارت ڪيل.

**سَفاڪ:** ص (ع) ظالم- بيرحم. قاتل.

**سَفاڪِي:** ث. ظلم. قتل. بيرحمي.

**سَفَرُ:** ذ (ع) شهر کان ٻاهر روانگي- مسافري.

**سَفر خَرچُ:** ذ. مسافريءَ ۾ واٽ جي ضرورت لاءِ خرچ پکو.

**سفر ڪرڻ:** مسافري ڪرڻ. ڪوچ ڪرڻ. روانو ٿيڻ.

**سفر نامو:** ذ. سفر جو احوال.

**سُفراء:** ذ (ع) "سفير" جو جمع.

**سُفرو:** ذ. پڇو- چَپُ.

**سِفلو:** ص (ع. سِفل) ڪميڻو- رذيل. خَسيس- نيچ- ڪريل.

**سِفلہ مزاج:** ص. ڪميڻو. ڪريل- ذليل. هلڪي طبيعت وارو.

**سُفوفُ:** ذ (ع) پيٺل شي- اٽو- ٻُورو. ڦڪِي.

**سُفيدُ:** ص (ف) اڇو. اُجرو- صاف. ڳورو.

**سُفيدپوش:** ص. اڇا ڪپڙا ڍڪيندڙ. سادو لباس اوڍيندڙ. درمياني حيثيت وارو.

**سُفيد ريش:** ص. اڇي ڏاڙهي وارو- بزرگ. پوڙهو.

**سُفيدو:** ذ (ف) اڇو ٻُورو يا رنگ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**سُفيدِي:** ث (ف) اڇاڻ. اڇائي. چِٽائي. اڇو رنگ (چُن وغيره جو).

**سَفِيرُ:** ذ (ع) ايلچي- قاصد.

**سَفِينو:** ذ (ع) جهاز. ٻيڙي- ڪِشتي.

**سَڦرو:** ص (سن. سڦل) ڦل وارو- فائديمند. نفعو ڏيندڙ. آسان- سولو.

**سَڦلُ. سَڦلو:** ص (سن) ڦل وارو- ثمردار. نفعو ڏيندڙ. سڦرو.

**سَڦوران:** ث (عبراني، صافورا) عورت جو نالو.

**سَقَر:** ذ (ع) دوزخ- نرڳ.

**سُقراطُ:** ذ. يونان جو مشهور فيلسوف.

**سَقلاتُ:** ذ (ع. سقلاط) ڳرمزي رنگ جو- هڪ قسم جو ڪپڙو.

**سَقف:** ذ (ع) ڇت. سائبان. آسمان.

**سُقُم:** ذ (ع) عَيب- نقص. وڌ. خرابي- خامي.

**سَقہ:** ذ (ف) پاڻي پياريندڙ. ساقي. پکال سان پاڻي پريندڙ- پکالي- ماشڪي.

**سُقُوط:** ذ (ع) ڪِري پوڻ- ڍهي پوڻ.

**سَقِيم:** ص (ع) بيمار- مريض. هيڻو- ضعيف. بيحال. مسڪين.

**سِڪَ:** ث. حُب- قرب- پيار. هيڄُ. ساروڻي- اُڪير.

**سُڪَ:** ث. خشڪي- آرهه. سُڪل زمين. اٿاڪ. (ظ) قابو- سوگهو. مضبوطيءَ سان پِڪل. ڏاڍو- سخت.

**سُڪَ ڪرڻ:** ٻڌي قابو ڪرڻ. سوگهو ڪرڻ.

**سُڪاڄُ:** ص. ڪم وارو. سڦلو. فائديمند.

**سُڪارُ:** ذ (سن. سُڪال) خوشحالي- آبادي. اناج جي فراواني. سهانگائي. جهجهائي- گهڻائي.

**سُڪارِتو:** ص. سجايو- ڪمائتو- سڦلو. ڪارآمد- فائديمند.

**سُڪاريو:** ص. آسودو- خوشحال. ڪم وارو- سڦلو.

**سِڪائڻُ:** م. گهُرج پوري نہ ڪرڻ. حرصائڻ. سَڌائڻ- اُڪيرائڻ. انتظار ڪرائڻ.

**سُڪائڻُ:** م. خشڪ ڪرڻ. هيڻو ڪرڻ.

**سَڪتو:** ذ (ع. سَڪتہ) هڪ بيماريءَ جو نالو (جنهن ۾ مريض جي چرپر بند ٿي وڃي ۽ بيهوشي ٿئي).

**سُڪَ تَڙُ:** ث. خشڪي. سُڄ- پينگ. ڏڪار. آرهه.

**سَڪَرَ:** ث. چُمِي- مِٺي.

**سَڪَرُ:** ث. پهريات مينهن. گهڻو کير ڏيندڙ جُوان مينهن.

**سُڪَرُ:** ذ (ع) نشو (شراب جو). خُمار. مَدهوشي.

**سُڪَرُ:** ذ (سن. سُڪال) آبادي. خوشحالي. سهانگائي- سستائي. اناجُ جي گهڻائي. سُڪارُ.

**سَڪراتَ:** ث (ع) ساهہ نڪرڻ جي تڪليف. پويان پساهہ.

**سُڪَلُ:** ص. سُڪي ويل- خشڪ. رُڪو. اپرو.

**سُڪلَ ٽُڪرَ:** ذ. مانيءَ جا رُڪا ٽُڪِيا.

**سَڪَمو:** ص. سگهارو- تندرست. ڏاڍو. (ث. سَڪَمِي).

**سَڪَنہ:** ذ (ع) "ساڪن" جو جمع. (ص) رهندڙ.

**سِڪَندرُ:** ذ. يونان جو بادشاه (جنهن ٣٢٤ ق. م ۾ مصر، ايران، افغانستان ۽ سنڌ فتح ڪيا).

**سِڪَڻُ:** م. اُڪنبجڻ. حرص ڪرڻ. سَڌائجڻ. آس ڪرڻ. خواهش ڪرڻ.

**سِڪَڻو:** ص. خواهشمند- سَڌائتو- حرصيل. ڪنهن شيءِ تي حرص ڪندڙ. (ث. سِڪڻي)

**سُڪَڻُ:** م. خشڪ ٿيڻ- نوٽ ٿيڻ. اپرو ٿيڻ. هيڻو ٿيڻ. رطوبت سُڪي وڃڻ. انتظار ڪرڻ.

**سُڪِي ڪندا ٿِيڻ:** ايرو ٿيڻ (بيماريءَ ۾).
**سَڪو:** ص. سڳو (ڏاڻ). ويجهو مائٽ (جنهن سان رت ڳنڍيل هجي).
**سِڪو:** ذ (ع. سيڪ) مُهر- ٺپو. مُهر لڳل ڌاتوءَ جو ٽُڪرو (جيڪو ناڻي طور متاسنا ۾ ڪم اچي).
**سِڪو ڄمائڻ:** ڄمائڻ- رعب وهارڻ.
**سُڪو:** ص. سُڪل- خشڪ- ٺوٺ. رُکو- اڻيو. ڪومايل. (ث. سُڪِي).
**سُڪا ساوا ٿيڻ:** مظلومن جو خوشحال ٿيڻ. ڏتڙيلن جو آسودو ٿيڻ.
**سُڪو جواب:** ذ. صفا جواب- انڪار.
**سُڪو ڪاٺُ:** ذ. پَڪو. بي حس.
**سُڪُوتُ:** ذ (ع) خاموشي- چُپ- ماٺ- سانت.
**سُڪوت ڪرڻ:** ماٺ ڪري ويهڻ- صبر سان رهڻ. رهڻ- ٽڪڻ. رهايش ڪرڻ.
**سُڪُون:** ذ (ع) چُپ- ماٺ. آرام- قرارُ. امن. 'جزم' جي نشاني.
**سُڪُونَت:** ث (ع) رهايش. رهڻ جو هنڌ- بودوباش.
**سُڪُونت پذير:** ص. رهندڙ- ساڪن.
**سُڪِي:** ث. خشڪي. سُڪي ويل زمين. ڌرتي.
**سِڪِيلڙو:** ص. سِڪي پِني چاول (ٻار). ناز سان نپايل. لاڏلو. (ث. سِڪيلڙي).
**سَڪِيلو:** ذ. تلوار. هڪ قسم جي ترار.
**سَڪِينه:** ث (ع) دل جو آرام يا سُڪون. عورتن جو نالو.
**سِکُ:** ذ. چيلو- شاگرد. گرونانڪ جو پوئلڳ.
**سُکُ:** ذ (سن) خوشي- آنند- راحت. فرحت- آرام- چَين. خوشحالي- آسودگي. سهنج- سولائي.
**سُکُ ڪرڻ:** آرام ڪرڻ. هڪ هنڌ ويهڻ. سانت ڪرڻ.
**سُکا:** ث. باسَ- مجتا- مَنت. ڪنهن خوشي ڏسڻ لاءِ باسيل نذرانو (جيڪو ڪنهن درويش ولي الله کان ڪيل مُراد پوري ٿيڻ تي پِڙُ ڏجي يا نذراني جي صورت ۾ ادا ڪجي).
**سُکا باسڻ:** مراد پوري ٿيڻ لاءِ پڙُ يا نذرانو ادا ڪرڻ جو انجام ڪرڻ.
**سُکالو:** ص. خوش. تندرست. (ڪنايت) بيمار- اگهو- ناخوش.
**سُکانُ، سُکاڻُ:** ذ (ع. سُکان) ٻيڙي يا غوراب جي رخ ڦيرائڻ لاءِ دُنبالي ۾ لڳل ڦرهو.
**سُکاني، سُکاڻِي:** ص. سکان هلائيندڙ- ٻيڙياتو- ملاح.
**سُکرُ:** ص. خوشحال- آسودو. مٿاهون- اعليٰ. عزت آبرو وارو- معزز. مان مرتبي وارو. وڏو مائهو. تندرست. (ذ) هڪ مشهور شهر ۾ ضلعو.
**سِکڻُ:** م. سکيا وٺڻ. تربيت وٺڻ. پرائڻ. حاصل ڪرڻ.
**سکِڻو:** ص. ٺلهو- پالهو- خالي. هٿن خالي- ڪُٺل. واندو. اڪيلو. (ث. سکڻي).
**سکڻائي:** ث. اڻ هوند. ڪُٺلائي.
**سکِي:** ث (سن) ساهيڙي- سهيلي- سَرتي- جيڏي.
**سکِي:** ص. سکيو- آسودو- خوشحال.
**سکيا:** ث. تعليم- ڄاڻ. تربيت.
**سکيائي:** ث. آسودي- خوشحال. سَرهي.
**سکيو:** ص. آسودو- خوشحال- هُوند وارو. خوش- سَرهو. سولو- سهنجو- آسان.
**سکيو سَتابو:** ذ. خوشحال ۽ مان مرتبي وارو. معزز.
**سگُ:** ذ (ف) ڪُتو.

**سِگارُ:** ذ (انگ) تماڪ جي ثابت پَنن کي ويڙهي ٺاهيل چُروٽ.

**سَگبانُ:** ص. ڪُتا سنڀاليندڙ. ڪُتن جو ڏٿي. شڪاري.

**سِگري:** ث. لوهي چُلهہ- انگيٺي- ڪُلُ.

**سِگريٽُ:** ذ (انگ) سِيلَ واري ٻيڙي.

**سَگلو:** ص. سٺين عادتن وارو- سلڇڻو. (ضد. آگلو).

**سِگنلُ:** ذ (انگ) اشارو. پيغام. ريلوي لائين جي پاسن ڪان لڳل نشان.

**سَڳُ:** ذ. ثابتي. شيءِ- وَٿُ.

**سَڳَ سان:** ظ. ثابتي سان.

**سڳائي:** ث. پنهنجائي- رت ڳنڍيل مائٽي. قرابت- عزازت.

**سڳترو:** ذ. جتي ۾ پير جي هينان رکيل چمڙو.

**سڳڌاسي:** ذ. خوشبودار جانورن جو هڪ قسم.

**سڳرُ:** ذ. واٽ- دڳُ- راهہ- گسُ.

**سڳڙو:** ذ. "سڳو" جو اسم تصغير. ننڍڙو سنهڙو ڌاڳو. ڏورو. ڳانو.

**سڳنڌ:** ث. سُرهاڻ- خوشبو. مُهڪار. واسُ.

**سڳڻُ:** ذ. سَوڻ- شگون. اهڃاڻ (ڪنهن واقعي جو)- فال.

**سڳو:** ذ. ڌاڳو. سُٽ وغيره جي تند. ڏور. ٻانهن ۾ ٻڌڻ يا ڳچيءَ ۾ پائڻ جو ڏورو. سون يا چانديءَ جو هڪ ڳهہ. ڦيٿو وڌل يا دعا پڙهيل ڌاڳو (ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ). (ص) حقيقي- سچو (مائٽ). پنهنجو- ويجهو (مائٽ) جنهن سان رَتُ ڳنڍيل هجي.

**سڳو سورڻُ:** سلسلي کي جاري رکڻ. عمل کي آهستي آهستي جاري رکڻ.

**سڳورو:** ص. ڀلارو- افضل. بزرگ. سياڳو- سدورو. فيض پهچائيندڙ. (ث. سڳوري)

**سڳي:** ث. ڳنڍيل وارن ۾ سينگار لاءِ ٻڌڻ جي چوٽي- ڳُتَ. (ص) حقيقي- سچي (مائٽ).

**سڳيون:** ث. وارن ۾ ٻڌڻ لاءِ ڳُتون- چوٽيون (عموما سڳين جي جوڙي ٿئي).

**سگهہ:** ث. طاقت- قوت- ٻل. زور. وَسُ- توفيق- پڄندي. پهچ. مجال.

**سگهارو:** ص. سگهہ وارو- طاقتور. زور وارو. ڏاڍو. بهادر- پهلوان. جبرو. همت ڀريو. (ث. سگهاري).

**سگهائتو:** ص. سگهارو.

**سگهائي:** ث. زور- طاقت. ٻل- قوت. توفيق. تندرستي- چڱيلائي- صحت.

**سِگهائي:** ث. جلدائي- سِگهہ. ڦُڙتي. تکڙ.

**سگهرو:** ظ. زال سميت. عيال سميت- ٻارين ٻچين. سڄي گهر سميت. گهر جي ڀاتين سان. ڪٽنب سان.

**سگهڙُ:** ص. سليقي رارو. هنرمند. ڏاهو. عوامي شاعر. ٻين جا شعر ياد ڪندڙ ۽ ٻڌائيندڙ.

**سگهڙائي، سگهڙپائي:** ث. سليقو- تيز. هنرمندي.

**سگهڻُ:** م. مرڪب فعل طور ڪم ايندڙ مصدر (جئن ته: ڪري سگهڻ، هلي سگهڻ وغيره). ٿيڻ جهڙو هجڻ- ممڪن هجڻ.

**سگهو:** ص. طاقتور- سگهارو. جبرو- ڏاڍو. زوراور. هلندي پڄندي وارو. تندرست- چڱو ڀلو. صحتمند.

**سِگهو:** ظ. جلد- ترت- تڪڙو. تهہ پهہ- فورا- جهٽ پٽ. يڪدم.

**سگُ:** ذ. مائٽي- عزازت. پرڻي لاءِ ڏنل ورتل ڇوڪري.

**سِگُ:** ذ. جانور جي مٿي تي اڀريل نوڪدار هڏي جو ڪوپو- قرن.

**سِگن تي ڪڻڻ:** جُٽ ڪرڻ- تنبيهہ ڪرڻ.

**سگابندي:** ث. پرڻي لاءِ ڪيل مٽي. سگ ڏيڻ وٺڻ. رشتيداري.

**سگاوَٽي:** ث. سگابندي.

**سگرَ، سِگرَ:** ذ. ڪنڊي جي وڻ جون ڦريون.

**سِگِري:** ث. ڪنبي جي وڻ جي ڦري.
**سِگِڙِي:** ث. جانور جو سُڪل سِڱُ (جيڪو فقير وڄائين). نَفيل- نفيرَ.
**سِگوٺجڻُ:** م. ٽڻن ۾ ڪير پرجي اچڻ.
**سِڱِي:** ث. ننڍڙو سِڱُ (جنهن سان علاج خاطر بدن مان رت ڪڍجي). ننڍڙو سِڱُ جيڪو هندو فقير وڄائين- سگڙي.
**سِگيون هڻائڻ:** حيلا وسيلا ڪرڻ. تڪيلف ڪي لاهڻ لاءِ ٽوٽڪا ڪرڻ.
**سَگِيٺو:** ص. سَڱَ ۾ آيل- مِٺُ- عزيز. جوڳو- لائق.
**سَلُ:** ذ. سوراخ- ٽُنگ- چيد.
**سَلاجِيتُ:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.
**سَلاخَ:** ث (ف) لوهه جي سيخ.
**سَلادُ:** ذ (انگ) اوباريل يا ڪچي ڀاڄي جو هڪ قسم.
**سَلاسَت:** ث (ع) نرمي- مانار. رواني. ڳرن لفظن کان آجي گفتگو. ڪلام جي نفاست. سادگي.
**سَلاسِل:** ث (ع. "سلسلہ" جو جمع) زنجيرون.
**سَلاطِين:** ذ (ع. "سلطان" جو جمع) بادشاه.
**سَلامُ:** ذ (ع) سلامتي- امن. ملڻ يا موڪلائڻ وقت جو لفظ. نماز جي پڇاڙيءَ وارو سلام. ڪربلا جي معرڪي تي نظم.
**سَلام پرڻ:** حاضري ڏيڻ. حاضر ٿيڻ. منهن ڏيکارڻ. زيارت ڪرڻ.
**سلام ڏيڻ:** پيغام ڏيڻ. يادگيري ڏيارڻ.
**سلام ڪرڻ:** موڪلائڻ. ڪيڪارڻ. مڃڻ- تسليم ڪرڻ.
**سَلامُ عليڪم:** جملو. اوهان تي سلامتي هجي.
**سلامَت:** ظ (ع) محفوظ. سالم. خيريت سان. نيڪ- درست.
**سَلامَتي:** ث. اَمن. خير- عافيت. حفاظت.
**سَلامِي:** ث. بادشاهن يا حاڪمن کي ڪيل آجيان. تعظيم جو سلام. مرحبائي سلام. ڪنهن بند يا مٽيءَ جي ڊِگ کي ڪوڏر سان ٻڌي لاهه ڏيڻ.
**سِلاوَٽا:** ذ. مسلمان ڪاريگرن جي هڪ برادري جو نالو. پٿر کي گهڙي ناهيندڙ. پٿرن تي ٽُڪَ جو ڪم ڪندڙ.
**سَلائڻُ:** م. ٻُڌائڻ. قبول ڪرائڻ. سَل ڪڍائڻ.
**سِلائِي:** ث. بخيو- ٽوپو. سِباٽِي.
**سَلب:** ذ (ع) هٽائڻ. ڇُهڻ. کسڻ. انڪار.
**سَلب ڪرڻ:** اختيارات وغيره کسڻ.
**سَلتَڻُ:** م. ٻُڌائڻ. سچي ڪرڻ- باسڻ.
**سَلَتُ:** ذ. صلاح- رٿ. سات. هاريي جو سمورو سامان- سلهَٽ.
**سِلِپ:** ث (انگ) ڪاغذ جي پٽي. غلطي- چُڪَ.
**سُلجهاءُ:** ذ. سنوار (منجهيل جي). حل. وضاحت.
**سُلجهائڻ:** م. سَنوارڻ- کولڻ (منجهيل کي). حل ڪرڻ (مسئلو). وضاحت ڪرڻ.
**سُلجهڻُ:** م. کُلڻ- حل ٿيڻ. صاف ٿيڻ (مونجهارو). واضح ٿيڻ. آسان ٿيڻ.
**سُلِچَڻُ:** ذ. سٺا ارڪان- سُٺا لڇڻ. چڱيون عادتون. چڱائيون- گُڻَ.
**سُلِچَڻو:** ص. سٺن لڇڻن وارو. سٺي اخلاق وارو. فضيلت وارو.
**سِلحُ:** ذ (ع) هٿيار- اوزار.
**سِلحدارُ:** ص. هٿيارن جو محافظ. سامان سڙو ڏيندڙ وٺندڙ.
**سَلسَبيلَ:** ث (ع) بهشت جي هڪ نهر.
**سِلسِلو:** ذ (ع) زنجير- سَنگهر. قطار. نسل- پيڙهي. شجرو. تعلق- واسطو. ترتيب- طريقو.
**سِلسِليوارُ:** ظ. لاڳيتو. ترتيب سان. قطار ۾. هڪٻئي پٺيان.

**سُلطانُ:** ذ (ع) بادشاه- فرمانروا.
**سُلطاني:** ث. بادشاهي- حڪومت.
**سَلطنت:** ث (ع) حڪومت- بادشاهي- مملڪت.
**سَلِفَ:** ص (ع) گذريل. قديم- اڳاٽو. پراڻي زماني جا ماڻهو. ابا ڏاڏا. بزرگ.
**سَلَفَ صالحين:** ذ. رسول اڪرم جي حڪمن جي پوئواري ڪندڙ اڳيان بزرگ.
**سُلف:** ذ (ع) سٽودو. وڪر.
**سُلفِي:** ث. تماڪ ڇڪڻ لاءِ ٺڪر جي ٺهيل نڙاندي- پُونگري.
**سِلڪ:** ث (ع) ڌاڳو- ڌور. لڙهي- هار. سلسلو. قطار.
**سِلڪَ:** ث (انگ) ريشم- پَٽُ.
**سَلڪڻ:** ذ. سُلڇڻ. ڳڻَ. سُنا لڇڻَ.
**سُلڪڻو:** ص. سُلڇڻو. اخلاقن وارو.
**سَلمر:** ذ (ف) سوني پاڻي چڙهيل چانديءَ جي تند (جيڪا پرت ۾ ڪم اچي).
**سلما ستارا:** ذ. پرت لاءِ چانديءَ جي تار ۽ ستارا.
**سَلمي:** ص (ع) سهڻي- حسين. محبوبہ.
**سَلَڻُ:** م. ٻڌائڻ- ڏسڻ. ظاهر ڪرڻ. سچي ڪرڻ. مڃڻ- اقرار ڪرڻ. سوراخ ڪرڻ- ٽُنگ ڪرڻ- سَل ڪڍڻ.
**سَلو:** ذ. ٻُوٽو. زمين مان اُڀريل تازو ٻُوٽو. ابتدائي ڦوٽهڙو. ٽڏو. بنياد- پيڙهہ.
**سِلو:** ظ (انگ) ڍرو- سست رفتار- آهستي.
**سَلوارَ:** ث (ع. سَروال) سُٿڻ- شلوار.
**سُلوٽُ:** ذ (انگ) فوجي سلام. سلامي.
**سِلوڪُ:** ذ (سن. آشلوڪ) شعر. بيت. نظم.
**سُلوڪُ:** ذ (ع) روَيو- ورتاءُ. ناهہ. صلح. دوستي. حق تعاليٰ جي قرب جي طلب. حق جي ڳولا. تصوف جو طريقو.
**سُلوڪَتَ:** ث. قرب- محبت. ناهہ- صلح. خوش اخلاقي.
**سَلُوڻو:** ص. چهرو- نمڪين. سوادي. سانورو. وڻندڙ. سهڻو- حسين.
**سَلوِيٰ:** ذ (ع) ٻٽيرو. تتر. ماڪي.
**سِلهہَ:** ث. هڪ قسم جي بيماري- تپ دِق.
**سَلهاڙجَڻُ:** م. هڪ ٻئي سان ڳنڍجڻ- قطار ۾ ٻڌجڻ. ڳنڍجڻ (قطار يا سلسلي ۾)
**سَلهاڙڻُ:** م. گڏ ٻڌڻ- ڳنڍڻ- ملائڻ. قطار ۾ گڏائڻ.
**سَلهَٽ:** ذ. سَلٽُ. ناهہ- صلح.
**سَلهڙُ:** ظ. گڏ- سان. قطار ۾ ڳنڍيل- لاڳُڙ.
**سليٽَ:** ث (انگ) سڪول ۾ ٻارن جي لکڻ لاءِ هڪ قسم جي پٿر جي تختي.
**سليپرُ:** ذ (انگ) جتيءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ ڪشا وجهڻ وارو حصو نہ هجي). ريلوي لائين جي پٽن کي هيٺان ٽيڪ ڏيڻ لاءِ دوکي.
**سَليس:** ص (ع) آسان- سَولو. عام فهم.
**سَليقو:** ذ (ع) تميز- شعور. سمجهہ. لياقت- اهليت. هُنر. سگهڙائپ.
**سَليمُ:** ص (ع) نيڪ- درست- صحيح. ڪامل- پورو. صاف دل. بردبار.
**سليم الطبع:** ص. نرم دل. دوراَنديش. سادو سُڀاءُ.
**سُليمانُ:** ذ (ع) هڪ نبي سڳورو جنهن بيت المقدس جو بنياد رکيو.
**سُليماني:** ص. حضرت سليمان عليه السلام ڏانهن منسوب. (ذ) هڪ قسم جو قيمتي پٿر.
**سَمُ:** ذ. موسيقي جي اصطلاح ۾ تار (وجت) جي آخرين ماترا.
**سَمُ:** ذ (ع) زهر- وهُ.
**سَم قاتل:** ذ. ماريندڙ زهر.

**سِمَ:** ث. زمين مان ظاهر ٿيل پاڻي. زمين مان ظاهر ٿيل پوسَل (جيڪا عام طرح ڪلراٺي زمين ۾ ٿئي، يا زمين کي ڪلر وارو ڪري).

**سِمَ نالي:** ث. سِمَ جي پاڻي جي نيڪال وارو وهڪرو.

**سَما:** ذ. سنڌ جي هڪ مشهور قوم (جنهن جي حڪمران گهراڻي سنڌ تي ١٣٥٠ع کان ١٥٣٠ع تائين حڪومت ڪئي).

**سَمَه، سَماٽ:** ذ. سمن جي رهائش واري ايراضي (سمات، لاڪات وغيره). سَمہ قبيلي جا پاڙا ۽ نکون. وڏي ڏاڏي سمه جو اولاد.

**سَماپت:** ظ (سن) مڪمل- پورو. ختم.

**سَماجُ:** ذ (سن) پنچائت- برادري- پائيچاري. معاشرو- پنگت. اجتماع. جلسو. جماعت. بزم.

**سَماجِي:** ص. معاشرتي- پنگتي.

**سَماجَت:** ث (ع) خوشامد- چاپلوسي. هي لفظ عموما "مِنَت" سان گڏ ڪم اچي.

**سَما جوڳُ:** ذ (سن) ملاقات. سنبنڌ. ڳانڍاپي وارو تعلق.

**سَماچارُ:** ذ (سن) چال- ريت- روش. حالات- واقعات. خبر- اطلاع. احوال. خبرچار- سُڌ سماءُ. حال احوال.

**سَمادي:** ث (سن) محويت- استغراق. غور- فڪر. ماٺ. جوڳين سناسين جي تپسيا جو هڪ طريقو. قبر (خاص ڪري هندو مهاپرش جي).

**سَماعُ:** ذ (ع) صوفيانه راڳ. راڳ تي آيل حال- وجد. ذڪر جو هڪ طريقو.

**سَماعَت:** ث (ع) ٻُڌڻ. ٻڌڻ جي قوت. ٻُڌڻ جي حالت. شنوائي (مقدمي جي).

**سَماعت ڪرڻ:** ٻُڌڻ. مقدمو ٻڌڻ.

**سِماعي:** ص (ع) ٻُڌل.

**سَمانُ:** ص (سن) جهڙو- مثل- وانگر.

**سَمانگرُ:** ص. سهڻي رنگ واري. ڏسڻ جهڙي- خوش رنگ.

**سَمانو:** ص. عزت وارو- وڏي مان وارو- مانائتو. عزت سان. مقبول. سکيو- آسودو. هٽيڪو. (ث. سَمانِي)

**سَماوارُ:** ذ (ف) ٽامي يا پتل جو هڪ ٿانءُ (جنهن ۾ اندرئين وچ واري خال ۾ باهه ٻرندي رهندي آهي ۽ پاهران پاڻي گرم ٿئي).

**سَماءُ:** ذ (ع) آسمان- فلڪ- چرخ- آڪاس.

**سَماوي:** ص. آسمان وارو. غيبي.

**سَماءُ:** ذ. نگراني- چوڪسي. سنڀال. پَروڙ- ڄاڻ. سَمڪَ. خبر.

**سَماءُ لهڻ:** خبر وٺڻ- نظرداري ڪرڻ.

**سَمائڻ، سَمائجَڻ:** م. پيهي وڃڻ- حلول ٿيڻ. گهڙي وڃڻ. رَچي وڃڻ. ويهي رهڻ (ذهن ۾). پئجي وڃڻ (اندر).

**سمتِ:** ث (ع. سِمَت) رستو- واٽ. طرف- پاسو- رُخ.

**سُمَتِ:** ث (سن) چڱي مَتِ. سٺي صلاح. نيڪ هدايت. سُٺي سمجهه- عقل.

**سَمپادَڪُ:** ذ (هندي) ايڊيٽر.

**سَمپُورَڻ:** ص (سن) مڪمل- سچو.

**سَمجهه:** ث. عقل- فهم- ادراڪ. هوش. دانائي. ڄاڻ. راءِ. خيال- گمان.

**سمجهه اچڻ:** هوش اچڻ- عقل اچڻ. هوشيار ٿيڻ- ڏاهو ٿيڻ. اکيون کلڻ. خبر پوڻ. بالغ ٿيڻ.

**سمجهائي:** ث. ڄاڻ. وضاحت- تشريح. هدايت- نصيحت.

**سمجهائڻ:** م. ٻُڌائڻ. ڏسَڻ. آگاهه ڪرڻ. سيکارڻ. ذهن نشين ڪرڻ. سِکيا ڏيڻ. نصيحت ڪرڻ. سيکت

ڏيڻ. وضاحت ڪرڻ.

**سَمجهدارُ:** ص. سياڻو- ڏاهو- عقل وارو. تجربيڪار، ڄاڻو. هوشيار.

**سَمجهَڻُ:** م. واقف ٿيڻ- آگاهه ٿيڻ. ذهن نشين ٿيڻ. ڄاڻڻ- پروڙڻ. مڃڻ- قبول ڪرڻ. هوشيار ٿيڻ. سِکڻ. محسوس ڪرڻ- لکائڻ.

**سَمجهُو:** ص. سياڻو- ڏاهو- هوشيار. عقلمند- دانا، عاقل.

**سَمَرُ:** ذ. مسافري جو توشو. سفر خرچ. سامان- اسباب. ٽپڙ ٽاڙي. وسيلو.

**سمَرتِي:** ث (سن) ڌيان- خيال. يادگيري. حافظو. هندڪي ڌرم جا اُهي ڪتاب جيڪي الهامي ناهن (انهن ۾ ڇهه ويدانگ شاستر، مَنُو جو ڌرم شاستر، اتهاس، پُراڻ ۽ ٻيا شاستر اچي وڃن ٿا).

**سَمَرتِي:** ث. ملڪيت- دولت. پُونجي. طاقت- توفيق- پهچندي.

**سَمَع:** ث (ع) ڪَنَ- گوش. سماعت- ٻڌڻ.

**سَمع خراشِي:** ث. ڪَنَ کائڻ جهڙيون ڳالهيون. بَڪ بَڪ. مٿو کائڻ. ڪنن کي نه وڻڻ جهڙيون ڳالهيون.

**سَمَڪَ:** ث. سمجهه. خبر- ڄاڻ. عقل. يادگيري.

**سَمَڪ اچڻ:** هوش اچڻ. سمجهه اچڻ.

**سَمَنُ:** ذ (انگ) ڪورٽ جو سڏ. حاضر ٿيڻ جو حڪمنامو. عدالت ۾ شاهدي وغيره لاءِ گهرائڻ جو حڪمنامو. انجام- واعدو. گلن جو هڪ قسم- چنبيلي- ياسمين.

**سَمَند:** ذ (ف) بادامي رنگ جو گهوڙو.

**سَمُنڊُ، سَمُنبُ:** ذ (سن. سَمدر) بحر- ساگر.

**سَمُنڊر ڦِيڻَ:** ث. هڪ قسم جو پسارڪو وکر- سمنڊ جي ڪناري تي گڏ ٿيل گجي يا جهڳ.

**سَمنگڻُ، سَمَگڻ:** م. راضي ٿيڻ- خوش ٿيڻ.

نوازڻ. بخشش ڏيڻ.

**سِمَڻُ:** م. زمين مان پاڻي سيمو ڪري نڪرڻ. واهه دريا وغيره جي ڪپن مان پاڻي رُوڻ ڪري نڪرڻ. ڦٽ ڦرڙي مان رت پُون وهڻ. ڳاڙهو ڪرڻ- ٽمڻ.

**سَمو:** ذ (سن. سمه) وقت. زمانو. دور. مُند.

**سَمُور:** ذ (ع) هڪ جانور جنهن جي ٻُت تي تمام سنهان ۽ نرم ٻُج ٿين (جنهن جي کل مان پوستينون ٺهن جيڪي نهايت قيمتي ٿين).

**سَمُورو:** ظ. جملي- مڙئي- سڀ. سالم- ڪل- سربستو. (ث. سَموري).

**سَمُوم:** ث (ع) نهايت گرم ۽ زهريلي هوا (جيڪا ريگستان ۾ لڳندي آهي).

**سَمُونڊُ، سَمُونڊرُ:** ذ. سمنڊ- بحر- ساگر.

**سَموهڻُ:** م. ٺاهي رکڻ. ترتيب ڏيڻ. سنوارڻ- سُوڌو ڪرڻ. گڏ ڪرڻ- منجهيل سُٽ وغيره کي سُڌارڻ ۽ سُلجهائڻ.

**سَمَهَ، سمهه هڻڻ:** ث. سماع. صفت ۽ ساراهه جا بيت يا مداح، پر سرسان پڙهڻ، ضربون هڻڻ ۽ سنجيدگي سان گولائي ۾ ڦرڻ ۽ نچڻ وارا قدم کڻڻ.

**سُمهارَڻُ:** م. ننڊ ڪرائڻ. ننڊ ڏيارڻ. ليٽائڻ. ڊاهڻ. مارڻ.

**سُمهائي:** ث. رات جو پهريون پهر. سمهڻ جي وقت کان اڳ واري رات جي نماز. سُهمائي.

**سُمهائي جي نماز:** ث. عشا جي نماز.

**سَمَهڙو:** ذ. چوپائي مال جو هڪ مرض (جنهن ۾ وات ۽ پير پچي پون).

**سُمهَڻُ:** م. ننڊ ڪرڻ. ليٽڻ. ڊهڻ.

**سَمُهون:** ظ. سامهون. اڳيان.

**سَميتُ:** ظ (سن) ساڻ- گڏ- سوڌو- پيڙو- شامل.

**سَميٽڻُ، سَميڙڻُ:** م. گڏ ڪرڻ- جمع ڪرڻ- يڪجاءِ. ميڙڻ.
**سَمِيعِ:** ص (ع) ٻُڌندڙ. خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.
**سَميع بَصِير:** ص. ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ- دانا بينا.
**سَنَ:** ث. اُها ڏنڊي جنهن جي پاٽي ۾ لوڻ جمي. لوڻ واري ڏنڊي. تلاءُ.
**سِنُ:** ذ (ع. سِن) سال- ورهيه. عمر. (ظ) جيڏو (عمر ۾)- برابر- مَٽُ.
**سِن بُلُوغت:** ذ. جوانيءَ جي عمر.
**سِن رَسيده:** ص. پوڙهو- پيرسن. وڏيءَ عمر جو.
**سُن:** ث. چُپ- ماٺ- خاموشي. بي حسي- بيهوشي. حيراني.
**سُن ڪائڻ:** ماٺ ۾ اچڻ. صبر ڪرڻ. چُپ ڪرڻ.
**سَنا:** ث (ع) هڪ قسم جو پسارڪو وکر.
**سَناٽو، سُناٽو:** ذ. چُپ- خاموشي- ماٺ. سانت.
**سَناٽي ۾ اچڻ:** ماٺ ۾ اچڻ. حيران ٿيڻ.
**سَناسِي:** ص (سن. سنياسي) هندو فقيرن جو هڪ گروه. تياڳي- تارڪ.
**سَنانُ:** ذ (سن. اشنان) وهنجڻ- غُسل- تَڙُ.
**سَنان پاڻي:** ذ. وهنجڻ سهنجڻ.
**سِنانَ:** ث (ع) نيزي جي چهنب. نيزو- ڀالو.
**سُنبُ:** ذ (ف. سُم) گهوڙي يا گڏهه جو کُر.
**سَنباڻُ:** ذ. ڪير جمائڻ لاءِ اُن ۾ وڌل لسي وغيره.
**سَنباهِڻُ:** م. تيار ڪرڻ- تياري ڪرڻ.
**سَنباهي:** ث. تياري- سنبت.
**سَنبَتَ:** ث. تياري- سانباهو. سعيو. هلڻ يا وڃڻ جي تياري.
**سَنبَتُ:** ذ. سال- سن. وڪرمي سال جيڪو ٥٧ قبل مسيح کان شروع ٿيو هو.
**سُنبُلُ:** ذ (ف) هڪ خوشبودار گاهه ۽ ان جو گُل.
**سُنبو:** ذ. لوهه جي چهنبياري سيخ (سَل ڪڍڻ ۾ ڪم اچي).
**سَنبوسو:** ذ (ف. سموسه) هڪ قسم جي ٽڪنڊي ڪچوري جنهن ۾ قيمو پريل هجي.
**سَنبوهِي:** ث. مڇين ڦاسائڻ لاءِ هڪ قسم جو چارُ.
**سَنبَهڻُ:** م. سنيرڻ- تيار ٿيڻ. سنبت ڪرڻ.
**سَنَبندُ:** ذ (سن) ملائڻ- جوڙڻ- ڳنڍڻ. تعلق- لاڳاپو- ڳانڍاپو. ناتو. ميلاپ.
**سَنيارَ:** ث. سنيال. سماءُ. نظرداري. يادگيري. اُڪير. سارُوڻي. سجاڳي- جاڳ.
**سَنيارُ:** ذ. وڏو چڙو (چوپائي، خاص طرح مينهن ڳئون کي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ).
**سَنيارَڻُ:** م. سنيالڻ. سارڻ- ياد ڪرڻ. خبر لهڻ.
**سَنيالَ:** ث. سنيار. نظرداري. جانچ. هوشياري. سُڌسماءُ. خبرگيري. پرورش. خبرداري- احتياط.
**سنيال ٿيڻ:** عورت کي ويم جا سُور ٿيڻ.
**سَنيالڻُ:** م. ياد ڪرڻ- سارڻ. جهلڻ- روڪڻ. ڳڻڻ- شمار ڪرڻ. امداد ڪرڻ. خبرداري ڪرڻ. سهارو ڏيڻ. نپائڻ- پالڻ- پرورش ڪرڻ. مدد ڪرڻ. ذميداري کڻڻ. سمجهه واري عمر ۾ اچڻ. پاڻ پرو ٿيڻ. نگهداشت ڪرڻ.
**سَنياليندڙ:** ص. نگهبان- راکو. رکپال. سرپرست. ڌڻي ڌوڻي.
**سَنيرَڻُ:** م. سنبت ڏيرڻ- تياري ڪرڻ. وڃڻ لاءِ تيار ٿيڻ. سانباهو ڪرڻ. سعيو ڪرڻ.
**سَنيُوڙو:** ص. تيار ٿيو- سنيريل- تيار.
**سَنتُ:** ذ (سن) نيڪ- پارسا. پرهيزگار. معزز. سڪر ماڻهو.

**سُنتَ:** ث (ع) ڪم ڪرڻ جو طريقو. روش- چال- هلت. زندگي گذارڻ جو درست طريقو. نبي ڪريم ۽ اصحابن سڳورن جو عمل. اها نماز جيڪا فرض نہ هجي. طهر- ختنو.

**سُنت نَبوي:** ذ. نبي سڳوري جو طريقو ۽ عمل.

**سُنت وناڻ:** شهپرن جا وار ڪٽنچيءَ سان ڪترائڻ. شهپر وناڻ.

**سُنت وِهارڻ:** طهر ڪرائڻ- ختنو ڪرائڻ.

**سَنتان:** ث (سن) نسل- پيڙهي. اولاد.

**سَنترَ:** ث. قطار- لانڍ- سنگهرَ.

**سَنترِي:** ص (انگ) پهريدار- چوڪيدار. فوج يا پوليس جو سپاهي جيڪو پهري تي هجي.

**سَنجُ:** ذ. گهوڙي جو هنو وغيره سازسامان.

**سِنجافُ:** ذ (ف) پانَڪ- جهالر. هڪ تسر جو ڪپڙو.

**سَنجَتُ:** ذ. ٺاهہ ٺوهہ. سامان- اسباب. صفائي سٿائي. اوجر.

**سِنجرَڻُ:** م. زمين مان پاڻي سِمَڻ. سيمو ڪرڻ. اُپڙڻ- اُپجڻ- پيدا ٿيڻ- اُپرڻ. شروعات ٿيڻ. مُنهن ڪڍڻ (بج، ٻار، بيماري).

**سَنجَمُ:** ذ. صرفو- ڪفايت شعاري. سانگ صرفو.

**سَنجَڻُ:** م. گهوڙي تي سنج رکڻ- گهوڙو پلاڻڻ. سينگاري تيار ڪرڻ.

**سِنجَڻُ:** م. اُپائڻ (پاڻي. ڪوهہ مان). ڪوهہ مان پاڻي ڪڍڻ.

**سَنجوڳُ:** ذ (سن) دوستي- ياري. ملاقات- ميلاپ. اتحاد- ٻڌي. معاهدو.

**سَنجوڳِي:** ص. مِلائيندڙ. (ذ) اهو جوڳي جيڪو شادي ڪري.

**سَنجِيدگي:** ث (ف) بردباري- ڳنڀيرتا. دورانديشي. نهٺائي.

**سَنجِيدَه:** ص (ف) ڳنڀير- بردبار. دورانديش. فهيدو.

**سَنجهہَ:** ث. سانجهي- سنجها. شام. نما شام. سج لٿي جي مهل. رات.

**سَنجهہ صبح:** ظ. صبح شام. هروقت. گهڙي گهڙي.

**سَنجها:** ث. سنجهہ. سانجهي. سج لهڻ جو وقت- مغرب. رات جو پهريون پهر.

**سَنجهو:** ذ. رات جو پهريون پهر. سج لٿي جي مهل. سومهٽي.

**سنجهو ٿرڻ:** سومهٽي جو وقت گذرڻ.

**سَنَدَ:** ث (ع) ثابتي. لکيت ۾ ثابتي. دستاويز. پروانو. سرٽيفڪيٽ. تصديق نامو. اجازت نامو.

**سَنَدَيافتہَ:** ص. سَنَد مليل. سرٽيفڪيٽ ورتل.

**سُندُ، سُندڙو:** ذ. ڪکن ڪانن مان ٺهيل ڏڪ سان ننڍڙي پيتي يا ٽوڪري (سُٽ پٽ يا سئي سڳي رکڻ لاءِ).

**سَنداڻ:** ث (ع. سَندان) لوهارڪي ڪم جو هڪ اوزار. لوهہ جو ٽُڪر جنهن تي اوزار ٺپجن- آهرڻ.

**سُندَرُ:** ص (سن) سهڻو- حسين- خوبصورت. وڻندڙ- موهڻو.

**سُندَرتا:** ث (سن) سونهن- سوبيا- حسن. خوبصورتي.

**سُندرِي:** ث (سن) سهڻي- موهڻي. (ث) ننڍي شرناءِ.

**سَندرَڻُ:** م. زمين يا مٽيءَ کي هموار ڪرڻ- سنئون ڪرڻ. ڪوڙر سان مِٽي وِڇائڻ.

**سَندرو:** ذ. ڪمر پٽو. چيلهہ ۾ ٻڌل ڪپڙو. ملهہ وڙهڻ لاءِ وٽيل ڪپڙو (جيڪو پهلوان چيلهہ ۾ ٻڌن).

**سَندرو ٻڌڻ:** ڪنهن ڪم لاءِ تيار ٿيڻ. همت ٻڌڻ. ڪوشش ڪرڻ.

**سَندرو جهلائڻ:** ڪم ۾ مدد ڪرڻ. مدد ڪرڻ. هٿ ونڊائڻ.

**سَندرو ڪرڻ:** ملهہ وڙهڻ لاءِ تيار ٿيڻ. مقابلي لاءِ تيار ٿيڻ.

**سَندو:** حرف اضافت. وارو. پنهنجو. (ظ) جهڙو.

(ث. سَندي)

**سَنديسُ، سَنديسو؛** ذ (هندي) پيغام- نياپو- سنيهو. حڪم- فرمان.

**سَنڌِ؛** ث. ڪاٽُ- سرنگهه. ڀلن مارڻ جو هڪ قسم جو ڏگهو ڄار.

**سَنڌُ؛** ذ. بدن ۾ هڏن جو جوڙ- هَڏن جي ڳنڍجڻ وارو حصو- ڳنڍُ. درزَ. سيرَ. عضوو.

**سَنڌائتو؛** ص. سَنڌ تي. ڏنگ تي. پوري هنڌ تي- هنڌائتو.

**سَنڌ سُڪڻ؛** عضوا هيٺا ٿيڻ. ڪم ڪار کان بيڪار ٿيڻ. ٿوٽي ٿيڻ.

**سِنڌُ؛** ث. قديم دور کان قائم هڪ صوبو (جيڪو هاڻي پاڪستان ۾ شامل آهي).

**سِنڌواسِي؛** ص. سنڌ جا رهاڪو.

**سِنڌڙي؛** ذ. هڪ اَڳاٽو سامونڊي بندر.

**سِنڌُو؛** ث. سنڌ مان وهندڙ درياءَ (جيڪو هماليه جبل مان نڪري ڪشمير، سرحد، پنجاب ۽ سنڌ مان وهي عربي سمنڊ ۾ چوڙ ڪري).

**سَنڌوَرڪِي؛** ذ. ڏورانهن ملڪن ۾ تجارت ڪندڙ سنڌ جا ماڻهو.

**سَنڌڻُ؛** مر. آچار وجهڻ- سانڌائو ڪرڻ. سانڍڻ. هڪ هنڌ گهڻو وقت رکي ڪِنو ڪرڻ. ڳنڍڻ- جوڙڻ.

**سَنڌو؛** ذ. وچوٽي- وِٿي. حدفاصل. ڏنگ. جدا ڪرڻ وارو نشان. چيڙو.

**سَنڌو سيڙهو؛** ذ. حد- ڏنگ. ويچو. تفاوت- فرق. لڳ لاڳاپي ۾ جدائي.

**سِنڌُو درياءُ، سنڌونديءَ؛** ث. سنڌ جو مشهور درياءُ.

**سِنڌِي؛** ث. سنڌ جي ٻولي. (ص) سنڌ جو رهاڪو.

**سِنڌي سُونهون؛** ذ. سنڌي ٻوليءَ جي درسي ڪتابن ۾ آيل ڏکين لفظن ۽ اصطلاحن جي معنائن وارو ڪتاب.

**سَنڍَ (ث)، سَنڍُ؛** ذ. سيٺاهه. سانڊارو (جنهن کي ٿوڪي هوا ڀري پاڻيءَ ۾ ترڻ لاءِ ڪم آڻجي). پکال- مشڪ.

**سَنڍاسُ؛** ذ. ڪاڪوس (جنهن ۾ ڀاهران ڀنگي صفائي ڪري). اُهو کُوهه جنهن جي تري ۾ لوڻ پري، مٿان مُنهن ڍڪي ڳڙکو ڇڏجي جنهن مان پاخانو اندر وڃي.

**سَنڍَڻُ؛** مر. تَرڻ. ترڻ يا ڪنهن ڪم لاءِ حوصلو ڪرڻ. همت ڪري اڳتي وڌڻ. سيٺاهه جي وسيلي درياء ترڻ جو حوصلو ڏارڻ.

**سَنڍِ؛** ث. اها عورت جنهن کي حمل نه ٿئي.

**سُنڍِ؛** ث. سُڪل ادرڪ. جوئر ٻاجهر جي لاباري کان پوءِ زمين ۾ رهيل ڪانن جون پاڙون ۽ ڪُٺون.

**سَنڍُو؛** ص. ٻن پيٽن جي مڙسن جو پاڻ ۾ سڱ- سالي جو مڙس. هَم زُلف.

**سَنڍورَ؛** ث. سنڀال. پرداخت. پرگهور. پالنا.

**سَنڍورڻ؛** مر. سنڀالڻ. نباهڻ- پالڻ. سانڍڻ.

**سُنڍِي؛** ث. پوک ۾ ڪاني جي ڪُتَ. گوشت جي مُشڪَ. ٻُوٽي- ٽڙ. پوک يا ٻُوٽن کي ڪائيندڙ هڪ قسم جو ڪينئون.

**سَنرو؛** ص. تازو. تازوتوانو. تندرست- چڱو ڀلو. خوش- سرهو. سکيو آسودو.

**سَنسارُ؛** ذ (سن) دنيا- جهان- عالمُ. ڪائنات.

**سُنسان؛** ص. اُجاڙ- ويران. سُڃَ. خاموشي- ماٺ.

**سَنسڪِرت؛** ث (سن) سنڀال سان ٺهيل. بناوتي- مصنوعي. مڪمل- پورو. سينگاريل. اعليٰ. صاف سُٿرو. صرف نحو جي قاعدن تي ٻڌل ٻولي. هندن جي قديم ٻولي.

**سَنسو؛** ذ. انديشو- گمان. شڪ- ڊپ. وهم- ڀرم.

وِيچار– انومان.
**سَنڪِلي:** ث. زنجير– سنگهر. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهہ.
**سَنڪَڻُ:** م. ڊڄڻ– ڊپ کان ڏڪڻ.
**سَنڪو:** ذ. ڊپ– ڀؤ– اُڌڪو.
**سَنکُ:** ذ (سن. شنک) ڪوڏُ (هندو فقير ديوتائن جي اڳيان وڄائين) ناد– ناقوس. ڳڀ جو هڪ ڏاڪو (هڪ سؤ کرب).
**سَنکيو:** ذ. هڪ قسم جو زهريلو وڪر.
**سَنگُ:** ذ. پڪل پوک جو داڻن وارو مُچو– سِٿو– خوشو.
**سَنگ وڍڻ:** قطعي فيصلو ڪرڻ– قطع تعلقات ڪرڻ.
**سَنگ:** ذ (ف) پٿر– حجر– پَهڻ.
**سَنگ اَسوَد:** ذ. ڪارو پٿر. ڪعبة الله جي ديوار ۾ لڳل مقدس پٿر.
**سنگباري:** ث. پٿر هڻڻ يا اُڇلڻ جو عمل.
**سَنگتراش:** ص پٿر گهڙيندڙ. پٿر ٽڪيندڙ. پٿر کي گهڙي چٽسالي ڪنيدڙ.
**سنگتراشي:** ث. پٿر کي گهڙڻ ۽ ان تي نقش نگاري ڪرڻ جو هنر.
**سنگ جراح:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وڪر.
**سَنگدل:** ص (ث) پٿر جهڙي ڏاڍي دل وارو. سخت دل– ڪٺور. بيرحم. ظالم.
**سنگدلي:** ث. بي قياسي. بيرحمي. ظلم.
**سَنگريزہ:** ذ (ف) ننڍڙو پٿر– ڪڪرو– پَهڻي.
**سَنگسار:** ذ (ف) زنا جي ڏوهاري کي پٿرن سان مارڻ جي شرعي سزا.
**سنگسار ڪرڻ:** ڏوهي کي پٿر هڻي مارڻ.
**سَنگلاخ:** ذ. پٿريلي زمين. (ص) ڏکيو– دشوار.
**سَنگ لوح:** ذ. قبر جو پٿر (جنهن تي نالو وغيره لکيل هجي).
**سَنگمَرمَر:** ذ. هڪ قسم جو اڇو عمارتي پٿر.
**سَنگُ:** ذ (سن) صحبت– ياراني. دوستي. رفاقت– همراهي.
**سِنگُ:** ذ (سن. شنگهہ) شينهن– شير. هندن جي نالي جو آخري حصو. سِنگهہُ.
**سُنگُ:** ذ. محصول– ڍل. ڏانُ. سردار يا حاڪم کي ڏنل ساليانِي ڍل– ڏنُ.
**سَنگت:** ث. دوستي– ياري. جماعت– سَٿ.
**سَنگتي:** ص. دوست– يار. همراه. ساٿي– بيلي.
**سَنگترو:** ذ. هڪ قسم جو ميوو– نارنگي.
**سَنگچُورُ:** ذ. هڪ قسم جو نانگ (پاڻيءَ ۾ رهندڙ).
**سِنگرُ:** ذ (انگ) ڳائڻو
**سِنگِلُ:** ص (انگ) اڪيلو– هڪڙو. ڇڙو. سِگنَلُ– اشارو.
**سگنل ڏيڻ:** اشارو ڏيڻ. توجهه ڏيارڻ.
**سَنگمُ:** ذ (سن) گڏجاڻي– ميلاپ. ملاقات. اتصال. ٻن دريائن گڏجڻ وارو هنڌ.
**سَنگيتُ:** ذ (سن) گهڻن ڄڻن جو گڏجي ڳائڻ. گڏجي ڳايل راڳ. راڳ. موسيقي.
**سَنگين:** ص (ف) پٿر جو– پٿر مان ٺهيل. سخت مضبوط– ڏاڍو.
**سَنگين:** ث. بندوق جي نالي تي چڙهيل خنجر جهڙو چهنبيارو هٿيار.
**سَنگيني:** ث (ف) مضبوطي. سختي– ڏاڍائي.
**سِنگهہ:** ث. نڪ جي غلاظت– لِمَ.
**سِنگهہُ:** ذ (سن. شِنگهہ) شينهن– شير. پهلوان– سورهيه. هندن جي نالي جي صفاتي علامت. گرونانڪ جو پوئلڳ– سِکُ.

**سَنگها:** ث. حمل جو ٻج- حمل.

**سَنگهارُ:** ذ. مالدار- مالوند. ڀاڳيو.

**سَنگهاسَنُ:** ذ (سن) تخت.

**سِنگهائڻ:** م. سُونگهائڻ. واس وٺائڻ.

**سَنگهَرَ:** ث. زنجير- نِيرُ.

**سِنگهِرُ:** ص. جنهن جي نڪ مان هروقت غلاظت وهي. گدلو.

**سِنگهَڻُ:** م. سُونگهڻ. واس وٺڻ. سنگهہَ ڪڍڻ (نڪ مان).

**سَنگهو:** ذ. مِروُن (سُوئر) جو نيش- وَڄُ.

**سَنگهوڙَ:** ث. ملائڻ يا گڏڻ جي حالت. پيچائڻ. سوڙهہ.

**سَنگهوڙڻ:** م. گڏڻ. جمع ڪرڻ- پيچائڻ.

**سِگِرُ:** ص. سگن وارو (جانور). ويڙهُو- اهنڊ (وهٽ)

**سَنمانُ:** ذ (هندي) عزت- مانُ. آدرڀاءُ. مرحبا.

**سَنمک:** ظ. آمهون سامهون. منهن مقابل- دوبدو. سرخرو.

**سَنوارَ:** ث. ٺاهپ. درستي- اصلاح. سُودَّ. سڌارو- بهتري.

**سَنوارَتَ:** ذ. ڏاڙهي مُڇن جي حجامت.

**سَنوارتَ وٺائڻ:** ڏاڙهي مُڇن جا خط وٺائڻ.

**سَنوارَڻُ:** م. درست ڪرڻ- ٺاهڻ- سڌارڻ. ترتيب سان رکڻ. سِڌو ڪرڻ- هموار ڪرڻ. سنئين طريقي سان ٺاهڻ جوڙڻ. سينگارڻ.

**سَنواريو:** ص. سڌريل. بخت وارو- ڀاڳ وارو.

**سُنوالو:** ظ. سوايو- سرس. ٿورو زياده- ٿورو وڌيڪ.

**سَنوَتَ:** ث. سڌائي- سُوڌائي. هڪ جهڙائي (زمين يا ترَ جي)- همواري.

**سَنوَت ڏيڻ:** سهنجائي ڏيڻ. ٺاهہ ۾ اچڻ- نهي وڃڻ. چٽي ۾ اچڻ.

**سَنوپرو:** ص. چڱو- خاص معزز.

**سَنوَرَڻُ:** م. سنئون ٿيڻ. سڌو ٿيڻ. هموار ٿيڻ- سنڌرجڻ (پَٽُ، زمين). سُڌرڻ. سينگار ڪرڻ. سنبرڻ.

**سونَهري:** ص. سون جو- سونو- زرين- طلائي. سون جي رنگ جهڙو.

**سُنهُن:** ذ. قسم- ٻوهي. ساک- ويساهہ.

**سَنهو، سنهہ:** ظ. باريڪ- سَنهڙو. هلڪو (جسم). ڏٻرو- هيٺو- ايرو. نازڪ- نفيس. (ث. سَنهِي، سَنهين).

**سَنهِي ٻُوندَ:** ث. ڦڙ ڦڙ- هلڪو مِينهن.

**سَنهِي مَڇي:** ث. ننڍي مڇي- ڪَچي مڇي.

**سَنئون:** ظ. سِڌو- هموار- لسو. (ث. سَنئين).

**سَنئون سِڌو:** ظ. ٻنان ور وڪڙ جي. مُنهن سامهون. سادو سُودو (ماڻهو). ايماندار.

**سنئون سَنوائو:** ظ. سادوُ سودو. ايماندار. سُچيتو.

**سَنئين مُنهُن:** ظ. اخلاق سان- خوش اخلاقي سان. توجهہ سان. ڌيان سان.

**سُنّي:** ذ (ع) نبي سڳوري ۽ اصحابن جي سُنت تي هلندڙ مسلمانن جي جماعت. مسلمانن جو فرقو (جيڪو حديثن ۽ خلفاء راشدين کي مڃي).

**سَنياسُ:** ذ (سن) ترڪ- تياڳ. دنيا کي ترڪ.

**سَنياسِي:** ص. دنيا کي ترڪ ڪندڙ- تارڪ. ويراڳي. ساڌُو.

**سَنيهُ:** ذ. نِيهُن- قرب- پريت. ياري.

**سَنيهو:** ذ (سن. سنديش) نياپو- پيغام- سنديسو. محبت وارو پيغام.

**سِڙ:** ث. هڪ قسم جو ٻوٽو جنهن جي تيلين مان (سٽي جا) ريشمي تاندورا نڪرن. ٿر ۾ ٿيندڙ هڪ گاهہ جو قسم.

**سُٽائڻُ:** م. ٻُڌائڻ- ڄَتائڻ. آگاهہ ڪرڻ.

**سَٽائو:** ص. سوَلو- سَهنجو. سکيو. فائدي وارو.

(ضد. اَٺائو)
**سَٺائو واءُ:** ذ. اُهو واءُ جنهن ۾ ٻيڙي هاڪاري سگهجي- سَولو واءُ.
**سَٺائي:** ث. سولائي- سهنجائي. ڀلائي. فائدو- لاڀ.
**سَٺائي ٿيڻ:** لاڀ ٿيڻ- فائدو ٿيڻ- حاصلات ٿيڻ. ڪاميابي ٿيڻ.
**سَٿپُ:** ذ. گيهه، تيل، چربي وغيره جي چڪنائي. روغن.
**سَٿپو:** ص. سٿپ وارو- چڪنو. روغن وارو. فائدو ڏيندڙ.
**سٿپو گراهه:** ذ. گيهه وارو ڪاڻو يا طعام. (ڪُٽي وغيره) سُنو ڪاڻو. فائدي واري آسامي. سکيو سَتابو. (ث. سٿپي)
**سٿس:** ث. سُڌ- خبر. ڪُڙڪ. توري خبر.
**سٿڪَ:** ث (ع. صحنڪ) ٿالهي- رڪابي. ننڍي ٿالهي. ڪاشيءَ جي ٿاٻ.
**سُٽڪاٽُ:** ذ. نَڪ مان غلاظت ڪڍڻ يا سُٽڪڻ جو آواز.
**سُٽڪڻُ:** م. ڪا شيءِ نَڪَ جي ذريعي دماغ ڏانهن ڇڪڻ (ناس، روغن وغيره). نڪ صاف ڪرڻ- سنگهه ڪڍڻ.
**سَڪڻُ:** م. ٻُڌڻ- ڪَنُ ڏيڻ- ڪنائڻ. ڌيان ڏيڻ.
**سِڻي:** ث. "سڻ" ٻُوٽي مان نڪتل ريشمي تاندورا (جن مان سوتلي، ڳوڻ ڪپڙو وغيره ٺهي).
**سو:** ض. "جو" ضمير موصول جو جوابي ضمير. اُهو. تڏهن- تنهن ڪري.
**سَئُ، سَئو:** ص. هڪ عدد- صد (١٠٠).
**سئو پورا ٿيڻ:** فوت ٿي وڃڻ- حياتيءَ جا ڏينهن پورا ٿيڻ.
**سُو:** ث (ف) طرف- پاسو- ڏِس- سِمت- جانب.
**سَوا:** ص. هڪ سڄو ۽ ٻئي جو چوٿون حصو.

**سُوا، سُٺا:** ث. ڪير ڏيندڙ ڇوپائي.
**سُواٽَ:** ث. سولي واٽ. سڌي واٽ. سنئون رستو. (ث. ڪُواٽ)
**سَواحِل:** ذ (ع) "ساحل" جو جمع. ڪِنارا- ڪَپَ.
**سَواحِلي:** ص. ڪناري وارو.
**سَوادُ:** ذ (ع) اونداهي- تاريڪي. ڪاراڻ. شهر جو آسپاس وارو علائقو.
**سَوادِ اعظم:** ذ. وڏو شهر. مَڪو معظم.
**سَوادُ:** ذ. ذائقو. لذت- مزو. چشڪو.
**سَوادِي:** ص. لذيذ- ذائقي وارو.
**سُواڌائي:** ث. خوشخبري. مبارڪباد- سٺي خبر.
**سُوارُ:** ذ (ف. سَوار) چڙهيل (ڪنهن وهٽ تي)- هسوار. ڪنهن وهٽ يا گاڏيءَ تي چڙهيل. فوج يا پوليس جو سپاهي جنهن کي گهوڙو مليل هجي.
**سُوارِي:** ث. وهٽ يا گاڏيءَ تي چڙهڻ جي حالت. وهٽ يا گاڏي (جنهن تي چڙهجي). چڙهي- هسواري.
**سَواگت:** ذ (سن) آجيان- مرحبا- آڌر ڀاءُ.
**سُوالُ:** ذ (ع) درخواست. عرض- گذارش. پُڇا. ڳُهَرَ. رياضي جو حل طلب مسئلو.
**سُوالات:** ذ (ع) "سوال" جو جمع.
**سوال جواب:** ذ. گفتگو- ڳالهه ٻولهه. مباحثو. پڇاڳاڇا.
**سُوال ڪرڻ:** پڇڻ- پڇاڳاڇا ڪرڻ. هٿ ٽنگڻ- طلب ڪرڻ. خيرات گهرڻ.
**سُوالِي:** ص. گهُرندڙ- طلب ڪندڙ. پِنُو. مِنٿائُو.
**سُوامِي:** ص (سن) مالڪ- ڌڻي. سردار. حاڪم. مڙس- خاوند. اُستاد. گُرُو.
**سُوانجِڙو، سُٺانجڙو:** ذ. وِيم واري عورت لاءِ ضروري وکر (جنهن کي ويم جو ٻٽيهو پڙو چون). وڻ

جو هڪ قسم.

**سَوانح:** ث (ع. "سانحہ" جو جمع) حادثا. واقعا.

**سَوانح عُمري:** ث. حياتي جا حادثا ۽ واقعا. زندگيءَ جو احوال- سرگذشت.

**سَوانح نگار:** ذ. واقعات لکندڙ.

**سُواهَرُو:** ص. واهر ڪندڙ. سُني مدد ڪندڙ.

**سَواءِ:** ظ (ع) بغير- علاوه- ڌاران.

**سُواءُ:** ذ. سٺائو واءُ. چڱي سٺي خبر.

**سَوائي:** ث. سوا حصو وڌيڪ. زياده- وڌيڪ. رُونگَ.

**سَوايو:** ص. هڪ سجو ۽ ٻئي جو چوٿون حصو. وڌيڪ- زياده. مقرر انداز کان ٿورو وڌيڪ. سُوالو.

**سُوٻَٽُ:** ذ. ٻُوجرن وارو ڪينئون. ريشم جو ڪينئون (جيڪو وڻن جا پن کائي ريشم جو ڪوپو ٺاهي).

**سوڀَ:** ث. فتح- جيت- کٽ. سَرسي- ڪامراني. ڪاميابي.

**سوڀَ ڪَڻ:** (طنزيہ) جڏو ڪم ڪرڻ. ڪُڏو ڪم ڪرڻ. خواريءَ جهڙو ڪم ڪرڻ.

**سوڀارو:** ص. سوڀ وارو- فتحمند. ڪامياب. (ث. سوڀاري).

**سوڀو:** ص. سوڀارو- فاتح.

**سوڀي:** ص (سن. شوڀا) سُهڻي- سُونهن واري.

**سوڀيا:** ث (سن. شوڀا) سونهن- حُسن. رونق. چلڪو چمڪو. سينگار.

**سوڀياوان:** ص. سونهن وارو- حسين- خوبصورت- سهڻو.

**سُوٽُ:** ذ. انچ جو ڏهون حصو. تمام ٿورو ذرو.

**سُوٽِلي:** ث. سٽيءَ مان ٺهيل ڏوري. سٽيءَ جي ڏور. سٽيءَ مان ٺهيل رسي.

**سُوٽِي:** ث. ڪنهن سودي طئي ٿيڻ تي اڳواٽ ڏنل ڪجهہ رقم- ٻيانو- بيعانو.

**سوٽُ:** ظ. سخت. ڏاڍو چڪيل- ڪشيل. سُڪل- ٺوٺُ.

**سَوٽُ:** ذ. چاچي جو پُٽ- عمزاد. (ث. سَوٽِ).

**سُوٽَ:** ث. سُورَ جي لهر. سُورَ جي چُيڪارَ. پيڙيءَ جي ٺوڪَ. چِڀِي- چِڪَ.

**سُوٽُون أيرڻ:** رکي رکي سُور جون لهرون أيرڻ. أڌما أٿڻ.

**سُوَٽُ:** ص. چڱي طرح وٽيل- ڏاڍو وٽيل (رَسو).

**سُوٽُ:** ذ (انگ) ڪپڙن جو وڳو. انگريزي پَتلون.

**سُوٽ ڪوٽُ:** ذ. مڪمل انگريزي مرداني ڊريس.

**سُوٽ ڪيس:** ذ. ڪپڙن رکڻ لاءِ چمڙي وغيره مان ٺهيل پيٽي.

**سُوٽارُ:** ذ. سُوٽهڙ.

**سُوٽڻُ، سُوٽڻُ:** م. مَهٽڻ- آڏڻ. مالش ڪرڻ. چِڀي ڏيڻ- سَٽَ ڏيڻ.

**سُوٽو:** ذ. چلم يا ٻيڙيءَ وغيره جو ڪَشُ- دَمُ.

**سُوٽو هڻڻ:** دَمُ هڻڻ.

**سُوٽهڙُ:** ذ. هندو واڍو. هندن جي هڪ قوم جيڪا واڍڪو ڪم ڪري.

**سوٽِي:** ص. سُٽ جو- سُٽَ مان ٺهيل (ڪپڙو وغيره).

**سَوٽِي:** ث. سَٽڻ جي ڪاٺي. ننڍو ڪاٺيءَ جو ٽُڪر. ڪپڙن سٽڻ جي ڏُنگري- سَوٽِي.

**سوٺائتو:** ص. وڻنديءَ تي- پسندي موجب- مڪياري. ذميواري سان.

**سوٺو:** ذ. ذمو- جوابدي- ضمانت. انجام- اقرار. ذميداريءَ جو اقرار.

**سوٺا سَهڻ:** ذميداري کڻڻ. انجام اقرار ڪرڻ. ذميداري جو بار کڻڻ.

**سُوپُ:** ذ (انگ) شوروو- رَسُ- يخني.

**سوپارو:** ذ. خاص عضوي جو منڍ وارو حصو- تضيب.

**سوپاري:** ث. هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جو ڦرُ (وات

صفائي لاءِ يا پان ۾ کائجي).

**سَوِپيرِي:** ث هڪ قسم جو ڪينئون (جنهن کي هڪ سئو پيرَ ٿين).

**سُوڃِي:** ث. ڪٺڪ جو سنهون ڏارو. ڪٺڪ جو ٿلهو اٿو (سيري يا منائي ٺاهڻ ۾ ڪم اچي).

**سوڄ:** ث. آماس- ورم. ٿوٿر. ڦُنڊَ.

**سوجهَ، سُوجهَ:** ث. نظر- نگاه- ديدَ. سمجهه. سُرت.

**سوجهاڳو، سوجهاڪو:** ذ. سوجهرو- سُهائو. سُجَهندو.

**سوجِهرو:** ذ. روشني- اُهاءُ. سُجهندو. جوت. سوڀ- ڪاميابي.

**سوجَهڻ:** م. نظر ڪرڻ- نهارڻ- ڏسڻ. ڳولڻ. سمجهڻ.

**سوچ:** ث. طهارت- مسحو- استنجا.

**سوچَ:** ث. ويچار- فڪر- غور. ڌيان- خيال. ساڃَهه.

**سوچَ ڪرڻ:** خيال ڪرڻ. ويچار ڪرڻ. ڌيان ڏيڻ.

**سُوچُ:** ذ (انگ) سُئيچ. ٻُوچ.

**سوچَڻُ، سوچِڻُ:** م. ويچارڻ- خيال ڪرڻ- غور ڪرڻ.

**سوچَ وِيچارُ:** ذ. غورفڪر- ڳڻ ڳوت.

**سوچِي:** ص. جُتيءَ تي مڙهت جو ڪم ڪندڙ موچي (عموما ماڙيچو موچي). سرازُ.

**سوچِي سَمجهِي:** ظ. ڏسي وائسي- ڌيان ڪري- جانچي جونچي. جاڻي ٻُجهي.

**سوختُ:** ص (ف. سوختہ) باهہ ۾ پڪل. باهہ ۾ سڙيل.

**سوختَگِي:** ث (ف) ساڙو- جَلُ- ڪامَ. تڪليف.

**سوختَہ:** ص (ف) سڙيل (باهہ ۾)- جليل- ڪاٺل. آزاريل. غمگين.

**سُودُ:** ذ (ف) وياج- وَٽو. نفعو- فائدو- لاڀُ. اُپت- ڪٽيو. پلائي.

**سُودخورُ:** ص. وياج کائيندڙ.

**سُودمَند:** ص. فائدي وارو. لاڀ وارو. اُپت وارو.

**سوداگرُ:** ص (ف) واپاري. ٻَڌي اگهہ تي وڪر جي خريد فروخت ڪندڙ. وٺجارو. تجار.

**سوداگرِي:** ث. واپار. تجارت. ڏيساور جو واپار.

**سَوداءَ (ث)، سَوداءُ:** ذ (ع) جنون- چريائي. خبط- خفقان. پُور- خيال. هڪ قسم جو دماغي مرض.

**سَودائِي:** ص. چريو. جنوني. خفقاني. پُورالو.

**سَودَڻُ، سَودِڻُ:** م. وٺڻ- خريد ڪرڻ. سَودو ڪرڻ. مُلهہ پڇڻ.

**سَودو:** ذ (ف) واپار. ڏيتي ليتي- خريد فروخت. تجارت. بازار مان خريد ڪيل شيءِ- وڪر وانو.

**سَودو ٿيڻ:** واپار ٿيڻ. اگهہ طيءِ ٿيڻ.

**سَودو سُلف:** ذ. وڪر وانو- شيءِ شڪل (بازار مان خريد ڪيل). ريزڪي سيڌو سامان.

**سَودو ڪرڻ:** واپار ڪرڻ. ڏي وٺ ڪرڻ.

**سُوڌِ:** ث. سِڌائي- سِڌِ. سنوت. سوڌائي. (ظ) سِڌو. صحيح- ٺيڪ.

**سُوڌِ پُوڌ:** ظ. سنئون سڌو. هوبهو- نِس پِس.

**سُوڌِ سَنوار:** ث. درستي- اصلاح. ٺاهپ- ٺاهہ جوڙ- سينگار.

**سُوڌائِي:** ث. سنوت- سِڌائي. درستي. هڪجهڙائي.

**سُوڌَڻُ، سُوڌِڻُ:** م. سنئون ڪرڻ- سڌو ڪرڻ. درست ڪرڻ. سنوارڻ. سلجهائڻ. صاف ڪرڻ. پاڪ ڪرڻ. تربيت ڏيڻ.

**سُوڌو:** ظ. سنئون- سڌو. ٺيڪ- برابر. ساڻ- سميت. (ث. سُوڌي)

**سُوڌِيتُ:** ذ. پڪ- خاطري.

**سوڊا:** ث (انگ) ڪار. هڪ قسم جو اڇو پائوڊر جيڪو هاضمي لاءِ مفيد آهي- مٺي سوڊا.

**سوڊا واٽر:** ذ. بوتل ۾ بند مِٺي سوڊا وارو پاڻي.

**سوڊا:** ذ. راجپوتن جي هڪ نکَ.

**سوڍو:** ذ. مومل راڻي جي قصي جو مشهور ڪردار (راڻو سوڍو). (ص) پيارو- دلبر.

**سورُ:** ذ سُوئر- خنزير.

**سُورَ:** ث. ”سُورة“ جو مخفف.

**سُورُ:** ذ. ايذاءُ- عذاب. درد- پيڙا. اهنج. ڏکُ- غم- افسوس- رنج.

**سُورَ ٽيڻ:** عورت کي ويم جي سنيال ٽيڻ.

**سُورَ پٽڻ:** ڏک سهڻ- ڪشالا ڪڍڻ- محنت ڪرڻ.

**سُورَ پچارَ:** ث. ڏکن سورن جون ڳالهيون. عشق جي ماجرا.

**سُورُ پيڻ:** ڪاوڙ جهلڻ. غم سهڻ.

**سُوراڻجَڻُ:** م. سُور جون سُوٽون اُبرڻ. سُورُ ٽيڻ. سُورَ کان وٺجڻ. تمام گهڻو سُور ٽيڻ.

**سُوراڻِتو، سُوريتو:** ص. ڏکويل- غمگين. ملول. (ث. سُوراڻتي، سُوريتي)

**سوراخُ:** ذ (ف) ڇيد- ٽُنگُ- رخنو- سَلُ. ڳڙک.

**سُورَتَ:** ث (ع. سُورة) قران شريف جو ڪوبہ هڪ باب (قرآن شريف ۾ ڪُل ١١٤ سورتون آهن).

**سورَٺِ:** ث. هڪ راڳڻيءَ جو نالو. ”سورٺ- راءِ ڏياچ“ جي قصي ۾ هڪ ڪردار. (ص) سهڻي- حسين- خوبصورت.

**سورَٺيو:** ص. ”سورٺ“ علائقي جو رهاڪو. ”سورٺ“ سُر ڳائڻ وارو. ڳائڻو.

**سورَجُ، سُورجُ:** ذ (سن. سُوريہ) سج- شمس.

**سُورج مُکِي:** ذ. هڪ قسم جو گُل (جنهن جو رخ هميشه سج ڏانهن ٿيندو رهندو آهي).

**سُورج مَنڊَلُ:** ذ. سج جي ڪشش ۾ هلندڙ جملي گرهَ- نظام شمسي.

**سُورداسُ:** ص. انڌو- نابين.

**سُورمو:** ذ. بهادر- دلير- سورهيہ. (ث. سورمي).

**سُورمائِي:** ث. بهادري- دليري- سورهيائي.

**سورَڻُ، سورِڻُ:** م. هڪ هنڌان ڪٽي ٻئي هنڌ رکڻ. چورڻ- سيرڻ- ريڙهڻ. صاف ڪرڻ (آنُ). ميڙڻ- ٻُهارڻ.

**سورَهن:** ص. هڪ عدد (١٦).

**سورهن سينگار:** ذ. ”سينگار شاعري“ جي هڪ موضوع مطابق اُهي اضافي شيون جن سان عورت پنهنجي روپ جي سُونهن وڌائي (مثلا: ڏندڻ، مساڳ، سرمو، اٻٽڻ، مِسي، چندن، نير، خوشبوء، ڦڻي، تيل، سينڌر، مينڌي، لاک، سرخي، ڪيسر، پان، ٻندي، گل ۽ پوشاڪ).

**سُورهيہ:** ص. بهادر- سورمو- شجاع.

**سورهيائِي:** ث. بهادري- شجاعت- دليري.

**سُورِي:** ث. هڪ قسم جي پيٽ جي بيماري- پيچش.

**سُورِي:** ث. ڪوهہ تي رکيل ڪاٺي. قديم دور جي سزا جو هڪ طريقو (ڪوهہ تي رکيل ڪاٺي تي مجرم کي وهاريو ويندو هو، آخر مجرم ٽڪجي ڪرندو هو، ۽ ڪوهہ جي تر ۾ ڪتل پالا ڪيس ماري ڇڏيندا هئا).

**سُوريءَ تي چڙهڻ:** ڦاسي تي چڙهڻ.

**سَوڙَ، سَوڙِ:** ث. ڪپهہ سان پريل اوڇڻ- رضائي.

**سَوڙ آهر پير ڊگهارڻ:** ڪمائي سارو خرچ ڪرڻ. وِت آهر هلي چلي ڪرڻ.

**سُوڙو:** ص. ڇگن ڳنڍن وارو- سلڇٽو. ٻاجهارو.

**سوڙهہ:** ث. تنگي- گهٽتائي- ڪمي. تنگ دستي. گهٽَ- مونجهہ.

**سُوڙهَہ:** ث. رُوڙَ- رُومڙ- لُوهہَ. تکي ڊوڙ. اُلرَ. ڪوڏي ڪوڏي، بيلهاڙي يا سُوڙهہ راند ۾ حدبندي لاءِ وچ ۾ مقرر ليڪو.

**سوڙهاڳ:** ث. جاءِ جي تنگي- پيھ- ڳاهٽ.

**سوڙهائِي:** ث. سوڙھ- تنگي. سوڙهاڳ.

**سُوڙھ چَٽَ:** ث. ريج ڪيل زمين ۾ سارين جي چَٽ پوک.

**سوڙهو:** ظ. تنگ. ننڍو (وڳو)- چوٽو. ويجهو- نزديڪ. (ث. سوڙهي)

**سوڙهو جَهلڻ:** گهٽي جهلڻ- قابو جهلڻ. تڪليف ڏيڻ- آزارڻ. تنگ ڪرڻ. لاچار ڪرڻ.

**سوڙهو سَنگهوڙو:** ظ. بلڪل تنگ- پڇي ويل.

**سوڙهو ڪرڻ:** تنگ ڪرڻ. گهٽڻ- زيربارَ ڪرڻ.

**سوڙهو گهٽڻ:** تنگ ڪرڻ. مجبور ڪرڻ.

**سوڙهِي:** ث. تنگي- اٿاٿ. ڏکيائي. سختي. مصيبت.

**سوزُ:** ذ (ف) ساڙُ- جَلُ- ڪامَ- سوزش. ڏک- درد. رنج- غم. مرثيہ خواني جي هڪ طرز. (ص) ٻرندڙ- جلندڙ. مرڪب لفظن ۾ ايندڙ صفاتي پڇاڙي، جيئن جگر سوز، دل سوز وغيره.

**سوزخواني:** ث. مرثيہ خواني جي هڪ لئي.

**سوزو گُدار:** ذ. ڏک، رنج ۽ جهوري.

**سوزاڪُ:** ذ (ف) هڪ قسم جي بيماري- پرميل.

**سوزَش:** ث (ف) ساڙو- جَلُ. ڏک- رنج.

**سوزَنِ:** ث (ف) سئي- اِبر.

**سوزَنِ ڪارِي:** ث. سئيءَ جو پرت.

**سوسُ:** ذ. سُسَن جي حالت. سوڪڙ- تخفيف- گهٽتائي. سانگ صرفو. ڪفايت. ڪنجوسي. ناميدي.

**سوسُ پَڪڻ:** ڪمي يا گهٽتائي جي ڳڻتي ڪرڻ بدران دل کي ڏڍ ڏيڻ. اميد لاهڻ.

**سُوسات:** ذ. هوا جو ڪنهن چيز سان لڳي پيدا ڪيل آواز.

**سُوسائِٽي:** ث (انگ) انجمن- سَڀا- جماعت.

**سُوسَٽُ:** ذ. سوساٽُ.

**سُوسڙاٽ:** ذ. لڪڻ وغيره جو زور سان لڳڻ جو آواز. تڪليف ۾ وات مان نڪتل آواز.

**سُوسڙِي:** ث. آتشبازي جو هڪ قسم (دارون سان ڀريل پوپو جيڪو شرڙاٽ ڪري ٻري).

**سوسڙيون ٻارڻ:** فتنو جاڳائڻ. افواه اٿارڻ. لائي چائي ڪرڻ.

**سوسِمار:** ذ (ف) ڳوھ (جانور).

**سوسَن:** ذ (ف) گل جو هڪ قسم.

**سوسِنو، سوسِنِي:** ص. 'سوسن' گل جو رنگ. آسماني- نيرو.

**سوسو:** ذ. ڪنجوسي. ڪفايت. سوس.

**سُوسِي:** ث. هڪ قسم جو رنگين دارين (پَٽين) وارو ڪپڙو.

**سوشل:** ص (انگ) سماجي (معاشرتي، عمراني ۽ تمدني).

**سوشلِزَم:** ث (انگ) جمهوريت جي اجتماعي ترتيب وارو حڪومتي نظام جنهن ۾ ملڪيت ۽ پيداوار جو انتظام اجتماعي طور تي ٿئي.

**سوغات:** ث (ف) تحفو- سوکڙي.

**سوفو:** ذ (انگ. سوفا) ويهڻ لاءِ ڊيگھ واري ڪرسي (جنهن ۾ اسپرنگ، ناريل جا تاندورا ۽ ڪپھ ڀريل هجي).

**سُوقُ:** ذ (ع) بازار.

**سُوقِيانہ:** ص. بازاري. عام.

**سوڪَ:** ث. سُڪل زمين. پاڻيءَ جي اٿاٿ. خشڪ سالي- سوڪهڙو.

**سوڪُ:** ص. سُڪل- خشڪ- ٺوٺ. چڱي طرح پڪل (ماني). سڪل ماني.

**سُوڪِ:** ث. مادي، جو تناسلي عضوو.

**سوڪڙ:** ث. خشڪي- خشڪ سالي. سوسُ- ڪفايت.

**سوڪهڙو:** ذ. خشڪي- خشڪ سالي. اَوسَر.

**سَوڪَ:** ث. سَولائي- سهنجائي- آساني.

**سوڪائي:** ث. آساني- سولائي.

**سَوڪو:** ظ. سَولو- سهنجو- آساني سان. بدن ۾ پريل- متارو.

**سُوڪڙي:** ث. تحفو- سوغات. نذرانو- پيٽا. هديو.

**سُوڪڙي پاڪڙي:** ث. تحفو ۽ نذرانو. نذرانو ۽ وڳو (لباس)- تحفو ۽ پاڪر.

**سَوڪَمُ:** ص. سولو- آسان. نازڪ (جسم، توڪ). سڪيو- آسودو.

**سوڳُ:** ذ (ف) غم- ماتم. فوتيءَ جو ماتم. سُوڳ.

**سوگوارُ:** ص. غمگين- مغموم.

**سُوڳَ:** ث. ڪراهت- ڏڪار- بُڇان. بدبوءِ. ناپاڪائي.

**سُوگارو:** ص. ڪِنو- گدلو- حقارت جهڙو. (ث. سُوگاري).

**سوڳُ:** ذ. سوڳُ.

**سوڳَنڌُ:** ذ (ف. سوگند) قسم- سُنهن.

**سوگهائي:** ث. مضبوطي- ڏاڍائي- پُختگي.

**سوگهو:** ظ. قابو- بلائتو- مضبوط. پختو- ڏاڍو. محفوظ. ٽانيڪو.

**سوگهو ڪرڻ:** قابو ڪرڻ. پڪڙڻ. جهلڻ.

**سِوِل:** ص (انگ) مُلڪي. مالي. انتظامي. ديواني.

**سِوِل جَج:** ذ. ديواني ڪيس هلائيندڙ جج.

**سِوِل سَرجن:** ذ. ضلعي جي اسپتال جو وڏو ڊاڪٽر.

**سِوِل سَروِس:** ث. مالي انتظام هلائڻ لاءِ ملازمت.

**سِوِل ڪورٽ:** ث. ديواني عدالت.

**سُولُ:** ذ. ڪنڊو. ڇهنبيارو هٿيار. ڀالو. نيزو.

**سُولانگڙو:** ذ. سوراخ- لوڱهو- ٽُنگ.

**سَولائي:** ث. آساني- سهنجائي. سهولت.

**سولجَرُ:** ذ (انگ) فوجي سپاهي.

**سَولو:** ظ. سهنجو- آسان. سليس. فائدي وارو. سکيو آسودو. ڏيتي ليتي ۾ سنئون سڌو (ث. سَولي).

**سَولي:** ث. سوڀ- سَٺائي- فتح. ڪاميابي. سولائي. آساني.

**سُولي:** ث. سُوري.

**سُومُ، سُومارُ:** ذ (سن. سُوم وار) چنڊ جو ڏينهن. هڪ ڏينهن جو نالو.

**سُومرا:** ذ. سنڌ جي هڪ قوم (جنهن سنڌ تي انداز ١٠٥٠ع کان ١٣٥٠ تائين حڪومت ڪئي).

**سومَهَڻي:** ث. رات جو سمهڻ وارو ٽائو. عشا. رات جي نماز- سُمهائي.

**سونُ:** ذ. هڪ قسم جو مشهور ڌاتو- زر- طِلا.

**سونُ چاندي:** ذ. ڳهه ڳٺا- مال ملڪيت. ڌن دولت.

**سونارو:** ذ. سون چانديءَ جا ڳهه ٺاهيندڙ.

**سَونترڻُ:** م. سنوت ۾ اچڻ. سڌي راهه تي اچڻ. سُڌرڻ. هوش ڪرڻ- اخلاق ڌارڻ.

**سَونتو:** ذ. ڏنڊو. ڏُڪو. لٺ.

**سَونٽي:** ث. ننڍي ڏنڊي. ننڍي لٺ. ڪپڙن سٽڻ جي ڏُڪي.

**سَونڻُ:** م. ليڻ- هٿ اچڻ. سجائڻ. قبول ڪرڻ. پسند ڪرڻ.

**سَونپڻُ:** م. حوالي ڪرڻ- سپرد ڪرڻ. امانت ۾ ڏيڻ. ذمي ڪرڻ.

**سُونجهہَ:** ث. تلاش- ڳولا. تجسُس. ڏسڻ وائسڻ ۽ سمجهڻ جو حواس.

**سُونجهڙو:** ص. ڳولينڊڙ. جاچينڊڙ. تهارينڊڙ. دريافت ڪندڙ.

**سُونجهو:** ص. ڳولا ڪندڙ. ڄاڻ رکندڙ. ڄاڻو. سونهون.

**سَونچو:** ذ. اُڌڪو- انديشو. ڳڻتي. خوف- ڌڪاءُ.

**سُونڊُ:** ذ. نرڙ ۾ گهنج- گهُنڊ. مُنهن ۾ ڪاوڙ وارو گهُنج.

**سُونڊ مُنهون:** ص. سدائين مُنهن سُوڙل- سدائين ڪاوڙيل. ٻُوٿ سُڄيل.

**سونڊا:** ذ. هڪ ذات جو نالو.

**سُونڊَ:** ث. هاٿيءَ جو ڊگهو نڪ.

**سَونف:** ذ. هڪ خوشبودار ٻوٽي جو ٻج- وَڏُفَ.

**سَونڪو:** ذ. ڊپ- هراس. اُڌڪو- انديشو. چرڪ.

**سُونگِڙي:** ث. ڪپهه نڪتل گوگڙي جي کَلَ.

**سُونگو:** ذ. ڪاٺ جو گول ڊبلو.

**سُونگي:** ث. ناس رکڻ لاءِ ڪاٺ جي ڊبلي.

**سُونگهَڻُ:** م. نڪ سان هوا وٺڻ- سنگهڻ. واس وٺڻ.

**سُونگهڻِي:** ذ. ناس.

**سونَ مِياڻي:** ث. بلوچستان جو هڪ بندرگاهه.

**سونو:** ص. سون جو- سون مان ٺهيل- طلائي. سون جهڙو نج- نبار. بي عيب. (ث. سوني).

**سونو پاڻي:** ذ. ملمعو. چانديءَ جي ٿِهه تي چڙهيل سون جو پاڻي.

**سونو گِراٽهه:** ذ. فائدي وارو موقعو- سٺو وجهه.

**سونو نَڪُ وجهڻ:** عزت رکڻ. مانُ وڌائڻ. ساک پت وارو ڪرڻ.

**سوني ڏُرِ:** ث. ساک پت واري آسامي. دولتمند ڌُرِ.

**سُونهارِي:** ث. ڏاڙهي- رِيش. ڪورکي ڪم جي ٿَڪِي.

**سُونهائِڻُ:** م. سونهون ڪرڻ- واقف ڪرڻ. واٽ ڏيکارڻ- دڳ لائڻ. جڳائڻ- سيبائڻ.

**سُونهَپَ:** ث. سهڻائي. شناسائي. رهبري. سُڄاڻي.

**سُونَهرِي:** ص. سون جي رنگ جو- سون جَهڙو. سونو.

**سُونهَن:** ث. حسن- سهڻائِي- خوبصورتي. جوڀن. رونق. سينگار.

**سُونهَڻُ:** م. سهڻو لڳڻ. زيب ڏيڻ. جڳائڻ- سِيبائڻ.

**سُونهون:** ص. واقف- ڄاڻو. رهبر حال حقيقت کان واقف. (ث. سُونهين).

**سَوَڻُ:** ذ. سُٺو سَڳڻ- سُڳڻ. فال- شگون.

**سَوَڻ ڪرڻ:** ساٺ ڪرڻ. فال وجهڻ. رسم ڪرڻ. ڀُڻي ڪرڻ. بيماريءَ جو علاج ساٺ سان ڪرڻ.

**سُوڪَلُ:** ص. سوڄ وارو- سوڄ چڙهيل- سُڄيل. ٿُوڪيل.

**سُوڙو:** ص. سوڙل- سُڄيل. ٿُوڪيل. ڪاوڙيل- ناراض.

**سُوڙو مُوڙو:** ص. ڪاوڙيل- ٿُوڪيل.

**سوهان:** ذ (ف) رواني- ٽڪوري.

**سوهانِ رُوح:** ص. دل کي چِلينڊڙ- تڪليف ڏينڊڙ. رنجائينڊڙ- ڏکوئينڊڙ.

**سوءِ:** ث. وڻ جي پن جي روڙ. گاهه وغيره جي صفائي. ڀاڄي وغيره مان ڪک ٻن ڪڍڻ.

**سُوءِ:** ث (ع) خرابي- برائي. بَدِي. (ف. سوگ) ڏک. ماتم. مُئي ماڻهو جو افسوس. غم. فوتيءَ جو پٽر.

**سُوءِ اَدب:** ث. بي ادبي.

**سُوءِ اِتفاق:** ث. موقعي جي خرابي. ڪمُهلائي.

**سُوءِ تدبير:** ث. تدبير جي خرابي.

**سُوءِ رکڻ:** غم ۽ ماتم جي حالت قائم رکڻ.

**سُوءِ لاهڻ:** فوتيءَ جي چاليهين ڏينهن تي ماتمي رسمون ختم ڪرڻ.

**سُوٽا، سُٽا:** ث. هڪ قسم جو خوشبودار مصالحو. کير ڏينڊڙ چوپائي (ٻڪري، ڍڳي، مينهن وغيره).

**سُوئانجو، سُئانجو:** ذ. عورت جي ويم ۾ ڪم ايندڙ پسارڪا وکر.

**سُوئَرُ:** ذ. مِرون- خنزير.

**سُوٽِرو:** ذ. سوپارين وڍڻ جو اوزار.

**سُوٽِري:** ث. ننڍو سوٽِرو (سوپارين ڪترڻ لاءِ).

**سُوئو:** ذ. لوهي چهبيارو اوزار.

**سُوئيتو:** ص. سُوءَ ۾ گذاريندڙ. ڌکويل.

**سوئيرو:** ذ. سُرمو.

**سَئو، سَوُ:** ص. ڏهه ڏهاڪا (۱۰۰)- صد.

**سَوُنڪو:** ذ. ڊپ- خوف- ڀَوُ. اُلڪو- انديشو. شڪ- گمان.

**سَويرَ:** ث. صبح جو- علي الصبح. جلدي- جهٽ پٽ. ساجُهر- سويل. (ظ) اڳي- جلدي.

**سَويرو:** ظ. وقت کان اڳي. جهٽ پٽ- جلدي.

**سُويساهُ:** ذ. اعتبار- پڪو يقين. (ص) سچيتيو- ويساه وارو.

**سَويلَ:** ظ. سوير- جلدي.

**سَويلو:** ظ. سويل. وقت کان اڳي.

**سِہ، سِڪ:** ص (ف) ٽي (۳).

**سِہ پَهر:** ذ. اڳين ۽ وچين جو وقت- ٽِہ پَهري.

**سِہ ماهي:** ص. ٽن مهينن بعد.

**سُهاجِڙو:** ص. وٹندڙ- سُلڇڻو.

**سَهارو:** ذ. پروسو- آڌار- ڏِي- آسرو. ٽيڪ- پرجهلو.

**سَهارو ڏيڻ:** مدد ڏيڻ- ٽيڪ ڏيڻ.

**سُهاڳُ:** ذ. سياڳ- سعادت. برڪت. خوشي. عورت لاءِ مڙس جي حياتي وارو زمانو.

**سُهاڳ پُڙو:** ذ. ونواهہ ۾ ڪنوار کي ڏيڻ لاءِ خوشبودار شين جو پُڙو.

**سُهاڳ راتِ:** ث. پرڻي جي رات- شب عروسي.

**سُهاڳِڻِ:** ث. اها عورت جنهن جو مڙس زنده هجي. پرڻيل (عورت).

**سُهاڳو:** ذ. ترُ (کيڙيل زمين کي سنوت ۾ آڻڻ لاءِ). هڪ پسارڪو وکر- ڪنگڻ هار.

**سُهانجڙو:** ذ. هڪ قسم جو وڻ (جنهن جون ڦريون ڀاڄي طور ڪم آئين).

**سَهانگَ:** ث. سهانگائي- سستائي. (ضد. مَهانگَ)

**سهانگائي:** ث. سستائي. ارزاني. سُڪَر.

**سَهانگو:** ص. سستو- گهٽ اگهہ وارو. ڪفايتي. (ضد. مَهانگو).

**سُهاءُ:** ذ. روشني- چمڪو. اُهاءُ- سوجهرو.

**سَهائتا:** ث. مدد.

**سَهائڻُ:** م. سَهڻ- برداشت ڪرڻ. احسان جتائڻ. طعنا مهڻا ڏيڻ.

**سَهائو، سُهائو:** ذ. سوجهرو. روشني. چانڊوڪي. چنڊ واري مهيني جي ٻهرئين هفتي جو ڪو ڏينهن "سَهائو سومار".

**سَهائي، سُهائي:** ث. چانڊوڪي. روشني. سوجهرو.

**سَهتا:** ذ. سمن کان الڳ سنڌ جي هڪ مشهور تاريخي قوم.

**سَهٽَ:** ث. چِڪَ- سِڪ. يادگيري.

**سَهجِ:** ث. آساني- سَولائي.

**سَهجُ، سَهجُ:** ذ. خوشي. چاهہ. سک. سينگار.

**سَهُرو، سُهُرو:** ذ. زال جي مُڙس جو پيءُ يا مڙس جي زال جو پيءُ.

**سِهرو:** ذ. ساراهہ جو گيت. شاديءَ جو گِيچ- لاڏو.

**سَهڙَڻُ:** م. پهچڻ- وارد ٿيڻ. ٽِڪڻ- ترسڻ.

**سَهَس:** ص. هزار (۱۰۰۰).

**سَهسين:** ص. هزارين. بي انداز.

**سَهسائِڻُ:** م. سَهڻ- برداشت ڪرڻ. آسرو اميد لاهڻ.
**سَهَڪَ:** ث. أيا ساهہ (تڪڙي هلڻ يا بيماري سبب)- أپ ساهي. دمڪشي. سهڪي.
**سَهِڪارُ:** ذ. اتحاد. تعاون. شموليت.
**سَهڪَڻُ:** م. ڊوڙڻ يا دمڪشي سبب أيا ساهہ کڻڻ.
**سَهڪو:** ذ. أپ ساهي. دمڪشي. سَهڪ.
**سَهڪَ:** ث. سولائي- سهنجائي. آساني.
**سَهڪائي:** ث. سولائي- آساني.
**سَهڪو:** ص. سوَلو- سهنجو- آسان. (ث. سَهڪي).
**سَهَلُ:** ص (ع) آسان- سولو- سهنجو.
**سَهل آنگاري:** ث. سستي- ڪاهلي.
**سَهمُ، سَهمو:** ذ (ع. سَهم) تير. طعنو- مهڻو. جهٽڪ- چينڀ.
**سَهما سهڻ:** طعنا مهڻا جهلڻ.
**سَهمائِي:** ث. سچ لئي کان پوءِ سمهڻ جي مهل- سُماهي.
**سَهمَجَڻُ:** م. ڊڄڻ- ڊپ ڪرڻ. خوف کائڻ. هراسجڻ. هيسجڻ.
**سَهمَڻُ:** م. ڊڄڻ- هراسجڻ. هيسجڻ.
**سَهنجُ:** ذ. سَولائي- آساني. آرام- سک. سُنو موقعو.
**سَهنجائي:** ث. آساني- سولائي. سک.
**سَهَنجو:** ص. آسانيءَ سان- سولو. بنا تڪليف جي. (ث. سَهنجي).
**سُهِندَ:** ث. سُهڻي- حَسِين. عام طرح عورتن جو نالو.
**سَهَنگو:** ص. سَهانگو- سستو. (ث. سَهنگي).
**سَهَڻُ:** م. برداشت ڪرڻ. پاڻ تي وسائڻ. پوگڻ- لوڙڻ.
**سَهڻ سَنَيَرڻُ:** اچي سهڙڻ يا وجڻ جي تياري ڪرڻ.
**سُهڻائي:** ث. سونهن- سوڀيا. زيب زينت. نزاڪت. خوبي.
**سُهڻو:** ص. خوبصورت- حَسِين. زيبائتو. ڊولائتو. نزاڪت وارو. (ث. سُهڻي).
**سُهڻي:** ث. خوبصورت- حسين. سنڌ جي مشهور قصي "سهڻي- ميهار" جو ڪردار.
**سَهوَ:** ث (ع) ڀل- چُڪ- غلطي.
**سَهوا:** ظ. سَهوَ کان. غلطيءَ کان.
**سَهو:** ذ. مشهور ننڍڙو جانور- خرگوش.
**سِهو:** ذ. سَولائي وارو موقعو. سُنو. سهولت وارو موقعو. مدد جو آسرو. بندوبست.
**سُهولتَ، سُهُولِيَتَ:** ث (ع) آساني- سولائي- سهنجائي.
**سَهِي:** ظ. درست- ٺيڪ.
**سَهِي ڪرڻ:** محسوس ڪرڻ- سمجهڻ- پُرجهڻ.
**سَهيڙَ:** ث. ميڙ چونڊ. ٺاهہ جوڙ- ترتيب.
**سَهيڙُ:** ذ. سَهو- خرگوش.
**سَهيڙَڻُ:** م. ميڙ چونڊ ڪرڻ. گڏ ڪرڻ. ترتيب سان ٺاهي رکڻ.
**سُهيلُ:** ذ (ع) هڪ تاري جو نالو- ايٽ تارو.
**سُهيلو:** ص. سکيو- آسودو. سوَلو- آسان- سهنجو.
**سَهيلِي:** ث. ساهيڙي- جيڏي- سکِي- سَرتي.
**سَئِن، سَئِيَ:** ث. خيرات وٺڻ لاءِ سواليءَ جي صدا.
**سَئِنَ هڻڻ:** صدا هڻڻ. سوال ڪرڻ.
**سَئِنا:** ث (سن) لشڪر- سپاهہ.
**سَئِنا پَتِي:** ص. سپهہ سالار.
**سَئِنڪو:** ذ. ڊپ- هراس. اُڌڪو- انديشو.
**سُئِي:** ث. ٽوپي ڏيڻ جو اوزار- اِبر- سوزن. دوا کي جسم ۾ داخل ڪرڻ جو اوزار.
**سُئو، سُوئو:** ذ. وڏي سُئِي.
**سَئِيٽَرُ:** ذ (انگ) اُن مان نهيل پانهن يا بنان پانهن جي چولو.
**سَئِينيما:** ث (انگ) فلم جي وِيڻي تي پرپل ڪيل.
**سَئِيسُ:** ذ. گهوڙي جو خدمتگار.

**سي؛** ص (ف) ٽيھ (۳۰).
**سِيءُ؛** ذ. ٺار- ٺڌ. سرديءَ جي موسم.
**سِياٽو؛** ذ. ٺڌ- سيءُ. ڏڪٽي. سيءُ يا ڊپ کان ٽڙڪٽي.
**سِياٽجَڻُ؛** م. ٺڌ يا ڊپ کان رڦٽي ٺيڻ. لڱ ڪانڊارجڻ.
**سِياپو؛** ذ. افسوس- ماتم- سُوڳ. عزازت- ماٺٽي.
**سَياح؛** ذ (ع) گھمڻ لاءِ سفر ڪندڙ. مسافر. سيلاني.
**سَياحَتَ؛** ث. سَير- گھومَ. گشت.
سياحِي؛ ث. سَياحت. سير تفريح.
**سِيادَتَ؛** ث (ع) سرداري- اڳواٺي. پيشوائي. بزرگي. حڪومت.
**سَيار؛** ص (ع) سير ڪندڙ- گھمندڙ.
**سِيارُ، سِيارڙو؛** ذ. گدڙ.
**سَيارو؛** ذ (ع. سَياره) گرھ (جيڪو سج جي چوڌاري گردش ڪري).
**سِيارو؛** ذ. سرديءَ جي موسم. سيءُ- ٺارُ.
**سَياست، سِياسَتَ؛** ث (ع) ملڪي معاملات. ملڪي انتظام. حڪومت- سلطنت. ملڪ جي حفاظت.
**سِياسَت بازي؛** ث. سياسي حڪمت عملي.
**سِياسَتدان؛** ص. ملڪي معاملات جو ڄاڻو.
**سِياسِي؛** ص. ملڪي انتظام ۽ معاملن مطابق. راڄنيتي.
**سِياڪو؛** ذ. ماٺٽي- عزازت. پائيچاري يا برادري.
**سَيال؛** ص (ع) وَهندڙ. پنڙو- رقيق.
**سِيانٽو؛** ذ. هڪ آبي ساهوارو- ڪيڪڙو.
**سِياڻائي؛** ث. هوشياري- ڏاهپ. چالاڪي.
**سِياڻپَ، سِياڻپَتَ؛** ث. عقل- ڏاهپ. هوشياري- چالاڪي.
**سِياڻو؛** ص. عقلمند- ڏاهو. هوشيار. سمجهو.
**سِياه؛** ص (ف) ڪارو. اونداهو. نڀاڳو. منحوس.
**سِياه بخت؛** ص. بدقسمت- نڀاڳو.
**سِياه بَختي؛** ث. نڀاڳ- اَدوڙائي.
**سِياه دل؛** ص. بي رحم. بدخواه- بدنيت.
**سِياه دِلي؛** ث. بغض- ڪينو.
**سِياه رُو؛** ص. ڪارَ منهون. ذليل- خوار.
**سِياه رُوئي؛** ث. ذلت- خواري- بدنامي.
**سِياه فام؛** ص. ڪاري رنگ جو.
**سِياه ڪار؛** ص. بدڪار- گنهگار. ظالم.
**سِياه ڪارِي؛** ث. بدڪاري.
**سِياه و سُفَيد؛** ذ. اڇو ڪارو. نيڪي بدي. چڱائي لڱائي- بُرائي ڀلائي.
**سِياهِي؛** ث. ڪاراڻ. اونداهي. ڪارنهن. عيب.
**سِياءُ؛** ذ. مِٽ مائٽ- عزيز. ذات ڀائي.
**سِيباڻُ؛** م. وڻڻ- پسند پوڻ. موزون لڳڻُ. جڳائڻ.
**سِيبتو؛** ص. سليقي وارو. سنجيدو. سلڇڻو- سُني سُهڻي ڪردار وارو. ڏاهو.
**سِيبَڻ؛** ث. جسم جو وچ وارو ليڪو (پُٺ توڙي اڳ تي).
**سِيبَڻُ؛** م. سبڻ- بخڻ.
**سِيبو؛** ذ. ٽوپو- بخيو.
**سِيتا؛** ث (سن) رام چندر جي زال. (ص) سَت وارو- پاڪدامن.
**سِيتا ڦَلُ؛** ذ. ميوي جو هڪ قسم.
**سِيتانگُ؛** ذ. بيماري جو هڪ قسم (جنهن ۾ بدن تي ديڙ ٿين). هٿن پيرن ۾ پگهر ٿيڻ جي بيماري.
**سِيتَل؛** ص. ٺڌو- سرد.
**سِيٽَ؛** ث. آڪڙ. ٺوڪَ. ٺوند. وڏائي- تِندِ- ٺاڻ. ڇِڪَ- سختي (رسي وغيره جي). (انگ) ويهڻ جي

جاءِ- نشست. سيند- سيٽي.
**سِيٽَ ڪرڻ:** اجائي آڪڙ ڪرڻ. آڻ هوند تي ٽانءِ ڪرڻ.
**سِيٽ هڻڻ:** سِينڊَ وڄائي اشارو ڪرڻ.
**سِيٽِي:** ث. وات يا ڇپن جي ڦوڪَ سان سنهون آواز. سيٽي وڄائڻ جو اوزار.
**سيٺُ:** ذ. وڏو سوداگر. وڏو واپاري. واپار جي ڪوٺيءَ جو مالڪ. شاهوڪار (ث. سيٺاڻي).
**سيٺيو:** ص. وڏو سيٺ. شاهوڪار.
**سيپارو:** ذ (ف) قرآن شريف جي ٽيهن پارن مان هڪ پارو.
**سيپٽمبر:** ذ (انگ) عيسوي سال جو نائون مهينو.
**سيپڪُ:** ص. تمام سنهون (ماڻهو)- ڏبرو- ايرو.
**سيجَ:** ث. پلنگ. شاديءَ جي کٽ. خاص ڪنوار گهوٽ لاءِ وڇايل هنڌ کٽ.
**سيج بَند:** ذ. اها ڏوري جنهن سان چادر کي کٽ جي پاون سان ٻڌي ڇڏجي.
**سيج چڙهڻ:** شاديءَ جي خوشي ماڻڻ.
**سيچالو:** ذ. "ٽرمچي" باز جي مادي (بهترين شڪاري باز).
**سيخَ:** ث (ف) ڪنهن بہ ڌاتوءَ مان ٺهيل ٿُلهي تار. ڪبابن پچائڻ لاءِ لوهي تار. ڪُڪڙ جي ڪڙهہ.
**سيخ پا:** ص. نراڪٺندڙ (گهوڙو).
**سيخ ٽيڻ:** سڌو ٽيڻ. ڪاوڙ ۾ ڪڙو ٽيڻ. پچڻ (ڪباب وغيره).
**سيخڙُ:** ص. ٻورين ڪڙهن وار ڪُڪڙ- ويڙهو ڪڪڙ.
**سَيدُ:** ذ (ع) سردار- اڳواڻ. امام. هادي- رهنما. حضرت امام حسن ۽ امام حسين جو اولاد.
**سيدا الانبياء. سيدالمُرسَلِين:** ذ. نبين جو اڳواڻ (حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم).
**سيدَالبَشر:** ذ. انسانن جو اڳواڻ (حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم).
**سيدة النساء:** . ث. عورتن جي اڳواڻ (حضرت بيبي فاطمه الزهرا).
**سِيڌو:** ذ. ڪاڌي جو ڪچو سامان (اٽو. چانور. گيهہ وغيره).
**سِيڌو پاڌو:** ذ. سؤدو سامان (ڪاڌي رڌڻ لاءِ).
**سيڌائڻُ:** م. سڌ ڪرڻ- واجهائڻ.
**سيرُ:** ذ. تور جو هڪ ماڻ- مڻ جو چاليهون حصو.
**سَيرُ:** ذ (ف) هواخوري- چڪر- گشت. گهوم. سفر- سياحت. نظارو.
**سَيرسَپاٽو:** ذ. هواخوري- چهل قدمي. گهمڻ ڦرڻ.
**سَيرگاهُ:** ذ. گهمڻ جو هنڌ. قدرتي نظارن وارو هنڌ.
**سَير:** ص (ف) ڀريل. ڍاول. ڀُر.
**سَير حاصل:** ص. گهڻو فائدو ڏيندڙ. ڍؤ ڏياريندڙ.
**سِيرَ:** ث. چِيرُ- وَڍُ. ڪُهڻ وقت جانور يا پکي جي ڳچيءَ تي ڏنل وَڍُ. درياء يا وهڪري جو وچ (جتي پاڻي اونهون ۽ تکو وهي).
**سِيرَ چوڙائڻ:** ڪِني رت ڪڍائڻ لاءِ ڪنهن نَس کي نشتر سان چيهہ ڏيارڻ- فصد کولائڻ.
**سِيرَ وجهڻ:** جانور يا پکي کي حلال ڪرڻ- ڪهڻ. نقصان پهچائڻ.
**سِيرُ:** ذ. سِيلُ- سَتُ- پاڪدامني.
**سَيرابُ:** ص (ف) پاڻي سان ڀريل- لبريز- پُر. سرسبز- شاداب. ڍاول.
**سِيرافُ. سِيراهُ:** ذ. سِيرابُ- ڊپ. هراس.
**سيراندِي:** ث. کٽ وغيره جو مٿي رکڻ وارو پاسو.
**سِيراهِي:** ث. واڍڪي ڪم جو هڪ اوزار (سوراخن

ڪڍڻ لاءِ)

**سيرَبَ، سَيرپَ:** ث. سنوارت (ڏاڙهيءَ جي).

**سيرَتَ:** ث (ع) عادت- خصلت. خاصيت. نيڪي. اخلاق. سوانح عمري.

**سيرَت نَبوي:** ث. نبي سڳوري جي سوانح عمري.

**سيرَڻُ:** م. چورڻ- هٽائڻ- سِرڪائڻ- ريڙهڻ.

**سيرَڻُ:** م. چيرڻ- ڦارڻ.

**سيرو:** ذ. گيهه. کنڊ ۽ ميدي مان ٺهيل هڪ طعام.

**سيروُن:** ذ. ڪٺ جي سيراندي واري ڪاٺي.

**سيڙَ:** ث. گيسر- دير. رنڊڪ. مشغولي.

**سيڙاپو:** ذ. گيسر- گِهل. رنڊڪ.

**سيڙائڻُ:** م. دير ڪرائڻ- گِهل ڪرائڻ.

**سيڙپَ:** ث. گيسر- دير. مشغولي. مصرف.

**سيڙجَڻُ:** م. رنڊجڻ- روڪجڻ. دير پوڻ. مصروف ٿيڻ.

**سيڙهہ:** ث. هڪ قسم جو جانور (جنهن جي پٺيءَ تي ڪنڊا ٿين). گوهو (ڪيرَ جو)- ڦار.

**سيڙهي:** ث. چن- گچ.

**سيڙهِي:** ث. ڏاڪڻ- چاڙهي.

**سيسُ:** ذ (سن) مٿو- سِري- سِرُ.

**سيسِ نمائڻ:** ڪنڌ نمائڻ. مٿو ٽيڪڻ. آڌ مڃڻ.

**سيسَا:** ث. هندن ۾ ڌرمي ٻوڄاپاٺ ڪان پوءِ ورهايل مٺائي وغيره.

**سيَسرُ:** ذ. هڪ قسم جو واڱون جهڙو آبي جانور.

**سيسڙاتَ:** ذ. سِياٽو- سِياندو. ٿڌ يا ڌپ کان جسم ۾ ڏڪڻي جي لهر.

**سيشَنُ:** ذ (انگ) وڏي ڪورٽ. اجلاس.

**سيشن جج:** ذ. ضلعي ڪورٽ جو وڏو جج.

**سَيفَ:** ث (ع) تلوار- ترار- شمشير.

**سيفَ:** ث (انگ) تجوڙي- لوهي پيٽي.

**سيڪُ:** ذ. گرمي- تپش. تاءُ. تاڪور.

**سيڪ اچڻ:** گرمائش جو اثر ٿيڻ. تپش اچڻ- تؤ اچڻ. ڪهڪاءُ ٿيڻ.

**سيڪارو:** ذ. سيسڙاٽُ. ٿڌو ساهہ. سياٽو.

**سيڪريٽري:** ذ (انگ) وڏو منشي.

**سيڪڙَ:** ث. ڪري ۾ گڏ تيل سنگن مان لاڳُ وٺڻ.

**سيڪڙو:** ذ. سئو- صد. سئو تي ڪجهہ مقرر ٿيل انداز.

**سيڪڙُو:** ص. گهربائو- طالبو- خواهشمند. سڌريو- سڌائتو. سڪايل- اُڪنڊيل. سوالي.

**سيڪَنڊُ:** ذ (انگ) مِنٽ جو سَٺيون حصو. لمحو- پل- ڪِن. (ص) ٻيو- ٻئي درجي جو.

**سيڪَڻُ:** م. تپائڻ- گرم ڪرڻ. سيڪ ڏيڻ. تؤ ڏيڻ. تاڪوڙ ڪرڻ.

**سيڪو:** ذ. تؤ- گرمائش- سيڪُ. تاڪور.

**سيڪيُون:** ذ. پيٽ ۾ پيدا ٿيندڙ سنهان اڇا ڪينئان.

**سيڪارَڻ، سيڪارِڻُ:** م. سکيا ڏيڻ. تعليم ڏيڻ. تربيت ڏيڻ. ڪنهن هنر يا ڌنڌي کان واقف ڪرڻ. پاڙهڻ. ڪيڙڻ.

**سيکاريندڙُ:** ص. سکيا ڏيندڙ.

**سيکَتَ:** ث. سزا. گوشمالي.

**سيکت ڏيڻ:** سزا ڏيڻ. جٺ ڪرڻ.

**سيکڙاتُ:** ص. نئون سکيل. اڃان سکندڙ. اڻپورو سکيل.

**سِکڙاٽو:** ص. اڃان پورو نہ سکيل- زير تربيت.

**سيگهہَ:** ث. جلدائي- سِگهائي. ڦُڙتي- تکڙ. جلدبازي. چڙچوٽ.

**سِيگهڙائِي:** ث. سيگهہ- جلدائي.

**سِيگَ:** ث. سِگن مان نهيل ڪمانَ- ڪمانَ.
**سِيل:** ذ. ڪِلُ (لوهہ يا ڪاٺ جو). ڪنبو. پالو. سيلهہ.
**سَيل:** ذ (ف) ٻوڙ- سيلاب- طُغياني.
**سَيل:** ذ. شرم- حياء. سَتُ- پاڪدامني. عصمت. نيڪي. صبر.
**سِيلَ:** ث (انگ) مُهر- ٺپو (سِيلَ واري ٻيڙي= سگريٽ).
**سِيل مُهرَ:** ث. ٺپي واري مُهر.
**سِيلاب:** ذ (ف) پاڻيءَ جو چاڙهہ- ٻوڙ- طغياني. اُٿل- ليٺ. آبڪلاني.
**سِيلابي:** ث. ٻوڙ هيٺ آيل زمين ۽ ان جو فصل.
**سَيلاني:** ص. گهومُو. گهمندڙ ڦرندڙ. گشتي.
**سِيلو:** ذ. رَسو. وارن جي وٽيل چڳ. وٽيل نوڙُ جيڪو فقير مٿي کي ٻڌن.
**سِيلهہ:** ذ. ٽنديو نيزو. پالو. تيرُ. ڪَنبو.
**سِيلهو:** ذ. سيلهہُ- ڪنبو. ڏاس مان ٺهيل نوڙُ. مٿي کي ٻڌڻ جي ريشمي ڏور يا پٽي (عام طرح فقير ٻڌن).
**سِيلي:** ث. اُٺ، گهوڙي يا ٻئي ڪنهن جانور جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل ڳاني. وارن يا ڪاري ڌاڳي مان وٽيل ڏوري. فقيرن جي ٽوپيءَ کي ويڙهيل مڻڪن جي مالها.
**سِيمَ:** ث (ف) چانـدي. چانـديءَ جي تـار (پـرت جي ڪم اچي).
**سِيم تَن:** ص. چانـديءَ جي بـدن وارو (معـشوق). سهڻو- حسين.
**سِيمِين:** ص. چانديءَ جو- روپو.
**سِيمَ:** ث. ڳوٺ جي آسـپـاس واري جُوءِ. چراگاه- ويءِ.
**سِيماب:** ذ (ف) هڪ قسم جو ڌاتو- پارو.
**سِيمرغ:** ذ (ف) هڪ خيالي پکي.
**سِيمو:** ذ. سِمَ. زمين مان سِمي نڪتل پاڻي.

**سَيِنَ:** ث. صدا. پُڪار. آواز. سُواليءَ جي صدا.
**سَين هڻڻ:** صدا هڻڻ. سوال ڪرڻ. خيرات گهرڻ.
**سِينَ:** ث. (انگ) نظارو- ڏيک. تصوير. تماشو.
**سَينا:** ث (سن) لشڪر- سپاهہ.
**سَينا پَتِي:** ص. لشڪر جو مهندار- سپهہ سالار.
**سَينٽَ:** ث (انگ) خوشبوءِ- سُرهاڻ. عطر.
**سينٽرُ:** ذ (انگ) وچ. مرڪز.
**سينٽرَل جيلُ:** ذ. ضلعي جو مرڪزي جيل- وڏو جيل.
**سِيندَ:** ث. آشنائي. واقفيت. ڄاڻ سڃاڻ.
**سِيندَ مُلاقاتَ:** ث. ڄاڻ سڃاڻ. آشنائي.
**سِيندو:** ص. آشنا- واقف. ڄاڻ سڃاڻُ. سنگتي. (ث. سينڌي).
**سِينڌَ:** ث. ڦڻيءَ سـان مـٿـي جي وارن مـان ڪڍيل ليڪ.
**سِيند ڏيڻ:** زالن جو هڪ ٻئي سان واعدو ڪرڻ.
**سِيند سُرمو:** ذ. هارسينگار- ڻاهہ ٽوهہ.
**سِيند ڪڍڻ:** وارن کي ڦڻي ڏيئي وارن جي وچان ليڪ ڪڍڻ.
**سِيندَ ڦُلُ:** ذ. هڪ قسم جو ڳهہ- ٽِڪڙو.
**سِينڌُرُ:** ذ. هڪ قسم جو وکر (ڳاڙهي رنگ جو ٻُورو).
**سِيندو لُوڻ:** ذ. هڪ قسم جو جابلو لُوڻ.
**سِينڍَ:** ث. چپن مان ڪڍيل سنهون آواز- سِيٽي.
**سِينڍَ ڏيڻ:** اڳواٽ چِتائڻ. خبردار ڪرڻ. هوڪارڻ.
**سِيند هڻڻ:** هوڪارڻ. آماده ڪرڻ. صلاحڻ.
**سِينڍارَڻُ:** م. سينڍ هڻڻ. سڏ ڪرڻ. صلاح هڻڻ.
**سِينَرِي:** ث (انگ) نظارو- ڏيک.
**سَينڪِلي:** ث. زنجير- سنگهر. ننڍڙي زنجير. ڳهہ جو هڪ قسم.

**سِينگارُ:** ذ (سن. شِرنگار) آرائش- ٺاھہ ٺوھہ. ڳھہ ڳٹا ۽ ڪپڙا لٽا پائڻ. ٺٺي ٺوڪارو. سنڌي شاعري جي هڪ صنف (جنهن ۾ سُونهن جو بيان ٿئي).

**سِينگاردانُ:** ذ. عورتن جي سينگار جو سامان رکڻ جو ٿانءُ يا پيٽي.

**سِينگار مَيز:** ث. وڏي آرسي لڳل ننڍڙي ميز.

**سِينگارڻ:** مر. آرائش ڪرڻ. لباس ۽ زيور پائڻ. ٺاھہ ٺوھہ ڪرڻ.

**سِينگارِي:** ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**سِينابند:** ذ. گهوڙي جو هڪ سنج.

**سِينا زورِي:** ث. زبردستي- ڌاڌائي. سَرڪشي.

**سِينازَني:** ث. ڇاتي ڪُٽڻ- ماتم.

**سِينو:** ذ (ف) ڇاتِي. اُرَھہ.

**سِينو ٺوڪڻ:** هام هڻڻ.

**سِينو سِپر ڪرڻ:** مقابلو ڪرڻ.

**سِينو ساهڻ:** مقابلو ڪرڻ. آڪڙ ڏيکارڻ.

**سِينو ڪُٽڻ:** ڇاتي پِٽڻ- ماتم ڪرڻ.

**سِينو ڪڍي هلڻ:** آڪڙ مان هلڻ.

**سِينوَرُ، سِينوارُ:** ذ. پاڻيءَ جي مٿان ڇاول ساٿو مادو. اڇاڻ جيڪا آلاڻ سبب ڪاڏي جي شين تي ڄمي وڃي- ڄارو.

**سِينوَرجَڻُ، سِينوارجَڻُ:** مر. آلاڻ سبب ڪاڏي جي شين تي اڇو ڄارو ٻڌجي وڃڻ.

**سِينهُون، سِينهِي:** ث. دِلي وغيره ڪٺڻ وقت مٿي تي رکڻ لاءِ ڪکن مان ٺهيل گول ويڙهِي يا ڪپڙي جي مُوڙي.

**سِينٿرا:** ذ. منهن تي ماتا جا داغ.

**سِينِي:** ث (ف) ٿامي پتل وغيره جي وڏي ٿالهي- ڪومچو.

**سِيني ٻہ سِيني:** ظ. هڪڙي ماٺهو ڪان ٻئي ماٺهوءَ تائين هلندڙ (ڳالھہ).

**سِيڻُ:** ذ. سڳيڻو- مائٽ- عزيز.

**سِيٽِپو:** ذ. سگابندي جو لاڳاپو. سگابندي جي لاڳ طور گهوتيتيءَ کي ڏنل وگو.

**سِيٺاهہَ، سِيٺهہَ:** ث. ننڍي مَشڪ (جنهن ۾ هوا ڦوڪي پاڻي ۾ ترجي).

**سِيوا:** ث (سن. شيوا) خدمت- ٽهل" پُوڄا.

**سِيوهَڻ:** ذ. ضلعي دادو جو مشهور شهر.

**سِيوِيون، سيئِيُون:** ث. مَيدي مان ٺهيل سنهيون تندون جيڪي پاڻي، گيهہ، کنڊ وجهي اوٻاري طعام ٺاهجي.

**سِيَہ:** ص (ف) ڪارو- سِياہ.

**سِيہ باطن:** ص. اندر جو ڪارو. دغاباز.

**سِيَہ بخت:** ص. نياڳو- ڇنڊو.

**سِيَہ رُو:** ص. ڪار مُنهون. دغاباز. نياڳو.

**سِيَہ ڪار:** ص. بدڪار- گنهگار.

**سِيَہ ڪاري:** ث. بدڪاري.

**سِيهَڙُ:** ذ. سَهو- خرگوش.

**سِيءُ:** ذ. سردي- ٿڌ. سيارو. ٺارُ.

**سِيءُ پوڻ:** ٿڌ پوڻ. سردي ٿيڻ. ٺارُ ٿيڻ.

**سِيئو:** ذ. سِيءُ وارو (تپ).

**سِيئو تَپُ:** ذ. اهو تپ جنهن ۾ بدن ۾ ڏڪڻي ٿئي.

**سِيئَڻُ:** مر. ٻاف تي رڌڻ (مڇي، پلو، ياڄي، ٻِهہَ وغيره). اوٻارڻ.

**سيئِي:** ض. أهي ئي.

# ش

**ش:** ث (اُچار ’شِينَ‘) سنڌي ’الف- بي‘ جو اوڻٽيهون اکر. عربي جو تيرهون اکر ۽ فارسي جو سورهون اکر. ابجد موجب عدد (۵۰).

**شاباسَ:** ث (ف. شادباش) جَس- آفرين. واهہ واهہ.

**شاباسون ڏيڻ:** جسون ڏيڻ. همٿائڻ.

**شابَس:** ث. شاباس.

**شابي:** ندا. شاباس! آفرين!

**شاپَ:** ث (انگ) دڪان- هَٽُ. ڪوٺي (واپار جي).

**شاخَ:** ث (ف) ٽاري- لام (وڻ جي). وڏي واهہ مان نڪتل واهي. وڻ پڪل ڦريون ميوو.

**شاخَ ڏيڻ:** ميويدار وڻ (انب) ۾ ڪنهن ٻہ هڪ پٽي جو پيچي وجڻ.

**شاخون ڪڍڻ:** ٽاريون ڪڍڻ. ڳونچ ڪڍڻ.

**شاخدارُ:** ص. ٽارين وارو.

**شاخسار:** ص. گهڻين ٽارين وارو. (ذ) اُهو هنڌ جتي گهڻا وڻ ٻوٽا هجن.

**شاخسانہ:** ذ (ف) جهڳڙو- تڪرار- نزاغ.

**شاد:** ص (ف) خوش- سرهو. سکيو آسودو.

**شادابُ:** ص (ف) سرسبز- آباد. خوش. تازو توانو.

**شادابي:** ث. خوشي. تازگي. ساوڪ.

**شادانُ:** ص (ف) خوش- سرهو. سکيو- آسودو.

**شادان و فَرحان:** ص. خوش باش- خوش خرم. سکيو آسودو.

**شادباش:** ص (ف) خوش خرم- سکيو آسودو.

**شادڪام:** ص (ف) ڪامياب- سوڀارو. خوشحال.

**شادڪامي:** ث. خوشي. ڪاميابي.

**شامانُ:** ص (ف) خوش- سرهو. سکيو- آسودو.

**شادماني:** ث. خوشي- سَرهائي. سُک. آسودگي.

**شادِي:** ث (ف) خوشي. جشن. وهانءُ- پرڻو.

**شادي ڪرڻ:** وهانءُ ڪرڻ- پرڻجڻ.

**شادي مَرگ:** ث (ف) اُهو موت جيڪو خوشيءَ وارو ٿئي. اُها خوشي جيڪا ڪنهن وڏي نقصان کان پوءِ حاصل ٿئي. ناميدي واري وقت ۾ حاصل ٿيل خوشي.

**شادِيانو:** ذ (ف) خوشيءَ جو واجو. خوشي جو ڳائڻ. مبارڪباد.

**شاذ:** ظ (ع) وِرلو. انوکو- اتفاقي.

**شاذونادر:** ظ. بعضي- ورلي- اتفاق سان.

**شارِحُ:** (ع) شرح لکندڙ. معنيٰ ۽ وضاحت ڪندڙ.

**شارِع:** ث (ع) شاهي رستو.

**شارِع عام:** ث. وڏو عام رستو.

**شارِڪُ:** ص (ع) شِرڪ ڪندڙ. مُشرڪ.

**شاستَر:** ذ (سن) هندن جو مذهبي مقدس ڪتاب. قانون جو ڪتاب. مذهب جا قاعدا.

**شاطِرُ:** ص (ع) چالاڪ- هوشيار. ٺڳ- عيار.

**شاعِرُ:** ذ (ع) شعر چوندڙ- ڪوي.

**شافِعُ:** ص (ع) شفاعت ڪندڙ. سِفارش ڪندڙ (چوٽڪاري لاءِ).

**شافع مَحشر:** ذ. حضرت نبي سڳورو (امت کي قيامت جي عذاب کان نجات ڏياريندڙ).

**شافِعي:** ذ (ع) امام شافع جو ٻہ ٺلڳ.

**شافِي:** ص (ع) شفا ڏيندڙ- صحت ڏيندڙ. قطعي- ٻِنهہ- بلڪل.

**شاقُ:** ص (ع) ناپسد. ڏکيو- مشڪل.
**شاقُ:** ص (ع) شڪر ڪندڙ- شڪر گذار. مهرباني مڃيندڙ.
**شاڪي:** ص (ع) شڪايت ڪندڙ.
**شاگِردُ:** ذ (ف) طالب علم- متعلم. اُستاد کان سکندڙ. سکيا وٺندڙ. ٻالڪو- پوٺلڳ.
**شاگِردِي:** ث. سکيا- تربيت.
**شالَ:** ندا (ع. شاء الله) جيئن الله گهُريو- خُدا ائين ڪري. الله گهُريو ته.
**شالا:** ظ. شال- مَن- جيڪر.
**شالَ:** ث (ف) پشميني جي چادر. اوني چادر (اوڇڻ لاءِ).
**شالا:** ث (سن) گهر- مڪان- جاءِ. مدرسو.
**شالُورو، سالُورو:** ذ (سن. شالور) ڳاڙهي ريشم جو رَٽو- پَٽ جي ڳاڙهي پوٺي.
**شامَ:** ث (ف) وچين ۽ سانجهي جي وچ واري عرصو. سج لٿي جي مهل. سانجهي. پويون وقت. ڪائي چيرجڻ کان بچاءَ لاءِ لوهي ڇلو.
**شامِ غريبان:** ث. مفلسيءَ جي شام. مصيبت جو وقت.
**شام و سَحر:** ظ. صبح سانجهي- هر وقت.
**شامَتَ:** ث (ع) آفت. مصيبت. نياڳ- بدبختي. نحوست.
**شامَتِ اعمال:** ث. ڪِئي جي سزا. گناهن جي سزا.
**شامَت زَده:** ص. مصيبت جو ماريل. ڏکيا ڏينهن گذاريندڙ.
**شامَتِي:** ص. نياڳو. منحوس.
**شامِل:** ظ (ع) مليل- گڏيل. گڏ- شريڪ.
**شامِل حال:** ظ. گڏ- مليل. مددگار- شريڪ.
**شامل ڪرڻ:** گڏي ڇڏڻ- ڳنڍي ڇڏڻ. پاڻ سان ملائڻ- گڏائڻ- شريڪ ڪرڻ. داخل ڪرڻ.
**شامِلات:** ث (ع) گهڻن ماڻهن جي گڏيل ملڪيت يا جائداد.
**شامَہ:** ث (ع) سونگهڻ جي قُوت.
**شامي ڪَبابُ:** ذ. قيمي ۽ مصالحي جي تريل ٽِڪي.
**شاميانو:** ذ (ف) سائبان- تَنبُو- خيمو.
**شانُ:** ذ (ع) عظمت- وڏائي. عزت- مانُ. دٻدٻو. حشمت- رعب. قدرت. انداز- نمونو. درجو- رتبو.
**شان ڏيکارڻ:** دٻدٻو ڏيکارڻ. طاقت ڏيکارڻ.
**شاناِئتو:** ص. شان وارو- مان وارو. معزز.
**شاندارُ:** ص. رتبي وارو- اعليٰ- بلند. شان وارو.
**شانِ شَوڪَت:** ث. رعب تاب- دٻدٻو. ٺٽ.
**شانِ نُزول:** ذ. ڪنهن قرآني آيت جي لهڻ جو موقعو.
**شانِي:** ص. شان وارو- شاناِئتو.
**شانَہ:** ذ (ف) ڪُلهو. دوش. ڪلهي وارو هڏو. ڦٽي.
**شانہ بہ شانہ:** ظ. ڪُلهي ڪُلهي ۾ ملائي.
**شانتِي:** ث (سن) چُپ- ماٺ- صبر. خاموشي. سانت. سک- آرام.
**شاهُ:** ذ (ف) بادشاه. حاڪم. سيد جو لقب. (ص) وڏو.
**شاهانہ:** ص. بادشاهي- سلطاني.
**شاهائو:** ص. شاه وارو- بادشاهي. (ث. شاهائِي)
**شاهَبندَرُ:** ذ. بندرگاه جو شاهہ (وڏو آفيسر). سنڌ جو هڪ ساموندي ڪناري وارو شهر.
**شاهدائو:** ذ. وڏو موتي. تسبيح جو وڏو دائو.
**شاهِد:** ص (ع) شاهدي ڏيندڙ- گواه. ڏسندڙ. سهڻو- حسين. محبوب.
**شاهِدِي:** ث. گواهي.
**شاهراهَ:** ث (ف) وڏو رستو- عام رستو.
**شاهزادو:** ص (ف) بادشاه جو پُٽ. (ث. شاهزادي).
**شاهہ شاهوڪاري:** ظ. ڪليو ڪلايو- ڏينا داستي- ظاهر ظهور- پڌري پٽ.
**شاه شِريانِ:** ث (ف) وڏي رڳ- شهہ رڳ (جسم جي سيني رڳن کان وڏي رڳ جيڪا سڄي

بدن کي رت پهچائي).

**شاهڪارُ:** ذ (ف) وڏو ڪم. عجيب ڪم. نرالو ڪم. مثالي ڪم.

**شاهنشاھ:** ذ (ف) وڏو بادشاھ- سلطان.

**شاهنشاهي:** ٿ. سلطنت- بادشاهي.

**شاهوڙُ:** ص. تمام وڏو- شاهي.

**شاهُوڪار:** ص (ف) گهڻي ملڪيت وارو- دولتمند- تونگر.

**شاهوڪاري:** ٿ. دولتمندي- تونگري.

**شاهي:** ٿ (ف) بادشاهي. (ص) وڏو- تمام وڏو.

**شاهَل:** ٿ. رازڪي ڪم جو هڪ اوزار (اوساريءَ جي سڌائي ڏسڻ لاءِ ڏور)

**شاهينُ:** ذ (ف) هڪ قسم جو شڪاري پکي- باز.

**شاهينگُ:** ص. دلبو ڏيئي ڦريندڙ. ٺگ.

**شائِبہ:** ذ (ع) ملاوت- ڪوٽ. ميرُ. شڪ- گمان.

**شائِستگي:** ٿ (ف) قابليت. لياقت. مناسبت. تهذيب- فضيلت. ماڻهپو- اخلاق.

**شائِستہ:** ص (ف) لائق- موزون. فضيلت وارو. سلڇڻو. اخلاق وارو. مناسب- سُهائيندو.

**شائِقُ:** ص (ع) شوق رکندڙ. سڌڙيو- چاهيندڙ- طانبو- گهورو.

**شائقين:** ص. "شائق" جو جمع.

**شايانِ:** ظ (ف) لائق- قابل. موزون- مناسب.

**شايانِ شان:** ظ. مان مرتبي مطابق.

**شايَد:** ظ (ف) ممڪن آهي- غالبا- متان.

**شايَع:** ص (ع) پکڙيل- مشهور. ظاهر- پڌرو.

**شَب:** ٿ (ف) رات- ليل.

**شَبُ:** ذ. لِڪَ- ڳجهہ.

**شَب ۾ رکڻ:** راز ۾ رکڻ- لِڪَ ۾ رکڻ.

**شَبانُ:** ذ (ع) ڏنار. ڏڻ جو راکو.

**شبانہ:** ص. رات جو- رات وارو.

**شبَ باشي:** ٿ. رات جو قيام- رات رهڻ.

**شَبابُ:** ذ (ع) جواني. اوج جو زمانو. عروج

**شَباهَت:** ٿ (ع) هڪجهڙائي. روپ- شڪل- ڊول. نمونو.

**شَب بَخير:** جملو (ف) رات جو موڪلائڻ وقت دعائيہ جملو تہ "رات خير سان گذري."

**شَب برات:** ٿ (ف) شعبان جي پندرهين تاريخ (مسلمانن جي عقيدي موجب انهيءَ رات عُمر جو حساب ۽ رزق جي تقسيم ٿئي ٿي. سنڌ ۾ ان رات سيرو ماني ۽ آتشبازي ڪندا آهن).

**شَب بيداري:** ٿ (ف) رات جو جاڳڻ (عبادت وغيره لاءِ).

**شب تاب:** ذ (ف) رات جي روشني. چنڊ. ڏيو. ڪڙڪيٽو.

**شَب خُون:** ذ (ف) رات جو حملو- راتاهو.

**شَب بَخيز:** ص (ف) رات جاڳندڙ. عبادت گذار.

**شبَ خيزي:** ٿ. رات جو اوجاڳو.

**شَبد:** ذ (سن) آواز. ٻولي جو گرامر. لفظ. ٻول. نالو. دعا.

**شَبدڪوشُ:** ذ. لغت- فرهنگ.

**شَبِ ديجُور:** ٿ (ف) اونداهي رات.

**شب و روز:** ذ (ف) رات ڏينهن. هروقت.

**شَبستان:** ذ (ف) رات رهڻ واري جاءِ- خلوتگاھ.

**شَب ظُلمات:** ٿ (ف) سخت اونداهي رات.

**شبَ قدرُ:** ٿ (ف) ماہ رمضان جي ستاويهين رات (جيڪا ڀلاري رات سمجهي ويندي آهي).

**شبڪُور:** ص (ف) رات جو نہ ڏسندڙ.

**شَب ڪُوري:** ٿ (ف) اکين جي هڪ بيماري (جنهن

۾ رات جو نظر نہ پوي).

**شبَ معراج:** ث (ف) نبي سڳوري جي معراج جي رات (رجب مهيني جي ٢٧ رات).

**شَبنَم:** ث (ف) ماڪَ.

**شُبهو:** ذ (ع) شڪ- گمان.

**شَبيه:** ث (ع) هڪ جهڙائي. شڪل- صورت. ٻَول.

**شِتاب:** ظ (ف) جلد- فورا- يڪدم- جهٽ پٽ.

**شِتابي:** ث. جلدي- تيزي- تکڙ.

**شُتر:** ذ (ف) اُٺ.

**شُتربانُ:** ذ. اوٺي- جَتُ.

**شُتر بي مَهار:** محاورو. ڇڙواڳ- آزاد.

**شُترڪِينو:** ذ. اُٺ وارو ويرُ. دائمي بغض- پڪي دشمني.

**شُترمُرغ:** ذ. هڪ تمام وڏو پکي (جنهن جا پير اُٺ جهڙا ٿين، اُڏامي نہ سگهي).

**شَپ شَپ:** ث. پاڻيءَ ۾ هلڻ يا زور سان مِينهن وسڻ جو آواز.

**شَپڪو:** ذ. زور سان ڪِرڻ يا لڳڻ جو زوردار آواز- سٽڪور- ٺهڪو.

**شُجاع:** ص (ع) بهادر- سورهيہ- دلير.

**شُجاعَتَ:** ث (ع) بهادري- سورهيائي- دليري.

**شَجَر:** ذ (ع) وڻ- درخت.

**شَجرو:** ذ (ع. شجره) نسب نامو (عموما پيڙهيءَ جو سلسلو وڻ وانگر نقش ڪيو ويندو آهي).

**شجره نسب:** ذ. پيڙهيءَ جو سلسلو.

**شَخصُ:** ذ (ع) ماڻهو- آدمي- فرد.

**شَخصِي:** ص. ذاتي- پنهنجو.

**شَخصِيَتَ:** ث (ع) ماڻهپو- انسانيت. ماڻهوءَ جي خاص خوبي. عزت.

**شَد:** ث (ع) هڪ اکر جو ٻِٽو اُچار (مثلا حُقو، شداد وغيره). ڪنهن اکر جي ٻِٽي اُچار ڏيکارڻ لاءِ شد جي نشاني.

**شِدَتَ:** (ع) سختي. تڪليف. تيزي. ڏاڍائي. زور. غلبو. ضد- تيسو. دشمني.

**شِدَتِي:** ص. هوڏي- ضدي. تِيسر. دشمني ڪندڙ.

**شُدني:** ظ (ف) ٿيڻ جهڙو- مُمڪن.

**شِدو:** ذ (ع. شده) ضد- هوڏ.

**شِدو پڏڻ:** هوڏ ڪرڻ- ضد ڪرڻ.

**شَدومَد:** ذ (ع) سختي- تيزي. تاڪيد. روان پڙهڻ ۾ زور ۽ چٽائي.

**شَدِيد:** ص (ع) ڏکيو- مشڪل. سخت- ڏاڍو. زور وارو. ڳرو.

**شُدُّ:** ص (سن) پاڪ- پوتر. خالص- نج. صاف.

**شَرُّ:** ذ (ع) بَدِي- خرابي. بُڇڙائي. فساد- ڏُڻڙ. فتنو.

**شَر آنگيز:** ص. فسادي- فتني باز.

**شِرُّ:** ذ (ع) جِنُ- ڀُوت. شرارت. فتنو.

**شِرُ ڪڏائڻ:** شرارت ڪرڻ. شيطان گيري جهڙا ڪم ڪرڻ.

**شَراب:** ذ (ع) مَد- مَي- دارون.

**شَرابخانو:** ذ. شراب وڪامڻ يا پيئڻ وارو دڪان- مَيخانو.

**شَرابي:** ص. شراب پيئندڙ- مَي نوشِ.

**شَرابُور:** ص (ع) پُسيل- پِنل. شَل (پگهر ۾).

**شرارَتَ:** ث (ع) حرڪت- مستي. لچائي. بدمعاشي. فتني انگيزي.

**شَرارَتِي:** ث (ع) حرڪتي- لُچو- شيطان.

**شَرافتَ:** ث (ع) يلمانسي- چڱمڙسي. خانداني بزرگي.

**شَراڪَتِ:** ث (ع. شِراڪت) ڀائيواري- حَصيداري. ماڻتي ۾ ڳنڍيل.

**شراڪت ڪرڻ:** ڀائيواري ڳنڍڻ. شريڪ ٿيڻ- گڏجڻ.

**شَراڪَت نامو:** ذ. ڀائيواري بابت لکيت ۾ اقرار نامو. ڀائيواري جي شرطن جي لکيت.

**شَراڪَتي:** ث. ڀائيواري- حصيداري. مائٽي (ص) ڀائيوار- شريڪ.

**شَرارَہ:** ذ (ع) چڻنگ. اُلو.

**شَرائط:** ذ (ع) "شرط" جو جمع.

**شَربَتُ:** ذ (ع) پڪل کنڊ يا مصريءَ وارو مِٺو پاڻي (جنهن ۾ خوشبوءِ يا ميوي جو رس پيل هجي).

**شِرجَڻُ:** م. ڪاوڙجڻ- ڏمرجڻ. چڙڻ.

**شَرح:** ث (ع) سمجهاڻي. وضاحت. بيان. تفسير. اگهہ- نرخ.

**شَرح ڪرڻ:** تفصيل سان بيان ڪرڻ. معنيٰ ڪرڻ. کولي سمجهائڻ.

**شَردا:** ث (سن) يقين- ايمان. ويساهہ. اعتقاد.

**شَردالو:** ص. ايمان رکندڙ- ويساهہ آڻيندڙ.

**شَرَرُ:** ذ (ع) چڻنگ. اُلو.

**شَرِڙاٽُ:** ذ. سرڙاٽ. زور سان ٽڪرجڻ جو آواز. پاڻيءَ جو زور سان نڪرڻ جو آواز.

**شَرطُ:** ث (ع) هوڏ- بازي. شرطيہ مقابلو.

**شَرط ٻڌڻ، رکڻ:** بازي لڳائڻ. مقابلو ڪرڻ.

**شَرطُ:** ذ (ع) انجام- قول. اقرار. قاعدي جي پابندي.

**شَرطيہ:** ظ. شرط سان- قول سان. قاعدي سان. معاهدي موجب..

**شَرعَ:** ث (ع) رستو. خدا تعاليٰ جي ٻندن لاءِ مقرر ڪيل راهہ. مذهب. قانون مُحمدي- شريعت.

**شَرعا:** ظ. شرع موجب. محمدي قانون مطابق.

**شَرع مُحمدِي:** ث. اسلام جو قانون.

**شَرعِي:** ص. شريعت تي هلندڙ. اسلامي قانون موجب.

**شَرفُ:** ذ (ع) فوقيت- ترجيح. بزرگي. اشرافت. شان- مانُ.

**شرف ڏيڻ:** عزت ڪرڻ- مانُ ڏيڻ. ترجيح ڏيڻ.

**شُرفا:** ذ (ع) "شريف" جو جمع.

**شَرف ياب:** ص. عزت وارو- معزز. عزت حاصل ڪيل.

**شَرقُ:** ذ (ع) اُيرندو- پُورب.

**شَرق و جَنُوبُ:** ذ. الهندو ايرندو.

**شَرقِي:** ص. اُيرندي جو- مشرقي.

**شِرڪُ:** ذ (ع) خدا سان ٻيو گڏڻ.

**شُرڪا:** ذ (ع) "شريڪ" جو جمع.

**شِرڪَتَ:** ث (ع) شُموليت. ساٿ ۾ گڏجڻ. گڏجاڻي. ڀائيواري.

**شَرَمُ:** ذ (ف) حياء- لڄ- ٽِڪائي. حجاب. پيشماني- پڇتاءُ- ندامت. غيرت. لحاظ- مرم.

**شرم اچڻ:** حياء ٿيڻ- لڄ ٿيڻ.

**شرم پرچائڻ:** ٽڪائي وندرائڻ. شرمندو ٿيڻ.

**شرم رکڻ:** عزت رکڻ- لحاظ رکڻ.

**شرم ڪرڻ:** لڄ ڪرڻ- حياء ڪرڻ. لحاظ ڪرڻ.

**شَرما شَرمِي:** ث. لحاظ- مروت.

**شَرمائڻ، شرمائجڻ:** م. شرمسار ٿيڻ. ٽِڪو ٿيڻ- لڄ اچڻ. غيرت ڏيڻ.

**شَرم ٻُوٽِي:** ث. ڪ قسم جو ٻُوٽو (جنهن کي هٿ لائڻ سان پَن ڪومائجي وڃن).

**شَرمسار:** ص (ف) ٽِڪو- لڄي- شرمندو.

**شَرمساري:** ث. ٽِڪائي- لڄ. ندامت- پڇتاءُ:

**شَرمناڪ:** ص (ف) حياء ڇهڙو- نفرت جوڳو.

**شَرمندگِي:** ث (ف) شرم- لڄ. پشيماني- پڇتاءُ.

**شَرمِندہ:** ص (ف) ٽڪو- لڄي- شرمسار.

**شرميلو:** ص. لڄارو- محجوب.

**شَرناءِ:** ث (ف. سُرناءِ) ڦُوڪ سان وڄائڻ جو هڪ ساز.

**شُروط:** ذ (ع) "شرط" جو جمع.

**شُروع:** ذ (ع) ابتدا- آغاز- مُنڍ. (ص) هلندڙ- چالو- رائج.

**شروع ڪرڻ:** ابتدا ڪرڻ- آغاز ڪرڻ.

**شروع ڪان:** ظ. اول کان- منڍ کان. ابتدائي.

**شُروعاتَ:** ث (ع) "شروع" جو جمع. ابتداء- منڍ- آغاز.

**شِريانَ:** ث (ع) سَنهي رڳ. نار- نبض.

**شَرِيرُ:** ص (ع) حرڪتي- لُچ- مستي خور. بدچال- بدمعاش. فسادي.

**شَرِيعَت:** ث (ع) مذهبي قانون- قانون الٰهي. قانون. طريقو.

**شَرِيفُ:** ص (ع) پلو ماڻهو. بزرگ. وڏ گهراڻو- خانداني. مقدس- پاڪ.

**شَرِيڪ:** ص (ع) حصيدار- ڀائيوار. شامل- مليل- گڏيل. ساٿي- رفيق. عزيز- مائٽ.

**شَرِيڪ ڪرڻ:** شامل ڪرڻ. ڀائيوار ڪرڻ. ملائڻ- گڏائڻ.

**شَرِيڪَتَ:** ث. عزازت- پنهنجائت. برادري.

**شِستَ:** ث (ف) نشانو- سڌائي. چِستَ.

**شِست ٻَڌڻ:** نشانو ٻڌڻ- چِست ٻڌڻ.

**شُستُ:** ص (ف. شُستَه) صاف.

**شُستَگِي:** ث (ف) صفائي. ٻوليءَ جي سلاست.

**شُستَه:** ص (ف) صاف. سليس (ٻولي).

**شَش:** ص (ف) ڇهه (عدد).

**شش پهلُو:** ص. ڇهه ڪنڊو.

**شش جِهَت:** . ڇهه طرف (اُتر، ڏکڻ، الهندو، اُڀرندو، هيٺ، مٿي). (ظ) هرهنڌ. هرطرف.

**شَش پنج:** ث (ف) سوچ ويچار- ڳڻتي. ٻُڌتر.

**شَشدَرَ:** ص (ف) ڇهن پاسن واري ماڳ تي بيٺل. حيران- وائڙو. مُنڌل.

**شُشڪارَ:** ث. جانور کي سڏڻ لاءِ آواز- چُڇڪار.

**شَشماهِي:** ث (ف) ڇهه مهينا. ڇهن مهينن جو- ڇهماهي.

**شَطرَنج:** ث (ف) هڪ قسم جي راند (جيڪا چوهٺ خانن واري تختيءَ تي ٻن رنگن وارن هيٺين ٻٽيهن مُهرن سان کيڏجي؛ ٻه بادشاه، ٻه وزير، ٻه گهوڙا، ٻه اُٺ، چار هاٿي ۽ سورهن پيادا).

**شِعار:** ذ (ع) چال- هلت- طريقو. عادت.

**شُعاعُ:** ذ (ع) ڪرڻو (صبح جو). روشني- چمڪو. تجلو.

**شَعبانُ:** ذ (ع) هجري سال جو اٺون مهينو.

**شُعبَدَه:** ذ (ف) جادو يا نظربندي وارو ڪرتب. نظربندي. فريب- دوکو- ٺڳي.

**شُعبده باز:** ص. هٿ ناٺ ڪندڙ. مداري. ٺڳ.

**شُعبدَه بازي:** ث. جادو جا ڪرتب. نظربندي. فريب- مڪاري.

**شُعبده گرَ:** ص. بازيگر.

**شُعبو:** ذ (ع. شعبه) شاخ- حصو.

**شَعرُ، شِعرُ:** ذ (ع) بيت. ٻن مصراعن جو بيت. سخن. ڪلام. نظم.

**شعر گوئِي:** ث. شاعري.

**شُعراء:** ذ (ع) "شاعر" جو جمع.

**شُعلو:** ذ (ع. شعله) جيڀي- لهس. باهه جي لاٽ.

**شُعلہ افشان:** ص. باهه وَسائيندڙ- جيڀون ڪيندڙ.

**شعلہ رُخ، شعلہ رُو:** ص. سهڻو- حسين- خوبصورت.

**شعلہ زبان:** ص. تقرير يا گفتگو سان ڀڙڪائيندڙ.

**شُعُورُ، شَعُورُ:** ذ (ع) سمجهه- عقل. دانائي. لياقت- اهليت. سليقو.

**شِغالُ:** ذ (ف) گدڙ.

**شَغَفُ:** ذ (ع) تمام گهڻي محبت يا چاهه. چاهت. وندر.

**شُغُل:** ذ (ع) ڪم- ڌنڌو- پورهيو. وندر- تفريح. مولودن جي محفل.

**شُغل ڪرڻ:** وندر ڪرڻ. مشغولي ڪرڻ. ڪم ڌنڌو ڪرڻ.

**شَفا. شِفا:** ث (ع. شِفا) صحت- تندرستي. بيماريءَ مان صحت يابي. بيماريءَ مان ڇوٽڪارو. علاج- دوا.

**شِفاخانو:** ذ. اسپتال- مطب. دواخانو.

**شَفاياب:** ص (ف) چڱو ڀلو- تندرست. بيماريءَ مان اُٿيل.

**شَفاعَت:** ث (ع) گناهن جي معافي لاءِ سفارش. ڇوٽڪارو- نجات. بيماريءَ مان نجات.

**شفاف:** ص (ع) نهايت صاف. آرپار ڏسجندڙ (شيشو وغيره).

**شَفتالُو:** ذ (ف) هڪ قسم جو ميوو (بادام جو قسم، ذائقو کٽو منو ٿئي).

**شَفَق:** (ع) شام جو افق تي ٿيندڙ ڳاڙهاڻ.

**شَفقت:** ث (ع) مهرباني. محبت- الفت. ڪرم- ٻاجهه.

**شَفيع:** ص (ع) شفاعت ڪندڙ. گناهن کان ڇوٽڪاري جي سفارش ڪندڙ.

**شَفيع الأُمَم. شفيع الوريٰ:** ذ. نبي سڳوري جو لقب. اُمت جي شفاعت ڪندڙ.

**شَفيع مَحشر:** ذ. قيامت جي ڏينهن سفارش ڪندڙ (نبي سڳورو).

**شَفيق:** ص (ع) مهربان. غمخوار- همدرد. ٻاجهارو.

**شَق:** ص (ع) چيريل- ڦاٽل. (ذ) شگاف- چير.

**شَقُ القَمر:** ذ. چنڊ جو چيرجڻ. نبي سڳوري جو آڱر جي اشاري سان چنڊ کي چيرڻ وارو معجزو.

**شِق:** ث (ع) حصو- ڀاڱو. تحرير جو ٽڪرو- پئرا. قانون جو فقرو.

**شَقاوَت:** ث (ع) نياڳ- بدبختي. بيرحمي.

**شَقِي:** ص (ع) نياڳو. ظالم- بيرحم.

**شَقِيُ القَلب:** ذ. ظالم- بيرحم.

**شَڪ:** ذ (ع) گمان- شبهو. وهم. انديشو. ٻپ.

**شَڪ شُبهو:** ذ. وهم گمان. انديشو.

**شِڪار:** ذ (ع) جانور کي مارڻ. صيد- آهيڙو. کُهڻ لاءِ ڦاسايل جانور وغيره. لُٽ. لُٽَ جو مال. مفت جو مال.

**شڪار ڪرڻ:** جانور کي مارڻ. حلال ڪرڻ. لٽڻ- ڦُرڻ. مطيع ڪرڻ.

**شڪارگاهه:** ذ. شڪار ڪرڻ جو ٻيلو يا جهنگل. شڪار لاءِ رک ڪيل ايراضي.

**شِڪاري:** ص. شڪار ڪندڙ- صياد- آهيڙي. اهو جانور يا پکي جنهن جي وسيلي شڪار ڪجي (ڪتو، باز وغيره). (ذ) هڪ قوم جو نالو.

**شِڪايَت:** ث (ع) دانهن ڪُوڪَ. پُڪار. تڪليف. نِندا- گلا. غيبت. شڪوو- ميار- ڏوراپو.

**شِڪايَتي:** ص. شڪايت ڪندڙ. دانهين.

**شَڪتي:** ث (سن) قوت- طاقت- ٻل- زور.

**شَڪِجَڻ:** م. گمان ٿيڻ- وهم ٿيڻ. شڪ پوڻ.

**شَڪر:** ث (ف) کنڊ. مناڻ. اڻ صاف تيل ڳاڙهي کنڊ- مُسِتي.

**شَڪرپارا:** ذ. کنڊ ۽ ميدي مان ٺهيل هڪ قسم جون ننڍيون چورس ٽڪيون.

**شَڪر رَنجي:** ث. دوستيءَ ۾ رسامو.

**شَڪرقند:** ث. گجر- لاهوري گجر.

**شُڪُر:** ذ (ع) احسان مڃڻ- ٿورو ڳائڻ. احسانمندي.

**شُڪر ادائي:** ث. ٿورو مڃڻ- احسان ڳائڻ.

**شُڪر بجا آڻڻ:** احسانمندي جو اظهار ڪرڻ- ٿورو ڳائڻ.

**شُڪر ڪرڻ:** احسان مڃڻ. رضا تي راضي رهڻ.

**شُڪُرُ:** ص (سن) روشن- مُنور. (ذ) زهُرو گره.

**شُڪرواڙُ:** ذ. جمعي جو ڏينهن- جمعو.

**شُڪرانو:** ذ (ع. شڪرانہ) احسان- ٿورو. احسان مڃڻ- ٿورو مڃڻ.

**شُڪرگذار:** ص. احسانمند- ٿورائتو.

**شڪرگذاري:** ث. ٿورو- احسان. احسانمندي.

**شِڪرو:** ذ (ف) هڪ قسم جو شڪاري پکي.

**شُڪريو:** ذ. شڪرانو مڃڻ- شڪر ادائي ڪرڻ.

**شِڪَستَ:** ث (ف) هارَ- ماتَ. ياڄ. ڀڃ ٽوٽ.

**شڪست خورده:** ص. هارايل- هار کاڌل. ڀڳل ٽُٽل.

**شڪست ڏيڻ:** مات ڪرڻ- ماري ميڄائڻ. مغلوب ڪرڻ. بيوس ڪرڻ.

**شِڪَستگي:** ث. هارَ. ڀڃ ٽوٽ.

**شِڪست وريخت:** ث. ڀڃ ٽوٽ- ڀيج ڊاهہ.

**شِڪَستہ:** ص (ف) ڀڳل- ٽُٽل. هارايل.

**شِڪَستہ حال:** ص. محتاج- غريب. مصيبت زده.

**شڪستہ حالي:** ث. محتاجي- پريشاني. تباهي.

**شڪستہ دل:** ص. پريشان. غمگين. اُداس. نااميد.

**شڪستہ دِلي:** . تڪليف. مصيبت. مايوسي.

**شِڪِلِ:** ث (ع. شَڪل) صورت- روپ- چهرو. مُنهن مُهاندو. تصوير. طريقو- ڍنگ- نمونو. نقشو- خاڪو. حالت.

**شِڪل شَباهَت:** ث. رنگ روپ- مُنهن مهاندو.

**شِڪَمُ:** ذ (ف) پيٽُ. بَرُ. ويڪر.

**شِڪَن:** ص (ف) ڀڃندڙ- ٽوڙيندڙ. ڊاهيندڙ (صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ).

**شِڪَنَ:** ث (ف) گهنج. سَر (پيشانيءَ جا).

**شِڪنجو:** ذ (ف) چپڻ يا پيچائڻ جو اوزار- اِشڪنجو.

**شِڪنجا چاڙهڻ:** سيکت ڏيڻ. جٺ مٺ ڪرڻ.

**شِڪنجي ۾ ڏيڻ:** ڀُوهي ۾ ڏيڻ- مصيبت ۾ وجهڻ.

**شِڪَنجِبِي، شِڪَنجبِيَنَ:** ث (ف) ليمن جي رس وارو شربت. سُرڪو.

**شَڪُور:** ص (ع) گهڻو شُڪر ڪندڙ. خدا تعاليٰ جو صفاتي نالو.

**شُڪُوڪ:** ذ (ع) "شڪ" جو جمع. گمان- وهم.

**شِڪوو:** ذ (ع. شڪوه) شڪايت- گلا. ميار- ڏورايو.

**شِڪوو شڪايت:** ث. ڏک ڏورايو- گلا ۽ ميار.

**شِڪوه:** ذ (ف) دٻدٻو- رعب. تاڪو. شان شوڪت.

**شَڪِي:** ص (ع. شڪ) شڪ ڪندڙ. بي اعتبار.

**شِڪيبُ:** ذ (ف) صبر- ماٺ. تحمل- بردباري. سَهپ.

**شِڪيبائي:** ث. صبر- چُپ. تحمل- بردباري.

**شَڪِيل:** ص (ع) سهڻو- خوبصورت. حسين.

**شگافُ:** ذ (ف) چيرُ- سيرَ. دَرز. لوڪهو. ڦاٽُ. ڦارُ- ڦرڙُ.

**شگاف ڏيڻ:** چيرُ ڏيڻ- ودُ وجهڻ.

**شِگُفت:** ص (ف) خوش- مسرور. ٽڙيل (گُل).

**شِگُفتگي:** ث (ف) خوشي- سَرهائي. آبادي.

**شِگُفتہ:** ص (ف) ٽڙيل- ڪُليل. خوش- سَرهو.

**شِگُفتہ مزاج:** ص. خوشمزاج- کِلمک.

**شِگوفو:** ذ (ف) ڪَلِي- مکڙي. غُنچو. انوکي ڳالهہ.

**شُگُون:** ذ (ف) سگڻ- سَوڻ. فال.

**شَل:** حرف ندا (ف) شال- خدا ڪري.

**شَلِ، شِلِ:** ص (ع) بيحس- سائُو. تڪل- ماندو.

**شَلجَمُ" شلغَمُ:** ذ (ف) گوگڙو.

**شَلوارَ:** ث (ف) سلوار- سٿڻ- ڪانچ.

**شَلوڪُ:** ذ (سن) نظم. شعر. بند. بيت.

**شَمَعَ:** ث (ع. شمع) تيز روشني- تجلو.

**شُمارُ:** ذ (ف) ڳڻپ. حساب. ڳاڻيٽو. تخمينو. اندازو. ڪَٿَ. (ص) ڳڻيندڙ.

**شمار ڪان ٻاهر:** ظ. بيحد- بيحساب- بي انت.
**شُمار ۾ نه آڻڻ:** ليکي ۾ نه آڻڻ. پرواهه نه ڪرڻ. نظرانداز ڪرڻ.
**شُمالُ:** ذ (ف) ساڄو هٿ. اُتر طرف.
**شُمالِي:** ص. اُترين- اُتر طرف وارو.
**شَمامہ:** ث (ع) خوشبوءِ- سُرهاڻ.
**شمائِلَ:** ذ (ع) عادتون- خصلتون.
**شِمرُ:** ذ. يزيد جي فوج جو هڪ عهديدار جنهن حضرت امام حسين رضہ کي ڪربلا جي جنگ ۾ شهيد ڪيو. (ص) بدنصيب.
**شَمسُ:** ذ (ع) سج- آفتاب.
**شَمسِي:** ص. سج سان تعلق رکندڙ. آفتابي.
**شِمشادُ:** ذ (ف) هڪ قسم جو ڊگهو ۽ سهڻو جابلو وڻ.
**شَمشان:** ذ (سن) مساڻُ- مَسَڻ (جتي هندو لوڪ مردا ساڙين).
**شَمشير:** ث (ف) تلوار- ترار- تيغ.
**شمشير زَني:** ث. تلوار بازي.
**شَمَعَ:** ث (ع) ميڻ بتي. ڏيو.
**شمعدانُ:** ذ. ميڻ بتي يا ڏيي رکڻ جو فانوس.
**شَملو:** ذ (ف. شملہ) پٽڪي جو ڇيڙو- طُرو. دستار جو هڪ قسم.
**شَمَن گُڏي:** ث. نازڪ بدن ۽ سهڻي.
**شُموليتَ:** ث (ع) شراڪت- گڏجاڻي. ڀائيواري- حصيداري.
**شَمہ:** ذ (ع) ٿورو مقدار- ذرو.
**شَميمَ:** ث (ع) خوشبوءِ- سُرهاڻ.
**شناخت:** ث (ف) سڃاڻپ. تميز. واقفيت- آشنائي.
**شَنَاخت ڪرڻ:** سڃاڻڻ.
**شَناسَ:** ث (ف) سڃاڻپ. تميز (ص) سڃاڻندڙ.

**شَناسُ. شَناسا:** ص. سڃاڻندڙ. سڃاڻو- واقف.
**شَناسائي:** ث. ڄاڻ سڃاڻ. واقفيت.
**شَناوَرُ:** ص (ف) تارُو- پاڻيءَ ۾ ترندڙ.
**شَناوَري:** ث. تَرڻ (پاڻيءَ ۾).
**شَنگ:** ص (ف) چالاڪ. شوخ. معشوق.
**شِنگِرَفُ:** ذ (ف) پاري ۽ گندرف مان ٺهيل هڪ دوا ۽ پسارڪو وکر.
**شَنگورُ:** ذ. شيدي- حبشي (جنهن جا گهنڊيدار وار هجن).
**شَنگولُ:** ص (ف) گهنڊيدار وارن وارو. سهڻو.
**شُنوائي:** ث (ف. شنيدن) ٻُڌڻ- سماعت. ڌيان. مقدمي جي هلڻ جي تاريخ.
**شُنيد:** ث (ف) ٻڌڻ جو عمل- سماعت.
**شُنيدي:** ث (ف) بدنامي- خواري. گلا.
**شَنيع:** ص (ع) خراب- بد. بدڪار. ڪميڻو.
**شِوُ:** ص (سن) نيڪ- سياڳو- سدورو. مهربان. هندن جي عقيدي مطابق ٽيو ديوتا (جيڪو موت جو ديوتا آهي). فنا ڪندڙ.
**شوَ:** ث. ٻُڙي- صِفر. واپار جي اصطلاح ۾ ڪجهہ بہ نہ.
**شُو:** ذ (انگ) بُوٽُ.
**شَوال:** ذ (ع) هجري سال جو ڏهون مهينو.
**شِوالو:** ذ (سن. شِوَ آليہ) ”شِوَ“ جو آستان. مندر.
**شَواهِد:** ذ (ع) ”شاهد“ جو جمع. شادهديون- ثابتيون. اهڃاڻ.
**شوخ:** ص (ف) چالاڪ- هوشيار. گستاخ. تيز. چمڪندڙ.
**شوخائي:** ث. چالاڪي. مُنهن رکائي.
**شوخ طبع:** ص. تيز مزاج. خوشمزاج.
**شوخي:** ث. چالاڪي- تيزي. شرارت.

**شوٗدَرُ:** ذ (سن) هندن جو چوٿون ورن. گهٽ ذات- اڇوت.

**شودو:** ص (ع. شُهده) لُچو- حرڪتي. بدمعاش. ڳنديپوڙ.

**شورُ:** ذ (ف) هُل- گوڙ. هنگامو. مشهوري. غلغلو. لوڻ. کَلرُ. ڪلراٺي زمين.

**شور شَر. شور شرابو:** ذ (ف) گوڙ گهمسان.

**شور بخت:** ص. نياڳو- بدبخت. منحوس.

**شور ڪرڻ. شورُ مچائڻ:** هُل ڪرڻ- گوڙ ڪرڻ. هنگامو ڪرڻ.

**شور وِجهڻ:** مُنهن ۾ گهنڊ وجهڻ. ڪاوڙجڻ.

**شورِش:** ث (ف) هُلِ- گوڙ. فساد- بغاوت.

**شورو:** ذ (ف) هڪ قسم جي معدنيات (بارود ۾ پوي).

**شورُوو:** ذ (ف. شوربہ) رَس- ٻوڙ جو پاڻي.

**شورَہ پُشت:** ص (ف) سرڪش- نافرمان. فسادي. جهيڙاڪ.

**شوٗرِيٰ:** ذ (ع) صلاح- مشورو.

**شوريدگِي:** ث (ف) حيراني- پريشاني. چريائي- جنون. عشق- محبت.

**شوريدَہ:** ص (ف) پريشان- حيران- ديوانو. عاشق.

**شوريدَہ سَر:** ص. چريو. سودائي.

**شوشو:** ذ (ف) انوکي ڳالهہ. نئين ڳالهہ. ذرو.

**شو شو ڇڏڻ:** جهيڙي جهڙي ڳالهہ ڪرڻ. فتني انگيزي ڪرڻ. شرارت ڪرڻ. افواه پکيڙڻ.

**شَوقُ:** ذ (ع) خواهش- سَڌ- تمنا. چاهہ- لاڙو- رغبت. چسڪو. ڏُن- امنگ- اُتساه. محبت. خوشي.

**شوق سان:** ظ. خوشيءَ سان- چاهہ سان.

**شوقُ شِڪارُ:** ذ. سير تفريح. گهمڻ ڦرڻ. وندر.

**شوقِين:** ص. شوق رکندڙ. رنگين مزاج.

**شَوقِيرَ:** ص. شوق سان.

**شوڪ:** ذ (سن) افسوس- ڏک- ارمان.

**شوٗڪارَڻُ:** م. ڦوڪ ڏيڻ (جنهن مان "شوٗ" جو آواز نڪري). ٽٽو ساه پرڻ. ٽيٽو وغيره پڙهي ڇوٗڪارڻ.

**شوٗڪارو:** ذ. ٽٽو ساه. اُبو ساه. چوڪارو.

**شوڪارا ڀرڻ:** ٽڏا ساه ڪڍڻ. افسوس ڪرڻ.

**شَوڪَتَ:** ث (ع) شان- دبدبو.

**شوٗڪجَڻُ:** م. ڦوڪجڻ- ڪاوڙجڻ. آڪڙجڻ.

**شوٗڪو:** ذ. زور سان ڦوڪ جو آواز. تيز آواز.

**شولا:** ذ (ف. شُلہ) پُلاه جو هڪ قسم (پالڪ ۾ رڌل نرم ٻيت).

**شوٗمُ:** ص (ع) نياڳو- منحوس. ڪنجوس- بخيل.

**شوٗمَتِ:** ث (ع) نياڳائي- چنڊائي- بدبختي. ڪنجوسي- بخيلي.

**شوٗمَتِي:** ص. شوٗمُ.

**شومِي:** ث. بدبختي- نياڳپ.

**شوهَرُ:** ذ (ف) مڙس- خاوند- گهروارو- وَرُ.

**شَہ. شَهہ:** ث (ف) "شاه" جو مخفف. بادشاه. ترغيب- ڌاڌَر- لالچ. شطرنج راند ۾ بادشاه کي شڪست.

**شَهہ ڏيڻ:** شڪست ڏيڻ (بادشاه کي شطرنج ۾). ترغيب ڏيڻ. حرصائڻ- آپارڻ.

**شَهہ ۾ پوڻ:** گهَٽ ۾ پوڻ. وڏائي ۾ پوڻ. هوڏ ۾ پوڻ.

**شَهاب:** ذ (ف) ڪَسُونبي مان نڪتل رنگ- گلابي رنگ. سُرخِي.

**شَهابِي:** ص. گلابي (رنگ).

**شِهابُ:** ذ (ع) ڄڀي (باهہ جي). لاٽ- شعلو.

**شِهاب ثاقِب:** ذ. ڪِرندڙ تارو- ڪِرِيل تارو (عموما اُيرندي ڪان الهندي ويندي ڏسبو آهي).

**شَهادَتَ:** ث (ع) گواهي- شاهدي. حق جي راهہ ۾ وڙهندي مارجڻ- جهاد ۾ مارجڻ. ناحق قتل. خدا تعاليٰ

جي وحدانيت ۽ نبي سڳوري جي رسالت جو اقرار.
**شَهامَت:** ث (ع) بهادري- سورهيائي- دليري.
**شَهباز:** ذ (ف) وڏو باز (شڪار ۾ ڪم ايندڙ).
**شَهِ تارُو:** ذ. هڪ قسم جو جيت جيڪو پاڻيءَ جي مٿاڇري تي تکو هلندو آهي.
**شَهتُوت:** ذ (ف) وڻ ۽ ميوي جو قسم- تُوت.
**شَهتِير:** ذ (ف) ڇت جي وڏي ڪاڻي- ڪام.
**شَهپَر:** ذ (ف) پکيءَ جي کنيڙاٽيءَ جو وڏو کنڀ. مُڇَ جو هڪ پاسو. مُڇون.
**شَهد:** ث (ع) ماکي- انگبين (ف).
**شُهداء:** ذ (ع) "شهيد" جو جمع.
**شُهدو:** ص. بدمعاش- لُچو. حرڪتي. شودو.
**شَهَر:** ذ (ع) مهينو- ماهه. (ف) تمام گهڻن گهرن ۽ گهڻن ماڻهن جي رهائش وارو هنڌ- مدينو.
**شَهرِ پَناهه:** ث. شهر جي بچاءَ لاءِ چوڌاري ڏنل ڪوٽ.
**شهرِ خَموشان:** ذ. قبرستان- مقام.
**شُهرت:** ث (ع) ناموس. مشهوري. بدنامي.
**شَهرگ:** ث (ف) ڳچيءَ واري شِريان.
**شُهرَه:** ذ (ع) مشهوري.
**شُهره آفاق:** ص. عالم ۾ مشهور.
**شَهري:** ص. شهر جو. شهر جو رهاڪو.
**شَهريارُ:** ذ (ف) بادشاه.
**شَهرِيَت:** ث (ع) شهر ۾ رهڻ جو حق. شهري آبادي. شهر جا باشندا ۽ سندن تهذيب.
**شَهزادو:** ذ (ف) بادشاه جو پٽ. (ث. شهزادي)
**شَهزورُ:** ص (ف) پهلوان- سگهارو. ڏاڍو مڙس.
**شَهزوري:** ث. طاقت. پهلواني. ڏاڍمڙسي.
**شَهسُوارُ:** ذ (ف) قابل گهوڙي سوار. چاٺو سُوار.
**شَهسُواري:** ث. گهوڙي تي چڙهيءَ جي مهارت.

**شَهِ ڪاريگرُ:** ص (ف) وڏو ماهر ڪاريگر.
**شَهلا:** ث (ع) نيراڻ. ڀُوراڻي يا سُرخي مائل اکين واري.
**شَهِ نَشين:** ث (ف) بادشاه جي ويهڻ جي گادي يا مَسند.
**شَهِ مات:** ث (ف) شطرنج ۾ بادشاه کي شڪست واري چال.
**شَهنائي:** ث (ف) هڪ قسم جو ساز (سنڌ ۾ مڱڻهار وڄائين)- شرناءِ.
**شَهنشاهُ:** ذ (ف) بادشاهن جو بادشاه. سُلطان.
**شهنشاهي:** ث. بادشاهي. سلطنت.
**شَهواني:** ص (ع) شهوت وارو- نفساني.
**شَهوَت:** ث (ع) خواهش- سَڌَ. جماع جي سَڌ.
**شَهوَتي:** ص. سڌڙيو. زناڪار.
**شُهودَ:** ذ (ع) حاضري. موجودگي. اکين ڏٺي شاهدي. قيامت جو ڏينهن. (صوفين جي اصطلاح ۾) خُدا جو ديدار.
**شهوَنگُ:** ذ (ف) دروازي جي مٿان سِرُن يا پٿرن جي ڪمان. کوهه کڻڻ وقت تري ۾ رکڻ وارو چَڪُ.
**شَهِيدُ:** ذ (ع) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو. (ص) خدا جي راهه ۾ قربان ٿيل. مقتول. عاشق.
**شَيء:** ث (ع) چيز- ٿوڪ- ٿول- وکر. ناياب شيءِ.
**شَيء شِڪل:** ث. ڪابه شيء. مال مڏي. سامان سڙو. وسلا واڙي.
**شيخ:** ذ (ع) پوڙهو- پيرسن. مذهب اسلام ۾ آيل شخص. سردار- حاڪم. اڳواڻ. مرشد. سجاده نشين. طريقت جي سلسلي ۾ اڳواٽي ڪندڙ (جيڪو وڏو عالم هجي).
**شيخي:** ث. وڏائي- بزرگي. غرور- گهمنڊ.
**شِيخَ:** ث. سِيخَ. لوهه جي تلهي تار.
**شِيخَ پچائڻ:** سختيون سهڻ- ڪشالا ڪڍڻ. عذاب سهڻ.

**شيَدا؛** ص (ف) عاشق- فدا. ديوانو.

**شيدائي؛** ص. شيدا.

**شيدِي؛** ذ. "حبشي" قوم جو فرد- حبشي. (ث. شيدڻ. شيدياڻي).

**شيرُ؛** ذ (ف) شينهن- اسد. (ص) پهلوان- سگهارو.

**شِيرُ؛** ذ (ف) کِيرُ.

**شِيرخُوار؛** م. کيرپياڪ.

**شِير شڪر؛** ص. کنڊ کير. ريڊل پرتل.

**شِيردانُ؛** ذ (ف) کير ڏيندڙ جانور جو اُهو عضوو جنهن ۾ کير ٿهي- اوهُ.

**شِيرمالُ؛** ذ. کير، مِيدي ۽ کنڊ مان ٺهيل مٺي ماني.

**شيرازو؛** ذ (ف. شيرازه) جلد بندي ٽيل ڪتاب جي پٺ ۾ لڳل پٽي (چمڙي يا ڪپڙي جي). سلسلو. انتظام.

**شيرازي بَندِي؛** ث. جلد بندي. سلائي سان ڪتاب تي جلد ٻڌڻ جو هڪ نمونو- جُزبندي.

**شيردِل؛** ص (ف) بهادر- سورهيه.

**شيرو؛** ص (ف) اڇين نيرين يا ساين اکين وارو.

**شِيرو؛** ذ (ف) ننڍڙن ڇٻرن ڏندن وارو، ٿوام. پٽڙو ڳُڙ. سِيرو. ڪنهن به وکر جو پٽڙو ٿوام- راٻتو.

**شِيري؛** ث (ف. شيرين) مٺاڻ. ذائقو- لذت- سواد.

**شِيرِين؛** ص (ف) مِٺو. لذيذ. وڻندڙ.

**شِيرين بيانِي؛** ث. مٺيون ڳالهيون. وڻندڙ ڳالهائڻ.

**شِيرين دَهَن؛** ص. مٺو ڳالهائيندڙ. خوش گفتار.

**شيرين زبان، شيرين ڪلام؛** ص. خوش گفتار- فصيح.

**شِيرِيني؛** ث. مٺاڻ. کيرٽي.

**شِيش؛** ذ (ف. 'شيشه' جو مخفف) شيشو- ڪاچ.

**شِيش گر؛** ص. شيشي مان چيزون ٺاهيندڙ.

**شِيش مَحلُ؛** ذ. اهو گهر يا محلات جنهن ۾ چئني طرفن آرسيون لڳل هجن.

**شِيشَمُ؛** ذ. هڪ قسم جو وڻ- (عام طرح) ٽالهي جو وڻ.

**شيش نانگُ؛** ذ (سن) نانگ جو هڪ قسم (جنهن جي مٿي ۾ مَڻ ٿئي).

**شِيشو؛** ذ (ف. شِيشه) ڪاچُ- ڪَچُ. بوتل- ٻاٽلي. آرسي- ٽِڪَ- آئينو.

**شِيشِي؛** ث (ف) ننڍي بوتل. دوا جي بوتل.

**شِيشي سُونگهائڻ؛** دوا جي زور تي. بيهوش ڪرڻ.

**شيطانُ؛** ذ (ع) چئن وڏن فرشتن مان هڪ فرشتو جنهن کي آدم کي سجدو نه ڪرڻ ڪري تڙيو ويو هو. (ص) حرڪتي. لُچو- شرارتي. فسادي.

**شَيطانپائي؛** ث. شيطاني- شرارت- لُچائي. حرڪت- کيچل.

**شَيطان چڙهڻ؛** ڪاوڙ. چڙهڻ. ضد ۾ پوڻ.

**شَيطانِي؛** ث. شرارت- لچائي. حرڪت. بدمعاشي.

**شَطنَت؛** ث (ع) شرارت. لچائي. برائي- بچڙائي. فتنو.

**شيعوا؛** ذ (ع. شِيعه) مسلمانن جو هڪ فرقو.

**شَيفتگِي؛** ث (ف) حيراني. عشق.

**شَيفتہ؛** ص (ف) عاشق- فريفته- مفتون.

**شَيفتہ حال؛** ص. پريشان حال. عاشق.

**شيفته سر؛** ص. پريشان- حيران. عاشق.

**شِيڪَرَ؛** ث. اجائي وڏائي. ڪاوڙ.

**شِيڪو؛** ذ. ڪراهت- نفرت. ٻُڇان. حذر. ضد.

**شَيلُ؛** ذ (ع. سَير) گشت. هواخوري لاءِ گهوم- ڇهل قدمي.

**شَيل شڪارُ؛** ذ. گهمڻ ڦرڻ- هواخوري ۽ تفريح.

**شِينهُن؛** ذ (سن. سِينهه) مشهور جهنگلي جانور- شيرُ- اسد. (ث. شِينهَڻ).

**شينهَن ڪُلهي چڙهڻ:** ڪنهن مشڪل ڪم مان پار پوڻ. نياڻيءَ جو وهانءُ ٿيڻ.

**شِينهون:** ص. شينهن جهڙو. قد ۽ رنگ جي لحاظ سان ڪُتي جو قسم.

**شيوا:** ث (سن) خدمت. ٽهل- چاڪري.

**شيوَڪ:** ص. خذمتگار- چاڪر.

**شيوَن:** ذ (ف) روح پٽڪو- ماتم. ڏک يا صدمي ڪان آهه زاري.

**شيوو:** ذ (ف. شيوَه) طور- طريقو- ڍنگ. رسم.

**شِيهو:** ذ. ڏاتوءَ جو هڪ قسم.

# ص

**ص:** ذ (ع) سنڌي الف- بي جو چوٽيهون اکر. عربي جو چوڏهون ۽ فارسي جو سترهون اکر. ابجد موجب عدد (۹۰).

**صابُ:** ظ (ع) سجايو. قبول.

**صابُ پوڻ:** قبول پوڻ. سجايو ٿيڻ.

**صابِرُ:** ص (ع) صبر ڪندڙ. صبر وارو. بردبار. رضا تي راضي.

**صابري:** ص. صبر وارو. بردبار.

**صابِرين:** ص (ع) "صابر" جو جمع. صبر وارا.

**صابُڻُ:** ذ (ع) تيل، سوڍا ڪاسٽڪ ۽ ميدي مان ٺهيل نرم ٽِڪي (ڪپڙن ڌوئڻ يا وهنجڻ لاءِ).

**صاحِبُ:** ذ (ع) يار- دوست- ساٿي. مالڪ- ڌڻي. حاڪم. سردار. تعظيم طور ڪم ايندڙ لقب.

**صاحِيان:** ث. مائي جو نالو.

**صاحِبِ اختيار:** ذ. مرضي جو مالڪ. وس وارو. حاڪم.

**صاحبِ اخلاق:** ص. سلڇڻو. فضيلت وارو. مهذب.

**صاحَبِ تدبير:** ص. حيلو وسيلو هلائيندڙ. تجربيڪار. هوشار. مدبر- ڏاهو.

**صاحبِ دِل:** ذ. خدا شناس. دلير. سخي.

**صاحبِ فراش:** ص. بستري داخل- بيمار. ڪنولي داخل- مريض.

**صاحِبزادو:** ذ (ع. ف) پُٽ- فرزند. صاحب جو اولاد. (ث. صاحبزادي).

**صاحِب سَلامت:** ث. ڄاڻ سُڃاڻ- واقفيت. سلام دعا. ملاقات.

**صاحِبلوڪُ:** ذ. عام طرح يورپي حاڪم يا آفيسر. انگريز- فرنگي- گورو.

**صاحِبي:** ث. حڪومت- بادشاهي. حڪمراني. آفيسري. اختيار. دور- عهد- زمانو.

**صاحبي هلائڻ:** حڪومت ڪرڻ. ظلم سان حڪم هلائڻ.

**صادُ:** ذ (ع) ڪنهن لکيت وغيره تي "ص" جو اکرلکڻ (جيڪا جڻ تہ منظور ڪرڻ جي نشاني آهي). منظوري. قبوليت.

**صاد ڪرڻ:** منظور ڪرڻ. تصديق ڪرڻ. قبول ڪرڻ. دستخط ڪرڻ.

**صادِر:** ص (ع) جاري- نافذ (ڪرڻ، حڪم وغيره).

**صادر ڪرڻ:** جاري ڪرڻ (حڪم)- نافذ ڪرڻ. ڪو حڪم يا فرمان پاس ڪرڻ.

**صادِقُ:** ص (ع) سچو. پَڪو (قول جو). نيڪ- درست.

**صادِقُ اليَقِين:** ص. سچي ويساه وارو. پڪو ويساه ڪندڙ.

**صاعِقہ:** ث (ع) ڪِوِڙ- برق.

**صافُ:** ص (ع) أجرو. پاڪ. بي داغ. نِبار- خالص. چٽو- ظاهر.

**صاف ڪرڻ:** اجو ڪرڻ. چٽو ڪرڻ. أجرو ڪرڻ. مير ڪڍڻ. بهارو ڏيڻ.

**صاف جَوابُ:** ذ. کُليو انڪار- کُتو جواب.

**صافدِل:** ص. جنهن جي دل ۾ بيائي نہ هجي. بي ريا.

**صافدِلي:** ث. دل جي صفائي. سچائي. نيڪ ليتي.

**صاف صاف:** ظ. کُليو کلايو- ظاهر ظهور- پڌري پٽ.

**صاف صفائي:** ث. اَڇائي- چِٽائي (معاملي يا موسم جي). چندچاڻ.

**صافو:** ذ. ٽاڪل وغيره چاڻڻ جو ڪپڙو. ديگ جي مٿان ڏيڻ جو ڪپڙو. پٽڪي يا پگ جو خاص ڪپڙو. پگ.

**صافِي:** ث. حساب صاف ٿيڻ بعد باقي، باقي صاف بچت. صفائي جو ڪپڙو. حجامت. سُلفي جي ٺوڪ کي صاف ۽ ٿڌي ڪرڻ جو ڪپڙو.

**صالِحُ:** ص (ع) سلڇڻو. نيڪ- پرهيزگار. لائق- قابل.

**صانِعُ:** ص (ع) ناهيندڙ- بنائيندڙ. ڪاريگر. هنرمند. پيدا ڪندڙ- خالق.

**صاهُرا، صاهريجا:** ذ (ع. صَهُرو) هميشه جمع ۾ ڪم ايندڙ. گهوٽ يا ڪنوار جا مٽ مائٽ- ساهُرا.

**صائِبُ:** ص (ع) نيڪ- درست.

**صائِب راءِ:** ص . صحيح راءِ رکندڙ. ڏاهو- عقلمند.

**صَبا:** ث (ع) اوير جي هوا- پوئين رات لڳندڙ پورب جي هوا. صبح جي هير.

**صَباح:** ث (ع) صبح- فجر.

**صَباحَت:** ث (ع) سُونهن- حُسن. بدن جو سفيد رنگ- ڳوراڻ.

**صُبْحِ:** ث. ذ (ع) سج ايرڻ جي مهل. فجر- پرڀات.

**صُبحِ اَزَل:** ث. أها صبح جنهن جي پيهر نہ ٿئي. هميشگي وارو وقت. دوام.

**صُبح سويري:** ظ. عليٰ الصبح- فجر جو. صبح جو سان ٿي.

**صبح شام:** ظ. هروقت.

**صبح شام ڪرڻ:** اج سڀائي ڪرڻ. بهانا ڪرڻ- ٽائڻ.

**صبح صادِقُ:** ث. پرهہ ڦٽي.

**صبح ڪرڻ:** رات گذارڻ- رات ڪاٽڻ.

**صبح ڪاذِبُ:** ذ. وڏو اسر.

**صَبْرُ:** ذ (ع) ماٺ- چُپ. تحمل. برداشت- سهپ.

**صَبر اچڻ:** ماٺ اچڻ. تسلائي ٿيڻ.

**صبر ڪرڻ:** ماٺ ڪرڻ. ڌيرج ڪرڻ. برداشت ڪرڻ. توڪل ڪرڻ.

**صُبُوح:** ذ (ع) صبح. فجر.

**صَبِيح:** ص (ع) ڳورو- اڇو.

**صَحابہ:** ذ (ع) "صاحب" جو جمع. نبي سڳوري جا اصحاب.

**صَحابہ ڪِرام:** ذ. نبي سڳوري جا وڏا اصحابي.

**صَحابَت:** ث. سُلڇڻائي- خوش اخلاقي. محبت ۽ خلوص وارو جذبو. سباجهڙائي.

**صَحابِي:** ذ (ع) جيڪو شخص مسلمان ٿي نبي سڳوري جي خدمت ۾ رهيو. نبي سڳوري جو رفيق.

**صِحاح سِتہ:** ث. حديث جا ڇهہ ڪتاب جن جون حديثون درست سمجهيون وڃن ٿيون (بخاري، مسلم، ترمذي، ابوداؤد، اِبن ماجہ، نسائي).

**صَحافَتَ:** ث. لکڻ جو هنر. اخبار نويسي.

**صَحافِي:** ص (ع. صَحف) لکندڙ. اخبار نويس. خاطو.

**صُحْبَتَ:** ث (ع) دوستي- ياري. ساٿ- رفاقت. گڏجاڻي- ملاقات. ڪچهري- رهاڻ.

**صُحبَتِي:** ص. يار- دوست. سائي. ملاقاتي.
**صِحَتَ:** ث (ع) چڱيلائي- تندرستي. شفايابي. درستي- تصحيح.
**صِحَت بخش:** ص. تندرستي ڏيندڙ. شفا ڏيندڙ.
**صِحَتياب:** ص. تندرست- چڱو ڀلو.
**صِحَتيابي:** ث. تندرستي- چڱيلائي.
**صِحَت نامو:** ذ. ڪتاب ۾ غلطين جي درستي.
**صَحرا:** ذ (ع) رڻ- بيابان- ريگستان.
**صَحرائي:** ص. بياني. ريگستاني.
**صَحنُ:** ذ (ع) اڱڻ- آڱند.
**صَحِيح:** ص (ع) درست- ٺيڪ. سچو- ثابت. اصلي. نج. (ث) دستخط. تصديق.
**صحيح سالم، صحيح سلامت:** ظ. سچي جو سچو. پورو- مڪمل- ثابت. جيئرو جاڳندو.
**صحيح ڪرڻ:** درست ڪرڻ- ٺيڪ ڪرڻ. دستخط ڪرڻ. اصلاح ڪرڻ. تصديق ڪرڻ.
**صَحِيفو:** ذ (ع) ڪتاب. آسماني ڪتاب. الهامي ڪتاب.
**صَد:** ص (ف) سَئو- هڪ سئو.
**صَد آفرين:** جملو. تمام گهڻيون شاباسون.
**صَد بار:** ظ. سئو ڀيرا. ڪئين ڀيرا.
**صَدا:** ث (ع) آواز- سڏ. سَڏَ. گهُرَ- سُوال. گونج- پڙاڏو.
**صدا هڻڻ:** سَڏَ هڻڻ- سُوال ڪرڻ. گهُرَڻ لاءِ آواز ڪرڻ.
**صَدارَت:** ث (ع) صدر جو عهدو. اڳواڻي (مجلس يا محفل جي).
**صَداقَتَ:** (ع) سچائي- صدق. ايمانداري.
**صَدَرُ:** ذ (ع) سينو- ڇاتي. مٿيون حصو. مٿاهين جڳهه. فوج جي رهڻ جي جاءِ- ڇانوڻي. اڳواڻ. تڏو- پڙچ (ڦيش جو).
**صدر مَجلس:** ذ. مجلس جو اڳواڻ- پريزيڊنٽ.
**صدر مَقامُ:** ذ. دارالسلطنت- تخت گاه. گاديءَ جو هنڌ.
**صدر بازار:** ث. ڇانوڻيءَ جي بازار.
**صَدِري:** ث (ع. صدر) هڪ قسم جو لباس (جنهن سان فقط سيني ۽ پيٽ وارو حصو ڍڪجي). (ص) سيني وارو- ڇاتيءَ وارو.
**صَدَف:** ث (ع) سِپَ- ڀِپُڙي.
**صَدَق:** ظ (ع) سَچو. صدقي- قربان- فدا.
**صِدقُ:** ذ (ع) سچائي- خلوص.
**صَدقو:** ذ (ع) قرباني (ڪنهن مصيبت ٽارڻ لاءِ). خيرات. عيوض. (ص) فدا- قربان.
**صَدقو ٿيڻ:** قربان ٿيڻ. نثار ٿيڻ- گهورجڻ. ٻلهار ٿيڻ.
**صدقو ڪڍڻ:** قرباني ڪرڻ. خيرات ڪرڻ. ڪا شيءِ گهوري ڏيڻ.
**صَدقي:** ظ. قربان- ٻلهار. طفيل- بدولت.
**صدقي وڃڻ:** قربان ٿيڻ. ٻئي لاءِ جان ڏيڻ. ٻلهار ٿيڻ.
**صَدمو:** ذ (ع) ڌڪ- چوٽ. ٽَڪر- ڌڪو. حادثو. اوچتو نقصان.
**صَدما سَهڻ:** ڌَڪ سهڻ. نقصان سهڻ. ڌڪ برداشت ڪرڻ. تڪليفون سهڻ.
**صَدِي:** ث (ف) سئو سال. سيڪڙو.
**صِديقُ:** ص (ع) سچو. تصديق ڪندڙ. حضرت ابابڪر رضه جو لقب.
**صَراحَتَ:** ث (ع) وضاحت- تشريح.
**صُراحِي:** ث (ع) پاڻي رکڻ لاءِ ٺڪر جو هڪ خاص ٿانءُ- گهگهي.
**صِراط:** ث (ع) رستو- راهه. دوزخ جي مٿان اڏيل پُل (جيڪا وار کان سنهي ۽ تلوار کان تکي آهي. سيني کي اُتان لنگهڻو پوندو. گنهگار وڍجي وڃي دوزخ ۾ ڪرندا ۽ نيڪ لنگهي ويندا).

**صِراطِ مُستقيم:** ث. سنئون رستو- سنئين واٽ.
**صَرّافُ:** ذ (ع) سون چاندي پرکيندڙ. شاهوڪار. مٽين موتين جو واپار ڪندڙ. سون چاندي جو واپاري. پارکو.
**صَرف:** ذ (ع) خرچ. ڪاپو. استعمال. گذارو. گردان (گرامر ۾).
**صرف ڪرڻ:** خرچ ڪرڻ. استعمال ۾ آڻڻ. بسر ڪرڻ (حياتي).
**صَرف نَحو:** ذ (ع) گرامر.
**صِرف:** ظ (ع) نج- خالص. رڳو- فقط.
**صَرفو:** ذ (ع) ڪفايت. خرچ ۾ ڪفايت شعاري.
**صَرِيح:** ص (ع) صاف- چٽو- ظاهر- پڌرو.
**صَرِيحا:** ظ. کُليو ڪلايو- ظاهر ظهور- پڌري پٽ.
**صَرِير:** ذ (ع) قلم سان لکڻ جو چرڙاٽ. قلم.
**صُعُوبَت:** ث (ع) مصيبت- تڪليف. ڏکيائي. مشڪلات- اهنج. ڪشالو- هلاڪي.
**صَغِيرُ:** ص (ع) ننڍو. ٻارڙو. ابهم.
**صَغيرسِني:** ث. ننڍڙائي. ننڍي عمر- ٻالڪپڻ.
**صَغيروڪبِير:** ذ. ننڍا وڏا- اعليٰ ادنيٰ.
**صَغِيرِي:** ث. ننڍپڻ- ٻالڪپڻ.
**صِفَ:** ث (ع) قطار- لامَ. نمازين جي قطار.
**صِفَ آرا:** ص. قطار ۾ بيٺل. ميدان ۾ صفون ٻڌل. جنگ ۾ مقابلي لاءِ تيار.
**صِف بَندي:** ث. قطار ۾ بيهڻ.
**صف آرائي:** ث. مقابلي لاءِ قطاربندي- لام بندي.
**صِفون ٻڌڻ:** قطارن ۾ بيهڻ. لامون ٻڌڻ.
**صَفا:** ص (ع) صاف- اُجرو- سُترو. چٽو- ظاهر.
**صَفا صَفا:** ظ. ويران- برباد. صاف ميدان.
**صفا چَٽ:** ظ. بنهه برباد. ٺلهو ميدان.
**صفا ڪرڻ:** اُگهي صاف ڪرڻ. اجو اجرو ڪرڻ.

**صِفات:** (ع) "صفت" جو جمع. وصفون- گڻ- چڱايون.
**صِفاتي:** ص. عارضي- جُڙتو- هٿراڌو.
**صَفائي:** ث. سُترائي- اوجَرُ. چنبڙ ڦوڪ. چٽائي. پڌرائي. وضاحت. سچائي. پاڪيزگي- پاڪائي.
**صفائي ڪرڻ:** اگهڻ- چنڊڻ. ٻهارڻ. ميڙڻ. چٽائي ڪرڻ. گم ڪرڻ. وضاحت ڪرڻ. سُچ ڪرڻ.
**صِفَتِ:** ث (ع) خوبي- گڻ. خاصيت. واکاڻ- تعريف- ساراهه. وصف. گرامر موجب اسم يا ضمير جو گڻ ڏيکاريندڙ لفظ.
**صفت ڪرڻ:** ساراهه ڪرڻ- واکاڻ ڪرڻ.
**صُفحات:** ذ (ع) "صُفحہ" جو جمع- صُفحا.
**صُفحو:** ذ (ع) ورق جو هڪ پاسو- پنو.
**صُفحهٔ هَستِي:** ث. دنيا. حياتي.
**صَفَرُ:** ذ (ع) خالي مهينو. هجري سال جو ٻيو مهينو (عورتون اهو مهينو نحس سمجهن).
**صَفر المظفر:** ذ. سياڱو سفر جو مهينو.
**صَفر پوئين اربعا:** ث. صفر مهيني جي پڇاڙيءَ وارو اربعا جو ڏينهن (جيڪو عام طرح عورتون سياڱو سمجهن).
**صِفَر:** ث (ع) ٻڙي. خالي- ڪجهه به نه.
**صَفرا:** ث (ع) انسان جي چئن خلطن (باد. آبي. آتشي. صفرا) مان هڪ جو نالو. سوداءُ.
**صُفو:** ذ (ع. صُفہ) ڏيڍي. وڏو ڪمرو. دالان.
**صَفِي:** ص (ع) صاف- روشن. ايماندار. دوست.
**صَفِي الله:** ذ. خدا جو دوست. حضرت آدم سڳوري جو لقب.
**صَلا:** ث (ع) آواز. سڏ. ڪاڏي يا ڪنهن ڪم ۾ شريڪ ٿيڻ جو سڏ.
**صَلاءِ عام:** ذ. عام سڏ. سيني کي صلاح.
**صلابَت:** ث (ع) مضبوطي- ڏاڍائي- پختگي.

بيهڪ- استحڪام. شان شوڪت. فطري خوبي.

**صَلاحَ:** ث (ع) مشورو. راءِ- رٿَ- تجويز. ارادو- مرضي. آڇ (مانيءَ ڪائڻ يا ڪنهن ڪم ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ). مَت- نصيحت.

**صلاحڪارُ:** ص. راءِ ڏيندڙ. مُشير. وزير.

**صلاح ڪرڻ:** ارادو ڪرڻ. مشورو وٺڻ. ڪاڏي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ سڏ ڪرڻ.

**صلاح مَشوَرو. صلاح مصلحت:** ذ. رايو- پيچاڳاچا. غور ويچار. ڳڻ ڳوت.

**صَلاحُو. صلاحِي:** ص. صلاح ۾ گڏ. صلاحڪار. منصوبي ۾ شامل. ڪم ڪار ۾ گڏ. شريڪ- ساٿي. ڀِٽ- جُٽَ.

**صَلاحِيَتَ:** ث (ع) قابليت- لياقت. خوبي.

**صُلب:** ذ (ع) نسل- پيڙهي.

**صُلح:** ذ (ع) ناهہ- ميلاپُ. اتحاد. اَمُن. راضپو.

**صُلح ٿيڻ:** ناهہ ٿيڻ. راضي نامو ٿيڻ. پرچاءُ ٿيڻ. امن ٿيڻ.

**صُلح پسند:** ذ. اَمُن پسند.

**صُلح ڪُل:** ص. جهيڙي فساد کان پچندڙ. امن پسند.

**صُلحنامو:** ذ. راضي نامو- ناهہُ- پرچاءُ. ناهہ جو لکيل اقرارنامو.

**صَلعم:** ذ (ع) "صلي الله عليہ وسلم" جو مخفف.

**صِلو:** ذ (ع. صِلہ) انعام. عطا- بخشش. بدلو- عيوض. اجورو.

**صَلواة:** ث (ع) اُچار "صَلاتِ". نماز. دعا. رحم (خدا جو).

**صَلواة:** ث (ع) درود. خدا جي رحمت. ڪنهن ڪمَ شيءِ کان باز اچڻ يا دستبرداري.

**صلواتون پڙهڻ:** جُٽ ڪرڻ. مُنهن تي عيب ثواب پڙهڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ. سِڏيون پڙهڻ.

**صَلِيبُ:** ذ (ع) پڪڙيل ٻانهُن سان ماڻهوءَ وانگر ٺهيل ڪاٺي (جنهن تي ماڻهو کي ڪِلَ هڻي ٽنگي سزا ڏني ويندي هئي.)

**صَمَد:** ص (ع) بي نياز (جنهن جا سڀ محتاج هجن). دائمي- ابدي. خداتعاليٰ جو هڪ نالو.

**صَنائع:** ذ (ع) ڪاريگر- هنرمند.

**صَناع:** ذ (ع) "صعنت" جو جمع. هُنرَ- ڏانڌا.

**صَنائع وبَدائع:** ذ. عجيب غريب هنر. ڪلام ۾ باريڪيون. ڪلام ۾ رنگيني پيدا ڪرڻ لاءِ عجيب غريب نڪتا.

**صَندَلُ:** ذ (ع) هڪ قسم جو خوشبودار وڻ- چندن. تخت.

**صَندل جو ٻُورو:** ذ. چندن جي ڪاٺيءَ جو ٻُورو (خوشبودار ٿئي ۽ دوا طور ڪم اچي).

**صَندَلِي:** ث (ع) ويهڻ لاءِ ڪاٺ جي پيڙهي. ڪاٺ جي مَنجِي.

**صَندُوقَ:** ث (ع) پيتي. ڪاٺ جي پيتي.

**صَندُوقچي:** ث. ننڍڙي پيتي.

**صَنعَت:** ث (ع) ڪاريگري- هنرمندي. دستڪاري. ڏانئو- هُنر. فن.

**صَنعت گر:** ص. ڏانڌي وارو- پيشہ ور. ڪاريگر. حرفتي.

**صنعت گري:** ث. ڪاريگري- هنرمندي.

**صَنعَتي:** ص. هنري. هُنرجو.

**صِنفَ:** ث (ع) قِسم- نوع. جنس.

**صَنَمُ:** ذ (ع) بُت. مُورتي. پُتلو (مٽيءَ، پٿر، ڌاتو يا ڪاٺيءَ وغيره جو). (ص) معشوق.

**صَنم خانو:** ذ. بُت خانو.

**صَنم ڪَدہ:** ذ. بت خانو.

**صَنوبَرُ:** ذ (ع) هڪ وڻ جو نالو (جنهن کي معشوق جي قد سان تشبيهہ ڏيندا آهن).

**صَوابُ:** ذ (ع) درستي. صحيح ڳالهہ. صحيح عمل. نيڪ ڪم. سچائي.
**صَوابديد:** ث. نيڪ صلاح. راءِ- تجويز.
**صُوبو:** ذ (ع) ملڪ جو ڀاڱو- پرڳڻو. علائقو. صوبي جو حاڪم.
**صُوبيدارُ:** ص (ع) پوليس جو هڪ عهديدار.
**صوبيداري:** ث. صوبيداري جي ملازمت.
**صَوت:** ذ (ع) آواز. صدا.
**صُور:** ث (ع) سِڱ (جيڪو فقير وڄائين)- ٽَرن- ڏُنڊُ.
**صُور اسرافيل:** ث. اُهو سِڱ يا ڏُنڊُ جيڪو اسرافيل وڄائيندو تہ قيامت ٿيندي (يعني زمين ۽ آسمان ڏري ڪيهہ جي ذرن وانگر اُڏامي ويندا).
**صُورَت:** ث (ع) شڪل- مُنهن- چهرو- روپ. تصوير- مورت. حالت. ڍنگ. تجويز- تدبير. خاڪو- نقشو.
**صورت تَڪڻ:** مُنهن ڏسڻ. حيرت سان ڏسڻ. غور سان ڏسڻ.
**صورتحال:** ث. حالت- نمونو. ڪيفيت.
**صُورتَخطي:** ث. لکڻ جو نمونو. تحرير. املا.
**صُورَتي:** ث. هڪ قسم جي ٻاراڻي راند (ڀڪن يا ڪُٺن واري راند، جنهن ۾ قسمت آزمائي ڪجي).
**صُوَرِي:** ص (ع) ظاهري. ڏسڻ ۾ ايندڙ.
**صُوفُ:** ذ (ع) اُنَ- پشم. هڪ قسم جو ريشمي ڪپڙو. هڪ قسم جو ميوو.
**صُوفِي:** ص (ع) اوني ڪپڙو ڍڪيندڙ. صوفي طريقي جو بزرگ. نشيدار شين سان واهپو نہ رکندڙ.
**صوفي پيرَ:** ذ. سنڌي پيرن جو هڪ قسم.
**صَومُ:** ذ (ع) روزو.
**صَوم صَلواۃ:** ذ. روزو نماز.
**صَهبا:** ذ (ع) ڳاڙهو شراب.
**صَيّاد:** ذ (ع) شڪاري. ماري. (ڪنايتا) معشوق.
**صِيام:** ذ (ع) "صوم" جو جمع. روزا (جيئن ماه صيام= روزن وارو مهينو).
**صَيد:** ذ (ع) شڪار.
**صِيغو:** ذ (ع) قالب (جنهن ۾ سون چاندي پلٽجي)- سانچو. گرامر موجب فعل جو گردان.
**صَيقل:** ث (ع) اوجر. صفائي. چمڪو.
**صَيقل گر:** ص. اُجاريندڙ. لوهہ وغيره تان ڪَٽُ لاهيندڙ- تيوَرو.

# ض

**ض:** ذ (ع) اُچار "ضاد". سنڌي الف- بي جو ايڪٽيهون اکر. عربي جو پندرهون ۽ فارسي جو ارڙهون اکر.
**ضابِط:** ص (ع) برداشت ڪندڙ- بردبار. پابند. قابض.
**ضابطگي:** ث. باقاعدگي. قانون جي پوئواري.
**ضابطو:** ذ (ع) قاعدو- قانون. دستور- رواج. قبضو. پابندي- دباءُ.
**ضابطو رکڻ:** انتظام رکڻ. پابندي وجهڻ.
**ضاعفان:** ث (ع. ضعيف) عورت- زال.
**ضامِنُ:** ذ (ع) ذميدار- ڪفيل. ذمو کڻندڙ. عيوضي. ڇٽ جي ڪام جي هيٺان ٽيڪ طور ڏنل ڪاٺي.
**ضامِن پوڻ:** ٻئي جي طرفان ذمو کڻڻ.
**ضامِنگيرُ:** ص. جوابداري کڻندڙ. ٻئي جي طرفان

شرطيہ ذميداري. قبول ڪندڙ.

**ضائع، ضايع:** ص (ع) زيان- تباه- رائگان.

**ضايع ڪرڻ:** بي فائدو وڃائڻ- برباد ڪرڻ.

**ضَبطُ:** ذ (ع) برداشت- سهپ. تحمل. انتظام.

**ضبط ڪرڻ:** برداشت ڪرڻ. پاڻ روڪڻ. صبر ڪرڻ. بندش وجهڻ. قبضي ۾ آڻڻ.

**ضَبطِي:** ث. عدالت جي حڪم سان ڪنهن جي مال ملڪيت تي قبضو.

**ضَخامَتَ:** ث (ع) ٿولهہ- موٽائي.

**ضَخِيمُ:** ص (ع) ٿلهو- موٽو. سيرو.

**ضِدُ:** ذ (ع) اصرار- تڪرار. ٿڏو- مخالفت. هَٺ- شِدت. دشمني- ويرُ. حسد. (ص) مخالف- اُبتڙ- برعڪس.

**ضد ٻڌڻ، ضد ڪرڻ:** هوڏ ڪرڻ. تڪرار ڪرڻ. تيسو ڪرڻ. مخالفت ڪرڻ. بحث ڪرڻ. ٿڏو ڪرڻ.

**ضد تي چڙهڻ:** هوڏ تي چڙهڻ.

**ضد پورو ڪرڻ:** پنهنجي خيال موجب عمل ڪرڻ.

**ضد ڏيارڻ:** جوش ڏيارڻ. ڪاوڙ ڏيارڻ.

**ضد رکڻ:** دشمني رکڻ- وير رکڻ.

**ضِدي:** ص. ضد ڪندڙ. هوڏي- هٺيلو. ٺٺر. بحث. ڪج بحث.

**ضِديَتِ:** ث. دشمني- ويرُ- عداوت. ٿڏو. بحث. تِيسو.

**ضَربَ:** ث (ع) ڌڪ- چوٽ. صدمو. نقصان. رياضي ۾ هڪ انگ کي ٻئي انگ جيترا ڀيرا وڌائڻ.

**ضَرب اُپت:** ث. ڪن انگن جي ضرب جو جواب.

**ضَرباتِ:** ث (ع) "ضرب" جو جمع. چوٽون. صدما.

**ضَرب المثل:** ث. چوڻي.

**ضَربخانو:** ذ. سَرڪاري سِڪا ٺاهڻ وارو ڪارخانو- ٽڪسال.

**ضَربَڻُ:** م. ڌڪ هڻڻ- چوٽ رسائڻ. نقصان رسائڻ. ايذائڻ. ٻن انگن يا وڌيڪ ڪن انگن جي سگهہ وڌائڻ.

**ضَربِي:** ث. اُهو انگ جنهن کي ضرب ڪجي.

**ضَررُ:** ذ (ع) زيان- نقصان. ٽوٽو- ڇيهو. صدمو.

**ضرر رَسان:** ص. نقصان پهچائيندڙ. نقصانڪار.

**ضَرور:** ذ (ع) گهُرج- طلب. (ص) واجب- فرض- لازم. (ظ) بيشڪ- يقينا.

**ضَرورَت:** ث. گهرج- احتياج. حاجت. طلب.

**ضَرورتمَند:** ص. گهرجائو- حاجتمند- طالبو.

**ضَرورِي:** ص. گهرج مطابق. لازمي. گهربل.

**ضَرورِيات:** ث (ع) "ضرورت" جو جمع. گهربل شيون.

**ضَرِيحَ:** ث (ع) گنبذ وارو تعذيو. مزار- مقبرو.

**ضُعفُ:** ذ (ع) ڪمزوري- هيڻائي- ايرائي. ناتواني.

**ضَعِيف:** ص (ع) ڪمزور- هيڻو- ايرو. پوڙهو.

**ضَعِيفُ الاعتقاد:** ص. گهٽ ويساه وارو. عقيدي جو ڪمزور.

**ضَعِيف حال:** ص. غريب- مسڪين.

**ضَعِيفہ:** ث. ڪمزور (عورت). پوڙهي.

**ضَعِيفي:** ث. هيڻائي- ڪمزوري. پيري.

**ضَلالَتَ:** ث (ع) گمراهي. تباهي. گناهہ- بَدي.

**ضِلعو:** ذ (ع. ضلع) ملڪ جو پاڱو. صوبي جو پاڱو. ڊپٽي ڪمشنر جي ماتحت علائقو.

**ضَمُّ:** ذ (ع) مِلائڻ- گڏائڻ. شموليت.

**ضَم ٿيڻ:** ملي وڃڻ- گڏجي وڃڻ.

**ضَمادُ:** ذ (ع) ليپُ. لُپري.

**ضَمانُ:** ذ (ع) ضامن. ضَمانِت. ٻئي جي پاران جوابداري ڪندڙ.

**ضَمانَتَ:** ث (ع) ذميداري- ٻئي جي لاءِ شاهدي ۽ ذميداري جي قبوليت.

**ضَمانت ڏيڻ:** ذميداري جي قبوليت ڏيڻ. جوابداري پاڻ تي هموار ڪرڻ. ضامن بڻجڻ.

**ضَمانت نامو:** ذ. ضامن پوڻ جي لکيت- ڪفالت نامو.
**ضَمانتي:** ص. ضامن پيل- ضامن.
**ضِمن:** ذ (ع) اندر. باب. بيان. فقرو. مضمون.
**ضَميرُ:** ذ (ع) دل- قلب. اندر- منجهه. خراب ڪمن کان روڪيندڙ احساس. گرامر موجب اسم جي بدران ڪم ايندڙ لفظ (ضمير جا قسم: ضمير حاضر، ضمير غائب، ضمير متڪلم، ضمير خالص، ضمير اشارو ويجهو، ضمير اشارو ڏور، ضمير مبهم، ضمير مشترڪ، ضيمر استفهام، ضمير موصول، ضمير جواب وصول، ضمير متصل، ضمير مفصل).
**ضِميمو:** ذ (ع) ڪتاب جي آخر ۾ متن کان سواءِ ٻيو وڌايل مضمون- تڪملو.
**ضَو:** ث (ع) روشني. نُور.
**ضَوفشان:** ص. روشني ڏيندڙ. مُنور.
**ضَوابِط:** ذ (ع) "ضابطي" جو جمع. ضابطا- قاعدا قانون.
**ضِيا:** ث (ع) سج جي روشني. جواهرات جو جَرڪو. رونق.
**ضياپاش:** ص. روشني ڦهلائيندڙ.
**ضِيافَت:** ث (ع) دعوت- مهماني.
**ضِيقُ:** ث (ع) تنگي- ڏکيائي. ساهه جي سوڙهه (جيڪا دم جي مرض ۾ ٿئي).
**ضيق النَفس:** ذ. اُپ ساهي جو مرض- دمڪشي.

# ط

**ط:** ث (ع) اُچار "طوئي". سنڌي الف- بي جو ٻٽيهون اکر، عربي جو سورهون ۽ فارسي جو اُوڻيهون اکر. ابجد موجب عدد (۹).
**طابِعُ:** ص (ع) ڇاپيندڙ.
**طارِي:** ص (ع) ڇانئجي ويندڙ. غالب پوندڙ.
**طاسُ:** ذ (ع) وڏو ٿالهه- طشت.
**طاعَت:** ث (ع) اطاعت. تابعداري.
**طاعُون:** ذ (ع) وڏي وچڙندڙ ماريندڙ بيماري- (انگ). ڪالرا
**طاقُ:** ذ (ع) ڀت ۾ سامان رکڻ لاءِ تختو. در يا دريءَ جو هڪ پاسي وارو تختو. اِڪي انگ. (ص) اڪيلو- يگانو. ماهر.
**طاقَ ڪرڻ:** تختو ڪرڻ. وقت تي ڏوڪو ڏيئي ڏک ڪرڻ. نقصان رسائڻ.
**طاق لڳڻ:** حيران ٿيڻ. حيراني ۾ ماٺ تي وڃڻ.
**طاقِ نِسيان:** ث (ع) ويسر.
**طاق جُفت:** ذ (ع) اِڪي ٻڏي.
**طاقَت:** ث (ع) قُوت- زور- سگهه- ٻَل. حوصلو.
**طاقت آزمائي:** ث. زور آزمائي. مقابلو.
**طاقتورُ:** ص. سگهارو- پهلوان.
**طاقِي:** ث. ننڍڙو طاق. در يا دريءَ جو هڪ پاسو.
**طاقيو:** ذ. ڪپڙي جو ٿانُ.
**طالِبُ:** ص (ع) طلب ڪندڙ- گهُرندڙ. چاهيندڙ- مشتاق. ڳولائو. تصوف جي اصطلاح ۾ حق جو ڳولائو.
**طالب ديدار:** ص. عاشق.
**طالِبِ عِلم:** ص. شاگرد- مُتعلم.

**طالب عِلمي:** ث. شاگردي. سکيا وٺڻ وارو عرصو.

**طالب مطلوب:** ذ. عاشق معشوق.

**طالِبُو:** ص. طلب ڪندڙ. گھورو- چاهيندڙ. ڳولائو.

**طَالِح:** ص (ع) خراب- بد. نياڳو.

**طَالِعُ:** ص (ع) طلوع ٿيندڙ- اُڀرندڙ. (ذ) نصيب- ڀاڳ- بخت. زائچو.

**طالع تَتو:** ص. بدبخت- نياڳو. بدنصيب.

**طاماعُو:** ص (ع) طمع رکندڙ- لالچي. چاهيندڙ.

**طامِعُ:** ص (ع) لالچي- حريص.

**طاهِرِي:** ث. ڳُڙ پيل مِنو يَت.

**طائِرُ:** ص (ع) اُڏامندڙ. (ذ) پکي- پرندو.

**طائفو:** ذ (ع) گروه- جماعت. ڳائڻ وڄائڻ وارن جو ٽولو.

**طائفو وجهڻ:** نچڻ ۽ ڳائڻ. هُل بکيڙو ڪرڻ.

**طاؤس:** ذ (ع) مورُ (پکي).

**طِبّ:** ث (ع) يوناني طريقي جو علاج- حڪمت. دوا دارون يا علاج جو هڪ طريقو.

**طَبابَت:** ث (ع) حڪمت- علاج. دوا دارون.

**طَباخَ:** ث (ع) هڪ قسم جي نڪر جي ننڍي ٿالهي- تباڪ.

**طَباعَتَ:** ث (ع) ڇَپائي جو هُنر. ڇپائي.

**طَباقُ:** ذ (ع) وڏي ٿالهي. پاٽَ.

**طَبَعَ:** ث (ع) خصلت- مزاج- سُڀاءُ. سرشت. ڇَپائي- طباعت.

**طَبع ڪرڻ:** ڇاپڻ- شايع ڪرڻ.

**طَبَع آزمائي:** ث. ذهانت جو امتحان. آزمائش.

**طَبَع رَسا:** ص. تيز ذهن.

**طَبَع زاد:** ص. پنهنجي ذهن يا عقل مان نڪتل.

**طَبَعِي:** ص. ذاتي. اصلي. قدرتي- فطري.

**طَبَعي حالَتَ:** ث. قدرتي حالت. ڪنهن زمين يا ملڪ جي جاگرافيائي حالت.

**طَبَقُ:** ذ (ع) ٿالهي. تهه- پڙ. پَنو (زمين جو). سطح.

**طبقات:** ذ (ع) "طبق" جو جمع.

**طبقات الارض:** ذ. زمين جا پُڙ. زمين جون هڪ ٻئي مٿان سطحون.

**طَبَقو:** ذ (ع) درجو- ڏاڪو. جاءِ جي هڪ منزل. گروه يا فرقو (معاشري جو).

**طَبَلُ:** ذ (ع) وڏو ڍُهل. نغارو. اميرائو دبدبو.

**طبل بازُ:** ص. دهل وڄائيندڙ. ڏوڪڙي.

**طبل ڏيکارڻ:** رعب ويهارڻ.

**طبل ڪرڻ:** دڙڪو دهمان ڪرڻ. فخر ڪرڻ. وڏائي ڪرڻ. دبدبو ڏيکارڻ.

**طَبَلچي:** ص. طبلو وڄائيندڙ- ڏوڪڙي.

**طبلو:** ذ (ع) هڪ قسم جو وڄت جو ساز. هڪڙي پاسي وارو ننڍو دهل- ڏُڪڙُ.

**طبو:** ذ. علاج- ٽَڪي ٻُڪي. حيلو.

**طَبِيبُ:** ذ (ع) حڪيم. ويج.

**طَبِيعَت:** ث (ع) خَصلت- عادت. مزاج.

**طبيعت بَحال ٿيڻ:** تندرستي ٿيڻ. آرام اچڻ. مزاج ۾ سرهائي ٿيڻ.

**طَبيلو:** ذ (ع. طويلہ) گھوڙن ٻڌڻ جي جاءِ- ڪُڙهه.

**طَرار:** ص (ع) چالاڪ. چتر زبان.

**طَرازُ:** ث (ع) ننڍي ۽ هلڪي ٻيڙي.

**طَراوَتَ:** ث (ع) پوسل- نمي. ٺار- خنڪي. تازگي. فرحت.

**طَرَب:** ث (ع) خوشي. فرحت. ساز جي تار.

**طَربناڪ:** ص. فرحت ڏيندڙ.

**طَرَح:** ث (ع) انداز- نمونو. حالت. مشاعري ۾ شعر

چوڻ لاءِ مقرر مصرع. (ظ) وانگر- مانند.

**طرحدار:** ص. سهڻي نموني وارو. وضعدار. سهڻو سينگار ڪيل.

**طَرّحين طرّحين:** ظ. قسمين قسمين. گهڻن نمونن سان.

**طَرزَ:** ث (ع) نمونو- ڍنگ- روش. طور طريقو. وضع- بيهڪ.

**طرز تَحرير:** ث. لکڻ جو ڍنگ- لکيت جو نمونو.

**طرفُ، طرَفُ:** ذ (ع) پاسو- ڏِسَ- سمت. رخ. ڪنارو. هڪڙو پاسو. ڌُر.

**طرفدار:** ص. حمايتي- پاسو ڪندڙ.

**طرفداري:** ث. پاسو ڪڻ- حمايت.

**طرفداري ڪرڻ:** حمايت ڪرڻ- پاسو ڪڻ. لحاظ ڪرڻ.

**طرفَہ:** ذ (ع) اک ڇنڀڻ.

**طرفۃ العَين:** ث. اک ڇنڀ.

**طرفہ:** ص (ع) نئون. انوکو- عجيب. اڻ لڀ. (ذ) حيراني- عجب.

**طرفين:** ذ (ع) ٻئي طرف. ٻئي ترپون- ٻئي پاسا.

**طرو:** ذ (ع. طره) لونگي يا پٽڪي جو ڇيڙو. ڦُندڻ (ٽوپي جو). ڪلنگي.

**طَريق:** ذ (ع) رستو- واٽ. طرز- ڍنگ- نمونو. رواج.

**طَريقِ عَمل:** ذ. ڪم ڪرڻ جو ڍنگ.

**طَريقَتَ:** ث (ع) تصوف جي اصطلاح موجب اندر جي پاڪائي. سلوڪ جي راه.

**طريقو:** ذ (ع) نمونو- ڍنگ- روش. قاعدو- دستور. رواج. ترڪيب- رستو. هلي چلي.

**طَريل:** ص. طري وارو- ڪلنگي وارو- ڇڳير.

**طشتء:** ذ (ع) ٿالهہ- وڏو طباخ.

**طَشت از بام:** محاورو. مشهوري- پڌرائي. رسوائي- بدنامي.

**طشتري:** ث. ٿالهي.

**طعامُ:** ذ (ع) رڌل کاڌو- ماني.

**طعامو:** ذ. کاڌو- طعام.

**طعَن:** ذ (ع) ملامت- ڄٽ. ميار.

**طعن تشنيع:** ث. ڄٽ ڦٽ- ميار. ڏوراپو.

**طعنو:** ذ (ع) مهڻو- اوبالو. ميار. ڏوراپو.

**طعنا مهڻا:** ذ. طعنا ٽُنڪا. ميارون ڏوراپا.

**طعنو ٽُنڪو:** ذ. ميار ۽ ڏوراپو.

**طعني زَني:** ث. مهڻا طعنا- طعني بازي.

**طغرو:** ذ (ترڪي) پيچيده اکرن ۾ لکيل عبارت.

**طُغياني:** ث (ع) ٻوڏ- سيلاب. پاڻيءَ جو چاڙهہ- اُٿل.

**طِفلُ:** ذ (ع) ٻار- ٻچو. ننڍڙو ٻار- ابهم. ڇوڪرو.

**طِفل مڪتب:** ذ. شاگرد. متعلم. اڻ آزمودگار. سيکڙاٽ.

**طِفل مِزاج:** ص. ٻاراڻي طبيعت وارو. ڇوڪراڻي طبيعت.

**طِفلي:** ث. ننڍپڻ- ٻاراڻي. ناداني.

**طُفيل:** ذ (ع) وسيلو- ذريعو. (ظ) ذريعي- وسيلي- معرفت.

**طُفيلي:** ص. پُٺ نہ ڇڏيندڙ. لاڳُڙ. خوشامدي.

**طِلا:** ذ (ع) سونُ. سونو پاڻي.

**طِلاڪاري:** ث. چانديءَ تي سونو پاڻي چاڙهڻ جو ڪم- مُلمعي سازي.

**طِلائي:** ص. سونو. سونهري- زرين.

**طَلاقَ:** ث (ع) نڪاح ڇڏڻ. عورت کي شريعت

موجب نڪاح کان آزادي.

**طلاق ڏيڻ:** زال کي ڇڏڻ. قطع تعلق ڪرڻ. ڇڏڻ- ڌڪارڻ.

**طلاقنامو:** ذ. طلاق جي لکيت.

**طلاقڻ:** ث. طلاق ڏنل عورت.

**طَلَبَ:** ث (ع) گهُرَ. خواهش- سَڏَ. ڳولا.

**طَلب ڪرڻ:** گهُرڻ. سوال ڪرڻ. سڏائڻ.

**طَلَباء:** ذ (ع) "طالب" جو جمع. شاگرد- متعلم.

**طَلبدار:** ص. گهُرندڙ. چاهيندڙ- خواهشمند.

**طَلبداري:** ث. گهُر- ڳولا. واسطيداري.

**طَلبگار:** ص (ف) خواهشمند- ڳولائو- گهورو.

**طَلبَڻُ:** م. گهُرڻ. سوال ڪرڻ. خواهش ڪرڻ- سَڏ ڪرڻ. ڳولا ڪرڻ.

**طَلبي:** ث. گهُرَ. سَڏ. حاضري.

**طِلسمُ:** ذ (ع) جادو- سحر. جادو جو کيل. هٿ نات- ڪيڏ.

**طِلسماتَ:** ذ. "طِلسم" جو جمع.

**طِلسماتي. طِلِسمي:** ص. جادو جو.

**طُلوعُ:** ذ (ع) اُڀرڻ- نڪرڻ (سج، چنڊ، تارا).

**طَمانيَت:** ث (ع) دلجمعي- اطمينان.

**طُمطراق:** ز (ف) شان شوڪت- ڌومر ڌام. ٺَٺ.

**طَمَعَ:** ث (ع) لالچ- لوڀ. حرص. خواهش.

**طَمعدار:** ص. طمع رکندڙ- لالچي. آسروند.

**طَمعداري:** ث. آسرو- اميد. لالچ.

**طَنابَ:** ث (ع) طَنبُو جي رسي. زمين ماپڻ جي رسي.

**طَناز:** ص (ع) ناز نخري سان هلندڙ.

**طَنبُو:** ذ (ع) خيمو.

**طَنبُور، طَنبُورو:** ذ (ع) هڪ قسم جو ساز.

**طَنبُوري:** ث. ننڍڙو طنبورو.

**طَنزَ:** ث (ع) چٿر- ٺٺول.

**طَنطنہ:** ذ (ع) رعب- دبدبو. ٺٺ. تڪبر- گهمنڊ.

**طَوافُ:** ذ (ع) چوڌاري ڦيرو- گهمرو. ڪعبة الله جي چوڌاري ڦيرو.

**طَوالَتَ:** ث (ع) ڊيگهہ- طُول- لنبائي.

**طَوائِف:** ث (ع) گروهہ. تومون. قبيلا. نچڻ ڳائڻ واري عورت.

**طَوائف المُلوڪي:** ث. بادشاهہ گردي. بدانتظامي.

**طُوبا، طُوبيٰ:** ذ (ع) بهشت جو هڪ وڻ.

**طَورُ:** ذ (ع) طريقو- ڍنگ- نمونو. (ظ) وانگر.

**طَورُ طريقو:** ذ. هلت چلت. لڇڻ- افعال. نمونو- ڍنگ. ريت نيت.

**طُورُ:** ذ (ع) هڪ مقدس جبل- طُورسينا.

**طوطو:** ذ (ف) هڪ مشهور پکي- مِٺو- چَٽُون.

**طوطا چَشم:** ص. بي وفا- بي مروت.

**طوطا چشمي:** ث. بيوفائي- بي مروتي.

**طوعا ڪَرها:** ظ (ع) خوشي يا ناخوشي- راضي يا بيراضي. هرويرو- لاچار. خواهہ مخواهہ.

**طُوفانُ:** ذ (ع) سخت هوا. هوا جو ڏاڍو چوهو. شور- گوڙ. فساد- هنگامو.

**طُوفان مَچائڻ:** شور ڪرڻ- هُل ڪرڻ. فساد مچائڻ. گهوڙا گهوڙا ڪرڻ.

**طُوفاني:** ص. طوفان جهڙو تکو ۽ زوردار.

**طَوقُ:** ذ (ع) ڳچيءَ جو هڪ زيور. ڪَنٺو (پکيءَ جي ڳچيءَ تي). ڳٽ.

**طُولُ:** ذ (ع) ڊيگهہ- لنبائي. وسعت.

**طُول ڏيڻ:** ڍگهو ڪرڻ. ڊيگهہ ڪرڻ. وڌائڻ (قصو. معاملو).

**طُول طويل:** ص. تمام ڊگهو- تمام لنبو.

**طُولانُ:** ذ. تيز تاڙي- سامان سڙو.

**طُولُ بَلد:** ذ (ع) ڊگهائي ڦاڪ. ڌرتيءَ جي اُتر قطب کان وٺي ڏکڻ قطب تائين خيالي ليڪ.

**طُومارُ:** ذ (ع) ڪتاب. دفتر. ڊگهو خط. وڏو بيان. قصو. ڪاغذن جو بنڊل. ڍڳ- ڍير.

**طُومار ٻڌڻ:** ننڍي ڳالهه کي وڌائي بيان ڪرڻ. ڊگهو قصو ڇيڙڻ.

**طَويل:** ص (ع) ڊگهو- دراز- لنبو.

**طَويلو:** ذ (ع) گهوڙن ٻڌڻ جي جاءِ- ڪُڙهه.

**طَهارَتَ:** ث (ع) پاڪائي. صفائي. استنجا- مَسحو.

**طَهارَتَ ڪرڻ:** پاخاني کان پوءِ استنجا ڪرڻ- پاڻي سان ڌوئي بت کي پاڪ صاف ڪرڻ.

**طُهَرَ. طُهَرَ:** ث (ع) ختنو- سنت.

**طهر وهارڻ:** ختنو ڪرائڻ- سُنت وهارڻ.

**طُهرائِڻُ:** مر. طهر وهارڻ- ختنو ڪرائڻ.

**طُهري:** ث. طاهري. ڳُڙ ۾ رڌل ڀَتُ- مِٺو ڀت.

**طَهُورا:** ذ (ع) بهشت جو پاڻي.

**طَي:** ذ (ع) خاتمو- پُڄاڻي. نبيرو. فيصلو. ڪنهن ڪم کي آخرتائين پهچائڻ.

**طَي ڪرڻ:** ختم ڪرڻ. پورو ڪرڻ. فيصلو ڪرڻ. نبيرڻ.

**طَيارو:** ذ (ع) هوائي جهاز.

**طَيِّبُ:** ص (ع) پاڪ صاف. سنو- عمدو. جائز.

**طَيرُ:** ذ (ع) پکي- پرندو.

**طَيشُ:** ذ (ع) غصو- ڌمر- ڪاوڙ.

**طَيش ۾ اچڻ:** ڪاوڙ ۾ اچڻ.

**طِينَت:** ث (ع) طبعي خصوصيت- خُوءِ. سُڀاءُ. انساني فطرت- جِبلت.

**طُيُور:** ذ (ع) "طَير" جو جمع. پکي پکڻ.

# ظ

**ظ:** ذ (ع) اُچار "ظُوئي". سنڌي الف- بي جو ٽيٽهون اکر. عربي جو سترهون ۽ فارسي جو ويهون اکر. ابجد موجب عدد (۹۰۰).

**ظالِمُ:** ص (ع) ظلم ڪندڙ. سنگدل- بيرحم.

**ظاهِرُ:** ظ (ع) چِٽو- آشڪار- کُليو- پڌرو- نروار.

**ظاهر ٿيڻ:** پڌرو ٿيڻ- نمودار ٿيڻ. چِٽو ٿيڻ.

**ظاهر ڪرڻ:** ڪولڻ- پڌرو ڪرڻ. اُگهاڙڻ. وضاحت ڪرڻ.

**ظاهرداري:** ث. ڏيکاءُ. ٻاهريون نمونو. مٺاچرائي.

**ظاهِر ظُهور:** ظ. کليو ڪلايو- پڌري پٽ. علي الاعلان.

**ظاهِري:** ص. ڏيکاءُ وارو. پڌرو. ڏسڻ ۾ ايندڙ.

**ظَرافَتَ:** ث (ع) مسخري- کِل يوڳ. چرچو گهٻو.

**ظَرفُ:** ذ (ع) ٿانءُ. حوصلو- سَهپ. گرامر ۾ اسم جي جاءِ. قدر، ريت وغيره ڏيکاريندڙ لفظ.

**ظُروف:** ذ (ع) "ظرف" جو جمع. ٿانءَ- ٿانوَ- برتن.

**ظَرِيفُ:** ص (ع) چرچائي. خوش طبع- يوڳائي. کلمک.

**ظَفَرَ:** ذ (ع) فتح- سوڀ- ڪاميابي.

**ظفرياب:** ص. سوڀارو- فتحمند.

**ظِل:** ذ (ع) پاڇو- سايو.

**ظِل الله:** ذ. خدا جو سايو. بادشاه.

**ظُلمُ:** ذ (ع) بي انصافي- انڌير. سِتم. ڏاڍ- جبر- زيادتي. مصيبت- مشڪلات.
**ظُلم رَسِيده:** ص. ظلم هيٺ آيل- مظلوم.
**ظُلم ڪرڻ:** انڌير ڪرڻ. وَيل ڪرڻ. ستم ڪرڻ.
**ظُلمِي:** ص. قهري. بيرحم. ظالم.
**ظُلمَتَ:** ث (ع) اونده- تاريڪي- سياهي.
**ظَنُّ:** ذ (ع) خيال- گمان. راءِ. شڪ.
**ظَنِّي:** ص. خيالي- گماني. شڪي. بغض رکندڙ.
**ظُهرُ:** ذ (ع) اڳينءَ جو وقت- ٽيپهري. اڳينءَ جي نماز.
**ظُهورُ:** ذ (ع) پيدائش. وجود. ڏيکاءُ. پڌرائي.
**ظهور ٿيڻ:** ظاهر ٿيڻ. پڌرو ٿيڻ. ڏيکائي ڏيڻ. وجود وٺڻ.
**ظُهورو:** ذ. پڌرائي. ڏيکاءُ. نظارو- جلوو. ديدار.

# ع

**ع:** ث (ع) اُچار 'عين'. سنڌي "الف- بي" جو چوٽيهون اکر. عربي جو ارڙهون ۽ فارسي جو ايڪيهون اکر. ابجد موجب عدد (۷۰).
**عابِدُ:** ص (ع) عبادت ڪندڙ. پرهيزگار.
**عاجُ:** ذ (ع) هاٿي جي ڏند وارو مادو.
**عاجِزُ:** ص (ع) ڪمزور- هيڻو- ضعيف. بيوس- مجبور- لاچار. غريب. ڪڪ- بيزار.
**عاجز ڪرڻ:** تنگ ڪرڻ- مجبور ڪرڻ- لاچار ڪرڻ. ورچائڻ- ڪڪ ڪرڻ.
**عاجِزا:** ث (ع. عاجزه) عورت- نياڻي.
**عاجِزِي:** ث (ع) ڪمزوري. بيوسي. مجبوري. منٿ- آزي.
**عاجزي ڪرڻ:** منٿ ڪرڻ- آزي نيزاري ڪرڻ.
**عاجِلُ:** ص (ع) جلد باز- تڪڙو. فوري طور ادا ڪرڻ وارو حق مَهر.
**عادَاتِ:** ث (ع) "عادت" جو جمع. عادتون- خصلتون.
**عادَتَ:** ث (ع) خصلت- لڇڻ. هيرَ. ريت. عِلتَ.
**عادت پوڻ:** هير پوڻ- عادي ٿيڻ.
**عادَتِي:** ص. هيراڪ. هِريل. خاص عادت وارو.
**عادِلُ:** ص (ع) عدل ڪندڙ- منصف. انصاف ڪندڙ.
**عادِي:** ص. هيراڪ. علتي- ٻانڌائي.
**عارُ:** ذ (ع) شرم. حجاب. عيب جو ٽڪو.
**عارِضُ:** ذ (ع) ڳل- رخسار.
**عارِضو:** ذ (ع) بيماري- روڳ. بهانو- سبب.
**عارِضِي:** ص (ع) اتفاقي- ٿوري وقت لاءِ.
**عارِفُ:** ص (ع) صحيح طور حق سڃاڻندڙ. خداشناس. حق شناس. درويش. اعليٰ فڪر وارو. معرفت جو صاحب. وڏو صوفي.
**عارفانه:** ص. معرفت وارو. خدا شناسي وارو.
**عاري:** ص. عار ڪندڙ- خالي- ٺلهو. بيزار.
**عارِيَتا:** ظ (ع) عارضي- ٿورن ڏينهن لاءِ. اُڌاري طور.
**عازِم:** ص (ع) ارادو ڪندڙ.
**عازِم سَفر:** ص. سفر جو ارادو ڪندڙ.
**عاشِق:** ص (ع) چاهيندڙ- فريفته. پسند ڪندڙ.

محبت ڪندڙ.

**عاشقان:** ذ. "عاشق" جو جمع.

**عاشقاڻو:** ص. عاشقن وانگر. عاشق جهڙو.

**عاشق صادق:** ذ. سچو عاشق.

**عاشق ٿيڻ:** چاهيندڙ ٿيڻ. محبت ڪرڻ. فدا ٿيڻ.

**عاشق مزاج:** ص. عاشقاڻي طبيعت وارو.

**عاشقي:** ث. عشق- محبت.

**عاشُور، عاشوره:** ذ (ع) محرم مهيني جي ڏهين تاريخ. حضرت امام حسين جي شهادت جو ڏينهن.

**عاشورا:** ذ (ع) محرم مهيني جا پهريان ڏهه ڏينهن (جن ۾ حضرت امام حسين جي شهادت ۽ عزاداري ٿئي).

**عاصي:** ص (ع) گنگهار- ڏوهاري.

**عاطِفُ:** ص (ع) جهڪندڙ. مائل.

**عاطِفَت:** ث (ع) شفقت- مهرباني.

**عافِيَت:** ث (ع) سلامتي- بچاءُ. آرام- آسائش. خيريت. تندرستي.

**عَاقُ:** ص (ع) نافرمان- بي چيو.

**عاق ڪرڻ:** جدا ڪرڻ- الڳ ڪرڻ. لادعويٰ ڪرڻ (ملڪيت ۽ معاملات مان).

**عاقِبَت:** ث (ع) پڇاڙي- خاتمو. آخرت. قيامت.

**عاقبت انديش:** ص. دورانديش. اڳ پوءِ سنڀاليندڙ.

**عاقبت خراب ڪرڻ:** پڇاڙي خراب ڪرڻ. آخرت خراب ڪرڻ.

**عاقِلُ:** ص (ع) عقلمند- ڏاهو- سمجهو- سياڻو.

**عاقُوبَتِ:** ث (ع. عاقبت) جُٺ- تعدي.

**عالَمُ:** ذ (ع) جهان- دنيا- زمانو- سنسار. مخلوق- آدم ذات. وقت- دور- سَمو. حالت- صورت.

**عالَمْ آشڪار:** ظ. دنيا ۾ پڌرو- مشهور.

**عالَمِ ارواح:** ذ. ارواحن جو جهان- پيو جهان.

**عالَمِ اَسباب:** ذ. دنيا- جهان- سنسار.

**عالَمِ بَالا:** ذ. فرشتن جي رهڻ وارو مٿاهون ماڳ (آسمان).

**عالَمِ غيبَ:** ذ. لڪل جهان.

**عالَمِ وُجود:** ذ. هستي- زندگي. موجودگي جي حالت.

**عالَمِ سِفلي:** ذ. زمين. زميني زندگي.

**عالَمْ پَناه:** ص (ف) دنيا کي حفاظت ۾ رکندڙ. بادشاه. (ث) ٻاهرين ديوار. حويلي، ڳوٺ يا شهر جي بچاءُ لاءِ ٻاهران چوڌاري شاهي پٽ يا ڪوٽ.

**عالِمُ:** ص (ع) ڄاڻندڙ- ڄاڻو. پڙهيل. گهڻو پڙهيل.

**عالِمُ الغيب:** ذ. غيب جون ڳالهيون ڄاڻندڙ. خداتعاليٰ.

**عالي:** (ع) بلند- اعليٰ- اُوچو.

**عاليجاه:** ص. بلند مانُ مرتبي وارو.

**عاليجناب:** ص. وڏي مان وارو.

**عالي مرتبت، عالي مقام:** ص. بلند مرتبي وارو.

**عالي تَبار:** ص. وڏگهراڻو. شريف ڪٽنب وارو.

**عالي دِماغ:** ص. وڏي مغز وارو- عقلمند- هوشيار.

**عاليشانُ:** ص. وڏي عزت وارو. وڏي رتبي وارو.

**عالي ظَرف:** ص. وڏي حوصلي وارو. بردبار.

**عامُ:** ص (ع) سڀئي- ڪُل. مشهور. رواجي- چالو. هلندڙ- مروج. هرهنڌ موجود.

**عام جام:** ص. هرهنڌ پکڙيل. هر هنڌ موجود.

**عام خاص:** ص. سڀ ماڻهو.

**عام فَهمُ:** ص. جيڪو سڀئي سمجهي سگهن.

آسانيءَ سان سمجهه ۾ ايندڙ. آسان- سَولو.

**عام ڪرڻ:** مشهور ڪرڻ. سڀني جي استعمال لاءِ مهيا ڪرڻ.

**عام ماڻهو:** ذ. عوام الناس.

**عام مختيار:** ص. مالڪ جي طرفان اختياري اجازت نامو مليل.

**عام معافي:** ث. سڀني لاءِ معافي جو اعلان.

**عامِل:** ص (ع) ڪم ڪندڙ. عمل ڪندڙ. عملدار. تعويذات وغيره جو ڪم ڪندڙ.

**عامي:** ص. عام. عام جام. رواجي. پيٽ ۾ گهٽ درجي وارو.

**عاميانه:** ص. عام ماڻهو جو- جاهلن جو.

**عائد:** ص (ع) موٽي ايندڙ. ايندڙ. ٿيندڙ (واقعو يا عمل). روڪ- بندش.

**عائد ڪرڻ:** ذمي ڪرڻ. مٿان مڙهڻ (ذميداري).

**عائشه:** ث (ع) حضور پاڪ جن جي بيبي سڳوري جو نالو.

**عَبا:** ث (ع) پيرن تائين پائڻ جو هڪ قسم جو ڊگهو ڪوٽ.

**عِبادَت:** ث (ع) اطاعت (خدا جي). بندگي. نماز.

**عِبادَتخانو. عِبادَتگاه:** ذ. عبادت جي جاءِ (مسجد وغيره).

**عِبارَت:** ث (ع) تحرير- لکيت. مضمون. لکڻي.

**عِبارَت آرائي:** ث. مضمون جي رنگيني.

**عباسِي:** ذ (ع) بغداد جي خليفن جو گهراڻو. هڪ ذات جو نالو. ڪلهوڙا. گل جو هڪ قسم.

**عَبَث:** ص (ع) اجايو- بيفائدو- فضول.

**عَبد:** ذ (ع) بندو- ٻانهون. غلام- نوڪر.

**عَبداللطيف:** ذ (ع) سنڌ جي وڏي قومي شاعر جو نالو "شاه عبداللطيف ڀٽائي رحه".

**عِبرَت:** ث (ع) حيرت- عجب. اچرج. نصيحت- سبق.

**عبرت انگيز:** ص. حيرت جهڙو. ڊپ وارو.

**عبرت وٺڻ:** نصيحت پرائڻ- سبق حاصل ڪرڻ.

**عبرتناڪ:** ص. حيرت جهڙو- سبق آميز.

**عَبقَريت:** ث (ع) سُنائي- عمدگي. انوکائي. نَواڻ.

**عُبوديَت:** ث (ع) اطاعت. بندگي. ٻانهپ.

**عُبور:** ذ (ع) درياءَ يا رستو پار اُڪرڻ. اورانگهڻ. طَي ڪرڻ. لنگهه. مَهارَت. دسترس.

**عُبور ڪرڻ:** هڪ پاسي کان ٻئي پاسي ڏانهن وڃڻ. پار ڪرڻ.

**عَبير:** ذ (ع) هڪ قسم جو خوشبودار وکر- عنبير.

**عِتاب:** ذ (ع) ڏمر- ڪاوڙ- غصو- ناراضگي.

**عَتيق:** ص (ع) پراڻو- جهونو. آزاد. بزرگ.

**عُثمان:** ذ (ع) نبي سڳوري جي هڪ خليفي ۽ اصحابي جو نالو.

**عَجائِب:** ذ (ع) "عجيب" جو جمع. حيرت جهڙيون شيون. عجيب- حيرت انگيز.

**عجائبات:** ذ. "عَجائب" جو جمع. دنيا جون عجيب غريب شيون.

**عَجائب خانو. عَجائب گهَر:** ذ. عجيب غريب شين رکڻ جي جاءِ (جن کي ماڻهو ڏسڻ اچن)- ميوزيم.

**عَجَب:** ذ (ع) حيرت- اچرج- تپرس- حيراني. (ص) عجيب- انوکو. نرالو.

**عجب جهڙو:** ص. حيرت انگيز- نادِر.

**عِجز:** ذ (ع) عاجزي- بيوسي- لاچاري. نوڙت. منٿ- آزي.

**عجز و انِڪساري:** ث. ميڙ منٿ. آزي نيازي.

**عُجلت:** ث (ع) جلدائي- تکڙ- سيگهه.

**عَجَمُ:** ذ (ع) عربستان کان سواءِ ٻيو ڪوبہ ملڪ. غير عربي ماڻهو- تاريو.

**عَجَمي:** ص. عجم جو رهاڪو.

**عَجُوبو:** ذ (ع) عجيب شيءِ- انوکي چيز.

**عَجُوبہ روزگار:** ذ. دنيا جي عجيب ۽ انوکي چيز (جنهن جهڙي دنيا ۾ ٻي نہ ملي سگهي).

**عَجِيبُ:** ص (ع) حيرت جهڙو- انوکو- نادر. ٻي مثال- لاثاني. نيارو. (محاوري ۾) پرين- دوست- محبوب.

**عجيب وغريب:** ص. انوکو ۽ نيارو.

**عَدالَتَ:** ث (ع) انصاف- نياءُ- نبيرو- فيصلو. انصاف جي جاءِ- ڪچهري- ڪورٽ.

**عدالت عاليہ:** ث. هاءِ ڪورٽ- چيف ڪورٽ.

**عدالت ڪرڻ:** انصاف ڪرڻ- نياءُ ڪرڻ. داد ڪرڻ.

**عَداوَتَ:** ث (ع) دشمني- ويرُ- خصومت. دشمنو- ڪلفت.

**عداوَتي:** ص. دشمن- مخالف- ويري.

**عِدَتَ:** ث (ع) اهو عرصو جنهن ۾ عورت کي ٻيو نڪاح ڪرڻو ناهي (چار مهينا ڏهہ ڏينهن).

**عَدَدَ:** ذ (ع) انگ. تعداد- شمار. ڳڻپ.

**عَدد جمع:** ذ. گرامر ۾ گهڻين شين ڏيکارڻ جو لفظ.

**عدد شماري:** ث. انگن جي ڳڻپ. ڳاڻيٽو. نمبر شماري.

**عدد قطاري:** ذ. هڪ ٻئي پويان ترتيب وار انگ.

**عدد واحد:** ذ. هڪ انگ. گرامر ۾ هڪ جو انگ ڏيکارڻ لاءِ ڪم ايندڙ لفظ.

**عَدْلُ:** ذ (ع) انصاف- نياءُ- فيصلو. داد. برابري- مساوات.

**عَدْل ڪرڻ:** انصاف ڪرڻ- نياءُ ڪرڻ.

**عَدل گُستَري:** ث. انصاف- نياءُ.

**عَدَمُ:** ذ (ع) غيرموجودگي- غيرحاضري. نہ هئڻ- نيستي.

**عَدم آباد:** ذ. ٻيو جهان.

**عدم پيدا:** ظ. غير حاضر. ناپيد. گم. الُليپ. روپوش.

**عَدم موجودگي:** ث. غيرحاضري.

**عَدم واقفيت:** ث. لاعلمي- اڻ ڄاڻائي.

**عَدَنُ:** ذ (ع) بهشت- فردوس. بهشتي باغ. ڏکڻ عربستان جي هڪ شهر ۽ بندر جو نالو.

**عَدُو:** ص (ع) دشمن- مخالف- ويري. رقيب.

**عَدُولَڻُ:** م. پري ڪرڻ. نہ قبولڻ. لوڏڻ- ٽڪارڻ. نہ مڃڻ. موٽائڻ- واپس ڪرڻ.

**عَدُولي:** ث (ع) انڪار. موٽ- واپسي.

**عَدِيل:** ص (ع) جهڙو- مثل.

**عَدِيمُ الفُرصت:** ص (ع) جنهن کي واندڪائي نہ هجي. مصروف.

**عَدِيم المِثال:** ص (ع) ٻي مثال- لاثاني.

**عَذابُ:** ذ (ع) اهنج- تڪليف- آزار- مصيبت. درد- سُور. ڏهر.

**عَذاب الِهي:** ذ. خدا جي طرفان نازل ٿيل مصيبت.

**عذاب سَهڻ:** سورَ سهڻ. مصيبتون ڪاٽڻ. تڪليفون ڀوڳڻ.

**عذاب نازل ٿيڻ:** خدا جو ڏهر مٿان پوڻ.

**عِذار:** ذ (ع) ڳل- رخسار.

**عُذْر:** ذ (ع) بهانو- سبب. اعتراض. معافي.

**عُذرخواهي:** ث. ڦوٽيءَ لاءِ افسوس جو اظهار-

اعزاپُرسي- پرچاٺي.
**عُذرداري:** ث. اعتراض. جوابي دعوي. حجت.
**عَذرا:** ث (ع) ڪنواري. عورتن جو نالو. بيبي مريم جو لقب.
**عِراقُ:** ذ (ع) وچ ايشيا جو هڪ ملڪ.
**عِراقي:** ذ (ع) عراق جو گهوڙو. تازي گهوڙو.
**عَرَبُ:** ذ (ع) وچ مشرق جو هڪ ملڪ (جيڪو ڪعبة الله ۽ نبي سڳوري جي روضي سببان مسلمان لاءِ متبرڪ). عربستان. (ص) عربستان جو رهاڪو. عربن جو نسلي نالو.
**عَرَبي:** ص. عربستان جو رهاڪو. (ث) عربستان جي ٻولي.
**عُرسُ:** ذ (ع) وفات جي تاريخ تي سالياني فاتحه ۽ مجلس- ٻارهو.
**عَرشُ:** ذ (ع) ڇت. تخت. آسمان. ناٺون آسمان.
**عَرش آشيان:** ص. مرحوم.
**عرش تي چاڙهڻ:** تمام گهڻي تعريف ڪرڻ- پڏائڻ. خوشامد ڪرڻ.
**عرش مُعلي:** ذ. آسمان. ناٺون آسمان (جنهن تي خدا تعاليٰ جو تخت چيو وڃي ٿو).
**عَرصو:** ذ (ع) ميدان. مفاصلو. ويڇو- وٿي. وقت. دير.
**عَرضُ:** ذ (ع) درخواست- گذارش. منٿ. ويڪر- ٻَرُ.
**عرض ڪرڻ:** منٿ ڪرڻ. گذارش ڪرڻ. سوال ڪرڻ.
**عَرضُ البَلَد:** ذ. ويڪرائي ڦاڪ (ڌرتيءَ جي).
**عرضدارُ:** ص. عرض ڪندڙ. منٿائو. سوالي.
**عَرضداشت:** ث. گذارش. درخواست. لکيت ۾ درخواست.
**عرض مَعروُض:** ذ. منٿ ميڙ.
**عَرضي:** ث. درخواست. (ص) منٿائو- سُوالي.
**عَرضي، عَرِيضي:** ث. لکيت ۾ درخواست.
**عُرفُ:** ذ (ع) ذاتي نالي سان گڏ سڃاڻپ لاءِ ٻيو مشهور نالو. عام نالو.
**عَرفاتَ:** ث (ع) مڪي شريف کان ٩ ميل پري هڪ ميدان ۽ جبل (جتي حج جي موقعي تي حاجي گڏ ٿي دعائون پڙهن ۽ اڳين ۽ وچينءَ جون نمازون گڏي پڙهن).
**عِرفانُ:** ذ (ع) خداشناسي. حق تعاليٰ جي سڃاڻپ.
**عَرَقُ:** ذ (ع) پگهر- پسينو. ڦل وغيره جو نپوڙيل رس. جڙين ٻوٽين جو چڪايل پاڻي.
**عَرَق آلود:** ص. پگهر ۾ شل.
**عرق ريزي:** ث. سخت محنت. جانفشاني. پگهر جو پورهيو.
**عِرقُ النِساء:** ث. ٽنگ جي پوٺين نَس ۾ سُور پوڻ جي بيماري.
**عُروجُ:** ذ (ع) چاڙهه. بلندي. ترقي. اوج.
**عروج تي پهچڻ:** ترقي ڪرڻ. مٿانهين درجي تي پهچڻ.
**عَروُس:** ث (ع) ڪُنوار- وَني.
**عَروُض:** ذ (ع) شعر جي بحر وزن معلوم ڪرڻ جو علم.
**عُريان:** ص (ع) اگهاڙو- ننگو. بي پردي- اڻ ڍڪيل.
**عُرياني:** ث. اوگهڙ- برهنگي.
**عَرِيض:** ص (ع) ويڪرو. پڪڙيل. ويڪر ۾ وڏو.
**عَرِيضو:** ذ (ع) پاڻ کان وڏي ڏانهن لکيل خط.
**عَرِيضي:** ث. درخواست.

**عريضي نويس:** درخواست لکندڙ.

**عِزّ:** ص (ع) وڏو. غالب. ڏاڍو. عزت ڪيل.

**عِز وجَل:** ص. جنهن جي عزت ۽ تعريف هجي. خدا تعاليٰ.

**عِز:** ث (ع) عزت- مانُ- شان. رتبو.

**عِز و جاه، عِز و شان:** ذ. مان مرتبو- شان شوڪت.

**عَزا:** ث (ع) ماتم. پرچائي.

**عزادار:** ص. ماتم ڪندڙ- ماتمي.

**عَزاداري:** ث. ماتم.

**عَزازَت:** ث (ع) مائٽي- رشتيداري. سڱيٽائي.

**عَزازِيلُ:** ذ (ع) هڪ فرشتي جو نالو (جيڪو تڙيو ويو).

**عَزائِمَ:** ذ (ع) "عزم" جو جمع. ارادا.

**عِزَتَ:** ث (ع) آبرو- وقار- شان. شرف. ادب- تعظيم. آتريا. ناموس. ساک- پَت. رتبو.

**عزت افزائي:** ث. ڪنهن معزز ماڻهو جي اچڻ تي ٿيل عزت.

**عزت رکڻ:** آبرو رکڻ. مانُ ڏيڻ. لحاظ ڪرڻ. نالي کي برقرار رکڻ.

**عزت ولڻ:** بيعزتي ڪرڻ. آبرو وڃڻ. لڄ لٽڻ (عورت جي).

**عِزرائِيلُ:** ذ (ع) موت جو فرشتو- ملڪ الموت.

**عُزلَت:** ث (ع) تنهائي- گوشه نشيني.

**عَزمُ:** ذ (ع) ارادو- قصد. نِيَت- منشا.

**عزم بالجَزم:** ذ. پڪو ارادو.

**عزم ڪرڻ:** پختو ارادو ڪرڻ.

**عَزِيزُ:** ص (ع) پيارو- محبوب. مائٽ- رشتيدار. وٽندڙ. (ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ نالو.

**عَزِيمَت:** ث (ع) ارادو- قصد- عزم.

**عَساڪَر:** ذ (ع) "عسڪر" جو جمع. لشڪر- فوجون- سپاهه.

**عُسرَت:** ث (ع) تنگي- ڏکيائي. غربت.

**عَسڪَر:** ذ (ع) لشڪر- فوج- سپاهه.

**عسڪري:** ص. سپاهي- فوجي.

**عِشا:** ث (ع) سومهڻي جي نماز.

**عُشاق:** ذ (ع) "عاشق" جو جمع.

**عَشر:** ص (ع) ڏهه (١٠)

**عُشرُ:** ذ (ع) ڏهون حصو.

**عُشر عَشِير:** ص. ڏهين حصي جو به ٿورو ياڱو. تمام ٿورو.

**عِشرَتَ:** ث (ع) عشق. مزو. خوشي.

**عشرت ڪده، عشرت گاه:** ذ. عيش جي جاءِ.

**عَشرَه:** ذ (ع) ڏهو. محرم جي ڏهين تاريخ- عاشورا.

**عِشقُ:** ذ (ع) بيحد سڪ. پيار واري ڪيفيت. نينهن.

**عشقبازي:** ث. محبت ۽ پيار واري رسم.

**عِشق پيچ، عشق- پيچان:** ذ. هڪ قسم جي ول (رنگين گلن واري).

**عِشوَه:** ذ (ع) ناز- مالو- نخرو.

**عشوَه ساز، عِشوَه گر:** ص. ناز نخرا ڪندڙ- معشوق.

**عَصا:** ث (ع) لٺ.

**عَصبِيَت:** ث (ع) پنهنجائي- رشتيداري. پاسخاطري. رياڪاري.

**عَصرُ:** ذ (ع) زمانو- وقت- دور. اڳين جو وقت.

**عِصمَت:** ث (ع) پاڪائي- پاڪدامني- عفت- سَتُر.

**عِصمَت درِي:** ث. زوري زنا.

**عِصيانُ:** ذ (ع) گناه- پاپ- خطا.

**عُضوو:** ذ (ع) بدن جو ڪوبہ حصو- انگ.

**عضوو مخصوص:** ذ. مرد يا عورت جو تناسل وارو عضوو.

**عَطا:** ث (ع) بخشش- ڏات. سخاوت. ڏانُ.

**عَطا ڪرڻ:** بخشش ڪرڻ- ڏان ڏيڻ.

**عَطّارُ:** ذ (ع) عطر وڪڻندڙ ۽ ٺاهيندڙ- سُرهيو.

**عَطارِدُ:** ذ (ع) نظام شمسي جو هڪ گره.

**عَطائِي:** ص (ع) بخشش مليل. منگتو. راڳائي.

**عِطرُ:** ذ (ع) گُلن يا ٻين شين جو سُرهو سَتُ يا روغن. خوشبوءِ- سُرهاڻ- سڳند.

**عطربيز:** ص. خوشبوءِ پکيڙيندڙ.

**عطرداني:** ث. عطر جي شيشين يا دٻلين رکڻ وارو ٿانءُ.

**عَطيَہ. عَطِيو:** ذ (ع) تحفي ۾ ڏنل چيز. تحفو- سوغات- سوکڙي.

**عُظامُ:** ص (ع) وڏو. عظمت وارو.

**عَظمت:** ث (ع) وڏائي. بزرگي. برتري- بلندي. شان- شوڪت.

**عُظميٰ:** ص (ع) وڏو. تمام وڏو.

**عَظِيمُ:** ص (ع) وڏو. بزرگ. اُوچو. بلند. مٿاهون. (ذ) خداتعاليٰ جو هڪ نالو.

**عَظِيمُ الشان:** ص. وڏي رتبي وارو. وڏي مانَ وارو. وڏو.

**عِفّتَ:** ث (ع) پاڪدامني- پارسائي.

**عِفريت:** ذ (ع) ديو- ڀُوت- آفت.

**عَفوُ:** ذ (ع) معافي. درگذري. بخشش.

**عفو ڪرڻ:** بخشش ڪرڻ- معاف ڪرڻ.

**عَفُونَت:** ث (ع) بدبوءِ- ڌَپَ- ٻانس.

**عَفِي:** ص (ع) معاف ڪيل.

**عَفِي عَنہُ:** (دعائيہ جملو) خدا ڪيس معاف ڪري.

**عُقابُ:** ذ (ع) هڪ قسم جو وڏو شڪاري پکي.

**عُقابِيلُ:** ذ. عقاب جي کنڀن وارو تير (جنهن جي لام جي پاسن سان عقاب جا کنڀ لڳل هجن).

**عَقائِد:** ذ (ع) "عقيده" جو جمع.

**عَقَبُ:** ذ (ع) پوين حصو- پُٺ. (ظ) پٺيان.

**عُقبيٰ:** ذ (ع) اڳيون جهان- ٻيو جهان.

**عَقدُ:** ذ (ع) نڪاح- وهانءُ.

**عقد ڪرڻ:** نڪاح ڪرڻ- شادي ڪرڻ.

**عُقده:** ذ (ع) ڳنڍ- گِرهَ. منجهيل مسئلو. ڏکي ڳالهہ.

**عقده ڪُشائي ڪرڻ:** مشڪل آسان ڪرڻ. مسئلو حل ڪرڻ.

**عَقرَب:** ذ (ع) وڇون. هڪ آسماني بُرج جو نالو.

**عَقلُ:** ذ (ع) سمجهہ- فهم. سُرت. شعور- وقوف. ڏاهپ.

**عقل اچڻ:** سمجهہ اچڻ. بالغ ٿيڻ.

**عقل چرخ ٿيڻ:** هوش گم ٿيڻ. حواس خطا ٿيڻ. حيران ٿيڻ.

**عَقلمَند:** ص. عاقل- ڏاهو- داناءُ.

**عَقلمَندِي:** ث. ڏاهپ- دانائي- سياڻپ.

**عَقل سَلِيم:** ذ. صحيح سمجهہ.

**عَقل ويڙهائڻ:** سياڻپ واري اٽڪل ڪرڻ.

**عَقلِي:** ص. عقل جو- عقل وارو- سمجهہ پريو.

**عُقُوبَتَ:** ث (ع) سزا- جُٺ- سيکت.

**عَقِيدَتَ:** ث (ع) اعتقاد. مڃتا. ويساه.

**عَقِيدت ڪيش، عقيدتمند:** ص. معتقد- مڃيندڙ- پوءِ لڳ.

**عَقيدو:** ذ (ع) اعتقاد- ايمان. مذهبي أصول جي ميجتا.

**عَقيقُ:** ذ (ع) هڪ قسم جو پٿر (ڳهن ۾ ٻڌن طور ڪم اچي).

**عَقيقو:** ذ (ع) هڪ رسم موجب نئين ڄاول ٻار جي مٿي جا وار لهرائڻ ۽ جانور ڪُهي خيرات ڪرڻ.

**عَڪاس:** ذ (ع) مصور. فوٽوگرافر.

**عڪاسي:** ث. فوٽوگرافي. تصوير ڪشي. منظرنگاري.

**عَڪسُ:** ذ (ع) پاڇو. اولڙو. پاڻيءَ ۾ نظر ايندڙ تصوير. فوٽو. ڇاپو.

**عَڪسُ:** ذ. ضد- عداوت- وير. مخالفت.

**عِلاج:** ذ (ع) دوا- سُستي ڦڪي. حيلو- چارو.

**علاج ڪرڻ:** دوا دارون ڪرڻ. حيلو ڪرڻ. أپاءُ ڪرڻ.

**عِلاقو:** ذ (ع) ملڪ. صوبو. ملڪ جو حصو- خطو. تعلق- واسطو.

**عَلالتَ:** ث (ع) بيماري- اگهائي- ناچاقائي.

**عَلامَت:** ث (ع) نشان- اهڃاڻ. داغ- چٽ. بيماريءَ جا آثار.

**عَلامَہ، علامَہ:** ص (ع) نهايت فاضل- داناءُ. وڏو عالِم.

**عَلانيہ:** ظ (ع) کليو کلايو- پڌري پٽ- ظاهر ظهور.

**عِلاوَہ:** ظ (ع) سواءِ- کان سواءِ- بغير.

**علائقو:** ذ (ع) علاقو. پرڳڻو- صوبو. خطو.

**عِلتَ:** ث (ع) بيماري- مرض- اگهائي. عادت.

**عَلّتي:** ص. خراب عادت وارو- هيراڪ. عادتي.

**عَلِحدَگي:** ث. جدائي. خلاصگائي. اڪيلائي- تنهائي.

**عَلحدو:** ظ (ع) الڳ- جدا- ڌار. اڪيلو. نيارو.

**علحدو ڪرڻ:** جدا ڪرڻ- الڳ ڪرڻ. ڌار ڪرڻ.

**عِلَل:** ث (ع) "عِلتَ" جو جمع. عادتون- خصلتون. وصفون. صفات.

**عَلَمُ:** ذ (ع) جهنڊو- نشان. انگاس.

**عَلمبَردار:** ص. جهنڊو کڻندڙ. اڳواڻ.

**عَلمدارُ:** ص. جهنڊي وارو- سردار.

**عَلم طَوقُ:** ذ. جهنڊي جي چوٽيءَ ۾ لڳل چنڊ وارو ڪلس.

**عَلم کڻڻ:** جهنڊو کڻڻ. اڳواڻي ڪرڻ.

**عِلمُ:** ذ (ع) ڄاڻ- آگاهي. تعليم- وديا. سکيا. جادومنتر وغيره.

**عِلم اَدَبُ:** ذ. ڪنهن ٻوليءَ جي نثر ۽ نظم جا ڪتاب.

**عِلم دوست:** ص. علم پرائيندڙ يا عالمن سان صحبت ڪندڙ.

**عِلم لُغت:** ث. ٻوليءَ جي لفظن جي تحقيق جو علم.

**عِلم نُجوم:** ذ. تارن ۽ گرهن جي ايرڻ لهڻ ۽ انهن جي گردش جو علم- جوتش وديا.

**عِلم هَيئَت:** ذ. آسماني ڪائنات جو علم.

**عِلمي:** ص. علم سان واسطو رکندڙ.

**عُلماء:** ذ (ع) "عالِمُ" جو جمع. وڏا عالمِ فاضل.

**عُلوُم:** ذ (ع) "عِلمُ" جو جمع.

**عَلي:** ص (ع) اعليٰ- بُلند. (ذ) خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**عَليٰ:** ظ (ع) تي. ۾. وٽ. کان. سببان.

**عليٰ الخصُوص:** ظ. خاص طرح- خصوصا.

**عليٰ الاعلان:** ظ. کليو کلايو- پڌري پٽ- ظاهر ظهور.

**عليِ الحِساب:** ظ. بنان حساب جي. ڳاڻيٽي کان سواءِ- تلهي ليکي. تخميني طور.

**علي الصُّبوح:** ظ. صبح سان- صبح سوير.

**عَلي هذالقِياس:** جملو. انهيءَ طرح- ائين.

**عَلَيکَ سَلَيکَ:** ث. سلام دعا. واقفيت- جاڻ سڃاڻ.

**عَليلُ:** ص (ع) بيمار- اگهو- مريض. مرض ۾ هيٺو- ڪمزور. خفي- ڪڪ. چريو (عشق ۾)- مست.

**عَليمُ:** ص (ع) ڄاڻندڙ. (ذ) خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**عَلَيهَ:** ظ (ع) ان تي. اُن سان.

**عليه الرحمة:** جملو. ان تي خدا جي رحمت هجي.

**عَليه السلام:** جملو. ان تي سلام هجي.

**عَمُ:** (ع) چاچو.

**عَمزاد:** ص. چاچي جو پٽ- سَوٽ.

**عِمارَتَ:** ث (ع) اڏاوت. جاءِ- گهر. وڏي جاءِ- بلڊنگ.

**عِمارِتَ سازِي:** ث. جاين جي اڏاوت جو هنر- تعميراتي ڪم.

**عِمارَتي:** ص. تعمير ۾ ڪم ايندڙ.

**عَمارِي:** ث (ع) هنياري- پالڪي.

**عَمامو:** ذ (ع) دستار. پڳ.

**عَمدا:** ظ. ارادي سان- هاسيڪار. ڄاڻي ٻجهي.

**عُمَدگِي:** ث (ف) چڱائي- سنائي- سهڻائي- خوبي.

**عُمَدو:** ص (ع) اُوچو- اعليٰ. وڻندڙ. نهايت سنو. برتر. بهترين.

**عُمِر، عُمَر:** ث (ع) حياتي- ڄمار- زندگي. عرصو- وقت.

**عُمَرَ بَسرِ ڪرڻ:** حياتيءَ جا ڏينهن گذارڻ.

**عُمر ڀر:** ظ. سڄي عمر لاءِ- پڄاڙي تائين.

**عُمر دراز:** ظ. وڏي ڄمار وارو.

**عُمر رَسيدو:** ص. وڏيءَ عمر وارو- پوڙهو- پيرسن.

**عُمر قيد:** ذ. ويهه سال قيد جي سزا.

**عُمرو:** ذ (ع) حج جي موقعي کان سواءِ ٻئي ڪنهن به وقت مقرر رسم طور ڪعبة الله جو طواف ڪرڻ ۽ عبادت ڪرڻ.

**عُمَقُ:** ذ (ع) اُونهائي (پاڻيءَ جي). اوچائي- اوچائي واري ماپ.

**عَمَلُ:** ذ (ع) ڪَمُ- ڪِرت- فعل. تعميل- بجا آوري. منتر جادو وغيره.

**عَمل ڪرڻ:** پوئواري ڪرڻ- بجاآوري ڪرڻ. مشق ڪرڻ.

**عَملدارُ:** ص. ڪارڪن. آفيسر. حاڪم.

**عَملدارِي:** ث. عمل جي اختيار جو دائرو. آفيسري.

**عَمل دَخَلُ:** ذ. اختيار. قبضو.

**عَمل در آمد:** ذ. تعميل. ڪارروائي.

**عَمَلِي:** ص. عمل ڪيل. جنهن تي عمل ٿي سگهي. ڪارگر.

**عَملو:** ذ (ع) ڪاتي جا ملازم. اسٽاف- اٽالو.

**عَمُود:** ذ (ع) ٿنڀ- سُتون. سڌائيءَ ۾ اُڀي ليڪ.

**عَمودِي:** ص. اُڀو- سَنئون.

**عموما:** ظ (ع) عام طرح- گهڻو ڪري- اڪثر.

**عَميقُ:** ص (ع) اونهون- گهرو- اٿاهه.

**عُناب**؛ ذ (ع) هڪ قسم جو پسارڪو وڪر- آهو ٻير.

**عُنابِي**؛ ص. ڳاڙهو- سرخ.

**عِنادُ**؛ ذ (ع) دشمني- ويرُ. عداوت- مخالفت.

**عَناصِر**؛ ذ (ع) "عنصر" جو جمع. ماديات (دنيا ۾ پيدا ٿيل شين جا مادا. مکيه چار عناصر: هوا، باهه، پاڻي ۽ مٽي).

**عِنان**؛ ث (ع) واڳ- لغام.

**عِنايات**؛ ث (ع) "عنايت" جو جمع. مهربانيون- ٽورا.

**عِنايَتَ**؛ ث (ع) مهرباني- ڪرم. شفقت. نوازش.

**عنايت ڪرڻ**؛ احساس ڪرڻ. عطا ڪرڻ (تحفو). بخشش ڪرڻ.

**عَنبَرُ**؛ ذ (ع) هڪ قسم جي خوشبوءِ.

**عَنبِيرُ**؛ ذ (ع) ابرق جو ٻورو. گُلال. ڳاڙهو رنگ جيڪو خوشيءَ جي موقعي تي زالون هڪ ٻئي کي هڻن.

**عِندالطلب**؛ ظ (ع) گهُرڻ تي.

**عَندَليبُ**؛ ث (ع) بلبل (پکي)- پورِي.

**عِنديه**؛ ذ (ع) راءِ- مرضي- ارادو.

**عَنصَرُ**؛ ذ (ع) اصل- بنياد. مفرد شيءِ. اصل مادو.

**عُنفوان شَبابُ**؛ ذ (ع) ٺوهه جواني. جواني واري تازگي. جواني واري طاقت.

**عُنقا**؛ ذ (ع) هڪ خيالي پکي. (ص) ناياب- اڻلڀ.

**عَنقَريبُ**؛ ظ (ع) تمام جلد- تمام ويجهو.

**عَنڪَبُوت**؛ ث (ع) ڪوريئڙو.

**عُنوانُ**؛ ذ (ع) سِرو- سُرخي- هيڊنگ. موضوع.

**عَواقِب**؛ ذ (ع) "عاقبت" جو جمع. پڇاڙي- خاتمو.

**عَوامُ**؛ ذ (ع) "عام" جو جمع. عام ماڻهو- عام خلق. رعيت.

**عَوامُ الناس**؛ ذ. عام ماڻهو- مخلوق.

**عَوامِل**؛ ذ (ع) "عامِل" جو جمع. سبب- طريقا.

**عُودُ**؛ ذ (ع) هڪ قسم جي ڪاٺي (جنهن جي ٻارڻ سان خوشبو ... ا ٿئي)- اگرُ. هڪ قسم جو ايراني ساز.

**عَورَتَ**؛ ث (ع) زال- نار. گهرواري- جوءِ.

**عِوَضُ**؛ ذ (ع) بدلو- عيوضو. بَدو. (ظ) بدران- پاران- بدلي ۾.

**عَهدُ**؛ ذ (ع) زمانو- وقت- دور. حڪومت جو زمانو. قول- انجام- واعدو- وچن. پڪو ارادو.

**عَهد ڪرڻ**؛ انجام ڪرڻ- قول ڪرڻ.

**عَهد پَيمانُ**؛ ذ. قول اقرار- انجام اقرار. ٻول وچن. صلح جا شرط.

**عَهد شِڪني**؛ ث. واعدي خلافي. بيوفائي. انجام نه پاڙڻ جي حالت.

**عَهدنامو**؛ ذ. بادشاهن درميان اقرار جي لکيت. قبوليت. تحريري معاهدو.

**عُهدو**؛ ذ (ع) رتبو. سرڪاري منصب.

**عَهديدارُ**؛ ص (ف) رتبي وارو. ڪنهن سرڪاري عهدي تي مقرر اهلڪار. آفيسر.

**عِيادَتَ**؛ ث (ع) بيمار کان مزاج پُرسي.

**عَيارُ**؛ ص (ع) چالاڪ- مڪار- ٺڳ- فريبي.

**عَيارِي**؛ ث. چالاڪي- ٺڳي- فريب- دغابازي.

**عَياش**؛ ص (ع) عيش ڪندڙ. شوقين- بدڪار- اوباش. آرام پسند. موج ۽ سک سان حياتي گذاريندڙ.

**عَياشِي**؛ ث. عيش عشرت. بدڪاري- اوباشي. سک ۽ آرام.

**عَيالُ:** ذ (ع) ٻارٻچا- ڪٽنب- آڪهه.

**عَيالدارُ:** ص. ٻچڙيوال- اولادي. وڏي ڪٽنب وارو.

**عَيالِي:** ص. عيالدار. ٻچڙيوال.

**عَيان:** ظ (ع) ظاهر- چٽو- پڌرو.

**عَيبُ:** ذ (ع) وِڏ- نقص. خرابي. قصور- گناه.

**عيب ڳوابُ:** ذ. چڱائي مٺائي- برائي ڀلائي.

**عَيب جُوئِي:** ث. گلاخوري. نڪتہ چيني.

**عَيبدارُ:** ص. وِڏ وارو- نقص وارو.

**عيب ڍَڪڻ:** نقص لڪائڻ. پردو رکڻ- ڍڪ ڪرڻ. چشم پوشي ڪرڻ.

**عِيدَ:** ث (ع) مسلمانن جو خوشيءَ وارو وڏو ڏينهن (شوال جي پهرين تاريخ رمضان جي عيد، ذوالحج جي ڏهين تاريخ جي حج واري عيد). وڏو ڏينهن. خوشيءَ جو ڏينهن. ڏهاڙو. جشن. خوشي.

**عِيدالأضحيٰ:** ث. ذوالحج جي ڏهين تاريخ واري نماز ۽ خوشيءَ جو ڏينهن. قرباني واري عيد.

**عِيدُالفِطر:** ث. رمضان جي خاتمي تي شوال جي پهرين تاريخ واري نماز ۽ خوشي جو ڏينهن. روزن واري عيد.

**عِيدَ بَرادَ:** ث. شعبان مهيني جي ١٥- تاريخ واري عيد (عقيدي موجب انهيءَ رات بندن لاءِ رزق جي تقسيم ٿئي).

**عيد جو چنڊ:** محاورو. ملڻ کان مهانگو. دير سان ٿيندڙ ملاقات.

**عِيدگاه:** ث. عيد نماز پڙهڻ لاءِ وڏو ميدان يا جامع مسجد.

**عِيدَ مِيلاد:** ث. نبي سڳوري جي ولادت جي خوشيءَ وارو ڏينهن.

**عِيسيٰ:** ذ (ع) هڪ پيغمبر سڳوري جو نالو.

**عِيسائِي:** ث. حضرت عيسيٰ عليه السلام جو پوئلڳ. مسيحي.

**عِيسَوِي:** ص (ع) حضرت عيسيٰ عليه السلام سان منسوب. حضرت عيسيٰ جي ولادت سان شروع ٿيل سنہ.

**عَيشُ:** ذ (ع) خوشي. آرام- آسائش. خواهش جي تڪميل. شهوت پرستي. مزو.

**عيشي ڪرڻ:** مزا ماڻڻ.

**عيش پَسند:** ص. شوقين. آرام طلب.

**عَيش عِشرت، عيش ونشاط:** ث. زندگيءَ جا مزا. عياشي. نفساني خوشيون.

**عَيشِي جِيڙو:** ص. عيش پسند. آرام پسند. عياش.

**عَينَ:** ث (ع) اک- چشم- نيڻ. (ظ) خاص. ساڳيو. هوبهو.

**عَينُ اليَقين:** ذ. اکيون ڏٺو يقين.

**عَين بَين:** ظ. هوبهو- ساڳيو.

**عَين وقت:** ذ. انهي وقت- صحيح موقعو.

**عَينِي:** ص. اکين ڏٺو. ڏٺل.

**عَينَڪَ:** ث (ع) چشمو. نظر وڌائڻ لاءِ خاص شيشن وارو فريم.

**عيوَضُ:** ذ (ع" عِوَض) بدلو. بدلي ۾ ڏنل شيءِ. اجورو. معاوضو. موٽ ۾ ڏنل سڱ- بَدلو.

**عيوضانو:** ذ. عيوض ۾ ڏنل رقم.

**عيوض ڏيڻ:** بدلو ڏيڻ. اجورو ڏيڻ.

**عيوض مَعاوضو:** ذ. ڏي وٺ. بدل سدل.

**عيوضو:** ذ. عيوض- بدلو. اجورو.

**عِيوِضي:** ص. ٻئي جي بدران ڪم ڪندڙ. قائم مقام.

# غ

**غ:** ث (ع) اُچار ’غَين‘. سنڌي ”الف- بي“ جو پنجٽيهون اکر. عربي جو اوڻيهون ۽ فارسي جو ٻاويهون اکر. ابجد موجب عدد هزار (۱۰۰۰).

**غارَ (ث). غارُ:** ذ (ع) جبل ۾ وڏو سوراخ- گهار. غُفا. چُرَ. سُرنگهه.

**غارِ حِرا:** ث. عربستان ۾ جبل ”حِرا“ جي چُرَ (جنهن ۾ هجرت کان پوءِ نبي سڳورو ٽي ڏينهن رهيو).

**غار ڪرڻ:** غار ۾ اڇلڻ. تباه ڪرڻ- برباد ڪرڻ. گم ڪرڻ. ٻوڙڻ- غرق ڪرڻ.

**غارَت:** ث (ع) دشمن تي ڪيل حملو. لٽ مارَ. بربادي- تباهي. (ص) تباهه- برباد.

**غارَت ڪرڻ:** تباه ڪرڻ- برباد ڪرڻ. گم ڪرڻ.

**غارَتگر:** ص. تباهه ڪندڙ. لٽيندڙ- لٽ مار ڪندڙ.

**غارَتگري:** ث. لٽ مار. تباهي- بربادي.

**غاريبو:** ص. غريباڻو- مسڪيني.

**غازه:** ذ (ف) هڪ قسم جو خوشبودار گلابي پائوڊر (جيڪو عورتون ڳلن تي هڻن). سُرخي- لالي.

**غازِي:** ذ (ع) ڪافرن سان لڙندڙ مسلمان سپاهي. (ص) بهادر. گهوڙو.

**غازِي مَرد:** ذ. بهادر ماڻهو. گهوڙو.

**غاشو:** ذ (ع. غاشيه) اُٺ تي وجهڻ جو ڪپڙو. پلاڻ.

**غاصِبُ:** ص (ع) زبردستي حق کسيندڙ. ٻئي جو حق هڙپ ڪندڙ.

**غافِلُ:** ص (ع) بي ڌيان. بي خبر. بيپرواهه. سست. مدهوش.

**غافِل ڪرڻ:** بي ڌيان ڪرڻ. بيهوش ڪرڻ.

**غالِبُ:** ص (ع) فتح ڪندڙ. جيتيل- ڪٽيل. ڏاڍو. زبردست. سرسي ڪندڙ.

**غالب پوڻ:** سوڀ ڪرڻ. حاوي ٿيڻ. بيوس ڪرڻ.

**غالبا:** ظ (ع) شايد- يقينا- گهڻو ڪري.

**غاليچو:** ذ (ف) اُنَ يا پشم سان نهيل گلڪاريءَ سان فرش- قالين.

**غائِبُ:** ص (ع) گم. پوشيدو- لڪل- ڳجهو- مخفي. غيرحاضر- غيرموجود.

**غائب ٿيڻ:** گم ٿيڻ- الوپ ٿيڻ. روپوش ٿيڻ.

**غائبانه:** ظ (ع) پرپٺ- غيرموجودگي.

**غائِر:** ص (ع) اونهون- عميق. وسيع.

**غايَت:** ص (ع) پڇاڙي- انتها. آخري حد. غرض- آخر مطلب. (ص) انتهائي- بيحد.

**غُبارُ:** ذ (ع) ڌوڙ- دز- مٽي. ڏنڊ- انڌوڪار. رنج- ملال.

**غُبار آلود:** ص. مٽيءَ هاڻو.

**غُبار ڪڍڻ:** دل جو بخار ڪڍڻ. ارمان ڪڍڻ. حسرت پوري ڪرڻ. چوهه چنڊڻ.

**غُبارو:** ذ (ع) ڦوڪڻو. گئس سان ڀريل وڏو ڦوڪڻو.

**غَبغَب:** ث (ع) ڪاڏي، ڪاڏيءَ واري ڪَڏ (جيڪا سُونهن ۾ ڳڻجي).

**غَبنَ:** ث (ع) خيانت- خردبُرد. امانت ۾ گهوٻي.

**غَبِي:** ص (ع) ڪُند ذهن- ڏڏ- موڳو.

**غَدارُ:** ص (ع) فسادي. باغي. دشمن (ملڪ جو). دغاباز. (ذ) تمام وڏو شهر.

**غَداري:** ث. بغاوت. دغابازي. نمڪ حرامي.

**غَدَرُ:** ذ (ع) فساد- بلوو- هنگامو. بغاوت.

**غُدودُ:** ذ (ع) ماس جو ڳوڙهو- مُشڪ. خِلطُ.
**غِذا:** ث (ع) کاڌو- کوراڪ. خصلت- عادت- هير.
**غِذائِيّت:** ث. کاڌي جا طاقتور جُز.
**غُرابُ:** ذ (ع) ڪانءُ.
**غَرارو:** ذ (ع. غراره) ڳُرڙي. نڙيءَ تائين ڳُرڙي.
**غَرائِبَ:** ذ (ع) "غريب" جو جمع. اڻ لڀ شيون. عجائبات واريون حالتون، حڪايتون يا حقيقتون.
**غُرَبا:** ذ (ع) "غَريبُ" جو جمع. مسڪين.
**غُربَت:** ث (ع) مسڪيني- مفلسي- اڻ هوند.
**غَرضَ:** ث (ع) ضرورت- گهرج- حاجت. خواهش. پرواهہ- ڪاڻ.
**غرضَ ڪيڻ:** ڪاڻ ڪيڻ- پرواهہ ڪيڻ.
**غَرضُ:** ذ (ع) ڪم. لالچ. (ظ) حاصل ڪلام- مطلب تہ.
**غرضُ پوڻ:** ڪم پوڻ- مطلب پوڻ.
**غرض رکڻ:** اميد رکڻ. مطلب رکڻ. واسطو رکڻ.
**غرضمند:** ص. ضرورت مند- گهرجائو.
**غرض ڪيڻ:** ڪم ڪيڻ. مطلب پورو ڪرڻ.
**غَرق:** ص (ع) ٻڏل. مصروف (ڪم ۾)- مشغول. غلطان.
**غرق ٿيڻ:** اوڙاهہ ۾ پوڻ. ٻڏڻ. گم ٿيڻ. تباهہ ٿيڻ.
**غُروُبُ:** ذ (ع) لهڻ (سج يا چند)- اُلهڻ.
**غُرورُ:** ذ (ع) تڪبر- گهمنڊ- فخر- هَٺ- آڪڙ.
**غُرورُ ڪرڻ:** تڪبر ڪرڻ.
**غُرّه:** ث (ع) قمري مهيني جي پهرين تاريخ.
**غَرِيبُ:** ص (ع) مفلس- مسڪين- ڪنگال. عاجز. محتاج. عجيب. مسافر.
**غَريب الوطن، غريب الديار:** ذ. وطن کان پري- پرديسي. مسافر.
**غريبائو:** ص. مسڪينيءَ وارو- سادو سُودو.

**غريب پرور:** ص. غريبن کي سنڀاليندڙ. اميرن جو لقب.
**غريب خانو:** ذ. گهر (پنهنجو گهر).
**غريب غربو:** ذ. مسڪين- مسافر. هرڪو ماڻهو.
**غريب نَواز:** ص. غريبن کي نوازيندڙ. سخي.
**غَريبِي:** ث. غربت- مسڪيني- مفلسي.
**غَرِيق:** ص (ع) ٻُڏل- غرق.
**غَريق رحمت:** ص. خدا تعاليٰ جي رحمت ۾- مرحوم.
**غَزا:** ث (ع) جهاد- ڪافرن سان جنگ.
**غَزالُ:** ذ (ع) هرڻ. هرڻ جو ٻچو.
**غَزَلُ:** ذ (ع) حُسن ۽ عشق جي مضمون وارا شعر.
**غزل خوان:** ص. غزل چوندڙ ۽ خوش الحاني سان غزل پڙهندڙ.
**غزوات:** ث (ع) "غزوه" جو جمع.
**غَزوَه:** ذ (ع) ڪافرن سان لڙائي (جنهن ۾ نبي سڳورو شريڪ هجي).
**غُسْلُ:** ذ (ع) سڄو جسم ڌوئڻ. وهنجڻ. مڙدي کي وهنجارڻ.
**غُسلخانو:** ذ. وهنجڻ جي جاءِ- وهنجڻ خانو.
**غُسل ڪرڻ:** وهنجڻ- پاڪ ٿيڻ.
**غَش:** ص (ع) بيهوش. ماندو- ساٺو. ڍڪريل.
**غش ٿيڻ:** بيهوش ٿيڻ- ڍڪرجڻ. حيران ٿيڻ.
**غَشِي:** ث. بيهوشي. ٻوڏڙو. مانداڻي. حيراني.
**غَصَبُ:** ذ (ع) ظلم. بي انصافي. زبردستي سان قبايل حق.
**غصب ڪرڻ:** زوري قبائڻ. ٻئي جي حق تي ڌاڙو هڻڻ.
**غُصو:** ذ (ع) ڪاوڙ- چڙ- ڏمر.
**غَضَبُ:** ذ (ع) غصو- قهر- ڏمر. مصيبت. ظلم- انڌير.
**غضب الاهي:** ذ. خدا جو قهر.
**غضب نازل ٿيڻ:** قهر پوڻ. مصيبت اچڻ.

**غضب ڪرڻ:** قهر ڪرڻ. حيرت جهڙو ڪم ڪرڻ.

**غَضبناڪ:** ص. ڪاوڙيل. چڙيل- ناراض. قهري.

**غَضنفَرُ:** ذ (ع) شينهن. بهادر- سورهيه.

**غُفا:** ث. چُرَ- سُرنگهه- غارُ.

**غَفَارُ:** ص (ع) معاف ڪندڙ. بخش ڪندڙ. (ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**غَفلتَ، غِفلَت:** ث (ع) بيخبري- اڻ ڄاڻائي. بي ڌياني. ڀُلَ- غلطي. ويسر. سُستي. ننڊ.

**غِفلت ڪرڻ:** سستي ڪرڻ. بيپرواهي ڪرڻ.

**غَفُور:** ص (ع) معاف ڪندڙ. خطا بخش ڪندڙ. (ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**غَفُور الرحيم:** ص. بخش ڪندڙ ۽ رحم ڪندڙ. ٻاجهارو.

**غُلُ:** ذ (ف) هُل- شور- گوڙ.

**غِلاظَت:** ث (ع) گندگي- ڪِن ڪچرو. ناپاڪائي- نجاست- پليتي. گدلائي.

**غِلافُ:** ذ (ع) ڇوَ- ڇهُ. پوش. پتراٽي، وهاٽي، گادي وغيره جو پُڙ.

**غُلامُ:** ذ (ع) زرخريد ڇوڪرو- ٻانهون- گولو. نوڪر. تاش جو هڪ پتو. (ص) تابعدار- مطيع.

**غُلام بنائڻ:** ٻانهون ڪرڻ. خريد ڪرڻ (احسان سان). مطيع ڪرڻ.

**غلام گردش:** ث. صُفن ۽ ڪمرن جي چوڌاري وراندو.

**غُلامِي:** ث. ٻانهپ- گولپ. تابعداري. فرمانبرداري- اطاعت.

**غلامي ڏيڻ:** نوڪري ڏيڻ. خدمت ڪرڻ. هروقت حاضري ۾ هجڻ.

**غَلبو:** ذ (ع) واڌارو- گهڻائي. برتري. فتح. حملو. طاقت- زور.

**غَلبي راءِ:** ث. گهڻائي وارو رايو. اڪثريتي فيصلو.

**غَلطَ:** ص (ع) اڻ درست- غيرصحيح. ڪوڙ.

**غلط العام:** ذ. عام ماڻهن جي ڪيل غلطي درست سمجهي ويندي آهي.

**غلط بياني:** ث. ڪوڙو بيان.

**غَلط سَلط:** ذ. ڪوڙ سچ.

**غَلطَ فهمي:** ث. ناسمجهي. ڀُل چُڪ. خطا.

**غلط نامو:** ذ. ڪتاب ۾ ثيل غلطين جي فهرست- ڀلنامو.

**غَلطِي:** ث. ڀُلَ- چُڪ- خطا. ناسمجهي.

**غلطي ڪڍڻ:** نقص معلوم ڪرڻ. درست ڪرڻ.

**غَلطانُ:** ص (ف) ٻڏل- غرق. مشغول. رُڌل (ڪم ۾).

**غلطان و پيچان:** ص. اٿلندڙ پٿلندڙ. فڪرمند. پريشان. ٻُڏتر ۾.

**غُلغُلو:** ذ (ف) شور- غوغاءُ. مشهوري- ڌوم. هاڪ.

**غِلمانُ:** ذ (ع) "غُلام" جو جمع. ڇوڪرا. بهشتين جي خدمت لاءِ غلام.

**غُلُو:** ذ (ع) نهايت مصروفيت. عقل ۾ اچڻ جهڙو وڌاءُ.

**غِلولو:** ذ (ع) گُليل. گليل جو ڳوڙهو- گِلولو.

**غَلو:** ذ (ع) اناج.

**غلو فروش:** ص. اناج وڪڻندڙ. مودي.

**غَلِيظُ:** ص (ع) گندو- ڪنو. لڙاٽيل (ٻاليت)- گهاٽو.

**غُليلَ:** ث (ع) مٽيءَ جي ڳوڙهن اُڇلڻ جو ڪمان وارو اوزار. ۾ سانگي ڪاٺيءَ مان ٺهيل ٽنڊي گُليلَ.

**غَمُ:** ذ (ع) رنج- ڏک- افسوس. ارمان- ملال. ماتم. ڳڻتي.

**غم غلط ڪرڻ:** دل وندرائڻ- روح پرچائڻ.

**غم کائڻ:** افسوس ڪرڻ. صبر ڪرڻ. درگذر ڪرڻ.

**غَمّازُ:** ص (ع) چغلخور- جُوٽت- چاري- جاسوس. اک سان اشارو ڪندڙ.

**غَمازِي:** ث. چغلي- جُوٽي. جاسوسي.

**غمتار:** ص. ڏک لاهيندڙ. همدرد.

**غمخوار:** ص. همدرد- ڏک ياٽي. هڏڏوکي.

**غمخواري:** ث. همدردي. دلداري.

**غمزده:** ص. ڏکويل- مغموم.

**غمزو:** ذ (ع) اک يا ڀروڻ جو اشارو. ميچ- اُهج. ناز- نخرو. انگل- ماٺو.

**غمزا هڻڻ:** نخرا ڪرڻ. بهانا ڪرڻ. ٻٽاڪون هڻڻ.

**غمگسار:** ص. همدرد.

**غمگين:** ص (ف) رنجيده- ڏکويل- مغموم- اُداس.

**غمگيني:** ث. افسوس- رنج- ڏک. اداسي. ملال.

**غمي:** ث (ف) موت. وفات جو افسوس.

**غنا:** ذ (ع) راڳ- ڳائڻ. گيت- نغمو.

**غنائيت:** ث. موسيقي- سُرود. راڳ واري لئي.

**غنچو:** ذ (ف) ڪَلِي- مکڙي- شگوفو. جهرمٽ (گلن، ٻوٽن، وڻن جو). باغيچو.

**غنڊو:** ص. بدمعاش- لفنگو. بدچال- اوباش.

**غنڊاگردي:** ث. بدمعاشي. جهيڙو فساد.

**غنو:** ذ (ع) نڪ مان نڪرندڙ "ن" اکر جو آواز.

**غنودگي:** ث (ف) خُمار (ننڊ يا نشي جو)- ڳهر. مدهوشي. ڀنڪي- اوجهرائي.

**غني:** ص (ع) شاهوڪار- دولتمند. بيپرواه- بي نياز. (ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**غنيم:** ذ (ع) ڦُرلُٽ ڪندڙ. دشمن. دشمن جو لشڪر. لشڪر. بي انداز ماڻهو- انبوهه.

**غنيمت:** ث (ع) لُٽ جو مال. دشمن کان کسيل مال. بنا محنت جي هٿ آيل مال. برڪت- خوش قسمتي.

**غنيمت جاڻڻ:** جيڪي ملي سو گهڻو سمجهڻ. خوش قسمتي سمجهڻ.

**غواص:** ص (ع) خوطه خور- ٽوٻير- ٽوٻو. اونهون ويندڙ ۽ حقيقت معلوم ڪندڙ.

**غواصي:** ث. اونهين ۾ وڃڻ واري حالت- اونهين ٽٻي.

**غوث:** ذ (ع) وِلايت جو هڪ درجو (جنهن ۾ بندو فقط خدا جي ياد ۾ مشغول رهي ٿو).

**غور:** ذ (ع) سوچ- ويچار- فڪر. اونهون خيال. ڪنهن شيءِ جي اصليت سمجهڻ وارو خيال.

**غور طلب:** ص. سوچڻ لائق- ويچارڻ جهڙو.

**غور ڪرڻ:** سوچ ويچار ڪرڻ. ڌيان ڪرڻ.

**غور و خوض، غور و فڪر:** ذ. سوچ ويچار.

**غوراب:** ذ سڙهن جي زور تي هلندڙ وڏو ٻيڙو. پاڻيءَ جو جهاز.

**غوطو:** ذ (ع) ٽُٻي. گوتو. ٻُڏتر.

**غوطي خور:** ص. ٽبي هڻي سمنڊ وغيره جي تري مان موتي ڪڍندڙ. ٽوٻو- ٽوٻير.

**غوطا کائڻ:** گوتا کائڻ- ٽُٻيءَ ۾ پوڻ. سوچ ويچار ڪرڻ. دِل من هڻڻ.

**غوغا، غوغاءَ:** ذ. شور- هُل- گوڙ. وڏو آواز.

**غول:** ذ (ع) جِن ڀُوت. غيبات.

**غول:** ذ (ف) انبوهه- ٽولو- جٿو- ميڙ.

**غيب:** ذ (ع) غيرموجودگي. ڏسجڻ ۾ نه اچڻ. لِڪَ. راز- ڳُجهه.

**غيب جو علم:** ذ. لڪل ڳالهيون جاڻڻ. آئنده جا واقعا جاڻڻ.

**غيبي:** ص. لڪل- ڳجهو- خفيه. آسماني.

**غيبات:** ث. ڏسجڻ ۾ نه ايندڙ مخلوق (جن، ڀوت، پَريُون).

**غيبت:** ث (ع) گِلا- نِندا. عيب جُوئي. لائي چائي.

**غيبتي:** ص. گلاخور. لائي چائي ڪندڙ.

**غير:** ذ (ع) گندگي. ميرُ. ڪَٽُ. بيائي. ويڄو. ڪلفت.

**غير:** ص (ع) ٻيو. ڌاريو. جدا- مختلف- ڌار. (ظ)

سواءِ- بنا. پراهون. ٻاهريون.

**غيرآباد:** ص. ويران- اُجڙ.

**غيرجانبدار:** ص. واسطو نہ رکندڙ. بي تعلق.

**غيرجانبداري:** ث. ڪنهن جو طرف نہ وٺڻ. بي رئائي.

**غيرجِنسَ:** ص. ٻئي قسم جو. ٻيءَ قوم مان. ڌاريو.

**غَير حَاضُر:** ص. موجود نہ هجي. غائب- گم.

**غيرحاضري:** ث. غيرموجودگي.

**غيرذميدار:** ص. ذميداري نہ سنڀاليندڙ. لاپرواه.

**غيرشفاف:** ص. جنهن مان آرپار نہ ڏسي سگهجي (شيشو وغيره). ڏنڌلو- اڻ صاف.

**غيرشخص:** ذ. ڌاريو ماڻهو. اڻ واقف ماڻهو. جنهن ماڻهوءَ جو تعلق نہ هجي.

**غير گمان:** ذ. شڪ شبهو. بي يقيني.

**غير شَرعي:** ص. شريعت جي خلاف. شريعت موجب منع ٿيل.

**غيرضروري:** ص. جنهن جي گهرج نہ هجي. اجايو- فضول.

**غيرفاني:** ص. فنا نہ ٿيندڙ. سدائين قائم رهندڙ.

**غير مُتحرِڪ:** ص. حرڪت ۾ نہ ايندڙ. چُرپر نہ ڪندڙ. اڻ چُرندڙ.

**غيرمَحدوُد:** بيشمار- حد حساب کان ٻاهر.

**غيرمرد:** ذ. ڌاريو ماڻهو.

**غيرمُستعمَل:** ص. استعمال ۾ نہ آيل. ڪم نہ ايندڙ.

**غيرمَشروُط:** ظ. بنا شرط شروط جي.

**غيرمعمولي:** ص. جيڪو عام نہ هجي. خاص. اڻ لڀ. انوکو.

**غيرمُڪمل:** ص. اڻ پورو- اڌورو.

**غيرمُمڪن:** ظ. اڻ ٿيڻي- ناممڪن. مشڪل- محال.

**غيرمُناسب:** ص. نامناسب- اڻ ٺهندڙ. اجايو.

**غيرواجب:** ص. نامناسب. فضول- اجايو. ناجائز.

**غيرواقف:** ص. اڻ سڃاتو. اڻ واقف. اوپرو- اجنبي.

**غَيرَت:** ث (ع) شرم- حياء- لڄ.

**غيرتمند:** ص. شرم وارو- حيادار. عزت وارو.

**غَيرِيَت:** ث (ع) ڌاريائي- ٻيائي- بيگانگي. دوئي.

**غَيض:** ذ (ع) ڪاوڙ. قهر- غصو- ڪاوڙ.

**غَيوُر:** ص (ع) گهڻي غيرت وارو.

# ف

**ف:** ث (ع) اُچار "في". سنڌي الف- بي جو ڇٽيهون اکر. عربي جو ويهون ۽ فارسي جو اناويهون اکر. ابجد موجب عدد (٨٠).

**فاتحُ:** ص (ع) فتح ڪندڙ- سوڀارو.

**فاتحَہ:** ث (ع) قرآن شريف جي پهرين سُورة- سُورة "الحمد". فوتيءَ جي روح کي ثواب پهچائڻ لاءِ 'الحمد' ۽ "قل هُو الله" سورتن جو ورد.

**فاتحہ خواني:** ث. فوتيءَ جي پٺيان تي دعا پڙهڻ- پرچائي- عذرخواهي.

**فاتحہ پڙهڻ:** عذرخواهي ۾ قُل وغيره پڙهڻ. ڪو ڪم يا معاملو ختم ڪرڻ.

**فاتِر:** ص (ع) ڪمزور- هيڻو.

**فاتِرالعَقل:** ص. عقل چٽ- مَت هِيڻ. چريو.

**فاجِر:** ص (ع) بدڪار.

**قَصبو**؛ ذ (ع. قصبه) ننڍو شهر. وڏو ڳوٺ. ڳوٺ- واهڻ.
**قَصَدُ**؛ ذ (ع. قَصد) ارادو. پڪو ارادو. نِيَت.
**قصداً**؛ ظ. ارادي سان- هاسيڪار.
**قصد ڪرڻ**؛ ارادو ڪرڻ- رِٿ رٿڻ.
**قَصَرُ**؛ ذ (ع. قَصر) محل. قلعو- ڪوٽ. سفر ۾ پڙهيل ٻن رڪعتن جي ننڍي نماز.
**قِصو**؛ ذ (ع. قِصہ) ڪهاڻي- ڳالهہ- حڪايت. بيان. داستان.
**قِصا ڪٿڻ**؛ بي مقصد ڳالهيون ڪرڻ. ڪچهريون ڪرڻ.
**قصہ خوان**؛ ص. داستان گو- ڳالهير.
**قصہ خواني**؛ ث. داستان گوئي.
**قِصو ڪوتاه**؛ ظ. آخرڪار- نيٺ. حاصل ڪلام.
**قصہ گو**؛ ص. داستان گو- ڳالهيون ڪٿندڙ.
**قصہ گوئِي**؛ ث. داستان گوئي.
**قِصو وتائڻ**؛ ڳالهہ کي اينگهائڻ. معاملو وتائڻ. تڪرار وتائڻ.
**قُصورُ**؛ ذ (ع) خطا- ڏوهہ. ڪوتاهي.
**قُصور وار**؛ ص. ڏوهي- گنهگار.
**قَصِيدو**؛ ذ (ع) ڪنهن جي تعريف ۾ چيل شعر.
**قَضَا**؛ ث (ع) خدا جو حڪم. قسمت- نصيب. موت- اجل. انصاف- نياءُ- عدالت. نماز جو ويل وقت.
**قضا ڪرڻ**؛ نماز جو وقت ٽري وڃڻ کان پوءِ نماز ادا ڪرڻ. عدالت ڪرڻ- شرعي فيصلو ڏيڻ.
**قَضائي**؛ ظ. اتفاق سان. اوچتو. ڪڏهن- بعضي- ڪنهن قضاني.
**قَضِيو**؛ ذ (ع) موت- مرڻو. حادثو- واقعو. تڪرار- معاملو. فيصلو.
**قَضِيو ٿيڻ**؛ موت ٿيڻ- انتقال ٿيڻ. معاملو ٿيڻ.
**قَطُ**؛ ذ (ع) ڪاني جي قلم جي نوڪ کي پاسيرو وَڍُ.
**قَطارَ**؛ ث (ع) هڪ ٻئي پٺيان سلسلو- لڙهي. لانڍ. ترتيب.
**قطارِجَڻُ**؛ مر. هڪ ٻئي پويان بيهڻ. قطار ۾ شامل ٿيڻ.
**قطارَڻُ**؛ مر. قطار ۾ بيهارڻ- لانڍ ڪرڻ.
**قُطبُ**؛ ذ (ع) جاگرافي موجب ڌرتيءَ جي انتهائي اُتر ۽ ڏکڻ وارو خطو (جنهن جي وچ مان محور واري خيالي ليڪ گذري). اُتر طرف آسمان ۾ نظر ايندڙ تارو. اهو درويش ولي جنهن تي دنيا جي انتظام جو مدار هجي.
**قطب جُنوبِي**؛ ذ. ڏکڻ قطب.
**قطب تارو**؛ ذ. اُتر قطب مٿان نظر ايندڙ تارو- ڌُرو تارو.
**قطب شُمالي**؛ ذ. اُتر قطب.
**قُطب نُما**؛ ذ. مقناطيسي سُئي وارو هڪ اوزار (جنهن جو هڪ پاسو هميشہ اُتر طرف هوندو آهي).
**قُطرُ**؛ ذ (ع. قُطر) گول کي ٻن اڌن ۾ ورهائيندڙ وچ واري ليڪ.
**قَطِرو**؛ ذ (ع. قطره) ڦڙو- ٽيپو- ٻُوندَ.
**قَطَع**؛ ث (ع) نمونو- ڍنگ. شڪل- صورت. ڪاٽَ- وَڍُٽڪَ. ٽُڪر.
**قطع بُريد**؛ ث. وڍَ ٽُڪَ- ڪاٽ ڪُوٽ.
**قطع تعَلُق**؛ ذ. لاڳاپــن جو خاتمــو. جدائــي. غيرواسطيداري.
**قَطع ڪرڻ**؛ ڇڏڻ (لاڳاپــو). وڍڻ. جدا ڪرڻ- الڳ ڪرڻ.
**قطع ڪلام**؛ ذ. ڳالهہ ڪٽڻ- هلندڙ ڳالهہ جي وچ ۾ رنڊڪ.
**قطع نظر**؛ ذ. ان کان سواءِ. باوجود انهيءَ جي.
**قَطعي**؛ ص. آخري. مڪمل. يقيني.
**قَطعاً**؛ ظ (ع) هرگز- بالڪل- ماڳهين.
**قِطعات**؛ ذ (ع) "قطعه" جو جمع.
**قِطعو**؛ ذ (ع) ساڳئي مضمون ۽ قافين وارا ٻہ شعر (شاعري جي هڪ صنف). ڀاڱو- حصو (زمين جو).
**قَطِيفو**؛ ذ (ع) هڪ قسم جو ريشمي ڪپڙو.

**قَعَرُ:** ذ (ع) کوهہ یا درياء جي اُونهائي- اوڙاهہ. وڏي کڏ.
**قَفَسُ:** ذ (ع) پڃرو (پکين جو). آکيرو.
**قُفُلُ:** ذ (ع) کُلف- تالو.
**قُلْ:** ذ (ع) "قُل هُوَ الله احدُ" جو مخفف. قرآن شريف جي سورت اخلاص. فاتحہ.
**قُلْ پڙهڻ:** فاتحہ پڙهڻ. خاتمي جي دعا پڙهڻ.
**قُلابو:** ذ (ع) زنجير جي ڪڙي- ڪُنڊو.
**قُلابا ملائڻ:** ڳنڍ ٽوپ ڪرڻ. وڌاءُ ڪرڻ- مبالغو ڪرڻ.
**قَلاتَ:** ذ. بلوچستان جو هڪ شهر ۽ خطو.
**قَلاش:** ص (ترڪي) غريب- مفلس. ڪنگال- ڪُنل.
**قَلبُ:** ذ (ع) دِل. هِنيون- مَنُ. ڪنهن بہ چيز جو وچ وارو اندريون حصو.
**قَلبِي:** ص. قلب جو- دِلي. دل وارو.
**قِلتَ:** ث (ع) ڪمي- ڪوٽ- اڻاٺ.
**قُلزُم:** ذ (ع) سمنڊ. کارڙهو سمنڊ.
**قَلَع:** ذ (ع) پٽڻ- ڍاهڻ.
**قلع قمع:** ذ. بيج ڍاهہ. اٿل پٿل.
**قِلعو:** ذ (ع) فوج جي رهڻ جي جاءِ جنهن جي چوڌاري ڪوٽ آيل هجي. ڪوٽ- ڳڙهہ- عالم پناهہ.
**قلعو فتح ڪرڻ:** ڪو مشڪل ڪم سرانجام ڏيڻ. وڏو ڪارنامو ڪرڻ.
**قِلعيدارُ:** ص. قلعي جو محافظ عملدار- ڪوٽوال.
**قَلعِي:** ث (ع) ڏاتوءَ جو هڪ قسم- راڱو.
**قَلعِي کُلڻ:** راز ظاهر ٿيڻ. اصليت پڌري ٿيڻ.
**قَلعِيگرُ:** ص. ٿانون کي قلعي ڪندڙ.
**قُلفُ:** ذ (ع. قُفل) ڪلف- تالو.
**قُلفِي:** ث (ع) برف ۽ کير مان ٺهيل ڪُلفِي.
**قَلَق:** ذ (ع) رنج- افسوس- ڏک. پڇتاءُ- پشيماني.
**قَلمُ:** ذ (ع) ڪانهن يا ڪاني مان ٺهيل لکڻي- خامہ. لڙنڊڙيءَ تي چڙهيل وار. وڻ جي ٽاريءَ جو وڍيل ٽڪر جيڪو پوکڻ لاءِ زمين ۾ هڻجي. ٿانون جي شِق. فقرو.
**قَلمبَند:** ص. لکيل- تحرير ڪيل.
**قلم تازو:** ذ. خط جي آخر ۾ پوءِ ياد آيل ڳالهہ جي لکيت.
**قلم تراش:** ذ. قلم گهڙڻ جو خاص چاقون.
**قَلمدانُ:** ذ. مس قلم رکڻ جي ننڍڙي صندوقڙي.
**قَلمرُو:** ث. جتي بادشاهہ يا حاڪم جي فرمان جي تعميل ٿئي. حڪومت. سلطنت- بادشاهي. مُلڪ.
**قلمڪار:** ص. منشي. مصور. نقاش.
**قلم ڪرڻ:** وڍڻ. ڪاٽڻ. ڇانگڻ.
**قلم لڳائڻ، هڻڻ:** سائي وڍيل ٽاري زمين ۾ هڻڻ (اوبڙ لاءِ).
**قَلمِي:** ص. هٿ جو لکيل. پيوندي (وڻ).
**قَلندَرُ:** ذ (ف) فقيرن جو هڪ فرقو جيڪو مٿو ۽ ڏاڙهي ڪوڙائي، گهر ٻار کي ڇڏي گهمندو وتي. پنهنجي وجود کان بيخبر ٿي خدا جي عبادت ۾ مشغول رهندڙ فقير.
**قُلوبُ:** ذ (ع) "قلب" جو جمع. دِليون.
**قُلِي:** ذ (ترڪي) غلام. مزور. بار ڍوئيندڙ.
**قَلِيلُ:** ص (ع) گهٽ. ٿورو. ننڍو. جُزوي- وِرلي.
**قَليہ:** ذ (ع) ڀُڳل گوشت- ڀُڳو.
**قِمار:** ذ (ع) بازي يا شرط لڳائڻ واري راند- جُوئا.
**قِمارباز:** ص. جوئاري.
**قمارخانو:** ص. جوئا خانو. جوئا جي ٽِڪري يا اڏو.
**قُماش:** ذ (ع) ڍنگ- نمونو. قِسم- جنس. طورطريقو.
**قَمچِي:** ث (ترڪي) چَهو- سنهُڙو لچڪيدار تلهڙ.
**قَمَرُ:** ذ (ع) چنڊ- ماهتاب. ٽيءَ رات کان پوءِ جو چنڊ

(پهرين ۽ ٻيءَ تاريخ جي چنڊ کي 'هلال' چئجي).

**قمري:** ص. چنڊ جو. چنڊ جي مهينن وارو سال- هجري.

**قُمري:** ث (ع) پکيءَ جو هڪ قسم. کبوتر جو هڪ قسم.

**قُمقُمو:** ذ (ع) ڇت ۾ ٽنگڻ لاءِ شيشي جو گولو. ننڍو فانوس.

**قَميصَ:** ث (ع) پهراڻ جو هڪ قسم- ڪڙتو.

**قَناتَ:** ث (ع) ڪپڙي جي اوٽ يا ديوار (جيڪا شامياني جي چوڌاري اڇي).

**قناعَتَ:** ث (ع) جيڪي ملي ان تي راضي رهڻ. ڪفايت- سانگ صرفو.

**قَناويزُ:** ذ (ترڪي) هڪ قسم جو چمڪندڙ ريشمي ڪپڙو.

**قَنبَرُ:** ذ (ع) حضرت علي ڪرم الله وجہ جي غلام جو نالو.

**قَنبِرانِي:** ص. 'قنبر حبشي' جي نسبت سان حبشي نسل.

**قَند:** ث (ع) مصري.

**قند مُکرر:** ث. ٻہ ڀيرا صاف ٿيل چٽيل چاش مان ٺهيل مصري.

**قَنديلَ:** ث (ع) شيشي جي گولي وارو فانوس جنهن ۾ ميڻ بتي ٻاري ڇت ۾ ٽنگجي. فانوس جو هڪ قسم.

**قَندارُ:** ذ. افغانسان جو هڪ صوبو.

**قنداري ڏاڙهون:** ذ. خاص قسم جو اعليٰ ڏاڙهون.

**قُنُوطِي:** ص (ع. قَنَط) نااميد- مايوس- نراس.

**قُنُوطِيَت:** ث. نااميدي- مايوسي.

**قَواعِد:** ذ (ع) "قاعده" جو جمع. قانون. اصول. سپاهين جي سکيا- پريڊ.

**قَوالُ:** ذ (ع) صوفيانہ ڪلام چوندڙ ڳائڻو. صفت ساراهہ جا ڪلام ڳائيندڙ. قواليون ڳائيندڙ گويو.

**قَوالِي:** ث (ع) ڳائڻ جو هڪ نمونو (جنهن جو مُوجد امير خُسرو چيو وڃي ٿو).

**قَوامُ. قِوامُ:** ذ (ع) کنڊ واري پاڻي کي ٺهڪائي ناهيل گهاٽو شيرو. کنڊ جي گهاٽي چاش.

**قَوانِين:** ذ (ع) "قانون" جو جمع. قاعدا. آئين.

**قُوَتَ:** ث (ع) طاقت- زور- ٻل- سگهہ. اختياري.

**قُوت باه:** ث. شهوت- مڙسي جي طاقت.

**قُوتُ:** ذ (ع) ڪاڌو- خوراڪ. رزق. ڄُوٽو.

**قُورمو:** ذ (ترڪي) شوروي وارو گوشت جو ٻوڙُ (جنهن ۾ ڀاڄي وغيره نہ هجي). گهٽي گوشت جو رڌل پُلاءُ.

**قوسَ:** ث (ع) ڪمانَ. آسمان جو هڪ بُرج.

**قوس قزح:** ث. اندلٺ- ڏَنَڪ.

**قَولُ:** ذ (ع) ڳالهہ- جملو- چوڻي. واعدو- اقرار- انجام.

**قول قرارُ:** ذ. انجام اقرار- ٻول وچن.

**قول و فعل:** ذ. چوڻ ۽ ڪرڻ.

**قولابو:** ذ. وڏو ڄُوڙو- ڪنگڻ (جيڪو عام طرح فقير پائين).

**قَومَ:** ث (ع) ذات. فرقو. نسل. خاندان- گهرائو. گروه- سَٿَ.

**قَوم پَرست:** ص. قوم جو خيرخواه. قوم جي مفادن لاءِ جدوجهد ڪندڙ.

**قَومِي:** ص. قوم جو.

**قَومِيَتَ:** ث (ع) نسل- ذات. قومي خصوصيت.

**قَوِي:** ص (ع) طاقتور- سگهارو. تندرست. مضبوط. (ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**قُوِيٰ:** ذ (ع) "قُوَة" جو جمع. سمجهہ- عقل- شعور.

**قَهارُ:** ص (ع) قهر ڪندڙ. زبردست- ڏاڍو. قهري- ظالم. (ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**قَهَرْ:** ذ (ع) ڪاوڙ- غصو- ڏمر. ڏاڍ. مصيبت. ظلم- انڌير.

**قهر اِلاهي:** ذ. خدا جو غضب. آسماني مصيبت.

**قهر ڪرڻ:** ظلم ڪرڻ. ڏاڍ ڪرڻ.

**قَهرِي:** ص. ظالم. بي رحم.

**قَهقَهہ:** ذ (ع) ٽهڪ. وڏي واڪي زور سان کِل.

**قَهوو:** ذ (ع) هڪ قسم جو ٻوٽو ۽ ان جو ٻج (جنهن کي پُچي چانهہ وانگر ڪاڙهي پيئجي).

**قَيء:** ث (ع) اُلٽِي- اُڇَل- ڪَڍ.

**قِيادَتَ:** ث (ع) اڳواڻي- پيشوائي. رهبري.

**قِياسْ:** ذ (ع) گمان. خيال. اندازو. اٽڪل رُوءِ ڪَٿَ- تخمينو. ويچار- ڳڻڀوت. غور. انومان. افسوس- ٻاجهہ- ڪهل.

**قياس ڪرڻ:** اندازو لڳائڻ. افسوس ڪرڻ- ڪَهل ڪرڻ. ڏک ڪرڻ.

**قِيافو:** ذ (ع) شڪل- صورت. انسان جي عادتن ۽ مُهاندي مان اندازو لڳائڻ جو علم.

**قِيافي شناسِي:** ث. 'علم قيافہ' جي ڄاڻ.

**قِيامَ:** ث (ع) قيامت- حشر. روز جزا.

**قِيامْ:** ذ (ع) نماز ۾ بيهڪ. بيهڪ. ٽڪاءُ. استقلال- پائداري.

**قِيام پَذِير:** ص. ترسيل- ٽِڪيل- مقيم.

**قِيامْ ڪَرڻ:** ترسڻ- ٽِڪڻ. سڪونت پذير ٿيڻ.

**قِيامَتَ:** ث (ع) آخرت- حشر. اهو ڏينهن جنهن تي سڀ ساهواراهہ فنا ٿيندا. مصيبت ظلم- انڌير.

**قِيامَت خيز:** ص. قيامت آڻيندڙ (حادثو، واقعو). مصيبت وارو.

**قِيامَت مَچائڻ:** ظلم مچائڻ. قهر ڪرڻ. هنگامو ڪرڻ.

**قَيدْ:** ذ (ع) بند- اسيري. روڪ- پابندي. بندش. جيل- ٽُرم- زندان. (ظ) بند ٿيل. منع ٿيل. پابند.

**قَيدِ بامَشقت:** ذ. سخت پورهئي سان سزا.

**قَيدخانو:** ذ. بنديخانو- جيل خانو- زندان.

**قَيد ڪرڻ:** بند ڪرڻ- اسير ڪرڻ. گرفتار ڪرڻ. پڪڙڻ- جيل ڏيڻ.

**قَيدِي:** ص. ٻاندي- گرفتار- اسير.

**قِيراطْ:** ذ (ع) درهم جي ٻارهين حصي جو وزن (جيڪو جواهرات تورڻ ۾ ڪم اچي).

**قَيصَرْ:** ذ. شينهن- شير. سلطان- بادشاهہ.

**قَيطونْ:** ذ (ترڪي) زري ۽ ريشمي ڌاڳن واري پَٽڪ.

**قِيفَ:** ث (ع) ٽِين يا شيشي جو مخروطي اوزار جنهن سان سوڙهي مُنهن واري ٿانءُ ۾ پاڻيٺ وجهجي.

**قِيل مَقالَ:** ث (ع) ڳالهہ ٻولهہ- گفتگو. بحث مباحثو.

**قِيل و قالْ:** ذ (ع) قيل مقال.

**قَيلُولو:** ذ (ع) ٻن پهرن جي ماني بعد ننڊ ڪرڻ- منجهند جو آرام.

**قِيمَتَ:** ث (ع) مُلهہ- دام. اگهہ- نرخ.

**قِيمَتِي:** ص. گهڻي مُلهہ وارو- بيش بها- مُلهائتو. ناياب.

**قِيمو، قِيمُون:** ذ (ف) ذرا ذرا ٿيل گوشت.

**قِيمو ڪرڻ:** ذرا ذرا ڪرڻ. وڍي ڇِتي ذرا ڪرڻ.

**قَينچِي:** ث (ترڪي) ڪپڙي وغيره ڪترڻ جو اوزار- ڪَترَ- مقراض.

**قَيُّومْ:** ص (ع) قائم رهندڙ. هميش قائم. (ذ) خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

# ڪ

**ڪ:** ذ (اُچار "ڪاف") سنڌي الف- بي جو اوڻيتاليهون اکر. عربي جو ٻاويهون ۽ فارسي جو پنجويهون اکر.

**ڪَ:** ظ (ع) وانگر- جيئن- مثل.

**ڪِ:** ص. ڪِين- ڪِي- يا.

**ڪُ:** ص. صفاتي اڳياڙي طور خراب يا گهٽ جي معنيٰ ڏيکاريندڙ حرف (جئن ڪُپتيو، ڪُمهل وغيره).

**ڪابُل:** ذ. افغانستان جو هڪ شهر.

**ڪابُلي، ڪابُولي:** ص. ڪابل جو (ماڻهو، وکر وغيره).

**ڪابِينُ:** ذ (ف) حق مَهر (اُها رقم جيڪا نڪاح وقت مڙس زال کي ڏيڻ جو اقرار ڪري).

**ڪابِينو:** ذ (ف) وزيرن جي مجلس- جملي وُزراء.

**ڪابارُ، ڪابارو:** ذ. ناريل جي کوپي جي مٿان وارو ريشو (جنهن مان رسا ٺهن). سامان سڙو (عموما ڪاٺ جو سامان).

**ڪابارو:** ذ. جهيڙو- جنگ.

**ڪابارو، ڪاباڙو:** ذ (ع. قبالہ) وڪري جي شرطن وارو دستاويز. فصل جي اڳواٽ ٺيل سؤدي جي لکيت.

**ڪابَٽِ:** ث. اٿاٽ- کوٽ- تنگي.

**ڪابَرُ:** ذ. ناريل جي ٻَج- ڪابارُ.

**ڪاتُ:** ذ. گوشت وڍڻ جو وڏو ڇُرو.

**ڪاتَ ڪُهاڙا ڪڍڻ:** جهيڙي لاءِ هٿيار ڪڍڻ. ڪنهن جي خلاف ڪمر ڪشي ٻيهڻ.

**ڪاتارِ:** ث. سُٽ ڪتڻ واري عورت.

**ڪاتِبُ:** ذ (ع) ڪتابت ڪندڙ. سهڻا اکر لکندڙ- خوشنويس.

**ڪاترَ:** ث. سنهون ڪٽيل ڇُورو (سوپارين وغيره جو). اُنَ يا ڏاس ڪترڻ جي ڪئنچي. ڪاٺ جي ڏنگي پَٽِي (جيڪا عام طرح ڪولهي ننڍن جانورن جي شڪار لاءِ ڪم آڻين).

**ڪاترو:** ص. ڪتريندڙ (رڍن، ٻڪرين کي).

**ڪاتي:** ث. گوشت وغيره وڍڻ جو تيز اوزار- ڇُري.

**ڪاتو:** ذ. ڪَٿَ- ڳڻپ- شمار. ڇيهه- دنگ.

**ڪاٽي:** ظ. ڪٽي- کهڙي هنڌ.

**ڪاٽَ:** ث. وَڍُ. چِيرُ. چانگ. ڪَمِي- تخفيف. ڪَٽَ.

**ڪاٽ ڪرڻ:** ڪَٽَ ڪَرڻ. گهٽ ڪرڻ. چانڊڻ- چانگڻ. تخفيف ڪرڻ.

**ڪاٽا:** ث. ڪاٽ (لفظ جي). برطرف.

**ڪاٽَ ڪُوٽَ:** ث. وڍٽڪ. ڪمي بيشي. چنڊڇاڻ.

**ڪاٽڻُ:** م. وڍڻ. ٽُڪر ڪرڻ. جدا ڪرڻ. تخفيف ڪرڻ. وضع ڪرڻ. پوڳڻ (قيد). بسر ڪرڻ- گذارڻ (وقت). طي ڪرڻ (مفاصلو). ٻن حصن ۾ ورهائڻ (تاس).

**ڪاٽو:** ذ. ڪانٽو- وڏي تارازي.

**ڪاٽُو:** ذ. رياضي ۾ ڪَٽَ جي نشاني (-).

**ڪاٺُ:** ذ. ٿُلهي ۽ ڊگهي ڪاٺي. ٻُنڊ. دوڳُ. ڏوهاريءَ کي سزا ڏيڻ جو ڪاٺيءَ مان ٺهيل هڪ اوزار (جنهن ۾ ڏوهاري جا پير ڦاسائين جنهن ڪري اهو اُٿي يا هلي نہ سگهي).

**ڪاٺَ جي ماني:** اصطلاح. سخت پورهيو- ڏکيو ڏنڊو- جاکوڙو.

**ڪاٺَ ڪٺو:** ذ. هڪ قسم جو پکي- ڊِڪڻ پکي.

**ڪاٽَ ٽُوريون:** ٿ. پينديون (ٻڪر جو قسم).

**ڪاٽَ گِدرو:** ذ. پَپيتو (وڻ ۽ ميوو).

**ڪاٺوڙو:** ذ. ڪاٺيءَ جو پاٺوڙو.

**ڪاٺِي:** ٿ. لڪڙي. هاٺِي- قدبت- جسم.

**ڪاٺِي سوڙهَ:** باهہ ڪي مچائڻ. جهيڙو وڌائڻ.

**ڪاٺِي ڪرڻ:** ٻَچ ڪرڻ. هشي ڏيڻ. چُرچ ڪرڻ (جهيڙي لاءِ).

**ڪاٺِيَرُ، ڪاٺِرُ:** ص. ڪاٺيون ڪندڙ. ڪاٺيون ڪري وڪڻندڙ.

**ڪاپاتِي، ڪاپاٺِتي:** ٿ. ڪپهہ مان ڌورا ٺاهيندڙ عورت. ڪاپو ڪندڙ. سُٽ ڪتيندڙ.

**ڪاپارُ:** ذ. ڪوپري. مٿو- سرُ. نصيب- ڀاڳ.

**ڪاپارِي:** ص. ڪاپارو وارو- مٿي وارو ڏڪ. تمام وڏو نقصان. وڏو صدمو.

**ڪاپَٽُ:** ذ. جوڳي فقيرن جو هڪ قسم.

**ڪاپڙِي:** ذ. جوڳي فقيرن جو هڪ قسم (جيڪي دنيا ڪان لاڳاپا ڪپي ويا هجن).

**ڪاپو:** ذ. ڪپهہ جا ڌورا ٺاهڻ (سُٽ ٺاهڻ ڪان اڳ). پورهيو. ڏاڪڙو.

**ڪاپو ڪرڻ:** پُٽن پاند جهولي ٺاهي چُونڊو يا لابارو ڪرڻ. سخت ڪشالو ڪڍڻ. پورهيو ڪرڻ.

**ڪاپِي:** ٿ (انگ) نقل. اُتارو. مُسوَدو. نوٽبوڪ.

**ڪاپِي ڪرڻ:** نقل ڪرڻ.

**ڪاڄُ:** ذ. ڪم. ڪرت- ڌنڌو. شادي يا خوشيءَ جي موقعي تي مهمانن جي ماني وغيره. خوشيءَ جو موقعو- مارڪو. قميص ڪوٽ وغيره ۾ ٻيڙي وجهڻ جو سوراخ.

**ڪاڄُ:** ذ. ڪاڄُ. شادي يا ڪنهن ٻئي خوشيءَ جي موقعي تي وڏي دعوت.

**ڪاڄُ ڪرڻ:** شاديءَ جي ماني ڪرڻ. دعوت ڪرڻ.

**ڪاڄَوَ:** ٿ. وڏي دڳهي مضبوط ڪاٺي جنهن تي ڇپر رکجي. هرلي يا نار جي ٻيهارڻ جي ڪاٺي.

**ڪانڇ:** ٿ. سُٿڻ. سلوار.

**ڪاڄُ:** ذ. ڪانچُ- شيشو.

**ڪاڇوڙِ:** ٿ. "ڪَڇ" جي ٻڪري يا ڳڻون. جُوئر جو هڪ قسم.

**ڪاڇو:** ذ. جبلن جي پير وارو ميداني علائقو (دادو ضلعي جو الهنديون جابلو ميداني حصو). ڪَڇ- ماپ- پيمائش.

**ڪاڇِي:** ص. جبل جي ڪنڌيءَ جو. "ڪَڇ" جو. (ذ) ڪڇ جو گهوڙو، اُٺ وغيره.

**ڪاڇوٽِي:** ٿ. لانگوٽي.

**ڪاڇِيلَ:** ٿ. ڏکڻ طرف.

**ڪاخُ:** ذ (ف) محل- قصر.

**ڪاڏي:** ظ. ڪيڏانهن- ڪهڙي پاسي- ڪِٿي.

**ڪاڏارو:** ذ. سِرَ جو صدقو. مٿان گهوريل شيءِ. ڪاپاٺو.

**ڪاڍو:** ذ. اُڪـنـڊ- سِڪَ- چِڪ (قـرب جي). تانگهہ- اُڪيرَ.

**ڪاڍوڙُ:** ص. ڏڪاريل- ڏکي ڪڍيل.

**ڪاذِبُ:** ص (ع) ڪُوڙو. باطل.

**ڪارَ:** ٿ. ڪاراڻ- سِياهي. اونداهي. انڌوڪار.

**ڪارِ:** ٿ (ف) ڪم- شغل- ڌنڌو. هنر. پيشو.

**ڪارِآمَدُ:** ص. ڪم اچڻ جهڙو. مفيد.

**ڪارِ بَندُ:** ص. عمل ڪندڙ. پابند- ٻڌل.

**ڪاراڻ:** ٿ. ڪارَ- سياهي. مُنهن اونداهي.

**ڪاراٺتو:** ص. ڪـم ۾ ايـنـدڙ- ڪـم جهـڙو. ڪمائتو- سڄايو.

**ڪاراٿو:** ذ. زمين جي سنڀال لاءِ مقرر ماڻهو- ڪمدار.

**كارَبُ؛** ذ (ع. قالب) سانچو- فريم. ڪورڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**ڪاربانُ؛** ذ (انگ) هڪ مشهور گئس (ڪوئلي ۽ شيهي مان پيدا ٿيل گئس).

**ڪارائي؛** ث. ڪاٺ وڍڻ جو اوزار (ڏندن واري رُڪ جي پٽي)- ڪرتُ.

**ڪاربارُ؛** ذ. ڪم ڪار. ڪاروبار.

**ڪارٿهي؛** ث. ڪاري ٿُهه واري جوئر جو هڪ قسم.

**ڪاربين؛** ث (انگ) ننڍي رائفل.

**ڪارتوسُ؛** ذ (انگ) ڪاغذ يا پتل جي نالي جنهن ۾ ڇيرا ۽ بارود ڀريل هجي.

**ڪارٽون؛** ذ (انگ) مسخريءَ واري تصوير.

**ڪارپرداز؛** ص (ف) ڪم جو نگران- منتظم.

**ڪارَٽ؛** ث. ڪاراڻ- سِياهي. ٽٽي دانگي يا ڏِٽي جي ڪاراڻ.

**ڪارجُ؛** ذ (سن. ڪاريہ) ڪم- ڪار. ڌنڌو- شغل. مقصد- مطلب.

**ڪارجُ سِڌ ٿيڻ؛** مقصد پورو ٿيڻ. مراد حاصل ٿيڻ.

**ڪارچوبُ؛** ذ (ف) ڪاٺيءَ مان ٺهيل چوڪٺ جنهن ۾ اڳٽ اُڻڻ يا ڀرت جو ڪم ٿئي.

**ڪارخانو؛** ذ (ف) ڪنهن هُنر يا صنعت جو هنڌ- فيڪٽري. دڪان- ڪوٺي. ڪاروبار- ڌنڌو.

**ڪارخير؛** ث. ثواب جو ڪم. نيڪيءَ جو ڪم.

**ڪاردارُ؛** ص (ف) ڪم ڪار هلائيندڙ- منتظم.

**ڪارڊُ؛** ذ (انگ) پَنو (تاس جو)، ورق. پوسٽ جو ٽڪلي لڳل ڪاغذ. اطلاع جو ڪاغذ.

**ڪارروائي؛** ث (ف) ڪم جي تڪميل. ڪم. انتظام. بندوبست. روبڪاري.

**ڪارڙو؛** ذ. هڪ قسم جو جيت. ٽتر جو هڪ قسم (ڪاري رنگ جو).

**ڪارزار؛** ث (ف) لڙائي- جنگ- رزم.

**ڪارِ زبانو؛** ص (ف) ڪاري زبان وارو (جيڪو بدسوڻي جي ڳالھ ڪري، ۽ منحوس سمجهيو وڃي).

**ڪارساز؛** ص (ف) ڪم ناهيندڙ. ماهر. (ذ) خداتعاليٰ.

**ڪارسازي؛** ث. هنرمندي. چالاڪي- هوشياري.

**ڪارستانُ؛** ص (ف) چالاڪ- هوشيار. ڀڙ- ماهر. وڏو ڪم ڪندڙ.

**ڪارستاني؛** ث (ف) چالاڪي- حرفت. شرارت- لچائي.

**ڪارفرما؛** ص (ف) حڪم ڪندڙ. حاڪم. ڪم ڪار هلائيندڙ.

**ڪارڪردگي؛** ث (ف) سُٺو ڪم. ڪارگذاري.

**ڪارڪنُ؛** ذ (ف) ڪم ڪندڙ- ورڪر. منتظم.

**ڪارگذاري؛** ث (ف) سُٺو ڪم. ڪم جي ترتيب ۽ طريقو. ڪم ڪار.

**ڪارگرُ؛** ص (ف) مفيد- سُودمند. اثرائتو.

**ڪارنامو؛** ذ (ف) اهم واقعو. سٺو ڪم. بهادريءَ جو ڪم.

**ڪارندو؛** ص (ف) ڪارڪن- ورڪر. منتظم.

**ڪارنهن؛** ث. ڪارٺ- ڪاراڻ. داغ- ٽِڪو. بدنامي جو ٽِڪو. خواري.

**ڪارَهُ؛** ذ. سبب- باعث. بهانو. علاج- حيلو. (ظ) لاءِ- واسطي- سانگي- جي ڪري.

**ڪارَڻُ؛** م. ڪرڻ. اُڪارڻ- پار ڪرڻ.

**ڪارڻي؛** ص. شافع. پار اُڪاريندڙ.

**ڪارو؛** ص. سِياهہ. اونداهو. ڪاري رنگ جو. سانورو. اصيل (نانگ). گناهن ۾ ورتل. گنهگار- ڏوهاري. (ث. ڪاري).

**ڪارو پاڻي:** ذ. اندمان ٻيٽ (جتي انگريزن جي دور ۾ عمرقيد وارن قيدين کي موڪليو ويندو هو).
**ڪارو چورُ:** ذ. وڏو چور- نالي چڙهيو ڪاٺڪو.
**ڪارو علمُ:** ذ. جادو- سحر. نقصان پهچائيندڙ جادو.
**ڪارو ڪاري:** ذ. زناڪارَ مرد ۽ عورت (جيڪي قبائلي رسم موجب واجب القتل هجن).
**ڪارو ڪرڻ:** سياهہ ڪرڻ. عيبدار ڪرڻ- ڏوهاري ڪرڻ. ٽڪو ڏيڻ. خوار ڪرڻ. گلارو ڪرڻ. بدنام ڪرڻ.
**ڪارو مُنهن ڪرڻ:** برو ڪم ڪرڻ. اخلاقي ڏوهہ ڪرڻ. بي آبرو ڪرڻ. خوار ڪرڻ.
**ڪاريءَ وارا ڪڪ:** محاورو. ڪجهہ بہ نہ- پينگ. عدم موجودگي.
**ڪارو نانگ:** ذ. واسينگ نانگ- ڪاريهر. اصيل نانگ.
**ڪاروانُ:** ذ (ف) گهڻن مُسافرن يا سوداگرن جو ٽولو. قافلو. اُٺن جو قافلو.
**ڪاروبارُ:** ذ (ف) ڏيتي ليتي- واپار. ڌنڌو. ڪم ڪار. ڪار وهنوار.
**ڪارُون:** ث. حيلا- ڪوششون. عاجزيون. منٿون.
**ڪارون ڪرڻ:** آزيون نيزاريون ڪرڻ- عاجزيون ڪرڻ.
**ڪارُونيارُ:** ص. نهايت اونداهو. گهاٽن گهڻن ڪڪرن وارو جهڙ (جنهن ۾ اونداهي ٿي وڃي). تمام گهڻو- بيشمار.
**ڪارو واءُ:** ذ. چوپائي مال جي هڪ بيماري (جنهن ۾ جانور کي ڏڪڻي ٿئي).
**ڪاري:** ص (ف) اثر ڪندڙ- مؤثر. اثرائتو (ڏک، زخم، گهاءُ). گهرو- اونهو (زخم).
**ڪاريزُ:** ذ (ف) جبل جي اندران زمين مان ايندڙ پاڻي جو وهڪرو. چشمي جو پاڻي.
**ڪاريگرُ:** ص (ف) هنرمند. صنعت گر. هوشيار. حرفتي.
**ڪاريگري:** ث. هنرمندي. هوشياري. چالاڪي.

**ڪاريهَرُ:** ذ . نانگ جو هڪ قسم- ڪارو نانگ- اصيل نانگ. هڪ قسم جو هَرڻُ.
**ڪاڙهَڻُ:** م. ٽهڪائڻ- اوٻارڻ- جوش ڏيڻ. آزارڻ- هلاک ڪرڻ.
**ڪاڙهو:** ذ. اُس- ڏُپَ. گرمي- تپش. اُسَ جي تپش. پسارڪو وکر جيڪو بيمار کي ٽهڪائي پيارجي- جوشاندو.
**ڪاڙي:** ث. ماچيس جي تيلي.
**ڪاسائي:** ص. ڪوس ڪندڙ- ڪُهندڙ- قاصائي. (ص) بيرحم- سنگدل.
**ڪاسِبُ. ڪاسِبي:** ص (ع) ڪسب ڪندڙ- هنرمند- پورهيت.
**ڪاسِني:** ث (ف) هڪ قسم جو گاهہ ۽ ٻُوٽو (پسارڪي وکر طور ڪم اچي).
**ڪاسو:** ذ (ع) پيالو- وڏو جَمڻُ. اناج پرڻ جو هڪ ماڻُ (اندازا سورهن سير). ڪِستو (فقيرن جو).
**ڪاسہ ليس:** ص. پيالو چٽيندڙ. خوشامدي. لالچي. فيض حاصل ڪندڙ. گداگر.
**ڪاسي ڪرولي:** ث. بچت سچت- پُورت سورت. تنگيءَ واري گذران ۾ بچت.
**ڪاش:** حرف ندا (ف) شال!- ائين هجي! افسوس!
**ڪاشانو:** ذ (ف) ننڍو گهر. جُهوپو. آستانو- ماڳ.
**ڪاشتَ:** ث (ف) کيتي- پوک- ٻني.
**ڪاشتڪار:** ص. هاريو ڪندڙ- هاري- ڪڙمي. آبادگار.
**ڪاشِفُ:** ص (ع) ظاهر ڪندڙ- کوليندڙ (راز يا ڳالهہ).
**ڪاشِي:** ث (ف) سِرُن ۽ ٽائلن تي روغني گلڪاري وغيرہ جو هنر (جيڪو چون ٿا تہ ايران جي شهر 'ڪاشان' مان هتي پکڙيو). (سن) ڀارت ۾ هندن جو تيرٿ وارو شهر- بنارس.
**ڪاشيگرُ:** ص. ڪاشيءَ جو ڪم ڪندڙ هنرمند.

**ڪاغَذُ** ذ (ف) پَنو- قِرطاسُ. ورق. چِٺي- خط.
**ڪاغذي،** ص. ڪاغذ جو. پني جهڙو. سنهون. اڇو.
**ڪافَرُ** ص (ع. ڪافِرُ) خدا کي نہ مڃيندڙ. خدا جو منڪر. ڪُفر ڪندڙ. نياڳو- بدبخت. معشوق- محبوب.
**ڪافر ادا،** ص. سهڻو- حَسين. معشوق.
**ڪافُور،** ذ (ف) هڪ قسم جو خوشبودار وڻ ۽ ان مان نڪتل سَتُ- ڪپور. (ص) اڇو- سفيد.
**ڪافور ٿيڻ،** گم ٿيڻ- الوپ ٿيڻ. اُڏامي وڃڻ.
**ڪافِي،** ث (انگ) هڪ قسم جو خوشبودار ٻوٽو (جنهن جو ٻج ڪُٽي چانهہ وانگر ڪم آڻين)- قهوو.
**ڪافِي،** ص (ع) گهڻو. گهرج مطابق. بس.
**ڪافِي،** ث (ع. قافيه) سنڌي نظم جي هڪ صنف- ڪلام. هڪ راڳ جو نالو. فقراء جي رهڻ جو آستان.
**ڪافِيَرُ** ص. ڪافيون ڳائيندڙ.
**ڪاڪ،** ث. "مومل- راڻي" جي داستان ۾ هڪ ندي (نئن) جنهن جي ڪپ تي مومل جو محلات هو.
**ڪاڪَتَ،** ث (ع. طاقت) طاقت- سگهہ.
**ڪاڪِڙو،** ذ. نڙيءَ ۾ لٽڪيل چمڙو.
**ڪاڪِڙو ڪرڻ،** زور سان ڳالهائڻ. وات ڪرڻ- زباني جهيڙو ڪرڻ.
**ڪاڪِڙو ڪٽڻ،** لٽل ڪاڪڙي کي ڦوڪاري جي ساٿ سان، يا دوا سان علاج ڪرڻ.
**ڪاڪُلَ،** ذ (ف) چهري ڏانهن لٽڪندڙ وارَ- زُلفَ.
**ڪاڪو،** ذ. چاچو. ننڍڙو ٻار. (ث. ڪاڪي).
**ڪاڳَرُ** ذ. ڪاغذ- پَنو. ورق.
**ڪاڳَرَ ڪارا ڪرڻ،** گهڻو لکڻ. اجايا ڪم ڪرڻ.
**ڪاڳِري،** ص. ليکو چوکو لکندڙ. منشي.
**ڪالُ،** ذ (سن) وقت. موسم. موتُ. ڏکيو وقت. اڻاٺ. ڏڪار- ڏڪر.

**ڪال پوڻ،** ڏڪار پوڻ- ڏڪر پوڻ. اڻاٺ ٿيڻ (چيزن جي).
**ڪالَرُ** ذ (انگ) قميص يا ڪوٽ جو گلي وارو حصو.
**ڪالرا،** ث (انگ) هڪ قسم جي وچڙندڙ بيماري- وبا.
**ڪال ڪوٺڙي،** ث. اونداهي ڪوٺي. قيد. ڦاسيءَ جي ڪوٺي.
**ڪالڪَ،** ث (سن) ڪاروڻڪو. ڪاراڻ- ڪارَنهن.
**ڪالڪان،** ث (سن) ڪالي ديوي. ڪالي ماتا جو آستان.
**ڪالَ ڪَنِچِي،** ث. هڪ قسم جو ننڍڙو پکي- ڪان ڪنچي. (ص) ٻچڙي- بدصورت.
**ڪالَمُ** ذ (انگ) صفحي جو هڪ حصو (مٿي کان هيٺ تائين).
**ڪالُورَڻُ** م. پاڻيءَ کي لُڙ ڪرڻ. لُٻڻ- جهڳورڻ (پاڻي).
**ڪالُوني،** ث (انگ) نئين آبادي- وَسِين.
**ڪالهہ،** ظ (سن) گذريل ڏينهن- ڪلهہ.
**ڪالِي،** ث (سن) دُرگا ديوي (جنهن تي هندو انسان جي قرباني ڏين).
**ڪاليجُ** ذ (انگ) اعليٰ درسگاهہ (جنهن ۾ مئٽرڪ کان پوءِ تعليم ڏني وڃي).
**ڪامَ،** ث. ڇت اڏڻ لاءِ ڊگهي ۽ ٿلهي ڪاٺي- شهتير. لڪڻ (وهڻ هڪلڻ لاءِ).
**ڪامُ** ذ (ف) خواهش- آرزو- سَڌ. ارادو- مقصد.
**ڪامُ** ذ (سن) عشق. شهوت. نفساني خواهش.
**ڪامديو،** ذ. عشق جو ديوتا.
**ڪامرانُ** ص (ف) ڪامياب- سوڀارو. خوشنصيب- سڀاڳو.
**ڪامراني،** ث. فتح مندي. سڀاڳائي. ڪاميابي. خوش نصيبي.
**ڪامِڙيو،** ص. ٻني ٻاري يا ڪاٺيءَ ڪٽڻ وارو مزور.

**ڪامگار:** ص (ف) سياڳو- خوشنصيبت. زراعت ڪاتي جو هڪ ملازم (جيڪو پوکن جي جنسن جي نظرداري ڪري).

**ڪامِلُ:** ص (ع) مڪمل- پورو- سالم. سڄو سارو. جملي- سمورو. پَڪو- مضبوط. عارف- خدا وارو.

**ڪامِنا:** ث (سن) خواهش- سَڌ- تمنا. دل جي مراد.

**ڪامَڻُ، ڪامِڻُ:** ذ. جادو- سحر. پڙهيا- ٻوهه. شادي وغيره جي رسمن جو ساڻُ سَوڻ.

**ڪامِڻِ:** ث. ڪامِڻي- عورت.

**ڪامِڻي:** ث. نازڪ ۽ سهڻي عورت. بيحد محبت ڪندڙ عورت. ڪامَڻ (جادو ٽوڻو) ڪندڙ عورت.

**ڪاموڏ:** ث. هڪ راڳڻي جو نالو.

**ڪامورو:** ذ. سرڪاري ملازم (جيڪو حڪومت جي ڪمن جي نگراني ڪري).

**ڪامَهَ:** ث. ڏکڻ- اولهه ڪُنڊ کان لڳندڙ هوا.

**ڪامياب:** ص (ف) فتح مند- سوڀارو. پاس (امتحان يا آزمائش ۾).

**ڪاميابي:** ث. سوڀ- فتح مندي.

**ڪانُ:** ذ (سن. ڪاند) ڪاني مان ٺهيل تيرُ (سڄي سَر ۾ لوهي ڇهنب هڻي ٺاهيل تير).

**ڪانا:** ذ. پوک جا ڳنا. پوک جا سُڪل ڪانا. سُڪل ڪانن وارو گاهه.

**ڪانبَ:** ث. ڪانبو.

**ڪانبو:** ذ. ڪُلهن کان چيلهه تائين پُٺن پاند ڪپڙو ٻڌي ٺاهيل جهولي (جنهن ۾ لُٽل گاه يا وَلِ وجهجي).

**ڪانبو ٻڌڻ:** ميڙ چونڊ ڪرڻ. جيڪي ملي سو جهوليءَ ۾ وجهڻ.

**ڪانبِ:** ث. گوڏا اُڀا ڪري ويهڻ لاءِ چيلهه کان وراڻي ٽنگن سان ٻڌل ڪپڙو (گهڻو وقت ويهڻ لاءِ گهٽو ڪري ڪانبِ ٻڌن).

**ڪانبِ ڪڍڻ:** ڪانبِ ٻڌي ويهڻ. هڪ مَنو ٿي ويهڻ. ٺهي ٺُڪي ويهڻ.

**ڪانبو:** ذ. جهولي (گاه يا ڪک ڪانن جي). پَرونڙي (گاه جي).

**ڪانڀو:** ص. بردبار- ڪانڌ وارو. سَبر- سگهارو.

**ڪانٽو:** ذ. ننڍي ساهمي- ٽَڪري. ساهميءَ جي سُئي. تور جي وڏي ساهمي. واچ يا گهڙيال جي سُئي. ريل جي پٽي بدلائڻ جو اوزار. ڪاڏي ڪائڻ لاءِ نوڪدار چمچو. وارن ۾ هڻڻ يا قميص چولي وغيره کي ڦابو ڪرڻ جو ڪانٽو.

**ڪانٽو مَٽائڻ:** ٽَڪري واٽ ڇڏي ٻي واٽ وٺڻ. رخ تبديل ڪرڻ.

**ڪانپَ:** ث (انگ. ڪئمپ) ڇانوڻي (لشڪر جي).

**ڪانچِي، ڪانجهِي:** ث. ڇانورن جي پيچي. ڪپڙن کي ڪلف ڏيڻ لاءِ پِڇ.

**ڪانچَ:** ث. سُٽڻ- سلوار.

**ڪانچَ لاهڻ:** بزدلي ڏيکارڻ- گيدي ٿيڻ. خواري ڪرڻ.

**ڪانچُ:** ذ. شيشو.

**ڪانڌُ:** ذ (سن. ڪانت) مڙس- پَتار- وَرُ.

**ڪانڌِي:** فوتيءَ جي جنازي جي ڪفن دفن ۾ شريڪ.

**ڪانڌيو:** ذ. ڪانڌين ۽ فوتيءَ جي گهر وارن کي ڦاتو ٽوڙائڻ جي ماني.

**ڪانڊارَ:** ث. لڱن ۾ ڏڪڻي (ڊپ يا ڪاوڙ ۾).

**ڪانڊارجَڻُ:** م. لڱن ۾ ڏڪڻي ٿيڻ (ڊپ يا ڪاوڙ کان). جسم جا وار اُڀا ٿيڻ. بدن ۾ سيسڙاٽ ٿيڻ (ڪنهن واقعي يا حادثي ڏسڻ سان).

**ڪاندو:** ص. ڪَندن وارو (وڻ، ٻوٽو). پَلي يا ميچيءَ جو ڪندن وارو اڌ پاسو.

**ڪانديرو:** ذ. هڪ قسم جو ٻوٽو.
**ڪانديري:** ث. ٻوٽي جو هڪ قسم.
**ڪانڊ:** ث. نينڊ- ڪوٺ- سڏ- دعوت (شادي وغيره جي ڪاڄ جي). اطلاع- سڏ.
**ڪانڙو:** ذ. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.
**ڪانس:** ث. پکي اڏاوت ۾ ڇت، درن دريـن جي سهائي لاءِ ڪنگرن واري پٽي.
**ڪانسٽيبل:** ذ (انگ) پوليس جو سپاهي.
**ڪانڦل:** ذ. هڪ ٻوٽو جنهن جا پن ۽ ڦر دوا طور ڪم اچن.
**ڪان ڪان:** ث. ڪانوَن جو آواز.
**ڪان ڪکڙي:** ث. پکيءَ جو هڪ قسم.
**ڪانگ:** ذ. هڪ مشهور پکي- ڪانءُ- ڪِيانتو- زاغ. (ص) ڪانءُ جهڙو حرفتي. چالاڪ.
**ڪانگَ اڏائڻ:** پيغام موڪلڻ. ڪنهن جي اچڻ جي انتظار ۾ ڪانگ اُڏارڻ جو سَوڻ ڪرڻ.
**ڪانگَ ٽڙو:** ص. پوک تان پکي هڪلينڌڙ- جهار هڪلينڌڙ. جهار کي ديڄارڻ لاءِ ڪپڙي جو ٺهيل ٻوتو (جيڪو ٻنيءَ ۾ ٽنگي ڇڏجي)- اوڙو.
**ڪانگل:** ذ. ڪانءُ- ڪانگ.
**ڪانگريس:** ث (انگ) جلسو- مجمعو- اجتماع.
**ڪانگو:** ذ. ڪانءُ- ڪانگ.
**ڪانگورو، ڪانگيرو:** ذ. گهڻن ڪانون جو گڏ ٿي 'ڪان ڪان' ڪرڻ. ڪانون جو لُڙ.
**ڪانگڙ:** ث. جوئر جو هڪ قسم. لاباري ڪان پوءِ پوک جون باقي رهيل ڪُتون ۽ ڪانا وغيره.
**ڪانگهاري:** ث. ڪير سُڪائي ويل ڇوپائي. گهڻو وقت ڌڻائي ڪان پوءِ وِهڪي ويل چوپائي- ڪانگهاري.
**ڪانو:** ذ. ٻاجهري جوئر وغيره جو ڳنو. سَرَ جو تِيلو. زمين جي ماپ جو ڪانو. ساهميءَ جو ڳنُ (جنهن جي پُڇڙين ۾ پڙُ ٻڌجن). تاڃيءَ کي سڌي بيهارڻ جي ڪاني (ڪورڪي ڪم جو اوزار).
**ڪانو ڪڄڻ:** قبر جي کوٽائي لاءِ مَيت جي ڪاني سان ماپ ڪرڻ.
**ڪانويرو:** ذ. ڪانون جي 'ڪان ڪان'- ڪانگيرو.
**ڪانهَ:** ظ. ڪٿي- ڪيڏانهن- ڪهڙي هنڌ.
**ڪانهن:** ذ. هڪ قسم جو ٻوٽو (جنهن جي ڪاني مان قلم ٺاهجن)- سَڄو سَرُ. گاهه جو هڪ قسم.
**ڪانهرو، ڪانهلو:** ص. هيڻو- ڏٻرو. سست- ڪاهل- ٽوٽي. ڏکويل. نرم دل.
**ڪانءُ:** ذ. هڪ مشهور پکي- ڪانگ- ڪيانتو- زاغ. (ص) ڏاهو- سياڻو. چالاڪ.
**ڪانئرُ:** ص. بزدل- ڊڄڻو- گيدي. ڪاهل- ٽوٽي.
**ڪانئل پيرُون:** ذ. هڪ ٻوٽي جو قسم (جنهن جو ٻج پسارڪي وکر طور ڪم اچي).
**ڪاني:** ث. سَرَ جو تِيلو- ڪانو. ڪانهن جي ڪاني مان ٺهيل تيرُ. نڙاندي. ڪانهن جي ڪاني مان ٺهيل ڦوڪ سان وڄائڻ وارو ساز (ڪاني، بانسري). سُرمي پائڻ لاءِ سَرائي. ساهمي جي ڳني.
**ڪاني هڻڻ:** پاراتو ڏيڻ- پِٽ هڻڻ.
**ڪانيارو:** ص. ڪاڻ وارو- آئيورو. گهٽ- ڪَسو. عيبدار. مَياري. گهُرجائو- ضرورتمند. (ث. ڪانياري).
**ڪانيرو:** ذ. هڪ قسم جو ڀانديي پکي.
**ڪاڻَ:** ث. ڪَمي- کوٽ. تور ۾ گهٽتائي- ڪَسُ. ڪَسَر. نقص- عيب. گهُرج- ضرورت- حاجت. پرواهه- غرض.
**ڪاڻَ ڪَڍڻ:** پرواهه ڪرڻ- غرض رکڻ. سانگو ڪرڻ- لحاظ رکڻ.

**ڪاڻيارو:** ص. عيبدار. مياري- حرفي. گلارو. داغدار. مهٽي هاب. غرضمند. (ڪاڻياري).

**ڪاڻو:** ص. عيبدار. هڪڙي اک وارو- يڪ چشم. (ث. ڪاڻي).

**ڪاڻي:** ث. جوئر جو هڪ قسم.

**ڪاوڙ:** ث. چڙ- غصو. ناراضگي. رُسامو- رنج.

**ڪاوڙائڻُ:** م. چيڙائڻ- چڙ ڏيارڻ. ڏمرائڻ. ناراض ڪرڻ- ڪاوڙ ڏيارڻ. رُسائڻ. رنجائڻ.

**ڪاوڙڻُ، ڪاوڙجڻُ:** م. ڏمرجڻ- ناراض ٿيڻ. جوش ۾ اچڻ. ڪاوڙ ڪرڻ.

**ڪاوڙيلُ:** ص. ڏمريل- ناراض- چڙيل. رُٺل.

**ڪاوش:** ث (ف) تلاش- ڳولا. جستجو- جاڪوڙ. دشمني- رنج.

**ڪاهہ:** ث. جُلهہ- حملو- يورش. هلڻ- ڏوڪ. اوچتي چڙهائي.

**ڪاهلُ:** ص (ع) سُست- آرسي- ٽوٽي. ڪم چور. ٽَڪل. هيٺو- ڏبرو.

**ڪاهلي:** ث. سُستي- آرس. ڍرائي.

**ڪاهنُ:** ذ (ع) غيب جون خبرون ٻڌائيندڙ. پيشنگوئي ڪندڙ. ٻتخاني جو وڏو پُوڄاري.

**ڪاهڻُ:** م. ڪاهہ ڪرڻ- حملو ڪرڻ. چڙهائي ڪرڻ- لشڪر ڪشي ڪرڻ. اوچتو حملو ڪرڻ. هلڻ- اڳتي ڌوڪڻ. پنڌ ڪرڻ- منزل ڏانهن هلڻ. هڪلڻ (چوپايو جانور).

**ڪاهو:** ذ. هڪ قسم جو ٻج (پسارڪو وکر).

**ڪائناتَ:** ث (ع) مخلوقات. دنيا- عالم. جڳ جهانُ. سنسار.

**ڪائو:** ذ. شيشو- ڪاچُ- آرسي. ڇت ۾ ڪامَ مٿان رکڻ جي ننڍي ڪائي. سمنڊ ۾ وِيرَ جي لاٽَ. درياء ۾ پاڻيءَ جي لاٽ يا ڇينهرو.

**ڪائو ڏيڻ:** لات ڪرڻ- لهڻ. ڳهٽ ٿي وڃڻ (تپ وغيره).

**ڪائونسَل:** ث (انگ) مشورو- صلاح. رٿا- منصوبو. ٻئي ملڪ ۾ پنهنجي ملڪ جي حقن جي حفاظت لاءِ آفيسر.

**ڪائونسلرُ:** ذ (انگ) مشير- صلاحڪار.

**ڪائي:** ث. هندو لوڪن ۾ مڙدي ڪي مساڻ ڏانهن کڻي وڃڻ لاءِ ڪکن ۽ ڪاني مان ٺهيل ارٿي.

**ڪائيهہ:** ث. انڪار- نابري. ٻاراڻي راند ۾ گوهي.

**ڪائيهہ ڪرڻ:** انڪار ڪرڻ. پُٺ ڏيڻ. گوهي ڏيڻ.

**ڪايا:** ث (سن) بدن- جسم- ٻُت. ڍِيلُ- هانءِ. شڪل- صورت. اصليت.

**ڪايا پَلٽ:** ث. جسم جي تبديلي. انقلاب. ڦيرو (حالتن جو).

**ڪايو:** ذ. ڪائو (ڇت ۾ وجهڻ جي ڪائي)- داسو.

**ڪَبابُ:** ذ (ف) سيخ تي چڙهيل قيمو (جيڪو ٽانڊن تي پچي). (ص) پڪل. تمام ڳهٽو پڪل- سڙيل.

**ڪباب ڪرڻ:** پچائڻ. ساڙڻ- جلائڻ.

**ڪبابي:** ص. ڪباب ٺاهي وڪڻندڙ.

**ڪَبَتَ:** ث. نظم جو هڪ نمونو. منظوم بند.

**ڪَبت ڪرڻ:** ڊگهو شعر چوڻ. داستان ٻڌائڻ. تصو ڪرڻ.

**ڪِبرُ:** ذ (ع) وڏائي- بزرگي- شان. اميري. غرور- تڪبر. پيري- وڏپڻ.

**ڪُبري:** ص (ع) "اڪبر" جو مؤنث. تمام وڏي.

**ڪِبريا:** ذ (ع) خدا تعاليٰ جو هڪ نالو. بزرگي- عظمت- وڏائي.

**ڪِبريائي:** ث. مٿانهون درجو. عظمت.

**ڪَبَڪُ:** ذ (ف) چڪور (پکي). هڪ قسم جو وڏو تِتر (جنهن جي چهنب ۽ پير ڳاڙها ٿين).

**ڪَبڪ رَفتار:** ص. چڪور وانگر هلندڙ. ناز سان هلندڙ- ٺِلندڙ.

**ڪَبُوتَرُ:** ذ (ف) هڪ قسم جو مشهور پکي.

**ڪَبُوتِري:** ٿ. ڪبوتر جي مادي. سُهڻي ۽ ناچو عورت.

**ڪَبِيرُ:** ص (ع) وڏو- بزرگ. جوان. شريف ماڻهو. سردار. (۱۵- صدي جو) هڪ مشهور درويش شاعر جنهن جا دوها مشهور آهن.

**ڪُبُ:** ذ. پيريءَ جي ڪري يا ٻي بيماري سبب پُٺيءَ جو ڏنگُ- ڳُڪُ. ڳهُبَ.

**ڪَباڙُ:** ذ. ڀڳل ٽُٽل ڪاٺ جو سامان.

**ڪَباڙي:** ص. ڀڳل ٽٽل ۽ پراڻو سامان وڪڻندڙ.

**ڪَبَٽُ:** ذ. ڪاٺ جي الماڙي.

**ڪَبِٽي، ڪَبَڏي:** ٿ. هڪ قسم جي راند- ڪوڏي ڪوڏي راند.

**ڪَبَرَ:** ٿ. هڪ قسم جو مشهور پکي.

**ڪَبرو:** ص. ڪارن ڇٽن وارو (جانور)- ڇٽڪمرو.

**ڪُبڙو:** ص. جنهن جي پُٺيءَ ۾ ڪُبُ هجي- ڳُڪو.

**ڪُبو:** ص. ڪُبڙو- ڳُڪو. ڳهُب پيل. (ذ) ڦُبو. (ٿ. ڪُبي)

**ڪَتَ:** ٿ. ڪَتَن جو لَڳُ. ڪُتن جي لڳ ڪرڻ جي مُندَ.

**ڪَتُ:** ذ (ع. قَط) قَط- وڍُ. قلم جو وَڍ. زمين تي نشان ڪرڻ لاءِ ڪوڏر جو ٽَپُ.

**ڪَتُ وجهڻ:** وڍ ڏيڻ. ڪَپُ هڻڻ (ڪوڏر سان).

**ڪَتِ:** ٿ. تمام سَنهان ۽ ننڍڙا جيت (جيڪي ڏسجڻ ۾ نه اچن ۽ جسم تي چڪ هڻن). وڻن جي پنن جي سنهي ٻَج.

**ڪَتِ خلق:** ٿ. عام ماڻهو. رواجي ماڻهن جو ميڙ. تمام گهڻا ماڻهو.

**ڪِتابُ:** ذ (ع) لکيت- نوشتو- تحرير. پُستڪ. نسخو- مُسودو. رسالو. وَهِي- رجسٽر.

**ڪتاب الهي:** ذ. خدا جي طرفان ڪنهن پيغمبر تي نازل ٿيل ڪتاب- الهامي ڪتاب (توريت، انجيل، زبور، فرقان).

**ڪتاب تي چڙهڻ:** رجسٽر ۾ لکجڻ. ڪاتي ۾ درج ٿيڻ. حساب ۾ لکجڻ.

**ڪِتابَتَ:** ٿ (ع) لکيت- تحرير. ڪاپي نويسي- اُتارو.

**ڪَتانُ:** ذ (ف) هڪ قسم جو نفيس ڪپڙو.

**ڪَتائِڻُ:** م. ڪپهه مان سُٽ نهرائڻ.

**ڪَتَبُ:** ذ. ڪم- فعل. هنر. پاڪٽڙي جي هڪ ڪاني.

**ڪَتَب اچڻ:** ڪم اچڻ- ڪم ۾ اچڻ. فائديمند ٿيڻ.

**ڪُتُبُ:** ذ (ع) "ڪتاب" جو جمع.

**ڪُتبخانو:** ذ. لئبرري. ڪتاب گهر. ڪتابن وڪڻڻ جو دڪان.

**ڪُتب فروش:** ص. ڪتاب وڪڻندڙ.

**ڪَتِبو:** ذ (ع) يادگار طور پٿر تي اڪريل تحرير (جيڪا مزار، مقبري، درگاه، مسجد يا ڪنهن آثار تي هجي).

**ڪَتَرَ:** ذ. ٿهَ (اناج جا)- ڪَڏا- ٿُوتَڙَ. ٻُوسو.

**ڪَتَرِ:** ٿ. ڪئنچي. ڪپڙي جون بچيل ٽُڪريون. ڇانگ. ڪاتَ- ڪَتَ ڪُوٽ. ڪَمِي.

**ڪَتَرِ، ڪُترِ:** ٿ. سائي يا سُڪل گاه جي ڪُترِ (جيڪا مال جي چاري طور ڪم اچي). سوپارين جو چُورو.

**ڪُترجَڻُ:** م. وڍجي ذرا ذرا ٿيڻ- ڪُوٽي ڪان ڪاٽجڻ (ڪاني، ڪپڙو وغيره).

**ڪَتِرَڻُ:** م. وڍڻ (ڪئنچيءَ سان). ذرا ذرا ڪرڻ.
**ڪُتِرَڻُ:** م. ڏندن سان ڪَٽڻ. ڪُئي جو ٽُڪڻ. ٽُڪڻ. وچان ڪجھ رقم ڪڍي ڇڏڻ.
**ڪَترو:** ذ. مڇي پلي جو ڀيرو- ڳيو.
**ڪَترِي:** ث. مِروُن جو نيش هڻڻ. ڏاند جي سِڱُ جو زخم. ٿونو.
**ڪَترِي هڻڻ:** دغا ڪرڻ. خيانت ڪرڻ. اوچتو ڏڪ ڪڍڻ.
**ڪِتڪِت، ڪِتڪِتائي، ڪِتڪِتوئي:** ث. ڪڇ يا پيٽ ۾ آڱرين جي ڇهاءَ سان ڪلائيندڙ احساس.
**ڪُتڪو:** ذ. مُهرو- سَٽڻ يا ڪُٽڻ جو مُهلڙو.
**ڪَتَلَ:** ث. ڪَجُور- خُرمو.
**ڪَتَڻُ:** م. اٽڻ ذريعي ڪپھ، ڏاس وغيره مان تند ٺاهڻ. سُٽ ٺاهڻ.
**ڪُتو:** ذ. هڪ مشهور گهرو جانور- سَڳُ. بندوق جو گهوڙو.
**ڪُتائِي:** ص. ڪُتا ڏاريندڙ.
**ڪُتا ٻَجائڻ:** سزا ڏيڻ- جُٽ ڪرڻ.
**ڪُتِي ڇاپُ:** ص. نقلي- عام رواجي.
**ڪَتِي:** ث (سن. ڪارتڪ) سنمت سنه جو اٺون مهينو. هڪ نکٽ (ستن تارن جو جهڳٽو)- ثريا. سرءَ جي مند وارو فصل- خريف جو فصل.
**ڪَٿَ:** ث. اندازو- تَڪَ- تخمينو. ڳاڻيٽو- شمار. قياس آرائي.
**ڪَٿَ ڪرڻ:** اندازو لڳائڻ. تخمينو ڪرڻ.
**ڪِٿ:** ظ. ڪِٿي- ڪهڙي هنڌ.
**ڪَٿا:** ث (سن) قصو- ڪهاڻي- آکاڻي. بيان- ذڪر.
**ڪٿا ڪرڻ:** ڳالھ کي ديگھ ڏيڻ. بيان شروع ڪرڻ.
**ڪِٿان:** ظ. ڪهڙي هنڌ جو. ڪهڙي طرف يا ملڪ جو.
**ڪَٿائڻُ:** م. ڪَٿ ڪرائڻ- تخمينو ڪرائڻ. اندازو لڳارائڻ.
**ڪَٿڻُ:** م. اندازو لڳائڻ- ڪَٿ ڪرڻ. تخمينو ڪرڻ. شمار ڪرڻ- ڳڻڻ. مُلھ ڪرڻ.
**ڪَٿو:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر (پانَ جي پن تي لڳائبي).
**ڪِٿي:** ظ. ڪنهن هنڌ. ڪهڙي طرف.
**ڪِٿي ڪِٿي:** ظ. ڪن ڪن هنڌن تي- ڇڊو پاڊو- ورلي.
**ڪَٽَ:** ث. وَڍَ. تخفيف- وضع. ڪَمِي. لاٽَ. ڪَتَر. رياضي موجب عدد گهٽائڻ جو اصطلاح.
**ڪَٽَ ڪُوٽَ:** ث. وڍ ٽُڪَ. ڇانگ. تخفيف.
**ڪَٽِ:** ص (انگ) ڪَٽيل- وڍيل.
**ڪَٽ پِيسَ:** ذ. ڪپڙي جي ٿاڪيي مان بچيل ٽڪرا (جيڪي سستا وڪامن).
**ڪَٽِ ڪرڻ:** پاسو ڪرڻ. ڏسي مُنهن ڦيرائڻ.
**ڪَٽُ:** ذ. ڪَسُ- زنگ. ڪُوري ۾ ڳڏ تيل لوهه جو مُرچو- موريائُ. ڪپڙن جي ڇُرَ ۾ ڪم ايندڙ مصالحو. ڪلفت- ٻيائي- نفاق.
**ڪِٽُ:** ذ. تيل جي تَر ۾ گڏيل ميلُ. حقي چلم جو ميل.
**ڪُٽَ:** ث. ڏنبي سان ڪُٽي اٽو ڪرڻ جي حالت- ڇِٽَ. مارَ. سَٽَ.
**ڪُٽُ:** ذ. هڪ قسم جو ڌاتو (جيڪو جست ۽ پتل جي ملاوت مان ٺهي)- ڪَنجهو. (ص) خصي ٿيل جانور. مڙسي کان ويٺل. هِسيل. ڇَٽ- برباد.
**ڪُٽ ڪرڻ:** خصي ڪرڻ. ماري ڪُٽي هيسائڻ. تابع ڪرڻ- مطيع ڪرڻ. برباد ڪرڻ- ڦِٽائڻ.
**ڪَٽارَ:** ث (سن) هڪ قسم جو ڊگهو خنجر.
**ڪَٽارِي:** ث. ننڍو خنجر.
**ڪَٽاهُ:** ذ. ڪپڙي تي زريءَ جو ڀرت.

**ڪَٽائڻُ:** مر. وڍائڻ. گهٽ ڪرڻ. ڇانگائڻ. ڪَٽ ڪرائڻ.

**ڪَٽائي:** ث. وڍائڻ جي اجرت، وَڍ (وڻن جي). ڇانگ.

**ڪُٽائڻُ:** مر. سَٽائڻ. اُکري ۾ وجهي سنهون ڪرائڻ- مار ڪارائڻ. ڀڃ ڏيارڻ. سيڪت ڏيارڻ.

**ڪَٽجڻ:** مر. وڍجڻ. ٽُڪجڻ. اُڏامڻ (رنگ). خارج ٿيڻ (نالو). ڪاٽا ٿيڻ (لفظ). وضع ٿيڻ (پگهار). گذرڻ (ڏينهن). ڪَسجڻ- زنگ لڳڻ.

**ڪُٽجڻُ:** مر. سَٽجڻ. مار کائڻ. سَنهون ٿيڻ- پيهجڻ (اکري ۾).

**ڪُٽجي ڪٽا ٿيڻ:** سخت عذاب ۾ اچڻ. مصيبت ۾ ڦاسڻ. چٽ ٿيڻ.

**ڪَٽَرُ:** ذ. سنهون ننڍڙو پٿر جو ذرو- ڪَڪرو. اک ۾ پيل ڪڪرو- سَرٽُ. پٿَر جو ذرو (اک ۾ اُڏامي پوي). ٻيائي- ڪدورت- ڪِينو. (ص) سخت ضدي. بي رحم- سنگدل.

**ڪَٽر پوڻ:** اک ۾ ڪڪرو پوڻ. ٻيائي ٿيڻ. ڪلفت پوڻ. غيرت اچڻ.

**ڪَٽرجَڻُ:** مر. نفاق پوڻ. دل ۾ رنجش ٿيڻ. بدگمان ٿيڻ. ڪدورت ٿيڻ. غيرت اچڻ.

**ڪَٽَڪُ:** ذ. فوج- لشڪر- سپاهه. انبوهه (ماڻهن جو).

**ڪَٽڪو:** ذ. سَٽڪو. ٿهڪو. مارو- سَٽ ڪُٽ. رڱيل ڪوري ڪپڙي جو ٽڪرو. ماٺورو.

**ڪَٽڪو وجهڻ:** ٻاڪر ڪُٽو وجهڻ. مارو ڪرڻ. سَٽ ڪُٽ ڪرڻ.

**ڪَٽڪي:** ث. ناراضگي- سخت ڪاوڙ. ڏمر. ڏندن ڪرٽڻ جي حالت ۽ ان جو آواز.

**ڪِٽلي:** ث (انگ) چانهه ناهڻ لاءِ ڏُنديءَ وارو خاص ٿانءُ.

**ڪُٽمُ. ڪُٽمب:** ذ. ڪُٽنبُ- ڪُڙم.

**ڪَٽ مَست:** ص. ٿلهو- موٽو. تندرست. بيپرواهه. پهلوان.

**ڪُٽنبُ:** ذ. ڪڙم- خاندان- گهر جا ڀاتي. ٻار ٻچا- عيال.

**ڪَٽڻُ:** مر. وڍڻ. ٽُڪڻ. وضع ڪرڻ (رقم)- گهٽ ڪرڻ. ڪپڻ. جدا ڪرڻ. چنڻ (ناتو). ڪترڻ.

**ڪُٽڻُ:** مر. سَٽڻ- مارڻ. سنهون ڪرڻ (مصالحو). ڇٽڻ- ڇلهڻ. مُهري سان اٽو ڪرڻ. ٿيهه ڪڍڻ.

**ڪُٽڻُ:** ذ. دلال- ڀڙوو- ڏوتو.

**ڪَٽو:** ص. پڪو- پختو. ضدي.

**ڪُٽو:** ذ. ڪنهن به شيءِ جو چُورو- ٻُورو.

**ڪٽورو:** ذ. پتل يا ٽامي جو پيالو- وَٽو.

**ڪٽوري:** ث. پيالي- وَٽي.

**ڪَٽهڙو:** ذ. ڪاٺَ يا لوهه جو جهنگلو (گهر جي ڇت تي اڏيل). ننڍڙي پٽ. ڇَڇَهري. قبر جي چوڌاري جاريءَ واري ديوار.

**ڪَٽي، ڪِٽي:** ث. ٻُهه ۽ ڪڪن گڏيل چُورو. ٻُوسو. ڇاڻُ. بارانِي راند ۾ دوستي ڇڏڻ.

**ڪُٽي:** ث. گيهه ۽ کنڊ ۾ پوريل ماني- چُوري.

**ڪُٽيا:** ث (سن) ساڌو فقير جي رهڻ جي جهُڳي.

**ڪَٽيلُ:** ص. مرچوٽ. ضدي. بخيل. موذي- شُوم.

**ڪَٽ:** ث (سن. ڪَنٺ) ڳچي- ڳلو.

**ڪَٽمالا:** ث. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه.

**ڪَٽُ:** ذ. "ڪاٺ" جو مخفف.

**ڪَٽ پُتلي:** ث. ڪاٺ جي گُڏي (جنهن ۾ ڏاڳا ٻڌي نچائي تماشو ڪن).

**ڪِٽُ:** ذ. ٽالهي يا شيشم جي ڪاٺ جو اندريون ڳَپُ. شيشم جي ڪاٺي. ڪاٺ جو اندريون سخت حصو (جيڪو ڪارو ٿئي).

**ڪَنَارَ:** ٿ. ڪنارو- ڪَپُ (واهه يا ڪنهن وهڪري جو).

**ڪَنَلُ:** ص. ڪُهي ڇڏيل- ذبح ٿيل. وڍيل.

**ڪَنمالَ:** ٿ. ٻچيءَ جو هڪ زيور.

**ڪَنو:** ظ. گڏ- مجموعي سان- مِلي- گڏجي- پيڙو. يڪو- سڀ- جملي.

**ڪَنو ڪرڻ:** ميڙي چوندي گڏ ڪرڻ.

**ڪَنورِ:** ص (سن) سخت دل- بيرحم. ظالم.

**ڪَثافَتَ:** ٿ (ع) گهاتاڻ- گهرائي. آلودگي. گندگي- نجاست.

**ڪَثَرَ:** ٿ (ع) واڌ- اضافو. گهڻائي. فائدو- لاڀُ.

**ڪَثرَتَ:** ٿ (ع) گهڻائي- افراط- جهجهائي. گهڻ- فراواني.

**ڪَثرت راءِ:** ٿ. جهجهن جي راءِ.

**ڪَثِيرُ:** ص (ع) تمام گهڻو- بي انتها- حد کان وڌيڪ.

**ڪَثِيفُ:** ص (ع) گهاٽو. ميرو- گندو.

**ڪَپُ:** ذ. واهه يا ڪنهن وهڪري جو ڪنارو- ڪنڌي- ساحل. ڇاڙون.

**ڪَپاٽُ:** ذ (سن) دروازو- لنگهه. حواسَ.

**ڪَپاٽَ کُلڻ:** دماغ کلڻ. سمجهه اچڻ. هوش اچڻ.

**ڪَپارُ:** ذ (سن. ڪپال) ڪاپار- ڪوپري. مغز. نصيب- پيشاني.

**ڪَپاهَ:** ٿ. ڪَپهه.

**ڪَپائڻُ:** م. وڍائڻ. ڪُهائڻ.

**ڪَپَٽَ:** ٿ (ڪ+ پَٽِ) بي ويساهي- بي ايماني. خيانت. دولاب.

**ڪَپٽيو:** ص. بي ايمان. ٺڳ. فريبي. ويساهه گهاتي ڪندڙ. خيانتي.

**ڪَپتانُ:** ذ (انگ) فوج جو هڪ عملدار. جهاز جو وڏو عملدار. ڪرڪيٽ فٽ بال وغيره راند جو اڳواڻ.

**ڪَپَٽُ:** ذ (سن) دوکو- دغا. ڪِينو- بغض.

**ڪَپٽي:** ص. دغاباز- فريبي.

**ڪَپِڇڻُ:** م. وڍجڻ.

**ڪَپِچُ:** ذ. خراب ٻج جيڪو نه ڇٽي (چمڙي جي خرابي).

**ڪَپَرُ:** ذ. ڪَپُ- ڪنارو- ٻَرِ- ڪنڌي.

**ڪُپَرُ:** ٿ. بدرسمي- نامناسب هلت. بدپرهيزي. اڻ رهائيندي رسم.

**ڪَپِڙُ:** ذ. ڪپڙو. هٿ سان اُڻيل ڪاڏي جو ڪپڙو (جيڪو ڪهرو ۽ ٿلهو ٿئي).

**ڪَپڙ ڇاڻ:** ص. ڪپڙي مان ڇاڻيل (تمام سَنهون).

**ڪَپڙ ڪوٽُ:** ذ. چادر وغيره جو پردو يا اوٽَ. طنبو- خيمو.

**ڪَپڙا:** ذ. ڪپڙن جو وڳو. زناني ماهواري- ڦُلَ.

**ڪَپڙا اچڻ:** ماهواري اچڻ- ڦُل اچڻ.

**ڪَپڙو:** ذ. سُٽ. ريشم يا اُن مان ٺهيل پارچو (جنهن مان پوشاڪ ٺهي). وڳو- پوشاڪ- لباس.

**ڪَپڙا لهرائڻ:** اگهاڙو ڪرڻ. ڦُر لُٽ ڪرڻ.

**ڪَپڙو لاهڻ:** پردو لاهڻ- ظاهر ڪرڻ. راز کولڻ. عيب اگهاڙڻ.

**ڪَپڙو لٽو:** ذ. ويس وڳو.

**ڪُپڙو:** ذ. ٺڪر جو ٺيو- ڪُپو.

**ڪُپِڙِي:** ٿ. ننڍي ٺِپي (ٺڪر جي). تيل، مَسُ وغيره وجهڻ جو ننڍڙو ٿانءُ.

**ڪَپَڻُ:** م. وڍڻ. ڪاٽڻ. جدا ڪرڻ- ڌار ڪرڻ.

**ڪُپو:** ذ. چَم جو وڏو مَٽُ يا ٿانءُ (جنهن ۾ گذريل وقت ۾ گيهه، تيل يا ماکي وغيره رکندا هئا)- دَٻو. ٺڪر جو ٺِپو. (ص) سُوڻل- ڦُوڪيل.

**ڪَپُوٽُ:** ذ (سن. ڪ+ پُتر) نالائق پُٽ. (ص) نافرمانبردار.

**ڪَپُورُ:** ذ (سن) ڪافور (هڪ قسم جو خوشبودار

پسارڪو وکر).

**ڪَپهِہ:** ث. ڪَڪڙا نڪتل ڦٽيون- ڪَپاهہ.

**ڪَچِي:** ث. لوهہ يا ڪاٺ جي چَرخي- پُوڻ. ڦرڻي (جيڪا بار ڪڍڻ جي ڪرين وغيرہ ۾ ڪم اچي).

**ڪَچِي:** ث. ننڍي دَبِي. ننڪر جي ڪُپڙي. مس وغيرہ وجهي رکڻ لاءِ ٿيپي.

**ڪَج:** ص (ف) ڏِنگو- ڪُبو. ڦڏو- ڇبو. مُڙيل- وَريل.

**ڪَج آدا:** ص. بدمزاج. بي لحاظ- بي مُروت.

**ڪَجاوو:** ذ (ف. ڪَجاوَہ) اُٺ تي ماڻهن جي سُواري لاءِ ڪاٺ جي ڏولي.

**ڪَج بَحث:** ص (ف) جهيڙاڪ- تڪرار ڪندڙ. اجايو ضد ڪندڙ- بحثي- ضدي.

**ڪَج رَفتار:** ص (ف) ڏنگو هلندڙ. (ڪناية) آسمان.

**ڪَج رَوِي:** ث (ف) ڏنگي چال. اڏنگي روش.

**ڪَج فَهم:** ص (ف) اونڌي سمجهہ وارو- بيعقل.

**ڪَج ڪُلاہ:** ص (ف) بادشاہ. معشوق.

**ڪَجَلُ:** ذ (سن) ڏيي جي ڪارَٺ جيڪا ٺانءَ مٿان رکي گڏ ڪجي، ۽ اها اکين ۾ سينگار طور ڪم اچي.

**ڪُجا:** ظ (ف. ڪُجا) ڪهڙو. ڇا.

**ڪُجاڙو:** ظ. ڪهڙو. ڇا.

**ڪَجَڻُ:** م. ڇڏڻ- وسارڻ. لڪائڻ.

**ڪُجهہ:** ص. ٿورو ذرو- ڪي قدر. جزوي.

**ڪُجهہ ٿيڻ:** ڪو ڪم ٿيڻ. ڪم ۾ واڌارو ٿيڻ. نقصان پهچڻ.

**ڪُجهہ ڪُجهہ:** ص. ٿورو گهڻو- ڪي قدر. ٿورو ٿورو- ذرو ذرو.

**ڪجهہ چوڻ:** ڪا ڳالهہ چوڻ. هدايت ڪرڻ. تنبيهہ ڪرڻ. اڻ وڻندڙ ڳالهيون ڪرڻ.

**ڪُجهہ ڪري وڃڻ:** نيڪي ڪرڻ- ثواب جو ڪم ڪرڻ. وقت جو فائدو وٺڻ.

**ڪُجهہ نہ ڪُجهہ:** ظ. ڪي قدر. ٿورو گهڻو.

**ڪَجَرُ:** ذ. اصل ۾ راجپوتانا جي هڪ خانہ بدوش قوم (جيڪا عورتن کان بدپيشو ڪرائيندي هئي). (ص) پڙوو- دَلو.

**ڪَجِرِي:** ث. ڪجر قوم جي عورت. رنڊي- دلي. ڪسبياڻي. پڙوي. ناچو عورت- رقاصہ.

**ڪَچ:** ث. 'ڪچو' جو مخفف. ڪَچاڻ. نقص- عيب. خامي.

**ڪَچ مِنو:** ص. اهو ڦل جيڪو ڪَچو هجڻ جي باوجود مِنو هجي.

**ڪَچُ:** ذ. شيشو- ڪانچُ. مَٽُ.

**ڪَچُ مٽڻ:** گارگند ڪرڻ. اڏنگو ڳالهائڻ. بدشد ڳالهائڻ.

**ڪچ:** ث. گپ- چِڪ. ڪَچري واري گپ. ترڪڻ واري گپ.

**ڪَچَ:** ث. ٻُبيءَ جي ڏُنڊي- چُوچي. چوڪَ (آگر يا ڪاٺيءَ جي)- اشارو.

**ڪَچ ڪَچ ڪرڻ:** ذري ذري چوڪون ڏيڻ. وري وري چوڻ. تنگ ڪرڻ.

**ڪَچالو:** ذ. هڪ قسم جي آبي ٻوٽي جي پاڙ جيڪا ڀاڄي طور ڪم اچي.

**ڪَچائي:** ث. اڻ پڪائي. ناپختائي. خامي- نقص.

**ڪُچرُ:** ص. وڏن ڪُچن وارو. بدافعالو. گيدي. بيحيا.

**ڪُچرائي:** ث. بي افعالائي- بدلچڻائي. اڏنگائي.

**ڪِچرو، ڪَچرو:** ذ. گند- ٻهرُ. گندگي- ڪِنُ.

**ڪَچريُوہ:** ث. چيڙن يا ريبڙن جا سُڪل ڳترا (جيڪي ڀاڄيءَ طور ڪم اچن).

**ڪَچڙو:** ص. تمام ڪچو. نازڪ (گاہ). (ث. ڪَچڙي).

**ڪچ ڪچ:** ث. گپ ۾ هلڻ جو آواز. سُوڪَ جو احساس.

**ڪڇَ ڪوڏي:** ث. ڪوڏيءَ جو هڪ قسم.

**ڪَچو:** ص. اڻ پڪو- خام. ناپختو. اڌ پڪو. سائو (ميوو). اڌ ڳريل. اڌ رڌو. ڪمزور. ناتجربيڪار. خالص- نج. سيڪڙات. ڪکن، مٽي يا ڪچين سِرن جو (گهر). (ذ) درياءَ جي ڇڏيل زمين (جيڪا سيلاب وقت پاڻي هيٺ اچي، وري سُڪي وڃي). (ث. ڪَچي).

**ڪچو پَڪو:** ص. اڌ رڌو- اڌ پَڪو. جهڙو تهڙو.

**ڪچو ڪرڻ:** وعدو پورو نہ ڪرڻ. ڏنو ڪرڻ- شرمسار ڪرڻ. ڪپڙي کي هلڪا بخيا ڏيڻ- ڪوڪَ ڪرڻ.

**ڪَچو ڪائڻ:** سخت ڪاوڙ ڪرڻ. ڏمرجڻ.

**ڪَچي سِرَ:** ث. مٽيءَ جي اڻ پڪل سِرَ.

**ڪَچي عُمرِ:** ث. ننڍي عمر. ناسمجهي. ناتجربيڪاري.

**ڪَچي نِنڊَ:** ث. پوريءَ طرح نہ آيل ننڊ- ننڊ جي شروعات.

**ڪُچو:** ذ. زيرناف جو وارُ. خسيس شيءِ.

**ڪُچا پٽڻ، ڪُچا کوهڻ:** ڪجهہ بہ نہ ڪرڻ. اجايا ڪم ڪرڻ.

**ڪَچوري:** ث. بيسڻ ۽ دال وغيره مان ٺهيل ٽِڪي.

**ڪَچُونبرُ:** ذ. ڪاتر ٿيل بصر.

**ڪَچُونبر ڪرڻ:** وڍي ذرا ذرا ڪرڻ. چِٿڻ- چِلهڻ.

**ڪَچهَري:** ث. جلسو. دربار. رهاڻ لاءِ گڏجاڻي. رهاڻ- ونڊر. ڪورٽ- عدالت.

**ڪَچِي:** ث. ڪَچائي- عيب. گِلا. بدنامي.

**ڪَچَي ٽِڪي:** ث. عيب ثواب جي ڳالهہ. عيب جوئي.

**ڪَچيءَ ڪان، ڪچيءَ ۾:** ظ. منڍ کان- شروع کان. سِرجندي ئي. جمڻ سان.

**ڪَڇَ:** ث. ڪُلهي جي جوڙ وارو سَنڌُ- بَغل. پاسو- پهلو.

**ڪَڇُون لوڪڻ:** موج ۾ اچڻ. خوش ٿيڻ.

**ڪَڇَ:** ذ. سنڌ جي ڏکڻ واري علائقي جو نالو (جيڪو هن وقت ڀارت جو صوبو آهي).

**ڪَڇَ:** ص. ڪُجهہ. تورو ذرو. ڪي قدر.

**ڪَڇائڻُ:** م. ماپائڻ. وِهٽ ڪرائڻ.

**ڪَڇِرو:** ص. گدلو- گندو. ميرو. (ث. ڪِڇري).

**ڪَڇِڙي:** ث. گج، چولي يا پهراڻ جي ڪَڇ واري هنڌ کان لڳل ڪپڙو.

**ڪَڇَڻُ:** م. ماپڻ- ماپ وٺڻ. وِهَٽ ڪرڻ (ڪپڙي جي).

**ڪَڇي قاڙَڻُ:** هُوند سارُو خرچ ڪرڻ. سوچي ويچاري ڪم ڪرڻ.

**ڪُڇَڻُ:** م. چوڻ- ڳالهائڻ- بولڻ. بيان ڪرڻ.

**ڪَڇو:** ذ. ننڍڙي چَڏي- لنگوٽي. جبل جي اوير وارو پاسو.

**ڪَڇوٽي:** ث. لنگوٽي.

**ڪَڇوراڙِي:** ث. بغل ۾ ٿيندڙ ڳُڙُ يا ڦٽ (جيڪو چون ٿا تہ ڏيڏري مارڻ کان پيدا ٿئي).

**ڪَڇُٿُون:** ذ. هڪ قسم جو آبي جانور- ڪيون- وڏو ڪمُ.

**ڪَڇِي:** ذ. ’ڪڇ‘ ملڪ جو رهاڪو.

**ڪُحلُ:** ذ (ع) سُرمو.

**ڪَدُو:** ذ. هڪ قسم جي وَلِ ۽ ان جو ڦرُ (ڀاجيءَ طور ڪم اچي).

**ڪَدُو ڪَش:** ذ. ڪدو کي چلڻ جو اوزار.

**ڪُدُورَت:** ث (ع) لُڙاٽ. ميراڻ. ڪِنُ- گندگي. دل جو غبار. ڪينو- نفرت.

**ڪَدوڪاش:** ث (ع) ڪوشش.

**ڪَدَه:** ذ (ف) گهر. مرڪب لفظن ۾ ڪم ايندڙ (جئن مَيڪده، آتشڪده وغيره).

**ڪَدائي:** ث. بدافعالائي. بدلچڻائي. دل جي ٻيائي.

اندر جو کوٽ- دغابازي.

**ڪڌو:** ص. اندر کوٽو- دغاباز. بدلچڻو. خراب عادتن وارو. خراب - بڇڙو (ڪم).

**ڪڌا ڪَمَ:** ذ. خراب ڪم- بدلچڻ. جڏا ڪم.

**ڪڏ:** ظ. ڪڏهن.

**ڪڏ:** ث. ٽپ- اُچانگ. چالُ. شوق- ترنگ. ريجهڪُ.

**ڪڏڪارَ:** ث. ٽينگ ٽپو.

**ڪڏائڻُ:** م. ٽينگ ڏيارڻ- ٽپ ڏيارڻ- راند ڪرائڻ. وندرائڻ (ٻارَ کي).

**ڪڏڻُ:** م. ٽپڻ- ٽينگ ڏيڻ. بانور ڪرڻ- پَڏڻ.

**ڪڏي پوڻ:** ٽپي پوڻ (معاملي ۾). خواهہ مخواه دخل ڏيڻ.

**ڪڏو:** ذ. ٿهـ جو ذرو. لُوڻ جو ذرو. تمـاڪ جي ڏانڊي. ٽورو ذرو.

**ڪڏهن، ڪڏهين:** ظ. ڪهڙي وقت. ڪهڙي ڏينهن. ڪهڙي زماني ۾. ڪِتي.

**ڪڏهن ڪڏهن:** ظ. بعضي- ورلي- اتفاق سان- گاهي گاهي.

**ڪَڍَ:** ث. پُٺ- تعاقب. اُلٽي- اُچَلَ- قَيءَ.

**ڪَڍَ پوڻ:** پنيان ڪاهي پوڻ- پُٺ وٺڻ.

**ڪَڍائڻُ:** م. خارج ڪرائڻ. نيڪال ڪرائڻ. باهر ڪرائڻ.

**ڪَڍڻُ:** م. باهر ڪرڻ. نيڪال ڪرڻ. خارج ڪرڻ. لوڏڻ. پيڙڻ (تيل). چِڪائڻ (عرق). نپوڙڻ (رس وغيره). چونڊ ڪرڻ.

**ڪَڍِي:** ث. ٻٽڻي ڪان پوءِ رهيل ٿهن گڏيل اَنُ ٻهہ وغيره.

**ڪَذا:** ظ (ع) اهڙيءَ طرح- ائين.

**ڪَذابُ:** ص (ع) نهايت ڪُوڙو.

**ڪِذبُ:** ذ (ع) ڪُوڙ- دروغ.

**ڪَرَ:** ث. سُڌِ- خبر- ڪَلَ. سارسنيارَ. خبرچار.

**ڪَپَ-** ڪنارو- ڪنڌي. پاڻيءَ جي وَهڪَ جو سنڌو. سنوت. (حرف جر) جڻ تہ- هوند- اگر. (ظ) وٽان- ڪان.

**ڪَرَ ڏيڻ:** خبر ڏيڻ- سُڌ ڏيڻ. پاڻي جو اصل سطح کان هيٺ ٿيڻ.

**ڪَرَ لهڻ:** خبر لهڻ- پوئواري ڪرڻ. پرگهور لهڻ.

**ڪَرُ:** ذ. ڪَنڌُ- ڳاٽُ.

**ڪَرَ پچڻ، ڪَرَ موڙڻ:** آرس پچڻ. سُستي يا ٿڪ کان ٻانهون مٿي ڪري بدن کي موڙا ڏيڻ.

**ڪَرُ رڪڻ:** رخ رڪڻ (رواني ٿيڻ لاءِ).

**ڪَرُ:** ذ (ع) طاقت. شان.

**ڪَر و فَر:** ذ. شان شوڪت. رعب تاب- دبدبو.

**ڪِرِ:** ث. چارَ- ڪيري- رڪ.

**ڪُرُ:** ذ (سن. ڪُل) خاندان- گهرائو. ڪُرَم- ڪٽنب- آڪهہ. پُري- قوم. نسل. حسب نسب.

**ڪُر اُجارُ:** ص. خاندان جو نالو روشن ڪندڙ.

**ڪَراچي:** ذ. سنڌ جو مشهور شهر.

**ڪَرار:** ص (ع) زور سان يا وري وري حملو ڪندڙ. حضرت علي رضہ جو لقب.

**ڪَرارو:** ص. سخت- ڏاڍو. پهلوان- دلير. سگهارو.

**ڪِراڙا:** ث. "ڪِرڙَن" واري جُوءِ يا ايراضي. "پٽ شاه" جي پرسان درياه جي پراڻي پيٽ ۾ هڪ ڍنڍ.

**ڪِراڙُ:** ذ. واڻيو دڪاندار- هَٽ واڻيو- مَهتو.

**ڪُراڙو:** ص. پوڙهو- پيرسن- پيرمرد. (ث. ڪُراڙي).

**ڪَرامات:** ث (ع) "ڪرامت" جو جمع- ڪرامتون.

**ڪِراما ڪاتبين:** ذ (ع) انسان جا عمل لکندڙ ٻہ فرشتا (جيڪي انسان جي ڪلهن تي ويٺل آهن).

**ڪَرامَتَ:** ث (ع) بزرگي- عظمت. خوبي. بخشش-

عنايت. وليءَ جي اشاري سان ٿيل حيرت انگيز ڪم. عجيب ڳالهه.

**ڪِراهَتَ:** ث (ع) نفرت- ٻُجان. سُوگ.

**ڪَرائڻُ:** م. ٻئي کان ڪم وٺڻ.

**ڪُرائڻُ:** م. ڦَٽ سُور ڪرائڻ. ڦَٽ ڦُرڙي چُٽڻ کان اڳ سوڪ ڪائڻ ۽ مٿي خارش ٿيڻ. سُسَڻ.

**ڪَرائي:** ث. هٿ ۽ ٺونٺين جي وچ وارو حصو.

**ڪِرايو:** ذ (ع. ڪِرايہ) جاءِ جي مسواڙ. ڀاڙو. ڪنهن شيءِ جي استعمال ڪرڻ جو معاوضو. مزوري.

**ڪَربُ:** ذ (ع) رنج- غم- ڏُک- درد.

**ڪَرب و بَلا:** ث. رنج ۽ مصيبت.

**ڪَربلا:** ث (ع) "ڪرب و بلا" جو مخفف. عراق جو اهو هنڌ جتي حضرت امام حسين شهيد ٿيو.

**ڪِرتِ:** ث. ڪم- هاج- پورهيو. پيشو. هنر.

**ڪَرتا ڌرتا:** ص (سن) باني. مُک- اڳواڻ.

**ڪَرتارُ:** ص (سن) ڪندڙ- ٺاهيندڙ. خالق- مالڪ.

**ڪَرتَبُ:** ذ. ڪم. هُنر. هٿ ناٽ. عجيب ڪم. ڪارنامو.

**ڪَرتُوتَ:** ذ. ڪم- فعل. بدلچڻ- خراب ڪم.

**ڪَرٽُ:** ذ. وَڏي ڪاراڻي (وڏن ڪاٺن کي چيرڻ لاءِ). ڪچو گدرو.

**ڪَرٽ وجهڻ:** وڍڻ- ڪاٽڻ. ڏار ڪرڻ.

**ڪُرٽڻُ:** م. آهستي آهستي ڪاٽڻ. ٿورو ٿورو ڪري ڪاٽڻ. ڪاٽي ختم ڪرڻ.

**ڪُرٽلو:** ذ. ڪچڙو هڏو جيڪو گوشت سان گڏ رڌجڻ کان پوءِ کائڻ مهل 'ڪُرٽ ڪُرٽ' ڪري.

**ڪَرٽو:** ذ. آهستي آهستي ڪاٽڻ جو آواز- چاٻو.

**ڪَرٽي:** ث. سخت ڪاوڙ (جنهن ۾ ڏند ڪرٽجن).

**ڪَرٽيون ڪاٽڻ:** سخت ڪاوڙجڻ. خارون کائڻ.

**ڪِرپا:** ث (سن) رحم- ٻاجھ. مهرباني. شفقت.

**ڪِرپالُ:** ص (سن) رحمدل- ديالُو.

**ڪِرپانَ:** ث (سن) ننڍي تلوار- وڏو خنجر.

**ڪِرچَ:** ث. ڏگهي ۽ سڌي تلوار (جنهن جا ٻئي پاسا ڏار وارا هجن).

**ڪَرچ ڪَرچ، ڪِرچ ڪِرچ:** ث. وات ۾ پٿر يا ڪکري جي ڪرٽجڻ جو آواز.

**ڪَرَخت:** ص (ف) سخت- ڏاڍو- ڪَهرو.

**ڪَرَختگي:** ث. ڪهَراڻ- سختي (آواز جي).

**ڪِردارُ:** ذ (ف) هلت- چال. طريقو- طرز. عمل. ورتاءُ.

**ڪِردگارُ:** ص (ف) قدرت جوڙيندڙ. خلقڻهار. خالق. خدا تعاليٰ.

**ڪِرڙُ:** ذ. هڪ مشهور وڻ ۽ ٻوٽو.

**ڪَرڙو:** ص. سخت- ڏاڍو. تُند مزاج- ڪهُرو. زبردست- ڌهڪاءُ وارو. (ث. ڪَرڙي).

**ڪَرڙي نظر:** ث. سخت نظرداري- چوڪسي- سنڀالَ.

**ڪُرڙو:** ذ. دريائي يا سامونڊي مڇيءَ جو هڪ قسم- ڏنيرو.

**ڪَرڙ وڏُ:** ص. جوانيءَ کان موٽيل- اڌڙوٽ.

**ڪَرڙي:** ث. ڪاري جو سامونڊي وڻ جنهن مان ڳاڙهو رنگ نڪري.

**ڪِرڙي:** ث. "ڪِرڙ" جو ننڍو ٻوٽو. سانڊي (چچيءَ جهڙي)- چچي.

**ڪُرڙي:** ث. ننڍي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**ڪِرستانُ:** ذ (انگ) عيسائي (خاص ڪري جنهن عيسائي مذهب اختيار ڪيو هجي).

**ڪِرسيرو:** ذ. ڪِنُ ڪچرو- گندگي.

**ڪِرسمس:** ذ (انگ) ڪرستانن جو وڏو ڏينهن.

**ڪَرسي:** ث. لوهه يا ٽِينَ جي چَلَ.

**ڪِرسي:** ث. ڪرنتي- ڇيٽو. گند ڪچرو.

**ڪُرسِي:** ث (ع) ڪاٺي يا لوھ وغيرہ جي چئن پاين واري ويھڻ (ويھڻ لاءِ). تخت. اڏاوت جي پيڙھ جي حد (جيڪا زمين کان مٿيري هجي).

**ڪَرَشمو:** ذ (ف) اک يا ڀرون جو اشارو. ميچ. ناز نخرو. عجيب غريب عمل.

**ڪرشِنُ:** ذ (سن) 'وشنو' جو اٺون اوَتار (جنهن جا اُپديش "ڀڳوَت گيتا" جي نالي سان مشهور آهن).

**ڪِرفتي:** ث (ف. ڪرفت) گونھ. گندگي.

**ڪَرَفَر:** ذ (ع) عزت آبرو. رعب تاب. ڏام ڏوم.

**ڪَرڪَ:** ث. هٿن مان وَهي ويندڙ ٿلهي واري.

**ڪِرڪَ:** ث. ڪانهن جي ڪاٺي مان نهيل تير (جنهن ۾ لوهي چوٽي).

**ڪِرڪُ:** ذ. ننڍڙي چڙي جنهن ۾ هڪ يا ٻه سنهڙيون لوهيون لارون.

**ڪُرڪٽ، ڪُرڪٽو:** ذ. سُڪل ڪاٺين ڏنگهرن جي پور.

**ڪِرڪِر:** ث. ڪِلڪِل- گهبي. ريڙھ پيڙھ. ڪِٽ ڪِٽ.

**ڪِرڪِريو:** ص. گهبي مچائيندڙ. وري وري چوندڙ يا گهُر ڪندڙ.

**ڪِرِ ڪِرُ:** ث. ڪنهن شيءِ وڏيڪ ملڻ لاءِ اجائي يا وري گهُرَ. اجائي گهُر- گهَبي. ڪِلڪِل.

**ڪَرڪِناتَ:** ذ. ڪارو ڪڪڙ جنهن جون هڏيون به ڪاريون ٿين.

**ڪَرڪَڻُ:** م. ڪڪڙ جو آنا لاهڻ کان اڳ "ڪَر ڪَر" جو آواز ڪرڻ.

**ڪُرڪَڻُ:** م. ٿوري ملڻ تي رِنگ ڪرڻ. گهبي ڪرڻ. ڪنهن ڪم تي مرضي نه هجڻ جي باوجود ڪرڻ ۽ ناراضگي جو اظهار ڪرڻ.

**ڪَرڪو:** ذ. ڪُڪڙن جي "ڪر ڪر". ڪونجن جي بولڻ جو آواز.

**ڪُرڪو:** ذ. رنجھ ڪنجھ. گهبي. ناراضگي.

**ڪِرڪيٽَ:** ث (انگ) بيٽ بال راند.

**ڪَرگس:** ث (ف) ڳِجھ (پکي).

**ڪَرَگِلُ:** ذ. انبوہ- ميڙ. هُل- گوڙ.

**ڪَرَلاهُو:** ص. خبر وٺندڙ. سارسنڀال لهندڙ. پرگهور ڪندڙ.

**ڪُرلائڻُ:** م. تنوارڻ. ٻوليون ڪرڻ (پکي). آلاپڻ.

**ڪَرَمُ:** ذ (سن) ڪم- فعل. ڌرمي رسم. قسمت- نصيب- ڀاڳ.

**ڪَرم جو ڪاڍو:** ذ. قسمت جي چِڪَ. تقدير جو لاڙو.

**ڪرم هيڻَ:** ص. نڀاڳو- بدقسمت. نامراد.

**ڪَرَمچاري:** ص. مجلس ۾ خدمتگار. ڪم ڪار جو ذميدار نوڪر. ڪارڪن.

**ڪَرَمُ:** ذ (ع) فياضي- سخاوت. مهرباني- عنايت. احسان.

**ڪَرم فرما:** ص. مهرباني ڪندڙ. عنايت ڪندڙ.

**ڪِرَمُ:** ذ (ف) ڪِينئون. سُرندڙ جيت.

**ڪِرم خورده:** ص. جيتن جو کاڌل.

**ڪِرمچي:** ث (قرمزي) قرمزي رنگ (گلابي رنگ).

**ڪُرمش:** ث (ف. ڪورنش) بادشاهي سلام (جيڪو جُهڪي ڪبو آهي).

**ڪَرمَنڊلُ:** ذ. ساڌو فقيرن جو ڪشتي نما ٿانءُ.

**ڪِرَو:** ث. ڪِرلو. زريءَ جي پانَڪ.

**ڪُرنڊُ:** ذ. ريتي ۽ لاک مان ٺاهيل هڪ قسم جو پٿر جنهن تي اوزار تکا ڪجن. لاک ۽ ريتي مان ٺهيل سِراڻ.

**ڪَرَنڊي:** ث. تيل يا گيھ پري ڪڍڻ لاءِ ڏوئي جهڙو ماڻ- ٽپري.

**ڪُرنڊي:** ث. مڇو- موڙهل (وار).

**ڪَرَنگُ:** ذ. هڪ قسم جو هرڻ يا روجهه.

**ڪِرنگهُ:** ذ. هڪ قسم جو گاهه ۽ ٻجُ (جيڪو ڏٽ طور ڪم اچي).

**ڪَرنگهَرُ:** ذ. ڪرنگهو. پُنيءَ جو هڏو.

**ڪَرنگهو:** ذ. پنيءَ جو هڏو يا ڪنبو. پنيءَ جي ڪنڊي وارو هڏو.

**ڪَرنَلُ:** ذ (انگ) فوج جو هڪ آفيسر.

**ڪَرَڻُ:** م. سرانجام ڏيڻ. عمل ۾ آڻڻ. ناهڻ- بنائڻ.

**ڪري ڏسڻ:** آزمائڻ- تجربو ڪرڻ.

**ڪري ڏيکارڻ:** ڪو ڪم ٻولائي ڪرڻ. مڪمل ڪرڻ. ڪامياب ٿيڻ. وعدو پورو ڪرڻ.

**ڪِرَڻُ:** م. ڍهڻ. لهڻ (اگهه). گهٽجڻ. ذليل ٿيڻ. ڏڪ کائڻ. ضايع ٿيڻ. بستري داخل ٿيڻ.

**ڪري پوڻ:** ڍهي پوڻ. تباهه ٿيڻ. برباد ٿيڻ. ڏڪ کائڻ. بستري داخل ٿيڻ.

**ڪَرَڻُ:** م. پوسرڻ- پچڻ (ڦٽ، زخم).

**ڪرڻو:** ذ (سن. ڪِرَن) سج جو ترورو. روشني جو جُزو.

**ڪَرڻي:** ث. ڪم- عمل. قسمت- ڀاڳ.

**ڪَرو:** ذ. ٻڪرَ جو ڪَونرو- ڪُوزو.

**ڪَرو:** ص. ننڍين ڪنن وارو. بنان ڪَنن جي. ڪَنن وڍيل (چوپايو).

**ڪِروڌُ:** ذ. ڏمر- غصو- ڪاوڙ. ڪيتو- ڪِلڪل. روڄ راڙو.

**ڪِروڌي:** ص. ضدي- تِيسِر.

**ڪِروڙُ:** ذ. سَوَ لکَ.

**ڪروڙ پَتِي:** ص. نهايت دولتمند. وڏو شاهوڪار.

**ڪَروڪَرَ:** ظ. هڪ ٻئي سان لاڳيتو. برابر (وهڪرو).

**ڪَرومَرو:** ص. وٽيل سٽيل. ويڙهجي خراب ٿيل.

**ڪَرو مُرو ڪرڻ:** کائي کپائي ڇڏڻ. ڇَٽ ڪرڻ.

ويڙهي حال کان وڃائڻ (ڪابه شيءِ).

**ڪَرُونڊڙو:** ص. ڪُبڙو- ڳڪو ٿيل (جسم). ويڙهجي سيڙهجي ڳِڪ ڪڍيل (ٻار يا وڏو ماڻهو). (ث. ڪَرُونڊڙي).

**ڪَرَهَ:** ث (ع) نفرت- ٻُجان. وِيڙهه- لڙائي.

**ڪَرَهَ:** ث. ڪرهت- ٻجان- سُوڳَ.

**ڪَرَهه ڪَڪري:** ث. هيرڻ يا هيرڻ جهڙي وڻ جو ٻج (چون ٿا ته اهو ٻج سوڻ طور جنهن گهر ۾ اُڇلبو اُتي سدائين جهيڙو هوندو).

**ڪُرَه:** ذ (ع) گولو.

**ڪُره ارض:** ذ. زمين- ڌرتي. ڌرتيءَ جو گولو.

**ڪَرهَلُ:** ذ. اُٺ- ڪَرهو.

**ڪَرهَڻُ:** م. جهيڙو ڪرڻ. معاملو مچائڻ. نفاق وجهڻ.

**ڪَرَهو:** ذ. اُٺ- ڏاگهو.

**ڪَري:** حرف جر. لاءِ- واسطي- کان.

**ڪَري:** ث. پاڻي وغيره پيئڻ لاءِ ٽين مان ٺهيل ڪَرِسي.

**ڪِري:** ث. پرهيز- رڪ- سنڀال (کاڌي جي).

**ڪِرياتو:** ص. ڪِريءَ وارو. بيماريءَ ۾ پرهيزي کاڌو کائيندڙ. (ث. ڪِرياتي).

**ڪِريا ڪَرمِ:** ذ (سن) هندن ۾ مرڻي جون ترمي رسمون.

**ڪُرِيتَ:** ث. خراب روش. خراب رسم. اڻ رِهائيندڙ عمل.

**ڪُرِيزَ:** ث (ف) پکين جو پراڻا کنڀ ڇاڻي نوان ڪڍيل کنڀ.

**ڪُرِيزون کائڻ:** وڏو ٿيڻ. هوشيار ٿيڻ. آزمودگار ٿيڻ.

**ڪَرِيلو:** ذ. هڪ قسم جي ٻُوٽي جو ڦرُ (جيڪو ڪڙو ٿئي ۽ ڀاڄيءَ طور ڪم اچي).

**ڪَرِيمُ:** ص (ع) گناه بخشيندڙ يا معاف ڪندڙ.

شريف. اعليٰ. سخي. ٻاجهارو. رحمدل. خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو ۽ پڻ نبي سڳوري جي هڪ وصف.

**ڪِريمَ:** ث (انگ) ڪير مان مشن ذريعي نڪتل سٿڻ.

**ڪِرينَ:** ث (انگ) جبري وزن ڪڻڻ واري هڪ مشين.

**ڪِرِيَل:** ص. ڏٻل. محتاج. غريب. ذليل.

**ڪَرِيهُه:** ص (ع) خراب. ٻچڙو- بدصورت. مڪروه. گدلو- غليظ.

**ڪَڙَ:** ث. وهڪري جو ڪَپَ- ڪنارو- ڪَنڌِي.

**ڪَڙَ:** ث. ڇَنو- ڇپر- لانڊي.

**ڪَڙاڪو:** ذ. ڪڙڪي وارو آواز. ڪڙڪو.

**ڪَڙالِ:** ث. "ڪُوٽِي" جو هڪ قسم (جيڪا تلخ ٿئي).

**ڪَڙاڻِ:** ث. ڪاراڻ- تلخي.

**ڪَڙا ويڙهه:** ث. أها پناهه گاهه جنهن ۾ ڪو اندر داخل نه ٿي سگهي (لوڙهو. ڪوٽُ وغيره).

**ڪَڙاهُه:** ذ. وڏي تَئِي- ڪَٽاهُه.

**ڪَڙاهِي:** ث. تَئِي- ڪٽاهِي.

**ڪَڙائِڻُ:** مر. ورچائڻ- بيزار ڪرڻ- هلاڪ ڪرڻ. ڪهڪائڻ. سواد ۾ ڪَوڙو لڳڻ. قابو ڪرائڻ- ٻڌائڻ (زنجيرن ۾).

**ڪَڙائِي:** ث. ڪڙاڻِ- ڪاراڻِ. تلخي.

**ڪَڙَبَ:** ث. جوئر يا ٻاجهر جا ڪانا.

**ڪَڙَباتَ:** ذ. گهوڙي جي هلڻيءَ وقت سُنبن جو آواز.

**ڪَڙِتو:** ذ (ف) پهراڻ.

**ڪَڙِجَڻُ:** مر. ٻڌجڻ- سوگهو ٿيڻ. زنجير يا رسي سان قابو ٿيڻ.

**ڪَڙِجَڻِ:** مر. ٿڪ سبب بدن بندجي پوڻ. ٿڪجڻ.

**ڪَڙَچَ:** ذ. سُڪل ڪک ڪانا- ڪهجر. ڀاڻ جو ڇورو.

**ڪَڙَچَ:** ث. ڪٽيَ- ڪُنڊَ.

**ڪَڙِڇِي:** ث. ڪٽڇي- ترٽِي.

**ڪَڙَڪ:** ص. سوڪُ- ٽاندن تي سوڪَ پڪل- تند مزاج- ڪهُرو.

**ڪَڙَڪاٽَ:** ذ. ڪـڙڪـي وارو. آواز- ڪڙڪو. زوردار آواز.

**ڪَڙڪَڙِ:** ث. سخت آواز- وڏو آواز. ڏاڍي ڳالهائڻ.

**ڪَڙِ ڪَڙِ:** ث. ڪُڪڙن جو آواز.

**ڪَڙڪائِڻُ:** مر. زور سان ٺهڪائڻ. نازل ڪرڻ.

**ڪَڙڪَڻُ:** مر. مٿان اچي ڪرڻ- نازل ٿيڻ. اوچتو مٿان پوڻ. زور سان ڳالهائڻ. ڪڙڪو ڪرڻ.

**ڪَڙڪو:** ذ. زوردار آواز. وڏو آواز. زور سان ڳالهاءِ.

**ڪَڙلاءُ:** ذ. ڀڙلاءُ. ڪڙڪو. گونج.

**ڪُڙمُ:** ذ. ڪٽنب- خاندان. ويجها عزيز. قبيلو.

**ڪُڙمُ قَبيلو:** ذ. گهر ۽ راڄ. مٽ مائٽ.

**ڪُڙمِي:** ص. هاري. ڪاشتڪار.

**ڪَڙَڻُ:** مر. زنجير سان ٻڌڻ. سوگهو ڪرڻ- قابو ڪرڻ.

**ڪَڙو:** ذ. ڪُنڍو (لوهي). لوهي ڇَلو. دائرو- حلقو. ٻانهن ۾ پائڻ جو هڪ زيور- ڪنگڻ. (ص) سخت- پڪو. ڏکيو.

**ڪَڙو چاڙهڻُ:** جادو منتر وغيره پڙهي دائري ۾ بند ڪرڻ.

**ڪَڙو، ڪَوڙو:** ص. ڪـارو- تـلـخ (ذائـقـو). (ث. ڪَڙِي، ڪَوڙِي).

**ڪَڙو ٿيڻُ:** ڪارو ٿيڻ. تلخ ٿيڻ. سخت مزاج ٿيڻ.

**ڪَڙو تيلُ:** ذ. ڄانبي جو تيل.

**ڪَڙو ڪرڻُ:** ترڪ ڪرڻ. دستبردار ٿيڻ.

**ڪَڙِي ٺُوڪَ:** ث. چلم حُقي وغيره جي ٺُوڪَ.

**ڪَڙولو:** ذ. ٻانهن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه- ڪنگڻ.

**ڪَڙهه:** ث. گـهـوڙن جو ٿـانُ. ٻچي داني- ڪک. هنيون- دل.

**ڪَڙهَڻُ:** م. اوٻارجڻ- ٿهڪڻ. رڌجڻ. سڙڻ- پچڻ. رنجيده ٿيڻ. اندر ۾ (جلڻ).

**ڪُڙهَڻُ:** م. جلڻ- پچڻ. بيقرار ٿيڻ. تڙپڻ- ڦٿڪڻ.

**ڪَڙهو:** ص. بهادر- سورهيه.

**ڪَڙهِي:** ث. بصر پٽاٽن يا بيسڻ وغيره جو ٻوڙ.

**ڪُڙهِي:** ث. مڇي ڦاسائڻ لاءِ ڪانين ۽ ڄاريءَ مان ٺهيل هڪ اڏاوت.

**ڪَڙِي:** ث. پير ۾ پائڻ جو ڳهه. لوهي تار مان ٺهيل ڪڙي جيڪا سوَن طور پير ۾ پائين.

**ڪَڙِي ڪُنِي:** ث. ڦوتيءَ جي گهر وارن لاءِ ڪيل مانيءَ جو ويلو.

**ڪَڙِيو:** ذ. ننديو واهڙ. ننديو واهه. وڏي آڏ.

**ڪُڙيو:** ذ. پير جو ڪُڙيءَ وارو حصو- ڪُڙيو.

**ڪُڙيا ڪڻڻ:** پِين تي بيهڻ.

**ڪَز:** ص (ف) ڏنگو- ڦڏو- وريل.

**ڪَز دُم:** ذ. وڇون (جنهن جو پڇ وريل ٿئي).

**ڪَزو:** ص. ڪنجوس. مُنڪر.

**ڪَس:** ذ (ف) ماڻهو- آدمي- مرد- ڄڻو.

**ڪَس و ناڪس:** ذ. هرڪو ماڻهو- عام خاص.

**ڪَسُ:** ث. ڪَمِ- ڪوٽ. نقصان- ٽوٽ.

**ڪَسَ ڪَٽَر:** ث. ڪمي پيشي- ٿوري گهڻي. نفعو نقصان.

**ڪَسُ:** ذ. زنگ- ڪَٽُ. سنڌ ۽ ٿر جي دنگ واري ڪنارَ. واپار ۾ گهاٽو.

**ڪَسُ کائڻ:** نقصان سهڻ. مناسب اگهه کان وڌيڪ ڏيڻ.

**ڪُسُ:** ذ (ف) شرمگاه (عورت جو).

**ڪَسابو:** ذ (ع. قصابہ) اهو ڪنڊو رومال جيڪو عورتون مٿي کي ٻڌن.

**ڪَسادَ:** ث (ع) بازار ۾ ڪنهن چيز جي موڙي. اگهه ۾ لاٽ.

**ڪَساد بازاري:** ث. بازار جي موڙي- شين جي اگهه ۾ ڏٺائي.

**ڪَسارو:** ص. "ڪَسُ" جي ناڻي وارو. تلخ. ڪارو. ٻاڙو.

**ڪَسَبُ:** ذ (ع) اُپت. هنر- ڌنڌو. بدپيشو.

**ڪَسبِڻِ، ڪَسبياڻِي:** ث. بدپيشو ڪرائيندڙ (عورت).

**ڪَسبِي:** ص. ڪسب ڪرائيندڙ. بدپيشي. دلال- پڙوو.

**ڪِسبت:** ث. حجامن جي اوزارن رکڻ لاءِ چمڙي جو ٿيلهو- ٻاني.

**ڪَستُ:** ذ. جوش- ڪاوڙ. قصد- ارادو.

**ڪِستو:** ذ. پِنڻ جو ڪاسو (دريائي ناريل جو اڌ جيڪو فقير گدائي لاءِ کڻن).

**ڪِستو کڻڻ:** پِنڻ- گدائي ڪرڻ.

**ڪَسجڻُ:** م. ڪَٽجڻ- زنگ لڳڻ.

**ڪَسَرَ:** ث. فائدو- واڌي. (ص) برتر- وڌيڪ.

**ڪَسَرَ، ڪَسَرِ:** ث (ع) ياءَ. زير جي نشاني. ڪمي- گهٽتائي. گهاٽو- نقصان.

**ڪَسرِ شان:** ث. عزت جي گهٽتائي. عزت جي خلاف.

**ڪَسرِ نفسِي:** ث. پاڻ کي گهٽ ظاهر ڪرڻ.

**ڪَسر رهجي وڃڻ:** ڪا ڪمي رهڻ- ڪوتاهي ٿيڻ. نقص رهجي وڃڻ.

**ڪَسَر ڪڍڻ:** ڪمي پوري ڪرڻ- ٻئي مان نقصان جو پوراٽو ڪرڻ. خار پلڻ. وير وٺڻ.

**ڪِسرِيٰ:** ذ (ع) "خسرو" جو معرب. ايران جي قديم بادشاهن جو لقب.

**ڪَسرت:** ث (ع) ورزش. مشق.

**ڪَسرتي:** ص. ورزش ڪندڙ. سگهارو.

**ڪُسڪڻُ:** م. ڪُڪڻ- ڪُرڪڻ. ڪنجهڻ.

**ڪَسَل:** ث (ع) سُستي- آرس.

**ڪَسلمَندِي:** ث. آرس- سُستي

**ڪسمپرسي:** ث (ف) ندڙڪائي.

**ڪسمرو:** ذ. ڪِن ڪچرو- گندگي- غلاظت.

**ڪَسنگ:** ذ (سن) خراب صحبت. ڪِني دوستي.

**ڪَسَڻ:** م. ڪَشڻ. چڪي ٻڌڻ.

**ڪُسَڻ:** م. ذبح ٿيڻ. قتل ٿيڻ. خون ٿيڻ.

**ڪَسو:** ص. گهٽ- اُوڻو. اڻ پورو- ٿورو گهٽ (تور، وزن يا ماهيت ۾) (ث. ڪَسِي).

**ڪسو پڪو، ڪَسو ڪانڊو:** ص. گهٽ وڌ- ڪم و بيش. جهڙو تهڙو- ايرو سيرو.

**ڪَسوٽي:** ث. سون چاندي پرکڻ جو پٿر. پرک- آزمائش.

**ڪُسوف:** ذ (ع) سج گرهڻ.

**ڪَسُونبو:** ذ. هڪ قسم جو گل (جنهن مان گلابي رنگ ٿئي). هڪ قسم جو پسارڪو وکر. آفيم (جنهن جو نشو ڪجي).

**ڪَسُونبا ڳارڻ:** نشا ڪرڻ.

**ڪَسِي:** ث. پاڻيءَ جي اڌ- نالي (پاڻيءَ جي).

**ڪَسِيرو:** ذ. پٽل يا ٽامي جا ٽانوَ ناهيندڙ يا وڪڻندڙ. آڳاٽي وقت جو ٽامي جو هڪ سڪو (پئسي جو چوٿون حصو).

**ڪَسِيرَڪ:** ص. ڪسيري جي مُلهه جو. بيعزت. رذيل- ڪميڻو.

**ڪَش:** ث (ف) پيچي (چانورن جي). رَسُ. رَبَ (جَوَن وغيره جي).

**ڪَش:** ص (ف) ڇڪيندڙ. مرڪب لفظن جي آخر ۾ ڪم ايندڙ (جئن جفاڪش، بادڪش وغيره).

**ڪَشُ:** ذ (ف) حقي يا بيڙيءَ جي ڦوڪَ- سُوٽو- دَمُ.

**ڪُش:** ص (ف) ماريندڙ. مرڪب لفظن ۾ ڪم ايندڙ (جئن جرائيم ڪُش، محسن ڪُش وغيره).

**ڪشا:** ص (ف) کوليندڙ. مرڪب لفظن ۾ صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ (دلڪشا، قبض ڪشا وغيره).

**ڪُشادگي:** ث (ف) ويڪر- فراخي. وسعت. ٿهلاءُ. پکيڙ.

**ڪُشادو:** ص (ف) پکڙيل- کُليل. ويڪرو. وسيع. موڪرو- خلاصو. ڪشاده.

**ڪُشادهِ دِل:** ص. وڏيءَ دل وارو. سخي- فياض.

**ڪَشاڪَش، ڪشاڪَشي:** ث (ف) ڇڪ تاڻ. ڏڪ ڏڪان. وٺ پڪڙ.

**ڪَشالو:** ذ. سخت محنت- وڏي جاکوڙ. ڪوشش. تڪليف- هلاڪي.

**ڪَشالو ڪڍڻ:** وڏي جاکوڙ ڪرڻ. وڏي مصيبت مان پار پوڻ.

**ڪشت:** ث (ف) پوک- کيتي- ٻني.

**ڪُشت:** ذ (ف) قتل- خونريزي.

**ڪُشت و خون:** ذ. خونريزي- قتل عام.

**ڪُشتو:** ذ (ف) ماريل. دوا طور پيتل (ٽانو يا وکر).

**ڪِشتي:** ث (ف. ڪَشتِي) ٻيڙي- ناوَ.

**ڪِشتيبان:** ص. ٻيڙي هلائيندڙ- ناکئو- ٻيڙياتو.

**ڪُشتي:** ث (ف) هڪ قسم جي پهلواني واري راند (جنهن ۾ هڪڙو پهلوان ٻئي کي دسي سرسي ڪري). روز آزمائي واري راند.

**ڪَشٽ:** ذ (سن) خرابي- بَدي- بڇڙائي. مصيبت- تڪليف. جاکوڙ- پيڙا- آزار. پورهيو.

**ڪَشٽ ڪڍڻ:** محنت ڪرڻ. جاکوڙ ڪرڻ. بکون ڪاٽڻ. تڪليفون پوڳڻ.

**ڪَشِش:** ث (ف) ڇِڪَ- تانگهه. اُڪير. رغبت- جاذبيت.

**ڪَشِشِ ثِقل:** ث. ٻن شين جي پاڻ ڇڪيندڙ قُوتَ.

**ڪَشَفُ:** ذ (ع) کولڻ- ظاهر ڪرڻ. ظهور. انڪشاف.

تصوف ۾ غيب جي اسرارن ظاهر ٿيڻ واري منزل.
**كشف و كرامات:** ث. كرامتن جو ظهور. اسرارن جو ظهور. غيب مان ظاهر ٿيندڙ ڳالهيون.
**كَشكولُ:** ذ (ف) كچكول- كستو.
**كِشمِش:** ث (ف) انگورن جو هڪ قسم- ننيا انگور.
**كَشمَكَش:** ث (ف) چڪ چڪان- ڇڪ تاڻ. پيچ دوڙ. ريڙهه پيڙهه. گهل گينداڙ.
**كَشمِيرُ:** ذ. پاكستان جي اُترئين علائقي واري هڪ رياست (جنهن جو اڌ ڀارت جي قبضي ۾ آهي). (ص) سرسبز. آباد ۽ سائو.
**كَشمِيرو:** ذ. هڪ قسم جو اوني كپڙو (جيڪو كشمير ۾ ٺهندو هو).
**كَشَڻُ:** م. ڇڪي ٻڌڻ. ڇڪ ڏيڻ. سوگهو ٻڌڻ.
**كَشي ٻڌڻ:** مضبوطيءَ سان ٻڌڻ. ٻڌي سُك كرڻ.
**كَشو:** ذ. سُٽ يا چم جي ڏوري. ٻُوٽ جو تاڳو. ڏوري.
**كِشوَر:** ذ (ف) مُلڪ. ولايت.
**كَشِي:** ث (ف) ڇڪڻ- كڍڻ. مركب لفظن جي پڇاڙي ۾ كم ايندڙ (جئن تصوير كَشي. دم كشي وغيره).
**كُشِي:** ث (ف) مارڻ. مركب لفظن ۾ كم ايندڙ پڇاڙي (جئن خودكُشِي وغيره).
**كَشِيدگي:** ث (ف) ڇڪ- تاڻ. ڇڪتاڻ. جهيڙو. اختلاف. ناراضگي.
**كَعَبُ:** ذ (ع) مُريو. مُريي جو هڏو. چڪو- ڀارو. چهن پاسن واري شيءِ.
**كَعبو:** ذ (ع. كعبه) كعبة الله (مكي شريف واري اُها متبرڪ جاءِ جنهن جو بنياد حضرت ابراهيم عليه السلام ركيو هو ۽ جنهن ڏانهن منهن كري نماز پڙهن).
**كَف:** ث (ف) جهاڳ- ڦين. ڦُڦ. ٿُڪ.
**كَف:** ث (ع) ترِي (هَٿ جي).
**كَفُ:** ذ (انگ) قميص جي ٻانهن واري پٽي (جنهن ۾ ٻٽڻ هڻجي).
**كُفار:** ذ (ع) "كافر" جو جمع.
**كَفارَت. كَفارَه:** ذ (ع) گناهه جو عيوض (جيڪو روزو ركي يا خيرات كري ادا كجي).
**كَفالت:** ث (ع) ذميداري.
**كِفايَت:** ث (ع) پورت. قناعت. بچت. صرفو.
**كِفايَت شعاري:** ث. بچت. گهٽ خرچ- صرفو.
**كِفايَتي:** ص. بچت وارو. سستو- سهانگو.
**كُفرُ:** ذ (ع) انكار. خدا كي نه مڃڻ. سچي دين كان انكار. بي ديني. ناشكري.
**كُفرانِ نَعمت:** ث. ناشكري. ؛ سان فراموشي.
**كُفرُ بَكڻُ:** بي ديني جون ڳالهيون كرڻ. گارگند كرڻ. بيهودو ڳالهائڻ.
**كُفرستانُ:** ذ (ف) كافرن جو ملڪ. بي دينيءَ وارو ملڪ.
**كَفَش:** ث (ف) جُتِي- پيزار- پاپوش.
**كَفگِير:** ذ (ف) ڏاتوءَ مان ٺهيل ڏوئي. وڏي ڦر سان ڏوئي جنهن سان ديگ رڌجي- كَپكِير.
**كَفَنُ:** ذ (ع) لاشن كي اوڍائڻ جو سفيد كپڙو- جوڙي پوتي.
**كفن ٻڌڻ:** سر ڏيڻ جو ارادو كرڻ.
**كفن دفن:** ذ. لاش كي جوڙي پوتي ڏيئي پُورڻ.
**كفن نصيب نه ٿيڻ:** لاش رلڻ. دربدر ٿي مرڻ. بي كفنو ٿي مرڻ.
**كَفنائڻُ:** م. كفن ڍكائڻ.
**كَفنِي:** ث (ف) فقيرن جو ڊگهو چولو (بنا ٻانهن). جامو.

**ڪَفِيلُ:** ص (ع) ضامن. ذميدار.

**ڪَڪُ. ڪَڪِ:** ص. بيزار- عاجز- ورتل- ڪُهيل.

**ڪَڪ ڪرڻ:** بيزار ڪرڻ- ورچائڻ.

**ڪَڪَرُ:** ذ. اَبر- بادل- ميگهه. اجرڪ جو ڇٽُ (ڪڪر ڇهڙو). چوپائي کي سڃاڻپ لاءِ ڪَنَ ۾ ڏنل وَڏُ. ڇانورو- ڇاڇو. رحمت يا ٻاجهه وارو هَٿُ.

**ڪَڪرالو:** ذ. پهڻين پٿرين واري جابلو ايراضي.

**ڪَڪرو. ڪُڪِرو:** ذ. پٿر جو ذرو- راڙو. پير جي ڳاٽ وارو سخت چمڙي وارو حصو. اک ۾ پيل مٽيءَ جو ذرو.

**ڪَڪري:** ث. پٿرن جي سنهي پور- راڙو. ريتي.

**ڪُڪڙُ:** ذ. مشهور گهرُو پکي. (ث. ڪُڪڙِ، ڪُڪڙي).

**ڪُڪڙوڪو:** ث. سَج- پينگ.

**ڪَڪڙا:** ذ. ڪپه جي ٻوٽي جا ٻج.

**ڪَڪڙو:** ذ. ڪپه جي ٻُوٽي جو ٻج. (ص) ڳاڙهسري رنگ جو (وهٽ).

**ڪَڪو:** ص. هلڪو ڀُورو (رنگ). ڳاڙهسِرو. ڪَڪن وارن وارو (وهٽ). (ث. ڪَڪي).

**ڪِڪو:** ننڍڙو ڇوڪرو- ٻارڙو. (ث. ڪِڪي).

**ڪَڪورَ:** ث. ميوي پچڻ جي شروعات وري پيلاڻ.

**ڪَڪورِجَڻ:** م. اڌڪچو پکو هئڻ (ميوو). ميوي پچڻ جي شروعات ٿيڻ.

**ڪَڪوهُ:** ذ. ڳاڙهو شراب.

**ڪَڪَهُ:** ذ. ڪمند جي پکل ۽ گهاٽي ڇاش. ڳُڙ.

**ڪَکُ:** ذ. سُڪل گاهه جو ذرو. گاهه جو ذرو. ذرو. ٿورو ذرو. ماريل وکر جو ڪُشتو (جيڪو ڪک جي ذري جيترو کائجي). نانگ ٻلا جو ڏنگ.

**ڪَکُ به نه رهڻ:** ڪجهه به نه رهڻ. مفلس ٿيڻ. ڪنگال ٿيڻ. سُڃو ٿيڻ. ويران ٿيڻ.

**ڪَکَ رکڻ:** چشم پوشي ڪرڻ. احسان ڪرڻ.

**ڪک پن ٿيڻ:** ڇڙوڇڙ ٿيڻ. ٽڙي پکڙي وڃڻ. غائب ٿيڻ.

**ڪک سِنگهَڻُ:** نانگ ٻلا جو ڏنگ هڻڻ.

**ڪَکَ:** ث. پيٽ جي پاسي وارو حصو- پهلو.

**ڪکون ڦاٽڻ:** گهڻي کائڻ ڪري پيٽ ڦُوڪجڻ. اَڦرجڻ. ڊؤ تي کائڻ.

**ڪکِ جو ڪانُ:** ذ. دشمن. جيڪو ظاهر ۾ سڄڻ پر هجي ويري.

**ڪکجَڻُ:** م. نانگ ٻلا کان ڏنگجڻ.

**ڪکَڻُ:** م. دل ۾ هُرڻ- دل سان لڳڻ- ياد اچڻ. محسوس ٿيڻ.

**ڪگڻُ:** ذ. ڪنگڻ- ٻانهن ۾ پائڻ جو هڪ قسم جو ڳهه- وڏو چُوڙو.

**ڪَگڻي:** ث. ڪنگڻي- چُوڙي.

**ڪَلَ:** ث. مَشين. اوزار.

**ڪَلَ ٽڙڻ:** مشين جو پرزو خراب ٿيڻ. حواس خطا ٿيڻ. اڌ چريو ٿيڻ.

**ڪَل ڦرڻ:** حواس خطا ٿيڻ. ارادو بدلجڻ. عقل وڃڻ.

**ڪَلَ:** ث. آرام- سُک. خبر. سمجهه. سُڌ- سَمَڪ. پروڙ- ڄاڻ.

**ڪَلُ:** ذ. گاهه جو هڪ قسم.

**ڪِلُ:** ذ. لوهه يا ڪاٺ جي وڏي ڪلي- ميخ.

**ڪُل:** ص (ع) سڀ- پُورو- جملي. صوفين جي اصطلاح موجب واحد مطلق. سڀي ڪائنات.

**ڪُلُ:** ذ (سن) گروه- ٽولو- جٿو. گهرائو- خاندان. نسل- ذات. قوم. چُلهه- آتشدان.

**ڪَلا:** ث (سن) ڀاڱو- حصو (سورهون). چنڊ جي

روشن پاسي وارو سورهون حصو. هنرمندي. فن- گُڻُ. طاقت- ٻل.

**ڪلا ڏيکارڻ:** فن ڏيکارڻ. ڪرامت ڏيکارڻ.

**ڪَلابَتُ:** ث (ف) سون يا چانديءَ جي تند جيڪا ڪپڙي وغيره تي پرت ۾ ڪم اچي. زريءَ جو ڪم.

**ڪلابازي:** ث. بازولي. پلٽي بازي.

**ڪِلاٽ:** ذ (انگ) ڪپڙو.

**ڪَلاداري:** ص (سن. ڪلاڌاري) هنرمند. تمام وڏو ماهر.

**ڪِلارڪُ:** ذ (انگ) منشي. آفيس ۾ لکپڙهه ڪندڙ- مُحرر.

**ڪَلاڙُ:** ذ. هندن جي هڪ قسم- ڪلال. شراب وڪڻندڙ. شراب ڇڪائيندڙ.

**ڪِلاسُ:** ذ (انگ) شاگردن جو درجو. اسڪول جو هڪ ڪمرو. طبقو.

**ڪِلاسي:** ص. ساڳئي درجي وارو- جماعتي.

**ڪِلاسيڪَل:** ص (انگ) اعليٰ درجي جو- مستند.

**ڪَلاڪُ:** ذ (انگ) سٺ منٽن جو عرصو. ڏينهن رات جو چوويهون حصو.

**ڪَلاڪارُ:** ص (سن) هنرمند- ڪاريگر. فنڪار.

**ڪَلالُ:** ذ. هندن جي هڪ قوم. شراب وڪڻندڙ- مَي فروش. شراب ٺاهيندڙ ۽ وڪڻندڙ.

**ڪُلالُ:** ص. بي حيا- بي مروت. احسان فراموش. بي محابو.

**ڪَلامُ:** ذ (ع) ٻن جملن جي عبارت. شعر- نظم. قول. گفتگو- ڳالهه ٻولهه.

**ڪَلامُ اللهُ:** ذ. الله جو ڪلام. قرآن شريف.

**ڪَلام چوڻ:** ڪافي چوڻ- قافيون ڳائڻ.

**ڪَلان:** ص (ف) وڏو. بلند. وسيع.

**ڪَلان ڪوٽُ:** ذ. سمن جي دور جو ٺٽي شهر لڳ هڪ قلعو جيڪو ڪنهن وقت ڳاديءَ جو شهر هو.

**ڪَلاوَنتُ:** ذ (سن) قابل ڳائڻو- ڳويو.

**ڪُلاهُ:** ذ (ف) هڪ قسم جي مخروطي ٽوپي (جيڪي درويش پائيندا هئا). ڪُلو (جنهن جي مٿان لونگي ٻڌجي). تاج.

**ڪَلبُ:** ذ (ع) ڪتو- سگ.

**ڪِلبَ:** ث (انگ) انجمن- جماعت.

**ڪَلتارُ:** ذ. خالق- اُپائڻهار.

**ڪَلجڳُ:** ذ (سن) هندن جي خيال موجب هلندڙ ڪوڙ ڪپٽ وارو زمانو.

**ڪَلدارُ:** ذ. مشين جو ٺهيل رپيو- چاندي جو انگريزي دور وارو رپيو. رپيو.

**ڪَلَرُ:** ذ. لوڻ واري زمين. شوريل زمين- ڪلراٺي زمين. ولاٿي ياڻ. سڄ- بيابان.

**ڪَلر لڳڻ:** زمين پٽ وغيره ۾ لوڻ پيدا ٿيڻ. تباهه ٿيڻ.

**ڪلراٺو:** ذ. ڪلر واري زمين. ڪلر وارو پوٺو. (ث. ڪلراٺي).

**ڪَلسُ:** ذ. گنبذ جو مٿيون چُهنبيارو حصو. جهنڊي جي ڪانيءَ ۾ لڳل ڌاتوءَ جو چهنبيارو حصو. آنڳاس جي مٿين حصي ۾ لوهه، ٽامي يا پتل جي ڪلنگي.

**ڪَلغي:** ث (ف) تاج جو چهنبيارو حصو- ڪلنگي.

**ڪَلفُ:** ذ (ف) ڪپڙي کي سخت ڪرڻ جي پيچي- پيڻ.

**ڪُلفُ:** ذ (ع. قُفل) تالو- ڪُرف.

**ڪُلفتَ:** ث (ع) تڪليف. مصيبت. رنجيدگي- ڪدورت. وير- عداوت. ٻيائي. ابٿٽ- نفاق.

**ڪُلفي:** ث (ع. قُفلي) برف سان ڪير جمائڻ وارو سانچو. برف ۾ جمايل کير.

**ڪِلِڪَ:** ث (ف) قلم. ڪاني جو قلم.

**ڪِلڪائڻُ:** م. ڏند ڪرٽڻ. روهي يا سِراڻ تي تکو ڪرڻ (ڪپ ڪاتي وغيره). سراڻ تي چاڙهڻ. ڏند ڪِرڪائڻ.

**ڪِلڪِل:** ث. جهيڙو- تڪرار- گهيپي. ڪِٽ ڦِٽ. ريڙهه پيڙهه.

**ڪَلماتَ:** ذ (ع) "ڪلمي" جو جمع. گفتا- جملا.

**ڪَلمِتي:** ذ. مڪران مان آيل بلوچن جو هڪ تبيلو- ڪَرمتي.

**ڪَلمو:** ذ (ع) بامعنيٰ الفاظ. جملو. ڳالهه. سخن. قول. اسلام جو پهريون رُڪن.

**ڪَلمهء اِستغفار:** ذ. توبهه ڪرڻ جو ڪلمو.

**ڪلمهء توحيد:** ذ. الله جي وحدانيت جو اقرار.

**ڪلمهء شهادت:** ذ. الله جي هيڪڙائي ۽ رسول صلعم جو اقرار.

**ڪلمهء طيّبُ:** ذ. الله ۽ الله جي رسول جو اقرار.

**ڪلمو پڙهڻ:** ايمان جو اقرار ڪرڻ. سچ ڳالهائڻ جو اقرار ڪرڻ.

**ڪَلمي گو:** ص. ڪلمو پڙهندڙ- مسلمان.

**ڪَلمِي:** ث. بيڙين جو ننڍو سڙهه. بيرق.

**ڪَلنڪُ:** ذ (سن) داغ- ٽڪو. ڪارنهن. بدنامي. خواريءَ جو الزام.

**ڪُلنگُ:** ذ (ف) هڪ قسم جو آبي پکي- ڦاز.

**ڪَلنگڙو:** ذ. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

**ڪَلنگِي:** ث (ف. ڪلغي) بادشاهي چِتُ- تاج. چوٽيءَ جو موڙ. سرداريءَ جو نشان.

**ڪَلو:** ذ. ڳلو- گلو (ميجيءَ جو).

**ڪَلو لڳڻ:** سخت اچ لڳڻ. ٽتڪو ٿيڻ. سوڪَ يا اٿاٽَ ٿيڻ.

**ڪِلو:** ذ. ڪاٺيءَ جي وڏي ميخ (گهوڙي وغيره ٻڌڻ لاءِ). ڪاٺي يا لوهه جي وڏي ڪِلي- ڪِيرُ.

**ڪِلو لوڪڻ:** سخت پورهيو وٺڻ. سزا واري سختي ڪرڻ.

**ڪِلي سان ٻڌڻ:** قابو ڪرڻ. وس ۾ رکڻ.

**ڪِلي وَڪڙُ:** ث. ڳنڊ جو هڪ نمونو- ڏيڍي ڳنڊ (جيڪا آساني سان کُلي سگهي).

**ڪِلو:** ذ (يوناني) هڪ هزار جو عدد (ڳڻپ جو انگ).

**ڪِلو گِرامُ:** ذ. تور جو هڪ وزن (جنهن ۾ هڪ هزار گرام ٿين، ۽ هڪ سير اسي تولن جي برابر ٿئي).

**ڪِلو ميٽرُ:** ذ. ماپ جو هڪ انداز (جيڪو ۵ فرلانگن يا ۱۱۰۰ والن جي برابر ٿئي).

**ڪَلواڙو:** ذ. وڄت جو هڪ تارُ.

**ڪَلوُرُ:** ذ. ظلم- وَيلُ- انڌير.

**ڪَلوُر ڪرڻ:** ظلم ڪرڻ- ڦهر ڪرڻ- وَيل وِهائڻ.

**ڪَلوُسُ ڪَلوُس:** ث. ٻڪَ اچ ڪان آندن ۾ ٽانگهہَ. سرڻ وانگر لامارا (ٻڪ ۾). ان پاڻيءَ جي ٽانگهه.

**ڪَلوَنتُ:** ص. ڪلا يا هنر وارو. خاص ڪري ڳائڻو- گويو. هنرمند. هوشيار- ڏاهو (هنرمند).

**ڪَلوئي:** ذ. بلوچن جو هڪ پاڙو (جن جا ڳوٺ سڄي سنڌ ۾ آهن).

**ڪَلهه:** ظ. گذريل ڏينهن- ڪالهه.

**ڪَلهه ڪَلهوڻي:** ث. هلندڙ وقت جو ذڪر. ويجهڙائي جو بيان. هينئر جي ڳالهه.

**ڪَلهو:** ذ. جانور جو نر ٻچو. انسان جو ننڍڙو ٻچو. معصوم- ابهم.

**ڪُلهو:** ذ. ڪڇ وٽ ٻانهن جو سنڌ- ڪنڌو- دوش- شانو.

**ڪُلهو جهلڻ:** ٻئي جي ڪُلهي تي هٿ رکڻ. مدد ڪرڻ- همراهي ڪرڻ.

**ڪُلهو ڏيڻ:** همراهي ڪرڻ- مدد ڪرڻ. سرانجامي ڪرڻ. جنازي ڪڻڻ ۾ شريڪ ٿيڻ.

**ڪُلهو لهي پوڻ:** ٻانهن سَنڌ کان نڪرڻ.

**ڪُلهي چڙهڻ:** پنهنجي روءِ سُوءِ ٿيڻ. جوان ٿيڻ. بالغ ٿيڻ. پنهنجي ڪمائي وارو ٿيڻ.

**ڪُلهي ڪانڌي ٿيڻ:** ڪفن دفن جي رسمن ۾ شريڪ ٿيڻ. ڪانڌي ٿيڻ.

**ڪُلهي گسَ:** ث. گپاگيهه- ڳاهٽ. مائهن جي پيڙَ.

**ڪُلهيرو:** ذ. ڪورڪي ڪم جو هڪ اوزار. تاجي کي سنوارڻ جو ٻُهارو. (ث. ڪُلهيري).

**ڪَلِي:** ث (سن) مکڙي- غنچو. گونچ. ڪپڙي جي پَٽي جيڪا پهراڻ جي پاسن کان لڳي.

**ڪِلي:** ث. ڪاٺ يا لوهه جو چهنبيارو ٽُڪر- ميخ.

**ڪُليات:** ث (ع) "ڪُل" جو جمع. تصنيفات جو مجموعو. هڪڙيئي شاعر جي چيل نظمن جو مجموعو.

**ڪَلياڻ:** ذ (سن) سڀاڳ. خوشي. سک. سَٺائي. سوڀ. هڪ راڳ ۽ راڳڻي جو نالو.

**ڪلياڻ ٿيڻ:** ڪاميابي ٿيڻ. سوڀ ٿيڻ.

**ڪَليجو:** ذ. جِگر- جيرو.

**ڪليجو ٺڏو ٿيڻ:** خوش ٿيڻ. اندر ٺرڻ.

**ڪليجو جلڻ:** جگر جلڻ. اندر سڙڻ.

**ڪليجو ڦاٽڻ:** سخت صدمو پهچڻ.

**ڪَليجي:** ث. جسم ۾ رت صاف ڪندڙ هڪ عضوو. جيرو- جگر.

**ڪَليدَ:** ث (ع) ڪنجي- چابي.

**ڪَليسا:** ث (ف) عيسائين جو عبادت گاهه- گرجو- ديول.

**ڪَلِيڪٽَرُ:** ذ (انگ) ضلعي جو وڏو روينيو آفيسر جنهن کي هاڻي ڊپٽي ڪمشنر سڏيو وڃي ٿو.

**ڪَلِيم:** ص (ع) ڪلام ڪندڙ- ڳالهائيندڙ. حضرت موسيٰ عليه السلام جو لقب (جيڪو جبل طور تي خدا تعاليٰ سان هم ڪلام ٿيو هو).

**ڪَلِيمُ الله:** ذ. خدا سان هم ڪلام ٿيندڙ (حضرت موسيٰ عليه السلام).

**ڪَمُ:** ص (ف) ٿورو- گهٽ. ٿنڍو. ڪَسو. مرڪب لفظن ۾ صفاتي اڳياڙي طور ڪم ايندڙ. (جئن: ڪم عقل، ڪم بخت وغيره).

**ڪَمُ:** ذ. فعل- عمل- هاج- ڪِرت. پورهيو. محنت. مزدوري. مقصد- مطلب- غرض. هنر- پيشو. فرض. تعلق- واسطو. خدمت- ٽهل.

**ڪم اچڻ:** استعمال ٿيڻ. مددگار ٿيڻ. ڪارآمد ٿيڻ.

**ڪم ٽپائڻ:** مطلب پورو ڪرڻ. مقصد حاصل ڪرڻ. ڪم جي پورائي ڪرڻ.

**ڪم پوڻ:** غرض اٽڪڻ- مطلب پوڻ.

**ڪَم چِلائُو:** ص. ڪم ڪڍڻ جهڙو- هالو چالو.

**ڪم چورُ:** ص. ڪم کان نٽائيندڙ. سُست.

**ڪم ڌنڌو:** ذ. ڪم ڪار. ڪاروبار.

**ڪم ڪڍڻ:** ڪم پيدا ڪرڻ. هڪڙي ڪم سان گڏ ٻيو بہ ڪم وٺڻ. مطلب حاصل ڪرڻ.

**ڪم هلائڻ:** ڏنڌي سان لڳو رهڻ. جهڙو تهڙو گذارو ڪرڻ.

**ڪُمُ:** ذ. ڪُوئي (نيلوفر) جو ڦُرُ.

**ڪَماچ:** ذ (ف) هڪ قسم جو ساز.

**ڪَمَاحَقَّهُ:** ظ (ع) جيترو ان جو حق آهي. بخوبي- چڱيءَ طرح. جيئن تہ حقيقت هيءَ آهي.

**ڪُمارُ:** ذ (سن) ڇوڪرو. ڪنوارو ڇوڪرو. پُٽ. شهزادو. (ث. ڪُماري).

**ڪمالُ:** ذ (ع) تڪميل- خاتمو. انتهائي ترقي. اوج. فوقيت- برتري. خوبي- سُهڻائي.

**ڪمال ڪرڻ:** حيرت انگيز ڪم ڪرڻ.
**ڪمالات:** ذ (ع) "ڪمال" جو جمع.
**ڪماليت:** ث (ع) ڪمال. تڪميل.
**ڪمام:** ذ. تڙيل پڪڙيل سامان. اڻ ڪٿ ڪم ڪار. گهڻي مشغولي.
**ڪمان:** ث (ف) تير هڻڻ جو اوزار. گولائي. محراب.
**ڪمان:** ث (انگ) حڪم- فرمان. سرداري. فوج جي اڳواڻي.
**ڪمانڊ:** ذ. ڪمند- نيشڪر.
**ڪمانڊر:** ذ. فوج جو هڪ عهديدار.
**ڪمانگر:** ص (ف) ڪمانون ٺاهيندڙ. رنگين نقاشي ڪندڙ.
**ڪمانگري:** ث. نقاشي- رنگين چٽن ۽ گلڪاريءَ جو هنر.
**ڪماني:** ث. لوهہ جو اڌ گول پٽو (جيڪو اسپرنگ طور گاڏين ۾ ڪم اچي).
**ڪمائتو:** ص. ڪم جهڙو. ڪم ۾ اچي سگهڻ جهڙو. فائديمند. (ث. ڪمائتي).
**ڪمائڻ:** م. اپائڻ- پيدا ڪرڻ. نرم ڪرڻ (چمڙو). زمين کي هر ڏيئي آبادي لائق بنائڻ. ڪٽڻ (ثواب). ذبح ڪرڻ (جانور).
**ڪمائڻ ڪائڻ:** آڻڻ ۽ چاڙهڻ- گذر سفر ڪرڻ.
**ڪمائو:** ص. ڪمائيندڙ. ڪمائي ڪارائيندڙ. پورهيت.
**ڪمائي ڪائڻ:** پورهيو ڪري گذر ڪرڻ. پنهنجي محنت جو ٽل حاصل ڪرڻ.
**ڪمائي:** ث. اپت- پيدائش. فائدو- نفعو. آمدني.
**ڪمائي ڪرڻ:** پورهيو ڪرڻ. محنت ڪرڻ. اُپت ڪرڻ.
**ڪمبخت:** ص (ف) نياڳو- بدنصيب.
**ڪمبختي:** ث. نياڳ- بدنصيبي. مصيبت.
**ڪمبل:** ذ. ٿلهي اوني چادر (جيڪا سياري ۾ اوڇڻ طور ڪم اچي).
**ڪمتر:** ص (ف) تمام گهٽ- نهايت ٿورو. ادني. حقير.
**ڪمترين:** ص. ڪمتر. تمام ٿورو. نهايت گهٽ درجي جو- حقير.
**ڪمتي:** ص. گهٽ- ٿورو- اڻپورو.
**ڪمپاس:** ذ (انگ) جاميٽري جو هڪ اوزار- پلڪار. قطب نما.
**ڪمپني:** ث (انگ) سوداگرن جي جماعت. پيادل فوج جو هڪ حصو (جنهن ۾ ٦ آفيسر ۽ ٢٢١ سپاهي ٿين. چار ڪمپنيون هڪ بٽالين ۾ ٿين).
**ڪمپازيٽر:** ذ (انگ) ٽائيپ جا اکر ملائيندڙ.
**ڪمپوزنگ:** ث (انگ) ٽائيپ جي اکرن ملائڻ جو ڪم.
**ڪم خرچ:** ص (ف) گهٽ خرچ وارو- ڪفايتي.
**ڪمدار:** ص. ڪارڪن. بني ٻاري جي سنڀال ۽ انتظام هلائيندڙ.
**ڪمذات:** ص (ف) نيچ. ڪميڻو. گهٽ نسل وارو.
**ڪمر:** ث (ف) چيلهہ. ڪنهن چيز جو درمياني حصو.
**ڪمر ٻڌڻ:** آماده ٿيڻ- تياري ڪرڻ. پڪو ارادو ڪرڻ.
**ڪمربستہ:** ص (ف) سندرو ٻڌل. تيار- آماده.
**ڪمر سڌي ڪرڻ:** آرام سان ليٽڻ. چيلهہ سڌي ڪرڻ. سمهڻ.
**ڪمر:** ث. جنڊ ۾ ڳاري وجهڻ وارو ڳڙک.
**ڪمربند:** ذ (ف) چيلهہ کي ٻڌڻ جو ڪپڙو يا پٽو. ڌرتيءَ جي گولي جو هڪ خيالي حصو (جاگرافي جي اصطلاح موجب اُتر ٿڌو ڪمربند، اُتر پورو پنو ڪمربند، گرم ڪمربند، ڏکڻ پورو پنو ڪمربند، ۽ ڏکڻ ٿڌو ڪمربند).
**ڪمرو:** ذ. ڪوٺي- رومر. جاءِ يا گهر جو هڪ رومر.
**ڪمزور:** ص (ف) هيڻو- بي طاقت. ايرو. بي پهچ.

**ڪمزوري؛** ث. هيڻائي- بي طاقتي. ايرائي.

**ڪم سُخن؛** ص (ف) ٿور ڳالهائُو- بي زبان.

**ڪَمسِن؛** ص (ف) ننڍيءَ عمر جو- ٻار. معصوم.

**ڪَمسِني؛** ث. ننڍپڻ. معصوميت.

**ڪَم ازڪَم؛** ظ (ف) گهٽ ۾ گهٽ.

**ڪَمِشنرُ؛** ذ (انگ) ڊويزن يا علائقي جو وڏو روينيو آفيسر.

**ڪَم ظَرفُ؛** ص (ف) هلڪي طبيعت وارو- ڪميڻو. ٽرڙو.

**ڪم ظرفِي؛** ث. ڪميڻپ- رذالت.

**ڪَم عَقُل؛** ص (ف) بيوقوف- احمق. مورک- نادان.

**ڪم عَقلِي؛** ث. بيوقوفي- احمقپائي.

**ڪَم عُمرِ؛** ص (ف) ننڍيءَ عمر وارو- ڪمسن. ٻار- معصوم.

**ڪم عُمرِي؛** ث. ننڍپڻ- ٻالڪپڻ- ڪَمسني.

**ڪَم فهَمُ؛** ص (ف) بي عقل- بيوقوف- ناسَمجهه. ڳهلو- موڳو.

**ڪَم فهمي؛** ث. بي عقلي- ناداني.

**ڪَم قِيمَت؛** ص (ف) گهٽ قيمت وارو- ٿور مُلهو- سستو.

**ڪُمَڪ؛** ث (ف) مدد. لڙائيءَ ۾ فوجي مدد لاءِ وڌيڪ موڪليل امداد (سامان ۽ نفري).

**ڪَمُ ڪوسُ؛** ص. ڪم ڪان نٽائيندڙ. ٽوٽي. سست.

**ڪَم گو؛** ص (ف) ٿورو ڳالهائو- گهٽ ڳالهائيندڙ.

**ڪَم مايه؛** ص (ف) ٿوري پونجيءَ وارو.

**ڪَمَندُ؛** ذ (ف) ڦندو (رسيءَ جو). رسيءَ جي ڏاڪڻ. ڪماند- نَيشڪر.

**ڪم ڪارُ؛** ذ. ڌنڌو ڌاڙي- ڪاروبار. اَٽي ويٽي.

**ڪم نَصِيبُ؛** ص (ف) نياڳو- بدبخت- ڇَندو.

**ڪم نَصِيبي؛** ث. نياڳ- بدبختي.

**ڪم و بيش؛** ظ (ف) ٿور گهڻو- گهٽ وڌ. لڳ ڀڳ.

**ڪُمَهلائِي؛** ث. بيگاهه وقت- اويرَ- دير.

**ڪُمَهلو؛** ص. بي وقت. بيگاهه وقت. اويرو- دير سان. (ث. ڪُمهَلِي).

**ڪَمِي؛** ص. ڪم وارو- پورهيت. مزور.

**ڪَمِي؛** ث (ف) گهٽتائي- ڪوتاهي. ٿورائي. اڻاٺ.

**ڪَمِي بيشِي؛** ث. گهٽ وڌائي. ڪس ڪٺر.

**ڪَميابِي؛** ث (ف) ٿورائي- قلت- اڻاٺ.

**ڪِمِي؛** ث. ڪَرندي- ٽيري.

**ڪُمِي؛** ث. هڪ قسم جو آبي جانور.

**ڪُميتُ؛** ذ (ع) ڪارڙي ميرڙي رنگ جو گهوڙو.

**ڪَمِيٽي؛** ث (انگ) انتظامي ڪم لاءِ مقرر ڪيل ننڍي جماعت.

**ڪَمِيشَنَ؛** ث (انگ) دلالي. خاص مسئلن جي جانچ ڪندڙ ڪميٽي.

**ڪَمِين؛** ص (ف) نيچ- گهٽ.

**ڪَمِينو؛** ص (ف) ڪريل- رذيل- نيچ.

**ڪَمِينگاهه؛** ث (ف) شڪار لاءِ لڪي ويهڻ جي جاءِ- ڪُڏلو- مهاڙي.

**ڪَمِيڻپَ؛** ث. رذالت- ڪَمينگِي.

**ڪَمِيڻو؛** ص. رذيل.

**ڪَمِيتَ؛** ث (ع) مقدار- ماڻ (ٿور يا ماپ جو). تعداد (ڳڻپ جو).

**ڪَنُ؛** ذ. ٻُڌڻ جو عضوو- گوش. چوپائي مال لاءِ ڳڻپ جو اسم (مثال؛ ٻڪرين جا گهڻا ڪن تو وٽ آهن؟).

**ڪَنَ ٻوڙا ٿيڻ؛** گهڻي هُل سبب ٻڌڻ جي طاقت نہ رهڻ.

**ڪَنُ ٿيڻ؛** تنبيهه ٿيڻ. هوش اچڻ. خبر پوڻ. تجربو ٿيڻ.

**ڪَنَ پَرڻ؛** برغلائڻ. لائي چائي ڪرڻ.

**ڪَنَ توپڻ، ڪَنَ سِبَڻ:** ڳهڻ پائڻ لاءِ ڪن ۾ سوراخ ڪرڻ.

**ڪَنَ جوڙ ڳالهيون ڪرڻ:** سُسُ پُس ڪرڻ. سرگوشي ڪرڻ.

**ڪَنَ جهلڻ:** توبهه ڪرڻ. ترڪ ڪرڻ. اطاعت ڪرڻ.

**ڪَنَ ڇپا ڪرڻ:** دپ ۾ ڇُپ اختيار ڪرڻ.

**ڪَنَ ڏيڻ:** ڳالهه ٻڌڻ لاءِ توجهه ڏيڻ.

**ڪَنَ ڪترڻ:** فن ۾ اُستاد ٿيڻ. هوشيار ٿيڻ. عاجز ڪرڻ.

**ڪَنَ ڪرڻ:** ٻڄي پاسو ڪرڻ.

**ڪَنَ ڪُشي، ڪَنَ گوشي:** ث. ڪن مان جهلي اُٿ ويهه ڪرائڻ جي سزا. ڪَنَ پٽڻ جي سزا- گوشمالي.

**ڪَن ڪائڻ:** اجائي بڪ ڪرڻ. گهڻو ڳالهائي ڪڪ ڪرڻ.

**ڪَن لڪائڻ:** ڪنهن هنڌ اجهو ڪرڻ. بچاءُ وٺڻ.

**ڪَنَ مروٽڻ، ڪَنَ مروڙڻ:** ڪن کي مهٽڻ. ايذاءُ ڏيڻ. گوشمالي ڪرڻ.

**ڪَنَ مَروٽَ، ڪَنَ مهٽَ:** ث. سيکت ڏيڻ. جُٺ ڪرڻ. سزا ڏيڻ.

**ڪَن ۾ ڦوڪَ ڏيڻ:** اطلاع ڏيڻ. اڳواٽ ٻڌائڻ. بدگمان ڪرڻ.

**ڪَن نه ڏيڻ:** ڌيان نه ڏيڻ. نه ٻڌڻ.

**ڪَنَ وڃڻ:** ڪن ۾ آواز اچڻ. ڪنهن سڌ جو گمان ٿيڻ.

**ڪن تي هٿ رکڻ:** انجاڻ بڻجڻ. ناواقفيت جو اظهار ڪرڻ. صاف انڪار ڪرڻ. توبهه ڪرڻ.

**ڪن جو ڪچو:** ص. هرڪنهن ڳالهه تي اعتبار ڪندڙ.

**ڪن ۾ ڪيهه وجهڻ:** ڪابه ڳالهه نه ٻڌڻ. ڌيان نه ڏيڻ. بيفڪر ٿيڻ.

**ڪِنُ:** ذ. ڪَچرو- ٻُهَر. گندگي- غلاظت.

**ڪِنُ ڪرڻ:** گند ڪچرو ڪرڻ. گندو ڪم ڪرڻ.

**ڪِنُ مَٿڻُ:** گندو ڳالهائڻ- گارگند ڪرڻ. واهيات ڳالهائڻ.

**ڪُن:** امر (ع) ٿيءُ. مسلمانن جي عقيدي موجب خداتعاليٰ دنيا کي ٺاهڻ لاءِ ”ڪُن“ جو امر ڪيو.

**ڪُنُ:** ذ. درياءُ وغيره ۾ پاڻيءَ جو گهيرو- گرداب. اونهون پاڻي. رنگريزن جي اصطلاح ۾ رنگ ٺاهڻ جو ڪُونَر.

**ڪِنارِ:** ث (ف) ڪنارو- ڪننو- لب. ڪُپُ. پاسو- پَرِ.

**ڪِنارو:** ذ (ف) ڪپ- ساحل. پاسو. ڪپڙي جي وَٽِ (جنهن تي زري هڻجي).

**ڪِنارَه:** ذ (ف) ڪنارو- ڪپ- ساحل.

**ڪِناره ڪَش:** ص. پاسو ڪندڙ. بي تعلق- غيرواسطيدار.

**ڪِنارِه ڪَشِي:** ث. بي تعلقي- غيرواسطيداري. جدائي- علحدگي.

**ڪِنارِي:** ث. ڪِنار. پوتيءَ وغيره جو پلاند (جنهن تي زري يا پانڪ وغيره لڳي). پانڪ.

**ڪَنان، ڪِنان:** ظ. ڪان- وٽان- طرفان.

**ڪَنائِڻُ:** م. ڪن ڏيڻ. ڌيان ڏيڻ. خيال سان ٻڌڻ. ٻڌڻ جي ڪوشش ڪرڻ. ڪَن ڪرڻ- ٻڄڻ.

**ڪِنايه، ڪِنايو:** ذ (ع) اشارو. اهڃاڻ. رمز. لڪل ڳالهه- ڳجهه.

**ڪنايتا:** ظ. اشاري سان.

**ڪُنبُ:** ذ (سن. ڪُنڀ= گهڙو، دلو) پاڻيءَ جو وڏو تلاءُ. پاڻيءَ جي اونهي ڪڏ. صاف پاڻي جو تلاءُ- ڪولابُ.

**ڪَنبائِڻُ:** م. ڏڪائڻ- رڏائڻ. ڊيڄارڻ. دپ وجهڻ.

**ڪَنبَڻُ:** م. ڏڪڻ- لرزڻ. ڏُٻڻ- ڏُڏڻ (زمين). رڏڻ. ٻڄڻ.

**ڪَنبڻِي:** ث. ڏڪڻي- لرزش- رڏڻي. دپ- ڀؤ.

**ڪُنيارُ:** ص. مٽيءَ جا ٿانوَ ٺاهيندڙ- ڪُنڀَر.

(ڪُنيارِڻ).

**ڪُنِيرَ. ڪُنيارَ:** ذ. هڪ ذات جو نالو.

**ڪَنٽري:** ص (انگ. ڪنٽري) سادو- هلڪو- عام رواجي. ديسي (مال).

**ڪَنٽارَ:** ث. ڳالهه ٻُڌي اڻ ٻڌي ڪرڻ. لنوائڻ- ٽٽائڻ.

**ڪَنٽوپُ:** ذ. ڪَن ڪي ڍڪيندڙ ٽوپي.

**ڪَنٿُورُ:** ص. ٽَرڙو- رولُو. خسيس (ماڻهو).

**ڪَنٽومينٽ:** ث (انگ) ڇاوڻي.

**ڪَنٽيجنٽ:** ذ (انگ) مٿيون خرچ. وڏيڪ خرچ. متفرقو خرچ.

**ڪَنٺُ:** ذ (سن) ڳچيءَ جي اُپريل هڏي. ڳچيءَ- گردن- گلو- ڳاٽُ.

**ڪَنٺو:** ذ. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ زيور- هار (سون يا مرجان جي داڻن جو). مڪڙين جو هار. فقيرن جي تيتيهن داڻن واري مالها. ڪپ- ڪنارو. ٽر جو هڪ پاڳو.

**ڪُنجُ:** ذ (ف) ڪُنڊ- گوشو. وڻن جو جهڳٽو. ولين سان ڍڪيل مَنهه.

**ڪُنج تنهائي:** ث. اڪيلائي- گوشه نشيني.

**ڪُنجارو:** ذ. وڇون- پَٿُون.

**ڪنجرو:** ذ. پرت پريل زنانو چولو (جيڪو ڪنوار پرڻي وقت پائي). گجَ جو هڪ قسم.

**ڪَنجَڪَ:** ث. واڳ- لغام. اٺ يا گهوڙي جي رڪيب جو پٽو.

**ڪَنجِڪي:** ص. گهوڙي جي واڳ وٺي هلندڙ خدمتگار.

**ڪَنجُوس:** ص. مرچوٽ- بخيل.

**ڪَنجُوسائي، ڪَنجُوسي:** ث. شومت- بخيلي- مرچوٽائي.

**ڪُنجِي:** ث. تالي يا ڪلف کولڻ جي چابي- ڪليد. سمجهاڻيءَ وارو ڪتاب.

**ڪِنجهَ:** ث. سُور ڪان دانهن- ڪُڪَ.

**ڪِنجهڪارُ:** ث. بيماري يا آزار ڪان دانهن. ڇِنگهه.

**ڪِنجهڪو:** ذ. ڪنجه. دانهن- ڇِنگهه.

**ڪِنجهَڻُ:** م. تڪليف يا ايذاءَ ڪان آواز ڪرڻ- ڇنگهڻ. ڪُرڪڻ- ڪُڪڻ.

**ڪَنجهو:** ذ. ڌاتوءَ جو هڪ قسم (جيڪو ٽلعي، ٽامي، پتل ۽ جست مان ٺهي).

**ڪَنجهي:** ث. ڪَنجهي جي ٺهيل ٿالهي يا وَٽِي (جيڪا وڃائڻ جي ڪم اچي)- جهانجهه.

**ڪَنچَنُ:** ذ (سن) سونُ- زر- طلا.

**ڪَنچني:** ث (سن) طوائف- ناچڻي. رنڊي.

**ڪُنڊ:** ث. لٺون وغيره جي لوهي ڇهنب. ڪنهن لوهي اوزار جي نوڪَ.

**ڪُنڊُ:** ذ (سن) نيزو- ڀالو. ڇهنبدار هٿيار.

**ڪُنڊُ:** ص (ف) مُڏو.

**ڪُند ذهن:** ص. موڳو- مُوڙهل (عقل ۾)- غبي.

**ڪُند فهم:** ص. موڳو. غبي.

**ڪُندري:** ث. هٿيار جو هڪ قسم (فقير ڪٽن). لوهه جو ڇهنبيارو لڪڻ (جيڪو فقير ڪٽن ۽ جتي ويهن تتي ڪوڙين).

**ڪُندَنُ:** ذ (سن) نج سونُ.

**ڪُندو:** ذ. ڪاٺيءَ جو ٽُڪر. بندوق جي دستي واري ڪاٺي.

**ڪَندُوري:** ث (ف) عام لنگرَ جي ماني.

**ڪَندَه:** ص (ف) کوٽيل- اُڪريل (پٿر يا ڪاٺ تي).

**ڪَنده ڪاري:** ث. پٿر يا ڪاٺيءَ تي اُڪريل چِٽَ، اکر يا نقش نگاري.

**ڪَنڌُ:** ذ (سن) ڳچيءَ جو پٺيون پاسو. گردَن- ڳچي. ڳاٽُ- ڳاٽو.

**ڪنڌ ڀڃڻ:** ڳاٽو ڀڃڻ- گردن ٽوڙڻ. شڪست ڏيڻ. زير ڪرڻ- تابع ڪرڻ. هٿ ڀڃڻ.
**ڪَنڌ پَر ڪرڻ:** سخت نقصان رسڻ. تڪبر لهي وڃڻ.
**ڪنڌ ڪڍڻ:** منهن مٿي ٿيڻ. سويارو ٿيڻ. تندرست ٿيڻ. ڪجهه ڇاق ٿيڻ.
**ڪنڌ لهڻ:** بي مانو ٿيڻ. هٿ ڀڃڻ.
**ڪنڌ نمائڻ:** نهٺائي ڪرڻ. رضامند ٿيڻ. آمنا مڃڻ. سجدو ڪرڻ.
**ڪنڌ هيٺ ڪرڻ:** شرمسار ٿيڻ- لڄي ٿيڻ. مياري ٿيڻ.
**ڪَنڌارُ:** ص. بهادر- دلير. ڏاڍو جوان. سورهيه.
**ڪنڌو:** ذ. ڪنڌ. ڪنڌ وارو سَنڌ. ڪُلهو. ڪپر- ڪنارو.
**ڪَنڌِي:** ث. ڪنارو- ڪپرُ. پڪي ٿُلهي جي ڀِت. جَهلو- آڏ. آڌار- وسيلو. اجهو- پناه.
**ڪَنڊِ:** ث. ڪنڊن وارو ڊنگهر. ڪنڊن ڀوٽن وارو جهنگ. ڪنڊن وارو ٻُوٽو. فوتيءَ جي ٻارهين يا پندرهين ڏينهن جي هڪ رسم.
**ڪُنڊَ:** ث. گوشو- زاويو. طرف- پاسو.
**ڪُنڊائِتو:** ص. ڪُنڊ وارو. ڪُنڊَ ۾. گوشائتو- پاسي تي. (ث. ڪُنڊائتي).
**ڪُنڊَ ڪُڙڇَ:** ث. اوسو پاسو- هرهنڌ. چارئي پاسا.
**ڪُنڊَ ماپَ:** ث. جاميٽري جو هڪ اوزار (جنهن سان ڪنڊ ماپجي).
**ڪُنڊَ وسائڻ:** گوشه نشيني اختيار ڪرڻ.
**ڪنڊڙو:** ذ. زنجير جي ڪڙن وانگر ڀرت جو هڪ قسم.
**ڪَنڊڙِي:** ث. ڪنڊيءَ جو وڻ- ڪنڊي.
**ڪَنڊو:** ذ. وڻ يا ٻوٽي جو قدرتي سيلهه- خار. مڇي وغيره جو سنهون نوڪدار هڏو. نانگ ٻلا جو هڏو (جيڪو ڪنڊي وانگر سنهون ٿئي). دشمن.
**ڪَنڊا وڇائڻ:** تڪليف پهچائڻ لاءِ رنڊڪون پيدا ڪرڻ.
**ڪَنڊو لڳڻ:** سيلهه لڳڻ- جسم ۾ خار چُڀڻ. نقصان پهچڻ. تڪليف پهچڻ.
**ڪنڊو نڪرڻ:** اٽڪاءُ لهڻ. رنڊڪ دور ٿيڻ.
**ڪَنڊِي:** ث. هڪ قسم جو وڻ.
**ڪَنڊِيارو:** ذ. ڪنڊن واري جُوءِ. اها ايراضي جتي ڪَنڊِ گهڻي هجي. ضلعي نواب شاه جو هڪ شهر.
**ڪَنڊيارِي:** ث. ڪنڊي جي وڻن ٻُوٽن واري ايراضي. سنڌ ۾ گهڻين ديهن جو نالو.
**ڪُنڊائِي:** ث. دغابازي. ٻيائي. ٻچاپڙائي. منافقت.
**ڪُنڊَلُ:** ذ. والو (جوڳي ڪنن ۾ پائين). (ص) ڪنڊن وارن وارو- سهڻو.
**ڪَنڊِلو:** ڳهه جو هڪ قسم. هار- ڪنڊي. ڪنن ۾ پائڻ لاءِ چانديءَ جو والو.
**ڪُنڊِلي:** ث. نانگ جو ويڙهجي ويهڻ وقت هنيل وڪڙ.
**ڪُنڊو:** ذ. ڪنهن چيز جي لٽڪائڻ لاءِ لوهي آنڪڙو. دروازي جي ڪڙي ۾ ڦاسائڻ لاءِ لوهي ڇلو (جنهن ۾ ڪڙو وجهجي). زنجير جي ڪڙي.
**ڪَنڊِي:** ث. هار. گلن جو هار. مالها.
**ڪُنڊي:** ث. دروازي جي زنجير. مڇي ڦاسائڻ لاءِ لوهي انڪڙو. در جي طاقن کي بند ڪرڻ لاءِ تاڙي. زريءَ جي ڀرت ڀرڻ جي آر. اُها مينهن جنهن جا سڱ وريل هجن. ڪُنڊلي- حلقو. نانگ جو گولائيءَ ۾ وڪڙ.
**ڪُنَرُ:** ذ. عاج، شيشي يا ڪاٺ مان ٺهيل ڪَنن جو والو (جيڪو جوڳي پائين).
**ڪَنَ رَسُ:** ذ. راڳ وغيره ٻڌڻ جو مزو. ڪنن کي وڻندڙ سريلو آواز. راڳ جي پروڙ.
**ڪَنِرو:** ذ. ڪن ڏيئي ٻڌڻ واري حالت. لڪي

ڳالهيون ٻڌڻ.

**ڪَنرو ڏيڻ:** لڪي ڳالهيون ٻڌڻ.

**ڪُنرو:** ذ. گهيرو- گول چڪر. گولائي ۾ گڏجي ويهڻ جو نمونو.

**ڪُنرو ڪرڻ:** گڏجي ويهي صلاح مشورو ڪرڻ. رِٿَ رٿڻ.

**ڪِنڙو:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر. جنهن سان وار صاف ٿين.

**ڪُنڙو:** ذ. ننڍو ڪُنو. ٺِڪَر جي ننڍي ديڳڙي. (ث. ڪُنڙي).

**ڪَنزُ:** ذ (ع) خزانو- گنج. فقه جي مسئلن بابت هڪ ڪتاب.

**ڪَنَسترُ:** ذ (انگ) ٽِينَ جو دٻو (جنهن ۾ گاسليٽ وغيره رکجي).

**ڪَنسرو:** ذ. لڪي ڳالهيون ٻڌڻ- آهستگي سان ڳالهيون ڪندڙن جون ڳالهيون لڪي ٻڌڻ.

**ڪَنَ سوپاري:** ث. هڪ قسم جو جيت (جيڪو ڪَن ۾ گهڙي وڃي ۽ تڪليف ڏئي).

**ڪَنڦاڙُ:** ص. هندو فقيرن جو هڪ قسم (جيڪي ڪن ۾ وڏا والا پائين).

**ڪَنڦٽ:** ذ. ڪن کي چير ڏنل فقيرن جو هڪ قسم. جوڳي فقيرن جو هڪ گروه.

**ڪَنگُ:** ذ. هڪ قسم جو آبي پکي- بگھ پکي.

**ڪنگ رڙڻ:** بربادي ٿيڻ- ويراني ٿيڻ.

**ڪَنگالُ:** ص. پينگيو- سُڃو- ڪُنل- مفلس.

**ڪِنگرُ:** ذ. ٺڪر جو لوٽو (جيڪو اڳ نار يا هرلي جي مالھ ۾ ٻڌبو هو).

**ڪُنگرو:** ذ (ف) عمارت يا قلعي وغيره ۾ نهيل محرابدار جارو. حاشيو. پرت جو هڪ قسم.

**ڪِنگري:** ث. ٺڪر جو لوٽو- ڪِنگرُ.

**ڪُنگري:** ث. اڏاوت ۾ سهڻائي لاءِ سِرُن جي ٺڪندي قطار. پَرت جو هڪ نمونو.

**ڪَنگلو:** ص. ڪنل- مفلس- نادار- مسڪين. (ث. ڪنگلي).

**ڪَنگڻُ:** ذ. ٻانهن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه- وڏي پٽي وارو چوڙو. چُوڙو. ڪولابو.

**ڪنگڻ ڪڍي ويهڻ:** نابري وارڻ- انڪار ڪرڻ. لهڻي ليکي کان جواب ڏيڻ.

**ڪَنگڻِي:** ذ. چانورن جي هڪ جنس- سَنڙيا چانور.

**ڪَنگڻِي:** ث. چوڙو- چُوڙي. پٽ ۾ ٻَهر تي نڪتل سِرن جي قطار- ڪُنگري.

**ڪَنگڻِ ڪار، ڪنگڻ هار:** ث. هڪ قسم جو پسارڪو وکر (نوشادر ۽ شورو ملايل).

**ڪَنگو، ڪَنگهو:** ذ. ڦڻي. ڦڻوٽو. مٿي جي وارن کي قابو بيهارڻ لاءِ وريل ڦڻي.

**ڪُنگو:** ذ. ننڍو لئي جو وڻ. لئي جو ٻوٽو. سُينڌر. لئي جي ٽارن جو ڳاڙهو گلابي رنگ (جنهن سان ڪپڙا رنگجن).

**ڪُنگوَ ٽارو:** ذ. لئِي جي ٻوٽي جي ٽاري (جيڪا ٽانون مانجھ جي ڪم اچي).

**ڪُنگو ريت:** ذ. لئي جي وڻ جي ڳاڙهي ٻُونگر.

**ڪَنگورُ:** ذ. ڪانهن جي قسم جو هڪ ٻوٽو (جنهن جي ڪانن مان نڙ، بانسريون ٺهن).

**ڪَنگِي، ڪَنگهِي:** ث. ڦڻي. ننڍي ڦڻي.

**ڪِنگهِي:** ث. هڏن جي هڪ بيماري (جيڪا گهٽو ڪري ٻارن کي ٿئي).

**ڪِنگهي ڪاڏل:** ص. ايرو- ڪمزور- هيٺو.

**ڪَنَ لاٽارَ:** ث. ٻڌو اڻ ٻڌو ڪرڻ- بي ڌياني. ٻُڌي

نٽائي وڃڻ. بي پرواهي.

**ڪَنَندَہ:** ص (ف) ڪَيَل. ڪندڙ. صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ لفظ.

**ڪَنو:** ذ. ڪنارو- پَرِ- ڪَپُ. ڪنهن ٿانءَ جو مٿيون حصو. ڪنار- وَٽِ. پاسي وارو ٽُڪر.

**ڪِنو:** ص. گندو- خراب- غليظ- بُرو. ميرو- اڻ ڌوتل- اڻالو. باسي- پاروٿو. ڪِني ڏپَ وارو. (ث. ڪِني).

**ڪِنو ڪوجهو:** ص. گندو ۽ بڇڙو. بدافعال. ڇهڙو ڇهڙو. (ث. ڪِني ڪوجهي).

**ڪُنو:** ذ. ٺڪر جو ديڳڙو.

**ڪُنا ڪارا ڪرڻ:** ڪجهہ بہ نہ ڪرڻ. ڪوبہ ڇڱو ڪم نہ ڪرڻ.

**ڪُنو چاڙهڻ:** ديڳڙو چاڙهڻ. پنهنجي مڙسي ڪرڻ. پاڻ پرو ٿيڻ.

**ڪَنواٽُ:** ذ. ٻن سالن ڄمار جو اُٺ. ڳوُنرو- توڏو. (ص) جوان- ڳڀرو.

**ڪَنوائي، ڪاوائي:** ث. ڪلهن تي رکيل ڪاٺي (جنهن جي ٻنهي ڇيڙن ۾ پاڻي پرڻ لاءِ دِلا يا ٿيون ٻڌل هجن). لٺ يا ڏڪو جنهن جي ٻنهي طرفن بار کڻڻ لاءِ رسيُون ٻڌل هجن.

**ڪُنوارَ:** ث. نئين پرڻيل عورت. وَني- ٻَني. هارسينگار ڪيل عورت. سهڻي عورت.

**ڪُنوارپڻو، ڪُنوارپو:** ذ. شادي کان اڳ جو زمانو- دوشيزگي.

**ڪُنوارو:** ص. اڻ پرڻيل. ڇڙو ڇانڊ.

**ڪُنواري:** اڻ پرڻيل عورت.

**ڪُنواريتو:** ص. "ڪنوار" جي طرف جو.

**ڪُنوار ٻوٽي:** ث. هڪ قسم جو ٻوٽو جنهن کي هٿ لائڻ سان پَن ڪومائجي وڃن.

**ڪَنوَرُ:** ذ (سن) شهزادو- راجڪمار. ولي عهد. ڪنول جو گل.

**ڪَنوَلُ:** ذ. پاڻي ۾ ٿيندڙ هڪ ٻوٽو ۽ اويڙ- پَبَڻ- نيلوفر.

**ڪَنَهہ:** ث. هڪ لوهارڪو اوزار. ڌاتي تي ڏندن ڪڍڻ جي ٽڪوڙي.

**ڪَنَهڙُ، ڪنهاڙُ:** ذ. مڇي پلي جو سِسي وارو حصو.

**ڪنهن قضائي:** ظ. اتفاق سان- اوچتو. ڪنهن بهاني سان.

**ڪَنهون:** ذ. ٻوٽ جا ڌاڳا- ڪَشا.

**ڪَنهي، ڪَهي:** ث. ڪشو- سڳو- ڏور. ٻوٽ جو ڌاڳو.

**ڪَنهيو، ڪَنَيو:** ص (سن) ڪرشن مهراج جو لقب. سهڻو- حسين.

**ڪَني:** ث. ڪنارو. لغڙ جي هڪ پاسي وزن برابر ڪرڻ لاءِ ٻڌل اڳڙي.

**ڪَني ڪترائڻ:** پاسو ڪرڻ. ملڻ کان نٽائڻ.

**ڪُني:** ث. ٺڪر جي ننڍي ديڳڙي. باس باسيل خيرات.

**ڪُني ڪرڻ:** مراد پوري ٿيڻ تي ديڳ رڌڻ. خيرات ڪرڻ.

**ڪَنيا:** ث (سن) ڏهن سالن کان ننڍي ڇوڪري. ڪنواري. ڏيءَ.

**ڪُنيَتَ:** ث (ع) پيءُ، ماءُ يا پُٽ ڏانهن منسوب نالو (مثلاً ابوسعيد، أم جميل، ابن عمر)

**ڪَنيرُ:** ذ. جواهرين جي موتين پرکڻ جو شيشو. عينڪ. خوردبين.

**ڪَنيرو:** ذ. ٺڪر جو نهرو گولو جنهن سان ڪنيار دلا مٽ ٺپي لسا ڪن.

**ڪَنيزَ:** ث (ف) ٻانهي. نوڪرياڻي. گولي.

**ڪَنيزَڪ:** ث. ننڍڙي ٻانهي- گولي.

**ڪَڻ:** ث. ذرو. تمام ٿورو ٽڪر. اناج جو داڻو. اناج. ڏاڙهون جو سُڪل ٻج. پُست يا ڦوٽي وغيره جو ٻج.

**ڪَڻاهُ:** ذ. وڏي تَٽي- ڪَڙاهه. ڪَڙهي.

**ڪِڻاهي:** ث. ننڍي تَٽي- ڪَڙهي.

**ڪَڻتو:** ذ. پيتل اٽڻ يا ٽورَ ۾ جنس مان ڪَٽوَتي.

**ڪُڻبَ:** ث. ڪُنبَ- گوشو. ڪُڙڇ.

**ڪَڙهي:** ث. تَٽي (جنهن کي جهلڻ لاءِ لوهي ڳن هجي). چاٺيءَ وارو ڪفگير. پکيءَ جو هڪ قسم (ڪال ڪڙهي).

**ڪَڻسَ:** ث. لِڱن ۾ بخار جي ڪوساڻ. ٿورو هلڪو تپ.

**ڪَڻسِ:** ص. ڪيس. وٽس. لاڪس.

**ڪَڻسجَڻُ:** م. هلڪو بخار ٿيڻ. تپجڻ.

**ڪَڻڪَ:** ث. هڪ مشهور اناج- ڳيهون.

**ڪَڻڪَ رَنگو:** ص. پيلاڻ مائل رنگ (جسم جو)- ڳوُرو.

**ڪُڻڪَ:** ث. پٽاڪ- پٽڪو. پڙلاءُ. ڪُڙڪَ. ڪنجهڪار- چِينگهَه.

**ڪُڻڪارَ:** ث. پکيءَ جي لات.

**ڪُڻڪَڻُ:** م. ڪِنجهڻ. ڪُرڪڻ. لات ڪرڻ (پکي). تپ تاءُ ۾ جهيڻي آواز سان چنگهڻ. سُور يا ڏک کان جهيڻي آواز سان روئڻ.

**ڪُڻڪو:** ذ. ڪنجهڪار. پٽڪاڻ.

**ڪَڻو ڪَڻو:** ص. ڇڙوڇڙ. جدا جدا- ڌار ڌار. ٽڙيل پکڙيل.

**ڪُڻو:** ڍارو- ڇَڪو- ڦُرء. پکو.

**ڪُڻو وجهڻ:** پکو وجهڻ. گهٽين چنگين تي نالا لکي هڪڙي چٽڪي ڪڍڻ.

**ڪَڻهارُ:** ذ. هيرن جو هار.

**ڪَڻهي:** ث. ڪَڙهي- تِٽي.

**ڪَڻي:** ث. ذرو- ٿورڙو ٽڪرو. هيري جو ذرو. اناج جو داڻو. مِينهَن جي ڦُڙي. ٻُوندَ.

**ڪُڻيِي:** ث. چوپائي مال جي سڃاڻپ لاءِ ڪَن ۾ وڍل چِيرُ يا ڪڪرُ.

**ڪَڻيُون:** ذ. برسات جون ٻوندون- ڦُڙيون.

**ڪو:** ض. ڪير. ڪجهه. ٿورو.

**ڪوبہ:** ظ. هڪ بہ (ماڻهو، ساهوارو وغيره).

**ڪو دَمُ:** ذ. ٿوري دير- گهڙي ڪن.

**ڪُو:** ث (ف) ڳلِي- گهٽي. واٽ.

**ڪُوبہ ڪُو:** ظ. دربَدر.

**ڪُواٽَ:** ڏکي واٽ- اَوَلو رستو. اَوجَهڙ. گمراهي. (ص) ڏکيو- اوجهڙ وارو. گمراه- بيراهه.

**ڪُواٽو:** ص. ڏکيءَ واٽ وارو. گمراهه.

**ڪُوارٽر:** ذ (انگ) رهڻ جي جاءِ.

**ڪُوارَڻُ:** م. هَجوَ ڪرڻ- گِلا ڪرڻ. بدنامي ڪرڻ.

**ڪَوازُ:** ذ (ع. قواعد) بدڪلامي- واهيات ڳالهائڻ. بڪواس.

**ڪَوازو:** ذ. رازڪي ڪم ۾ مٽي اوساري لاءِ ٻڌل تختو (جنهن تي رازو بيهي ڪم ڪري).

**ڪَواڪِبُ:** ذ (ع) "ڪوڪب" جو جمع. تارا.

**ڪُواءُ:** ذ. خراب هوا. زماني جي گردش. ظلم- ناانصافي.

**ڪُوائي:** ث. زبان مان نڪتل خراب يا بدسوڻي وارو گفتو. پٽ پاراتو.

**ڪَوائِف:** ذ (ع) "ڪيفيت" جو جمع. حالات.

**ڪوپَ:** ث. ڏر. غار. اندر تي ڪاڏل زمين. واهه يا درياء جي ڪپ واري اندران ٿي اندر ڪاڏ واري زمين.

**ڪَوَتِ:** ث. (سن. ڪوتا) ساراهه يا سوڀ جو نظم. ڪَوِتا- ڪَبت. ڊگهي ڳالهه.

**ڪَوِتا:** ث (سن) شاعري.

**ڪوتاه:** ص (ف) ننڍو. گهٽ. ٿورو ننڍو- لاٽيرو. مختصر.

**ڪوتاه فهم:** ص. گهٽ سمجهندڙ- بي عقل.

**ڪوتاهي:** ث. ڪمي- گهٽتائي. ٿورائي. قصور- ڏوھ. ڪوٽ.

**ڪوتاهي ڪرڻ:** گهٽتائي ڪرڻ. دير ڪرڻ. نقص وجهڻ. لاپرواهي ڪرڻ (جنهن مان نقصان ٿئي).

**ڪوتَڪ:** ث. هڪ قسم جو ٻوٽو.

**ڪوَتَل. ڪوُتَل:** ذ (ترڪي) اميرن جي سواريءَ جو گهوڙو. سُواريءَ لاءِ خالي پلاڻيل گهوڙو (جنھن جنهن مهل دل چئي سوار ٿجي).

**ڪوتِمِيرُ:** ذ. ساوا ڌاڻا (پن سوڪا).

**ڪوتَهَ:** ص (ف) ننڍو گهٽ. مختصر. سوڙهو- تنگ. بندرو (قد ۾).

**ڪوتهہ انديش:** ص. بي سمجھ. ڳڻ ڳوٽ نہ ڪندڙ.

**ڪوتهہ بيني:** ث. بي سمجهي- ناداني.

**ڪوتهہَ نَظر:** ص. بي سمجھ.

**ڪوٽرو:** ذ. ڳوٽرو. ٻَچڪو.

**ڪوٽري:** ث. ڳوٽري. ٻچڪي.

**ڪوٽُ:** ذ (سن) قلعو- ڳڙھُ. ڳوٺ يا حويلي کي ڏنل وڏي ديوار. عالم پناھ. (انگ) هڪ قسم جو لباس (جيڪو قميص جي مٿان پائجي).

**ڪوٽَ ڪيرائڻ:** وڏي مصيبت کي منهن ڏيڻ. ڏکئي ڪم ۾ ڪاميابي حاصل ڪرڻ.

**ڪوٽارُ:** ذ. روينيو کاتي جو هڪ ملازم. تپيدار جو ملازم.

**ڪوٽڙو:** ذ. ننڍو ڪوٽ- گڍ.

**ڪوٽڙي:** ث. ننڍڙو ڪوٽ- ڳڙهي.

**ڪوتوالُ:** ذ (ف. ڪوتوال) ڪوٽ جو انتظام سنڀاليندڙ هڪ عهديدار.

**ڪوتوالي:** ث. شهر جو وڏو ٿاڻو.

**ڪوٺاري:** ث. سون چاندي ڳارڻ لاءِ مٽيءَ جي پيالي.

**ڪوٺڙي:** ث. گهر جو ننڍو صفو- ڪمرو.

**ڪوٺ:** ث. "ڪوٺڻ" جو عمل- سڏ. دعوت- ڪانڌ. شادي وغيره جو سڏ- نينڊ.

**ڪوٺ ڪرڻ:** سڏ ڏيڻ. ڪاڄ وغيره جي نينڊ ڏيڻ.

**ڪوٺائڻُ:** م. سڏائڻ- گهرائڻ. دعوت ڏيڻ. سڏ ڏيڻ.

**ڪوٺَڻُ. ڪوٺِڻُ:** م. سڏڻ- سڏ ڪرڻ.

**ڪوٺو:** ذ. ڪشادو صفو يا ڪمرو. ماڙيءَ وارو طبقو. ڪَڏُ.

**ڪوٺي:** ث. بنگلو. وڏو دڪان. گهر جو ڪمرو.

**ڪوثَرُ:** ذ (ع) بهشت جي هڪ نهر. بهشت جو هڪ حوض.

**ڪوپُ:** ذ (سن) ڪاوڙ- ڏمر. ٺهر.

**ڪوپ ڪڍي ويهڻ:** مجبور ڪرڻ. ڪروڌ ڪري ويهڻ.

**ڪوپَرُ:** ذ. ڌاتوءَ جو هڪ قسم- جست.

**ڪوپرو:** ذ. ڪوپرو- ناريل. ناريل جو تيل.

**ڪوپري:** ث. ڪوپري- ڪيپراٽي.

**ڪوپَنُ:** ذ (انگ) ٻِئي رسيد جو حصو. انعامي ٽڪيٽ.

**ڪُوپو:** ص. سورھ- بهادر- سُورمو- جوڌو.

**ڪوجهائي:** ث. بي زيبائي. گدلائي. بدصورتي.

**ڪوجهو:** ص. بي زيبو- اٻالو. گدلو.

**ڪوچُ:** ذ (انگ) هڪ قسم جو ولايتي پلنگ. گاڏيءَ اسپرنگن واري وڏي ڪرسي (جنهن تي ٻہ ٽي ماڻهو ويهي سگهن). پوش واري ڇٽن ڦيٿن واري گهوڙي گاڏي.

**ڪوچوانُ:** ص. گهوڙي گاڏي هلائيندڙ.

**ڪُوچُ:** ذ (ف) هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ روانگي. لاڏائو. سفر. وفات.

**ڪُوچ ڪرڻ:** روانو ٿيڻ. سفر ڪرڻ. وفات ڪرڻ.
**ڪُوچڙا:** ذ. هندو خانہ بدوشن جي هڪ قوم.
**ڪُوچَڪ:** ص (ف) ننڍو. صغير.
**ڪُوچہ:** ذ (ف) گِلي- گھٽي.
**ڪوچو:** ذ. وڻن جو جھڳٽو. چراگاهہ- ويءُ. جابلو وادي جنهن ۾ مال جي چاري لاءِ گاهہ هجي.
**ڪُوڏ:** ث. موڳائي- بي عقلي. ڪند ذهني.
**ڪوڏ:** ذ. هڪ قسم جو ساموندي جيت.
**ڪوڏ:** ذ چاهہ- سِڪَ- پيار. اُڪير. شوق. اُڪنڊ. چاهت. حرص. سَڌَ. هيجُ- خوشي.
**ڪوڏارَ:** ث. زمين کوٽڻ جو هڪ اوزار- ڪوڏر.
**ڪوڏاريو:** ص. ڪوڏر سان ڪاٽي ڪندڙ.
**ڪوڏَرَ:** ث. ڪوڏار.
**ڪوڏر هڻڻ:** پورهيو ڪرڻ. جفاڪشي ڪرڻ- سخت محنت ڪرڻ.
**ڪوڏو:** ذ. وڏو ڪوڏ.
**ڪوڏِي:** ث. هڪ قسم جي ساموندي جيت جو کوپو (جيڪو اُڳئين وقت ۾ سِڪي طور ڪم ايندو هو).
**ڪوڏِي ڪوڏِي:** ث. هڪ قسم جي راند (جنهن ۾ ٻہ ٽوليون آمهون سامهون ٿين ۽ زمين تي ليڪو ڪري حد ورهائين. هڪ ٽولي جو ڀيڇي "ڪوڏي ڪوڏي" چوندو هڪ ئي ساهہ ۾ ٻيءَ ڌر جي حد ۾ ويندو ۽ ساهہ ختم ٿيڻ کان اڳ ڪنهن نہ ڪنهن کي هٿ لائي ڪاپائڻ جي ڪوشش ڪندو).
**ڪوڏيو:** ص. ڪوڏ وارو- شائق- مشتاق- چاهت وارو.
**ڪوڊ:** ذ (انگ) قانون جو ڪتاب.
**ڪوڏيرُ:** ذ. هڪ قسم جي ٻوٽي جي پاڙ ۾ ٿيندڙ ڦر (جيڪو ڏٽ طور ڪم اچي).
**ڪورَ:** ث. ڪنار- انڌي- وٽ (ڪپڙي جي).

ڪپڙي جي ڪتريل پٽي- رِبڙ. ڦارَ- ڦاش. انب جو اندريون کوئلو. ڇِلَ.
**ڪَوَرُ:** ذ (انگ) پوشُ (وهاڻي، پٿرائي، ميز وغيره کي ڍڪڻ جو ڪپڙو)- غلاف.
**ڪُورَ:** ث. پاڻيءَ جي ڪَسِي. ڪَڙيو. واهہ.
**ڪُورُ:** ص (ف) انڌو- نابين.
**ڪُور باطن:** ص. اندر جو انڌو. بي سمجھہ.
**ڪورُ چَشم:** ص. اکين کان انڌو.
**ڪوراڙَ:** ث. هڪ زهريلي ٻَلا جو قسم.
**ڪوراهَلُ، ڪولاَهلُ:** ذ. دانهوڙ- رڙو رَڙ. هاءِ گھوڙا. واويلا- ماتم.
**ڪورائِڻُ:** م. وڍائڻ. ڦارون ڪرائڻ. ڇِلائڻ (ڪاٺ وغيره).
**ڪورائي:** ذ. هڪ بلوچ قبيلو.
**ڪورٽ، ڪورَٽ:** ث (انگ) عدالت- ڪچهري.
**ڪورٽ مارشَل:** ث. فوجي عدالت.
**ڪورَڙِ:** ث. ٻج پوکڻ جو هڪ نمونو (جنهن ۾ ٻج زمين ۾ چٽي ڇڏجي).
**ڪورسُ:** ذ (انگ) نصاب تعليم.
**ڪُورِ ڪُورِ:** ث. ڪُتي کي سڏڻ جو آواز- چُچڪارَ.
**ڪورنِش:** ث (ف) جھڪي سلام ڪرڻ. بادشاهي سلام.
**ڪورَڻُ، ڪورِڻُ:** م. ڪرڙڻ. وڍڻ. ڇلڻ.
**ڪورو:** ص. نئون (استعمال نہ ٿيل). نئون نڪور (نِڪرَ جو تانءُ). جٽ- جاهل. ٺلهو- خالي. (ث. ڪوري).
**ڪورو رهجي وڃڻ:** محروم رهجي وڃڻ. ٺلهو رهجي وڃڻ.
**ڪورِي:** ص. ڪپڙو اُڻندڙ. (ث) ڳِيي- ٻيرو (مڇي پلي جو).
**ڪوريٽڙو:** ذ. جيت جو هڪ قسم (جيڪو وڻن

جاين ۾ جارُ ناهي).

**ڪوڙَ:** ظ. ڪروڙين- ڳاڻيٽي کان ٻاهر.

**ڪُوڙُ:** ذ. دروغ. دغا. بهانو. مَٽُ (سون چاندي ۾)- کوٽُ. بي بنياد ڳالهه. بهتان- الزام تراشي.

**ڪُوڙ سچ ڪرڻ:** جيئن تيئن وقت گذارڻ. گذر سفر ڪرڻ.

**ڪُوڙ ڪُٽڻ:** اجايون ڳالهيون ڪرڻ. اجايو وقت وڃائڻ.

**ڪُوڙ هڻڻ:** غلط الزام هڻڻ. ٻٽاڪون هڻڻ.

**ڪوڙائِڻُ:** م. وار لهرائڻ.

**ڪوڙَڻُ، ڪُوڙِڻُ:** م. وار لاهڻ. حجامت ناهڻ.

**ڪوڙڪو:** ذ. پکين ڦاسائڻ لاءِ ٻه سانگي ڪاٺي ۽ ڏوريءَ جو مانداڻ.

**ڪوڙو:** ذ. ڇاتي- سِينو- اُرَهه.

**ڪوڙي ۾ وٺڻ:** ڀاڪر ۾ وٺڻ. ڀاڪر پائڻ.

**ڪُوڙو:** ص. ڪوڙ ڳالهائيندڙ- دروغ گو. کوٽو. دغاباز. بي ايمان. نقلي. (ث. ڪُوڙي).

**ڪوڙهه:** ث. چمڙيءَ جي هڪ بيماري (جنهن ۾ جسم تي داغ ٿين)- جذام.

**ڪوڙهي، ڪوڙهيو:** ص. ڪوڙهه ۾ ورتل مريض.

**ڪوڙي:** ث. وِيهن جو عدد- وِيهَه. ويهه شيون. اُرهه- سِينو.

**ڪوڙين:** ظ. ڪروڙين- بي انداز. ڳاڻيٽي کان ٻاهر.

**ڪُوز:** ذ (ف) ڪُٻو- ڏنگو.

**ڪُوز پشت:** ص. ڪُٻڙو- ڱڪو.

**ڪُوزو:** ص (ف) ڪوُنرو.

**ڪُوزِهِ:** ذ (ف) ڪوُنرو (ٺڪرَ جو).

**ڪُوزَه گر:** ص. ڪنڀار.

**ڪوسُ:** ذ. قتل- ڪهاٽ. رتوڇاڻ. ڪوهه مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ چمڙ جو ٻوڪو.

**ڪوس ڪرائڻ:** قتل عام ڪرائڻ. خونريزي ڪرائڻ.

**ڪوساڻ، ڪوساڻي:** ث. گرمائش- گرمي- سيڪُ.

**ڪوسرُو:** ص. ڪُهڻ جهڙو (چوپايو). اهو جانور جيڪو حلال ڪرڻ لاءِ بيهاريل هجي.

**ڪوسو:** ص. گرم- تتل. (ذ) تَپ- بخار. (ث. ڪوسي).

**ڪوسو ڪمربند:** ذ. خط استوا جي پٽي وارو ڪمربند.

**ڪوشُ:** ذ (سن) ٿانءُ. پاڻيءَ جو ٿانءُ. ڪوهه مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ چمڙ جو ٻوڪو. ڍڪ. غلاف- پوش. لغت- فرهنگ.

**ڪوشان:** ص (ف) ڪوشش ڪندڙ.

**ڪوشِش، ڪوشَش:** ث (ف) سعيو- اُدم. ڊوڙڊڪ. جدوجهد. محنت- پورهيو. جاکوڙ.

**ڪوشش ڪرڻ:** سعيو ڪرڻ- محنت ڪرڻ. اُپاءَ وٺڻ. حيلا هلائڻ.

**ڪوفت:** ث (ف) سَٽَ ڪُٽَ. مار. تڪليف. رنج- ملال. بيزاري. ڪراهت- حقارت.

**ڪوفتو:** ذ (ف) رِسَ ۾ رڌل قيمي جو گول ڪباب.

**ڪُوفو:** ذ. عراق جو هڪ شهر (جنهن جو بنياد حضرت عمر رضه رکيو هو). جماعت- گروهه. مَتو- طريقو. فرقو.

**ڪُوفِي:** ص. "ڪوفي" شهر جو. بغاوتي.

**ڪوڪَ:** ث. ڪچو بخيو.

**ڪوڪُ:** ص. ٿانون تي سيڪيل (ماني، مڇي، گوشت وغيره). گهٽو پڪل- سوخته.

**ڪُوڪَ:** ث. آواز. سڏ. سِيٽي. ڪوئل جو آواز. ريل گاڏي جو آواز. ڇيخ- ڪِيڪَ. دانهن- رڙ.

**ڪوڪون ڪرڻ:** دانهون ڪرڻ. رڙيون ڪرڻ.

**ڪُوڪار:** ث. سڏ. دانهن- رڙ. ڪِيڪَ. پُڪار.

**ڪوڪارَڻُ:** م. رڙيون ڪرڻ- واڪا ڪرڻ. هڪلون

ڪرڻ. سڏ ڪرڻ. پڪارڻ.

**ڪَوڪَب:** ذ (ف) تارو- اختر- ستارو.

**ڪَوڪَٽُ:** ذ. رڙ. رڙيون. رانيات.

**ڪوڪٽ پرڻ:** فساد ڪرڻ ٿيڻ. ظلم ٿيڻ.

**ڪُوڪَرَ:** ث. ڪُوڪَ. رڙ- چيخ. زور سان سڏ.

**ڪُوڪرو، ڪُوڪريو:** ذ. دانهن ڪوڪ. هوڪو. فرياد. سڏ. هاءِ گهوڙا. ہائيتال. هل هنبس.

**ڪوڪڙ:** ث. سُڪل پيرون.

**ڪُوڪڙاٽُ:** ذ. ڪُتي جي دانهن- ڪِڪڙاٽ.

**ڪوڪڙي:** ص. ڪُڪَڙَ ڏاريندڙ. ڪڪڙ ويڙهائيندڙ- خَفتي.

**ڪوڪلا:** ذ. سُڪل بيرَ.

**ڪوڪِلو:** ذ. انب جو ٻج وارو ڪوڪلو- ڪوئرو يا ڪوئلو. (ص) سڙي ڪوئلو ٿيل.

**ڪُوڪَمَ:** ذ. انبڙيءَ جون سُڪل ڪلون.

**ڪوڪِنار:** ذ. پُست جو ٻُوٽو.

**ڪوڪَڻُ:** م. ڪپڙو ڪچيءَ طرح ٽانڪڻ. ڪپڙي کي ڇڏا ٽانڪا ڏيڻ.

**ڪُوڪَڻُ:** م. دانهون ڪُوڪون ڪرڻ. زور سان رڙيون ڪرڻ. ڏاڍي سَڏَ ڪرڻ.

**ڪوڪو:** ذ. ننڍي ۽ گول ڪِلي. ڪن يا نڪ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه. (حرف) ورلي- ڇدبو پاڍو. چڙوچڙ.

**ڪُوڪُو:** ث. پکيءَ (ڪوئل) جو آواز. ريل گاڏيءَ جي سيٽي جو آواز.

**ڪوڪِي:** ث. ننڍي ٿُلهي ماني. ٽانڊن تي سيڪيل يا پچايل ننڍي ماني.

**ڪوڪِيَن:** ث (انگ) هڪ قسم جو نشيدار وکر.

**ڪول:** ظ (سرائڪي) ويجهو- پرسان.

**ڪِولَ:** ث. ماڪوڙي- ڪِيولِي.

**ڪولابُ:** ذ. تلاءُ- ڪُنب. ڍنڍ.

**ڪولابو:** ذ. ٽامي، لوهه يا شيشي جو ڪنگڻ (عام طرح فقير پائين).

**ڪولاچي:** ذ. بلوچن جي هڪ قبيلي جو نالو.

**ڪُولڙو:** ص. تمام نرم- پَٽڙو.

**ڪولو:** ذ. ڪمند پيڙڻ جو چيچڙو.

**ڪُولو:** ذ. چيني يا شيشي جو مرتبان (مربي يا آچار وجهڻ لاءِ).

**ڪولهي:** ذ. پاڪ- هند جي هڪ اَڇُوتي قوم.

**ڪُولي:** ذ. مزور.

**ڪومائجَڻُ:** م. گلن ٻُوٽن جو پاڻي سُڪڻ. لُوساڄڻ. نجهرڻ- هيٺو ٿيڻ. مُنهن جو پاڻي سُڪڻ. بي رونق ٿيڻ.

**ڪُومَلُ:** ص (سن) نرم- مُلائم. نازڪ- نفيس. ڪُنئرو- ٿلهڙو.

**ڪُومَلتا:** ث. نرمي. نفاست. نزاڪت.

**ڪَونُ:** ذ (ع) ٿيڻ. وجود ۾ اچڻ. دنيا- جهان- سنسار- ڪائنات.

**ڪُونارُ:** ذ. نِڪر جو وڏو ٿانءُ. نِڪر جي وڏي ويڪري ڪُوندي (جنهن ۾ چوٻائي مال کي ڏارو ڏجي، رنگريز ڪپڙن رڱڻ ۾ ڪم آڻي)- ڪُونَر.

**ڪوناري:** ث. نڪر جي ننڍي پاٽ يا ڪوندي.

**ڪونيٽ:** ذ. تر ۾ ٿيندڙ هڪ قسم جو وڻ.

**ڪَونتَلُ:** ذ. بنا سُوار جي وهٽ (گهوڙو، جنهن کي واڳ کان وٺي هلجي)- ڪَوتلُ.

**ڪُونجَ:** ث. هڪ قسم جو مشهور آبي پکي (جيڪو سياري جي شروع ۾ سائبيريا کان سفر ڪري سنڌ جي ڍنڍن ۾ اچي، ٻچا ڪري، ۽ وري سياري ختم ٿيڻ تي ٻچا وٺي اُڏامي وڃي). (ص) سهڻي ڳچيءَ واري- حَسِين.

**ڪَونچو:** ذ. درياءَ جي ڪپر واري سيلابي زمين- ڪَچو.

**ڪُونڌُ:** ذ. بهادر- پلوان- سورهيه. لوٺ- مڙس.

**ڪُونڌَرُ:** ص. سورهيه. ساماٺل جوان. سهڻو جوان.

**ڪُونڊا:** ذ. حضرت امام جعفر جي ولادت تي کيرٺي وغيره جو نياز. امير معاويه جي وفات جو ڏينهن.

**ڪُونڊو:** ذ. ڏاڏل وغيره گهوٽڻ لاءِ ٺڪر جو خاص وڏو پيالو.

**ڪُونڊِي:** ث. گلن ٻوٽن رکڻ لاءِ ٺڪر جو خاص ٿانءُ. ٺڪر جي کوناري. وڏي پاٽ.

**ڪُونَرُ:** ذ. چوپائي مال کي چاري ڏيڻ لاءِ ٺڪر جي وڏي ويڪري کوندي- ڪُونارُ.

**ڪُونگِڙو:** ص. ڪُبو- چيلهه جهڪيل. گُڪو. (ث. کونگڙي).

**ڪُونهَٽُ:** ذ. مينهن جو نَر ڦُرُ- ڪُونهون. سانُ.

**ڪُونهون:** ذ. مينهن جو نَرڦُرُ- سانُ.

**ڪُونئِرو:** ص. نرم- ملائم. پَتڙو- ريڙو- رقيق. ڦلهڙو. (ث. ڪُونئري).

**ڪَونَين:** ذ (ع) ٻَئي جهان- دنيا ۽ آخرت.

**ڪُوئِي:** ث. پاڻيءَ جو هڪ ٻُوٽو (جنهن جي چوٽيءَ ۾ گُل ٿئي ۽ پاڙ ۾ لوڙهه ٿئي)- نيلوفر.

**ڪووَلَ:** ث. هڪ مشهور پکي- ڪوئِل.

**ڪوه:** ض. چو- ڇا لاءِ.

**ڪوهُ:** ذ (ف) جبل- پهاڙ. ڏونگر- ڇَپر.

**ڪوهُ:** ذ. ٻه ميل مفاصلو.

**ڪوهين ڏور:** ظ. تمام پري- دور دراز.

**ڪوهسارُ:** ذ (ف) جابلو هنڌ- پهاڙي علائقو.

**ڪوهِستانُ:** ذ (ف) جابلو ايراضي- پهاڙي سلسلو. سنڌ جو الهنديون جابلو ڀاڱو.

**ڪوهستاني:** ص. جابلو- پهاڙي.

**ڪوهِنُور:** ذ (ف) هڪ مشهور هيرو.

**ڪوهيارُ، ڪوهيارو:** ذ (ف) جبل جو رهاڪو.

**ڪوهياري:** ث. شاه جي رسالي جو هڪ سُر (جنهن ۾ "سسئي" جو مضمون اچي ٿو). جبل جي طرف جي هڪ راڳڻي (جنهن ۾ عام طرح "سسئي" جا بيت ۽ ڪافيون ڳائجن).

**ڪوهِيرو، ڪوهِيڙو:** ذ. وڏي صبح واري ماڪ جو غبار (جيڪو جبل جي ڪارائن ۾ ڌند وانگر ڏسجڻ ۾ اچي).

**ڪوءِ:** ث. سانگ صرفي سان ٿيل بچت. خرچ ۾ ڪفايت يا سوس. سانگ صرفو- قناعت- ڪفايت.

**ڪُوءِ:** ث (ف) ڳلي- گهِٽي. جُوءِ.

**ڪوئِلَ، ڪويَلَ:** ث. ڪاري رنگ جو هڪ مشهور ننڍڙو پکي (جنهن جي ڪُوڪَ مِٺي ۽ وڻندڙ ٿئي).

**ڪوئِلو:** ذ. اڱر. سڙيل ڪاٺي جو اڱر. جبل جي کاڻين مان کوٽي ڪڍيل پٿر وارو اڱر. انب جي ٻج وارو کوکو- ڪِوئِرو.

**ڪوئِلي:** ث. انب جي ڪوئِلي جو اندريون ڳِڀ.

**ڪوئِڻُ:** م. سُسائڻ- گهٽ ڪرڻ. بچت ڪرڻ. سانگ صرفو ڪرڻ- ڪفايت ڪرڻ.

**ڪُوئو، ڪُئو:** ذ. هڪ قسم جو مشهور جانور- چُوهو- مُوش.

**ڪُوئا ڪِرِا:** ث. ڪوئن جي زمين مان کوٽي ڪڍيل مِٽي.

**ڪُوئامارُ:** ث. ڪوئن ڦاسائڻ جو پڃرو.

**ڪَوِي:** ث (سن) شاعر.

**ڪَويسَرُ:** ص. ڳالهيون ڪندڙ. ڳالهير. سگهڙ. خوش بيان.

**ڪَويٽ:** ذ. هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جو ڦرُ (ذائقي ۾ ڪٿو ٿئي).

**ڪُويلو:** ص. بي مهلو- بي وقتو.

**ڪَهَه:** ث. جاڪوڙ- پورهيو. ڏاکڙو. جفاڪشي.

**ڪَهه:** ذ (ف) ڪَکُ. مکڙن جي ٻاچَ.

**ڪِهه:** ص (ف) ننڍو. گهٽ. خسيس.

**ڪِهه وَ مِهه:** ص. ننڍو وڏو.

**ڪَهارُ:** ذ. ڏولي يا ڪجاوو کُلهي تي کڻي هلندڙ مزور.

**ڪُهاڙُ:** ذ. ڪُهاڙو. وڏو ڪهاڙو.

**ڪُهاڙو:** ذ. ڪاٺ ٽوڙڻ جو اوزار- ڪاٺين جي ويڙهڪ ڪندڙ هڪ اوزار.

**ڪُهاڙي:** ث. ڪاٺين جي ويڙهڪ ڪرڻ جو عام رواجي اوزار.

**ڪَهاڻي:** ث. آکاڻي. ڳالهه. بيان. سرگذشت. قصو- داستان. حال احوال.

**ڪَهاوَتَ:** ث. آکاڻي. حڪايت.

**ڪُهائڻُ:** م. قتل ڪرائڻ- تڪبير وجهائڻ (چوپائي کي)- ذبح ڪرائڻ.

**ڪُهائي:** ث. پورن مهينن کان اڳ اڻ پورو ٻار ڄمڻ- ڪچو ويم.

**ڪُهائي ٿيڻ:** ٻار ڪِرڻ. پورن مهينن کان اڳ مثل ٻار ڄمڻ.

**ڪَهچَرُ:** ذ. گند ڪچرو- ٻُهر- ڪچرو- ڪکَ پنَ.

**ڪُهَرَ:** ذ. رذل چٽا- اوباريل چٽا.

**ڪُهرامُ:** ذ. روڄ پٽڪو- واويلا- گهوڙا گهوڙا.

**ڪَهرُبا:** ذ (ف) هڪ قسم جو پيلو گُونر (جيڪو اوني ڪپڙي سان گهڄي تہ ڪکَ کڻي وجي). هڪ قسم جو وکر.

**ڪُهري:** ث. درياء جي جهول واري جاءِ. ٿوري ايراضي وارو پاڻي.

**ڪُهَڙُ. ڪُهڙ:** ذ. پوک واري زمين مان ڪڍيل جهنگ (ڪنڊيون. ڪانڊيرا. گاه وغيره جيڪو ساڙي ڇڏجي).

**ڪَهُڙُ:** ڪوهه يا ڪوهن ڪوٽن لاءِ ڪوڙيل کاٽي.

**ڪِهڙو، ڪَهڙو:** ص. ڪير. ڪنهن جهڙو. ڪهڙي نموني. ڇاجو. ڪيترو (ث. ڪِهڙي).

**ڪِهڙي پوڻ:** مصيبت پوڻ.

**ڪَهفُ:** ذ (ع) غار- چُر.

**ڪَهڪشان:** ث (ف) آسمان ۾ تارن جو اڇو پٽو- ڪيرتارا (جيڪو روايتي طرح نوح نَبيءَ جي ٻيڙي جو گهڪو چيو وڃي ٿو).

**ڪَهڪاءُ:** ذ. قياس- ڪهل. ايذاءُ. تڪليف جو احساس.

**ڪَهڪائڻُ:** م. ڏک ڏيڻ- آزارڻ. ستائڻ.

**ڪَهگِل:** ث. گارو- گاري جي لِنبَ. ڇاپوڙو (مِٽيءَ جو).

**ڪَهَلَ:** ث. قياس- ڪهڪاءُ.

**ڪُهَنُ:** ص (ف) پراڻو- جهونو- ڪُهنو. قديم.

**ڪُهَن سال:** ص. پوڙهو- پيرسن.

**ڪُهنائي:** ث. پراڻائي- قدامت. جُهونائي.

**ڪُهَنگي:** ث (ف) پُراڻائي- جهونائي. قدامت. پيري.

**ڪُهنو:** ص (ف. ڪُهنہ) پراڻو- جهُونو. قديم- آڳاٽو. کُراڙو- پوڙهو. زبون. (ث. ڪُهني).

**ڪُهنہ مشق:** ص. جهونو تجربيڪار.

**ڪَهَڻُ:** م. چوڻ- آکڻ. ٻولڻ. پنڌ ڪرڻ- سفر ڪرڻ. اُسهڻ. پنڌ پوڻ. ڪشالو ڪرڻ. ڳهَڻ (ڪر ۾).

**ڪَهڻي:** ث. چوڻي. ڪَهاوت. ٻول- قول. چوڻ جو نمونو. ڳالهه ٻولهه- گفتگو.

**ڪُهَڻُ:** م. ذبح ڪرڻ- ڪنڌ وڍڻ- قتل ڪرڻ. خون ڪرڻ. حلال ڪرڻ (جانور). خون ڪرڻ.

**ڪَهُو:** ذ. هڪ وڻ جو قسم (جنهن جي ڪاٺي سخت ۽ مضبوط ٿئي).

**ڪَهِي:** ث. ڪشو- ڏور. ٻُوٽ جو ڏاڳو.

**ڪَهيرِي**: ذ. "ڪهير" جيل يا "ڪهيرلڪ" جي رهاڪو بلوچن قبيلو. بلوچن ۾ فقيرائو گهر.

**ڪَهيو**: ذ. پيغام- سنهيو- نياپو.

**ڪَئُ، ڪَئو**: ذ. ڊپ- خوف. ڀَئو- هراس.

**ڪَئش، ڪَيش**: ث (انگ) نقد رقم- نائو.

**ڪِئلِي**: ث. ماڪوڙي- ڪِيولي.

**ڪَئمپَ**: ث (انگ) فوجي ڇانوڻي- ڏاہو- منزل. عملدار جي گشت دوران عارضي رهايش.

**ڪَئنچِي**: ث ڪَترڻي- ڪَتر. (ڪپڙي وغيره وڍڻ جو اوزار).

**ڪَوڙاڻ**: ث. ڪاراڻ. تلخي.

**ڪوڙو**: ص. ڪڙو. ڪارو. سخت- ڏکيو. (ث. ڪَوڙي).

**ڪَئُونرو**: ذ. ڪَرو- بدنو. ٺڪر جو ڪَرو.

**ڪَئِهه**: ظ. ڪيترائي- گهڻئي.

**ڪَئِميرا**: ث (انگ) عڪسي تصويرن ڪڍڻ جو اوزار.

**ڪي**: ص. ڪجهه- ڳچ جيترا.

**ڪي**: ض. ٿورو ذرو- ڪي قدر.

**ڪِياڙُ**: ذ. ڳچيءَ جي پُٺ- ڪياڙي.

**ڪِياڙي**: ث. ڳچيءَ جو پٺيون حصو- ڪَنڌ. نار يا هرلي جي مکڙيءَ ۾ پويان لڳل ڇپرَ.

**ڪياڙي ڪنهڻ**: واتڙو ٿيڻ. مُنجهي پوڻ. انڪار ڪرڻ.

**ڪِيَبرَ**: ث. خنجر. تبر- ڪهاڙو.

**ڪِيهائڻُ**: م. ٿڻائڻ- جِهجهڪڻ. دل مَن هڻڻ. ڊپ ڪرڻ.

**ڪِيَتُ**: ذ. ڪاٿو- اندازو. طريقو- قاعدو. بندش.

**ڪيترو**: ظ. ڪيتري قدر (تعداد ۽ ماڻ ۾)- گهڻو!

**ڪيتَڪي**: ث "ڪيوڙي" جي قسم جو هڪ گُل.

**ڪِيتو**: ذ. ڪيل ڪم. بچڙي ڪم جو نتيجو. عيوض- بدلو.

**ڪِيتو لوڙڻ**: ڪيل ڪمن جو نتيجو پوڳڻ.

**ڪَيتُون، ڪَتئُون**: ذ. ڪاري رنگ جي پَٽي يا پانڪ. پَٽ يا زريءَ جي ڪناري.

**ڪيٽي**: ث. درياء جي چوڙ وٽ ريت واري زمين (ڊيلٽا). درياء جي وچ ۾ ريتجي ويل وٺڪار واري بيلاٽي. (سنڌ ۾ دريائي ڪيٽي جاگيرون گهڻيون آهن).

**ڪيٽي بندرُ**: ذ. ضلعي ٺٽي ۾ درياء جي چوڙ وٽ هڪ ساموندي بندر.

**ڪيپرائي**: ث. مٽي جي هڏن وارو ڪوپو- ڪوپري.

**ڪيچُ**: ذ. بلوچستان جو هڪ شهر (جيڪو سسئي- پنهون جي قصي کان مشهور آهي). (ظ) تمام گهڻو- بي شمار- بي انداز.

**ڪيچ ٿيڻ**: تمام گهڻي انداز ۾ آبادي ٿيڻ. گهڻو ٿيڻ.

**ڪيچي**: ص. ڪيچ جو رهاڪو.

**ڪيچُوئو**: ذ. هڪ قسم جو ڊگهو ڪينئون (جيڪو وٽن جي پاڙن ۾ پيدا ٿئي)- سانپو.

**ڪيڏارو**: ذ. جنگ- لڙائي- ويڙهه- قتل عام. شاه جي رسالي ۾ هڪ سُر جو نالو.

**ڪيڏانهن**: ظ. ڪنهن طرف- ڪهڙي پاسي. ڪهڙي هنڌ- ڪٿي.

**ڪيڏو**: ظ. ڪنهن جيڏو- ڪيترو وڏو.

**ڪيرُ**: ض. ڪهڙو (ماڻهو).

**ڪير ڄاڻي**: جملو. ڪنهن کي خبر ناهي. خدا کي خبر آهي.

**ڪِيرُ**: ذ. لوهه جي وڏي ڪِلي- ڪِلُ- ڪِلو. ٻٺچي. جنڊ جي هيٺئين پُڙ ۾ پيل لوهي ميخ (جنهن ۾ مَڪڙي پوي).

**ڪيرائڻُ**: م. ڏاهڻ. ڦٽو ڪرڻ. اُڇلائڻ. سَٽڻ. لاهڻ. گهٽائڻ (اگهه). دسڻ (ملهه يا مقابلي ۾).

**ڪِيرَتَ**: ث (سن) نيڪي- چڱائي. گڻن جو بيان.

ڳالهه. بيان. ساراهه. بندگي. التجا.

**ڪيرَت ڪرڻ:** ساراهه ڪرڻ- واکاڻ ڪرڻ.

**ڪيرَتيو:** ص. ساراهه ڪندڙ- واکاڻيندڙ (يڳتي يا راڳ ۾).

**ڪيرَڻُ، ڪيرڻُ:** م. ڪيرائڻ- ڏاهڻ. اُجلڻ- ڦِٽو ڪرڻ. دسڻ (ملهه ۾).

**ڪيرو:** ذ. رائو (اَن ۾)- ڪَکرو. پوک جي سنگن مان ڇڻيل اَنُ. ٻُور جو ڇاڻو. باغ ۾ ميوي جو ڇاڻو.

**ڪيرو ڪرڻ:** وڻ يا فصل مان ٻُور ڇڻي وڃڻ- ڇاڻو ٿيڻ.

**ڪيرو:** ذ. ڪاٺ يا لوهه جو ڪِلو. مُني.

**ڪيري:** ث. اُجهاڻل باهه جي رک. چار- ٿُلهيرُ. گهوڙي جي اک يا مانڪي جو اڇو ٽِڪو.

**ڪِيري:** ث. لوهه جي ننڍي ڪِلي- ميخ.

**ڪِيريا:** ذ. هڪ ذات جو نالو.

**ڪيڙ:** ث. نسل- آکهه. سکيا- ترتيب.

**ڪيڙُ:** ذ. ڪٽنب- آکهه. قبيلو- گهراڻو. نسل.

**ڪيڙِ:** ث. ڪِئلي- ماڪوڙي. تمام ننڍرو جيت.

**ڪيڙَڻُ:** م. ترتيب ڏيڻ- سکيا ڏيڻ. هيرائڻ. قاعدي ۾ آڻڻ.

**ڪيڙَيلُ:** ص. هيرايل. سيکاريل. سڌاريل.

**ڪيڙو:** ذ. سُرندڙ جيت- ڪينئون.

**ڪيڙو لڳڻ:** ڪينئون لڳڻ. سُرو لڳڻ. جيت لڳڻ (ڪپڙي وغيره کي).

**ڪيڙِي:** ث. ماڪوڙي- ڪِئلي.

**ڪيسَ:** ذ (سن) وارَ. ڊگها وار.

**ڪيسُ:** ذ. وار ڪارا ڪرڻ جو رنگ- خضابُ.

**ڪيسُ ڪرڻ:** وارن کي خضاب ڪرڻ.

**ڪيسُ:** ذ (انگ) مقدمو. ننڍڙي پيتڙي.

**ڪيسُ ڪرڻ:** ڪورٽ ۾ مقدمو چاڙهڻ. دعوي دائر ڪرڻ.

**ڪِيسُ:** ذ. ساهواري کي مارڻ. قهر- ظلم.

**ڪِيسُ ڪرڻ:** ظلم ڪرڻ- پاپ ڪرڻ.

**ڪيستائين:** ظ. ڪهڙي وقت تائين. ڪهڙي هنڌ تائين. ڪيتري قدر. ڪيترو پري.

**ڪَيسَرُ:** ث (سن) زعفران. هڪ قسم جو ٻوٽو ۽ ان جي گلن جو ٻُنگ (جيڪو خوشبودار ٿئي).

**ڪَيسريو:** ذ. زعفراني رنگ تي شاديءَ جو وڳو.

**ڪيسُوڦُلَ:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر ("ڪيسُو" وڻ جا گُل).

**ڪيش:** ذ (ف) دين- مذهب. عادت- خُوءِ. طريقو. وصف. مرڪب لفظن جي پڇاڙيءَ ۾ ڪم ايندڙ لفظ (جئن بدڪيش وغيره).

**ڪَيفُ:** ذ (ع) نشو- ڪيپُ- خمار. مزو.

**ڪَيفِيَت:** ث (ع) حالت- حقيقت- ماجرا. وضاحت- سمجهاڻي. گڻ- خاصيت. مزاج. مزو- نشو. اثر.

**ڪيڪُ:** ذ (انگ) اٽي، کنڊ ۽ بيضن وغيره مان ٺهيل ڊبل روٽي جهڙو بسڪيٽ.

**ڪِيڪَ:** ث. سنهي آواز واري رڙ- چيخ- رڙ- ڪُوڪَ. ريل گاڏيءَ جي سيٽي.

**ڪيڪُوهه ڪرڻ:** رڙيون ڪرڻ- دانهون ڪرڻ. زور سان ڳالهائڻ.

**ڪيڪاٽَ:** ذ. زور سان رڙيون- چيخون. دانهون ڪوڪون.

**ڪيڪانُ:** ذ. گهوڙو. تيز رفتار گهوڙو (آڳاٽي

وقت ۾ مڪران طرف "ڪيڪان" علائقي جا گهوڙا اعليٰ نسل جا ۽ تيز رفتار هوندا هئا).

**ڪيڪڻُ:** م. ڪيڪون ڪرڻ- رڙيون ڪرڻ. واڪا ڪرڻ.

**ڪيڪڙاٽَ:** ذ. ڪيڪاٽ.

**ڪيلُ:** ذ. ڪيرُ- ڪلو.

**ڪيلو:** ذ. هڪ مشهور ٻوٽو ۽ ان جو ڦرُ.

**ڪيلينڊرُ:** ذ (انگ) فهرست. جنتري.

**ڪيمَ:** ظ. نه- متان.

**ڪيمخابُ:** ذ (ف) ريشمي ڪپڙي جو هڪ قسم- بخمل. سون يا چانديءَ جي تارن سان پرت پريل ڪپڙو- زربفت.

**ڪيميا:** ث (يوناني) سونُ ٺاهڻ جو هنر. شين جي جُزن معلوم ڪرڻ جو علم. جڙين ٻوٽين ذريعي سون چاندي ٺاهڻ جو هنر. (ص) فائديمند- اڪسير.

**ڪين:** ظ. نه- ڪجهه نه- بلڪل نه. نيستي. ڪنو. ذليل.

**ڪينَڪي، ڪينَڪين:** ظ. ڪي ڪينَ- ڪجهه به نه.

**ڪينجهرَ، ڪينجهر:** ث. ٺٽي ضلعي ۾ مشهور تاريخي ڍنڍ (جنهن سان نوري- ڄام تماچي جو قصو مشهور آهي). ڪوڙ- ڍڳَ- ريل ڇيل- عام ڄام. (ص) تمام گهڻو- بي انداز.

**ڪينچي:** ث (ترڪي) ڪپڙي وغيره ڪترڻ جو اوزار- ڪتر.

**ڪينَرو:** ذ. هڪ قسم جو ساز (سارنگي يا سُرندي جهڙو).

**ڪينرو ڪڍڻ، ڪرڻ:** رينگٽ مچائڻ- گهپي ڪرڻ. ڪجهه نه ڪجهه وڏيڪ ونڻ لاءِ گهپي مچائڻ. ڪروڌ ڪرڻ.

**ڪينو:** ذ. هڪ قسم جو ڊانڊي پکي.

**ڪينو:** ذ (ف) بغض- حسد. ٻيائي- خصوصيت. ويرُ- ضد.

**ڪينٺون:** ذ. سُرندڙ جيت (گڏر وغيره)- ڪيڙو.

**ڪينٺارو:** ص. ڪينٺن وارو. ڪينٺن کاڌل. سُريل.

**ڪينٺون لڳڻ:** جيت لڳڻ- سُرو لڳڻ.

**ڪيڻَ:** ث. ڪُوهه وغيره مان مٽي ڪڍڻ لاءِ ڪوڏر يا جهولي. ڪوڏر. ڪوهه مان ڪريل شيءِ ڪڍڻ لاءِ لوهي چنبو- ٻلي.

**ڪيو:** ذ. ڪيل ڪم. فعل. خراب ڪمَ.

**ڪيو آڏو اچڻ:** خراب ڪمن جي سزا ملڻ.

**ڪئي جو ڦل ملڻ:** عملن جي سزا اچڻ.

**ڪيو ڪرتيو:** ذ. ڪيل پورهيو- محنت. لايو لڳايو.

**ڪيوَٽ:** ث. سانگ صرفو. سگهڙپائي. ٺاهه ٺوهه (گهرَ جي).

**ڪيوٽي:** ث. ڪَن جي پاپڙي ۾ پائڻ لاءِ والي (ڳهه).

**ڪيوڙو:** ذ. هڪ قسم جو وڻ (جنهن ۾ سُرهو سَنگُ ٿئي). (عام طرح) ڪيلو.

**ڪيولي، ڪئلي:** ث. هڪ قسم جو عام مشهور جيت- ماکوڙي.

**ڪيهَ:** ث. ڪُوڪَ- ڇيخ- ڇيٽ. سنهي آواز سان دانهن- رِيهَ. ٻاڪارَ.

**ڪيهون ڪرڻ:** رڙيون ڪرڻ- دانهون ڪرڻ.

**ڪيهَرُ:** ذ. شِيهَن- ٻيلائي شينهن.

**ڪيئن:** ظ. ڪهڙيءَ طرح- ڪهڙي نموني- ڪهڙيءَ ريت.

# ڪ

**ڪ:** ث. سنڌي الف- بي جو چاليهون اکر.

**ڪابَ:** ث. ڪاڏيءَ هيٺيان ورائي ٻڌل پٽڪي جو پلاند. گھوڙي جي جاڙيءَ هيٺان ڏنل چم جي وَڌي. جاڙي.

**ڪابُ:** ذ. واهه وغيره جي ڪپ ۾ پيل ڳنڍ- گھارو.

**ڪابارُ، ڪاٻارو:** ذ. خسارو. جنجال- مصيبت.

**ڪاٻرُ:** ذ. ناريل جي ڪوپي جي مٿان واريون تندون (جنهن مان عموما رسا ۽ نوڙ ٺهن).

**ڪاٻڙُ:** ص. ڪابي هٿ سان ڪم ڪندڙ- ڏاوڙ.

**ڪابڙوتِي، ڪابڙوئي:** ص. ڪابي هٿ سان ڪيل ڪم (جيڪو سُنو نہ ٿئي)- رواجي- هالو چالو.

**ڪابو:** ذ. ڏاٺو (هٿ، طرف) -کبو.

**ڪاتو:** ذ. روزاني ڏيتي ليتي جو حساب ڪتاب- روزنامچو. حساب- ليکو. محڪمو- شعبو- ڊپارٽمينٽ.

**ڪاتي چڙهڻ:** حساب ۾ داخل ٿيڻ. ليکي ۾ لکجڻ.

**ڪاتيدارُ:** ص. ننڍو زميندار جنهن جي ڪاتي ۾ زمين چڙهيل هجي.

**ڪاٽُ:** ذ. چوري لاءِ گھر جي ڀت جي پاڙ ۾ لوگھو جنهن مان چور پيٽ ڀر سرڪي لنگھي.

**ڪاٽ هڻڻ:** گھر جي ڀت ۾ لوگھو ڪري چوري ڪرڻ.

**ڪاٽڙيو:** ص. ڪاٽ هڻي چوري ڪندڙ.

**ڪاٽاٺو:** ص. ڪٽيندڙ ڪمائيندڙ. ڪمائي ڪندڙ.

**ڪاٺو:** ص. ڪاٽاٺو. ڪٽيندڙ ڪمائيندڙ.

**ڪاٺونبو:** ذ. هڪ قسم جو جهنگلي ميوو (جيڪو ڏٽ طور ڪم اچي).

**ڪاٽي:** ث. ڪڙيي واهه وغيره مان ريٽ واري مٽي ڪوڙڻ سان ڪٽي ڪيڻ جو ڪم. ڪوٽائي.

**ڪاپارو:** ذ. جهيڙو. ٻار جو انگل آرو. هلاڪي- جنجال.

**ڪاپاٺو:** ص. ڪپائيندڙ- فضول خرچ- هٿ ڦاڙ.

**ڪاپَڻُ:** م. راند ۾ آئوٽ ٿيڻ.

**ڪاپو:** ذ. ضرورت- گھرج. وڪرو (واپار ۾)- ڪپت. خرچ پکو.

**ڪاپي:** ث. گھرج- ضروت- طلب.

**ڪاڄُ:** ذ. ڪاڏو- طعام- خوراڪ.

**ڪاڇا:** ذ. بوهي مڱ- هڪ قسم جو تيلي ٻج.

**ڪاڄرُو:** ص. ڪاڻ لائق- ڪاڏي جوڳو.

**ڪاڇو:** ذ. بوهي مڱ- بوهي چٽو.

**ڪاڃَڻُ:** م. ڪاڃڻ (ڪاڏو. طعام وغيره). سُرو يا جيت لڳڻ سبب زبون ٿيڻ. سِرن يا ڀت کي ڪلر لڳڻ.

**ڪاڇي وڃڻ:** جسم ۾ ڳري وڃڻ پُٺو ياڻ ٿيڻ. هيٺو ٿيڻ.

**ڪاڇِي:** ث. خارش- کَنهَر.

**ڪاڌ:** ث. خوراڪ- غذا- قُوت. درياء جو پاڻي- ڪَپر جي ڪاٽ.

**ڪاڌ ڪرڻ:** درياء جو ڪپر کي پائڻ.

**ڪاڌ خوراڪ:** ث. ڪاڌو پيتو. ڪاڌي پيتي جو خرچ.

**ڪاڌُلُ:** ص. سواد ورتل- واپريل. سُرو لڳل (اَنُ يا ميوو، ڪپڙو وغيره)- سُريل.

**ڪاڌو:** ذ. طعام- خوراڪ. توَڻ. قُوت- غذا. چُوٺو.

**ڪاڌو پيتو:** ذ. داڻو پاڻي. خوردنوش.

**ڪاڏِي:** ث. هڪ قسم جو ٿُلهو سوٽي ڪپڙو.

**ڪاڏو:** ذ. ڪاڏي (هڪ عضوو). وڏي ڪڏ- ڪامو. رستي جي وچ ۾ ڪانچو.

**ڪاڏو ڪوڙڻ:** مُنهن پر ڪرڻ. بي همت ٿيڻ. ويهي رهڻ.
**ڪاڏِي:** ث. ڇاڙيءَ جو هيٺيون حصو (عضوو).
**ڪارِ:** ث. ڪپڙن ڌوئڻ لاءِ هڪ قسم جو اڇو مصالحو- سويا ڪار. ساڪُڙ (لاٽيءَ مان ٺهيل ڪار).
**ڪارُ:** ص. بگاڙ- بگاڙيندڙ. خراب ڪندڙ. ڪريل.
**ڪاراڻِ، ڪارائِي:** ث. تلخي- ڪؤڙاڻِ.
**ڪارائِڻُ:** مَ. نوش ڪرائڻ (ڪاڌو). پيٽ ۾ وجهڻ (رشوت). هضم ڪرائڻ. ڏيارڻ (مار، سزا).
**ڪارائِي:** ث. اُٺ جو هڪ قسم. "ڪاري" جو رهاڪو.
**ڪارَڪَ، ڪارِڪَ:** ث. ڪَتل- ڇُوهارو. ڪپڙي تي ڇُرَ جو هڪ ڇِٽُ.
**ڪارَڻُ، ڪارِڻُ:** مَ. خراب ڪرڻ. ڦِٽائڻ- بگاڙڻ. بيڪار ڪرڻَ. لٻڻ. ريٻڻ- لالچائڻ. بدافعال ڪرڻ. خراب عادتون وجهڻ.
**ڪارُو:** ص. ڪاريندڙ- خراب ڪندڙ- ڦٽائيندڙ. بدخواه.
**ڪارُو ڪَهڙُو:** ص. ڏتاريندڙ. برغلائيندڙ. ڪم ڪان رنڊائيندڙ. ٺهيل ڪم ڦٽائيندڙ. بدافعال.
**ڪارو:** ذ. سمنڊ- بحر. وڻٽائين يا لٽي جي ٿارن مان ٺهيل ڏلهو. لوڻ وارو- تلخ. ڪؤڙو. (ث. ڪاري).
**ڪاري ڪيڙائُو:** ص. سمنڊ تي ٻيڙا هاڪاريندڙ. ساموندي ناکئو.
**ڪاروڇاڻ:** ذ. سنڌونديءَ جي ڇوڙ واري هڪ ڦاٽ جي ڪناري وارو ڳوٺ.
**ڪارِي:** ث. ساموندي پاڻيءَ جو گهارو (جيڪو ڪناري ۾ گهڻو اندر هليو وڃي)- خليج. سمنڊ جي ڇاڙِ. وڻٽائين يا لٽيءَ جي ٿارن مان ٺهيل هڪ قسم جي ڇَٻي.
**ڪاسارو:** ذ (ع. خساره) نقصان. ڪاپارو- هلاڪي- جنجال. آزار.
**ڪاشو:** ذ (اصل. خاصو) چڱو- سنو. رومال وانگر ڪپڙو جيڪو سُلفيءَ جي نَڙيءَ تي رکي سُوٽو هڻجي.
**ڪاڳُڙُ:** ذ. تيل ۾ تريل وڏو مِٺو پاپڙ.
**ڪاڪڙ ڪُوڪَڙُ:** ذ. ڪنهن شيءِ جو بچيل حصو- ڀورُ ڀُڪو- ٽُڪر ٽانيرُ.
**ڪامَ:** ث. ساڙُ- جَلُ. حسد- ساڙو. بغض.
**ڪامَڻُ:** مَ. سڙڻ- ٻچڻ- جلڻ. ٻجرڻ. حسد ڪرڻ.
**ڪامِڻي:** ث. ڪامَ- جَلَ. ساڙو. ريسَ- حسد.
**ڪامو، ڪامون:** ذ. زمين مان مِٽي نڪتل وڏي ڪڏ. ڪاٽي ڪنيل زمين واري ڪڏ.
**ڪامڙيو:** ص. ڪامو ڪوٽيندڙ ڪوٽاريو. ڪاٽي ڪٽندڙ ڪامڙيو.
**ڪان:** ظ. وٽان- طرفان. منجهان- مان.
**ڪانياڻِي:** ث. ڀوڪ تان جهار هڪلڻ لاءِ رسي يا سَٽ مان ٺهيل وَڍِي (جنهن سان ڳوڙها اڇلجن).
**ڪانٽو:** ذ. رستي ۾ کُوهو. کَسِي. ڊورو.
**ڪانجاڻِ، ڪانجاڻِي:** ث. اٽڪ- رڪاوٽ- رنڊڪ. ڦڏو. ڪاپارو.
**ڪانجاڻو:** ذ. رخنو. اٽڪاءُ. چيڏڪ.
**ڪانچُ:** ذ. ڪڏو. رڪاوٽ- اٽڪاءُ. شرارتي. ڦڏائي.
**ڪانچو:** ذ. رستي ۾ ڪڏو. ڀت وغيره ۾ ڪوٽيل جاءِ. خانو. سوراخ. ڇيرُ.
**ڪانڌ:** ث. صبر- ڌيرج. ٺهنائي. سهپ. بردباري.
**ڪانڌيرو:** ص. ڪانڌ وارو- ڌيرجوان- صابر.
**ڪانگهارو:** ذ. بلغم.
**ڪانگهارِي:** ث. اها چؤپائي جيڪا کير گهٽ ڏهائي- ڪانگهاري.
**ڪانو:** ذ. ڪاڌو- طعام- ماني. ضيافت.
**ڪانهارِ، ڪانهرِ:** ث. خارش- مِٺي کَهه. ڪنهن جي خواهش.
**ڪانٺِڻُ:** مَ. ساڙڻ- جلائڻ.
**ڪاڻِ:** ث. اها زمين جنهن ۾ معدني شين جو ذخيرو

هجي. ذخيرو. ننڍي ڍنڍ- تلاءُ (جنهن ۾ پاڻي ٿانگهو هجي).

**ڪاٺوٽِ:** ذ. تعلقي هالا جو مشهور ڳوٺ ۽ ديهه، جيڪو جنڊيءَ جي ڪم ڪان مشهور آهي.

**ڪاهَ:** ث. حسد. وير- دشمني- خصومت- چاوت. عداوت- بغض.

**ڪاهُڙُ:** ذ. ٿر جي خطي ۾ وَٽِ ۽ ڏَٽِ وارو حصو.

**ڪاهو:** ذ. اونهي کڏ. خندق.

**ڪاهوڙِي:** ص. ڏُٽ تي گذران ڪندڙ. (جبل يا ٿر جا ماڻهو). جوڳي فقيرن جو گروهه (جيڪي نانگ جي ڏنگ تي جهاڙون رکن).

**ڪاهِي:** ث. قلعي جي چوڌاري کوٽيل خندق. آنَ ڪٺڻ لاءِ ٻه گڏ سبيل ٻورا.

**ڪاڻُ:** ذ. ٿر جي خطي وارو اُترين حصو.

**ڪائڻُ:** م. چٻاڙي ڳيهڻ- نوش ڪرڻ- تناول ڪرڻ- واپرائڻ. هضم ڪرڻ. ڳڙڪائڻ. غبن ڪرڻ. وٺڻ (رشوت). جهلڻ (مار). ٻُڌڻ (گاريون). هٽڻ (چڪ). ڪاڏ ڪرڻ (درياءَ). کپائڻ. ختم ڪرڻ- اُڏائڻ (دولت). کٽڻ (قسم). (ذ) ڪاڌو- طعام- ماني.

**ڪائُو:** ص. ڪائيندڙ. گهڻو ڪائيندڙ. ڳڙڪائيندڙ. گهڻ ڪائو. پيٽُو. هبچي. لالچي. راشي.

**ڪائي چڙهڻ:** وَهِي چڙهڻ- پوڙهو ٿيڻ.

**ڪائي وڃڻ:** هضم ڪرڻ. غبن ڪرڻ.

**ڪائي پِي:** ظ. خرچ ڪري. اُڏائي- دُف ڪري.

**ڪايارُ:** ص. ڪائڻ لائق (ٻار).

**ڪَٻَرُ، ڪَٻرُ:** ذ. هڪ وڻ جو قسم.

**ڪَپُ:** ذ. ڪَپُ- وَڏُ. ڪانچو (پٽ وغيره ۾). پيرن ۾ ڪڙي ۽ پب جي وچ وارو خال.

**ڪُپُ:** ذ. کڏ- کوبو. گهپُ. ڏنگُ.

**ڪَبڙُ:** ذ. هڪ مشهور وڻ. (ث. ڪَبڙي).

**ڪَپو:** ذ. ڪاپو (هٽَ، طرف)- ڏائو. (ص) ڪاپي هٽ وارو. (ث. ڪَپي).

**ڪَپُوسُ:** ص. ڪُسرو (جنهن کي ڏاڙهي ميون نه هجن).

**ڪَپِي:** ذ. ڏائو پاسو. ڏاند کي هرن يا گاڏي ۾ وهڻ وقت ڪاپي پاسي ورڻ جو حڪم.

**ڪُتَ:** ث. سَنهي چيت (ڪانيءَ جي). وڻ جي پاڙ واري ڪاني. پوک جي ڪانن وڍڻ کان پوءِ رهيل ڪُنون.

**ڪَتائڻُ:** م. وَهِي يا رجسٽر ۾ داخل ڪرڻ.

**ڪَتري، ڪِتري:** ذ. هڪ قوم جو نالو.

**ڪَتو:** فعل. کپي ويو. پورو ٿيو.

**ڪُتو:** ص. کُپي ويل. ماڳاٺتو- برقرار.

**ڪُتو جوابُ:** ذ. صاف جواب. بلڪل انڪار.

**ڪِٽ:** ظ. بيزار- ڪَڪ- خفي- کهُيل- تکل.

**ڪِٽ ڪرڻ:** بيزار ڪرڻ- ورچائڻ. ڪڪ ڪرڻ.

**ڪُتابُ:** ذ (ع. خُطاب) مدرسو- مڪتب.

**ڪُتابي:** ص. شاگرد- طالبعلم.

**ڪِتريَلُ، ڪِتڙيَل:** ص. بدحواس- واتڙو- موڳو.

**ڪَتَرُ:** ث. ڪڙٻڙ واري زمين.

**ڪَتَرُ:** ذ. گاهه جو هڪ قسم. حيدرآباد ضلعي ۾ هڪ ڳوٺ.

**ڪِتڙَڻُ:** م. وٿلڻ. بي فائدي ڳالهائڻ. بڪ ڪرڻ. واتڙو ڳالهائڻ.

**ڪِتَلُ:** ص. کُهيل- ڦاٽي زبون ٿي ويل. ڪتڙيل.

**ڪُتَلُ:** ص. کُسي ويل (وار). ڳري زبون ٿي ويل. کُهيل.

**ڪَتو:** ذ. اُنَ مان ٺهيل لوئي.

**ڪَتيري:** ث. ڪتو اوڍيندڙ (عورت). مسڪين.

**ڪِتو:** ص. کسڪيو- رڙهيو. چُريو. جهُريو.

**ڪُتو:** ص. سڙي ڳري ويو- پراڻو ٿي ڇجي ويو.

**ڪَٿوري:** ث (سن. ڪستوري) مُشڪ (هرڻ جي پيٽ

۾ ٿئي ٿي ۽ نهايت خوشبودار ٿئي). گاهه جو هڪ قسم.

**ڪَتِي:** ث. اُنَ يا ڏاس مان ٺهيل لوئي.

**ڪَٽَ:** ث. جيت- سوڀَ. سرسي. نفعو- فائدو- اپراسو. اُتر قطب جي چوڌاري ڦرندڙ ستن تارن جو نکٽ- دُبُ اڪبر.

**ڪَٽ ڪٽڻ:** سوڀ ڪرڻ. ڪارنامو ڪرڻ. بازي جيتڻ.

**ڪَٽَ:** ث. چارپائي- پلنگ- مَنجو. سيج.

**ڪَٽَ تي پوڻ:** بيمار ٿي پٿجي رهڻ.

**ڪَٽَ ڪڍڻ:** جنازو ڪڍڻ- لاش ڪڍڻ.

**ڪَٽِ:** ث. ڪٽاڻ- تُرشي. گدامڙي جو پاڻي. چٽڻي. آچار.

**ڪِٽَ:** ث. حرڪت- شرارت- ڪيچل- مستي. ڳوُنس- چِڙَ.

**ڪِٽَ ڪرڻ:** حرڪت ڪرڻ. ڪوُنس ڪرڻ. هٽ چِڙاند ڪرڻ. چڙچَ ڪرڻ.

**ڪَٽاڻِ:** ث. تُرشي. گدامڙي يا انبڙي جي چٽڻي. انب جو آچار.

**ڪَٽائِڻُ:** م. ڪمارائڻ. سوڀ ڪرائڻ. جيتائڻ. فائدو حاصل ڪرائڻ.

**ڪَٽائِڻُ:** م. گهٽائڻ- گهٽ ڪرڻ. سڃَ ڪرڻ. ڪپائڻ. لُٽائڻ. ڏيوالو ڪڍائڻ.

**ڪِٽِ پِٽ، ڪِٽ ڦِٽ:** ث. ڪن شين ٺهڪڻ جو آواز. جهيڙو- تڪرار. ريڙ پيڙهه.

**ڪَٽَرَ:** ث. اُها چوڀائي جيڪا کير نہ لاهي ۽ سولي ڏهائي نہ ڪرائي.

**ڪَٽَراڳ، ڪِٽراڳُ:** ذ. هڪ راڳڻي جو نالو. جهيڙو- تڪرار. هُل بکيڙو.

**ڪٽراڳ ۾ پوڻ:** جهنجهٽ ۾ پوڻ- جنجال ۾ پوڻ. آزار ۾ ڦاسڻ.

**ڪُٽڪڻُ:** م. چِيڻ. ڪَڪَڻُ- هُرڻ. اٽڪڻ. انديشو ڪرڻ.

**ڪُٽڪو:** ذ. انديشو- اونو. ڊپ. پريشاني. انتظار.

**ڪَٽ ڪَٽَ:** ث. ٺڪ ٺڪ جو آواز.

**ڪَنگلُ:** ص. سُڃو- پينگيو. پالهو. مفلس. اُوٺو- گهٽ.

**ڪنگلائي:** ث. سُڃائي- پينگيائي. اڻ هوند. ناداري.

**ڪَٽِمنو، ڪَٽِمنڙو:** ذ. ڪٽ مٺي ذائقي وارو ٽول- ڪَٽُونبڙو. ڪنڊ جي چاش مان ٺهيل گولي (جنهن جو سواد ڪٽو مِٺو ٿئي).

**ڪَٽڻُ:** م. سوڀ ڪرڻ- فتح ڪرڻ. جِيتڻ. پِرائڻ- فائدو وٺڻ. مقابلي ۾ سرسي ڪرڻ.

**ڪَٽڻُ:** م. گهٽ ٿيڻ- ڪمي ٿيڻ. ڪَسو ٿيڻ. اڻپورو ٿيڻ.ختم ٿيڻ- کَپي وڃڻ.

**ڪَٽهار:** ذ. گُل جو هڪ قسم.

**ڪَٽو:** ص. ڪٽي ذائقي وارو- تُرش.

**ڪَٽا ٽِٽَ:** ذ. اجايون ڳالهيون- ٻٽاڪون.

**ڪَٽو ٿيڻ:** بيزار ٿيڻ- ورچڻ.

**ڪَٽو پوڻ:** تلخ ٿيڻ- ڪاوڙجڻ- بيزار ٿيڻ.

**ڪَٽو مِٺو ٿيڻ:** تڪرار ڪرڻ- ڏند چڪ ڪرڻ.

**ڪَٽُو:** ص. ڪٽيندڙ- ڪمائيندڙ.

**ڪَٽولو:** ذ. وڏي ڪٽ. ڪٽ- مَنجو.

**ڪَٽولي:** ث. ننڍي ڪٽ- منجي.

**ڪَٽُونبڙو:** ذ. ڪٽمنو.

**ڪَٽُونبو:** ذ. "ٽر" ۾ ٿيندڙ هڪ ٽُل (ڏٽ طور ڪم اچي).

**ڪَٽِي:** ث. ڪمائي- اُپت- نفعو- ڪٽيو. آمدني.

**ڪَٽِي:** ص. ڪپڙا ڌوئيندڙ- ڌوٻي- گاذر- پريٽ. (ث. ڪٽيائي).

**ڪُٽِي:** ث. پُڄائي- انتها (حياتي جي). موت- ازل.

**ڪُٽي ڪڍڻ:** موت جي مُنهن ۾ وڃڻ. سِر وڃڻ جهڙي ڪم ۾ هٿ وجهڻ.

**ڪَٽياڻَ:** ذ. بلوچن جي هڪ قوم.

**کٽيائي:** ث. پکيءَ جو هڪ قسم.

**کٽيو:** ص. ڪمائي- نفعو. اُپراسو. آمدني.

**کَپُ:** ذ. گهرج- ضرورت- لوڙ. کاپو- خرچ. پيٽ وغيره ۾ ٺهيل ڦرڪ جنهن تي پير رکي لهجي چڙهجي- کانچو. کهَپُ.

**کَپَ:** ث. مياڻ (تلوار رکڻ جو کوپو). هڪ قسم جو ٻوٽو.

**کُپُ:** ظ. مضبوطيءَ سان پِتل- پچي ويل. پُورو- هڪ تڪ.

**کُپ ٿي وڃڻ:** پچي وڃڻ. چُپي وڃڻ. مضبوط ٿيڻ.

**کَپائڻ:** م. خرچ ڪرڻ. واپرائڻ. ختم ڪرڻ. وڃائڻ. مٿو هٽائڻ- تنگ ڪرڻ- هلاڪ ڪرڻ.

**کپائي ڇڏڻ:** خرچ ڪرڻ. ختم ڪرڻ.

**کَپاڻُو:** ص. خرچاڻو.

**کُپائڻ:** م. مضبوطيءَ سان لڳائڻ- ٺهڪائڻ. پُورو ٻيهارڻ. پچائڻ. مضبوط ڪرڻ.

**کَپَتِ:** ث. خرچ. استعمال. فروخت. گهرج- طلب. کاپو.

**کَپُرُ:** ذ. نانگ جو هڪ قسم. (ص) وڏو کاتڙيو چور.

**کپرو:** ث. ضلعي سانگهڙ ۾ هڪ شهر ۽ ديهه جو نالو.

**کَپَڻُ:** م. خرچ ٿيڻ. استعمال ٿيڻ. ڪم اچڻ. ختم ٿيڻ- وڪامڻ. کاپو ٿيڻ. ورچڻ- کڪ ٿيڻ. گهرج ٿيڻ- گهرجڻ.

**کُپَڻُ:** م. چُپڻ. پچڻ. وٺڻ (اکين کي). ويهي رهڻ (دل ۾). پيهڻ- سمائجڻ. کُپي وڃڻ- مضبوط ٿيڻ.

**کَپو:** ذ. کَپُ- کانچو.

**کِجَ:** ث. کاوڙ- چڙ- غصو. رشڪ- حسد. بيزاري. شرمساري.

**کِجائڻُ:** م. ريس ڏيارڻ. هُشي ڏيڻ. هرڪائڻ.

**کُجلي:** ث. خارش- کنهر- کاجي.

**کُجلي ٿيڻ:** خارش ٿيڻ. سڌ ٿيڻ. هِرکڻ.

**کِجَڻُ:** م. کاوڙجڻ- چڙڻ. بيزار ٿيڻ. ورچڻ.

**کَجُورَ:** ث. هڪ قسم جو وڻ ۽ اُن جو ٿر- کجي- کُرمو.

**کَجي:** ث. کجور جو وڻ.

**کِچَڻُ:** م. مٿي ٿيڻ. چڙهڻ. ترقي ڪرڻ. غائب ٿيڻ. اغوا ٿيڻ.

**کَچَ:** ث. پيڙ- مجمع. ڳاهٽ. (ص) پريل- ڏٽيل- مُنهان تار.

**کُچَ:** ث. ڪڙيءَ جي مٿان ۽ ڀِنيءَ جي هيٺان وارو سَنڌُ- مُرٽي جي ڀُٽ. مُرٽي واري پيڏي.

**کچر گلو:** ذ. کِلَ. ٺهڪڙو. کِل ڀوڳ وارو هُل. هُل هنگامو.

**کِچرو:** ص. ڪيچرو. بدافعال- کلچٽو. ميرو گندو.

**کِچڪو:** ذ. ڪيچل. کل مسخري. ٺهڪڙو. هرويرو جي کِلَ.

**کچ کچ:** ث. دبيل کِلَ. مسخري.

**کچٽي:** دال چانور گڏ رڌل پنڙو پَت. (ص) گڏوچڙ.

**کچٽي کائڻ:** آسان ڪم ڪرڻ.

**کِدا:** ث. گودڙي. رَلي. فقيرائي جهولي.

**کَدڙو:** ص. کَسِي. نامرد. بزدل- بي مُڙسيو.

**کَدُو:** ذ. 'تاس' ۾ ڪارو رنگ.

**کَڏَ:** ث. کوٽيل يا قدرتي هيٺاهين زمين. کامو. کاهي. غار. ڏر. چُر. کهاڏو. قبر- گور.

**کَڏ پرڻ:** نقصان جو پوراڻو ڪرڻ- ٽوٽو پرڻ.

**کَڏون کوٽڻ:** بدخواهي ڪرڻ. ٻئي کي نقصان پهچائڻ لاءِ ڪوشش ڪرڻ.

**کَڏُ:** ذ. چِت (جاءِ جي). چِت جو مٿيون حصو. کوٺو.

**کُڏِڙِي، کُڏِلِي:** ث. پٽ ۾ ٺهيل خانو (جنهن ۾ ريزڪي پئسا گڏ ڪجن). پندالڙي.

**ڪڏلو:** ذ. شڪار لاءِ وڻ ۾ ٺهيل پيهو (جنهن تي شڪاري محفوظ ويهي).

**ڪڏو:** ذ. وڏي ڪڏ. حوض. غار.

**ڪڏي:** ث. ننڍو جارو. ڪڏڻي. فقيرن جي ننڍڙي بيٺڪ. ننڍڙو حجرو. پٽ ۾ ريزڪي پڻسن گڏ ڪرڻ لاءِ ناهيل جارو. پنبالڙي. ڪُڪڙن جي ڪُڏڙي.

**ڪَرُ:** ذ (ف. خر) گڏهه– خر. (ص) ڪريل. اهنڊ. رقيب. نامحرم.

**ڪِرُ:** ذ. افعال– خصلت. شعور. لڇڻ. سليقائي. سگهڙپائي يا سليقي جو ڍنگ.

**ڪِردارُ:** ص. نيڪ خصلت.

**ڪُرُ:** ذ. چوِپائي وهٽ جو چيريل پيرُ.

**ڪُر پيرُ:** ذ. پار پتو– ڏس نشان.

**ڪُرانڊِي:** ث. وهٽ جي ڪُرَ جو هڪ پاسو.

**ڪرائي:** ث. سچائي– ايمانداري.

**ڪرَبُ:** ذ. هڪ سؤ ارب (تعداد).

**ڪرِٽيو:** ذ. ننڍڙن ٻارن کي ڪنگهه جي هڪ بيماري.

**ڪُرِيو:** ذ. گاهه ڪوٽڻ يا ڳڏ ڪرڻ جو هڪ اوزار– رنبو.

**ڪُرِپي:** ث. حلوائين جي ڪم جو هڪ اوزار. رنبي.

**ڪَرَجُ:** ذ. "سرگم" (راڳ جو اصطلاح) جو 'سا' وارو بنيادي سر.

**ڪُرجِيَ:** ث. خُرزين– ڪڙيو.

**ڪُرچَڻِ:** ث. هندي يا ديگڙي جي تر ۾ لڳل پيت– اُڪراڻ. ٻچت سچت.

**ڪُرچَڻُ:** ذ. ڪرڙڻ– رهڙڻ. رهڙي صاف ڪرڻ.

**ڪَردَجالُ. ڪَردَيالُ:** ذ. روايت مطابق اينڌڙ زماني ۾ پيدا ٿيندڙ فرضي بادشاه (جيڪو ڪاڻي گڏهه تي چڙهيل هوندو ۽ خلق خدا جي کي گمراهه ڪندو). فتني باز.

**ڪُرڏو:** ص. پير ڪان ڦريل– ڦريل پيرن وارو (ماڻهو.

جانور).

**ڪُرڙُ:** ذ. پٽر جو ٺهيل بيضوي اُڪرو جنهن ۾ طبيب دوائون ڪرل ڪن. ڏاس مان ٺهيل ٿلهي فراسي.

**ڪُرِڙُ:** ث. ديگڙي جي تر ۾ لڳل پَٽُ– اُڪراڻ.

**ڪرڙاٽُ:** ذ. ڪنهن در دريءَ وغيره جي رهڻ جو آواز. زور سان ڪنهگڻ جو آواز.

**ڪرڙاٽو:** ذ. ڪونگهرن جو آواز– گهوگهرو.

**ڪُرڙڻُ:** م. رهڙڻ. رهڙي صاف ڪرڻ. رهڙون پائڻ. رهندڻ.

**ڪرڙو:** ذ. دُڪان جي روزاني وڪري جي حساب جو رجسٽر– روزنامچو. گپ چڪ واري زمين. رهٽو– رهڙو– ڪنهر. ڪڙٻڙ واري سخت زمين.

**ڪرڙِي:** ث. ڏاس مان اُڻيل فراسي.

**ڪُرڙِي:** ث. ڪڙي.

**ڪُرڙيون هڻڻ:** ايذاء ڪان چڙيون هڻڻ– لٽون اُڇلڻ.

**ڪرسَڻُ:** ذ. گاهه جو هڪ قسم.

**ڪِرڪَ:** ث. ننڍڙي چڙي.

**ڪُرڪاڻُ:** ذ. ڪَرڪَڻُ. جُتيءَ جو هڪ قسم.

**ڪرڪَڻُ:** ذ. ڦيش مان ٺهيل جُتي (جيڪا جابلو ايراضي ۾ پائجي). پادر. پُراڻي جُتي.

**ڪُرڪَڻُ:** م. ڪنگهڻ. ٺورو ڪنگهڻ.

**ڪُرڪو:** ذ. ڪنگهه. نڙي ۾ سُرڪات سبب ٺوري ڪنگهه.

**ڪرڪِي:** ث. چوِپائي ڪي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ چڙي.

**ڪَرڪرو:** ذ (ف. خرخره) گهوڙي جي ٻُت کي صاف ڪرڻ لاءِ لوهي بُرش.

**ڪَرگسو:** ذ (ف. خرخسه) جهيڙو– ڦڏو. تڪرار. مونجهارو. ننڍڙن پکين ڦاسائڻ لاءِ اڏيل ڏِب.

**ڪَرگلو:** ذ. ڪرڪرو. ڪرڪسو.

**ڪِرڪِڻو:** ص. جُهريل– پُريل. ڙبون (جيڪو هٽ لائڻ

سان پچي پُري). اُلڙيل- اُکڙيل. لچڪنو.
**ڪَرَلُ:** ذ. پٽر جو بيضوي اُکرو (دوائن پيهڻ لاءِ).
**ڪَرل ڪرڻ:** سنهون ڪرڻ- باريڪ ڪرڻ.
**ڪِرمِٽُ:** ذ. فريب. ٺوڳو. ٺڳو. خريب. مڪر. فساد.
**ڪَرنڊُ:** ذ. ڪهاڙي، ڪاتي وغيره اوزار جي ڌار ۾ پيل ڪَڪَر.
**ڪَرُنڊُ:** ذ. ڦرڙي يا زخم جي پڪل کَل- ڪڙي. رهڙ- رُهنڊ.
**ڪَرَڻُ:** م. ڦِٽڻ- ڪِنو ٿيڻ. (ڪير، ڪاڏو وغيره). خراب ٿيڻ. بگڙڻ- لِچڻ ڪان نڪرڻ. بدلچڻ ٿيڻ. بي افعال ٿيڻ. بدچال ٿيڻ.
**ڪَرو:** ذ. فصل مان لٿل اناج جو ڍڳ (سنگن، سٽَن يا آنَ جي صورت ۾، بنٽشي ڪان اڳ). لاباري بعد 'وَلِ' رکڻ جي جاءِ. اناج جو ڍڳ. لاباري بعد گڏ ڪري رکيل اناج.
**ڪَرو:** ص. خالص- نج. اصلي. صاف. سچو. نبار. (ث. ڪَري).
**ڪرو ڪوٺو:** ص. چڱو مدو- ٻُرو ڀلو.
**ڪَروٽ:** ث. ٺلهي تي نندي‌ءَ پٽ سان ٺهيل ڪچي مسجد (جنهن تي ڇت اڏيل نہ هجي).
**ڪِروڪر:** ظ. ٽريل پڪڙيل- چڙوچڙ.
**ڪَري:** ث. فصل مان آيل اناج جو ڍير. انبار- ڍڳ. "ڪري" رکڻ جي مستقل جاءِ.
**ڪُري:** ث. ويل چوپائي مال جي پيرن جي آهوڙ ۽ موٽائي وٺي ڏيڻ جو عيوض. ڀُنگ.
**ڪِريبُ:** ذ. خريب- فريب- دولاب. هٽ نات. ٺوٺا ٺِيٺا.
**ڪَريلُ:** ص. خراب ٿيل. ڦِٽل. بدلچڻو- بي افعالو. ناپاڪ. بدپيشي.
**ڪِريو:** ذ. ٻَنو (ٻني‌ءَ ۾). بصر بڪر وغيره پوک لاءِ ٺهيل ٻنو. تماڪ جي پوک جو هڪ ٻارو.
**ڪِريا ڪڍڻ:** هر ڏنل زمين ۾ بڪر جي پوک لاءِ ننڍڙيون ڪسيون يا ناليون ڪڍڻ.
**ڪَڙ:** ث. سرنهن، ڄانبي وغيره جو تيل نڪتل ڦوڳ (جيڪو مال کي چاري ۾ گڏائي کارائبو). سُڪي زمين ۾ ڪاهيل هر جي حالت. ويايل چوپائي‌ءَ جي کير مان ٺهيل پِسُ يا ٻَرهي.
**ڪڙ تيل نڪرڻ:** نتيجو نڪرڻ. مقصد حاصل ٿيڻ.
**ڪَڙُ:** ذ. جواهرات جا ذرا. ڪانچ جو چُورو (جنهن سان سون يا چاندي کي اوجر ڪن).
**ڪَڙائي:** ث. بيهڪ. اُڀائي. عمودي بيهڪ. استقامت. چُستي. برجستگي.
**ڪَڙ ٻَڙ:** ث. ناهموار سطح. ڪڏن کوٻن واري زمين. هيٺ مٿي زمين.
**ڪَڙتالَ:** ث. ڪاٺ جون چپڙيون (تاڙين وانگر وڄائڻ لاءِ).
**ڪَڙپيلُ:** ص. وڏي عمر وارو. آزمودگار. ڳرو ۽ وڏي زور وارو. هر فن مولي.
**ڪُڙڪَ:** ث. توري خبر- سُٽس.
**ڪُڙڪ پوڻ:** تورو واءُ سُواءُ ملڻ- سُٽس ملڻ.
**ڪڙڪاٽُ:** ذ. ڪاني وغيره ڀڄڻ جو وڏو آواز- ڪڙڪاٽ.
**ڪڙڪائڻُ:** م. ٺُڙڪائڻ (دروازو)- ٺڪ ٺڪ ڪرڻ. هوشيار ڪرڻ. بازپرس ڪرڻ. دڙڪو دهمان ڪرڻ.
**ڪِڙڪَڻُ، ڪُڙڪَڻُ:** م. آواز ٿيڻ. وڄڻ. ٺڙڪو ٿيڻ. ٺهڪڻ- پاڻ ۾ لڳڻ (شيون).
**ڪَڙڪو، ڪُڙڪو:** ذ. ٻن چيزن جي ٽڪرجڻ جو آواز- ٺُڙڪو- ٺڪاءُ. هلڪو آواز. آواز.
**ڪَڙڪيدارُ:** ص. زور سان آواز ڪندڙ. دڙڪي دهمان

وارو. ڪڙڪي وارو.

**ڪِڙڪِي:** ث. دري.

**ڪُڙڪُبيتو:** ذ. اڏامندڙ جيت جو هڪ قسم جنهن جي پُڇ مان روشني نڪري- چانڊاڻو.

**ڪَڙڪَڙ:** ث. ڪنهن ڏاتوءَ جي وڄڻ جو آواز. بيل گاڏي وغيره جو آواز.

**ڪُڙڪُڙ:** ث. ڪڙڪو (دروازي تي).

**ڪَڙڪَڙيو:** ذ. ڪاٺ جو تختو (جنهن ۾ نئون گهوڙو ٻڌي گاڏيءَ ۾ وهڻ لاءِ سيکارجي). (ص) ڪڙڪڙ وارو. ڪڙڪو ڪندڙ.

**ڪَڙڳُ:** ذ. (سن. ڪدگ) ترار- شمشير.

**ڪِڙَڻُ:** م. چڙوچڙ ٿيڻ. ٽِڙڻ (گل). چمڪڻ (تارو). (تارو) ڪرڻ وقت روشني ڪرڻ. اُيرڻ (چنڊ).

**ڪَڙو:** ص. اُڀو- بيٺل- نصب- کُتل. برپا- قائم. تيار. سڌو. عمودي.

**ڪَڙو تَڙو:** ص. چاق چوبند- تندرست.

**ڪڙي تڙي:** ظ. بيٺي بيٺي. يڪدم- بنا دير. ٺهه پهه.

**ڪَڙو ڪرڻ:** اُڀو ڪرڻ- بيهارڻ. نصب ڪرڻ. قائم ڪرڻ. برپا ڪرڻ. پيدا ڪرڻ (فساد).

**ڪَڙو، ڪَڙهو:** ذ. پِتَر- مٽيءَ جو وڏو ٻُنديو.

**ڪَڙو اچلڻ، ڪَڙو هڻڻ:** پتر هڻڻ. اشارو ڪرڻ. چُراند ڪرڻ. مينهن جو نه مڙڻ.

**ڪڙهَر:** ث. ڪُڪڙ جي ٽنگ ۾ نوڪدار شاخ. ڪَنڊن وارو ڏينگهر. لوڙهي جي لنگهه بند ڪرڻ لاءِ ڏينگهر.

**ڪَڙهه هڻڻ:** اولانيو ڏيڻ. سنڌائتو ڏڪ هڻڻ.

**ڪَڙِي:** ث. سنهي ڪڪري جو داڻو- ڀَهٽي. حقي يا چلم جي ٽوپيءَ ۾ وڌل پٿري.

**ڪُڙِي:** ث. پيرَ جو پچاڙيءَ وارو پنيون هڏو. بوٽ يا جتيءَ جو ڪڙيءَ وارو حصو.

**ڪُڙي تَپائڻ:** تاهوت ڪرڻ- جلدائي لاءِ تاڪيد ڪرڻ.

**ڪُڙي ڏنيڻ:** رولاڪ ماڻهو کي رولڙو ڇڏائڻ لاءِ ڪڙيءَ کي ڏنب ڏيڻ جو سوڻ ڪرڻ.

**ڪُڙي چِڪَ:** ث. ٻاهر وڃڻ ۽ هلڻ جي هيرَ.

**ڪُڙي کڻڻ:** تکو هلڻ- تکو پنڌ ڪرڻ. تکي ٻوڙ پائڻ.

**ڪُڙيون ڳسڻ:** هلي هلي ٿڪجي پوڻ. ڪنهن ڪم ڪرڻ لاءِ گهڻا پنڌ ڪرڻ.

**ڪُڙيون گهرڙڻ:** چڙيون هڻڻ. روئڻ وقت يا ڦاسڻ کان پوءِ تنگون هڻڻ.

**ڪَڙيو:** ذ. خرزين.

**ڪُڙيو:** ذ. ڪُر. ڪُڙي.

**ڪُڙيا کڻڻ:** پين تي بيهي ڏسڻ. تکو هلڻ. تکڙيون وکون کڻڻ.

**ڪَسَ:** ث. حرڪت- چُر- هٽ چراند. جهپ- جهٽ. اُها پوک جيڪا سنگ ڪري مگر اَنُ نه ڪري. مرض لڳل پوک.

**ڪَسُ:** ص. خصي (جانور وغيره).

**ڳسائڻُ:** م. ڦُرائڻ. هٽان وچائڻ.

**ڳسِرو:** هڪ قسم جي بيماري- ننڍي ماتا.

**ڪُسرو:** ص (ف. ڪوسہ) جنهن ماڻهو کي ڏاڙهي نه اچي يا ٿوري ڏاڙهي هجي- ٻُچي.

**ڪَستوري:** ث. ڪٿوري- مُشڪ.

**ڪِسڪائڻُ:** م. هٽائڻ- سِرڪائڻ- ريڙهڻ. ٽِڳائڻ- چورائڻ. لڪائڻ- گم ڪرڻ.

**ڪِسڪَڻُ:** م. هٽڻ- سِرڪڻ. رڙهڻ. وڃڻ. بنا اطلاع جي وڃڻ. ڀڄي وڃڻ. لڪي ڇپي وڃڻ. کِسڪڻ- ترڪڻ.

**ڪِسڪي وڃڻ:** اک بچائي نڪري وڃڻ. هليو وڃڻ. بنا اطلاع جي وڃڻ- ڀڄي وڃڻ.

**ڳس ڳس:** ث. پُست جي ڪَنِ.

**ڪَسَڻُ:** م. ڦُرڻ- ڇِنڻ. زوري قبضي ۾ ڪرڻ. جَهٽ هٽي ڦُرڻ.

**ڪِسَڻُ:** م. پُراڻو ٿي ڦاٽڻ (ڪپڙو). جُهونو ٿيڻ- ڳرڻ. وڃڻ (عقل). گم ٿيڻ (هوش).

**ڪُسَڻُ:** م. ڪُهجڻ (وار)- ڪونڊجڻ. پراڻو ٿي ڇجڻ.

**ڪُسو:** ذ. مرداني جُتيءَ جو هڪ قسم- گهيٽلو.

**ڪڪُ:** ص. پوڙهو. ضعيف. سُڪل. غريب. (ث. ڪڪِ).

**ڪِڪَ:** ث. مڇيءَ جي ڌَپ- ڪِڪاڻِ.

**ڪِڪاڻِ:** ث. مڇيءَ جي ڪِڪَ- بدبُوءِ.

**ڪڪاڙي:** ث. ٻج واري ڪڪڙي.

**ڪڪاڙيون ڪڍڻ:** پاڙون پٽڻ. سخت سيڪت ڏيڻ.

**ڪَڪَرِ:** ث. هڪ قسم جو زهري اُڏامندڙ جيت- ڏينيُو.

**ڪَکر ۾ ڳڙو اُڇلڻ:** لُچي ماڻهو کي هرويرو ڇيڙڻ. خواهه مخواهه جهيڙي ۾ هٿ وجهڻ.

**ڪَڪري:** ث. ڪَڪَرِ.

**ڪَڪڙو:** ذ. ٻير وغيره جو ٻج- ڏنڏڙو.

**ڪَڪڙي:** ث. ڪجور جو ٻج. انب جو ڪوٺلو.

**ڪَڪَڻُ:** م. هُرڻ (دل ۾)- دل سان لڳڻ (ڳالهه).

**ڪِڪو:** ص. بدبودار- ڌَپر. مڇيءَ جي ڪِڪي بانس وارو. (ث. ڪِڪِي).

**ڪِڪو وِڪو:** ص. هڪو ٻڪو- حيران. واتڙو.

**ڪَڪِي:** ث. ڪِڪڙي.

**ڪِڪِي:** ث. مَڇِي (جيڪا ڪِڪَ واري ٿئي).

**ڪَڳُ:** ذ (سن. کڙڳ) هڪ قسم جي تلوار (ٽوري ڏنگي ۽ ڊگهي). (ص) جهور پوڙهو. تمام ضعيف.

**ڪَڳمارُ:** ص. تلوار باز. پهلوان. جنگ جو جهونجهار.

**ڪَڳَلُ:** ذ. تلوار هٽي هٿ ڪيل مال (لڙائي يا ڦُرمار مان). مال غنيمت.

**ڪڳل ڪاٽڻ:** مال غنيمت ڪاٽڻ. مفت جو مال ڪاٽڻ.

**ڪَڳو:** ذ. مڇيءَ جو هڪ قسم- زڙو.

**ڪَڳِي:** ث. ڇاڙي ڏڪائي خاص قسم جو آواز ڪڍڻ. هڪ قسم جو ناچ (جنهن ۾ ڪڳيون هٽجن).

**ڪَڳيون هڻڻ:** خوشيءَ مان ڪَڳون نوڪڻ- بَغل وڄائڻ. اجائي خوشي ڪرڻ.

**ڪَلَ:** ث. انسان يا حيوان جي جسم جي چمڙي. جانور جو چمڙو. چَمُ. ميوي وغيره جو ڇلڪو. ڇالَ (وڻ جي).

**ڪَل خراب ٿيڻ:** مار کائڻ جي مرضي ٿيڻ. پَڌا ڪم ڪرڻ.

**ڪَل لاهڻ:** بدن جي چمڙي جسم کان جدا ڪرڻ. سخت سزا ڏيڻ.

**ڪِلَ:** ث. ٽهڪ. خوشي. ٺٺول. مسخري.

**ڪِلَ پوڳُ:** ذ. چرچو مسخري. خوشطبعي.

**ڪِلِ خوشي:** ث. ڪِلَ پوڳ. رَونشو. وندر.

**ڪِلائڻُ:** م. ٽهڪ ڏيارڻ. خوش ڪرڻ. وندرائڻ.

**ڪِلَ ڪرائڻ:** پاڻ تان خواري ڪرائڻ.

**ڪِلائيندڙ:** ص. پوڳائي. چرچائي. خوش مزاج. ڪلڻو. رونشائي.

**ڪَلتَرُ، ڪَلتَرُ:** ذ. پراڻي جُتي. پراڻو پادر. گهيٽلو.

**ڪَلڙُ:** ص. ڪَل مان ٺهيل. ڪل جهڙو.

**ڪَلڙي:** ث. ڪَلَ- چمڙي. ننڍي پکال- سانداري.

**ڪِلڪو:** ذ. زور سان ٽهڪڙو. ڪِل پوڳ.

**ڪِلمڪ:** ص. خوش طبع. پوڳائي.

**ڪَلم ڪُلا:** ظ. ظاهر ظهور- چٽو پڌرو- ديده دانسته.

**ڪَلڻُ:** م. ڪَل لاهڻ- چمڙي لاهڻ. جسم تان چم جدا ڪرڻ. سخت سزا ڏيڻ.

**ڪِلڻُ:** م. ٽهڪ ڏيڻ. مُشڪڻ. ٽِڙڻ. ٺٺول ڪرڻ. خوش ٿيڻ.

**ڪِلڻو:** ص. خوشطبع. ڪِلمڪ.

**ڪُلڻُ:** م. ڇُڙڻ. آزاد ٿيڻ. ڇڙواڳ ٿيڻ. ظاهر ٿيڻ.

ڪشادو ٿيڻ- وسيع ٿيڻ. ٽڙڻ (گل). صاف ٿيڻ (آسمان).

**ڳلو:** ذ. جُوتو- پادر- موچڙو.

**ڳلا کائڻ:** موچڙا کائڻ- پادر کائڻ. جُٽ ٿيڻ.

**ڳلو ڪڍڻ:** سختي ڪرڻ- جهمت رکڻ. دٻاءُ رکڻ. باز پرس ڪرڻ.

**ڳلوَل:** ث. هلچل- هنگامو. ڏمچر- غوغاءُ. مصيبت.

**ڳِلوَل:** ث. ٽينگ ٽپا. موج. خوشي.

**ڳلي:** ث. پاڻيءَ جي ننڍي ساندري. پکال- مَشڪ.

**ڳليتو:** ذ (ع. خريطه) چم جي ڳوٿري- چم جي ٿيلهي.

**ڳُليل:** ظ. ظاهر- چٽو- پڌرو. اُگهڙيل. ٽڙيل (گل). ڪشادو- ويڪرو. خلاصو. ڇڙواڳ.

**ڳُليو ڳُلايو:** ظ. ظاهرظهور- پڌري پٽ- علي الاعلان.

**ڪمَاچ:** ث. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

**ڪمرو:** ذ (ف. خمره) نِڪر جو ٽِپو.

**ڳمَڻُ:** م. تحمل ڪرڻ- صبر ڪرڻ- ڌيرج ڪرڻ. ترسڻ. نوڙت ڪرڻ- نمڻ.

**ڳمي کائڻ:** نٽڙت سان وقت گذارڻ- نياز نوڙت سان هلڻ.

**ڪَنُ:** ذ. وقت جو تمام ننڍڙو وقفو. گهڙي جو ننڍڙو ڀاڱو. (ظ) ٿورو وقت، انداز يا تعداد جي حد بڌائيندڙ لفظ (جئن ڏهه ڪن. ويهه فوٽ ڪن. وغيره).

**ڪِنَ:** ث. لحظو- پل- گهڙي- لمحو. اک ڇنڀ. ساعت.

**ڪنبُ:** ذ. پَرُ (پکيءَ جو) پکُ. پکڙانڊي.

**ڪنب سورڻ:** وڃڻ جي تياري ڪرڻ.

**ڪنبُ:** ذ. ڪنيءَ جي ڪپڙن ٺهڪائڻ وارو ڪُنُ. بني (ڪپڙن ٺهڪائڻ جي). هڪ قسم جو برساتي اوپڙ.

**ڪنبڙاڙي:** ث. پکيءَ جو هڪڙو پَرُ.

**ڪنبات:** ث. هڪ راڳڻي جو نالو. سنڌ جي ڏکڻ ۾ "پارت" جو هڪ علائقو.

**ڪنباڙي:** ث. هڪ راڳڻي جو نالو.

**ڪنبڙي:** ث. ڪنبڙاڙي. هڪ قسم جو برساتي جيت- پکڻ.

**ڪنبڻُ:** م. زوري ڪڻي اچڻ- زوري وٺي اچڻ.

**ڪنبي ڪڍڻ:** زوري ڪڍڻ. قابو ڪري ڪڍڻ.

**ڪنبيو:** ذ. هڪ قسم جو آبي پکي. (ص) موڳو- واڻڙو.

**ڪُنبي:** ث. هڪ قسم جو برساتي اوپڙ.

**ڪنجَ:** ث. ٺونٺ ڪان وٺي ڪُلهي تائين پاتل چُوڙا. ڇِڪَ- سَٽَ. تنبيهه.

**ڪنج ڪڍڻ:** داب ڏيڻ. ڇِڪَ ڏيئي سڌو ڪرڻ. مار ڏيئي سڌو ڪرڻ.

**ڪنج ڪڍڻ:** ٻانهون ڪنجڻ. وڙهڻ لاءِ تيار ٿيڻ.

**ڪنجري:** ث (ف. خنجري) هڪ قسم جو ساز- دَفُ.

**ڪَنجَڻُ:** م. ٻيهراڻ يا چولي جون ٻانهون مٿي ڪرڻ. ڇِڪَ ڏيڻ. مار ڏيڻ.

**ڪُنجَڻُ:** م. چولي يا ٻيهراڻ جون ٻانهون مٿي ڪرڻ.

**ڪُنجي:** ث. نِڪر جو ٽِپو. لوهي ڪُپو- ڇَلَ.

**ڪُنڊَ:** ث. چُرچ- حرڪت- ڪٿونس. جهيڙي جو ٻهانو.

**ڪُنڊَ ڪُنڊَ:** ث. چور پچور. پچار. ريڙهه پيڙهه. ڪِر ڪِر. وِنتِ وِنتِ- چورا ڪورا.

**ڪنڊائي:** ث. ڪنڊي تي وڪر وٺندڙ يا جنهن ڪان ڪنڊي تي اُتارو وڪر وٺجي.

**ڪنڊو:** ذ. اوڌر تي ورتل وڪر جو حساب ڪتاب. ڪٿت- اوڌر.

**ڪنڊو ڪڇڻ:** ليکو لهڻ. حساب ڪتاب ختم ٿيڻ. اوڌر ڪٽي پاڻ ڪي سُڄو ڪرڻ. ڪنگال ٿيڻ. ڪُٺي وڃڻ.

**ڪنڊئي:** ص. ڪنڊائي.

**ڪنڊِي:** ث. پکين ڦاسائڻ لاءِ سِرڪ ساهي. ٻاري ۾ پاڻي وهائڻ جو آواندو. لاڳيتن ٻيتن جي سنگهر. يت جي اڏاوت جو سلسلو.

**ڪَنبُ:** ث. ڪمند وغيره جي رس مان نھيل منائي- شڪر.

**ڪنب پڳڙا:** ذ. ڪنب چڙھيل پڳڙا.

**ڪنب ڪائڻ:** آسان ڪم ڪرڻ. بنان تڪليف جي حاصلات ٿيڻ. دل خوش ڪرڻ. ٻتاڪ ھٿي پاڻ پڏائڻ.

**ڪنب ڪير ٿيڻ:** پاڻ ۾ راس پاس ٿيڻ. ھڪ ٻئي ۾ ملي وڃڻ. صلح ٿيڻ.

**ڪَنبُ:** ذ. ٽُڪر- حصو- ڀاڱو. علائقو- ملڪ. گھڻن ملڪن جو جاگرافيائي ميڙُ. وڏي ۾ وڏو ملڪ. ڪنھن وھڪري جو ڀڳل بند- شگاف. ڀاڄ- رخنو.

**ڪُنبَ:** ث. ڳولا- تلاش. ڪاٺي وغيره سان متاچري ڪوٺائي- ٿلھور. دل جي ڪوٺائي- دغا.

**ڪِنبارَڻُ. ڪِنبائڻُ:** م. پکيڙڻ. ڇڙوڇڙ ڪرڻ. داڻو داڻو ڪرڻ. پکيڙڻ (ڪنپ).

**ڪُنبائِي:** ث. دل جو کوٽ- بيائي- دغا. حسد. ڪدورت.

**ڪُنبوَرُ:** ذ. ڪِريل جاءِ. اُجڙيل گھر. ڊٺل شھر.

**ڪِنبوَرَڻُ:** م. پکڙجڻ- ڇڙوڇڙ ٿيڻ. ڪٺو ڪٺو ٿي جدا ٿيڻ.

**ڪُنبَڻُ:** م. کوٽڻ- ڳولڻ. ٿلھورڻ. ڪرڙڻ.

**ڪنبو:** ص. مُڏو- ڪُند. دل جو پليت- بدنيت- بدخواه. مُنافق- بغضي- ڪِينو رکندڙ. (ث. ڪُنبي).

**ڪنبوُ:** ص. ڀُڏو- ڏندن ڀڳل. ڦُڏو- ڀَبو.

**ڪُنبِي:** ث. آٽ مَڻَ تورَ.

**ڪِنبِيرَڻُ. ڪِنبيڙَڻُ:** م. پکيڙڻ. ڇڙوڇڙ ڪرڻ. ڪٺو ڪٺو ڪرڻ.

**ڪُنَس:** ث. نفرت- حقارت. عداوت. حسد.

**ڪَنگھَہ:** ث. نڙيءَ جي خشڪي سبب کنگھڻ جو عمل.

**ڪنگھڪارَ:** ث. ھلڪي ڪنگھہ. کنگھڻ جو عمل.

**ڪنگھڪار ڪرڻ:** ڌيان ڇڪائڻ يا اشارو ڪرڻ لاءِ آھستي سان ڪنگھڻ.

**ڪنگھارُ:** سنڌ جو ھڪ سومرو حڪمران جام ڪنگھار. (ص) سورھيه.

**ڪَنگھارَڻُ:** م. آگھارڻ- وچورڻ (پاڻيءَ سان). متاچرو ڌوئڻ.

**ڪَنگھَرَ:** ث. ڪُوري ۾ زياده پڪل يا سڙيل سِرَ. لوھار جي ڪُوري جي تر ۾ گڏ ٿيل ڪَٽُ.

**ڪَنگھڻُ:** م. زور سان نڙيءَ مان ھوا ڪڍڻ (بلغم ڪڍڻ يا نڙي خشڪ ٿيڻ سبب).

**ڪِنگھو. ڪُنگھو:** ص. پاڻيءَ جھڙو- پَتڙو- ڇڊو (پاڻي، رسُ، شربت وغيره).

**ڪنو:** ذ. تلوار- ترار- ڪڙگ. ترار جو ھڪ قسم.

**ڪِنوائڻُ:** م. ڪِنوڻ ٿيڻ. ڪنوڻ وانگر چمڪات ڪرڻ.

**ڪِنوَڻَ:** ث. وِڄ- برق.

**ڪُنھَرِ:** ث. ڪنھڻ جي خواھش- خارش- ڪاڄي.

**ڪُنھَڻُ:** م. ٽُنھن يا آڱر سان رھڙڻ. خارش واري ھنڌ تي آڱريون گھَڻ. رَھڻ- گسڻ. رُھندا پائڻ.

**ڪُنِي:** ث. جَوَن يا ڪڻڪ جو اٽو. ڏريل ٻاجھري جو پلاءُ.

**ڪنياتو:** ذ. 'ڪِين خير' جي خبر ڏيندڙ (رسمي طور 'ڪانءُ').

**ڪَوُ:** ذ. نانگ جو ھڪ قسم (ڪِرڙي جي قسم جو زھري نانگ).

**ڪِوَ:** ث. ڪِن- لحظو- اک ڇنب.

**ڪِوِ:** ث. تيل واري مَرُ. بدن تي چڙھيل تيل واري مَرُ.

**ڪُوُ:** ذ. مقرر مدو- مقرر مُدت وارو عرصو. انجام- واعدو. پرت جو ھڪڙو خانو. ٽاڪو. ڇت جي اڏاوت ۾ ٻن ڪامَن جي وچ واري وِٿي. ڀاڱو- حصو.

**ڪُھِين ڪُٿائڻ:** انجامن يا وعدن وارا بھانا ڪُٿائڻ. لاجواب ڪرڻ. واعدن ۾ ڪوڙو ڪرڻ.

**کٺائِي، کٺائِڻي:** ث. کٺائڻ جي مزوري. ياڙو.

**کٺَتِ:** ث. اوٺر– رکت.

**کٺت کٺائڻ:** اوٺر تي مال ڏيڻ. کنڌي تي ڏيڻ.

**کٺسِ:** ث. چُرچ– کؤنس– حرکت– کُنَس.

**کِڙِ کِڙِ:** ث. گهنٽين يا سِڪَن جو آواز– ڇڻ ڇڻ.

**کَڻَڻُ:** م. مٿي کرڻ– اوچو کرڻ. چُوندڻ. ترقي وٺائڻ. قبول کرڻ (ذميداري) ناهڻ (پِٽ، جاءِ). برداشت کرڻ (مصيبت). کٽي هلڻ (جنازو). ڇُهڻ (انگ، پاڻي، اثر). کائڻ (قسم). ڇڪڻ (ساه).

**کٽي اچڻ:** وٺي اچڻ. چورائي اچڻ. ڀڄائي اچڻ (ٻانهن).

**کٽي مارڻ:** مٿي کٽي هيٺ اڇلائڻ. ماري ڇڏڻ. زير کرڻ– دسڻ.

**کوبِلو:** ذ. ٻيل گاڏي يا دروازي کي قابو جهلڻ جي هڪ ڪاٺي. (ص) وچ ڪُٺيو– دَلو. (ث. کوبلي).

**کُوبو:** ذ. رستي ۾ کڏو. چَلهو.

**کوتو:** ذ. کودو.

**کوٽِ:** ث. کپڙي، سُٽ وغيره جا ٻچيل ذرا.

**کوٽِ:** ث. توراٺي– کمي. گهٽتائي– اٺاٺ. قلت. نقصان– ڇيهو– گهاٽو.

**کوٽِ وجهڻ:** نقصان وجهڻ– گهاٽو وجهڻ.

**کوٽُ:** ذ. ملاوت. ٻيائي. دغا– دولاب. کُپت. نقص.

**کوٽپائِي:** ث. کوٽ– ٻيائي– کُپت.

**کوٽُ کرڻ:** برائي کرڻ. دغا بازي کرڻ. نقصان پهچائڻ.

**کوٽائِي:** ث. کوٽڻ جو معاوضو.

**کوٽائِڻُ:** م. زمين اُکيلائڻ. کڏ کرڻ. قبر کوٽائڻ.

**کوٽائِي:** ث. کوٽڻ جو کم. کاٺِي جو کم. کمي– گهٽتائي. ٻيائي– دغابازي. کوڙائي.

**کوٽِجَڻ:** م. کوڏر سان زمين ۾ کڏ ٿيڻ. اُکڙڻ.

**کوٽَڻُ، کوٽِڻُ:** م. وَلڻ (زمين). اکوڙڻ (وڻ، پاڙ وغيره). کاٽي کرڻ.

**کوٽو:** ص. ملاوتي– مَٺ وارو. جڙتُو– کوڙو– نقلي. بيوفا. دغاباز. کُپتيو. (ث. کوٽي).

**کوٽو کَرو:** ص. ڇڱو مدو– ٻُرو ڀلو.

**کوٽي کري:** ث. خراب ڳالهه. غلط ڳالهه.

**کوٽِي کرڻ:** سيڙائڻ– بي فائدو وقت وڃائڻ.

**کوٺهڙو:** ذ. کاٺي وغيره سان زمين جي مٿاڇري جي کوٽائي (عام طرح ککڙ، تتر وغيره کوٺهڙو کري).

**کوپرو:** ذ. ناريل. ڏونگهين جو تيلُ.

**کوپِري:** ث. کيپراٺي. مٿي جي هڏي. مغز.

**کوپو:** ذ. ناريل جي کل– ڏونگهو. ڊِگي جي اکين تي چاڙهڻ جو ڍَڪُ– اکياڙي. کنهن به شيءِ بند کرڻ جو دٻلي جهڙو ڍڪ.

**کوجَ:** ث. ڳولا– ووڙ. جاچنا.

**کوج لڳائڻ:** پتو لڳائڻ– تفتيش کرڻ.

**کوجا:** ذ. "اسماعيلي" مَت جا پيروکار.

**کوجِنا:** ث. پتو– نشان. تحقيق. ڳولا– جستجو. دريافت– ايجاد. کوج– ڳولاڦولا.

**کوجَڻُ:** م. ڳولڻ– ڳولا کرڻ. وڙڻ. دريافت کرڻ.

**کوچِرو:** ص. خوامخواه دخل ڏيندڙ. شرارتي– حرکتي. آٺونٽرو.

**کودو:** ذ. گڏهه جو نر ٻَرُ– کوتو. (ث. کودِي).

**کُورو:** ذ. ٻاهه جو وڏو مَچُ– آڙاهه. ٻَٺي (شراب، سِرن، چُن وغيره جي). لوهار جو مچ. آوي– نِهائين (کنيار جي).

**کُورِي:** ث. ننڍو کُورو. مَچُ.

**کوڙَ:** ث. رَگيل يا ڇُريل کپڙي کي ڏگري سان سٽي سَر کڍڻ.

**کوڙَ ڏيڻ:** کوري يا رگيل کپڙي کي سٽي سَر

کڍڻ ۽ تَهہ ڪرڻ.

**کوڙ کائڻ:** تاس راند ۾ پتن هوندي سوندي ٻيو پتو لهي ڏيڻ.

**کوڙُ:** ذ. ڍِڳ- ڍير- انبار. (ص) گهڻو- زياده. بي انداز.

**کوڙَڻُ:** مر. اُبو ٻيهارڻ- ڦابو ٻيهارڻ. ڪُپائڻ. ٺوڪڻ. ٺهڪائڻ.

**کوڙو:** ذ. ضرب جي جدول. انبار. اُيا ڪري ٻيهاريل ڪانن جي ڏَن.

**کوڙو پيچڻ:** راز سَلڻ. مسئلو حل ڪرڻ.

**کوڙِي:** ث. اَنَ جو ڍِڳ. ڍِڳي. سَٿِي. تجارتي اُٺن جي قافلي جي جهوڪ. شهر ۾ اُٺن جي ويهڻ جو مقرر هنڌ.

**کوسا:** ذ. بلوچن جي هڪ ذات.

**کوسِڙو:** ذ. پُراڻو ڇنل پادر.

**کوکِلو:** ص. خالي- ٺلهو. پورو (اندران خال وارو).

**کوکو:** ذ. ڪاٺيءَ جي صندوق جهڙو باڪس- پيتي. (ص) خالي- کوکلو.

**کولاندَرُ:** ذ. ضامن- جوابداري کڻندڙ- ڪفيل. (ث) ضمانت. عيوضو.

**کولائِڻُ:** مر. ظاهر ڪرائڻ. پوريل در وغيره پَٽائڻ.

**کولِڙُ:** ص. کَلَ وارو- کولُو.

**کولَڻُ، کولِڻُ:** مر. پَٽڻ- اُپٽڻ. ظاهر ڪرڻ- پڌرو ڪرڻ. ڦاڙڻ. پيچڻ. اُکوڙڻ. سلجهائڻ. ڇڏڻ- آزاد ڪرڻ. رها ڪرڻ. ڪشادو ڪرڻ. ڇوڙڻ (روزو).

**کولو:** ذ. کل- چمڙي (جيڪا طهر وهارڻ مهل وڍي ڇڏجي).

**کولُوُ:** ص. کل وارو. اڻ ڦهريل.

**کولِي:** ث. ننڍڙي ڪوٺي (جيل جي).

**کُومو:** ذ. ڪپڙي سڙڻ جو دونهون يا ڏَپ. هڪ قسم جو ڍانڊي پکي.

**گونٽو:** ذ. چوپائي کي ٻڌڻ لاءِ زمين ۾ کُتل ڪِلو.

**کُونڊَ:** ث. روڙَ- پَٽ کوهہ.

**کُونڊائِڻُ:** مر. پَٽائڻ- ڇِنائڻ. روڙائڻ.

**کُونڊَڻُ:** مر. پَٽڻ (وارَ، ڪنبي). ڇِنڻ- روڙڻ.

**گونرُ، گَنُونرُ:** ذ. ڪنهن ٻہ وڻ جي ٽُڙَ مان نڪرندڙ لِڳلِڳدار رَسُ (جنهن ۾ چنبڙڻ جي خاصيت هجي).

**کوَنسَ، کَنُونسَ:** ث. ڪُنڊ- حرڪت- چُرچ. مستي- شرارت.

**گونس ڦِٽائي:** هٽ چراند. حرڪت- شرارت.

**کونس ڪرڻ:** حرڪت ڪرڻ- چُرچ ڪرڻ- شرارت ڪرڻ. هٽ چُراند ڪرڻ.

**گونسَڻُ، کَنُونسَڻُ:** مر. چُرچ ڪرڻ- کُنڊَ ڪڍڻ. جهيڙي لاءِ بهانو ڳولڻ.

**کونگهرو:** ذ. ننڊ ۾ نڙيءَ مان نڪتل ساهہ کڻڻ جو آواز.

**کونگهرا هڻڻ:** ننڊ ڪرڻ. بي اونائي سان سمهڻ.

**کِوَڻِ:** ث. وِچ.

**کُوڻِ:** ث. پاسو- طرف. ڏِسَ واري کُنڊ.

**کُوهُ:** ذ. چاهہ- ٻِيرُ (زمين ۾ گول کڏ کوٽي، ان ۾ ڪاٺيءَ جو چَڪُ رکي، مٿان پڪين سرن جي گولائي ۾ اوساري کڻن، ۽ ان بعد آهستي آهستي چَڪ جي هيٺان مٽي کڍي چَڪ لاهيندا ويندا ۽ مٿان اوساري ٻڌندا ويندا).

**کوهہ ۾ ٽپو ڏيڻ:** جوکي جهڙو ڪم ڪرڻ. نقصان وارو ڪم ڪرڻ.

**کُوهاڏو:** ذ. نار يا هُرلي لاءِ کوٽيل کڏ.

**کُوهَرَ:** ث. هيٺاهين زمين يا درياء جي سڪل پيٽ ۾ کوٽيل ڪچي کُوهي.

**کوِهِڻُ:** مر. پَٽڻ (وار). کُونڊڻ. روڙڻ. سَٽڻ. پِيڻ. ٿادي مار ڏيڻ.

**کوءِ:** ظ. ٻنِ- کڏ ۾- کوهہ ۾.

**کوئِڊُ، کوئِيڊُ:** ذ (ف. خويد). جوَن جي پوک جا

آيون- ڪِيرا (جيڪي ڳهوڙن کي ڪارائين).

**ڳهہ:** ث. خارش- ڪاڇي- ڪنهر.

**ڳهہَ:** ث. مٽي. خاڪ. ذرَ- ڌوڙ.

**ڳهہُ:** ذ. ڳوهہ. ڳهاڏو. اُونهي ڳڌ.

**ڳهہ پوڻ:** ڪوهہ ۾ پوڻ. چٽ ٿيڻ. ڳڌ ۾ پوڻ.

**ڳهاڏو:** ذ. اونهي ڳڌ جنهن تي هُرلو چڙهي.

**ڳهجڻُ:** م. تڪجڻ- هجڻ. ماندو ٿيڻ. ورچڻ.

**ڳهُرائي:** ث. مزاج جي سختي. سطح جي ناهمواري.

**ڳهرو، ڳهرو:** ص. ڪڙٻڙ وارو- ناهموار. سخت سطح وارو. تيز طبع- ڪَرڙو. (ث. ڪهري).

**ڪهرو ڳالهائڻ:** ڏاڍي ڳالهائڻ. ڪاوڙ سان ڳالهائڻ. تکو منو ٿيڻ.

**ڳهنبا:** ذ. زالالا. شادي جي ستين مهيني ڪنوار جي هڪ رسم.

**ڳهنباٽي:** ص. ڪُنب چاڙهي ڪپڙا رڱيندڙ- نيروٽي- رنگريز. هڪ ذات جو نالو.

**ڳهنبو:** ذ. هڪ قسم جو ڳاڙهو ڪپڙو. چُريل ڪپڙو (پاندڻو وغيره). ڪُڪڙ جو هڪ قسم. (ص) ڳاڙهو- ڪَيسر جي رنگ جهڙو. (ث. ڪهنبي).

**ڳهَڻُ:** م. ڳسڻ. چُراند ڪرڻ. وڙهان وڙهان ڪرڻ. هرويرو ڪُند ڪڻڻ. وڙهڻ لاءِ بهانا ڳولڻ. جهيڙو ڪرڻ.

**ڳهڻُ:** م. تڪجڻ. ورچڻ. چُور ٿيڻ (تڪ ۾). ماندو ٿيڻ. ڪُني وڃڻ- ڪنگال ٿيڻ.

**ڳهو:** ذ. ڏر ڪوٺڻ لاءِ وڏو ڍڳهو رنبو. وڏو ڪهَيڙو.

**ڳهي:** ث. ٿِهي- وَهي. جمار- عمر. هاڻي- جسم جي بيهڪ. جواني- رَتي. ڪاڇي- خارش. پوک واري زمين مان ٻُوٽا اُکيڙي ڪڍڻ لاءِ ڍڳهي ڳن سان رَنبي.

**ڳهي:** ث. صفت تڪل، سائي.

**ڳهيڙو:** ذ. ڍڳهي ڳن سان رنبي جهڙو هڪ اوزار (جيڪو بنيءَ مان جهنگ وڍڻ جي ڪم اچي).

**ڪهِيلُ، ڪهيو:** ص. تڪل- ورتل. هيٺو. بيزار. بدحال. ڪنگال.

**ڪٿڻُ، ڪيَڻُ:** م. ڪائڻ. ڳڙڪائڻ. واپرائڻ (ڪاڌو). (ذ) ڪاڌو- کاڄُ- طعام.

**ڪٿو، ڪيو:** ص. نشي ۾- خماريل. مست- الوٽ.

**ڪي:** حرف جر. ڏانهن- طرف. وَٽ- پاسي.

**ڪيانتو:** ذ. ڪين خير جي خبر ڏيندڙ. ملاقات جو سَوَڻ ڏيندڙ قاصد (ڪانءُ).

**ڪيٽُ:** ذ. بني- پوک- ڪيٽُ. پوک واري زمين.

**ڪيٽي:** ث. پوک- فصل. آبادي. ڌنڌو- گذران. عادت- ٽيٽي- روزمره جو وهنوار.

**ڪيٽُ:** ذ. ڪيٽُ- پوک- بني- فصل. اها ايراضي جيڪا پوک هيٺ آيل هجي.

**ڪيٽو:** ذ. ضد- تيسو- گهيي. ٻار جو رسامو- ڪروڌ. ڪِل ڪِل- ڪتراڀ.

**ڪيپَ:** ث. سامان- بار (تجارت جو). هڪ واري ۾ آيل مال. جهاز يا ٻيڙي جو پُور.

**ڪيپ ڪَڻُ:** نفعو ڪمائڻ. سوداگري مان ڪمائڻ. سوب ڪرڻ.

**ڪيپُ:** ذ. نشو- خمار. نشي جو سُرور. خُمار جي موڳائي.

**ڪيپُ چڙهڻ:** نشو چڙهڻ- خمار چڙهڻ.

**ڪيپراٽي:** ث. ڪيپراٽي- ڪوپري. مغز جو هڏي وارو پيالو.

**ڪيچُ:** ذ. هيجُ- شوق. مائو- انگل. خوشي- موج.

**ڪيچ ڪڻڻ:** انگل پورو ڪرڻ. سوب ڪرڻ. فائدو حاصل ڪرڻ.

**ڪيچَلَ، ڪيچلائي:** ث. ڪوُنس- حرڪت- مستي- شرارت. مسخري. چلولائي.

**ڪيچلو:** ص. حرڪتي- مستي خور- شرارتي.

چلولو. (ٿ. ڪيچلي).

**ڪِيچو:** ذ. چانورن جي رڀ يا اٽي مان ٺهيل پاپڙ (جيڪو تيل ۾ تري کائجي).

**ڪيدو:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم.

**ڪيڏ:** ٿ. راند. اٽڪل- حرفت. چالاڪي. رمز- ٽل. هٽ نات.

**ڪيڏاري:** ص. رانديگر. چالاڪ- تجربيڪار. حرفتي- اٽڪلي.

**ڪيڏائڻ:** م. راند ڪرڻ- ڪڏائڻ. وندرائڻ.

**ڪيڏڻ:** م. راند ڪرڻ. راند رهڻ. ڪڏڻ. وندرڻ، ٽينگ ڏيڻ.

**ڪيڏولو:** ذ. راند جو بال- ڏڙهو- ڪينهون.

**ڪيرَ:** ٿ. نسل- پيڙهي- ڪيڙ- پهائي. اصل نسل- ٽولي- جماعت- سات.

**ڪِيرَ:** ٿ. مبارڪ- واڌائي. ڪپڙي جي ٻن ڌرن کي ملائڻ واري ڪِيلَ.

**ڪِيرَ مبارڪ:** ٿ. خوشيءَ جي واڌائي.

**ڪِيرون:** ٿ. مبارڪون- واڌايون.

**ڪِيرُ:** ذ (ف. شِير) ٿڻن مان نڪتل اڇو پاڻي- شيرُ. ٿڃ. وڻن ٻوٽن جو کير جهڙو رَسُ.

**ڪِيرُ پُٽَ:** ذ. آل اولاد. مال ملڪيت.

**ڪير پياڪُ:** ص. ٿڃ ڌائيندڙ- شيرخوار.

**ڪِيرَ ٿَرُ:** ذ. سنڌ جي الهندي پاسي وارن جبلن جي قطار.

**ڪيرول:** ٿ. هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جو ڦل. ٿر ۾ ٿيندڙ هڪ ول ۽ ان جو ڏٿ.

**ڪِيرولي:** ٿ. هڪ قسم جي ول.

**ڪِيرُ ڳنڍ ٿيڻ:** صلح ڪري هڪ ٿي وڃڻ. پاڻ ۾ رَلُ پرچي وڃڻ. ناهه ٿيڻ.

**ڪِيرَ پُڙو:** ذ. مٺائيءَ جو هڪ قسم (مائي مان ٺهيل پيڙا).

**ڪِيرَ مُنڊِي:** ٿ. ڳهڻ جو هڪ قسم (ٽِڪَ سان چانديءَ جي منڊي جيڪا شاديءَ ۾ ويڙهه سان گڏ ڪنوار کي پارائين).

**ڪيرلي:** ٿ. کير ۽ چانورن مان ٺهيل مِنو کاڌو- شيريني.

**ڪيرو:** ص (ف. خيره) سائو- بي حس (جسم). موڳو- واتڙو.

**ڪيرو:** ذ. ڪچڙن سنگن ۾ کير جهڙو پيدا ٿيل ڳُودو. (ص) کيربياڪ. وهٽن جي ڪاڌي لاءِ سائي ٻاجهر يا جوئر جو چارو. پلي جو هڪ قسم- نر پلو.

**ڪيري:** ٿ. چوپائي جي ٿڻن وارو گوشت.

**ڪيڙَ:** ٿ. ٻنيءَ ۾ آيل هر- ڪيڙيل زمين- ڪيڙي.

**ڪيڙائڻُ:** م. زمين کي هر ڏيارڻ.

**ڪيڙڻُ:** م. زمين کي هر ڏيڻ. زمين اُٿلائڻ. ڳولڻ- جستجو ڪرڻ. ووڙڻ.

**ڪيڙو:** ذ. وڏي ڀال- سِپَر.

**ڪيڙي:** ٿ. هر آيل زمين. ڪڙيل زمين (جنهن ۾ آبادي نہ هجي). چاڪ يا چُن واري زمين جو قسم. ڀال- سپَر.

**ڪيڙي ميڙي:** ٿ. پگهر جو پورهيو- بچت سچت. ڪُل مال ملڪيت.

**ڪيسُ:** ذ. ٿُلهي ڪپڙي جي خاص قسم جي اُڻاوت واري چادر (جيڪا وڇائڻ ۽ اوڍڻ جي ڪم اچي).

**ڪيسانو:** ذ. شهر نصرپور جو ڏنڍي جي اعتبار سان نالو. ڪيسن ناهڻ وارو شهر. حيدرآباد ضلعي ۾ هڪ ديهه جو نالو.

**ڪِيسو:** ذ (ف. ڪِيسَہ) قميص يا ڪوٽ وغيره جو گوندو- جيب- گِيدو.

**ڪيسو ڪولڻ:** سخاوت ڪرڻ- دل کولي خرچ ڪرڻ.

**ڪِيسي ۾ هڻڻ:** نہ ليکڻ- پرواهه نہ ڪرڻ.

**ڪِيڪَ:** ث. ناڻي جي ٿيلهي- هميائي.

**ڪِيڪار، ڪِيڪَرَ:** ث. ڀليڪارَ- خوش خير عافيت. آجيان- خوش آمديد. مزاج پرسي. آدرڀاءُ.

**ڪِيڪارَڻُ:** م. آدرڀاءُ ڪرڻ- ڀليڪار ڏيڻ- آجيان ڪرڻ- مرحبا چوڻ. خوش آمديد ڪرڻ.

**ڪيڪِڙاٽُ:** ذ. گدڙ لومڙ وغيره جون اُناڙون- ڏندن ڪڙڪائڻ جو آواز.

**ڪيڪڙاٽ ڪرڻ:** ڦاسڻ کان پوءِ منٿون آزيون ڪرڻ.

**ڪيڪِڙو:** ذ. هڪ قسم جو ساموندي جيت- سرطان (ع).

**ڪِي ڪِي:** ث. ڪِلڻ جو اڻ وڻندڙ آواز. اجائي کِلَ- ڪِچڪو.

**ڪيلُ:** ذ. تماشو- بازي. ناٽڪ. وندر. راند- ڪيڏ.

**ڪِيلَ:** ث. چادر يا اجرڪ وغيره جي ٻنُ پڙن کي پاڻ ۾ ڳنڍڻ لاءِ خاص قسم جو رنگين يا اڇو بخيو.

**ڪيلَڻُ:** م. ڪيڏڻ- راند ڪرڻ. ڪيل ڪرڻ- تماشو ڪرڻ. وندر ڪرڻ. راند روند ڪرڻ.

**ڪِيلَڻُ:** م. ڪيلَ هڻڻ (چادر يا اجرڪ جي پُڙن کي).

**ڪِيم:** ث. خوشي- ڀلائي. عافيت- خيريت. سک سهنج.

**ڪِينجهو:** ذ. پاڻي جي وهڪري ۾ پيل ڪنهن وڻ جون ٽاريون. ٽڙ وغيره جيڪي وهڪري کي رنڊائين.

**ڳينچَڻُ:** م. ڇِڪڻ- تاڻڻ. اينگهاڻڻ.

**ڳينسَ:** ث. ڪؤنس- هٺ چراند- حرڪت- شرارت.

**ڪِينڪارَ:** ث. ڀليڪار- خوش مرحبا- ڪِيڪَر.

**ڪِينڪارڻ:** م. ڪيڪارڻ- ڀليڪار ڏيڻ. خوش مرحبا ڪرڻ.

**ڪينهُون، ڪينهُوڙو:** ذ. سُٽ ۽ ڪپڙي مان ٿهيل بال- ڏڙهو.

**ڪِيَڻُ، ڪِيئَڻُ:** م. کائڻ (طعام، قُوت). چوڳو ڪرڻ.

**ڪيڻُ:** ذ. کاڌو- طعام- قُوت- خوراڪ- غذا- چُوڳو.

**ڪِيو، ڪِئو:** ص. نشي ۾ خماريل- مخمور. متوالو.

**ڪيهَ:** ث. ڪِهه- دَز- مِٽي- ڌُوڙ- رک.

# گ

**گ:** ذ (اُچار 'گاف') سنڌي الف- بي جو ايڪيتاليهون اکر. فارسي جو چويهون اکر.

**گابارُ:** ص. گابا چاريندڙ.

**گابو:** ذ. ڳئون جو ڦرُ. (ث. گابي).

**گاٺِ:** ث. گسڻ يا گهجڻ سان ٿيل نشان. چٽو- گاٺ جو رهڙو.

**گاجَ:** ث. گوڙ (ڪڪرن جي). گجڪارَ (پاڻيءَ جي). وڏو آواز. (گاج نشين = وڏي گوڙ واري). تيلي ٻج. سَرنهن جو هڪ قسم. گجِي- جهَڳَ.

**گاجُ:** ذ (انگ) هڪ قسم جو سنهون سوٽي ڪپڙو.

**گاجِرو:** ذ. پتائي گجرن جو سائو گاهه- گجرن جا پنَ. ڀرت ڀريل ڪپڙي جو هڪ قسم.

**گادِي:** ث. ويهڻ لاءِ ڪپڙي جي ڀراءُ وارو گاديلو- گدِي. مسند- تخت. حڪومت جي نشست. گهوڙي يا اُٺ جي سنجن ۾ پاسي کان ڏيڻ لاءِ ننڍو وهاڻي مثل گاديلو.

**گاديءَ تي ويهڻ:** مسند نشين ٿيڻ- تخت تي ويهڻ. وارث ٿيڻ.

**گادي نشين:** ص. تخت تي ويٺل. مسند تي ويٺل.

**گاديلو:** ذ. چمڙي يا ڪپڙي جي ٿلهي گادي. پلنگ

تي وڃائڻ لاءِ ٿلهي پٽرائي. وڃائڻ لاءِ وڏو وهائو.

**ڳاڙُ:** ص. ڳاڏي هلائيندڙ- ڳاڏيرُ. پکيءَ جو هڪ قسم.

**ڳاڏُ:** ص. گڏيل- گڏوچڙ. ملاوتي.

**ڳاڏُ ساڏُ:** ص. گڏيل- مرڪب. اڻ خالص.

**ڳاڏو:** ذ. ڦيٿن تي هلندڙ ڪاٺ يا لوهه جو دٻو. ريل ڳاڏيءَ جو دٻو. بار ڍوئڻ لاءِ ڇڪڙو. ننڍي ڳاڏي (ٻارن جي).

**ڳاڏو ڏِڪَڻ:** ڏکيو سکيو وقت گذارڻ. جيئن تيئن ڪري گذر سفر ڪرڻ. حياتي جا ڏينهن پورا ڪرڻ.

**ڳاڏي:** ث. ڦيٿن تي هلندڙ سواري (بيل ڳاڏي، گهوڙي ڳاڏي، ريل، موٽر وغيره).

**ڳاڏيرُ:** ص. ڳاڏي هلائيندڙ (عموما بيل ڳاڏي).

**ڳاڏي واهُ:** ص. ڳاڏي هلائيندڙ (عام طرح گهوڙي ڳاڏي).

**ڳاڏيلي:** ث. بدن جي عضون جي سهٽي بيهڪ واري زال- سهٽي موڪري بدن واري زال.

**گاذَر، گازُر:** ص (ف) ڪٽي- ڌوٻي.

**گار:** ص (ف) ڪندڙ. ناهيندڙ. وارو (لفظن جي آخر ۾ ايندڙ صفاتي پڇاڙي (جيئن خدمتگار، گنهگار، يادگار وغيره).

**گارِ:** ث. فحش ڳالهه. بد زباني- دُشنام. طعني ۽ ويڻ جو ڳالهاءُ.

**گارگند:** ث. بدزباني- فحش ڪلامي- دشنام طرازي.

**گارڊُ:** ذ (انگ) محافظ- پهريدار. پهرو ڏيندڙ سپاهي. ريل ڳاڏيءَ جو هڪ عملدار.

**گارو:** ذ. گڏيل مٽي (راڳي لاءِ). گپ. ٻُهه ملايل پنجهوُ.

**گاروڙي:** ذ. نانگ پاليندڙ. نانگ جهليندڙ. نانگن جو زهر ڪڍندڙ. ڪکيل تي جهاڙ وجهندڙ- مانڊو. ماهر جوڳي (پريي جوڳي جو لقب 'پريو گاروڙي'). وڏو نشي باز.

**گاسِ:** ث. گاٺِ. چيهو.

**گاسِ پيسِ:** ث. گاٺ مان ٽيل نقصان. لاهه پاهه وغيره مان ٽيل نقصان.

**گاسليٽُ:** ذ. هڪ قسم جي پاٿيٽ جيڪا ٻرڻ جي ڪم اچي.

**گاسو:** ذ. گاٺ. ڪَسُ- ٽوٽ. نقصان.

**گاشو:** ذ (ع. غاشيه) اُٺ جي پاکڙي تي وجهڻ جو ڪپڙو.

**گاگڙو:** ذ. آنُ واٽرڻ لاءِ وڏو ڇڄُ.

**گامُ:** ذ (سن. گرام) ڳوٺ- واهڻ. ٽڪاڻو- رهائش.

**گاموٺي:** ص. ساڳئي ڳوٺ جو رهاڪو- ڳوٺائي.

**گامُ:** ذ (ف) قدم- وِکَ.

**گامزَن:** ص. پند ڪندڙ. تکو هلندڙ.

**گامَڻُ:** ص. سچار- سچ ڳالهائيندڙ. مشهو[illegible]خ ڪردار جيڪو سچ ڳالهائيندو هو ۽ عام طر[illegible]امُو سچار" جي نالي سان مشهور هو.

**گامو:** ص. وک وجهندڙ- تيز هلندڙ. ([illegible] گام- وِک- قدم.

**گانئِيا:** ذ. ٻيسڻ مان نهيل ٿُلها مُرملا.

**گانجو:** ذ. ڀَنگ جي ٻج مان نهيل هڪ نشيدار شيءِ (جيڪا موالي سُلفي ۾ وجهي پيئن).

**گانڊِ غلامي:** ث. ٻانهپ. حدکان زياده خدمت. خوشامد.

**گانڊَڻُ، گانڊُو:** ص. گيدي- بزدل.

**گانڊِجڻُ:** م. ڳنڊجڻ- وچڙڻ. منجهڻ (سُٽ). ملڻ.

**گانگٽُ:** ذ. کاري (سمنڊ) جو هڪ جيت (جنهن جو ڳوڏو رڏي کائجي)- جهينگو- ڪَڪم.

**گاءِ:** ث. ڍڳي- ڳئُون.

**گاءُ:** ذ. ڳوٺ- واهڻ.

**گاءُ ڪاتو:** ذ. تيدين جي حفاظت وارو پوليس ڪاتو.

**گاهه:** ذ (ف) هند- جاءِ- جڳهه. وقت- ٽائو- مهل.

**گاهه بيگاهه:** ظ. وقت بوقت. مهلو ڪُمهلو. هروقت.

**گاهي گاهي:** ظ. ڪڏهن ڪڏهن- بعضي بعضي. ڪنهن قضائي- اتفاق سان.

**گاهہ:** ذ (ف. گياہ) ساوا يا سُڪل ڪک ڪانا. مال جي چاري لاءِ ڪک ڪانا.

**گاهہ داڻو:** ذ. چوپائي مال جو چارو.

**گاهہ ڪائڻ:** جانورن وانگر ٿيڻ. بيوقوفي جو ڪم ڪرڻ. اجائي ڳالهہ ڪرڻ.

**گاهي:** ص. گاهہ ڪندڙ. گاهہ وڪڻندڙ. (ث. گاهياڻي).

**گاهلو:** ذ. ڳاهٽ- هجوم- انبوهہ. هُل هنبس. ماڻهن جو هُل ۽ گهٽائي.

**گاءُ:** ذ. هستي. آڪڙ- وڏائي- غرور- فخر.

**گائڪُ:** ص. راڳي- ڳويو- ڳائڻو.

**گاڻون ماڻون ٿيڻ:** منجهڻ. دل من هڻڻ. ڊِڄڻ ۽ دٻ ڪرڻ.

**گَبُ:** ذ. ڏندن ۾ مچيءَ جو ڪاڌو.

**گَبجَڻُ:** م. ڪنهن ڪاڌي جي شيءِ جو سينوارجي ڦُندڻ ۽ بوڙيا ڪرڻ.

**گَبرُ:** ذ (ف) آتش پرست پارسي (ايران جو رهاڪو). (ص) وڏو مالدار ۽ مغرور. (اسم خاص) ماڻهوءَ جو نالو.

**گَبرو:** ص. جبرو- زور وارو- ڳرو. ڏاڍو.

**گَبَرو:** ذ. جهنگ يا جبل ۾ چوپائي مال لاءِ برسات جي بچاءَ نهيل اجهو. اولو- ڍڪ. اُس يا مينهن کان بچاءَ لاءِ آڏو تنگيل ڪپڙو وغيره. ٿلهي رلي.

**گَبري:** ث. بگري (بغلي). فقيراڻي گودڙي. پراڻا ڪپڙا.

**گَبڻُ، گَٻڻُ:** م. جهڳورڻ- لٻڻ. ڳوڙو ڪرڻ (ڪاڌو). ڪنو ڪرڻ. ڪنهن ڪاڌي جي شيءِ ۾ هٿ وجهي گڏڻ. جُهڻ.

**گبولَ:** ذ. بلوچن جو هڪ قبيلو.

**گتَ:** ث (سن) چال. حرڪت- حالت. عادت- خوءِ- خصلت. هيرَ. ڍنگ. رسم. ارڪان. سازن جي هڪ وڄت.

**گتَلُ، گتو:** ص. ڦاٿل. پابند. مشغول.

**گتو:** ذ. ٿلهي دفتري- پانو.

**گتو:** ذ. نشيدار شين (آفيم، ڀنگ، شراب) جي وڪري جو دڪان- ڀُٽو.

**گتيوالُ:** ص. گتي وارو- ڀتي وارو.

**گتِي:** ث. محتاجي- غرض- لاچار. ڪاڄ- حاجت.

**گتي پوڻ:** ڪم پوڻ- ضرورت پوڻ. محتاج ٿيڻ.

**گٿَلُ:** ص. وِيَل- چَٽ. گسِي ويل.

**گٽ مِٽ:** ث. سمجهہ ۾ نہ ايندڙ ٻولي (عام طرح "انگريزي" ٻولي).

**گٽڪڙو:** ص. ٻُت ۾ ڀريل ۽ ٿُلهڙو- ڍينبڙ.

**گٿ:** ث. ڪَسِي - آڏ- نالي (ٻنيءَ کي پاڻي رسائڻ لاءِ).

**گٿلِ:** ص. پراڻو- جهونو- ڪم آيل. گسِي ويل- گاٽ پيل.

**گٿل پيٺل:** ص. جهونو- آزمودگار- تجربيڪار.

**گپَ:** ث. چڪِڻ- راڙو. گارو. ڪوڙي ڳالهہ. افواهہ. ٻٽاڪ. بڪواس.

**گپَ جو ڪلو:** ذ. بي زورو- بي پاڙو. پرمٽڙيو. ڦڙلو گهرلو (مزاج ۾).

**گپا گپهہَ:** ص. ماڻهن جي ڳاهٽ- ڪُلهي گس. سوڙهہ- ڀيڙ- هجوم.

**گپائڻ:** م. گهيڙائڻ- هڻڻ (جسم ۾). گپ ۾ ڦاسائڻ.

**گپتُ:** ص (سن) لڪل- ڳجهو- پوشيدو. خفيہ.

**گپ چپ:** ث. مات ميٺ- خاموشي. لِڪ چپ. گنگ ٻوڙ.

**گپَ شپ:** ث. ٻٽاڪ سٽاڪ. ڪِل ٻوگ. ڊاڙ ٻٽاڪ.

**گپڻُ:** م. گپي پوڻ- گپ ۾ ڦاسڻ. ڪنهن ڪم يا مصيبت ۾ ڦاسڻ. گهڙڻ (جسم ۾).

**ڳپوڙو:** ذ. ڪوڙو افواهه. بهتان. افواهي ڳالهه. ڪوڙو دلاسو- ڏٽو.

**ڳَڄَ:** ث. ٿِڻ- ڳجي- جهڳَ.

**ڳَجُ:** ذ. زناني چولي جو هڪ قسم- ڪنجرو. (سن) هاٿي- فِيل.

**ڳَجُ:** ذ. پکيءَ جو پيٽ- معدو- ڳجي.

**ڳج پرڻ:** ڍئو ڪرڻ- پيٽ پرڻ. فائدو حاصل ڪرڻ.

**ڳَجَرَ:** ث. هڪ قسم جو اوبڙ (ياجي آچار وغيره ۾ ڪم اچي. ٻه قسم: سنڌي پتائي ڳجر، ۽ لاهوري ڳجر).

**ڳجَرِ:** ث. سهڻي زال- حسين عورت. مينهن جو هڪ قسم.

**ڳجَرَ، ڳوجَرَ:** ذ. هڪ ذات ۽ قبيلي جو نالو.

**ڳجرات:** ذ. پاڪستان جي هڪ ضلعي جو نالو. ڀارت جي هڪ صوبي جو نالو.

**ڳجَراجُ:** ذ (سن) وڏو هاٿي- شاهي هاٿي.

**ڳجري:** ث. "ڳجر" قوم جي عورت. سهڻي زال- حسين عورت- ڳجَرِ. هڪ راڳڻي جو نالو.

**ڳجَڪارَ:** ث. شينهن هاٿي وغيره جانور جي وڏي رڙ. پاڻيءَ جي وڏي وهڪري جي گاج.

**ڳجگاه:** ص. گهاٽو (جهنگ) اجهاڳ- تمام گهٽو يا تمام وڏو (جهنگ). وڏو پاڻي.

**ڳجگوڙَ:** ث. ڪڪرن جي گوڙ. هاٿي يا شينهن جي گوڙ. ڳجڪار.

**ڳجموتِي:** ذ. وڏو موتي.

**ڳجَميرُ، ڳجَميلُ:** ذ. رُڪ.

**ڳجڻُ:** م. ڳجڪار ڪرڻ (شينهن) گوڙ ڪرڻ. ڳجگوڙ ڪرڻ. ڪاوڙ مان هڪلون ڪرڻ. ڳڙڻ.

**ڳجِي:** ث. ٿِڻ- جهڳَ. کير صابڻ وغيره جي جهڳ.

**ڳجِي:** ث. پکيءَ جي ڳچيءَ هيٺيان گول ڳوٿري (جنهن ۾ چوڳو ڇوٽو جهلي ۽ هضم ٿئي).

**ڳجي ڏارڻ:** حوصلو ڪرڻ. وڏي حوصلي وارو ٿيڻ. جگر ڏارڻ.

**ڳچُ:** ذ (ف) چُن- سيڙهي (عمارتي ڪم ۾ ايندڙ). چُن ۽ ريتي جو گڏيل گارو.

**ڳچڪاري:** ث. چُن جو ڪم.

**ڳچڻُ:** م. ڳچي پوڻ- ڳپَ ۾ ڦاسڻ. ڳپ ۾ پيهي وڃڻ. ڳپَڻ.

**ڳدُ:** ث. وڻ جي ڪل يا ميوي جو رَسُ.

**ڳِدَ:** ث. ڳِدّ (اٺي ڏڪر راند ۾ ڪوٽيل ننڍڙي ڪڏ). ڳِل- سَڃُ (بلورن راند ۾).

**ڳدا:** ص (ف) فقير- پينو- منگتو. (ث) پِنَ مَنگ- بيک. خيرات.

**ڳداگرُ:** ص. بيک وٺندڙ- خيرات وٺندڙ- پينو- منگتو.

**ڳداگري:** ث. پنَ منگ- خيرات- گدائي- بکيا.

**ڳداڙي:** ث. "ڳدڙ" جي مادي.

**ڳداز:** ص (ف) ڳاريندڙ. نرم. پگهريل- ڳريل. (ذ) ڳارو. سوز. نرمي.

**ڳداز ٿيڻ:** ڳرڻ- رِجڻ. نرم ٿيڻ.

**ڳدامُ:** ذ (انگ) ڪوٺي. وکار. ڀانڊو (وکر يا جنس رکڻ جو). انبارَ- ڍڳُ. ذخيرو.

**ڳِدامِري، ڳِدامِڙي:** ث. "آمري" جي وڻ جو ڦرُ- آمري.

**ڳدائي:** ث. پن- مَنگ- بيک- خيرات.

**ڳدرو:** ذ. هڪ ول جو ڦرُ- خربُوزو.

**ڳِدري:** ث. ننڍو ڳدرو- ريبڙ.

**ڳدَڙُ:** ذ. هڪ قسم جو مشهور جهنگلي جانور- شغال- سِيارُ.

**ڳدِ ڳدِ:** ث. بي انتهائي خوشيءَ جي حالت.

**ڳد ڳد ٿيڻ:** خوشيءَ ۾ پنبڻ- نهايت ئي خوش ٿيڻ.

**گدلائي؛** ث. ميرائي. ڪِڄرائي. گندائي. ڪِن ڪڄرو.
**گدلو؛** ص. گند غلاظت سان ڀريل. مٽيءَ هاڻو. ميرو.
ڪِنو. غليظ- ڪِڄرو. (ث. گدلي).
**گدَڻُ؛** مر. زور سان چِپائڻ- ڦسڻ. سٽيءَ سان نشان
ڪرڻ. ڏنڻ. زور سان پرڻ. زخم کي ديڻ.
**گدَو؛** ذ. گهٽي ڪپهه واري ٿلهي پٽرائي. گاديلو.
**گدو؛** ذ. مُڪ- ٺوُنشو.
**گدوُدُ؛** ذ (ع. غدود) رت پُونءِ گڏيل مادو. جسم ۾
نرم مادي وارو وڏيل ڳوڙهو.
**گدُودِي؛** ص. روڳي- ڪِڄرو.
**گدي؛** ث. ننڍڙو گاديلو. گادي.
**گِدِي؛** ث (راند ۾) ڪُپت- ويساه گهاتي.
**گِديارُ، گِديَرُ؛** ص. راند ۾ دغا ڪندڙ.
**گِديخورُ؛** ص. گِديرُ.
**گديا؛** ث. مقعد- چُٽ.
**گديلو؛** ذ. گاديلو- گدو.
**گڏ؛** ظ. ڀيڙو- ڀٽ. جُٽ. شامل- شريڪ. گڏيل-
مليل. ساڻ. مجموعو. جملي.
**گڏوچڙ؛** ظ. گڏيل- مليل. گاڏڙ ساڏڙ.
**گِڏِ؛** ث. اٽي ڏڪر راند لاءِ ڪوٽيل ننڍڙي کڏ- گِل.
بلورن راند جو سَچُ. ننڍي کڏ. زمين ۾ ڪوٽيل ننڍڙي اُکري.
**گِڏ ۾ گتَل هئڻ؛** ننڍيءَ عمر جو هئڻ- نا بالغ هئڻ.
قد جو تمام ننڍو هئڻ.
**گڏ؛** ث. فصل مان غيرضروري گاه ڪڍڻ لاءِ رنبي سان
ڪوٽائي. ڏادي مار (جنهن ۾ هڏ گڏ ضربجي پون)-
ڦيهه ڪڍڻ.
**گڏ ڪڍڻ؛** فصل مان رنبي سان ڪوٽي گند گاهه
ڪڍڻ. ڏادي مار ڏيڻ.
**گڏائڻُ؛** مر. ملائڻ- شامل ڪرڻ- ڀيڙو ڪرڻ.
ملاقات ڪرائڻ.
**گڏائڻُ؛** مر. ڏادي مار ڏيارڻ. ڪُٽائڻ سَٽائڻ.
**گڏجاڻي؛** ث. ميل- ميلاپ. ملاقات. اجتماع. انتظامي
صلاح مصلحت لاءِ ميٽنگ.
**گڏجڻُ؛** مر. ملڻ- رلڻ ملڻ. ڀيڙو ٿيڻ. شامل ٿيڻ.
ملاقات ڪرڻ. يڪ مشت ٿيڻ. ڪيڪارڻ. شريڪ ٿيڻ.
**گڏرَ؛** ث. هڪ قسم جو ٿُرندڙ ڪينئون (اڇي رنگ
جو، عام طرح اناج ۾ ٿئي).
**گڏڻُ؛** مر. گڏي ڇڏڻ- ملائڻ- گڏوچڙ ڪرڻ. جمع
ڪرڻ- جوڙ ڪرڻ. شامل ڪرڻ. ڳنڍڻ.
**گڏڻُ؛** مر. ڪڙها پتر سَٽي ڪُٽي پورڻ. ٻنيءَ جي گڏ
ڪرڻ- فصل مان اجايو گاه گند ڪڍڻ- گڏ ڪڍڻ.
سَٽڻ- پيچ ڪڍڻ- ڏادي مار ڏيڻ. هڏ گڏ پيڻ.
**گڏو؛** ذ. ڪانن جي وڏي پيري- ٻَند (ڪانن جو). سٽو.
**گڏو؛** ذ. اڳڙين مان ٺهيل ٻوتو (ڇوڪرين جي راند
لاءِ). ٻُت (ڪپڙي جو)- پُتلو.
**گڏوڻُ؛** ذ. پتل جو ٺهيل لوٽو. ننڍو لوٽو (ڪنجهي يا
پتل جو).
**گڏهُ؛** ذ. هڪ مشهور جانور- خَر- گَر. (ص) گڏهه
جهڙو نٺر- ضدي. بيوقوف- ٻُوڪ.
**گڏهپائي، گڏهپڻو؛** ث. بيوقوفي. نٺرپائي. اجايو ضد.
**گڏهه کي پيرين پوڻ؛** ڪم ڪڍڻ لاءِ ضدي ماڻهو
جي خوشامد ڪرڻ.
**گڏهه وارا ٽِٽَ؛** ذ. اجايون ڳالهيون- ٻٽاڪون.
اڻنگو ڳالهاءِ.
**گڏِي؛** ث. مقعد کي اڳر لائڻ.
**گڏِي ڏيڻ؛** آگر ڪرڻ- هُشي ڏيڻ. ڇُرچ ڪرڻ.
**گڏِي؛** ث. ڪپڙي يا اڳڙين مان ٺهيل ننڍڙو ٻُت
(ڇوڪرين جي راند لاءِ). سهٽي عورت. نازڪ

نفيس عورت.

**گَذيلُ:** ص. مليل- جملي. پيڙو- گڏ. گاڏڙ.

**گَذيل وِياجُ:** ذ. وياج جو هڪ طريقو (جنهن ۾ اصل مُور جي وياج تي بہ وياج چڙهندو).

**گُڊَ:** ث. وڻ جي پاڙ (جيڪا وڻ ۽ ٿُڙ وڍڻ بعد زمين ۾ رهجي وڃي)- کُتَ.

**گِدِلو:** ذ. اندران کپهہ پريل چولو. صدري يا ڪوٽُ (سيءَ کان بچاءَ جو لباس).

**گُدِوَ:** ص. ٻن جنسن يا ذاتين مان پيدا ٿيل نسل- ٻِسَر.

**گُڏُ:** ذ (سن) ڳُڙهہ- ڪوٽ- قلعو.

**گُڏِڙو:** ذ. ننڍڙو گڏ- ننڍو ڪوٽُ. ٿَر ضلعي ۾ هڪ شهر.

**گُذارَش:** ث (ف) عرض- منٿ- سُوال.

**گُذارَڻُ:** م (ف) لنگهائڻ. پار ڪرڻ- اُڪارڻ. ڪاٽڻ (وقت). گهارڻ- بسر ڪرڻ. حياتيءَ جا ڏينهن پورا ڪرڻ- فوت ٿيڻ.

**گذاري وڃڻ:** مري وڃڻ- فوت ٿيڻ.

**گُذارو:** ذ (ف) گذران- گذر سفر. پيٽ گذر. وقت گذارڻ جو حيلو. تڳاءُ. جياپو. نباهہ.

**گذارو ڪرڻ:** ڏکيا سکيا ڏينهن ڪاٽڻ. حياتيءَ جا ڏينهن پورا ڪرڻ. جهڙو تهڙو گذران ڪرڻ.

**گُذَرُ:** ذ (ف) لنگهہ. واٽ- رستو- گسُ. نباهہ. جياپو. گذران.

**گذر بَسر:** ذ. ڪاٽو پيٽو- ڏنڊو ڏاڙي- پيٽ گذر. ٺامر ٺڪاڻو- رهائش.

**گذر ڪرڻ:** وقت ڪاٽڻ. ڪفايت سان هلڻ. نباهڻ. گهارڻ گذارڻ. فوت ٿيڻ.

**گُذْرانُ:** ذ (ف) گذارو- نباهہ. جياپو. پيٽ گذر. ڏنڊو- روزگار. پورهيو ڪارهيو. جياپي جو وسيلو.

**گُذرگاهُ:** ذ (ف) رستو- لنگهہ. واٽ.

**گُذرَڻُ:** م. وڃڻ. لنگهڻ. اُڪرڻ. پار ٿيڻ. نباهجڻ. ڪٽجڻ (وقت). بسر ٿيڻ (حياتي). فوت ٿيڻ.

**گذري وڃڻ:** لنگهي وڃڻ. اُڪري وڃڻ- پار ٿيڻ.

**گُذرِي:** ث. گذريل وقت- ماضي. جيڪي ٿي ويو.

**گُذشتہ:** ص (ف) گذريل- ويل (وقت).

**گَرُ:** ص (ف) ٺاهيندڙ. لفظن جي آخر ۾ ايندڙ صفاتي پڇاڙي (جيئن ڪاريگر، زرگر وغيره).

**گَرَ:** ث. سٺيي مٽيءَ مثل ميرُ جيڪو بدن تي چنبڙي. جانورن جي هڪ بيماري.

**گر وٺڻ:** پئسي ڏوڪڙ ۾ ڪمي ٿيڻ- اٿهوند ٿيڻ. مفلسي ٿيڻ. جُوڪائي ٿيڻ.

**گِرِ:** ث. ڪُتي جي آهستي آواز واري ڀونڪ.

**گِر ڪرڻ:** ڪتي وانگر لاڳيتو ڀونڪڻ. ضد ڪرڻ- گهپي ڪرڻ.

**گُرُ:** (سن) گُرو. اُستاد. قاعدو- اصول. نُڪتو. هُنر. فن. حيلو. ٽڙ جي هڪ وڄت.

**گِراٽُ:** ث. چيچ ۽ آڱوٺي جي وچ واري ماپ- گرانٽ.

**گِراڙو:** ذ. سارين جي ڀيجي جي هڪ مُٺ جيتري مُوڙي (جنهن مان هڪ هڪ تِيلو ڪري وِهَرَ ڪجي).

**گِراڙِي:** ث. ڏندن واري چرخي (مشين جو هڪ پرزو).

**گِراهڪُ:** ذ. گراهڪ. خريدار.

**گِرامُ:** ذ (سن) راڳ جي سُرن جي لئي. (انگ) تور جو هڪ ماڻ يا ماپو.

**گِرامَرُ:** ذ (انگ) صرف ونحَو. صرف ونحو جو ڪتاب- وياڪرڻ.

**گِراموفونُ:** ذ (انگ) رڪاردن وڄائڻ جي مشين- فونو.

**گِرامي:** ص (ف) پيارو- محبوب. بزرگ- مڪرم. وڻندڙ- پسند.

**گرامي قدر؛** ص. بزرگن جي طاقت وارو. بزرگ جي لاءِ تعريفي لفظ.
**گِران؛** ص (ف) مهانگو. ڳرو- وزندار. ڏکيو.
**گِرانبار؛** ص. بار هيٺ دبيل. ميوي دار. دولتمند.
**گِرانبها؛** ص. ڳري ملھ وارو. قيمتي- املھ.
**گِران خاطِر؛** ص. دل تي بار ڪندڙ. اڻ وڻندڙ. ناراض.
**گِرانمايہ؛** ص. قيمتي- املھ.
**گِراني؛** ث (ف) مهانگائي. ڳوراڻ.
**گِرانٽ؛** ث (انگ) عطيو. منظوري.
**گِرانٽ؛** ث. آڱوٺي جي چوٽي کان وٺي ننڍي آڱر جي چوٽيءَ وچ واري وِٿي- گراٺ.
**گِرانٽ مُنڙيو؛** ص. گرانٽ جيڏو. بندرو. ننڍڙي قد وارو. پارائي لوڪ ڪهاڻي جو هڪ ڪردار.
**گِرانو؛** ص. ڪپڙو اٺندڙ- ڪوري. هڪ تبيلي جو نالو.
**گِراهُ؛** ذ. کاڌي جو اهو مقدار جيڪو وات ۾ وجهي چٻاڙي کائي سگهجي- گرانھ. ڳِتو- نوالو- لُقمو.
**گراھ ڏيڻ؛** ٿورو کاڌو ڏيڻ. ڪفالت ڪرڻ.
**گراهَڪُ؛** ذ (ف. گاهڪ) خريدار. سؤدو ڪندڙ. طلبگار.
**گراهڪِي؛** ث. خريداري. سؤدو ڏيڻ وٺڻ. واپار.
**گُربہ؛** ذ (ف) ٻلو.
**گُربہ چَشم؛** ص. ٻلي جي اکين جهڙو- شيرو (اهڙو ماڻهو بيوفا سمجهيو وڃي).
**گُربہ مِسڪين؛** ص. ڏسڻ ۾ غريب پر افعالين حرڪتي- مِيسڻو.
**گُرَبِي؛** ث. ڪپڙي جو هڪ قسم (جيڪو سنڌ ۾ اڻجي).
**گُرَبُ؛** ذ (سن) پيٽ- ڳَبُ. حمل.
**گُربِوَنتِي؛** ث. حامل- پيٽ سان- ڳورهاري.
**گربِڻي؛** ص. پيٽ سان- حامل.
**گُرَٽُ؛** ذ (سن) ڳنڊ. ڪپڙي جي ڳنڊ (پئسن ٻڌڻ لاءِ).

**گرچ؛** ث. گاچ- گجگوڙ. ڪڪرن جي گوڙ.
**گِرجا (ث)، گِرجو؛** ذ (پرتگالي) عيسائين جي عبادتگاه- ديول- ڪليسا.
**گَردُ؛** ث (ف) دَز. ڌوڙ- مِٽي- خاڪ. (ص) ڦرندڙ- گهُمندڙ.
**گرد آلُود؛** ص. مٽيءَ هاڻو- ڌوڙ وارو- دَز پيل.
**گردوغُبار؛** ذ. ڌوڙ ۽ مِٽي- دَز ۽ ڌُنڌ.
**گِرد؛** ظ (ف) آسپاس- چوڌاري.
**گِردا گِرد؛** ظ. چوڌاري- اِردگرد- آسپاس.
**گِردوپيش؛** ظ. آسپاس- چوڌاري.
**گِردو نَواح؛** ذ. آسپاس جو علائقو. شهر جو آسپاس.
**گِرداب؛** ذ (ف) ڪُن (پاڻيءَ جو).
**گَرَدان؛** ص (ف) ڦري گهري پنهنجي جاءِ تي موٽي ايندڙ. (ذ) گرامر موجب فعل جو عدد، جنس ۽ زمان جي حالت ۾ ڦيرو.
**گردباد؛** ذ (ف) هوا جو ڦيرو. واچُوڙو.
**گَرَدِش؛** ث (ف) ڦيرو- گهمرو. دور. انقلاب. زماني جو چڪر. مصيبت.
**گردِشِ اَيام؛** ث. ڏينهنِ جو ڦيرو. نياڳ- بدبختي.
**گردِشِ دوران، گردشِ زمانہ؛** ث. زمانـي جي گردش. بدقسمتي.
**گردش ۾ هئڻ؛** رولي ۾ هئڻ- چڪر ۾ هئڻ.
**گردَن؛** ذ (ف) ڪنڌ- ڳاٽو. گلو- ڳچي.
**گردن زَدني؛** ث. مارڻ لائق- واجب القتل.
**گُردو؛** ذ. گُرڙدو- ٻُڪي.
**گِردو؛** ذ (ف) گولائي- گهيرو- دائرو.
**گِردُون؛** ذ (ف) آسمان- چرخ- فلڪ- آڪاس.
**گَرَدِي؛** ث (ف) ڦيرو- چڪر. مرڪب لفظن جي آخر ۾ ڪم ايندڙ لفظ (مثلا "آواره گردي" وغيره).

**گِرُڙُ** ذ. هڪ خيالي پکي جو نالو.
**گِرُڙِيڪُ، گِرُڙِيڪِي** ذ. تمام وڏو پکي.
**گِرُڙاٽُ** ذ. گوڙ جو وڏو آواز. پيٽ ۾ بادي پرجڻ جو آواز.
**گِرُڙاڻَ** ث. هڪ قسم جي جهنگلي وَلِ.
**گِرُڙو** ص. ٿوري گـرَ لڳل. گرو- گـدلو- ميرو. (ث. گرڙي).
**گِرُڙو** ذ (ف. غراره) نـڙيءَ تـائين وات پـريـل وڏي گرڙي. هڪ ذات جو نالو.
**گِرُڙِي** ث. وات جي صفائي لاءِ وات ۾ پاڻي جو ڍڪ پري اُڇلائڻ- غرغره.
**گُرزُ** ذ (ف) لوهہ جي لٺ سان ڳنڍيل لوهي گولو (هڪ قسم جو جنگي هٿيار).
**گُرَسنگِي** ث (ف) بُکَ. هوس.
**گُرسِنہَ** ص (ف) بکيو. حريص.
**گِرِفت** ث (ف) پَڪــڙ- وَٺ- جَهـــل. روڪ. اعتراض. پڇاڳاڇا.
**گِرِفتارُ** ص (ف) پـڪـڙيل- جهليل- قابو. اَسير. ڦاٿل. عاشق.
**گِرِفتارِي** ث. پڪڙ- جَهل. قيد- بند- اسيري.
**گُرگُ** ذ (ف) بگهڙ- ناهر. (ص) وڏو ظالم. وڏو چالاڪ. حرفتي.
**گُرگلو** ذ. جُوئر جو هڪ قسم. ڪڻڪ جي اٽي مان ٺهيل مِٺو گولو. هڪ ذات جو نالو.
**گَرل** ث (انگ) ڇوڪري.
**گرلس اسڪول** ذ. ڇوڪرين جو اسڪول.
**گَرَمُ** ص (ف) ڪـوسـو. تـتـل. تازو رڌل (ڪـاڏو). ناراض- ڪاوڙيل.
**گرما گرمُ** ص. ڪـوسو. تازو (چُلهہ تان لٿل). تتل. جهٽ پٽ.
**گرمجوشِي** ث. اُتسـاهہ- اُڪـيـر- خوشي. حُب- محبت، جوش- سرگرمي. ڪوشش.
**گرم سَرد** ص. ڪـوسـو ٿڌو. چڱي مٺي. ننـهن سوسو (پاڻي).
**گرم ڪرڻ** ڪوسو ڪرڻ. تپائڻ. ڪاوڙائڻ. جوش ڏيارڻ.
**گِرمِٽ** ث. سوراخن ڪڍڻ جو هڪ اوزار.
**گُرمُکِي** ث. سِکن جي پوتر ڪتابن جو رسم الخط.
**گرمِي** ث (ف) ڪـوسـاڻ- حـرارت- تـپش. باهہ. سيڪ. اونهاري جي موسم- آرهڙ. ڪاوڙ. جوش.
**گرمي چڙهڻ** ڪاوڙ لاهڻ. سزا ڏيئي دل ٺارڻ.
**گرمي سَردِي** ث. ٿڌي ڪوسي. ڏک سک.
**گِرنارُ** ذ. جهوناڳڙهہ (ڀارت) شهر لڳ هڪ جبل. هندو جوڳين شرنارٿين جو هڪ پوتر آستان.
**گِرنارِي** ص. گرنار جو رهاڪو. جوڳي فقيرن جو هڪ پنٿ.
**گرنٿُ** ذ (سن) ڪـتـاب- پـسـتـڪ. سِکن جو پوتر ڪـتـاب (جنهن ۾ گـرونـانڪ ۽ ٻين جا سِلوڪ ۽ ڀڄن لکيل آهن)- پوٿي.
**گِرَهَ** ث. دلي مٽ وغيره جوڳڇي وارو حصو. ڀڳل دلي مٽ جي ڳڇي (جنهن تي دلو يا مَٽ رکجي).
**گِرَهِ** ث. ذُهن. راڳو- گپ.
**گِرَهُ** م. ڪُتي جو آهستي لاڳيتو آواز ڪرڻ- گير ڪرڻ. ٻَڪ ڪرڻ. ڪُرڪڻ.
**گِرِلِي** ث. چرخي- ڪَپِي. ڀُوڻ (کوهہ مان پاڻي ڪڍڻ جي چرخي).
**گِرو** ص. گر لڳل- ميرو. گـدلو. مِٽيءَ هـاڻو. ميرانجهڙو (رنگ). (ث. گري).

**گرو گنجو:** ص. عام رواجي. جهڙو تهڙو.
**گُرو:** ص (سن) معزز. عزت جوڳو شخص (پيءُ يا اسُتاد وغيره). ڌرمي سکيا ڏيندڙ. اُستاد.
**گُروگهنٽال:** ذ. اهو گُرو جنهن جي اڳيان گهنڊ وڄندو هلي. ڪامل اُستاد. تمام چالاڪ.
**گُروپُ:** ذ (انگ) ٽولو- جٿو.
**گُروسُ:** ذ (انگ) ٻارهن درجن (تعداد).
**گروڙ، گِروڙ:** ث. شينهن جي گجڪار- گجگوڙ.
**گُروڙي:** ث. گُرڙي- غرغره.
**گِروهُ:** ذ (ف) جماعت- ٽولو. جٿو. فرقو.
**گروه بَندي:** ث. ٽوليون ٺاهڻ. هرهڪ قسم کي الڳ ڪرڻ. فرقي بندي.
**گِروي:** ص (ف) ڳهه رکيل- رهن. رقم وغيره جي عيوض ۾ رکيل ڳهه وغيره.
**گِروي رکڻ:** ورتل رقم جي عيوض ڳهه، زمين وغيره امانت طور رکڻ. عيوضي ۾ رکڻ. رهن رکڻ.
**گرويدگِي:** ث (ف) عاشق ٿيڻ.
**گرويدَه:** ص (ف) مائل- راغب- پسند ڪندڙ. عاشق.
**گِرَه:** ث (ف) ڳنڍ. ذڪيائي. ڪِيسو- هَڙ. شعر جي ٻي مصرع.
**گِرَهُ:** ذ (سن) نظام شمسي ۾ شامل سَيارا (ڪيتو، راهو، ورهسپت، شڪر، منگل، سينيچر، ٻُڌ، ڌرتي، چنڊ). منسحوس سيارو (چنچر، منگل، راهُو). گِرانهن- نِوالو- لقمو. ڳيو (مانيءَ جو).
**گرهستِي:** ث. گهرو زندگي. حياتي. دنيا جا معاملا.
**گِرَهَڻُ:** مر (سن) چنڊ يا سج جو جهلجڻ.
**گرهڻ جو اثر:** ذ. ڪنهن عضوي تي چنڊ يا سج گرهڻ جي اثر ڪري ٿيل نقص.
**گِرهوڙ:** ذ. تعلقي ڪپري ۾ هڪ مشهور ڳوٺ (جتي مشهور درويش ميون عبدالرحيم گرهوڙي مدفون آهي).
**گُڙي:** ث. ڪاني، ڪمند، اَگر وغيره جو سَند يا ٻن سَنڌن جي وچ وارو ٽڪر- ڳِري- ٻُل.
**گِريان:** ص (ف) روئندڙ.
**گِريبانُ:** ذ (ف) پهراڻ يا چولي جو اڳ وارو ڳچيءَ جو حصو. اڳو (چولي يا پهراڻ جو)- دامن.
**گريبان مان جهلڻ:** دامن مان جهلڻ. باز پرس ڪرڻ. تقاضا ڪرڻ. پڪڙڻ- جهلڻ.
**گريبان ۾ مُنهن وجهڻ:** پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائڻ. پنهنجا ڪرتوت ڏسڻ.
**گِريبِي:** ث. ٻوڙ جي مٿان وارو سٿيو. شوروو- رَسُ (ٻوڙ جو).
**گُرِيز:** ذ (ف) ڀڄڻ- ڀاڄ- فرار. پاسو- پرهيز.
**گريز ڪرڻ:** پاسو ڪرڻ- ٽارو ڪرڻ- ڪنارو ڪرڻ.
**گُريزان:** ص (ف) ڀڄندڙ- پاسو ڪندڙ- ڪناري ڪش.
**گِريو، گِريہ:** ذ (ف) روڄ- روئڻ- رودن- راڙو.
**گريہ و زاري:** ث. روڄ- پِٽڪو- ماتم.
**گِريو ڪرڻ:** روڄ راڙو ڪرڻ- ماتم ڪرڻ. حشر مچائڻ.
**گڙ ٻَڙ:** ث" گڏوچڙ. هيٺ مٿي. بدانتظامي. هل هنگامو. مونجهارو- رولو. پيٽ ۾ وٽ سٽ.
**گڙٻَڙ ڪرڻ:** رِڱڙو ڪرڻ. رولو وجهڻ. مانڌاڻ مچائڻ. هل بکيڙو ڪرڻ.
**گڙپُ:** ذ. ڳيت ڏيڻ جي حالت- ڪاٺي وجڻ. هڙپ.
**گڙدو:** ذ (ف. گرده) گُردو- ٻُڪي. حوصلو.
**گڙدولِي:** ث. ڦيري- چڪر. بازولي- ڪلابازي.
**گڙدِي:** ث. پيڙَ- رش- پيهہ. ڦيرو- چڪر. بازولي.
**گڙڪڻُ:** مر. زور سان وهڻ (پاڻي). وڏي آواز سان وهڻ.
**گڙڪَڻُ:** مر. گڙ گڙ ڪرڻ (چلم، حقو).

**ڳڙڪو:** ذ. زور سان پاڻي وهڻ جو آواز.

**ڳڙِڪو:** ذ. چلم يا حُقي جو ٻُڙڪو.

**ڳڙڳاٽُ:** ذ. پاڻي جي وهڪري جو زور سان آواز.

**ڳڙِ ڳڙِ:** ث. گاڏي وغيره جو آواز. ڌاڌو آواز. زور سان ڳالهائڻ. هُل- بڪ بڪ.

**ڳڙ ڳڙِ:** ث. اجائي مغزماري- يخي. بڪ بڪ.

**ڳڙ ڳڙ:** ذ. چلم حُقي وغيره جو آواز. پيٽ ۾ آواز.

**ڳڙنگُ، ڳڙنگُ:** ص. وڏو. اُوچو. وسيع. ڊنگ. (اصطلاحا) وڏو اٺ.

**ڳڙڻُ:** م. گوڙ ڪرڻ. ڳجڻ. مست اُٺ جو آواز ڪرڻ. ڳپ ڳارو ڪِنو ٿيڻ. زمين پُسڻ (ربيع سان).

**ڳڙينگُ:** ذ. وڏي قد وارو اُٺ.

**ڳزُ:** ذ (ف) ڪپڙي مئڻ لاءِ هڪ وال جي لوهي سيخ. تندن واري ساز جي وڄائڻ لاءِ ڪمان (سِتار، سارنگي، سُرندو وغيره ساز)- ڳزي. بندوق جي نالي صاف ڪرڻ لاءِ سيخ. تيرُ. واهه جي پاڻي ڪولڻ يا بند ڪرڻ جو درُ. آسري ڪٺو (وڻ). ڊاڙ- ٻٽاڪ- لاف.

**ڳز ڪرڻ:** سٽي ڪُٽي سڌو ڪرڻ.

**ڳزند:** ذ (ف) ايذاءُ- تڪليف- اهنج. نقصان. ٽوٽو.

**ڳزِي:** ث. تنيي ماپ وارو ڳز. پاڻ- تير. لاف- لباڙ.

**ڳزيون هڻڻ:** ڪوڙ هڻڻ. ٻٽاڪون هڻڻ. لاف زني ڪرڻ.

**ڳزيٽ:** ث (انگ) سرڪاري حڪمن جي اشاعت ڪندڙ اخبار.

**ڳزيده:** ص (ف) ڏنگيل- ڪکيل.

**ڳزير:** ذ (ف) علاج- حيلو- تدبير- چارو.

**ڳزِين:** ص (ف) پسند ڪندڙ. مرڪب لفظن جي آخر ۾ ايندڙ (جيئن خلوت ڳزين وغيره).

**ڳسُ:** ذ. واٽ- دڳ- راهه- رستو. پيچرو. لنگهه.

**ڳس لائڻ:** واٽ ڏيکارڻ. سنئين راهه ڏسڻ. رهنمائي ڪرڻ. هدايت ڪرڻ.

**ڳسَ:** ث. دز- لٽ. ڌُسڙ.

**ڳسار:** ص (ف) هٽائيندڙ- دفع ڪندڙ. پيئندڙ. صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ (مثلا غمڳسار، مَيڳسار وغيره).

**ڳسائڻُ:** م. ڳهَڻ- مهٽڻ. رهڙڻ.

**ڳسائڻُ:** م. غيرحاضر رهڻ. نٽائڻ. پاسو ڪرڻ.

**ڳسائي:** ث. ڳهَڻ جو عمل. ڳهڻ (اوزار وغيره تکي ڪرڻ لاءِ). مَهٽَ.

**ڳسائين:** ذ (هندي) سوامي. سَنت. پهتل ساڌو.

**ڳستاخُ:** ص (ف) بي ادب. حجتي. بيشرم.

**ڳستاخ ڪرڻ:** حجتي ڪرڻ. چڙو واڳ چڏڻ. مٿي تي چاڙهڻ.

**ڳستاخِي:** ث (ف) بي ادبي. حجت. بي حيائي. بداخلاقي.

**ڳِسِرَ:** ث. ڳيسَر- دير. ير- سُستي، سيڙپ.

**ڳسرَڻُ:** م. رڙهڻ- سِرڻُ. ريڙهيون پاڻي رڙهڻ.

**ڳسڙَ:** ث. ڌُڌڙ- ڌوڙ. ڌُسڙ. ڪچي زمين واري مِٽي.

**ڳِسڪَڻُ:** م. ڪِسڪڻ- ترِڪڻ. ڳسڻ. ٽِڙڻ- سِرڪڻ- رڙهڻ.

**ڳِسڪڻُو:** ص. ترڪڻو- ڪِسڪڻو- سِرڪڻو.

**ڳسَ ڳساءَ:** ذ. نٽ نٽاءَ- ڳوٽنات. نٽائڻ لاءِ بهاني بازي.

**ڳس ڳساءَ ڪرڻ:** نٽ نٽاءَ ڪرڻ- ڳوٽناٽ ڪرڻ. بهاني بازي ڪرڻ. آنا ڪاني ڪرڻ.

**ڳسَڻُ:** م. ڪي ٻه ٻه شيون پاڻ ۾ گهجڻ. ڳهڪو ڪائڻ. ڳاٽ ڪرڻ.

**ڳسَڻُ:** م. خطا ٿيڻ (نشان)- خالي وڃڻ (نشانو). هٽڻ- ٽڙڪڻ. هٽان وڃڻ (وجهه). انجام ڪان ڦِرڻ. ڀلجڻ.

**ڳسِي وڃڻ:** نشاني تي پورو نه لڳڻ. ٽڙي وڃڻ- خطا ٿيڻ. واعدي تان ڦري وڃڻ.

**ڳِسِي:** ث. اُٺ ٻڪري وغيره جي تِيڪَ. ڪپڙي رڳڻ

جو هڪ مصالحو.

**گشتُ:** ذ (ف) چڪر- گهمرو- ڦيرو. ڊوڙو- سَيرُ. گهومَ. پڙتال.

**گشتي:** ص. گشت ڪندڙ. گهمندڙ ڦرندڙ. سفر يا پڙتال ڪندڙ (آفيسر).

**گشتہ:** ص (ف) ڦريل. اُبتو. بگڙيل. بدليل (صفاتي پچاڙي طور ڪم ايندڙ، جئن "برگشتہ" وغيره).

**گشو:** ذ. گهڪو- رهڙو. ڪوڙو دلاسو- ڏٽو.

**گشائي:** ث. ڏٽائي- ٺوڪي باز.

**گشو ملائڻ:** من گهڙت ڳالهہ ٻڌائڻ. ڏٽو هڻڻ. بهانو ڏيئي ٽالڻ.

**گشِي:** ص. گشائي. ڊاڙي- ٺڳاڪي.

**گفا:** ث. اونداهي غار. غار- ڇُرَ.

**گفت:** ث (ف) ڳالهہ ٻولهہ. گفتار. صفاتي اڳياڙي طور ڪم ايندڙ (مثلا گفت و شنيد، گفتگو وغيره).

**گفت و شُنيد:** ث. سُڻي ٻڌي- ڳالهہ ٻولهہ. تڪرار. بحث.

**گفتارَ:** ث (ف) گفتگو- ڳالهہ ٻولهہ. (ص) چوندڙ- ڳالهائيندڙ. صفاتي پچاڙي طور ڪم ايندڙ (جئن شيرين گفتار. تلخ گفتار وغيره.)

**گِفتگو:** ث (ف) ڳالهہ ٻولهہ. بات چيت. تذڪرو- ٻچار. مباحثو.

**گفتو:** ذ (ف) جملو- ٻولُ- قولُ. اقرار- وعدو. ذڪر- گفتگو.

**گِفَ:** ث (ف. ڪَف) گهڻي ڳالهائڻ ڪري وات ۾ پرجي آيل گجي. گهڻو ڳالهاءِ- جهڳي- ٻَخ.

**گڪُ:** ذ. پُٺيءَ جو ڪُبُ. گهُب.

**گڪو:** ص. پُٺيءَ جي ڪُب وارو. گهُب وارو (ٿانءُ). (ث. گڪِي).

**گِگَ:** ث. وات جو لعابُ- پِڪَ. گِفَ. وڻ يا ٻُوٽي جو ليسدار رَسُ.

**گگدامُ:** ص. گونگو- بي زبان (عام طرح جانور ڪي چيو ويندو آهي جيڪو بي زبان آهي).

**گِگَ وهڻ:** وات مان پاڻي وهڻ. حرص ٿيڻ. سَدَ ٿيڻ.

**گِگرُ:** ص. گِگون وهائيندڙ. چرڙيات- مستانو.

**گگرُ:** ذ. هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جو ڪوئنر (پسارڪو وکر، واس ٿوپ طور ڪم اچي)- لوبانُ.

**گگنُ:** ذ (سن) آسمان- آڪاس- فلڪ. زمين ۽ آسمان جي وچ وارو.

**گِلُ:** ث (ف) پُسيل مِٽي. گپ. گارو.

**گِلُ:** ذ. اِٽي ڏڪر يا بلورن راند لاءِ کوٽيل ننڍڙي کڏ- بد- گِڏ.

**گُلُ:** ذ (ف) ڦُل- ڦُول. ٽٽونر. ڦُندَنُ. بتي يا ڏِيي جي وٽ جي ٻرندڙ چوٽي.

**گل فشاني:** ث. خوش بياني. (ڪنايتا) بدڪلامي.

**گُلَ چاڙهڻ:** قبر وغيره تي گل وجهڻ.

**گُلُ ڪرڻ:** وِسائڻ (بتي، ڏيو).

**گُلَ ڪڍڻ:** ڪارناما ڪرڻ. (ڪنايتا) بدناميءَ جهڙا ڪم ڪرڻ.

**گل:** ذ (ف. "گولہ" جو مخفف) گولو.

**گل انداز:** ص. توف مان گولا اُڇلائيندڙ.

**گِلا:** ث (ف. گلہ) شڪايت. غيبت- بُرائي. بدنامي.

**گِلا خور:** ص. گلا ڪندڙ. شڪايت ڪندڙ.

**گِلارو:** ص. خوار- بدنام.

**گلا شِڪوو:** ذ. شڪايتون- ميارون- ڏوراپا.

**گلا غِيبَت:** ث. خواري- بدنامي. لائي چائي.

**گُلابُ:** ذ (ف) هڪ قسم جو مشهور گُل.

**گُلاب جو پاڻي:** ذ. گلابَ جي گلن مان چڪايل عرق.

**گلابداڻي:** ث. گلاب جي پاڻي ڇڻڪارڻ جو خاص ٿانءُ.
**گلابي:** ص. گلاب جي گل جهڙو (رنگ).
**گلابند:** ذ (ف) ڳچي ۾ ويڙهڻ لاءِ اوني يا ريشمي پٽو- مفلر.
**گلِ احمر:** ذ. سرخ گلاب- خوني گلاب.
**گلاس:** ذ (انگ) شيشو- ڪانچ. پاڻي پيئڻ لاءِ گول ڏگهو ٿانءُ.
**گلاس داني:** ث. گلاسن رکڻ لاءِ پٽ ۾ ٽنگيل تختي.
**گل اشرفي:** ذ. هڪ قسم جو نارنگي رنگ جو گل.
**گلال:** ص (ف) ڪنيار.
**گلال:** ذ. ڳاڙهو پائوڊر (جيڪو هوليءَ ۾ هندو هڪ ٻئي کي هڻن. اهو چانورن، يا جوَن جو اٽو، ڳاڙهو رنگ ۽ خوشبوءِ ملائي ناهيندا آهن).
**گلِ انار:** ذ (ف) ڏاڙهون جو گل.
**گل اندام:** ص (ف) گلن جهڙن نازڪ نرم عضون وارو- نازڪ بدن. سهڻو- حسين.
**گلبانگ:** ث (ف) وڻندڙ آواز. بلبل جي بولي. شاديءَ جي خوشيءَ جو آواز. خوشخبري.
**گلبدن:** ص (ف) نازڪ بدن. سهڻو- معشوق. هڪ قسم جو ريشمي ڪپڙو.
**گلبرگ:** ذ (ف) گلاب جي گل جو ورق.
**گل بڪاولي:** ذ (ف) هڪ قسم جو اڇو گل.
**گلبو:** ث (ف) گلاب جي گلن جي سرهاڻ- گلن جي سڳند- هٻڪار.
**گلَ ٻوٽا:** ذ. پرت جو هڪ قسم (جنهن ۾ گل ۽ پن هجن).
**گل تڪمو:** ذ. هڪ قسم جو اڇو يا هيڊي رنگ جو گل.
**گلٽ:** ذ (انگ) ملمعو- پالش. هڪ قسم جو هٽرادو ڌاتو- نڪل.
**گلپوش:** ص (ف) گلن سان ڍڪيل.
**گل پيرهن:** ص (ف) گلن جي پوشاڪ وارو- معشوق.
**گل جاءِ:** ث. هڪ قسم جي ول ۽ گل.
**گلچين:** ص (ف) گل چونڊيندڙ- باغبان.
**گلِ حڪمت:** ث (ف) طبيبن جي اصطلاح ۾ ڪنهن وکر جي جوهر ڪڍڻ لاءِ نڪر جي ٿانوَ ۾ وکر وجهي، ٿانوَ جو منهن ميٽ يا مٽي سان بند ڪرڻ جئن پچڻ وقت ٻاڦ ٻاهر نه نڪري.
**گلقند:** ذ (ف) ٽڙيل گلُ.
**گل خيرو:** ذ (ف) هڪ قسم جو گل ۽ ٻوٽو (پن ۽ گل وڏا ٿين. گلُ اڇا، گلابي ۽ ڳاڙها ٿين).
**گلدان:** ذ (ف) گلن يا گلدستي رکڻ لاءِ گلاس جهڙو خاص ٿانءُ.
**گل داٺودي:** ذ. هڪ قسم جو گل (جيڪو گهڻن ئي رنگن ۾ ٿئي).
**گلدستو:** ذ (ف) مختلف گلن جو ڇڳو.
**گلر:** ذ. ڪتي جو ٻچو- ڪتي جو تازو ڄاول پلونگڙو.
**گلرخ:** ص (ف) سهڻو- حسين. معشوق.
**گلرنگ:** ص (ف) ڳاڙهو- گلابي.
**گلرو:** ص (ف) سهڻو- حسين. معشوق.
**گلري:** ث. گلر واري ڦيري ۽ پڙنڪ.
**گلريون پوڻ:** ڦيريون ڏيڻ- بي قراري ٿيڻ. ڪتي واريون رومڙون ڪرڻ.
**گلزار:** ذ (ف) گلن واري جوءِ. باغ- چمن. گلستان.
**گلزاري:** ث. ساوڪ ۽ گل ڦل.
**گلستان:** ذ (ف) باغ- چمن- گلشن.
**گلشن:** ذ (ف) باغ- چمن- گلستان.
**گلشنِ ايجاد:** ذ. دنيا- جهان.
**گل عباسي:** ذ (ف) هڪ قسم جو گل (جيڪو

اڇي، ڳاڙهي ۽ هيڊي رنگ جو ٿئي).

**گُلعِذار؛** ص (ف) ڳاڙهن ڳلن وارو- سهڻو- خوبصورت. معشوق.

**گُل فَرنگ؛** ذ (ف) هڪ قسم جو گل (اڇي ۽ گلابي رنگ جو ٿئي ۽ هر موسم ۾ ٿئي).

**گُلقَندُ؛** ذ. کنڊ ۽ گلاب جي گلن مان ٺهيل وکر.

**گُل گُلاب؛** ذ (ف) گلاب جو گل.

**گُل لالہ؛** ذ (ف) باغ جو سير. گهمڻ. سَيرُ.

**گِل گِلوٽي؛** ث. هڪ ٻارائي راند. بازولي. ٻارڙي کي ڪُڏائڻ.

**گُلگُون؛** ص (ف) گلاب جي رنگ جو- گلابي.

**گُلفامُ؛** ذ (ف) گلاب جي رنگ جو. سهڻو. معشوق.

**گُلفشانِي؛** ث (ف) گلن جي ورکا. خوش بياني.

**گُلڪارِي؛** ث (ف) نقاشي. گلن ٻوٽن وارو پرت.

**گُلگلو؛** ذ. ميدي جو تريل مِٺو لڏون.

**گُل مريم؛** ذ (ف) ناسي رنگ جو هڪ قسم جو گل.

**گُل ميخَ؛** ث (ف) وڏي ٽوپيءَ واري ڪِلي يا ڪوڪو.

**گُلنار؛** ذ (ف) ڏاڙهونءَ جو گل. (ص) ڳاڙهو- سرخ.

**گُلنداز؛** ذ. توف جا گولا اڇلائيندڙ نشاني باز. توبچي.

**گُل نَسرِين؛** ذ. جهنگلي گلاب (ٻوٽو ۽ گل)

**گُل نِيلوفَرُ؛** ذ. ڪنول جو گل.

**گِلمُ. گِليمُ؛** ذ (ف. گليم) پٽ تي پکيڙڻ لاءِ وڏي فراسي- فرش (سوٽي).

**گلو؛** ذ (ف. گلہ) وڳُ (اُٺن جو). ڌڻ (مال جو). ٽولو (جانورن جو).

**گلہ بان؛** ص. ڌنار- ڌڻار.

**گلو؛** (ف. غلہ) دڪاندار جي مُرادي رکڻ جي پيتي وغيره.

**گلو؛** ذ (ف. گُلو) ڳلو- ڳچي- گردن- ڪنڌ. پهراڻ يا چولي وغيره ڳِچيءَ وارو حصو- گريبان.

**گلوخشڪ ٿيڻ؛** نڙي سُڪڻ. ڏاڍي اُڃ لڳڻ.

**گلو دٻائڻ؛** گهٽڻ- گهٽو ڏيڻ. خبر ڪرڻ.

**گلو ڪٽڻ؛** ذبح ڪرڻ. ڳچي ڪپڻ. ظلم ڪرڻ.

**گلو گهٽڻ؛** ڳچي دٻائڻ. گهٽو ڏيڻ. دٻاءُ وجهڻ. ظلم ڪرڻ.

**گلو ويهڻ؛** آواز ڳرو ٿيڻ (گهٽي ڳائڻ. ڳالهائڻ يا زڪام سبب).

**گلي پوڻ؛** زوري مڙهجڻ- ڪنڌ ۾ پوڻ. ذمي ٿيڻ.

**گلي لڳائڻ؛** ڀاڪر پائڻ. محبت ڪرڻ.

**گلي مان جهلڻ؛** ڳچيءَ ۾ هٿ وجهڻ. قابو ڪرڻ. باز پرس ڪرڻ.

**گلي ۾ ٻڌڻ؛** زوري ڪا چيز ڏيڻ. زبردستي نڪاح ۾ ڏيڻ.

**گلي مڙهجڻ؛** زوري ڪا چيز حوالي ٿيڻ. مرضي جي خلاف ذميداري مڙهجڻ.

**گلي ملڻ؛** ڀاڪر پائڻ. صلح ٿيڻ.

**گلو؛** ذ (ف) گلو- گردن- ڳچي.

**گلوبَند؛** ذ. ڳچيءَ ۾ ويڙهڻ لاءِ اوني يا ريشمي پٽو- مفلر.

**گلوگيرُ؛** ص (ف) ڏکويل- رنجهارڪو. دلگير. گهٽيل گلي وارو (آواز). ڳچيءَ پوندڙ.

**گِلولَ؛** ث (ف. غلولہ) پکين کي هڪلڻ لاءِ ڳوڙها اُڇليندڙ ڪمان. ننڍي ٻہ سانگي ڪاني ۾ ربڙ جا پٽا وجهي ناهيل گليل.

**گِلولو؛** ذ. ڪانيائي يا گليل جو ڳوڙهو.

**گُل هزارا؛** ذ (ف) گينبدي جو گل (پيلا گل ٿين).

**گِلوئِي؛** ث. هڪ قسم جو ڳوھ جهڙو جانور.

**گِلِي؛** ث. گهٽي- ڳلي. گهرن جي وچان سوڙهو لنگهه.

**گِلِي؛** ث. اِٽِي. ڪانيءَ مان گهڙيل ٽُڪر (ڏکر سان

راند ڪرڻ لاءِ).

**ڳِلي ڏڪر:** ذ. اِتي ڏڪَر.

**ڳلي:** ث. نيرو رنگ. ڪپڙن جو رنگ ڪليل بيهارڻ لاءِ نير مان ٺهيل اتي جهڙو ڀورو- نِيلُ.

**ڳليلَ:** ث (ف. غلولہ) ڳوڙهن اُڇلڻ لاءِ ڪَمانَ يا ٻہ سانگي مان ٺهيل اوزار (پکين هڪلڻ لاءِ).

**گمَ:** ث. سُڌ- سُڻس. خبر- پَتو- پروڙ- چاڻ.

**گمُ:** ص (ف) وِيَل. وڃايل. ضايع. لِڪل- ڳجهو. الوپ- غائب. غيرحاضر. ڀڳل- مفرور. روپوش. حيران- واٽڙو.

**گم ڪرڻ:** لڪائڻ. غائب ڪرڻ. وڃائڻ- ضايع ڪرڻ.

**گماشتو:** ذ (ف) پاران ڪم ڪندڙ- عيوضي. نائب. ايجنٽ. عام مختار.

**گمانُ:** ذ (ف) شڪ- شبهو. ظن- خيال. وسوسو. وهم. امڪان.

**گماني:** ص. شڪي. امڪاني. بي ڀروسي. غيريقيني.

**گمراه:** ص (ف) رستي کان هٽيل- ڀٽڪيل- بيراه. ٽڙيل.

**گمراهي:** ث. بيراهي- اوجهڙ. حيراني.

**گمشُدگي:** ث (ف) وڃائجي وڃڻ جي حالت.

**گمشُدَه:** ص (ف) وڃايل. وِيَل. ڀڳل. لِڪل.

**گم شُم:** ص (ف) غائب.

**گم صُم:** ص (ف) چپ- ماٺ. حيران- ششدر. واٽڙو.

**گمَ گشته:** ص (ف) گمشده- وڃايل. لڪل.

**گمنام:** ص (ف) بنان نالي- بي نام. غيرمشهور. لڪل- مخفي- ڳجهو.

**گمنامي:** ث. لِڪَ- اخفا. پرده پوشي. ڳجهہ ڳوهہ.

**گنَ:** ث (انگ) بندوق.

**گنُ:** ذ (سن) وصف- صفت- خاصيت. چڱائي. خوبي. تاثير. لڇڻ- ارڪان. هُنر- فن. احسان- ٿورو- وڙُ- ڳڻ.

**گن چورُ:** ص. احسان فراموش. وڙ وساريندڙ.

**گن ڪڍڻ:** لڇڻ خراب ڪرڻ. بدنيڪيءِ ڪڍائڻ.

**گن ڪرڻ:** احسان ڪرڻ- ٿورو ڪرڻ- وڙ ڪرڻ.

**گنات:** ث. پائيچاري- عزازت. ڪڙم- قبيلو. ذات.

**گناهُ:** ذ (ف) خراب ڪم. ٻئي کي نقصان رسائيندڙ ڪم. ڏوهہ- پاپ. خطا- قصور. قانون جي ابتڙ ڪم- جرم.

**گناهگارُ:** ص. ڏوهي- ڏوهاري- پاپي- مجرم- خطاوار.

**گناهگاري:** ث. ڏوهہ- قصور- خطا.

**گنبُ:** ذ. ڳوهيل مٽي- گارو. گپ. گاري مان ٺهيل پِٽ يا جاءِ.

**گنبِ پَٽُ:** ذ. گپ جهڙو نرم پَٽُ. بنان گيهہ جي رڌل پٽڙو پٽ.

**گنبَذُ:** ذ (ف. گنبد) گولائي ۾ اڀريل ڇت (جنهن ۾ آواز گونج ڪري. گنبذ عموما مسجد يا مزار تي ٺاهجي).

**گنڀيرُ:** ص. سانتيڪو- بردبار- تحمل وارو- سنجيدو.

**گنج:** ث. نوڙهہ- روڏ.

**گنجُ:** ذ (ف) خزانو- مال- دولت. (ص) ڍير- ڍڳ- انبار- اڻ ميو.

**گنج لڳي وڃڻ:** تمام گهڻي اُپت ٿيڻ. ڍڳ ٿي وڃڻ. انبار ٿي وڃڻ.

**گنجا:** ذ. چانورن جي هڪ جنس.

**گنجان:** ص (ف) گهاٽو- سوڙهو- ڳتيل- ڳوڙهو.

**گنجائش:** ث (ف) سمائجڻ جي جاءِ- جاءِ- جڳهہ- وٿي.

**گنجلڪ:** ث (ف) گهُنج. ڳنڍ- مونجهہ. پيچيدگي.

**گنجو:** ص. نوڙهو- روڏو. (ث. گنجي). (ذ) ضلعي

حيدرآباد ۾ هڪ ٽڪر.

**گنجِي:** ث. قميص جي اندران پائڻ لاءِ هڪ قسم جو پهرڻ.

**گنجِينَه:** ذ (ف) خزانو- گنج.

**گندُ:** ذ (ف) ڪچرو- ڪِنُ- ٻهَرُ. غلاظت. پليتي. جهيڙو- تڪرار.

**گندائِي:** ث. ڪِنُ- ميرائي. پليتي.

**گند بَڪَڻُ:** گاريون ڏيڻ- بد زباني ڪرڻ.

**گند ڪرڻ:** ڪِن ڪرڻ. بدزباني ڪرڻ. بدلچائي ڪرڻ.

**گند مَٿِڻ:** گار گند ڪرڻ. بدزباني ڪرڻ.

**گُندُ:** ذ. وڏي گُندي (ان رکڻ لاءِ). ڍڳ- ڪوڙُ- ڍيرُ. تمام گهڻو.

**گندا:** ث. فقيرن جي گودڙي- رلي. فقيرن جي جهولي.

**گَندَرُ:** ذ. گُوندَرُ.

**گندرا:** ذ. هڪ قوم جو نالو.

**گندرَفُ:** ذ. گندڪ.

**گندَڪُ:** ذ (سن) هڪ قسم جي معدنيات جنهن کي گهَڻ سان باهه لڳي- گندرف.

**گندگِي:** ث (ف) ڪِنُ. غلاظت. بدبوءِ.

**گندلو:** ذ. ان رکڻ لاءِ وڏي گُندي. (ص) ٻٽ ۾ پريل- ڏٿو مٿو.

**گندمُ:** ث (ف) ڪڻڪ- گيهُون.

**گندمَ گُون:** ص. ڪڻڪ رنگو. سانورو.

**گندمِي:** ص. ڪڻڪ مان ٺهيل. ڪڻڪ رنگو.

**گندَنُ:** ذ. هڪ قسم جي چيلري مڇي.

**گندو:** ص (ف) ڪِنو. ناپاڪ- نجس. پليت. خراب. بدافعال. (ث. گندِي).

**گندو ڪَمُ:** ذ. خراب ڪم- بُرو ڪم. بچڙو ڪم- بدڪاري.

**گندِي:** ث. مٿي ڍڪڻ لاءِ زنانو ڪپڙو- رئو- پوتي. چادر. رلي.

**گندِي چندڻ:** پوتي چندي اُتڻ. ليڪو لاهي وجڻ. پلاند آجا ڪرڻ.

**گِندِي:** ث. رلي- گودڙي. چادر.

**گُندِي:** ث. اناج رکڻ لاءِ مٽيءَ مان ٺهيل وڏي نادي- وڏو ڍڳهو گندلو.

**گندِجَڻُ:** م. گڏوچڙ کاڌن مان پيٽ خراب ٿيڻ ۽ بيمار ٿيڻ.

**گندِ گوڙُ:** ذ. مونجهارو- گڙٻڙ. گڏوچڙ سامان.

**گُنگُ:** ث (ف) گنگائي. ڳالهائي نہ سگهڻ جي حالت (ص) گُنگو- خاموش.

**گُنگ ٻوڙُ:** ث. چپ چپات. خاموشي- سانت. سانتيڪو ماحول (جنهن ۾ ڳالهائڻ ٻولائڻ جو آواز نہ هجي).

**گنگا:** ث. ڀارت جي هڪ مشهور ندي. عورتن جو نالو.

**گنگاجَل:** ذ. گنگا ندي جو پاڻي (جيڪو هندن لاءِ پوتر ۽ صاف پاڪ پاڻي).

**گُنگو:** ص (ف. گنگ) جيڪو ڄائي ڄم کان ڳالهائي نہ سگهي. مانيٺو.

**گنوائِڻُ:** م. وڃائڻ- ضايع ڪرڻ.

**گُنَهُ:** ذ (ف) گناه- ڏوهہ- پاپ.

**گُنهگارُ:** ص. گناهگار. ڏوهاري- پاپي.

**گنهوَرُ:** ص. اونهون- عميق. بردبار- ڳنڀير.

**گِنِي:** ث. سون جو هڪ سڪو- مُهر- اشرفي.

**گُنِي:** ث (سن) گُن وارو- گُڻ ڪندڙ. گُڻوان. سخي.

**گَنيش، گَڻيش:** ذ (سن) هندن جو هڪ ديوتا (جنهن جو جسم انسان جو ۽ مٿو هاٿيءَ جو ٿئي).

**گُڻُ:** ذ (سن. گُن) خاصيت- خوبي- خاصيت. سُباءُ. تاثير. لڇڻ. هنر. احسان- ٿورو- وڙ- ڳُڻ.

**گُڻوانُ:** ص. سٺن لڇڻن وارو. هنرمند. سخي.

**گو:** ظ (ف) گويا- جڻڪ- اگرچ. (ص) چوندڙ.

صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ (جيئن داستان گو، بدگو وغيره).

**ڳوارَ:** ث. هڪ ٻوٽو ۽ ان جو ڦريون (جيڪي ڀاڄي طور ڪم اچن).

**ڳوارُ:** ص (ف) هضم ٿيڻ جهڙو. مزاج مطابق. صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ لفظ (جيئن خوش ڳوار، ناڳوار وغيره).

**ڳوارا:** ص (ف) جلد هضم ٿيندڙ- هاضم. سوادي. وڻندڙ.

**ڳوارا ڪرڻ:** برداشت ڪرڻ- سهڻ. منظور ڪرڻ.

**ڳوارِي:** ث. ڳئوشالا.

**ڳوِالُ:** ص. جاسوس. جُوئي ڪٽندڙ. چغلخور.

**ڳواهُ:** ذ (ف) شاهد. تصديق ڪندڙ.

**ڳوَاهِي:** ث (ف) شاهدي- ساک. ثابتي.

**گوبَرُ:** ذ. ڳئون جو ڇيڻو. ڇيڻو.

**گوبو:** ذ. نڪ جي ڦوڪيندي جهڙي غلاظت.

**گوبي:** ث. هڪ قسم جو اوڀڙ (جنهن جو گُل يا پنَ ڀاڄي طور ڪم اچن).

**گوتو:** ذ (ع. غوطه) ٽٻي.

**گوتا کائڻ:** ٽٻيءَ ۾ پوڻ. ٻُڏتر ڪرڻ. سوچ ويچار ڪرڻ. دل من هڻڻ. ٻُور پچائڻ.

**گوِتنات:** ث. بهاني بازي. آناڪاني.

**گوِتناتِ ڪرڻ:** نٽائڻ- بهاني بازي ڪرڻ.

**گوپِي:** ث (سن) ٻانهي- نوڪرياڻي. خدمتگارڻ. چيلي- شيوادارڻ.

**گوڄَ:** ث. مڇيءَ جو هڪ قسم (ٻنان ڇَلرن).

**گوچارَ:** ث. تر ۾ پٽ جو اُترين الهنديون پاسو (جنهن تي اُس نه پوي).

**گودِ:** ث. جهولي. دامن. ڀاڪُر.

**گودِ وٺڻ:** جهوليءَ ۾ وٺڻ. ٻئي ڪنهن جي ٻار کي پنهنجو اولاد بڻائڻ.

**گودَڙُ:** ذ. پراڻو ۽ ڦاٽل ڪپڙو. ڦاٽل ۽ پراڻي رلي. رَلي. پراڻي ۽ ڦاٽل سَوَڙ پٿراڻي وغيره.

**گودڙي:** ث. چٿين لڱل پهراڻ. چٿين لڱل ڪفني (فقيراڻو ڍگهو چولو). ڦاٽل ۽ پراڻي رلي. ليڙون ليڙون ٿيل ڪپڙو.

**گودڙيو:** ص. گودڙي پوش (فقير، درويش).

**گودو:** ذ. ڪيسو- گيدو.

**گودِي:** ث. جهاز يا ريل گاڏي مان مال لاهڻ وارو ڍِڪو.

**گوڏو:** ذ. ٽنگ جو هڪ سنڌ (ران ۽ ٻُڪي کي ڳنڍڻ وارو سَنڌ)- مُونو.

**گوڏا کوڙڻ:** بي طاقت ٿيڻ. هار مڃڻ.

**گوڏن ڀَرِ:** ظ. ڪِريل- ڍٺل. هيٺو. ڏڪيل. بيحال.

**گوڏي هيٺ رکڻ:** لاغرض ٿي ويهي رهڻ. ڌيائي ڇڏڻ. ويچار ۾ نه آڻڻ.

**گوڏِ:** ث. جانور جي آلت.

**گورَ:** ث (ف) قبر- لحد. لوڙهه.

**گورسِتانُ:** ذ. قبرستان- مقام.

**گورڪَن:** ص. قبرون کوٽيندڙ.

**گورُ:** ذ. جهنگ ۾ ڇڙواڳ چرندڙ جانور (چوپايو مال، وهٽ). (ص) ڇڙواڳ.

**گوربَندُ:** ذ. اُٺ جو هڪ سنج (چم جي پَٽي جيڪا ڪجائي يا پاکڙي جي جهل لاءِ اُٺ جي ڇاتي وٽ ٻڌجي).

**گورا گِل:** ث. ڇت تي پکن ٺوڻن مٿان پٽڙي گاري جو راڳو.

**گورخَرُ:** ذ. هڪ قسم جو جهنگلي جانور- جهنگلي گڏهه.

**گورکُ:** ذ. جوڳي فرقي جو هڪ ساڌو (گورک نات). ضلعي دادو ۾ هڪ جبل. هڪ قسم جو ڪُلف (يا

رانديڪو جيڪو ڇهن پنجن حصن ۾ هوندو آهي جيڪي پاڻ ۾ ملائڻ ڏکيو ۽ مونجهاري وارو آهي).

**گورکُ ڏَنڊو:** ذ. ڏکيو ڪم. مونجهاري وارو معاملو. منجهيل مسئلو.

**گورکناٿُ:** ذ. ناٿ پنٿي جوڳين جو وڏو گُرو (جنهن جو آستان گرنار جبل جي اُتاهين چوٽيءَ تي هو).

**گورکو:** ذ. نيپال جو رهاڪو. نيپالي.

**گوَرنَر:** ذ (انگ) صوبي جو وڏو عملدار.

**گورنري:** ث. گورنر جو عهدو.

**گورنمينٽَ:** ث (انگ) حڪومت. سرڪار. حڪمراني.

**گورو:** ص. ڳورو. سهڻو. ڀُورو (رنگ). يورپ جو رهاڪو- يوروپين. (ذ) بادام جو مغز. ناريل جو ڳِپ. پينسل جو گورو.

**گوري:** ص. اڇي (ڀُوري رنگ جي)- ڳوري. سهڻي. (ث) رواجي گولي.

**گوريلو:** ث. هڪ قسم جو وڏو پولڙو. رڇ جو هڪ قسم. باندر.

**گوڙ:** ث. ڪڪرن جي گجگوڙ. شينهن جي گاج. مست اُٺ جو آواز.

**گوڙ:** ذ. هُل- شور- لڙ. وڏو آواز. ڌمچر. هنگامو.

**گوڙ ڪرڻ:** هُل ڪرڻ. هنگامو ڪرڻ.

**گوڙگبوڙ:** ذ. ماڻهن جي هجوم جو آواز. هل هنگامو.

**گوڙ گهمسان:** ذ. هل هنگامو. ماڻهن جو ڳاهٽ ۽ انهن جو ڳالهائڻ.

**گوڙو:** ذ. اجايو هُل ڪندڙ.

**گوزُ:** ذ (ف) ٽِٽَ- ريحَ.

**گوز ڇڏڻ:** ٽِٽَ ڏيڻ. اجايون ڳالهيون ڪرڻ. بيهوديون ڳالهيون ڪرڻ. ٻٽاڪون هڻڻ.

**گوسفَندُ:** ذ (ف) گهيٽو. ٻَڪَرُ.

**گوسِڙُو:** ص. گسائيندڙ. لاڳيتو نہ ايندڙ. پابندي سان حاضر نہ رهندڙ- ٽٽائيندڙ (ملازمت وغيره کان).

**گوشُ:** ذ (ف) ڪَنُ.

**گوش گذار ڪرڻ:** ڪن تي وجهڻ. آگاہ ڪرڻ. عرض ڪرڻ.

**گوش ڪرڻ:** ڪن ڏيڻ. ڌيان سان ٻڌڻ. احتراض ڪرڻ- پاسو ڪرڻ.

**گوشتُ:** ذ (ف) ماهر- ماسُ- لحم.

**گوشمالي:** ث (ف) ڪَنَ مهٽَ. سيڪت- سزا. تنبيہ- جٽ ڦٽ.

**گوشائتو:** ظ. پاسي ڪنڊ- ڪنڊ پاسي تي. هڪ پاسي- ڪنڊ ۾- خلوت ۾. اڪيلو- اڪيلائي ۾. ڳجهو- لڪل- مخفي.

**گوشو:** ذ (ف) ڪُنڊ. پاسو.

**گوشو ڪرڻ:** پاسو ڪرڻ- پري پجڻ. ٽري وڃڻ- ٽارو ڪرڻ.

**گوشوارہ:** ذ (ف) ڪن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهہ. حساب ڪتاب جو اختصار.

**گوشہَ:** ذ (ف) ڪُنڊ. پاسو- طرف. ڪنارو. اڪيلائي. خلوت.

**گوشہ عافيت:** ذ. امن امان وارو هنڌ.

**گوشہ نشين:** ص. خلوت نشين- اڪيلائي پسند.

**گوشہ نيشني:** ث. تنهائي- اڪيلائي.

**گوشي:** ث. اُها مينهن جنهن جا سِڱَ مٿي ڪان ڪنن ڏانهن وريل هجن.

**گوڪڙُو:** ذ. هڪ قسم جو ٻُوٽو (جنهن جو ٻج ٽڪندو ٽئي)- ٽِڪَندي.

**گوگائي:** ث. ڳاڙهين مرچن جو هڪ قسم.

**گوگڙو:** ذ. وڻن جو ڏينو.

**گوڳڙو:** ذ. هڪ قسم جو اويڙ (ياجي طور ڪم اچي)- شلغم.

**گوگهاٽ، گوگهَٽُ:** ذ. زور تِکو آواز- گهوگهاٽ.

**گوگهو:** ذ. گهُتو- گهوگهو.

**گولُ:** ذ. دائرو- گهيرو- گِردو- چڪر- ڦيرو. (ص) گولائي ۾- ڦيرائون- چڪردار.

**گول مولُ:** ص. ٽلهو متارو. منجهيل. مبهم.

**گولُ:** ذ (انگ) فوٽ بال يا هاڪي راند ۾ ميدان جي پاسن کان ٺهيل پڄرو (جنهن ۾ بال وجهڻ سان راند پوري ٿئي).

**گولاڙو:** ذ. ٻانهون- غلام. نوڪر. هڪ قسم جي ول ۽ ان جو ڦَلُ (جيڪو ڳاڙهي رنگ جو ٿئي ۽ ڏٿ طور ڪم اچي).

**گولائي:** ث. دور- چڪر- گهيرو. ور- ڏنگائي.

**گولپَ، گولپو:** ذ. ٻانهپ- غلامي. خدمت- چاڪري- ٽهل.

**گولڇي:** ث. رازڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**گولو:** ذ (ف) ڪابہ گول شيءِ. گول. پٿر يا لوهہ جو گولائيءَ ۾ ٺهيل ڳوڙهو (توف ۾ وجهي اُڇلائڻ لاءِ). ترتيءَ جو گولو. (سن) خريد ڪيل خدمتگار- ٻانهون- غلام. نوڪر- چاڪر.

**گولہ باري:** ث. توف مان گولا اُڇلائڻ. لاڳيتو گولن جو وسڪارو.

**گولي:** ث. شيشي يا لوهہ جو گول ڇڏو (بندوق، پستول وغيره ۾ وجهڻ لاءِ). دوا جي ٽِڪي- حَبُ. ٻاراڻي راند لاءِ شيشي جو ڇڏو- بلور. ٻانهي- غلام.

**گولي ڏيڻ:** ختم ڪرڻ. گم ڪرڻ- چورائڻ.

**گولي کائڻ:** چوٽ کائڻ. نقصان سهڻ. دوا جي ٽڪي کائڻ.

**گولِيمار:** ث. نشان چٽڻ جو هنڌ.

**گومَاندَرُ:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**گومگو:** ث (ف) شڪ شبهو- وسوسو. پيش پيش.

**ڳوَنِ:** ث. ڪپڙي جو هڪ قسم.

**گون، ڳون:** ذ (ف) رنگ- وَرن. روش- ڍنگ. صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ لفظ (لالہ گون، گُلگون وغيره).

**گوُناگوُنِ:** ص (ف) رنگارنگي. طرحين طرحين- قسمين قسمين.

**ڳونٽو:** ذ. سيمِ يا زريءَ جي ٻانَڪَ.

**ڳونجَ:** ث. پڙاڏو. پڙلاءُ. آواز.

**ڳونجارَ:** ث. ڳونج.

**ڳونجَڻُ:** م. چئني پاسي آواز ٿيڻ. آواز جو ڦهلجڻ. پڙاڏو ٿيڻ.

**ڳوندَرُ:** ذ. وڇوڙو- فراق- جدائي. جدائيءَ جو غم. ڏکُ- غم.

**ڳوندر وَلِ:** ث. وَل جو هڪ قسم جيڪا پاڻيءَ تي ٿئي.

**ڳوندو:** ذ. ڪپڙي جا ٻہ پاسا ٻڌي ٺاهيل جهولي. جهول- ڪانيو. کيسو. ننڍن چيلن بند ڪرڻ يا پورڻ جي واڙ. ڳوٺ. ڳوٺ جي پر واري ٻني. ڳوٺ جو گس. سوڙهي جاءِ.

**ڳونرو:** ذ. ڪنواٽ.

**ڳونگائي:** ث. بي زباني. ماٺ- خاموشي.

**ڳونگو:** ص. ڳالهائي نہ سگهندڙ- بي زبان. ماٺ چُپ. (ث. گونگي).

**گونگِي گانءِ:** ص. نہ ڪڇندڙ. ٺور ڳالهائو. مائيٺو.

**ڳونهہ، ڳونهَن:** ذ. انسان جي پيٽ مان نڪتل پاخانو- ٺورو- ڪرفتي.

**گونهہ ڪرڻ:** هنگڻ. بدنامي جهڙا ڪم ڪرڻ. نقصان جهڙو ڪم ڪرڻ.

**گونهہ ڪائڻ:** ڪوڙ ڳالهائڻ. بڪڻ. گلا ڪرڻ.

**گونهہ مانا ٿاڻڻ:** تمام بڇڙو ٿيڻ. هوش ڪان نڪرڻ. چرين واري حالت ٿيڻ.

**گونهہ مُٽ ڪڍڻ:** نهايت خدمت ڪرڻ. تيمارداري ڪرڻ.

**گونهاندِي:** ث. ڦڏو. رَڏي. اجايو ضد. بحث. جٽ.

**گونهاندي ڪرڻ:** اجايو ڦڏو ڪرڻ. تهيل ڪم ۾ رڪاوٽ وجهڻ. ضد ڪرڻ.

**گونهہ خور:** ذ. ڍوندي کائيندڙ هڪ قسم جو پکي- مردارخور.

**گونِي:** ث. ڦليلي ڦاٽ جو "لاڙ" ۾ نالو.

**گونِيا:** ث. واڍڪي رازڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**گونِي ڪُندَ:** ث. جاميٽري موجب نوي درجن واري ڪند.

**گوهَرِ:** ث. ڍڳين مينهن چوپائيءَ مال جو گڏيل ڌڻ.

**گوهَرُ:** ذ (ف) موتي. مائڪ. جوهر. هيرو. ڪوبہ قيمتي مٺيو مٺڪو.

**گوهر افشان:** ص. موتي وسائيندڙ. سهڻي گفتگو ڪندڙ.

**گوهَرِي:** ص. جوهري- جواهري. هيرن موتين جو پارکو ۽ واپاري.

**گوُهو:** ذ. ٽٽن مان نڪتل ڪِيرَ جي ڌار. ڳوُنچ مان نڪتل ڪچڙي ٽاري.

**گوها هڻڻ:** ڪير جون سيڙهون هڻڻ- وات ۾ ڪير جا گوها جهلڻ.

**گوهِي:** ث. ڀڄڻ واري لوهہ- گهُٽ- گهِمتاڙي. ولو- ڦيرو.

**گوهي ڪرڻ:** ڦيرو کائڻ. پاڻ بچائي ڀڄي وڃڻ. بهانو ڪري ٽٽائي وڃڻ. اٽڪل سان ڀڄي وڃڻ.

**گوءِ:** ث. چوگان ۾ ڪتل ڪاٺ جي ڪلي (جيڪا گهوڙي سوار تيز گهوڙو ڀڄائيندي ڊگهو چهنبيارو نيزو چُڀائي ڪِلي ڪٽي وٺي). بازي- شرط. حقي يا چلم جي نڙانڊي.

**گوءِ ڪٽڻ، ڪڍڻ:** مقابلي ۾ سوڀ ڪرڻ. بازي ڪٽڻ- شرط ڪٽڻ. سرسي ڪرڻ.

**گويا:** ص (ف) ڳالهائيندڙ. (ظ) مثل- جهڙو- هوبهو. غالبا.

**گويا گفتارَ:** ث. ڳالهہ ٻولهہ- گفتگو. چؤپچؤ. چؤبولو. رهاڻ- ڪچهري.

**گويائِي:** ث (ف) ڳالهائڻ جي طاقت. گفتار. ڳالهہ ٻولهہ.

**گوَيو:** ص. ڳائڻو- وڏو ڳائڻو. ڪلونت.

**گهہَ (ث) ، گهہُ:** ذ. رَڏِي- ضد. نابري. نٽائڻ لاءِ بهانو. نٽرپائي. گوهِي.

**گهُہ ڪرڻ:** رڏي ڪرڻ- اڙي ڪرڻ. ضد ڪري بيهي رهڻ.

**گِهہُ:** ذ. ٽائيل مکڻ- گيهہ.

**گهَپِي، گهَوپِي:** ث. ڪِلڪل- ڪُرڪُر- ڪِٽ پِٽ. بحث- رڳڙو- ڏانڊلي. ريڙ پيڙهہ.

**گهپي ڪرڻ:** اجايو رڳڙو ڪرڻ. ڪِٽ پِٽ ڪرڻ. ريڙهہ پيڙهہ ڪرڻ.

**گهَہ پيهہ:** ث. ڪلهي گس جي هجوم جي سوڙهہ.

**گهَجَڻُ:** م. ٻہ شيون پاڻ ۾ گسڻ- رهڙجڻ.

**گِهرَ:** ث. گِهلَ- سُستي.

**گهَرُ:** ذ (ف) گوهر. موتي- مٺيو.

**گهَرائِي:** ث. اونهائي. گهاٽائي (رنگ جي). ويجهائي

(دوستي يا ماٽتي جي)

**گهَرَڻُ؛** م. گهلڻ. ريڙهڻ- سيرڻ.

**گهَرو؛** ص. اونهون- عميق- اتاهہ. گهاٽو (رنگ). ويجهو (عزيز- دوست) (ث. گهَري).

**گهري ننڊ؛** ث. گهاٽي ننڊ- ڌاڍي ننڊ.

**گهَڪو؛** ذ. زور سان گسات- رهڙو. مهٽو- رَهٽو. گسڪو. ڪونڌي ۾ پيل شيءِ کي ڌنڌي سان رهڙو.

**گهَڪا ڏيڻ؛** زور سان گسائڻ. رهڙا ڏيڻ. وَڍ وجهڻ (ڪاتي وغيره سان).

**گهَگيرُ؛** ذ (ف) اڻ سيڪاريل گهوڙو. (ص) گهہ ڪندڙ- اهنڊ (وهٽ). نٽائيندڙ. بهاني باز. سرڪش (گهوڙو).

**گهِلَ؛** ث. گهلڻ جو ڪم. چِڪَ. ڍِرَ. سستي. دير. اينگهہ- ديگهہ. ريڙهہ پيڙهہ.

**گهِلَ گهِلان؛** ث. چڪ تاڻ.

**گهِل گهِنداڙ؛** ث. چڪتاڻ، ريڙهہ سيڙهہ. ريڙهہ پيڙهہ.

**گهِلَڻُ؛** م. ريڙهڻ. چِڪڻ. گِهرڻ. گڏ وني وڃڻ.

**گهِلي وڃڻ؛** زوري وني وڃڻ. چڪي تاڻي وني وڃڻ. ڪاهي وڃڻ.

**گهَڻُ؛** م. گسائڻ. رگڙڻ. رهڙڻ. مهٽڻ. گاٽ ڪرڻ. گهڪو ڏيڻ.

**گهَوارو؛** ذ (ف) پينگهو- جهُولو. لوڏ.

**گئُوشالا؛** ث. ڳائين جو واڙو- ڳواڙي.

**گئُوهَتيا؛** ث. (هندن ۾) ڳئون کي مارڻ يا ڪُهڻ جو پاپُ.

**گئُون؛** ظ. گمُ- غائب- الوپ.

**گئُون ڪرڻ؛** گم ڪرڻ. غرق ڪرڻ. ناس ڪرڻ.

**گئُونچُ؛** ذ. وڻ يا ٻوٽي جا تازا نڪتل پَنَ.

**گيالي؛** ث (ف) ننڍڙو غاليچو.

**گيانُ؛** ذ (سن) علم- ڄاڻ. وديا. عقل. دانائي. معرفت جو علم.

**گياني؛** ص. عقلمند- داناءُ. عالم. عارف. فلاسفر.

**گياهُ؛** ذ (ف) گاهُ.

**گيتُ؛** ذ. ڳانو- راڳ- نغمو- سرود. شعر- نظم.

**گيت ڳائڻ؛** تعريف ڪرڻ- ساراهڻ.

**گيتا؛** ث (سن) هندن جو پَوترَ نظم. مهاڀاري جنگ ۾ ڪرشن مهراج ۽ ارجن پانڊوَ جي وچ ۾ سوالن جوابن وارو ڌرمي ڪتاب.

**گيتي؛** ث (ف) دنيا- جهان- جڳت- سنسار. زمانو.

**گيتي آرا؛** ص. دنيا کي سينگاريندڙ. نهايت سهڻو.

**گيتي آفرين؛** ذ. دنيا کي پيدا ڪندڙ- خداتعاليٰ.

**گيتي پناه؛** ص. دنيا کي پناه ڏيندڙ- بادشاهہ.

**گيچَڻُ؛** ذ. پَرُوڻ- چاٽي.

**گيدڙي؛** ص. گدڙن جو شڪار ڪندڙ. ميرا ۽ چنل ڪپڙا ڍڪيندڙ. گدلو- ميرو.

**گيدو؛** ذ. ڪِيسو- جيبُ.

**گيدُوڙو؛** ذ. "گيدوڙي" وڻ جو ڦر- ليسوڙو.

**گيدوڙي؛** ث. هڪ قسم جو وڻ (جنهن ۾ گيدوڙا ٿين).

**گيدي؛** ص (ف) بي غيرت. ڀڙوو. بزدل- ڪانئر. بي همت.

**گيرَ؛** ث. ڪُتي جي هلڪي آهستي ڀَئونڪ. ڏڙهي- چڙٻ.

**گيرَ ڪرڻ؛** ڪتي وانگر وڙهڻ. ڀئونڪي وڙهڻ.

**گِير؛** امر (ف) وٺ- جَهل- پڪڙ. اسم سان ملي فاعل جي معنيٰ ڏيندڙ لفظ (جيئن عالمگير.

دستگير وغيره).

**گيرودار:** ث. وٺ پڪڙ. لڙائي.

**گيرائي:** ث. بيهوشي. ساڻائي. مانداڻي. ننڊ جو خمار. نشي جو اوٽار.

**گيرَبُ:** ذ. غرور- هٺ- گهمنڊ- تڪبر.

**گيرَٿِ:** ث. تر ۾ گڏ تيل تيل، سڻڀ، ميل وغيره.

**گيرو:** ص. نشي ۾ خطا. خماريل. ننڊاکڙو. گهريل.

**گيڙَ:** ث. نارَ کي هکڙو گهمرو ڦيرو ڏيڻ جي حالت.

**گيڙَڻُ:** م. هرلي يا نار کي ڦيرو ڏيڻ.

**گيڙو:** ذ. نار يا هرلي کي گهمرو- ڦيرو. ٻيڙيءَ کي لهوارو ڦيرو.

**گيڙُو:** ذ. هڪ قسم جي ڳاڙهي مٽي جنهن سان جوڳي ڪپڙا رڱين. هڪ قسم جو رنگ- ليارِي رنگ.

**گيسَ:** ث. گِيسي- ريڙهي. آهُ مچڻ.

**گيسَ گيسَ ڪرڻ:** ٻٽي جي هٿ جي ترِيءَ ۾ اَگر گسائڻ (چيڙائڻ لاءِ).

**گيسمارو:** ذ. پورهيو. ٽهل- چاڪري.

**گيساٽو:** ذ. رهڙ. گاٽ جو گهڪو.

**گيساتا کائڻ:** ڏک ڏسڻ- عذاب سهڻ. تڪليف واري زندگي گذارڻ. منٿون ڪرڻ.

**گيسر:** ص. گيسيون ڪندڙ. ريڙهيون پائيندڙ.

**گيسَرَ:** ث. دِرَ- سستي- دير- اوير. سيڙاپو.

**گيسَر ڪرڻ:** دير ڪرڻ. سستي ڪرڻ. ٻرائي ڪرڻ.

**گيسَرڻُ:** م. گيسيون ڏيئي رڙهڻ. گيسر ڪرڻ.

**گيسُو:** ذ (ف) عورتن جا ڊگها وارَ- زلف- ڪاڪُلَ.

**گيسِي:** ث. ريڙهي. عاجزي ڏيکارڻ لاءِ زمين تي ٻُنڍڙ ڪوڙي رڙهڻ. پڇتاءُ. اُٺ جي پنڙي ٽيڪ.

**گيسِي ڪرڻ:** زمين تي ويهي ريڙهي پائڻ. عاجزي ڪرڻ. پڇتاءُ ڪرڻ. توبهه ڪرڻ.

**گيگُ:** ذ. ڍونگ- مڪرُ. بهانو. بهانو ڪري دَٽُ هڻڻ.

**گيگي:** ص. مڪريل- بهاني باز- ڍونگي.

**گيگمُ:** ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم (سوٽي ۽ پَٽن وارو). ريشمي ڪپڙو.

**گيلري:** ث (انگ) ديول. جاءِ يا ٿيٽر ۾ ويهڻ جي مٿانهين جاءِ- بالڪني. نگارخانو.

**گيلَنُ:** ذ (انگ) پاڻيٺ ماپڻ جو هڪ ماپو.

**گِينُ:** ص (ف) پُر- ڀريل. صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ (جيئن غمگين وغيره).

**گينداڙَ:** ث. پتوڙ- چاچول- جهڳور.

**گينداڙَڻُ:** م. پتوڙڻ- چاچولڻُ. جهڳورڻ. ڏونڌاڙڻ.

**گيندو:** ذ. هڪ قسم جو گل. هڪ قسم جو جهنگلي جانور.

**گينڊي:** ث. هٿ منهن ڌوئڻ لاءِ پٽ ۾ لڳل هڪ قسم جو ٽانءُ.

**گينوارَ:** ث. خُمار (نشي جو). الغرضائي- بي پرواهي. سستي. غرور.

**گينوارجَڻُ:** م. خمار ۾ اچڻ. ننڊاکڙو ٿيڻ. مست ٿيڻ (نشي ۾).

**گيهَ:** ث. گِهلَ- گيسر.

**گيهُ. گيهُ:** ذ. ٽاٽيل مکڻ- گِهہُ.

**گيهَرُ:** ذ. مٺائي جو هڪ قسم- وڏي ٿُلهي جليبي.

**گيهَرَڻُ:** م. گِهلڻ- گِهرَڻُ.

**گيهو:** ذ. پَٽ تي گهلجڻ جو نشان- گهڪو.

**گيهي:** ص. گيهه جو واپاري. ماڻهوءَ جو نالو.

# ڳ

**ڳ:** ث. (اُچار ’ڳي‘) سنڌي ”الف- بي“ جو ٻائيتاليهون اکر.

**ڳاٽُ:** ذ. ڳچي- ڪَنڌُ. ڳاٽو.

**ڳاٽ ڪٽڻ:** ڪنڌ ڪٽڻ- ڪنڌ مٿي ڪرڻ.

**ڳاٽو:** ذ. ڳاٽُ- ڪنڌ.

**ڳاٽو ڀَڃڻ:** ڪنڌ ڀڃڻ. هٺ ڀڃڻ.

**ڳاٽي ڀر ڪِرڻ:** ڪنڌ ڀر ڪرڻ. گهڻي نقصان هيٺ اچڻ.

**ڳاٽي لٿو:** ص. ڪنڌ لٿو- ڪنڌ ڀڳو.

**ڳاٽِي:** ث. ڪپڙي سان جسم کي ڍڪڻ جو هڪ نمونو (پوتي يا چادر جون ڪُنڊون ڪنڌ ڪان ورائي، ڪَڇُن ڪان ڪڍي ڪنڌ تي ٻڌي ڇڏجن).

**ڳاڄُ:** ذ. ڳڻپ- شمار.

**ڳاڇُ، ڳاڃُ:** ذ. ڳيچ- ڳيتُ ڳائڻ (سهرا ۽ لاڏا).

**ڳاڏِي:** ث. نار، هرلي يا گهاڻي واري اُها بينڪ جتي هڪلڻ وارو ويهي.

**ڳارُ:** ذ. ڳريل مٽيءَ وانگر پاڻُ.

**ڳاراجو:** ذ. شادمانو- خوشي (جنهن ۾ ڳائڻ وڄائڻ ٿئي).

**ڳارالو:** ذ. جسم کي ڳاريندڙ مرض. جهوري- اُڪير. فراق. ڏک. وِڇُهل.

**ڳارائِڻُ:** م. راڳ ڳوائڻ- ڳائڻ ڪرائڻ.

**ڳارَڻُ:** م. پگهارڻ- رجائڻ. وِگهارڻ. نرم ڪرڻ. هيٺو ڪرڻ (جسم). ضايع ڪرڻ.

**ڳارو:** ذ. پگهار- وِگهارُ- ڳذار. نرمي. ڳارالو- جهوري- ڳَٽتي. ڪمزوري (بيماريءَ سبب). جَنڊ جي مٿئين ڀُڙ وارو خال (جنهن ۾ اَن جي ٻُڪي وجهجي). ڳچيءَ ۾ وڌل ڪپڙو (منٿ ڪرڻ يا آڻ مڃي پيش پوڻ لاءِ). جانور کي ڳچيءَ ۾ وڌل رسو.

**ڳارِي:** ث. نوڙي- ڳچيءَ ۾ ٻڌل نوڙهو. پکين ڦاسائڻ جو دام. ڦاهي- ڦندو. ٻيڙي ٻاڌڻ جو ڪاڃُ.

**ڳاڙُ:** ذ. ڦُڙو ڦڙو ٿي ٽمِي ڳڏ ٿيل گهاٽي پاڻيٺ (پُسايل وکر يا آفيم). ڦُڙو- ٽيپو.

**ڳاڙَڻُ:** م. ڦڙو ڦڙو ڪري وهائڻ- ٽِمائڻ. وهائڻ (ڳوڙها).

**ڳاڙو:** ذ. ٽيپو- قطرو. ڳريل آفيم جو پَهو.

**ڳاڙهَہ:** ث. ڳاڙهاڻ- لالائي- سُرخي.

**ڳاڙهاڻِ، ڳاڙهائِي:** ث. سُرخي- لالائي- شفق.

**ڳاڙهہ ٿِيِي:** ث. جوئر جو هڪ قسم.

**ڳاڙَهہ ڳلو:** ص. ڳاڙهن ڳٽن وارو نوجوان (جنهن جي منهن ۾ رت جي لالائي ٿئي).

**ڳاڙهو:** ص. لال- سُرخ. رَتو. ڳاڙهي رنگ وارو.

**ڳاڙهو ٿيڻ:** رت هاڻو ٿيڻ. رڃي ريٽو ٿيڻ. تپي لال ٿيڻ. ڪاوڙ ۾ يا لڄ ۾ منهن لال ٿيڻ.

**ڳاڙهِي:** ث. سرخ- لال- ڳاڙهي رنگ جي.

**ڳاڙهيرو:** ص. تورو ڳاڙهو.

**ڳاڙهي سڃُ:** ظ. شفق جي مهل- نما شام جي وقت.

**ڳاڳا:** ذ. ’ڳاڳِي‘ ول جو ڦر (جيڪو ڏٽ طور ڪم اچي).

**ڳاڳي:** ث. ڳاڳي جي ول.

**ڳالِهہ:** ث. جملو- فقرو- ٻولُ. بيان- قصو- ڪهاڻي. داستان. قول. ماجرا. حال. واقعو. احوال. نصيحت- نُڪتو. گفتگو. بحث. حالت- صورت. مطلب- مقصد. غرض. راز- ڀيد. عزت- شان. تعريف- ساراھ. سبب. شادي جو پيغام.

**ڳالھہ اُٿارڻ:** معاملو پيدا ڪرڻ. هُلُ هَلائڻ.

**ڳالھہ ٻولھہ:** ث. گفتگو. بحث. قيل مقال.

**ڳالھہ تي چڙھڻ:** ضد تي چڙھڻ- پنھنجي ڳالھ تي قائم رھڻ.

**ڳالھہ ٽڏي ٿيڻ:** جھيڙو نبڙڻ- معاملو ختم ٿيڻ.

**ڳالھہ ٽارڻ:** معاملو رفع دفع ڪرڻ. جھيڙو ختم ڪرڻ.

**ڳالھہ ٺاھڻ:** بھانو بنائڻ. ڪوڙ ڪرڻ.

**ڳالھہ پڇڻ:** احوال پڇڻ. واقعي جي پيا ڳاڇا ڪرڻ. راز معلوم ڪرڻ.

**ڳالھہ پَڪِي ٿيڻ:** سڱاوتي جي پڪ ملڻ. شادي وغيره جي تاريخ نروار ٿيڻ.

**ڳالھہ رھي اچڻ:** عزت رھڻ. اعتبار رھڻ. ڀرم رھڻ. وعدو پورو ٿيڻ.

**ڳالھہ سُجھڻ:** ڪا نئين ڳالھ خيال ۾ اچڻ. اٽڪل يا تجويز سمجھ ۾ اچڻ.

**ڳالھہ ڪرڻ:** گفتگو ڪرڻ. بيان ڪرڻ. ڪجھہ چوڻ. حقيقت ٻڌائڻ. احوال ڏيڻ.

**ڳالھہ کولڻ:** صاف ڳالھہ ڪرڻ. راز ظاھر ڪرڻ. سچو واقعو بيان ڪرڻ.

**ڳالھہ ڳالھہ ۾:** ظ. ھر ڳالھہ ۾ ذري ذري- ھر گھڙي.

**ڳالھہ ڳنڍ ٻڌڻ:** ڪنھن بہ ڳالھ تي ضد ٻڌي ويھڻ.

**ڳالھہ مُھاڙ:** ث. خبرچار- حال احوال. ذڪر اذڪار- گفتگو.

**ڳالھہ وڌائڻ:** معاملو يا جھيڙو ڏگھو ڪرڻ. بحث وڌائڻ. ڳالھ پکيڙڻ.

**ڳالھہ وسارڻ:** ٻُڌي اڻ ٻُڌي ڪرڻ. وعدو پورو نہ ڪرڻ.

**ڳالھہ ھُلڻ:** ذڪر ٿيڻ- چَوِپَچو ٿيڻ. مشھور ٿيڻ.

**ڳالھيہ ڳالھيہ ۾:** ظ. ڳالھيون ڪندي. ڪلندي ڪڏندي. اُتي جو اُتي. انھي وقت .

**ڳالھين جو ڳھيرُ:** ص. گھڻيون ڳالھيون ڪندڙ. گھڻ ڳالھائو. ڪچھريءَ جو ڪوڏيو.

**ڳالھاءُ:** ذ. ڳالھائڻ جو آواز.

**ڳالھاوَ ڏيڻ:** جٽ ڦٽ ڪرڻ. تنبيھہ ڪرڻ. گھٽ وڌ ڳالھائڻ.

**ڳالھِرُ، ڳالھِيَرُ:** ص. گھڻو ڳالھائيندڙ. ٻٽاڪي. قصا ڪھاڻيون ٻڌائيندڙ.

**ڳالھڙ:** ذ. نوريٽڙو- نولُو.

**ڳالھائِڻُ:** م. ٻولڻ- اکڻ- ڪَھڻ- چوڻ. گفتگو ڪرڻ. ذڪر ڪرڻ. بيان ڪرڻ.

**ڳالھائِڻُ:** ذ. چينبي- دڙڪو دھمان. تنبيھہ.

**ڳالھائڻ ڏيڻ:** گھٽ وڌ ڳالھائڻ- جُٽ ڪرڻ. تنبيھہ ڪرڻ.

**ڳاموڙ، ڳاموٽ:** ث. جسم ۾ سُستي. سنڌن ۾ ڪيرائي. ٽڪ يا ننڊ جو خمار. بخار سبب بدن ۾ ياڃ. موڳائي (لڱن ۾).

**ڳانڍاپو:** ذ. تعلق- لاڳاپو- واسطو. ويجھائي- قربت. ناتو- مائٽي.

**ڳانڍُو:** ص. ڳنڍيل- جُٽ. ڀائيوار. شريڪ گڏيل- لاڳو.

**ڳانڍو:** ذ. ڳانڍاپو- تعلق- لاڳاپو- واسطو. شراڪت.

**ڳانو:** ذ. سوٽي يا ريشمي ڏوري (جيڪا سونھن خاطر ڳچيءَ ۾ ٻڌجي)- ڳاني. ڪاري سٽ مان وٽيل دعا جو ڌاڳو. چوپائي مال يا وھٽ کي سونھن خاطر ٻڌل ڪوڏين ۽ مڻڪن جي ڳاني. شاديءَ جي ھڪ رسم موجب گھوٽ ڪنوار کي ٻانھن ۾ ٻڌڻ جو ڳاڙھو سجاتي جو ڌاڳو. پکي جي ڳچيءَ ۾ قدرتي ليڪو. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو ھڪ ڳھہ.

**ڳاني:** ث. ڳانو.

**ڳاڻ:** ث. ڳڻپ- شمار- انداز.

**ڳاڻ ڳڻيو:** ص. ڳڻڻ ۾ ايندڙ. مشهور. تمام ٿورو- تمام گهٽ. نالي ماتر.

**ڳاڻاٽو. ڳاڻيٽو:** ذ. شمار- ڳڻپ.

**ڳاهه:** ث. آن ڳاهڻ جو عمل- هَلر- لتڙ. پيهت- سخت پرڙهيو. سوڙهه- تنگي. ڪشالو- سَختي. ڪنهن قصي يا داستان جي وچ ۾ آيل بيت (جيڪو ڪنهن ٽالي طرف اشارو ڪري). اشارو- مامر. ڳجهارت وارو بيت.

**ڳاهه ڳاهڻ:** ذ. ڪشالا ڪرڻ. مصيبت ڪاٽڻ.

**ڳاهه:** ذ. ڪاڄ- چُوٽو. مڇيءَ ڦاسائڻ لاءِ ڪُنڍيءَ ۾ وتل چارو. لَبُ- لالچ. ڪوس- خونريزي- مارو- قتل عام. جنگ.

**ڳاهَٽ:** ذ. ماڻهن جو انبوه. ماڻهن جي پيهت- سوڙهه- گپاگِيهه.

**ڳاهڻ:** م. ڪري ۾ گڏ تيل وَلِ تي ڍڳا هلائي سنگن مان اَنُ ڪڍڻ- هلر ڪرڻ- هلر هلائڻ. لتاڙڻ. لتاڙ ڪرڻ. عذاب ڏيڻ- چلهڻ.

**ڳاهي:** ث. ڦندو- ڳاري.

**ڳائڻ:** م. آلاپڻ. سُر سان آلاپڻ. راڳ ڪرڻ. تنوارڻ. ساراهڻ. بيان ڪرڻ. (ذ) گانو- نغمو. راڳ.

**ڳائڻو:** ص. ڳائيندڙ- راڳي. گَوَيو- ڪلونت. (ث. ڳائڻي).

**ڳائڻ وڄائڻ:** ذ. راڳ روپ- راڳ رنگ. ڳائڻ جي محفل.

**ڳائو:** ص. ڳئون جو (کير، مکڻ، گيهه، گوشت).

**ڳائي گيهه جهڙو:** ص. نج- کَرو- صاف. سچو.

**ڳاٺو:** ذ. ٻن ميلن جو مفاصلو- ڪوهه.

**ڳڀ:** ذ. پيٽ (جانور جو). عورت کي پيٽ ۾ تيل بار- حمل. وڻ يا ٻوڪ جو اندريون ڪچو مادو- جِيءُ. ڳودو- ڳِرُ. مغز- تخم.

**ڳڀجڻ:** م. ڳڀ ڪرڻ- ڦر ڪَرڻ. ڳڀ جهلڻ.

**ڳڀرو:** ص. نوجوان- نَوخيز (جنهن کي اڃان ڏاڙهي نه آئي هجي). لاسڙيات. چوڪرو.

**ڳڀو:** ذ. ٽُڪرو- ٿورو ڀاڱو. پورُ (مانيءَ جو).

**ڳڀي:** ث. مڇيءَ جو بيرو.

**ڳڀيرڻ:** ث. تخم جهلڻ واري جاءِ. ٻچي داني.

**ڳٽ:** ث. گتِ- چال- روش.

**ڳٽ:** ث. وارن جي ڳنڍيل چڳ- چوٽي. موتين جي پوچ- مڙهت.

**ڳٽرو:** ذ. وڏيل ٽُڪر- ٽُڪرو. بيرو. ڳيو.

**ڳٽرا ڪرڻ:** وڏي ٽُڪر ٽُڪر ڪرڻ. بيرا ڪرڻ.

**ڳٽڻ:** م. ڳنڍڻ (وار). ڳنڍڻ- جَڙڻ (موتي). ڳوپڻ.

**ڳٽيل:** ص. ڳنڍيل (وار). مڙهيل (موتي). ڳنڍيل- مليل. ڳوپيل.

**ڳٽر. ڳٽر:** ذ. ڪنڌ- گردن- ڳچي.

**ڳٽو. ڳٽو:** ذ. ڳڙڪ- لوگهو- ٻرگهل. پٽ ۾ وڏو سوراخ. دري. وٿي- خال. لنگهه.

**ڳٽ:** ذ. ڳچيءَ ۾ ٻڌل رسو. طوق. ڪُتي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل رسو يا پٽو. ڦاهي. ڳچي ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه.

**ڳٽ ڳچيءَ ۾ وجهڻ:** پاڻ کي مصيبت ۾ وجهڻ. ڏکي ذميداري مٿي تي کڻڻ.

**ڳٽ. ڳٽ:** ذ. ڳِلُ- مِٽُ- رخسار. وڏو گرانهه.

**ڳٽڪار:** ث. زبان جي پاسي ۽ ڳل جي ملائڻ سان نڪتل آواز (مال، پکين وغيره کي سڏڻ لاءِ ۽ وهٽ کي هلائڻ لاءِ). ٻار کي پيار مان سڏڻ جو آواز.

**ڳٽڪار:** ث. پکين جو آواز- ڳٽ ڳٽ.

**ڳٽڪارڻ:** م. جانورن ۽ پکين کي ٻُچڪارڻ. پيار مان ڳٽڪار ڪرڻ. ڳٽ ڳٽ ڪرڻ (پکي).

**ڳٽڪڻ:** م. ڳٽڪارون ڏيڻ. ٺهڪڙو ڪرڻ. کِلَ

مسخري ڪرڻ.
**ڳٿڪَڻُ:** م. ڳيري جو ڳٽ ڳٽ ڪرڻ.
**ڳٽڪو:** ذ. ننڍو ڪتاب. ٻن چئن ڪتابڙن جو مجموعو. حقي يا چلم جي ٽوپيءَ ۾ تماڪ جي هيٺان رکڻ لاءِ پتر وغيره- ڇُڳل. طبي اصطلاح ۾ پاري مان ٺهيل گوري. (ص) قد جو ننڍو پر بدن ۾ پريل (ماڻهو).
**ڳٽِ ڳٽِ:** ث. ڳيري، ڪڪڙ وغيره جو چوڳي وقت آواز. بلبل جو آواز. ڪهڪهيءَ مان پاڻي اوتڻ جو آواز. پاڻي پيئڻ وقت نڙيءَ مان نڪتل آواز.
**ڳٽڻُ، ڳٽِڻُ:** م. ٽَڻ ۾ وات وجهي ڪير ڏائڻ- چڳڙڻ.
**ڳٽو:** ذ. ڳِتو (پت ۾)- لوڳهو. واهه وغيره جي پڳل بدن کي ڏنل ڳنڍيو.
**ڳِٽو:** ذ. ڳل- مِٽَ- رخسار. وڏو گرانهه- لپوڙو.
**ڳِٽا سڄائڻ:** مِٽون ڦوڪڻ- ڪاوڙجڻ. ناراض ٿيڻ.
**ڳِٽي:** ث. ڏانوڻ (پير ۾ وجهڻ لاءِ). ٻيڙيون (پيرڪڙيون). زنجير- نِيَرُ. گهوڙي جي پيرن ۾ پيل ڪڙي ۾ ٻڌل رَسِي ٽُڪر.
**ڳٽيون پوڻ:** پيرن ۾ زنجير پوڻ. ٻنڌڻ پوڻ. سُستي يا ڍرائي ڪرڻ. مصيبت ۾ ڦاسڻ (پاراتو).
**ڳِٽي:** ث. ننڍڙو گرانهه (جيڪو ٻاڙ وڪائي سگهي). ڪانيءَ جي ڏاند ڀُڃي ڳِلي.
**ڳٽِڙي:** ث. ٻَري- ڳِند- هَڙَ. ڪپهه جي پڇايل ٻَرِي. ناڻي جي ڳوٿري.
**ڳَٽو:** ذ. ڪمند جي لنين جو ٻڌل بند. سائي گاهه (ڪانن) جي ٻَرِي.
**ڳَپلُ:** ذ. وڏو حصو- وڏو ياڳو. گهڻو- جهجهو.
**ڳِجهَه:** ث. هڪ قسم جو مشهور مردار خور پکي.
**ڳجهه:** ذ. راز- ڀيد. اندر- منجهه- انت. ڳُج- پيٽ. راز واري ڳالهه- ڳجهي ڳالهه. قبر جي سامي.

**ڳجُهه ڳوهَه:** ث. لِڪ ڇپ- رازداري- اخفا.
**ڳُجهارَتَ:** ث. مامَرَ- اشارو. ٻُجهارت. معمو. اشارن ۽ اهڃاڻن سان پروڙڻ (پڃڻ) واري پرولي.
**ڳُجهاندَرُ:** ذ. ڳجهو راز. ڀيد- راز. اونهون راز.
**ڳُجهِڙو:** ص. ڳجهو- لڪل- مخفي. راز لڪائيندڙ. (ث. ڳِجهڙي).
**ڳُجهو:** ص. لڪل- پوشيدو- خفيہ- مخفي. نامعلوم- اڻ ڄاتل.
**ڳَچُ:** ذ. گهر- مڪان. آستان. ڪلال خانو.
**ڳَچَڙو:** ذ. ڳوٺ. گهر- مڪان. آستان.
**ڳَچُ:** ذ. ٽڪر- ڀاڱو- وڏو حصو. (ص) گهڻو- زياده- وڌيڪ. ڳپل.
**ڳچ جيترو:** ص. ڪافي انداز ۾- تمام گهڻو. هيڪاندو. چڱي انداز ۾.
**ڳچَ ڪرڻ:** ٽُڪرا ڪرڻ- ڀاڱا ڪرڻ.
**ڳچ ڳاڙَڻ:** هنجهون هارڻ- ڳوڙها ڳاڙڻ.
**ڳچَ ڳنڍڻ:** ڀڳل ڀاڱا ڳنڍڻ. ويڇو ختم ڪرڻ.
**ڳچُ:** ذ. ڳِچي- سِسو- ڪَنڌُ.
**ڳِچِي:** ث. سيسي- ڪنڌ. گلو- گردن.
**ڳچيءَ پوڻ:** گلي پوڻ. زوري مٿان مڙهجڻ.
**ڳچي ڌَرَتي:** ث. سمنڊ ۾ خشڪي جي ٻن حصن کي ڳنڍيندڙ سوڙهي زمين.
**ڳچي سمنڊُ:** ذ. پاڻيءَ جي ٻن وڏن حصن ۾ ڳنڍيندڙ پاڻيءَ جو سوڙهو حصو.
**ڳُڇو:** ذ. ڇڳو (وارن، موتين وغيره جو).
**ڳِڊِڙي:** ث. نَسَ جي مُوڙهَ. نسن ۾ ڳنڊ اچڻ.
**ڳڊڙيون پوڻ:** نسون موڙهجي پوڻ (جنهن ڪري عضوو سيٽجي پوي ۽ سخت سُور ٿئي). ڪمزوري سبب بدن نستو ٿيڻ.

**ٻِڏِي:** ث. ٻِڏِڙي.

**ٻِڏِيون پوڻ:** ٻِڏِڙيون پوڻ.

**ٻِرِ:** ظ. وَٽ- پرسان. ڏانهن- اوري.

**ٻِران:** ظ. وٽان- کان- ڪَنان- پَران.

**ٻِرِ:** ث. ٻِڄي- گلو. ٻِلَ.

**ٻِرِ لائڻ:** گلي لائڻ. ياڪر پائڻ. ٻِرهاٽڙي پائڻ.

**ٻِرِ لڳڻ:** ٻِڄيءَ لڳڻ. پُٺ وٺڻ- واسطو رکڻ.

**ٻِرُ، ٻِرِ:** ث. ٻِيُ. ماس (ميويءَ جو)- اندريون رَسُ وارو گُودو.

**ٻِردارُ:** ص. ٻِر وارو- ماس يا رس وارو (ميوو وغيره).

**ٻِراٽڙي:** ث. گلي سان لائڻ- ٻِراٽي- ياڪر.

**ٻِراٽڙي پائڻ:** ياڪر پائڻ. ياڪر پائي دلجوئي ڪرڻ. همدردي ڪرڻ.

**ٻِراٽِي، ٻِرهاٽِي:** ث. ٻِراٽڙي- گلي لڳائڻ.

**ٻِراٽي ڏيڻ:** ياڪر پائي دلجوئي ڪرڻ. محبت سان ياڪر پائڻ.

**ٻِرَاڻِ، ٻِرائِي:** ث. بار- وزن. ٻِري هجڻ جي حالت.

**ٻِراهو:** ذ. چوپائي جي ٻِڄيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ رسو.

**ٻِرَٽُ:** ص. ٻِيرُو- لاسڙيات. نوجوان جنهن کي اڃان مُڇن جي ساوڪ نہ هجي.

**ٻِرَ ڪُرِي:** ث. حمل واري زال- ٻِورهاري- پيٽ سان- حامل.

**ٻِرَڻُ:** م. رِجڻ- پگهرڻ. نرم ٿيڻ. پاڻي ٿيڻ. ڪمزور ٿيڻ (بيماريءَ سبب). رڌجڻ (کاڌو). ضايع ٿيڻ.

**ٻِري وڃڻ:** جسم ڪمزور ٿيڻ. هضم ٿيڻ.

**ٻِرَو:** ص. باري- وزني- گران. ثقيل- دير هضم (کاڌو). قيمتي- وڏي ملهہ وارو. بردبار- سنجيدو. ٿلهو- جسم ۾ موٽو. نياڳو- منحوس.

**ٻِرَو:** ذ. گلو- ٻِڄي.

**ٻِري پوڻ:** ٻِڄي ۾ پوڻ. ڪنڌ ۾ پوڻ.

**ٻِري لڳائڻ:** گلي لڳائڻ- ياڪر پائڻ- ٻِراٽِي ڏيڻ.

**ٻِرِو:** ذ. نڙيءَ وارو ياڱو- نِڙي- ٻِڄي- ڪنڌ. سِينو- ڇاتي- ڪوڙو. چوٻائي مال کي ٻِڄيءَ ۾ نڪتل ٻِوڙهو. ٻِڄيءَ ۾ پيل رسو- ٻِرَهو.

**ٻِرهاٽِي:** ث. ٻِراٽِي. ياڪر.

**ٻُرماڙِي، ٻُرمَڙِي:** ث. ٻُڙُ ڪيهہ وجهي پچايل ماني- ٻُسري.

**ٻِرَهجَڻُ:** م. گلي لڳڻ- پرچڻ- سرچڻ- ريجهڻ.

**ٻِرَهڻُ:** م. حال اورڻ- حال ونڊڻ. ڏک سور ٻڌائڻ. محبت ڪرڻ. رهاڻ ڪرڻ.

**ٻِرَهو:** ذ. چوپائي مال کي ٻِڄيءَ ۾ ٻڌل ٻِنڍ ڏنل رسو- ٻِرو.

**ٻِري:** ظ. وٽ- پاسي- پر ۾.

**ٻِرِي:** ث. گلِي- گهٽي. گس- واٽ. واهہ- وسيلو. آجهو- پناه. اوٽَ. بچاءُ. واندڪائي.

**ٻُرِي:** ث. ڪمند يا ڪاني جي ٻن ٻِنڍين جي وچ وارو حصو- ڳُري.

**ٻِرِيو:** ذ. مُريو- مُربي وارو هڏو.

**ٻُڙُ:** ذ. بدن تي سوڄ وارو ٻِنڍو جنهن ۾ گند پرجي وڃي.

**ٻُڙُ:** ذ. ڪمند جو ڇميل يا ٻِوڙها ٻِنڍا ٿيل رس. ڪَکَهُ.

**ٻُڙ ٿيڻ:** ٻِنڍا ٻِوڙها ٿيڻ. گڏوچڙ ٿيڻ. مونجهارو ٿيڻ. معاملو ڪَرڻ.

**ٻُڙ ڌائِي:** ث. ٻُڙ سان اوٻاريل ڇانور ملائي ٺاهيل مناٺي- لائِي.

**ٻُڙ ڏاڙهيو:** ص. ٻاڙهي ڏاڙهي وارو. ڏاڙهي کي مينڌي لائيندڙ.

**ٻُڙاڪُو:** ذ. ٻُڙ ملايل تماڪ. ٻُڙ جي پاڻي ۾ پُسايل تماڪ.

**ڳڙڪائڻُ:** م. ڳِيهڻ- ڳِيهي ڇڏڻ. کائڻ- هضم ڪرڻ.

**ڳڙڪُ:** ذ. پيٽ ۾ ٽيل سوراخ- ٻرگهل.

**ڳڙڪو:** ذ. ڳڙڪُ- سوراخ.

**ڳڙڪي:** ث. جارو- دري- ڳڙڪو. روشن ۽ هوا جي لاءِ سوراخ.

**ڳڙڻُ:** م. ٽِمڻ- ٽپڪڻ- وهڻ (ڦُڙو ڦُڙو ٿي). سِمَڻ. ٿيندي ڪري وهڻ.

**ڳڙڻُ:** م. ڳِنهڻ- وٺڻ.

**ڳڙو:** ذ. مِينهَن جي ڦُڙن سان گڏ وسندڙ برف جو ڳنڍيو.

**ڳڙا پوڻ:** مِينهن ۾ برف جا ڳوڙها وسڻ.

**ڳڙو پوڻ:** مٿان ڪا مصيبت پوڻ. ازغيبي هڇا پوڻ.

**ڳڙهه:** ذ (سن. گڊ) قلعو- ڪوٽ- گڍ.

**ڳڙهي:** ث. ننڍو ڪوٽ- ڪوٽڙي.

**ڳڙهڻُ:** م. ڳنهڻ. قبول ڪرڻ. محسوس ڪرڻ- سمجهڻ. حال ٻڌائڻ- ڳرهڻ.

**ڳڙي:** ث. تَرُ (گوشت جي)- ٻُوٽي. سِري (ٿوم جي). ڦِري (هيڊ جي). پَتي (بصر جي). پيسي (ڪتل جي).

**ڳسڪڻُ:** م. ڳڙڪڻ- پيٽ ۾ وڃڻ- نڙي ڪان هيٺ لهڻ.

**ڳسَڻُ:** م. ڳڙڪڻ- پيٽ ۾ وڃڻ (کاڌو، گهرانهه).

**ڳڦو:** ذ. گرانهه- لقمو. اوچتو هٿ آيل مال. ڪنهن شيءِ جو وڏو انداز. مفت جو مال.

**ڳڪَ:** ث. ڪابه چنبڙي پوندڙ ليسدار شيءِ. ڳِڪَ وانگر چنبڙندڙ. ڄڄا (ماڻهو).

**ڳِڪَ تي لڳڻ:** چنبڙي پوڻ- پُٺ نه ڇڏڻ. پنيان لڳي پوڻ.

**ڳڪَلُ:** ذ. ملڪيت جو وڏو حصو. دولت- ناڻو. مفت ۾ مليل ناڻو.

**ڳڳَ:** ث. برف- يَخ. ٺارُ (ص) برف جهڙو ٿڌو.

**ڳڳاٽجڻُ:** م. برف وانگر ٺرڻ. ٺري برف ٿيڻ. بيهوش ٿيڻ. ٿڌ ۾ فرحت وٺڻ. ٿڌ ۾ ٺري پوڻ (جسم).

**ڳلِ:** ث. ڳِچي- گلو- ڪنڌ.

**ڳلِ پوڻ:** ڳچيءَ ۾ پوڻ- ڪنڌ ۾ پوڻ. ڳالهه ۾ دخل ڏيڻ.

**ڳل لائڻ:** ڳچيءَ سان لائڻ- ڀاڪر پائڻ- ڳراٽڙي ڏيڻ.

**ڳلُ، ڳَلُ:** ذ. مِٽَ- رخسار- عارض- ڳٽو.

**ڳل پَٽُ:** ص. لاسڙيات- ڳيرو. سهٺو- پُورل.

**ڳل سڄائڻ:** ڪاوڙجڻ- رُسڻ.

**ڳلٽو:** ذ. ڏٽو- گشو- رماڪ- ڏُٽارَ.

**ڳلٽو ٻڌڻ:** ڏٽو ڏيڻ- گشو ڏيڻ. لالچ ڏيئي ٺڳڻ- ڏُٽارڻ.

**ڳلپٽو:** ذ. ڳچيءَ جو هڪ ڳهُ- هڪ قسم جو هارُ.

**ڳلخورُ:** ذ. گهوڙي جو هڪ سنج (ڪنڌ ۾ ٻڌڻ واري رسي).

**ڳلڦڙو:** ذ. مڇيءَ جون ساهه کڻڻ واريون ڪَليون. ڪَلي- ڳِلٽي- ڪوٺلي.

**ڳلمُڇو:** ذ. ڳل تي ڇڏيل وارن جون وڏو مُڇو.

**ڳلو:** ذ. گلو- ڳچي- ڪنڌ- گردن. قميص وغيره ۾ بيڙن وجهڻ واري پَٽي. سنڌي جُتيءَ ۾ پب ۽ ڪڙيءَ کي ڳنڍڻ وارو چَم جو ڪشو. ڪَپُ- ڪنارو. لنگهه- واٽ.

**ڳلو پڪڙڻ:** ڳچيءَ کان جهلڻ.

**ڳلي لائڻ:** ڳلي سان لائڻ- ڀاڪر پائڻ. ڳراٽڙي ڏيڻ.

**ڳلهه:** ث. ڇڪَ- گپ.

**ڳلهو:** ص. آلو- پُسيل. گپ جهڙو ڪُونئرو. ليلهر- ٿيڦو. سُست. (ث. ڳلهي).

**ڳلِي:** ث. گَلِي- گهٽي. لنگهه. واٽ. حيلو- چارو.

**ڳلي ڪُوچو:** ذ. گهٽي گهوٻي- هرهڪ گهٽي.

**ڳمرَ:** ث. آرس. سستي. ڳاموڙ. خمار.

**ڳمرُ:** ذ. هڪ قسم جو گاهه. (ص) آرسي- ٽوٽي.

**ڳمَڻُ:** م. ڪَرَ موڙڻ. ننڊ جي خمار ۾ هجڻ. سستي ڪرڻ.

**ڳمي هلڻ:** آهستي آهستي قدم جمائي هلڻ.

**ڳنُ:** ذ. هٿيو- مُنيو- دستو. ٻيڙي کي هلائڻ لاءِ ڪاٺيءَ جي گهڙيل پَٽِي. هاليسو.

**ڳنَ ڏيڻ:** مدد ڪرڻ- همراهي ڪرڻ.

**ڳنڀيرُ:** ص (سن) اونهون- عقلمند- سياڻو. سنجيدو- بردبار.

**ڳنڌَ:** ث (سن) ٻُوءِ- واس. صفاتي پڇاڙي طور ڪمد ايندڙ (جئن سڳند وغيره).

**ڳنڌَ:** ث. ڳوهڻ جو ڪم- ڳوهه. مٽي جي وارن جون چوٽيون ڪرڻ- چوٽيون ويڙهڻ.

**ڳنڌُ:** ذ. ڳنڍڻ ( ٻوڙ ڀاڄي وغيره جنهن جي لاگ سان ماني کائجي).

**ڳنڍَڻُ:** ذ. ٻوڙ. ڀاڄي وغيره چِهَرَ (جنهن سان ماني کائجي).

**ڳنڍَڻُ:** م. ڳوهڻ- مَلڻ (اٽو). ڳُتڻ (وار)- ويڙهڻ. ڳتون ڪرڻ. ڳوپڻ- ڳنڍڻ. پوئڻ (هار، گل).

**ڳنڍِ:** ث. ٻن ٽُڪرن جو جوڙ- سَنڌُ. وڪڙ- ڦندو. هَڙ- پَري- ڳنڙي. مُوڙي. کيسو. ڪپڙي جي ٻن پلاندن کي ڳنڍ ڏيڻ جو عمل- ڳِرهه. پٽي (بصر جي).

**ڳنڍِ ڳنڍاڻ:** ث. جهيڙو- هٿاپائي- ويڙهه.

**ڳنڍِ ٻڌڻُ:** ياد رکڻ. ورد ڪرڻ. هوڏ ڪرڻ. يقين ڪرڻ.

**ڳنڍِ ٽوپَ:** ث. ناهه جوڙ- مرمت. سادي سودي مرمت.

**ڳنڍِ جا پئسا:** ذ. ذاتي رقم- کيسي جا پئسا- پنهنجا پئسا.

**ڳنڍِ جو ڳوڙهو:** ص. پئسي وارو- شاهوڪار- دولتمند.

**ڳنڍِ ڏيڻ:** ڳِرهه ڏيڻ. ملائڻ- ڳنڍڻ- جوڙڻ.

**ڳنڍِ ڪپڻ:** کيسو ڪترڻ.

**ڳنڍِ کولڻ:** خرچ ڪرڻ.

**ڳنڍُ:** ذ. رسي يا ڌاڳي وغيره جي ٻن ٽڪرن کي ڏنل ٻَڌُ- جوڙ. ڳانڍاپو- ميلاپ. سَنڌو. ڦندو. وَڪڙ- وراڪو. ناهه.

**ڳنڍِجَڻُ:** م. ڳنڍ اچڻ. پيڙو ٿيڻ- شامل ٿيڻ. گڏجڻ. مِلي وڃڻ.

**ڳنڍَجي پوڻ:** هٿين پوڻ. پاٿيوار ٿيڻ.

**ڳنڍَڙُ:** ذ. وڏو ڳنڍيو.

**ڳنڍَڙِي:** ث. ننڍي هَڙَ- ٻُجڪو.

**ڳنڍَڻُ:** م. ڳنڍ ڏيڻ- ڳِرهه ڏيڻ. وڪڙ ڏيئي ٻڌڻ. جوڙڻ- ملائڻ. سوگهو ڪري ٻڌڻ- سلهاڙڻ. گڏڻ- شامل ڪرڻ. مڙهڻ. ٽوپڻ (جُتي).

**ڳنڍيو:** ذ. ڪنهن بہ شيءِ (مِٽي وغيره جو) گول ڳوڙهو- پنوڙو- روڙو. اندروني زخم سبب ماس جو ڳوڙهو- ڳِڙُ. واهه وغيره جي وهڪ کي بند ڪرڻ لاءِ مٽيءَ جو بند. جَهل- اٽڪاءُ.

**ڳنڍيرُ:** ذ. گاهه جو هڪ قسم.

**ڳنڍيري:** ث. ڇليل ڪمند جو ڳترو.

**ڳنرِ:** ث. گند ۽ پُوڻ سان ڀريل ڳوڙهي (جيڪا ڇِڏن ۾ نکري)- ويلڻ.

**ڳنرَ:** ذ. سَرهن جون ڏانڊيون (جيڪي ڀاڄيءَ طور رڌجن).

**ڳنو:** ذ. ڪمند يا جوئر وغيره جو مِٺو ڪانو- ٽِري.

**ڳنا چُوپڻ:** بي فائدو ڪم ڪرڻ. بي وقوفي ڪرڻ.

**ڳنوارُ:** ص. ڳُٺون چاريندڙ- ڍڳين جو ڌرار. بيوقوف- مورک. اناڙي. ڳوناٺو.

**ڳنهڻُ:** م. مُلهه وٺڻ- خريد ڪرڻ. جهلڻ (هٿ ۾).

**ڳني:** ث. ڪنهن اوزار ۾ پيل هٿيو. ساهمي جي

ڪاني. ڪچي پوک. نَٽ (ڳِھ) جو ھڪ حصو. ڏاندي (گل ٻوٽي جي).

**ڳڻَ:** ث. ڳڻپ- شمار. اندازو. تڪ تور. سُڌسماء- سارسنڀارَ.

**ڳڻ ڪرڻ:** سار سنڀار لهڻ. يادگيري ڪرڻ. شمار ڪرڻ- ليکي ۾ آڻڻ.

**ڳڻُ:** ذ. (سن. گڻ) صفت- خاصيت. خصلت- خوبي. تعريف. نيڪي. نيڪ اعمال. عادت. اثر- تاثير. احسان- تورو- وڙ ڀلائي- گڻُ.

**ڳڻ ڪرڻ:** احسان ڪرڻ- تورو ڪرڻ.

**ڳڻَ ڳائڻ:** تورا مڃڻ- تعريف ڪرڻ- شُڪر بجا آڻڻ.

**ڳڻائتو:** ص. فائدي وارو- لاياڻتو. خوبيءَ وارو. سڻن لڇڻن وارو.

**ڳڻائڻُ:** م. شمار ڪرائڻ. حساب ۾ شامل ڪرائڻ. ليکي ۾ آڻائڻ.

**ڳڻتي:** ث. ويچار- فڪر. هوراڪورا- آنڌ مانڌ.

**ڳڻتي خور:** ص. ڳڻتيون پچائيندڙ. سودائي- خفقاني. پُورالو.

**ڳڻپَ:** ث. شمار. ليکو- حساب. ڳاڻيٽو.

**ڳڻ چورُ:** ص. احسان فراموش. بي شڪرو. بي ڳڻو.

**ڳڻڳوتَ:** ث. سوچ ويچار. دوراندیشي.

**ڳڻڻُ:** م. شمار ڪرڻ- اندازو ڪرڻ. ڪَٿڻ. ليکڻ. سارڻ. ويچارڻ. رِٿڻ. خيال ۾ آڻڻ.

**ڳڻولي، ڳڻولي:** ث. ڇڻوني- رِتي.

**ڳڻي:** ص. ڳُڻي- گڻوان. نيڪ افعال.

**ڳوپُ:** ص. ڀالو ڀولو- ڀورڙو- موگو. بي سمجھ. گگدامر.

**ڳوتَ:** ث. اندازو- تخمينو- تَڪَ (هميشه "ڳڻ" لفظ جي صفاتي پڇاڙي طور ڪم اچي).

**ڳوٿرو:** ذ. ڪپڙي مان ٺهيل ٿيلهو- ٻُجڪو.

**ڳوٿري:** ث. ڪپڙي جي ننڍي ٿيلهي- ٻُجڪي.

**ڳوٽَ:** ث. سارِي (شطرنج يا چوپڙ جي). ڍيري (سُٽ جي). تماڪ. جو ڪڏو- ڪُٽيل تماڪ جو ڳوڙهو.

**ڳوٽي:** ث. سُٽ جي ڍيري. ڪُٽيل تماڪ جو ڳوڙهو.

**ڳوٺُ:** ذ. ٻهراڙيءَ جي بستي- وَسِين- وَسَنُون- گامُ- واهڻ- ديهات.

**ڳوٺائو:** ص. ڳوٺ جو رهاڪو- ٻهراڙيءَ جو- ديهاتي- گاموٺي.

**ڳوٺائي:** ص. ساڳئي ڳوٺ جو رهاڪو- هم وطني.

**ڳوٺي:** ص. ڳوٺائي.

**ڳوپُ:** ذ. ڇنل نوڙي جي ڇيڙين کي وٽي ملائڻ- ڳنڍُ.

**ڳوپڻُ:** م. نوڙيءَ جي ٻن حصن جون ڇيڙيون کولي، وٽ ڏيئي اهڙيءَ طرح ملائڻ جو يڪي نوڙي ٿي وڃي ۽ ڳنڍ معلوم نه ٿئي. ڳَٽڻ- ڳنڍڻ.

**ڳوڌو:** ذ. ڍڳو- ڏاند. (ص) سورهيه- پهلوان- جوڌو.

**ڳورَ:** ث (ف. گور) قبر- ٻُني.

**ڳورانيو:** ذ. ڳرهاٽي- ڀاڪُر.

**ڳورانيو ڪرڻ:** پيار محبت سان ڀاڪر ۾ آڻڻ. ڳنڍ ڪرڻ. تنگ وڙ ڪرڻ.

**ڳوراھَ:** ث. پاڻي يا گپ ڇڪَ جي هيراڪ نانگ بلا (جيڪا زهر ڇڏي وڃي ۽ ڇڪ معمولي اثر ڪري). ڳوهيرو.

**ڳوراڻ، ڳوراڻي:** ث. بار- وزن. بردباري- سنجيدگي.

**ڳور پَٽُ:** ذ. هڪ قسم جو جانور (جيڪو قبرن مان مڙدا ڪڍي کائي).

**ڳورنهاري:** ث. ڳوربِٽ (جانور).

**ڳورَڻُ:** م. ڳولڻ- ڏورڻ. ٻنان ڇهاڙڻ جي ڳيهڻ- ڳڙڪائڻ.

**ڳورو، ڳوڙو:** ص. اڇي چمڙي وارو- ڳورو- ٻُورو. سهڻو. (ث. ڳوري، ڳوڙي).

**ڳوڙو:** ص. ڳرو- ڀاري- وزني- گران- ثقيل. دير هضم (ڪاڻو). ديرينو. سنجيده- بردبار. حيثيت وارو.

(ث. ڳوڙي).

**ڳوڙرو ڳالهائڻ:** وڏي آواز سان ڳالهائڻ. ڏيرج سان ڳالهائڻ. ٻرو يا آهستي ڳالهائڻ.

**ڳورهاري:** ص. حامله- پيٽ سان (عورت)- ڏکي.

**ڳوڙهه:** ذ. گهاٽاڻ- گهرائي (رنگ جي). (ص) گهاٽو- ڳتيل.

**ڳوڙهائي:** ث. گهاٽاڻ (رنگ جي)- گهرائي- اونهائي. پيچيدگي- مشڪلات.

**ڳوڙهو:** ذ. ڪنهن به شيءِ جو گول ڳنڍيو- پنوڙو- چاٺو- ٽيرو. روڙو. مٽيءَ جو گولڙو (گليل ۾ وجهي اُڇلڻ لاءِ)- گليلو (ڪانيائي جو). جسم ۾ ماس جو ڳڙُ. لڙڪ- هنج. (ث. ڳوڙهي).

**ڳوڙها ڪرڻ:** ڳنڍيا ڪرڻ. منجهائڻ (سُٽ).

**ڳوڙها ڳاڙڻ:** لڙڪ وهائڻ- هنجون هارڻ. افسوس ڪرڻ.

**ڳوڙهو:** ص. گهرو- گهاٽو- تيز- تکو (رنگ). ڏکيو- مشڪل- منجهيل- پيچيدو. (ث. ڳوڙهي).

**ڳوڙهي:** ث. جسم تي ماس جو دٻڙ. گولي (مٽيءَ وغيره جي).

**ڳولَ:** ث. ڳولا- تلاش. وڙول.

**ڳولا:** ث. تلاش- جستجو- ووڙ.

**ڳولا ٽولا:** ث. جانچ جونچ- جانچ پڙتال. وڙول.

**ڳولائڻُ:** م. تلاش ڪرائڻ. وڙول ڏيارڻ. پيا ڳاڇا ڪرائڻ.

**ڳولائو:** ص. ڳولا ڪندڙ- ڳوليندڙ. گهورو- طالبو. گهرجائو.

**ڳولڻُ. ڳولِڻُ:** م. ڳولا ڪرڻ- ڍونڍڻ- تلاش ڪرڻ. ووڙڻ. نهارڻ. ڳولي هٿ ڪرڻ.

**ڳولڻ ٽولڻ:** تلاش ڪرڻ- نهارڻ. جانچ جونچ ڪرڻ.

**ڳوليو نہ لڀڻ:** تلاش جي باوجود هٿ نہ اچڻ.

**ڳولي ڪڍڻ:** معلوم ڪرڻ. هٿ ڪرڻ. پتو ڪرڻ.

**ڳوليندو وتڻ:** تلاش ڪندو رهڻ.

**ڳوهِ. ڳوهِي:** ث. سِٽيءَ مان نهيل وڏي ٿيلهي- ٻوري.

**ڳوهَ:** ث. هڪ قسم جو ساهوارو (ساندي جيڏو، ۽ واري‌اسي زمين ۾ ڏر ۾ گهر ڪري)- سوسمار- پَٽ مڇي.

**ڳوهه:** ث. اٽي وغيره کي پاڻيءَ سان ڳوهڻ يا مَلَ ڏيڻ جو عمل- ڳنڊ.

**ڳوهڻُ:** م. مَلڻ (اٽو، مينديءَ وغيره).

**ڳوهيرو:** ذ. ساندي جو هڪ قسم.

**ڳهَ:** ث. هلاڪي- جاڪوڙ- ڪشالو. ڪنهن ڪم ۾ گهڻي مشغولي سبب ٿڪَ. گهڻي پنڌ جي هلاڪي.

**ڳهہ:** ذ. زيور- ڳهڻو- گروي.

**ڳهہ ڳٽو:** ذ. زر زيور.

**ڳهہ رکڻ:** گروي رکڻ. قرض وٺڻ لاءِ ضمانت طور زيور رکڻ.

**ڳهرَ:** ث. ننڊ جو خمار. نشي جو ويڳ. مدهوشي. موڳائي. آرس.

**ڳهَلو. ڳهيلو:** ص. سست- ٽوٽي- بي خيالو. پورڙو. اڻ ڄاڻ. احسانمند رهڻ.

**ڳهلائي. ڳهيلائي:** ث. ايائپ- پورڙائي. اڻ ڄاڻائي- بيوقوفي.

**ڳهڻُ:** م. لاڳيتو ڪم يا پنڌ ۾ هجڻ. پنڌ يا ڪم ۾ ٿڪجڻ. سخت پورهيو ڪرڻ. ڪشالو ڪڍڻ. ڪهڄڻ. ڳاهہ ۾ سنگ پُري وڃڻ. لوڙڻ.

**ڳهَڻُ:** ث. ٻچي داني- رحم.

**ڳهَڻُ:** م. ڳڙڪائڻ- هڙپ ڪرڻ.

**ڳهَڻو:** ذ. زيور- ڳهہ. سنڌ ۾ مَرد جو نالو.

**ڳهڻو ڳٽو:** ذ. زر زيور- ڳهہ ڳٽا.

**ڳهَو:** ذ. ڪاٽيءَ جو مقرر انداز (جيڪو هڪ ماڻهو کي ورهاست ۾ ملي). ڳهڻو.

**ڳهيرُ:** ص. پريل- تمتار. بردبار- ڳنڀير. گهڻ جاڻ. گهٽيون ڳالهيون چائندڙ.

**ڳٿون:** ث. گانءِ- ڍڳي.

**ڳٿي:** ث. مقعد- چُت- ڍُبر.

**ڳٿي اگهاڙو:** ص. بيحيا- بي شرم. بي ننگ.

**ڳٿي ڏيکارڻ:** دل جو راز ٻڌائڻ. بي پرواهي ڏيکارڻ. انڪاري ٿيڻ. پُٺ ڏيڻ.

**ڳٿي ڪوڙڻ:** ويهڻ. ٽڪ ٽڪ يجڻ لاءِ ويهڻ. هڪ هنڌ تڪاءُ ڪرڻ.

**ڳٿي ڳِيسَ:** ث. توبهه- بان- آڻ مڃڻ.

**ڳٿي ڳرو:** ص. مغرور- وڏائي خور.

**ڳٿي گهرڙائڻ:** خدمت چاڪري ڪرڻ. آزي نيزاري ڪرڻ.

**ڳِيتَ:** ث. ڳِيهڻ جو عمل- تِڪَ.

**ڳِيت ڏيڻ:** نڙيءَ کي زور ڏيئي ڪاتو يا پاڻي پيٽ ۾ وجهڻ.

**ڳِيَتُون ڏيڻ:** تڪليفون ڏسڻ. تڪليف سان ڪم ڪار ڪرڻ.

**ڳِيتُ:** ذ. گيت. ڳِيچُ. گانو.

**ڳِيتَ ڳائڻ:** ڳُڻَ ڳائڻ- ساراهه ڪرڻ.

**ڳِيتَ:** ث. سُٽَ جي ديري.

**ڳِيَجهو:** ذ. يوندڙ کائيندڙ پکي- ڳجهه. حرامخور.

**ڳِيچُ:** ذ. گيت. ڳاچ- ڳِيَو. شادي وغيره جي موقعي تي چيل گيت- سهرو.

**ڳِيرو:** ذ. هڪ قسم جو پکي. (ث. ڳيري).

**ڳِيڙُ:** ص. مست موالي. بيوقوف. بي زور. چاڪر- غلام- ٻانهون.

**ڳِيڙَڻُ:** م. خريد ڪرڻ- وٺڻ- ڳنهڻ.

**ڳِيسَڻُ:** م. ڳڙڪڻ- هضم ٿيڻ.

**ڳِيو:** ذ. ڳيچ- گيت.

**ڳِيهَڻُ:** م. ڳڙڪائڻ- ڳيت ڏيئي کائڻ.

**ڳِيهي وڃڻ:** ڳڙڪائڻ. ٿٻائڻ- هضم ڪرڻ. موروثي حق غضب ڪرڻ.

**ڳِيهُون:** ذ. گيهون- گندم- ڪڻڪ.

# گھ

**گهه:** ث. (اُچار 'گهي') سنڌي "الف- بي" جو ٽيتاليهون اکر.

**گهاتِ:** ث (سن) قتل- خون- ڪوس. مناسب وقت. موقعو- تاڪ- تاڙ- وجهه. دشمن يا شڪار لاءِ لڪي ويهڻ جي جاءِ- ڪمين گاهه.

**گهات ۾ هجڻ:** مناسب موقعي جي تلاش ۾ هجڻ- وجهه ڳولڻ.

**گهاتَڪُ:** ص. قاتل- خوني. فريبي- دغاباز. ڌوهه سان ماريندڙ.

**گهاتُو:** ص. تاڪ ۾ ويٺل شڪاري. شڪاري. دشمن- ويري. سمنڊ ۾ مڇيءَ جو شڪار ڪندڙ. ٽوٻو- غواص.

**گهاٽُ:** ذ. ڪناري تي ٻيڙيءَ مان لهڻ يا چڙهڻ جي مقرر جاءِ- پَتَڻ. ڌوٻين جي ڪپڙن ڌوئڻ جي جاءِ- تَڙُ. ٽاڪو- چوڪي. پهاڙ- جبل. ڊول- نمونو- گهاڙيٽو.

**گهاٽُ گهڙڻ:** رستو ٺاهڻ. منصوبو سِٽڻ- سازش ڪرڻ. رِٿَ رٿڻ.

**گهاتاڻ، گهاتائي:** ث. پاڻيٺ جي ڪثافت. ڪپڙي

جي موٽائي. رنگ جي گهرائي.

**گهاٽو؛** ذ. نقصان- ڇيهو- ٽوٽو- خسارو. (ص) گهٽو (جهنگ). ڳوڙهو (رنگ). ويجهو (دوست، عزيز). سَنهون. ڪثيف. ٿلهو (ڪپڙو). ڳتيل- مڙهيل. (ث. گهاٽي).

**گهاٽو پوڻ؛** نقصان پوڻ- ڇيهو رسڻ. ويجهو ٿيڻ.

**گهاٽِي؛** ث. جبل جي وادي- ماٿري. جبل جو گس- لڪُ. ڪَمي- اڻاٺ.

**گهاٽي واڍي؛** ث. ڪمي بيشي- گهٽ وڌ. ڪَس ڪَسر.

**گهارِ؛** ث. جبل يا واريءَ سي زمين ۾ پاڻيءَ جي وهڪ سان ٺهيل ڏار- غار- چُر.

**گهارَڻُ، گهارِڻُ؛** م. گذارڻ- ڪاٽڻ- جالڻ.

**گهارو؛** ذ. واهه، ندي وغيره ۾ وهڪري سبب ٺهيل ڪاڏ- ڪَنڍُ. وهڪرو.

**گهارِي؛** ث. وِٿي- وڇوٽي. ويڇو- جدائي. وڇوڙو. پاڻيءَ جي وهڪري ۾ پيل رُوڻ. ڪپڙي مان نڪتل تندن جي وڇوٽي.

**گهاري پوڻ؛** وِٿي پوڻ. جدائي ٿيڻ. رنڊڪ پوڻ.

**گهاڙَ؛** ث. ڇلَ- گهڙائي (ڪاٺيءَ جي). گهڙڻ يا ٺاهڻ جو نمونو- گهاڙيٽو.

**گهاڙُو؛** ذ. گهڙيل گس. وڏو رستو- سڌي واٽ. لوهه جو هڪ قسم.

**گهاڙيٽو؛** ذ. گهڙَت جو نمونو. نمونو- ڍول. رِٿا.

**گهاگهائڻُ؛** م. ڏوڪڻ- "ڏو" ڪري گهڙڻ. همت سان ٽپي پوڻ. آسرو لاهڻ (پوئتي جي پرواهه نه ڪرڻ).

**گهاگهَرِ؛** ث. ڏاتوءَ مان ٺهيل خاص قسم جو ٿانءُ (پاڻيءَ پرڻ لاءِ، مَٽَ جهڙو)- موربو (پتل يا ٽامي جو). دِلو.

**گهاگهرو؛** ذ. هڪ قسم جو زنانو ڍگهو ڪڙتو. گهير وارو ڍگهو چولو.

**گهاگهِري؛** ث. ننڍي گهيري وارو ڍگهو ٻارائو چولو.

**گهامَ؛** ث. أس. سج جي گرمي. گهٽَ.

**گهانچو؛** ذ. رستي ۾ ننڍي ڪَڏ- جهانڪو.

**گهاندارُ؛** ذ. چوپائي ڪي ڳچيءَ ۾ ٻڌل وڏو گهنڊ- وڏو چرو. وڏو شاهي جانور.

**گهانگهو؛** ذ. نڪر جي پڳل ٿانءَجي ڳچيءَ وارو گول حصو- گِرڻ.

**گهانگهو ڳچيءَ ۾ وجهڻ؛** پرايو آزار پنهنجي ذمي ڪرڻ.

**گهانگها لاهڻ؛** پور پور ڪرڻ- ٽڪر ٽڪر ڪرڻ- ڀاڱا لاهڻ.

**گهائو؛** ذ. تيلي ٻج پيڙڻ لاءِ ڪاٺ جي ڪَلَ (جنهن ڪي اُٺ يا ڏاند ڦيري ٿي هلائي). ڪولهو.

**گهائي ۾ وهائڻ؛** سخت پورهيو ڪرائڻ. آزارڻ- ستائڻ. بنا اجوري ڪم وٺڻ.

**گهائِي؛** ث. ننڍو گهائو (جيڪو ماڻهو هلائي). مصيبت. آزار.

**گهائي پوڻ؛** گهائيءَ ۾ گهڻ. سخت مصيبت پوڻ. ڳري سزا هيٺ اچڻ. سزا طور گهائي ۾ پيڙجڻ.

**گهاءِ؛** ظ. وانگر- جهڙو.

**گهاءُ؛** ذ. زخم- اونهون زخم. وِڍ- چِهڪ.

**گهاءُ وجهڻ؛** زخم ڪرڻ. وِڍ وجهڻ؛ آزارڻ. طعنن مهڻن سان وِڍ وجهڻ.

**گهائڻُ؛** م. زخمي ڪرڻ- ڦٽڻ- گهايل ڪرڻ.

**گهائِلُ، گهايَلُ؛** ص. زخمي- ڦٽيل- واڍوڙيل. ڏکويل- ستايل (عشق جو).

**گهائِل مائِل؛** ص. هريل مِريل- هاٺو ماٺو. رليل مليل. حجتي- گستاخ.

**گهائو؛** ذ. مڇي مارڻ جو وڏو ڄار.

**گهائي:** ث. پلي مڇي مارڻ جو ننڍو ڄار.
**گهٻ:** ث. اک ۾ لڳل ڏک. لڳل ڏک (جنهن ۾ سوڄ ٿئي).
**گهٻراٽ:** ث. ٻوڙاٽ. مونجهه (دل جي).
**گهٻراهٽ:** ث. بيقراري- لوڇ پوڇ- آتر ويلا- مُونجهه (دل جي)- آنڌ مانڌ. ڊپ- ڀَوُ. پريشاني.
**گهٻرائڻ، گهٻرائجڻ:** م. حواس خطا ٿيڻ. ٽٽان ٽٽان ٿيڻ- ششدر ٿيڻ. هڪ ٻڪو ٿيڻ. ڊڄڻ. وائڙو ٿيڻ. پريشان ٿيڻ. بيقرار ٿيڻ.
**گهٻرو:** ص. ڪنن کان گهٽ ٻڌندڙ- ٽورو ٻوڙو- گهٽ واجو ڪندڙ (سِڪو).
**گهٻو:** ث. ڪانيائي.
**گهبيٽ:** ذ. مناڻي جو هڪ قسم.
**گهپيڙ:** ص. ڄاٽو- سمجهُو. ڏاهو. ڏاڍو- سخت.
**گهت:** ث. چال- روش- گتِ.
**گهٽ:** ث. ٽٻي- گوتو- غوطو (پاڻيءَ ۾). گوهي (ٻڏڻ ۾).
**گهٽون هڻڻ:** ٽبيون ڏيڻ (پاڻي ۾ ٻجهڙو ترڻ). گوهيون ڏيڻ. ٽٻائڻ لاءِ ٻڏڻ.
**گهٽڻ:** م. وڃڻ- گهيڙائڻ- داخل ڪرڻ- درج ڪرڻ.
**گهٽِ:** ص. ٿورو- ڪم- اڻ پورو- ڪسو. ننڍو- اوڻو. خسيس. هلڪو. ڪوتاهه. مختصر. قليل. ورلي.
**گهٽ ڪرڻ:** گهٽائڻ. ڪٽ ڪرڻ. ٿورو ڪرڻ.
**گهٽ وڌ:** ص. ٿورو گهڻو- ڪم بيش. مهانگو سهانگو.
**گهٽ وڌائي:** ث. ڪمي بيشي- ٿوري گهڻي. ردوبدل- ڦيرگهير. فرق- تفاوت.
**گهٽ وڌ چوڻ:** بڪواس ڪرڻ. اجايو ڳالهائڻ. گارگند ڪرڻ. بدشد ڳالهائڻ.
**گهٽ:** ذ. لنگهه- ٻنيو. دَرُ. لَڪُ- دَرو. لوگهو- ڳڙڪ. گس- پيچرو. جسم. دل- منُ- جيءُ. روح- ساهه.
**گهٽ گهيڙ:** ذ. گهاٽ ۽ تڙ (پاڻيءَ جا). لنگهه- رستو. ور وڪڙ (رستي جا).
**گهٽ:** ث. رڳهه- اُٻس. ٻوساٽ (هوا جي). روڪ- جهل. سوڙهه- تنگي.
**گهٽ ٿيڻ:** هوا بند ٿيڻ سبب مونجهه ٿيڻ. تنگي ٿيڻ- سوڙهه ٿيڻ.
**گهٽ:** ذ. ڍُڪُ- سُرڪَ.
**گهٽا:** ث. ڪارو ڪڪر. گهاٽا ڪڪر.
**گهٽا وڌي:** ث. گهٽ وڌائي- ڪمي پيشي. ٿورائي گهڻائي.
**گهٽائڻ:** م. ٿورو ڪرڻ. لاهڻ (اگهه). ڪٽ ڪرڻ- وضع ڪرڻ. هيٺ ڪرڻ (درجو). ننڍو ڪرڻ- ڇوٽو ڪرڻ. تخفيف ڪرڻ. ڇانڊڻ.
**گهٽتائي:** ث. ڪمي. ٿورائي. قلت- اڻاٺ. ڪَس. کوٽ. ڪوتاهي.
**گهٽجڻ:** م. لهڻ- لاٽ کائڻ. ٿورو ٿيڻ. ننڍو ٿيڻ. زوال ٿيڻ. مُسَڻ. ڇانڊجڻ.
**گهٽجڻ وڌجڻ:** گهٽ وڌ ٿيڻ. لهڻ چڙهڻ (اگهه، پاڻي). يڪسان نه رهڻ.
**گهٽجڻ:** م. بندجڻ (ساهه)- ٻُوساٽجڻ. واڌ روڪجڻ (ٻُوٽي، فصل جي).
**گهٽڪڻ:** م. ڍُڪ پرڻ. پاڻي وغيره نڙيءَ مان ڏڪيائي سان هيٺ لهڻ- اُٽڙجڻ- اُٽُو اچڻ.
**گهٽڻ:** م. گهٽجڻ- گهٽ ٿيڻ- ٿورو ٿيڻ.
**گهٽڻ:** م. گهٽو ڏيڻ- گهوگهو ڏيڻ. نڙيءَ کان جهلڻ. سوڙهو ڪرڻ- تنگ ڪرڻ. مجبور ڪرڻ.
**گهٽو:** ذ. گهيٽو (چوپايو)- دُنبو.
**گهٽو:** ذ. گهوگهو- نڙيءَ ۾ ساهه جي ٻُوسٽ.

**گھُٽو ڏيڻ:** گھوگھو ڏيڻ. گھوگھو ڏيئي مارڻ. سوڙهو ڪرڻ. مجبور ڪرڻ. زوري ڪا ڳالھ مڃائڻ.

**گهٽِي، گهِٽِي:** ث. گِلي- ڳلي- ڪُوچو- سوڙهو لنگھ. راھ- گس- چارو. گهرن جي وچان سوڙهو گس.

**گهٽيون گهمڻ:** اجايو رلڻ. بيڪار اُجهڻ. ڌڪا کائڻ.

**گهَپُ:** ذ. وَڍُ- ٽُڪو- ڪَپُ.

**گهِپَ:** ص. گهٽو- سخت (انڌارو). گهٽي اوندھ- گهگھ اونداهي.

**گهَپلو:** ذ. گڙٻڙ. ڏچو. غلطي. هيراڦيري. غبن. دوکو.

**گهچ:** ث. سوڙهي جاءِ ۾ مخلوق جي گهٽائي. گهٽائي- سوڙھ- پيھ. گپ- چِڪَ.

**گهچ مچ:** ث. گهٽائي- سوڙھ- پيھ. گڏوچڙ.

**گهَچُ:** ذ. ٽُنگ- سوراخ. گهُٻ. (ص) اگلو- گدلو. بيوقوف. چيگرو.

**گهَچڪو:** ذ. لوڏو- گهڪو- رنڌڪ.

**گهَچَڻُ:** م. گهُسڻ- گهيڙڻ- زور سان وجهڻ. گهُچا هڻڻ (لاٽوءَ کي).

**گهُچو:** ذ. لاٽوءَ کي ٻئي لاٽوءَ جي چُهنب سان سوراخ ڪرڻ.

**گهِڏَڻُ:** م. نشي ۾ اٽڙڻ- نشي يا ننڊ ۾ جهولڻ. اوجهرڻ- گهوماٽجڻ.

**گهَرُ:** ذ. مڪان- بيت- رهڻ جي جاءِ- مَسڪن. جاءِ- جڳهہ. هنڌ- ٺِڪاڻو. خانو.

**گهر آباد ڪرڻ:** گهر وسائڻ- شادي ڪرڻ.

**گهر ٻاري ڏياري ڪرڻ:** ناموس ۽ مشهوري لاءِ اجايو خرچ ڪرڻ. فضول خرچي ڪرڻ.

**گهر ڀَرڻ:** جاءِ کي سامان سان ڀرڻ. ٻئي جو مال ملڪيت پنهنجي گهر ۾ آڻڻ.

**گهر تائين پڄائڻ:** منزل تي رسائڻ. چيھ ڪرڻ- دنگ ڪرڻ.

**گهرَ تَڪڻُ:** گهر ڏسڻ. مقصد واري گهر جي ڳولا ڪرڻ.

**گهر جا ماڻهو:** ذ. ياتي- ڪٽنب.

**گهر جو:** ص. گهر متعلق- ذاتي. پنهنجو. گهر جو ٻلبل- تاريل.

**گهَر جي ڳالھ:** ث. پنهنجي ڳالھ. ذاتي معاملو.

**گهر ڏسي ڇڏڻ:** ٺام ٺڪاڻي کان واقف ٿيڻ. رستو ڏسڻ. واقف ٿيڻ.

**گهَر ڪرڻ:** جڳھ پيدا ڪرڻ. سمائجڻ (دل ۾). گهر آباد ڪرڻ. ڪفايت شعاري ڪري بچت ڪرڻ. ٺام ٺڪاڻو ٺاهڻ. هڪ هنڌ ٽانڪيو ٿي وهڻ. آسودو ٿيڻ.

**گهَر ڪيرائڻ:** مٿان مصيبت وجهڻ. تمام وڏو نقصان ڪرڻ.

**گهَر کائڻ:** بيروزگاري ۾ گهر جا ٿپڙ وڪڻي گذران ڪرڻ.

**گهر لُٽائڻ:** ضرورت کان زياده خرچ ڪرڻ. فضول خرچي ڪرڻ. ملڪيت اُڏائڻ.

**گهر مٿي تي کڻڻ:** گوڙ ڪرڻ- هُل ڪرڻ.

**گهر هلائڻ:** گهر جو انتظام هلائڻ. گهر جي روزمره ضرورتن جي پورائي لاءِ خرچ ڪرڻ.

**گهَرَ:** ث. طلب- ضروت- چاھ. مرضي. دعوي. گهٽو- قرض.

**گهَرَ ڪرڻ:** طلب ڪرڻ- منگڻ- تقاضا ڪرڻ.

**گهَرانو، گهِرانو:** ذ. خاندان- نسل. ڪٽنب. ڪُڙم- پيڙهي- ٻُڻ.

**گهَران:** ظ. گهر مان- هڙ مان- ڳنڍ مان- پنهنجي طرفان.

**گهُرائڻُ:** م. ڪوٺڻ- سڏڻ. طلب ڪرڻ. حاضر ڪرڻ.

**گهر ٻارُ:** ذ. گهر ۽ ڪٽنب. ٻار ٻچا.

**گهَر تڙُ:** ذ. گهر گهاٽ. ٺام ٺڪاڻو.

**گهرِٽي:** ث. ننڊ جي پِنڪي- اوجهرائي.

**گهِرتيون ڪاڻڻ:** پنڪيون ڪاڻڻ. ڳُڻتيون پچائڻ. دل مَن هڻڻ.

**گهُرجَ:** ث. ضروت- طلب- گَپُ- حاجت.

**گهُرجائُو:** ص. ضروتمند- طالبو- حاجتمند.

**گهُرجَڻُ:** م. لازم هئڻ. کپڻ- مِلڻ.

**گهَر ڌڻي:** ص. گهر جو مالڪ. مڙس- خاوند. (اصطلاحا) ڪُوتو.

**گهَرڙاٽُ:** ذ. گـهَرڙجڻ جو زوردار آواز (گـاڏيءَ جي هلڻ، يا ڏندي ڪوندي ۾ گهوٽجڻ جو آواز)- رَهٽو.

**گهرڙ گهاڻُو:** ص. ڏاڍو گهائيندڙ. بي قياس. زوراور.

**گهَرڙو:** ذ. ننڍڙو گهر.

**گهِرڪَڻُ:** م. گسڪڻ- رڙهڻ- تِرڪڻ.

**گهُرڪو:** ذ. وري وريَ گهُرڻ- ڪُرڪُر. ٺڙهي- هُڏي.

**گهَرگهاٽُ:** ذ. ٺامر ٺڪاڻو- جاءِ جڳهه. رهائش- سُڪونت.

**گهُر گهُر:** ث. وري وري گهرڻ يا چوڻ. گهڻو چوڻ. بار بار تاڪيد.

**گهر گهِلو:** ص. ڍِلو- خلاصو. ويڪرو (ث. گهِر گهِلي).

**گهَر نائي:** ص. سامريجي گهر ۾ رهندڙ نائي.

**گهُرَڻُ:** م. طلب ڪرڻ. سوال ڪرڻ- منگڻ- هٿ ٽنگڻ. چاهڻ- پسند ڪرڻ. تقاضا ڪرڻ. اُڳاڙڻ (قرض)- وصول ڪرڻ. لهڻ.

**گهُري وٺڻ:** طلب ڪري وٺڻ. ضروت جو اظهار ڪري وٺڻ. اجازت سان ڪڻڻ. سوال ڪرڻ.

**گهَرُو:** ص. گهَر جو- ذاتي. پنهنجو.

**گهَر وارو:** ذ. مڙس- خاوند- وَرُ. گهر جو مالڪ- ڌڻي. (ث. گهَر واري).

**گهَر واري:** ث. زال.

**گهَر ويٺي:** ظ. بنا محبت جي. مفت ۾. ڪيڏانهن وڃڻ کان سواءِ.

**گهُري:** ث. مرضي. رب جي رضا- ڌڻيءَ جي مرضي. قضا.

**گهريتڙي:** ث. جيت جو هڪ قسم (جيڪا پتين ۾ گهر ٺاهي).

**گهَريتي:** ث. گهر واري. گهرڌياڻي- گهر جي مالڪياڻي. وريتي- سهاڳڻ.

**گهَريلو:** ص. گهر جو. ذاتي. گهر جو نهيل- هتراڏو. گهر جو پاليل.

**گهَڙَ:** ث. ٺاهپ- گهاڙيٽو- نمونو- ساخت. گهڙن جي ٺاهه.

**گهَڙا مَنجي:** ث. گهڙن (دِلن) رکڻ لاءِ ڪاٺين مان نهيل گهوڙي.

**گهَڙائي، گهڙائي:** ث. زيورن جي ٺهرائي.

**گهَڙائِڻُ:** م. ٺهرائڻ (گهه). جوڙائڻ- اڏائڻ.

**گهَڙِپَ:** ث. سارين جي فصل لاءِ پاڻي ۾ ٻج ڇٽڻ.

**گهَڙِپي:** ث. ناٽڪ- سانگ. چمر جو خاص لـڪـڻ (گهوڙي هڪلڻ لاءِ).

**گهَڙَتَ، گهَڙَپَ:** ث. بناوت- گهاڙيٽو- ساخت.

**گهَڙجَڻُ:** م. چِلجڻ. مندجڻ (اڏاوت). بنجڻ- ٺهڻ.

**گهَڙَڻُ، گهَڙڻُ:** م. ناهڻ- جوڙڻ (زيور). ٺپڻ (ٽانو).

**گهَڙَڻُ:** م. داخل ٿيڻ- گهڙي وڃڻ. اندر وڃڻ. دخل ڏيڻ. پيهڻ. وڃڻ (پاڻيءَ ۾).

**گهَڙو:** ذ. دِلو.

**گهَڙا پرڻ:** خدمت ڪرڻ. چاڪري ڪرڻ.

**گهَڙي:** ث. ڏينهن رات جو سٺيون حصو (جيڪو ٢٤ منٽ ٿئي). پل- کِن- ساعت- لحظو. وقت ڏيکارڻ جو اوزار- واچَ. ننڍو دِلو- دِلي.

**گهَڙي پرڻ:** شاديءَ جي هڪ رسم موجب گهوٽ ڪنوار لاءِ ستن کوهن جي پاڻي مان دِلي پري اچڻ

(جنهن ۾ بيو پاڻي ملائي ڪري وهنجارجي).

**گهڙي ساز:** ذ. واچ ميڪر.

**گهڙي ساعت:** ث. ڪن پل- ٿوري دير.

**گهڙي گهڙي:** ظ. ذري ذري- ٿوري ٿوري دير ڪان پوءِ. وري وري- هر هر.

**گهڙيءَ ۾:** ظ. پل ۾- لحظي ۾. يڪدم- جهٽ پٽ.

**گهڙيالُ:** ذ. پتل جي گول ٿالهي (جنهن کي ڪاٺ جي مترڪي سان ڏڪ هڻي وڄائجي. عَموما پهريدارن وٽ، اميرن جي درن تي، يا عاشورن جي جلوس ۾)، پٽ تي ٽنگڻ لاءِ وڏي گهڙي.

**گهڙيالچي:** ذ. گهڙيال وَڄائڻ تي مقرر ملازم.

**گهسَڻُ:** م. زور سان اندر وڃڻ. گهڙڻ. پيهي وڃڻ. داخل ٿيڻ.

**گهگهہ:** ث. اوندهہ- ہاٺ- اُجهندو- گهُور.

**گهگهہَ اونداهہ:** ث. ڪاري رات- ہاٺ اونداهي.

**گهگهہُ:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم- چبرو.

**گهگهہ پکي:** ذ. جهنگلي ڪُڪڙ. چبرو.

**گهگهڻي:** ث. ڳجهي هنڌ تي هنيل مُڪَ. ٺبي- گوتو.

**گهگهڻي:** ص. ٿلهو ۽ بندرو (مائهو).

**گهگهَرِ:** ث. وڏي گهيري وارو وڏو شاهي دِلو- گهاگهَرِ. وڃت جو ساز.

**گهگهرو:** ذ. گهاگهرو (زنانو چولو).

**گهگهلڻُ:** م. ڳيري جو "گهوگهو" وارو آواز ڪرڻ.

**گهگهو:** ذ. وڏين ٻانهن سان پيرن تائين زنانو چولو.

**گهگهيلي:** ث. گهگهو پاتل عورت.

**گهگهو:** ذ. وينل نڙيءَ جو آواز- گهُٽيل آواز.

**گهگهو:** ذ. سيٽيءَ جو آواز (ملازمن کي سڏڻ يا موڪل ڏيڻ يا تائيم ٻڌائڻ لاءِ).

**گهگهي:** ث. روئندي روئندي ساهہ جي گهٽَ- سڏڪو. گهُٽيل نڙيءَ مان نڪتل آواز. ڊپ ۾ وات مان نڪتل آواز.

**گهگهي پوڻ:** گهٽي روئڻ ڪري نڙي ويهي رهڻ.

**گهگهي:** ث. ٺڪر جو سوڙهيءَ ڳچيءَ سان ٿانءُ- صُراحِي.

**گهَلِ:** ث. گهوڙن تي چڙهيل لشڪر يا ٽولو. لشڪر. ڌاڙيلن جو ٽولو.

**گهَلِ تي پوڻ:** لشڪر تي پوڻ. انبوهہ تي پوڻ.

**گهِلَ:** ث. اوجهراڻي- پنڪي. ننڊ جي ڳهر.

**گهلڻُ:** م. ڳرڻ- رِجڻ. پاڻي ٿيڻ. مِلڻ- گڏجڻ. لڳڻ (هوا).

**گهمَ:** ث. آلاڻ- نَمي. هوا ۾ پاڻيٺ جو اثر. پاڻيٺ- پوسل. ماڪ. سِمَ (زمين جي).

**گهمائڻُ:** م. ڦيرائڻ- چڪر ڏيڻ. سَير ڪرائڻ. گشت ڪرائڻ. دوکو ڏيڻ.

**گهمتاڙِي:** ث. ڦيرو- چڪر. سَير. ڦيري.

**گهمتاڙي ڏيڻ:** گهمي ڦري اچڻ. چڪر ڏيڻ.

**گهمجڻُ:** م. ماڪ ۾ پُسڻ- آبڪو ٿيڻ. گهمَ ۾ آلو ٿيڻ.

**گهمرو:** ذ. ڦيرو- چڪر. پيرو.

**گهمرو ڏيڻ:** پيرو ڏيڻ. ڦيرو ڏيڻ. وارو ڏيڻ.

**گهمرو ڪڍڻ:** ملهہ ۾ وارو ڪڍڻ. دولاب سان نڱڻ.

**گهمِري:** ث. ڦيري- چڪر (مٽي ڪي)- گهمتاڙي.

**گهمريون کائڻ:** ڦرڻ- چڪر کائڻ. ڦيريون پائڻ.

**گهمسانُ:** ذ. لڙائي- جنگ. پيڙ- انبوهہ- هجوم. هُل- هنگامو- هنبس. مانداڻ. ڌمچر- ہائيتال.

**گهمَنُ:** م. جبرو- ڏاڍو. زوراور.

**گهمَنڊڙُ:** ص. چڪر ڏيندڙ- ڦرندڙ. سيلاني.

**گهمَنڊ، گهمنڊُ:** ذ. غرور- تڪبر- فخر- وڏائي- هَٺُ. آڪڙ- سيٺ. پروسو- زور.

**گهمنڊي:** ص. وڏائي خور. هنيلو.

**گهمڻ:** م. ڦرڻ. چڪر ڏيڻ- سير ڪرڻ. گشت ڪرڻ- پسار ڪرڻ.

**گهمڻ ڦرڻ:** چڪر هڻڻ- سير ڪرڻ. تفريح ڪرڻ.

**گهمڻ گهوڙو:** ذ. گهمڻ جو شوقين. سيلاني. رولاڪ. هڪ هنڌ سِڪ ڪري نه وهندڙ.

**گهمڻ:** ذ. لوهه جو وڏو متر ڪو. گهمڻ.

**گهمن چڪر:** ص. وڏو چالاڪ. بيوقوف. آتشبازي جو چڪر (جنهن ۾ گهڻن ئي قسمن جا نمونا ٿين).

**گهمنتري:** ث. چالاڪي- حرفت. ڏڻو- دلبو. دم دلاسو.

**گهمنتري چاڙهڻ:** ڏڻو ڏيڻ. چالاڪي ڪرڻ. حرفت بازي ڪرڻ.

**گهمنٽو:** ذ. هاٿيءَ جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل وڏو چڙو- گهنڊ.

**گهمنٽو:** ذ. زمين ماپڻ جو هڪ ماڻ (ويهه ويسا).

**گهمنٽي، گهمنٽي:** ث. گهنڊڙي.

**گهنج:** ذ. وَر (ڪپڙي ۾)- سَر (پيشانيءَ ۾).

**گهنج وجهڻ:** سَر وجهڻ (منهن يا ڪپڙي ۾).

**گهنجائڻ:** م. سَر وجهڻ (ڪپڙي، پيشاني ۾). منجهائڻ (سٽ). گهنج وجهڻ.

**گهنجڻ:** م. گهنج وجهڻ (ڪپڙي ۾)- سَرَ وجهڻ (پيشانيءَ ۾).

**گهنڊ:** ص. وڏو گهمنڊ. وڏو.

**گهنڊ:** ذ. پتل وغيره مان ٺهيل ٿالهي- گهڙيال. وڏو چڙو.

**گهنڊ:** ذ. گهنج (منهن ۾). منهن تي ٻڌل ڪپڙي جو جهُنڊ.

**گهنڊ وجهڻ:** منهن ۾ سَرَ وجهڻ. پيشانيءَ ۾ گهنج وجهڻ.

**گهنڊڙي:** ث. گهنٽي. چڙي.

**گهنڊو:** ذ. وڪڙ- وَرُ (رستي جو).

**گهنڊي:** ث. گهنٽي. چڙي- گهنڊڙي.

**گهنڊي:** ث. پيچ- وڪڙ- وَرُ. گهنج- اٿاوت ۾ رهجي ويل ڏاڳي جي ڳنڊ. مونجهارو. سنگ جي سنڌي. آنُ نڪتل سَنگ (جوئر جو).

**گهنڊيدار:** ص. ورن وڪڙن وارو- پيچدار- گهنڊيون ٽيل.

**گهنگهر:** ذ. جنجال- معامو. ڳچيءَ ۾ پيل مسئلو. مونجهارو. ذميداري. مصيبت.

**گهنگهر ۾ پوڻ:** مصيبت ۾ پوڻ- آزار ۾ پوڻ.

**گهنگهرو، گهنگهرو:** ذ. پتل جي ننڍڙي دهلي (جنهن ۾ چڻي جيترو پٿر پيل هجي ۽ وڄي).

**گهنگهريالو:** ص. گهنڊيدار- پيچدار- خمدار.

**گهنگهور:** ص. ڪارو (ڪڪر). گجگوڙ وارو (جهڙ).

**گهڻ:** ث. گهڻائي- افراط- ڪثرت. واڌ- اضافو.

**گهڻ ڄاڻ:** ص. گهڻو ڄاڻندڙ- ڏاهو- قابل- سُڄاڻ.

**گهڻ رُخو:** ص. گهڻن پاسن وارو- پهلودار.

**گهڻ ڳالهائو:** ص. گهڻو ڳالهائيندڙ. بڪ بڪيو. واتراتو.

**گهڻگهرو:** ص. ڀلو چاهيندڙ- خيرخواهه.

**گهڻگهرائي:** ث. خيرخواهي- ڀلائي- نيڪي.

**گهڻ متيو:** ص. ٻين جي صلاحن تي هلندڙ. پر متڙيو. ڦرڻو گهرڻو.

**گهڻ ۾ پوڻ:** ڏگهين ڳالهين ۾ پوڻ. اجاين ڪمن ۾ پوڻ. ڊيگهه ۾ پوڻ.

**گهڻائي:** ث. زيادتي- واڌ. سرسي.

**گهڻڪڻ:** م. گهنگهرن وانگر وڄڻ. ٻُرڻ.

**گهڻو:** ص. زياده- جهجهو- ڪثير- بسيار. جام- جال. ريل ڇيل. بيحد.

**گهڻو تڻو:** ظ. اڪثر ڪري- عام طرح.

**گهڻو ڪري:** ظ. اڪثر ڪري- عام طور.

**گهڻو:** ذ. ڪاٺي يا اناج کي ڪاٽيندڙ جيت- سُرو. (ص) نڪ مان ڳالهائيندڙ.

**گهوپاتو:** ذ. اڻ گهڙيل ٿلهي ڪاٺي جو ٽُڪر. ڏڪو.

اُبتو جواب. (ص) ٺلھو ۽ سگھارو (ماڻھو).

**گھوبو:** ذ. زمين کي کيڙڻ لاءِ هَر ۾ وڌل لوهي ڦارُ- چُوني.

**گھوبي:** ث. غَبن- کُپت- خيانت. بي ايماني- ويساه گھاتي.

**گھوبي هڻڻ:** امانت ۾ خيانت ڪرڻ. ڪپت ڪرڻ. ويساه گھاتي ڪرڻ.

**گھوٽُ:** ذ. لاڏو- وَنو- ٻَنرو. ڪانڌ- مڙس.

**گھوٽيتا:** ص. گھوٽ جي ذات برادري وارا.

**گھوٽالو:** ذ. گڙٻڙ- ڦڏو- بي انتظامي. رڳڙو- معاملو.

**گھوٽڻُ، گھوٽِڻُ:** م. ڏنــدي ڪوندي ۾ حل ڪرڻ- رڳڙڻ.

**گھوٽي ڇڏڻ:** پائمال ڪرڻ- رڳڙي ڇڏڻ.

**گھوٽو:** ذ. گھوٽي پيٺڻ جون پسارڪيون شيون.

**گھوچَ:** ث. ڇهنبياري ڪاٺي وغيره سان چوڪَ. ڏَٻ ڦُس.

**گھُوچائي:** ص. ٻُورالو. خفقاني. ٻٽاڪي.

**گھوچَڻُ:** م. ڏٽي پرڻ- ڏٽڻ. ڦُسڻ. ڳوڻ وغيره ۾ زور سان وجهڻ. چُپائڻ. پچائڻ.

**گھُوچو:** ذ. ٻُور- خيــال- ريــچڪ- جُوجهــڪــي. جهوٽو- پنڪي.

**گھورَ:** ث. صدقو- خوشيءَ جي موقعي تي سِرَ تي گھوري ڏنل خيرات. بخشش. خيرات. ڳولا- تلاش. ڦيري (گھوريئي جي). مڇي جي ڳولا ۽ شڪار.

**گھور ڏيڻ:** خوشيءَ جي موقعي تي لنگھن کي پئسا گھوري ڏيڻ. گھور ڪرڻ. گھورڻ. مڇي مارڻ. مڇي مارڻ لاءِ پاڻي ۾ ڦيرا ڏيڻ.

**گھُورَ:** ص. خوفناڪ- پيانڪ- ديجاريندڙ.

**گھُورَ:** ث. ٽَڪ- جوهُ- هڪ ٽڪ نظر. تکي نظر. غور سان ڏسڻ.

**گھورَڻُ:** م. صــدقــو ڪــرڻ. سِرَ جي مٿــان خيرات گھوري ڏيڻ. قربان ڪرڻ (ساهه). ڳولڻ- تلاش ڪرڻ.

**گھوري وجهڻ:** صدقو ٿيڻ. قربان ٿيڻ. فدا ٿيڻ.

**گھُورَڻُ:** م. ٽِڪ ٻڌي ڏسڻ. تکي نظر سان جوهه وجهڻ. غور سان ڏسڻ. ڪاوڙ مان ڏسڻ. گھُنڊ وجهڻ (مُنهن ۾).

**گھورو:** ص. ڳولائو- تلاش ڪندڙ. طالبو- گھرجائو. وڙول ڏيندڙ.

**گھورڙيو:** ص. ڦيــري ڪــري وڪــر وڪــڻندڙ- ڦيريءَ وارو.

**گھوڙا گھوڙا:** ث. رڙيــون ڪــوڪــون- دانهــون ڪُوڪون- هاءِ دُوس. آڳاٽي دور ۾.(گھوڙن جي گھَل اچڻ جو اڳواٽ اطلاع ڏيڻ جو اعلان).

**گھوڙا گھوڙا ڪرڻ:** فــريــاد ڪــرڻ- دانهــون ڪوڪون ڪرڻ.

**گھوڙو:** ذ. هڪ مشهور جانور- اسپ. شطرنج جو هڪ مُهرو. سامان رکڻ لاءِ ڪاٺ يا لوهه جو خاص کبٽ. بندوق جو هڪ پرزو.

**گھوڙو ڊوڙائڻ:** ڪوشش ڪرڻ. پيچ ڊوڙ ڪرڻ. طاقت هلائڻ. حيلو هلائڻ.

**گھوڙي:** ث. گھوڙي جي مادي. منڊي ماڻهو جي ٽيڪ واري (جيڪا ڪلهن هينيان رکي). پينگھي جي چٺن ٽنگن ۽ سرائيءَ واري اڏاوت. سيوين ناهڻ لاءِ مِشن.

**گھوڙيالَ:** ث. بلا جو هڪ قسم (چون ٿا تہ گھوڙي تي چڙهيل ماڻهو کي اُچل ڪاٽي چڪ هڻي).

**گھُوسو:** ذ. مُڪَ- مُڪَ جو ڏڪ- ٺوُنشو.

**گھُوڪَڻُ:** م. تيزيءَ سان اڳتي وڌڻ- ڏوُڪڻ.

**گھُوڪو:** ذ. تيز هوا جو شور. ڏُوڪَ.

**گھُوڪا ڏيڻ:** چوڪون ڏيڻ.

**گھُوگھاٽُ، گھُوگھَٽُ:** ذ. زوردار هـــوا جو آواز-

سُوساٽ. تيز ڦرندڙ شيءِ جو آواز.

**گھوگِھرو:** ذ. ننڍ ۾ نڙيءَ مان نڪتل آواز- ڪونگھرو.

**گھوگھرا هڻڻ:** ڪونگھرا هڻڻ. بي فڪري سان سمهڻ.

**گھوگِھري:** ٿ. بيهوشي يا سڪرات ۾ نڙيءَ مان نڪتل آواز.

**گھوگھو:** ذ. ٻنهي هٿن سان نڙيءَ کي گھُٽو ڏيڻ- گھُٽو.

**گھوگھو ڏيڻ:** گھُٽو ڏيڻ. زوري ساهه ڪڍڻ. مجبور ڪرڻ.

**گھوگِھيتو:** ذ. ڪوڏُ (پاڻيءَ جو جيت).

**گھولڻُ، گھولِڻُ:** م. گھورڻ- صدقو ڪرڻ. پاڻيءَ ۾ ڳارڻ- حَل ڪرڻ.

**گھومَ:** ٿ. گھمڻ- چڪر- گشت. سَيرُ. گھمتاڙي.

**گھُوماٽَ:** ٿ. مٿي جي ڦيري. ننڊ جي ڳھر. ساهه جي مونجهه.

**گھُوماٽجڻُ:** م. مٿي کي ڦيري اچڻ. ساهه جي مونجهه ٿيڻ. هنيون ٻُڏڻ. بيهوشي ٿيڻ. موڳو ٿيڻ. ڦيري کائڻ. چڪر اچڻ.

**گھومُو:** ص. گھمندڙ. پٽڪندڙ. رُولو. سيلاني.

**گھُونگھَٽُ:** ذ. پوتي، چادر يا اجرڪ جي پَلئُ سان مُنهن ڍڪڻ لاءِ جھنڊ- گھُنڊ. نقاب- حجابُ.

**گھيِلو:** ذ. جُتيءَ جو هڪ قسم (خاص ملتاني جتي). ويڪري پُراڻي جتي.

**گھيٽو:** ذ. هڪ قسم جو جانور- دُنبو- گھٽو.

**گھيچَ:** ٿ. گھچ- سوڙهه. سوڙهه جي چپَ.

**گھيچَ ٻچا:** ٿ. آنڊا گجيون. ڦرا پَرزا.

**گھِيچو:** ذ. سوڙهه ۾ تيلهو- ڏڪو. لوڏو- ٿابو. اُٿ جو لوڏو.

**گھيرِ:** ٿ. موڪرائي- ويڪر. گھيل. پڪيڙ. چولي جي داون- دامن.

**گھيردارُ:** ص. گھرگھلو- خلاصو- ويڪرو- موڪرو. گھيري وارو.

**گھيرُ:** ذ. گھيرو- دائرو. گولائي. ڦيرو.

**گھيرَٽَ:** ٿ. ننڊ جو جهوٽو- پِنڪي. خمار- نشو. اوجهرائي.

**گھيرِجَڻُ:** م. گھيري ۾ اچڻ- محصور ٿيڻ. ڦيري ۾ اچڻ.

**گھيرَڻُ:** م. دائري ۾ آڻڻ. وڪڙ ۾ آڻڻ. گھيرو ڪرڻ- محاصرو ڪرڻ. سوڙهو ڪرڻ. قابو ڪرڻ. چوڌاري واهون بند ڪرڻ. مجبور ڪرڻ- سوڙهو گھٽڻ. ڦاسائڻ.

**گھيرو:** ذ. دائرو- گولائي. ڦيرو- چڪر. دشمن جو چوڌاري ڦري اچڻ- حصار. حلقو- احاطو. ڳول جي ٻاهرين حد. گردو.

**گھيرو ڪرڻ:** چئني طرفن کان ڦري اچڻ. محاصرو ڪرڻ.

**گھيري ۾ اچڻ:** محصور ٿيڻ. چئني پاسن کان ڦيري ۾ اچڻ. وراڪي ۾ اچڻ.

**گھيڙُ:** ذ. گھِڙڻ جو هنڌ. درياء يا وهڪري جو اُهو هنڌ جتي تڙ يا پتڻ هجي- تڙ- پتڻ. گھَٽُ- گس- لانگھو.

**گھيڙائڻُ:** م. وجهڻ- داخل ڪرڻ. اندر ڪرڻ. لنگھائڻ. زور سان وجهڻ.

**گھيڙَڻُ:** م. لنگھائڻ- اندر وجهڻ- داخل ڪرڻ. ٺُنبڻ.

**گھيلَ:** ٿ. ويڪر- ڪشادگي- موڪَر- خلاصائي. دائرو.

**گھِينگھو:** ذ. ننڍڻ جو هڪ قسم. نڪ جي غلاظت جي لاڙ. (ص) ايرو- ضعيف.

# ڳ

**ڳ:** ث (اچار. ڳي) سنڌي "الف- بي" جو چوٽيتاليهون اکر. هن اکر سان ڪوبه لفظ شروع ڪونه ٿو ٿئي. هيءَ لفظ جي وچئين يا آخري حصي جو اچار آهي.

# ل

**ل:** ذ (اُچار 'لامُ') سنڌي "الف- بي" جو پنجيتاليهون اکر. عربي جو ٽيويهون ۽ فارسي "الف- بي" جو ستاويهون اکر. ابجد موجب عدد (٣٠). سنڌي ۽ سرائڪي ٻولين ۾ "ر" سان بدلجي.

**لا:** ظ (ع) نه. بغير- بنان- ڪانسواءِ- صفاتي اڳياڙي طور ڪم اچي. (لاشڪ، لاثاني، لاعلاج وغيره).

**لا اُبالي:** ص (ع) بيپرواهه. آزاد- ڇڙواڳ. لاغرض- بي فڪر.

**لابارو:** ذ. فصل جو لوبُ- پوک لڻڻ.

**لابارو وجهڻ:** پوک لڻڻ. سڃ ڪرڻ. قتل عام ڪرڻ.

**لابُد:** ظ (ع) بيشڪ- يقيني. مجبور- بيوس.

**لاٻَرِ ٽويو:** ص. ٻٽاڪي- ڊاڙي- ٺڙٻاٽي. اجايون سڄايون ڳالهيون ڪندڙ.

**لاٻَرِ ڇَٽُو:** ص. پيٽورو- هٻڇي. ڇَتو ڪندڙ. لاٻڙٽويو.

**لابُ:** ذ. فائدو- نفعو- ڪٽيو. حاصلات.

**لاڀائتو:** ص. فائدي وارو. سڄايو. سُودمند.

**لاٽِ:** ث. پکين جي ٻولي. واٺي- ٻولي. ڪنن کي وڻندڙ مِٺو آواز.

**لاٽيُون لَوَڻ:** مِٺيون ٻوليون ڪرڻ. ٻوليون ٻولڻ. مِٺا ٻول اُچارڻ.

**لاتُ:** ذ (ع) اسلام کان اڳ ڪعبة الله ۾ رکيل هڪ وڏو بُت (جنهن کي حضرت شعيب جي قوم پُوڄيندي هئي).

**لاتعدادُ:** ص (ع) بيشمار- اڻ ڳڻيا- بي حساب. ڳڻڻ کان ٻاهر.

**لاٽِ:** ث. ڪمي- گهٽتائي. وضع ڪيل يا ڪٽ ڪيل رقم. پاڻي لهڻ يا گهٽجڻ جي حالت.

**لاٽُ:** ث. شعلو- ڄڀي- اُلو. ميڻ بتيءَ يا ڏيئي جي روشني. شعاع. پاڻيءَ جي لارَ- تار. ڏونهين جي لاٽِ.

**لاٽ ٿيڻ:** روانو ٿيڻ. يڪدم گم ٿيڻ.

**لاٽُ:** ذ (انگ. لارڊ) امير- حاڪم. گورنر. مختلف شين جو سٿو. هڪ جنس جي شين جي قطار. لانڍ.

**لاٽارُ:** ث. بي توجهي- بي پرواهي. ڌيان نه ڏيڻ. ٻُڌي اڻ ٻُڌي.

**لاٽِري:** ث. قُرعه اندازي (گهڻا ماڻهو گڏجي ٿوري ٿوري رقم جمع ڪن، ۽ پوءِ ڪُٺو وجهي هڪ ماڻهو جي حوالي ڪن)- ڪُٺو- پڪا.

**لاٽڻ:** ث. گهر جي ڇت ۾ پيل وچ واري ڪامَ.

**لاٽون، لاٽمو:** ذ. هڪ قسم جو ٻاراڻو رانديڪو (جيڪو ڏور ويڙهي ڦيرائجي).

**لاڙِيو:** ص. ڇوٽو- ننڍو- لانجهو- ڪسو- گهٽ (قد ماپ ۾).

**لاليرڙو، لاليرو:** ص. ڪچهه ننڍو. ٿورو گهٽ. ننڍو (عمر ۾).

**لاپته، لاپَتا:** ص. گم- غائب. جنهن جو نالو نشان نه ليي.

**لاپَڙِيو:** ذ. مَلهه جو هڪ داءُ. ٽڙتي. تنگ وچڙائي ڪيرائڻ جو انگ. پاسي وارو ڏڪ- پاسيرو ڏڪ (ڪمان سان گز جو).

**لاپَرواهه:** ص. بي پرواهه- لاغرض. ڌيان نه ڏيندڙ. ڪاڻ نه ڪيندڙ.

**لاپِسي:** ث. ڪڻڪ جي اٽي جو پٽڙو شيرو.

**لاپو:** ذ. لاباري ڪان پوءِ فصل جي اَنَ مان لاهياري، وغيره کي ڏنل اُجورو. زميندار يا ٽپيدار جو مقرر ٻنڌاڻ. لاگ- حقابو. ٽيڪو.

**لاپي تي ڏيڻ:** فصل جي پيدايش جي حساب سان مقادي تي ڏيڻ.

**لاپي:** ث. هڪ قسم جو مصالحو (جيڪو درن درين جي شيشن کي مضبوط ڪرڻ يا ڪاٺ جي سوراخن کي بند ڪرڻ ۾ ڪم اچي).

**لاثاني:** ص (ع) جنهن جهڙو ٻيو نه هجي. بي مثل- يڪتا- يگانو. پنهنجو مَٽ پاڻ.

**لاجَوابُ:** ص (ع) چُپ- خاموش- ماٺ. جواب نه ڏيئي سگهڻ جهڙو. عاجز. بي مثل- لاثاني.

**لاجَوَرْدُ:** ذ (ف) هڪ قسم جو نيري رنگ جو قيمتي پٿر.

**لاجوَرِدي:** ص. نيرو- آسماني.

**لاچار:** ص (ع. لا+ ف. چاره) بيوس- مجبور. محتاج. معذور. مفلس. ويچارو. بي ٻهچ. لاعلاج. هيٺو- ايرو.

**لاچارِي:** ث. بيوسي- مجبوري. عاجزي. تنگدستي. بيماري. اڻ هوند. حاجت- گهرج.

**لاحاصِلُ:** ص (ع) بي فائدو- بي سُود. اجايو- فضول.

**لاحَدُ:** ص (ع) بيحد- بيشمار- اڻ ڳڻيا- اپار. بي انت.

**لاحَق:** ص (ع) پهچندڙ. پوئتان ايندڙ. لاڳُو. ڳنڍيل- چنبڙيل. پوءِ اچي شريڪ ٿيندڙ.

**لاحق ٿيڻ:** چنبڙڻ- لڳڻ. لاڳُو ٿيڻ. وٺڻ (بيماري وغيره).

**لاحَول (ولا قُوة):** جملو (ع) ناهي قدرت سواءِ الله جي. شيطان کي ڀڄائڻ جو ڪلمو. ڌڪار جو اظهار.

**لادَعوي:** ص (ع) دست بردار- بي دعوي. ڇڏيل- ترڪ ڪيل.

**لادَعوي ڪرڻ:** حق کان محروم ڪرڻ. ڪوبه حق نه ڏيڻ.

**لادَوا:** ص (ع) لاعلاج. حيلي وسيلي کان سواءِ.

**لادِينُ:** ص (ع) بي دين- ڪافر.

**لاڏُ:** ذ. محبت- پيار. ناز. انگل- نخرو- مائو- هيجُ.

**لاڏُ ڪرڻ:** انگل ڪرڻ- نخرو ڪرڻ. هيجُ ڪرڻ. پيار ڪرڻ.

**لاڏاڻ:** ث. وهٽن تي لڏو ڪٽي ويندڙن جو ساٿ. قافلو. قطار (اُٺن جي). سامان- اسباب. ٻئي هنڌان لڏي آيل ماڻهو.

**لاڏاڻو:** ذ. لڏپلاڻ- ڪُوچ- هجرت. موت- وفات- رحلت.

**لاڏَڪوڏُ:** ذ. ناز نخرو. پيار محبت. انگل مائو. دادلائي.

**لاڏلو:** ص. پيارو. انگلي- نخريلو. البيلو. (ث. لاڏلي).

**لاڏو:** ذ. پيارو- محبوب- پرين. گهوٽ- ونو- ٻنرو.

شاديءَ جي موقعي تي ڳايل ڳيچ.

**لاڏي:** ث. ڪنوار- وَنِي. سهڻي زال- حسين عورت.

**لاڏو:** ص. بار ڪڻندڙ (اُٺ). بار برداري جو وهٽ. بارگير.

**لار:** ث. قطار. تَندُ. پاڻيءَ جي سَنهي وَهڪَ- ڌار- ٽيڻيدي. چاش جي تند (جڏهن ماکيءَ جي). چڙي يا گهنڊ ۾ پيل ڪاٺيءَ يا لوهہ جي ڪِلي يا چِبَر. پاچاريءَ جي هيٺين ڪاٺي. دل جو لاڙو.

**لارائڻ:** م. چيرو ڏيارڻ (اوزار کي)- سراڻ تي تکو ڪرائڻ.

**لارو:** ذ. ڳانڍاپو- لاڳاپو- تعلق. پنارو. پيار- محبت. لاڙو- رغبت. وسيلو- آسرو.

**لاري لڳڻ:** پناري پوڻ. آسري تي هجڻ.

**لاري:** ث. سواريءَ جي بَس. يڪ نالي بندوق جو هڪ قسم.

**لارَيبُ:** ص (ع) بيشڪ- يقيني. بنا شڪ شبهي جي.

**لاڙ:** ذ. سنڌ جو هيٺيون ڏاکڻيو طبعي ڀاڱو.

**لاڙائي، لاڙيچو:** ص. لاڙ جو رهاڪو.

**لاڙاڻو:** ص. لهندڙ- لاٽ وارو. هيٺ ڪرندڙ.

**لاڙپاڙ:** ظ. وهنوار- بي باق- لٽ پٽ.

**لاڙڪاڻو:** ذ. سنڌ جو هڪ ضلعو (جيڪو "لاڙڪ" قوم ڏانهن منسوب آهي).

**لاڙڻُ، لاڙڻُ:** م. هيٺ ڪرڻ. لٽڪائڻ- موڙڻ- ورائڻ. ٽيرائڻ.

**لاڙو:** ذ. مائل ٿيڻ- رغبت- جُهڪاءُ. ڌيان- خيال. پاسو. ميلانُ.

**لاڙي:** ص. لاڙ جو. چانورن جو هڪ قسم. "لاڙ" جي اُن جو نسل.

**لازمُ:** ص (ع) ڳنڍيل- ملحق- لاڳو. واجب- ضروري.

**لازم مَلزومُ:** ص. هڪ ٻئي سان لاڳاپيل. اهي ٻہ شيون جن جي پاڻ ۾ جدائي ناممڪن هجي.

**لازمي:** ص. ڳنڍيل. ضروري. (ذ) گرامر موجب فاعل سان بدلجندڙ فعل.

**لازَوالُ:** ص (ع) فنا نہ ٿيندڙ- هميشه قائم رهندڙ. غيرفاني.

**لاسَ:** ث. ٻوڙ کي گهاٽو ڪرڻ لاءِ ملايل اٽو. شوروو- رَسُ (ٻوڙ جو).

**لاسڙ:** ص. لَسو- بنا ڪنڊن جي (وڻَ، تاري). بنان وارن جي (جانور). بي ڏاڙهيو (ماڻهو)- ڳيرو.

**لاسڙاٽُ، لاسڙياٽُ:** ص. بنان ڏاڙهي مُڇ جي- ڳيرُو- نوجوان.

**لاسي:** ذ. ڳڏهن جو هڪ نسل.

**لاشَ:** ث (ف) مَيِت- مڙدو- نعش- مڙهہ. جنازو.

**لاشُ:** ذ (ف) ميت- مڙهہ. جنازو.

**لاشَريڪُ:** ذ (ع) جنهن جو ڪوبہ شريڪ نہ هجي- ذاتي تعاليٰ.

**لاشو:** ذ (ف) لاش. جسم. (ص) هيٺو- اپرو.

**لاطِيني:** ث (ع) هڪ قديم زبان- عبراني.

**لاعِلاجِ:** ص (ع) جنهن جو ڪو علاج نہ هجي.

**لاعِلمُ:** ص (ع) بي خبر- غافل. اڻ ڄاڻ.

**لاعِلمِي:** ث. بي خبري. اڻ ڄاڻائي.

**لاغَرُ:** ص (ف) ڏٻرو- اپرو. هيڻو- ضعيف.

**لافَ:** ث (ف) پاڻ پڏائڻ. ٻٽاڪ- لباڙ- ٻاڙ. هوڏ- فخر. ڦوند.

**لافزَني:** ث. ٻٽاڪ. پنهنجي ساراهہ. پاڻ پڏائڻ. ٻاڙ ٻٽاڪ.

**لاڪَ:** ث. گوڏ ٻڌڻ جو پوتڙو- گوڏ.

**لاڪُر:** ظ. ڪان وٺي.

**لاڪُسُ:** ظ. اُن لاءِ- سندس ڪاڻ.

**لاڪَرُ، لاڪُرُ:** ث. سَنهيون وڏيل ڪاٺيون (ٻارڻ لاءِ).

**لاڪِناڦون:** ث. حرف علت جون نشانيون. اعرابون.

**لاڪيٽُ:** ذ (انگ) ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهہ.

**لاڪَ:** ث. هڪ قسم جو ڳاڙهو ڪوئنر (جيڪو ٻير جي وڻن ۾ ٽارين تي ٿئي).

**لاڪَ لاهڻ:** جُٽ ڪرڻ. سيڪت ڏيڻ. مار ڪڍڻ. تعدي ڪرڻ.

**لاڪا:** ذ. هڪ قوم جو نالو.

**لاڪڙو:** ذ. چوپائي مال جي هڪ بيماري. اُرڙي.

**لاڪو:** ذ. هڪ درويش جو نالو ("لاڪا لهرائي، لهر بحر جا سائين"). سما قوم جو هڪ مشهور سردار "جام لاڪو".

**لاڪي جاجي:** ذ. هڪ قسم جو آبي پکي.

**لاڪيٽو:** ص. لکن جو- لک لهندڙ. لکن جو مَٽُ. سلڇٽو. سدورو. ڻاهوڪو- سهڻو. (ث. لاڪيٽي).

**لاڳَ:** ث. ٽيڪ.

**لاڳُ:** ذ. ٽيڪ. مدد. هَٿي. شادي جي موقعي تي ڪاسبين ۽ هنرمندن کي ڏنل انعام- ٻانڌاڻ. ڏنُ. بخشش.

**لاڳُ ڏيڻ:** ٽيڪ ڏيڻ. ٻاس ڏيڻ- ميڻا ڏيڻ. منگتي يا ڪاسبي کي مقرر ٻانڌاڻ ڏيڻ.

**لاڳاپو:** ذ. تعلق- ڳانڍاپو- واسطو. مٽي مائٽي يا دوستي وارو ڳانڍاپو- لهہ وچڙ.

**لاڳاپا لاهڻ:** تعلق ڇڏڻ- واسطا ناتا ٽوڙڻ.

**لاڳت:** ث. اصل خرچ. قيمت- ملهہ. تهرائي جو خرچ.

**لاڳڙ:** ص. ساٿي- مددگار- معاون. طرفدار- حمايتي.

**لاڳو:** ذ. لاڳُ- ٻنڌاڻ.

**لاڳو:** ذ. متعلق- ڳنڍيل- مليل. ويجهو. ڳنڍ. لاڳيتو.

**لاڳيتو:** ظ. هڪ ٻئي پٺيان. مسلسل- متواتر. لڳل- ڳنڍيل- پيڙو. ويجهو. ڳتيل. لڳ- وٽ- پرسان.

**لالُ:** ذ (ف) ڳاڙهو رنگ. (ص) ڳاڙهو- سرخ. رتل (عشق ۾). تتل- ڳاڙهو (ڪاوڙ ۾).

**لالٿون لال:** ص. نهايت سرخ ۽ شاداب. مالا مال.

**لالہ. لالا:** ذ (ف) ڳاڙهي رنگ جو هڪ گُل (پُست جي ٻُوٽي جو گُل).

**لالہ رُخ. لالہ رُو:** ص. سهڻو- معشوق.

**لالہ زار:** ذ. لال گُلن جو باغيچو.

**لالانگهرو:** ذ. آسرو- آڌار- واسطو- تعلق. ڳانڍاپو.

**لالانگهري لڳڻ:** دوستي يا لاڳاپي جي ناتي پٺيان پروسو ڪرڻ.

**لالٽيڻ:** ذ (انگ) گاسليٽ تي ٻرندڙ هڪ قسم جي بتي (جيڪا هٿ ۾ کڻي ٻہ هلجي).

**لالچَ:** ث. لوڀ- حرص- طمع. هيڄ. ترغيب.

**لالچ ڪرڻ:** طمع ڪرڻ. لوڀ ڪرڻ. هيڄ ڪرڻ.

**لالچ ڏيڻ:** طمع ڏيڻ. ترغيب ڏيڻ- حرصائڻ.

**لالچائڻ:** م. حرصائڻ- هرڪائڻ. ڏُٽارڻ. دلبو ڏيڻ.

**لالچي:** ص. لوڀي- حريص- طماعو. خود غرض.

**لالڙي:** ث. ڳاڙهي رنگ جو داڻو يا ٻجُ.

**لالَنُ. لالَڻُ:** ص. پيارو- لاڏلو- دادلو. دوست- سڄڻ. دلبر- محبوب- پرين.

**لالو:** ذ. هندن ۾ عزت وارو خطاب. ٻَناڻن جو هڪ عام خطاب.

**لالي:** ث. سرخي. ڳاڙهاڻ. چپن کي لائڻ جو ڳاڙهو رنگ.

**لامَ:** ث. وڻ جي سنهي ٽاري. ٽاري- شاخ. ڊيگهہ- طول. قطار- لانڍ. (انگ) فوج جو دستو. پلٽڻ.

**لامَ لڳڻ:** پويان لڳڻ. اجهو وٺڻ. پناه ۾ اچڻ.

**لامارو:** ذ. پکيءَ جو اڏامڻ ۾ ڦيرو. پکيءَ جي اُڏامندي هنيل جهڙپ (چنبن ۾ ڪا شيءِ کڻي وڃڻ).

**لامارا ڏيڻ:** وري وري اچڻ. ڦيرا ڏيئي جهٽ هڻڻ.

**لا مَحالہ:** ظ (ع) يقينا- ضرور. هاسيڪار.

**لامَذهَب:** ص (ع) مذهب کان سواءِ. بي دين.

**لامِسَہ:** ث (ع. لَمَس) ڇُهڻ جو حواس يا احساس.

**لامَڪانُ:** ذ (ع) اُها جاءِ جنهن جي هجڻ جي سڃاڻپ نہ هجي. عالم الهي.

**لانبَٽُ:** ص. ڊگهي قد وارو (ماڻهو).

**لانبَڙُ:** ص. رولاڪ- آوره گرد. بي مانو. بدمعاش- لُچو.

**لانجهو:** ص. بي طاقت. هيٺو- اپرو. مياري. شرمسار.

**لانبوسِي:** ص. هيٺو ۽ ڊِڄڻو (ڪتو)- لنبوسي.

**لانچ:** ث (انگ) مشين سان هلندڙ ٻيڙي. سانباهو. ڳولا.

**لانچَڻُ:** مر. نهارڻ- ڳولڻ. لنگهڻ- اُڪرڻ. سوچ ويچار ڪرڻ.

**لانڊارو:** ص. مسخرو- ڏچر.

**لانڊَ:** ث. ڊيگهہ- طُول. قطار. ڊارَ (ڳالهائڻ ۾). ڊگهو چَنو.

**لانڊ ٻڌڻ:** قطار ڪرڻ. ڊيگهہ ڪرڻ (ڳالهائڻ ۾).

**لانڊو:** ص. اوباش- ٻهر پيرو. لفنگو.

**لانڊي:** ث. پکن ٽوئن سان اڏيل ڪکائين جاءِ- جهُڳو- پونگي. ڪکائين اوطاق. مسافرن لاءِ اڏيل مَنهن يا ڇَنو.

**لانگَ:** ث. سلوار وغيره جو ٻچيءَ وارو حصو. ٻرانگهہ. ٽنگ- ڄنگهہَ.

**لانگ چوٽو:** ص. زناڪار- عياش.

**لانگ رکڻ:** ٽورو ڪرڻ- احسان جَتائڻ.

**لانگَ لڳڻ:** وڏائي ڏيکارڻ. ٻتاڪ هڻڻ. سرخروئي تي خوش ٿيڻ.

**لانگ ورائڻ:** سوار ٿيڻ (وهٽ تي). تکو هلڻ- ڪُڙي ڪڻ. جمت ڪرڻ. غالب پوڻ.

**لانگاهُ:** ذ. هڪ قوم جو نالو.

**لانگوٽُ، لانگوٽو:** ذ. نقط لانگ وٽ اوگهڙ ڍڪڻ جو ڪپڙو- ڪَڇو.

**لانگوٽي:** ث. ڪَڇو- لانگوٽ.

**لانگوٽيو:** ص. لانگوٽ ٻڌندڙ. ننڍپڻ جو دوست.

**لانگهائو:** ص. لنگهي ويندڙ- رستي تان لنگهندڙ. وات ويندڙ- راهگير.

**لانگهو:** ذ. لنگهڻ جو هنڌ- لنگهہ- گهٽُ. گس- وات- رستو. لڪُ- گهيڙ.

**لانگهو لنگهڻ:** پار پوڻ- تڪليفون ڪاٽي مٿي چڙهڻ. ڏک سور سهي پار پوڻ.

**لاءُ:** ث. شاديءَ جي هڪ رسم موجب گهوٽ ۽ ڪنوار جا مٿا ٽڪرائڻ جو عمل. گهٽتائي- ڪمي. عيب- وڏ.

**لائون لهڻ:** وهانءُ ڪرڻ- شادي ڪرڻ. ڪنهن عمل يا عادت کي پنهنجو ڪرڻ.

**لاهَ، لاهِ:** ث. ڳِلا- بدنامي- خواري. بيماري- عيب.

**لائو:** ذ. ڪلراٺي زمين جو هڪ ٻُوٽو (جيڪو عام طرح اُتُ کائين).

**لالا لُوهہَ:** ث. لُوهون ۽ گهُٽون. وٺ پڪڙ. ٻُڪ ٻوڙ.

**لالي:** ث. هڪ قسم جو ٻُوٽو (جنهن کي ساڙي، اُن جي ڇار کي ڪار طور ڪم آڻين).

**لاوارِثُ:** ص (ع) جنهن جو ڪو ڌڻي ڌوڻي نہ هجي- نڌڻڪو.

**لاوَلد:** ص (ع) بي اولادي.

**لاوَڻُ:** ذ. "گج" جو هڪ قسم (جيڪو مسلمان عورتون پائين). گهگهو.

**لاوو:** ذ (انگ) ٻرندڙ جبل مان نڪتل پگهريل مادو.

**لاهہ:** ذ. لاهي- هيناهين. لاڙو. لَهندِي- نشيب. لاٽ- ڪَمِي. گهٽتائي. وڻ جي پاڙ- ڪُتَ. ڏکڻ (طرف).

**لاهَ ڪڍڻ:** پاڙون ڪڍڻ. پاڙون پٽي ڇڏڻ. نابود ڪرڻ- ناس ڪرڻ.

**لاهہ نِڪرڻ:** اُتڏو پٽجي وڃڻ. برباد ٿي وڃڻ. هجي وڃڻ (ڪم ۾).

**لاهَ پاهَ:** ث. هڪڙي تانءُ مان ٻئي ۾ وڃهڻ.

لاهڻ ۽ پائڻ.

**لاهہ چاڙهہ:** ذ. هيٺ مٿاهين- نشيب فراز. عروج زوال- ترقي تنزل. گهاٽي واڌي- ڪمي بيشي (اگهہ ۾). اوچ نيچ. پاڻيءَ جي لاٽ ۽ چاڙهہ. گهٽ وڌائي. قسمت جو ڦيرو.

**لاهڻ:** م. هيٺ ڪرڻ- هيٺ آڻڻ- ڀارڻ. اُتارڻ (لڪت)- نقل ڪرڻ. ڏيڻ (قرض). گهٽائڻ (درجو). ڪيرائڻ (عهدو). معزول ڪرڻ (نوڪري). ڪُوڙڻ (وار). وڍڻ (گل، ڇوڏو). ڏيڻ (آنا). ڊاهڻ (ڇت). صاف ڪرڻ (ليڪو). پوري ڪرڻ (سڪا).

**لاهي ڇڏڻ:** هيٺ ڪرڻ. معزول ڪرڻ (نوڪري مان). ختم ڪرڻ (ڪم)- ڪري ڇڏڻ.

**لاهو:** ذ. اُپت- فائدو- نفعو- اپراسو. لاٽ- ڪمي. ڏکڻ (طرف).

**لاهُوت:** ذ. ذات اِلهيٰ جو عالمُ (جنهن ۾ سالڪ کي فنا في الله جو مقام حاصل ٿئي). پٻ جبل جو هڪ وڏو آستانو.

**لاهوتي:** ص. فقيرن جو هڪ قسم. "لاهوت لامڪان" جي خبر رکندڙ (فقير).

**لاهور:** ذ. پنجاب پرڳڻي جو مشهور تاريخي شهر.

**لاهوري گجر:** ث. گجَرُن جو هڪ قسم.

**لاهيارو:** ص. لابارو ڪندڙ (جنهن کي لاباري جو محنتانو سنگن يا وَلِ جي صورت ۾ ڏجي).

**لاءِ:** ظ. واسطي- ڪارڻ.

**لاءَ:** ذ. فائدو- لاپ. لذت- سواد. ذائقو.

**لاءَ:** ذ (ع. لِوا) جهنڊو- علم.

**لاءَ لشڪَرُ:** ذ. لشڪر ۽ ان جو سامان. اٿالو.

**لائحہ عَمَلُ:** ذ. اهو ڪم جنهن تي عمل ڪيو وڃي.

**لائِقُ:** ص (ع) قابليت وارو- قابل. واجب- مناسب- موزون. ساماڻل- جُوان. (ذ) ٺورو- احسان- مهرباني. سُٺو سلوڪ.

**لائِقُ فائِقُ:** ص. نهايت قابل ۽ لائق. هرطرح سان موزون.

**لائِقُ ڪرڻ:** قابل ڪرڻ. نپائي وڏو ڪرڻ. ٺورو ڪرڻ.

**لائِقي:** ث. لياقت- اهليت. ٺورو- احسان- وَڙُ.

**لائڻ:** م. لڳائڻ- هڻڻ. مکڻ. مِلائڻ- گڏائڻ. ڳنڍڻ. لاڳو ڪرڻ. سِراڻ تي چاڙهڻ (اوزار).

**لائو، لائون:** ص. گهٽ- ڪَسو. پلي مچيءَ جو بنان ڪنڊي وارو اڌ (ضد. ڪاندو). اڻ پورو. خراب- ڪُٽو. هريل (پکي). ڪوٺو (سڪو).

**لائو ڪاندو ڪرڻ:** گهٽ وڌ ڪري ورهاست ڪرڻ. رضامندي وارو نبيرو ڪرڻ.

**لائِي:** ث. لابارو ڪندڙ لاهياري جو سنگن جي صورت ۾ اجورو- لاباري جي اُجرت. ڳُڙ ڏائي (اوپاريل ڇانورن جي).

**لائِي چائِي:** ث. فتني انگيزي- چيٽاپور- گلاغيبت- چُغلي.

**لائي چائي ڪرڻ:** هيڏانهن جون هوڏانهن ڳالهيون ڪري جهيڙو وجهائڻ. گلائون ڪرڻ. چغليون هڻڻ.

**لائِيٽ:** ث (انگ) روشني- سوجهرو. نُور. (ص) هلڪو- ڏيمو.

**لائيٽ هائُوس:** ذ. روشنيءَ جو منارو (جيڪو ساموندي ڪناري تي جهازن جي رهنمائي لاءِ ٺهيل هجي ۽ رات جو اُن جي چوٽيءَ تي روشني ٿئي).

**لائِين:** ث (انگ) ليڪَ- خط. ريل جو پٽو. طرز- طريقو.

**لاَيَعنِي:** ص (ع) بي معنيٰ. فضول- اجايو. بي

نتيجي. بيهودو.

**لايو سجايو؛** ذ. فائدي وارو پورهيو. مراد برصواب. فائدو- نفعو.

**لايا سجايا ٿيڻ؛** محنت صاب پوڻ. ڪوشش ڪامياب ٿيڻ.

**لَپ؛** ث. ٿُڪَ- ٿيڻ- وات جو لُعاب.

**لَبُ؛** ذ (ف) چَپُ. ڪنارو- ڪنڌي. پاسو- طرف. لوڀُ- طمع. رشوت- ٻوٻو.

**لَبَ؛** ث. لوبُ- لابارو- فصل لڻڻ.

**لُبُ؛** ذ (ع) تت- خلاصو- اختصار.

**لُبِ لُباب؛** ذ. تَت جو مغز- خلاصي جو اختصار. خاص نُڪتا- ماحصل.

**لِبادو؛** ذ (ف) ڪپهه پيل چوغو- گِدلو.

**لِباسُ؛** ذ (ع) پهرڻ- پوشاڪ- ويسُ. روپ- شڪل. جامو. ڏيکُ.

**لِباسِي؛** ص. بناوٽي ڏيکاءُ وارو. ڪُوڙو. منافق. خوشامدي.

**لبالب؛** ص (ف) ڪَناتار- پريل- لبريز.

**لبَريز؛** ص (ف) ڪنارن تائين پريل- ڪنان تار- لبالب.

**لبلِبي؛** ث. بندوق جو گهوڙو.

**لَبَنُ؛** ذ (ع) کِيرُ.

**لَبَڻُ؛** م. لَبُ ڏيڻ- لالچ ڏيڻ. رشوت ڏيڻ. لالچ ڏيڻي برغلائڻ.

**لَبَڻُ. لَبجَڻُ؛** م. لُڻجڻ- لابارو ٿيڻ.

**لَبُوسِي، لنبوسي؛** ص. اَگهاڙو. سِڪلو. هيڇي.

**لَب ولهجو؛** ذ (ف) ڳالهائڻ جو ڍنگ.

**لَبِيبُ؛** ذ (ع) مِٺو- شيرين. موهيندڙ. پيارو. محبوب.

**لَبِيسُ؛** ذ. لباس. پاهريون ڏيکاءُ.

**لَبِيسِي؛** ص. چاپلوس. منافق. ٻچاپڙو.

**لَبِيڪ؛** ث (ع) حاضر آهيان- موجود آهيان. سڏ جو جواب.

**لِپَ؛** ث. ٿُڪ- ٿيٽي. گِگَ. گيدُوڙي جو رَسُ.

**لِپُوڻ چَٽڻ؛** ٿُڪون جهلڻ. بي مانو ٿيڻ. ذليل ٿيڻ.

**لَپَ؛** ث. پاڻيءَ وغيره ۾ هٿ سان چاچولَ (جنهن سان پاڻي وغيره خراب ٿئي). جُٽ ڦِٽ- طعنو مهڻو. چِڙٻَ.

**لَپَ ڪرڻ؛** جُٽ ڪرڻ. تنبيهه ڪرڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

**لَپاڙَ؛** ث. بڪواس. ڊاڙَ- ٻٽاڪ.

**لَپاڙِي؛** ص. ٻٽاڪي. بڪواسي.

**لَپاٽو؛** ص. لاهيارو. ڪاٽيون وڪٽندڙ. هڪ ذات جو نالو.

**لَپڙ ٽويو؛** ص. لپاڙي. لاٽي چاٽي ڪندڙ. چغل خور.

**لَپڙ چَٽو؛** ص. خوشامدي- چاپلوس. چَٽو ڪندڙ. اوبر سوبر ڪائيندڙ.

**لَپَڻُ؛** م. ڪاٽو وغيره اوباري خراب ڪرڻ- جُهڳڻ. جُٽ ڦِٽ ڪرڻ- لوٽڻ.

**لپو ٽپو؛** ذ. جهڙو تهڙو- ڪُٽل ٽُٽل. ٽورو گهٽو- حيلو حوالو- اٽڪل سٽڪل.

**لپو ٽپو ڪرڻ؛** جهڙو تهڙو گذران ڪرڻ. حيلو حوالو ڪري نباهڻ.

**لَپائڻُ؛** م. ڳولارائڻ. ڳولڻ ۾ مدد ڪرڻ. حاصل ڪرائڻ.

**لِپائڻُ؛** م. لالچائڻ- هرڪائڻ. موهڻ. رِيجهائِڻ. ريبڻ (دل).

**لِپَجَڻُ؛** م. مِلڻ- هٿ اچڻ (ڳولا سان).

**لَپَڻُ؛** م. هٿ اچڻ- حاصل ٿيڻ. ملڻ (ڳولا سان). پِڙ پوڻ.

**لَتَ؛** ث. ٽنگَ- جنگهه. ٽنگ سان ڌڪ يا ڏِڪو. پير سان ڌڪ. ٽُڏو. چِڙي. ٽوٽڻي (گڏهه جي).

**لتَ ڏيڻ؛** ٽنگ جي زور سان چِپڻ. لتاڙڻ. لت سان زور ڏيڻ. تڪليف ڏيڻ. آڏو ڦِرڻ (ڪنهن ڪم ۾).

**لٽ ڳري ٿيڻ:** ڏاڍي جو ڌپاءُ پوڻ. زور واري جو چوڻ چائڻ ٿيڻ (جنهن سان انڪار ڪري نه سگهجي).

**لٽَ مُڪَ:** ث. لٽ ۽ مُڪن سان ويڙهه. جهيڙو.

**لٽَ هڻڻ:** ٺڏو هڻڻ. ترڪ ڪرڻ- ڇڏڻ. ڪم ڌاهي ڇڏڻ يا رنڊڪ وجهڻ. مينهن يا ڍڳيءَ جو کير نه ڏيڻ.

**لٽون جهلڻ:** جنيون سهڻ. بي عزت ٿيڻ. لوڙجڻ.

**لٽون هڻڻ:** ٺڏا هڻڻ. ڌڪارڻ. لوڙڻ.

**لتاڙَ:** ث. لٽن سان ڇِپ- پائمالي. ٻني يا گاهه کي مالَ جي لتڙ.

**لتاڙڻُ، لتاڙَڻُ:** م. لٽن سان ڇپڻ. پيرن سان چلهڻ. مٿان هلڻ. پائمال ڪرڻ.

**لِتڙ:** ص. لٽون هڻندڙ.

**لِتڙ:** ذ. پراڻو پادر. پُراڻي جُتي.

**لِتڙن سان ڪٽڻ:** سکل پادرن سان مار ڏيڻ.

**لتڙَ:** ث. لٽن سان ڇپ- لتاڙَ. جهاڳورَ.

**لتڙ ڪرڻ:** ڍورن جو پوک جا سلا لتاڙڻ.

**لِتَلُ:** ص. راڳو ڏنل. ٿڦيل (پٽ). مڪيل (سٽيءَ سان).

**لٽَ پٽَ:** ظ. وهنوار- لاڙ پاڙ- بيباق.

**لتڙ پتڙ:** ظ. أبت سُبت- الٽ پلٽ.

**لِتڙَڻُ:** م. پرجڻ (گند يا گپ ۾)- آلودو ٿيڻ. ليٽڙيون پائڻ.

**لٽلُ:** ص. گهٽيل (پاڻي)- هيٺو ٿيل (جسم ۾). خارج ٿيل (نوڪريءَ مان).

**لِتوڙڻُ:** م. مٽيءَ ۾ ليٽڙيون پائڻ. پرڻ (گند وغيره ۾)- آلودو ڪرڻ.

**لٽي پٽي:** ظ. ڏني ورتي- آخرڪار- نيٺ.

**لٽَ:** ث. ڏَز- ڌوڙ- ڪِهه- ڀُڙي. ڏُڏڙ.

**لُٽَ:** ث. ڦُرَ- زوري ڪسڻ. فضول خرچي. سخاوت ۾ مال لُٽائڻ جي حالت. بربادي- تباهي.

**لُٽَ ٻڌڻ:** ڦُرڻ- ڪسڻ. ناجائز منافعو وٺڻ. فضول خرچي ڪرڻ.

**لُٽَ جو مال:** ذ. ڦُرَ جو مال. مفت جو مال. مال غنيمت.

**لُٽَ مچڻ:** ظلم ٿيڻ. ناجائز وصولي ٿيڻ.

**لٽاڪو:** ذ. ڇنل يا ٽٽل پُراڻو وڳو. مُونجهارو- رولو. پريشاني- خفو. ڪٽراڳ.

**لٽاڪو لاهڻ:** رهيل ڪم پورو ڪرڻ. مونجهارو لاهڻ. مصيبت مان جند ڇڏائڻ. وهنوار ڏيئي آجو ٿيڻ.

**لُٽائِڻُ:** م. پُورائڻ (مٽيءَ سان).

**لُٽائِڻُ:** م. أڏائڻ (ناڻو)- فضول خرچ ڪرڻ. ڦُرائڻ. برباد ڪرڻ. ورهائڻ (دولت).

**لِٽجَڻُ:** م. مٽيءَ سان ڍڪجڻ. پُورجڻ. ڏَز چڙهڻ.

**لُٽِجَڻُ:** م. ڦُرجڻ. تباه ٿيڻ. أجڙڻ (گهر).

**لٽڪَ:** ث. لٽڪڻ جي حالت.

**لٽڪائِڻُ:** م. لڙڪائڻ- ٽنگڻ.

**لٽِڪَڻَ:** ث. لٽڪيل رسي وغيره. ڪا شيءِ لٽڪائڻ جي جهَل يا ٽنگڻي.

**لٽڪَڻُ:** م. لڙڪڻ- ٽنگجڻ. ڦاسجڻ.

**لٽڪَڻُ:** م. گهمڻ ڦرڻ. اوري پري ٿيڻ. رُلڻ. ڀٽڪڻ.

**لٽڪو:** ذ. ڦاسائڻ جو منتر- حُبَ جو عمل. جادو- ٽوڻو. نخرو. سُونهن ۽ سينگار جو ڏيکاءُ.

**لُٽَ مارَ:** ث. ڦر لُٽ- رهزني.

**لِٽَڻُ:** م. پُورڻ (مٽيءَ ۾). مٽي وجهڻ. مِٽي هاڻو ڪرڻ. لٽَ وجهڻ. مٽيءَ سان ڍڪڻ (ڏر، ڪڏ وغيره). دفن ڪرڻ (لاش).

**لُٽَڻُ:** م. ڦُرڻ- ڪسڻ. زوري ڪسَڻ. زياده قيمت وصول ڪرڻ. انڌير ڪرڻ. پينگ ڪرڻ.

**لٽو:** ذ. ڪپڙو. وڳو- پوشاڪ.

**لٽا لاهڻ:** اگهاڙو ٿيڻ- ننگو ٿيڻ. بي حيا ٿيڻ.

**لِٽِي:** ث. عورتون هڪ ٻئي کي سڏڻ لاءِ هي لفظ

ڪم آڻنديون آهن- اَتِي! ٻَڙي! پياري- منڙي.

**لَٽِ:** ث. ٽيڪ لاءِ هٿ ۾ ڪٺڻ جي ڏگهي ڪاٺي- عصا- هاسو. ڏانگهه. ڪمند جي چَڙ. گهاٽي جي وچ واري ٽلهي ڪاٺي. نار يا هرلي جي ڇَٽ ۾ پيل ڏگهي ڪاٺي.

**لَٽ بازي:** ث. لٺين سان ويڙهه.

**لَٽِ لڳڻ:** لٺين واري ويڙهه ٿيڻ. مارا ماري ٿيڻ. جهيڙو ٿيڻ.

**لَٺيون جهلڻ:** مار کائڻ. تڪليفون سهڻ.

**لَٺڙيو:** ص. لٺ سان ويڙهه جو ماهر- لٺ سان وڙهندڙ.

**لَٺو:** ذ. هڪ قسم جو اڇو سوٽي ڪپڙو- پٽيو- هِرڪُ.

**لَپَ:** ث. هڪڙي هٿ جي ترِيءَ تي آيل مقدار- چُرون.

**لَپاتَ:** ث. چَمات- ڳل تي هٿ جو ڏَڪ.

**لَپِري:** ث. سوج يا ڦٽ تي اٽي ۾ رڌل وڪر جو شِيرو- پوٽيس. پِني- ليپُ.

**لَپَڙُ:** ذ. پَٽ جو وَڏو گرانهه- ڳِتو.

**لَپڙائڻُ:** مر. ٽٽائڻ. بهاني بازي ڪرڻ. گوتنات ڪرڻ.

**لَپسِي:** ث. ڪڻڪ جي اٽي جو پٽڙو سيرو.

**لَپڪو:** ذ. اوچتو جهٽ- جهڙپو. لامارو.

**لَپَڻُ:** مر. لپون هڻڻ- لپون هٿي کائڻ. لَپا هڻڻ.

**لَپو:** ذ. وڏي لَپ. وڏو گرانهه. کوٽائي ۾ ڪوڏر جي هڪ واري ۾ آيل مِٽي گارو وغيره.

**لَپو لڳڻ:** وارو لڳڻ- وجهه لڳڻ- موقعو ملڻ. وڏو داءُ لڳڻ. اُترندو فائدو ملڻ.

**لَپو هڻڻ:** طرفداري ۾ ڳالهائڻ- حمايت ڪرڻ. وجهه ملڻ تي فائدو وٺڻ.

**لَپوڙو:** ذ. وڏو گرانهه. ٻَتاڪ- گشو. داءُ.

**لپوڙا هڻڻ:** وڏا گرانهه هڻڻ- وڏا ڳِتا هڻڻ. ٻتاڪون هڻڻ.

**لَپِي:** ث (سن. لِپِي) لکڻ جو نمونو- صورتخطي- املا.

**لَپيٽَ:** ث. ويڙهڻ جي حالت. وڪڙ- ڦيرو. وراڪو. ٻَڪُ- حملو- گهيرو. پيچ. داءُ- وجهه. چپيٽ.

**لپيٽڻُ:** مر. ويڙهڻ (ڌاڳو، ڪپڙو). سميٽڻ. وَر ڏيڻ. تَهه ڪرڻ. جڪڙڻ.

**لَجاجَتَ:** ث (ع) عاجزي. منٿ. خوشامد.

**لَڄَ:** ث (سن. لجا) شرم- حياءُ- ڦِڪائي. حجاب. لحاظ. غيرت. عزت- آبرو. عصمت. سَتُ- سِيلُ. ننگ. نڪاح ٻڌي زال.

**لڄ رکڻ:** عزت رکڻ- مانُ رکڻ. شرم رکڻ. پَت رکڻ.

**لَڄَ لَٽڻُ:** عورت جي عصمت دري ڪرڻ.

**لَڄا:** ث. لڄ- حياءُ. عصمت.

**لَڄادارُ:** ص. لڄارو- شرميلو- حياءُ وارو.

**لَڄارو:** ص. شرمندو- شرمسار- ڦِڪو.

**لَڄائڻُ:** مر. شرمسار ڪرڻ- مَياري ڪرڻ.

**لَڄپالُ:** ص. لڄ پت رکڻ وارو- ننگي.

**لَڄئون ڪَلَڄئون:** ظ. خوشي يا ناخوشي سان- طوعا ڪرها- مجبورا.

**لَڄي:** ص. ڦِڪو- شرمندو. پيشيمان.

**لَچُ:** ص (ف) اگهاڙو- ننگو. بدچال. بدمعاش. بدڪار. مستي خور- حرڪتي.

**لَچائي:** ث. بي حيائي. بدمعاشي. حرڪت- شرارت. مستي- اٽوٽرائي- ڪيچل. بدخواهي.

**لَچَڪَ. لِچَڪَ:** ث. مُڙڻ جي خاصيت. نرمي.

**لَچَڪدار:** ص. لچڪڻو. مُڙندڙ. چيڙهه وارو.

**لِچَڪَڻُ:** مر. لُڏڻ- لرزڻ- ڏڪڻ. نرم شيءِ جو مڙي وري ساڳي جاءِ تي اچڻ. نرمي جي روش اختيار ڪرڻ.

**لِچڪو:** ذ. لوڏو- ڏوڏو. نرمي.

**لِچَڻُ:** مر. جهُڪڻ- مُڙڻ. چبو ٿيڻ.

**لُچو:** ص. بدمعاش. حرڪتي- شرير. واهيات.

فسادي. (ٿ. لُچي).
**لچَ:** ٿ. ذرو- ٿورو حصو.
**لَچَ:** ٿ. لوچ- ٿڪو- بي آرامي.
**لچ لچ:** ٿ. بي انفعالائي سان هلڻي. نُوس نوس. دردر رولڙو.
**لچَ لچ ڪرڻ:** در در ڦرڻ. اجايو هلڻ. ٿڪڻ.
**لڇمي:** ٿ (سن) ڌن دولت- مايا. (ص) سگهڙ- سدوري- سياڳي.
**لڇَڻُ:** ذ. فعل- عادت. ڪِرُ. خصلت. هلت چلت. آثار- اهڃاڻ.
**لڇڻ سکڻ:** خراب عادتون سکڻ- بڇڙا ارڪان ڪرڻ.
**لُڇَڻُ:** م. ٿڪڻ- تڙڦڻ. درد ڪان بيتاب ٿيڻ.
**لِحاظُ:** ذ (ع) غور سان ڏسڻ. خيال رکڻ. ڌيان- خيال- توجهہ. طرفداري. شرم- مرم. سانگو. مروت. پاسخاطري.
**لحاظ ڪرڻ:** پاسخاطري ڪرڻ. مروت سان پيش اچڻ. شرم ڪرڻ- حيا ڪرڻ.
**لحاظي:** ص. ناتي جو خيال رکندڙ. مروتي. ڄاڻ سڃاڻ- واقف ڪار.
**لِحافُ:** ذ (ع) سوَڙ. ڪپهہ سان ڀريل اوڇڻ.
**لَحَدَ:** ٿ (ع) قبر جو ڳجهہ (جنهن ۾ لاش رکجي)- سامي. قبر- ٻُني.
**لَحظو:** ذ (ع) پَل- لمحو- گهڙي- ڪن. اک ڇنڀ.
**لحظي بہ لحظي:** ظ. گهڙي گهڙي- ذري ذري. هروقت.
**لَحَمُ:** ذ (ع) گوشت- ماهہ- ماسُ.
**لَحَنُ:** ذ (ع) آواز. سڏ- صدا. خوش نَوائي. ترانو- نغمو.
**لَحن داوُدي:** ذ. نهايت سُريلو ۽ مِٺڙو آواز.
**لَحِيمُ:** ص (ع) ٿُلهو- متارو.
**لَحِيم شَحِيمُ:** ص. ٿلهو متارو.
**لَختُ:** ذ (ف) ٽُڪر- حصو. ٿورو مقدار.
**لِختِ جگر:** ذ. جگر جو ٽُڪرو. پُٽ- اولاد. محبوب.
**لَخلخَہ:** ذ (ع) ڪن خوشبودار شين جو مجموعو (عنبر، مُشڪ، عُود وغيره جيڪو مريض کي سُونگهائڻ مفيد آهي).
**لَدُني:** ذ (ع) اهو علم جيڪو سکڻ کان سواءِ ملي يا خدا تعاليٰ ڪنهن کي عطا ڪري ۽ اُهو وَحي يا الهام مان حاصل ٿئي.
**لَڏ:** ٿ. 'ليڻ' جي حالت. حاصلات. لاڀ- فائدو. لڌل مال.
**لُڌڙو:** ذ. هڪ قسم جو آبي جانور.
**لَڌَلُ:** ص. حاصل ٿيل. هٿ آيل.
**لڏو:** ذ. لِکيو- ڀاڳ- نصيب. ازلي انگ. نصيب جو لکيو.
**لُڏو:** ذ. هڪ تاري جو نالو (سُهيل يمني).
**لَڏ:** ٿ. بار- بوجهو. گڏهہ تي لڏيل سامان. ڀري- هَڙ. مَڏي. ہڌل سامان. ڪاڻين جي ہڌل مُوڙي.
**لڏ لاهڻ:** بار ڀري لاهڻ. بار لاهي ٿانئڪو ٿيڻ.
**لِڏ:** ٿ. گڏهہ گهوڙي، خچر هاٿي وغيره جو ليڏوڻ جي صورت ۾ ڇيٺو.
**لڏائڻُ:** م. گاڏي بار سان ڀرائڻ. ٽپڙ ڪٽائڻ (ڳوٺ يا شهر مان). لوڏي ڪڍڻ- شهر نيڪالي ڏيڻ.
**لُڏائڻُ:** م. پينگهي يا پينگهہَ ۾ لوڏا ڏيڻ- جُهولائڻ.
**لَڏ پَلاڻَ:** ٿ. وهٽ پلائي اسباب ڪٽڻ- نقل مڪاني. هڪ هنڌان مڏي ڪٽي ٻئي هنڌ وڃڻ- ڪُوچُ.
**لڏِجَڻُ:** م. بار سان ڀرجڻ (گاڏي،اُٺ وغيره). ڪوچ ڪرڻ. لڏي وڃڻ.
**لڏجي وڃڻ:** بار سان ڀرجي وڃڻ. مالا مال ٿيڻ-

ڊنجي وڃڻ.

**لَڏَڻُ**: م. بار رکڻ- سامان رکڻ (گاڏي، وهٽ وغيره تي). هڪڙي هنڌان ٻئي هنڌ وڃڻ. ٽپڙ کڻڻ- ڪُوچ ڪرڻ. انتقال ڪرڻ- مرڻ- وفات ڪرڻ.

**لَڏِڻ**: ذ. ناز سان هلڻ وارو. مٺڙو- سهڻو- دلبر- پيارو.

**لَڏَڻُ**: م. پينگهہ يا پينگهي ۾ لوڏا کائڻ. جُهولڻ. جهومڻ. گهڏڻ (نشي ۾).

**لَڏڻ لَمڻ**: هڪ هنڌ نہ بيهڻ- ٽڪاءُ نہ هجڻ. دل من هٽڻ.

**لَڏِئو**: ذ. لُڏندڙ. گهڙيال جو پُتلو. پينگهو.

**لَڏُو**: ذ. سامان (گهر جو)- ٽپڙ ٽاڙي. اثالو. لڏي ويندڙ ماڻهو ۽ انهن جو سامان (وهٽن تي). عيال- ڪٽنب.

**لَڏُو لاهڻ**: گهر ڪري ويهڻ. ٽانيڪو ٿيڻ. بي همت ٿيڻ.

**لَڏُون**: ذ. مٺائيءَ جو هڪ قسم. نُختي (بُوندي) مان ٺهيل گول مُنيا.

**لَڏُون وِرهائڻ**: خوشيءَ جي موقعي تي مٺائي ورهائڻ.

**لَڊاڻو**: ذ. ”مومل- راڻيءَ“ جي قصي واري مومل جي رهڻ جو هنڌ (هن وقت ڀارت- راجستان ۾ آهي).

**لَذَتَ**: ث (ع) ذائقو- سواد- ساءُ. لطف- مزو. چَش- خوشي.

**لَذتون وٺڻ**: مزا ماڻڻ- لُطف وٺڻ- عيش سان گذارڻ.

**لَذِيذُ**: ص (ع) ذائقيدار- مزيدار- سوادي. وڻندڙ. چَش وارو.

**لَرِ**: ث. لوهہ- رُوڙ. (ص) جلد- تڪڙ ۾.

**لَرُ**: ذ (ف) ايراني نسل جي ڪوهستان ۾ آباد هڪ قوم (جيڪا ڊگهي قد واري ٿئي). (ص) بيوقوف- احمق- بي عقل.

**لَرزان**: ص (ف) ڏڪندڙ (ڊپ کان)- ٿڙڪندڙ.

**لرزِائڻُ**: م. ڏڪائڻ- ٿڙڪائڻ- ڪَنبائڻ. ڊيڄارڻ.

**لَرزِش**: ث (ف) ڏڪڻي- ڪَنبڻي- ٿڙڪڻي.

**لَرزَڻُ**: م (ف) ڏڪڻ- ڪنبڻ- ٿڙڪڻ. ڊڄڻ. ڏُٻڻ.

**لَرزو**: ذ (ف. لرزه) ڏڪڻي. ڊپ يا بيماري سبب ٿڙڪڻي.

**لَرِ لَرِ**: ث. وڏي آواز سان اجايو ڳالهائڻ. بڪ بڪ- يخي.

**لَرِي**: ث. سياري ۾ اُتر يا اولهہ کان لڳندڙ تمام ٿڌي هوا. تمام گهڻي سِڪَ يا تانگهہ.

**لَڙُ**: ذ. هُل. گوڙ. اجايو ڳالهاءُ. هنگامو. ڏمچر. بدامني- فساد. ميرو مٽيءَ هاڻو پاڻي. درياءَ ۾ آيل نئون پاڻي (جيڪو ريت ۽ مٽيءَ سبب ميرانجهڙو هوندو آهي). آسمان ۾ غبار ۽ ڌُنڌ.

**لَڙ لهڻ**: گوڙ بند ٿيڻ. آسمان تان غبار لهڻ. معاملو ختم ٿيڻ.

**لَڙاٽُ**: ذ. لَڙ- غبار- رَئي. مٽيءَ گڏيل پاڻي.

**لَڙاٽَڻُ**: م. آنريل پاڻي کيَ هٿ سان ميرو ڪرڻ.

**لَڙاڪُ، لَڙاڪُو**: ص. ويڙهاڪ- جهيڙاڪ. جنگجُو.

**لَڙائِڻُ**: م. ويڙهائڻ- جنگ ڪرائڻ. مقابلو ڪرائڻ. پيٽ ڪرائڻ- ٽڪرائڻ.

**لَڙائي**: ث. ويڙهہ- جنگ- معرڪو- رزم. جهيڙو- تڪرار.

**لَڙائي ڪرڻ**: جنگ ڪرڻ. جهيڙو ڪرڻ. تڪرار ڪرڻ.

**لَڙڪُ**: ذ. اکين مان وهندڙ پاڻي جو قطرو- ڳوڙهو- هنج- آشڪ.

**لَڙڪ وهائڻ**: هنجهون هارڻ- ڳوڙها ڳاڙڻ. روئڻ. افسوس ڪرڻ.

**لَڙڪائڻُ**: م. لٽڪائڻ- ٽنگڻ. نمائڻ- جُهڪائڻ. ڦاسائڻ.

**لَڙڪَڻُ**: م. لَڏڻ. ٽنگجڻ. لٽڪڻ. لاڙو ڪرڻ. هيٺ ٿيڻ- نمڻ.

**لُڙڪي:** ث. ڪنن ۾ پائڻ جو ڳهه.
**لَڙِ لَڙِ:** ث. بڪ بڪ- جهڳي- بڪواس. اجايو ڳالهائڻ.
**لَڙَڻُ:** م. جنگ ڪرڻ. وڙهڻ. جهيڙو ڪرڻ. تڪرجڻ. مقابلو ڪرڻ. ورڻ- مُڙڻ. لاڙو ڪرڻ. ڦِرڻ (رستي کان)- موڙ کائڻ. لهڻ (سج).
**لڙي وڃڻ:** لنگهي وڃڻ- هلي وڃڻ. پاسو ڪري وڃڻ.
**لُڙَڻُ:** م. لڙاٽڻ (پاڻي). گهُنج ڪرڻ (ڪپڙي کي). لوٽڻ (مٽيءَ ۾).
**لُڙهه:** ث. هار. سرَ- لڙهي (موتين جي). ڏاڳو- ڌاڳو. قطار- لانڍ. وسيلو. اڄهو. پروسو- سهارو. دامَن. پَلئُه.
**لڙهه لڳڻ:** تعلق ٿيڻ. آسري تي لڳڻ. سهاري ٿيڻ. دامن جهلڻ.
**لڙهَڻُ:** م. پاڻيءَ جي وهڪري ۾ وهي وڃڻ- لڙهندو وڃڻ. غرق ٿيڻ. جسماني طرح ڍهي پوڻ- هيٺو ٿيڻ- ڪمزور ٿيڻ.
**لُڙهي وڃڻ:** وهي وڃڻ (وهڪري ۾). ڪمزور ٿيڻ- هيٺائي ٿيڻ.
**لُڙهو:** ذ. لانڍ- قطار. ڍگهي لَٺ. ڍگهي ڪاٺي- چَڙ. پاڻي ۾ وهندڙ ڪاٺ يا ٻُند. پاڻيءَ جو وڏو وهڪرو- اٿل. پکين جي هڪ بيماري.
**لڙهو لڳڻ:** وڏي بيماري ۾ ونجڻ. بيماري جو زور ٿيڻ.
**لُڙهي:** ث. سَر (موتين جي). هار (موتين مڻڪن جو). لانڍ- قطار. سلسلو- سنگهر.
**لُڙِي:** ث. لڙهه (موتين جي)- سَرَ. قطار. لانڍ. هار- مالها.
**لِڙَ:** ص. نِستو- هيٺو- ڪُنٺرو. نازڪ. باريڪ- سَنهون. ليلهر- بي همت. (ذ) ٻڪريءَ جو تازو ڄاول ڦَرُ.
**لَسَ:** ث. لَساڻ. سَنوتَ- سڌائي. هڪجهڙو مٽاڇرو. پاڻيءَ جي اڇَ. ڪڪرن جي لانڍ (جنهن ۾ وٺي نه هجي). (ظ) سدو- لسو- بنان رنڊڪَ.
**لَس لائڻ:** قطار ناهڻ. ڪا گهٽي نه ڇڏڻ.
**لِسانَ:** ث (ع) ڄڀ- زبان. ٻولي- ڀاشا.
**لَساڻِ، لَسائي:** ث. سِڌائي- سَنوَت (سطح جي).
**لَستَ:** ث (ع. لذت) سواد- ساءُ- مزو- لطف- لذت. ذائقو.
**لَستي:** ص. سوادي- ذائقيدار- وڻندڙ- لذت وارو.
**لَسڙاٽُ:** ص. ڳيرو (جنهن کي ڏاڙهي مڇ نه آيل هجي)- ننڍي عمر جو.
**لَسڙو:** ص. لاسڙيات- لسڙاٽ- ڳيرو.
**لَسَڻِ:** ث. ٿُومَ.
**لَسَڻُ:** ذ. جسم تي پيدائشي ڳاڙهو يا ڪارو داغ.
**لَسو:** ص. سنئين مٿاڇري وارو- هموار. اهو جسم جنهن تي وار وغيره نه هجي. چلڪڻو. لَاسڙاٽ- ڳيرو (بنان ڏاڙهي مُڇ جي). (ث. لَسِي).
**لِسو:** ص. بي لذت- بي سواد. اَلوڻو- ڦِڪو.
**لَسِي:** ث. ڏُڌ. ڇِدو ڏُڌ- ڇاڇ.
**لَشڪَرُ:** ذ (ف) فوج- سپاهه- ڪٽڪ. هجوم. انبوهه- ٺٺ. اٿالو.
**لَشڪر ڪَشي:** ث. فوج جي چڙهائي- حملو- ڪاهه.
**لشڪر گاهه:** ذ. ڇاوڻي- ڪئمپ.
**لَشڪري:** ص. سپاهي- فوجي. عَسڪري.
**لَش لَش:** ث. ڪُتي جي ڪائڻ يا لَڪڻ جو آواز.
**لش لش ڪرڻ:** ڪُتي وانگر ڪائڻ. تڪڙ يا هيڄ مان ڪائڻ.
**لطافَت:** ث (ع) چِٽائي- رقت. هلڪائي. خوبي- سُهٺائي. پاڪيزگي. تازگي. ذائقو.
**لطائِف:** ذ (ع) "لطيفه" جو جمع. ٽوٽڪا (ڪلَ

مسخري وارا).

**لُطف:** ذ (ع) لذت- مزو. فرحت. مهرباني- احسان- ٽورو- ڪرم- عنايت. تازگي- خوشي.

**لَطِيفو:** ذ (ع) ٽوٽڪو- پوڳ چرچو- کِل مسخري واري ڳالهه.

**لُعابُ:** ذ (ع) ٿُڪَ- پِڪَ. ڳگ. گهاٽو ۽ چيڙهو وارو رَسُ. رَسُ.

**لَعلُ:** ث (ف) ڳاڙهي رنگ جو هيرو- ياقوت.

**لَعلُ:** ص (ف) ڳاڙهو- سُرخ- لالُ. (ذ) ڳاڙهي رنگ جو جواهر- ياقوت.

**لَعَن:** ذ (ع) ڌتڪار- نفرت. ڇِٽ- ملامت.

**لَعَن طَعن:** ذ. ڇِٽ ڦِٽ- لعنت ملامت.

**لَعنَتَ:** ث (ع) ڌتڪار- ملامت. نفرت جو اظهار- ڌڪار. پِٽِڻا.

**لعنت ملامَت:** ث. ڇٽ ڦِٽ. پٽ پاراتو.

**لعنت وِجهڻ:** ڌتڪار وجهڻ- پاراتو ڏيڻ.

**لَعنتي:** ص. لعنت پيل- ڌِتڪاريل. ملعون.

**لَعِينُ:** ص (ع) جنهن تي لعنت پيل هجي- ملعون. لعنتي- هچارو.

**لُغاتَ:** ث (ع)ُ "لغت" جو جمع. الفاظ. بوليون. اُهو ڪتاب جنهن ۾ الفاظ ۽ معنائون ڏنل هجن- فرهنگ- ڪوش- ڊڪشنري.

**لَغارَ:** ث. ذرو- ڇِنڊڪو- گهَڪو.

**لَغار لڳڻ:** گهَڪو اچڻ. اثر ٿيڻ.

**لَغامُ:** ذ (ف) گهوڙي جي واڳ جو اهو لوهي ڪَنڊائون حصو جيڪو گهوڙي جي وات ۾ وجهجي.

**لغام چاڙهڻ:** وات بند ڪرڻ. قابو ڪرڻ. قاعدي ۾ آڻڻ.

**لَغايَت:** ظ (ع) پڇاڙي تائين- آخرتائين. شامل- سميت.

**لُغَتَ:** ث (ع) لفظ. جملو. بولي- زبان. فرهنگ- ڊڪشنري- ڪوش.

**لُغتِي:** ث. ڪُوڙ. ٺلهي يا هوائي ڳالهه. پاسرائي وارو ٺونشو.

**لُغتيون هڻڻ:** ابتيون سبتيون ڳالهيون ڪرڻ. اجايا افواهي گپوڙا هڻڻ.

**لَغدِي:** ث. ٽان؛ جي ڇِلهه تي رکڻ واري پاسي تي آيل ليپو (آلي مِٽيءَ جو تهه).

**لَغَڙُ:** ذ. ڪاغذ مان ٺهيل چؤڪور ٽُڪلو- پَتنگ (قسم: گُڏي، ٽُڪَل. ٻانسيَ وغيره). باز (پکي) جو هڪ قسم ("جَغڙ" جي مادي).

**لَغڙ هڻڻ:** گشا ڏيڻ- آسرا دلاسا ڏيڻ. ٻٽاڪون هڻڻ.

**لَغزِش:** ث (ف) تِرڪڻ. ڏڪڻي. ٿابو. غلطي- ڀُل چُڪَ. پير ٿڙڻ. گمراهي.

**لَغوُ:** ص (ع) بيهوده- واهيات. بي معنيٰ- اجايو. بي فائدو- بيڪار. (ث) بيهودي ڳالهه يا ڪم.

**لَغورُ:** ص. بيحيا- بيشرم. گيدي- بزدل- ڊڄڻو. لوفر- رولو.

**لُغوِي:** ص (ع) لغت سان منسوب. اصلي.

**لَفاظي:** ث (ع) خوش بياني. ڳالهه ۾ ديگهه- وڌاءُ. بڪواس. ٻٽاڪ.

**لِفافو:** ذ (ع) ڪاغذ جو پوش. ڪاغذ جو غلاف (جنهن ۾ چِٺي بند ڪجي).

**لَفظُ:** ذ (ع) ٻن يا ٻن کان وڌيڪ اکرن جو بامعنيٰ ٻول. جملو. ڳالهه.

**لفظ بہ لفظ:** ظ. هڪ هڪ لفظ. هوبهو. تفصيلوار.

**لفظي:** ص. لغوي. اصلي. لفظن جو.

**لَفنگ، لَفنگو:** ص. بدمعاش- لُچ. رولو- آواره.

**لَف و نَشر:** ذ (ع) ٽڙيل پکڙيل شيون ويڙهڻ. عروضي شاعري جو هڪ اصطلاح، جنهن ۾ شعر جي

هڪ مصرع ۾ ڪي شيون بيان ڪجن، ته ٻيءَ مصرع ۾ ٻيون.
**لِقَ:** ث. چمڙي تي ڳاٽ سبب تيل ٿوڻبدو- ٿُلُو- چِلُلو.
**لِقچِڻُ:** م. گند مٽي وغيره ۾ پرجڻ.
**لِقَڙُ:** ص. ڪَنو ڏڳهو. قداور. بدفضيلت- بي افعالو.
**لِقَڻُ:** م. ٿَڦڻ- گند مٽي سان پرڻ- گند هاڻو ڪرڻ.
**لقاء:** ذ (ع. لقاء) ديدار- نظارو- ڏيکاءُ. صورت- شڪل. صفاتي پچاڙي طور ڪم ايندڙ لفظ (جئن ماه لقا وغيره).
**لقاپور:** ذ. اهو خيالي مڪان جتي سدائين سوجهرو آهي. لقاء وارو ماڳ.
**لَقَبُ:** ذ (ع) اهو نالو جو ڪنهن خوبي، خصوصيت يا عزت ڪان پيل هجي. عزت وارو نالو- خطاب.
**لَقب لائڻ:** الزام مڙهڻ. ڏوهه ڏيڻ. ٽِڪو ڏيڻ. بدنام ڪرڻ.
**لَقِ دقِ:** ذ (ف) پوٺو- برپٽ- ويرانو.
**لَقلَقُ:** ذ (ع) هڪ قسم جو آبي پکي (ٽنگون ڏگهيون، چهنب ويڪري ۽ ڏگهي)- سارس- ڪَنگُ.
**لُقمانُ:** ذ (ع) هڪ حڪيم جنهن جو ذڪر قرآن شريف ۾ آيو آهي (جنهن پنهنجي پٽ کي نصيحتون ڪيون هيون). قرآن شريف جي هڪ سورة جو نالو. (ص) سيالو- ڏاهو- داناءُ.
**لُقمو:** ذ (ع) گرانهه- نوالو. طعام. عمدو کاڌو.
**لُقمو ڏيڻ:** وات ۾ گرانهه ڏيڻ. رشوت ڏيڻ. هلندڙ بيان جي وچ ۾ رهجي ويل ڳالهه يا ٿاڻو ياد ڏيارڻ.
**لَقو، لُقو:** ذ (ف) ڪبوتر جو هڪ قسم (جنهن جو پُڇ وِڇي وانگر مٿي تيل ۽ ڪند پوٺتي جُهڪيل ٿئي).
**لَقوو:** ذ (ع) بيماريءَ جو هڪ قسم (جنهن ۾ اڌ جسم جا سند سُڪي ۽ ٿري وڃن)- اڌ رنگ- فالج.
**لَڪَ:** ث. چيلهه- ڪمر.

**لَڪدار:** ص. سنهي چيلهه وارو. سهڻي هائيءَ وارو.
**لَڪُ:** ذ. جبل جو لَنگهه. جبلن جي وچان لنگهندڙ رستو. گهٽُ- لَنگهُ. جبل جو ڳس. چيلهه- ڪمر.
**لَڪ لنگهڻ:** تڪليفون جهاڳي پار پوڻ. مشڪلاتن مان پار پوڻ. وڏي مرض مان بچي اُٿڻ. ڏکيو وقت گذاري وڃڻ.
**لِڪَ:** ث. ڍَڪَ. لِڪڻ يا لڪائڻ وارو عمل. ڍَٻَ. ڳجهه.
**لِڪَ لِڪائڻ:** راز مخفي رکڻ. ڳالهه ڳجهي رکڻ.
**لِڪُ:** ذ. راز- ڀيد- ڳجهه.
**لُڪَ:** ث. اونهاري ۾ ٻن پهرن جي گرم هوا. گرم هوا- لُوهه- لُوءِ. جهولو.
**لُڪَ لڳڻ:** جهولو لڳڻ. جهولي سبب بيمار ٿيڻ.
**لِڪائڻُ، لُڪائڻ:** م. ڇُپائڻ- ڍڪڻ. پوشيدو رکڻ- ڳجهو رکڻ. راز ۾ رکڻ. ڇپر ڪرڻ- گُم ڪرڻ. روپوش ڪرڻ. ٿَمَڻُ.
**لِڪَ ڇَپَ:** ث. ڳجهه ڳوهه- ڳجهيءَ طرح. خلوت.
**لِڪ لِڪوٽي:** ث. هڪ قسم جي ٻاراڻي راند (لِڪڻ ۽ ڳولڻ واري راند).
**لَڪڙُ:** ذ. ڪاٺُ.
**لَڪڙا:** ذ. هندن ۾ مڙدي کي ساڙڻ لاءِ ڪم ايندڙ ڪاٺيون.
**لڪڙا ڏيڻ:** مڙدي کي ساڙڻ.
**لَڪڙ تار:** ث. (محاورو) تڙ ۾ جلد پکڙندڙ خبر.
**لَڪڙو:** ذ. ڏگهي ڪاٺي- ڏگهي ڇڙَ.
**لَڪڙي:** ث. ڳچيءَ جو هڪ ڳهه- سون يا چانديءَ جو پٽلو (جيڪو سنهي زنجيري يا ٿور ۾ وجهي پائجي).
**لَڪڙياري:** ص. لَڪڙ جهڙي سنهي ۽ ڏگهي قد واري (عورت)- سُهڻي- نازڪ.
**لَڪشمي:** ث (سن) لڇمي- سڀاڳ. ڪاميابي. خوشي. ڏن- نالو.
**لِڪَلُ:** ص. ڳجهو- خُفيه. پوشيده. ڍڪيل.

**لکِ لکِ:** ث. ڪُتي جي پاڻي پيئڻ جو آواز.

**لَڪتَتِ:** ث (ع) ٻاتاڻ (زبان ۾)- ٻاتائي. هَڪرِاڻِ- اٽڪل (زبان ۾).

**لَڪَڻُ:** م. ڪتي وانگر پيئڻ يا چَٽڻ.

**لَڪُڻُ:** ذ. ننڍي لٺ (جيڪا ٽيڪ لاءِ هٿ ۾ ڪٽي هلجي)- ٻاٽنو- عَصا.

**لِڪَڻُ. لڪَڻُ:** لِڪي وڃڻ- پوشيدو ٿيڻ- ڇُپڻ- غائب ٿيڻ- گم ٿيڻ.

**لِڪو رهڻ:** ڳجهو رهڻ- روپوش رهڻ. گم رهڻ.

**لَڪِي:** ث. جبل جو لنگهہ. جبل مان ويندڙ واٽ.

**لُڪِي:** ث. ڳچيءَ جي پچاڙي واري ڪڏ. ڙِڙي- نڙگهٽ وارو سَنڌ.

**لڪِيرَ:** ث. لِيڪَ. سِٽَ.

**لکَ:** ث. ڪَلَ- خبر- سُڌ- پروڙ. سُرت.

**لکُ:** ذ. هڪ عدد- سؤ هزار.

**لِکَ لُٽائڻ:** گهڻي سخاوت ڪرڻ. ملڪيت اُڏائڻ.

**لکَنِ ۾:** ص. تمام گهڻن ۾- سيني ۾.

**لکين:** تمام گهڻا- بي انداز- لاتعداد.

**لِکَ:** ث. ٿوري ذري- هَوَ. ساعت- پل. لِکيو- ڀاڳ. ڳهہ ۾ پيل هيري جي ڪَڙِي يا شيشي جو ننگ.

**لکَ:** ثَ. لڪَ- جهولو- لوهہ.

**لکا:** ث. سَمڪ- خبر- پروڙ- احساس.

**لکاپتِي:** ص. جنهن وٽ لکين رپيا هجن. دولتمند- امير.

**لِکا پَڙهِي:** ث. تحرير- اقراري لکيت. قبوليت.

**لکانو:** ذ. هجري سنہ جو ستون مهينو (جنهن ۾ زڪواة ۽ خير خيرات ڏئي).

**لِکائِي:** ث 'لِکڻ' جو معاضو.

**لکائِڻُ:** م. ڏيکارجڻ- مَحسوس ٿيڻ- ڏيکائي ڏيڻ.

**لِکائِڻُ:** م. تحرير ڪرائڻ- ڪتابت ڪرائڻ.

**لکاوَتَ:** ث. لکڻ جو نمونو- لکٽي.

**لِکَتَ:** ث. تحرير- اقرارنامو. تحرير جو نمونو- صورتخطي.

**لِکت پَڙهَت:** ث. تَحريري اقرار نامو. لکپڙهہ.

**لَکپَت:** ذ. "ڪڇ" (پارت) جي هڪ بندر جو نالو.

**لِکپَڙهہ:** ث. خط پٽ- چِٺي چپاٽي. لکيت ۾ ڪا ڳالهہ.

**لَکڻُ:** م. سمجهڻ- محسوس ڪرڻ. ڏِسجڻ. لکائڻ.

**لَکَڻُ:** ذ. افعال- لچڻ.

**لِکڻُ:** م. تحرير ڪرڻ. ڪتابت ڪرڻ. تصنيف ڪرڻ. دفتر ۾ چاڙهڻ. (ذ) تحرير- لکيت.

**لِکِٽِي:** ث. لکڻ جو نمونو. تَحرير. رسم الخط. لِکڻ جي اسٽيل يا قلم.

**لِکي ڏيڻ:** اقرار ڪرڻ- قبول ڪرڻ.

**لکِي:** ص. لکاپتي. لکن جو. قيمتي. گهوڙي جو هڪ رنگ (ڳاڙهاڻ مائل).

**لِکيَتَ:** ث. تحرير- لِکائي. اقرارنامو. دستاويز. قبوليت.

**لِکيل پڙهيل:** ص. تعليم يافتہ- پڙهيل ڳڙهيل.

**لِکيو:** ذ. تحرير- نوشتہ. حڪم الاهي- الاهي اَمُر. قسمت- نصيب- ڀاڳ.

**لکيو آڏو اچڻ:** قسمت ۾ جيڪي هوندو سو ٿيڻ.

**لکيو پورو ٿيڻ:** نصيب جو لکيو پورو ٿيڻ. شادي ٿيڻ.

**لکيو لوڙَهُ:** مصيبت جو وقت ڪاٽڻ. ڏکيا ڏينهن گذارڻ.

**لِکيو پڙهيو:** ذ. درس تدريس. عهد اقرار.

**لَکامُ:** ذ (ف) لغام- واڳ (گهوڙي جي).

**لڳُ:** ظ. ويجهو- قريب. لڳل- لاڳو. پرسان (حرف جر) لاءِ واسطي. (ذ) پکين ۽ جانورن جو ميلاپ.

**لڳائِڻُ:** م. ملائڻ- ڳنڍڻ- گڏڻ- جوڙڻ. چنبڙائڻ. شامل ڪرڻ. خرچ ڪرڻ. نوڪڻ (پادر، موچڙا). هڻڻ (وڻ، ٻوٽو). ٽڪڻ- مڙهڻ (الزام).

**لکِ يکِ:** ظ. ملندڙ جُلندڙ. اُنهي جهڙو. ذري گهٽ- تقريبا. اٽڪل روءِ. (ث) ميل ملاقات- ڏيٺ ويٺ.

**لکِتَ:** ث. جن ڀُوت جو اثر.

**لِکڙُ. لِکڙو:** ص. چنبڙندڙ. لِکِ لکِدار. ڦلهڙو. ٿيڦو. نرم. ڪُونئرو.

**لکڙُ. لکڙو:** ذ. ڪپڙو. ڦاٽل پراڻو ڪپڙو.

**لکِلُ:** ص. مليل. گڏيل- پيتل. لاڳُو. چنبڙيل. داغ لڳل.

**لکِ لِکِ:** ث. ليس- چنبڙڻ وارو مادو.

**لِکِلِکدار:** ص. ليسدار- چنبڙندڙ- لکڙو. ڪونئرو- نرم.

**لکڻُ:** م. ٽڪرجڻ. ٺهڪڻ. ملڻ. گڏجڻ. چنبڙڻ. ٿيڻ (دل. پريت). مشغول ٿيڻ (ڪم ۾). محسوس ٿيڻ (اج. بک. اثر). گهُلڻ (هوا. طوفان). ڪپِڻُ- جڙڻ. ڳنڍجڻ. گسڻ (پاسو). چُبڻ (ڪنڊو وغيره). ڦرجڻ (چوپائِي). ملڻ (وجهہ). اثرائتو ٿيڻ- ڪارگر ٿيڻ. بندجڻ (اک).

**لکو رهڻ:** گڏ رهڻ. گڏيو وتڻ. چنبڙيو رهڻ. مصروف رهڻ- رُڌل رهڻ. قائم رهڻ.

**لکي وڃڻ:** ڇُهجي وڃڻ- شروع ٿيڻ. اتفاقا لکڻ (ڏک).

**لکو:** ص. ("سکو" جو ضد). اهو اولاد يا مائٽ جيڪو "سَکو" نہ هجي. ڏاريو.

**لکو لکُ:** ظ. گڏ- لاڳُو- ساڻُ- پٺُ. لاڳيتو- سانده- مسلسل.

**لکِهُ:** ذ. ڪڪر- ميگهہ.

**لکِي:** ث. نِينهُن- عشق. محبت- دوستي. لاڳاپو- تعلق. خواهش- آرزو.

**لَکَ:** ذ (ف. لنگ) منڊڪائي.

**لِکَ:** ذ. بدن جو ڪوبہ عضوو. بدن- جسم. تڙ. 

**لِکَ ڪانڊارجڻ:** خوف سبب بدن ۾ سِيسڙاٽ ٿيڻ. جسم جا وار اُڀا ٿيڻ.

**لِکَ ڪوسا ٿيڻ:** بخار ٿيڻ- تپ ٿيڻ.

**لکائڻُ:** م. منڊڪائڻ. لنوائڻ. گوتنات ڪرڻ.

**لکائي:** ث. اگهائي- بيماري. عيب. خرابي- بچڙائي. مَدِي.

**لکائي چکائي:** ث. چڱي مَني. بيماري سيماري. برائي ڀلائي. عيب ثواب.

**لکو:** ص (ف. لنگ). منڊو- لنگڙو. ناچڱو- ناخوش- بي مزي- بي چاڪ. ("چڱو" جو ضد).

**لَلُ:** ذ. لچڻ- ڪرُ- افعال. خوبي- چڱائي. همت- مڙسي.

**لَلُ:** ص. چريو- بي عقل. مستانو. جَٽُ.

**للهُ:** ندا (ع) الله جي واسطي- خدا ڪارڻ.

**لِله في اللهِ:** ص. خدا ڪارڻ. خدا جي واٽ ۾.

**لِلاهُون ڪرڻ:** خدا جا واسطا وجهڻ. عاجزيون ڪرڻ. عرض ڪرڻ.

**لَلت:** ث (سن) "هنڊول" راڳ جي هڪ راڳڻي.

**لَلِرِ:** ث. گاهہ جو هڪ قسم (جيڪو ڀاجي طور ۾ ڪم اچي).

**للڪارِ:** ث. هڪل- زوردار آواز. نعرو. حملي وقت مقابل کي سڏڻ جو آواز.

**للڪارڻُ:** م. نعرو هڻڻ. زور سان آواز ڪرڻ. هڪل ڪرڻ. مقابل کي هڪل سان سڏڻ.

**للنگهہُ:** ص. سورهيہ. پيارو. لائق- نوجوان. سهڻو. اُتو ساماڻو.

**للو:** ذ. ٻار- طفل. پُٽ. لاڏلو- پيارو. بي سمجهہ "هنج" پکي هڪ قسم (آبي پکي). ٻار جو مخصوص عضوو.

**للو پَتو:** ذ. مٺاچرو ڪم. ناز برداري. ترڪ ٽال. اٽڪل بازي- حرفت- چالاڪ.

**لَلوُ پَنجو:** ص. خسيس ۽ واهيات (ماڻهو)- جهڙو تهڙو.

**لَلِي:** ث. ننڍي ٻار جو خاص عضوو.

**لِلي چِپِي:** ث. خوشامد- چاپلوسي.

**لِلي چَپِي ڪرڻ:** خوشامد ڪرڻ. اجائي پاسخاطري ڪرڻ.

**لَليجو:** ذ. ڪيسا ڪپيندڙ- ڳنڍي ڇوڙ. دلبو ڏيئي ڦريندڙ.

**لِمر:** ث. سنگهه- نڪ جي غلاظت.

**لَمر:** ث. هڪ مشهور وڻ- نِمُ.

**لَمائڻُ:** م. لنوائڻ- نٽائڻ. ڪسڪائڻ- لڪائي ڪٽي وجهڻ- چوري ڪرڻ.

**لَمتي:** ث. گشو- ڏٽو. جهڙپ- جهپُ.

**لمتي هڻڻ:** جهڙپ هڻي ڪسي وجهڻ. ڏٽو ڏيڻ. لامارو ڏيڻ.

**لَم لَمپُ:** ذ. اٽڪل بازي- ترڪتال- اڏورو ڪم.

**لمحو:** ذ (ع. لمحہ) پل- گهڙي- ڪِن- اک ڇنڀ.

**لَمسُ:** ذ (ع) ڇُهاءُ. ڇُهڻ جي قوت.

**لمڪو:** ذ. لوڏو. ناز سان هلڻ جو هڪ انداز.

**لمڪو ڏيڻ:** لوڏي سان هلڻ. گهمري ڏيڻ.

**لمَليٽ:** ث (انگ) لِيمَن جو شربت.

**لَمَڻُ:** م. جهڪڻ- نمڻ. لُڏڻ- لٽڪڻ. لامارو ڏيڻ.

**لَمو:** ص. هيناهون- جهڪيل (پٽُ. علائو)- لڙيل. مُڏو- ڪُند (اوزار). لانئون- گهٽ.

**لَنُ:** ذ. مردانو مخصوص عضوو.

**لَنبُ:** ذ. گاهه جو هڪ قسم (جنهن جو ٻج ڏٽ طور ڪم اچي).

**لِنبَ:** ث. گاري جو ليپو- راڳو.

**لُنبُ:** ص. ڇڙو- اڪيلو. جنهن کي ٻار ٻچو نه هجي. رولاڪ. نڌڻڪو.

**لِنبائڻُ:** م. راڳائڻ- ليپو ڏيارڻ.

**لَنبائي:** ث. ڊيگهه- طول.

**لنبائي چوڙائي:** ث. ڊيگهه ويڪر.

**لِنبجَڻُ:** م. راڳجڻ- ليپو اچڻ. پرجڻ (گپ گاري ۾).

**لِنبَڻُ:** م. راڳڻ- راڳو ڏيڻ. ليپو ڏيڻ.

**لَنبو:** ص. ڊگهو. ڊگهي قد وارو. دراز- طويل.

**لنبو چوڙو:** ص. ڊيهو ۽ ويڪرو. پکڙيل طول طويل.

**لَنبُو:** ص. ڊگهو. اجايو ڊگهو. ڇانگهڙيل. بيوقوف.

**لُنبَ:** ث. چڙب. جُٽ ڦِٽ.

**لُنبَڻُ:** م. جٽ ڦِٽ ڪرڻ. بدشد ڳالهائڻ. وري وري جُٽ ڦٽ ڪرڻ.

**لِنڊُ:** ذ. پاخانو- ڏورو. راند ۾ هارَ. هارايل راند جي ٽِڪي.

**لِنڊُ ڏيڻ:** راند ۾ شڪست ڏيڻ.

**لِنڊُ ڪڍڻ:** سخت سيڪت ڏيڻ. ڏاڍي مار ڪڍڻ.

**لُنڊُ:** ذ. بلوچ قوم جي هڪ ذات. بَلا جو هڪ قسم.

**لُنڊو:** ص. ڇڙو. ڇانڊ. بنا گهر ٻار جي. اڻ پرڻيل. اوباش.

**لُنڊو:** ص. بنا پُڇَ جي- پُڇ وڍيل (جانور)- ٻانڊو. پڻ ڪان سواءِ (وڻ). ننڍو- ڇوٽو (وڳو. لباس). عيبدار- ناقص. اڻپورو.

**لنڊُورو:** ص. لُنڊو. اڪيلو. بيڪس.

**لُنڊِي:** ث. بيوه- رنڙ. اوباش (عورت). ڇَڙي ڇانڊ. بدڪار (عورت). رنڊي- ڪسٻياڻي.

**لُنڊي ٻُڙي:** ص. عام خاص- جيڪا تيڪا- هر عورت.

**لُنڊِي:** ص. بنا پُڇ جي (ث) هڪ قسم جي زهريلي بلا.

**لُنڊي خوشامد:** ث. اجائي تعريف. چاپلوسي. مٺاچري آتارياءُ.

**لُنڊي ڪاڏل:** ص. چيڙڪيل. اندر ڪوٺو- منافق. حاسد.

**لنڪا:** ذ. ڀارت جي ڏکڻ ۾ هڪ مشهور وڏو ٻيٽ ۽ ملڪ- سلون- سرانديب.

**لَنگُ:** ذ (ف) مَنڊُ (هڪ ٽنگ يا هڪ پير کان

معذور). منبڪائڻ جو عيب. (ص) مَنبو- هڪ پير منبڪائي هلندڙ.

**لَنگُ:** ذ (ف) لانگوٽو. چُتڙن تي ٻڌڻ جو ننڍو ڪپڙو- چوتو. گوڏن تائين گوڏ.

**لَنگ ڪڍڻ:** لانگوٽو ٻڌڻ. فقط اوگهڙ ڍڪڻ.

**لنگرُ:** ذ (ف) پاڻيءَ جي جهاز، غوراب يا ٻيڙيءَ کي بيهارڻ جو لوهي ڪُنڍو- ناتاري. ڪنهن آستاني تي عام خيرات لاءِ رڌل کاڌو. فقراء جو کاڌو. اها جاءِ جتي لنگر ورهائجي. خيرات جي ماني.

**لنگرخانو:** ذ. فقيرن ۾ ماني ورهائجڻ وارو هنڌ. محتاج خانو.

**لنگر هڻڻ:** ناتاري هڻي جهاز يا ٻيڙي کي بيهارڻ. هڪ هنڌ ٽڪاءُ ڪرڻ.

**لنگڙو:** ص. مَنبو. هڪ ٽنگ کان جڏو.

**لنگوٽاڙو:** ص. لانگوٽيو- بي شرم- بدچال- نفس پرست. (ث. لنگوٽاڙي).

**لنگوٽُ:** ذ. لَنگ- لانگوٽو- چوتو. ننڍي گوڏ. اڳيان پويان اوگهڙ ڍڪڻ لاءِ لَنگ.

**لنگوٽِي:** ث. لَنگ- لنگوٽي. چيلهه ۾ ٻڌل ڪپڙي جي پَٽي (اڳيان پويان اوگهڙ ڍڪڻ لاءِ).

**لنگُورُ:** ذ. هڪ قسم جو جانور- پولڙو. ڪاري مُنهن وارو. باندر.

**لُنگِي:** ث. پَٽ يا ريشم جو ڪپڙو (جيڪو عام طرح پٽڪي ٻڌڻ ۾ ڪم اچي). لُونگي.

**لنگهُ:** ذ. لنگهڻ جو رستو- لانگهو. واٽ- گس. لوگهو. عام رستو.

**لنگهه لنگهڻ:** ڏکيءَ واٽ مان پار پوڻ. مصيبت مان پار پوڻ.

**لنگهائڻُ:** م. اُڪارڻ- پار ڪرڻ. وجهڻ- گهيڙائڻ. داخل ڪرڻ.

**لَنگهَڻُ:** ذ. بک- فاقو. روزو.

**لنگهڻ ڪڍڻ:** فاقا ڪڍڻ- بکون ڪاٽڻ.

**لَنگهَڻُ:** م. مٿان وڃڻ- اُڪرڻ. لنگهي وڃڻ. پار ڪرڻ. عبور ڪرڻ. گذري وڃڻ (وقت).

**لنگهو:** ذ. مڱڻهار. دهلاري. دهل وڄائي گهور وٺندڙ.

**لِنوَ:** ث. لِيسدار مادو. ليس- چيڙهه. لِڳ لِڳ دار مادو. لعاب.

**لنوائڻُ:** م. نٽائڻ- گوتنات ڪرڻ. نظرانداز ڪرڻ. ڌيان نه ڏيڻ.

**لنوائي وڃڻ:** نٽائي وڃڻ. گسائي وڃڻ. ڪَن لاٽار ڪرڻ. کِسڪي وڃڻ.

**لَنوَڻُ:** م. لامارا ڏيڻ (پکي). لات ڪرڻ- ٻولڻ (پکي).

**لَڻُ:** م. ڪاٽڻ (فصل). وڍڻ (سنگ). ڪپڻ (پوک)- لاٻارو ڪرڻ.

**لِوَ:** ث. چيڙهه وارو لِڳلِڳ دار مادو- ليس- چيڙهه- لِنوَ. مڇيءَ جي کِڪَ وارو چيڙهه.

**لُو، لُوءِ:** ث. اونهاري جي گرم هوا- لُوهَ- لُڪَ. جهولو.

**لواحِقُ:** ذ (ع. 'لاحق' جو جمع) مٽ مائٽ- رشتيدار. نوڪر چاڪر.

**لواحِقِيءَ:** ذ. گهر جا ڀاتي- ٻار ٻچا. عيال.

**لوازِمُ:** ذ (ع. "لازم" جو جمع) ضروري شيون. سامان- اسباب.

**لوازِمات:** ذ (ع) ضروري شيون- سامان سڙو.

**لوازِمو:** ذ (ع) محنت جو اجورو- محنتانو. پگهار.

**لواطت:** ث (ع) اغلام بازي.

**لوالو:** ذ. جهنڊو- عَلم.

**لُوبُ:** ذ. فصل جي وَڍ- لاٻارو.

**لوبانُ:** ذ. (ع) هڪ قسم جي وڻ جو خوشبودار

کٹونر (جيکو باھہ ۾ وجهڻ سان خوشبودار دونهون ڪري).

**لوڀُ:** ذ (سن) طمع- لالچ- حرص. هيچ.

**لوڀي:** ص. لالچي- حريص.

**لوٿَ (ٿ)، لوٿُ:** ذ. لاش- مڙهه. سسيءَ کان سواءِ ڌڙ.

**لوٿڙو:** ذ. گوشت جو ڊِڳُ. گوشت جو وڏو ٽُڪر. مُٿل جسم.

**لوٿو:** ذ. ڏاتوءَ مان ٺهيل هڪ قسم جو ٿانءُ. ٺِڪرَ جو ڪنگر.

**لوٿي لُوڻ ٿيڻ:** لوٿي ۾ پيل لوڻ وانگر ڳري وڃڻ. ناس ٿيڻ- ختم ٿيڻ.

**لوٿُو:** ص. لُٽ ڪندڙ- ڦُريندڙ- ڦورو.

**لولِيو:** ص. ڇڙوڇاندِ. رولُو. جنهن جو گهرگهاٽ نہ هجي. ڪنگال.

**لَوث:** ذ (ع) ملاوت. داغ. عيب. گندگي.

**لُوجِري:** ٿ. ڪاري جي مچيءَ جو هڪ قسم.

**لوچَ:** ٿ. ڳولا- وڙ. نِهارَ. جاکوڙ. سُونجهہَ. ڳڻتي- ويچار. بيقراري.

**لوچَڻُ:** م. ڏسڻ- نهارڻ- جاچڻ. ڳولڻ- وڙڻ. سوچ ويچار ڪرڻ.

**لوچَ:** ٿ. ٽٽڪو- بيقراري- آنڌ مانڌ. ايذاءَ کان ٽٽڪو.

**لوچَ پوچَ:** ٿ. بيقراري- آنڌ مانڌ. ٽٽڪو.

**لَوحَ:** ٿ (ع) ٺرهي- پَٽِي- تختي. ڪتاب جو پهريون صفحو (جنهن تي ڪتاب جو نالو ۽ لکندڙ جو نالو هجي). قبر جي سيراندي کان نالي واري تختي. لِکيو- ڀاڳُ- نصيب.

**لوح قَلمُ:** ذ. پَٽِي ۽ قلم. لوح محفوظ. قسمت جو لکيو. انگ ازلي.

**لوح مَحفوظُ:** ذ. مسلمانن جي عقيدي موجب اها تختي جنهن تي انسان جي قسمت لکيل آهي. اهو ليکو اڻ ٽر آهي.

**لوڏ:** ٿ. ڪتن جو ولر.

**لوڏڻُ:** م. هڪالي ڪڍڻ- ڌڪا ڏيئي ڪڍڻ. ڀڄائي ڪڍڻ. هڪالڻ.

**لوڏِي:** ص. ڪتن جي لوڏ کي سنڀاليندڙ. شڪاري.

**لوڏِي:** ذ. پٺاڻن جي هڪ قوم.

**لوڏ:** ٿ. پينگهہ (ڪنهن وڻ ۾ ٻڌل). ٻار کي لوڏي سمهارڻ لاءِ ڪپڙي جي جهولي. هلڻ جو هڪ نمونو. ناز سان هلڻي.

**لوڏڻُ:** م. لوڏا ڏيڻ. ڌوڻڻ. پينگهہ يا پينگهي کي لوڏڻ.

**لوڏو:** ذ. جهُولو- ڌوڏو. ڌُوڻ. جهُوٽو. چيهو (صحت يا مال جو).

**لوڏا کائڻ:** جهوٽا کائڻ. ٽڙڻ ٽاٻڙڻ. نقصان هيٺ اچڻ.

**لوڊُ:** ذ (انگ) بارُ- وزن- بوجُ.

**لورا:** ذ. هڪ قوم جو نالو.

**لورِ لُورِ:** ٿ. ڪتي جي نُوس نُوس واري عادت. اجايو رُلڻ.

**لُور لُور ڪرڻ:** نُوس نوس ڪرڻ. لالچ جي ڪري پٺيان لڳڻ.

**لورو:** ذ. عام طرح ڳائڻ وڄائڻ جو ڌنڌو ڪندڙ. لنگهو- منگتو.

**لوري:** ٿ. ڳڻتي- جهوري. محبت جي تانگهہ- سِڪَ.

**لوري لڳڻ:** ڳڻتي ٿيڻ- آنڌ مانڌ ٿيڻ. ڪنهن ڪم لاءِ آرام ڦٽڻ.

**لورِي:** ذ. تير- ٻاڻ- ڪانُ.

**لوڙ:** ٿ. ضرورت- گهرج- طلب.

**لوڙاڪُو:** ذ. هڪ قسم جو سنڌي راڳُ.

**لوڙهُ:** م. ڀوڳڻ (نتيجو)- ڪيتو ڏيڻ. ڪئي جي سزا ڀوڳڻ. عمل جو نتيجو آڏو اچڻ.

**لوڙو:** ذ. ويڙهه- اُٿل پٿل.

**لَوڙو:** ذ. مردانو مخصوص عضوو.

**لوڙهَ:** ث. ڪَڙين واري لٺ. ڪَڙيون يا پَٽ چڙهيل لٺ. چوپائي مال جي ڦُرَ- جهنگ ۾ چرندڙ مال کي زوري ڪاهڻ.

**لوڙهيون هڻڻ:** چوپائي مال جي ڦُر ڪرڻ.

**لوڙهِ:** ث. قبر- ٻُني.

**لوڙهَ لَڪڻ:** قبر پورڻ- دفن ڪرڻ.

**لوڙهه:** ٻِپڻ، جي ول جي پاڙ وارو گول ٻج. "ڪُوٽي" جي پاڙ واري گول ڳَنڍ.

**لوڙهو:** ذ. ڍنگهرن جي پناهه (گهر يا ٻنيءَ ڪي).

**لوڙهو ڏيڻ:** ڍنگهرن جي جهل ڪرڻ.

**لُوسَ:** ث. لوساٽ- سيڪ. ڪامَ- سَاڙو.

**لُوساٽَ:** ث. باهه جي جَر- سيڪ. گرم هوا. لُڪَ- لُوهَ.

**لُوساٽجڻ:** م. اُس يا تَڌ ۾ سڙي سُڪي وڃڻ.

**لُوسائڻ:** م. ساڙڻ (اُس يا تَڌ ۾).

**لوسَڻِ (ث)، لوسَڻُ:** ذ. هڪ قسم جو گاهه (گهوڙا کائين).

**لُوسِي:** ص. نُوس نوس ڪندڙ. گهر گهر ۾ جهوتون هڻندڙ.

**لُوطُ:** ذ (ع) هڪ پيغمبر جو نالو (حضرت ابراهيم عليه السلام جو ڀائٽيو، جيڪو پوءِ ڪنعان ۾ وڃي آباد ٿيو).

**لُوطِي:** ص. هم جنس پرست.

**لوفَرُ:** ص (انگ) رولُو- آواره. لوئيو. لفنگو.

**لوڪُ:** ذ (سن) دنيا- عالم- جهان. عام ماڻهو- عوام. هندو ڌند ڪٿائن موجب ٽي لوڪ (سورگ لوڪ= آسمان، مرتيه لوڪ= زمين ۽ پاتال لوڪ= زمين

ڪان هيٺ).

**لوڪَ لَڄا:** ث. ماڻهن جي خواري کان شرم. ماڻهن جي چوٻچو جي شرم کان. خواري- بدنامي.

**لُوڪَڙُ:** ذ. هڪ قسم جو جهنگلي جانور- لومڙُ.

**لوڪَلُ:** ص (انگ) مقامي- مڪاني.

**لوڪل بورڊُ:** ذ. ضلعي جي صحت صفائي وغيره لاءِ کاتو.

**لوگهو:** ذ. سوراخ- ڳُڙک (پيٽ ۾). لنگهہُ.

**لُولڙاٽُ:** ذ. منٿ. آزي نيزاري. ليلڙاٽ.

**لولو:** ذ. ماني. ننڍي ماني.

**لُولُو:** ذ (ع) موتي.

**لُولهو:** ص. هٿن کان محتاج- هڪ هٿ کان معذور. (ث. لُولهي).

**لولِي:** ث. اهو گيت جيڪو زالون ٻار کي سمهارڻ لاءِ آهستي آواز ۾ سُر سان جهونگارين.

**لولي ڏيڻ:** ٻار کي سمهارڻ لاءِ خاص ٻول چوڻ. سيکت ڏيڻ.

**لُومَڙُ:** ذ. هڪ قسم جو جهنگلي جانور- لُوڪَڙ. (ث. لُومڙي).

**لَوَنُ:** ذ (ع) رنگ. قِسم.

**لُون:** ث. چٽنگ- اُلو. خيال- ڌيان. جسم جا سنهان وارَ.

**لون لون ڪانڊارجڻ:** جسم جا وار اُڀا ٿيڻ. جسم ۾ سيسڙاٽ اُيرڻ.

**لُونبَ:** ث. چينبَ- جُٺ ڦٽ.

**لُونَبڻُ:** م. چينبڻ- جٺ ڦٽ ڪرڻ.

**لَونڊُ:** ذ. گهوڙي جي سنجن جو هڪ پٽو يا رَسو. سنبت سنه جو اهو مهينو جيڪو هر ٽئين سان وڌايو وڃي- اڌڪ.

**لَونڊڙي:** ث. ڪَن ۽ اک جي وچ وارو عضوو- لٿونو.

**لۏندَڪَ:** ث. ڳالهہ جي وچ ۾ رنڊڪَ. گهوڙي جي ڏکي هلڻي جو هڪ نمونو.

**لۏنڊڪ هڻڻ:** گهوڙي جو ڏکيو تي هلڻ. اڻ وڻندڙ ڳالهہ ڪرڻ- ڀيڪ ڏيڻ. اڍنگو ڳالهائڻ.

**لوندو، لۏندو:** ص. بدفعلي ڪرائيندڙ ڇوڪرو.

**لونديبازُ:** ص. اغلام بازي ڪندڙ- ڇوڪري باز.

**لونديبازي:** ث. اغلام بازي.

**لونڊِي:** ث. بدپيشہ عورت- رنڊي.

**لونگُ، لۏنگُ:** ذ. هڪ قسم جو خوشبودار وڻ ۽ اُن جو گۏنچ. نڪ يا ڪن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهہ- ڪوڪو.

**لۏنگي مِرچَ:** ذ. ڳاڙهن مرچن جو هڪ قسم (ننڍا مرچ).

**لونڱِي:** ث. هڪ قسم جو ريشمي پٽا پٽي ڪپڙو (عام طرح پٽڪي ٻڌڻ لاءِ).

**لُونگي پهرائِڻ:** تحفي طور لونگي ٻڌائڻ. ڪنهن ڪارنامي جي عيوض تحفو ڏيڻ.

**لونڍو، لۏنڍو:** ذ. اک ۽ ڪن جي وچ وارو عضوو- لونڊڙي.

**لۏنڍا هڻڻ:** هِيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ.

**لَوَڻُ:** مہ. لنوڻ- ٻولڻ- لات ڪرڻ.

**لَوَڻُ:** ذ. گرم شيءِ جي ٽاڪور. ٽڏ ۾ ورتل ماڻهوءَ جي جسم کي لوٽڻ.

**لُوڻُ:** ذ. نمڪ.

**لُوڻ ٻُرڪڻ:** ساڙڻ- حسد ڏيارڻ. طعنا ڏيڻ.

**لُوڻ پاڻي، لوڻا پاڻي:** ذ. هلڪو ڳَنڍڻ- جهڙو تهڙو ڪاڏو. سادو ڪاڏو.

**لُوڻ ڪاڻِ:** ث. لوڻ نڪرڻ جي جاءِ- نُونار.

**لوڻ مرچ:** ذ. مصالحو- ويڳر- وکر.

**لُوڻڪَ:** ث. هڪ قسمن جو گاهہ. اوٺ جيڪو ڀاڄيءَ طور ڪم اچي.

**لوڻڻُ:** مہ. لوڻ ڏيڻ (مڇي پلي کي). لوڻ ٻُرڪڻ. لوڻ هڻڻ.

**لوڻياٺِ:** ث. لوڻ واري زمين. لوڻ جو پاڻي.

**لوهہُ:** ذ (سن) هڪ قسم جو مشهور ڌاتو- جديد- آهن.. لوهہ مان ٺهيل زنجير وغيره. (ص) ڦابو. سخت. مضبوط.

**لوهارُ:** ص. لوهہ جو ڪم ڪندڙ. آهنگر- حداد.

**لوهہ ٿيڻ:** ڏاڍو ٿيڻ. مضبوط ٿيڻ. ڦابو ٿيڻ.

**لوهرُ:** ص. لوهارُ- لُهارُ.

**لوهہ مَروڙُ:** ص. لوهہ کي موڙيندڙ. سورهيہ- پهلوان.

**لوهہ هڻڻ:** ڏاڍو هڻڻ- مضبوط هڻڻ.

**لُوهہَ:** ث. اونهاري جي ساڙيندڙ گرم هوا- لُڪَ. اوچتو حملو- رُومڙ. اُلر.

**لوهُو:** ذ. رت- خُون- لَهُو.

**لوهِي:** ص. لوهہ- لوهہ وارو. لوهہ مان ٺهيل- آهني.

**لوهيڙو:** ذ. هڪ قسم جو وڻ (عمومًا جبل ۽ ٿر ۾ ٿئي)- روهيڙو.

**لوءِ:** ث. بستي- واهڻ- ڳوٺ. رهايش جو هنڌ.

**لُوءِ:** ث. لُڪ. جهولو.

**لُوئَرُ:** ص. مشهور جهنگلي جانور- سُوئر.

**لوئِڻُ:** مہ. ٻنهي هٿن سان گڏائڻ- ملائڻ. ڳوهڻ (اٽو وغيره). گلا ڪرڻ. مهڻا ڏيڻ. خواري ڪرڻ. گهٽ وڌ ڳالهائڻ.

**لوئِڻُ ڪرڻ:** ٽڏ يا بيماريءَ ۾ سڄي جسم تي ڪو وکر مهٽڻ.

**لوئِي:** ث. اوني چادر. اوڇڻ- اوڍڻي. عزت جو اوڇڻ.

**لوئي لهڻ:** عزت لهڻ- لڄ لٽجڻ.

**لَهہُ:** ذ. لاهہ- لاهي- هيٺاهين- نشيب. لاڙو- رجحان. حيلو. ڏسُ.

**لَهہُ پيچ:** ذ. هيٺ مٿاهين. ور وڪڙ. حيلو وسيلو.

لاڙو- رغبت. لاڳاپو- قرب.

**لهہ چڙهہ:** ث. هيٺ مٿاهين.

**لهہ وِچڙ:** ث. پريت جو پيچ. دوستيءَ جو رستو. حجت وارو رستو. هيٺ مٿاهين. ڏيتي ليتي.

**لهہ رکڻ:** دوستي رکڻ- دوستي وارو ناتو رکڻ.

**لِهہ ليهہ:** ذ. تَرُ. ليپو. رليءَ جو هيٺيون پڙ. رليءَ ۾ اندر وڌل پراڻ.

**لُهرُ:** ذ. لوهہ.

**لُهارُ:** ذ. لوهار- آهنگر.

**لهجو:** ذ (ع) ڳالهائڻ جو خاص ڍنگ. لفظن جي ادائگي. محاورو. بولي- زبان.

**لهذا:** ظ (ع) تنهنکري- اُن لاءِ.

**لُهاڻا:** ذ. سنڌ ۾ رهندڙ هڪ آڳاٽي قوم.

**لَهجَ:** ث. اُچل. ادائگي- ڏيٺي. تاس راند ۾ پتو لهڻ.

**لَهرَ:** ث. چولي- موج. جُهٽڪو (هوا جو). خيال جو وهڪرو. بيخودي. اُمنگ- جذبو. زنجير (پرت ۾). ريڇڪ- ترنگ.

**لَهردارُ:** ص. لهرين وارو. پٽاپٽي (ڪپڙو، پرت).

**لهرِ بَهرِ:** ث. اچ وڃ. خوشحالي. گهڻائي (مائهن جي).

**لَهرو:** ذ. ساز جو هڪ ساريڪو واجو. جذبي جو غلبو.

**لَهسَ:** ث. باهہ جي جَر- جيپي. لُونءَ. سيڪ.

**لَهس اچڻ:** سيڪ اچڻ- تعلق جو ڪهڪاءُ اچڻ.

**لَهسِجڻُ:** م. جراٽجڻ. سيڪ اچڻ.

**لَهسَڻُ:** م. باهہ جي سيڪ ۾ ڪاراٽجڻ. جراٽجڻ.

**لَهندو:** ذ. اُلهندو (طرف). لاهہ- نشيب.

**لَهندِي:** ث. لاهي- جُهڪاءُ. لاٽ.

**لَهَڻُ:** م. مٿي کان هيٺ اچڻ. ڪِرڻ. نازل ٿيڻ. هيٺ ٿيڻ. گهٽجڻ- گهٽ ٿيڻ (اگهہ). ايرو ٿيڻ (بدن). وِسرڻ (ذهن تان). نڪرڻ (خيال). غروب. ٿيڻ (سج. چنڊ. تارا). پرڻ- اُلهڻ. لاٻارو پوڻ (فصل ۾). سُڪڻ (پاڻي)- لاٽ ٿيڻ. لهڻ- ملڻ- حاصل ٿيڻ. ٽِڪڻ- ترسڻ (مهمان خاني ۾). هيٺ چڙهڻ (پٽو). چڙهڻ (بيماري). چُڪتو ٿيڻ (ليکو).

**لِهڻُ:** م. قرض جي رقم جي طلب هجڻ- اوڌر هجڻ. قرض هئڻ- لهڻو هئڻ.

**لهڻو:** ذ. اوڌر- قرض.

**لهڻو ليکو:** ذ. ڏيتي ليتي- حساب ڪتاب (اوڌر جو).

**لهڻيدارُ:** ص. جنهن جو قرض هجي. ڏيتي ليتي جو وهنوار رکندڙ.

**لَهوُ:** ذ (ع) راند. راند روند. تماشو. اجايو ڪم.

**لهو و لعب:** ذ. راند روند. کيل تماشو. تفريح وارو ڪم.

**لَهُو:** ذ. رَتُ- خون. هڪ قسم جو جابلو وڻ- لوهيڙو.

**لِهو:** ذ. تعلق- ڳانڍاپو. ياري- دوستي. عشق. حيلو وسيلو. مُنهن لڳ- ڏيٺ. لحاظ- مروت.

**لهوارو:** ذ. وهڪري جو لاهہ وارو پاسو. (ضد= اوڀارو).

**لِئہ. لئي:** ظ. لاءِ- واسطي- ڪارڻ.

**لِئہ. لئي:** ث (سن) مزو- لذت. فرحت. موج- مستي. شوق. ترنگ. راڳ ۾ سُر ۽ سازن جو جوڙ- سُرتار. سُر.

**لئي ڪرڻ:** شوق ڪرڻ. مزو وٺڻ.

**لئمپ:** ذ (انگ) شيشي جي چمني واري بتي.

**لئو:** ذ. هڪ قسم جو وڻ.

**لئون. لَوُن:** ث. ڌيان- خيال. عشق- محبت.

**لئون لڳائڻ:** محبت ڪرڻ- عشق ڪرڻ. مَحو ٿيڻ.

**لٽو:** ذ. باهہ ٻارڻ لاءِ ڪکن جي مُٺ. اُلو- چٽڳ.

**لُٽا لائڻ:** جهيڙو مچائڻ.

**لَئہِ:** ص (سن) دنيا جو خاتمو. عدم وجود. آخرت.

**لَئہ مِنِي ڪرڻ:** ناس ڪرڻ. گم ڪرڻ. نالو نشان مِٽائڻ.

**لِيارَ:** ث. هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جو ڦر.

**لَيارِي:** ث. بگهڙن واري ايراضي.

**لِياقَتَ:** ث (ع) قابليت- استعداد. لائقي. گڻ. خوبي. تميز. هوشياري.

**لِياڪو:** ذ. جهاتي- لِيئو. هڪ نظر ڏسڻ. مٽاچرو ڏيک. پنهنجائي- عزازت- مائٽي. تنگ- سگَ.

**لِيبِي:** ص. فريبي- دغاباز. ٺگ.

**لَيت وَلعل:** ذ (ع) بهاني بازي- ٽٽ ٽٽاءُ.

**ليٽرڻُ:** م. پَٽ تي ليٽڙيون پائڻ- زمين تي سُمهي اُٿلڻ پٿلڻ. مٽي يا گپ گاري ۾ يرجڻ.

**ليٽڙِي:** ث. بازولي. پٽ تي اُٿل پٿل.

**ليٽڙيون پائڻ:** پٽ تي سمهي گولائي ۾ ڦِرڻ ۽ اُٿلڻ پٿلڻ.

**ليٽَ:** ث. پاڻيءَ جي اُٿل- ٻوڏ- سيلاب. درياءَ جي هڪ پاسي وَهُڪ جو لاڙو. لاڙو- رغبت- جُهڪاءُ. لاهُ. لهندي- لاٽ. لهندي واري زمين. ريٽُ- واري.

**ليٽَ پيٽَ:** ث. اٿل پٿل. ويڙهه سيڙهه- مُنجهيل (سُٽ).

**ليٽ ڪبُوتر:** ث. هڪ قسم جي ٻاراڻي راند.

**ليٽ ڪرڻ:** دير ڪرڻ- چِرڪ ڪرڻ. گيسر ڪرڻ.

**ليٽائڻ:** م. سُمهارڻ. ڪيرائڻ- ڊاهڻ. اُٿلائڻ.

**ليٽرُ:** ذ (انگ) خط- چِٺي.

**ليٽر باڪس:** ذ. خطن وجهڻ لاءِ ٽپال جو دٻو.

**ليٺِ:** ث. لهندي- لاهي- نشيب. زمين مان يتر پيچڻ ۽ تر سنوت ۾ آڻڻ لاءِ ٺُلهي ڪاٺي- سينوَر.

**ليٺَڻُ:** م. سڌو پوڻ- ڊگهو ٿيڻ- دراز ٿيڻ. سمهڻ. اونڌو پوڻ. ڪِرڻ- ڊهڻ. ليٽي پوڻ. ليٽڙيون پائڻ. گِسڙڻ.

**ليٺهڙو:** ذ. مٽيءَ ۾ ليٽڙي پائڻ (گڏهه، گهوڙو). ٿوري دير سمهڻ.

**ليٽِي:** ث. اٽي مان ٺهيل مِٺي رٻ يا شِيرو.

**ليپُ:** ذ. پلستر. پِٽي- ضماد.

**ليپَڻُ:** م. راڳو ڏيڻ- ليپو ڏيڻ. ٿڦڻ.

**ليپو:** ذ. راڳو- پلستر. لِنبَ.

**ليپو ڏيڻ:** راڳو ڪرڻ. پٽ کي گارو هڻڻ.

**ليڏوٽو:** ذ. گهوڙي، اُٺ يا گڏهه جي لِڏَ جو هڪ پولڙو.

**لِيڊَرُ:** ذ (انگ) اڳواڻ- پيشوا- رهنما.

**ليڊِي:** ث (انگ) معزز عورت- بيگم- خاتون.

**لِيرَ:** ث. ڪپڙي جي پٽي يا ٽُڪري- ريڙَ.

**لَيرُون ليرون:** ث. ريڙون ريڙون.

**لِيڙَ:** ث. ڪپڙي جي پَٽِي. اڳڙي- پراڻي ڪپڙي جي ٽُڪري- ٽِڳڙي.

**لِيڙون ٿيڻ:** ڦاٽي ذرا ذرا ٿيڻ.

**لِيڙون لَڙڪائڻ:** بدن تي ڦاٽل لباس پائڻ. پراڻا ۽ ڦاٽل ڪپڙا ڍڪڻ. مسڪين ٿيڻ.

**لِيڙُون لِيڙُون:** ث. ڦاٽل ڪپڙا- اڳڙيون ٽِڳڙيون.

**ليڙِيي، ليڙِيو:** ص. سُڄو- ڪنگال- مسڪين. لونيو. گيدي- ڪانئر.

**ليڙو:** ذ. اُٺ- ڪرهو. (ص) ڊِرو- ڦِلهڙو. ڪمزور- نِستو.

**لِيڙو:** ذ. آن جي گُنديءَ جي سوراخ کي ڏنل ڪپڙي جو ڏٽو- ٻُنجو.

**لِيڙو لهڻ:** سوراخ کُلڻ. بند لهڻ. وات کُلڻ. شرم حيا لهڻ. اجهل ٿيڻ. چڙواڳ ٿيڻ. خواريءَ جهڙا ڪم ڪرڻ.

**ليزِي:** ص (ف. ليزم) شرمسار- لڄي- ڦِڪو. مياري. سست- نِڪمو.

**لَيس:** ص (ف) حاضر- تيار- هڪيو.

**ليسُ:** ذ. چِيڙهه. زُڪام ۾ نڪ مان وهندڙ مادو. زڪام.

**لیسدارُ:** ص. چيڙهالو.

**ليسوڙو:** ذ. هڪ قسم جو وڻ جو ڦلُ- گيدوڙو.

**ليسوڙي:** ث. گيدوڙي (وڻ).

**لِيڪَ:** ث. لِيڪو- خط- ريکا- ڌاري. قطار. سِٽَ. ڏگهو نشان (پين، پينسل، مس، رنگ وغيره جو).

**ليڪچرُ:** ذ (انگ) تقرير. واعظ. سبق- درس.

**ليڪچرارُ:** ذ. أستاد (ڪاليج جو)- پروفيسر.

**ليڪِن:** ظ (ف) پر- مگر.

**لِيڪَڻُ:** م. ليڪو ڪڍڻ. ليڪا پائڻ. نشان ڪڍڻ.

**لِيڪو:** ذ. لِيڪَ- خط- ريکا. نانگ جي هلڻ جو گيساٽو. نشان- سنڌو.

**لِيڪو ڪُٽڻ:** وقت هٿان نکري وڃڻ تي افسوس ڪرڻ. ليڪي تي هلڻ- پوئواري ڪرڻ.

**لِيڪو ڪڍڻ:** حدبندي ڪرڻ. قطع تعلقات ڪرڻ. دنگ ڪڍڻ.

**لِيڪو لنگهڻ:** حد ٽپڻ. چڙواڳ ٿيڻ. انتها ڪرڻ.

**ليکُ:** ذ. تحرير- لِکيت. مضمون. قسمت- ڀاڳ. نصيب جو لکيو.

**ليکڪُ:** ص. ليک لکندڙ- مضمون نويس.

**ليکَ:** ث. جُوءِ جو هڪ قسم (ننڍي ۽ اڇي جُوءِ).

**ليکڻ:** ث. لکڻ جي اسٽيلَ- قلم

**ليکَڻُ:** م. ليکي ۾ آڻڻ- شمار ۾ آڻڻ- حساب ۾ آڻڻ. ڳڻپ ۾ آڻڻ. خيال ۾ آڻڻ. پرواهه ڪرڻ.

**ليکو:** ذ. حساب- شمار- ڳڻپ. ڏيتي ليتي- وهنوار. حساب ڪتاب.

**ليکو برابر ڪرڻ:** حساب وهنوار ڪرڻ- بي باق ڪرڻ.

**ليکو چوکو:** ذ. حساب ڪتاب- ڏيتي ليتي- وهنوار.

**ليکو چڪائڻ:** حساب ڪتاب صاف ڪرڻ. وهنوار ڪرڻ. حساب چُڪتو ڪرڻ.

**ليکو ڪرڻ:** حساب ڪرڻ. ڏيتي ليتي جانچڻ.

**ليکو لاهڻ:** حساب صاف ڪرڻ. معاملو ختم ڪرڻ.

**لِيگَ:** ث (انگ) ماڻهن يا قومن جي اتحاد جي جماعت- ڀائيچارو.

**لَيلَ:** ث (ع) رات- شب.

**لَيلة القدر:** ث. شب قدر (رمضان مهيني جي ٢٧ تاريخ جنهن ۾ قرآن شريف نازل ٿيو).

**لَيل و نَهار:** ظ. رات ڏينهن- شب روز.

**لَيلِي:** ص (ع) رات جو. (ث) مجنون جي معشوقہ. معشوقہ- سهڻي عورت. رات- شب.

**لِيلا:** ث (سن) ڪيل- تماشو- ناٽڪ. عيش. قدرت جو تماشو. حُسن.

**لِيلان:** ث. عورت جو نالو. مشهور سنڌي قصي "ليلان- چنيسر" جو هڪ ڪردار.

**لِيلائِڻُ:** م. آزي نيزاري ڪرڻ- منٿ ڪرڻ. عاجزي ڪرڻ. ليلڙائڻ.

**ليلڙاٽَ:** ث. منٿون آزيون- عاجزيون. ڏانهون ڪُوڪون.

**ليلڙائي:** ث. منٿ- عاجزي

**ليلڙائيون ڪرڻ:** روئي عاجزيون ڪرڻ.

**لِيلڙائڻُ:** م. سخت خواهش ڪرڻ. سِڪڻ. منٿون آزيون ڪرڻ.

**ليلو:** ذ. ڇيلو- ٻڪريءَ جو ننڍو ڦرُ. (ث. ليلي).

**ليلو ٿي لڳڻ:** ٻڪريءَ جي ڦر وانگر پٺيان لڳي پوڻ.

**ليلهَرُ:** ص. ڍِرو- سُست. ٽوٽي. موڳو. نِستو. بيڪار.

**لَيمپُ:** ذ (انگ) گاسليٽ تي ٻرندڙ بتي.

**ليمَنِ:** ث (انگ) ليمي جو منو پاڻي يا شربت.

**لِيمون:** ذ. هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جو ڦر (جنهن جي رس جو ذائقو کٽو ٿئي).

**لينَ:** ث (انگ) ليڪ- خط- قطار. صف. ريل جو پٽو. فوج يا پوليس جي چانوڻي.

**لِنجَهه:** ث. تاجيءَ جي خراب تند (جنهن ۾ ڳنڍيون هجن). (ص) سَنهي- باريڪ.

**لينڊو:** ذ. ٿورو- لِنڊُ. سُڪل گونھہ.

**لينڊِي:** ث. ٻار جو گونھہ.

**لِينگَ، لِينگهہَ:** ث. ريڙ- لِيڙَ. اگڙي. پراڻو ڪپڙي ٽُڪر.

**لِينگڙِيارِي:** ص. ڇنل ڪپڙن واري- ليڙن وارا ڪپڙا پهريل.

**لِينگهو:** ذ. ليڪو. داغ- ڪارنهن. پاڻيءَ جي ريگاڙي. رُوڻ.

**لِينگها ڪڍڻ:** ليڪا وجهڻ. ليڪا وجهي خراب ڪرڻ.

**لينگهو لائڻ:** ڪارنهن جو ٽڪو لائڻ- خوار خراب ڪرڻ. بدنام ڪرڻ.

**لِيئو، لِيُو:** ذ. جهاتي- لياڪو. ٿوري ڏيکائي.

**ليا پائڻ:** جهاتيون پائڻ. واجهائڻ.

**ليو، ليهہ:** ث. ديگڙي وغيره جي تر کي چاڙهيل مٽيءَ جو ليپو.

**ليوَلِ:** ث (انگ) سڌائي- سنوت. سڌائي معلوم ڪرڻ لاءِ رازڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**لِيهہَ:** ث. لڄ- شرم. حياء. محابو- لحاظ. ڪهڪاءَ- قياس.

**ليئِي:** ث. گهاٽو رڌل اٽو (جنهن جو چيڙُهہ پَنن چنبڙائڻ ۾ ڪم اچي).

# م

**م:** ذ (اُچار "ميم") سنڌي "الف- بي" جو چائيتاليهون اکر. عربي جو چوويهون ۽ فارسي جو اٺاويهون اکر. ابجد موجب عدد (۴۰). ضمير متصل طور لفظ جي پڇاڙي ۾ ڪم اچي (جيئن سندم، ڪيم وغيره).

**مَ:** ظ. نہ- متان.

**مَا:** ظ (ع)ظرفي اڳياڙي طور ايندڙ لفظ (جيئن مابعد، مافيها وغيره).

**مَاب:** ذ (ع) ضميري اڳياڙي طور ايندڙ (جيئن تہ مابدولت= اسين) موٽي اچڻ جي جاءِ. ض (ف) مقرر جاءِ. مرڪب لفظن ۾ تصديق لاءِ ڪم ايندڙ پڇاڙي (عزت ماب، رسالت ماب وغيره).

**مابَعد:** ظ (ع) پويان ايندڙ. پٺيان ايندڙ.

**مابَقا:** ص (ع) باقي- بچيل.

**مابَين:** ظ (ع) وچون- درمياني.

**مات:** ث (ع) شطرنج يا بيت بازي ۾ هار- شڪست.

**مات ڏيڻ:** شڪست ڏيڻ. ڪنهن ڪم ۾ گوءِ ڪڻڻ.

**ماتا:** ث (سن. ماتر) ماءُ- والده. وڏي وچڙندڙ بيماري (جنهن ۾ سڄي جسم تي داڻا ٿين). سمال پاڪس (انگ).

**ماتا پِتا:** ذ. ماءُ پيءُ.

**ماتامُ:** ذ (ع. ماتم) ماتم. روڄ راڙو. پٽڪو.

**ماتام مچڻ:** روڄ راڙو ٿيڻ. واويلا ٿيڻ.

**ماتَحَت:** ص (ع) هٺ هيٺ- معاون- ملازم.

زيرحڪم- زيردست.

**ماترُ:** ظ. رڳو. فقط. تورو ذرو. (نالي ماترِ، ترِماترَ).

**ماترا:** ث (سن) ماپ- قد. ذرو.

**ماترائون:** زيرون زبرون. (زبر، زير، پيش).

**ماترائڻ:** م. پرچائڻ- ڏاڍرائڻ. پنيلائڻ- برغلائڻ.

**ماتلي:** ذ. بدين ضلعي جو مشهور شهر.

**ماتمُ:** ذ (ع) مرڻ جو غم- گريو- روڄ- زاري. سوڳ- سياپو. افسوس- ڏک. سينه زني.

**ماتم پُرسي:** ث. مرڻي جي عذرخواهي- پرچاڻي- غمخواري.

**ماتم ڪرڻ:** افسوس ڪرڻ. واويلا ڪرڻ. سيني زني ڪرڻ. ڇاتي ڪُٽڻ.

**ماتمي:** ص. ماتم ڪندڙ. عاشورن ۾ ماتم ڪندڙ.

**ماتمي لباس:** ذ. افسوس ۾ پاتل ڪارو لباس.

**ماٿر:** جبل جي دامن وارو ميدان. ماٿري- وادي.

**ماٿري:** ث. ٻن جبلن جي وچ واري سنئين سڌي جُوءِ- سبز وادي.

**ماٿيلو:** ذ. ضلعي سکر جو قديم شهر.

**ماٽِ، ماٽر:** ث. جنڊ رکڻ لاءِ ٺڪرَ جي وڏي پاٽِ. وڏو تَسُ- ماٽورو. ماٽَ- گهڙَ.

**ماٽو:** ذ. مَٽُ. ٺڪر جو وڏو مَٽ.

**ماٽورو:** ذ. ننڍو مَٽ- مٽڪو. وڏو ڪنگرُ.

**ماٽي:** ث. مٽ جو هڪ قسم. ڏڌ ولوڙڻ جي ڇاڏي. ٺڪر يا ٽامي جو وڏو مَٽ (جيڪو مهاڻا پيٽ هيٺان ڏئي ترن ۽ پلا مارين).

**ماٽيتو، ماٽيجو:** ص. ٻيءَ ماءُ مان ڄاول- ماٽيجو- ماٽيلو. (ث. ماٽيتي، ماٽيجي).

**ماٽيلو:** ص. ماٽيتو- ماٽيجو (ث. ماٽيلي).

**ماٺِ:** ث. چُپ- خاموشي- سانت. سَناٽو- چُپ چُپات. نواڻي. صبر. عجب- حيرت. سڏائي- لساڻ (ڪانيءَ جي).

**ماٺ ڏيڻ:** ڪاٺ کي رنديءَ سان چلي لسو ڪرڻ. اوزار کي روهي تي لائي تکو ڪرڻ.

**ماٺِ ڪرڻ:** چپ ڪرڻ. صبر ڪرڻ.

**ماٺ لڳڻ:** حيرت لڳڻ- عجب ٿيڻ. واتڙو ٿيڻ.

**ماٺارَ:** ث. سانت- خاموشي- ماٺ. پاڻيءَ جي هڪ ساريکي وهڪري جي ماٺائي. هوا جي گهٽتائي.

**ماٺارڻ:** م. سَندرڻ- هموار ڪرڻ (زمين).

**ماٺڻ:** م. اوزار کي تکو ۽ لسو ڪرڻ.

**ماٺو:** ص. گهٽ- جهڪو. هلڪي وهڪري وارو (پاڻي). سُست. مَنو- ڪوتو (ث. ماٺي).

**ماٺيائي:** ث. صبر- چُپ- خاموشي. نهٺائي. ڌيرج- آهستگي.

**ماٺيڻو:** ص. صبر وارو. تور ڳالهائو. خاموش طبع. آهستي (واءُ، وهڪرو). (ث. ماٺيڻي).

**ماپَ:** ڪ. پيمائش- ڪَڇَ. وِهتَ (ڪپڙي جي). جانچ. اندازو- تخمينو.

**ماپَ ڪرڻ:** ڪَڇڻ- ماپڻ. پيمائش ڪرڻ.

**ماپُ:** ذ. ماپڻ جو اوزار (مفاصلي، پائيٽ يا وکر جو).

**ماپڻُ:** م. ڪَڇڻ- پيمائش ڪرڻ. مَئڻ. پيٽڻ. جانچڻ. اندازو ڪرڻ. پرکڻ. تکڻ تورڻ. سمائجڻ- ماپي وڃڻ.

**ماپو:** ذ. ماپڻ جو اوزار.

**مَاثر:** ذ (ع) آثار. چڱا ڪم. خوبيون. نشانيون. يادگار.

**ماجِدُ:** ص (ع) بزرگ. رتبي وارو. قابل احترام.

**ماجرا:** ث (ع) حالت- ڪيفيت. احوال- سرگذشت. واقعو. واردات.

**ماجَرَ:** ث. "مَجر" ٻوٽن ۽ وڻن جي ساواڻ ۽ ٻور. سرسبز گاهه واري ايراضي. تعلقي سجاول ۾ ڊندن

واري جُوءِ.

**ماڃَڻُ:** م. مهٽي ملي صاف ڪرڻ (ڏاتوءَ ڪي) مانجهڻ- مانجڻ (ٿانو).

**ماڃُوٺو:** ص. مجٺ جو رنگ ڏنل. ڳاڙهو رنگ.(maddar)

**ماچ:** ث. بدن تي ماس جي گهٽائي- ٿولهہ.

**ماچَڻُ:** م. ماپجي وڃڻ- مائجڻ- پُورو اچڻ.

**ماچيسُ:** ذ (انگ) بارود جي تيلين وارو باڪس.

**ماچانگُ:** ذ. گوڙ گهمسان- ہائيتال- ڌمچر.

**ماچي:** ص. مڇي وڪڻندڙ- ساٿي. هڪ ذات جو نالو.

**ماحَضر:** ذ (ع) حاضر شيءِ. موجود کاڌو.

**ماحَصَل:** ص (ع) حاصل ٿيل. (ذ) نتيجو- اختصار. تَتُ. نفعو. پيداوار.

**ماحَولُ:** ذ (ع) آسپاس- چوڌاري. وايومنڊل. جيڪي وهي واپري پيو.

**مآخذ:** ذ (ع) سرچشمو. اصل- بنياد.

**ماخوذ:** ص (ع) ورتل. ڪڍيل. پڪڙيل- جهليل.

**ماد:** ث (ف) مادي.

**مادَر:** ث (ف) ماءُ- والده- امڙ.

**مادَر زاد:** ص. پيدائشي- ڄائي ڄم کان.

**مادَرِ وطن:** ذ. جنم يومي- ماءُ مثل پيارو وطن.

**مادري زَبان:** ث. ماءُ جي ٻولي- پنهنجي ٻولي.

**مادو:** ذ (ع. مادَه) اصل شيءِ. ڌاتُو. مخرج. مصدر. استعداد- لياقت. صلاحيت.

**مادَه:** ث (ف) مادي (جانورن لاءِ ڪم اچي).

**مادي:** ١. ص (ع) اصلي- بنيادي. طبعي. ٢. ث (ف. مادَه) جنس مؤنث. عورت. ”نر“ جي مخالف جنس.

**مادي مُنهون:** ص. زنانو. ڊڄڻو- گيدي.

**ماڏالو، مانڌالو:** ذ. سانوڻي ۾ ٿيندڙ هڪ قسم جو گاهہ.

**مارَ:** ث. سَٽ ڪُٽَ. ٿيهہ. مصيبت. پٽ پاراتو. سيکت- سزا.

**مارَ پوڻ:** سزا ملڻ. عذاب نازل ٿيڻ. مصيبت پوڻ. پٽ پوڻ.

**مارَ ڏيڻ:** سيکت ڏيڻ. سٽڻ ڪُٽڻ. ٿيهہ ڪڍڻ.

**مارُ:** ذ (ف) نانگ- سَپُ. (ص) مارينڊڙ (مرڪب لفظن ۾ ڪم ايندڙ).

**مارِ آستين:** ص (ف) دوست بنجي دشمني ڪندڙ. دغاباز- ويساهہ گهاتڪ.

**مار گزيده:** ص (ف) نانگ جو ڪکيل.

**مار گيسُو:** ذ. معشوق جا ڏنگيندڙ زلف.

**مارا ماري:** ث. مارڪُٽ. موچڙا ڪُٽَ. ويڙهہ (جنهن ۾ خونريزي ٿئي).

**مارَ ڪُٽَ:** ث. ڌڪ ٿپ- ٿيهہ. موچڙا ڪاري. سزا- سيکت.

**مارِ ماران، مارو مار:** ث. سَٽ ڪُٽ- ٻاڪر ڪُٽُو.

**مارائڻ:** م. قتل ڪرائڻ. مصيبت ۾ وجهڻ- ٻُوهي ۾ ڏيڻ.

**مارِ تولُ:** ذ. مُترڪو- وڏو مترڪو.

**مارجَڻ:** م. قتل ٿيڻ. مصيبت ۾ اچڻ.

**مارچ:** ذ (انگ) عيسوي سنہ جو ٽيو مهينو.

**مارشَل:** ذ (انگ) سپهہ سالار. فوجي.

**مارشل- لا:** ث. فوجي قانون.

**مارفيا:** ث (انگ) آفيم جو سَتُ.

**مارڪَ:** ث (انگ) نشان.

**مارڪو:** ذ (انگ) ڪمپني وغيره جي سڃاڻپ جو خاص نشان.

**مارِڪو:** ذ (ع. معرڪو) مجلس. خوشيءَ جي موقعي تي زناني مجلس (جنهن ۾ ڳائڻ وڄائڻ بہ ٿئي). رهاڻ- ڪچهري.

**مارِڪيٽ:** ث (انگ) واپار جي جاءِ- بازار.
**مارَڳُ:** ذ (سن) رستو- واٽ- گس.
**مارَنگُ:** ذ. ڇِلهه ناهڻ لاءِ ٽن پٽرن مان هڪ پٽر.
**مارَڻُ:** م. ڪُٺڻ- سٽڻ. هٽڻ (ڌڪ). سزا ڏيڻ. قتل ڪرڻ. مغلوب ڪرڻ. (ڪشتو) ناهڻ.
**مارو:** ذ. قتل عام- خونريزي- رتوڇاڻ- ڪوسُ. لڙائي- جنگ (جنهن ۾ قتل عام ٿئي). مارڪُٽَ- حملو- جلهه- ڪاهه. رازيڪي ڪم جو هڪ اوزار (راڄي ڪي هڪ ساريڪو ڪرڻ لاءِ ڪاٺ جي پٽي).
**ماروُ:** ص. جهانگي. غريبي گذران وارو. مارئي جي ملڪ جو- ڏوٽي.
**ماروٽ:** ص. مامي جو پُٽ (ث. ماروٽِ).
**مارئي، ماروئي:** ث. سنڌ جي مشهور قصي ”عمر ماروئي“ جو مکيه ڪردار.
**ماري:** ص. مارينڌڙ. شڪاري- صياد. هڪ ٽبيلي جو نالو.
**مارِيَلُ:** ص. مُئل. تباه- برباد. ستايل. هيسايل. مغلوب ڪيل.
**مارِيو:** ص. مار کاڌل. هيسيل. عورتن جي اصطلاح ۾ مَڄُو.
**ماڙَ، ماڙِ:** ث. مدد- واهر. وَڙُ- احسان. مِهرَ- ڀلائي. گهرَ جي مٿان اڏيل جاءِ- ماڙي.
**ماڙِ ڪرڻ:** مدد ڪرڻ. احسان ڪرڻ- مِهرَ ڪرڻ. ٻاجهه ڪرڻ.
**ماڙو:** ص. ڪسَو. هلڪي جنس جو (ميوو، ڦرُ) ٽڪل (وهٽ).
**ماڙهو:** ذ. ماڻهو.
**ماڙِي:** ث. گهر جي مٿان اڏيل جاءِ- ماڙ.
**ماڙيچو:** ص. مارواڙ جو رهاڪو. (ث. ماڙيچاڻي).
**ماسُ:** ذ (سن. مانس) گوشت- ماه- لحم. ميوي جو اندريون ڳُودو- ڳِرُ- رَسُ. (سن. ماس) مهينو- ماه.
**ماساٽُ:** ذ. ماسيءَ جو پُٽ. (ث. ماساٽِ).
**ماسَبَقُ:** ص (ع) اڳ ٿي ويل- گذريل- اڳيون.
**ماستَرُ:** ذ (انگ) اُستاد- معلم.
**ماسَڙُ:** ذ. ماسيءَ جو مڙس.
**ماسَلَفَ:** ص. (ع) گذريل- گذشته.
**ماسو:** ذ (ف. ماشه) سون ۽ طبيبن جي ٽڪي يا ڪُشتي جي تور جو هڪ وزن. اٺن رتين جو وزن- تولي جي ٻارهون حصو.
**ماسِوا:** ظ (ع) ان کان سواءِ- علاوه. تصوف جي اصطلاح ۾ خدا تعاليٰ کان سواءِ هر چيز.
**ماسِوالله:** ذ. خدا تعاليٰ کان سواءِ هرچيز.
**ماسِي:** ث. ماءُ جي ڀيڻ.
**ماشاء الله:** جملو (ع) جيڪي خدا گهري- خدا جي مرضي. جيڪي خدا گهريو.
**ماشو:** ذ. جامڪيدار بندوق جي لبلبي (جنهن ۾ جامڪي يا پَليتو پچائجي). ماسو.
**ماشا ٿيڻ:** وايون بتال ٿيڻ- حوصلا خطا ٿيڻ.
**ماضِي:** ذ (ع) گذريل وقت- اڳيون وقت. (گرامر موجب) گذريل وقت جي معنيٰ ڏيکاريندڙ زمانُ.
**ماضي بَعِيد:** ذ. گهڻو اڳ گذريل زمانو. سنڌي گرامر ۾ هڪ زمان جو نالو.
**ماضي قريبُ:** ذ. ويجهڙائي ۾ گذريل وقت. سنڌي گرامر ۾ هڪ زمان جو نالو.
**مافَوقُ:** ص (ع) مٿيون. اعليٰ اُوچو- بلند.
**مافي الضَّمِيرُ:** ذ (ع) جيڪي دل ۾ هجي- دل جي ڳالهه. مدعا. مقصد- مطلب.
**مافِيها:** ذ (ع) جيڪي منجهس آهي. جيڪي ان ۾ آهي.
**ماقَبلَ:** ظ (ع) اڳيون- هن کان اڳيون.

**ماڪَ:** ث. پوئين رات يا صبح جي پهر ۾ هوا ۾ مليل پاڻي (جيڪو ٽڪار ۾ وسي). گهِمَ- شبنَم- ماڪَ.

**ماڪَ تي مورجڻ:** پاهرين ٿوري مدد سان ڏيک ويک ڪرڻ.

**ماڪِجَڻُ:** م. گهِمجڻ- ماڪ مان پُسڻ.

**ماڪَڙ:** ث. مڪڙن جو ڪَڪَرُ. لکين ڪروڙين مڪڙن جو ميڙُ. تمام گهڻا مڪڙ.

**ماڪُو:** ص. پاڙ ڪاٽيندڙ- دَلو. مَڄُو.

**ماڪوڙو:** ذ. هڪ مشهور جيت.

**ماڪوڙِي:** ث. هڪ مشهور جيت- ڪِيولِي- ڪِيڙِي. ڏندن جي هڪ بيماري. ڏندن جي ڪاڏ.

**ماڪِي:** ث. ماڪيءَ جي مکين جو گُلن تان گڏ ڪيل رَسُ- مَڌُ. شَهد- انگبين.

**ماڳُ:** ذ. هنڌ- جاءِ. رهڻ جو هنڌ. آستان. منزل.

**ماڳِهين:** ظ. انهيءَ ماڳ تي. مورڳو- مُورهين. بجاءِ. بِنهه.

**ماگهُ:** ذ. مانگهه.

**مالُ:** ذ (ع) سامان- اسباب. جائداد. چوپايو ڍڳ- خزانو. دولت- ناڻو- ڌنُ. پونجي- مُوڙي. واپار جو سامان. قيمتي شيءِ. جنس.

**مال مارڻ:** غبن ڪرڻ. لُٽ ڪرڻ- ڦُرَ ڪرڻ. بنان محبت جي دولت هٿ ڪرڻ.

**مال پَهرائڻ:** صبوح جو (يا ڪنهن مقرر وقت تي) چوپائي مال کي جهنگ ۾ چارڻ لاءِ وٺي وڃڻ.

**مالا مالُ:** ص. خوشحال- دولتمند. پربور. زرخيز.

**مالا مال ڪرڻ:** ملڪيت سان ڍئي ڇڏڻ. نهال ڪرڻ.

**مالٽو:** ذ. هڪ قسم جو ميوو (نارنگيءَ سان مشابهت رکندڙ).

**مالپُڙو:** ذ. گيهه ۾ تريل مٺي ماني.

**مالدارُ:** ص. دولتمند- شاهوڪار. پاڳيو.

**مالِش:** ث (ف) مَلڻ- مهٽ (جسم کي)- آڏِ. چمڪو- اوجر.

**مالِش ڪرڻ:** آڏِ مک ڪرڻ. مهٽ سهٽ ڪرڻ.

**مالِ غنيمَت:** ذ. لڙائي ۾ دشمن جو هٿ آيل مال. لُٽَ جو مال. مفت جو مال.

**مالِڪُ:** ذ (ع) والي- ڌڻي. آقا. خداوند.

**مالِڪُ المُلڪ:** ذ. ملڪ جو مالڪ- بادشاه. خداتعاليٰ.

**مالڪانو:** ذ. مالڪيءَ جو حق يا عيوض. زميندار حق.

**مالِڪي:** ث. مالڪانو ملڪيت جو حق. وارثي. دعويداري.

**مالڪوس:** ذ. هڪ راڳ جو نالو.

**مال گاڏِي:** ث. بار واري ريل گاڏي. بارگاڏي.

**مال مَتاعُ:** ذ (ع) اسباب ۽ دولت. ڌن دولت- ملڪيت.

**مالُوف:** ص (ع) مانُوس- هاڻو ماڻُو. پيارو. وڻندڙ. (ذ) پيارو وطن- جنم ڀُومي.

**مالِهه:** ث. چرخي، هُرلِي يا نار جي چڪر کي ڦيرائيندڙ ڏور يا رسي.

**مالها:** ث (سن) هار- ڪَنٺِي. سُمَرڻي.

**مالهارِي:** ث. هڪ ننڍڙو پکي. مالهاري پکي جو سوڻ جيڪو خاص طرح تہ وارا ڪن (ڪنهن ڪم تي ويندي وات تي مالهاري پکي سڄي طرفان آڏامي يا کٻي طرفان آڏامي تہ ان لحاظ سان اهو چڱو يا خراب سوڻ پاتين).

**مالهِڻِ، مالهڻَ:** ث. گل وڪڻندڙ عورت- بڪارڻ. 'مالهي' جو مؤنث.

**مالِهي:** ذ. باغ سنڀاليندڙ- باغائي- باغبان. بَڪاري- آرائين.

**مالِهي:** ث. وات ۾ ڏندن جي پاڙ وارو گوشت (جنهن ۾ ڏند لڳل هوندا آهن)- مهاري

**مالِي:** ث. ماليت. مُوڙي- پونجي.

**ماليَتَ**: ث (ع) پُونجي- مُوڙي- سرمايو. ڌن- دولت. قيمت- ملهہ.

**ماليخوليا**: ث. هڪ قسم جي دماغي بيماري. دماغ جو خلل. خفقان- سوداءُ. چريائي.

**مامَ**: ث. رمز- اشارو. ڳُجهي ڳالهہ- لِڪَ. طاقت- سگهہ.

**مامَ پروڙڻ**: ڳجُهو اشارو سهي ڪرڻ. راز پروڙڻ. ڳجهارت ڀڃڻ.

**مامتا**: ث. ماءُ جي محبت.

**مامِرو**: ذ (ع. معاملہ) معاملو- مسئلو. تڪرار.

**مامِرو مَندِڻ**: جهيڙو ڪرڻ. تڪرار ڪرڻ.

**مامَڻ**: م. ماپڻ- سَمائڻ.

**مامو**: ذ. ماءُ جو ڀاءُ.

**مامِي**: ث. مامي جي زال.

**مامُور**: ص (ع) حڪم ڪيل. اجازت ڏنل. مقرر.

**مامُوري**: ث. مقرري. اَمرُ جي اجازت.

**مامُونُ**: ص (ع) امن هيٺ آيل- محفوظ.

**مان**: ض (ف. مَن) آءٌ- مُون. (ظ) منجهان- وچان- اندران.

**مانَ**: ندا. شالَ- هوند- جيڪر.

**مانُ**: ذ. عزت- شان. وڏائي- مرتبو. فخر. غرور- تڪبر.

**مان ڏيڻ**: عزت ڏيڻ. خاطر تواضع ڪرڻ. چوڻ مڃڻ.

**مانُ ڪَرڻُ**: تعظيم ڪرڻ. آدرياءُ ڪرڻ. فخر ڪرڻ. اجائي وڏائي ڪرڻ. سيٺ ڪرڻ.

**مانا**: ذ. اُهو کاڌو جيڪو حضرت موسيٰ جي قوم کي مليو هو (مَن وسلويٰ). مانيون. ڪاتا. ڏڪا ٿاٻا.

**مانا ڪائي مٿي چڙهڻ**: حياتيءَ جا ڏينهن پورا ڪرڻ. آخري عمر کي ويجهو اچڻ.

**مانارو**: ذ. ماڪيءَ جي مکين يا ڏينين جو خانن وارو آستانو.

**مانائتو**: ص. مان شان وارو. معزز- آبائتو. (ث. مانائتي).

**مانجَڻُ**: م. مَلڻ (ٿانءَ). صاف ڪرڻ- اُجارڻ.

**مانجهہ**: ث. هڪ راڳڻيءَ جو نالو.

**مانجهانڊڙي**: ث. هڪ وڻ جو قسم.

**مانجهاندو**: ذ. مَنجهند جي ماني. ٻن پهرن جي ماني ۽ آرام- ٻپهرو. سفر ۾ ٿوري دير لاءِ بابو ۽ آرام.

**مانجهاندو ڪرڻ**: ٿوريءَ دير لاءِ جو داٻو ۽ آرام ڪرڻ. ٻپهرو ڪرڻ. ٻن پهرن جو ٿوري دير لاءِ ننڊ ڪرڻ- قيلُولو ڪرڻ.

**مانجهو**: ذ. لنڙ جي ڏور کي هڻڻ جو مصالحو (جيڪو لٽي ۾ ڪُٽيل شيشا ملائي ٺاهين).

**مانجهي**: ص. منجهہ وِهندڙ- ماڻهن جي وچ ۾ وهندڙ. اڳواڻ- سردار. سورهيہ- پهلوان. جنگجُو- جهُونجهار.

**مانداڻي**: ث. ٿڪاوٽ. بيهوش. اُمهائي- ماندڪائي.

**ماندگِي**: ث (ف) ٿَڪُ. سُستي.

**ماندو**: ص (ف. ماندن) ٿڪل. ڪهُيل- هَجيل. بيزار. سانو. (ث. ماندي).

**مانداڻُ**: ذ. ولوڙو- لوڇ پوڇ. وڳوڙ- فساد.

**مانداڻُ وجهڻ**: فساد وجهڻ. جهيڙوَ وجهڻ. رولو وجهڻ.

**ماندالو**: ذ. برسات تي ٿيندڙ گاهہ جو هڪ قسم.

**ماندالي**: ث. ڏڌ ولوڙڻ لاءِ جهرٽو- مَنڊي. گاهہ جو هڪ قسم.

**ماندباڻُ**: ذ. آسمان تي ڪارن ڪڪرن جو جُهڙ. جُهڙ جو ماحول.

**ماندبالو**: ذ. بناوت- اڏاوت. جوڙجڪ- ناهہ ٺُوهہ.

**ماندبالو مَندِڻ**: بندوبست ڪرڻ- ناهہ جوڙ ڪرڻ. اڏاوت ڪرڻ. ڪنهن ڪم جي ابتدائي تياري مڪمل ڪرڻ.

**ماندِلي، ماندِٻي**: ث. ڪاٺ جي اڏاوت وارو ننڍو دُڪان.

**ماندبو**: ص. نانگ بلا جي ڪکيل تي مَنڊ پڙهندڙ.

**مانڊي:** ص. منڊ پڙهندڙ. جهاڙ رکندڙ. مَنڊ هڻندڙ.
**مانڊو، مانڊوو:** ذ. سرڪس، سئنيما يا ناچ گاني لاءِ اڏيل وڏو شاميانو.
**مانع:** ص (ع) منع ڪندڙ- روڪ ڪندڙ. باز رکندڙ- پليندڙ. اٽڪاءُ ڪندڙ. (ذ) خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.
**مانگر:** ذ. پاڻي جو هڪ وڏو جانور- واڳون. وڏو مڇ.
**مانگهه، مانگ:** ث. وارن جي وچان ليڪ- سيند. هڪ قسم جو ڳهه- ڏاوَڻ- ڏاوڻي.
**مانگهه:** ذ (سن) سنبت سنه جو يارهون مهينو.
**مانند:** ظ (ف) وانگر- مثل- هوبهو.
**مانوس:** ص (ع) هاڻو ماڻو- هريل. پسنديده- وڻندڙ.
**مانهه، ماهه:** ذ (ف. ماش) هڪ پوک جنهن جي ڦرين مان نڪتل اناج (جيڪو دال طور ڪم اچي). اُڙد.
**ماني:** ث. ڪڻهن يه اناج جي اٽي مان پچايل لولو. کاڌو- طعام. رزق- ڇُوٽو. دعوت لاءِ ٺهيل کاڌو.
**ماني ٽڪي:** ث. کاڌو خوراڪ- طعام.
**ماني ڪرڻ:** دعوت ڪرڻ. خيرات ڪرڻ. مُئي جي ختمي جي ماني ڪرڻ.
**ماني حرام ڪرڻ:** بيزار ڪرڻ- تنگ ڪرڻ.
**ماني مَجي:** ث. ڪشادو رزق. خوشحالي.
**مانيءِ ٽوڙ:** ص. رڳو کاڌي جو شوقين پر ڪم جو ڪوڙو. مفت ۾ مانيون کائيندڙ. سست- ٽوٽي.
**مانيٽر:** ذ (انگ) ڪنهن ڪم جي مٿان نظر ڪندڙ. ڪلاس ۾ اُستاد جو مددگار شاگرد.
**ماڻ:** ذ. ان پرڻ جو ٺانءُ. ماپو.
**ماڻ پرجڻ:** ڏينهن پورا ٿيڻ- حياتي پوري ٿيڻ.
**مانڪ:** ذ (سن) ياقوتُ- لعل. هيرو- رتن.
**مانڪي:** ث. اک جو ڪارو ٽڪو. اکين ۾ اڇن ٽڪن واري مينهن.
**ماڻڻ:** م. واپرائڻ- ورتائڻ. هنڊائڻ. حاصل ڪرڻ (حياتي، جواني، مزو).
**ماڻو:** ذ. نخرو- انگل- جاڳ. ناز.
**ماڻا ڪرڻ:** انگل ڪرڻ- نخرا ڪرڻ. چانگرا ڪرڻ.
**ماڻهو:** ذ. انسان- آدمي- پُرش- بشر.
**ماڻهپائي:** ث. ماڻهپو. انسانيت. اشرافت.
**ماڻهپو:** ذ. انسانيت. اشرافت- فضيلت. اخلاق. خوش اخلاقي.
**ماڻهو چيڻو:** ذ. ڪوبه انسان.
**ماڻهپي:** ث. ماڻهپائي.
**ماوِيٰ:** ذ (ع) پناه جي جاءِ- ٺڪاڻو- گهر.
**ماوَراء:** ظ (ع) سواءِ- ڪلاوه- بغير.
**ماهه:** ذ. گوشت- ماسُ. اُڙد (دال). ذ (ف) چنڊ- قمر. مهينو.
**ماهه به ماهه:** ظ. هرمهيني- ماهوار.
**ماهتاب:** ذ. چنڊ. چانڊوڪي- چنڊ جو سهائو.
**ماهپاره:** ص. چنڊ جو ٽُڪر. حسين- خوبصورت. معشوق.
**ماه پَيڪر:** ص. چنڊ جهڙي صورت وارو- حسين.
**ماه جَبين، مه جبين:** ص. چنڊ جهڙي پيشانيءَ وارو. سهڻو.
**ماه رُخ، ماه رُو:** ص. چنڊ جهڙي- حسين- خوبصورت- سُهڻي.
**ماه طلعت:** ص. چنڊ جهڙي صورت.
**ماه ڪامل:** ذ. چوڏهين جو چنڊ- بدر.
**ماه لقا:** ص. چنڊ جهڙي صورت.
**ماه مُنير:** ذ. چمڪندڙ چنڊ.
**ماهِ نؤ:** ذ. نئون چنڊ. پهرين تاريخ جو چنڊ. نئون مهينو.
**ماهوار:** ص. هر مهني- مهيني سر مهيني.

**ماه وَش؛** ص. چنڊ جهڙو. سهڻي- حسين.

**ماهوارِي؛** ث. هرمهيني. عورت کي ايندڙ حيض- ڪپڙا.

**ماهِي؛** ص. ماه جهڙو سهڻو. حسين. محبوب- جانب- پيارو.

**ماهيانو؛** ص. هرمهيني مقرر وظيفو- پگهار.

**ماهِرُ؛** ص (ع) تيز فهم- سمجهو- ڏاهو. هنرمند. تجربيڪار. ڪم يا فن ۾ اُستاد.

**ماهو؛** ذ. موت. ڪوس- قتل عام.

**ماهو پوڻ؛** عام ماڻهن يا مال ۾ موت گهڻو ٿيڻ. قتل عام ٿيڻ. خونريزي ٿيڻ.

**ماهنڊ؛** ذ. ماهيند.

**ماهِي؛** ث (ف) مَڇي.

**ماهي بي آب؛** ص. پاڻي مان نڪتل مڇي (جيڪا ٽٽڪندي رهي). بيقرار.

**ماهي گِيرُ؛** ص. مڇي جهليندڙ يا مارينڌڙ. مُهاڻو.

**ماهِيتَ؛** ث (ع) اصل مادو- جوهَرُ- مغز. حقيقي وجود. حقيقت. اصليت- خصوصيت.

**ماهيَرُ؛** ص. مينهون ڌارينڌڙ ياڳيو. ماهيو کير وڪڻندڙ. مينهُن جي ڌوڌ ڪندڙ.

**ماهِيندُ، ماهِنڊُ؛** ذ. پيار ۽ سينگار لاءِ چوپائي مال جي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ لاءِ گهٽين ڳنڍيين يا ڪوڏين وغيره جي پُوچ وارو رنگين ڳانو.

**ماهِيو؛** ص. مينهن جو. (ذ) مينهُون.

**ماءِ؛** ث. ماڳ- هنڌ- جُوءِ.

**ماءِ؛** ذ (ع) پاڻيءَ- آب- جل- عرق.

**ماءُ؛** ث. اُها عورت جنهن ڄڻيو هجي- والده- مادر- امڙ- آئِي.

**ماءُ پِيءُ؛** ذ. امان ابو- والدين.

**ماءُ جايو؛** ذ. ساڳي ماءُ مان جاول ياءُ.

**مائٽ؛** ذ. عزيز- رشتيدار. سڳيڻو. (مائٽياڻي).

**مائٽاڻو؛** ص. مائٽن جو. ورثي ۾ مليل.

**مائِٽي؛** ث. عزازت- قرابت- رشيتداري. سڱُ.

**مائٽي ڪرڻ؛** سڱ ڪرڻ. عزازت ڳنڍڻ. سڱاوتي ڪرڻ.

**مائِجَڻُ؛** م. سمائجڻ- ماپڻ- ڪنهن بيءَ شيءِ ۾ ماپجي وڃڻ.

**مائع، مايع؛** ذ (ع) پاڻيٺ (پاڻي، کير، تيل وغيره).

**مائِل؛** ص (ع) لاڙو رکندڙ- جُهڪيل- نميل. لڙيل. متوجہ. چاهيندڙ.

**مائل ٿيڻ؛** لاڙو رکڻ- جُهڪڻ. راغب ٿيڻ. متوجه ٿيڻ.

**مائِڻُ؛** م. سمائجڻ- ماپي اچڻ.

**مائو؛** ذ. مناٿيءَ جو هڪ قسم- گهاٽي ڪڙهيل کير مان ٺهيل مادو.

**مائوف؛** ص (ع) ضربيل- ڏکيل (عضوو). بي حس- سائو.

**مائِي؛** ث. ماءُ. دائي. ڪابہ عورت. پوڙهي عورت.

**مائيٽو؛** ص. ماءُ جو (اولاد، جنهن جو پيءُ بيو هجي). (ث. مائيٽي).

**مائي باپُ؛** ذ. ماءُ پيءُ. حاڪم. پالينڌڙ.

**مايا؛** ث (سن) هنر- ڪاريگري. عقل- ڏاهپ. ڌن- دولت.

**مايو؛** ذ (ف. مايہ) سرمايو- پونجي- مُوڙي. دولت. ذخيرو. پيڙهہ. اصلي مادو- جوهر- مغز. حقيقي وجود. مادو. مقدار.

**مائيدارُ، مايہ دارُ؛** ص. وزني- ڳرو. ٿهرو. ڳردار. پريل.

**مايہ نازُ؛** ص. فخر جو سبب.

**مائِوس؛** ص (ع) نااميد- نراس. دل شڪستو. ويڳاڻو.

**مائوسِي:** ث. نااميدي. محرومي. نراسائي.

**مُباح:** ص (ع) جائز- روا- حلال. شريعت مطابق جائز- درست. رِهائيندو.

**مُباحَثو:** ذ (ع) بحث. سوال جواب. مناظرو. تڪرار.

**مُبادا:** ظ (ف) خدا نہ ڪري- متان ائين ٿئي. متان- شايد.

**مُبادلو:** ذ (ع) بدلو- عيوض. متاسٽا- بدل سدل.

**مُبارَزت:** ث (ع) لڙائي لاءِ نڪري اچڻ- جنگ- لڙائي- ويڙهہ.

**مُبارَڪَ:** ث (ع) خوشخبري. واڌائي- ڪِيرَ.

**مُبارڪباد، مُبارڪبادي:** ث. واڌائي- ڪِير. خوشخبري.

**مُبارڪُ:** ص (ع) برڪت وارو- سڀاڳو- نيڪ- سعيد. ڀلارو- سڳورو.

**مُبارَڪِي:** ث. مبارڪَ- ڪِيرَ- واڌائي.

**مُباشَرتَ:** ث (ع) جماع- همبستري.

**مُبالغو:** ذ (ع) حد کان وڌيڪ تعريف. ساراهہ ۾ تمام گهڻو وڌاءُ. اجائي ديگهہ.

**مبالغو ڪرڻ:** وڌاءُ ڪرڻ. وڌائي ڳالهہ ڪرڻ.

**مُباهلو:** ذ (ع) هڪ ٻئي جي لاءِ پِٽ پاراتي وارو شرط.

**مُبتدا:** ث (ع) شروعات- آغاز- ابتدا. مُنڍ. گرامر موجب جُملي جو پهرين حصو.

**مُبتَدِي:** ص (ع) شروع وارو. سيکڙاٽ. نئون شاگرد. اوائلي.

**مُبتَلا:** ص (ع) پڪڙيل- ورتل- جهليل. رُڌل- ڦاٿل. مصروف.

**مَبذُول:** ص (ع) استعمال ڪيل. ڪم ۾ آندل. ٻلي ڪيل.

**مُبرا:** ص (ع) آجو- آزاد- ڇٽل. پاڪ صاف- بي عيب.

**مُبرو:** ذ. وڏو ماڻُ. وڏو ماپو (پنڙين شين کي ماپڻ لاءِ). (ث. مُبري).

**مَبسُوط:** ص (ع) پکڙيل- ڦهليل ڪشادو- ويڪرو.

**مُبَشِرُ:** ص (ع) بشارت ڏيندڙ- خوشخبري ٻڌائيندڙ.

**مُبَصِرُ:** ص (ع) ڏِسندڙ- جانچيندڙ. پارکو.

**مَبعُوث:** ص (ع) موڪليل- پيدا ڪيل. جيئرو ڪيل- جاڳايل.

**مَبلَغ:** ص (ع) جملي- ڪُل- سڀ. انداز (رقم).

**مُبَلِغُ:** ص (ع) تبليغ ڪندڙ- پرچارڪ.

**مَبنِي:** ص (ع) جنهن شيءِ يا ڳالهہ تي بنياد رکيل هجي- بنيادي.

**مُبهَمُ:** ص (ع) منجهيل (ڳالهہ)- گول مول. شڪي.

**مَبهُوت:** ص (ع) حيران- هڪو ٻڪو. واٽڙو.

**مُبَينُ:** ص (ع) ظاهر- آشڪار- صاف. نشانبر- چٽو- پڌرو.

**مَت:** ث (سن) عقل- سمجهہ- ٻُڌ. ڏاهپ. هوش. صلاح- راءِ. نصيحت. سيکت.

**مَت ڏيڻ:** عقل ڏسڻ. سيکت ڏيڻ.

**مَت ڪسجڻ:** سمجهہ وڃڻ- عقل مارجڻ. هوش وڃائڻ.

**مَتيون منجهڻ:** حوصلو خطا ٿيڻ- حواس گم ٿيڻ. واٽڙو ٿيڻ.

**مَتُ:** ذ (سن) پوڄا. ڌرم- مذهب. عقيدو. پنٿ.

**مُتابِعُ:** ص (ع) تابع. پيروي ڪندڙ.

**مُتابَعت:** ث (ع) پيروي. فرمانبرداري- اطاعت.

**مُتاثِرُ:** ص (ع) اثر قبول ڪندڙ- اثرپذير. اثر ڪندڙ- اثرائتو.

**مُتاخِرُ:** ص (ع) پنيان ايندڙ- پڇاڙي وارو- آخري. جديد.

**مُتاخِرين:** ذ (ع) پڇاڙي واري زماني جا ماڻهو. هلندڙ دور جا ماڻهو.

**مَتارو:** ص. بدن ۾ ڀريل- ٿلهو (چوپايو). سگهو. (ث. متاري).

**مُتاسِفُ:** ص (ع) افسوس ڪندڙ- ڏک ڪندڙ. غمگين- ڏکارو.

**مَتاعُ:** ذ (ع) مال اسباب- آثاثو- پُونجي. سوداگريءَ جو مال.

**مَتان:** ظ. نہ- بلڪل نہ- مَجَان. شايد- جيڪر.

**مَتانَت:** ث (ع) سنجيدگي. پختگي. خيالن جي پڪائي.

**مَتاهُ:** ذ. هڪ قسم جو پکي.

**مُتَبادَلُ:** ص (ع) عيوض ۾- بدران آيل. بدل سدل. متاستا ۾ آيل.

**مُتبرڪ:** ص (ع) پاڪ- صاف. مقدس. برڪت وارو. معزز. سڳورو.

**مَت پيدُ:** ذ (سن) اختلاف. اختلاف راءِ.

**مُتحارِبُ:** ص (ع) هڪ ٻئي سان وڙهندڙ- لڙائي ۾ ڳنڍيل.

**مُتحِد:** ص (ع) اتحاد رکندڙ- متفق- ٻڌيءَ ۾. ڳنڍيل- هڪ ٽيل.

**مُتحرِڪ:** ص (ع) حرڪت ڪندڙ- چُرندڙ.

**مُتحَمَلُ:** ص (ع) بردبار- ڳنڀير- سنجيدو. برداشت ڪندڙ. سهندڙ.

**مُتحَيرُ:** ص (ع) حيران- عجب ۾. هڪو ٻڪو- واتڙو.

**مُتداوَلُ:** ص (ع) واري واري سان آيل- هٿوهٿ پهچندڙ (حديث جو اصطلاح). هلندڙ- رائج. عام- رسمي.

**مُتَذَبذَبُ:** ص (ع) ٻُڏتر ۾. ٻہ چتو- ڳڻتيءَ ۾.

**مُتذڪرَہ:** ص (ع) ذڪر ڪيل- بيان ڪيل. ڄاڻايل.

**مُترادِفُ:** ص (ع) هم معنيٰ (لفظ).

**مُترَجَمُ:** ص (ع) ترجمو ڪندڙ.

**مُترَددُ:** ص (ع) فڪرمند. بيقرار. ڳڻتيءَ ۾- ٻڏتر ۾. انڪاري.

**مُترَشحُ:** ص (ع) ظاهر- پڌرو.

**مُترَڪو. مَترڪو:** ذ (ع) ڪلين ڪوڪن ٺوڪڻ جو اوزار- هٿوڙو.

**مُترَڪي:** ث. ننڍو مترڪو.

**مَترُوڪُ:** ص (ع) ڇوڙ ڪيل- ڇڏيل. اهو لفظ جيڪو اڳ استعمال ٿيندڙ هجي پر موجوده ٻوليءَ ۾ ڇڏيو ويو هجي.

**مُتَزَلزِل:** ص (ع) ڏُڏندڙ (زلزلي ۾). ڏڪندڙ.

**مُتساوِي:** ص (ع) هڪ ٻئي جيترا.

**مُتَشابِہ:** ص (ع) هم شڪل- هڪ جهڙو. ساڳيو- هُوبهو.

**مُتَشابِهات:** ث (ع) ڪلام پاڪ جون اُهي آيتون جن جي معنيٰ خداتعاليٰ کان سواءِ ٻيو نٿو ڄاڻي.

**مُتَشرِعُ:** ص (ع) شريعت جو پابند- پڪو دينڊار.

**مُتَشڪرُ:** ص (ع) شڪر ادا ڪندڙ- شڪرگذار- ٿورائتو.

**مُتَشَڪي:** ص (ع) شڪ وارو- شڪ ڳاڏڙ. گرامر ۾ 'زمان ماضي متشڪي'.

**مُتَصادِم:** ص (ع) هڪ ٻئي سان ٽڪرجندڙ- ٺهڪندڙ.

**مُتَصرِف:** ص (ع) ڪم ۾ آڻيندڙ- قابض. مالڪي رکندڙ- قبضيدار.

**مُتَصرِفي:** ث. مالڪي- قبضيداري. ملڪيت.

**مُتصِل:** ص (ع) ويجهو- لاڳو- ڳنڍيل. نزديڪ. لاڳيتو.

**مُتضاد:** ظ (ع) اُبتڙ- خلاف- برعڪس.

**مُتَعارِفُ:** ص (ع) هڪ ٻئي جا واقف- ڄاڻو سُڃاڻو. سڃاتل- واقفڪار. نالي وارو- مشهور.

**مُتَعَدِدُ:** ص (ع) ٿورا- ڳاڻ ڳڻيا- چند- ڪجهہ. گهڻا- ڪئين- بيشمار.

**مُتَعَدِي:** ص (ع) وچڙندڙ (مرض).

**مُتَعَصِبُ:** ص (ع) مذهب يا قوم جي ڳلا ڪندڙ- تعصب رکندڙ. تعصبي- ڪٽر.

**مُتَعَفِنُ:** ص (ع) بانسي- ڪِنو- بدبودار.

**مُتعَلِقُ؛** ص (ع) تعلق رکندڙ- لاڳاپيل- وابستہ. واسطو رکندڙ.

**مُتعَلِمُ؛** ص (ع) تعليم وٺندڙ- شاگرد- طالب علم.

**مُتعو؛** ذ (ع) شيعہ فرقي ۾ مقرر وقت لاءِ نڪاح.

**مُتعَين؛** ص (ع) ڪنهن ڪم تي مقرر- مقرر ڪرڻ- سؤنپيل. نامزد- مقرر.

**مُتغير؛** ص (ع) هڪ حالت مان ٻيءَ ۾ بدلجندڙ. بدليل. حيران- وائڙو. گهبرايل.

**مُتفرِقُ، مُتفرِقہ؛** ظ (ع) جدا جدا- الڳ الڳ. ٽڙيل پکيڙيل. ڇڙوڇڙ- منتشر.

**مُتفرِقات؛** ذ (ع) جدا جدا شيون. حساب ڪتاب جون مختلف رقمون.

**مُتفِقُ، مُتفِقہ؛** ص (ع) اتفاق ڪندڙ. يڪراءِ- هم خيال. شامل- گڏ- مليل.

**مُتفِق ٿيڻ؛** شامل راءِ ٿيڻ- يڪ صلاح ٿيڻ.

**مُتفڪرُ؛** ص (ع) فڪرمند. غمگين. ڳڻتي ڪندڙ.

**مُتقاضي؛** ص (ع) گهُرندڙ- طلب ڪندڙ.

**مُتقدِمُ؛** ص (ع) اڳيان وڌندڙ. اڳواڻ. اڳرائي ڪندڙ.

**مُتقي؛** ص (ع) پرهيزگار- عبادتگذار- پاڪباز. گناهن کان بچندڙ. خدا کان ڊڄندڙ. شرع جي خلاف ڪمن کان پاسو ڪندڙ.

**مُتڪبرُ؛** ص (ع) تڪبر ڪندڙ- مغرور- هٺيلو. خود پسند.

**مُتڪلِمُ؛** ص (ع) ڳالهائيندڙ. تقرير ڪندڙ. علم ڪلام جو ماهر.

**مَتلُ؛** ص. پربور- پريل. ٻريل- دکيل (باهہ). ڪاوڙيل.

**مُتلاشي؛** ص (ع) تلاش ڪندڙ- ڳولائو.

**مُتلونَ؛** ص (ع) رنگ بدلائيندڙ. ڦرندڙ گهرندڙ. هڪ ڳالهہ تي نہ بيهندڙ. غيرمستقل مزاج.

**مُتمڪِن؛** ص (ع) جاءِ وٺندڙ- قرار وٺندڙ. ٽانيڪو.

**مُتمني؛** ص (ع) خواهشمند- گهُرجائو- آسائتو. تمنا رکندڙ- آرزومند.

**مُتموِل؛** ص (ع) امير- دولتمند- مالدار.

**مَتنُ؛** ذ (ع) ڪتاب جي اصل عبارت.

**مُتنازِع؛** ص (ع) جهيڙي ۾- اختلافي.

**مُتناسِبُ؛** ص (ع) تناسب رکندڙ. هڪ ساريکو. مناسب- موزون.

**مُتنبہ؛** ص (ع) تنبيهہ ڪيل. آگاهہ- خبردار.

**مُتنفرُ؛** ص (ع) نفرت ڪندڙ. بيزار- ڌڪاريندڙ.

**مُتنفِس؛** ص (ع) ساهوارو- جاندار. ماڻهو- بشر.

**مَتو؛** ذ (سن) مت- عقيدو. مذهب. اصول. قاعدو. فرقو.

**مُتواتِر؛** ظ (ع) هڪ ٻئي پٺيان- لاڳيتو- مسلسل.

**مُتوازَن؛** ص (ع) وزن ۾ برابر. وزنائتو- پورو پُنو.

**مَتوالو؛** ص. نشي ۾ آلهوٽ- مخمور- مدهوش. مستيءَ وارو- مست- چريو. خفقاني.

**مُتوجِهہ؛** ص (ع) توجهہ ڪندڙ- ڌيان ڏيندڙ. مائل. هڪ مَنو.

**مُتوجهہ ڪرڻ؛** ڌيان ڇڪائڻ.

**مُتوَسِط؛** ص (ع) وچ جو- وچ وارو- وچون- وچولو- درميانو. پورو پنو.

**مُتوَطِن؛** ص (ع) رهاڪو- رهندڙ- باشندو.

**مُتوَفي؛** ص (ع) مُئل- گذاري ويل- فوتي.

**مُتوَقعُ؛** ص (ع) توقع رکندڙ- اميد رکندڙ- اميدوار- آسرو رکندڙ.

**مُتوَڪلُ؛** ص (ع) توڪل تي رهندڙ- ڀروسو ڪندڙ. خدا تي ڀاڙيندڙ. رضا تي راضي رهندڙ- تَوَڪلي.

**مُتوَلي؛** ص (ع) انتظام ڪندڙ- جائداد يا وقف جو

نگران. والي.

**مَتِ هِينُ:** ص (سن) جنهن جو عقل کسجي وڃي- مت- ڪٽل- بي عقل.

**مِتِي:** ث. مهينو. تاريخ- تِٿ.

**مِتيرو:** ذ. ڇيڙُ. قد جو بندرو- ڪوتاهہ قد.

**مَتَّ:** ث. متاهين- متاچرو. متين سطح. متيون پاسو.

**مَتَّ خَرچُ:** ذ. متيون خرچ. ريزڪي خرچ. اتفاقي ضرورت وارو خرچ.

**مَتاچرو:** ذ. متين سطح- متيون حصو. (ص) سطحي- نالي ماتر. متيءَ دل سان. سَرسري.

**مَتا ڪَٽَ:** ث. متو هڻڻ- مغزماري. جفاڪشي- سخت محنت. جاکوڙ. ڪشالو. ڪوشش.

**مَتا ڪَٽ ڪرڻ:** ڪوشش ڪرڻ. جاکوڙ ڪرڻ. بيحد سرجوشي ڪرڻ.

**مَتاميڙَ:** ث. گهوٽ ڪنوار کي لاتئون ڏيڻ جي رسم. شادي- وهانءُ.

**مَتان:** ظ. متي کان- متي وٽان. چوٽيءَ کان. شروع کان. متي- وڌيڪ- زياده.

**متان پوڻ:** اوچتو ڪڙڪڻ. موقعي تي رسڻ.

**متان ويهڻ:** سنڀال ڪرڻ. نظرداري ڪرڻ.

**متانگرو:** ص. وڏو- اُوچو. متانهون.

**متانهون، متاهون:** ظ. متي- بلند- اوچو. اعليٰ. اڳرو. (ث. متانهين).

**مَتانهِين، مَتاهِين:** ث. بلندي- اوچائي. وڏائي- بزرگي- عظمت. چاڙهہ- چاڙهي.

**مَتڪِي:** ث. اصل رقم تي ڏنل واڌو رقم. واڌي.

**مِتُن:** ذ (سن) هڪ برج جو نالو- جوزا.

**مَتو:** ذ. سِرُ. پيشاني- نراڙ. مغز. کوپري. متانهون ڀاڱو- متيون حصو. مُنڍ.

**مَتا مُونا هڻڻ:** ڪوشش ڪرڻ- ڪشالو ڪرڻ.

**مَتو پٽڻ:** خوشامد ڪرڻ.

**مَتو پچڻ:** سخت سزا ڏيڻ.

**مَتو تپائڻ:** بيزار ڪرڻ- تنگ ڪرڻ. ورچائڻ.

**مَتو ٽيڪڻ:** سجدو ڪرڻ. پيش پوڻ. سلامي پرڻ.

**مَتو ڌوئڻ:** وهنجڻ- غسل ڪرڻ. تڙ ڪرڻ.

**متو ڏيڻ:** مُنهن ڏيڻ- سامهون ٿيڻ. هٿ ڳنڍڻ. مقابلو ڪرڻ.

**مَتو ڦرڻُ:** پنواتي اچڻ. وڏائي ٿيڻ. چريو ٿيڻ. بتال ٿيڻ.

**متيو ڪُوڙڻُ:** دلبو ڏيئي ڦُرڻ.

**مَتو کائڻ:** گهٽو ڳالهائڻ. بيزار ڪرڻ- اجائي بڪ ڪري ورچائڻ.

**متو کپائڻ:** غور ويچار ڪرڻ. کاپارو ڪرڻ. سمجهڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

**متو لِڪائڻ:** اجهي ۾ اچڻ. پناه وٺڻ. رهائش اختيار ڪرڻ.

**متو وڃڻ:** سِرُ وڃڻ. گم ٿيڻ. رُلي وڃڻ. نقصان پهچڻ. آزار ۾ پوڻ.

**متو هڻڻ:** ڪوشش ڪرڻ. مغز کپائڻ. بحث ڪرڻ. سمجهائڻ. اجايو ڳالهائڻ.

**متي اگهاڙو:** ص. بيحيا- بيشرم. رولو. بي ننگو. لوئيو.

**متي تي چاڙهڻ:** گستاخ ڪرڻ- حجتي ڪرڻ. دادلو ڪرڻ.

**متي تي کڻڻ:** پاڻ تي هموار ڪرڻ. ذميداري قبول ڪرڻ. برداشت ڪرڻ.

**متي چاڙهہ ڪرڻ:** عارضي ڇپر اڏي اجهو وٺڻ. (عورت) مڙس ڪرڻ.

**مٽي ميرو:** ص. غسل کان سواءِ- ناپاڪ- پليت- جُنبي. (ث. مٽي ميري)

**مٿي:** ظ. مَٿ تي- مٿيرو. مٿانهون- مٿيون. بالا. اوچو- اعليٰ. بلند. گهڻو- زياده- وڌيڪ.

**مٿيرُ:** ص. وڌي مٿي وارو. بهادر- سورهيه. سردار- اڳواڻ. وڌي رتبي وارو.

**مٿيون:** ظ. مٿان وارو. اُتاهون- بلند. وڌيڪ.

**مَٽَ، مَٽِ:** ث. بَدل- تبديلي.

**مَٽُ:** ظ. برابر- جيڏو. مِثل. هڪ جهڙو. هڪ جيترو. جوڙجيسُ. ثاني. عيوض- بدلي.

**مَٽ هجڻ:** برابر هجڻ. ثاني هجڻ. ٺهڪي اچڻ.

**مَٽُ:** ذ. پاڻي رکڻ لاءِ ٺڪر يا ٽامي وغيره جو ٺهيل وڏو ٿانءُ.

**مِٽَ، مِٽُ:** ث. ڳل- رخسار.

**مِٽون ڦوڪڻ:** ڳل سُڄائڻ- ڪاوڙجڻ.

**مِٽُ:** ذ (سن. مِتر) مائٽ- عزيز- رشتيدار- سڱيٿو. دوست. (ص) پنهنجو- ويجهو- سڳو.

**مُٽُ (مُتر):** ذ (سن. مُوتر) پيشاب- ناڙاچوڙ- ريلو.

**مُٽ اورانگهڻ:** (طنز) جرات ٿيڻ.

**مُٽ مُٽڻ:** ڊپ کان پيشاب نڪرڻ. ڊڄڻ- خوف کائڻ. ڪَن هڻڻ.

**مُٽِ مُٽِ:** ث. برسات جي بُوند بوند- ڦڙو ڦڙو.

**مَٽا سَٽا:** ث. بدل سدل- واري ڦيري. ڏي وٺ.

**مٽا سٽا ڪرڻ:** بدل سدل ڪرڻ. هڪڙي شيءِ ڏيئي ٻي وٺڻ.

**مُٽانگو:** ذ. مُٽ هاڻو. وچاڻو. مٿانو.

**مَٽائِڻُ:** م. بدلائڻ- مٽاسٽا ڪرڻ. پچائڻ (رپيو).

**مِٽائِڻُ:** م. ڊاهڻ. تباه ڪرڻ. ميسارڻ. نابود ڪرڻ.

**مُٽائِڻُ:** م. پيشاب ڪرائڻ (ٻار يا بيمار کي).

**مَٽجَڻُ:** م. بدلجڻ. تبديل ٿيڻ. ڪاوڙجڻ. ضد ڪرڻ. رپيو کليو ٿيڻ (ريزگاري ٿيڻ).

**مِٽجَڻُ:** م. ڊهڻ. تباه ٿيڻ. ميسارجڻ.

**مَٽَرَ:** ذ. اناج جو هڪ قسم (جنهن جي وَلِ ٿئي ۽ ان جي ڦرين ۾ داڻا ٿين. جن کي ڦري دال ٺاهين).

**مَٽَرُ:** ذ. هڪ قسم جي اناج جو داڻو. چؤپائي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌڻ جي چڙي.

**مَٽِري:** ث. مٽرن جون ڦريون- ڏڏڙي.

**مِٽڪَڻُ:** م. ناز سان هلڻ- لاڏ سان هلڻ.

**مَٽِڪو:** ذ. ننڍو مَٽُ.

**مُٽڪو:** ذ. ڪاغذن جو بنڊل. (ص) ٻُٽ ۾ پريل- متارو. ٿلهو پَٽر.

**مَٽَڻُ:** م. لنگهڻ- گذرڻ- لنگهي وڃڻ- اُڪرڻ. بدلڻ- کُليو ڪرڻ (رپيو). ڪاوڙجڻ- چڙڻ.

**مَٽي وڃڻ:** لنگهي وڃڻ- گذري وڃڻ.

**مِٽَڻُ:** م. ڊهڻ. ميسارجڻ. تباه ٿيڻ. ڦِٽڻ.

**مُٽَڻُ:** م (سن. مُوتر) پيشاب ڪرڻ- ريلو ڪرڻ.

**مُٽڻو:** ص. ذري ذري پيشاب ڪندڙ. ڊڄڻو- بزدل. (ث. مُٽڻِي).

**مُٽو:** ذ. پڪو (بنڊل، رقم، مُلهه). ڪاغذن جو ٿهو. ٽيڪو- مقاطعو.

**مَٽِي:** ث. ننڍو مَٽُ. درگاه يا مڪان تي رکيل مَٽُ.

**مِٽِي:** ث. خاڪ- ڌوڙ. رک. زمين- ڌرتي. خمير- سرشت. مائٽي- عزازت. سڱ سڳاوتي.

**مِٽي ٿيڻ:** خاڪ ٿيڻ- ڌوڙ ٿيڻ. برباد ٿيڻ.

**مِٽي مردار ٿيڻ:** خوار خراب ٿيڻ. دربدر ٿيڻ. بدنام ٿيڻ.

**مِٽي چاڙهڻ:** تولهه ڪرڻ. بدن جو ماس وڌڻ.

**مٽي ڪرڻ:** ڌوڙ ڪرڻ. ڦِٽائڻ- تباه ڪرڻ. ساڙي

رک ڪرڻ.

**مِٺي ۾ ملائڻ:** ث. برباد ڪرڻ- تباه ڪرڻ. دفن ڪرڻ.

**مِٺي ماٽي:** ث. عزازت- رشتيداري. سڳاوتي.

**مِٺي ڪٽ:** ث. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**مَٽُ:** ذ. خام ڌاتو- ڪچو ڌاتو. سون چاندي ۾ پيل ٽامو وغيره- ٿيٽ- جوڙو. ميل- ڪَس. جهوپڙي. هندو فقيرن جي جهوپڙي. ڌرمي اسڪول- پاٺشالا.

**مَٽ گهُرو:** ذ. بدخواه- بُرائي چاهيندڙ- بدنيت. (ث. مٽ گهُري).

**مِٺ:** ث. مناڻ- شيريني. مناڻ جو احساس.

**مِٺ زبانو:** ص. مِٺڙو ڳالهائيندڙ- شيرين گفتار.

**مِٺ لُوڻو:** ص. گهٽ لوڻ وارو- قدري ڦڪو.

**مِٺ محبّت:** ث. قرب- پيار. پيار وارو سلوڪ.

**مُٺِ:** ث. مُڪَ- مُشت. پيڙيل هٿ. هڪ هٿ ۾ آيل اناج وغيره. مٺ ۾ آيل گاه جو مُچو. هٿيو- دستو- ڳنُ.

**مُٺِ پيڙ:** ص. ڪنجوس- شوم- مرچُوٺ.

**مُٺ پيڙڻ:** ڪنجوسي ڪرڻ.

**مُٺ هڻڻ:** مشتزني ڪرڻ.

**مُٺِ ۾ اچڻ:** قابو ٿيڻ- وس ۾ اچڻ. قبضي ۾ اچڻ.

**مُٺيون ڀري ڏيڻ:** فراخ دلي سان ڏيڻ. سخاوت ڪرڻ. بي حساب ڏيڻ.

**مِناڻ، مِناڻُ:** ذ. ميناج- شيريني- حلاوت. مِٺو سواد. کنڊ. ڳُڙ وغيره. منائي.

**مِنائجَڻُ:** م. مناڻ جو سواد وٺڻ. مناڻ تي هِري پوڻ. هِرڻ.

**مِنائي:** ث. حلوائي جون ناهيل منيون چيزون (حلوو، لڏون، مائو وغيره).

**مِنائي ورهائڻ:** اميد پوري ٿيڻ جي خوشيءَ ۾ ڪا مني شيءِ تقسيم ڪرڻ.

**مِٺڙو:** ص. مِٺو- شيرين. پيارو. دل گهريو. (ث. مِٺڙي).

**مِٺڙي:** ث. مِٺي- چُمي. جوئر جو هڪ قسم.

**مُنڙيو:** ذ. مِٺي، اٽي، چيٽي، رڌل ساڳ وغيره جو پيڙو.

**مُنڙيون:** ث. ٽڪ لاهڻ لاءِ جسم تي آهستي هنيل مُڪڙيون.

**مِنُڻُ:** ص. مِٺڙو- پيارو- ڊولڻ.

**مَٺو:** ص. ڪچو- خام. خراب- بُرو. کوٽو- ڪُوڙو (ڌاتو، سڪو وغيره). ٿيٽ پيل سونُ. (ث. مَٺي).

**مَٺو گهُرڻ:** گهٽ پاٺڻ. ڏڪارڻ. بدخواهي ڪرڻ.

**مِٺو:** ص. شيرين. لذيذ. (ث. مِٺي).

**مِٺو پَٽُ:** ذ. ڳُڙ يا کنڊ جي چاش ۾ رڌل پٽ- تهري.

**مِٺو تيلُ:** ذ. سَرنهه جو تيل.

**مِٺي ڇُري:** ث. ظاهر ۾ دوست پر اندر ۾ دشمن.

**مِٺوُ:** ذ. طوطو- ڇَٽُون. (ص) شيرين گفتار- مِٺو ٻوليندڙ. پيارو- دلبر.

**مُٺو:** ص. مُندل- موڙهل. اڙيو- ڦاٿو. ورتل- ڪڪ- بيزار. خفي. مصيبت ۾ پيل. ڏڪارو. ندورو- نياڳو. (ث. مُٺي).

**مِٺي:** ث. چُمي- سَڪَر- مٺڙي. ذاتقي ۾ مِناڻ واري.

**مِٺي ڪالي:** ث. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**مَٺيان:** ث. ڪاوڙ- چڙ- غصو. خار. سُوڳ. ٻُجان- ڏڪار.

**مَٺيان لڳڻ:** ڪاوڙ لڳڻ. چڙڻ. ٻُجان ٿيڻ.

**مُٺيو:** ذ. ڪنهن اوزار جو مُٺ ۾ جهلڻ وارو حصو- هٿيو- ڳنُ- دستو. جنڊ جو هٿيو. هَرِ جو هَٿيو. چيٽي، مٺي وغيره جو هٿ ۾ اچڻ جهڙو پنوڙو- مُنڙيو.

**مِثالُ:** ذ (ع) نظير- تمثيل. مشابهت. نمونو. ڪهاوت- چوٽي.

**مِثالي:** ص. نموني جهڙو. مانند.

**مَثانو:** ذ (ع) جسم جو هڪ حصو- نهائين- مُثانگو.

**مُثبَت:** ص (ع) جنهن ۾ انڪار نہ هَجي. جنهن ۾ ڪم جو ٿيڻ هجي. تصديق ڪيل- لکيل. مقرر ٿيل. ثابت ٿيل.

**مِثل:** ذ (ع. مَثَل) چوٽي- پهاڪو. نقل.

**مِثلِ:** ظ (ع) جهڙو- جيئن- وانگيان- مانند. مشابه.

**مَثلا:** ظ (ع) جئن تہ- جهڙيءَ طرح.

**مُثلث:** ذ (ع) ٽِڪُنڊو.

**مُثمن:** ذ (ع) اٺ ڪنڊو- هشت پهلو. اٺن مصراعن وارو بَند.

**مُثنيٰ:** ص (ع) ٻيڻو- ٻٽو. ٻہ ٽُڪَر. (ث) نقل. ٻيو نقل.

**مَثنوِي:** ث (ع) خاص وَزن واري طويل نظم جو هڪ قسم (جنهن جي هر شعر جو قافيو جدا ٿئي. مثنوي عام طور سنڌي بحرن ۾ چئي وئي آهي).

**مَپ:** ذ. وَجهہ- داءُ- موقعو. بلو. حيلو.

**مُجادَلو:** ذ (ع) لڙائي- جنگ. جهيڙو- تڪرار.

**مَجاز:** ص (ع) اختيار ڏنل- جائز.

**مَجازُ:** ذ (ع) جنهن جي اصليت نہ هجي. حقيقت جي اُبتڙ. حقيقي ڪان سواءِ استعمال ڪيل ٻي معنيٰ (جئن اک اصل ۾ چشم آهي، پر مجازي معنيٰ نظر، دوراندیشي وغيره).

**مَجازا:** ظ (ع) فرض ڪري ورتل. قانونا.

**مَجازِي:** ص (ع) فرضي- غيرحقيقي. مصنوعي- بناوٽي.

**مِجازُ:** ذ. مزاج- خاصيت. وڏائي. نخرو.

**مَجالَ:** ث (ع) طاقت- وس- اختيار. پهچ- رسائي- پڄندي.

**مَجالِس:** ث (ع) 'مجلس' جو جمع.

**مُجامِعَت:** ث (ع) جماع- همبستري.

**مُجاوَرُ:** ذ (ع. مجاوِر) ڪنهن درگاه يا مزار جو سنڀاليندڙ ۽ ٻهاري وغيره ڪندڙ.

**مُجاهِدُ:** ذ (ع) ڪوشش ڪندڙ. ڪافرن سان جهاد ڪندڙ.

**مُجاهِدو:** ذ (ع) ڪوشش. رياضت- نفس ڪُشي. ڪافرن سان لڙائي- جهاد.

**مُجاهِدِين:** ذ (ع) 'مجاهد' جو جمع.

**مَجبُورُ:** ص (ع) لاچار- بيوس- عاجز.

**مَجبُورا:** ظ. لاچاري حالت ۾- بيوسيءَ ۾.

**مَجبور ڪرڻ:** لاچار ڪرڻ- بيوس ڪرڻ. ستائڻ- تنگ ڪرڻ.

**مَجبُورِي:** ث. عاجزي- بيوس- لاچاري.

**مُجتَمع:** ص (ع) گڏ ٿيل- جمع ٿيل.

**مُجتَهِد:** ص (ع) ڪوشش ڪندڙ- جدوجهد ڪندڙ. صحيح راه پيدا ڪندڙ. منڪرن سان جهاد ڪندڙ. ڪتاب الاهي ۽ سُنت جي حوالن سان مذهبي مسئلا نيصلا ڪندڙ. (ذ) 'شيعن' جو فقيه.

**مُجَدَد:** ص (ع) نئين سر پيدا ڪيل- نئون ڪيل. نئون- جديد.

**مُجدِد:** ص (ع) تجديد ڪندڙ. پراڻي کي نئون ڪندڙ.

**مَجذوبُ:** ص (ع) جذب ڪيل- ڇڪيل. خدا جي محبت ۾ غرق. مست. بيهوش. چَريو.

**مُجرا:** ص (ع) جاري ڪيل. وَهندڙ. حساب ۾ آندل. (ذ) ادائگي (رقم جي).

**مُجرا ڏيڻ:** حساب ۾ لڳائڻ. ادائگي ڪرڻ.

**مُجرائي:** ث. ادائگي (رقم جي).

**مُجرائي ڏيڻ:** ڇوٽ ڏيڻ. رهيل رقم جو حساب ڏيڻ.

**مُجَرب:** ص (ع) تجربو ڪيل- آزمايل. ڪارگر- مؤثر- اثرائتو.

**مُجَرّد:** ص (ع) اڪيلو- ڇڙو. ڪنوارو. آزاد. تارڪ الدنيا.

**مُجرِمُ:** ص (ع) ڏوهاري- قصور وار- گهنگار- ڏوهي.

**مُجرو:** ذ (ع) ادب سان سلام. ناچ گاني جي محفل. ناچ گانو. مجرو. (ذ) (سنڌي) انعام. شاباس. (سنڌي اصطلاح) مجرو اٿئي= شاباس اٿئي! واه واه سَرسي ڪٿي اٿئي!

**مجرو پرڻ:** سلام پرڻ. محفل ۾ ناچ ڪرڻ.

**مَجرُوح:** ص (ع) زخمي- گهايل- ڦٽيل.

**مُجَسِم:** ص (ع) جسم وارو. ڳرو. ٿلهو.

**مُجَسمو:** ذ (ع) بُت- بوتو- صنم. بدن- جسم.

**مُجَلا:** ص (ع) چمڪايل- صاف ڪيل.

**مُجَلد:** ص (ع) جِلد چڙهيل.

**مَجلِس:** ث (ع) ويهڻ جي جاءِ- بيٺڪ. ڪچهري. بزم- سَڀا. ڪائونسل. ڪانفرس. شهداءِ ڪربلا جي ماتم جي مجلس.

**مَجلِس شُوريٰ:** ث. انتظام لاءِ صلاح مصلحت ڪندڙ جماعت.

**مجلس ڪرڻ:** رهاڻ ڪرڻ- ڪچهري ڪرڻ. دعوت ڪرڻ. محفل ڪرڻ.

**مَجلِسي:** ص. صحبتي. ڪچهريءَ ۾ وهندڙ- ساٿاري.

**مَجمَعُ:** ذ (ع) انبوه- ڀيڙ- هجوم.

**مُجمَل:** ص (ع) مجموعي طور. اختصار- تَتُ.

**مَجمُوعُو:** ذ (ع) ذخيرو. ڪُليات. ميڙ- هجوم.

**مَجمُوعي:** ص. جملي- سڀ.

**مَجنُون:** ص (ع) چريو- ديوانو. عاشق.

**مُجَوَزُ:** ص (ع) تجويز ڪيل- رٿيل.

**مَجُوس:** ذ (ع) آتش پرست- گبر. زردشت جو پوئلڳ.

**مَجُوسي:** ص. آتش پرست- گبر- مجوس.

**مَجهُولُ:** ص (ع) اڻ ڄاتل- غير معروف. سُست. ڪاهل- نڪمو. بيوقوف.

**مُجِيبُ:** ص (ع) سڏ اونائيندڙ. قبول ڪندڙ. خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**مُجِيبُ الدعوات:** ذ. دعائون يا عرض قبول ڪندڙ- خداتعاليٰ.

**مجيجي:** ص. ننڍي هوندي ڪان واقف. عيبن ثوابن ڪان واقف. گهاٽل ماٺل. حال ياٺي. حال محرم- رازدار.

**مُجِيري:** ص (ع. مُجِير) زمين جو مالڪ. نار يا هُرلي جو ڌڻي. زميندار.

**مَڃُو:** ص. آرسي- ٽوٽي. ڪم چور. زال جو مطيع- زن مريد. گيدي- بي همت.

**مَڃَ (ث)، مُڃُ:** ذ. سر جي ڪانن جون ڳلون (جن کي ڪٽي سٽي واڻ ٺاهجي). گاهه جو هڪ قسم. مڃي پلي جي سنهن ڪنڊن وارو حصو.

**مَڃَ ڪرڻ:** ذريون ذريون ڪرڻ. ماري ڪُٽي ناس ڪرڻ.

**مَڃائڻ:** م. قبول ڪرائڻ- هائوڪار ڪرائڻ.

**مڃائي ڇڏڻ:** قبول ڪرائڻ. مطيع ڪرڻ.

**مَڃتا:** ث. مڃڻ جي حالت. قبوليت. اقرار. اعتقاد. فرمانبرداري. اطاعت.

**مَڃَٽَ:** ث. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**مَڃَرُ:** ذ. ڪَنڊي وڻ جو ٻُور يا گُل.

**مَڃَڻُ:** م. قبولڻ. قبول ڪرڻ. باسڻ- اقرار ڪرڻ. وسهڻ- اعتبار ڪرڻ. اطاعت ڪرڻ. تسليم ڪرڻ. قائل ٿيڻ. راضي ٿيڻ. تابع ٿيڻ. اعتقاد رکڻ. بجا آڻڻ (حڪم).

**مَڃڻ جوڳو:** ص. قابل اعتبار.

**مَڃُ:** ذ. وڏي باهه- گهٽي باهه. ڀيڙ ڪري ٻرندڙ وڏي باهه. باهه جو آڙاهه.

**مَڃُ مڃائڻ:** وڏي باهه ٻارڻ.

**مُڇُ:** ذ. مُٺ ۾ آيل گاهه وغيره جو انداز- مُڇو. ٿوري انداز ۾ ماڻهن جو ميڙ. مُٺ ۾ آيل وارن جي چڳ.

**مَڇائڻُ:** م. برپا ڪرڻ. وڌائڻ- زور وٺائڻ. رڇائڻ. پڙڪائڻ. ڏڪائڻ- ٻارڻ (باهه).

**مُڇرڪو، مُڇُلڪو:** ذ (ترڪي) جوابدار طرفان ڪنهن ڪم نه ڪرڻ جو اقرار نامو. قبوليت. ٿورن ماڻهن جو ميڙ.

**مِڇڪائڻ:** م. ڇنڻ (اکيون). جلدي جلدي اکيون ڇنڻ. هلائڻ (وات). ڪاٺ وقت وات مان مڇ مڇ جو آواز ڪڍڻ. آهستي آهستي کائڻ.

**مِڇڪڻُ:** م. آهستي آهستي روئڻ. ڇنڻ (اکيون).

**مَڇلو:** ص. انگلي- نخريلو. لاڏلو. ريجالو. ڇلولو.

**مَڇڻُ:** م. وڌڻ. ٿلهو ٿيڻ. پڙڪڻ- ڏگڻ. ڏکڻ (باهه). جوش کائڻ.

**مَڇي مڙس ٿيڻ:** بالغ ٿيڻ. جوان ٿيڻ. پنهنجيءَ وارو ٿيڻ.

**مُڇو:** ذ. تَندُن يا وارن جو مُڇ. مُٺ ۾ آيل سَڻ جو ويڙهو.

**مَڇُ:** ذ. وڏي مَڇي.

**مُڇَ:** ث. مٿئين چَپَ جا وار- شهپر.

**مُڇرُ:** ص. وڏين مُڇن وارو.

**مُڇون پٽڻ:** سخت سيڪت ڏيڻ.

**مُڇون وٽڻ:** فخر ڪرڻ.

**مُڇائڻُ:** م. ڪپائڻ- ويائڻ. وڍي ڌار ڪرڻ. مُڇو ڏيڻ.

**مَڇَرُ:** ذ. هڪ قسم جو مشهور اُڏامندڙ جيت (جيڪو ماڻهن ۽ جانورن جو رت پئي. مڇر جي چڪ مان مليريا ٿئي).

**مَڇرداني:** ث. مڇرن کان بچاءَ لاءِ چاري- مهاري.

**مَڇرجَڻُ، مَڇرَڻُ:** م. سخت ڪاوڙ ۾ اچڻ. ڪاوڙ ۾ هوش وڃائڻ. ضد تي چڙهڻ.

**مَڇلي:** ث. سنهي مڇي. ڳهه جي جهالر ۾ لڳل مڇيءَ جهڙو ٺرو. ناچو عورت. رنڊي- فاحشه.

**مَڇڻ:** ظ. متان.

**مُڇَڻُ:** م. ڪاٺيءَ وغيره کي وَڍڻ- ڪپڻ. وڍڻ جو سنڌو وجهڻ- ٽُڪو ڏيڻ. ٿلهي ڪاٺي کي ڇلَ ڏيڻ.

**مُڇو:** ذ. ڪاٺيءَ جو وڍيل ٽُڪر. وڻ ۾ ڏنل وڍ جو نشان. ڪَپُ- ٽُڪو.

**مُڇو ڏيڻ:** وڍي جدا ڪرڻ. وَڍ جو نشان ڏيڻ- ڪَپُ ڪرڻ.

**مُڇُو:** ص. وڏين مُڇن وارو.

**مَڇُوئو، مُڇُئو:** ذ. هڪ قسم جي ننڍي ٻيڙي (وڻ جي يڪي ڌار مان ٺهيل، جنهن ۾ فقط هڪ يا ٻه ماڻهو ويهي سگهن).

**مَڇي:** ث. مشهور آبي ساهوارو- ماهي.

**مڇي ماني:** ث. خوشحالي- آسودگي.

**مڇيءَ مان ڪنڊا ڪڍڻ:** عيب جوئي ڪرڻ. وڏون ڪيڻ. اوٺايون بيان ڪرڻ.

**مُڇي:** ث. گهوڙي جو هڪ سنج (چم جي وڍي يا سٽ جو ڌورو جيڪو لغام ۾ ٻڌجي)- سَرواڳ.

**مَڇي ڪنڊڙو:** ذ. پرٽ يا ٽوپي جو هڪ نمونو.

**مُحابو:** ذ (ع) رعايت. مروت- لحاظ. طرفداري- حمايت.

**مَحاذُ:** ظ (ع. مُحاذ) سامهون- مقابل.

**محاذ آرائي:** ث. مقابلو- جنگ- ويڙهه.

**مُحاسِبُ:** ص (ع) حساب وٺندڙ- جاچ ڪندڙ. حساب ڪتاب جو ڄاڻو.

**مُحاسَبو:** ذ. حساب- ليکو. ڳڻپ. حساب ڪتاب بابت پڇا ڳاڇا.

**محاسبو ڪرڻ:** حساب ڪتاب گهرڻ. باز پرس ڪرڻ.

**مَحاسِن:** ذ (ع) خوبيون- چڱايون- نيڪيون. فائدا.

**مُحاصِره:** ذ (ع) گهيرو- ناڪابندي. چوطرف قابو ڪرڻ.

**مَحافو:** ذ (ع. مُحافہ) پردي واري سواري (بادشاهن ۽

عورتن لاءِ)- ڏولي.

**مُحافِظُ:** ص (ع) حفاظت ڪندڙ- راکو- نگهبان. نگران. چوڪيدار. مالڪ. سرپرست.

**مُحاڪات:** ذ (ع) پاڻ ۾ حڪايتون- گفتگو- ڳالھ ٻولھ. ملاقات. نقل- أتارو.

**مَحالُ:** ذ (ع) اهي ڪوهستاني ايراضي جنهن ۾ گهڻيون ڀِٽيون هجن ۽ ان تي ڍَل جدا مقرر ٿئي.

**محالڪاري:** ذ. 'محال' ايراضي جي آفيس. ڍل وصول ڪرڻ جي جاءِ.

**مُحال:** ظ (ع) ڏکيو- مشڪل. ناممڪن- اڻ ٿيڻي.

**مُحاوِرو:** ذ (ع) اهو جملو يا گفتو جيڪو لفظي معنيٰ جي بدران ٻي معنيٰ ۾ ڪم اچي. روزمره جي ٻولي. گفتگو. مشق- استعمال- آزمودو.

**مُحبُ:** ذ (ع. مُحِب) محبت ڪندڙ- دوست- يار. دلبر- سپرين. عاشق.

**مَحَبت:** ث (ع) پيار- قرب- الفت- پريت. عشق. لَڱون. دوستي- ياري.

**محبت ڪرڻ:** قرب ڪرڻ- پيار ڪرڻ. عشق ڪرڻ.

**محبت نامو:** ذ. قرب وارو خط. چٺي.

**مَحَبَتِي:** ص. پيار ڪندڙ- پيارو. قربدار- قرباتتو.

**مَحبُوبُ:** ص (ع) دلدار- پيارو- محب. معشوق.

**مَحبُوبہ:** ث. پياري. معشوقہ.

**مَحبُوس:** ص (ع) قيد ڪيل. قيدي- اسير.

**مُحتاجُ:** ص (ع) گهرجائو- ضرورتمند. طلبگار. غريب- مفلس. فقير- پينو. سُوالي. معذور (ڪنهن عضوي کان).

**مُحتاجِي:** ث. گهرج- ضروت. لاچاري- مجبوري. غربت- تنگدستي.

**مُحتاطُ:** ص (ع) احتياط رکندڙ- خبردار- چوڪس.

**مُحتَرمُ:** ص (ع) عزت ڪيل. عزت وارو- معزز- بزرگ.

**مُحتَسِبُ:** ص (ع) حساب وٺندڙ. شريعت جي خلاف ڪمن کان منع ڪندڙ حاڪم.

**مَحجُوبُ:** ص (ع) پڙدي ۾ لڪل- مخفي. شرميلو- لڄارو.

**مُحَدِثُ:** ص (ع) حديث جو علم ڄاڻندڙ.

**مَحدُود:** ظ (ع) حدبندي ڪيل- روڪيل. گهيري ۾ آيل.

**مَحذُوف:** ص (ع) ڪيرايل. جدا ڪيل- الڳ ڪيل (حرف). شاعريءَ جي اصطلاح موجب رُڪن مان حرف ڪيرايل يا گهٽايل.

**مِحرابُ:** ذ (ع) مسجد ۾ قبلي طرف ڪُٻ نڪتل جاءِ (جنهن ۾ بيهي پيش امام نماز پڙهائي). دروازي جي ڪمان. نمازيءَ جي پيشاني وارو ڪارو داغ.

**مُحَرِرُ:** ص (ع) لکندڙ- ڪاتب. منشي.

**مُحَرِڪُ:** ص (ع) حرڪت ڏيندڙ- چوريندڙ. أڀاريندڙ.

**مَحَرمُ:** ص (ع) رازدار- همراز. ڄاڻ سڃاڻ. اهو ماڻهو جنهن سان مُنهن لڪائڻ جائز هجي (جيئن ڀيڻ، سؤٽ وغيره).

**مُحَرَمُ:** ص (ع) حرام ڪيل- ممنوع. (ذ) هجري سال جو پهريون مهينو. محرم مهيني جو پهريون ڏهو (جنهن ۾ حضرت امام حسين جي شهادت ٿي انهيءَ ڪري شيعا اهي ڏينهن ماتم ڪن).

**مَحرُومُ:** ص (ع) روڪيل. منع ڪيل. مايوس- ناڪام. نااميد.

**مَحرومي:** ث. مايوسي- ناڪامي. نااميدي.

**مَحزُونُ:** ص (ع) غمگين- رنجيده- ڏکويل. ملول.

**مُحسِنُ:** ص (ع) احسان ڪندڙ- ڀلائي ڪندڙ. مهربان.

**مُحسن ڪُشُ:** ص. احسان ڪندڙ سان برائي وارو سلوڪ ڪندڙ- ڀلائيءَ جو بدلو برائي ۾ ڏيندڙ.

**مَحسُوسُ:** ص (ع) ڪنهن حواس ذريعي ڄاتل.

سهي ڪيل.

**محسوس ڪرڻ:** معلوم ڪرڻ- سهي ڪرڻ. سمجهڻ.

**مَحشَرُ:** ذ (ع) ماڻهن جي گڏ ٿيڻ جي جاءِ (آخرت ۾). قيامت جو ڏينهن. هنگامو. روڄ راڙو. نفسانفسي.

**مَحصُورُ:** ص (ع) گهيريل- گهيري ۾ آيل. وڪوڙيل. قيد.

**مَحصُولُ:** ذ (ع) حاصل ڪيل- وصول ڪيل. ڍل. ناڪو. ٽيڪس.

**مَحَضُ:** ص (ع) خالص- نج. (ظ) فقط- بلڪل- رڳو.

**مَحضَر:** ذ (ع) حاضر ٿيڻ جي جاءِ. قاضي جي مهر لڳل ڪاغذ.

**مَحضر نامو:** ذ. عرضداشت. لکيت ۾ عرض.

**محظوظ:** ص (ع) خوش- مسرور. لطف اندوز.

**مَحفِل:** ث (ع) مجلس- ڪچهري- رهاڻ. انجمن- سَڀا.

**محفل ڪرڻ:** ڪچهري ڪرڻ- رهاڻ ڪرڻ. خوشيءَ جي دعوت ڪرڻ.

**مَحفُوظُ:** ص (ع) حفاظت ڪيل- بچايل- سنڀاليل. سوگهو- قابو- بلائتو. هٿيڪو- سلامت. صحيح سلامت.

**مُحَقِقُ:** ص (ع) تحقيق ڪندڙ. ڪنهن مسئلي کي ثابت ڪندڙ.

**مُحڪمُ:** ص (ع) پڪو- مضبوط- پائدار.

**مُحڪمو:** ذ (ع) ڪورٽ- عدالت. ڪاتو- شعبو.

**مَحڪوم:** ص (ع) ماتحت- هٺ هيٺ. تابع. رعيت.

**مَحَلُ:** ذ (ع) ٺڪاڻو- جاءِ- ماڳ. وڏي جاءِ. بادشاهه يا امير جو گهر- قصر- حويلي.

**مَحلاتُ:** ذ (ع) "محل" جو جمع. بادشاهي جايون. قصر.

**مَحل سَراءِ:** ث. حرم سراءِ- حويلي.

**مَحلو:** ذ (ع) شهر جو هڪ حصو- پاڙو.

**مَحلُولُ:** ص (ع) حل ٿيل- ڳريل. پاڻيٺ.

**مُحمَدُ:** ص (ع) ساراهيل- تعريف ڪيل- واکاڻيل. (ذ) حضور پاڪ صلي الله عليه وسلم جن جو اسم مبارڪ.

**مَحمِلُ:** ذ (ع) اُٺ تي ڪڙهه جي ڏولي (سواريءَ لاءِ)- ڪجاوو. پالڪي.

**مِحنَتَ:** ث (ع) پورهيو. ڪشالو- جاکوڙ. ڪوشش. تڪليف- ڪشٽ. مزوري.

**مِحنتاڻو:** ذ. پورهيي جو اُجورو. مزوري.

**مِحنت ڪَش:** ص. پورهيت- جفاڪش.

**محنت مزوري:** ث. پورهيو ڪارهيو.

**مِحنَتِي:** ص. پورهيت. جفاڪش.

**مَحوُ:** ظ (ع) ڊنل- زائل. گم- غرق (خيالن ۾). حيران.

**مَحو ٿيڻ:** خيالن ۾ غرق ٿيڻ. حَل ٿيڻ (پاڻيٺ وغيره ۾).

**مَحوَرُ:** ذ (ع. مِحور) سَرائي (جنهن ۾ ڦيٿو ڦري)- ڌُري. وچ واري خيال سرائي جنهن تي ڪوبه سيارو ڦرندو رهي.

**مَحويَتَ:** ث (ع) گم ٿيڻ جي حالت (ڪنهن خيال ۾). حيراني.

**مُحيِ:** ص (ع) مخلوق کي جيارينڌڙ. خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**مُحَيرُ:** ص (ع) حيرت ۾ وجهندڙ- حيران ڪندڙ.

**مُحَيرَالعَقُول:** ص. عقل کي حيران ڪندڙ- عقل چرخ ڪندڙ. عجيب.

**مُحيطُ:** ص (ع) گهيريندڙ. دريا. دائرو- گهيرو- گول.

**مُخادِمُ:** ذ (ع) ملازم- نوڪرچاڪر. ٻنيءَ جو مالڪ (جيڪو ٻني ڪان فصل آباد ڪرائي ۽ ان کي حصو ڏئي). هاري- ڪڙمي.

**مُخادمي:** ث. ملازمت. ڪُڙمت- هارپ.

**مُخادِيم:** ذ (ع) "مخدوم" جو جمع- بزرگ- پلارا.

**مُخاصِمَت؛** ث (ع) دشمني- وير- عداوت.

**مُخاطِبُ؛** ص (ع) روبرو ڳالهائيندڙ- گفتگو ڪندڙ.

**مُخاطِبُ ٿيڻ؛** ڳالهائڻ. چوڻ.

**مُخالِفُ؛** ص (ع) برخلاف- اُبتڙ. دشمن- ويري.

**مُخالِفَت؛** ث. دشمني- عداوت. اختلاف.

**مُخبِرُ؛** ص (ع) خبر ڏيندڙ. جاسوس- چاري.

**مُخبِرِي؛** ث. جاسوسي.

**مُخبو؛** ذ (ع) ڍڪ وارو ٿانءُ (ٿالهي، پيالو)- ڍاڪُون.

**مَخبُوطُ؛** ص (ع) چريو- ديوانو. بدحواس.

**مَخبُوط الحواس؛** ص. بدحواس. واٽڙو.

**مُختارُ؛** ص (ع) اختيار ڏنل- بااختيار. مکياري. آزاد. روءِ سوءِ.

**مختار نامو؛** ذ. اها لکيت جنهن جي ذريعي ڪنهن کي ڪم ڪار جي اجازت ڏنل هجي.

**مُختارِي؛** ث. سربراهي. اجازت- اختيار. مُکياري.

**مُختَص؛** ص (ع) خاص. منتخب- چُونڊيل.

**مُختَصَر؛** ذ (ع) خُلاصو- تت- اختصار. انتخاب. (ص) ننڍو- گهٽايل.

**مختِصَر نَويسي؛** ث. شارٽ هئنڊ- چُوٽ اکري.

**مُختَلِف؛** ص (ع) جدا- ٻيءَ طرح- علحدو. ٻئي نموني جو.

**مُختِيارڪارُ؛** ذ (ع) روينيو کاتي جو هڪ عملدار. تعلقي جو سربراه.

**مختيارڪاري؛** ث. مختيارڪار جي آفيس. تعلقي آفيس.

**مَخدُوش؛** ص (ع) خدشي وارو. وسوسي وارو. انديشي وارو.

**مَخدُومُ؛** ص (ع) خدمت ڪيل. تعظيم لائق. آقا- مالڪ. بزرگ.

**مَخرِجُ؛** ذ (ع) نڪرڻ جو هنڌ- نيڪال جي جاءِ. لنگهه. 'اُچار' ڪڍڻ جو هنڌ.

**مَخرُوط. مخروطي؛** ص (ع) ڏاند پُڇي (ڪانئي وغيره). ٻول مثل ڪا شيءِ، ڳاوُدُم.

**مَخزَن؛** ث (ع) جمع ڪرڻ جي جاءِ. ذخيرو- گُدام. مختلف مضمونن وارو رسالو.

**مَخصُوص؛** ص (ع) خاص ڪيل- چونڊيل. خاص- علحدو.

**مَخطُوط؛** ذ (ع) لکيل ڪتاب. قلمي ڪتاب.

**مُخَفَف؛** ص (ع) گهٽايل- ڇانٽيل- ڇانگيل. گهٽ ڪيل- ننڍو ڪيل.

**مَخفِي؛** ص (ع) لِڪل- پوشيدو- ڳُجهو- خفيہ.

**مُخِلُ؛** ص (ع) خلل وجهندڙ. فسادي- فتنہ انگيز. اٽڪاءُ ڪندڙ.

**مُخلِصُ؛** ص (ع) سچو- باوفا.

**مُخلِصي؛** ث. سچائي- صدق. ڇوٽڪارو- نجات- آجائي (بند مان).

**مَخلُوط؛** ظ (ع) گڏوچڙ- ڳاڏڙ.

**مخلُوط النَسلُ؛** ص. گڏوچڙ نسل جي پيدائش.

**مَخلُوق؛** ص (ع) پيدا ڪيل. (ث) دنيا. ڪائنات. خلق. ساهوارا.

**مَخلُوقات؛** ث (ع) مخلوق جو جمع. جيڪي شيون جهان ۾ آهن. دنيا.

**مُخَمَسُ؛** ذ (ع) پنج ڪُنبو. هرهڪ بند ۾ پنجن سٽن وارو نظم.

**مَخمصہ؛** ذ (ع) ڦڏو- بکيڙو- تکرار- ٽنٽو.

**مَخمَل؛** ث (ع) هڪ قسم جو ريشمي نرم ڪپڙو- بخمل.

**مَخمُور؛** ص (ع) مست (نشي ۾)- نشي ۾ چُور- مدهوش- متوالو.

**مُخَنث؛** ذ (ع) کدڙو- هيجڙو. نامرد. خَصِي.

**مَخولُ:** ذ. مسخري- ٺٺول بازي- چرچو گهبو.

**مَخولبازِي:** ث. ٺٺول- ٽوڪ بازي.

**مُخَيرُ:** ص (ع) خيرات ڪندڙ. سخي. نيڪي ڪندڙ.

**مَدُ:** ث (ع) چڙ- چاڙهه. سمنڊ جي پاڻي جو چاڙهه (جيڪو سمنڊ جي ڪشش سبب ٿئي)- وِيرَ. 'الف' جي آواز کي ڊگهي اُچارڻ لاءِ مٿان ڏنل مَد جي نشاني. باب- ياڳو.

**مَد شَد سان:** ظ. گهڻي چٽائي سان. تفصيل سان.

**مُدَ:** ث. مُندَ- موسم.

**مَداحَ:** ث (ع) سنڌي ادب ۾ مدحيه شعر يا ڪلام.

**مَداحون پڙهائڻ:** خوشامدون ڪرڻ. منيون ڳالهيون پڙهائي خوش ڪرڻ.

**مَداحُ:** ص (ع) تعريف ڪندڙ- ساراهيندڙ. ثناخوان.

**مُداخَلتَ:** ث (ع) دخل اندازي- دست اندازي. هٿ چراند.

**مُداخلت ڪرڻ:** وچ ۾ ٽپي پوڻ- ٽنگ اڙائڻ. رنڊڪ وجهڻ.

**مَدارُ:** ذ (ع) گردش واري جاءِ- ڦرڻ جو دائرو. سيارن جي گردش ڪرڻ وارو خيالي گهيرو. بنياد- آڌار. ذمو.

**مَدارُ المُهام:** ذ. اهو ماڻهو جنهن تي ڪنهن محڪمي يا حڪومت جي ڪم ڪار جو ذمو هجي. اڳواڻ.

**مُدارَتَ:** ث (ع. مُدارة) خاطرداري- آدرڀاءُ. آٿت- دلداري. مدد- همراهي.

**مَدارِجَ:** ذ (ع) درجا- رُتبا. ڏاڪا.

**مَدارِسَ:** ذ (ع) مدرسا- اسڪول.

**مَدارِي:** ص. هٿ نانءَ ڪندڙ- ڪيڏباز. شعبده باز. بازيگر.

**مُدافَعَت:** ث (ع) روڪ- جَهل. بچاءُ.

**مُدامُ:** ظ (ع) هميشه- سدائين- نِتُ.

**مُدامِي:** ظ. هميشه ڪان- سدائين. قديمي- آڳاٽو.

**مُداوا:** ذ (ع) علاج- دوا. تدبير- حيلو- چارو.

**مَدائِي:** ث. خرابي. بدي- بُرائي- بڇڙائي. بدنيڪي. گلا. بدخواهي.

**مُدَبِرُ:** ص (ع) تدبير ڪندڙ- حيلو ڪندڙ. عقلمند- ڏاهو. مشير- صلاحڪار.

**مُدَتَ:** ث (ع) عرصو- وقت- زمانو. ڊگهو عرصو. ميعاد- مهلت.

**مُدَت مَديد:** ث. ڊگهو عرصو- تمام گهڻو زمانو.

**مَدَحَ:** ث (ع) تعريف- ساراهه- واکاڻ. ڪنهن جي تعريف وارو نظم.

**مَدح خِواني، مَدح سَرائي:** ث. ساراهه- تعريف- واکاڻ.

**مَدَدَ:** ث (ع) حمايت- سهائتا- امداد. واهر- همراهي. ٽيڪ. ڪُمڪَ (فوج ڪي). اُڌاري طور يا مدد ۾ ڏنل رقم.

**مدد ڪرڻ:** سهائتا ڪرڻ. حمايت ڪرڻ.

**مددگارُ:** ص. مدد ڪندڙ. حمايتي- ٻيلي.

**مددگارِي:** ث. مدد- واهر- سهائتا.

**مَددُو:** ص. مدد ۾ آيل ماڻهو.

**مَدَدِي:** ص. مدد ۾ آيل (سامان، ماڻهو، رقم وغيره).

**مُدَرِسُ:** ص (ع) پڙهائيندڙ- استاد- معلم.

**مَدرِسو:** ذ (ع) مڪتب- اسڪول- درسگاهه.

**مُدعا:** ث (ع) مقصد- مراد- مطلب- غرض- خواهش.

**مُدعا عليه:** ذ. جنهن تي فرياد ڪيل هجي- ٻي ڌُر.

**مُدَعِي:** ص (ع) دعويٰ ڪندڙ- دعويدار- فريادي. دشمن.

**مَدَعُو:** ص (ع) دعوت تي سڏيل.

**مُدغَمُ:** ص (ع) گڏ ڪرڻ- ملائڻ. اهي ساڳيا ٻه حرف جن کي 'شد' سان گڏيو ويو هجي.

**مَدفَن:** ذ (ع) دفن ڪرڻ جي جاءِ- مڙدي کي پورڻ جي ڪَڏ. قبر.

**مَدفُونُ:** ص (ع) پوريل- دفن ڪيل. مخفي- لڪل.

**مَدِ مُقابل:** ص (ع) ياڳي ياڻيوار. مخالف.

**مُدلِلُ:** ص (ع) دليل سان ثابت ڪيل.

**مَدَنُ:** ذ. جاءِ جي ڇڄهري ڪي جهلي بيهندڙ ڪاٺي. انگاس جي چوڻڪ ڪي جهلڻ جي ڪاٺي.

**مَدنَظر:** ث (ع) اها شيءِ جيڪا اکين اڳيان هجي- پيش نظر.

**مَدَنِي:** ص (ع) مديني پاڪ جو رهاڪو.

**مَدو:** ص. خراب- بُرو- بَد. گهٽ- مَندو (اڳهہ). بدخواهہ. (ث. مَدِي).

**مَدُو:** ذ. گهوڙي ڪي پُنيءَ جو زخم. وهٽ جي چوڻڪ وارو ٿورو پوئتي نڪتل حصو. اُٺ جي ڪنڌ ۽ ٿوهي جي وچ وارو مٿيون پاسو.

**مُدو:** ذ (ع. مُدة) عرصو- ميعاد. مقرر وقت. انجام وارو ڪُڻ. (ع. مدعا) گهُرَ- طلب- تقاضا. تڪرار- ضد. عداوت- ويرُ.

**مُدو وجهڻ:** وقت يا ڪُڻ مقرر ڪرڻ. عداوت ڪرڻ- جهيڙو ڪرڻ. بحث ڪرڻ- تڪرار ڪرڻ.

**مَدو جَزر:** ث. وِيرَ جو لاهہ چاڙهہ.

**مَدهوشُ:** ص (ف) حيران- وائڙو- هڪو ٻڪو. بيهوش. متوالو. مخمور.

**مَدهوشِي:** ث. بيهوشي. مستي- خمار (نشي جو).

**مَدِي:** ث. بڇڙائي- خرابي. بَدِي. بدخواهي. دغا- ڪُپت.

**مَدِيد:** ص (ع) ڦِڪڙيل- وسيع. ڊگهو- دراز.

**مُدِيرُ:** ذ (ع) اخبار جو ايڊيٽر.

**مَدِينو، مَدِينَة:** ذ (ع) شهر. عربستان جو مشهور شهر (نبي سڳوري جو شهر)- يثرب.

**مَدّ:** ث (سن) ماکي. شراب- مَٽي- مَنڊُ.

**مُڏُ:** ص. موڳو. بي عقل- مورک. ڳهلو.

**مَڏُر:** ص (سن) مِٺو. رسيلو. مٺي سُر وارو.

**مَڏَم:** ظ (سن) آهستي- ڌيمو. هلڪو.

**مَڏ:** ث. ڪائين ڪانن جو ترهو. سيلاب جي پاڻيءَ کان بچاءَ لاءِ اڏيل پيهو. رَڇَ ڪي مَٿي جهلڻ لاءِ ڪانن جو ٻڌلِ گڏو. ڪائين جي پري. ملڪيت- مُوڙي. سامان سڙو. ڪنوار ڪي ماٽن کان مليل وڳو.

**مُڏو:** ص. هٿيار جيڪو وهي نہ سگهي- ڪُندُ- لمو. ڪندفهم- موڳو.

**مَڏِي:** ث. گهر جو سامان- ٽپڙ ٽاڙي. مال ملڪيت- مُوڙي. درياء تي محصول وصول ڪرڻ جو ناڪو. درياء يا ڍنڍ جي ڪپ تي اڏيل لانڍي (جنهن ۾ پلو مڇي ماري گڏ ڪري رکن)- مِياڻ.

**مِڊل:** ص (انگ) وچون- وچولو.

**مِڊل سڪول:** ذ. اٺن درجن تائين تعليم وارو اسڪول.

**مَذاقُ:** ذ (ع) ذائقو- سَواد- لذت. مزاج جي پسندي. کِل ڀوڳ- مسخري.

**مَذاقون ڪرڻ:** خوش طبعي ڪرڻ. چرچا گهيا ڪرڻ.

**مُذاڪَرو:** ذ (ع) پاڻ ۾ بحث- مباحثو. ڳالهہ ٻولهہ.

**مَذاهِبُ:** ذ (ع) 'مذهب' جو جمع.

**مَذبحُ:** ذ (ع) ذبح ڪرڻ جي جاءِ- ڪوس گهر.

**مُذَبذَب:** ص (ع) لٽڪيل- ٽنگيل. ڊانواڊول- غيرمستقل. ڦِرڻو گهرڻو (مزاج)- ٻڌتَر ۾.

**مُذَڪَر:** ذ (ع) نَرُ. گرامر موجب 'نر' جنس وارو.

**مَذڪُور:** ص (ع) ذڪر ڪيل- بيان ڪيل. (ذ) ذڪر- بيان.

**مَذَمَتِ:** ث (ع) ننڌا- هجوَ- بُرائي.

**مَذمُوم:** ص (ع) خراب- بد. گلارو- خواري وارو.

**مَذهَبُ:** ذ (ع) رستو- راهہ. طريقو. عقيدو. دِينُ.

**مَذهَبِي:** ص. شرعي- ديني.

**مَرُ:** ظ (ف) يَل- يَلِي. شال. بيشڪ.

**مَرُ:** ث. جسم جو ميرُ (مٽي، سٽي وغيره)- ڳَرَ. ميل (ڪپڙي جو). ڪَسُ.

**مَرُ لاهڻ:** ڳلا لاهڻ. اڇو اُجرو ٿيڻ. تورو لاهڻ.

**مَرَ:** ث. پسارڪي وکر جو هڪ قسم.

**مَراتِبَ:** ذ (ع) 'مرتبي' جو جمع. درجا- رُتبا.

**مُراجِعَت:** ث (ع) موٽ- واپسي.

**مَراحِل:** ذ (ع) 'مرحلہ' جو جمع. ڏاڪا. درجا.

**مُرادَ:** ث (ع) مطلب- غرض- مقصد- آرزو- خواهش. مرضي. باس- سڪا.

**مراد پوري ٿيڻ:** دل جي خواهش پوري ٿيڻ. مطلب پورو ٿيڻ.

**مُراد گهُرڻ:** مقصد پوري ٿيڻ لاءِ دعا گهرڻ.

**مُرادوَندِ:** ص. خواهشمند. اميدوار. عرضدار. حاجتمند.

**مُرادِي:** ث. دڪاندار جي اکر ۾ سڄي ڏينهن جي ڳڏ ٿيل رقم. روڪڙ- نقدي.

**مُراسِلَت:** ث (ع) خط و ڪتابت. لکپڙهہ.

**مُراسلو:** ث (ع) خط- چٺي.

**مَراسِم:** ذ (ع) 'رسُوم' جو جمع. تعلقات.

**مُراعات:** ث (ع) رعايت- لحاظ- مروت.

**مُراقبو:** ذ (ع) تصور- ڌيان. استغراق- محويت. غور- ٻين ڳالهين جو خيال ڇڏي خدا سان لئون لائڻ.

**مراقبي ۾ ويهڻ:** هڪ مَنو ٿي ڌڻي جي عبادت ڪرڻ. خدا سان لئون لائڻ.

**مَرامَتَ:** ث (ع. مَرمة) ڀڳل ٽٽل شيءِ جي ڳنڍ ٽوپ. گهر يا جاءِ جي مرمت.

**مُرَبعَ:** ذ (ع) چوُرس- چوڪنبو. چئن سٽن وارو بَند (شاعري).

**مُرَبو:** ذ (ع. مُرَبيٰ) کنڊ جي چاش ۾ وڌل پڪل ميوو.

**مَربُوط:** ص (ع) ڳنڍيل- جُڙيل.

**مُرَبِي:** ص (ع) پاليندڙ- تاتيندڙ. سرپرست. وڏو- بزرگ.

**مُرتبُ:** ص (ع) ترتيب ڏيندڙ. تاليف ڪندڙ (ڪتاب).

**مُرَتب ڪرڻ:** ترتيب ڏيڻ- تاليف ڪرڻ (ڪتاب)- تصنيف ڪرڻ.

**مَرتبانُ:** ذ (ف) خاص قسم جي مٽي يا چيني جو ٿانءُ (جنهن تي روغن ڪيل هجي). ڪُولو. برني.

**مَرتَبَت:** ذ (ع) رتبو. صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ (جيئن "عالي مرتبت").

**مَرتَبو:** ذ (ع) درجو- رتبو. عهدو. دفعو- ڀيرو.

**مُرتَدُ:** ذ (ع) اسلام کان ڦريل شخص. اهو مسلمان جيڪو ڪافر ٿي وڃي.

**مُرتَضيٰ:** ص (ع) چُونڊيل- ڏٺيل. مقبول- وڻندڙ. حضرت علي ڪرم الله وجهہ جو لقب.

**مُرتَعِش:** ص (ع) ڏڪندڙ- ڏڏندڙ.

**مُرتَفعَ:** ص (ع) بلند- اُوچو- مٿاهون.

**مُرتَڪِب:** ص (ع) ڏوهہ جهڙي ڪم جو ڪندڙ. مجرم- ڏوهاري.

**مَرتيو:** ذ (سن) موت- وفات.

**مَرثيو:** ذ (ع) شهادت يا وفات تي چيل نظم يا شعر (جنهن ۾ مصائب بيان ٿيل هجن).

**مرثيي خواني:** ث. مرثيا پڙهڻ.

**مَرجاتَ:** ث. حيا- شرم. لحاظ- محابو. پيشماني- پڇتاءُ. مان مرتبو.

**مَرجانُ:** ذ (ع) هڪ قسم جي سامونڊي پيداوار. ڳاڙهن ماڻڪ هڪ قسم جو پٿر.

**مَرجَع:** ذ (ع) موٽي اچڻ جي جاءِ. ٺڪاڻو.

**مَرجَع خَلائق:** ذ. اُها جاءِ (يا ماڻهو) جتي سڀ ماڻهو رجوع ٿين.

**مِرچَ:** ث. هڪ قسم جو ٻوٽو جنهن جون ڦريون تيز ۽ تلخ ٿين (ڪچيون سايون، ۽ پڪيون ڳاڙهيون ٿين).

**مِرچائي:** ص. مرچن وارو (ڪاٺو).

**مِرچُون لڳڻ:** منيان لڳڻ- ڪاوڙ لڳڻ.

**مِرچُ:** ذ. هڪڙو ڳاڙهو يا سائو مِرچُ.

**مِرَچ لڳڻ:** منيان لڳڻ- ڪاوڙ لڳڻ.

**مُرچَنگُ:** ذ. هڪ قسم جو ساز- چنگ.

**مُرچو:** ذ. ڪَٽُ- زنگُ. لوهار جي ڪوري ۾ گڏ ٿيل لوهہ جو ڪَٽُ.

**مَرچُوٽُ:** ص. ڪنجوس. شُومُ. بخيل.

**مَرحَبا:** ث (ع) شاباس- آفرين. واهہ واهہ- خوش آمديد. آدرڀاءُ- آجيان. خاطرداري- تواضع.

**مرحبا ڪرڻ:** آئي جي آدر ڪرڻ- آدر ڀاءُ ڪرڻ. خاطرداري ڪرڻ.

**مرحَلو:** ذ (ع) هڪڙي ڏينهن جو سفر- منزل (ٻارهن ميلن جو مفاصلو). ڊابو. ڏاڪو. درجو.

**مَرحَلي وار:** ص. منزل بمنزل، ڏاڪي بہ ڏاڪي. سلسلي وار.

**مَرحَمَت:** ث (ع) مهرباني- عنايت- ڪرم.

**مَرحمت ڪرڻ:** عطا ڪرڻ. عنايت ڪرڻ.

**مَرحُومُ:** ص (ع) رحمت ڪيل- بخشيل. جنتي. فوتي- مري ويل.

**مَردُ:** ذ (ف) نَر (ماڻهو)- مذڪر. ماڻهو- شخص- بشر. خاوند- مڙس. (ص) سورهيہ- بهادر.

**مَردِ حق:** ذ. ولي- عارف.

**مرد ماڻهو:** ذ. ڪوبہ ماڻهو.

**مَردِ ميدان:** ذ. لڙائي ۾ بهادري ڏيکاريندڙ. بهادر- دلير.

**مَردو زَن:** ذ. زالون ۽ مڙس. عام ماڻهو.

**مُردارُ:** ص (ف) مئل. ناپاڪ. مري ويل جانور- ڍُوندي. سست- ڪاهل. ڪم چور. حرام خور.

**مَردانگي:** ث (ف) مڙسي. جوانمردي. دليري. شجاعت.

**مَردانو:** ص. دلير- بهادر. مرد سان نسبت رکندڙ. تندرست- چاق- تَمرو.

**مَردُم:** ذ (ف) عام ماڻهو. مهذب ماڻهو.

**مردم آزار:** ص. ماڻهن کي آزاريندڙ. ظالم.

**مَردُم آزاري:** ث. ماڻهن کي آزارڻ- غريبان مارَ.

**مَردُم خيز:** ص. اهو خطو جتي لائق ماڻهو پيدا ٿين. اها سرزمين جتي گهڻا ماڻهو پيدا ٿين.

**مَردُم شُماري:** ث. ملڪ جي ماڻهن جي ڳڻپ (جيڪا هر ڏهين سال ٿيندي آهي)- آدم شماري.

**مَردُم شُناس:** ص. ماڻهو ماڻهو کي سڃاڻندڙ.

**مَردم شناسي:** ث. ڪوڙي کري ماڻهو جي سڃاڻپ.

**مَردُمي:** ث. بهادري- شجاعتِ- دليري.

**مُردَني:** ث (ف) موت جا اهڃاڻ (جيڪي مُنهن مان ظاهر ٿين).

**مُردو، مُڙدو:** ذ (ف. مرده) مئل ماڻهو. لاش- مڙهہ- مَيت. (ص) مئل- بي جان. ڪُومائل. مايوس (طبيعت).

**مَردُودُ:** ص (ع) رد ڪيل. ڌڪاريل. لوڙيل. ملعون. نڪمو.

**مِردَنگ:** ث. هڪ قسم جي ڊگهي ڍولڪ.

**مِرزا:** ذ (ترڪي) امير زادو. شهزادو. ايرانين ۽ مغلن جو لقب.

**مُرسَلُ:** ذ (ع) رسول- پيغمبر. (ص) ارسال ڪيل- موڪليل.

**مُرشِدُ:** ص (ع) هدايت ڪندڙ. واٽ ڏيکاريندڙ. رهبر.
**مُرشدِي:** ث. هدايت- رهنمائي.
**مُرَصَّع:** ص (ع) جَڙيل (هيرن موتين سان). جڙاءدار. سينگاريل.
**مرضُ:** ذ (ع) بيماري- روڳ. اگهائي. آزار. عادت.
**مرضيلُ:** ص. بيمار- عليل. ٽوٽي- سست.
**مَرضِي:** ث (ع) رضا- خوشي. خواهش- ارادو. پسند. قبوليت. اجازت- موڪل.
**مرضي موجب:** ظ. خاطرخواه- پسندي موجب. وڻندڙ جهڙو- دلپسند.
**مَرطُوبُ:** ص (ع) پُسيل- تر- آلو- پنل.
**مَرعُوبُ:** ص (ع) رعب ۾ آيل- هيسيل- ڊنل.
**مُرغُ:** ذ (ف) پکي- پرندو. ڪُڪڙ.
**مُرغابِي:** ث (ف) آبي پکي جو هڪ قسم. بدڪ. آڙي.
**مَرغزارُ:** ذ (ف) نرم ۽ سائي گاه واري جُوءِ- ساوڪَ. وِيءَ- چراگاه.
**مُرغو:** ذ (ف) ڪُڪڙ. (ث. مُرغي).
**مَرغُوب:** ص (ع) وڻندڙ- پسنديده. مزيدار- لذيذ (کاڌو).
**مَرقَدُ:** ذ (ع) سمهڻ جي جاءِ. قبر- تربت.
**مُرَقَع:** ذ (ع) تصويرن جو مجموعو.
**مَرقُومر:** ص (ع) لکيل.
**مَرڪ:** ظ. لائق- واجب- جڳائيندڙ. (ذ) مغروري- پاڻ پڏائڻ- فخر.
**مِرڪ:** ث. ڍِڪ- سُرڪَ. پِڪَ- لَپَ.
**مُرڪ:** ث. مُشڪَ- کِلَ- تبسم. پاٻوهه. ڳائڻ ۾ تانَ جي هيٺ متاهين.
**مَرڪائِڻُ:** م. پڏائڻ. مُنهن مٺي ڪرڻ. ساراهڻ. ملهائڻ.
**مُرَڪَبُ:** ص (ع) گڏيل- مليل. گڏوچڙ- مخلوط. گهڻين شين کي گڏي ناهيل دوا. هڪ ڪان وڌيڪ جملن وارو فقرو.
**مَرڪَزُ:** ذ (ع) هڪ مقرر جاءِ. گول جي وچ وارو نقطو. وچ وارو حصو- وِچُ. صدر مقام.
**مَرڪَزِي:** ص. وچ وارو- وچون- وسطي. بنيادي.
**مَرڪَڻُ:** م. پَدن- نخر ڪرڻ. لاف هڻڻ.
**مُرڪَڻُ:** م. مُشڪڻ- چپن ۾ کلڻ. ٿورو کِلڻ.
**مَرڪُوزُ:** ص (ع) وچ وارو. هڪ جڳهه تي کُتل.
**مُرڪِي:** ث. ڪنن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه. ننڍڙي والي. ڪيوٽي.
**مَرگُ:** ذ (ف) موت- اجل- قضا- مرتيو.
**مرگ مَفاجات:** ذ. اوچتو موت- بي وقت موت.
**مُرگو:** ظ. ماڳهين- بِنهه. فقط.
**مِرگهُ:** ذ (سن) هرڻ- آهُو.
**مِرگهه ترِشنا:** ث. رڻ ۾ پاڻيءَ جو ڪُوڙو ڏيکَ- رُڃَ- سراب.
**مِرگهه نيَنَ:** ث. وڏي ۽ سهڻي اک. (ص) وڏين ۽ سهڻين اکين واري.
**مَرگهَٽُ:** ذ. مُردي ساڙڻ جي جاءِ- مساڻ- شمشان.
**مِرگهِي:** ث. هڪ قسم جي بيماري (جنهن ۾ مريض کي بيهوشيءَ جو دورو پوي).
**مِرگهِيَلُ:** ص. مرگهيءَ جي بيماري ۾ ورتل.
**مُرلِي:** ث. هڪ قسم جو ساز (خاص ڪري جوڳي وڄائين). بنسري.
**مُرليون وڄائڻ:** ڳالهيون ٻڌائي ريجهائڻ- راضي ڪرڻ. ريجهائي خوش ڪرڻ.
**مَرَمُ:** ذ (سن) شرمر- حيا- لڄ. لحاظ. پيشماني.
**مَرَمَتَ:** ث (ع) ڀڳل جاءِ جي درستي. ڀڳل ٽٽل شيءِ جي درستي. ڦاٽل ڪپڙي وغيره جي ڳنڍ ٽوپ. جُٺ- سزا. گوشمالي.

**مَرمَت طلب؛** ص. درستيءَ جي لائق- ڳنڍ ٽوپ جي لائق.

**مَرمَت ڪرڻ؛** سنوارڻ- اصلاح ڪرڻ. گوشمالي ڪرڻ.

**مَرمَر؛** ذ (ف) هڪ قسم جو اڇو، زرد، نيرو ۽ ڳاڙهو پٿر جيڪو پالش ڪرڻ سان چمڪي ٿو "سَنگِ مَرمَر".

**مِرِ مِرِ؛** ث. چپن ۾ ڳالهائڻ وارو سنهڙو آواز- مِڻ مِڻ. رِڙ.

**مُرمُلا، مُرمُرا؛** ذ. بيسڻ مان ٺهيل ۽ تيل ۾ تريل سيويون.

**مَرَڻُ؛** ذ. موت- اجل- قضا. لاڏاڻو. وفات.

**مَرڻ جيئَڻ؛** ذ. شادي غمي. زماني جا لاها چاڙها.

**مَرَڻُ؛** م (سن) فوت ٿيڻ- لاڏاڻو ڪرڻ- دم ڏيڻ- انتقال ڪرڻ. گهڻو چاهڻ- عاشق ٿيڻ.

**مَري جهَري؛** ظ. ڪشالي سان- مَري مَري- مصيبتون سهي.

**مَري مَري؛** ظ. ڏاڍي ڪوشش سان- ڏاڪڙن سان.

**مري وڃڻ؛** گذاري وڃڻ- فوت ٿيڻ. پاهه ٿيڻ (ٻڪ ۾).

**مَرڻو؛** ذ. موت- تضيو.

**مَرڻينگُ؛** ص. مرڻ جهڙو- مرڻ تي. مرڻ وهيٺو.

**مَرواريدُ؛** ذ (ف) موتي- دُر. گوهر.

**مُرَوتُ؛** ث (ع) رعايت- لحاظ- پاسخاطري. فياضي- سخاوت.

**مُروت ڪرڻ؛** لحاظ ڪرڻ- رعايت ڪرڻ. ڇڏ ڇُوٽ ڪرڻ.

**مَروٽَ؛** ث. پيٽ ۾ وَٽ- مروٽو (جنهن ۾ سُورَ جي سُوٽَ اُيري). مروڙ. وڪڙ.

**مَروٽ سَروٽ؛** ث. وٽ سٽ. پيٽ ۾ مروڙ.

**مَروٽَڻُ؛** م. وڪڙ ڏيڻ- وٽ ڏيڻ- مروڙڻ. آڪيڙو ڏيڻ.

**مَروٽو؛** ذ. وڪڙ- وَٽُ- مروڙ. آڪيڙو.

**مُرَوج؛** ص (ع) جاري. هلندڙ. مستعمل. رواج ۾ هلندڙ.

**مَروڙَ؛** ث. پيچ- وَٽُ (پيٽ ۾). گهُمري. وڪڙ.

**مَروڙَڻُ؛** م. وٽ ڏيڻ- پيچ ڏيڻ. موڙڻ (عضوو). مروٽڻ. وٽڻ.

**مروڙو؛** ذ. وَٽُ- وَرُ- وڪڙ. مروٽ (پيٽ جي).

**مِرُون؛** ذ. جهنگلي جانور. حيوان. درندو. سُوئر.

**مَروِي؛** ص (ع) روايت ڪيل- بيان ڪيل.

**مَرهمَ؛** ث. بخشش- مغفرت. ٻاجهه- مهر.

**مَرهَمُ؛** ذ (ف) ڦٽ ڦرڙي يا زخم تي لڳائڻ لاءِ ليپُ- ملم. علاج.

**مَرهُونِ؛** ص (ع) گروي رکيل- ڳهه رکيل.

**مَرهُونِ منت؛** ص. احسانمند- ممنون- ٿورائتو.

**مَرهِي؛** ث. ڏندن جي پاڙ وارو گوشت- مهاري.

**مَرهيات؛** ص. مري ويل- فوتي. مرحوم.

**مَرهيارِي؛** ص. مٺيارڪو سامان وڪندڙ- مٺياري.

**مَرِي؛** ث. هڪ قسم جي وبائي بيماري. وبا.

**مَرِي؛** ذ. بلوچ قوم جو هڪ قبيلو.

**مِرِي؛** ث. مرچ (ڳاڙهو ۽ ڪارو مرچ).

**مَرِيخ؛** ذ (ع) هڪ سياري (گرهه) جو نالو- منگل (علم نجوم ۾ هي سيارو منحوس تصور ڪيو وڃي ٿو).

**مُرِيدُ؛** ص (ع) خواهشمند- چاهيندڙ- مشتاق. ارادت رکندڙ. مطيع- فرمانبردار. معتقد. پيروي ڪندڙ. پوئلڳ. شاگرد.

**مريد ڪرڻ؛** تابع ڪرڻ. مطيع ڪرڻ. ٻالڪو بنائڻ.

**مُريدي؛** ث. اطاعت- فرمانبرداري. عقيدتمندي.

**مَرِيڙو؛** ذ. هڪ قسم جو اوڀڙ (ساڳ طور ڪم اچي).

**مَرِيضُ؛** ص (ع) بيمار- روڳي- عليل. جڏو- مرضيل.

**مَرِيَم؛** ث (ع) پارسا- پاڪدامن. حضرت عيسيٰ عليه السلام جي ماءُ جو نالو.

**مَرِينو؛** ذ (ف) هڪ قسم جو اوني ڪپڙو (جيڪو

خاص قسم جي رِڌڻ جي اُنَ مان ٺهي).

**مُرِيو:** ذ. پير جي مٽارڻ وارو هڏو- پيڏي.

**مِڙُ:** ظ. سڀ- جملي- سيئي.

**مَرُدُ:** ذ (ف) مرد. مڙس.

**مُردُو:** ذ (ف) مُردو. ميت- لاش.

**مُڙسُ:** ذ. مرد ماڻهو. (ص) گهر وارو- خاوند- ڌڻي. سورهيہ- دلير.

**مُڙسان مُڙسي:** ث. زوري زبردستي. ڏاڍائي. ارهہ زوراٽي. جريت.

**مُڙسانو:** ص. مردانو.

**مڙس ٿيڻ:** همت ڌارڻ- حوصلو ڪرڻ.

**مُڙسِي:** ث. سگهہ- همت- طاقت. جريت. بهادري.

**مِڙَڻُ:** مر. ملڻ- گڏجڻ. ڀِڙڻ- ڳنڍجڻ. ميڙ ٿيڻ. انبوہ ٿيڻ. روبرو ٿيڻ.

**مُڙَڻُ:** مر. ڦِرڻ- مُڙِي وڃڻ. ورجڻ. موٽڻ- واپس اچڻ. موٽ کائڻ. هٽڻ (بيماري). وَرُ کائڻ. ڦيرو کائڻ. باز اچڻ (ڪنهن ڪم کان). آڻ مڃڻ. لڙڻ (سج).

**مَڙُهہ:** ذ. لاش. مثل جسم.

**مَڙهُ:** ذ (سن. مَٺ) ماڳ. ٺڪاڻو. آستان.

**مڙهہ مُقامُ:** ذ. جاءِ جڳهہ- گهر گهاٽ- ٺام ٺڪاڻو.

**مَڙهائِڻُ:** مر. واڻائڻ (کٽ). جڙائڻ (موتي).

**مَڙهتَ:** ث. مڙهڻ يا جَڙڻ جو ڪم. پُوچَ (موتين جي). ترتيب يا سلسلي سان پُوچَ (موتين، ڏاڳن، مڻڪن وغيره جي). کٽ واڻڻ جي ترتيب.

**مَڙهَڻُ:** مر. جَڙڻ (موتي). پُوچ ڪرڻ. واڻڻ (کٽ، ڪرسي وغيره). کل چاڙهڻ (دهل، نغاري تي). رکڻ (الزام). زوري حوالي ڪرڻ (ذميداري).

**مَڙهو:** ص. مڙهہ وانگر نِستو. ضعيف- هيڻو. پوڙهو- ڪراڙو. سست- ڪاهل. (ث. مَڙهي)

**مَڙهو:** ذ. ٻِڻُن جي وچ واري هيٺاهين جُوءِ. هيٺاهين زمين.

**مَڙهِي:** ث. (سن. مَٺ) جهڳي- جهوپڙي. سناسين جو آستان. ننڍڙو ٺڪاڻو.

**مِڙِئي:** ظ. ڪل- سڀ- جملي.

**مِڙِي:** ظ. گڏجي- مِلي.

**مِڙِي سِڙِي:** ظ. گڏجي سڏجي- رلي ملي.

**مِڙِيَلُ:** ص. ڇهن سالن ڄمار وارو وهٽ (جنهن کي سڀ ڏند چاول هجن).

**مڙيئي، مِڙيوئي:** ظ. سيوئي- سيڪجهہ.

**مِزاجُ:** ذ (ع) طبيعت- سِرشت. گڻ- خاصيت. عادت. خصلت- سُڀاءُ. تڪبر- فخر- وڏائي. ناز- نخرو.

**مِزاج پُرسي:** ث. طبيعت جي پڇا (بيماري جي حالت ۾).

**مِزاج ڪرڻ:** غرور ڪرڻ. وڏائي ڪرڻ. نخرا ڪرڻ.

**مَزاح:** ذ (ع) چرچو گهبو- خوشطبعي- کِل يوگ.

**مُزاحَمَت:** ث (ع) روڪ- جهل. منع.

**مَزارُ:** ث (ع) زيارت ڪرڻ جي جاءِ- درگاه- آستانو. قبر- تُربت.

**مَزار:** ذ. شينهن.

**مُزارِعُ:** ذ (ع) پوک ڪندڙ- هاري- ڪُڙمي- ڪاشتڪار.

**مَزارِي:** ذ. بلوچ قوم جو هڪ قبيلو.

**مَزاڪَ:** ث. کل مسخري. چرچو گهبو. ٺٺول. ڪيچل بازي.

**مَزدُورُ:** ذ (ف) روزاني اُجرت تي ڪم ڪندڙ. پورهيت. مزور- ڪَمِي. بار ڀري کڻڻ جو ڪم ڪندڙ.

**مَزدورِي:** ث. ڪم جو معاوضو- اجرت. روزينو. محنت- پورهيو.

**مِزمانُ:** ذ (ف. مهمان) جيڪو ترسي ۽ ماني ٽڪي کائي- مهمان- دعوتي.

**مِزمانِي:** ث. مهماني. دعوت.

**مَزو:** ذ (ف) سواد- ذائقو. ساءُ- لطف. چشڪو. رس. عيش. خوشي. فرحت. رونق- تماشو- چهچٽو. سرور.

**مزا ڪرڻ، مزا وٺڻ:** لطف وٺڻ. تماشا ڪرڻ. عيش ڪرڻ- لذت وٺڻ.

**مزا ماڻڻ:** عيش ڪرڻ. موجون ڪرڻ.

**مزو اچڻ:** لذت اچڻ- سواد اچڻ. راحت ملڻ. خوشي ٿيڻ. سُرور اچڻ.

**مَزو چکائڻ:** سيکت ڏيڻ- جُٺ ڪرڻ.

**مزو وٺڻ:** لطف حاصل ڪرڻ. عيش ڪرڻ.

**مزيدارُ:** ص. لذيذ- سوادي. لطف وارو- وڻندڙ.

**مُزيداري:** ث. لذت- مزو. ذائقو- سواد. لطف.

**مَزوُرُ:** ذ (ف) مزدور. پورهيت. ڪمي.

**مَزوري:** ث. مزدوري. پورهيو. حمالي. مزوري جو أجورو.

**مَزيدُ:** ص. (ع) زياده- وڌيڪ. گهڻو- سرس.

**مُزَيَن:** ص (ع) سينگاريل- آراستہ- سَجايل.

**مُژده:** ذ (ف) خوشخبري. مبارڪ باد. بشارت.

**مِژگان:** ذ (ف) پَلڪَ- اکين جا ڇپر.

**مِژه:** ذ (ف) پَلڪ (اک جو)- ڇپر.

**مَسُ:** ذ (ع) ڇُهاءُ- لائڻ (هٿ وغيره).

**مَس:** ظ. لاچار- ورلي.

**مَسِ:** ث. مُڇن ۽ ڏاڙهي جو ريهُ. ڏاڙهي مُڇَ جي ساوڪَ.

**مَسُ:** ث. لکڻ لاءِ ڪاري، ڳاڙهي، نيري رنگ جي پاڻيٺ- سياهي (عام طرح مَسُ ڪاري ٿئي).

**مِسِ:** ث (انگ) ڪنواري ڇوڪري- دوشيزه. ڀِل- ڇُڪ.

**مِسُ:** ذ (ف) ٽامو.

**مَسا:** ث (ع) شام- سانجهي.

**مَساجِدَ:** ث (ع) 'مسجد' جو جمع- مسجدون.

**مَساعِي:** ث (ع) ڪوششون- حيلا.

**مَسافَت:** ث (ع) دوري- مفاصلو.

**مُسافِرُ:** ث (ع) سفر ڪندڙ- پانڌي- راهي، پرديسي.

**مُسافِرت:** ث. سفر. پنڌ- مفاصلو. پرديس.

**مسافِرخانو:** ذ. مسافرن جي رهڻ جي جاءِ- سراءِ.

**مُسافِري:** ث. سفر. پنڌ- مفاصلو. پرديس.

**مَساڪِين:** ذ (ع) "مسڪين" جو جمع. غريب- محتاج- ڪنگال.

**مُساگُ:** ذ (ع. مِسواڪ) ڏندن جي صفائي لاءِ اکڙوٽ وڻ جو ڇوڏو.

**مَسامَ:** ذ (ع) پگهر نڪرڻ لاءِ جسم جا سنهان سوراخ. لُون، (پگهر عام طرح وارن جي پاڙن مان نڪرندو آهي).

**مَساڻُ:** ذ. هندن جي مڙدن ساڙڻ جي جاءِ- مرگهٽ.

**مُساوات:** ث (ع) برابري- هڪ جهڙائي- يڪسانيت.

**مُساوِي:** ص (ع) برابر- يڪسان- هڪ جهڙو. هموزن.

**مَسائِلَ:** ذ (ع) مسئلا- معاملا.

**مُسَبِّبُ الأسباب:** ذ (ع) سبب پيدا ڪندڙ. خداتعاليٰ.

**مَستُ:** ص (ف) نشي ۾ چُور- متوالو- مخمور. سرشار. بيخود- مدهوش. الهوڙ. ديوانو- چريو. مجذوب. بيپرواهہ. خوش.

**مَستانُ:** ص. مستانو- مست. عاشق.

**مَستانو:** ص. خماريل- مخمور. چريو- پاڳل- ديوانو. مجذوب. پورالو. (ث. مستاني).

**مُستَثني:** ص (ع) چونڊيل- چانٽيل. جدا ڪيل. الڳ- علحدو.

**مُستجابُ:** ص (ع) جواب ڏنل. بُڌل. قبول ڪيل.

**مستجاب الدعوات:** ذ. اهو ماڻهو جنهن جي دعا قبول ٿيندي هجي.

**مَستَر:** ث. ليکن کڍڻ جي پٽي. رازکي ڪم جو هڪ اوزار.

**مُستَرد:** ص (ع) موٽايل. رد ڪيل.

**مِسترِي:** ص. مشتري جو ڪم ڪندڙ.

**مُستَزاد:** ص (ع) وڌايل. عروضي شاعري جو اصطلاح موجب هر مصرع کان پوءِ وڌايل هڪ رڪن.

**مُستَحسَن:** ص (ع) سنو- وڻندڙ. نيڪ- چڱو. ڀلائي وارو.

**مُستَحق:** ص. (ع) حق رکندڙ- حقدار. جوڳو- لائق.

**مُستَحکَم:** ص (ع) پڪو- مضبوط- پائدار. قائم- اٽل.

**مُستَطِيل:** ذ (ع) چؤپاسي شڪل جنهن جا آمهون سامهون وارا ٻه پاسا برابر هجن.

**مُستَعار:** ص (ع) اُڌارو- اُڌاري طرح گهري ورتل.

**مُستَعَد:** ص (ع) تيار. موجود. هشيار.

**مُستَعدي:** ص (ع) تياري- ڦُڙتي. جلدائي.

**مُستَعفِي:** ص (ع) استعيفيٰ ڏيندڙ- نوڪري ڇڏيندڙ.

**مُستَعمَل:** ص (ع) استعمال ڪيل- ڪم ۾ آيل. مروج. چالو.

**مُستَغرق:** ص (ع) ٻڏل- غرق. ڪم ۾ رڌل.

**مُستَغنِي:** ص (ع) آزاد- بيپرواهه. دولتمند- امير. بي نياز.

**مُستَفِيض:** ص( ع) فريادي. دانهين. مدعي.

**مُستَقبِل:** ذ (ع) ايندڙ وقت- آئيندو. ايندڙ وقت سان تعلق رکندڙ.

**مُستَقر:** ذ (ع) ويهڻ جي جاءِ. ترسڻ جو هنڌ. ٺڪاڻو.

**مُستَقِل:** ظ (ع) هميشه- سدائين. مضبوط- اٽل. پڪو (ملازم).

**مُستَقِل مِزاج:** ذ. اٽل ارادي وارو. ثابت قدم.

**مُستَقِيم:** ص (ع) سنئون- سڌو. درست- صحيح. سڌو ويٺل- اُبو.

**مَستَڪ:** ذ (سن) مٿو- ڪپراٽي. پيشاني.

**مُستَنَد:** ص (ع) سَنَد مليل. تصديق شده. اعتبار جوڳو.

**مَستُور:** ص (ع) لڪل- ڳجهو- مخفي.

**مَستُورات:** ث (ع) پرده نشين زالون. زالون- عورتون.

**مَستِي:** ث (ف) نشو- خمار. نفساني جوش. خوشيءَ جو جوش. حرڪت. ڪيچل. شرارت.

**مستي ڪرڻ:** حرڪت ڪرڻ- شرارت ڪرڻ. ڪيچل ڪرڻ.

**مُستِي:** ث. مناڻ. ڳُڙ مان نهيل ڳاڙهي ڪنڊ. ڳُڙ جي ڀور.

**مِسٽَر:** ذ (انگ) جناب. صاحب. محترم. معزز.

**مَسجِد:** ث (ع) مسجدو ڪرڻ جي جاءِ. نماز پڙهڻ لاءِ خاص اڏاوت- مسيت.

**مَسجد اقصيٰ:** ث. فلسطين ۾ حضرت سليمان جي ٺهرايل مسجد (لفظي معنيٰ پري واري مسجد، ڇاڪاڻ ته مڪي کان پري آهي).

**مَسجِد حَرام:** ث. ڪعبو- ڪعبة الله.

**مَسجد نبوي:** ث. مديني منور ۾ نبي سڳوري جي اڏايل مسجد.

**مُسَجَع:** ذ (ع) هم قافيه الفاظ (واري عبارت يا مضمون)- مُقفيٰ (نثر، جنهن ۾ قافيا جملن جي آخر ۾ هجن).

**مَسجُود:** ص (ع) سجدو ڪيل. جنهن کي سجدو ڪجي.

**مَسَح، مَسحو:** ذ (ع) اُگهڻ- مَلڻ (هٿ). وضو يا غسل ۾ ڪن خاص عضون کي هٿ سان مهٽڻ يا صاف ڪرڻ. وضو ۾ پاڻي سان ڀڳل هٿ هٿ نڪ ڪان ڪياڙي تائين لڳائڻ. طهارت.

**مَسحو ڪرڻ:** وضو ڪرڻ. طهارت ڪرڻ.

**مَسحُور:** ص (ع) جنهن تي جادو ٿيل هجي.

**مَسخ:** ص (ع) سٺي حالت مان بدلجي خراب حالت ۾ اچڻ. اعليٰ مان ادنيٰ. بگاڙو- خراب تبديلي.

**مُسَخر:** ص (ع) فتح ڪيل. تابع ڪيل. قبضي ۾ ڪيل.

**مَسخرو:** ص (ع) چرچائي- ظريف- يوڳائي.

**مَسخِري:** ث. چرچو گهبو- ڪل يوڳ. ٺٺول.

**مَسخري ڪرڻ:** ٺٺول ڪرڻ- مذاق ڪرڻ. چرچو گهبو ڪرڻ.

**مُسَدسَ:** ذ (ع) اهو نظم جنهن ۾ ڇهن مصراعن جو بند هجي. ڇهن مصراعن جو بند. ڇهه ڪُنڊي شڪل.

**مَسدُود:** ص (ع) بند ڪيل- روڪيل.

**مِسرُ:** ذ (سن) مِشر- ٻاڻيو- برهمڻ.

**مُسَرَت:** ث (ع) خوشي- سرهائي.

**مَسرُورُ:** ص (ع) خوش- سرهو- شاد.

**مَسروق، مَسرُوقه:** ص (ع) چورايل- چوري ڪيل.

**مَسڙي:** ث. ڏاڙهي اچڻ جي شروعات. ڏاڙهيءَ جي ريهه- ساوڪَ.

**مُسَطح:** ص (ع) پکڙيل. ورچيل. ويڪرو. هموار- سندريل (پٽ).

**مَسطر:** ث (ع) ڪاغذ تي ليڪن ڪڍڻ جو اوزار. پَٽي. فوٽُ پٽي.

**مَسعُودُ:** ص (ع) سڀاڳو- نيڪ. خوش قسمت- بختاور.

**مَسڪَن:** ذ (ع) رهڻ جي جاءِ. رهڻ جو هنڌ. گهر. ٺڪاڻو.

**مَسڪو:** ذ (ف) مکڻ.

**مَسڪو هڻڻ:** خوشامد ڪرڻ.

**مِسڪينُ:** ص (ع) غريب- ڪنگال- مفلس. عاجز. ويچارو.

**مِسڪين طبع:** ص. غريب. حليم- بردبار. اٻالو. بيوس. مائيٽو.

**مِسڪيني:** ث. غربت. مفلسي- ناداري.

**مُسَلح:** ص (ع) هٿيار بند- هٿياربند- هٿيارن پنوهارن سان.

**مُسَلسَل:** ص (ع) سلسلي ۾ رکيل- سلسليوار. لاڳيتو. هڪ ٻئي پويان.

**مُسَلط:** ص (ع) تسلط يا قبضو ڪندڙ- قابض. غالب. فاتح.

**مَسلڪ:** ذ (ع) رستو- راهه. طريقو. رسم- رواج.

**مُسلِمُ:** ذ (ع) مذهب اسلام جو پوئلڳ- مسلمان.

**مُسَلمُ:** ص (ع) تسليم ڪيل- مڃيل. سڄو سارو- سالم. مڃڻ جوڳو. صحيح- درست.

**مُسلمانُ:** ذ (ع) مذهب اسلام جو پوئلڳ- مسلم.

**مُسلمان ٿيڻ:** اسلام آڻڻ. دين اسلام قبول ڪرڻ. ڪلمو پڙهي ايمان آڻڻ.

**مُسلماني:** ث. مسلمانن واري (رسم). سُنت- طهر- ختنو.

**مُسَماة:** ث (ع) نالو رکيل عورت (عورتن جي نالي سان گڏ استعمال ٿيندڙ لفظ).

**مِسمارُ:** ذ (ع) ميخ- ڪِلي. (ص) ڪيرايل- ڊاٺل. تباه- برباد.

**مِسمار ڪرڻ:** ڊاهڻ- تباه ڪرڻ.

**مَسمومُ:** ص (ع) زهريلو- زهري.

**مُسَمي:** ص (ع) نالو رکيل. مردن جي نالي سان استعمال ٿيندڙ لفظ.

**مَسنَد:** ث (ع) اها جاءِ جتي ٽيڪ ڏيئي ويهجي. صندل. گادي- تخت.

**مَسند نشين:** ص. تخت تي ويهندڙ. بادشاه.

**مَسنُونُ:** ص (ع) ٽڪو ڪيل. سراڻ چڙهيل. صاف ٿيل. اهو ڪم جيڪو نبي سڳوري خود ڪيو هجي- سُنت. جائز- درست.

**مَسَڻُ**: ذ (سن) هندن جي مڙدن ساڙڻ جي جاءِ- مَساڻ.

**مِسَڻ**: ث. واري ۽ چيڪي مٽي واري زمين. حيدرآباد ضلعي ۾ هڪ ڳوٺ ۽ ديهه جو نالو.

**مُسَڻُ**: م. ڪوماڻجڻ. جهيڻو ٿيڻ. هَڄڻ. اُجڙ ٿيڻ. تڪليف ۾ اچڻ.

**مَسو**: ذ. جسم تي اُڀريل ڪارو داڻو- هَسو.

**مَسواڙ**: ث. جاءِ جو ڀاڙو يا ڪِرايو. ڪا شيءِ استعمال ڪرڻ جو اجورو. ڀاڙو.

**مَسواڙي**: ص. مسواڙ تي ورتل- ڪرائيدار.

**مِسواڪُ**: ذ (ع) ڏندڻ.

**مُسَوَدو**: ذ (ع) اها لکيت جنهن ۾ پوءِ تصحيح ٿي سگهي. ڪنهن ڪتاب يا مضمون جي اصل تحرير- قلمي نسخو.

**مَسُور**: هڪ قسم جي پوک ۽ ان جو ٻج (دالين ۾ شمار ٿئي)- مُهري.

**مُسهِل**: ص (ع) جلاب آڻيندڙ- قبض ڪُشا.

**مَسهُو**: ص. نہ سهندڙ- حاسد.

**مَسئلو**: ذ (ع) سوال. فقه بابت سوال. معاملو.

**مِسي**: ث. عورتن جي سينگار جو هڪ وکر (ڏندن کي لڳائڻ جو پائوڊر جنهن سان ڏند ۽ مهارون ڳاڙها ٿين).

**مَسيتَ**: ث. مسجد- مِهِت.

**مَسيحُ**: ذ (ع) حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو لقب.

**مَسيحائي**: ث. حضرت عيسيٰ وانگر جيارڻ جو عمل.

**مَسيحي**: ص. حضرت عيسيٰ جو پوئلڳ- ڪرستان.

**مُشابَہ**: ظ (ع) جهڙو- مثل- موافق.

**مُشابهَت**: ث. هڪ جهڙائي- مطابقت. برابري. ڀيٽ.

**مُشاطہ**: ث (ع) عورتن کي سينگار ڪرائيندڙ عورت (جيڪو ڪم عموما حجامڻ ڪري). سڳابندي ڪرائيندڙ وچ واري عورت. دلالڻ.

**مُشاعِرو**: ذ (ع) شاعرن جو گڏ ٿي شعرخواني ڪرڻ جو شغل. شاعرن جو اجتماع.

**مَشاغِل**: ذ (ع) "مشغلہ" جو جمع. ڪم ڪار. پورهيو. ونڊر.

**مَشاق**: ص (ع) جنهن جي گهڻي مشق ڪيل هجي- مهارت رکندڙ- تجربيڪار. ماهر.

**مَشامُ**: ذ (ع) قوت شامہ جي جاءِ- دماغ. سونگهڻ جو حِس.

**مُشاوَرَت**: ث (ع) صلاح مصلحت- مشورو.

**مُشاهِدات**: ذ (ع) ڏيکاءِ- نظر ۾ آيل حقيقت.

**مُشاهَدو**: ذ (ع) نظارو. تماشو. معائنو. تجربو. تصوف جي اصطلاح ۾ انوار الاهي جو نظارو. ديدار.

**مشاهدو مائڻ**: ديدار ڪرڻ. لقاءُ ڏسڻ.

**مُشاهِرہ**: ذ (ع) ماهوار پگهار. ماهيانو وظيفو.

**مُشاهِيرَ**: ذ (ع) "مشهور" جو جمع. نامور ماڻهو- مشهور ماڻهو. وڏا ماڻهو (جن ڪو ڪارنامو ڪيو هجي).

**مَشائخ، مَشايخ**: ذ (ع) "شيخ" جو جمع. بزرگ ماڻهو. دين جا اڪابر. صوفيائي ڪرام (جيڪي مرشدي جي رتبي کي پهتل هجن).

**مُشت**: ث (ف) مُٺ. مُڪَ. لپَ.

**مُشتِ اُستخوان**: ذ. هڏن جي مُٺ. تمام ضعيف.

**مُشتِ خاڪ**: ث. مِٽيءَ جي مُٺ. انسان. دنيا.

**مُشتَ زني**: ث. مُٺ هڻڻ- جلق.

**مُشتِ غُبار**: ث. دز- لٽ. مثل ماڻهو جي ڳريل جسم جي مٽي.

**مُشتاقُ**: ص (ع) خواهشمند- طالبو- گهورو- شائق. منتظر.

**مُشتَبَہ**: ص (ع) جنهن تي شڪ هجي. شڪي.

**مُشتَرڪ**: ص (ع) گڏيل- شريڪ ٿيل. ڳنڍيل- لاڳو.

**مُشتَرِي:** ذ (ع) خريدار. هڪ گره جو نالو.

**مُشتَعِل:** ص (ع) ٻرندڙ- ٻاهر وانگر.

**مُشتَق:** ذ (ع) ڪنهن مصدر مان نهيل لفظ.

**مُشتَمِل:** ص (ع) شامل- شريڪ- گڏيل.

**مُشتَهَر:** ص (ع) مشهور ڪيل. اعلان ڪيل. ڍنڍورو ڏنل.

**مُسٽنڊُو:** ص. سٽر وٽر- ڏٽو مُٽو.

**مَشرَب:** ذ (ع) پاڻي پيئڻ جي جاءِ (حوض، چشمو). دين- مذهب. طريقو- ريت.

**مُشرَف:** ص (ع) شرف ڏنل- معزز.

**مُشرَف بِاسلام:** ذ. مسلمان ٿيڻ جي عزت حاصل ٿيڻ.

**مَشرِقُ:** ذ (ع) سج اُڀرڻ وارو طرف- اُڀرندو- اوڀر- پورب.

**مَشرِقي:** ص. اڀرندي جو- پوربي.

**مُشرِڪُ:** ص (ع) شريڪ ڪندڙ. خدا سان ٻئي معبود کي شريڪ ڪندڙ. بت پرست.

**مَشرُوط:** ص (ع) شرط رکيل. پابند- ٻڌل.

**مَشعَل:** ث (ع) ڪپڙي جو مُچو جيڪو ڪاٺيءَ جي چيڙي تي ٻڌي، تيل ۾ ٻوڙي ٻارجي. ڏياٽُ.

**مَشعل بردار:** ص. مشعل ٻاري کڻي هلندڙ.

**مَشعَلچِي:** ص. مشعل ٻاريندڙ.

**مَشغَلوَ:** ذ (ع) ڪم- ڪِرت- ڌنڌو- پورهيو. وندر- تفريح.

**مَشغُولُ:** ص (ع) ڪم ۾ رڌل- مصروف.

**مَشغُولِي:** ث. ڪِرت- ڌنڌو. وندر. مصروفيت.

**مُشفِق:** ص (ع) مهربان- همدرد.

**مَشَق:** ث (ع) تجربو- آزمودو. جلد ۽ رواني سان ڪم ڪرڻ جي عادت. اکرن پچائڻ لاءِ ڦرهي وغيره تي وري وري لکڻ.

**مَشقِ سُخن:** ث. شعر چوڻ جي مهارت. شعر گوئي.

**مَشقَ ڪرڻ:** ڪوبه ڪم وري وري ڪرڻ.

**مُشقت:** ث (ع) محنت. پورهيو. ڪشالو. خانفشاني.

**مَشڪ:** ث (ع) پکال- ساندارو.

**مُشڪ:** ث (سن) ڏوئرو (ٻانهن جو). گوشت جي سُڏي. مُرڪ- چپن ۾ کِلَ- آهستي کِلَ.

**مُشڪون ٻڌڻ:** ٻانهن جا ڏوئرا ورائي پٺن کان ٻڌڻ. قابو ٻڌڻ.

**مُشڪ، مُشڪُ:** ث (ف) هڪ قسم جي خوشبو (جيڪا هرڻ جي پيٽ مان ٿيلهي جي صورت ۾ نڪرندي آهي)- ڪٿُوري.

**مُشڪبار:** ص. نهايت خوشبودار- سُرهو.

**مُشڪ بُو:** ص. خوشبودار- سُرهو.

**مُشڪِ خَتن:** ث. 'ختن' جي علائقي جي مشڪ (جيڪا نهايت اعليٰ قسم جي ٿئي).

**مَشڪرو:** ص. (ع. مسخره) مسخرو- چرچائي.

**مَشڪِري:** ث. چرچو ڀوڳ- مسخري.

**مُشڪِل:** ص (ع) ڏکيو- دشوار- اوکو. (ث) ڏکيائي- سختي- تڪليف. مصيبت.

**مُشڪل آسان ٿيڻ:** مصيبت دور ٿيڻ. سختي لهڻ. سکرات سولي ٿيڻ.

**مُشڪِلات:** ث (ع) 'مشڪل' جو جمع پر سنڌيءَ ۾ واحد طور ڪم اچي) تڪليف- ڏکيائي.

**مُشڪِلڪشا:** ص (ف) مشڪل حل ڪندڙ. مصيبت دور ڪندڙ. اهنج لاهيندڙ. عام اصطلاح ۾ حضرت علي ڪرم الله وجهه جو لقب.

**مشڪلڪشائي:** ث. تڪليف دور ڪرڻ. مصيبت کان نجات.

**مُشڪَڻُ:** م. چپن ۾ کِلڻ- مُرڪڻ. ٻاٻوهڻ. خوش ٿيڻ. کِلڻ.

**مِشڪواة:** ث (ع) حديثن جو مشهور ڪتاب.
**مَشڪُورُ:** ص (ع) شڪل ڪيل. احسانمند- ٿورائتو- شڪرگذار.
**مَشڪُوڪُ:** ص (ع) شڪ ڪيل- شڪي. گماني.
**مُشڪِي:** ص. مُشڪ جي رنگ جهڙو- ڪارو- سياه. سانورو. سياهي مائل (ذ) ڪاري رنگ جو گهوڙو.
**مُشڪِيزو:** ذ (ف) ننڍڙي پکال.
**مِشنِ:** ذ (ع) عيسائين جي تبليغي انجمن. سفارتي وفد. (انگ) ڪل- انجڻ.
**مَشوَرو:** ذ (ع) صلاح مصلحت- تجويز. رٿابندي.
**مَشهُود:** ص (ع) حاصل ڪيل. ثابت ڪيل. موجود- حاضر.
**مَشهُورُ:** ظ (ع) نامور- نالي وارو- هاڪارو.
**مَشهُورِي:** ث. هاڪ- ناموس- ناموري.
**مَشِيتَ:** ث (ع) خواهش- مرضي- ارادو. خداتعاليٰ جي مرضي. تقدير.
**مَشِيرُ، مُشِيرُ:** ص (ع) مشورو ڏيندڙ- صلاحڪار. راءِ ڏيندڙ.
**مَشيرنامو:** ذ. واردات جي موقعي جي لکيت ۽ شاهدي.
**مَشِيري:** ث. ميمبري.
**مَشِينِ:** ث (انگ) ڪَلَ.
**مُصاحِبُ:** ص (ع) هم صحبت. خاص دوست. ساٿي- رفيق.
**مَصارِف:** ذ (ع) خرچ پکا- اخراجات.
**مصارِف بيجا:** ذ. غيرضروري خرچ- فضول خرچ.
**مُصافَحو:** ذ (ع) هٿ ملائڻ- هٿ ڏيڻ (ملاقا وقت).
**مصالحَت:** ث (ع) ميلاپ- ناهه- صلح.
**مصالحو:** ذ (ع) طعام يا کاڌي کي رڌڻ لاءِ ويڳر. پڳل تان. ڳهه وغيره کي ڳنڍڻ لاءِ ريهه.
**مصالحدارُ:** ص. ويگر وارو- خوش ذائقي.
**مَصائِب:** ذ (ع) "مصيبت" جو جمع. تڪليفون- سختيون.
**مُصحِح:** ص (ع) صحيح يا درست ڪندڙ. تصحيح ڪندڙ.
**مُصحَفُ:** ذ (ع) گڏ ڪيل لکيل ڪاغذ. ڪتاب. قرآن شريف.
**مِصداق:** ذ (ع) صداقت جو ثبوت. گواهي- شاهدي.
**مَصدَر:** ث (ع) نڪرڻ يا ڦُٽ جي جاءِ- جڙ- پاڙ. شروعات. سرچشمو. گرامر موجب اهو لفظ جنهن مان ٻيا لفظ ڦُٽي نڪرن.
**مُصَدَق، مُصَدَقہ:** ص (ع) تصديق ڪيل. آزمايل. سچو. صحيح.
**مِصرُ:** ذ (ع) شهر- ننگر- آبادي. آفريڪا کنڊ جو هڪ ملڪ.
**مِصرِي:** ص. مصر جو. مصر جو وينل. (ث) مصري ٻولي.
**مُصِرُ:** ص (ع) ڪنهن ڳالهه يا ڪم تي ضد ڪري بيهندڙ. اصرار ڪندڙ. زور ڀريندڙ.
**مِصرَعَ، مِصرَعہ:** ث (ع) علم عروض موجب شعر جو اڌ (هڪڙي سٽ).
**مِصرع طرحَ:** ث. شعر جي اها سٽ جيڪا رديف ۽ قافيي جي پابندي سان وڌيڪ شعر ٺاهڻ لاءِ مقرر ڪجي.
**مَصرَف:** ذ (ع) خرچ ڪرڻ جو سبب. استعمال- غرض- مطلب.
**مَصرُوفُ:** ص (ع) رُڌل (ڪم ۾)- مشغول.
**مَصرُوفِيَتَ:** ث (ع) مشغولي (ڪم ۾)- رڌل رهڻ جي حالت.
**مِصرِي:** ث. کنڊ جي چاش مان ٺهيل منارو- قَندُ. مصر جي ٺهيل تلوار.

**مُصفيٰ:** ص (ع) صاف ٿيل- اُتريل.

**مُصطفيٰ:** ص (ع) چونڊيل- ڇٽيل- منتخب. (ذ) پيغمبر عليہ السلام جو لقب.

**مُصلح:** ص (ع) درست ڪندڙ. سڌاريندڙ.

**مَصلحت:** ث (ع) سُٺي صلاح- نيڪ تجويز- بهتر راءِ. چڱائي- ڀلائي. صلاح- رٿ.

**مُصَلو:** ذ (ع) نماز پڙهڻ لاءِ ڪپڙي جو فرش.

**مُصمَم:** ص (ع) مقرر ڪيل. ارادو ڪيل. رٿيل. پڪو- مضبوط.

**مُصمَم ارادو:** ذ. پڪو ارادو.

**مُصَنف:** ص (ع) ڪتاب لکندڙ. ليکڪ.

**مَصنُوعات:** ث (ع) ٺاهيل شيون.

**مَصنُوعي:** ص (ع) ٺاهيل- هٿراڌو. نقلي- جڙتو.

**مُصَوِر:** ص (ع) تصوير ٺاهيندڙ. نقاش. خداتعاليٰ جو هڪ نالو.

**مُصَوِري:** ث. تصويرون ٺاهڻ جو هنر. نقاشي.

**مُصِيبَت:** ث (ع) تڪليف- ڏک. آزار. ظلم. مشڪل- سختي. ويڙهه.

**مصيبت زده:** ص. آفتن جو ماريل. ڏکن جو سٽيل. آزاريل. ستايل. بدبخت.

**مصيبتون سهڻ:** تڪليفون برداشت ڪرڻ. ظلم سهڻ. سختيون پوڳڻ.

**مُضارع:** ذ (ع) جهڙو- مثل. گرامر موجب هڪ 'زمان' جو نالو.

**مُضاف:** ص (ع) وڌايل. لاڳاپيل. مليل. گرامر موجب مالڪي ڏيکاريندڙ لفظ.

**مُضاف اِليہ:** ذ. گرامر ۾ ملڪيت ڏيکاريندڙ لفظ.

**مُضافات:** ذ (ع) آسپاس- گردنواح. شهر جي آسپاس وارا ڳوٺ ۽ آبادي.

**مَضامِين:** ذ (ع) 'مضمون' جو جمع.

**مُضائقہ:** ذ (ع) ڪمي- مشڪل. حرج- نقصان. ڏنڀ.

**مَضبُوط:** ظ (ع) مُستحڪم- پڪو- قابو. ڏاڍو- سخت.

**مَضحَڪہ:** ذ (ع) کِلَ. مذاق- چرچو- ٺٺول. چٽر.

**مَضحڪہ خيز:** ص. ٺٺول جهڙو- کِلَ جهڙو.

**مُضِر:** ص (ع) ضرر رسائيندڙ- نقصانڪار.

**مِضراب:** ث (ع) تارن واري ساز وڄائڻ لاءِ لوهہ جو ٽُڪندو ڇلو- جَرب.

**مَضرَت:** ث (ع) نقصان- زيان. ضرر.

**مَضرت رسان:** ص. نقصان رسائيندڙ.

**مُضطَرب:** ص (ع) بيقرار- بي چين- پريشان.

**مُضمحِل:** ص (ع) سست. ٿڪل. سُٽُو. اپرو. هيڻو. اُداس- دلگير.

**مُضمَر:** ص (ع) لکل- پوشيدو- مخفي.

**مَضمَضہ:** ذ (ع) ڪُرڙي- غراغرو.

**مَضمُون:** ذ (ع) ڪنهن موضوع تي لکيل عبارت يا تحرير. مطلب- معنيٰ.

**مضمون آفريني:** ث. نئين ڳالهہ پيدا ڪرڻ.

**مضمون نگار، مضمون نويس:** ص. مضمون لکندڙ- ليکڪ.

**مُطابِق:** ظ (ع) جهڙو- مثل- وانگر- جيئن. موافق- برابر.

**مطابِقَت:** ث. هڪ جهڙائي- مشابهت. برابري- يڪسانيت.

**مُطالِبو:** ذ (ع) پنهنجي حَق جي گهُر- دعويٰ. گهرَ- ٺهراءُ. طلب.

**مُطالِع، مطالِعو:** ذ (ع) ڪنهن شيءِ کي سمجهڻ لاءِ ڏسڻ. پڙهڻ- اڀياس. غور سان جانچ.

**مَطَب:** ذ (ع) جنهن جاءِ ۾ طبيب علاج ڪري-

طبابت خانو- شفاخانو. دواخانو.

**مَطبَخ:** ذ (ع) رڌڻو- بورچيخانو.

**مَطبَع:** ذ (ع) ڇاپخانو- پريس.

**مَطبُوع:** ص (ع) ڇپيل.

**مُطرِب:** ص (ع) ڳائڻو- گويو. قوال.

**مُطلا:** ص (ع) سونو- طلائي- زرين.

**مَطلَب:** ذ (ع) مقصد. ارادو. معنيٰ. فائدو. غرض.

**مَطلب بَرارِي:** ث. ڪم نڪرڻ. حصول مطلب. حاجت روائي.

**مَطلب پورو ٿيڻ:** ڪم نڪرڻ. مقصد حاصل ٿيڻ. مراد پوري ٿيڻ.

**مَطلبِي:** ص. خودغرض- پنهنجي فائدي جو غرض رکندڙ.

**مَطلَع:** ذ (ع) غزل جو پهريون شعر (جنهن ۾ ٻئي مصراعون هم قافيي ٿين).

**مُطلَع:** ص (ع) اطلاع ڪيل. واقف- آگاهه.

**مُطلَق:** ص (ع) آزاد. خودمختار. (ظ) بالڪل- قطعي.

**مُطلَقَ العِنان:** ص. ڇڙواڳ- آزاد. خودمختار.

**مُطلَقه:** ص (ع) طلاق ڏنل (عورت).

**مَطلُوب:** ص (ع) طلب ڪيل- گهريل. جنهن شيءِ جي طلب يا خواهش هجي. معشوق- محبوب.

**مَطمَح:** ص (ع) مٿانهون- مٿي. (ذ) نظر پوڻ جو هنڌ- نظارو. مقصود.

**مَطمح نظر:** ذ. نگاهه جو مرڪز. اصل مقصد.

**مُطَهر:** ص (ع) پاڪ- صاف- پوتر.

**مُطمَئِن:** ص (ع) بي فڪر- آسودو- بي اونو.

**مُطِيع:** ص (ع) اطاعت ڪندڙ- فرمانبردار. ماتحت- تابعدار.

**مُطيع ڪرڻ:** تابعدار بنائڻ. آڻ مڃائڻ.

**مَظالِم:** ذ (ع) ظلم- سختيون- ڏاڍ.

**مَظاهِر:** ذ (ع) 'مظهر' جو جمع. نظارا- لقاءَ.

**مُظاهَرو:** ذ (ع) مدد- حمايت. ڪنهن خاص معاملي جي تائيد يا مخالفت ۾ اجتماع. اجتماع جو گشت.

**مُظفَر:** ص (ع) فتحياب- سوڀارو.

**مَظلُوم:** ص (ع) جنهن تي ظلم ڪيل هجي- ستم زده- ستايل- آزاريل.

**مَظلومِي، مَظلومِيَت:** ث. ظلم- ڏاڍ- ستم. ستم رسيدگي.

**مَظهَر:** ذ (ع) ظاهر ٿيڻ جي جاءِ. پڌرائي- اظهار.

**مَعَ:** ظ (ع) ساڻ- سميت- گڏ- شامل.

**مَعا:** ظ (ع) ساڻ ئي- گڏئي. فورا- اوچتو.

**مَعاذ:** ذ (ع) پناه جي جاءِ. پناه- حفاظت.

**مَعاذ الله:** ذ. خدا جي پناه! خدا بچائي! خدا نه ڪري!

**مَعارِف:** ذ (ع) مختلف هنر. علم ۽ هنر.

**مَعاش:** ث (ع) روزي- رزق. گذران. کاڌو خوراڪ.

**مَعاشرَت:** ث (ع) رهڻي ڪهڻي- اُٿي ويهي. سڪ واري حياتي.

**مُعاشرو:** ذ (ع) گڏجي رهڻ ۽ زندگي گذارڻ. سماج- سوسائٽي.

**مُعاصِر:** ص (ع) هم عصر- ساڳئي دور جا. ساٿياري.

**مَعاف:** ص (ع. مُعاف) بخش. ڇڏيل. آزاد. درگذر.

**مَعاف ڪرڻ:** بخش ڪرڻ. درگذر ڪرڻ. ڇڏڻ.

**مَعافِي:** ث. بخشش- نجات. ڇوٽڪارو.

**مُعالِج:** ص (ع) علاج ڪندڙ- طبيب- ويڄ.

**مُعالِجه:** ذ (ع) دوا درمل- علاج.

**مُعاملات:** ذ (ع) ڪاروباري مسئلا. تڪرار- معاملا.

**مَعاملو:** ذ (ع. معامله) عمل. ڪم ڪار. ڪاروبار- ڏنڊو. ڏيتي ليتي. وهنوار. واقعو. جهڳڙو- تڪرار.

**معاملائِي:** ث. جهڳڙالو- ڏڏئي.

**معاملي شُناس، معامله فهم:** ص. تجربيڪار- آزمودگار. سمجهو.

**معاملو ڪرڻ:** نبيرو ڪرڻ. تڪرار ڪرڻ.

**مُعانِقه:** ذ (ع) ٻغلگيري- ڀاڪر.

**مَعاني:** ذ (ع. "معنيٰ" جو جمع) معنائون. مطلب. لفظن کي موقعي تي استعمال ڪرڻ جو علم.

**مُعاوَضو:** ذ (ع) بدلو- عيوض. ملهه- اُجرت. محنتاڻو- پورهيو.

**مُعاوِنُ:** ص (ع) مددگار- ٻيلي. حمايتي. اسسٽنٽ- ماتحت.

**مُعاوَنت:** ث (ع) مدد. حمايت.

**مُعاونت ڪرڻ:** واهر ڪرڻ- مدد ڪرڻ.

**مُعاهِدو:** ذ (ع) عهدنامو- اقرارنامو. ٺاهه- صلح.

**مُعائِنو، مُعايَنو:** ذ (ع) اکين سان ڏسڻ. مشاهدو. جاچڙو. جانچ.

**مُعائنو ڪرڻ:** جانچ پڙتال ڪرڻ. چڪاس ڪرڻ.

**مَعبَد:** ذ (ع) عبادت جي جاءِ- عبادتگاه (مسجد، ديول، مندر وغيره).

**مَعبُودُ:** ص (ع) جنهن جي عبادت ڪجي. الله تعاليٰ.

**مُعتَبَر:** ص (ع) اعتبار جوڳو- ڀروسي جهڙو.

**مُعتَبَري:** ث. اعتبار- ساک. عزتمندي.

**مُعتَدِل:** ص (ع) اعتدال وارو. وچٿرو- درميانو. پورو پنو.

**مُعتَرِض:** ص (ع) اعتراض ڪندڙ. روڪيندڙ- ٽوڪيندڙ.

**مُعتَرِفُ:** ص (ع) مڃيندڙ- قبول ڪندڙ. اقراري.

**مُعتَقِد:** ص (ع) اعتقاد رکندڙ- مڃيندڙ. ڪنهن شخص يا فرقي جو پوئلڳ.

**مُعتَمَدَ:** ص (ع) اعتبار جوڳو- ڀروسي جهڙو- معتبر.

**مَعتُوب:** ص (ع) عتاب هيٺ آيل.

**مُعجِز:** ص (ع) عاجز ڪندڙ. وس کان ٻاهر. (ذ) معجزو.

**مُعجِز بَياني:** ث. اعليٰ درجي جي خوش بياني. فصاحت ۽ بلاغت جو ڪمال.

**معجزنما:** ص. حيرت جهڙو.

**مُعجِزو:** ذ (ع) اهو ڪم جيڪو انسان فطرت کان ٻاهر هجي. اهو ناممڪن ڪم جيڪو نبي سڳوري کان ٿئي.

**مُعَجَّلَ:** ص (ع) جلدي ۾ ڪيل. (ذ) نڪاح وقت فورا ادا ڪيل حق مهر.

**مَعجُون:** ث (ع) دوائن جو مُرڪب.

**مَعَدنُ:** ذ (ع) کاڻ (سون، چاندي، ڪوئلي وغيره جي).

**مَعدَني:** ص. کاڻ مان کوٽي ڪڍيل.

**مَعدَنيات:** ث (ع) زمين مان کوٽي ڪڍيل ڌاتو وغيره.

**مَعدو:** ذ (ع) جسم جو هڪ عضوو (پيٽ ۾ کاڌي گڏ ٿيڻ ۽ هضم ٿيڻ جي ڳوٿري)- اوجهري. شڪم- ڊِڍُ.

**مَعدُوم:** ص (ع) نابود- تباه- فنا. گم.

**مَعذِرَت:** ث (ع) عذر- بهانو- حيلو. وات ڪٿائي.

**مَعذُورُ:** ص (ع) عذر وارو. معافي لائق. اپاهج- جڏو. عاجز- بيوس.

**مَعذوري:** ث. مجبوري. بيوسي. لاچاري.

**مُعَرا:** ص (ع) اگهاڙو- ننگو. خالي- سادو. پاڪ- صاف. (ذ) اهو نثر جيڪو مُقفيٰ نه هجي.

**مِعراجُ:** ذ (ع) ڏاڪڻ. مٿانهين هنڌ تي چڙهڻ جو وسيلو. چاڙهي. حضور نبي سڳوري جو آسمان تي وڃڻ ۽ الاهي تجلي جو نظارو ڪرڻ. انتهائي عروج. ترقي جي مٿانهين منزل. اعليٰ رتبو.

**مَعرِض:** ذ (ع) ظاهر ٿيڻ جو هنڌ.

**مَعرِضِ التويٰ:** ذ. ملتوي ڪرڻ.

**مَعرِضِ وُجود:** ذ. وجود ۾ اچڻ. ظاهر ٿيڻ.

**مَعرِفَتَ:** ث (ع) سڃاڻپ- واقفيت. علم الاهي يا قدرت جي قانون جي ڄاڻ. خداشناسي. وسيلو (ظ) هٿان- وسيلي- ذريعي.

**مَعرڪو:** ذ (ع. معرڪه) اهو هنڌ جتي ماڻهو گڏ ٿين. جنگ جو ميدان. لڙائي- جنگ. جهيڙو. هُجوم- پيڙ. شادي وغيره جي محفل.

**مَعرڪَة الآرا:** ص. جنگ لاءِ تيار. زبردست. مقابلي لاءِ زور وٺائيندڙ.

**مَعرڪي آرائي:** ث. لڙائي لاءِ صف بندي. مقابلو. جنگ- لڙائي.

**مَعروُف:** ص (ع) مشهور- ڄاتل.

**مُعَزز:** ص (ع) عزت وارو- عزتمند. بزرگ. شريف.

**مَعزُولُ:** ص (ع) هٽايل- لاٿل- برطرف (ڪنهن ملازمت، عهدي يا فرض ادائي تان).

**مَعشُوقُ:** ص (ع) جنهن سان عشق ڪجي. جنهن تي ڪو عاشق هجي. محبوب- پيارو- دلبر.

**مَعصُومُ:** ص (ع) گناه کان بچيل- پاڪدامن. بي گناه. ڀالو ڀولو. (ذ) ننڍڙو ٻار- ابهم.

**مَعصُومي، مَعصُومِيَت:** ث. پاڪدامني. بيگناهي. ڀورڙائي. ننڍپڻ.

**مَعصِيَتَ:** ث (ع) گناه- خطا- قصور- پاپ.

**مُعَطرُ:** ص (ع) خوشبودار- سُرهو. سڳند وارو.

**مُعَطلُ:** ص (ع) ڪم کان نڪتل- ڪم کان ويل. بيڪار. ڪجهه وقت لاءِ ملازمت کان برطرف.

**مُعَطلِي:** ث. عارضي برطرفي. التوا- مُهلي.

**مُعَظمُ:** ص (ع) وڏو- بزرگ. عزت لائق.

**مَعقُولُ:** ص (ع) عقل ۾ آيل. عقل جوڳو. مناسب- درست. وڻندڙ. لائق. موزون.

**مَعقُولِيَت:** ث. انسانيت- ماڻهپو. سمجهه.

**مُعَلَقُ:** ص (ع) لٽڪيل- ٽنگيل.

**مُعَلِمُ:** ص (ع) علم سيکاريندڙ. اُستاد. حج جي موقعي تي دُعائون پڙهائيندڙ مقرر شخص. ملاح- ناڪئو.

**مُعَلِمي:** ث. اُستادي- سکيا. ماستري.

**مَعلُومُ:** ص (ع) ڄاتل. سمجهيل. پڌرو- واضح. مشهور.

**معلوم ڪرڻ:** ڄاڻڻ. سمجهڻ- پُرجهڻ. پروڙڻ. محسوس ڪرڻ. سڃاڻڻ.

**مَعلُوماتَ:** ث (ع) ڄاڻ. واقفيت.

**مُعليٰ:** ص (ع) اوچو- بلند- مٿانهون.

**مُعَما:** ث (ع) لڪل ڳالهه. ڳُجهه. پرولي- ڳجهارت. ڳُوڙهو مسئلو.

**معمارُ:** ذ (ع) عمارت ٺاهيندڙ- اڏاوت ڪندڙ. رازو.

**مُعَمَرُ:** ص (ع) وڏي ڄمار جو. پوڙهو- ٻُڍو.

**مَعمُورُ:** ص (ع) ڀريل- ڀُر- لبريز- ڪنان تار. آباد- وَسيل.

**مَعمُولُ:** ذ (ع) جنهن شخص تي تنويمي عمل ڪيل هجي. روزانو عمل- ٽيت. رواج- قاعدو. عادت- هيرَ.

**مَعمُولات:** ث. روزمره جا ڪم- عادتون.

**مَعمُولِي:** ص (ع) عادت موجب- رسمي. مروج. رواجي- خسيس.

**مَعنيٰ:** ث (ع) مطلب- ارٿ. منشا- مراد- مقصد. سبب. اصليت. حقيقت.

**مَعنَوِي:** ص. معنيٰ ۾. معنيٰ مطابق. اصلي- ذاتي. حقيقي. باطني.

**مُعَنبرُ:** ص (ع) عنبر جي خوشبو لڳل. سُرهو- خوشبودار.

**مُعَنوَن:** ص (ع) عنوان ڪيل. نالي ڪيل. منسوب.

**معِيارُ:** ذ (ع) ماپو- ماڻ. وَٽُ (تور جو). پرک- جانچ اندازو. پيمانو. ڪَسوَٽِي.

**مُعَيَنُ:** ص (ع) مقرر ڪيل.

**مَعِيشَت:** ث (ع) زندگي- حياتي- جياپو. روزگار- روزي.

**مَعيُوبُ:** ص (ع) عيبدار. ناقص.

**مَعيت:** ث (ع) همراهي- رفاقت- سات.

**مُغ:** ذ (ف) آتش پرست- گبر- مجوسي. ڪلال- شراب وڪڻندڙ. (جمع. مُغان).

**مُغالِطو:** ذ (ع) فريب- دغا. غلط فهمي. شڪ. غلطي.

**مُغايَرَت:** ث (ع) ڌاريائي. جدائي. مخالفت.

**مَغرِبُ:** ذ (ع) سج لهڻ وارو طرف- الهندو. الهندي وارا ملڪ (يورپ). سانجهي. سج لهڻ جو وقت. سانجهي نماز.

**مَغرِبي:** ص. اولهه وارو. يورپ جو.

**مَغرُورُ:** ص (ع) غرور وارو- تڪبر ڪندڙ. هٺيلو- ضدي. گهمنڊي. وڏائي خور.

**مَغرُورِي:** ث. تڪبر- وڏائي. هٺ.

**مَغزُ:** ذ (ف) ڪنهن به چيز جو اندريون حصو. دماغ. ميجالو. گُودو. عقل- سمجهه. خيال. تخمر- ٻجُ.

**مغز خالي ٿيڻ:** ذهني ٿڪ ٿيڻ.

**مغز خوري:** ث. خفو. دماغي پورهيو.

**مغز ڦرڻ:** دماغ ۾ خلل ٿيڻ. چريو ٿيڻ. مغز ۾ ينواٽي اچڻ.

**مغز ڦريل:** ص. ضدي. هٺيلو. آڪڙباز. چريو- مست. ابتي سمجهه وارو.

**مغز کائڻ:** بڪ بڪ ڪرڻ. اجايو بحث ڪرڻ. هُل ڪرڻ.

**مغز کپائڻ:** مٿو هڻڻ. سمجهائڻ جي ڪوشش ڪرڻ. دماغي پورهيو ڪرڻ.

**مَغز وارو:** ص. سمجهو- سياڻو- ڏاهو.

**مَغزِي:** ث. ڪپڙي جي ڪنار وراڻي ٽوپو ڏيڻ. اوٽيءَ جو هڪ قسم. اَنڌي- ڪِناري.

**مَغزات، مَغزِيات:** ث. ٻج وارن وکرن جا جدا ڪيل ٻجَ (جهڙوڪ بادام. اکروٽ. پستا. گدرو. ڏاڻا وغيره).

**مَغفِرَت:** ث (ع) نجات- ڇوٽڪارو. بخشش- معافي.

**مَغفُورُ:** ص (ع) بخش ڪيل. مرحوم. جَنتِي.

**مُغَلَ:** ذ (ف) ترڪستان علائقي جي رهندڙ قوم. هڪ ذات جو نالو.

**مَغلُوبُ:** ص (ع) هارايل. دسيل. شڪست کاڌل. هيسيل.

**مَغمُوم:** ص (ع) غمگين- ڏکارو. مايوس. اُداس.

**مُغَنِي:** ص (ع) ڳائڻو- ڳَوَيو. ڪلاونت.

**مُغَنِيه:** ث. ڳائڻي.

**مَفادُ:** ذ (ع) فائدو- نفعو.

**مُفارَقَت:** ث (ع) جدائي- وڇوڙو- فراق.

**مُفاصِلو:** ذ (ع) پرانهين- ڏُوري. وڇوٽي. مسافري.

**مُفتُ:** ص (ف) بنان قيمت- ري مُلهه. سستو. بي فائدو. خواه مخواه. هرويرو.

**مفت خورُ:** ص. مفت جو مال کائيندڙ.

**مفت جو مالُ:** ذ. بنان محنت هٿ آيل مال.

**مُفت ۾:** ظ. ناحق- بي سبب. هرويرو.

**مفتاحَ:** ث (ع) چابي- ڪنجي.

**مَفتُوح:** ص (ع) فتح ڪيل- کٽيل.

**مَفتُون:** ص (ع) موهت- عاشق- فدا.

**مُفتِي:** ص (ع) فتوي ڏيندڙ. شرعي فيصلو ڏيندڙ.

**مُفَرِحُ:** ص (ع) فرحت ڏيندڙ. خوش ڪندڙ. دل ۽

جگر کي قوت ڏيندڙ لزيز دوا.

**مُفرَد:** ص (ع) اڪيلو- جدا. هڪ- واحد. رياضي موجب اهو عدد جيڪو جزن ۾ ورهائجي نہ سگهي (جئن، ٣، ٧، ٢٣ وغيره).

**مَفرُور:** ص (ع) فرار ٿيل- ڀڳل- روپوش.

**مَفرُوري:** ث. ڀاڄ- فرار.

**مَفرُوضو:** ذ (ع) فرض ڪري ورتل مثال- مثال طور- قياسي. اها ڳالهہ جنهن جو اصل نہ هجي.

**مُفسِد:** ص (ع) فساد ڪندڙ- فسادي- فتنہ انگيز. ڇُرچ ڪندڙ. جهيڙاڪ. سرڪش- باغي. ڇيڙاپور.

**مُفَسِر:** ص (ع) معنيٰ بيان ڪندڙ. شرح بيان ڪندڙ. قران شريف جي معنيٰ ۽ مطلب بيان ڪندڙ.

**مُفَصَل:** ص (ع) تفصيل وار- وچور وار. کولي بيان ڪيل. کُليل. صاف. واضح.

**مَفعُول:** ص (ع) ڪم ڪيل. بدفعلي ڪرائيندڙ (مرد). (ذ) گرامر موجب اهو اسم جنهن تي ڪم ٿيو هجي.

**مَفقُود:** ص (ع) غائب- گم. ناپيد.

**مُفڪِر:** ص (ع) فِڪر ڪندڙ. سوچيندڙ- غور ڪندڙ.

**مُفلِس:** ص (ع) غريب- محتاج- نادار- ڪنگال- پينگو.

**مُفلِسي:** ث. غربت- محتاجي- تنگدستي.

**مَفلُوج:** ص (ع) اڌ رنگ جي بيماريءَ ۾ ورتل- فالج زده.

**مَفلُوڪ:** ص (ع) مفلس- پينگيو- ڪنگال.

**مَفلوڪ الحال:** ص. پينگيو- سُڃو. نادار.

**مَفهُوم:** ذ (ع) مطلب- مقصد- معنيٰ. سمجهہ.

**مُفِيد:** ص (ع) نفعو ڏيندڙ- فائديمند. لاڀائتو- سودمند.

**مُقابِل:** ظ (ع) سامهون ايندڙ. اڳيان آيل. آمهون سامهون. روبرو- ڏُوبدو. مخالف. دشمن.

**مُقابِلو:** ذ (ع) اڳيان اچڻ. ڀيٽ. برابري- هَمسري. مخالفت. لڙائي. تڪرار. چٽاڀيٽي. ضد.

**مُقابلو ڪرڻ:** سامهون اچڻ- وڙهڻ. تڪرار ڪرڻ. برابري ڪرڻ. ڀيٽ ڪرڻ.

**مَقاصِد:** ذ (ع) "مقصد" جو جمع.

**مَقاطعو:** ذ (ع. مُقاطعہ) مقرر معاوضي تي ڪم جي بول- ٺيڪو.

**مقاطعي دار:** ص. ٺيڪيدار- اجاريدار.

**مَقال:** ث (ع) گفتگو- ڳالهہ ٻولهہ.

**مَقالو:** ذ (ع) قول. ڪلام. چيل ڳالهہ. ڪتاب. ڪتاب جو حصو- باب- فصل. مضمون.

**مَقام:** ذ (ع) ترسڻ جي جاءِ- رهڻ جي جاءِ. بيٺڪ- منزل. رتبو- درجو. گهَرُ- مڪان.

**مَقامي:** ص. ترسيل- رهيل. ساڪن- رهندڙ. آباد.

**مُقام:** ذ (ع) قبرستان.

**مقامي:** ص. قبرستان جو سنڀاليندڙ- مجاور.

**مَقامات:** ذ (ع) "مقام" جو جمع. احڪام- قاعدا.

**مَقبرَو:** ذ (ع) قبر- گور- مزار- تربت. قبر تي ٺيل اڏاوت- روضو. درگاه.

**مَقبُوضہ:** ص (ع) قبضي ۾ ڪيل- قبايل.

**مَقبُول:** ص (ع) قبول ڪيل. مڃيل. پسنديده.

**مَقبُوليت:** ث. قبوليت. منظوري. پسنديدگي.

**مُقتدا، مُقتدَيٰ:** ص (ع) پيروي ڪيل. اهو شخص جنهن جي پيروي ڪجي. اڳواڻ- رهنما.

**مُقتَدِي:** ص. پيروي ڪندڙ- پوئلڳ. امام جي پٺيان بيهندڙ- مقلد.

**مُقتَدَر:** ص (ع) طاقتور- جبرو. اقتدار وارو- اقتدار مليل. (ذ) خدا تعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**مُقتضِي:** ص (ع) سَڏ ڪيل. گهُرَ ڪيل. مطلب- مراد.

**مَقتَلُ:** ذ (ع) قتل ڪرڻ جو هنڌ- قتل گاهه.

**مَقتُولُ:** ص (ع) ماريل- قتل ڪيل. ڪُٺل. عاشق.

**مِقدارُ:** ذ (ع) ماپ. تور. وزن. جسامت- ٿولهه. اندازو. تعداد. وسعت- پکيڙ.

**مُقَدَّرُ:** ذ (ع) قسمت جو لکيو- تقدير. نصيب- ڀاڳ.

**مُقدر جو لکيو:** ذ. تقدير- ڀاڳ- نصيب. ازل جو انگ.

**مُقدس:** ص (ع) پاڪ- پوتر (ماڻهو يا جاءِ). ڀلارو. بزرگ.

**مُقدَس هَستِي:** ذ. نيڪ ماڻهو. بزرگ شخص (ولي يا پيغمبر وغيره).

**مُقَدَم:** ص (ع) اڳيان- پيش. پهريون- اڳيون. گذشته- قديم- سابق. لازمي- واجب. معزز- بزرگ. اعليٰ- افضل. (ذ) آب پاشي ڪاتي رچو هڪ ملازم.

**مُقَدمو:** ذ (ع) آغاز- شروعات- ابتدا. تمهيد- ديباچو. ڪتاب جي منڍ ۾ لکيل عبارت. واقعو. مسئلو. فرياد- دعويٰ.

**مَقدُورُ:** ذ (ع) سگهه- طاقت- زور. حوصلو- حيثيت. وس- اختيار. پهچ- رسائي.

**مِقراضُ:** ث (ع) ڪئنچي- ڪتر.

**مُقَرَبُ:** ص (ع) قريب ڪيل- ويجهو ڪيل. اهو شخص جنهن کي قرب حاصل هجي. خاص دوست- ساٿاري.

**مُقَرَبِين:** ذ. "مُقرب" جو جمع.

**مُقَرَرُ:** ظ (ع) ٻڌل (ڪنهن ڪم يا ذميداري تي)- ويهاريل (نوڪريءَ ۾). برقرار- متعين.

**مُقرر ڪرڻ:** ويهارڻ (نوڪري ۾). ڪم ۾ لڳائڻ- ملازمت ۾ رکڻ.

**مُقرَرِي:** ث. ملازمت- نوڪري.

**مُقرِرُ:** ص (ع) تقرير ڪندڙ.

**مَقرُوضُ:** ص (ع) جنهن کي قرض ڏنل هجي- قرضي.

**مَقصَدُ:** ذ (ع) ارادو- مطلب- مدعا. رٿا- منصوبو.

**مَقصُود:** ص (ع) مطلب- غرض- مدعا.

**مقصود بالذات:** ث. اها شيءِ جيڪا خودمقصود هجي.

**مَقطَع:** ذ (ع) غزل يا قصيدي جو آخري شعر جنهن ۾ شاعر جو تخلص هجي.

**مُقَطعات:** ذ (ع) ٽُڪرا (ڪپڙي، شعر جا). قرآن شريف جي ڪن سورتن جي شروع ۾ آيل خاص حروف (مثلا آلم، يَسٓ وغيره).

**مَقعَد:** ث (ع) ويهڻ جي جاءِ. ويهڪ. چُتِ- ڪُٺي.

**مُقَفيٰ:** ص (ع) قافين وارو (نثر يا شعر).

**مُقَفل:** ص (ع) ڪلف لڳل- تالو لڳل.

**مُقَلد:** ص (ع) مريد- چيلو- پوئلڳ.

**مَقناطِيسُ:** ذ (يوناني) پٿر جو هڪ قسم جيڪو لوهه کي پاڻ ڏانهن ڇڪي.

**مُقَنن:** ذ (ع) قانون ڇاڻندڙ. قانون ساز.

**مَقُولو:** ذ (ع) قول- سخن. اهو جملو جيڪو عام مشهور ٿي وڃي.

**مُقوِي:** ص (ع) قوت وارو- سگهارو. ٻل ڏيندڙ. قوت وڌائيندڙ.

**مِقيَاس:** ذ (ع) پيمانو. ماپ جو اوزار.

**مِقياس الحرارَت:** ذ. گرمي ماپڻ جو اوزار- ٿرماميٽر.

**مُقَيد:** ص (ع) قيدي- ٻاندي- اسير.

**مُقيشُ:** ذ (ع) سون يا چاندي جي تار (پرت پرڻ جي ڪم اچي)- بادلو. زري.

**مُقِيمُ:** ص (ع) رهندڙ. قيام پذير. رهاڪو.

**مُڪَ:** ث. ڪڻڪ يا جارَ جا سياري جي منڍ وارا سنهڙا پيرون.

**مُڪَ:** ث. بند مُٺ. مُٺَ جو ڌڪُ. گهوسو- ٺونشو.

**مُکون هڻڻ:** ٽنگن کي مکون هڻي ٽڪ يا سُورَ لاهڻ.
**مَکاتِبَ:** ذ (ع) "مکتب" جو جمع.
**مَکاتِيبُ:** ذ (ع) خط پٽ.
**مَکارُ:** ص (ع) مکر ڪندڙ. دوکيباز. ٺڳ. فريبي.
**مَکارِي:** ث. دغا- فريب. ٺڳي.
**مُکاشَفو:** ذ (ع) ڪشف ڪرامت. راز جو اظهار. ولي الله کي غيب جي اسرار جي خبر.
**مُکافات:** ث (ع) عيوض- بدلو.
**مُکافات عمل:** ذ. اعمالن جو بدلو. گناهن جي سزا.
**مُکالمو:** ذ (ع) ڳالهه ٻولهه. گفتگو.
**مَکانُ:** ذ (ع) رهڻ جي جاءِ. گهر. آستان- ٺڪاڻو. اوتارو. دائرو. ماڳ- هنڌ. جُوءِ.
**مَکاني:** ص. مکان جو. پنهنجي ديس جو- پنهنجي مُلڪ جو.
**مَکائِڻ:** ث. جوئر جو هڪ قسم.
**مَکائِي:** ث. هڪ قسم جي پوک ۽ اناج- مڪئي.
**مُکائِڻُ:** مر. ختم ڪرڻ (مسئلو)- نبيرڻ. چُڪائڻ.
**مُکتُ:** ص (سن) ڇُٽل- آزاد- آجو.
**مُکتَبُ:** ذ (ع) ابتدائي تعليم وارو مدرسو- ڪُتاب. درسگاه. پرائمري اسڪول.
**مَکتُوبُ:** ذ (ع) خط- چٺي.
**مَکتُوب اِليه:** ذ. اهو ماڻهو جنهن کي خط لکيو ويو.
**مُکتِي:** ث (سن) نجات- ڇوٽڪارو. گناهن جي سزا کان آجائي.
**مَکَٽُ:** ذ. خلق جو اجتماع. هجوم جو هُل. گوڙ گهمسان.
**مَکَٽُ مچڻ:** ميڙ مچڻ. گوڙ گهمسان ٿيڻ. گهڻن ماڻهن جي ميڙ جو هُل هنگامو ٿيڻ.
**مُکَٽُ:** ذ (سن) تاج- ڇَٽُ. ڪلنگي. گهوٽ جو مٿي تي پاتل ڇَٽُ.

**مُکَدَرُ:** ص (ع) ميرو- گدلو. مَلوُل (طبيعت ۾).
**مَکَرُ:** ذ (ع) دغا- فريب- دوکو. ٺڳي. بهانو. ڪُوڙ. ڍونگُ.
**مَکرِيلُ:** ص. مکر ڪندڙ. فريبي. ڍنگ باز.
**مُکَرَرُ:** ص (ع) وري وري ڇيل. وري وري. ٻيو پيرو- دوباره.
**مُکَرَمُ:** ص (ع) عزت وارو. بزرگ. معزز.
**مَکروهُ:** ص (ع) ڪراهت وارو. نفرت جوڳو. بدنما. ناجائز (فعل).
**مَکُرِي:** ث. ٻيڙي- ڪشتي- ناءُ.
**مَکَڙُ:** ذ. مشهور اُڏامندڙ جيت (جيڪو لکن ڪروڙن جي تعداد ۾ ڪڪر ڪري اُڏامي، ۽ وڻن پوکن کي کائي ناس ڪري).
**مَکڙو:** ذ. هرلي يا گهاٽي جي ڪاٺ ۾ پيل سل نڪتل ڪاٺي. پهلواني جو هڪ داءُ- جانٺو- انگڙو. ڀُوري يا سونهري رنگ جو گهوڙو جنهن جون نريون، ٻشڪون، ڀُڇ ۽ ڪرنگهو ڪارا هجن.
**مَکڙِي:** ث. ٽڏ جي قسم جو ڪوبه جيت.
**مُکڙيون:** ث. ٽنگن مان ٽڪ لاهڻ لاءِ مُنين يا مُکن سان ڌڪ هڻڻ.
**مُکڙيون هڻڻ:** منيون هڻڻ- پيڙون ڏيڻ.
**مُکَعَبُ:** ذ (ع) چورس (جسم) جنهن جي ديگهه، ويڪر ۽ اوچائي هڪ جيتري هجي.
**مَکلي:** ث. ٺٽي ضلعي جي مشهور تاريخي ٽَڪرِي.
**مُکَمَلُ:** ص (ع) پورو- سالم- ثابت- سچو. سمورو.
**مَکنو:** ص. مست- ڇريو. بي پرواهه.
**مَکنو هاٿي:** ذ. مست هاٿي. (ص) زوراور- ڏاڍو جوان.
**مَکو:** ذ (ع. مَکه) عربستان جو مشهور شهر (جتي ڪعبة الله آهي).

**مَکو مچڻ:** ٿوري محنت سان گهڻو نفعو ٿيڻ. وارو ورڻ- ڀاڳ لڳڻ.

**مَکَئي:** ث. هڪ قسم جو اوبڙ (اناج ۾ شمار ٿئي).

**مَکين:** ص (ع) مکان ۾ رهندڙ. ويٺل- ساڪن.

**مکِ:** ث. مشهور اُڏامندڙ جيت. بندوق يا پستول جي نال وارو اهو نشان جيڪو سِڌائيءَ ۾ نشان چٽڻ ۾ مدد ڪري.

**مکُ:** ذ. گيهه يا تيل جي سِٽيءَ جو هَٽُ.

**مِکُ:** ث (ف. مُخ) هڏن جو گودُو. نريءَ جو گودو.

**مکُ:** ذ (سن) مُنهن- چهرو. رُخ. واتُ. مُنڍ- اصل. اڳواڻ. راڄ جو چڱو مڙس.

**مکاميلو:** ذ. آمهون سامهون ملاقات. گڏجاڻي. ميلاپ.

**مکائڻُ:** ذ. تيل جو هٽ هٽائڻ. آڊِ مک ڪرائڻ.

**مک چِک:** ث. مهٽ سهٽ (بدن کي). هارسينگار.

**مِکرُ:** ذ (ع. مَکَرُ) بهانو. مَکُر. ڊوُنگ. فريب.

**مکريل:** ص. مکر ڪندڙ. ڊونگي.

**مکِري، مکِڙي:** ث. ڪَلِي- شگوفو.

**مکڙو:** ذ. مُنهن- چهرو. واتُ.

**مکڻُ:** ذ. ولوڙيل کير مان نڪتل سٿي- مَسکو.

**مکڻُ:** م. لائڻ- لڳائڻ (سٿي، تيل وغيره). مَلڻ- مهٽڻ.

**مکڪهارو:** ذ. مکين کان بچاءَ يا سُونهن طور گهوڙي جي پوٺ تي ٻڌل موڙ.

**مکِئي:** ث. گاهه جو هڪ قسم.

**مکو:** ذ. اُڏامندڙ جيت جو هڪ قسم. نيري رنگ جي وڏي مک.

**مکوراڙِ:** ث. ڪنهن شيءِ تي گهڻين مکين جي جِهنگَ. مکين جي گهڻائي.

**مکِي:** ث. مکِ (اڏامندڙ جيت). سانگهڙ ضلعي ۾ هڪ ڊنڍ ۽ جوءِ.

**مکي چُوس:** ص. مکين جو جهنگيل کاڌو کائيندڙ- ڪنجوس.

**مکيون مارڻ:** واندو رهڻ. بي فائدي ڪم ڪرڻ.

**مکِي:** ص (سن) سردار- حاڪم. مکيه ماڻهو. اڳواڻ.

**مکِيه:** ص (سن. مک) منڍ وارو- شروعاتي. اڳيون. مشهور. خاص.

**مکِيارُ:** ص. اختيار وارو. ڳالهائڻ جو حق رکندڙ.

**مکِيارِي:** ث (ع. مختاري) دڪاندار ۽ گراهڪ جي وچ ۾ پسند يا ناپسند جو اقرارنامو (جنهن ۾ نہ وٺڻ جي حالت ۾ دڪاندار ورتل چيز موٽائي وٺڻ لاءِ ٻڌل رهندو).

**مگدَرُ:** ذ. مُهري. ڪسرت لاءِ ڪاٺ جو ٿانڊ پُٺو مُهرو.

**مگرَ:** ظ (ف) ليڪن- پر.

**مگرُ، مَغَرُ:** ذ. تڪبر- هٺ- وڏائي- غرور.

**مگرُمانُ:** ذ. هڪ پاسي وڄائڻ وارو اُپو دُهل (خاص ڪري، مڪران ۽ آفريڪا جي ساحلي علائقن جا رهاڪو وڄائين).

**مگرُو:** ذ. موتئي جي گل جو هڪ قسم- وڏو موتيو گل.

**مگس:** ث (ف) ماکيءَ جي مک. مکِ.

**مگنُ، مگهَنُ:** ص (سن) غرق- ٻڏل (غور، فڪر، عشق، خوشيءَ ۾). مست. خوش. بيخود.

**مڱُ:** ص. مست- مَنگن. بي پرواهہ. موج ۾. خوش. ڊاول. مغرور.

**مڱُ:** ث. گهُرَ- طلب. مڱيندي- مڱڻو تيل.

**مڱُ:** ذ. هڪ قسم جو اناج (مڱن جي ڦريءَ مان نڪتل داڻا).

**مڱُ:** ذ. مڱَ جو هڪ داڻو. رَتيءَ جو چوٿون حصو.

**مڱائڻُ:** م. مڱڻو ڪرائڻ.

**مڱرَ:** ث. ٻاهہ- ڄيرو- آڳ. ٻارڻُ.

**مڱرُ؛** ذ. رستو- واٽ- ڳس.

**مڱرو؛** ذ. مُهرو- مُهرِي. ڏڳري- سؤنٽي. ڪٽيءَ جي ڪمر جو مُڱدر (ٽيپڙن ڪي سٽڻ يا ڪوڙ ڏيڻ لاءِ). (ث. مڱرِي).

**مڱريا؛** ذ. هڪ ذات جو نالو.

**مڱڻُ؛** م. منگڻ- گهُرڻ- طلبڻ. سوال ڪرڻ. پنڻ.

**مڱڻو؛** ص. منگتو- سوالي- گداگر.

**مڱڻو؛** ذ. شاديءَ کان اڳ جي هڪ رسم (سڱاوتي جي پڪائي لاءِ).

**مڱڻهارُ؛** ص. دهل شرناءِ وڄائي لاڳ وٺندڙ منگتو.

**مڱيندو؛** ص. مڱيل (جنهن جو اجان نقط مڱڻو ٿيل هجي). (ث. مڱيندي).

**مَنگرُ، مَنگرو؛** ذ. مڇيءَ مثال ساموندي ساهوارو.

**مَنگرمڇ، مانگرمڇ؛** ذ. تمام وڏو منگرو.

**مَلِ؛** ث. مهڻو. مانجهڻ جو عمل.

**مَلِ ڏيڻ؛** مهڻو ڏيڻ (ڌاتوءَ کي). ڇَٽَ ڏيڻ (صابڻ جي). صفا ڪرڻ يا چمڪائڻ لاءِ ڇار وغيره سان مانجهڻ.

**مَلُ؛** ذ. چونٽري جي ڇت جي وچ ۾ هينان ڏنل اُڀي ڪاٺي. مشهور شاعر محمود پلي جو شاعرانو تخلص. هندن جي نالي پٺيان ايندڙ لقب (هاسو مل، بصر مل وغيره).

**مِلِ؛** ث (انگ) ڪارخانو (ڪپڙي وغيره ٺاهڻ جو).

**مُلُ؛** ذ. مُلهه- قيمت. (ظ) وٽ- لڳ- ڳنڍ.

**مُلا؛** ظ. وٽان- ڪان- طرفان (آڳاٽي ٻوليءَ جو لفظ).

**مُلا، مُلان؛** ذ (ع) عالم فاضل شخص. عزت وارو خطاب. مسجد جو پيش امام. ٻارن کي مسجد يا مڪتب ۾ پڙهائيندڙ معلم.

**مَلاحَ؛** ذ. هڪ ذات جو نالو.

**مَلاحُ؛** ذ (ع) ٻيڙياتو- ميربحر- ڪشتي بان.

**مَلاحَتَ؛** ث (ع) لوڻاڻي- نمڪين. سانورائي. سانوري رنگ واري سونهن. نرمي.

**مُلاحَظو؛** ذ (ع) ڏسڻ. توجهه. غور. لحاظ- مروت.

**مُلاحَظو ڪرڻ؛** ڏسڻ. معائنو ڪرڻ. طرفداري ڪرڻ.

**مَلارَ، مَلهارَ؛** ث. هڪ راڳڻيءَ جو نالو. جهڙالو- مينهن- برسات.

**مَلارِي، مَلهارِي؛** ث. جهڙي ڦڙي واري وڻندڙ موسم. ٻهاري- موج.

**مُلازِمُ؛** ص (ع) نوڪر- چاڪر- خادم. اهلڪار.

**مُلازِمَتَ؛** ث. نوڪري.

**مُلاقاتِ؛** ث (ع) گڏجاڻي. مُڪاميلو. ڏيٺ. وصل.

**ملاقات ڪرڻ؛** روبرو گڏجڻ. هڪ ٻئي سان ملڻ.

**مُلاقاتِي؛** ص. ملاقات ڪندڙ. ڄاڻ سڃاڻ. دوست.

**مُلاقِي؛** ص. ملڻ وارو- ملاقات ڪندڙ.

**مَلاکڙو؛** ذ. ملهه جي مقابلي جي جاءِ. ملهه جو ميدان. ملهه جو مقابلو.

**مَلالُ؛** ذ (ع) رنج- غم- ڏک. افسوس.

**مَلامَ؛** ث (ع) ملامت- ڦِٽ. ميار.

**مَلامَتَ؛** ث (ع) ڇِٽ ڦٽ. تنبيهه. عتاب.

**مَلامَت ڪرڻ؛** ڇِٽ ڦٽ ڪرڻ. لعنت ملامت ڪرڻ.

**مَلامَتِي؛** ذ (ع) فقيرن جو هڪ گروهه (جيڪي خفيه عبادت ڪن ۽ ظاهرا پنهنجا افعال خراب رکن).

**مِلاوَتِ؛** ث. آميزش. اصل شيءِ ۾ نقل يا ناقص شيءِ ملائڻ.

**مَلائِڪَ؛** ذ (ع. مَلَڪَ جو جمع) فرشتا.

**مُلائِمُ؛** ص (ع) نرم- ڪُنئرو. حليم. بردبار.

**مُلائِمَت؛** ث. نرمي.

**مِلائِڻُ؛** م. گڏائڻ. گڏوچڙ ڪرڻ. مِلائي هڪ ڪرڻ. شامل ڪرڻ. ٻيٽ ڪرڻ. ملاقات ڪرائڻ. صلح ڪرائڻ. همراز ڪرڻ. آميزش ڪرڻ. ڳنڍڻ. لڳائڻ. ٺهڪائڻ.

**ملائي ڇڏڻ:** گڏائي ڇڏڻ. شامل ڪرڻ. ڳنڍي ڇڏڻ.
**مَلاَئِي:** ث. ڪير جي مٿان جميل سٿڀ جو تهہ- ٿَرِي.
**مَلبُوس:** ص (ع) ڪپڙا پاتل- وڳو پهريل. (ذ) لباس.
**مَلبُوسات:** ث (ع) ڪپڙا- وڳا.
**مِلَت:** ث (ع) مذهب- دين. قوم. گروهہ.
**مِلَت:** ث. ناهہ- صلح. هم صلاح. شامل. ٻَڌي- اتحاد. جيڪي مليو هجي- اُپراسو- ڪمائي.
**مِلَتُ:** ص. گڏيل- گڏوچڙ. هم صلاحي- سازباز. ٺهيل.
**مُلتان:** ذ. هڪ شهر جو نالو.
**مُلتَفِت:** ص (ع) توجهہ ڪندڙ.
**مُلتَمَس:** ص (ع) اِلتماس ڪيل- پُڇيل. عرض ڪيل.
**مُلتَوِي:** ص (ع) دير ڪيل- وِٿي وڌل. ٿوري دير ترسايل (ڪم ڪي).
**مُلتَوِي ڪرڻ:** ترسائڻ (ٿوريءَ دير لاءِ ڪَم ڪي).
**مَلجا:** ذ (ع) پناه گاه. پشت پناه- مددگار.
**مَلجا وَماوِيٰ:** ذ. پناه ملڻ جي جاءِ. پشت پناهي.
**مُلحِدُ:** ص (ع) پنهنجي مذهب کان ڦِريل. ڪافر.
**مُلحَق:** ص (ع) لاڳو- ڳنڍيل- شامل.
**مَلحُوظ:** ص (ع) لحاظ ڪيل- ڌيان ۾ رکيل.
**ملحوظ خاطر:** ظ. دل جو خيال- دلي توجهہ.
**مَلخورو:** ذ. گهوڙي جي پٺيءَ تي تل هينان وڇايل ڪپڙو.
**مَلَذِذ:** ص (ع) لذت وڌائيندڙ. لذيذ.
**مُلزَم:** ص (ع) الزام هيٺ آيل. ڏوهي- قصوروار.
**مِلس:** ث. اُٺ جا وارَ.
**مَلعُون:** ص (ع) لعنت ڪيل. لعنتي- هڃارو. ڌڪاريل.
**مَلفُوظات:** ث (ع) اهو ڪتاب جيڪو ڪنهن بزرگ پنهنجي ڪيفيت بابت پنهنجي زباني لکيو هجي.
**مَلَڪ:** ذ. هڪ ذات جو نالو.
**مَلَڪ:** ذ (ع) فرشتو.
**مَلَڪُ الموتُ:** ذ. موت جو فرشتو- عزرائيل.
**مَلِڪ:** ذ (ع) بادشاه. امير. والي.
**مِلڪ:** ث (ع) ملڪيت. مال اسباب.
**مُلڪ:** ذ (ع) ديس- ڏيهہ. صوبو- پرڳڻو. وطن- سائيهہ.
**مُلڪان مُلڪ:** ظ. ملڪن ۾. هرهنڌ.
**مُلڪ بدر ڪرڻ:** ڏيهہ نيڪالي ڏيڻ. جلاوطن ڪرڻ.
**مُلڪ گِيرِي:** ث. ملڪ فتح ڪرڻ. حڪومت جا معاملا.
**مُلڪِي:** ص. ڏيهي- ديسي. ملڪ جو.
**مَلِڪَه:** ث (ع) راڻي.
**مَلِڪَه مُعظمه:** ث. پٽ راڻي.
**مَلڪو:** ذ (ع) مهارت- قابليت. علم. هنر يا مشق سان پيدا ٿيل قُوَت. تجربو.
**مَلڪُوت:** ذ (ع) ملائڪن جو عالم. فرشتا- ملائڪ. عالم ارواح.
**مَلڪُوتي:** ص. ملائڪن جهڙي (صفت).
**مِلڪِيَت:** ث (ع) مالڪاڻو حق. جائداد. دولت- نائو.
**مَلَم:** ذ (ف. مرهم) ڦٽ ڦرڙي يا زخم تي لڳائڻ لاءِ ليپ- مرهم.
**مَلمِ پَٽِي:** ث. علاج. دوا درمل.
**مَلمَل:** ث. هڪ قسم جو سفيد سنهون ڪپڙو- شبنم.
**مُلمو:** ذ (ع. مُلمع) سون چاندي جو پاڻي (جيڪو ڳهن تي چڙهيل هجي). ظاهري ڏيکاءُ.
**مَلَنگ:** ص (ف) بيخود- بيهوش. آپي کان نڪتل (نشي ۾). قلندر شهباز جو گودڙي پوش فقير.
**مَلڻُ:** مر. مهٽڻ- گهَڻ. گسائڻ. لڳائڻ (تيل وغيره)- مالش ڪرڻ. مانجڻ. صاف ڪرڻ. پالش ڪرڻ. ڳوهڻ (اٽو).
**مِلڻُ:** مر. گڏجڻ. لاڳو ٿيڻ- شامل ٿيڻ.چنبڙڻ. متحد ٿيڻ. گڏوچڙ ٿيڻ. ملاقات ٿيڻ. سامهون ٿيڻ. روبرو ٿيڻ.

وصل ٿيڻ. حاصل ٿيڻ. وصول ٿيڻ. هٿ ۾ اچڻ. هٿ لڳڻ- دستياب ٿيڻ. شريڪ ٿيڻ (سازش ۾).

**مِلڻ جُلڻ؛** اچ وڃ جو رستو رکڻ. ميل ملاقات ڪرڻ.

**مِلڻو؛** ص. خوش مزاج. خليق. سُٺي سُڀاءَ وارو.

**مَلو؛** ذ. جسم تي تيل ڦٽ ڦرڙيون.

**مُلو؛** ذ. مُلان. آخوند.

**مُلِّي؛** ث. 'مُلان' وارو پيشو (ديني رسمون ادا ڪندڙ).

**مَلعُونُ؛** ص (ع) لعنت ڪيل. نيڪالي ڏنل. شيطان- ابليس.

**مُلوّث؛** ص (ع) لتڙيل- آلودو. ناپاڪ- پليت. گتل (ڏوهن گناهن ۾).

**مَلُورُ؛** ص. مَلُول- اداس.

**مَلُوڪُ؛** ص. سهڻو- حسين. موهيندڙ.

**مَلُوڪان؛** ص. سهڻي- حسين. موهيندڙ. عورتن جو نالو.

**مُلُوڪَت؛** ث. سهڻائي- خوبصورتي. سونهن- سندرتا.

**مُلُوڪُ؛** ذ (ع. مُلوڪ) بادشاه- سلطان.

**مَلُولُ؛** ص (ع) اداس- مايوس. غمگين- ڏکارو. دلگير.

**مَلهَ؛** ث. پهلواني. سنڌ ۾ زور آزمائي جي مقابلي واري راند.

**مَلهه ڪرڻ؛** سرسي ڪرڻ- سوڀ ڪرڻ. ڪامياب ٿيڻ.

**مَلهُ؛** ص. ملهه وڙهندڙ پهلوان. سورهيه. پهلوان.

**مُلهه؛** ذ. قيمت. اگهه- نرخ.

**مُلهائتو؛** ص. وڏي اگهه وارو. قيمتي.

**مُلهه چُڪائڻ؛** قيمت ڪٿڻ- اگهه ڪرڻ.

**مُلهه وٺڻ؛** خريد ڪرڻ. قيمت ڏيئي وٺڻ. سودو ڪرڻ. احسان ڪرڻ.

**مَلهارَ؛** ث. برسات جي موسم. جهڙالو.

**مَلهارُ؛** ذ. برسات جي مند جو راڳ. هڪ راڳڻي جو نالو.

**مَلهاري؛** ث. برسات جي مند- بهاري- موج.

**مَلهالو؛** ذ. معاملو- جهيڙو- مانداڻ. رڳڙو. گوڙ- تمچر. تڪرار. پڪيءَ جو هڪ قسم.

**ملهالو مچائڻ؛** هل هنگامو ڪرڻ. تڪرار ڪرڻ.

**مَلهائڻُ؛** م. خوشي ڪرڻ. جشن ڪرڻ. سرخرو ٿيڻ. نالو ڪيائڻ. ڪارنامو ڪرڻ.

**مَلهڻُ؛** م. سرسي ڪرڻ. سورهيائي ڏيکارڻ. مشهور ڪرڻ. مرڪڻ- فخر ڪرڻ. سرخرو ٿيڻ. خوش ٿيڻ.

**مَلِي؛** ث. مڇيءَ جو هڪ قسم. بنان چلرن مڇي (جيڪا کائڻ سبب جسم ۾ مَلو پيدا ٿئي). ڪلين (گلي) جي هڪ بيماري (جنهن ۾ ڪليون سُڄي يا پرجي پون). ڦرڙين جي بيماري- مَلو.

**مَلِيچُ؛** ص (سن) پليت. گندو- خراب- ڪِنو.

**مَلِيح؛** ص (ع) سانورو- سهڻو- حسين.

**مَلِيدو؛** ذ (ف. ماليده) چُوري- ڪُٽِي- پوري. سنو ۽ سٽيو ڪاڻو.

**مَلِيرَ؛** ث. ڪراچي لڳ مشهور نَئن جو نالو 'نئن ملير. ١. ڳاڙهن ساون نيرن چٽرڪاري سان ڪٽين جو رڱيل بوڇڻ- پوتڙو (ث. ملير).

**مَلِيرُ؛** ذ. ڳوٺ ۽ جُوءِ جو نالو. سرسبز علائقو جيڪو ملير جي نئن جي پاڻي تي آباد آهي.

**مَليريا؛** ث (انگ) موسمي بخار (جيڪو مڇرن کان ٿئي. عام طرح سَرءُ جو تپ).

**مِلِين؛** ذ (انگ) ڏهه لک.

**مَمَرَ؛** ث. هڪ قسم جو جانور- ڪارو رڇ. بدصورت پوڙهي عورت- ٻانبي.

**مَمات، مَماتي؛** ث (ع) موت- مرڻو- وفات.

**مُماثِل؛** ظ (ع) جهڙو. وانگر. مشابهه.

**مُماثِلَت؛** ث (ع) مشابهت- هڪ جهڙائي.

**مَمالِڪَ:** ذ (ع. "مُلڪ" جو جمع) مُلڪَ. پرڳڻا.
**مُمانِعَت:** ث (ع) منع- روڪَ- جَهل. بندش.
**مُمتاز:** ص (ع) چونڊيل. معزز. ناميارو.
**مُمتَحِن:** ذ (ع) امتحان وٺندڙ. پرکيندڙ.
**مَمدُوح:** ص (ع) تعريف ڪيل- ساراهيل- واکاڻيل.
**مَمڙو:** ذ. جانور جو هڪ قسم- مَمَ جو نر.
**مُمڪِن:** ظ (ع) ٿي سگهندڙ- شُدني. ٿيڻي.
**مُمڪِنات:** ث (ع) ٿي سگهڻ جهڙيون ڳالهيون. هستي- ڪائنات جو وجود.
**مَملِڪَت:** ث (ع) بادشاهي. سلطنت. حڪومت.
**مَمنُوع:** ص (ع) منع ڪيل. ناجائز. شريعت يا قانون جي خلاف. بندش پيل.
**مَمنُون:** ص (ع) احسان ڪيل. احسانمند- شڪرگذار.
**مَمَڻ:** ذ. جهيڙو- تڪرار.
**ممڻ مچڻ:** جهيڙو ٿيڻ- معاملو ٿيڻ. تڪرار ٿيڻ.
**مَمولو:** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم- سَرهُ جي جهرڪي.
**مَنَ:** ظ. شال- هُوند- جيڪر.
**مَنُ:** ذ (سن) دِل- جيءُ- قلب. چِتُ.
**مَنُ لڳائڻ:** دل لائڻ. دل سان هنيائڻ.
**مَن وَڌائڻ:** آڪرو ٿيڻ- مغرور ٿيڻ. اجائي حجت ڪرڻ.
**مَنُ:** ذ. گهوڙي جو هڪ پند. پؤٺو- منو.
**مِنا:** ذ (ع) عربستان جي اُها جُوءِ جتي حج جي موقعي تي قرباني ڪئي وڃي.
**مُناجات:** ث (ع) عاجزي ۽ التجا سان گهريل دعا.
**مُنادي:** ث (ع) وڏي سڏ اعلان. پڙهو- ڍنڍورو.
**مُنارو:** ذ (ع) اُوچو پيل پاٿو- سُتون- ٿنڀ. مسجد جو اوچو مينار (جنهن تي چڙهي بانگو بانگ ڏئي).
**مُنارِڻ:** مر. هٿن سان ٿلورڻ مهٽڻ. مُکون هڻي لوڻڻ (ڪپڙن کي). مڪڙيون هڻڻ.
**مَنازِل:** ث (ع. "منزل" جو جمع) ترسڻ جون جايون- منزلون.
**مُناسِب:** ظ (ع) نسبت رکندڙ. لاڳاپيل. موزون. لائق. بهتر. جائز.
**مُناسِبَت:** ث (ع) تعلق- لاڳاپو. ٻيٽ. هڪ جهڙائي.
**مَناسِڪَ:** ذ (ع) حج جا ارڪان.
**مَناظِر:** ذ (ع) نظارا- ڏيک.
**مُناظِرو:** ذ (ع) گڏيل بحث. مباحثو. تڪرار.
**مُنافِرَتَ:** ث (ع) نفرت- ڌڪار.
**مُنافعو:** ذ (ع) فائدو- لاپ. اُپراسو.
**مُنافِق:** ص (ع) نفاق رکندڙ. ٻيائي رکندڙ. رياڪار. ظاهر ۾ دوست پر دل ۾ دشمن.
**مُنافِقَتَ:** ث (ع) رياڪاري. مڪاري. ٻيائي. دغا. ٻچاپڙائي.
**مُنافي:** ث (ع) خلاف- برخلافي.
**مَناقِب:** ذ (ع. "منقبت" جو جمع) وصفون. اصحابن ۽ اهل بيت جي مدح.
**مُناقِشو:** ذ (ع) جهڳڙو- جهيڙو- تڪرار.
**مَنانُ:** ذ (ع) وڏا احسان ڪندڙ. نيڪي ڪندڙ. خداتعاليٰ جو صفاتي نالو.
**مَناهِي:** ث (ع) منع ڪيل شيون. غير شرعي چيزون يا عمل. منع- بندش.
**مَنبَت ڪاري:** ث. ڪاٺي يا ڪپڙي تي اُڀريل گلن ٻوٽن ٺاهڻ جو ڪم.
**مَنبَرُ، مِنبَرُ:** ذ (ع) ڪاٺي يا سرن جو نهيل ننڍڙو تلهو جنهن تي ويهي پيش امام خطبو ڏئي.
**مَنبَعُ:** ذ (ع) زمين مان چشمي جي صورت ۾ پاڻي ڦاٽي نڪرڻ جو هنڌ- چشمو.

**مُنتَخبُ:** ص (ع) چونڊيل- ڏٺيل. پسند ڪيل. چيده. (ذ) اختصار.

**مَنتَرُ:** ذ (سن) ڪنهن ديوتا جي شان ۾ ڪيل خطاب. ويدن جو مقدس ٻول. جادو- ٽوٽو.

**مَنتَر جَنتَر:** ذ. جادو ٽوٽو. ٽيٽو ٽوڪارو.

**مُنتَشِرُ:** ظ (ع) پکڙيل. ڇڙوڇڙ. ڪنڊڙيل.

**مُنتَظِرُ:** ص (ع) انتظار ڪندڙ. راهه تڪيندڙ. اميدوار.

**مُنتَظِمُ:** ص (ع) انتظام ڪندڙ. انتظام هلائيندڙ. اڳواڻي ڪندڙ.

**مُنتَقِلُ:** ص (ع) هڪ هنڌ کان ٻئي هنڌ رکيل. جڳهه مٽايل.

**مُنتَقِلِ ڪرڻ:** هڪڙي هنڌان ڪڍي ٻئي هنڌ رکڻ. تبديل ڪرڻ. مَٽائڻ- بدلائڻ.

**مُنتَقِمُ:** ص (ع) انتقام وٺندڙ- بدلو وٺندڙ.

**مُنتَهِي:** ص (ع) انتها ڪيل. انتهائي- آخري. پڇاڙي وارو.

**مِنتَ، مِنَتَ:** ث (ع. مِنت) عاجزي. خوشامد. چاپلوسي. عرض.

**مِنَت ڪرڻ:** عاجزيءَ سان عرض ڪرڻ. خوشامد طور عرض ڪرڻ. آزي نيازي ڪرڻ.

**مِنٽُ:** ذ (انگ) ڪلاڪ جو سٺون عرصو. ساعت- گهڙي.

**مَنٺارُ:** ص. دل ٺاريندڙ. دل کي فرحت ڏيندڙ. دل کي قرار ڏيندڙ. پيارو- محبتي.

**مُنجَلِي:** ص (ع) ظاهر- پڌرو. روشن.

**مُنجَمُ:** ص (ع) تارن گرهن جو علم ڄاڻندڙ- نجومي. جوتشي.

**مُنجَمِدُ:** ص (ع) ڄميل- برف ٿيل.

**مَنجَنِيقَ:** ث (ع) ڪانياٺيءَ وانگر وڏا پٿر اُڇلائڻ جي ڪَلَ.

**مَنجَڻِ:** ث. ڇٽن تنگن وارو ڪاٺ جو چوڪنڊو. ٻِلن مٿن رکڻ لاءِ ڪاٺ جي منجي- گهڙا منجي. ٻَلي پچائڻ لاءِ لوهه جي خاص منجڻ.

**مُنجَڻُ:** م. موڪلڻ- روانو ڪرڻ- اُماڻڻ.

**مَنجو:** ذ. کٽ- چارپائي- کٽولو.

**مَنجو چڙهڻ:** مري وڃڻ. کٽ کي چڙهڻ.

**مَنجِي:** ث. ننڍي کٽ- کٽولي. گهڙن رکڻ لاءِ ڪاٺ جي گهوڙي- مَنجڻ.

**مَنجهہَ:** ث. مينهن (چوپائي).

**مَنجِهه:** ظ. اندر- وچ ۾- درميان.

**مَنجهان:** ظ. اندر مان- اندران. دل مان.

**مَنجهہُ:** ذ. اندر- وچُ. راز- ڳجهه. دل- ضمير.

**مَنجهہُ ڪَڍڻ:** دل جو راز ڪڍڻ. انت لهڻ- پيد معلوم ڪرڻ.

**مُنجهائڻُ:** م. پلائڻ. گمراهه ڪرڻ. اُبتو ڏس ڏيڻ. ڦاسائڻ. اٽڪائڻ. ور وڪڙ ڏيڻ.

**منجهلو:** ذ. گوڏ جو ڪپڙو. گوڏ.

**مُنجهَڻُ:** م. پلجڻ- گمراهه ٿيڻ. منجهي پوڻ. واٽڙو ٿيڻ.

**مَنجُر، مَنجَر:** ث. دادو ضلعي ۾ هڪ مشهور ڍنڍ.

**مُنحَرِفُ:** ص (ع) ڦري ويندڙ (وعدي. بيان تان). باغي.

**مُنحصِرُ:** ص (ع) متعلق- مدار رکندڙ. لاڳاپيل.

**مُنحَنِي:** ص (ع) ڪُبڙو. ڪمزور- ضعيف. اڻرو- ڏٻرو- لاغر- سَنهون (جسم ۾).

**مَنحُوس:** ص (ع) بدبخت- نياڳو- ندورو- نحس.

**مُندَ:** ث. موسم- رُت. وقت. زمانو.

**مُندائتو:** ص. موسم وارو. وقتائتو- مهلائتو.

**مُندَ ڪَرڻُ:** وقتي طور حاصلات نه ٿيڻ.

مَندَرُ؛ ذ (سن) هندن جي پوڄا پاٺ جي جاءِ. ٽڪاڻو- دُئارو.
مُندرِجُ؛ ص (ع) درج ٿيل. داخل ڪيل. لکيل (حساب ۾).
مندرج بالا؛ ص. مٿي لکيل- مٿي ڄاڻايل.
مُندرج ذيل؛ ص. هيٺ لکيل.
مُندمِل؛ ص (ع) پرجندڙ (زخم).
مَندو؛ ص (سن) مَدو- خراب- بڇڙو. سست. لٽل (اگهه)- گهٽ. سستو.
مَندو گهرڻ؛ بدخواهي چاهڻ.
مَنڊُ؛ ذ (سن) مناڻ. سواد- لَذت. شراب- مَد. ماکي.
مُنڊَ؛ ث. عورت- نار. سهڻي نوجوان عورت.
مَنڊرو؛ ص. تنڊي قد وارو- بِندرو. (ث. منڊري).
مُنڊَلُ؛ ص. منجهيل. واڻڙو- پريشان. اُلجهيل- ويڙهيل سيڙهيل.
مَنڊَڻُ؛ مر. ولوڙڻ- جهڪڻ.
مَنڊي؛ ث. کير ولوڙڻ جي وڏي ماڌاڻي.
مَنڊيڙو؛ ذ. منڊي. جهرٽو. رياضي ۾+ ضرب جي نشاني.
مَنڊُ؛ ذ. هڪڙيءَ ٽنگ کان معذوري- لنگ- منڊائي.
مَنڊائڻُ؛ مر. منڊڪائي هلڻ.
مَنڊَپُ؛ ذ (سن) اڏاوت. عارضي اڏاوت (هندن ۾ ويڏي پڙهڻ جي رسم لاءِ). پنڊال- شاميانو (جلسي لاءِ).
مُنڊِجَڻُ؛ مر. پورجڻ- بند ٿيڻ. جادو ٽوٽڻي جي اثر هيٺ قابو ٿيڻ.
مَنڊُر پڙهڻ؛ جادو جا ٻول پڙهڻ- سحر ڪرڻ. جهاڙ رکڻ.
مَنڊر مَنڊڻ؛ جار پکيڙڻ. ڦاسائڻ لاءِ اٽڪل بازي ڪرڻ. اڏاوت ڪرڻ.
مَنڊُر؛ ذ. منتر. جادو- ٽوٽڻو- ڪامڻ. ٽيڻو- جهاڙ. اڏاوت. مانڊاڻ. ٺڪساٽ.
مَنڊَڪ مَنڊِي؛ ث. هڪ ٻاراڻي راند (جنهن ۾ مَنڊڪائي هلي ڪنهن ٻار کي ڪاٽيچي).
مَنڊلُ؛ ذ (سن) گول دائرو. شمسي نظام ۾ سج چنڊ تارن جو دائرو. جماعت. مَنڊِلي. محفل. تماشو- نظارو.
مَنڊِلي؛ ث (سن) مجلس- سڀا. جماعت. ڪچهري.
مَنڊَڻُ؛ مر. آڏاڻ- اڏاوت ڪرڻ. جوڙڻ- بڻائڻ. سِٽڻ (رٽ). پکيڙڻ (جار). سينگارڻ (جاءِ). مَنڊُ هڻڻ.
مَنڊِيَلُ؛ ص. اڏيل. ٺاهيل. سينگاريل.
مُنڊَڻُ؛ مر. پُورڻ- بند ڪرڻ- ٻُوٽڻ. مَنڊ هڻڻ- ڪامڻ ڪرڻ. جادوءَ سان روڪڻ. ڦاسائڻ. کُوڙڻ (مٿو).
مَنڊو؛ ص. هڪ ٽنگ کان معذور- لنگڙو- لڱو. (ث. مَنڊِي).
مَنڊو ڪرڻ؛ بيوس ڪرڻ- جڏو ڪرڻ. هلڻ کان هيٺو ڪرڻ.
مُنڊو؛ ذ (سن. مُدار) وڏو ڇلو. والو. ڪڙو. جوڳين جو ڪن ۾ پائڻ جو والو.
مُنڊا پائڻ؛ ڪڙا چاڙهڻ- قابو ڪرڻ.
مَنڊِي؛ ث. ڪچي اڏاوت. واپار جو مرڪز- مارڪيٽ.
مُنڊِي. مُنڊرِي؛ ث (سن. مُدرا) آڱر ۾ پائڻ جو ڳهه- ٻُڙي يا ٽِڪَ سان ڇلو.
مُنڍُ؛ ذ. مٿو. مُنهن اڳياڙي. شروعات- ابتدا. شروع وارو هنڌ. اوائل- آغاز. مهاڳ (ڪتاب جو). بنياد.
مِنڍُ؛ ذ. چُپ- خاموش. نِنر.
مُنڍو؛ ذ. مُنهن- سِرو. ڪُلهو. ويڪر (ڪپڙي جي)- ٻَرُ.
مُنڍِي؛ ث. سِري- سِسي. ڪنڌ ء مٿي وارو حصو.

**مُندي پچڻ:** ڪند پچڻ.

**مَنزِلَ:** ث (ع) ترسڻ جو هنڌ- ڏاڪو. رهڻ جي جاءِ- هڪڙي ڏينهن جو سفر. گهر. سراءِ. گهر جو مٿيون طلو. چنڊ جو گهر. قرآن شريف جو ستون حصو.

**منزل آسان ٿيڻ:** سولائي سان مقصد پورو ٿيڻ. فوتيءَ جو ڪفن دفن آسانيءَ سان ٿيڻ.

**منزلگاه، منزل گاه:** ث. منزل ڪرڻ يا ڏاڪو ڪرڻ جو خاص مقرر هنڌ.

**منزل مقصُود:** ذ. اصل مقصد. اصل نڪاڻو.

**مَنزِلَت:** ذ (ع) مرتبو- رتبو. عزت- وقعت.

**مُنزَه:** ص (ع) عيبن کان پاڪ. مقدس. پاڪ صاف.

**مَنسڪ:** ص. دل کي خوش ڪندڙ. دل کي فرحت ڏيندڙ. دلبر.

**مُنسَلِڪ:** ص (ع) پُوتل (هار يا ڪنديءَ ۾). ڳنڍيل. شامل. لاڳو.

**مَن وسَلويٰ:** ذ (ع) بني اسرائيل قوم لاءِ آسمان تان لٿل کاڌو. خاص طعام. ازغيبي فائدو.

**مَنسُوب:** ص (ع) نالي ڪيل- نالي ٿيل. مڱيل.

**مَنسوب ڪرڻ:** نالي ڪرڻ. لاڳو ڪرڻ.

**مَنسُوخ:** ص (ع) رد ڪيل. ڪٽيل.

**مَنسُوخ ڪرڻ:** رد ڪرڻ. روڪڻ. نامنظور ڪرڻ.

**مَنسُوخِي:** ث. رد. نامنظوري.

**مَنُش:** ذ (سن) ماڻهو- آدمي- انسان.

**مَنشا:** ث (ع) ارادو- خيال. مراد- مرضي. خواهش- سڌ.

**مَنشُور:** ذ (ع) نشر ڪيل- پکيڙيل. چڙوچڙ. (ذ) سيني ارادن ۽ تجويزن جو اعلان. عام ماڻهن جي بهتري لاءِ ڪنهن جماعت جي مقصدن جي پڌرائي.

**مُنشِي:** ص (ع) محرر- لکندڙ. ڪلارڪ. فارسي پڙهائيندڙ اُستاد لاءِ عام لقب.

**مُنشگيري:** ث. لکپڙه جو ڪم ڪرڻ- محرري- ڪلارڪي.

**مَنصَب:** ذ (ع) رتبو- عهدو.

**مُنصِف:** ص (ع) انصاف ڪندڙ- عدالت ڪندڙ. امين- ثالث.

**منصف مزاج:** ص. انصاف پسند- عادل.

**مَنصُوبَو:** ذ (ع) ارادو. تجويز- رٿا. سازش- فتنو.

**مَنصُوبو سِٽڻ:** سازش ڪرڻ. فتني جاڳائڻ جي رٿ رٿڻ.

**مَنصُور:** ص (ع) فتحمند- سوڀارو. (ذ) مشهور صوفي درويش حسين بن منصور.

**مَنطِق:** ذ (ع) ڳالهائڻ- گويائي. ڳالهه ٻولهه. گفتگو. سوچ ويچار يا غور ڪرڻ جو علم. عقلي دليلن سان حق کي ناحق ۽ ناحق کي حق ثابت ڪرڻ جو علم.

**مَنطقو:** ذ (ع) زمين جي خيالي تقسيم جو هڪ پٽو- ڪمربند.

**مَنظَر:** ذ (ع) نظارو. لقاءُ. تماشو. ڏيک.

**مُنظَم:** ذ (ع) ڌاڳي ۾ پُوتل. ترتيب ڏنل- سلسليوار. سني ترتيب سان.

**مَنظُور:** ص (ع) پسند. قبول. بحال. اجازت.

**منظور ڪرڻ:** قبول ڪرڻ- مڃڻ. اجازت ڏيڻ.

**مَنظور نَظر:** ص. اکين کي وڻندڙ. دلپسند. پيارو.

**مَنظُوري:** ث. پسندي. قبوليت. رضامندي. اجازت.

**مَنظُوم:** ص (ع) پُوتل. نظم ۾ آندل. موزون ڪلام.

**مَنع:** ث (ع) جهل- روڪ. بندش. قاعدي جي خلاف.

**مَنع نامو:** ذ. بندش جو لکيت ۾ يا زباني اطلاع.

**مُنعقِد:** ص (ع) مقرر ڪيل.

**مُنعڪِس:** ص (ع) موٽ کاڌل. اونڌو- اُبتو (پاڇو).

اُولٽو- عڪس.

**مُنعِم:** ص (ع) نعمت ڏيندڙ. غني. سخي- فياض. نعمتن سان نوازيندڙ.

**مُنفَرِد:** ص (ع) اڪيلو- هڪڙو. الڳ- جدا. ناياب.

**مَنفَعَت:** ث (ع) فائدو- نفعو- لاڀ. حاصلات.

**مَنفِي:** ص (ع) انڪاري. رد. خارج ڪيل.

**مِنقار:** ث (ع) چهنب (پکيءَ جي).

**مَنقبت:** ث (ع) تعريف- ساراهه- صفت.

**مُنقَسَم:** ص (ع) ورهايل- ونڊيل. تقسيم ٿيل.

**مُنَقش:** ص (ع) نقش اُڪريل. ڪوٺي چٽ ڪڍيل. گلن ٻوٽن وارا رنگارنگي چِٽ گل.

**مُنقَطع:** ص (ع) وڍيل- قطع ڪيل.

**مُنقطع ڪرڻ:** وڍي ڇڏڻ. تعلق ختم ڪرڻ. سلسلو ٽوڙي ڇڏڻ.

**مُنقَلب:** ص (ع) اُبتو- اُلٽو. اونڌو. ڦرندڙ.

**مَنقُوش:** ص (ع) رنگين چٽن گلن وارو. چٽ اُڪريل.

**مَنقُول:** ص (ع) اُتاريل- نقل ڪيل. بيان ڪيل.

**مَنقُولہ:** ص (ع) هڪڙي هنڌ کان ٻئي هنڌ کڻي وڃڻ جهڙو مال.

**مُنڪِر:** ص (ع) انڪار ڪندڙ. پنهنجي ڳالهہ تان ڦري ويندڙ.

**مُنڪَر:** ذ (ع) هڪ فرشتي جو نالو جيڪو 'نڪير' سان گڏجي قبر ۾ پڇاڻو ڪندو. (ص) خدا جي خدائي کان انڪاري. منحوس.

**مُنڪر نَڪير:** ذ. قبر ۾ پڇاڻو ڪندڙ فرشتا.

**مُنڪَسِر:** ص (ع) عاجز- مسڪين. انڪساري سان هلندڙ- نهنو.

**مُنڪِسر مزاج:** ذ. نهنائي سان هلندڙ. ڪانڌ وارو.

**مُنڪَشف:** ص (ع) کليل- ظاهر- پڌرو.

**مَنڪُوحہ:** ث (ع) نڪاح ۾ آيل- نڪاح ٻڌي. جوءِ- زال.

**مَنگتو:** ص. گهُرندڙ. فقير- پينو. سوالي. مڱڻهار.

**مَنگرُ:** ذ. سامونڊي مڇيءَ جو هڪ قسم.

**منگرمَڇُ:** ذ. هڪ قسم جي وڏو سامونڊي مڇُ.

**مَنگلُ:** ذ (سن) خوشي- شادمانو. هڪ گره جو نالو- مريخ. اڱارو (ڏينهن).

**مَنگلِي:** ث. ڳهہ جو هڪ قسم. چانديءَ جو ڪنگڻ. ڪڙي.

**مَنگڻُ:** م. گهُرڻ- طلب ڪرڻ- مڱڻ.

**مَنگهہُ:** ذ. جاءِ جي ڇت مان هوا اچڻ لاءِ لنگهہ- بادگير. مکڻ گڏ ڪري رکڻ جي وڏي دکي.

**مُنگها:** ذ. ڏٿ جو هڪ قسم.

**مُنگهَڻ، مَنگهُڻ:** ذ. جيت جو هڪ قسم (جيڪو پوسل واري هنڌ ٿئي، ڪَٽُن ۽ ڪلراٺين پٽين ۾ گهَرُ ڪري. انساني رَتُ پِئي).

**مَنگهو:** ذ. لوڙهي جي لنگهہ ۾ ڪتل ٻہ سانگي ڪاٺي جنهن ۾ آڏ لاءِ ٻي ڪاٺي رکي وڃي.

**مَنڻُ:** م. مَنارڻ (ڪپڙو ڌوئڻ لاءِ)- مهٽڻ (هٿن ۾). نيوڙڻ.

**مُنڻُ:** م. مُنڊڻ- ڪوڙڻ (وار). جهنڊ لاهڻ. ٻار جا ٻهريون پيرو وار ڪُوڙڻ.

**مِنو:** ص. ننڍي نڪ وارو- ٻِنو.

**مُنو:** ذ. اٽڻ (چرخي) ۾ لڳل وڏو ڪاٺ جو ڪِلو. ٻيڙيءَ ۾ رسي ٻڌڻ لاءِ اُڀي ڪاٺي. نار جي وڏي چڪر ۾ وڌل اُڀي ڪاٺي. (ص) ٽي پاڱي چار حصو- پئوڻو. اڻپورو. گهٽ- ڪَسو.

**مَنوَتِ:** ث. واڍڪي ڪم جي اصطلاح ۾ ڪاٺيءَ تي ٽُڪَ ۽ اُڪر جو ڪم.

**مَنوَتي، مَنوتي:** ث. مجتا. تسلائي- دلداري. رضامندي. باسَ- سکا.

**مُنورُ:** ص (ع) روشن. چمڪندڙ. درخشان.

**مَنوهَرُ:** ص (سن) دل خوش ڪندڙ. دل ڪسيندڙ- دلبر. سهڻو. پيارو.

**مُنهان:** ظ. مُنهن سان- وات مان.

**مُنهانچڙو:** ص. شرميلو- لڄارو.

**منهان منهن:** ظ. ڪنان تار. روبرو- آمهون سامهون.

**مُنهنجو:** ص. پنهنجو- ذاتي- شخصي.

**مُنهَدِمُ:** ص (ع) ڪريل- ڊٺل (اڏاوت).

**مُنهَمِڪ:** ص (ع) مشغول- مصروف- رُڌل.

**مَنهن:** ذ. ڪڪائون اڏيل ڇَنو- ڇپر. اجهو.

**مَنهِين:** ث. ننڍو ڇنو- ننڍو ڇپر.

**مِنهُن:** ذ. بهانو- عذر.

**مُنهُن:** ذ. ڪنهن شيءِ جو سوراخ جنهن ۾ ڪا شيءِ اندر وجي. وات. دَهن. ڇيد- تنگ. دَر- لنگهه. رستو. شروعات- صورت- شڪل. رخ- طرف. واهه يا نهر جو مُنڍ.

**مُنهن اگهاڙو:** ص. بي شرم.

**مُنهن اونداهي:** ث. ڪاري رات.

**مُنهن بند ڪرڻ:** وات بند ڪرڻ. ڪنهن ٿانءَ جو منهن ڪپڙي وغيره سان ٻڌڻ. ڳالهائڻ کان روڪڻ. لاجواب ڪرڻ.

**مُنهن پر ڪرڻ:** سخت ڏک ڪائڻ- خوار خراب ٿيڻ.

**مُنهن پيچڻ:** ڊڄ ڪرائڻ. سيڪت ڏيڻ.

**مُنهن تي پوڻ:** جڳائڻ. سيبائڻ. مناسب لڳڻ.

**مُنهن تي چوڻ:** روبرو چوڻ. سامهون چوڻ.

**مُنهن تي هڻڻ:** موٽائي ڏيڻ- واپس ڪرڻ. اُڇلي ڏيڻ (نفرت يا ڪاوڙ مان).

**منهن ڏسڻ:** صورت ڏسڻ. نظارو ڪرڻ. ديدار ڪرڻ.

**مُنهن ڏيڻ:** مقابلو ڪرڻ.

**مُنهن ڏيکارڻ:** ديدار ڪرائڻ. ملاقات ڪرائڻ.

**مُنهن رکي:** ث. ڪاٺ جي ننڍڙي گهوڙي جنهن تي ڪپڙو رکي ٻار کي مکيُن کان ڍڪجي- ديمدار.

**مُنهن سڄائڻ:** ناراض ٿيڻ. ڪاوڙجڻ.

**مُنهن ڦيرائڻ:** ڪنڌ ڦيرائڻ. نظرانداز ڪرڻ. بي رخي ڪرڻ.

**مُنهن ڪارو ڪرڻ:** بدفعلي ڪرڻ. بدڪاري ڪرڻ.

**مُنهن ڪاڻ:** ث. پرچائي. اعزا پُرسي. عذرخواهي.

**مُنهن موڙڻ:** رخ بدلائڻ. بيرخي ڪرڻ.

**مُنهن ڪرڻ:** رخ ڪرڻ. روانو ٿيڻ.

**مُنهن لڳڻ:** محرم ٿيڻ- منهن پوڻ. ڏاريي ڪان پردو نه ڪرڻ.

**مُنهن مٿي ڪرڻ:** مان وڌائڻ- سرخرو ڪرڻ.

**مُنهن مقابل:** ظ. روبرو- آمهون سامهون.

**مُنهن هڻڻ:** ملاقات ڪرڻ. ويندي ويندي ملندو وڃڻ.

**مُنهن ميرَ:** ث. اونداهيءَ جي شروعات- نماشام.

**مَنِهي:** ث. مَنَهِين- ننڍو ڇنو- ڇپر.

**مَني:** ث (ع) ڌات- نطفو. (انگ) نقدي.

**مَني آرڊر:** ذ (انگ) ٽپال ذريعي موڪليل رقم.

**مُني:** ث. ٺُوٺي- ڪتل ڪاني. ٺنب. ڪانيءَ جو وڏو ڪِلو (جيڪو ڪورڪي ڪم ۾ ڪم اچي). هُرلي جي چڪر واري اُبي ڪاني. (ص) مُڏِي- اڻ تکي.

**مُنِيبُ:** ذ (ع) نائب (ڪاروبار ۾). پاٿيوار. منشي.

**مُنِيرُ:** ص (ع) روش ڪندڙ. روشن.

**مَڻِ:** ث. نانگ جي مٿي مان نڪتل مٿيو يا ٽِڪي (چون ٿا ته مَڻِ نانگ بلا جو زهر چوسي وٺندي آهي).

**مَڻُ:** ذ. چاليهن سيرن جو وزن.

**مَڻِ ڪَتِي:** ث. اناج جي مڻن ۾ اندازي سان ڪَٽَ.

**مَڻائِڻُ:** م. ڏيکارڻ.

**مَڻڪو، مَڙڪو:** ذ. قيمتي پٿر جو داڻو يا ننگ. موتي. سون يا چانديءَ جو موتي. شيشي جو داڻو. تسبيح جو داڻو. ڪنڌ جو مڻڪو.

**مَڻڪو ٽُٽڻ:** ڪنڌ جو هڏو پڇڻ. ڪنڌ پڇڻ.

**مِڻِ مِڻِ، مِر مِر:** ث. چپن ۾ ڳالهائڻ. سُس پُس.

**مِڻِ مِڻِ ڪرڻ، مِر مِر ڪرڻ:** چپن ۾ ڳالهائڻ. پُڻ پڻ ڪرڻ. آهستي ڳالهائڻ.

**مَڻڻُ:** م. ڏسڻ- پسڻ. رخ رکڻ- هلڻ.

**مَڻي:** ظ. ڏانهن- وٽ- لڳ.

**مَڻيا:** ث. چمڪو. جوت- جلوو. خاص خوبي- جوهر. ذات. سگهه.

**مَڻيادارُ:** ص. جوت وارو. ذات وارو. جلـويـــدار. حسين- سهڻو.

**مَڻيارو:** ص. مَڻَ وارو (ڪارو نانگ، جنهن جي متي ۾ مَڻُ ٿئي).

**مَڻيو:** ذ. موتي مڻڪو. جواهر. ڪوڙو موتي- ڪچ. ڳهه.

**مَڻيارُ، مَڻهيارُ:** ص. چُوڙيون ۽ ڪوڙا مٺيا موتي وڪڻندڙ.

**مُو:** ذ (ف) وارَ- ڪيس.

**مُو تَراش:** ذ. وار لاهيندڙ اوزار.

**مُواخِذَة:** ذ (ع) گرفت- بازپرس- پڇاڳاڇا. بدلو- عيوض. جواب طلبي.

**مُواخذو ڪرڻ:** گرفت ۾ وٺڻ. بدلو وٺڻ. ڏوهه جي سزا ڏيڻ.

**مَوادُ:** ذ (ع) هر شيءِ جو اصل. سامان- شيون. دليل. مضمون.

**مَوارُ:** ص. متارو- تلهو.

**مَوارِجَڻُ:** م. تلهو متارو ٿيڻ. پاڻ پرو ٿيڻ. مغرور ٿيڻ.

**مَوازِنو:** ذ (ع) وزن ڪرڻ- ڪَٿَ ڪرڻ. برابري. هڪ جهڙائي.

**موازنو ڪرڻ:** جانچڻ- تورتڪ ڪرڻ- ڀيٽ ڪرڻ.

**مَوازي، موادي:** ظ. (مبادا جو بگڙيل) بعضي- اتفاق سان. نہ ڄاڻان. ڪڏهن. جيڪر.

**مُواصلاتَ:** ث (ع) ڳنڍجڻ جا وسيلا. اچ وڃ جا رستا.

**مُوافِقُ:** ص (ع) يڪسان- برابر. هڪ جهڙو- مناسب.

**مُوافِق اچڻ:** برابر اچڻ. درست هئڻ. مزاج مطابق هئڻ (ڪاڄو، علاج، آبهوا وغيره).

**مُوافِقَتَ:** ث (ع) هڪجهڙائي- برابري. مزاج جي ساڳيائي.

**مُوافقت ڪرڻ:** تعلق رکڻ. هم آهنگي ڪرڻ. دوستي رکڻ.

**مَواقِع:** ذ (ع. 'موقعہ' جو جمع) موقعا- وَجهہ- مهلون.

**مَوالِي:** ذ (ع) غلام. نوڪر چاڪر. نشو واپرائيندڙ- نشي جو عادتي.

**مَوائِڻُ:** م. ماپ ڪرائڻ- پرائڻ (ڪپڙو يا اَنُ).

**مويي:** ص (ع. مُربي) وڏو. سپ ڪان وڏو (پُٽ).

**مَوتُ:** ذ (ع) اجل- فنا- قضا- مرڻو- وفات.

**مَوتُ اچڻ:** مري وڃڻ. فنا ٿيڻ. گذاري وڃڻ. ڪُٽي ڪٽڻ. شامت اچڻ.

**موت کي سڏڻ:** سِر وڃڻ جهڙا ڪم ڪرڻ.

**مَوتمارُ:** ص. مارينڊڙ- قاتل. خوفناڪ (ڪم، حادثو).

**موتي:** ص. هڪ قسم جو مڻڪو (جيڪو سِپَ جي پيٽ مان نڪري)- پاڻيٺ. مٺيو.

**موتي پُوئڻ:** موتين جو هار ٺاهڻ. خوش بياني ڪرڻ.

**موتيو:** ذ. هڪ قسم جو خوشبودار گُل ۽ ٻوٽو. اکين جي تارن تي پاڻي چڙهڻ جو مرض.

**موتيو پاڻي:** ذ. اکين جي ماڻڪين تي چڙهيل اڇو پاڻي.

**موٺُ:** ذ. هڪ قسم جي ٻُوٽي جي پاڙ.

**موتاڄُ:** ص (ع. محتاج) ضرورتمند. هيڻو. معذور.

**موتو:** ص. ڏيہر (جيڪو هڪ هنڌ ٽوٽي ٽيو پيو هجي)- ٽوٽي.

**موٽَ:** ث. پوٺتي ورڻ- پويان پير- واپسي. اُٿل.

**موٽَ کائڻ:** موٽي اچڻ- پوٺتي ورڻ. پويان پير ڪرڻ. گهنجڻ- لات کائڻ (پاڻي).

**موٽائڻ:** م. موٽائي ڏيڻ- واپس ڪرڻ. پوٺتي ورائڻ. رد ڪرڻ. نااُميد ڪرڻ.

**موٽرُ:** ذ (انگ) انجڻ تي هلندڙ گاڏي- موٽرڪار. انجڻ- مشين.

**موٽر سائيڪل:** ث. انجڻ تي هلندڙ ٻن ڦيٿن واري سائيڪل.

**مُوٽڙِي:** ث. ويڙهيل سيڙهيل ڪپڙن جي ننڍڙي هَڙَ.

**موٽڻُ:** م. موٽي اچڻ- وري اچڻ. موٽ کائڻ- ورڻ. پويان پير ڪرڻ.

**موٽو:** ص. ٿلهو (جسم)- متارو. گهاٽو (ڪپڙو). (ث. موٽي).

**موٺُ:** ذ. هڪ قسم جو اناج. هڪ قسم جي خوشبودار ٻُوٽي جي پاڙ.

**موٺڙو، موٺڙيو:** ذ. آڏاڻي تي ٺهيل هڪ قسم جو ڪپڙو (جنهن ۾ ست رنگا پٽا ٿين). سنڌي گربي يا سوسي جو هڪ قسم.

**مُؤثِرُ:** ص (ع) اثر ڪندڙ- اثرائتو. ڪارگر تاثير ڪندڙ.

**مَوجَ:** ث (ع) لهر- چولي. ترنگ. ولولو- امنگ. خوشيءَ جي لهر. گهڻائي- افراط. مستي. خوشي. عش آرام.

**موجون ماڻڻ:** مزا ماڻڻ. عيش ڪرڻ. مزي سان زندگي گذارڻ.

**مَوجِي:** ص. موجون ڪندڙ. زنده دل. پُورالو. مست.

**موجِبُ:** ظ (ع) لازم- فرض- واجب. جي ڪري- سببان. پٽاندر.

**مُوجِدُ:** ص (ع) ايجاد ڪندڙ. ڪا نئين ڳالهہ يا هنر پيدا ڪندڙ.

**مَوجِزَن:** ص. لهريون هڻندڙ- چوليون هڻندڙ (درياءَ، وهڪرو).

**مُوَجِل:** ص (ع) ڪنهن وقت لاءِ ملتوي ڪيل. بعد ۾ ادائگي لاءِ مقرر ڪيل (حق مهر).

**مَوجُود:** ص (ع) پيدا ڪيل. حاضر. هڪيو تڪيو. قائم- برقرار. تيار. مهيا- مُيسر- دستياب.

**موجود ڪرڻ:** حاضر ڪرڻ. پيش ڪرڻ. پيدا ڪرڻ. مهيا ڪرڻ.

**موجودات:** ث (ع) اهي سڀ شيون جيڪي خدا تعاليٰ پيدا ڪيون آهن. ڪل ڪائنات. مخلوقات.

**مَوجُودَگِي:** ث (ف) حاضري- پيشي.

**مَوجُودَه:** ص (ع) هينئر جو- حاضر وقت ۾. هڪيو تڪيو- اڳيان.

**موچارُ:** ص. سهڻو- خوبصورت. موچارو.

**موچارو:** ص. سهڻو- قبول صورت- سندر- ناهوڪو. پورو پنو- سٺو. اُچو- عمدو.

**موچڙو:** ذ. پادر- جوتو. جتيءَ جو هڪڙو پيرُ.

**موچڙا ڪاري:** ث. پادرن جو سٽڪو.

**موچڙي بازي:** ث. موچڙا ڪاري.

**موچڙي ڪُٽيو:** ص. هيسايل. مطيع.

**موچڪو:** ص. موچيءَ جو. موچيءَ جي ڪم جو.

**مُوچِي:** ذ. چمڙي جو ڪم ڪندڙ (چمڙي مان سنج ۽ جتيون ٺاهڻ)- ڪفش دوز. (ث. موچياڻي).

**مُوَحِدُ:** ص (ع) هڪڙي خدا کي مڃيندڙ. سچو مسلمان.

**مُؤخَرَ:** ص (ع) آخري- پڇاڙيءَ وارو. آخر لاءِ ڇڏيل.

**مُوَدَب:** ص (ع) ادب وارو. اخلاق وارو- فضيلت وارو.

**مُوَدَت:** ث (ع) محبت- الفت- پيار. اخلاص.

**مودي:** ص. اناج جو واپاري. پانڌاري.

**موڏڪُ:** ذ. مُهلڙو- مُهرو. (ص) نه ڳالهائيندڙ- گُمر سُمر. پورڙو. موڳو. بيوقوف.

**موڏو:** ص. ٿوڙهو- گنجو- روڏو. بنان سڱن جي (چوپايو). (ث. موڏي).

**مُاذِن:** ص (ع) اذان ڏيندڙ- بانگو.

**مُوذي:** ص (ع) ايذائيندڙ- ڏکوئيندڙ. آزاريندڙ. ظالم. لُچ. بخيل. ڪنجوس.

**مورَ:** ث. نشون اويڙ. ٻُور (انب جي وڻ جو). ڪلي- مکڙي. وڻن جو ڦوٽهڙو.

**مورُ:** ذ (سن. مَيُور) پکيءَ جو هڪ قسم- طائوس. نٽ جو چَٽُ يا ٽنگ.

**مُور:** ث (ف) ماڪوڙي- ڪِٽِلي.

**مُورِ:** ظ. اصلي- پٽيءَ- هڏ- ماڳهين- هرگز.

**مُورُ:** ذ (سن. مُول) اصل رقم. مُوڙي- پونجي- سرمايو.

**موراڪِي:** ث. مڇيءَ جو هڪ قسم.

**مُوَرَتَ:** ث. تصوير. پٿر وغيره جو ٺهيل بُت. صورت- شڪل. فوٽو.

**مُورِتي:** ث. مورت.

**مُورِثُ:** ص (ع) اهو شخص جنهن کي ورثو يا ترڪو مليو- وارث.

**مُورِثِ اعليٰ:** ص. وڏو وارث.

**مورجَڻُ:** م. ٻُور ڪڍڻ (وڻ). گونچ ڪڍڻ- انگورجڻ.

**مورچو:** ذ (ف) قلعي جي چوڌاري ڪوٽيل کاهي. خندق. لڙائي يا شڪار لاءِ حفاظتي ڪڏُو.

**مورچي بندي:** ث. حفاظتي ڪڏُا يا کاهيون.

**مورڇا:** ص (سن) بيهوش- بي سُڌ- غش.

**مورڇَل:** ذ. مور جي کنڀن جو وڃڻو.

**مُورَخُ:** ذ (ع) تاريخ لکندڙ- وقائع نويس. تاريخدان.

**مُورخہ:** ث (ع) تاريخ- تِٽ.

**مورڙو:** ذ. آڳاٽي تاريخي قصي "مورڙو- مانگر مڇ" جي هڪ ڪردار جو نالو.

**مُورکُ:** ص (سن. مُورک) بيوقوف- احمق. جاهل.

**مُورکائي:** ث. بيوقوفي- ايائپ- حماقت.

**مورَڻُ:** م. گؤنچ جهلڻ- ٻُور جهلڻ (وڻ، ٻوٽا). ڦوٽهڙو ڪائڻ (گاهه).

**مورو:** ذ. وڻ وڍڻ کان پوءِ پاڙن مان نڪتل ٻيو پيرو گؤنچ. جبل جو هڪ لوڪ گيت.

**مورُوثي:** ص (ع) وارثيءَ وارو. ترڪي ۾ آيل. ورثي ۾ مليل.

**موري:** ث. پاڻيءَ جي نيڪال جي جاءِ. نالي- ڪَسِي. ننڍڙي پُل- ڦُردو.

**مُوري:** ث. هڪ قسم جو اويڙ (پاڃيءَ طور ڪم اچي).

**مورياڻُ:** ذ (ف) ڪَٽُ- زنگ- ڪسُ.

**موريسَرُ:** ث. اکين جي تارن تي آيل اڇو پاڻي- موتيو.

**موريو:** ذ. ڪنهن به ڌاتوءَ مان ٺهيل گهاگهر جهڙو ٿانءُ.

**موڙَ:** ث. واپسي- موٽَ. وَٽُ- پيچُ. وڪڙ.

**موڙُ:** ذ. گهوٽ جو تاج- ڪلنگي- مُڪٽ. گهوٽ جي مٿي تي ٻڌل گُلن يا موتين جي جهالر. ڪُڪڙ يا پکيءَ جي مٿي واري چوٽي. ڦندڻ- ٽؤنر. وَرُ- وڪڙ. وَٽُ. ڏنگُ- ڪُبُ- خَمُ. ڦيرو.

**موڙُ ڏيڻ:** وڪڙ ڏيڻ- موڙڻ. ڦيرائڻ. چڪر ڏيڻ. ڏنگو ڪرڻ- وَرُ ڏيڻ.

**موڙ ڪائڻ:** ڦرڻ- وڪڙ کائڻ. مُڙڻ.

**موڙائي:** ث. گهٽتائي- لاٽ (اگهه ۾).

**موڙڻ:** م. ڦيرائڻ. ورائڻ. وڪڙ ڏيڻ. ور ڏيڻ. مروڙڻ. مروٽڻ. پيچ ڏيڻ. مٽائڻ (رخ). ڏنگو ڪرڻ. واپس ڪرڻ.

**موڙو:** ذ. وَر- وڪڙ. ڏنگُ. (ص) لٽل- گهٽ (اگهه). ڪَسو. چوپائي مال ۾ پيل بيماري.

**موڙو ڏيڻ:** ورائڻ- رخ ڦيرائڻ. منهن ۾ گهنڊ وجهڻ.

**مُوڙو:** ذ. گهوٽ يا ڪنوار کي ڏونگهين، ڪارڪن، پتاشن وغيره جي ڏنل سوغات. سَر جي ڪانن مان ٺهيل ڪرسي.

**مُوڙو ڏيڻ:** مڱڻي جي رسم موجب گهوٽ جي طرفان ڪنوار کي يا ڪنوار جي طرفان گهوٽ کي وڳي سان گڏ سوغات ڏيڻ.

**مُوڙهُ:** ذ. مونجهه. ڪنهن عضوي ۾ نسن جي ٿيل ڳنڊ. منجهيل سُٽ. باديءَ جي پرتي. وهٽ يا چوپائي جي آنڊي جو وڪڙ ۽ روڪ. (ص) موڳو. ڪند ذهن- غبي. مُنجهيل. واتڙو.

**مُوڙهَلُ:** ص. منجهيل. واتڙو. گهبرايل. گمراهه- ڀُليل.

**مُوڙِي:** ث. مُور- پونجي. واپار ۾ سيڙايل اصل رقم. ننڍي هڙ- پروٽڙي. ڪانن يا گاهه جي مُٺ. پنجويهن ٻيڙين جي جهُوڙِي.

**موزو:** ذ (ف) جوراب. چمڙي جي گوڏن تائين جُتي.

**مَوزُون:** ص (ع) تُريل تڪيل. ٺهڪندڙ. مناسب- لائق. درست- صحيح.

**موزون هجڻ:** مناسب هجڻ. صحيح هجڻ. جوڳائتو هئڻ.

**موزونيّت:** ث (ع) مناسبت. پسندگي.

**مُوسَٽُ:** ذ. بهاني بازي. لاڏ ڪوڏ. انگل آرو.

**مُوسڙو:** ذ. هڪ قسم جو پکي.

**موسَمَ:** ث (ع. موسِم) وقت- زمانو- دور. مُندَ- رُت.

**موسمِ بهار:** ث. بهار جي مند.

**موسمِ سَرما:** ث. سياري جي مند.

**موسَمِي:** ث. مُند جو- رُت جو. منداٺتو. فصلي.

**موسمِي بُخار:** ذ. مليريا- سرءَ جو بخار.

**مَوسُوم:** ص (ع) نالي ڪيل.

**مُوسيٰ:** ذ (ع) هڪ نبي سڳورو (جيڪو بني اسرائيل قوم تي لٿو).

**مُوسيقارُ:** ذ (ف) موسيقيءَ جو ماهر. ڳائيندڙ وڄائيندڙ.

**مُوسِيقِي:** ث (ع) ڳائڻ وڄائڻ جو علم- راڳ وديا.

**مُوشُ:** ذ (ف) ڪُوئو- چُوهو.

**مُوشِگاف:** ذ (ف) وار جي ڳَل لاهيندڙ. باريڪ بين.

**مُوشگافِي:** ص (ف) وار جي کل لاهڻ. باريڪ بيني.

**موشو:** ذ. بهانو- لِڪَ. فريب.

**موشو ڪرڻ:** پاسو ڪرڻ. لحاظ ڪرڻ. لِڪَ ڪرڻ.

**مَوصُوفُ:** ص (ع) صفت ڪيل- ساراهيل. تعريف ڪيل- واکاڻيل.

**مَوصُولُ:** ص (ع) وصول ڪيل- ورتل- مِليل.

**مَوضِع:** ذ (ع) ڳوٺ- ڳام.

**مَوضُوعُ:** ذ (ع) مضمون. مضمون جو مقصد- عنوان.

**مُوَقَّر:** ص (ع) عزت دار- معزز.

**موقعو:** ذ (ع) واقعي وارو هنڌ. جاءِ- هنڌ. خاص وقت. خاص هنڌ. وجهه- وارو.

**موقعو ڏسڻ:** وقت جو انتظار ڪرڻ. وجهه ملڻ جو وقت ڏسڻ.

**موقعو ڏيڻ:** مهلت ڏيڻ. وجهه ڏيڻ.

**موقعو ملڻ:** وجهه لڳڻ. مناسب وقت هٿ اچڻ. داءُ لڳڻ.

**مَوقُوف:** ص (ع) برخاست (نوڪريءَ کان) ملتوي- مهمل. ترڪ ڪيل.

**موتوف ڪرڻ:** نوڪريءَ کان الڳ ڪرڻ.

**مَوقوفي:** ث. برطرفي- معزولي. علحدگي (نوڪريءَ کان).

**موڪ:** ث. پاڻيءَ جي گهٽائي. جالارو پاڻي (جيڪو هيناهين زمين تي سولائي سان پيچ ڪري). پالوٽ. (ص) گهٽو- جهجهو- جالارو.

**موڪا:** ذ. هڪ بيماري جو نالو. بَواسير.

**موڪَر:** ث. ويڪر. بَر- عرض (ڪپڙي جو). ڪشادگي.

**موڪرائي:** ث. موڪَر. ويڪر.

**موڪرو:** ص. ڪليل- ڪشادو- ويڪرو.

**مُوَڪَل:** ص (ع) ذميدار. (حقن جو) محافظ.

**موڪَل:** ث. اجازت- اذن. رخصت. برطرفي (نوڪريءَ کان).

**موڪلائي:** ث. وداع- رخصت.

**موڪلائڻ:** م. اجازت وٺڻ. رخصت وٺڻ. وداع ڪرڻ.

**موڪلڻ:** م. روانو ڪرڻ. ارسال ڪرڻ. مُنجڻ.

**موڪ:** ذ. نجات- ڇوٽڪارو. پيٽا. نذرانو.

**موڪ ٿيڻ:** آجائي ٿيڻ. نجات ملڻ. تڪليف يا آزار مان جند ڇُٽڻ.

**موڪا:** ث. نجات- ڇوٽڪارو. رهائي- آزادي. نذرانو. ڪمي ڪاسبي کي نذراني جي عيوض ڏنل اَنَ داڻا. نذر- پيٽا. باس- سکا.

**موکي:** ث (ف. مُغي، مُغان) "موکي- متارا" قصي جو هڪ ڪردار.

**موگرو:** ذ. "موتيي" جهڙي گُل ۽ ٻوٽي جو هڪ قسم- مگرو.

**موڳائي:** ث. اُٻاڻڪائي. حيراني- واترائي. سستي. ڳهر.

**موڳو:** ص. منجهيل- مُوڙهل. وسائل- سُست. واترو- حيران. مورک- بيوقوف. (ث. موڳي). (ذ) جن ڀُوت.

**موگو، موگي:** ص. مگن جي رنگ جهڙو- هلڪو سائو.

**مُول:** ذ (سن) پاڙ- جڙ- بنياد. مُوڙي- مُور.

**مَولى:** ذ (ع) مالڪ- ڌڻي. آقا. خدا تعالى.

**مولائي:** ص. مولى جو. غلام- ٻانهو.

**مَولانا:** ص (ع) عالم. مولوي. عام طرح عالم فاضل شخص جو لقب.

**مُؤلف:** ص (ع) تاليف ڪندڙ. مُرتب ڪندڙ. ڪتاب جو مواد گڏ ڪندڙ.

**مَولا:** ذ (ع. مولى) مولى- آقا. ڌڻي تعالى.

**مَولُود:** ذ (ع) ڄايل- پيدا ٿيل (ٻار). ڄمڻ جو ڏينهن. اها مجلس جنهن ۾ نبي سڳوري جي ولادت جو ذڪر ٿئي. نبي سڳوري جي ولادت جي ذڪر وارو شعر.

**مَولودي:** ص. مولود چوندڙ- شغل پڙهندڙ.

**مَولوي:** ذ (ع) شريعت جا احڪام ڄاڻندڙ. دين جو عالم. فقيه. معلم. عالم جو لقب.

**مولهاٽو:** ذ. مٽي تي ٻڌل وڏو پٽڪو. پڳڙ- مولهيو.

**مولهيو:** ذ. ڪلنگي دار پٽڪو يا پڳ. مولهاٽو.

**موم:** ث (ف) ميڻ.

**موم بَتي:** ث. ميڻ بتي- شمع.

**موم جامو:** ذ. هڪ قسم جو ڪپڙو.

**موم دِل:** ص. نرم دل. قياس وارو.

**مومي:** ص. ميڻ جو- ميڻ وارو. روغني (پنو).

**مُومَل:** ث. مشهور قصي "مومل- راڻي" جو هڪ ڪردار.

**مومِن:** ص (عَ) ايمان آڻيندڙ. سچو مسلمان.

**موميائي:** ث. هڪ قسم جو وڪر (چون ٿا ته 'موميائي' کائڻ سان ڀڳل هڏ ڳنڍجي ٿو).

**مُون، مان:** ف (ف. مَن) آءٌ- مان- پاڻ.

**مون جهڙو:** ص. ثاني- ٻيو.

**مُؤنث:** ث (ع) عورت- مادي. زال.

**مُونجهه:** ث. "مُنجهڻ" جي حالت. ساهه جي گهٽ-

پُوست- آند ماند- بيقراري. هيانءَ تي بار. پريشاني. مونجهارو. رولو. گڙٻڙ.

**مُونجهارو:** ذ. الجهاءُ- رولو- پريشاني.

**مُونڙو:** ذ. گوڏو- مُونو.

**مُونڙي:** ث. مَلهہ جو هڪ داءُ- گوڏي جي آڏ.

**مُونڙي ڏيڻ:** مَلهہ ۾ ڦڙتي هڻڻ. رنڊڪ وجهڻ.

**مُونِس:** ص (ع) اُنس رکندڙ. دوست- همدم- ساٿي.

**مُونو:** ذ. گوڏو.

**مُونا کوڙڻ:** گوڏا کوڙڻ. سجدي ۾ ڪِرڻ.

**موڻي:** ث. اٽي ۽ گيهہ مان ٺهيل ننڍڙي ڪوڪي- نان خطائي. هڪ قسم جو بسڪوٽ.

**موهُ:** ذ (سن) پيار- پريت. محبت. لالچ- حرص- لوڀ.

**موهَتُ:** ص (سن) عاشق- فدا.

**موهت ٿيڻ:** عاشق ٿيڻ. موهجڻ.

**موهَنُ:** ص (سن) دل ڇڪيندڙ. پرين- محبوب. (ذ) ڪرشن مهراج جو هڪ صفاتي نالو.

**موهِڻُ:** م (سن) عاشق ڪرڻ. دل ڇڪڻ. پيار ٿيڻ. مست ڪرڻ. لُيائڻ. گيهہ سان ڳوهڻ- لوڻڻ.

**مَوهُوم:** ص (ع) وهم ڪيل. وهم وارو. قياسي- فرضي. خيالي.

**موهيڙو:** ذ. مُنهن تي نڪتل داڻو (جوانيءَ ۾ ٿئي).

**مُوءِ:** ذ (ف) وار. زُلف.

**مُوئرو، مُوئڙو:** ذ. ٿانون ملڻ لاءِ وڻ جي ٿارين جو مُچو- مُوئو. ٻهَہ سان پرڀل جانور جي ڳل. ڪکن ۽ اڳڙين مان ٺهيل بوتو.

**مُوئو:** ذ. مُوئرو.

**مويا:** ذ (ع. ماء) پاڻي- آب.

**مُويدُ:** ص (ع) تائيد ڪندڙ. حمايت ڪندڙ. نهراء جي پنيرائي ڪندڙ.

**مَويشي:** ث (ع) ڍور- جانور. کير ڏيندڙ چوپايا (ڍڳي، مينهن، ٻڪري، رڍ). وهٽ.

**مَہ:** ذ (ف) چنڊ- قمر. مهينو- ماهه.

**مَہ جَبِيں، مہ رو:** ص. چنڊ جهڙي سهڻي- خوبصورت- حسين.

**مَہ لقا، مَہ وَش:** ص. چنڊ جهڙي. سهڻي- حسين.

**مِہ:** ص (ف) وڏو. اعليٰ. بزرگ.

**مِہ، مِنہ:** ذ. بهانو- عذر.

**مَها:** ص (سن) وڏو. عظيم. اُتم. اعليٰ. ڏاڍو گهڻو.

**مَها ٻَلي:** ص. وڏي "طاقت وارو. ڏاڍو. شهزور.

**مَهاپاپُ:** ص. وڏو گناهہ.

**مَها پُرش:** ذ. وڏو ماڻهو. بزرگ. نيڪ انسان.

**مهاشيہ:** ص. عزت آبرو وارو ماڻهو.

**مَهاڀارَت:** ذ (سن) ڀارت جي وڏي جنگ (جيڪا پانڊون ۽ ڪورون جي وچ ۾ ٿي هئي). مهاڀاري جنگ جي بيان وارو ڪتاب.

**مَهاتما:** ص (سن) وڏو پهتل ماڻهو. عالي دماغ. فياض.

**مُهاجِرُ:** ص (ع) هجرت ڪندڙ (خاص طرح نبي سڳوري سان گڏ مديني مان هجرت ڪري آيل).

**مَهاجَنُ:** ذ. هندو واپاري. هندن جي آبادي.

**مَهاديوُ:** ص (سن) نيڪ انسان. اعليٰ نسل. (ذ) شِوَ مهراج جو ٻيو نالو.

**مَهادي:** ث. وڏو ڪتل جانور (ڍڳو، پاڏو وغيره).

**مَهادي ڪرڻ:** وڏو جانور ڪهي وڪڻڻ.

**مُهاڏو:** ذ. مُهاڙ- مهاڳ. اڳياڙي. محاذ- جنگ. جهيڙو.

**مُهاڏو اٽڪائڻ:** جهيڙو ڪرڻ. حجت ڪرڻ. بحث ڪرڻ. تڪرار ڪرڻ. ضد ٻڌڻ.

**مَهارَ:** ث (ف. مُهار) اُٺ جي ناڪلي ۾ ٻڌل رسي

(جنهن جي اشاري سان اُٺ هلي). ڏندن جو مٿيون گوشت.

**مَهاراڄُ، مَهاراجا:** ذ (سن) وڏو راجا. مهراج.

**مَهاراڻي:** ث (سن) وڏي راڻي- پَٽ راڻي. ملڪہ.

**مَهارَت:** ث (ع) ڪسرت- مشق. عادت- سياءُ. لياقت- قابليت. سليقو- سگهڙپائي.

**مَهارت هجڻ:** مشق هجڻ. آزمودو هجڻ.

**مَهارِي:** ث. اهو پلنگ جنهن تي چاريءَ جو پردو چڙهيل هجي. پلنگ تي چڙهيل چاريدار پردو- مڇرداني.

**مُهاڙ:** ث. مُنهن- رخ. مُند- مُهڙ. اڳيون حصو- آڳو. اڳيون حصو (جاءِ جو).

**مُهاڙي:** ث. جاءِ جو اڳيون حصو- آڳو. شڪار جي اصطلاح ۾ شڪار وقت جانورن جي گهٽ بند ڪرڻ لاءِ لوڙهو وغيره.

**مَهاسَڀا:** ث (سن) وڏي جماعت. جماعت جو ميڙ. پاليامينٽ.

**مُهاڳُ:** ذ. جاءِ جو اڳيون حصو. جاءِ جي اڳيان خالي پيل ميدان- مهاڳو. مُهاڙي. ڪتاب جو مُند.

**مَهامَرِي:** ث. وڏي بيماري- پليگ.

**مُهانڄڙو:** ص. لڄارو- شرميلو.

**مَهاند:** ظ. مَهند. اڳ ۾.

**مُهاندو:** ذ. مُنهن- شڪل- صورت. ٻول- نمونو. بناوت.

**مَهانگ:** ث. مهانگائي- گراني.

**مهانگائي:** ث. مهانگ- گراني- آڪرائي.

**مَهانگو:** ص. گهڻي ملهه وارو. آڪرو- گران. (ث. مهانگي).

**مُهائو:** ص. مڇي مارينڌڙ ۽ وڪڻندڙ. (ث. مُهاڻي).

**مهائِي:** ص. سورهيہ- دلير. اڳواڻ.

**مِهتَ:** ث (ع. مسجد) مسجد- مسيت.

**مهتُ:** ذ. مانُ- عزت. سوڀ. سرخروئي.

**مُهت لهڻ:** مانُ لهڻ. سرخرو ٿيڻ.

**مَهتابُ:** ذ (ف) چنڊ. چانڊوڪي.

**مِهتَرُ:** ص (ف) تمام وڏو. (ذ) حضرت موسيٰ عليہ السلام لاءِ عزت وارو خطاب.

**مُهتَمِمُ:** ص (ع) منتظم- سربراه. ڪم ڪار جو اڳواڻ.

**مَهتو:** ذ. هندو دڪاندار- هٽ واڻيو. (ث. مَهتِي).

**مَهٽَ:** ث. مَلَ- مهٽو- مالش. اُجرائي- صفائي. چِپَ- سختي.

**مَهٽ سهٽ:** ث. اڄائي اجرائي. ناهہ نوهہ. چنڊ ٽوڪ. سينگار.

**مَهٽڻُ:** م. هٿن جي زور سان گسائڻ. هٿن ۾ نپوڙڻ. گسائڻ- گهڪو ڏيڻ. مکڻ. مالش ڪرڻ. چيپٽ ڏيڻ.

**مَهجُورُ:** ص (ع) جدا ڪيل. وڇڙيل.

**مَهد:** ذ (ع) پينگهو- جهُولو- هندورو.

**مَهدِي:** ص (ع) هدايت ڪندڙ. هادي. رهنما.

**مُهَذبُ:** ص (ع) تهذيب وارو. سڌريل. ترقي يافتہ. شريف. سلڇڻو.

**مَهرِ:** ث (ع) نڪاح وقت مرد جي طرفان عورت کي ڏنل يا ٻاسيل ڪابينو. حق زوجيت- حق مهر.

**مَهر مَعجَل:** ث. بروقت ادا ڪيل حق مهر.

**مَهر مُوَجل:** ث. مڙس تي واجب الادا حق مهر.

**مِهرَ:** ث (ف) محبت- پيار. شفقت. اخلاص. ترس- قياس- ٻاجهہ.

**مِهر ڪرڻ:** ٻاجهہ ڪرڻ. مهرباني ڪرڻ. ٻلائي ڪرڻ. قياس ڪرڻ.

**مُهرَ:** ث (ف) ڪاٺي يا رٻڙ وغيره تي اُڪريل نالو- نپو. مُنڊي. سون جو سڪو- اشرفي.

**مُهرَ هڻڻ:** تصديق ڪرڻ. نپو هڻڻ. ٺورو ڪرڻ.

**مَهراڄُ:** ذ (سن) ٻانيڻ. حاڪم- راجا.

**مِهراڻُ:** ذ. سنڌو درياء جو نالو- سنڌوندي.

**مُهرائو:** ذ. اُپرندي ناري (ڏوري) ۽ ٿر جي پٽن سان لاڳو آباد علائقو.

**مِهربانُ:** ص (ف) محبت ڪندڙ. شفقت ڪندڙ. عنايت ڪندڙ. ٻاجهہ ڪندڙ. محسن- ٻاجهارو. ڳهڪڙو. سٻاجهو.

**مِهرباني:** ث (ف) عنايت- ڪرم. ٻاجهہ. شفقت. ٿورو- احسان- وڙ.

**مِهرباني ڪرڻ:** عنايت ڪرڻ. نوازش ڪرڻ. احسان ڪرڻ- ٿورو ڪرڻ.

**مُهرو:** ذ. اڳواڻ. باني. مهندار. شطرنج جي هڪ ڳوٽ يا ساري. هُرلي جي هڪ ڪاني. ٻيڙيءَ جو اڳيون پاسو. اکري ۾ ڪُٽڻ لاءِ ڪانيءَ جو ڏنڊو- مُهلڙو. ڏُڪو.

**مَهري:** ذ (ع) سُواريءَ لاءِ تيز رفتار اُٺ. تمام پلو اُٺ. چڙهيءَ جو اُٺ.

**مِهري:** ث (سن) عورت- زال- استري- ناري.

**مُهري:** ث. ڪانيءَ جو ڏنڊو (اُکريءَ ۾ اَنُ چڙهڻ يا مصالحي ڪٽڻ). ڳاڙهي رنگ جي دل- مَسُور.

**مُهَڙ:** ث. مُنهن. مُنڍ. اڳياڙي- اڳو. مُهاڙي. شروعات.

**مُهَڙ ڪرڻ:** مُنهن ڪرڻ- رخ رکڻ- ڏيتي ليتي جو وهنوار رکڻ.

**مُهَڙُ:** ذ. مُهاڙُ. منڍ- شروعات.

**مهڪَ:** ث (ف) گلن جي خوشبو- سُرهاڻ- سڳند. بُوءِ.

**مُهَڳُ:** ذ. مُها. مُنڍ- شروعات. مُهاڙي.

**مَهَلَ:** ث (ع) وقت- ٽائو. ويلو- ساعت. موقعو.

**مهلائتو:** ظ. وقت سِر- وقتائتو.

**مَهل سِر:** ظ. وقت تي. پوريءَ مهل تي.

**مَهل ڪرڻ:** وقت تي مدد ڪرڻ. ڏيکئي وقت تي ڪم اچڻ.

**مهل گسائڻ:** موقعو وڃائڻ- وجهہ وڃائڻ.

**مُهلتَ:** ث (ع) فرصت- واندڪائي. موقعو. ڍِر- سُستي. وقفو.

**مُهلت ڏيڻ:** موقعو ڏيڻ- وجهہ ڏيڻ. ڪجهہ وقت جي ڇُوٽ ڏيڻ.

**مُهلڙو:** ذ. مصالحي ڪٽڻ جو مُهرو.

**مُهلِڪُ:** ص (ع) ماريندڙ. نقصان پهچائيندڙ. قاتل.

**مَهلو:** ذ. فصل ۾ رتيءَ جو مرض. اُهو جيت جيڪو فصل، انب يا ميوي دار وڻن جي ٻُور کي نقصان پهچائي.

**مُهم:** ث (ع) وڏو ڪم. ڏکيو ڪم. جنگ- لڙائي. مشڪلات.

**مَهمانُ:** ذ (ف) مزمان. ٻاهران آيل ماڻهو (جيڪو ماني ٽڪي کائي ۽ رهي). دعوتي.

**مَهمان خانو:** ذ. مسافرن جي رهڻ ۽ ٽڪڻ جي جاءِ- مسافرخانو. اوطاق.

**مهمانداري:** ث. مهمان جي خاطرداري.

**مهمان نَوازي:** ث. مزمان جي خاطرداري.

**مَهماني:** ث. مزمان جو آدرياءُ. خاطر تواضع. دعوت.

**مُهمَل:** ص (ع) ڇڏيل. ترڪ ڪيل. بيڪار- نڪمو. اجايو- بي معني.

**مُهل ڪرڻ:** ترڪ ڪرڻ. ملتوي ڪرڻ. ٿوري وقت لاءِ ٽارڻ.

**مَهميرُ:** ص. پهلوان- دلير- بهادر.

**مَهميرو:** ذ. هڪ ٻُوٽي جي پاڙ ١٠اکين جي علاج طور ڪم اچي).

**مَهميزَ:** ث (ع) گهوڙي کي اڙي ڏيڻ (لاءِ لوهي ڪُنڊو جتيءَ جي کُڙيءَ ۾ لڳائيو آهي. کڙيءَ جو ڏڪ- انگڙي جي چوڪَ.

**مَهميز ڏسڻ:** چُونگ ڏيڻ- ڏکو ڏيڻ. هشيار ڪرڻ.

**مُنهالَ:** ث. تلوار جي مياڻ تي ٿيل جڙاڻ.

**مَهنتُ:** ذ (سن) جوڳين جو اڳواڻ. ساڌو. مندر جو وڏو پوڄاري.

**مَهَند:** ظ. مُنڌ ۾- شروع ۾. اڳي. منهن سامهون- روبرو.

**مَهنديون:** ص. اڳيون. اڳوڻو. گذريل (سال، مهينو).

**مَهَندارُ:** ص. اڳواڻ- پيشوا.

**مُهَندِس:** ذ (ع) جاميٽري جي علم جو ماهر. پيمائش ۽ رياضيءَ جو ماهر. ماهر تعميرات. انجنير.

**مَهنگو:** ص. وڏي قيمت وارو. وڏي مُلهہ وارو. مهانگو. (ث. مَهنگي).

**مُهَڻُ:** م. موهڻ- پيار ۾ مست ڪرڻ. مُسڻ. فنا ڪرڻ.

**مهڻو:** ذ. طعنو- اولانيو.

**مهٺي هابُ:** ص. مهٺي ڏيڻ جهڙو. گلارو- ڏورابي جهڙو.

**مُهڻو:** ص. موهيندڙ. دل لياڻيندڙ.

**مُهُورت:** ث (سن) هندن جي رسم موجب ڪنهن ڪم جي شروعات ڪرڻ جو مناسب وقت. رسم جي نيڪ ساعت. سُنو سوَڻ. شروعات ڪرڻ جي رسم.

**مَهوسي:** ص (ع) لالچي- حريص. سون چاندي ٺاهيندڙ وَهمِي.

**مَهِي:** ث. گهاٽو ڏُڌ (جنهن مان اڃان مکڻ نہ نڪتو هجي).

**مَهِي وِلوڙَ:** ث. لوچ پوچ- اٿل پٿل- آنڌ مانڌ. مانڌاڻ- ٿيٽاڙو.

**مُهيا:** ص (ع) حاضر- موجود- تيار.

**مُهيا ڪرڻ:** موجود ڪرڻ- حاضر ڪرڻ.

**مُهيبُ:** ص (ع) ڀيانڪ- ڊيڄاريندڙ- ڊوائتو.

**مَهيسرُ:** ذ. عربي نسل (بَنُو مَيسَره) جو هڪ سنڌي قبيلو.

**مَهيسِي:** ص. جوڳين جو هڪ فرقو- مهيسري (جيڪي شوَ جي پوڄا ڪن).

**مَهِين:** ص (ع) سنهون- باريڪ. نازڪ. نفيس.

**مَهِينو:** ذ (ف) ماهہ. مهيني جو اجورو. ماهيانو.

**مُئَلُ:** ص. مري ويل- مُئو. فوت. سُڪل- ايرو. هيٺو. مردار.

**مَئِڻُ:** م. ماپڻ- ڪڇڻ. تورڻ. ڪَتڻ.

**مَئُ، مَئو:** ذ. نشو- خمار. موج- مستي. ڏئو. چاڙهہُ.

**مَئو:** ص. جام- گهڻو- جال.

**مُئو:** ص. مري ويل. بي جان. نياڳو. (ث. مُئِي).

**مُئا هٿ هڻڻ:** بيوسيءَ واري ڪوشش ڪرڻ. توري گهڻي ڪوشش ڪرڻ.

**مَئِي، مَيء:** ث (ف) شراب- مَدُ. نشو- خمار.

**مَئِي مارڻ:** تڪبر ڇڏڻ. اندر مان پاڻ پڻو ڪڍڻ.

**مَئِي:** ذ (انگ) عيوسي سال جو پنجون مهينون.

**مُئِي:** ث. ٿانون ملڻ لاءِ گاهہ يا ڪکن جي مُوڙي.

**مَيء:** ث (ف) شراب- خمر- مَد- مَئِي.

**ميخانو:** ذ. شراب خانو. شراب پيڻ وارو ماڳ.

**مَيڪدہ:** ص. شراب خانو.

**مي، ميڻُ:** ذ. مهاڻا. مهاڻن جي هڪ ذات.

**مَيا:** ث (سن) ٻاجهہ- ڪهل- ديا. مِهرَ- احسان- ٿورو.

**ميارَ:** ث. ڏوراپو- حرف. گِلا.

**ميارَ لاهڻ:** ريت رسم ۾ ٿيل ڪوتاهي جو ازالو ڪرڻ. گلا لاهڻ. رسمي طرح وات نُڪائي ڪرڻ.

**مَيارِي:** ص. جنهن ڏانهن ميار هجي- حرفي.

**مِيان:** ذ (ف) حاڪم- مالڪ- والي. صاحب. معلم- آخوند.

**ميانو:** ذ. ننڍي ديگ. (ص) وچولو- وچٿرو- پورو پنو.

**ميانہ:** ص (ف) وچ- وسط. وچ وارو- وچون.

**ميانہ رَوِي:** ث. وچٿرائي. اعتدال.

**مِياڻَ،** ث (ف. ميان) تلوار جي کِپَ- ٽيڪ- نيام. تلوار يا خنجر رکڻ لاءِ چمڙي يا ڪاٺيءَ جو کوپو- (ظ) وچ- منجهه- اندر.

**مِياڻِ، مِياڻي،** ث. ڍنڍ يا درياء جي ڪپ تي اُهو هنڌ جتي مڇي وغيره ماري گڏ ڪجي.

**مَيِّتَ (ث)، مَيِتُ،** ذ (ع) مڙدو- لاش- جنازو.

**مَيِتُ،** ذ. مَيَتُ.

**ميٿي،** ث. هڪ قسم جو خوشبودار ٻوٽو (ڀاڄي وغيره ۾ ڪم اچي).

**ميٽُ،** ذ. خاص قسم جو جابلو مٽي (جيڪا چاپوڙن جي صورت ۾ جبل يا ٽڪر مان نڪري ۽ ان ۾ تيل ملائي وهنجڻ ۾ ڪم اچي).

**ميٽائون،** ص. ميٽ جهڙو (رنگ).

**ميٽ کاڻِ،** ث. جبل يا ٽڪر ۾ ميٽ نڪرڻ وارو هنڌ.

**ميٽائڻُ،** م. ميٽ هٽائڻ (ٻئيءَ کي). ڊهرائڻ- مِٽائڻ (اکر)- ميسارائڻ.

**مِيٽَرُ،** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم. (انگ) مفاصلي ماپڻ جو هڪ پيمانو.

**ميٽنگَ،** ث (انگ) ڪاميٽيءَ جي ميمبرن جي گڏجاڻي.

**ميٽَڻُ،** م. ڪُرڙي لاهڻ- ڊاهڻ- ميسارڻ. رد ڪرڻ. وساري ڇڏڻ. لاهڻ- دفع ڪرڻ (ڏک، سُور). ڇُٽائڻ (زخم).

**ميٽُوڙي،** ث. ميٽ جهڙو رنگ.

**ميٺُ،** ذ. مناڻ- ميٺاج- شيريني. لذت.

**ميٺاجُ،** ذ. مناڻ.

**مينو،** ذ. لُوڻ (گهرو ٻوليءَ ۾ چون).

**مِيثاقُ،** ذ (ع) اقرار. قول قرار. عهدنامو. ازل- ابتدا- الست.

**مَيجَرُ،** ذ (انگ) فوج جو هڪ عهدو.

**ميجسٽريٽُ،** ذ (انگ) حڪومت طرفان عدالت ڪندڙ عملدار.

**ميچالو،** ذ. ڪيپراٽيءَ جو اندريون گُودو- مغز.

**مَيچَ،** ث (انگ) مقابلي جي راند.

**ميچَ،** ث. اشارو (اک يا ڪنڌ سان)- اُهڃ- غمزو- ڏهڻائي.

**ميچ ڏيڻ،** اک جو اشارو ڪرڻ- ڏهڻائي ڏيڻ.

**ميخَ،** ث (ف) لوهي کِلي. سِيخَ.

**مَيخانو،** ذ (ف) شراب خانو- گُتو.

**مَيخوارُ،** ص (ف) شراب پيئندڙ- شرابي.

**مَيخُواري،** ث. شراب پيئڻ.

**مَي نوشِي،** ث (ف) شراب نوشي.

**مَي فروش،** ص (ف) شراب وڪڻندڙ.

**مَي فروشي،** ث. شراب وڪڻڻ.

**مَيدانُ،** ذ (ف) خالي زمين (جنهن تي اڏاوت نه هجي). ويڪرو پٽ. هموار زمين. پوٺو. گهوڙي جي پند جو هڪ نمونو.

**مَيدانِ جنگ،** ذ. لڙائيءَ جو ميدان.

**ميدان ڇڏڻ،** مقابلي مان هٽي وڃڻ. پُٺ ڏيکارڻ.

**ميدان ڪرڻ،** ڊاهي پٽ ڪرڻ. زمين هموار ڪرڻ. مقابلي ۾ کٽڻ.

**مَيدو،** ذ (ف) نهايت سنهو اٽو. ڪڻڪ جي اٽي مان ڪڍيل سنهون اٽو.

**مَيدو ڪرڻ،** پيهي تمام سنهون ٻُورو ڪرڻ. ميدي جهڙو ڪرڻ.

**ميڏ،** ذ. سنڌ ۾ رهندڙ آڳاٽي قوم- ميءِ.

**ميرُ،** ذ. مَرُ- ميلُ. ميراڻ. جسم تي جميل مٽي ۽ زنگ. ڪَٽُ. ڪدورت. گدلائي.

**ميرانجهڙو، ميرانجهو،** ص. ٻورو ميرو- ڪجهه گدلو.

**ميرُ:** ذ (ف) سردار- سالار- اڳواڻ. حاڪم. امير. ٽالپور گهراڻي جو هڪ لقب.

**ميرائو:** ص. اميرائو. حاڪم جو.

**مير مَجلِس:** ص. مجلس جو اڳواڻ. انجمن يا جماعت جو صدر.

**ميري:** ث. اميري. سرداري. حاڪمي.

**ميراث:** ث (ع) اها جائداد جيڪا پوءِ وارث کي ملي. ترڪو- ورثو.

**ميراثي:** ث. هڪ قوم جيڪا ڳائڻ وڄائڻ جو پيشو ڪري. ڳائي خيرات وٺندڙ منگتو.

**ميراڻ:** ث. مٽيءَ جو اثر. گدلائي. ميرُ- ميلُ.

**ميراڻي:** ث. ڪناڻي. اندر جي ڪدورت. دل جي بيائي.

**ميربَحَرُ:** ذ. اميرالبحر. ٻيڙياتو- ناکئو- ملاح.

**ميرو:** ص. مٽيءَ هاڻو. گندو- خراب. گدلو- لڙاتيل (پاڻي). (ث. ميري).

**ميرو ڪرڻ:** مٽيءَ هاڻو ڪرڻ. ڪنو ڪرڻ. خراب ڪرڻ.

**ميڙ:** ث. چڱن ماڻهن جو ميڙ. جماعت. راڄ جا مکيه ماڻهو (جيڪي ڪنهن نياءِ، ساک يا منٿ لاءِ گڏ ٿيا هجن).

**ميڙ آڻڻ:** چڱن ماڻهن کي ميڙ ڪري وٺي اچڻ.

**ميڙ منٿَ:** ث. آزي نيرازي. عرض.

**ميڙُ:** ذ. ماڻهن جو مجموعو- انبوهه- هُجوم. گڏجاڻي.

**ميڙاڪو:** ذ. ميڙ- هجوم.

**ميڙائِڻُ:** م. گند ٻهارائڻ. صفائي ڪرائڻ. گهوڙي گهوڙ جو لڳ ڪرائڻ.

**ميڙائو:** ذ. ميلاپ. ملاقات. گڏجاڻي.

**ميڙ چُوندَ:** ث. تورو تورو ڪري گڏ ڪيل.

**ميڙَڻُ:** م. گڏ ڪرڻ- جمع ڪرڻ. ڍير ڪرڻ. سميٽڻ. گڏڻ- ملائڻ. ميلاپ ڪرائڻ. گهوڙي گهوڙيءَ جو لڳ ڪرائڻ. ٻهاري سان گڏ ڪرڻ. گند ڪچرو ميڙڻ- ٻهارڻ.

**ميڙو:** ذ. ملڻ- گڏجاڻي- ميلاپ. ماڻهن جو هڪ هنڌ ميڙاڪو- ميلو.

**ميڙهه:** ص. ان ڳاهڻ واري پڙ ۾ ڪُتل مُني جنهن جي چوڌاري ڍڳا ڦرن.

**ميڙهي:** ص. ميڙهه (مُني) جي ڀرسان ڦرندڙ ڍڳو.

**مَيزَ:** ث (ف) ڪاٺ جو خاص صندل جيڪو لکڻ پڙهڻ يا ماني کائڻ ۾ ڪم اچي- ٽيبل.

**مَيز پوشُ:** ذ. ميز تي وڇايل ڪپڙو.

**مَيز ڪرسي:** ث. لکڻ پڙهڻ يا کائڻ پيئڻ لاءِ خاص فرنيچر.

**ميزانُ:** ذ (ع) جوڙ- ٽوٽل. ساهمي.

**ميزبانُ:** ذ (ف) اُهو ماڻهو جنهن وٽ مهمان آيل هجن.

**ميزباني:** ث. مهمان نوازي- مهماني.

**ميسَ:** ث. سڌ- چاهه. اُڪير. خواهش.

**ميسَ مرڻ:** سڌ پوري ٿيڻ. خواهش ختم ٿيڻ.

**ميسارَڻُ:** م. ميٽڻ- ڊاهڻ (اکر). وسارڻ (دل تان). صاف ڪرڻ- ميدان ڪرڻ.

**مُيسَرُ:** ص (ع) موجود- دستياب- حاضر.

**ميسِڻو:** ص. چُپ چاپ- خاموش. ظاهري طرح ڀالو ڀولو پر اندر ۾ چالاڪ.

**ميسُو، ميسُو پاڪ:** ذ. مٺائيءَ جو هڪ قسم. ٻيسڻ ۽ گيهه مان ٺهيل مٺائي.

**ميعاد:** ذ (ع) مقرر وقت. مقرر مُدت. واعدي وارو مُدو.

**ميڪائيلُ:** ذ (ع) چئن وڏن فرشتن مان ٻيو نمبر فرشتو.

**مَيڪدَه:** ذ (ف) شرابخانو.

**ميڪَش:** ص (ف) شراب پيئندڙ.

**مَيڪَشِي،** ث (ف) شراب نوشي.

**ميڪَڻُ،** م. ٻليءَ جو "مياٿو مياٿو" ڪرڻ.

**مَينوشُ،** ص (ف) شراب پيئندڙ- شرابي.

**مَيگزين،** ث (انگ) خزانو. بارودخانو. گهڻن مضمونن وارو رسالو.

**ميگهُ،** ذ (سن) ڪڪر- بادل- ابر. جهڙ- آڳر.

**ميگهه ملارُ،** ذ. ساوڻ جي منڍ ۾ جُهڙ- جُهڙالو.

**ميگهواڙُ،** ذ. چَمَر جو ڪم ڪندڙ هندن جي هڪ قوم.

**ميگِهي،** ث. ڦُولڙي.

**ميلُ،** ذ. ميلاپ- گڏجاڻي. ڳانڍاپو. ملاقات. دوستي. آميزش- ملاوت. ناهه- صلح- پرچاءُ. مَرُ- اها مٽي جيڪا جسم تي ڄمي وڃي. ضلعي دادو ۾ خيرپور ناٿن شاهه ۾ ميهڙ وارو ياڳو (جتي مينهن جو سنو نسل ٿئي). ميرُ. رغبت. لاڙو- جُهڪاءُ. اتحاد. جوڙُ. ڀيٽ. مشابهت- هڪ جهڙائي- يڪسانيت.

**مَيلُ،** ذ. گڏجاڻي. ملاقات. مقابلو (ملهه جو، راند جو). ميرُ- گندُ. زنگ. اندر جو ڪوٽ- ڪدورت. ٻيائي. (انگ) مفاصلي جو هڪ ماڻ (١٧٦٠ گز). ٽپال گاڏي.

**مَيلُ ڪرڻ،** مقابلو ڪرڻ (راند ۾)- جوڙُ ڪرڻ.

**ميلاپُ،** ذ. گڏجاڻي- وصل. آميزش- ملاوت. صلح- پرچاءُ. اتحاد. ملاقات. ناهه.

**ميلاپ ڪرائڻ،** ملاقات ڪرائڻ. ناهه ڪرائڻ. صلح ڪرائڻ.

**مِيلادُ،** ذ (ع) ڄمڻ جو وقت. نبي سڳوري جي ولادت جي خوشي.

**مِيلانُ،** ذ (ع) رجحان- لاڙو. ڌيان. طبيعت جو لاڙو. رغبت.

**ميل جُولُ،** ذ. ملاقات. صلح. اچ وڃ. لهه وچڙ.

**ميلڻُ،** م. ملائڻ- گڏائڻ. ملاقات ڪرائڻ.

**ميلو،** ذ. انبوهه- هجوم. ميڙو. ملاقات- گڏجاڻي. ڪنهن جاءِ تي گڏ ٿيل ماڻهن جو ميڙاڪو. ڪنهن بزرگ جي وفات واري ڏهاڙي تي ساليانو ميڙو.

**ميلو لڳائڻ،** هجوم ڪرڻ. ماڻهو گڏ ڪرڻ. ساليانو جشن ڪرڻ.

**مِيمُ،** ث (ع) "ميم" اکر جو اچار. نبي سڳوري حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جن جي نالي مبارڪ جو پهريون اکر. رمز- راز- اشارو.

**مِيمَ ۾ ڳالهائڻ،** ڳجهو ڳالهائڻ. اشاري ۾ اهڃاڻ ڏيڻ.

**ميمبَرُ،** ذ (انگ) جماعت جو رڪن. گهر جو فرد. ڀاتي.

**ميمڻُ،** ذ. هڪ قوم جو نالو.

**مَين،** ض (ف. من) آءٌ- مان.

**مين ڪرڻ،** 'آءٌ' چوڻ. وڏائي ڪرڻ- پاڻ پڏائڻ.

**مَينا،** ث. هڪ قسم جو مشهور پکي (عام طرح "طوطي مينا" جي موضوع تي ڪهاڻيون).

**مِينا،** ث (ف) آسمان. نيرو رنگ. رنگبرنگي شيشو. شراب جو شيشو. سون چاندي يا شيشي وغيره تي رنگين نقش. مرصع ڪاري.

**مِينا بازار،** ث. بادشاهن جي سير لاءِ لڳايل بازار. عورتن جي بازار (جنهن ۾ زالون دڪانداري ڪن).

**مِينارَنگ،** ث. نيرو رنگ- آسماني رنگ. ساٿو فيروزي رنگ.

**مِينا ڪارِي،** ث. سون چانديءَ تي رنگين چٽسالي يا

ٻرُن جو ڪم.

**مِنارُ،** ذ (ف) منارو. مسجد ۾ بانگ ڏيڻ جو منارو. سُتون- ٿنڀ. سامونڊي ڪناري تي جهازن کي روشني ڏيکاريندڙ منارو.

**مينڊِي،** ث. هڪ قسم جو ٻوٽو (جنهن جي پنن جوائو پهي هٿن پيرن کي هٿجي تہ ڳاڙها ٿين)- حِنا.

**مينڊي لائي ويهڻ،** سست ٿي ويهي رهڻ. ڪم ڪار کي ڇڏي ڏيڻ.

**مَينڊِرو،** ذ. "مومل راڻي" جي قصي جو ڪردار- راڻو مينڌرو.

**مِينڍَ،** ث. ڳائڻ ۾ ننڍي مِني لٿي واري تان- مُرڪ.

**مينڍَ ۾ مارڻي ڳائڻ،** ڳجهيءَ طرح ڳالهہ ڪرڻ. اشارن ۾ راز ٻڌائڻ. ڳجهو ڳالهائڻ.

**مِينڍا،** ذ. ڳُنڌيل وارن جون ڳنڍيون.

**مِينڍا ڦُلَ،** ذ. ڳهہ جو هڪ قسم (جيڪو پيشاني يا سينڌ جي ٻنهي پاسن تي لڳي).

**مِينڍِي،** ث. وارن جي ڳنڍيين واري ڳُتَ (ڪنوارين ڇوڪرين جون مينڍيون ويڙهيون آهن).

**مِينڍي ڇوڙڻ،** وناهہ ۾ وهارڻ وقت ڪنوار جا وار ڇوڙڻ.

**مِينهِن،** ث. هڪ قسم جو مشهور ڳهرو جانور (ڳهٽو کير ڏيندڙ، رنگ ڪارو ۽ ٻُورو، پاڻي ۽ ڳپ کي پسند ڪري)- مَنجهہ.

**مِينهُن،** ذ (سن. ميگهہ) برسات- بارش. وَسَ- وسڪارو.

**مِينهَن وَساڙو،** ذ. ڳاڙهو ريشم جهڙو هڪ سهڻو جيت (جيڪو برسات جي موسم ۾ وارياسي ۽ چيڪي زمين ۾ پيدا ٿئي).

**مينهن وسڻ،** برسات ٿيڻ. بارش ٿيڻ. وسڪارو ٿيڻ.

**مِينهائو،** ص. مِينهن جو. مينهوڳيءَ جو.

**مِينهوڳي،** ث. برسات جي مند- بارش.

**مِيڻَ،** ث (ف. موم) ماکيءَ جي مکين جي ماناريءَ وارو مادو.

**ميڻ بَتي،** ث. ميڻ مان ٺهيل شمع.

**ميڻ ڦُلُ،** ذ. هڪ قسم جو ٻمبارڪو وکر.

**مِيڻو،** ذ. گاهہ جو هڪ قسم.

**مَيو،** ذ. اُٺ. (ص) ٻريل- ٻاول. متارو. مايا وارو.

**مَيو متارو،** ص. چڱو ٻلو. ڏٽو مُٺو. سکيو آسودو. ٻاول. ٿلهو متارو.

**مِيون،** ذ. آقا- والي- ڌڻي. مالڪ- اڳو. اُستاد- معلم.

**ميوات،** ث. هر قسم جو ميوو. ڳڏوچڙ ميوو. ميوي جي ڪابہ جنس.

**ميوو،** ذ (ف) ڦلُ- ڦرُ- ثمر. نتيجو.

**ميوزِمُ،** ذ (انگ) عجائب گهر.

**مِيُونسپل،** ث (انگ) شهري يا ڳوٺاڻي جماعت.

**مِيُونسپالٽي،** ث (انگ) اها ايراضي جنهن جي حدن اندر مونسپل جو قاعدو هلي.

**ميويدارُ،** ص. گلدار- ثمردار.

**ميهمانُ،** ذ (ف) مهمان- مزمان.

**ميهو،** ذ. هڪ قسم جي ول ۽ ان جو ڦر (ٻاجيءَ طور ڪم اچي).

**ميهارُ،** ص. مينهون چارِندڙ- مينهون ڌارينڌڙ. "سهڻي ميهار" جي قصي جو هڪ ڪردار (ميهر).

**ميهاڳُ،** ذ. مينهُن جو ڌڻ.

**ميهَرُ،** ذ. مينهن جو وڳ ڌارينڌڙ- ميهار.

**ميءُ،** ذ. مُهائو. مڇي مارينڌڙ. ويندڙ. وڪڻندڙ.

**ميڱکو،** ص. ميءَ جو. مهاڻن جو. مهاڻن وارو ڏندو.

# ن

**ن؛** ذ (اُچار 'نون') سنڌي الف- بي جو ستيتاليهون اکر، عربي جو پنجويهون ۽ فارسيءَ جو اوڻٽيهون اکر. ابجد موجب عدد (٥٠).

**نَہ؛** ظ (ف. نه) ناڪار جو مفهوم ادا ڪندڙ حرف. مَ. متان.

**نہ ڪرڻ؛** انڪار ڪرڻ.

**نِ؛** ظ. سواءِ- بغير. 'ناڪار' جو مفهوم ادا ڪندڙ صفاتي اڳياڙي (جئن نِڪمو، نِياڳو وغيره).

**نا؛** ظ (ف) (صفاتي اڳياڙي طور ڪم ايندڙ. مثلا ناساز، ناڪارو وغيره). نہ. بغير. بنان- سواءِ.

**نا آشنا؛** ص (ف) نـاواقـف- اڻ سـڃاڻـو. اڻ ڄاڻ. اجنبي- ڌاريو- غير. اوپرو.

**نا آشنائي؛** ث. اڻ واقفي. اجنبيت. ڌاريائي.

**نا اِتفاقي؛** ث (ف) ڦوٽ- نفاق. اڻبڻت.

**نا اُميد؛** ص (ف) مايوس- نراس. دلگير.

**نا اميدي؛** ث. مايوسي. ناڪامي. نراسائي.

**نا اِنصافي؛** ث (ف) ظلم- انڌير- بيدادي.

**نا اَهل؛** ص (ف) نالائق- اڻ قابل. ناموزون.

**نا اَهلي؛** ث. نالائقي.

**نا بالغ؛** ص (ف) بلوغت کي نہ پهتل- اڻ سامايل.

**نا بالغي؛** ث. ننڍپڻ.

**نابِري؛** ث. انڪار. عدولي.

**نابري وارڻ؛** نہ مڃڻ. صاف انڪار ڪرڻ- ناڪاري جواب ڏيڻ.

**نابڪار؛** ص (ف) بيڪار- نڪمو. بد ذات. لچو.

**نابَلد؛** ص (ف) اڻڄاڻ- نا آشنا.

**نابُود؛** ص (ف) فنا- ناس- چٽ. برباد. ويران.

**نابُود ڪرڻ؛** سج ڪرڻ- چٽ ڪرڻ. برباد ڪرڻ.

**نابُودي؛** ث. بربادي. فنا. تباهي.

**نابِين، نابِينو؛** ص (ف) انڌو- ڪُور. اکين کان معذور.

**نابِينائي؛** ث. انڌائي. انڌپڻ.

**نَاپَ؛** ث. شاخ- لام. وڻ جي پاڙ واري شاخ.

**ناپُون ڪوڙڻ؛** پاڙون هڻڻ- پاڙون پکيڙڻ. چنبا کوڙڻ.

**ناتاري؛** ث. غوراب يا ٻيڙي کي بيهارڻ لاءِ زنجير ۾ ٻڌل لوهي چنبن وارو اوزار (جيڪو زنجير پاڻيءَ ۾ اڇلبو تہ تر ۾ کُپي ويندو).

**ناتالُ؛** ذ (انگ) ڪرستانن جي عقيدي موجب 'جيزَس ڪرائسيٽ' جي ڄمڻ وارو ڏينهن.

**ناتِرُ؛** ث. ٻانهيءَ- گولي- ڪنيز. "مومل" جي هڪ ٻانهي جو نالو.

**ناتو؛** ذ. رشتو- ويجهائي. قُربت. مائٽي. تعلق- واسطو.

**ناتو نباهڻ؛** دوستي ياري يا پريت وارو تعلق قائم رکڻ. وفاداري ڪرڻ.

**نا تَجربيڪار؛** ص (ف) اڻ آزمودگار. اڻ ڄاڻ.

**ناٿُ؛** ذ (سن) مالڪ- ڌڻي. وڏو جوڳي. ناٿ پنٿي گرو.

**ناٽُ؛** ذ (سن) ناچ. تماشو. اٽڪل بازي- حرفت. هنرمندي.

**ناٽَ ڪرڻ؛** نخرا ڪرڻ. انگل ڪرڻ. بهاني بازي ڪرڻ.

**نا تمام؛** ظ (ف) اڻ پورو- اڌورو. ناقص.

**ناتَوانُ؛** ص (ف) ڪمزور- هيڻو. اپرو. بي طاقت. ضعيف- عاجز. لاچار.

**نا تَوانائي؛** ث. ڪمزوري- هيڻائي. بي طاقتي- ضعيفي.

**ناٽڪُ:** ذ (سن) تماشو. ناچ. کيل سانگ.

**ناٽڪِي:** ص. ناچُو. تماشو ڪندڙ.

**ناٽڪو:** ذ. ناڙڪو- ناڙ- نبض.

**ناٽي:** ص. ڏيءَ جو مڙس- ڄاٽو- داماد.

**ناپاڪُ:** ص (ف) پليت- آلودو. گندو- ڪِنو. نجس.

**ناپاڪائي، ناپاڪِي:** ث. نجاست- پليتي. گندگي.

**ناپائيدارُ:** ص (ف) گهڻو وقت ٽڪڻ نه ڪندڙ. بي بقا. بي ثبات. ڪمزور.

**ناپائيداري:** ث. بي ثباتي- ڪمزوري.

**ناپَديد:** ص (ف) مخفي- لڪل. ڳجهو. گُمر- غائب.

**ناپسَند:** ص (ف) اڻ وڻندڙ. ناقبول.

**ناپسنديِ:** ث. نه وڻڻ جي حالت.

**ناپسنديدَہ:** ص (ف) اڻ وڻندڙ.

**ناپو:** ذ. 'ڪَرُ' جو ٻج. 'ڪَرُ' مان نڪتل داڻا.

**ناپيدُ:** ص (ف) اڻ لڀ. غيرموجود. لاثاني. گُمر. فنا. اُجڙ.

**ناجائزُ:** ص (ع) اڻ رهائيندو. بيجا. بي قاعدي. شريعت جي خلاف.

**ناچُ:** ذ. نچڻ- ڪُڏ. رقص- نِرت.

**ناچ گانو:** ذ راڳ ۽ ناچ جي محفل- رقص ۽ موسيقي.

**ناچارُ:** ص (ف) لاچار- عاجز. مجبور. بيوس- غريب- مفلس.

**ناچاقُ:** ص (ع) بيمار- عليل- اگهو.

**ناچاقي:** ث. ناچاقائي. بيماري- اگهائي.

**ناچڱو:** ص. اگهو- بيمار.

**ناچڻي:** ث. رقاصہ.

**ناچُو:** ذ. ناچ ڪندڙ- رقاص.

**ناچيزُ:** ص (ف) جنهن جي حيثيت نه هجي. نڪمو. ڪمتر.

**ناحَقُ:** ظ (ع) هريرو- خواهہ مخواہ. بي سبب. ناجائز. (ذ) انڌير- ظلم

**ناحقِي:** ث. بي انصافي- ظلم.

**ناخُدا:** ص (ف) ٻيڙي هلائيندڙ- ناکئو- ملاح.

**ناخَلف:** ص (ع) نالائق. ڪَپُوٽ.

**ناخواند:** ص (ف) اڻ پڙهيل- بي علم. جاهل.

**ناخُوش:** ص (ف) ناراض. بيزار. بيمار.

**ناخوشگوار:** ص. اڻ وڻندڙ.

**ناخوشِي:** ث. بيزاري. رنجش.

**ناخَيري:** ص (ف) نياڳو- بدبخت. بدخير. جنهن مان ڇڱائي نہ ٿئي.

**نأدَ:** ث. پاڻي رکڻ لاءِ ٺڪر جو وڏو ٿانءُ- نادي.

**نادُ:** ذ (سن) وڏو ساموندي ڪوڏُ (جيڪو پوڄا پاٺ ۾ وڄائڻ جي ڪم اچي).

**نادارُ:** ص (ف) غريب- ڪنگال- محتاج.

**ناداري:** ث. تنگدستي- محتاجي. مفلسي.

**نادانُ:** ص (ف) ناسمجهہ- اڻ ڄاڻ. بيوقوف- جاهل. مورک.

**نادانستگِي:** ث. اڻ ڄاڻائي- بي خبري- لاعلمي.

**نادانستہ:** ص (ف) اڻ ڄاڻائي کان. ڀل کان. غلطي کان.

**ناداني:** ث (ف) اڻ ڄاڻائي. بي علمي. جهالت. بيوقوفي.

**نادرُ:** ص (ع) اڻ لڀ- ناياب. قليل- عجيب.

**نادِري:** ص. نادرشاه بادشاه ڏانهن منسوب. نادر جو (حڪم). تنبو طنبو. (Tent).

**نادِ عَلِي:** ث (ع. لفظي معنيٰ حضرت "علي ڪرم الله وجه ڪي سڏ"). عقيدي رکندڙن جي دعا جيڪا ٻارن جي ڳچيءَ ۾ ٻڌن.

**نادِمُ:** ص (ع) شرمسار- شرمندو- لڄي. پشيمان- پڇتائيندڙ.

**نادولو:** ذ. ٺڪر جي ننڍي نادِي.

**نادِهندَه:** ص (ف) موٽائي نہ ڏيندڙ (قرض، اوڌر). قرض نہ موٽائيندڙ.

**نادِيدَه:** ص (ف) اڻ ڏٺل.

**ناڏ:** ٿ. ناد. آواز- صدا. روج راڙو. ڏمچر.

**نارَ:** ٿ (ع) باھ- آگ- آتش.

**نارِ:** ٿ (سن) عورت. زال. نبض- نَس- رڳ.

**نارُ:** ذ. مٿاهين زمين تي پاڻي رسائڻ لاءِ هڪ قسم جو هَلٽ (جنهن ۾ پاندو ۽ چٽ بہ چرخا ٿين).

**ناراضُ:** ص (ف) راضي نہ رهندڙ- بي راضي. رنج- ناخوش. رُٺل.

**ناراضپو:** ذ. ڪاوڙ- رنج- ڏمر.

**ناراضگِي:** ٿ. ناراضپو.

**ناراضِي:** ٿ. ارهائي- رنج- ڪاوڙ.

**نارسائِي:** ٿ (ف) پهچ نہ هئڻ- پهچندي نہ هئڻ.

**نارِنان:** ٿ. عورت- ناري.

**نارَنگِي:** ٿ (ف) هڪ وڻ ۽ ان جو ڦر- سنگتري.

**نارو:** ذ. چٽ تان برسات جي پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ لوهي نڙو- نيسارو. درياء جو اُيرندي پاسي وارو هڪ قديم ڦاٽ (۽ هائي وڏو واهہ) "اُيرنديون نارو".

**ناروا:** ص (ف) ناجائز. بيجا. غيرمناسب.

**نارِي:** ٿ (سن) عورت- زال. (ص) باھ جو- دوزخي.

**نارِيلُ:** ذ. هڪ قسم جو وڻ ۽ ان جو ڦرُ.

**ناڙُ:** ذ. سارين يا ڪڻڪ جي لاباري کان پوءِ باقي بچيل گاھ واري زمين. لاباري 'لٽل' زمين.

**ناڙُ:** م. هر ۾ ڏڳا جوٽڻ، ٻڌڻ (چم جي رسي سان). ناڙي پوک ڪرڻ. ڳنڍڻ- ڳڏڻ (وهٽ).

**نارو:** ذ. اُها رڳ جيڪا پيدايش وقت ٻار جي ڏُنَ سان ڳنڍيل هوندي آهي. اڳٺ. پاجاريءَ ۾ ٻڌل چم جو رسو. پاڻي تي ٿيندڙ هڪ قسم جي وَلِ. گجرن جا پَن (جيڪي چوپايو مال کائي).

**ناڙاچوڙ:** ذ. پيشاب.

**ناڙا چوڙ ڪرڻ:** پيشاب ڪرڻ.

**ناڙِي:** ٿ. پوک ڪرڻ جو هڪ نمونو- ناڙي پوک.

**نازُ:** ذ (ف) نخرو- انگل- ماڻو. غرور- فخر.

**نازان:** ص. ناز ڪندڙ. فخر ڪندڙ.

**ناز برداري:** ٿ. انگل کڻڻ- لاڏ کڻڻ.

**ناز ڪرڻ:** نخرا ڪرڻ- ماڻا ڪرڻ. انگل آرا ڪرڻ. لاڏ ڪرڻ.

**ناز نخرا:** ذ. لاڏ پيار. انگل آرا.

**ناز ونياز:** ذ. پيار ۽ اخلاص. لاڏ پيار.

**نازبُو:** ذ (ف) هڪ قسم جو خوشبودار ٻُوٽو.

**نازِڪُ، نازُڪُ:** ص (ف) نفيس. نرم- ڪونئرو. سَنهون. نزاڪت وارو. سهڻو. ڪمزور.

**نازڪ آندام:** ص. هلڪي جسم وارو. سهڻن صاروفن وارو.

**نازڪ بدن:** ص. سهڻو. معشوق.

**نازڪ مزاج:** ص. يڪدم ڪاوڙجي پوندڙ- چيڙاڪ- زود رنج.

**نازِلُ:** ص (ع) مٿان آيل. هيٺ ايندڙ. هيٺ آيل. لهندڙ.

**نازل ٿيڻ:** آسمان مان لهڻ. اچي وارد ٿيڻ. اچي ڪِرڻ.

**نازنِين:** ٿ (ف) دلربا. نازڪ اندام. نازڪ ادا. خوبصورت.

**نازيبا:** ص (ف) بدنما- بدشڪل. غيرموزون. نامناسب. اڻ سُهائيندڙ.

**ناسَ:** ٿ. نڪ جو هڪ سوراخ. پيئل تماڪ (جيڪو نڪ ۾ سٽڪجي يا ڏندن ۾ هڻجي).

**ناسُون هڻڻ:** نوس نوس ڪرڻ. جاچ ڪرڻ. خبر وٺڻ.

**ناسُون ڦوٽارڻ:** ڪاوڙ ڪرڻ- آڪڙ ڪرڻ.

**ناسُ:** ص (سن) تباه- برباد- نابود.
**ناس ٿيڻ:** تباه ٿيڻ- برباد ٿيڻ. اُجڙڻ.
**ناسازُ:** ص (ف) ناموافق- اڻ ٺهندڙ. بيمار- عليل.
**ناسازگار:** ص. نه ٺهندڙ- مخالف.
**ناسازي:** ث. مخالفت. بيماري. اڻبڻت.
**ناسپاتي:** ث. ميوي جو هڪ قسم (صوف جي جنس جهڙو).
**ناسَ پتو:** ذ. غيرت. شرم- حيا.
**ناسَ پتو پوڙڻ:** حيا شرم ڇڏڻ. بي غيرت ٿيڻ.
**ناسڪو:** ذ (سن) نڪ جي ڇَوٽي. نڪ مٿان ڪنيل وڏو ساهه.
**ناسڪا هڻڻ:** نڪ مان وڏا ساهه ڪڍڻ.. اٽڪل روءِ اندازو ڪرڻ. احوال معلوم ڪرڻ.
**ناسَمجهه:** ص. اياڻو- نادان. بيوقوف- مورک.
**ناسَمجهي:** ث. اياڻپ. ناداني- بي عقلي.
**ناسَڻُ:** م. سج يا چنڊ جي اُيرڻ کان اڳ هلڪو سهاٺو ٿيڻ.
**ناسُوت:** ذ (ع) هيءُ جهان. ظاهري عبادت واري منزل. شريعت.
**ناسُودو:** ص. بي نڪو- بي حيا- بي شرم. (ث. ناسُودي).
**ناسُورُ:** ذ (ع) اهو زخم جيڪو هميشه ڇڪندو رهي. گهرو گهاءُ.
**ناسُوري:** ص. "ناسور" جي مرض ۾ ورتل. ناسون هڻندڙ. جهوتون ڏيندڙ. نوس نوس ڪندڙ. رولُو.
**ناسي:** ص. 'ناس' جهڙي رنگ جو.
**ناشتو:** ذ. صبح جي ماني- نيرن.
**ناشاد:** ص (ف) ارهو. دلگير- مايوس. نااميد. بدنصيب.
**ناشائستگي:** ث (ف) نالائقي- بدتهذيبي. بداخلاقي.
**ناشائسته:** ص (ف) اڻ سونهندڙ. اڻ وڻندڙ. نالائق. نامناسب.
**ناشُدَني:** ث (ف) اڻ ٿيڻي- ناممڪن- محال.
**ناشِرُ:** ص (ع) نشر ڪندڙ- ڇاپيندڙ- شايع ڪندڙ (ڪتاب وغيره).
**ناشُڪرو:** ص (ف) احسان نه مڃيندڙ. بي ڳڻو.
**ناشُڪري:** ث. ٿورو نه مڃڻ.
**ناشُڪري ڪرڻ:** احسان نه مڃڻ.
**ناصِحُ:** ص (ع) نصيحت ڪندڙ.
**ناصِرُ:** ص (ع) حامي- مددگار.
**ناطِقُ:** ص (ع) ڳالهائيندڙ.
**ناظِرُ:** ص (ع) ڏسندڙ. محافظ. ديواني ڪورٽ جو هڪ عهديدار.
**ناظُرو:** ص. نظر هڻندڙ. بدنظر.
**ناظِرَه:** ذ (ع) ڏسي پڙهڻ (قرآن شريف).
**ناظِرِين:** ص (ع) مشاهدو ڪندڙ. ڏسندڙ يا پڙندڙ.
**ناظِمُ:** ص (ع) انتظام ڪندڙ. سربراهه.
**ناغو:** ذ (ترڪي) فرصت- واندڪائي. موڪل جو ڏينهن. ڪم جو روڪجي وڃڻ نه وقتي پڄي وڃڻ.
**ناغو ڪرڻ:** ڪم ۾ وقتي وجهن. موڪل ڪرڻ.
**نافُ:** ث (ف) دُن. اورَ- ناڙو.
**ناقَتَ:** ث. انڌير- ظلم. اڻ هوند. اڻاٺ- ڪوٺ.
**نافِذُ:** ص (ع) جاري ٿيل (حڪم، فرمان).
**نافذ ڪرڻ:** جاري ڪرڻ- صادر ڪرڻ (حڪم).
**نافَرمانُ:** ص (ف) حڪم نه مڃيندڙ. سرڪش.
**نافَرماني:** ث. حڪم عدولي. سرڪشي.
**نافِعُ:** ص (ع) نفعو ڏيندڙ- فائدي وارو- سُودمند.
**ناقابل:** ص (ع) اڻ لائق. نالائق. ناموزون. اڻ پڙهيل.
**ناقابل بَرداشت:** ص. نه سهڻ جهڙو.
**ناقابل فهم:** ص. سمجهه ۾ نه اچڻ جهڙو.
**ناقبُولي:** ث. يڪ سالي ڪٽت واري زمين.
**ناقِدُ:** ص (ع) پرکيندڙ. کري کوٽي جي پرک ڪندڙ.

تنقيد ڪندڙ.

**ناقدِري:** ث. قدر نہ ڪرڻ- بي قدري.

**ناقِصُ:** ص (ع) اڌورو- اڻپورو. خراب- بيڪار.

**ناقِص العَقلُ:** ص. گهٽ سمجهہ وارو. بيوقوف.

**ناقِصي:** ث. گهٽتائي- اوڻائي- ڪوتاهي.

**ناقِلُ:** ص (ع) نقل ڪندڙ. بيان ڪندڙ. راوي.

**ناقُوسُ:** ذ (ع) وڏو ڪوڏ (جيڪو هندو فقير پوڄا وقت ڦوڪ سان وڄائين)- ڏنڊ- سَنکُ.

**ناڪابَندِي:** ث. حدبندي. رستي تي پهرو- چَونڪي. ٻهر نڪرڻ يا اندر اچڻ جي روڪ.

**ناڪارو:** ص. بي ڪمو- نڪمو- بيڪار. خراب.

**ناڪامُ:** ص (ف) بي سوڀو. محروم. نااميد. بيڪار.

**ناڪامياب:** ص (ف) امتحان يا آزمايش ۾ ڪامياب نہ ٿيندڙ.

**ناڪامِيابي:** ث. ناڪامي.

**ناڪامي:** ث. محرومي. نااميدي. بيڪاري.

**ناڪَسُ:** ص (ف) نيچ. ڪميڻو. هلڪو. حسيس- نالائق. اڻپورو. بي ڀيڄ. لاچار.

**ناڪَسِي:** ث. هيڻائي- ڪميڻپ. لاچاري. هلڪائي. نالائقي. مجبوري. غربت.

**ناڪو:** ذ. رستي جو دنگ. گهٽي ڳليءَ جو لنگهہ. محصول وصول ڪرڻ جي جاءِ. پوليس جي چؤنڪي.

**ناڪي بندي:** ث. گهٽ يا لنگهہ بند ڪرڻ.

**ناڪي مُنشِي:** ص. ناڪو يا محصول وٺندڙ منشي.

**ناڪِيري، ناڪِيلِي:** ث. ڪنهن ڏک سبب نڪ مان وهندڙ رت- نڪ هير.

**ناڪيلَ، ناڪيلي:** ث. اُٺ جي نڪ جي چُونٽيءَ ۾ ٻڌل نوڙي- مهار.

**ناڪوٽو، ناڪوٽو:** ز. نڪ جي چؤنٽي.

**ناکو، ناکُئو:** ذ. ٻيڙي هلائيندڙ- ملاح- ٻيڙياتو.

**ناگاه:** ظ (ف) اوچتو- اچانڪ.

**ناگر موٿ:** ث. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**ناگِري:** ث. هندي ٻوليءَ جو رسم الخط- ديوناگري.

**ناگُزِيرُ:** ص (ف) اڻ ٽر. لازمي.

**ناگُفتَہ:** ص (ف) نہ چوڻ جهڙي( ڳالهہ، حالت).

**ناگوارُ:** ص (ف) مزاج جي خلاف- اڻ وڻندڙ.

**ناگهہ:** ظ (ف) اوچتو. بي خبري ۾. ناگهان.

**ناگهَان:** ظ (ف) اوچتو- اچانڪ. اتفاق سان.

**ناگهَانِي:** ظ. اوچتو- اتفاق سان.

**نالِ:** ظ (سرائڪي) ساڻ- گڏ- شامل.

**نالُ:** ذ. جُوا جي داءَ ۾ لڳل رقم مان اهو حصو جيڪو ڪتيندڙ ادا ڪندو ۽ آڏي جو مالڪ وصول ڪندو. گهوڙي جي سُنبن جي حفاظت لاءِ گولائون لوهو پٽ. بندوق جي نالي.

**نالان:** ص (ف) روئندڙ. دانهون ڪندڙ. شڪايت ڪندڙ. عاجز- تنگ.

**نالائِقُ:** ص. اڻ لائق. بدفضيلت.

**نالائقي:** ث. نااهلي. بدفضيلتي.

**نالِش:** ث (ف) دانهن ڪُوڪ. فرياد.

**نالو:** ذ. نام- نانءُ- اسم. لقب. مشهوري. ڏاڪَ. عزت. ساک. يادگار.

**نالو بَد ڪرڻ؛ ٻوڙڻ:** خوار ڪرڻ. بدنام ڪرڻ.

**نالو ٿيڻ:** مشهور ٿيڻ. ناموس ٿيڻ.

**نالو پيدا ڪرڻ:** مشهور ٿيڻ. نالي وارو ٿيڻ. ڪنهن غيرمعمولي ڪارنامي جي ڪري مشهور ٿيڻ.

**نالو روشن ڪرڻ:** نيڪ نام ٿيڻ. مشهور ٿيڻ.

**نالو وٺڻ:** جُوٺي ڪٽڻ. چرچ ڪرڻ. الزام هڻڻ.

**نالي ياٺي:** ص. ساڳٺي نالي وارو.

**ناليرو:** ص. نالي وارو. هاڪارو. مشهور.

**نالي چڙهڻ:** مشهور ٿيڻ.

**نالہ:** ذ (ف) فرياد. آه وزاري- واويلا.

**نالي:** ث. موري- ڪسي. ڪني پاڻي جي ڪسي. آڏ.

**نامُ:** ذ (ف) نالو. شهرت- مشهوري. هاڪ- ڌاڪ.

**نام ونمود:** ذ. نالو نشان.

**نامہ:** ذ (ف) چِٺي- خط. لکيت.

**نامہ اعمال:** ذ. اعمال نامو.

**نامہ بَر:** ص. خط رسائيندڙ. قاصد.

**نامہ نِگار:** ص (ف) خبر ڏيندڙ. خبر لکندڙ. اخبار جو خاطو- رپورٽر.

**ناماچارُ:** ذ. نالو- مشهوري. هُل- ڌاڪو. هاڪ.

**نامانُوس:** ص (ف) نا آشنا- اڻ واقف.

**نامَحرم:** ص (ع) اڻ واقف. ڌاريو- اوپرو- غير. اهو ماڻهو جنهن سان مُنهن لڳ نہ هجي.

**نامدارُ:** ص (ف) نالي وارو. مشهور.

**نامُراد:** ص (ف) ناڪام- محروم. بدنصيب.

**نامرادي:** ث. ناڪامي. محرومي. نياڳ.

**نامَردُ:** ص (ف) مردانہ طاقت کان خالي. مڙسي کان سواءِ. ڊڄڻو. بزدل.

**نامَردي:** ث. بزدلي.

**نامزَد:** ص (ف) ڪنهن ڪم لاءِ مقرر ڪيل.

**نامزد ڪرڻ:** مقرر ڪرڻ. منسوب ڪرڻ.

**نامُساعد:** ص (ف) ناسازگار- اڻ موافق (حالتون).

**نامَعقُول:** ص (ف) اڻ وڻندڙ. بيوقوف.

**نامَعلُوم:** ص (ف) ناواقف. اڻ واقف. اڻ سُڃاتل.

**نامَڪنِيو:** ص. نالي وارو- نالي چڙهيل. نامي گرامي.

**نامُمڪِنُ:** ظ (ع) اڻ ٿيڻي.

**نامُناسِبُ:** ص (ع) غيرمناسب- ناموزون. اڻ وڻندڙ.

**نامَنظُور:** ظ (ع) ناپسند. رد.

**نامنظور ڪرڻ:** نہ مڃڻ- انڪار ڪرڻ. رد ڪرڻ.

**نامو:** ظ (ف. نامہ) خط- چٺي. لکيت.

**نامُوافِقُ:** ظ (ف) اڻ سهائيندڙ. اڻ ٺهندڙ. ناگوار.

**نامُوافقت:** ث. اڻ ٺهندي. اڻ برابري.

**نامَورُ:** ص (ف) نالي وارو. مشهور. هاڪارو.

**نامَوري:** ث. مشهوري. ناموس. نيڪي.

**ناموزُون:** ظ (ف) بي جوڙ. اڻ سُهائيندڙ.

**نامُوسَ:** ث (ع) آبرو- لڄ. جيڪا ڳالهہ عزت جو باعث هجي. ننگ- غيرت.

**نامِي:** ص (ف) مشهور. نامور. نالي وارو.

**نامِي گِرامي:** ص. عام مشهور. ڄاتل سڃاتل.

**نامِيو:** ص. ناليرو- مشهور. نالي چڙهيل.

**نانُ:** ذ (ف) ماني. تنور جي پڪل خميري واري خاص ماني.

**نان جَوِين:** ذ. جون جي رڌي سُڪي ماني.

**نان نفقہ:** ذ. ماني ۽ ڪپڙو لٽو. گهر جو خرچ.

**نانا:** ظ. طرحين طرحين- قسمين قسمين.

**نانا پرڪارَ:** ذ. قسمين قسمين تماشا. رنگا رنگي نظارا.

**نان خَطائِي:** ث (ف) کنڊ ۽ ميدي مان ٺهيل خاص قسم جي ٽِڪي.

**نانڪُ:** ذ. گرونانڪ. سِکَ فرقي جو باني (سنہ ١٤٦٩- ١٥٢٩ع).

**نانڪَ شاهي:** ذ. فقيرن جو هڪ گروہ. هڪ اڳئين سِکي جو نالو.

**نانگُ:** ذ (سن. ناگ) سَپُ. ڪارو نانگ.

**نانگا:** ذ. هندو فقيرن جو هڪ فرقو. اگهاڙا.

**نانگ ڦڻ:** ث. هڪ قسم جو زهري ٻوٽو (جنهن ۾ نانگ جي ڦڻ جهڙيون ٽاريون ٿين ٿيون ۽ ان ۾ زهريلا ڪنڊا ٿين).

**نانگلي:** ث. هڪ قسم جو اوبڙ (برسات جي موسم ۾ ٿئي، اجا ۽ ڳاڙها داڻا. اناج جي جنس وانگر).

**نانگڻ:** ث. نانگ جي مادي.

**نانگو:** ص. اگهاڙو- ننگو. اهو ساڌو جيڪو اگهاڙو رهي. (ث. نانگي).

**نانگو نپٽو:** ص. ڇڙو ڇانڊ. اڪيلو. جنهن جو ڪو اوهي واهي نہ هجي. نڌڻڪو.

**نانگيل:** ث. پاڻَ جي وَلِ.

**نانگيل فوسيل:** ذ. ٻارن جي راند. ٻارن جي راند جو اصطلاح.

**نانو:** ذ. ماءُ جو پيءُ.

**ناني:** ث. ماءُ جي ماءُ.

**نانيءَ ويڙهو ڪرڻ:** پنهنجن کي ورسائڻ. فقط پنهنجن کي فائدو رسائڻ.

**نانوائي:** ص. ماني پوڙ ناهي وڪڻندڙ.

**نانہ، نانهن:** ث. نفي- نہ. عدم. نيستي.

**ناءُ:** ذ. نالو- اسم. ناموس.

**ناءُ چڙهيو:** ص. نالي چڙهيو.

**ناواقف:** ص (ف) غيرواقف. اڻ ڄاڻ. ناتجربيڪار.

**ناواقفيت:** ث. اڻ واقفيت.

**نائو:** نقدي- ڌن- دولت- رقم.

**ناوَڪَ، ناوڪ:** ث (ف) تيرُ- ٻاڻ.

**ناوِلُ:** ذ (انگ) وڏي ڪهاڻي.

**ناهَرُ:** ذ. بگهڙ (جانور)- گرگ.

**ناهري:** ذ. سنبت جو ناٺون مهينو.

**ناهَموار:** ص (ف) هيٺ مٿي- بنا سنوَت جي (پٽ، زمين)- ڪڙ ٻڙ.

**ناهَنجار:** ص (ف) بدچال. ڪميڻو. نالائق. ڪپُوت.

**ناهيدُ:** ذ (ف) زهرو گره.

**نائبُ:** ص (ع) ماتحت. قائم مقام- عيوضي.

**نائڪُ:** ذ. هڪ فوجي عهديدار (جنهن جي هٿ هيٺ ڪي سپاهي هجن). پٽيوالن جو اڳواڻ. راڳ جو ماهر (جيڪو ڪي نوان راڳ جوڙي).

**نائڪو:** ذ. (ٻني ٻاري جو لفظ). ڏيگهہ ۾ ننڍي آڏ.

**نائڻُ:** م. نَمائڻ- جُهڪائڻ. هيٺ ڪرڻ (ڪنڌ). اوتڻ (پاڻي).

**نائو:** ذ. جنڊ جي تار يا مڪڙي مان اٽي صاف ڪرڻ جي اڳڙي. تاڃيءَ جون اڻ اُٻيل تندون جيڪي اوڃي ڪان پوءِ وڍي ڇڏجن- ڏهيون. مَس ڪپڙيءَ ۾ وجهڻ لاءِ سُٽَ يا سَٽيءَ جي ڪوٽ.

**ناؤنوش:** ذ (ف) عيش عشرت. شراب ڪباب.

**نائي:** ص. حجم.

**ناياب:** ص (ف) اها چيز جيڪا ورلي هٿ اچي- نادر. قيمتي- اَملهہ.

**نِبُ:** ذ (انگ) اسٽيل. انڊيپن وغيره جي لوهي چهنب.

**نباتَ:** ث (ع) مناڻ جو هڪ قسم. قند- مصري. کنڊ جي چاش مان ٺهيل مخروطي ٽڪي.

**نباتات:** ث (ع) اوڀڙ (وڻ ٽڻ، ٻُوٽا، گاهہ وغيره). ساوڪ.

**نِيارُ:** ص. خالص- نج. پاڪ صاف. اصلي- سچو.

**نَباضُ:** ص (ع) نبض ڏسندڙ. نبض شناسي ۾ مهارت رکندڙ. ماهر طبيب.

**نِباهُ:** ذ. گذارو- رفاقت- گذربسر. ميلاپ. قُربت. وعدي وفائي. وفاداري.

**نِباهڻُ:** م. بسر ڪرڻ- گذارڻ- گهارڻ. پارڻ (انجام). رفاقت ڪرڻ. سات ڏيڻ. وفاداري ڪرڻ.

**نبتَرُ:** ص. بدحال. هيٺو.

**نبَرد:** ذ (ف) لڙائي.

**نبَرد آزما:** ص. جنگجو- بهادر.

**نبَرڻُ:** م. پڇاڙي ٽيڻ. خاتمو ٽيڻ. فيصلو ٽيڻ. مڪمل ٽيڻ. توڙ رسڻ.

**نِبريل:** ص. صفا چٽ. ختم ٿيل. فيصل ٿيل. توڙ تائين پهتل.

**نَبضَ:** ث (ع) ناڙ- رڳ- نس. شريان.

**نبض سڃهي ڪرڻ:** سُڃاڻ مان واقف ٿيڻ. عادت يا چال سڃهي ڪرڻ.

**نَبُوتَ:** ث (ع) الاهي احڪامات ماڻهن تائين رسائڻ جو عمل. پيغمبري- رسالت.

**نِڀَهڻُ:** م. نباهه ٿيڻ. گذرڻ (وقت). رفاقت رهڻ. گذر ٿيڻ. نبرڻ.

**نَبِي:** ذ (ع) الاهي احڪام رسائيندڙ. پيغمبر- رسول.

**نَبيذُ:** ذ (ع) شراب.

**نبيَرڻ:** م. ختم ڪرڻ. فيصل ڪرڻ. جدا ڪرڻ. چيهه ڪرڻ. وهنوار ختم ڪرڻ. تڪميل ڪرڻ.

**نبيرو:** ذ. فيصلو. پڇاڙي- خاتمو. توڙ. نياءُ- انصاف. اُڪلاءُ.

**نبيرو ڪرڻ:** نياءُ ڪرڻ- فيصلو ڪرڻ.

**نِٻَرُ، نِٻَلُ:** ص. ڪمزور- هيٺيو- اپرو.

**نَپُ:** ذ. آسمان- اُڀُ.

**نِڀاڳُ:** ص. بدبختي- ادوراڻي- ڪم نصيبي.

**نڀاڳائي:** ث. نڀاڳ.

**نِڀاڳو:** ص. اَڀاڳو- بدنصيب- چندو- ندورو. منحوس. (ث. نِڀاڳي).

**نِڀائڻ:** م. نباهڻ. بسر ڪرڻ.

**نِڀَندو:** ص. توڙ تائين نباهه ڪرڻ وارو. نِڀَهندو.

**نِپائِي:** ث. اها عورت جنهن کي پاءُ نه هجي (زالون پاراتي طور هڪ ٻئي کي چون).

**نِپُور:** ص. نهايت- تمام (ڪارو).

**نَتَ:** ث (ع. نطع) پاڪڙي جي مٿان وڏل چمڙي جو پوش.

**نِتُ:** ظ. هميشه- سدائين. دائم.

**نت نئون:** ظ. اڳئين ڪان اڳرو.

**نَتائج:** ذ (ع) نتيجا.

**نِتِ نِتِ:** ظ. هميشه- سدائين. هرروز.

**نتيجو:** ذ (ع) غرض- مطلب- ماحَصل. آخر- خاتمو. انت- انتها. ڦل. بدلو. امتحان جو فيصلو- رزلٽ.

**نتيجو ڀوڳڻ:** ڪَئي جي سزا لوڙڻ.

**نَٿَ:** ث. هڪ قسم جو ڳهه (سونو ڳِهه، جيڪو فقط سهاڳڻيون نَڪ ۾ پائين). ڍڳي جي نڪ ۾ ٻڌل رَسِي.

**نَٿ هڻڻ:** اٺ کي نڪ ۾ نوڙي وجهڻ. قابو ڪرڻ. مطيع ڪرڻ.

**نَٽُ:** ذ (سن) بازيگر (رسي تي تماشو ڏيکاريندڙ). نخرو- انگل.

**نَٽَ نخرو:** ذ. ناز نخرو- انگل ماٽو.

**نَٽائِڻُ:** م. لنوائڻ. اڻ ٻڌو ڪرڻ. گسائڻ- گوهي ڪرڻ. ناغو وجهڻ. بهانا ڪرڻ. گوٽ نات ڪرڻ.

**نَٽائُو:** ص. نٽائيندڙ. گسائيندڙ. گوسڙو.

**نِٽَهِڻ:** ث. اُسَ. تيز اُس. سخت گرمي واري اُس.

**نَٽِي:** ص. ناز نخرو ڪندڙ- نخريلي.

**نِٽَرُ:** ص. بي ڇيو. ضدي. نوڏُ. جنهن تي چوڻ چائڻ ڪو اثر نه ڪري.

**نِٽرپائي:** ث. ضد. هوڏ.

**نِثارُ:** ص (ع) گهور- صدقي- قربان- ٻلهار. عاشق.

**نِثار ٿيڻ:** صدقو ٿيڻ. قربان ٿيڻ. گهوري وڃڻ.

**نَثُر:** ذ (ع) اها عبارت جيڪا شعر ۾ نه هجي. تحرير- لکيت.

**نثر نويس:** ص. نثر ۾ مضمون لکندڙ. مضمون نگار. ليکڪ.

**نَپُ:** ذ. ٻن ڪاٺين کي ملائڻ لاءِ ترڇي وڍ وارو جوڙ يا ڳنڍ.

**نِپائڻُ:** م. پالڻ- پرورش ڪرڻ. پالي وڏو ڪرڻ.

**نِپايل:** ص. پالي وڏو ڪيل. سانديل- پاليل.

**نِپَٽ:** ظ. پوريءَ طرح- مڪمل طرح. بلڪل.

**نِپُٽو:** ص. جنهن کي پُٽ پهي نہ هجي. بي اولاد. نياڳو. منحوس. (ث. نِپُٽي).

**نِپجَڻُ:** م. پلجي وڏو ٿيڻ. پرورش ٿيڻ. پلجڻ- سانديجڻ.

**نِپُوڙُ:** ث. چِپَ- پيڙ.

**نِپُوڙڻُ:** م. چِپَ ڏيڻ. چپي رس ڪڍڻ. پاڻي ڪڍڻ. چيپاٽڻ.

**نِجُ:** ص. پنهنجو- ذاتي- خانگي. نبار- صاف- سچو- اصلي.

**نَجابَتَ:** ث (ع) اشرافت. خانداني اصالت.

**نِجاتَ:** ث (ع) رهائي- آزادي- ڇوٽڪارو.

**نِجاسَتَ:** ث (ع) گندگي- پليتي- ناپاڪي- غلاظت.

**نِجُ پِجُ:** ظ. هوبهو- ساڳيو. نِس پِس.

**نَجِسُ:** ص (ع) گندو- پليت- ناپاڪ.

**نَجمُ:** ذ (ع) تارو- ڪوڪب.

**نِجو:** ص. ذاتي- خانگي. خالص- نِجُ- نِبار. (ث. نِجي).

**نُجومُ:** ذ (ع) 'نجم' جو جمع. تارا- ڪواڪب. تارن جي اُيرڻ لهڻ وغيره جو علم- جوتش وديا.

**نَجُومي:** ص. تارن، گرهن، سج چنڊ وغيره جي علم جو ماهر.

**نَجيبُ:** ص (ع) اشراف. اعليٰ نسل جو. خانداني.

**نَجيبُ الطرفين:** ص. ماءُ پيءُ جي طرفان صحيح نسب.

**نَجاڻِ:** ظ. مَ ڄاڻ. متان. اوچتو.

**نَجاڻا:** ظ. شايد- الاجي- جيڪس.

**نِجهرَڻُ:** م. ڳرڻ- جهجَڻ. ڳَٺتيءَ ۾ ڳرڻ. هيٺو ٿيڻ- ڏبرو ٿيڻ.

**نِجهرو:** ذ. جهوپو- اجهو- گهر. بستي- جوءِ.

**نَچَ:** ث. نچڻ جو عمل- ناچ- رقص.

**نِچُ:** ظ. نِتُ- هميشه. يلي يت- يَلي ڪري.

**نَچائڻُ:** م. ناچ ڪرائڻ- رقص ڪرائڻ. اشارن تي هلائڻ. هيٺ مٿي ڪرڻ. پريشان ڪرڻ.

**نَچڪو:** ذ. ناچ. ٽپ ڏيئي نچڻ. نچڻ ڪُڏڻ.

**نِچڪِٽو:** ذ. نَڪچٽو. وارن کي چونڊڻ جو اوزار- چِمٽي.

**نَچَڻُ:** م. ناچ ڪرڻ. رقص ڪرڻ. ٽپڻ ڪُڏڻ. خوشيءَ مان ٽَپ ڏيڻ.

**نَچڻي:** ث. ناچو عورت- رقاصہ.

**نِچوڙُ:** ذ. رُس. روح- جوهر. خلاصو- تت. نتيجو. نِپُوڙ.

**نِچوڙَڻُ:** م. نِپُوڙڻ. پاڻي ڪڍڻ. عرق ڪڍڻ.

**نِچوئڻُ:** م. ٿانءَ ۾ لڳل پاڻيٺ (تيل گيهہ وغيره) کي چڱيءَ طرح اُگهڻ. چوپائي ۾ ڪير جا رهيل پاندا ڏهي ڪڍڻ.

**نِڇَ:** ث. نڪ مان زور سان آيل ٺُوڪارو (جنهن سان گهٽو ڪري مغز مان بہ هوا نڪري)- ڇِڪَ.

**نَڇَترُ:** ذ (سن. نڪشتر) نکت. تارو. تارن جو ميڙ. آسمان ۾ چنڊ جي رستي جا اٺاويهہ گهر يا منزلون (اُهي تارن سان سجاتا ويندا آهن. جئن تہ ڪَتي، هرڻ، گهر، ڪوهہ، ڪٽ، شينهن، ٽيڙو وغيره).

**نَچَنَ:** ص. نہ ڇڏيندڙ. ثابت قدم. ارادي جو پڪو.

**نَحرُ:** ذ (ع) ذبح- قرباني.

**نحر ڪرڻ:** (ميت کي) دفنائڻ.

**نَحسُ:** ص (ع) نياڳو- بَد- منحوس.

**نَحوُ:** ذ (ع) اهو علم جنهن سان بوليءَ ۾ لفظن، جملن، فعلن وغيره جي گردانن جي ڄاڻ ٿئي.

**نَحوي:** ص. علم نَحوَ جو ماهر.

**نَحوسَتَ:** ث (ع) نياڳ- بدبختي- شومت.

**نَحيفُ:** ص (ع) ايرو- ڏبرو. نازڪ. ضيعف.

**نُختي:** ث. مناٽيءَ جو هڪ قسم- ٻُوندي.
**نَخرو:** ذ (ف) انگل- ناز- ماٺو- غمزو- لاڏ. بهانو.
**نخرا ڪرڻ:** انگل ڪرڻ. ماٺا ڪرڻ. بهانا ڪرڻ.
**نَخري باز:** ص. نخرا ڪندڙ- نخريلو. انگلي.
**نخري بازي:** ث. انگل- لاڏ- ماٺا. بهانا.
**نَخريلو:** ص. نخريباز. (ث. نخريلي).
**نَخلُ:** ذ (ع) کجيءَ جو وڻ. وڻ- درخت.
**نَخلستانُ:** ذ. ريگستان ۾ اُهو هنڌ جتي وڻ هجن.
**نُخوَتَ:** ث (ع) غرور- گهمنڊ. تڪبر. فخر. هَٺ.
**نِدا:** ث (ع) آواز- سڏ. سڏڻ جو آواز. صدا.
**نِدارَت:** ص (ف. ندارد= بنا ثَمر جي) ٺلهو- سڪٺو. بيڪار- نڪمو.
**نَدافُ:** ذ (ع) پيڃارو.
**ندامَت. نَدامَت:** ث (ع) شرمندگي. پشيماني- پڇتاءُ.
**نُدرَتَ:** ث (ع) عمدگي- خوبي. انوکائي.
**نِدورو:** ص. ڏُليل- پـٽـڪـنـدڙ- رولو. نِياڳو- ڪمبخت- ڇنڊو.
**نَدي:** ث. ننڍو درياءُ. درياءُ. نَئِن. واهڙ.
**نَديدو:** ص (ف) جنهن ڪجهه نـه ڏٺو هجي. جنهن ڪڏهن سُنو ڪاڏو نـه چکيو هجي. سِڪٺو. ٻين جي ڪاڏي ۾ جوهه وجهي ڏسندڙ. بي شرم- بي نڪو.
**نَديمُ:** ص (ع) دوست- ساٿي.
**نِڌ:** ظ. مُنڍ يا پُڇاڙي. شروعات. خاتمو- دنگ. آخر- توڙ.
**نِڌانُ:** ظ. آخرڪار- پوءِ- نيٺ- بعد ۾.
**نِڌَرُ:** ص. بي سهاري. بيواهه- بيوسيلي. بي پهچ. ويچارو- لاچار.
**نِڌَڪُ:** ص. نِڌڪو- بيواهو.
**نِڌَڪو:** ص. جنهن جو ڪو بـه مٽ مائٽ نـه هجي. جنهن جو ڪو ڌڻي ڌوڻي نـه هجي. لاوارث. بي واهو- غيباٺو. رولاڪ. ڏتڙيل. (ث. نڌڪي).
**نِڊَرُ:** ص. نـه ڊڄندڙ. بي ڊپو- دلير.
**نَذُرُ:** ذ (ع) صدقو- قرباني. باسَ- سکا. وڏي ماڻهو کي پيش ڪيل نذرانو.
**نذر ڏيڻ:** صدقو ڪرڻ. سُپرد ڪرڻ. سکا ڏيڻ.
**نَذرانو:** ذ (ف) تحفي طور ڏنل چيز. صدقو.
**نَرُ:** ذ (ف) مذڪر (ماڻهو، جانور، ساهوارو، ٻوٽو، وڻ). جنس مذڪر. مرد. مڙس. بهادر- پهلوان.
**نَرِ پکي هڪلجڻ:** سخت ڇڙڪسي هجڻ. اهڙو پردو جو پکي بـه اُڏامي اندر نـه اچي.
**نرمادي:** ذ. جوڙو- حفت (مذڪر ۽ مؤنث جو).
**نِراسُ:** ص (سن) نااميد- مايوس. محروم. دلگير.
**نِراسائي:** ث. نااميدي. مايوسي. اُداسي.
**نِراڙُ:** ص. پيشاني- نِرڙ- جبين.
**نِرالو:** ص (سن) جدا. نِيارو. انوکو. الڳ. عجيب. (ث. نرالي).
**نرالي حالت:** ث. انوکي ڳالهه- اِستثنا.
**نِراهُ. نِرهُ:** ص. محروم- نااميد.
**نِرت:** ث. نظر- نگاهه. اک. بصارت. (سن) ناچ- رقص.
**نِرجائي. نِرجائي:** ث. ضد- تيسو. نٺرتائي.
**نِرجو. نِرجو:** ص. نڪ جو ڏاڍو- بي شرم. بي چيو. ضدي- نٺر.
**نِرخ:** ذ (ف. نِرخ) اگهه. ملهه. قيمت- بَها.
**نِرخنامو:** ذ. بازار جي اگهن جي لسٽ.
**نِرڙُ:** ذ. پيشاني- نراڙ.
**نَرسَ:** ث (انگ) دائي. مريض جي سنڀال ڪندڙ دائي.
**نَرغو:** ذ (ف) شڪار جي اصطلاح ۾ ماڻهن جو اُهو ٽولو جيڪو نَرَ ڪري شڪار کي ورائي شڪاري جي سامهون آڻي. هجوم- ڀيڙ. گهيرو.

**نرغي ۾ اچڻ:** حصار ۾ اچڻ- گهيري ۾ اچڻ. ڦاسجي پوڻ.

**نَرِڦوٽو:** ذ. وڏي ايلاچي (خوشبودار مصالحو).

**نَرڪُ:** ذ (سن) نرڳ- دوزخ.

**نَرگِس:** ذ. هڪ قسم جو گل ۽ ٻوٽو.

**نَرڳُ:** ذ (سن) دوزخ- جهنم. عذاب. (ص) ڪِنُ- گندگي. پليتي.

**نَرڳِي:** ص. دوزخي. گدلو- غليظ.

**نِرگهَٽُ، نِڙگهَٽُ:** ذ. نڙيءَ واري شهہ رڳ.

**نِرلجو:** ص. بي شرم. جنهن کي لڄ نہ هجي. (ث. نرلجي).

**نَرَمُ:** ص (ف) ڪومل- ڪُونئرو- ملائم. نازڪ- نفيس. لِڱڙو- ڦلهڙو.

**نرم دل:** ص. رحمدل. ٻاجهارو. قياس ڪندڙ.

**نَرمائِي:** ث. نرمِي.

**نِرمَلُ:** ص. اڇو اُجرو. پاڪ صاف.

**نَرمِي:** ث (ف) ڪُوملتا. نزاڪت. گداز. ڪونئرائي. ڪُولڙائي. بردباري- سنجيدگي. آهستگي. رحمدلي.

**نَرَنان، نَرنانءُ:** ذ. 'نر' نالي وارو - مذڪر نالو. ڳجهارت ۾ نر جنس جي لاءِ ڪم ايندڙ اشارو.

**نَرو:** ذ. هڪ عضوو- آنو- خصيو.

**نَرا ڪڍڻ:** گهوڙي يا ٻئي ڪنهن جانور جو اڳيون ٻئي ٽنگون مٿي ڪڍي اُلر ڪرڻ.

**نَرو ڏيڻ:** سامهون ٿيڻ. وڙهڻ لاءِ اُلر ڪرڻ.

**نِرو:** ص. خالص- نج. صاف. اڪيلو- ڇڙو. سادو. (ظ) رڳو- فقط. بلڪل. سراسر.

**نرواڙُ:** ظ. ظاهر- ڪليو- پڌرو.

**نرواڙ ٿيڻ:** ڇٽو ٿيڻ- ظاهر ٿيڻ. منظر عام تي اچڻ.

**نَروٽو، نروٽيو:** ص. نَر ڇوڪرو. (ث. نَروٽي).

**نِروڳِي:** ص. جنهن کي بيماري نہ هجي. چڱو ڀلو- تندرست.

**نِرويو:** ص. (نہ+ روڳ) جنهن ۾ روڳ نہ هجي- صحتمند ڪاٺو. صاف سٿرو- صحت بخش.

**نِرَهِہ:** ص. نراس- محروم. وانجهيل. نااميد.

**نَري:** ث. تنگ يا ٻانهن جي اندرين پوري هڏي. وچين آڱر جي چوٽيءَ کان وٺي ٺونٺ تائين ماپ (ڪپڙي وغيره جي ڊيگهہ ويڪر جو هڪ ماپو).

**نَرينو:** ذ (ف). نر- مذڪر.

**نَرينو اولاد:** ذ. پُٽ- نر اولاد.

**نَريو:** ذ. مٽيءَ جو نارو (ڇت تي وجهڻ لاءِ). ٺڪر جو نيسارو.

**نَڙُ:** ذ. بانس. ڪانهن يا ڪنگور جو اندريون پورو ڪانو. حقي يا چلم ڇڪڻ لاءِ پورو ڪانو. هڪ قسم جو ساز- ڪاني. الغوزو. نڙاندي.

**نَڙائي:** ص. نڙ وڄائيندڙ.

**نَڙائِي، نَڙاندِي:** ث. ننڍو نڙ. سٽ وغيره ويڙهڻ لاءِ پوري نَلِي- نَڙو.

**نِڙگهَٽُ، نِڙگهوٽو:** ذ. ڪنڌ ساهہ کڻڻ واري نلي. نِڙِي. ڳِچي.

**نَڙو:** ذ. ڪورڪي ڪم جو هڪ اوزار. سُٽ ويڙهڻ لاءِ ڪاٺ جي نلي- نڙاندي. لوهہ يا ربڙ وغيره جو پائيپ.

**نَڙِي:** ث. نڙاندي.

**نِڙي:** ث. جسم جو هڪ عضوو (کاڌي کائڻ يا ساهہ کڻڻ واري نَلِي)- نڙگهٽ. ڳچي. ڪنڌ.

**نِزاعُ:** ذ (ع) تڪرار- جهيڙو- فساد. عداوت. دشمني.

**نِزاڪَتَ:** ث (ف) ناز ۽ ادا. نازڪ مزاجي. نفاست. سهڻائي. سونهن- سوڀيا.

**نِزد:** ظ (ف) ويجهو- قريب- اوڏو. پرسان.

**نِزديڪ، نَزيڪ:** ظ (ف) ويجهو- قريب. اڳيان. پرسان.

**تَزعَ:** ث (ع) سڪرات. پويان پساهہ.

**نَزلو:** ذ (ع) زڪام- ريزش. ليس.
**نَزلو ڪِرڻ:** ڪنهن عضوي تي نزلي جو اثر ٿيڻ. مصيبت اچڻ. نقصان پهچڻ.
**نُزولُ:** ذ (ع) نازل ٿيڻ. مٿان اچڻ. قرآن شريف يا وحي جو نازل ٿيڻ.
**نُزهَت:** ث (ع) پاڪيزگي. تازگي. خوشي. خوشحالي. فرحت- سُرور.
**نَزاد:** ث (ف) اصل نسل. خاندان. حسب نسب.
**نَسَ:** ث. نبض- ناڙ- رَڳ. مردانو مخصوص عضوو. وڻ جي پَنن يا ريشي جو تاندورو.
**نَس سَهي ڪرڻ:** طبيعت ڪي سمجهڻ. مزاج ڪان واقف ٿيڻ. ڪمزوري يا عيب ڪان واقف ٿيڻ.
**نِساء:** ث (ع) زالون- عورتون.
**نِسائِڻُ:** م. سُسائڻ- سُڪائڻ (ڦٽ ڦرڙي، زخم).
**نَسَبُ:** ذ (ع) اصل نسل. گهراڻو- خاندان. پيءُ جي طرفان نسبت- آبائي پيڙهي.
**نسب نامو:** ذ. پيڙهين جو شجرو.
**نِسبَتَ:** ث (ع) نالي ٿيڻ- منسوب ٿيڻ. تعلق- لاڳاپو. ماڻتي. (ظ) پيٽ ۾.
**نَسبِي:** ث. ڪَنن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه. (ص) نسب جو. پيڙهائتو.
**نِستَائِي:** ث. ڪمزوري- هيڻائي. ضعيفي.
**نِستَو:** ص. ڪمزور- هيڻو- ايرو. بي طاقت.
**نَستَعليقُ:** ذ (ع) لکڻ يا تحرير جو هڪ نمونو (جنهن ۾ فارسي يا اردو لکي وڃي ٿي).
**نس پِس:** ظ. هوبهو- بلڪل ساڳيو.
**نُسخو:** ذ (ع) ڪتاب. قلمي مسودو. اهو ڪاغذ جنهن تي ڊاڪٽر يا طبيب دوا ء ان جي ترڪيب لکي.
**نِسرَڻُ:** م (سن) نڪرڻ- ٻاهر ٿيڻ. ظاهر ٿيڻ. اُپڙڻ- ڦٽڻ (پوک، سنگ). اُڀرڻ. انگورجڻ.
**نَسرِين:** ذ (ف) اڇو گُلاب.
**نَسلُ:** ذ (ع) آل اولاد. آل عيال- ٻار ٻچا- خاندان. قوم- قبيلو.
**نِسَنگُ:** ص. بي ڊپو- بي خوف. ظاهر ظهور. سورهيه.
**نِسَڻُ:** م. سُسَڻ- ڳهٽجڻ (زخم، ڦٽ، ڦرڙي).
**نَسوارَ:** ث. تماڪ مان ٺهيل هڪ نشيدار وکر.
**نِسوان:** ث (ع. نِساء جو جمع) عورتون- زالون.
**نِسوانِي:** ص. عورتن جو.
**نِسورو:** ص. سربستو- سمورو- سڄو. نج- خالص. نرو.
**نِسيانُ:** ذ (ع) ويسر- فراموشي. ڀُل چُڪ.
**نَسِيم:** ث (ع) وڻن ٻوٽن جي سُرهي هوا. ٿڌڙي هير.
**نَسيم سَحر:** ث. صبح واري ٿڌڙي هير.
**نشاستو:** ذ (ف) ڪڻڪ جو ڳُودو (جنهن مان منائي ٺهي).
**نِشاط:** ث (ع) خوشي. فرحت. سُرور. عيش جو مزو.
**نشاط افزا:** ص. خوشي وڌائيندڙ.
**نِشانُ:** ذ (ف) آثار- اهڃاڻ. پَتو- ڏس. نقش- ٺپو. يادگار. نشاني. اثر. ڇاپ. جهنڊو. نام نڪاٿو. نشانو- هدف. تمغو. داغ (زخم يا ڦٽ ڦرڙيءَ جو).
**نشانات:** ذ. "نشان" جو جمع.
**نشان پتو:** ذ. پار پتو- ڏس. نام نڪاٿو.
**نِشان دهي:** ث. پار پتو- ڏس پتو.
**نشان ڪرڻ:** سڃاڻپ لاءِ خاص اهڃاڻ وجهڻ.
**نِشانبَرُ:** ص. ظاهر- پڌرو- نروار.
**نِشانو:** ذ (ف) تير اندازي يا گوليمار جو مقرر نشان (جنهن تي مشق ڪجي)- هدف.
**نِشانِي:** ث (ف) ڪا شيءِ يا ڪنهن ڳالهه جو حوالو جيڪو خاص اهڃاڻ طور ڪنهن ڏي موڪلجي (جيڪو

موڪليندڙ ۽ جنهن ڏانهن موڪلجي انهن ٻنهي کي معلوم هجي). ڪو خاص نشان. ڪو سڃاڻپ وارو اهڃاڻ.

**نَشتَر:** ث (ف) ٿمر ٻڙ وغيره کي چير ڏيڻ جو چاقون.

**نَشتر هڻڻ:** چير وجهڻ. گهاءِ ڪرڻ.

**نَشرُ:** ذ (ع) پکيڙ- ڦهلاءُ. مشهوري.

**نشر ڪرڻ:** پکيڙڻ. چروچڙ ڪرڻ.

**نِشستَ:** ث (ف) ويهڪ- بيٺڪ. مجلس. ويهڻ جي جاءِ.

**نِشست بَرخاست:** ث. اٿ ويهه. ڪچهريءَ ۾ ويهڻ جو سليقو.

**نَشو:** ذ (ع) پيدائش. اوسر. قد بت ۾ اضافو- واڌ.

**نَشو وَ نُما:** ذ. پرورش. اُسرڻ ۽ وڌڻ. ترقي.

**نَشو:** ذ (ع) سُرور- ڪيف- مستي- خمار- ڪيپ. مدهوشي. جوش. ولولو. امنگ. غرور- تڪبر.

**نَشو چڙهڻ:** خمار چڙهڻ. نشي جي مستي چڙهڻ.

**نَشو ڪرڻ:** نشيدار شيون واپرائڻ.

**نَشو لهڻ:** خمار لهڻ. هوش ۾ اچڻ.

**نَشي باز:** ص. گهڻو نشو ڪندڙ. وڏو نشئي.

**نَشي بازي:** ث. نشو واپرائڻ.

**نَشيبُ:** ذ (ف) هيناهين. لاهي- لهندي- نمندي. لاهيءَ واري زمين- نوڙ.

**نَشيب و فراز:** ذ. هيناهين مٿاهين. اونچ نيچ. ترقي تنزل. لاهو چاڙهو.

**نَشيمَنُ:** ذ (ف) آرامگاه. اڪيلائي واري جاءِ. گهر. آکيرو- آشيانو.

**نَص:** ذ (ع) تحقيق- چنڊڇاڻ. پڌري ڳالهه. قرآن شريف جي اُها آيت جنهن جو مفهوم چٽو پڌرو هجي.

**نِصابُ:** ذ (ع) پونجي- مُوڙي. ايترو مال جنهن تي زڪواة واجب الادا هجي. درسي ڪتاب.

**نَصارِيٰ:** ذ (ع) سندن پنهنجي عقيدي موجب عيسيٰ جا پوئلڳ- عيسائي.

**نَصَبُ ڪرڻ:** کوڙڻ- قائم ڪرڻ.

**نَصَبُ العَينُ:** ذ (ع) اصل مقصد- ارادو.

**نَصرانِي:** ذ (ع) عيسائي مذهب جا پوئلڳ- ڪرستان.

**نُصرَتَ:** ث (ع) فتح- سوڀَ- جِيت. مدد- حمايت.

**نِصفُ:** ص (ع) اَڌ- نِيم.

**نِصفُ النهار:** ذ. اڌ ڏينهن- ٻپهر.

**نَصيبُ:** ذ (ع) ڀاڳ- قسمت- مقدر- طالع.

**نصيب کُلڻ:** ڀاڳ کلڻ- بخت ورڻ.

**نَصيحَتَ:** ث (ع) صلاح. نيڪ صلاح. تنبيهه. هدايت.

**نصيحت آموز:** ص. نصيحت واري (صلاح).

**نصيحت ڏيڻ:** سمجهائڻ. نيڪ صلاح ڏيڻ. سزا ڏيڻ.

**نُطفو:** ذ (ع) ڦُڙو- قطرو. اولاد.

**نُطقُ:** ذ (ع) ڳالهائڻ جي طاقت- گويائي.

**نِظارو:** ذ (ع) ڏسڻ- دِيد. ديدبازي. لقاءُ. اها چيز جيڪا ڏسڻ ۾ اچي.

**نظارو ڪرڻ:** ديدار ڪرڻ. لقاءُ ڏسڻ.

**نِظامُ:** ذ (ع) انتظام- بندوبست. سلسلو- ترتيب. طريقو. ناهپ.

**نِظام شمسي:** ذ. سج ۽ ان سان لاڳاپيل گره ۽ سَيارا.

**نِظامَتَ:** ث (ع) انتظامي محڪمو.

**نَظَرَ:** ث (ع) ڏسڻ- دِيدَ. غور سان ڏسڻ. نگاه. بينائي- بصارت. اک- چشم. جن ڀُوت جو اثر.

**نظر اچڻ:** ڏيکائي ڏيڻ.

**نظر انداز ڪرڻ:** توجهه نه ڏيڻ. درگذر ڪرڻ. چشم پوشي ڪرڻ.

**نظر تي چڙهڻ:** پسند اچڻ- وڻڻ.

**نظر ڏنياڻي:** ث. ناظرو ماڻهو کي نظر واپس وٺڻ لاءِ

ڏنل اجورو- صدقو.
**نظر دوڙائڻ:** ڏسڻ. آسپاس ڏسڻ. سرسري ڏسڻ. متاڇرو ڏسڻ.
**نظر لڳڻ:** بدنظر جو اثر ٿيڻ.
**نظر ۾ هجڻ:** هر وقت اکين اڳيان هجڻ.
**نَظربَندُ:** ذ (ف) اهو قيدي جيڪو جيل ۾ نہ هجي، پر ان کي ڪيڏانهن وڃڻ يا ٻئي سان ملڻ جي اجازت نہ هجي ۽ نگراني هيٺ هجي. قيد- گرفتار.
**نَظربَندِي:** ث. حراست. قيد. جادوگري- چشم بندي.
**نَظرثاني:** ث (ف) ٻيو ڀيرو ڏسڻ. نئين طرح سان جانچ ڪرڻ. دوباره چڪاس.
**نَظرداري:** ث (ف) سنڀال- نگهباني.
**نَظرَڻُ:** م. نظر هڻڻ- هُوسڻ. بدنظر سان ڏسڻ. تڪڻ.
**نَظمُ:** ذ (ع. نَظم) شعر. ڪلام. سلسلو- ترتيب.
**نَظم ونَسَق:** ذ. انتظام- بندوبست.
**نَظِيرُ:** ذ (ع) مثال- تمثيل. چوڻي. حڪايت. نمونو.
**نَعتَ:** ث (ع) صفت- تعريف- واکاڻ. خاص طور تي نبي سڳوري جي ثنا. مدحيہ نظم.
**نَعرو:** ذ (ع) زور سان آواز. هڪل. للڪار. لڙائيءَ ۾ سپاهيءَ لاءِ خاص ٻول.
**نَعرو هڻڻ:** للڪارڻ. هڪل ڪرڻ. دعويٰ ڪرڻ.
**نَعشُ:** ذ (ع) لاش- مڙدو.
**نَعلُ:** ذ (ع) جُتي- ڪفش. باربرداري واري وهٽ يا سواريءَ جي جانور کي پيرن ۾ لڳل لوهي حلقو- نالُ.
**نَعلبَندُ:** ص. وَهٽن کي نال هڻندڙ.
**نِعمُ البَدل:** ذ (ع) سٺو بدلو- نيڪ معاوضو. نقصان جو عيوض.
**نِعمَتَ:** ث (ع) خدا جي طرفان مليل عطا- بخشش. عطيو. مال دولت. آسائش.
**نعمت خانو:** ذ. ڪاٺ جو ننڍو چاريدار ڪٻٽ جنهن ۾ کاڌو رکجي.
**نَعوذُ بِاللہ:** جملو (ع) اسين الله تعاليٰ کان پناهہ ٿا گهرون. خدا بچائي.
**نَغارو:** ذ (ع. نقاره) پيپر- نقارو.
**نَغارچي:** ص. نغارا وڄائيندڙ.
**نَغمو:** ذ (ع) سُريلو آواز. مٺي ٻولي. گيت. راڳ. ترانو.
**نِفاذ:** ذ (ع) حڪم جاري ٿيڻ. فرمان. هڪڙي شيءِ جو ٻيءَ ۾ پيهي وڃڻ. گهڙي وڃڻ.
**نِفاسُ:** ذ (ع) ٻار ڄڻڻ کان پوءِ عورت جو چاليهن ڏينهن تائين چِلو.
**نَفاسَتَ:** ث (ع) پاڪائي. صفائي. اڄائي اُجرائي.
**نِفاقُ:** ذ (ع) ڦوٽ- عداوت. ڏُڦيڙُ. دشمني. ٻٽائي.
**نِفاق رکڻ:** دل ۾ بغض رکڻ. عداوت رکڻ. ٻيائي رکڻ.
**نَفَرُ:** ذ (ع) نوڪر- چاڪر- ملازم. هڪ فرد.
**نَفري:** ث. پرائي ملازمت. نوڪري.
**نَفرَتَ:** ث (ع) ڪراهت- بُڇان. بيزاري. سُوگَ.
**نفرت ڪرڻ:** حقارت جي نظر سان ڏسڻ.
**نَفسُ:** ذ (ع. نَفَس) ساهہ- دَمُ- پساهہ. ذات- هستي. جسم- جان. شخص- ماڻهو.
**نَفسِ آمارَہ:** ذ. اُها خواهش جيڪا انسان کي بَدِي يا غير شرعي ڪمن لاءِ برغلائي. حيواني يا شيطاني خواهش.
**نَفس پَرست:** ص. عياش. خود غرض.
**نِفس ڪُشي:** ث. پنهنجي نفس کي مارڻ. پرهيزگاري.
**نَفسا نَفسِي:** ث. پنهنجي جِند جو خيال. ذاتي مفاد- خود غرضي.
**نَفساني:** ص. پنهنجي غرض جو. جسماني.
**نَفسانيت:** ث. خودغرضي. پاڻ پڄو. غرور. عياشي.
**نَفسِي نَفسِي:** ث. پنهنجي پنهنجي خود غرضي.

هرڪنهن کي پنهنجي ڳڻتي.

**نَفعو:** ذ (ع. نفع) فائدو- لاڀ.

**نَفعو نقصانُ:** ذ. فائدو ۽ گهاٽو. برائي ڀلائي. چڱي مَدي.

**نَفقو:** ذ (ع) ڪُٽنب جو کاڌو ۽ ڪپڙو لٽو. خرچ پکو.

**نَفلُ:** ذ (ع) شڪراني جي نماز. اها نماز جيڪا فرض نہ هجي.

**نُفوذ:** ذ (ع) ڪنهن قاعدي ۽ قانون جو اِجراء.

**نُفوسُ:** ذ (ع. نفس جو جمع). ارواح. ماڻهو.

**نَفي:** ث (ع) انڪار- نہ.

**نَفي اِثبات:** ذ. انڪار ۽ اقرار. ها يا نہ.

**نَفيرُ:** ذ. نفيلُ.

**نَفيرِي:** ث (ف) هڪ قسم جو ساز- شرناءِ.

**نَفيسُ:** ص (ع) عمدو- سٺو. صاف سٿرو. اڇو اُجرو. نازڪ. وڻندڙ.

**نَفيلُ:** ث. نفير. سَرهہ جانور جو سڱ جيڪو فقير وڄائن. سنڌي- بغل (انگ. بيوگل).

**نِقابُ:** ذ (ع) برقعي جو مُنهن ڍڪڻ وارو حصو. اڪين کان سواءِ سڄو منهن ڍڪڻ جي چاري- رُومالي.

**نِقاب پوش:** ص. مُنهن تي ٻُڻَ ٻڌل.

**نِقابو:** ذ. عورتن لاءِ نماز ۾ پوتيءَ سان مُنهن ڍَڪَ.

**نَقادُ:** ص (ع) پرک ڪندڙ. تنقيد ڪندڙ. تصنيف تي چڱايون اوڻايون لکندڙ.

**نَقارو:** ذ (ع) نغارو. ڀير.

**نقارخانو:** ذ. نقارن رکڻ جي جاءِ- نوبت خانو.

**نَقاشُ:** ص (ع) چِٽَ گُل ڪڍندڙ. پٽ، شيشي، ڪاني وغيره تي گلڪاري ڪندڙ هنرمند. ڪمانگر.

**نَقاشِي:** ث. چٽ گل ڪڍڻ جو ڪم. ڪمانگري.

**نُقاط:** ذ (ع) 'نقطہ' جو جمع. نقطا. خاص اشارا.

**نَقالِي:** ث. نقل ڪرڻ.

**نَقاهَتَ:** ث (ع) ڪمزوري- ضعف- هيڻائي.

**نَقبُ:** ذ (ع) کاٽ. ڀت ۾ سوراخ (چوريءَ جي ارادي سان).

**نقب زَن:** ص. کاٽ هڻندڙ- کاٽڙيو (چور).

**نقب زني:** ث. کاٽ هڻڻ.

**نَقدُ:** ذ (ع) روڪڙو.

**نَقدي:** ث. روڪڙ. روڪڙي رقم.

**نُقرو:** ذ (ع) چاندي- سيم. سفيدي تي مائل رنگ جو گهوڙو.

**نُقرئي:** ص. چانديءَ جو- چانديءَ جهڙو.

**نَقشُ:** ذ (ع) تصوير. ڇاپو- ٺپو. گل ٻوٽي يا ول وغيره جي اُڪَر جو ڪم. تعويذ جو خانن وارو خاڪو.

**نقش قَدمُ:** ذ. ٻنهي پيرن جو نشان.

**نقش قدم تي هلڻ:** پيروي ڪرڻ.

**نقش نِگار:** ذ. گُلن ٻوٽن جي تصوير.

**نَقشبندِي:** ص (ف) خواجہ بهاء الله جي سلسلي جو مريد يا پوئلڳ.

**نَقشو:** ذ (ع) خاڪو. شڪل. ڍول- نمونو. حُليو. ڪنهن ملڪ يا دنيا جي جاگرافيائي بيهڪ.

**نُقصُ:** ذ. (ع) عيبَ- وِڏ. سُقم. ڪوتاهي- خامي.

**نقصانُ:** ذ (ع) ضرر- هرج- ٽوٽو- گهاٽو- ڇيهو.

**نُقصان وجهڻ:** زيان ڪرڻ. ٽوٽ وجهڻ. ڪم خراب ڪرڻ. ڇيهو وجهڻ.

**نُقصانڪارُ:** ص. ڇيهي وارو. ضرر رسائيندڙ. زيان خور.

**نُقطو:** ذ (ع) ٻڙي- ٽِبڪو.

**نَقُلَ:** ذ. ڪنڊ ڇڙهيل ٻوهي مڱ.

**نَقلُ:** ذ (ع) اُتارو. حڪايت. ٽوٽڪو. آهلَ.

**نقل ڪرڻ:** اُتارو ڪرڻ. اهل ڪڍڻ. حڪايت بيان ڪرڻ.

**نَقل نَويسُ:** ذ. منشي. محرر. اُتارو ڪندڙ.

**نَقلِي:** ص. مصنوعي- هٿراڌو. جعلي- ڪُوڙو.

**نُقُوش:** ذ (ع) "نقش" جو جمع. چِٽَ گُلَ.

**نَقِيبُ:** ذ (ع) بادشاه يا سردار جي آمد تي بلند آواز سان ان جي حسب نسب ۽ حيثيت جو اعلان ڪندڙ چوبدار. ڍندورو ڏيندڙ.

**نَڪُ:** ذ. هڪ عضوو (ساهه کڻڻ لاءِ)- بيني.

**نَڪ نِرجو:** ص. نڪ جو ڏاڍو (جنهن کي لڄ شرم نه ٿئي). (ث. نَڪ نرجي).

**نَڪ وڍجڻ:** خوار ٿيڻ بدنام ٿيڻ.

**نَڪ وڍڻ:** شرمسار ڪرڻ. مهڻا طعنا ڏيڻ. بيعزت ڪرڻ.

**نَڪُ وجهڻ:** عزت آبرو وارو ڪرڻ (ڪنهن کي). مان شان وارو ڪرڻ.

**نُڪاتَ:** ذ (ع) "نُڪته" جو جمع. ڪنهن مضمون، ڪتاب وغيره جون خاص ڳالهيون.

**نِڪاحُ:** ذ (ع) شاديءَ جي قبوليت ۽ اقرار واري مذهبي رسم.

**نِڪاح نامو:** ذ. نڪاح جي لکيت (جنهن ۾ ڪي شرط هجن ته اهي به ڄاڻايل هجن).

**نِڪارُ، نِڪارو:** ص. بي ڪمو- اجايو- فضول.

**نُڪتو:** ذ (ع) خاص ڳالهه. ڪم جي ڳالهه. سوچ ويچار وارو مسئلو.

**نُڪته چِينُ:** ص. عيب ڪيندڙ. خاميون ڪيندڙ.

**نُڪته چِيني:** ث. عيب جوئي.

**نُڪتہَ سَنجِي:** ث. خوش گفتاري.

**نِڪرَڻُ:** م. ٻاهر اچڻ. ظاهر ٿيڻ. پيدا ٿيڻ. اُپرڻ. اُپڙڻ- ڦُٽڻ (ٻوٽو وڻ وغيره). خارج ٿيڻ- نيڪال ٿيڻ. وهڻ (رت، پاڻي). جاري ٿيڻ.

**نِڪري وڃڻ:** ڀڄي وڃڻ. فرار ٿيڻ. جلدي ۾ هليو وڃڻ.

**نِڪَلُ:** ذ (انگ) هڪ قسم جو ڌاتو (جنهن مان سِڪا ٺهن).

**نِڪَمو:** ص. بيڪار. فضول- اجايو. خراب. ڪنهن به ڪم ۾ نه ايندڙ. (ث. نِڪمي).

**نِڪَڻو:** ظ. رڳو- فقط- سڄوئي. اڪيلو. نِسورو. (ث. نِڪَڻِي).

**نَڪو:** ذ. نڪُ.

**نَڪو ڏيڻ:** مُنهن اٽڪائڻ. واتورجڻ.

**نِڪورُ:** ص. نئون- اڻ واپرايل.

**نِڪُونجهہُ:** ذ. اوڙاهه- عميق- اونهون پاڻي.

**نَڪهيرَ:** ث. (نڪ+ سير) ڪنهن ڏک سبب نڪ مان وهندڙ رت- ناڪيلي.

**نَڪِيرُ:** ذ (ع) قبر ۾ مري ويل کان پُڇا ڪندڙ هڪ ملائڪ.

**نُگَ:** ث. ڍِڳهو ۽ وڏو ٽڏو. پيڙهي- ڪٽنب- پُري.

**نَگُتُ:** ذ (سن. نڪشتر) چنڊ جي منزل وارا تارن جا ميڙ (جئن ڪُوهه، شينهن، ڪٽ وغيره).

**نِڪِٽو:** ص. جيڪو ڪٽي ڪمائي نه پر ويهي کائي.

**نِکِرَڻُ:** م. نکرڻ. پکڙڻ. ڇڙوڇڙ ٿيڻ. الڳ ٿيڻ. ظاهر ٿيڻ. چمڪڻ (چنڊ تارا).

**نِگملو:** ص. نڪمو. نکٽو.

**نِکيٽِي:** ث. شاديءَ جي هڪ رسم (جنهن ۾ ڪنوار کي وداع ڪرڻ وقت گهوٽ جي لونگي ۽ ڪنوار جي چُني جو پلاند ڳنڍي ڪنوار کي ساهرائي گهر ڏانهن روانو ڪيو ويندو آهي).

**نِکيڙَڻُ:** م. جدا ڪرڻ- الڳ ڪرڻ. نبيرو ڪرڻ. موڪلائڻ. روانو ڪرڻ.

**نِگارُ:** ذ (ف) نقش- چِٽ. تصوير.

**نِگارخانو:** ذ. جنهن جاءِ ۾ تصويرون رکيل هجن.

**نِگارستانُ:** ذ. نگارخانو.

**نِگارِش:** ث (ف) تحرير- لکڻي. تصوير.

**نِگاهَ:** ث (ف) نظر- بصارت- بينائي. نِرت. نِگراني- حفاظت- سنڀال.

**نِگاه رکڻ:** اک رکڻ. نظرداري ڪرڻ.
**نِگرانُ:** ص (ف) نظرداري ڪندڙ. سنڀال ڪندڙ.
**نِگراني:** ث. سنڀال- نظرداري.
**نِگرو:** ص. جنهن جو ڪُـرُ پيٽ نـ هجي. جنهن مان چڱائي نـ ٿئي. چندبو. مُوذي. (ث. نِگري).
**نِگهہَ:** ث (ف) نگاه- نظر.
**نِگهبانُ:** ص. سنڀاليندڙ.
**نگهباني:** ث. سنڀال- نظرداري.
**نگهداري:** ث. نگهباني.
**نگهداشت:** ث. نظرداري- سنڀال.
**نَگهَتَ:** ث (ف) خوشبوءِ- سُرهاڻ- سڳند.
**نَگينو:** ذ (ف) ٻُڙو- ٽِڪو (هيري، موتي يا پٿر جو)- ٽِڪَ. هِيرو.
**نِگهُوسارُ:** ظ (ف. نگون) اونڌو. جُهڪيل. اونڌو لٽڪيل. اوڙاهہ ۾ پيل- غرق.
**نِگڻُ:** م. نِڪرڻ- اُڀرڻ. اُڀجڻ. پيدا ٿيڻ. نروار ٿيڻ.
**نَلُ:** ذ. لوهي نڙو جيڪو گهرن ۾ پاڻي پهچائڻ ۾ ڪم اچي- نَلي. نلڪو.
**نِلائي:** ث. گهٽائي- اوڻائي. عيب جوئي. گِلا.
**نلڪو:** ذ. نَلُ. ننڍو نل.
**نِلو:** ص. رڳو- فقط. جدا- ڌار.
**نَلي:** ث. لوهي نڙاندي- پائيپ. نڙاندي.
**نَمُ:** ذ (ف) آلاڻ. رطوبت. (ص) آلو- پُسيل.
**نمَ (ث)، نمُ:** ذ. هڪ قسم جو مشهور وڻ.
**نِما:** ص (ف. نَما) ظاهر ڪندڙ- ڏيکاريندڙ (مرڪب لفظن ۾ صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ: قطب نما وغيره).
**نمازَ:** ث (ف) مسلمانن جي عبادت. صوم صلوات. عبادت.
**نِمازي:** ص. عبادت گذار. نماز جو پابند.
**نِما شامَ:** ث. وچين ۽ مغرب نماز جي وچ وارو وقت.

سج لٿي واري مهل.
**نِمالو:** ص. غريب- مسڪين. عاجز. ويچارو. مايوس.
**نَمالائي:** ث. نهٺائي- نئڙت. عجز.
**نِماءُ:** ذ (ف) ڏيک- نظارو- لقاءُ. تماشو. نمائش. پڌرائي.
**نِمائشَ:** ث (ف) ڏيکاءُ. نظارو. لقاءُ.
**نِمائِشي:** ص. ڏيکاءُ طور. رڳو ڏيک. عارضي.
**نِمائِندَہ:** ص (ف) ڏيکاريندڙ. اهو شخص جيڪو ڪنهن جماعت جي طرفان حاڪم وٽ عرض ڪري. اخبار جو عيوضي.
**نَمائڻُ، نِمائڻُ:** م. جُهڪائڻ- لاڙڻ- هيٺ ڪرڻ. ليٽائڻ. مطيع ڪرڻ.
**نِمايانُ:** ظ (ف) ظاهر- پڌرو- کُليو- چٽو.
**نَمبَرُ:** ذ (انگ) عدد- انگ. ڳڻپ. وارو- سلسلو. پوک لاءِ ماپ ڪيل ايراضي.
**نمبر شماري:** ث. زمين جي سروي نمبر جي پڙتال. آباد زمين جو تفصيل.
**نَمدو:** ذ (ف) اوني ٿلهو ڪپڙو. نود جو تَهہ.
**نِمرتا:** ث. نهٺائي- نئڙت.
**نَمرو:** ص. چڱو ڀلو- تندرست- چاقُ.
**نَمسڪارَ:** ث (سن) سلام. جهڪي سلام ڪرڻ.
**نِمڪُ:** ذ (ف) لُوڻ.
**نمڪ پاشي:** ث. لوڻ ٻُرڪڻ.
**نمڪ حَرامُ:** ص. بي شڪرو. دغاباز. مالڪ سان غداري ڪندڙ.
**نَمڪ حلالُ:** ص. احسانمند- شڪرگذار. مالڪ جو خيرخواه.
**نمڪ دانُ:** ذ. لوڻ رکڻ جي شيشي وغيره.
**نَمناڪُ:** ص (ف) پُسيل- آلو- پِنل.
**نَمَندي:** ث. لاهي. گهرائي. جهولَ. هيٺاهين. نوڙ.

**نَمَڻُ:** مر. جُهڪڻ. نوڙڻ. تعظيم خاطر جُهڪڻ. جُهڪي سلام ڪرڻ. مطيع ٿيڻ. مائل ٿيڻ.

**نَمُو:** ذ (ع) اوسر. واڌ.

**نَمُودار:** ص (ف) پڌرو- عيان. ظاهر.

**نمودار ٿيڻ:** ظاهر ٿيڻ. پڌرو ٿيڻ.

**نِمُوري:** ث. نمر جي وڻ جو ٻج.

**نَمُونو:** ذ (ف) اها چيز جيڪا ڏيکارڻ واسطي آڻجي. نقشو. قالب. ڍول. جنس.

**نَمُونو ڪرڻ:** اٽڪل ڪرڻ- حرفت ڪرڻ- ٺڳي ڪرڻ.

**نَمُونيا:** ث (انگ) ڦڦڙ لڳي پوڻ جي بيماري.

**نَمِي:** ث (ف) آلاڻ. پاڻيٺ. رطوبت.

**نہ نہ:** ظ. هرگز نہ- ڪڏهن بہ نہ.

**نِندا:** ث. ندا- گلا. بهتان. هَجَو. بُرائي.

**نِندَڻُ:** مر. الزام هڻڻ. گلا ڪرڻ. ڄٽ ڪرڻ. ڄٽ ڦٽ ڪرڻ.

**نِنڌِ:** ث. ذخيرو- خزانو. ان جو ڪرو. سمنڊ. اهو ماڻهو جنهن ۾ گهڻيون خوبيون هجن. توڙ- ڇيهہ- آخر- پڇاڙي.

**نِنڌڪُ:** ص. گلاخور. منحوس. ڪِينَ جهڙو. چندو.

**نِنڊَ، نِنڊرَ:** ث. سمهڻ جو عمل. ڇِهر. نومَ. گينوار. بي خبري.

**نِنڊ حرام ڪرڻ:** سمهڻ نہ ڏيڻ. نہ سمهڻ.

**نِنڊاڪڙو:** ص. ننڊ جو خواهشمند- ڇهريل. ننڊ جي خمار وارو.

**نَنڍَ:** ث. ننڍي هئڻ جي حالت- ننڍائي.

**نَنڍَپَڻ:** ذ. ننڍي عمر- طفلي- ڪمسني.

**نَنڍڙو:** ص. تمام ننڍو. ٻارڙو. (ث. ننڍڙي).

**نَنڍو:** ص. ڇوٽو- خُرد. ڪوتاه. گهٽ. (ث. ننڍي).

**نَنڍو نينڍو:** ص. ننڍي عمر جو جوان. (ث. ننڍي نينگري).

**نَنڍو وڏو:** ص. هر ماڻهو- عام ماڻهو.

**نَنگُ:** ذ (ف) لحاظ- مرمر. شرم- حيا. غيرت. لڄ. مُندڀيءَ ۾ ڄَرڻ لاءِ ٻڙو- ٽٽو. ڳُٽپ ۾ آيل اسمن جو تعداد (هڪ ننگ، ٻہ ننگ، پنج ننگ).

**ننگ اُجارڻ:** مٿن ماڻٽن جو راڄ پاڳ ۾ مُنهن مٿي ڪرڻ. ننگ وڙ ڪري سرخرو ٿيڻ.

**ننگ پالُ:** ص. عزت رکندڙ. سار سنڀال لهندڙ.

**نَنگرُ:** ذ (سن. نگر) شهر. خيرات جي ماني.

**نَنگرو:** ذ. ماڪوڙين يا ماڪوڙن جو برڙ. ماڪوڙين مڪڙن جي قطار.

**نَنگري:** ث. ننڍو شهر. ڳوٺ. بستي- وسنءَ.

**نَنگو:** ص. اگهاڙو- عريان- برهنہ. بيحيا- بي شرم. (ث. ننگي).

**ننگو ڪرڻ:** اگهاڙو ڪرڻ. خوار ڪرڻ.

**نَنگِي:** ص. لڄ رکندڙ. ننگ وڙ وارو. غيرتمند. وڙ ڪندڙ.

**نِنگهہَ:** ث. اَنُ ڇڙڻ لاءِ زمين ۾ ٺهيل اُکري.

**نِنگهُوسارُ:** ص. اوڙاهہ ۾ غرق. گم- غرق- ٻڏي ويل.

**نَنهَن، نُنهَن:** ذ. آڱرين جون سخت ڪل واريون چوٽيون (هٿن پيرن جا ننهن). جانور جي چنبي جا تکا ننهن.

**نُنهَن ڳَرو:** ث. نُنهن پچي پوڻ سبب نُنهن اُکڙڻ.

**نُنهن لاهڻ:** هٿن پيرن جا وڌيل نُنهن ڪترڻ.

**نُنهن اٽڪڻ:** واسطو پوڻ. پلاند اٽڪڻ.

**نُنهَن:** ث. پٽ جي زال.

**نُهَنڊ:** ث. نُنهن جي رهڙ- رُهنڊ.

**نُنهَنڊَڻُ:** مر. نُنهن سان رهڙون پائڻ.

**نُنهن سوسڙو:** ص. ٿورو ڪوسو- پورو پنو.

**ٺِٺانَ:** ث. مڙس جي پيڻ.

**نَوَ:** ص. هڪ عدد (٩).
**نَو، نَوُ:** ص (ف) نئون. جديد. تازو.
**نَو آبادي:** ث. نئون وسايل ملڪ.
**نَو آموزُ:** ص (ف) سيکڙاٽ. جنهن تازو ڪم سکيو هجي. ناتجربيڪار.
**نَوا:** ث (ف) آواز- صدا. سُر. نغمو.
**نَوابُ:** ذ (ع) ڪنهن شهر يا علائقي جو حاڪم- سردار.
**نَوابِي:** ث. حاڪمي. اميري.
**نَواحَ:** ذ (ع) آسپاس جو علائقو. طرف- پاسو.
**نَوادِرَ، نَوادِرات:** ذ (ع) عجيب غريب شيون. عجائبات. انوکيون شيون.
**نَوارَ، نَوارَ، نَهوارَ:** ث. ڪٽ واڻڻ لاءِ سُٽ جو اُڻيل پٽو.
**نَواڙو:** ذ. جنگي بحري جهازن جو آرماڙ.
**نواڙو:** ذ. هڪ تارو جيڪو پريات جو اُڀري (ٻه تارا آهن جيڪي هڪ ٻئي پويان اُڀرن).
**نَوازُ:** ص (ف) نوازيندڙ- نوازش ڪندڙ. مرڪب لفظن ۾ صفاتي پڇاڙيءَ طور ڪم ايندڙ (سرفراز، غريب نواز وغيره).
**نَوازِشَ:** ث (ف) مهرباني- عنايت- ڪرم. سخاوت. ٻاجهه.
**نوازش ڪرڻ:** عنايت ڪرڻ. مهرباني ڪرڻ. سخاوت ڪرڻ.
**نوازش نامو:** ذ. وڏي ماڻهو جو پنهنجي برابريءَ واري کي خط.
**نوازَڻُ:** مر (ف) نوازش ڪرڻ. مهرباني ڪرڻ. عزت ڏيڻ. انعام اڪرام ڏيڻ.
**نَواسِيرُ:** ذ (ع) "ناسُور" جو جمع. اهو زخم جيڪو نه ڇُٽي.
**نَوافِلَ:** ذ (ع) "نفل" جو جمع.
**نِوالو:** ذ (ف) گراهه- لقمو.
**نَواڻِ:** ث. نئين هئڻ جي حالت- نئين شيءِ يا نئين ڳالهه. جدت.
**نِواڻِ:** ث. هيناهين- جهڪاڻ- نشيب. نمندي.
**نِوائِڻُ:** مر. نمائڻ- جهڪائڻ. هيٺ ڪرڻ. لاڙڻ. مطيع ڪرڻ.
**نِوائِي:** ث. اڪيلائي- علحدگي. ماحول يا فضا ۾ سانت. چُپ چپات- خاموشي. ماٺ.
**نَوبَتَ:** ث (ع) وارو- موقعو. دور. وقت- عرصو. نغارو. نغاري جو واڄو. پهري ڏيڻ جو وارو.
**نوبت اچڻ:** وارو اچڻ. ڪنهن ڪم جو وقت اچڻ.
**نوبت خانو:** ذ. نغارا رکڻ يا وڄائڻ جي جاءِ.
**نوبت کي پهچڻ:** حالت کي رسڻ. حالت ٿيڻ.
**نوبت وڄائڻ:** (پير يا نغاري جو) وارو وڄائڻ. نغارا وڄائڻ. دور يا دورو وڄائڻ.
**نَوبتو:** ص (ف) چڱو ڀلو- خوش باش. تندرست. تازو توانو. نئين طرح. نئون نڪور.
**نوٽُ:** ذ (انگ) سرڪار طرفان جاري ڪيل مهر وارو ڪاغذ (جيڪو نائي طور استعمال ٿئي). يادداشت. وضاحت. لکپڙهه ۾ تشريح.
**نوٽ ڪرڻ:** يادداشت لکڻ. خاص ڌيان ۾ رکڻ.
**نوٽبوڪُ:** ذ (انگ) ڪاپي. بياض.
**نَوٽِڻ، نَوٽِڻي:** ث. نون ڳوٺن (سارين) سان رهڻ واري راند.
**نوٽِيسُ:** ذ (انگ) ڪنهن ٻه ڳالهه جي چتاءُ ڏيڻ جو ڪاغذ.
**نَوجُوانُ:** ص. (ف) نئون ساماڻل. نوخيز. ڳڀرو.
**نُوجَڻُ:** ذ. ڏهائي وقت ڇوڪرائي جي ٽنگن کي ٻڌڻ جو رسو- ڍنگ.
**نُوچَ:** ث. هڪ هنڌ اکين ڪپائڻ جي حالت- نرت.
**نُوچ ڪرڻ:** اکين تي زور ڏيئي ڏسڻ- نرت ڪرڻ.
**نَوچِي:** ث. بدپيشي وينل عورت (جيڪا ڪنهن رنڊي

وٽ ويٺل هجي).

**نُوحُ:** ذ (ع) حضرت نوح نبي عليہ السلام.

**نوحَہ:** ذ (ع) روڄ- گريو- زاري. ماتم.

**نوحہ خواني:** ث. ماتمداري. مري ويل جون خوبيون بيان ڪري رئاڙڻ.

**نَوخيز:** ص (ف) نئون جاول. نئون اُپريل. نئون سامايل.

**نَود:** ذ (ف) هڪ قسم جو ٿلهو اوني ڪپڙو (جيڪو پٽ تي وڇائڻ يا گھوڙي جي زين هيٺان رکڻ جي ڪم اچي). لتاڙ يا مار جو ڏاڍو. ننر- ضدي.

**نور:** ذ. هڪ قسم جو ساهوارو (جيڪو نانگ بلا کي بہ ماري ڇڏي).

**نُور:** ذ (ع) روشني. تجلي. سُهائو. چمڪو. جلوو. اکين جي نِرت- جوت.

**نُورِالهي:** ذ. خدا جو نور.

**نُوراني:** ص. روشن. چمڪندڙ. مُنوَر.

**نُور نچوئڻ:** نظر جو پورهيو ڪرڻ. اکين کي ايذائي ڪم ڪرڻ.

**نُورجَهان:** ث. دنيا جو نور. مشهور مغل راڻي مهرالنساء.

**نُورچَشم:** ذ. اکين جو نور. پُٽ. اولاد.

**نُورٌ عَليٰ نُورٌ:** ذ. نُور تي نُور. سڀ کان بهتر.

**نَورَتن:** ذ. نون قسمن جا هيرا يا رتن. اڪبر بادشاه جا نَوَ وزير.

**نورو:** ذ. ڪپڙي جي ڏگهي ٿيلهي جنهن ۾ ربيا وجهي چيلهہ سان ٻڌي ڇڏجن.

**نُورو:** ذ. پيرن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهہ- پازيب. جهانجهر.

**نُوري:** ث. "سُر ڪاموڏ" جو هڪ مکيہ ڪردار.

**نوريٽڙو:** ذ. هڪ قسم جو ننڍڙو ساهوارو- ڳالهڙ.

**نوڙ:** ذ. ٿلهو وٽيل رسو- واجهہ.

**نِوڙائڻ:** مر. جُهڪائڻ. هيٺ ڪرڻ (ڪند).

**نِوڙَت:** ث. هيناهين- نياز- حليمائي- نهٺائي. نيازمندي.

**نِوڙَڻ:** مر. جهڪڻ- ڪُبو ٿيڻ. مطيع ٿيڻ. نمڻ.

**نوڙِي:** ث. واڻ جي وٽيل رسي.

**نُوسِ نُوسِ:** ث. نوسڻ واري حالت. ڪنهن شيء جي ڳولا ۾ جهوتون هڻڻ. هيڏانهن هوڏانهن نهار.

**نُوس نُوس ڪرڻ:** در در ڀٽڪڻ. ناسُون هڻڻ. ڳولا ڪرڻ.

**نوش:** ص (ف) پِيَڻ. پيئڻ جهڙي شيء. پياڪ- پيندڙ.

**نوش جانِ:** ص. آهو وڻندڙ مشروب جيڪو وري وري پيئجي.

**نوش جان ڪرڻ:** کائڻ پيئڻ.

**نوشادَر:** ذ (ف) هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**نَوشِت:** ث (ف) تحرير - لکيت.

**نَوشِتو:** ذ (ف) تحرير- لکيت.

**نَوشِتو:** ذ (ف) لکيل- تحرير ڪيل. لکيو. خط.

**نَوشتہ تقدير:** ذ. قسمت جو لکيو. خدا جي مرضي.

**نوشِدارو:** ص (ف) ترياق- زهر مهرو.

**نَوشَهہ:** ذ (ف) تازو پرڻيل گهوٽ- وَنو.

**نَوشيروان:** ذ. ايران جو هڪ آڳاٽو عادل بادشاه.

**نَوع:** ذ (ع) قِسم- جنس. ڍنگ- طريقو. نمونو.

**نوع انسان:** ذ. بني آدم- آدم ذات.

**نَو عُمِر:** ص (ف) نابالغ- ڪمسن. بلوغت کي ويجهو.

**نَوڪَ:** ث (ف) چهنب- اٺي.

**نَوڪدار:** ص. چهنبيارو.

**نَوڪَر:** ذ (ف) ملازم. چاڪر. خذمتگار. نوڪري ڪندڙ.

**نوڪر چاڪر:** ذ. ملازم- خذمتگار.

**نَوڪَر شاهي:** ث. ملازمن يا حڪومت جي ڪارندن جي آپي شاهي.

**نَوڪِري:** ث (ف) ملازمت. چاڪري. خذمت. ڊيوٽي.

**نوڪري ڏيڻ:** ملازمت ڪرڻ. سونپيل فرض ادا ڪرڻ.

**نَوڪِرِيائِي:** ث. خادمہ- ملازمہ- ٻانهي.

**نَوَلُ:** ص. نئون. تازو. سيڪڙاٽ- نَولو.

**نُولُ:** ذ. ٻيڙي يا جهاز (غوراب) جو ڀاڙو. محصول.

**نَو لڪو:** ص. نَو لک ناڻي مُلهہ جو هارُ.

**نَوَلو:** ص. نوجوان- سهڻو جوان. نَوَن ڏاڻن وارو تاس جو پتو. (ث. نَوَلِي).

**نَومَ:** ث (ع) ننڊ. آرام. ڀِڪر.

**نَومبَر:** ذ (انگ) عيسوي سال جو يارهون مهينو.

**نُونُ:** ذ (ع) نَکَ مان آواز جو اُچار.

**نُونارَ:** ث. ساموندي لوڻ جي کاڻ.

**نُوناري:** ص. لوڻ ٺاهيندڙ. سمنڊ جي کاري پاڻيءَ مان لوڻ ٺاهيندڙ.

**نُوتَرُ:** ذ. ڏِڳ- ڪوڙ- ڍِير. انبار.

**نَونهال:** ص (ف) نوخيز- ٻار. ننڍڙو ٻار.

**نوڻ:** ث. هيناهين- جهمَ- لَهندِي- نشيب.

**نِوَڻُ:** م. نمڻ- جُهڪڻ.

**نوئي:** ص. نئون مريد. پهريون پيرو زيارت تي ويندڙ.

**نَوِيدَ:** ث (ف) خوشخبري- بشارت. شاديءَ جو سڏ.

**نَوِيسُ:** ص (ف) لکندڙ (جئن مضمون نويس، اخبار نويس).

**نِويڪلائي:** ث. اڪيلائي. تنهائي- علحدگي. واندڪائي- فرصت.

**نِويڪلو:** ص. اڪيلو- تنها. خلاصو- ڌار- جدا. (ث. نويڪلي).

**نوِيلِي:** ث. نئين نَويلي ڪنوار.

**نَهارَ:** ذ (ف) ڏينهن- روز- يوم.

**نِهارَ:** ث. نظر- نرت. جانچ. سنڀال. نظرداري.

**نِهارَ ڪرڻ:** جانچ ڪرڻ- سنڀال ڪرڻ. نظرداري ڪرڻ.

**نِهارَڻُ:** م. ڏسڻ. نظر وجهڻ. نظرداري ڪرڻ.

اک ۾ رکڻ.

**نِهالُ:** ص (ف) خوش- شاد. سرهو- مسرور. راضي.

**نهال ڪرڻ:** خوش ڪرڻ. مالا مال ڪرڻ.

**نِهالُ:** ذ (ف) ٻُوٽو. ٽڏو (وڻ جو).

**نِهان:** ص (ف) لڪل- پوشيدو- ڳجهو.

**نِهائِي:** ث. ڪنير جي ٿانون ٻچائڻ جي ڪُورِي- آوي. بدن جو اندريون پوشيدو عضوو- مٿانو.

**نِهايَتَ:** ث (ع) حد- انتها. ڇيهہ. (ظ) بيحد- بي انتها.

**نِهٽو:** ص. هٿين نلهو. هٿين خالي. جنهن جي هٽ ۾ ڪوبہ هٿيار نہ هجي.

**نِهٽائِي:** ث. نياز نئڙت- هيناهين- نيازمندي- عاجزي- حليمائي.

**نِهَٽو:** ص. جنهن ڪي هٽ يا غرور نہ هجي. حليم- بردبار. (ث. نهٽي).

**نَهجُ:** ذ (ع) طور- طريقو. ڍنگ. رستو- گس.

**نَهرَ:** ث (ع) قدرتي وهڪرو- ڦاٽ. نئن. وڏو واهہ.

**نَهرِي:** ص. نهر واري. نهر تي آباد ٿيندڙ.

**نَهرِي زمينَ:** ث. واهن تي آباد ٿيندڙ زمين.

**نِهرڻِ، نهَيرڻِ:** ث. هٿن پيرن جي نُنهن لاهڻ جو اوزار.

**نَهَرو، نِهرو:** ص. جيڪو اندران خالي يا پورو نہ هجي. ڏاڍي ڳِپ وارو. سخت. پِينو (ضد. پورو). (ث. نهري).

**نَهڪارَ، نَهڪَرَ:** ث. انڪار- ناڪار.

**نَهلو:** ذ. تاس ۾ نون ڏاڻن وارو پتو.

**نُهَندَ:** ث. نُنهن جي رهند- رهڙ.

**نُهَندو:** ذ. نُهند- رُهندو- رهڙ.

**نِهو:** ذ. ٻُڻ- نسل. اصل بنياد. ننگ- شرم. لحاظ. ناتو. سگ.

**نِهو نِهارڻ:** اصل ٻڻ بنياد ڏسڻ. لحاظ رکڻ.

**تھوَر:** ث. اھا زمين جيڪا اڃ آباد نہ ٿي ھجي. نئين ڪنواري زمين.

**ٿھوڙڻُ:** م. نابود ڪرڻ- ناس ڪرڻ. غرق ڪرڻ. نپوڙڻ. وٺي وڃڻ (بيماري).

**ٿھوڙي نيڻ:** مارڻ- فنا ڪرڻ.

**ٿھي:** ث (ع) روڪ- منع.

**ٿھيرو:** ذ. ماڻھوءَ جي جَھلَ لاءِ مَني.

**نٿڙت:** ث. نوڙت.

**نٿڙڻ:** م. نوڙڻ.

**نٿڻ:** ث. برساتي نھر.

**نئون:** ص. (ف. نَو) تازو- جديد- تھدر. نِڪور. انوکو- نرالو. اڻ ڄاڻ. اجنبي- غير واقف. سيکڙاٽ.

**نئون پُرالو:** ص. جيڪو موجود ھجي. جيڪا شيءِ في الحال ملي وڃي.

**نئون راڳُ:** ذ. تازو معاملو. تازو تڪرار. نئون فتنو.

**نئون عھدنامو:** ذ. انجيل ('توريت' کي پرالو عھدنامو چوندا آھن).

**نئون نِڪور:** ص. بلڪل نئون- تھدر نئون.

**نئين سجُ:** ظ. ھرڪنھن ڏينھن- ھرروز.

**نئين سر:** ظ. شروع کان. نئين نموني.

**نَئين:** ص. تازي. جديد. ڪوري.

**نئين ڳالھ:** ث. عجيب ڳالھ. انوکي ايجاد.

**نَي:** ث (ف) ڪاني. نڙ. نڙاندي. بنسري.

**نِيابَتَ:** ث (ع) نائبي. اڳواڻي.

**نِياتَ:** ث. قبيلو- گھرالو. ڪٽنب. نک. قوم. ياٿيچاري- برادري.

**نِياپو:** ذ. پيغام- سَنيھو.

**نِيارو:** ص. نرالو- انوکو. مختلف. جدا- الڳ. (ث. نياري).

**نِيازُ:** ذ (ف) عرض- گذارش. خواھش- اميد. منٿ. عاجزي. ملاقات. فاتحہ درود. نذر.

**نياز ڪرڻ:** ڪنھن ولي يا امام جي نالي تي خيرات ڪرڻ.

**نِيازمَندُ:** ص (ف) مطيع. فرمانبردار. حاجتمند.

**نِيازمندي:** ث. فرمانبرداري. ھٿ جوڙ. دعا سلام. خذمت گذاري.

**نِيازنامو:** ذ. گذارش- درخواست- لکيت ۾ عرض.

**نِيامَ:** ث (ف) تلوار جي مياڻ- کِپَ.

**نِياڻُ:** ذ. ننڍو تلاءُ. مال ۽ ماڻھن جي پيئڻ لاءِ تلاءُ.

**نِيالو:** ذ. ناٺي- ڄاٽو.

**نِيالي:** ث. ڌيءَ. ڇوڪري- ڪنيا.

**نِياءُ:** ذ (سن) انصاف- عدل- داد. فيصلو- نبيرو.

**نيباھو:** ذ. گذر بسر. نِباھ. توڙ تائين نباھڻ.

**نيبھُ:** ذ. توڙ نباھڻ واري رسم- حاصل. مُباح. ڇيھ. وفا.

**نِيَتَ:** ث (ع) ارادو- قصد. مرضي- خواھش. نماز روزي وغيرہ جي نيت واري دعا.

**نِيَت ڪرڻ:** ارادو ڪرڻ.

**نِيتِ، نيتي:** ث (سن) طور طريقو. چال. ھلي چلي- رسم رواج.

**نِيَتَڻ:** م. نيت ڪرڻ- ارادو ڪرڻ.

**نيٽُ:** ذ. چم جو رسو (اُٺ کي بڌڻ يا کوھہ مان پاڻي کڍڻ لاءِ). (انگ) ھڪ قسم جي وڻ جي ڪاٺي. نيٽ جو سنھون لچڪدار لڪڻ- بيدُ.

**نيٽو:** ذ. ماڻھوءَ ۾ پيل چم جي وَڍي (جنھن سان ماڻھو ڦري).

**نيٺُ:** ظ. آخر- نڌان- آخرڪار- پڇاڙيءَ ۾.

**نيپاڄُ:** ذ. نپايل- وڌو ڪيل- پرورش ڪيل.

**نيچُ؛** ص. ڪميڻو- رذيل. ادني. خسيس. هيٺ.

**نيچپائي؛** ث. ڪميڻپ- رذالت.

**نيچَ؛** ذ. گهيڙ. وهڪرو. نديءَ جي شاخ.

**نَيرُ؛** ذ (ع) سج- سورج.

**نِيرُ؛** ذ (سن) پاڻي- جل- جَر. هڪ قسم جو ٻوٽو (جنهن مان ڪارو رنگ نهي). ڪارو رنگ. نِيل- گُلي.

**نِيَرُ، نِيڦَرُ؛** ذ. زنجير- سنگهر. ڏاوڻ.

**نيراڻ؛** ث. نيرڻ- ناشتو.

**نيرانو؛** ص. بنان ڪاڌي- بکيو- لنگهڻو. (ث. نيراني).

**نِيراڻ؛** ث. نير جو رنگ. نيري رنگ جو اثر.

**نيرَڻ؛** ث. صبح جي ماني- ناشتو.

**نيرَنگُ؛** ذ (ف) شعبدو. جادو ٽوڻو. فريب. خيال- وهم. ڪو نئون خيال.

**نيرَنگي؛** ث. جادوگري. فريب. عجائبات. طلسمات. انقلاب.

**نِيرو؛** ص (ف) نِيلو- آسماني. ڀورو يا خاڪي رنگ جو گهوڙو. (ث. نِيري).

**نيروٽي، نِيرولي؛** ص. ڪپڙن کي نِير جو رنگ ڏيندڙ- کهنباٽي.

**نيڙ؛** ث. نَهر- واهه.

**نيڙو؛** ظ. ويجهو- قريب- نزديڪ. (ث. نيڙي).

**نِيز؛** حرف جملو (ف) پڻ- ٻ. ساڻ- گڏ.

**نيزا؛** ذ. 'چلغوزي' وڻ جو ڦرُ. چلغوزا.

**نيزاري؛** ث (ف) منٿ- آزي- التجا. وينتي- عاجزي.

**نيزو؛** ذ (ف) هڪ قسم جو هٿيار. ڊگهي بانس ۾ لوهي ڦر- ڀالو. جهنبو- علم.

**نيزي بَردار؛** ص. جهنبو کڻي هلندڙ. نيزو کڻي جنگ ۾ وڙهندڙ.

**نيسارو؛** ذ. ڇت تان پاڻيءَ جي نيڪال لاءِ نارو.

**نِيست؛** ص (ف) خالي. نابود. عدم- فنا.

**نيست ونابُود؛** ص. تباه برباد. فنا. ويران. اُجاڙ.

**نِيستي؛** ث (ف) عدم وجود. نابودي. مفلسي- تنگدستي. تباهي.

**نيسَرَ؛** ث. نار يا هُرلي ۾ پاڻيءَ جي وچ ۾ رکيل لوهي يا ڪاٺ جي ... هن ۾ لوٽن جو پاڻي ڪري.

**نيشُ؛** ذ (ف) وڇون يا ڏينبو جو ڏنگ. مرون جو ڏند. جانور (اُٺ وغيره) جي ڏاٺ. جوان اُٺ. وڏيءَ عمر وارو اٺ ورهين جو اُٺ. نشتر. هلڪو زخم.

**نيش زَني؛** ث. ڏنگ هڻڻ. طعني زني. ڏاڙهڻ.

**نِيشانُ؛** ذ (ف) نشان. هدف- آچار. علامت. داغ.

**نِيشاني؛** ث. نشاني. اهڃاڻ- علامت.

**نَيشَڪر؛** ذ (ف) ڪماند.

**نيفو؛** ذ. اُبدائو.

**نيڪُ؛** ص (ف) سنو- عمدو. پاڪ- پاڪيزو. پارسا- پرهيزگار. شريف. سعيد- سڀاڳو. ديندار. خداترس.

**نيڪ بخت؛** ص. سڀاڳو- سعاتمند.

**نيڪ بَد؛** ص. بُرو ڀلو. چڱو مدو.

**نيڪ خِصال، نيڪ خصلت؛** ص. سُلڇڻو. ڀلو ماڻهو.

**نيڪ دِل؛** ص. ڀلارو.

**نيڪ فال؛** ث. سنو سوڻ.

**نيڪ مَرد؛** ص. ڀلو ماڻهو. ڀلو انسان. پرهيزگار خير جا ڪم ڪندڙ.

**نيڪنام؛** ذ. سنو نالي وارو. ڀلي جا ڪم ڪندڙ.

**نيڪ نامي؛** ث. ناموس- ناماچار. مشهوري.

**نيڪ نِيَت؛** ص. خيرخواه. نيڪ صلاح ڏيندڙ. صاف دل. جنهن جي دل ۾ دغا يا مڪاري نه هجي.

**نيڪ نيتي؛** ث. گهڻگهرائي.

**نيڪالُ؛** ذ. ٻاهر ڪڍڻ- اخراج. وڪرو. نڪرڻ جو هنڌ.

**نيڪال ڪرڻ؛** ٻاهر ڪڍڻ. خارج ڪرڻ. وڪرو ڪرڻ.

**نيڪالي؛** ث. اخراج. ٻاهر ڪڍڻ. بي دخلي. ملازمت مان ڪڍڻ.

**نيڪوڪار؛** ص. نيڪيءَ جا ڪم ڪندڙ.

**نيڪي؛** ث (ف) ڀلائي- چڱائي. بهتري. احسان. خير جو ڪم. پرهيزگاري. تعريف- ساراهه.

**نيڪي بَدي؛** ث. چڱائي مٺائي. برائي ڀلائي.

**نيڪي ڪرڻ؛** ڀلائي ڪرڻ- احسان ڪرڻ. چڱائي ڪرڻ.

**نيڪامُ؛** ذ. ٻنيءَ يا ٻارن ۾ پاڻيءَ وهائڻ جو هنڌ- آواندو.

**نيڪيٽي؛** ث. نِڪيٽي- وداع (ڪنوار ڪي).

**نِيلُ؛** ذ (سن. نِير) نِير جو وڻ يا ٻُوٽو. نِيرَ جي پوک. جسم تي لڪڻ وغيره ذڪ جو ڪارو يا نيرو نشان- ٻَنو. مصر جو مشهور درياءُ. هڪ سؤ ڪَربَ (تعداد).

**نِيلَ ٿيڻ؛** جسم تي نيرا يا ڪارا ٻَنا ٿيڻ.

**نِيلامُ؛** ذ. واڪ ڏيئي مُلهه ڪٿڻ. اعلانيه وڪرو.

**نِيلام گهَرُ؛** ذ. اها جاءِ جتي نيلام ذريعي وڪرو يا خريداري جو ڪاروبار ٿئي.

**نِيلامي؛** ص. نيلام جو- نيلام وارو. رواجي. اڌ موڙيءَ ۾ ورتل.

**نِيلگون؛** ص (ف) نِيلو- نيرو- آسماني.

**نِيلَمُ؛** ذ (ف) هڪ قسم جو قيمتي جواهر.

**نِيلو؛** ص. نيلي رنگ جو- نيرو- آسماني. (ث. نِيلي).

**نِيلوفَر؛** ذ (ف) ڪَنوَل- ڪنول جو گل.

**نيمُ؛** ذ (سن) دستور- طريقو. رسم. وقت- ٽيت.

**نِيمُ؛** ذ (ف) ٽورو. وچ- درميان. اڌ.

**نِيم بِسمِل؛** ص. اڌ مئو. گهايل- مجروح.

**نِيم پُختہ؛** ص. اڌ پڪل- اڌ پَڪو.

**نِيم جانِ؛** ص. اڌ مُئو.

**نِيم حَڪِيمُ؛** ذ. ٿوري طبابت ڄاڻندڙ.

**نِيم خوابي؛** ث. ننڊاکڙائي. اڌ ننڊ.

**نِيم شَب؛** ث. اڌ رات.

**نِيم قطر؛** ذ. اڌ قطر (يعني مرڪز کان وٺي گهيري تائين مفاصلو).

**نِيم گرم؛** ص. ٿُنهُن سوسڙو. ٽاڙو (پاڻي).

**نيمچو؛** ذ (ف) هڪ قسم جو هٿيار (ننڍي تلوار)- وڏو خنجر.

**نَين؛** ذ (سن) اک- چشم- نيڻ.

**نينڊَ؛** ث. ڪوٺ- سَڏُ- دعوت- ڪاندي.

**نينڊَ ڏيڻ؛** سڏ ڏيڻ- دعوت ڏيڻ- ڪوٺ ڏيڻ.

**نِينگرُ، نينگرو؛** ذ. ڇوڪرو. پُٽَ. ٻارُ.

**نِينگر، نِينگري؛** ث. ڇوڪري. ڌِيءَ. ٻارڙي.

**نِينهُ، نِينهَن؛** ذ (سن. نيه) محبت. پيار. عشق. لَنُون.

**نيڻُ؛** ذ (سن. نَين) اک- چشم. نظر.

**نيڻَ نچوئڻ؛** اکيون اگهڻ. لڙڪ وهائڻ. نُوچ جو ڪم ڪرڻ (پرت پرڻ يا لکڻ پڙهڻ).

**نِيَڻُ؛** م. ڪٿي وڃڻ. وٺي وڃڻ. ساڻ ڪري وڃڻ.

**نيوَ؛** ث. پيڙهه- بنياد.

**نيوالو؛** ذ (ف) نوالو- گِرنهه.

**نِيُوز؛** ث (انگ) خبر.

**نيهَ؛** ث. بنياد- پيڙهه.

**نيه رکڻ؛** پيڙهه رکڻ- بنياد رکڻ.

**نيهُ، نِيهُن؛** ذ. نِينهُ- پريت- لنون. عشق.

**نيهان؛** ث. آرهڙ واري سخت تپش. آرهڙ.

**نيهو؛** ذ. بُڻ- بنياد- اصل. محبت. عشق.

**نيهي؛** ذ. مُنيءَ سان لاڳيتو ڳاهه ۾ وهندڙ ڏاند. (ص) عاشق.

**نِيڙُ؛** ذ. نِيرُ- زنجيرُ.

# ڻ

**ڻ؛** ذ. (اُچار ’ڻُوڻ‘) ”سنڌي الف- بي“ جو ائيتاليهون اکر. سنڌي حروف تهجي جي سٽن خاص آوازن مان هڪ اُچار جيڪو عربي، فارسي ۽ آريائي ٻولين ۾ ڪونهي.

# و

**و؛** ذ (ع) (اُچار ’واءُ‘) ”سنڌي الف- بي“ جو اوڻونجاهون اکر. عربي جو ڇويهون ۽ فارسي جو ٽيهون اکر. ابجد موجب عدد (٦).

**وَ؛** حرف جملو (ف) ۽ سان- گڏ.

**وا؛** ص (ف) کليل- ويڪرو- ڪشادو.

**وا ڪرڻ؛** کولڻ- ظاهر ڪرڻ. ڪشادو ڪرڻ.

**وابستہ:** ص (ف) تعلق رکندڙ- لاڳاپيل. ڳنڍيل.

**وابستگي؛** ث (ف) تعلق- ڳانڍاپو.

**واتُ؛** ذ. ڏندن ۽ زبان وارو خال جتي کاڌو چٻاڙجي پيٽ ۾ ڳيهجي ۽ جتان پاڻي وغيره پئجي- مک.

**واتان؛** ظ. وات مان- مک مان.

**وات پرڻ؛** ڏيئو ڪرائڻ. لب يا رشوت ڏيئي ماٺ ڪرائڻ.

**وات تي آڻڻ؛** زبان تي آڻڻ. اظهار ڪرڻ. بيان ڪرڻ.

**وات پاڻي ٿيڻ؛** رُوح رِسڪڻ. کائڻ يا حاصل ڪرڻ جي خواهش ٿيڻ. لالچ ٿيڻ.

**وات پَٽيو؛** ص. مَوڳو. واتڙو.

**وات خرچ ٿيڻ؛** زباني چوڻ چائڻ سان ڪم ٿيڻ.

**وات سُڪي وڃڻ؛** ڊپ يا اُڃ کان وات خشڪ ٿيڻ.

**وات ڦاٽڻ؛** عجب ۾ پوڻ. حيران ٿيڻ.

**وات ڦاٽوڙو؛** ص. گهڻو ڳالهائيندڙ. سيڪجهہ چئي ڏيندڙ.

**وات کولڻ؛** زبان سان اظهار ڪرڻ.

**وات وِڻارڻ؛** وات خراب ڪرڻ. اجايو سجايو کاڌو کائڻ.

**وات هڻڻ؛** اجايو ڳالهائڻ. اڻنگو ڳالهائڻ. بڪ ڪرڻ.

**واتراڌو؛** ص. وات ڪندڙ- گهڻو ڳالهائيندڙ. بَڪ ڪندڙ. (ث. واتراڌي).

**وات ڳاڙهو؛** ص. اڻ آزمودگار. نئون ساماڻل. جنهن کي اڃان وڏي تندي سان ڳالهائڻ جي ساڃاه نہ هجي.

**وات وَڪيل؛** ص. خودمختار. عاقل بالغ. پاڻ ڳالهائيندڙ.

**واتورجڻ؛** م. وات ڪرڻ. اڻنگو ڳالهائڻ. زباني تڪرار ڪرڻ.

**واٽَ؛** ث. گس- رستو- سڙڪ. پيچرو. راهہ- طريقو. لنگهہ. رواج.

**واٽَ پُڇڻ:** گس پڇڻ. ڏس پڇڻ.

**واٽَ ڏِسڻ:** راه ڏسڻ- انتظار ڪرڻ. واجهائڻ.

**واٽ ڏيکارڻ:** رستو ڏسڻ. سنئين راهِ ڏيکارڻ. طريقو ڏيکارڻ.

**واٽ لائڻُ:** گس لائڻ. رستو ٻڌائڻ. سونهون ڪرڻ.

**واٽ نهارڻ:** انتظار ڪرڻ.

**واٽَ وٺڻ:** رستو وٺڻ. پيروي ڪرڻ. عمل ڪرڻ.

**واٽَ ويندي:** ظ. رستي هلندي. هرويرو- خواه مخواه. بنان سبب.

**واٽائتو:** ص. گس سان- رستي سان. طريقي سان.

**واٽرُ:** ذ (انگ 'واٽر ڪورس') پاڻي. شاخ مان نڪتل واهي.

**واٽڻُ:** مر. ورڇڻ- ورهائڻ- وَنڊڻ.

**واٽو، واٽو:** ذ. حصو- ڀاڱو- بخرو- پتي. ٽُڪرو. ورڇ ۾ مليل حصو.

**واٽو:** ذ. پيس ڪوٽ راند ۾ لاڳيتا ست هٽ ڪٽڻ.

**واٽهڙُو:** ص. واٽ ويندڙ- مسافر.

**واثِقُ:** ص (ع) پڪو- مضبوط. مستحڪم. مستقل.

**واپارُ:** ذ (سن. وياپار) سوداگري. سودو- وڻج. تجارت. ڏنڊو- ڪِرت. ڪاروبار- ڏيتي ليتي.

**واپاري:** ص. سوداگر- تاجر. مال جو واپار ڪندڙ.

**واپرائڻُ:** مر. استعمال ڪرڻ- ڪم ۾ آڻڻ (ڪائڻ، هنڊائڻ).

**واپَس:** ظ (ف) پٺيان موٽ. موٽ ڪائڻ. پٺيان- پوئتي- موٽي- وري.

**واپَس اچڻ:** موٽي اچڻ. وري اچڻ.

**واپس ڪرڻ:** موٽائڻ. موٽائي ڏيڻ. پنتي ورائڻ.

**واپسِي:** ث. موٽ. مراجعت.

**واجِبُ:** ص (ع) ضروري- لازمي. مناسب- لائق. درست. فِقه موجب اهو ڪم جيڪو ڪنهن عذر ڪان سواءِ ڇڏبو تہ عذاب ٿيندو.

**واجِبُ القتل:** ص. قتل ڪرڻ جوڳو.

**واجِبات:** ذ (ع) "واجب" جو جمع. ضروري ڪم. فرائض. ادا ٿيڻ جوڳا ماهوار پگهار، قرض وغيره.

**واجِبِي:** ص. ضروري- لازمي. درست- بجا. قدري مناسب.

**واڄَٽُ:** ذ. سازن جو وڏو آواز. واڄي جو آواز- واڄو.

**واڄٽ وڄائڻ:** متيون منجهائڻ. حيران ڪرڻ. جس ڪٽڻ.

**واڄو:** ذ. وڄائڻ جو ساز. ڪنهن ڌاتوءَ يا ساز وغيره جو آواز.

**واجهہُ:** ذ. وڏو ٿلهو رسو. ڪاٻار جو رسو.

**واجهہَ وجهڻ:** حيلا ڪرڻ. ڦاسائڻ جي ڪوشش ڪرڻ.

**واجهائڻُ:** مر. جهاتيون پائڻ. انتظار ڪرڻ. ڪوشش ڪرڻ. هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ.

**واڇائي:** ث. واڇي" جو مونث.

**واڇ:** ث. تيز هوا جو چوهو- جهَڪَ. (انگ) وقت ڏيکارڻ لاءِ ننڍي گهڙي.

**واچ ميڪرُ:** ص (انگ) واچون ناهيندڙ- گهڙي ساز.

**واچا:** ث (سن) گفتگو. ڳالهہ. واعدو- وچن. ٻوهي- قسم.

**واچڻُ:** مر. ڏسڻ- جانچڻ. نهارڻ. پڙهڻ.

**واچوڙو:** ذ. تيز گهمري وارو واءُ. گرم هوا جو ڦرندڙ چوهو (جيڪو لاٽ يا طوفان ڪري مٽي چڙهي، ۽ پاڻ سان چڪر ۾ مٽي، ڪک وغيره کڻي)- گردباد.

**واڇ:** ث. وات جي اُها جاءِ جتي ٻنهي چپن جي ڪُنڊَ لهي- ڳلاڦ.

**واڇون ٽڙڻ:** خوشيءَ يا حيرت مان کلڻ سبب واڇون کُلي پوڻ.

**واچان:** ص. بيحد بيوقوف. بلڪل ناسمجهہ.

**واحِدُ:** ص (ع) هڪ. اڪيلو- تنها. انوکو. خداتعاليٰ جو صفاتي نالو.

**وادِي:** ث (ف) پهاڙن يا ٽڪرن جي وچ واري هيٺاهين زمين- ماٿري.

**واڌ، واڌِ:** ث. واڌارو- اضافو. گهٽائي. وڌڻ (اوڀڙ).

**واڌارو:** ذ. گهٽائي. واڌ. نفعو- فائدو. ترقي.

**واڌاري:** ظ. وڌيڪ- زياده- گهڻو.

**واڌائو:** ذ. مبارڪبادي. وهاڻي جي رسم.

**واڌائِي:** ث. ٻار ڄمڻ جي مبارڪ. مبارڪباد. خوشخبري.

**واڌايُون:** ث. مبارڪون.

**واڌو:** ص. وڌيڪ- زياده. بچت. گڏ- شامل. حساب ۾ جوڙ جي نشاني.

**واڏَڪُ:** ذ. طاقائين دروازي جي طاق کي پنيان جهل ۽ مضبوطيءَ لاءِ ڪاني.

**واڏڻَ:** ث. کٽ جي پيرانديءَ طرف کٽ ڇڪڻ جي رسي- تانگهه.

**واڍُ:** ذ. رسو- نوڙ. واجهه.

**واڍو:** ذ. ڪاٺ وڍيندڙ. ڪاٺ جو ڪم ڪندڙ ڪاريگر- ڊکڻ.

**واڍوڙجڻ:** م. ڦٽجڻ- گهائجڻ.

**واڍوڙڻُ:** م. زخمي ڪرڻ (ترار سان). گهائڻ. ڦٽڻ.

**واڍوڙِيَلُ:** ص. گهايل- زخمي- ڦٽيل.

**واڍولو:** ذ. کٽ جي پيراندي واري پاسي واڏڻ وجهڻ لاءِ واڻ جي تندن جي جَهلَ. ٻانهن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه.

**وارُ:** ذ. حملو- چوٽ- جُلهه. وارو. داءُ. موقعو- وَجهه. ڏينهن- تِٿ. مُو- رونگٽو. زلف.

**وارَ چُوندائڻ:** مٽي ڏاڙهي وغيره مان اڇا وار ڪڍائڻ.

**وارَ ڪِيٺون:** ذ. هڪ قسم جي بيماري (جنهن ۾ انسان جي جسم مان وار جهڙو ڌاڳو نڪرندو آهي. عموما ٽڙ ۾ هيءَ بيماري ٿئي).

**وارُ ڪرڻ:** حملو ڪرڻ- اُلر ڪرڻ.

**وارَ وڃائڻ:** نيائيءَ جو سڱ ڏيڻ. آجيان ڪرڻ.

**وارُ ونگو نه ٿيڻ:** ڪوبه نقصان نه رسڻ.

**وارِتا:** ث (سن) قصو- ڪهاڻي. واقعو.

**وارِڙيو:** ص. واري تي ايندڙ. مسلسل- لاڳيتو (ڌڪ، وارو). واري تي ڪٽي ملهه دسيندڙ.

**وارِثُ:** ذ (ع) فوتيءَ جي ڇڏيل مال جو حقدار- ميراث جو حقدار. ڌڻي ڌوڻي. مالڪ- سنڀاليندڙ.

**وارِثِي:** ث. ملڪيت جو حق. وراثت.

**وارِدُ:** ص (ع) وُرود ڪندڙ- ايندڙ- پهچندڙ.

**وارِد ٿيڻ:** اچڻ. نازل ٿيڻ. پهچڻ- سهڙڻ.

**وارِدات:** ث (ع) حادثو. سانحو. واقعو. ڏوهه جو واقعو (چوري، قتل وغيره).

**واردات ڪرڻ:** ڏوهه ڪرڻ- جرم ڪرڻ.

**وارڊُ:** ذ (انگ) ميونسپل جو هڪ حصو (جنهن مان هڪڙو ميمبر چونڊجي).

**وارَفتگِي:** ث (ف) بي خودي. عشق. لٿون.

**وارَفته:** ذ (ف) بيخود. عاشق.

**وارَنٽُ:** ذ (انگ) گرفتاريءَ جو حڪم نامو.

**وارنٽ ڪڍڻ:** گرفتاري جو حڪم جاري ڪرڻ. حاضر ڪرڻ جو حڪم جاري ڪرڻ.

**وارِنشَ:** ث (انگ) روغن. اُهو تيل يا مصالحو جيڪو ڪاٺ وغيره تي چمڪ پيدا ڪري.

**وارَڻُ:** م. وراڻڻ- موٽائڻ. روڪڻ- جهلڻ (جانورن کي). مٽان وجهڻ. وسائڻ. پاڻ تي هموار ڪرڻ. صدقو ڪرڻ- گهورڻ. رد ڪرڻ.

**وارو:** ذ. گهمرو- پيرو- ڦيرو- دفعو. موقعو- وقت.

نوبت. وجهہ- داءُ. فائدو. تپ جو وارو. پاڻيءَ جو وارو.

**وارابَندِي:** ث. واهن جي پاڻيءَ جي واري سان ورهاست.

**وارا ڄمارا:** ذ. ڪڏهن ڪهڙو وقت تہ ڪڏهن ڪهڙو وقت. لاها چاڙها.

**وارو ورائڻ:** ڀاڳ پڙائڻ.

**وارو وار:** ظ. وري وري- پيري سان. لاڳيتو.

**وارو وَٽي:** ث. هڪ ٻئي سان واري سان مدد.

**وارو وڄائڻ:** ڏاڪو ڄمائڻ. دٻدٻي سان دور گذارڻ.

**وارو ورڻ:** قسمت کُلڻ- ڀاڳ پڙائڻ. فائدو ٿيڻ.

**واري جو تپ:** ذ. هڪ نہ ٻئي ڏينهن ايندڙ بخار.

**واري سان:** ظ. گهمري سان- پيري سان. پنهنجي وقت سان. سلسلي سان. هڪ ٻئي پٺيان- نمبروار.

**وارِي:** ث. اڇي ريتي- ريگ.

**وارياسو. وارياسِي:** ث. واريءَ واري زمين- ڊُسڙ.

**واري وسائڻ:** جهنگ منهن ڪرڻ. واويلا ڪرڻ. ويراڳ وٺڻ.

**واڙَ:** ث. لوڙهو- ڍنگهرن جي آڏ. اها ايراضي جنهن جي چوڌاري لوڙهو آيل هجي (ردون ٻڪريون واڙي ڇڏجن).

**واڙو:** ذ. رهڻ جي جاءِ. شهر جو اهو حصو جتي ساڳي قوم جا ماڻهو رهندا هجن (جٿن ڪنيار واڙو وغيره). پاڙو- محلو (جٿن چاڪي واڙو، نانڪ واڙو). ويڙهو. مينهن ڍڳين جو وٿاڻ.

**واڙَڻُ:** م. هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ (چوپايو مال). واڙي ۾ بند ڪرڻ. لوڙهي ۾ بند ڪرڻ.

**واڙِي:** ث. ننڍو باغيچو- ڦُلواڙي. ٻڪر ياڄين جي پوک. گدرن ڇانهين جي پوک واري ايراضي.

**واڙِي پيلائڻ:** مفت ۾ ڏيڻ. سَچ ڪرڻ. سيڪجهہ ڏيئي ڇڏڻ.

**واسُ:** ذ. بُوءِ- بانس. سنگهڻ جو عمل. خوشبوءِ- سڳند.

**واس وٺڻ:** خوشبوءِ وٺڻ. مزو وٺڻ- چَش وٺڻ.

**واساما:** ذ. ساراهہ.

**واس ڌوپُ:** ذ. اگر يا لوبان وغيره جو خوشبودار دونهون.

**واسِجَڻُ:** م. واس اچڻ. سرهاڻ ٿيڻ. مهڪار ٿيڻ.

**واسِرو:** ذ. کليل فضا وارو هنڌ. واڪي جاءِ. ڪنهن وچڙندڙ مرض جي پکيڙ.

**واسطو:** ذ (ع) وچ وارو وسيلو. لاڳاپو- تعلق. ذريعو.

**واسطو رکڻ:** تعلق رکڻ.

**واسطي:** ظ (ع) لاءِ- خاطر- ڪاڻ- ڪارڻ. جي ڪري.

**واسطيدارُ:** ص. لاڳاپيل- تعلق وارو.

**واسڪوٽُ:** ذ (انگ) ننڍو ڪوٽ. صدري.

**واسڪوٽي:** ث. صدري.

**واسُلِي:** ث. هڪ قسم جو ساز- بانسري.

**واسَڻُ:** م. خوشبوءِ ڪرڻ- سُرهاڻ ڪرڻ. سُرهو ڪرڻ. مُهڪار ڪرڻ. واسُ ڏيڻ. واس ڌوپ ڪرڻ.

**واسو:** ذ. ٻينڪ- ٽڪاڻو. حلول. جسم ۾ جن ڀوت جو اثر.

**واسو ڪرڻ:** ٻينڪ ڪرڻ. جسم ۾ جن ڀوت جو اثر ٿيڻ.

**واسِينگُ:** ذ. ڪارو نانگ- ڪاريهر.

**واسِي:** ص. رهندڙ- ساڪن.

**واصِلُ:** ص (ع) مليل. وصول ڪيل. جمع ڪيل. محبوب جو وصال حاصل ڪيل.

**واصِفُ:** ص (ع) تعريف ڪندڙ. مشهور غزل گو شاعر محمد بخش "واصف".

**واضِحُ:** ص (ع) کليل- ظاهر- پڌرو. صاف لکيل.

**واضح ڪرڻ:** ظاهر ڪرڻ- چٽو ڪرڻ. تفصيل سان بيان ڪرڻ.

**واعدو:** ذ (ع) انجام- قول- وچن- سخن.

**واعدو ڪرڻ:** قول ڪرڻ- انجام ڪرڻ.
**واعدي خلافي:** ث. عهد شڪني. بي وفائي. انجام جي برخلافي.
**واعظ:** ص (ع) وعظ ڪندڙ. نصيحت ڪندڙ.
**وافر:** ص (ع) زياده- گهڻو. جام. ريل چيل.
**واقڻ:** م. اجايا بيهودا لفظ ڳالهائڻ- داتڻ. بڪ ڪرڻ.
**واقع:** ص (ع) ٿيڻ وارو. پيش ايندڙ. قائم- برپا.
**واقع نويس:** ص. خبر لکندڙ. خبرون لکندڙ. وقائع نگار.
**واقعات:** ذ (ع) "واقع" جو جمع. حادثا- واقعا.
**واقعو:** ذ (ع) حادثو- واردات. ڏوهه.
**واقعي:** ظ. سچ پچ- درحقيقت.
**واقف:** ص (ع) ڄاڻ سڃاڻ- شناسا. آگاه. خبردار. حال ياتي.
**واقفڪار:** ص. ڄاڻ سڃاڻ. ڄاڻو. تجربيڪار- آزمودگار.
**واقفڪاري:** ث. ڄاڻ سڃاڻ- شناسائي.
**واقفيت:** ث. ڄاڻ سڃاڻ- شناسائي. آگاهي. مهارت- تجربو.
**واڪ:** ذ (سن) وڏي سڏ گفتو. ٻول.
**واڪ ڏيڻ:** ٻول ڏيڻ. نيلام ۾ ٻولي ڏيڻ.
**واڪڙ واڪڙ:** ث. تکو هلڻ- هلڻ ۾ تيزي- جلدائي سان وک کڻڻ. تيز هلڻ جو هڪ نمونو.
**واڪو:** ذ. وڏي آواز سان دانهن ڪوڪ يا رڙ. وڏي آواز سان سڏ.
**واڪو واڪاڻ:** ث. دانهن ڪوڪ- رڙو رڙ. سڏوسڏ. وڏي سڏ دانهون.
**واڪيندو وڃڻ:** واه. وانگر تکو تيز وڃڻ.
**واکاڻ:** ث. ساراهه- تعريف. ناموس- هاڪ- مشهوري. تحسين.
**واکاڻڻ:** م. ساراهه ڪرڻ- تعريف ڪرڻ. واهه واهه ڪرڻ.
**واگذار:** ص (ف) ڇڏي ڏيڻ. قبضو ڇڏڻ.
**واگذار ڪرڻ:** قبضو ڇڏڻ. آزاد ڪرڻ.
**واگذاشت:** ث (ف) ڇڏي ڏيڻ. رهائي. آزادي.
**واڳ:** ث. لغام- عنان- راس. گهوڙي جي ٻوٿ ۾ ٻڌل نوڙي جنهن جا ڇيڙا سوار هٿ ۾ جهلي.
**واڳ جهلڻ:** گهوڙي جو لغام جهلڻ. پناه يا مدد طلب ڪرڻ. فرياد ڏيڻ.
**واڳ ڏورا:** ث. اها رسي جيڪا گهوڙي جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل هوندي آهي ۽ ٻيو ڇيڙو سوار هٿ ۾ جهلي گهوڙي کي هلائي.
**واڳ ڍري ڪرڻ:** اجازت ڏيڻ (ڪنهن ڪم جي). پابندي کان آجو ڪرڻ.
**واڳون ورائڻ:** موٽڻ- موٽي اچڻ. پوئتي ورڻ.
**واڳجڻ:** م. واڳ سان ٻڌجڻ. ڳنڍجڻ (دوستي يا ماڻٽي ۾).
**واڳڻ:** م. واڳ ڏيڻ. سلهاڙڻ.
**واڳيل:** ص. سلهاڙيل. ڪم ۾ شامل. رڌل- مشغول. ڳنڍيل- گڏيل. ڦاٿل.
**واڳو، واڳون:** ذ. دريائي پاڻيءَ جو مشهور جانور.
**واگهه:** ذ. شينهن جو هڪ قسم.
**واگهو:** ذ. واڳون.
**واگهڙي:** ذ. باگڙي قوم.
**واڱڻ:** ذ. هڪ قسم جو ٻوٽو ۽ ان جو ڦر (جيڪو ڀاڄي طور ڪم اچي).
**واڱڻائي:** ص. واڱڻ جهڙو (رنگ).
**وال:** ذ. مفاصلي ماپڻ جي هڪ ماپ- گز (ٽي فوٽ).
**والا:** ص (ف) اوچو- بلند- بالا.
**والاجاه، والاشان:** ذ. وڏي شان وارو. بلند مرتبي وارو.
**والاڙ:** ث. قبضو. هٿ وسيڪي. مالڪي.

**والارڻُ** م. هٿ ۾ آڻڻ- قبضو ڪرڻ. اڳ ۾ روڪي جهلڻ.

**والِدُ** ذ (ع) پيءُ- آبو.

**والِدَهَ** ث. ماءُ- اما.

**والِدَين** ذ (ع) ماءُ پيءُ- اما ابو.

**والو** ذ. ڪڻن ۾ پائڻ جو هڪ ڳهه- وڏو والو.

**والِي** ث. ننڍو والو- ڪيوٽي.

**وَاللهُ اَعلَمُ** جملو (ع) خدا ڄاڻي- خدا کي خبر.

**والِي** ص (ع) مالڪ- ڌڻي. حاڪم. بادشاھ. دوست. مددگار- حمايتي. سنڀاليندڙ. خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**والِي وارِثُ** ذ. ڌڻي ڌوڙي- مالڪ. سرپرست.

**وامُ** ذ. سمنڊ يا درياءَ جي پاڻي جي اونهائي ڪڇڻ جي هڪ ماپ- پُرهه.

**وانُ. واڻُ** ص (ف. بان) وارو. مرڪب لفظن ۾ ايندڙ صفاتي پڇاڙي (جئن دروان، ڪوچوان، ڌنوان وغيره).

**وانٽڻُ** م. ونڊڻ- ورهائڻ- ورڇڻ.

**وانٽو** ذ. ڀاڱو- حصو- پتي. ورڇ مان مليل حصو.

**وانجڻُ** م. محروم ڪرڻ- سکڻو ڪرڻ- پالهو ڪرڻ. جدا ڪرڻ- ڌار ڪرڻ.

**وانجهو** ص. سکڻو- ٺلهو- پالهو. ڇڙوڇانڊ. اڪيلو- ڌار. (ث. وانجهي).

**وَانجِهي** ث. درين يا ٻارين راند ۾ وچ وارو حصو جنهن ۾ مک ڌوڙي ٻيهي. (ص) ٻارين راند ۾ ونجهه ۾ بيٺل اڳواڻ. ٻيڙيءَ جو ونجهه هلائيندڙ.

**وانچڻُ** م. پڙهڻ- مطالعو ڪرڻ- واچڻ.

**واندڪائِي. وانداڻِي** ث. وانداڻي- فرصت (ڪم ڪار کان)- فراغت. نويڪلائي.

**واندو** ص. آجو- آزاد. فارغ (ڪم ڪار کان). نڪمو- بي فائدو. جنهن کي ڪو ڌنڌو ڌاڙي نه هجي. (ث. واندي).

**واندِي** ث. وڏي لانڊي- وڏو ڇنو. پڪن ٽوئن مان ٺهيل وڏي لانڊي. چوپائي مال جي چاڻ لاءِ اڏيل لانڊي.

**وانڍُ** ص. ڇڙوڇانڊ. اڻ پرڻيل. رنڊ (مرد). (ث. وانڍِ. وانڍي).

**وانگر** ظ. وانگيان- طرح- هوبهو.

**وانگوڙو** ذ. وڏن وارن کي ويڙهي ٻڌي ڇڏڻ. جُهوڙو. وڏن ويڙهيل وارن جو چوٽو جيڪو ويڙهي ڇڏجي.

**وانگِي** ص. جنهن سان مائٽي قرابت يا پنهنجائي جو ناتو هجي (ونگ وراڪو هجي). پيارن جو قاصد- پانڌي. واهرو.

**وانگي لاٽون** ذ. هڪ قسم جو لاٽون جيڪو تکو آواز ڪري ڦري.

**وانهيرو** ذ. واهيرو. سج لٿي بعد پکين جي ويهڻ جي جاءِ- واهيرو.

**واهِ** ث. گهٽ اونهائي وارو ۽ ويڪرو کوهه (جنهن ۾ پاڻي گهٽو ٿئي).

**وانٽُو** ذ. جهنڊو- بيرق.

**وانٽِي** ث. جهنڊي- ڌڄا. ننڍي جهنڊي.

**واڻُ** ذ. مُڃَ يا ڦيش جي وٽيل تند- نوڙي. کٽ مڙهڻ لاءِ ڦيش يا مُڃَ جو واڻ. وڏو سامونڊي ٻيڙو.

**واڻائڻُ** م. کٽ وغيره واڻ سان مڙهائڻ.

**واڻِڪو** ص. واڻين جو. واڻين وارو.

**واڻڻُ** م. واڻ سان مڙهڻ. ڳنڍڻ. ڳنڍي ملائڻ. وايڪي اصطلاح ۾ در يا دريءَ جا طاق ڻاهي پچائڻ.

**واڻِي** ث (سن) ٻاڻي. بيان.

**واڻِيا** ذ. وِڻج واپار ڪندڙ هندو هٽ واڻيا.

**واڻيو** ص. هندو. هندو دڪاندار. مهتو. (ص) ڪنجوس.

**واٺيو وَڪال:** ذ. هندو ۽ واٺيو. عام ماڻهو.

**واويلا:** ث (ع) هاءِ گهوڙا- هاءِ هاءِ. روج راڙو. فرياد- دانهن ڪوڪ. پٽڪو.

**واويلا ڪرڻ:** هاءِ گهوڙا ڪرڻ. ماتم ڪرڻ. آهه زاري ڪرڻ. هُل فساد ڪرڻ.

**واه!:** ندا (ف) آفرين- شاباس. مرحبا. (ث) تعريف- ساراهه جو لفظ.

**واه واه!:** ندا (ف) گهڻي شاباس.

**واه واه ڪرڻ:** تعريف ڪرڻ- آفرين چوڻ.

**واهه:** ث. گهٽي. بچاءَ جي راهه.

**واهون ڳولڻ:** راهون ڳولڻ. بچاء جون ڪوشش ڪرڻ.

**واهه:** ذ. پاڻيءَ جي هٿراڌو کوٽيل نهر- شاخ.

**واهَتَ:** ث. سنڀال- نگهباني- رکوالي.

**واهَپَ:** ث. واهپو- استعمال.

**واهپو:** ذ. هڪ ٻئي سان اچ وڃ جو قاعدو- راهه رسم. استعمال. ڪاپو.

**واهَرَ:** ث. مدد- حمايت- همراهي. ڏِيَ- پرجهلو.

**واهَر ٿيڻ:** پنيرائي ڪرڻ. ٻانهن ٻيلي ٿيڻ. ٻيلپ ڪرڻ.

**واهرَ پلڻ:** مال جي چوريءَ ۾ پويان ايندڙ پاڳين سان وڙهي کين پوئتي هٽائڻ.

**واهر وسيلو:** ذ. حامي ۽ پرجهلو.

**واهَرو:** ص. همراهه- ٻيلي. مددگار. ساٿي. واهر پليندڙ.

**واهَڙُ:** ذ. واهه- ڪڙيو. ننڍو وهڪرو.

**واهَڙُ وهائڻ:** احسان ڪرڻ. تمام گهڻي سخاوت ڪرڻ.

**واهَلو. واهولو:** ذ. ڪاٺيءَ کي ڇل ڏيڻ لاءِ واڍڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**واهَمو:** ذ (ع) انسان جي سوچ ويچار جي هڪ ڪيفيت (جنهن ۾ ڏٺل ان ڏٺل صورتون ۽ حالات اڳيان اچن). گمان- ڀرم.

**واهڻُ:** م. وهائڻ.

**واهَڻُ:** ذ. بستي- وسندي- وَسِين. ننڍو ڳوٺڙو.

**واهڻائي:** ص. ڳوٺائو- دهقاني.

**واهو:** ذ. هڪ قسم جي وَلِ (جيڪا اُٺ ٻڪريون کائين). هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**واهو پيارڻ:** دوکو ڪرڻ. هلاڪ ڪرڻ. عقوبت ڪرڻ. ويساه گهاتي ڪرڻ.

**واهُو:** ص. رستي تان لنگهندڙ. پانڌي- واٽهڙو.

**واهُو ٿيڻ:** روانو ٿيڻ. تڪڙو تڪڙو وڃڻ. ڀڄي وڃڻ. غائب ٿيڻ.

**واهُوندو. واهُندو:** ذ. اونهاري جي منڊ جي شروع ۾ لڳندڙ اولهه ڏکڻ ڪنڊ جي هوا (جنهن ۾ واهن ۾ پاڻي اچي، هوا ۾ تبديل ٿئي).

**واهِي:** ص. پوک جي سنڀال ڪندڙ- راکو.

**واهِي:** ث. پاڻيءَ جي ننڍي شاخ- ڪَسِي.

**واهِيات:** ص' (ع) بيهودو- اڻنگو.

**واهِيَتَ:** ث. پوک جي رکوالي- چارپو.

**واهيرو:** ذ. پڪين جو سج لٿي آکيري ۾ وڃڻ جو وقت.

**واهيرو ڪرڻ:** سنجها مهل آکيري ۾ اچڻ. رات گذارڻ جو نيهو ٺاهڻ.

**واءُ:** ذ. هوا- بادِ. بادي- ريح. وڏائي- غرور. چوپائي مال جي هڪ بيماري.

**واءُ لڳڻ:** هوا جو اثر ٿيڻ. ماحول يا هلي چلي جو اثر ٿيڻ.

**واءُ مِينهن ڪرڻ:** جلدائي ڪرڻ. تڪڙ ڪرڻ. تيزيءَ سان اچڻ.

**وائُٽَ:** ث. ڳولا- سٽس. تلاش.

**وائُٽَڻُ:** م. ووڙ ڏيڻ. ڳولا ٽولا ڪرڻ.

**واٿَرَ:** ث. انَ مان ٺهه ۽ ڪَڻ کي جدا ڪرڻ لاءِ گاگڙي

سان هوا ۾ ڇنڊڻ.

**واٺرڻ:** م. واءُ ۾ اڇلڻ- هوا ۾ اُڏائڻ. اناج کي ٻُھ يا ٺهن کان جدا ڪرڻ لاءِ هوا ۾ ڇنڊڻ.

**واٽرو:** ذ. اک ۾ پٽري يا مٽي پوڻ سبب ٿيل زخم.

**واٽڙو:** ص. موڳو. حيران- پريشان. (ث. واٽڙي)

**واٽڙو ٿي وڃڻ:** حيران ٿيڻ- پريشان ٿيڻ.

**واٽِسَرُ:** ذ (انگ) مشين جو پرزو.

**واٽِسر ڦِرڻ:** حوصلا ڦرڻ. هوش گم ٿيڻ.

**واٽِسرو:** ذ. واءُ جي تبديل. ڇوٽوايو. ياٺٽرو.

**واڪَ:** ث. هوا. ٻاهرين فضا جتي هوا لڳندي هجي.

**واڪائِي:** ث. واڪَ. ڪليل هوا. تازي هوا. هوا وارو هنڌ. خلاصگائي- ڪشادگي. فرصت.

**واڪو:** ص. هوادار. کُليو. خلاصو. ڪشادو (ميدان، گهر) (ث. واڪي).

**واڪو ڪرڻ:** واءُ ۾ رکڻ. کُليو رکڻ (جٿي هوا لڳي). پڌرو ڪرڻ.

**واٺِلُ، واٺِلو:** ذ (انگ) هڪ قسم جو سنهون ريشمي ڪپڙو.

**واءِ وِڪِرُ:** ظ. ٽڙيل پکڙيل. ڇڙوڇڙ. برباد.

**واءِ واءِ:** ندا (ع) هاءِ هاءِ- هاءِ گهوڙا.

**وائِي:** ث. ڳالهاءُ. آواز. پچار. سنڌي شاعريءَ جي هڪ آڳاٽي صنف (ڪافي). سنڌن ۾ سُور پوڻ جو مرض.

**وائِي سُورُ:** ذ. سنڌن ۾ هوا پرجهڻ سبب ٿيندڙ سُور.

**وائِي آنو:** ذ. اهو آنو جنهن مان ٻچو پيدا نہ ٿئي. اجائي ڳالهہ. بي‌بنياد بهتان.

**وائي بند ٿيڻ:** زبان مان ڳالهاءُ نہ نڪرڻ. ڳالهائڻ جي طاقت نہ رهڻ.

**وايون بتال ٿيڻ:** واٽڙو ٿيڻ. حيراني ۾ پوڻ. حوصلا خطا ٿيڻ.

**وايو:** ذ (سن) هوا- باد.

**وايومنڊل:** ذ. هوا جو رخ ۽ ڦيرو. هوا جي رخ ۽ ڦيري وارو ماحول.

**وَبا:** ث (ع) هڪ خطرناڪ وچڙندڙ بيماري ۽ وڏي بيماري- مَري- ڪالرا (انگ).

**وَبالُ:** ذ (ع) عذاب. آفت. مصيبت. جنجال. روڳ. آزار.

**وِتُ:** ذ (سن) طاقت- سگهہ- وس. زور. ٻَچ- پڄندي.

**وَتايو:** ذ. سنڌ جو مشهور الله وارو درويش.

**وِتر:** ث (ع) سومهڻي نماز جون پڇاڙي واريون ٽي رڪعتون.

**وِترو:** ظ. تهان ٿي وڌيڪ. جهجهو- گهڻو- زياده.

**وَتڻُ:** م (سن. ورتن) ڪرڻ. لاڳيتو هلندو رهڻ (ڪم، سلسلو).

**وِتِ وِتِ:** ث. تڪڙ- جلدائي.

**وِتوِتيو:** ص. اجايو اٻهرو- تڪڙو.

**وَٿُ:** ث. شيءِ- ٿول- چيز- ٿوڪُ.

**وِٿَ:** ث. وِٿي- وڇوٽي.

**وَٿاڻُ:** ذ. آباديءَ کان پريرو ٺهيل مَنهن وغيره (جنهن ۾ چوپايو مال بيهي). چوپائي مال جو واڙو.

**وِٿِي:** ث. وڇوٽي- مفاصلو. خال. مهلت. دير- ميعاد.

**وَٽَ (وٽر):** ث. ورهاست- ونڊ- ورڇ. حصو- ڀاڱو. ڪپڙي جي ڪنار. موسمي منڊائتي ميوي وغيره مان دوستن عزيزن کي ڏنل تحفو. پوک لاءِ زمين کي آيل پاڻي جي پوسل- ريج.

**وَٽ ڇيڻڻ:** استنجا ڪرڻ.

**وَٽَر ڪرڻ:** منڊائتي ميوي وغيره کي ڀهريون ڀيرو ڪاٺڻ.

**وَٽِ ولڻ:** ورڇ وٺڻ. مرشد وغيره کان درويشي جي ورڇ وٺڻ.

**وَٽَ وراڻ ڪرڻ:** تائيد ڪرڻ. ڳالهہ جي پٺڀرائي ڪرڻ.

**وَتِ؛** ث. وٽيل ڪپڙي يا ڪپهه جي فتيل جيڪا ڏيي يا لالٽين ۾ ٻارجي. فتيل (بندوق وغيره جي بارود کي باهه ڏيڻ لاءِ). ميڻ بتيءَ جي ڏوري. زخم ۾ وجهڻ لاءِ ڪپڙي يا ڪپهه جي ٻتي. (ظ) پرسان- لڳ- نزديڪ.

**وَٽُ؛** ذ. وَر- وڪڙ- پيچ. ڦيرو. رسي يا ڪپڙي کي نپوڙ لوهه يا پٿر وغيره جو مقرر وزن وارو ٽڪرو (جيڪو ساهميءَ جي پُڙ ۾ وجهي ٻئي پڙ ۾ شيون تور ڪجن)- تورو- وزن.

**وَٽَ تارازي؛** ث. ساهمي ۽ تورا.

**وَٽ تي رسو پچڻ؛** رياءُ رکي ڳالهه ڪرڻ. منافقي واري تائيد ڪرڻ.

**وِتارَڻُ؛** م. ڪنهن جانور جو وات وجهي ڪاٽو خراب ڪرڻ. لُبڻ- اوبارو ڪرڻ.

**وِتارِيَلُ؛** ص. اوباريل- جُونو ڪيل. پليت ڪيل (ٽانءُ وغيره).

**وَٽان؛** ظ. کان- طرفان.

**وَٽائڻُ؛** م. پيچائڻ (رسو). پڙهائڻ (ڌاڳو).

**وَٽجَڻُ؛** م. مروڙجڻ- پيچ اچڻ- وَٽ کائڻ. ايذاءُ سبب سڄو جسم لُڇڻ ٽٽڪڻ.

**وِٽڙَڻُ؛** م. جميل سٽي ڳرڻ- وِڳهڻ. ڪير ڦٽڻ.

**وَٽڻُ؛** م. ور ڏيڻ. وڪڙ ڏيڻ. پچڻ (واڻ). ناهڻ (سُٽ). ويڙهڻ. نفعو ڪمائڻ- ڪٽيو ڪائڻ.

**وَٽو؛** ذ. ڌاتوءَ مان ٺهيل پيالو (خاص ڪري ڪنجهي جو)- ڪٽورو. جَمنُ. گهاٽو- نقصان. ڪمي- گهٽتائي. مجرائي- چوٽُ. ورياج- نفعو.

**وَٽوهَڙُ، وَٽهڙُ؛** ذ. ٻنيءَ ۾ ڪڙن پچڻ لاءِ ڊگهي ڳن سان ڪاٺ جو وڏو مترڪو.

**وَٽِي؛** ث. ٽامي يا ڪنجهي جي ننڍي پيالي.

**وَٽيو؛** ذ. ڪٽيو- نفعو- لاڀ. ڪمائي.

**وَٽَ؛** ث. پڪڙ- گرفتاري.

**وَٽ پَڪڙِ، وَٽِ وَٽان؛** ث. گرفتاري. پڪڙ پڇاڙ.

**وَٽ پوڻ؛** عذاب نازل ٿيڻ. قهر پوڻ. پٽَ پوڻ.

**وَٽِ ڪرڻ؛** پڪڙڻ- سيڪت ڏيڻ. پڪڙي سزا ڏيڻ. جُلهه ڪرڻ.

**وِٽ؛** ث (سن. وِس) پکيءَ جي غلاظت.

**وِٽ ڪيڏڻ؛** هلاڪ ڪرڻ- هلائي هلائي ٿڪائڻ.

**وِليون لاهڻ؛** خراب ڪرڻ. گندگي ڪرڻ.

**وَٽائڻُ؛** م. جهلائڻ- پڪڙائڻ. خريد ڪرائڻ.

**وَٽجَڻُ؛** م. جهلجڻ- گرفتار ٿيڻ. بيماريءَ ۾ جهلجڻ.

**وَٽڻُ؛** م. خريد ڪرڻ. پڪڙڻ. جهلڻ. قابو ڪرڻ. حاصل ڪرڻ. قبضي ۾ ڪرڻ. سنڀالڻ- سهارو ڏيڻ.

**وٽي اچڻ؛** ڪٿي اچڻ. سان آڻڻ. خريد ڪرڻ.

**وَٽو؛** ذ. وسندڙ مينهن. وسڪارو. بارش- مينهن.

**وَٽي جي مُند؛** ث. برسات جي مند- سانوڻ.

**وَثوق؛** ذ (ع) مضبوطي. اعتبار- ڀروسو.

**وَثيقو؛** ذ (ع) اقرار نامو. معاهدو. هُنڊي. دستاويز- سَنَدَ.

**وِپَت؛** ث (سن) مصيبت- آزار. بدنصيبي. ناڪامي. پيڙا.

**وَجاهَتَ؛** ث (ع) وڏو درجو- عهدُو. عزت مندي. مُنهن جي رونق. سونهن- سوڀيا.

**وَجدُ؛** ذ (ع) حال- بيخودي- جذبو. موج. حال واري ڪيفيت. سماع ۾ پيل حال يا بيخودي.

**وِجدانُ؛** ذ (ع) ڄاڻ- دريافت. ڄاڻڻ جي قوت.

**وُجودُ؛** ذ (ع) موجودگي. هستي- زندگي- حيات. مادو- جوهر- تت. ظهور.

**وجود وٺڻ؛** ظاهر ٿيڻ. هستي ۾ اچڻ. پيدا ٿيڻ.

**وُجوهات؛** ذ (ع) ”وجه“ جو جمع. دليل- اسباب.

**وَجهُ، وَجَهه؛** ث (ع) سبب- ڪارڻ- باعث. شڪل- صورت. طرز- ڍنگ.

**وَجِيهُ:** ص (ع) باعزت- معزز. سهڻو- حسين.

**وَڄُ:** ذ. سُوئر جا ڏند. مِرونءَ جا ٻاهر نڪتل ڏند.

**وَڄ وڄائڻ:** (وڏا واڄا وڄائڻ) ڪاميابي ڪرڻ- سوڀ ڪرڻ. ديڄارڻ- هيسائڻ.

**وِڄُ:** ث. ڪنوڻ- برق.

**وِڄا:** ث (سن. وديا) عقل. سمجهه- ڏاهپ. دانائي. مَتِيا.

**وَڄائڻُ:** م. سُر پيدا ڪرڻ. نالو ڪڍڻ.

**وڄائي ڇڏڻ:** مشهوري ڪرڻ- نالو ڪڍڻ. ماري ميڄائڻ.

**وَڄَتَ:** ث. ساز جو آواز. وڄائڻ جو نمونو.

**وَڄتو:** ذ. ساز وڄائيندڙ.

**وَڄَڻُ:** م. سُر نڪرڻ (ساز مان). آواز ڪرڻ. آواز اچڻ (ڪنن ۾).

**وَجههُ:** ذ. موقعو- داءُ- وارو.

**وَجههُ پيچُ:** ذ. حيلا حوالا- داءُ ڳُرَ.

**وِڄهلِ، وِنڄهلَ:** ث. (ع. وجل) جهوري- ڳاراڻو. جهڄڻ. سارُوڻي.

**وِڄهلَڻُ:** م. هنجهون هارڻ- ڳوڙها ڳاڙڻ. جهڄڻ- ڳُڻتي ڪرڻ. جهڄڻ ۽ ڳرڻ.

**وِڄهَڻُ:** م. داخل ڪرڻ- اندر گهيڙڻ: پائڻ (ڳهه). اوتڻ (پاڻي). اندر ڪرڻ (قيد ۾).

**وِڄائڻُ:** م. ضايع ڪرڻ. گم ڪرڻ. تباه ڪرڻ. خراب ڪرڻ.

**وڄائي سِکڻ:** نقصان پرائي تجربو حاصل ڪرڻ.

**وَڄَڻُ:** م. گم ٿيڻ. ضايع ٿيڻ. برباد ٿيڻ. خراب ٿيڻ. روانو ٿيڻ. دفع ٿيڻ. ختم ٿيڻ (اثر). تباه ٿيڻ. گذرڻ (وقت).

**وِڄڻو:** ذ. ڪکن ۽ تيلين مان ٺهيل پکو (جنهن سان واءُ هڻجي).

**وِچِڙي:** ث. ننڍو پکو.

**وِچُ:** ذ. اندريون حصو- منجهه. درمياني حصو- وسط. مرڪز. ٻن شين جي وچ وارو مفاصلو. راز- منجهه. وٿي- جدائي.

**وچ پڌرو ٿيڻ:** راز ظاهر ٿيڻ. اندر جي خبر پوڻ.

**وچ پوڻ:** وٿي پوڻ- جدائي ٿيڻ.

**وچ ڪٽيو:** ص. دلال- ڏوتو. منافق. ٻچاپڙو.

**وچ ڪڍڻ:** راز معلوم ڪرڻ. ڇيهو رسائڻ.

**وچ وجهڻ:** اختلاف وجهڻ. جدائي وجهڻ. جهيڙو وجهائڻ.

**وچ ۾ ٽپي پوڻ:** خواه مخواه دخل ڏيڻ. پرائي معاملي ۾ ڪاهي پوڻ.

**وچ وارو:** ص. وچون- درمياني- وسطي. ثالث- ٽياڪر. دلال.

**وچان:** ظ. وچ مان. اندران. منجهان.

**وچان پوڻ:** ٽياڪر بڻجڻ. جهيڙي ۾ ٽپي پوڻ. صلح ڪرائڻ. بچاءُ ڪرڻ.

**وچترُ:** ص (سن) رنگارنگي. چٽڪمرو. رنگين. سهڻو- خوبصورت. عجيب غريب. حيرت انگيز.

**وِچٿرو:** ص. وچولو- درميانو- پورو پنو. موزون.

**وِچَٽُ:** ص. وچ وارو- وچون- درمياني.

**وِچِڙڻُ:** م. وچ ۾ پوڻ- وچ ۾ اٽڪاءُ ڪرڻ. ڦاسڻ- اٽڪڻ.

**وچڙي پوڻ:** اٽڪي پوڻ. تڪرار ڪرڻ.

**وَچَنُ:** ذ (سن) ٻول. ڳالهه. قول. وعدو. اقرار.

**وچن ڪرڻ:** واعدو ڪرڻ- قول ڪرڻ.

**وِچُورُ:** ذ. تفصيل. اسم وار ليکو.

**وِچولو:** ذ. وچون- درمياني. سنڌ جو وچ وارو طبعي ڀاڱو.

**وِچون:** ص. وچ وارو- درمياني- وسطي. (ث. وچين).

**وِچين:** ث. اڳين ۽ سانجهيءَ جي وچ وارو وقت- عصر. وچين واري نماز. ملهہ جو هڪ ڪُپت وارو داءُ- اندريون آنگڙو- اندرين.

**وِچيہ آڱر:** ث. جهيڙو وجهائيندڙ. لائي چائي ڪندڙ.

**وِچيہ هڻڻ:** ڪُپت ڪرڻ. ويساهي ڌڪ ڪڍڻ.

**وَڇَ:** ث. مينهن جو مادي ڦرُ.

**وِڇائو:** ذ. هنڌ- بسترو. وڇايل ٽپڙ (رلي، گلم وغيره).

**وَچائيٽُ:** ذ. گهور ڪندڙ واپاري. پلاوٽو- دلال.

**وِڇائڻُ:** م. پکيڙڻ (هنڌ). کولڻ (گاهہ وغيره).

**وِڇائجي وڃڻ:** پکڙجڻ (هنڌ). مائل ٿيڻ. عاجز ٿيڻ.

**وِڇڙڻُ:** م. جدا ٿيڻ- الڳ ٿيڻ- ڌار ٿيڻ.

**وَڇڙو:** ذ. مينهن جو نر ڦرُ.

**وِڇوٽي:** ث. وٿي. مفاصلو. مهلت. ساهي.

**وِڇورڻُ:** م. آگهارڻ (تانءُ)- پاڻيءَ ۾ ڇاڇولي صاف ڪرڻ.

**وِڇوڙڻُ:** م. جدا ڪرڻ (عاشق معشوق کي)- ڌار ڪرڻ. جدائي وجهڻ.

**وِڇوڙو:** ذ. جدائي- علحدگي. فراق.

**وِڇُون:** ذ. هڪ قسم جو زهري جيت- ٺُون- عقرب.

**وِڇُونٽڙو:** ذ. هڪ قسم جو ڳهہ (پيرن جي آڱوٺي ۽ آڱر ۾ پائجي).

**وَڇيرو:** ذ. گهوڙي جو نر ٻچو. (ث. وڇيري).

**وَحدُ:** ذ (ع) اڪيلو. هڪ. جدا.

**وَحدانيَتَ:** ث (ع) هيڪڙائي. توحيد.

**وَحدَتَ:** ث (ع) هيڪڙائي. توحيد.

**وَحدة الوجود:** ذ. تصوف جي اصطلاح موجب هر وجود کي خدا جو وجود سمجهڻ.

**وَحشَت:** ث (ع) خوف- ڊپ. خفقان. گهبراهٽ. حوانيت.

**وَحشت زَده:** ص. ڊنل. گهبرايل. اداس. خفقاني.

**وَحشت ناڪ:** ص. خوفناڪ- ڀيانڪ.

**وَحشِي:** ص (ع) جهنگلي. ٿهندڙ. ڇرڪندڙ. غيرمهذب. بيرحم. ظالم.

**وَحِي:** ث (ع) الهي پيغام. حضرت جبرئيل جيڪو خدا جي طرفان نبين تي پيغام آڻيندو هو.

**وِداعُ:** ذ (ع) رخصت- روانگي. موڪلائي. نيڪيٽي.

**وِدوانُ:** ص (سن) عالم- فاضل. ماهر.

**وِديا:** ث (سن) علم. ڄاڻ. گيان. حڪمت. هنر- مهارت.

**وِدياليہ:** ذ. علم حاصل ڪرڻ جي جاءِ. اسڪول- پاٺشالا.

**وِديشُ:** ذ (سن) ڌاريو ڏيهہ- غيرملڪ. پرڏيهہ.

**وَديعَت:** ث (ع) امانت- ڌراوت.

**وَڏَ:** ث. ديگ مان پَٽ جي ورهاست. ڪاڄ واري مانيءَ جي ورهاست.

**وَڌِ:** ث. گهٽائي. سَرسِي. (ص) وڌيڪ.

**وِڌ:** ث. پليتي، ڇَٽي. مٽان جو بار.

**وَڌاءُ:** ذ. ڊيگهہ- طُول. پکيڙ. گهِل- اِنگهہ. مبالغو.

**وَڌائڻُ:** م. وڌو ڪرڻ. گهڻو ڪرڻ. ٻڌهو ڪرڻ. طول ڏيڻ. پکيڙڻ. اينگهہ ڪرڻ. ورڇڻ (ماني). ترقي ڏيڻ.

**وڌائي ڇڏڻ:** وڌو ڪرڻ. گهڻو ڪرڻ. ٻڌهو ڪرڻ (ڪم).

**وَڌَڪُ:** ذ. وڌيڪ. گهڻو- زياده. فالتو.

**وَڌڻُ:** م. زياده ٿيڻ- گهڻو ٿيڻ. وڌيڪ ٿيڻ. اڳتي ٿيڻ. وڌو ٿيڻ. ٻڌهو ٿيڻ. اڳيان ٿيڻ. ترقي ڪرڻ. اوچو ٿيڻ. ٿُلهو ٿيڻ. پکڙجڻ. اُسرڻ. اُيرڻ (وڻ، ٻوٽو). ورڇڻ (ماني).

**وَڌِلِي:** ث. هڪ قسم جي ڏوئي (جنهن سان ماني وڌائجي). هِڏڪوئي (جيڪا ڪنهن جي ياد ڪرڻ سان ٿئي).

**وِڌوا:** ث (سن) بيوه- رن زال.

**وَڏيڪُ،** ص (سن. اَڌِڪ) زياده- گهڻو- جهجهو. اجايو- فالتو.

**وَڏيڪ هجڻ،** گهرج کان گهڻو هجڻ- اجايو گهڻو هجڻ.

**وَڏ،** ث. 'وڏائي' جو مخفف. نقط صفاتي اڳياڙي طور ڪم ايندڙ لفظ (جئن وڏپڻ، وڏ- اکيو وغيره).

**وِڏ،** ث. عيب- وِيڪَ. جسماني عيب.

**وڏاندِرو،** ذ. سخت ڏکيو.

**وڏاڻُ،** ذ. لوهارڪي ڪم جو هڪ اوزار- وڏو مترڪو.

**وڏا ڦوٽا،** ذ. هڪ قسم جو خوشبودار وکر- نر ڦوٽا.

**وَڏائي،** ث. بيگهه. اوچائي. بزرگي. عزت. فضيلت. ٻٽاڪ. آڪڙ- غرور- سيٺ.

**وڏائي خورُ،** ص. آڪڙباز. اجائي وڏائي ڏيکاريندڙ.

**وَڏ ڀاڳيو،** ص. وڏي ڀاڳ وارو- خوش نصيب.

**وَڏپڻُ،** ذ. وڏائي. وڏي عمر. وڏي عزت. پيرسني- پيري- ٻڍاپو.

**وَڏپيٽو،** ص. وڏي پيٽ وارو. گهڻو کائيندڙ. پيٽو- پيٽير.

**وَڏ جِگرو،** ص. وڏي همت وارو. دلير- بهادر.

**وَڏ ڦڙو،** ذ. وڏين ڦڙين وارو مِينهن.

**وَڏ گهرائو،** ص. وڏي ڪٽنب وارو خانداني. اصل نسل وارو.

**وَڏ مانهپي،** ث. وڏو مان مرتبو. وڏي عزت. خانداني. آڪڙ- سيٺ. وڏائي.

**وَڏ ننڍائپي،** ث. ننڍي وڏي جي سڃاڻپ. نياز نئڙت واري هلت.

**وَڏف، وَڏَف،** ث. هڪ پسارڪو وکر- سؤنف.

**وَڏ ڪنو،** ص. وڏن ڪنن وارو. سَرلو.

**وَڏ گڙدو،** ص. بردبار- تحمل وارو. راز دل ۾ رکندڙ. همت وارو- دلير.

**وَڏو،** ص. ڊگهو- لنبو. ويڪرو. وسيع. ڪشادو- ڪُليل. گهڻو- زياده. اوچو- بلند. ٿلهو. مَٽانهون- اعليٰ. (ث. وڏي).

**وڏو ڪرڻ،** وڏائڻ- ڊگهو ڪرڻ. پالڻ- پرورش ڪرڻ. گهرو ٻوليءَ ۾ ٻار کي سمهارڻ.

**وڏو آسُرو،** ذ. رات جو ٽيو پهر.

**وڏو اُستاد،** ذ. سڪول جو وڏو استاد- هيڊماستر. (ص) هوشيار- چالاڪ.

**وڏو ڏِينهُن،** ذ. عيد براد يا ڪو سڳورو ڏينهن.

**وڏو صُبحُ،** ذ. پرهه ڦٽي.

**وڏو ڪَمُ،** ذ. اهم ڪم. ساراهه جوڳو ڪم.

**وڏو ماڻهو،** ذ. دولتمند- امير. عزت وارو. حاڪم. وڏي همت وارو.

**وَڏواتي،** ث. نياڳي- منحوس (جنهن جي پٺَ لڳي).

**وڏ واتيو،** ص. گهڻو ڳالهائيندڙ- بڪبڪيو. ٻٽاڪي. ٽادي ڳالهائيندڙ.

**وَڏ وَر، وَڏهَر،** ث. ساماڻل ڇوڪري- شاديءَ لائق نياڻي.

**وِڏولِجَڻُ،** م. ڪاوڙجڻ- ڏمرجڻ.

**وِڏولو،** ص. ڪاوڙيل- ڏمريل. رنل.

**وَڏيرَپ،** ث. ڳوٺ جي سماجي فيصلن جو اختيار- اڳوائي.

**وَڏيرو،** ص. ڳوٺ جو وڏو- ڳوٺ جو چڱو مڙس (جنهن تي وڏيرپ جي پڳ هجي). (ث. وَڏيري).

**وَڏي کنگهه،** ث. سِلهه جي بيماري. ڪِرٽيو.

**وَڏي دِل،** ث. فراخدلي. همت- حوصلو.

**وَڏي ڪُنڊَ،** ث. جاميٽري موجب ٩٠ درجن کان وڌيڪ ماپ واري ڪُنڊَ.

**وَڏي ڳالهه،** ث. ڏکيو ڪم. اهم ڪم. حيرت جهڙو ڪارنامو.

**وِڏيت،** ث. سبب. تفصيل. خبرچار.

**وَڍَ:** ث. وڍڻ جو عمل. وڻن جي وَڍ. ڇانگ.

**وَڍِ ڪرڻ:** ٻيلي، هُڙَي وغيره مان وڻ وڍڻ. وڻن مان ٽارين جي ڇانگ ڪرڻ.

**وَڍُ:** ذ. زخم- گهاءُ. ڇهڪ- ڇيرُ. وَڍ جو نشان. ٽر جي پٽن مان رستو.

**وَڍَ وجهڻ:** گهاءُ وجهڻ- زخم ڪرڻ. طعنن مهڻن سان دل کي گهائڻ.

**وَڍائڻ:** مر. ڪپائڻ. ڇانگائڻ.

**وَڍَڻُ:** مر. ڪاٽڻ- ٽُڪر ڪرڻ. ڪَپڻ. ڇهڪ ڏيڻ.

**وَڍو:** ذ. ڇهڪ جو نشان. داغ- ڇٽو. ٻَنو- نِيلُ.

**وَڍِي:** ث. چَم جي پَٽِي. رشوت- لَبُ.

**وَڍِي خورُ:** ص. رشوت خور.

**وَرُ:** ذ (سن) گهوٽ- مڙس- وَنو. تحفي طور ڏنل دلپسند چيز- خيرات. گهيرو- دائرو. موڙُ- وڪڙُ. ڏنگ- خم- پيچ- ڦيرو. گهُنج.

**وَرُ پوڻ:** وَٽ پوڻ. ڏنگ ٿيڻ. فرق پوڻ.

**وَرَ ۾ اچڻ:** وڪڙ ۾ اچڻ- ڦاسڻ- قابو ٿيڻ.

**ور چڙهڻ:** قابو ۾ اچڻ. وڪڙ ۾ اچڻ. هٿ چڙهڻ.

**وَر ڪڍڻ. وَر ڪُنجڻ:** مٽي اُبتائي وٽان ور ڏيئي سٽڻ کي هيٺان مٿي ڪرڻ. ڪنهن ڪم جي سنبت ڪرڻ. جهيڙي لاءِ تيار ٿيڻ.

**وَر لاهڻ:** ڏنگ ڪڍڻ. سيڪت ڏيڻ. سڌو ڪرڻ.

**وِرُ:** ذ. ڦٽ ۾ سوراخ (جيڪو ماس کي اندر ٿي اندر ڪائيندو وڃي).

**وِراثَت:** ث (ع) ورثو- ترڪو. ميراث.

**وَراڙو:** ذ. چورن جي پٺيان ويل پاڳين جو ٽولو- ورهاڙو.

**وراڪو:** ذ. وَرُ- پيچ- وڪڙ. لاڳاپو. سڱ جو ناتو.

**وِراندو:** ذ. صُفي جي اڳ وارو ڇت سان ڍڪيل حصو.

**وِرانديَ:** ث. شام جو وقت- پوڄاڙي.

**وِرانگ:** ث. ٻرانگ. چال- ٻڌ.

**وَراڻ:** ث. وارو (سُڪار جو). وسندي. نڪَ- پيڙهي. ورندي- جواب.

**وَرائو:** ذ. وهٽ کي ڀنڊ ڪرائي وري وٺي اچڻ (ٽڪ لاهڻ لاءِ). هرن ڪاهڻ وقت اُهو ڏنگ جتان ڍڳن کي پوٺتي ورائجي- ڦيرو.

**وَرائي:** ث. ماني اُٿلائڻ جي تڪڙي. اُٿلائي- دور- پيرو. گهمرو- ڦيرو. جواب- ورندي. اَٿو (گهوڙي کي).

**ورائي ڏيڻ:** جواب ڏيڻ- ورندي ڏيڻ.

**وِراهڻُ:** مر. ورهائڻ- ونڊڻ- ورڇڻ. ورهاست ڪرڻ.

**وَرائڻُ:** مر. موٽائڻ- ڦيرائڻ. موڙڻ. وري وٺي اچڻ. الارڻ. مٿان وجهڻ. گهورڻ. بند ڪرڻ- ٻيڪڙڻ (در، دري). اُٿلائڻ (ورق). ڍڪڻ. وڪوڙڻ- گهيرڻ.

**ورائي وٺڻ:** واپس وٺڻ- موٽائي وٺڻ.

**وَرتُ:** ذ. رسو- نوڙ- واجهه. کوهه مان پاڻي ڪڍڻ جي واڍ.

**وِرتُ:** ذ (سن) هندن جو ڌرمي لنگهڻ.

**وِرتَلُ، وِرتو:** ص. ڪڪ- بيزار. ڪُهيل.

**وَرتِيو:** ص. پوٺي پٺيندڙ- جوتشي.

**وُرثا:** ذ (ع) وارث جو جمع. ميراث جا حقدار- وارث.

**وَرثو:** ذ (ع. ورثہ) مُئي جو مال. ترڪو- ميراث.

**وَرثائڻ:** مر. ڏيئي ڇڏڻ. مالا مال ڪرڻ. نوازڻ.

**ورجاءُ:** ذ. موٽ- واپسي.

**وَرجائڻُ:** مر. موٽائڻ- موٽ ڏيڻ. جواب ڏيڻ- ورائي ڏيڻ. دهرائڻ. ٻيو ڀيرو چوڻ. وري وري چوڻ.

**وَرجيسَ:** ث. مشق- وري وري ڪرڻ. ڪسرت. اصطلاحي معني.

**وِرچ:** ث. خفو- بيزاري. ڪڪ ٿيڻ جي حالت.

**وِرچائڻ:** مر. ڪڪ ڪرڻ. بيزار ڪرڻ. ٿڪائڻ.

**وِرچَڻُ**: م. ڪڪ ٿيڻ. بيزار ٿيڻ– خفي ٿيڻ. مُنهن پوڻ.

**وِرچَ**: ث. ورهاست– تقسيم– ونڊَ. ورهاست ۾ آيل حصو. ڀاڱو– حصو– پتي. ٿوڙي– چندو. درويشي جي عطا– ڏانُ.

**ورچ وجهڻ**: پتي ڏيڻ– ٿوڙي ڏيڻ.

**ورچڻُ**: م. ورهائڻ– ونڊڻ. ڦاندڻ.

**وِردُ**: ذ (ع) روزانو عمل. روزمره جو ڪم– معمول.

**ورد وظيفو**: ذ. مقرر وقت تي دعا درود.

**وِردُ ڪرڻ**: زباني دور ڪندو رهڻ. روزانو عمل جاري رکڻ.

**وَردِي**: ث. سپاهين. ڪارڪنن. پٽيوالن وغيره ملازمن جي خاص مقرر ٿيل پوشاڪ.

**وَرزِشَ**: ث (ف) مهارت حاصل ڪرڻ جي مشق– استعمالي. ڪسرت. دَورُ (وري وري ڪرڻ جي مشق).

**وَرسارو**: ذ (ت) برسات. برسات جي مُند. وسڪارو.

**وِرسَڻُ**: م. ڀلجڻ– گمراه ٿيڻ. ڀنيلجڻ. محروم ٿيڻ. ڀٽڪڻ.

**وَرسِي**: ث. ٻارهو. وفات جو ساليانو ڏينهن.

**وَرَقُ**: ذ (ع) ڪاغذ– پَنو. سون يا چانديءَ جو سنهون پَنو. وڻ، ٻُوٽي، گُل وغيره جو پَنُ.

**ورق ورڻ**: حالات بدلجڻ. وارو ورڻ. ڀاڳ لڳڻ.

**وِرڪُ**: ذ (سن) وڻ.

**وَرڪا**: ث (سن. ورشا) وسڪارو. گهورَ– گهورڻ.

**ورڪا ڪرڻ**: وَسائڻ (گُل وغيره)– مٿان گهورڻ.

**وَرلاپُ**: ذ (سن) روج پٽڪو. آه زاري. ڀار ڪڍي روئڻ. ڀاڪارَ.

**ورلو، وِرلي**: ظ. ڪڏهن ڪو. بعضي اتفاق سان. ڪڏهن ڪڏهن.

**وَرمُ**: ذ (ع) سوج– آماس.

**ورمڻُ**: م. ترسڻ– رهڻ. دير ڪرڻ. لالچ ڪرڻ. پرمڻ.

**وَرَنُ**: ذ (سن) رنگ– قسم– نوع. رنگ روپُ. حُسن.

**وَرن وَرن ٿيڻ**: مُنهن جو رنگ بدلجڻ.

**وَرنَہ**: ظ (ف) نہ تہ– وري.

**وَرنائڻُ**: م. دانهن ڪوڪ ٻڌڻ– سڏ سڻڻ. اونائڻ. داد ڪرڻ.

**وَرَندو**: ظ. ايندڙ– ڏِسندو (ڏينهن، مهينو، سال).

**وَرَندي**: ث. سڏ جي ورائي. جَواب.

**وَرندي ڏيڻ**: جواب ڏيڻ. سوال جو جواب ڏيڻ.

**وَرَتَہ**: ص. سونهن سوڀيا وارو. صورت وند. جوڙتو جوان (ث. رَرَتَہ).

**وَرَڻُ**: م. موٽڻ– وري اچڻ– واپس ٿيڻ. دوباره اچڻ. مُڙڻ– ڦِرڻ. ڏنگُ ٿيڻ.

**وري اچڻ**: دوباره اچڻ. موٽي اچڻ.

**وري پوڻ**: موٽي اچڻ. اُٿلي پوڻ. موٽ کائڻ. لاڙو ڪرڻ.

**وَرو**: ذ. ڪاٺ جو ڏگهو لڪڙو– پَيَر (جيڪو ڇت ۾ پوي).

**وُرودُ**: ذ (ع) وارد ٿيڻ. پهچڻ. ظاهر ٿيڻ.

**وِروڌُ**: ذ (سن) اختلاف– مخالفت. ڪلفت. دشمني– خصومت. ويرُ. ابٽت.

**وِروڌِي**: ص. فسادي. دشمن.

**وِرُون**: ذ. ڦٽن زخمن ۾ آزاريندڙ سوراخ.

**وِرُونهَہ**: ث. وِندُر. رهاڻ. مشغولي. قرب ونڊڻ.

**وِرُونهڻُ**: م. وندرڻ. قرب ونڊڻ. ڪچهري ڪرڻ. حال ونڊڻ.

**وَرِهُ**: ذ. ورهيہ– سال.

**وِرَهُ**: ذ. برهُ– عشق. جدائيءَ جو ڏک. وڇوڙو. فراق. درد.

**وِرهاسَتَ**: ث. ونڊ– ورچ– تقسيم. ڦاندٻي.

**ورهاڱو؛** ذ. ورهاست- ونڊ ورڇ.

**ورهائڻ؛** م. ورچڻ- ونڊڻ- تقسيم ڪرڻ. ونڊ ڪرڻ.

**وَرهيہ، وَرہُ؛** ذ (سن. ورش) سال- سَن. زمين جو سج جي چوڌاري ڦيرو پورو ڪرڻ وارو عرصو (جيڪو عيسوي سنہ موجب ٣٦٥ ڏينهن، ٥ ڪلاڪ، ٤٨ منٽ ۽ ٤٦ سيڪنڊ ٿئي ۽ قمري سال ۾ ٣٥٥ ڏينهن ٿين).

**ورهين جا ورهيہ؛** ظ. سالن جا سال. هر سال. هميشه- سدائين.

**ورهين جو؛** ص. تمام پراڻو- آڳاٽو- قديم.

**وِرہَ؛** ث. ڪاڏي لاءِ مقرر ڪيل اَنُ يا روزينو. هڪ ويلي جو اَنُ يا ڪاڌو. ڪاڌ خوراڪ. گذران.

**وَرِي؛** ظ. ٻيو ڀيرو- دوباره. موٽي- واپس ٿي. پوءِ- بعد. وڌيڪ. نئين سِر. مٿان ڪان- شروع ڪان. اجان ٻہ.

**وَرِي وري؛** ظ. بارَ بار- هردفعي.

**وَرِياهُ؛** ذ. سورهيہ- پهلوان- جوڌو.

**وَرِيتي؛** ث. وَرَ واري- سهاڳڻ.

**وَڙُ؛** ذ. احسان- تورو- ڀلائي- عنايت- نوازش. ڳڻ- ڳن. قسم- جنس (وکر جي).

**وَڙُ ڪرڻ؛** ڀلائي ڪرڻ- تورو ڪرڻ. بنان لالچ جي احسان ڪرڻ.

**وِڙُ؛** ص. بدبخت- منحوس. منافق. حاسد.

**وَڙڪائڻُ؛** م. چوپائي کي جهنگ مان گهمنائڻ ڏياري اچڻ. ٽنگون سهائي اچڻ.

**وِڙڪڻُ؛** م. سير ڪرڻ- پسار ڪرڻ. چهل قدمي ڪرڻ. ٽهلڻ. گهمڻ.

**وَڙو؛** ذ. هڪ قسم جي مِٺائي.

**وِڙواند؛** ص. حاسد- مَرَ سَهُو. رقيب. وچ ويڙهائو. ڪميڻو. فِتنو وجهندڙ.

**وَڙولَ؛** ث. ڳولا- ڳولا ٽولا. جانچ جونچ. ويل وهٽ يا چوري ٿيل مال جي ڳولا. تلاش.

**وَڙول ڏيڻ؛** ڀڄا ڳاڇا ڪرڻ. تلاش ڪرڻ.

**وِڙهڻُ؛** م. لڙڻ- جهڳڙڻ. تڪرار ڪرڻ. جهيڙو ڪرڻ. لڙائي ڪرڻ.

**وِڙهي ڊانگو ٿيڻ؛** وڙهي ٽڪجي پوڻ. وڙهي خوار خراب ٿيڻ.

**وُڙهَڻُ؛** م. وهڻ (واهہ يا درياء جو پاڻي).

**وَزارَتَ؛** ث (ع) وزير جو عهدو- وزيري- منسٽري.

**وُزراء؛** ذ (ع) "وزير" جو جمع.

**وَزَمُ؛** ذ. حُقي، چلم وغيره جي ڦوڪ. سُلفيءَ جو سُوٽو. يڪ ساهي وڏو سُوٽو.

**وزم واڙي ڪرڻ؛** حقو پاڻي پيڻ. بيڙي وغيره پي ساهي ڪٽڻ.

**وَزَنُ؛** ذ (ع. وَزن) تورَ- ڏَڙو. بار- بوجو. تور جو وَٽُ- شعر جو وزن.

**وزن ڪرڻ؛** تور ڪرڻ- تورڻ.

**وَزنائتو؛** ص. وزندار. قدر قيمت وارو. مُلهائتو.

**وَزندارُ؛** ص. ڳرو- ڀاري. ثقيل.

**وَزنِي؛** ص. ڳرو- ڀاري.

**وَزِيرُ؛** ذ (ع) حڪومت جي نظام ۾ وڏو مُشير- مِنسٽر.

**وَزيراعظم؛** ذ. وڏو وزير.

**وَزِيرِي؛** ث. وزير جو عهدو- منسٽري.

**وَسَ؛** ث. مِينهن- بارش- برسات- وسڪارو.

**وَسَ ٿيڻ؛** مينَهن پوڻ- بارش ٿيڻ. آبادي ٿيڻ. وسڻ ٿيڻ.

**وَسَ چرڻ؛** چوپائي مال کي وسڪاري واري جُوءِ ۾ چارڻ.

**وَسِ؛** ظ. وس ۾- قبضي ۾- هٿ ۾. قابو ۾- اختيار ۾.

**وَسُ؛** ذ. طاقت- سگهہ- ڦُوت. اختيار- قابو. مرضي- چارو- حيلو. اُدمُ- سعيو- ڪوشش.

**وسَ ۾ ڪرڻ:** قابو ۾ آڻڻ- آختيار ۾ ڪرڻ. قبضي ۾ ڪرڻ.

**وَسَ ڪرڻ:** سمورو زور لائڻ. حيلا هلائڻ. ڪوششون ڪرڻ.

**وَسَ وارو:** ص. اختيار وارو- مرضي جو مالڪ.

**وِسارَڻُ:** مر. وساري ڇڏڻ- ياد نہ ڪرڻ. دل مان ڪڍي ڇڏڻ. يلجي وڃڻ. چت تان لاهڻ- ذهن مان ڪڍڻ.

**وَساطَت:** ث (ع) درمياني وسيلو. وسيلو- ذريعو- واسطو.

**وِسامَ:** ث. هيڻائي- ڪمزوري (جسم ۾). ماندڪائي. غنودگي- ڳهر.

**وِسامَڻُ:** مر. گُل ٿيڻ (بتي). اُجهامڻ (باهہ). نرڻ (جهيڙو) سست ٿيڻ (بدن). ماندو ٿيڻ (جسم). ٿڪجڻ.

**وِسائَلُ:** ص. اُجهائل. ٿَڪل- ڪُهيل.

**وَسائِل:** ذ (ع) "وسيلي" جو جمع. وَسِيلا. اُپاءَ. حيلا.

**وَسائِڻُ:** مر. بارش ڪرڻ- مينهُن ڪرڻ. برسات ڪرڻ. آباد ڪرڻ (وسنءَ، ڳوٺ). اُڇلائڻ (پٿر، موچڙا وغيره). مٿان وجهڻ (مٽي، ڏوڙ). ڪڻڻ (مٿي تي)- برداشت ڪرڻ (ذميداري).

**وَسايَلُ:** ص. آباد ڪيل. مينهن وسايل.

**وِسائِڻُ:** مر. گُل ڪرڻ (بتي)- اُجهائڻ (باهہ، چلهہ).

**وَستارُ:** ذ (سن) پکيڙ- تفصيل. ويڪر. ٿهلاءَ. ڪشادگي.

**وَستُو:** ث (سن) شيءِ- ٿوڪُ. ٿول. وکر. دولت. جوهر- مادو.

**وَستِي:** ث. بَستي- وسنءَ- آبادي.

**وِسپَت:** ث. بِرهسپت- خميس (جو ڏينهن).

**وِسرامُ:** ذ (سن) آرام- ساهي. سک- چَين. آجهاپو. آسائش.

**وِسرام ڪرڻ:** ٿڪ ڀڃڻ لاءِ ساهي کڻڻ. آرام ڪرڻ.

**وِسرَڻُ:** مر. يلجي وڃڻ- وسري وڃڻ. دل تان لهڻ. يلجڻ. ذيان تان لهڻ.

**وَسطُ:** ذ (ع) وچ. وچون حصو.

**وَسطي:** ص. وچون- درمياني.

**وَسعَت:** ث (ع) سگهہ- طاقت- پهچ- پڄندي.

**وسعتمند:** ص. پهچ وارو- سگهہ وارو.

**وُسعَت:** ث (ع) ٿهلاءَ- پکيڙ. ديگهہ. ويڪر. واڌ. ديگهہ ۽ ويڪر ۾ ايراضي.

**وُسعت ڏيڻ:** ٿهلائڻ- پکيڙڻ. ديگهہ ڏيڻ. وڌائڻ.

**وَسڪارو:** ذ. مِينهَن جي وَسَ. مينهن- برسات.

**وَسلو:** ذ. سامان- ٽپڙ- مال اسباب- مَڏِي. گهرو سامان.

**وسلو وانو:** ذ. سامان سڙو- ٽپڙ ٽاڙي.

**وَسمو:** ذ (ع) 'نيرُ' جا سنها ڪُٽيل پَن (جن سان خضاب ڪيو ويندو آهي). ڪيسُ (ميندي لڳائي ان بعد ڪيس لائڻ).

**وِسمو:** ذ (سن) حيرت- عجب.

**وِسمي ۾ پوڻ:** عجب ۾ پوڻ- حيران ٿيڻ.

**وِسناڻُ:** ذ. گيهہ ٺاهڻ لاءِ مکڻ ۾ وڌل ان جو ڏارو.

**وَسندي:** ث. وَسَ واري جُوءِ (جتي مال جي چرڻ لاءِ وَسنءَ ٿئي). واهڻ- ڳوٺ. آبادي.

**وَسَڻُ:** مر (سن. ورس) پوڻ (مينهن). ٿيڻ (برسات). لڳڻ (موچڙا). مٿان پوڻ (ڏوڙ وغيره). آباد ٿيڻ- رهڻ. سرسبز ٿيڻ.

**وِسوڙڻُ:** مر. بتالجڻ- ڀنيلجڻ- گمراهہ ٿيڻ. وسهڻ- اعتبار ڪرڻ.

**وِسوڙَلُ:** ص. ڀالو ڀولو- ڀورڙو. مت موڙهل. اعتبار ۾ آندل.

**وِسوسو:** ذ (ع. وِسواس) وهم- ڀرم. خراب خيال (جيڪي شيطان دل ۾ وجهي). ڊپ. گمان- شڪ. انديشو.

**وِسوِسو ڪرڻ:** وهم ڪرڻ. دل من هڻڻ. شڪ ڪرڻ.

**وِسهَڻُ:** م. اعتبار ڪرڻ- ڀروسو ڪرڻ. ويساه رکڻ. مڃڻ. يقين ڪرڻ.

**وَسڻ:** ث. وَسَ جي سانگي سان ماڻهن ۽ مال جي آبادي واري جُوءِ. تنديڙو ڳوٺ. آبادي.

**وَسِيعُ:** ص (ع) وڏو- ڀڪڙيل- فراخ- ڪشادو- ويڪرو.

**وَسيع نظر:** ث. پري تائين ڏسڻ. بلند خيالي.

**وَسيعَتَ:** ث. سگهه- طاقت. پڄندي. پهچ. توفيق.

**وَسِيلو:** ذ (ع) ذريعو- واسطو. سبب. سهارو- آڌار. ڪنهن شخص جي عنايت جو ذريعو.

**وسيلو پيدا ڪرڻ:** ڪنهن ڪم جي لاءِ ٻئي جي مدد وٺڻ.

**وَسَنُ:** ث. وسندي- آباد جُوءِ. بستي- آبادي. وسندي.

**وَسِيي:** ث. آبادي- ڳوٺ- بستي.

**وِسِهَرُ:** ص (بِس هر= زهر وارو). نانگ جو هڪ قسم- ڪارو نانگ- واسينگ نانگ (جيڪو سخت زهري ٿئي).

**وِشنُو:** ذ (سن) هندن جي ٽن وڏن ديوتائن مان ٻيو نمبر (جيڪو هندن جي ويساه موجب سڄي مخلوق جي پالنا ڪري ٿو).

**وِشِواسُ:** ذ (سن) اعتبار- ڀروسو. يقين.

**وشواس گهاتي:** ث. دغابازي- بي اعتباري. ڪپٽ.

**وِصالُ:** ذ (ع) ملڻ- ملاقات. ميلاپ. انتقال- وفات. وحدت ۾ فنا ٿيڻ.

**وصال ڪرڻ:** وفات ڪرڻ. ڌڻي تعاليٰ سان ملڻ.

**وَصفَ:** ث (ع) ساراهه- تعريف. خوبي- صفت. گڻ- خاصيت. خصلت. سڃاڻپ. اهڃاڻ.

**وصف ڪرڻ:** تعريف ڪرڻ- ساراهه ڪرڻ. اصل خاصيت بيان ڪرڻ.

**وَصلُ:** ذ (ع) ملڻ- ميلاپ. گڏجاڻي. صحبت جماع- مباشرت.

**وُصولُ:** ذ (ع) حصول- حاصلات. آمدني. مليل رقم وغيره.

**وصول ڪرڻ:** حاصل ڪرڻ- وٺڻ. اُڳاڙڻ.

**وُصولي:** ث. اوڳاڙي. قرض يا محصول طور اوڳاڙيل رقم.

**وَصِي:** ذ (ع) اهو ماڻهو جنهن کي يا جنهن جي حق ۾ وصيت ڪيل هجي. محافظ- سرپرست. وارث.

**وَصِي وارث:** ذ. حقدار وارث (جنهن کي وصيت ڪيل هجي يا جيڪو حقدار هجي).

**وَصِيتَ:** ث (ع) موت يا سفر وقت ڪيل هدايت (تہ مون کان پوءِ هن طرح ڪجو).

**وصيت ڪرڻ:** آخري (موت يا سفر تي وڃڻ کان اڳ) هدايت ڏيڻ.

**وَصِيت نامو:** ذ. اها تحرير جيڪا مرڻ وقت يا سفر تي وڃڻ وقت لکي وڃي.

**وَضاحَتَ:** ث (ع) تفصيل. وچور. پيرائتي ڳالهہ. سمورو احوال.

**وَضَعَ:** ذ (ع) ترتيب. ساخت. بناوت. ترڪيب. ٺاهپ. طرز- ڍنگ. صورت- شڪل. حالت. ڪمي- لاٿ. ڪاٽ. ڄڻڻ (ٻار).

**وَضع حمل:** ذ. پيٽ واري ٻار جو ڄڻڻ.

**وضعدار:** ص. هلي چلي جي رسم مطابق مناسب ڪپڙي لٽي ٺهيل.

**وَضعداري:** ث. خوش اسلوبي. سهڻائي. سگهڙپائي ڍنگ- طريقو.

**وَضع قطع:** ث. جسماني بيهڪ- پوشاڪ وغيره جو نمونو. شڪل شباهت. ٺاهہ ٺوهہ.

**وضع ڪرڻ:** ڪاٽڻ (رقم). ڪٽ ڪرڻ- گهٽ ڪرڻ.
**وُضُو:** ذ (ع) نماز کان اڳ مُنهن. هٿن. پيرن. پانهن ۽
مٿي جي پاڪائي (پاڻيءَ سان).
**وُضو سارڻ:** وضو ڪرڻ.
**وَطنُ:** ذ (ع) ڄمڻ جو هنڌ (شهر. ضلعو. ملڪ).
پنهنجو ملڪ.
**وَطن مالُوف:** ذ. پيارو وطن.
**وَطنِي:** ص. ملڪي- پنهنجي ديس جو. ڏيهي.
**وَطِيرو:** ذ (ع) طريقو- دستور- رواج. چال- عادت.
**وَظائِف:** ذ (ع) "وظيفہ" جو جمع.
**وَظِيفو:** ذ (ع) روزانو وقت تي دعا درود پڙهڻ جو
عمل. روزينو. روز جو مقرر اجورو. شاگرد کي پڙهائي
جي باري ۾ ملندڙ امدادي رقم.
**وَعدو:** ذ (ع) اقرار- قول- انجام- وچن.
**وعدا وَعِيد:** ذ. حيلا حوالا. انجام اڪرام.
**وعده شِڪَن:** ص. وعدي خلافي ڪندڙ.
**وعده فراموش:** ص. وعدو ڪري وساري ڇڏيندڙ.
**وعدي شڪنِي:** ث. واعدي جي برخلافي.
**وعدو ڪرڻ:** انجام ڪرڻ- اقرار ڪرڻ.
**وعدي وفائِي ڪرڻ:** انجام پورو ڪرڻ. واعدو نڀائڻ.
**وَعظَ:** ذ (ع) نصيحت (جيڪا زباني ڪجي). مذهبي
نصيحت. تبليغ.
**وعظ ڪرڻ:** تلقين ڪرڻ. نصيحت ڪرڻ. درس
ڏيڻ. ديني موضوع تي تقرير ڪرڻ.
**وغيره:** ظ (ع) وڌيڪ- ۽ ٻيا.
**وَفا:** ث (ع) تڪميل (دوستي. واعدي وغيره جي).
نباهه. سات. خيرخواهي. وفاداري.
**وَفا ڪرڻ:** واعدو پورو ڪرڻ. نباهه ڪرڻ. سات
ڏيڻ. نمڪ حلالي ڪرڻ.

**وَفادارُ:** ص (ف) نمڪ حلال. توڙ تائين نباهيندڙ. وفا
ڪندڙ. خيرخواهه. مخلص.
**وَفاداري:** ث. نمڪ حلالي. خيرخواهي. اخلاص.
نباهه. سچائي.
**وَفا شعارُ:** ص. وفادار.
**وَفائي:** ث. وفا. نباهه. خيرخواهي.
**وَفات:** ث (ع) موت- اجل- قضا. فنا. رحلت- انتقال.
**وَفات ڪرڻ:** فوت ٿيڻ. انتقال ڪرڻ. گذاري وڃڻ.
**وفاقُ:** ذ (ع) گڏيل موافقت- صلح- اتفاق. صوبن جو
اتحادي سرشتو.
**وَفدُ:** ذ (غ) ڪنهن خاص مقصد سان موڪليل جماعت.
**وِقلَ:** ث. بڪ بڪ- بڪواس. اجايون ڳالهيون. ننڊ
۾ ڳالهائڻ- اوٽارو.
**وِقلَڻُ:** م. ٻُڙڪڻ- ڇپن ۾ ڳالهائڻ. پنهنجي منهن
ڳالهائڻ. بَڪڻ- بڪوات ڪرڻ. اجايون ڳالهيون ڪرڻ.
ننڊ ۾ ڳالهائڻ- اُٿرڪڻ.
**وَقارُ:** ذ (ع) سنجيدگي. بردباري. استقلال. شان شوڪت.
**وَقائع:** ذ (ع) خبرون- واقعات. حالات. لڙايون.
**وَقائع نگارُ. وقائع نويس:** ذ. اخبار نويس. نامہ نگار.
**وَقتُ:** ذ (ع) عرصو. ايام- عهد- زمانو. موسم.
وجهہ. ٽائو- ويلو. ساعت. وارو- نوبت. دفعو- ڀيرو.
**وَقتا فوقتا:** ظ. وقت بوقت. هر وقت. ڪڏهن ڪڏهن.
**وَقتائتو:** ص. مهلائتو. پوري وقت تي.
**وقت بي وقت:** ظ. ڪڏهن ڪڏهن. ڪُمهلو.
**وَقت ٽپائڻ:** ڏکيو سکيو وقت گذارڻ. جهڙي تهڙي
مهل ڪرڻ. اٽڪل سان ڪم جي پورائي ڪرڻ.
**وَقتِي:** ص. عارضي- ٿوري وقت لاءِ.
**وَقعَت:** ث (ع) عزت- عظمت. ساک- اعتبار.
**وَقفُ:** ذ (ع) خدا جي نالي ڏنل شيءِ. عام ڀلي جي

لاءِ ڏنل چيز. ساهي- ٿورو دم.

**وقف ڪرڻ:** عام ڀلي لاءِ ڇڏڻ. قرآن شريف پڙهڻ ۾ خاص جاين تي بيهڻ.

**وَقفو:** ذ (ع) ترسڻ- ٿيام- بيهڪ. مهلت. ٿوري دير لاءِ ساهي.

**وُقُوع:** ذ (ع) ظاهر ٿيڻ. اظهار. واقعي جو اظهار.

**وُقُوف:** ذ (ع) واقفيت. خبر- ڄاڻ. عقل- شعور.

**وَڪُ:** ز. ڇيپڙهُ. لڱلڱدار مادو. اٽي جو ڇيڙهُ.

**وَڪالَتَ:** ث (ع) پنهنجو ڪم ٻئي جي حوالي ڪرڻ. ٻئي جي پاران ڳالهائڻ. وڪيل جو پيشو. ڪنهن مقدمي ۾ وڪيل هئڻ جي سَنَدَ.

**وَڪالت ڪرڻ:** ٻئي جي طرفان معاملي جي پيروي ڪرڻ.

**وڪالت نامو:** ذ. وڪيل هئڻ جي سندَ. اختياري. مختارنامو.

**وِڪامَڻُ:** م. فروخت ٿيڻ. مُلهه ٿيڻ. وڪرو ٿيڻ.

**وِڪائُو، وِڪيلُ:** ص. وڪرو ٿيل- فروخت ٿيل. سؤدو ٿيل- ڏنل.

**وِڪرُ:** ذ (ع. فِڪر) ڳڻتي. انتظار- اوسيئڙو.

**وِڪر وجائڻ:** افعال وڃائڻ. وعدي خلافي ڪرڻ.

**وِڪرو:** ذ. فروخت. وڪائو مال جي قيمت. سؤدو- واپار. نيڪال (مال جو).

**وَڪَڙُ:** ذ. وَرُ- پيچ. ڏِنگ (رسي جو). موڙ. ڦيرو- چڪر.

**وڪڙ وجهڻ:** ڦيري واري ڳنڍ ڏيڻ. ڦاسائڻ لاءِ ڳنڍ ڏيڻ. پيچ پائڻ. ڦندي ۾ ڦاسائڻ.

**وِڪنو:** ص. عاجز. هيڻو- بيوس. بيزار- ڪڪ. کهيل- ٿڪل. (ث. وِڪني).

**وِڪڻائڻُ:** م. وِڪرو ڪرائڻ. سؤدو ڪرائڻ.

**وِڪڻَڻُ:** م. وڪرو ڪرڻ. مُلهه تي ڏيڻ.

**وَڪوڙڻُ:** م. گهيرڻ- گهيرو ڪرڻ. محاصرو ڪرڻ. ڦاسائڻ. ويڙهڻ- ليپٽڻ. ڦابو جهلڻ. پڪڙڻ.

**وَڪيلُ:** ذ (ع) اهو ماڻهو جنهن جي حوالي پنهنجو ڪم ڪجي. ٻئي جي پاران ڳالهائيندڙ. عيوضي. عام مختار. وڪالت جو امتحان پاس ڪيل (جيڪو مقدمن ۾ وڪالت ڪري).

**وڪيل ڪرڻ:** پنهنجي پاران قانوني طور مقدمي جي پيروي لاءِ وڪيل مقرر ڪرڻ.

**وِکَ:** ث. هلڻ وقت ٻنهي پيرن جي وچ وارو مفاصلو- قدم.

**وِکَ کڻڻ:** تڪڙو هلڻ. قدم کڻڻ. پير پرڻ.

**وک وڌائڻ:** پير کڻڻ- تڪڙو هلڻ. تعلقات وڌائڻ.

**وِکُ:** ذ (سن. وِش) زهر- وِهُ. (ص) ڪارو- تمام ڪارو.

**وکارُ:** ث. گدام- کوٺي. مال رکڻ جو ڀاندو.

**وکَرُ:** ذ. سوداگري جو سامان. هٽ جو سامان. سودو. ٻُڪي.

**وکر وهائڻ:** وڻج واپار ڪرڻ. سودو ڪرڻ.

**وِکرَڻُ:** م. ڇڙوڇڙ ٿيڻ. پکڙجڻ- منتشر ٿيڻ. ٽڙڻ پکڙڻ.

**وکو:** ذ. گوشت تي مٿان چڙهيل پڙدو- ڇيڇڙو.

**وکا پڌرا ٿيڻ:** ڳجهه ظاهر ٿيڻ. افعال ظاهر ٿيڻ. پول پڌرا ٿيڻ. راز فاش ٿيڻ.

**وِکيرَڻُ:** م. پکيڙڻ. ڇڙوڇڙ ڪرڻ. ڪنديرڻ.

**وِکيانُ:** ذ (سن) علم. ڄاڻ. ڪنهن خاص مضمون جي پوري ڄاڻ. علميت.

**وڳُ:** ذ. اُٺن جو گلو- اٺن جي قطار.

**وڳ وارڻ:** اُٺن جو گلو ڪاهڻ. قطار ڪاهڻ.

**وڳَرُ:** ذ. ڌڻ (مال جو). وڳُ (اٺن جو). ولر (پکين

جو). ٽولو. سَٿ- جماعت. اولاد- ڪٽنب- ڪُڙم. عيال.
**وَڳڙو:** ذ. (رات جو) وقت. اوندهہ. ڪُهل. بيگاہ وقت.
**وَڳندڙ:** ذ. گهڻو گوڙ ڪندڙ. گهڻو هلندڙ.
**وِڳندُ:** ث (سن) بدبُو- بانس- ڌپ. (ص) بي اعمالو- ميروگندو. (ذ) شاہ لطيف رحہ جو هڪ مريد فقير.
**وَڳنڌي:** ث. ڪم- مشغولي- مصروفيت. ڪم ڪار. پورهيو.
**وَڳڻُ:** مر. هلڻ- هلندو وتڻ. رلڻ. هاج ڪرڻ. هُل ڪرڻ- جنگ جهيڙو ڪرڻ.
**وَڳو:** ذ. ڪپڙا- ڪپڙن جو جوڙو. پوشاڪ.
**وڳو ڍڪائڻ:** ڪپڙا پهرائڻ. تحفي طور وڳو ڏيڻ. سروپا ڏيڻ.
**وِڳوڙُ:** ذ. ڏٽيڙ- ڦيٽاڙو. فساد. هل گوڙ. مانداڻ. مونجهارو. گڙٻڙ. بغاوت. هلچل. اند ڌند.
**وِڳهہ ڪوٽُ:** ذ. سومرن جي صاحبيءَ ۾ سنڌ جو تختگاہ وارو شهر.
**وِڳهارڻُ:** مر. پڳهارڻ- رِجائڻ.
**وِڳهي:** ظ. جي سبب- جي ڪري- جي ڪارڻ. جي اثر ڪري.
**وَڳَرُ:** ذ. ڪُٽ ڪيل ڍڳو وغيرہ (جنهن ۾ اجا وَهَر جي سگهہ موجود هجي). ٿلهو متارو ڍور (سانُ، وَهڙو).
**وَلِ:** ث. اهو ٻُوٽو جيڪو زمين تي پکڙي يا وڻ ۽ جاءِ تي چڙهي. لابارو ڪري هڪ هند گڏ ڪري رکيل سنگ.
**وَلِ ٻُوٽا:** ذ. گل ٻل- چٽ گُل (جيڪي ڪپڙي، ڪاغذ، ڪاٺ يا پٿر تي ٺاهجن).
**وِلادَتَ:** ث (ع) پيدائش- جنم- ڄم.
**وِلاڙَ:** ث. ٻُولا- جهنگ ۾ ٻولا لاءِ جهوتَ.. چال- ٽپ.
**وِلاڙَڻُ:** مر. ڊوڙڻ- ڊوڙون پائڻ. جهنگ ۾ ڊوڙون پائي جهوتون ڏيڻ.
**ولائتَ، ولايَتَ:** ث (ع) مالڪي. حڪومت. بادشاهت- سلطنت. خداتعاليٰ سان قربت.
**ولائتي، ولايَتِي:** ص. ولايت جو. غيرملڪي. مغربي.
**وَلَدُ:** ذ (ع) پُٽ- پسر.
**وَلَدالزنا:** ص. حرامي ٻارُ.
**وَلدِيَتَ:** ث (ع) پيءُ جو نالو. خاندان.
**وَلِ ڏاتُورو:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.
**وَلَرُ:** ذ. ٽولو. ميڙ. وڳر. جانورن جو ميڙ. پکين جو جهُنڊ.
**ولڙَڻُ:** مر. وِٿلڻ.
**وِلِلَ:** ث. وِٿُل- بڪ بڪ.
**وِلِلَ ڪرڻ:** وٿلڻ. بيماريءَ ۾ ڳالهائڻ.
**وِلِلَڻُ:** مر. ولڙڻ. وٿلڻ. بڪ ڪرڻ. اجايو ڳالهائڻ.
**وَلَڻُ:** مر. ڪوٽڻ. زمين اُٿلائڻ. گڏ ڪڍڻ. زمين مان جهنگ ڪڍي پوک لائق بنائڻ.
**وَلو:** ذ. گهمرو- ڦيرو. وڪڙ- موڙ.
**وَلو پوڻ:** پيٽ ۾ گهمرو پوڻ.
**وَلو ڏيڻ:** گهمرو ڏيڻ- ڦيرو ڏيڻ. تلاش ڪرڻ.
**وِلوڙَ:** ث. گهمرو. وڪڙ. سُورَ جي سُوٽ. ڪيرَ ڪي جهُڳَ.
**وِلوڙَڻُ:** مر. ڪير يا ڏهي ۾ مانڌاڻي گهمائڻ- جهُڳڻ. جهڳورڻ.
**وِلوڙو:** ذ. جهُڳَ (ڪير ڪي)- وِلوڙَ. پيٽ ۾ سُورَ جي سُوٽَ- گهُمرو. مانداڻ- هنگامو.
**وَلوَلو:** ذ (ع) جوش. امنگ. شوق. اُتساهہ.
**وَلولہ انگيز:** ص. جوش پيدا ڪندڙ.
**وِلهہ:** ث. ٿڌ- ٿڌي هوا. ڳهمَ.
**وَلهارُ:** ذ. گاهہ وارو ميدان. گاهہ ۽ وڻڪار واري جُوءِ. چراگاہ- وِيُ.
**وَلهو:** ذ. مڙس- گهوٽ- ڀتار.
**وِلهو:** ص. ٿلهو- سُجو- سگهُو. ڪنگال. ڇڙوڇانڊ.

نڌڪو. (ث. ولهِي).

**وَلهوٽُ:** ذ. هنياءَ ۾ سُور جو وَٽ. پيٽ ۾ سُور جو وڪڙ.

**وَلِي:** ذ (ع) مالڪ- آقا. سرپرست. دوست. خدا جو خاص بندو. درويش. عابد- زاهد. عارف.

**وَلِي الله:** ذ. خدا جو پيارو بندو. عابد. خداوارو.

**وَلِي عَهد:** ص. وقت جو حاڪم. بادشاه جو جاءِ نشين.

**وَليمو:** ذ (ف) نڪاح کان پوءِ گهوٽ جي طرفان مانيءَ جي دعوت.

**وَمُ:** ذ. درياءَ. سمنڊ- بحر. (ظرف) 'وو متان' جو مخفف.

**وِماسَ:** ث. ڳڻتي- جهوري. اونَ- اوسيڙو. انديشو.

**وِماسَجڻُ:** مر. ڳڻتيءَ ۾ پوڻ. افسوس ڪرڻ- ڏک ڪرڻ. هيڻو ٿيڻ. ڏکوئجڻ. حيران ٿيڻ.

**وِماڻَ:** ث. ديوتائن جي سواريءَ لاءِ رٿ يا گاڏي. اڏامڻ کٽولي.

**وَنُ:** ذ (سن. ورن) رنگ- ورن.

**وَناسپتي، وڻاسپتي:** ض. وڻ ٽڻ يا گاهه ٻوٽا.

**وِناهُ:** ذ. وڄت جو ساز. ڪوبه تارن وارو ساز (سرندو، ڪينرو وغيره).

**وَناهُه، وَنواهه:** ذ. شاديءَ جي هڪ رسم (جنهن ۾ ڪنوار کي پرڻجڻ لاءِ ستن ڏينهن تائين اڪيون ٻڌي خلوت ۾ وهارين ۽ تيل ۽ اُبٽڻ جي مالش ڪن. ڪن هنڌن تي گهوٽ کي به وناهه ۾ وهارين).

**ونجڻو:** ذ. هوا هڻڻ لاءِ دستي پکو- وجڻو. (ث. ونجڻي).

**وَنجهه:** ذ. تانگهي پاڻيءَ ۾ ٻيڙيءَ کي ڌڪڻ لاءِ ڏگهو بانس. بانس جي چِڙ. ٻارين راند ۾ وچ وارو حصو جنهن ۾ فقط راند جو اڳواڻ ڪاپائي سگهي.

**وَنجهلي:** ث. بانسري- بِينَ. مُرلي.

**وَنجهوٽِي:** ث. ٻارين يا درين راند.

**وَنجهويڙهه:** ذ. "زنجبار" (آفريڪا) جو ملڪ (جتان "حبشي" غلام ڪري آندا ويا هئا). گهاٽو جهنگ- گجگاهه ٻيلو.

**وَنجهِي:** ث. واهي- ڪَسِي- نالي (واهه مان ٻنيءَ کي پاڻي ڏيڻ لاءِ).

**وَندُ:** ص (ف) صفاتي پڇاڙي طور ڪم ايندڙ لفظ (جيئن صورتوند، حسن وند وغيره).

**وِندَرَ، وِندُرَ:** ث. مشغولي. پورهيو. راند روند. سير- تفريح- تماشو. وروڻهه.

**وِندرُ:** ذ. لس ٻيلي جو هڪ نئين جو نالو.

**وِندرُ ووڙڻ:** (سسئي پنهون جي قصي جي حوالي سان) جبل جهاڳڻ- ڪشالا ڪڍڻ.

**وِندرائڻُ:** مر. دل خوش ڪرڻ. سير وغيره ڪرڻ. راند روند ڪرائڻ. پرچائڻ.

**وِندرَڻُ:** مر. راند روند ڪرڻ- تفريح ڪرڻ. مشغولي ۾ رهڻ.

**وِنڌَ:** ث. موتي مٽيي ۾ سوراخ ڪرڻ جو ڪم. وري وري چوڻ- ٻَڪَ- وِتل.

**وِنڌِجَڻُ:** مر. سوراخ ٿيڻ (موتي، هيري، مٽيي ۾). وري وري ذڪر ٿيڻ.

**وِنڌَڻُ:** مر. سوراخ ڪرڻ (موتي يا ٻئي ڪنهن قيمتي ٻڙي ۾). وري وري چوڻ- اجائي پچار ڪرڻ. ٻڪ ٻڪ ڪرڻ.

**وَنڊَ:** ث. ورهاست- تقسيم- ورڇ. ٿوڙي.

**وَنڊَ اُپتَ:** ث. اُهو انگ جيڪو ڪنهن انگ کي ونڊ ڪرڻ سان حاصل ٿئي.

**وَنڊِجَڻُ:** مر. ورهاست ٿيڻ. ڀاڱا ٿيڻ- پتيون ٿيڻ. ونڊ ٿيڻ.

**وَنڊِڻي:** ث. اهو انگ جنهن تي ٻيو انگ ونڊ ٿي سگهي.

**وَنڊيرُ:** ص. ونڊي ۾ ڀائيوار- ڀتيار. هڪ ذات جو نالو.

**وَنڊِي:** ث. حصو- پتي- ڀاڱو. ورڇ ۾ آيل پتي.

**وَنس؛** ذ (سن. بنس) شجرو- پيڙهي- نسل. گهراڻو- خاندان.

**وَنڪو؛** ص. بانڪو- بهادر- سورهيه.

**وَنگَ؛** ث. محراب- دروازي جي متان اڏيل ڪمانَ.

**وَنگُ؛** ذ. ڳئُون يا مينهن کي ڏهڻ وقت پڇاڙيءَ وارين ٽنگن ۾ ٻڌڻ جي رسي- ڍنگ. ڪُوهه جي تر ۾ رکيل ڪاٺ جو گول چَڪُ (جنهن تي کوهه جي پٽ ڪجندي). نار جي پانديءَ جي هڪ ڪاٺي. درياءَ جو ڀورو- واهڙ.

**ونگ وجهڻ؛** وکڙ وجهڻ- قابو ڪرڻ. اٽڪل سان ڦاسائڻ.

**وِنگُ؛** ذ. ڏِنگ- ڪُبُ. نقص- عيب- وِڏ.

**وِنگڙو؛** ص. ڏِنگو- ڪُبو. ڄِبو. ورو ڪڙ وارو. (ث. وِنگڙي).

**وَنگارَ؛** ث. بيگار- بيگر. چيڙ- آبت.

**ونگارَ وهڻ؛** همراهي ڪرڻ- مدد ڪرڻ. ڪم ۾ مدد ڪرڻ.

**وِنگائي؛** ث. ڏِنگُ- ڏنگائي. ڦير.

**وِنگڙو؛** ص. ونگو- ڏِنگو. وروڪڙ وارو. (ث. وِنگڙي).

**وَنگڙي؛** ث. نار يا هرليءَ ۾ پانديءَ جي ڏنگي ڪاٺي يا ڦرهي.

**وَنگڻُ؛** مر. ونگ وجهڻ- رسي سان قابو ڪرڻ. وڪڙ واري ڳنڍِ ڏيڻ. چوڀائيءَ کي ڏهائي وقت ٽنگن ۾ ونگ وجهڻ.

**وَنگو؛** ذ. هڪ قسم جو اويڙ (وَلِ ۾ ٽئي)- ريبڙ.

**وِنگو؛** ص. ڏِنگو- ڦڏو. وريل- مُڙيل. (ث. وِنگي).

**وَنو؛** ذ. گهوٽ- بَنو. مڙس.

**وَنواهہُ، وَنهہُ؛** ذ. وَناهہ (شاديءَ جي هڪ رسم).

**وَنٺُ؛** ذ. ڪپهہ جو ٻُوٽو.

**وَنٺائي؛** ث. ونٺ جي ٻُوٽي جي ڪاٺي.

**وَنٺون؛** امر. وڃ. پري ٿي.

**وَنٺون وڃڻ؛** ڏور رهڻ- پري پيچڻ. ٽهڻ.

**وَنهيو؛** ص. سائو- ڀاول. خوشحال. سکيو- آسودو. تونگر.

**وَني؛** ث. ڪنوار- بني.

**وَڻُ؛** ذ. درخت- شجر.

**وَڻ ٽڻُ؛** ذ. وڻ ۽ ٻوٽا. ننڍڙن وڻن ٻوٽن وارو جهنگ. وڻڪار.

**وَڻَ پَڪو؛** ذ. وڻ جو پڪل (ميوو)- شاخ.

**وڻ وڄائڻ؛** لاجواب ڪرڻ. ڪارنامو ڪرڻ.

**وِڻاند؛** ث. ٽِيتارو- ڏتيڙ. اٻٽٺت- وير وُروڌ.

**وَڻِجُ؛** ذ. تجارت- سوداگري- واپار. واپار جو مال- سودو.

**وَڻجارو؛** ذ. سوداگر- تجار.

**وڻج وهائڻ؛** خريد ڪرڻ- سودو. گهري وڻڻ.

**وڻاءُ، وِڻاهہُ؛** ذ. نقصان- هاڃو. اٻٽٺت. جوکو. جهيڙو.

**وڻاءُ وجهڻ؛** جهيڙو وجهڻ. دشمني ڪرڻ. ڦڏو وجهڻ. رنڊڪ وجهڻ.

**وَڻائڻُ؛** مر. پسند ڪرائڻ. چُونڊڻ.

**وَڻتَ؛** ث. پسندي- مرضي. خيال. چاهہ.

**وَڻجَڻُ؛** مر. مال خريدڻ. مُلهہ وٺڻ. وڻج واپار ڪرڻ.

**وَڻراهہ؛** ث. وڻ ٽِڻ. گهڻن وڻن واري جُوءِ. وڻڪارَ. وسندي.

**وَڻڪَ؛** ث (سن. ونڪ) رنگ. نمونو- جنس.

**وَڻڪارَ؛** ث. وڻن واري جُوءِ. وڻن جي ٽڊي ڇانءِ. وڻراهہ.

**وَڻندڙ؛** ص. پسند ايندڙ. ڀانءِ پوندڙ. دل کي وڻندڙ.

**وَڻندي؛** ث. پسندي. مرضي- رضا. خواهش.

**وَڻڻُ؛** مر. پسند اچڻ. ڀانئڻ. مرضي ٿيڻ. دل کي لڳڻ.

**وَڻي ڪائڻ؛** ڀاڻ ۾ ونڊي ورڇي ڪائڻ- نبيرو ڪرڻ.

**وِڻو؛** ذ. گهاءُ- زخم. ويڻ- طعنو. ڀاراتو.

**وَڻَ ويڙهي؛** ث. هڪ قسم جي ول (جيڪا وڻن تي چڙهي وڻن کي سُڪائي ڇڏيندي آهي)- بي ڀاڙي.

**وَڻي؛** ث. ننڍن وڻن جو جهڳٽو.

**وِٺواندُ:** ص. طعنا مهڻا ڏيندڙ. گلا خور. وِچ ويڙهائو. بدزبان. جهيڙو اٽڪائيندڙ. خوار خراب.

**وو:** ندا. او– اڙي! (سڏڻ جو آواز).

**وِواهُ:** ذ (سن) وهانءُ– شادي.

**ووٽُ:** ذ (انگ) راءِ. سياسي ۽ سماجي مسئلن ۾ راءِ جو اظهار.

**وَوڙِ:** ث. وچايل شيءِ جي ڳولا– وڙول.

**وَوڙَڻُ:** مر. ڳولا ڪرڻ. وڃايل شيءِ جي اوري پري ڳولا ڪرڻ.

**وَوڻُ:** ذ. ڪپهه جو ٻوٽو.

**وَوڻائيُون:** ث. فصل لهڻ بعد ووڻن جون سڪل ڪاٺيون.

**ووءِ ووءِ:** ث. هاءِ هاءِ! ڏک جي دانهن.

**وِويڪُ:** ذ (سن) اندر وارو– ضمير– مَنُ.

**وَه:** ندا (ف) واهه! شاباس!

**وَهه وهه:** ث. تعريف جا لفظ. واهه واهه! شاباس!

**وَهُه:** ث. چربي. گوشت جو سٿپ. هڏي جي مِکَ.

**وَهُه:** ذ. وهڪرو (پاڻيءَ جو). تيزي– تِکَ. جوش– امنگ. طاقت– زور. شوق– ڪاڏو– چِڪَ. درياءَ جي سيرَ– سمنڊ جي تِکَ.

**وِهُه:** ذ (سن. وِش) زهر– وِک– سَم. تمام ڪڙي شيءِ.

**وِهُه وجهڻ:** زهر وجهڻ. بنياد وجهڻ (جهيڙي جو). بُرائي ڪرڻ.

**وِهه جي ڳنڊ:** ص. فسادي– جهيڙو وجهائيندڙ.

**وَهابُ:** ص (ع) گهڻو بخشيندڙ. خداتعاليٰ جو هڪ صفاتي نالو.

**وِهائِڻُ:** مر. وِهه ڏيڻ– زهر ڏيڻ. نهوڙڻ. بيهوش ڪرڻ. نشو ڏئي خمار ۾ آڻڻ.

**وِهارُ:** ذ (سن) ٻڌ ڌرم جو عبادت گاهه.

**وِهارڻُ:** مر. هڪڙي هنڌ قائم ڪرڻ– کوڙڻ. کُپائڻ. سڪونت ڏيڻ. آرو ڪرائڻ. لڳائڻ (ڪم تي). وهاري ڪارائڻ.

**وهاري ڇڏڻ:** زوري وهارڻ. حوصلي مان ڪڍڻ. ڪيرائڻ (مقابلي ۾). سخت نقصان پهچائڻ. شڪست ڏيڻ. انتظار ڪرائڻ. بيڪار ڪرڻ.

**وَهارُو:** ص. واهه ڪندڙ– واهرو.

**وِهاڳُ:** ذ (سن) فراق– وڇوڙو. وڇوڙي جو غم. ويراڳ. هڪ راڳڻي جو نالو (جيڪا پرڀات جو ڳائي وڃي).

**وِهامَڻُ:** مر. گذري وڃڻ (وقت، رات).

**وِهانءُ:** ذ (سن. وواهه) شادي– پرڻو– عقد.

**وِهائو:** ذ. سمهڻ وقت ڪنڌ يا مٿي هيٺان رکڻ جو تڪيو– سراڻو.

**وِهاڻي:** ث. پرهه ڦٽي– پرڀات– فجر.

**وَهائڻُ:** مر. پاڻي جاري ڪرڻ (ٻني وغيره ۾). وهٽ (ڪي هر ڦار يا گاڏي گهاڻي ۾) هلائڻ. جوٽڻ (هرن ۾). ڳهائڻ (ڪم ۾). ذبح ڪرڻ (سِيرَ وهائڻ).

**وهائي ڇڏڻ:** هلندڙ پاڻيءَ ۾ ڇڏڻ. جاري ڪرڻ– کولڻ (پاڻي). سستي شيءِ مهانگي اگهه ۾ ڏيڻ. دوکو ڏيڻ– ٺڳڻ.

**وِهائڻُ:** مر. گذارڻ– لنگهائڻ. گذارڻ (رات). وقت پورو ڪرڻ. ملهه وٺڻ– خريدڻ– سَودڻ– وٺجڻ.

**وِهائُو:** ص. خريدار– سوداگر. (ذ) صبح وارو تارو "وهائو تارو"– عطارد.

**وِهائِي:** ث. اوٺر تي ورتل آنُ. ڪٺت– اوٺر. هڪڙي ويلي جو آنُ. رزق (ٻار ننڍ ۾ ڪلندو ته چوندا ته وِهائي تي ڪلائي).

**وَهَبُ:** ذ (ع) بخشش– عطا. سَخا.

**وَهبي:** ص. خدا جو ڏنل يا عطا ڪيل (علم، ذات).

**وَهٽُ:** ذ. سواري يا بار پريءَ ۾ ڪم ايندڙ جانور (گهوڙو، گڏهه، ڍڳو). ڍور– چوپايو جانور.

**وَهِٽ وانو:** ذ. ڍور ڏڳو. گهوڙو اُٺ.

**وِهِٽَ:** ٿ. ڪَڇ- ماپ (ڪپڙي جي). رٽ- اٽڪل.

**وِهِٽ ڪرڻ:** ڪڇ ماپ ڪرڻ. تور تڪ ڪرڻ. ڳڻ ڳوت ڪرڻ. رِٽ ڪرڻ.

**وِهٽَڻُ:** م. ڪڇ ڪرڻ- ماپ ڪرڻ (ڪپڙا). وڍڻ- ڪترڻ (ڪپڙو ماپ مطابق).

**وِهِجائڻُ:** م. وِينجهارڻ- ويچارڻ. معنيٰ پروڙڻ- مطلب ڪڍڻ (ڳجهارت جو). منجهيل مسئلي جو حل ڪڍڻ- سلجهائڻ.

**وَهَرَ:** ٿ. واهر- مدد.

**وَهُرَ:** ٿ. چوٻائي (ڳئُون، مينهن وغيره) ۾ ڦرجڻ جي چِڪَ.

**وَهُرَ ڪڻڻ:** لڳ جو خيال ٿيڻ. شهوت ٿيڻ.

**وَهُرجڻ:** م. چوٻائيءَ ۾ لڳ جي سَڌ ٿيڻ. ڦرجڻ جي چِڪَ ٿيڻ.

**وِهَرَ:** ٿ. سارين جي ٻج جو رونبو- ويراج.

**وِهراڄُ:** ذ. وِهرَ- رونبو.

**وِهَرڻُ:** م. سارين جي ٻج جو رونبو ڪرڻ.

**وَهَڙو، وَهڙو:** ذ. ننڍي عمر جو ڏاند. جُوان ڳابو. (ص) سٽروٽر- ٿلهو متارو. (وهڙي).

**وِهسَڻُ:** م. ڪلڻ- مشڪڻ. خوش ٿيڻ- سَرهو ٿيڻ. آرام حاصل ڪرڻ- سک پسڻ. مزو وٺڻ.

**وَهِڪَ:** ٿ. پاڻي جو وهڪرو. تِکَ- تيزي (پاڻي جي).

**وِهِڪَ:** ٿ. ويهڻ جو عمل- ويهڪَ. ٻينڪ- وهٽي.

**وَهِڪرو:** ذ. پاڻيءَ جو وَهڻُ. پاڻيءَ جي رفتار- رَواني.

**وِهڪَڻُ:** م. چوٻائيءَ جو ڪير سُڪائي وڃڻ- وهڪي وڃڻ.

**وِهڪيل:** ص. اُها ڏڳي يا مينهن جنهن جو ڪير گهٽجي وڃي.

**وِهلَڻُ:** م. ويڪرو ٿيڻ. پکڙجڻ. وڌڻ (جسم). ٿلهو متارو ٿيڻ.

**وَهلو:** ظ. جلد- تُرت- تکڙو- سُتت. (ٿ. وَهلي).

**وَهلُور:** ص. ويڳاڻو- آزردو. اُداس. بيزار. هٿ ڇُهڻ ڪان پري.

**وَهلُور وڃڻ:** وَنئون وڃڻ. پري ٿيڻ. ورچڻ. چڙ ۽ بيزاريءَ مان پاسو ڪرڻ.

**وَهَمُ:** ذ (ع) گمان- شڪ. ڊپ- خوف. انديشو.

**وَهِمي:** ص. پرمي. خيالي. وِسوسيو.

**وِهنجارَڻُ:** م. غسل ڪرائڻ. غسل ڏيڻ. تڙ ڪرائڻ.

**وَهنجَڻُ:** م. تڙ ڪرڻ. غسل ڪرڻ. مٿو يا لڱَ ڌوئڻ.

**وَهندڙ:** ص. هلندڙ- روان- جاري.

**وهندڙ پاڻي:** ذ. هلندڙ وقت- چالو زمانو. وقت جي رفتار. هلي چلي.

**وَهنوارُ:** ذ. ڏيتي ليتي. ڏنو ورتو. هلت چلت. هڪ ٻئي کي ڏيٺي وٺي بيباق ڪيل حساب. برابر (حساب ڪتاب ۾).

**وهنوار ڪرڻ:** سؤدي جي ڏيتي ليتي ڪرڻ. حساب ڪتاب چڪتو ڪرڻ- لٿ پٿ ٿيڻ. سؤدو ڪرڻ.

**وَهَڻُ:** م. جاري ٿيڻ (پاڻي، رستو). روان ٿيڻ (اوزار هٿيار). ڳهڻ- پورهيو ڪرڻ. لنگهڻ- گذرڻ. لڳڻ (هوا).

**وَهَڻُ:** ذ. واهڻ- ڳوٺ.

**وَهَڻائي:** ص. ڳوٺاڻو- دهقاني.

**وِهَڻُ:** م. ويهڻ. ويهي رهڻ- ترسڻ- ٽِڪڻ.

**وِهڻي:** ٿ. ويهڻ جو نمونو. ويهڪ.

**وَهُو:** ٿ. زال- گهرواري. عورت.

**وَهُو:** ص. وهندڙ (وهٽ)- سڪيل.

**وَهُو ڪرڻ:** ڪنهن وهٽ کي ڪم ۾ وهائڻ ڪان اڳ ڪيڙَ ڏيڻ- سيکارڻ.

**وَهَولَ:** ٿ. دهل جي هڪ وجت. دهل جي وجت تي

ناچ جو تارُ.

**وَهِي؛** ث. عمر- ڄمار. دڪاندار جي ليکي چوکي جو ڪتاب.

**وَهِي چڙهڻ؛** وڏي عمر ٿيڻ. جوانيءَ ڪان هٽڻ.

**وَهيٺو؛** ص. وس وارو- بااختيار. (ث. وهيٺي)

**وَهيو؛** ذ. پکيءَ جو هڪ قسم (جيڪو سرءَ جي موسم ۾ سنڌ ۾ لهي).

**وَئراڄُ. وَيراڄُ؛** ذ. زمين ۾ هٽ سان ٻيجو هڻڻ (خاص ڪري ساريون، بصر، بکر وغيره). سارين جو رونبو.

**وَئشا؛** ث (سن) بدپيشي عورت- رنڊي- ڪسبياڻي.

**ويءَ؛** ذ. چراگاه. رکَ ڪيل سائي جُوءِ (جتي مال چرڻ لاءِ ڇڏجي).

**وياڄُ؛** ذ. سُود- وٽو. نفعو- فائدو (قرض تي). اوڌر تي ڪنيل مال جو وياڄ.

**وياڄ خورُ؛** ص. وياڄ تي قرض ڏيندڙ- سُود خور.

**وياچَڻُ؛** م. واچڻ- مطالعو ڪرڻ. پڙهڻ- اورڻ.

**وياڪَرڻُ؛** ذ (سن) صرف نحو- گرامر.

**وياڪُل؛** ص (سن) حيران- پريشان. بيچين. گهبرايل. بيقرار.

**وياکيانُ؛** ذ (سن) تقرير- ليکچر. واعظ.

**ويامَڻُ؛** م. وير ٿيڻ- ڄڻڻ- ٻچو ڏيڻ.

**وياءُ؛** ذ. اولاد- ٻَڇ- نسل. ڪُڙم- ڪٽنب- آکهه.

**ويترَ؛** ظ. اڃان ٻه- گهڻو- وڌيڪ- زياده.

**ويٽو؛** ذ (انگ) گولائي ۾ ويڙهيل ويڙهو.

**ويٺلُ؛** ص. ويهي رهيل. ڪريل. جُهڪيل (زمين، پيٽ، وغيره).

**ويٺو؛** ص. ويٺل. ويهي رهيو.

**ويٺو رهڻ؛** گهڻيءَ دير تائين ويهڻ. انتظار ڪرڻ. واندو هجڻ. بيروزگار هئڻ.

**ويٺي ويٺي؛** ظ. اوچتو- فورا- يڪدم.

**ويڄُ؛** ذ (سن. ويد) طبيب- علاج ڪندڙ.

**ويجهہَ؛** ث. واڌ. برڪت. گهڻائي. اولاد ۾ واڌارو.

**ويجهائِي؛** ث. اوڏڙائي. عزازت.

**وَيجهَڙِ؛** ث. ويجهائي- اوڏڙائي. قرابت.

**ويجهو؛** ظ. نزديڪ- قريب. (ث. ويجهي).

**ويجهي ڇَڪَ؛** ث. آسپاس. اوڏڙائي.

**ويچارُ؛** ذ (سن) عقل يا سوچ جو استعمال. سوچ. خيال. ڌيان. غور- فڪر. ڳڻتي. انديشو- شڪ. اندازو- اٽڪل.

**ويچارا؛** ذ. شڪل ٺاهي نقل ڪرڻ.

**ويچارا ڏيڻ؛** اهل ڪرڻ- نقل ڪرڻ. چٻرا ڏيڻ.

**ويچارَڻُ؛** م. سوچڻ- غور ڪرڻ. سمجهڻ. دوراندیشي ڪرڻ. غور فڪر ڪرڻ. سوچ ويچار ڪرڻ.

**ويچارو؛** ص (ف. بي چاره) بي وسيلو- بيواهو. محتاج- مفلس. لاچار- بي وس. ٻالو ٻولو.

**ويچُوئو؛** ص. وچ وارو- ٺياڪر. امين- ثالث. دلال. قاصد. سڱاوتي ڪرائيندڙ.

**ويڇو؛** ذ. وٿي- دوري. سنڌو- ڏنگ. فرق- تفاوت. علحدگي. وڇوٽي.

**ويڇو وِجهڻ؛** جدا ڪرڻ. فرق ڪرڻ. نفاق وجهڻ.

**ويڇَڙو؛** ص. بدافعالي- بدلچڻ. ٻهر ڀيري. رولاڪ.

**ويڇي؛** ث. وٿي. سنڌو. وارڪائي- واندڪائي.

**وَيدَ؛** ذ (سن) هندن جا چار ڌرمي ڪتاب (رگ ويد، سام ويد، يجر ويد، اٿر ويد).

**وَيدُ؛** ذ (سن) طبيب- علاج ڪندڙ- ويڄ.

**ويدانتَ؛** ث (سن) هندو مت ۾ 'الک' جي ايڪائيءَ ان سان لڱون لائڻ جو فلسفو.

**ويڏَ؛** ث. زخم- گهاءُ.

**ويڌَنِ:** ث. تڪليف- آزار- پيڙا. بيماري- روڳ- مرض. مصيبت. ظلم- ڦهر.

**وير:** ث (سن. ويلا) وقت- مهل. دير- تاخير. وارو- دفعو- پيرو.

**ويران وير:** ظ. جڏهن پوءِ تڏهن (وڌ).

**ويرُ:** ذ (سن) دشمني- عداوت. بدلو. بغض- حسد.

**ويرَ وٺو:** ص. بدلو وٺندڙ. انتقام وٺندڙ.

**ويري:** ص. دشمن. مَٺ ڳهرُو. (ويرياٽي).

**وِيرَ:** ث. چنڊ جي ڪشش سبب سمنڊ ۾ پاڻيءَ جو چاڙهه (جيڪو هر روز ٿئي، پر چنڊ جي چوڏهين ۽ اناويهين رات تي وڏي وير چڙهي). اُٿل. وڏي اُٿل.

**ويروتار، وِيرئون تار:** ظ. مٿي ڪان به مٿي (پاڻي)- سامونڊي وِيرَ جي چاڙهه کان به گهڻو (پاڻي). ڪنان تار. تمام گهڻو- بي انداز.

**ويرُ:** ذ (سن) دلير- سورهيه- بهادر- سورمو. همزاد- جِنُ (جيڪو ٻئي کي نقصان پهچائڻ لاءِ جادوگر جي قبضي ۾ هجي).

**ويرَمُٺ:** ث. ٻئي کي جادو ذريعي مارڻ جو هڪ داءُ.

**وَيراڳُ:** ذ. ڏهاڳ. وڇوڙو- جدائي. ترڪ (آسائش، آرام وغيره). دنيوي خواهش کان بي تعلقي. لاڳاپا لاهڻ. نفرت- ڪراهت. جوڳ.

**ويراڳ وٺڻ:** دنيا کي ترڪ ڪرڻ. نفساني خواهشون ڇڏڻ. گوشي نشيني اختيار ڪرڻ.

**ويراڳڻِ:** ث. لوه يا ڪاٺي مان نهيل ننڍڙو صليب جنهن تي جوڳي ٻانهون رکي ٽيڪ ڏين. اُها ڪاٺيءَ جي ٽيڪ جيڪا ويراڳي ڌيان پچائڻ وقت پيشاني هيٺان ڏين.

**ويراڳِي:** ص. ويراڳ ورتل. وڇوڙي جو ماريل. دنيا کي ترڪ ڪيل. تارڪ. تپسي- جوڳي. هندو ساڌو فقيرن جو هڪ فرقو.

**وَيرانُ، وِيرانُ:** ص (ف) اُجڙيل- برباد. سُڃ.

**ويران ڪرڻ:** تباه ڪرڻ- برباد ڪرڻ. اُجاڙڻ.

**ويرانو:** ذ. غيرآباد هنڌ- سُڃَ.

**ويراني:** ث. بربادي- تباهي. سُڃ.

**وِيرتا:** ث (سن) بهادري- سورهيائي- شجاعت.

**ويرَمَ:** ث. وقت- مهل- ويلَ. ٿورو وقت. دير.

**ويرو:** ذ. ويرَ- دير- مهل. وقت- ٽائو.

**وِيڙِي:** ث. پاڻي جي ننڍڙي ڪُنڊڙي.

**ويڙهه:** ث. لڙائي- جنگ. جهيڙو. تڪرار.

**ويڙهاڪُ:** ص. وڙهندڙ. سورهيه- جنگجو. جهيڙائي.

**ويڙهاند:** ث. جنگ- لڙائي.

**ويڙهُو:** ص. وڙهندڙ- لڙاڪُو. جهيڙاڪار.

**ويڙهُ:** ذ. جهنگ- گهاٽو جهنگ. گهاٽن وڻن واري جُوءِ. هڪ قسم جي مُنڊي (ويڙهه مُنڊي).

**ويڙهيچو:** ص. جهنگ جو رهاڪُو. جهانگي. ساڳئي ويڙهي ۾ رهندڙ.

**ويڙهائڻُ:** م. لڙائڻ- لڙائي ڪرائڻ. جهيڙو ڪرائڻ.

**ويڙهڻ:** م. لپيٽڻ- وڪوڙڻ. سميٽڻ (سامان سڙو).

**ويڙهو:** ذ. چوڌاري لوڙهي ۾ آيل گهرن جو مجموعو (جن ۾ فقط ويجها مٽ مائٽ رهن). هڪڙي ڪٽنب يا خاندان جو پاڙو. لوڙهي سان بند ٿيل ڪاڪوس. سٽ وغيره جو ديرو.

**ويڙهي:** ث. سٽ، ڏاس، واڻ وغيره جي ديري.

**ويسُ:** ذ. پوشاڪ- لباس. وڳو.

**ويس بدلڻ:** وڳو مٽائڻ- ڪپڙا بدلائڻ. شڪل مٽائڻ- رُوپ بدلائڻ. بهرُوپ ڪرڻ.

**ويس ڌاري:** ص. روپ بدلايل. سانگ ڪندڙ- ڪردار- ائڪٽر.

**ويسارو:** ذ. ويسر- نسيان. ڀُل. وسري وڃڻ جي

بيماري. (ص) وساري ڇڏيندڙ. ويسر ڪاڌو. جنهن کي ويسر جي بيماري هجي. بي پرواهه.

**ويساڪُ:** ذ. سنبت سنه جو ٻيو مهينو.

**ويساند:** ث. ساهي- ويساهي. آرام. ڌاپو. فرصت.

**ويساهُ:** ذ. اعتبار- يقين- ڀروسو. عقيدو- ايمان.

**ويساهه گهاتي:** ث. واعدو ڪري ڦري ويندڙ. دولاب- ترڪت. بي ايماني- ٺڳي- ڪپت.

**ويساهه وڃائڻ:** پت ڪار پڃڻ. وعدي خلافي ڪري پاڻ کي ڏٺو ڪرڻ. دغابازي ڪرڻ. ويساهه گهاتي ڪرڻ.

**ويساهي، ويساهِي:** ث. ٿوري دير لاءِ ساهي. فرصت- واندڪائي. آرام- فرحت.

**ويسَرَ:** ث. ڀُل- چُڪ- غلطي. غفلت. نسيان.

**ويسرو:** ويسر وارو. غافل. (ويسري).

**ويسلو:** ص. بي خبر. غافل. ويسارو. ڳهلو. (ث. ويسلي).

**ويسوو:** ذ. زمين جي ماپ جو هڪ اندازو (جريب ۾ ويهه ويسوا ٿين)- گهُنٽو.

**ويسَهُ:** ذ. ويساهه- اعتبار- ڀروسو.

**وِيسِي:** ث. هڪ ويلي جي کاڌي جو اجورو يا خرچ.

**وِيسِي خور:** ص. ڪنجوس. ويسي نه ڏيندڙ.

**ويشنُو:** ص. هندن جو هڪ فرقو (جيڪو "ماس" ڪونه کائي).

**ويڪُ:** ص. ويڪر- ٻَرُ. ٻڪيڙ. ڪشادگي.

**وِيڪَ:** ث. عيب. خامي- اُوڻائي. عيب جُوئي.

**ويڪَرَ:** ث. عرض- ٻَرُ. ڪشادگي. وسعت.

**ويڪرائي:** ث. ٻَر. ڪشادگي. خلاصگائي.

**ويڪرائي ڦاڪَ:** ث. ڌرتيءَ جي چوڏاري ويڪر ۾ ڦري ايندڙ خيالي ليڪ.

**ويڪرو:** ص. موڪرو- خلاصو- ڪشادو. (ث. ويڪري).

**ويڪُو:** ص. وڪڻڻ لاءِ- وِڪري جو.

**ويگهُ:** ذ. زهر جو اثر. خمار. مٿي ۾ گهومات.

**ويڳاڻو:** ص. بيگانو- نڌڻڪو. اڪيلو. اُداس- ڏڪويل. ڪومايل. (ث. ويڳاڻي).

**ويڳرُ:** ذ. مرچ مصالحو (ٻوڙ ۾ وجهڻ لاءِ). وگر.

**ويڳو:** ص. ٻيءَ ماءُ مان ٿيل (ڀاءُ)- مائيٽو. ڏاريو. 'سڳو' جو ضد.

**وَيلُ:** ذ (ع) مصيبت- تڪليف. عذاب. آزار. ڪهر- ظلم. ناحق- ڏاڍُ.

**ويلَ:** ث (سن. ويلا) وقت- مهل- ٽائو. موقعو- وَجهه.

**ويلَ ڪرڻ:** مهل ڪرڻ- مدد ڪرڻ. ڏکئي وقت ۾ پرجهلو ٿيڻ.

**ويلُ:** ذ. ويڪر- ٻَرُ. ويڪرائي.

**وِيلُ:** ص. گذريل. اڳيون. ڇٽ- تباهه. هٽو. بيڪار. ردي- خراب. غريب. گم ٿيل. ڪِريل- گهٽ.

**وِيلڙو:** ذ. پيٽ ۾ وٽ پوڻ ۽ الٽي وغيره جي بيماري.

**ويلڻ:** ث. پير جي زخم سبب ڇڏن ۾ ٿيل ڳوڙهي.

**ويلڻُ:** ذ. ڪاٺيءَ جو گول اوزار (جنهن سان ماني ناهجي). اٽيءَ جو رُول.

**ويلو:** ذ (سن) وقت. مهل. ٽائو. هڪ وقت جي ماني. موقعو.

**ويلا ڪڍڻ:** بکون ڪاٽڻ- فاقا ڪڍڻ.

**ويلو ڪرڻ:** فوتيءَ جي گهر وارن جي هڪڙي وقت جي ماني ڪرڻ.

**وِيلو:** ذ. وَٽُ- مروڙو. پيٽ ۾ سُور ڪان وڪڙ پوڻ جي بيماري.

**وِيمو:** ذ (ف) ٺيڪو. ضمانت. ذميداري (هڪ هنڌان مال ڪٺي ٻئي هنڌ پهچائڻ جي)- جوکم.

**وَينتي:** ث. جُهڪڻ- جُهڪي سلام ڪرڻ. عاجزي- انڪساري- منٿ. عرض. التجا.

**وِنجهارُ:** ذ. موتين کي ونڌڻ جو ڪم ڪندڙ- حَڪاڪ. مٽڪن ۽ ڪچ مان ٻُڙا ٺاهيندڙ. ڳهن تي ٽِڪون چاڙهيندڙ. ڏاهو- هوشيار- سياڻو.

**وِنجهَرُ:** ذ. هڪ ذات جو نالو. وِنجهارُ.

**وِنڊو، وِنڊيو:** ذ. هڪ قسم جو ڳهه- نٿ. ننڍي نٿ. هڪ قسم جي مُنڊي. وِنگي ڀچ وارو ڪُنو.

**وِنگسَ:** ث. ڏداور زال. وڏن گهاٽن وارن واري سهڻي عورت.

**ويڻُ:** ذ. طعنو- مهڻو- اوپالو. پٽ پاراتو.

**ويڻ وجهڻ:** پٽ پاراتا ڏيڻ. طعنا مهڻا ڏيڻ.

**ويهَہ:** ص. ٻن ڏهاڪن وارو عدد (٢٠). ڪوڙي (اڳئين وقت ۾ ڳڻپ ڪوڙين جي حساب سان ٿيندي هئي: ٻه ڪوڙيون، چار ڪوڙيون وغيره).

**ويهارَڻُ:** م. وهاري ڇڏڻ- وهارڻ. سُوئر کي شڪار لاءِ ٿر (جهنگ) ۾ وهارڻ.

**ويهَڪِ:** ث. ويهڻ جي حالت- ٻيٺڪ.

**ويهڻُ:** م. ويهي رهڻ- وِهڻ. ڪپ ڪوڙڻ.

**ويهي رهڻ:** وِهڻ. جُهڪڻ (زمين). ٻهڻ- ڪِرڻ (جاءِ، ڇت، پت وغيره). پچي وڃڻ- کُپ ٿيڻ.

**ويهي وڃڻ:** پراڻو ٿيڻ (ڪوهه). جُهور ٿيڻ. ڪم ڪار جي لائق نہ رهڻ.

**وِيهُون:** ث. ”ويهن“ جي تعداد جا مجموعا (ٻه ويهون، پنج ويهون وغيره).

**ويهون وڃائڻ:** ڪنهن وڏي ڪم کي ڪاميابيءَ سان پورو ڪرڻ. دنگ ڪرڻ.

**وِيءُ:** ذ. مال جي چرڻ لاءِ رک ڪيل زمين. چراگاهه.

**ويءُ وِهائڻ:** سوداگري ڪرڻ. نفعي وارو تندو ڪرڻ.

**وِيَرِي، وِيَرِي:** ث (ع. بير) ننڍي کوهي. هيناهين ۾ کوٽيل ڪچي کوهي (جنهن ۾ ٿوري اونهائيءَ ۾ پاڻيءَ نڪري).



**هہ:** ث (اُچار ’هي‘) سنڌي ”الف- بي“ جو پنجاهون اکر. عربي جو ايڪيهون ۽ فارسي جو ستاويهون اکر. ابجد موجب عدد (٥).

**ها:** ث. هاڪار- اقرار. هائو- ائين- برابر. (ظ) درست- بجا.

**ها ڪرڻ:** اقرار ڪرڻ- مڃڻ- قبول ڪرڻ. هائوڪار ڪرڻ.

**ها ۾ ها ملائڻ:** شامل راءِ ٿيڻ. تائيد ڪرڻ. خوشامد ڪرڻ.

**هابِيلُ:** ذ (ع) حضرت آدم عليہ السلام جو پُٽ (جنهن کي سندس وڏي ڀاءُ قابيل قتل ڪيو هو).

**هاتارُ:** ذ. هڪ قسم جو جهنگلي جانور- چراخ. (ص) جلدباز- چالاڪ.

**هاتِفُ:** ذ (ع) غيب جو آواز ڏيندڙ فرشتو. غيب جو آواز.

**هاتڪُ:** ص (ع. حاذق) سمجهو- ڏاهو. داناءِ- سياڻو. قابل.

**هاٿي:** ذ. هڪ مشهور جانور- فيل.

**هاٿي ڏند:** ذ. عاج (هاٿي جا اڳيان ٻاهر نڪتل ٻہ ڏند). (ث. هاٿياٿي).

**هاڻي ڏند هڻڻ:** ظاهر ظهور سچو پڪو هجڻ.
**هالِي:** ث. بدني بيهڪ- قدبت. هندن ۾ مڙدي جا سڙيل هڏا ۽ رک.
**هاجرَه:** ث (ع) حضرت ابراهيم عليہ السلام جي ٻي گهر واري (حضرت اسماعيل عليہ السلام جي والده).
**هاڃو:** ذ. نقصان- ڇيهو- حرج. گهاٽو. تباهي. ظلم.
**هاڃا ڪرڻ:** ظلم ڪرڻ- ڪيسَ ڪرڻ.
**هادي:** ص (ع) هدايت ڪندڙ- رهبر- رهنما. مرشد.
**هارَ:** ث. شڪست- مات.
**هارجيتَ:** ث. کٽ هار. فتح شڪست.
**هارڪَٽَ:** ث. جُوئا يا راند ۾ جيتڻ يا هارائڻ.
**هارُ:** ذ. ڌاڳي ۾ پُوتل گُل، موتي يا جواهر- لڙهي- سَر. مالها- ڪنٺي.
**هارُسينگارُ:** ذ. ڪپڙا لٽا ۽ ڳهه ڳٺا پائڻ. ناهہ جوڙ- آرائش- تزئين.
**هارائڻُ:** م. شڪست کائڻ- مات کائڻ. بازي يا شرط هارائڻ. مغلوب ٿيڻ. ناڪام ٿيڻ.
**هارَپَ:** ث. هاريو.
**هاريو:** ذ. هارپ- ڪڙمت. هاريءَ جي وندي (پوک مان مليل حصو).
**هارِجُ:** ص (ع) روڪيندڙ- منع ڪندڙ. رنڊڪ وجهندڙ.
**هارِجُ ٿيڻ:** اٽڪاءُ ڪرڻ. روڪ ڪرڻ.
**هارجَڻُ:** م. ڪنهن ڳالهه مان ڪا شيءِ هيٺ ڪرڻ. شڪست کائڻ- مات ٿيڻ.
**هارمُونو:** ذ (انگ. هارمونيم) هڪ قسم جو باجو- باجو.
**هارَڻُ:** م. هيٺ ڪيرائڻ. اوتي زيان ڪرڻ. هارائڻ.
**هارِ وِيتَ، هار وِيرَ:** ث. اوت پوت- هڪڙي ڳالهه مان ٻئي ۾ لاهہ پاهہ.
**هارِي:** ص. هر ڪاهيندڙ- پوک ڪندڙ- ڪڙمي.
راند ۾ هڪڙي ٽر جو اڳواڻ. (ث) ڪيري ۽ آنياري پلي جي جوڙي (هاري ۾ ٻہ پلا ٿين). (ص) هارايل. ٽڪل- کهُيل (عورت).
**هاڙهہ:** ذ. آ ڪاڙ مهينو. آرهاڙ. سخت گرم (اونهارو). (ص) هاڙهو (ڇور).
**هاڙهو:** ذ. لس ٻيلي جي اولهہ ۾ جبل جي قطار. (ص) ڪاٽڪو (ڇور).
**هاڙهو حَبُ:** ذ. رڻ پٽ- بيابان. سُڃَ.
**هاڙهِي:** ص. راند جو اڳواڻ- هاري.
**هاڙهِي پيچِي:** ص. هاري ۽ ان جا ساٿي رانديگر.
**هاڙهيارو:** ص. پوک ۾ زوري ٽپي پوندڙ ڍور.
**هاسٽِل:** ث (انگ) شاگردن جي رهائش گاهه.
**هاسو:** ذ (ع. عصا) لٺ- ڏگهي لٺ. گوڙ گهمسان- ڌمچر.
**هاسيڪارُ:** ظ. ڇاڻي واڻي- هرويرو- ارادي سان.
**هاشِ هاشِ:** ث. اجائي تڪڙ- اٻهرائي- جلدائي.
**هاضِمُ:** ص (ع) هضم ڪندڙ. هضم ٿيندڙ (کاڌو).
**هاضِمو:** ذ (ع) هضم ڪرڻ واري ڦوت. تحليل (کاڌي جي).
**هاڪَ:** ث. ناموس- ساراهہ. ڌاڪو- دٻدٻو.
**هاڪارو:** ص. هاڪ وارو- نالي وارو. ڌاڪي وارو.
**هاڪارَڻُ:** م. هڪل ڪرڻ- للڪارڻ. مقابلي لاءِ سڏڻ. ڏوڪڻ- ڏوڪي وجڻ. حملو ڪرڻ- جلهہ ڪرڻ. ڪاهہ ڪرڻ. ٻيڙي ڇوڙي رواني ڪرڻ- ڪاهڻ.
**هالُ:** ذ (انگ) وڏو ڪمرو- دالانُ.
**هالا:** ذ. هڪ ذات جو نالو. حيدرآباد ضلعي ۾ هڪ شهر ۽ تعلقو.
**هالارُ:** ذ. سنڌ جي الهندين طرف واري جبلن جي قطار. ڪڇ- ڪاٺياواڙ جو الهنديون ڀاڱو جنهن ۾ جام نگر شامل (جتي جو رڱيل ڪپڙو سنو ۽ پڪي سني رنگ وارو).

**هالو:** ذ (ف) چنڊ جو پڙُ (جيڪو ڪڏهن ڪڏهن آسمان ۾ غبار سبب نظر ايندو آهي). اهو ڏاند جنهن جو هڪ سڱ هيٺ تي مڙيل هجي. نياڱو.

**هالو چالو:** ص. جهڙو تهڙو- رواجي- معمولي.

**هامُ:** ث. ذميداري جي دعويٰ. ٻَڌاڪ.

**هامَ هڻڻ:** وڏي هائو ڪار ڪرڻ. زوردار لفظن ۾ ذميداري جي دعويٰ ڪرڻ.

**هامِي:** ث. اقرار. ضمانت.

**هامِي پرڻ:** اقرار ڪرڻ- وعدو ڪرڻ. ذميداري کڻڻ.

**هان هُون:** ث. نٽ نٽاءُ. اقرار انڪار.

**هان هُون ڪرڻ:** نٽائڻ- بهانا ڪرڻ. گوٽتات ڪرڻ.

**هانبارو. هانيارو:** ذ. تڪڙا ساهه کڻڻ. ڊوڙڻ کان پوءِ وڏا ساه کڻڻ. سَهڪ.

**هانيارو هڻڻ:** وڏا ساه کڻڻ- وات ۽ نڪ مان ساه کڻڻ.

**هاندو. هانديو:** ذ. ڳائڻ وڄائڻ ۽ ناچ تماشي جو شاميانو وغيره. راڳ رنگ جي محفل.

**هانهُرَ:** ث. هِڪار ۽ ڪُڏَ (گهوڙي جي).

**هانءُ. هِنياءُ:** ذ. دل- هنيون- قلب. مَنُ.

**هانءُ ٺارڻ:** دل ٺارڻ- دل خوش ڪرڻ. بدلو وٺي پنهنجي دل خوش ڪرڻ.

**هانءُ لاهڻُ:** دل لاهڻ- بي همت ٿيڻ. نااميد ٿيڻ.

**هاڻِ:** ظ. هِينئر- هاڻي. هن وقت.

**هاڻُو:** ذ. چوپائي مال جو ڏاڙو هڻندڙ. ڦر ڪندڙ. ڏاڙيل- ڦورو.

**هاڻو ماڻو:** ص. واقف- گهاٽل ماٺل.

**هاڻوڪو:** ظ. هن وقت جو. هلندڙ دور جو. اڄوڪو. (ث. هاڻوڪي).

**هاڻي:** ظ. هن وقت- هينئر- فورا- يڪدم. هن حالت ۾. هن وقت ۾. اڄڪلهه. هينئر ۽ هن کان پوءِ.

**هاواڻو:** ذ. هُل- افواه. اڄڻ جي خبر. مقرر ڪيل وقت جو واعدو.

**هاوِي:** ث (ع) حاوي.

**هاها:** ث. هائوڪار. زباني جٽ- دڙڪو دهمان.

**هاهوُ هُوهوُ:** ث. هاها- جٽ ڦٽ- دڙڪو دهمان.

**هاءِ اسڪول:** (انگ. هاءِ= وڏو) ذ. پرائمري کان مٿئين درجي وارو اسڪول.

**هاءِ ڪورٽ:** ث. وڏي ڪورٽ. صوبائي سطح جي ڪورٽ.

**هاءِ. هائي:** ذ (ع) ڏک مان نڪتل آواز. افسوس.

**هاءِ هاءِ:** ث. بيماري يا تڪليف ۾ آواز. گهوڙا گهوڙا- واويلا. افسوس- ارمان.

**هاءِ ڏوس:** ث. گهوڙا گهوڙا- هل هنگامو. ماندائي- ٻاٽيتال.

**هائُو:** ذ. ٻارن کي اوچتو ڊيڄارڻ لاءِ آواز.

**هائِي:** ث (ع. حاوي) دوزخ- هاوي. سخت تپش. عذاب. آزار- مصيبت.

**هائِيءَ ۾ هجڻ:** حاوي ۾ هجڻ- باه ۾ هجڻ. عذاب ۾ هجڻ.

**هَبَڇَ:** ث. هَوس. گهڻو لوڀ. ڏيڻو نه ٿيڻ وارو حرص.

**هَبڇي:** ص. لوڀي- لالچي. گهڻو کائيندڙ.

**هَبڪَ:** ث. حجاب. ڊپ. ڳالهائڻ ۾ اٽڪاءُ. زبان ۾ اٽڪاءُ.

**هُبڪارَ:** ث. سرهاڻ- سڳنڌ- خوشبوءِ. هَڳاءُ.

**هَبڪَڻُ:** م. ڳالهائڻ ۾ هٽڪڻ. زبان ۾ رنڊڪ ٿيڻ. گهٻرائڻ.

**هِتِ:** ظ. هتي- هن هنڌ.

**هِتان:** ظ. هن هنڌ کان.

**هُتِ:** ظ. هُن هنڌ- هُتي.

**هَتَڪَ:** ث (ع) بي عزتي. گستاخي. توهين.

**هَتڪ آميز:** ص. بي عزتي وارو- گستاخي وارو.

**هتڪ ڪرڻ:** بي عزتي ڪرڻ- توهين ڪرڻ.

**هَتِيا:** ث (سن) قتل. پاپ- گناهہ. هچا- مصيبت.
**هَٿُ:** ذ. ٻانهن جو حصو (جنهن ۾ آڱريون ٿين)- دست- يَد. ڪپڙي وغيره جي ماپڻ لاءِ آڱرين جي چوٽيءَ کان وٺي ٺونٺ تائين ماپ.
**هَٿ اٽڪائڻ:** جهيڙو ڳنڍڻ. واسطو رکڻ.
**هٿ اچڻ:** لهڻ- حاصل ٿيڻ. ملڻ. دستياب ٿيڻ. ميسر ٿيڻ.
**هٿ ٻڌڻ:** منٿ ڪرڻ- خوشامد ڪرڻ.
**هٿ تنگ هئڻ:** پئسي ڏوڪڙ جي تنگي هئڻ.
**هٿ ٽنگڻ:** سوال ڪرڻ. پنڻ. محتاج ٿيڻ.
**هٿ ٺارڻ:** دل جي باهہ ڪڍڻ. زوراٽتا ڏک هٿي بدلو وٺڻ. سخت مار ڪڍڻ.
**هٿ پڄڻ:** دسترس ٿيڻ. وس هلڻ. رسائي ٿيڻ.
**هٿ پير ٺرڻ:** بيهوش ٿيڻ. حيرت ۾ پوڻ.
**هٿ پير هڻڻ:** ڪوشش ڪرڻ. ڪنهن مصيبت مان جند ڇڏائڻ لاءِ حيلا ڪرڻ. ڊڪ ڊوڙ ڪرڻ.
**هٿ جهلڻ:** هٿ کان وٺڻ. ڏيڻ وٺڻ يا اچڻ وڃڻ بند ڪرڻ.
**هٿ ڏئارڻ:** خدمت چاڪري ڪرڻ.
**هٿ ڏيڻ:** ڪنيڪار ڪرڻ. مدد ڪرڻ. قول ڏيڻ.
**هٿ ڊگهيرڻ:** سوال ڪرڻ. گهرڻ.
**هٿ رکڻ:** سرپرستي ڪرڻ. پنهنجو ڪرڻ. مدد ڪرڻ. پرگهور لهڻ.
**هٿ رڱڻ:** ڇڳيءَ طرح فائدو وٺڻ. مالا مال ٿيڻ.
**هٿ ڦيرڻ:** پلائي ڪرڻ. دلاسو ڏيڻ. ڇَٽ ٻڌڻ.
**هٿ ڪڍڻ:** واسطو ٽوڙڻ. دست بردار ٿيڻ.
**هٿ ڪرڻ:** حاصل ڪرڻ.
**هٿ کڻڻ:** دست بردار ٿيڻ- پچر ڇڏڻ.
**هٿ لائڻ:** ڇهڻ. استعمال ۾ آڻڻ.

**هٿ منجهڻ:** تنگدستي ٿيڻ.
**هٿ مهٽڻ:** پڇتائڻ- افسوس ڪرڻ- پشيمان ٿيڻ.
**هٿ ۾ هئڻ:** وس ۾ هئڻ- قبضي ۾ هئڻ.
**هٿ وٺڻ:** دستگيري ڪرڻ. سهارو ڏيڻ. رهبري ڪرڻ.
**هٿ هلائڻ:** ڪم ڪار ڪرڻ.
**هٿ هڻڻ:** پڇتائڻ- پشيمان ٿيڻ. افسوس ڪرڻ.
**هٿ اُڌار:** ث. قرض طور ورتل رقم. هٿو هٿ ورتل اوڌر. شخصي اعتبار تي ڏنل قرض.
**هَٿ اکر:** ذ. تحرير. پنهنجي هٿ سان لکيل اکر. لکيت.
**هَٿ جَس:** ث. سوڀ. لاڀُ. ڪاميابي.
**هَٿ جوڙَ:** ث. هٿ ٻڌڻ. عاجزي. نيازمندي. آزي نيازاري.
**هَٿ جوڙ ڪرڻ:** عاجزي ڪرڻ. عرض ڪرڻ. منٿ ميڙ ڪرڻ.
**هَٿ چُراند:** ث. حرڪت- ڪيچل- مستي. چُرچ.
**هَٿَ ڇُوٽ:** ص. خرچائو. فضول خرچ. سخي.
**هَٿَ ڏسَ:** ث. اشاري سان يا زباني طرح ٻڌائڻ. ڏسڻ سان ڪيل ڪم.
**هَٿرادُو:** ص. هٿ جو ناهيل- نقلي- جُڙتو. بناوتي- مصنوعي.
**هَٿڙي:** ث. هٿ ڪس. ڪنهن جي کيسي مان هٿ جي ڪيڏ سان ڪيل چوري. گهوڙي کي ٽنگ ۾ ٻڌل چمڙ جي پٽي.
**هٿڙي هڻڻ:** ڳنڍ يا کيسي مان ڪا شيءِ چوري ڪرڻ. کيسو ڪپڻ. مَلهہ ۾ ڪُپت وارو هٿ وجهڻ (مقابل ملهہ جو پير جهلي کيس دسڻ).
**هَٿَ شفا:** ث. طبيب جي علاج ۾ شفايابي جو اثر.
**هَٿَ ڦاڙ:** ص. اجايو خرچ ڪندڙ- فضول خرچ.

**هَٿ ڪڙولُ:** ذ. زنجير ۾ بدل لوهي ڪڙي جنهن ۾ ڪلف بہ هجي. هٿ ڪڙي.

**هَٿَ ڪڙي:** ث. هٿن جي ڪَڙي. ڏوهاري جي هٿن کي قابو ڪرڻ لاءِ ڪلف واري لوهي ڪڙي يا زنجير.

**هَٿَ ڪسَ:** ث. هٿ چراند. حرڪت. دست درازي. هٿڙي.

**هَٿَ گاڏي:** ث. هٿ سان ڌڪي هلائڻ وارو ٺيلهو. ٻارڙي کي گهمائڻ لاءِ ننڍڙو گاڏو.

**هَٿَ ناٽُ:** ذ. هٿن جو کيل. چالاڪي. حرفت بازي. ٺڳي.

**هَٿَنُ:** ذ. سرمايو. پونجي- مُوڙي.

**هَٿوپائي:** ث. هٿن سان ويڙهہ. هٿ ڪس. ڌڪ مُڪ.

**هَٿوراڙي:** ث. پٽ تي ڪريل يا وڃايل شي جي هٿن سان ڳولا.

**هٿوراڙيون ڏيڻ:** اونده ۾ هٿن کي هيڏانهن هوڏانهن هلائي ڪا وڃايل شيءِ ڳولڻ.

**هَٿوڙو:** ذ. وڏو مترڪو. لوهارڪي ڪم جو هڪ اوزار.

**هَٿوڙي:** ث. مترڪي. هٿ ڪڙي.

**هَٿ وَسَ:** ظ. پنهنجي وس ۾- پنهنجي اختيار ۾.

**هٿَ وَسيڪو:** ص. هنڌائي جاءِ تي قابو رکيل. پنهنجي وس ۾.

**هَٿو هَٿ:** ظ. هڪڙي هٿ کان ٻئي هٿ ۾. مٿان ئي مٿان. جلدي- ترت.

**هَٿي:** ث. مدد- واهر. حمايت- ٽيڪ. ناٺي جي مدد- موڙي.

**هٿي ڏيڻ:** حمايت ڪرڻ. ٽيڪ ڏيڻ. سهارو ڏيڻ.

**هَٿيارُ:** ذ. لڙائي ۾ ڪم ايندڙ اسلحو (تلوار، بندوق، ڀالو وغيره). لٺ ڌڪو.

هٿيار پنهوار: ذ. اسلحو (تلوار، ڀالو غيره).

**هَٿيڪو:** ص. مضبوط- سوگهو- قابو. هڪ جاءِ تي کُتل.

**هٿيڪو ڪرڻ:** سوگهو رکڻ- قابو رکڻ. محفوظ رکڻ.

**هَٿين:** ظ. هٿن سان.

**هٿين پوڻ:** هٿو پائي ڪرڻ. هٿن سان وڙهڻ. وڙهڻ- جهيڙو ڪرڻ.

**هٿين خالي:** ص. ٺلهو- سکڻو. سڃو.

**هَٿيو:** ذ. مُٺ- دستو- ڳَنُ. مُهرو.

**هَٽُ:** ذ. وکر وکڻڻ جي جاءِ- دڪان.

**هَٽائي:** ص. هٽ وارو- دڪاندار.

**هَٽُ ڪڍڻ:** سامان پکيڙي ڇڏڻ. گهرو سامان ڇڙوڇڙ ڪرڻ.

**هَٽ وائيو:** ذ. هندو دڪاندار. ٻڄٽو.

**هَٽائڻُ:** م. پري ڪري. سيرڻ- ريڙهڻ. لاهڻ (ملازمت کان). پسپا ڪرڻ- شڪست ڏيڻ. موٽائڻ. واپس ڪرڻ.

**هَٽَ تاڙَ:** ث. هٽن کي تالا هڻڻ. دڪانن کي تالا هڻي بازار جو ڪاروبار بند رکڻ- هڙتال.

**هَٽ تاڙ ڪرڻ:** هٽن دڪانن کي تاڙيون هڻڻ. ڪرف ڪڙا هڻي بند ڪرڻ. بازار جو ڪاروبار بند رکڻ. احتجاج طور دڪان بند ڪرڻ.

**هَٽڙي:** ث. ننڍو هٽ. سنڌ جي جدا جدا ڀاڱن ۾ ڳوٺن ماڳن ديهن جو نالو.

**هَٽَڪَ:** ث. اٽڪاءُ (زبان ۾). هَٻڪَ.

**هَٽِڪَڻُ:** م. هبڪڻ. دل من هٽڻ. گهبرائڻ.

**هَٽڻُ:** م. پري ٿيڻ. سرڪڻ- رڙهڻ. پوئتي ٿيڻ- موٽڻ. هار کائڻ. کسڪڻ. ايرو ٿيڻ. جوانيءَ کان موٽڻ. لاٽ کائڻ.

**هَٽي:** ث. ننڍڙو دڪان.

**هٽيءَ سارو هوڪو ڏيڻ:** وت آهر خرچ ڪرڻ. سگهہ سارو هلڻ.

**هَٺُ:** ذ (سن) غرور- وڏائي- آڪڙ. ضد. تعصب.

هاني- جسم- سرير.
**هَٽ سڄائي:** ث. تندرستي- چڱيلائي. صحتيابي.
**هَٽ سجو:** م. بيماريءَ کان آجو. تندرست- صحتمند- چڱو ڀلو. سجاڳ- خبردار. هوشيار.
**هَٽ ڪرڻ:** غرور ڪرڻ. ضد ڪرڻ.
**هَٺيلو:** ص. ضدي- هوڏي. متعصب. سرڪش- پاڻ زورو.
**هَپ:** ذ. هڪڙي ٿي پيري وات ۾ وجهڻ جو آواز- هُپو.
**هَپ ڪرڻ:** هڙپ ڪرڻ. وات ۾ وجهي کائي وڃڻ.
**هَپو:** ذ. لپو. لپ ڀري وات ۾ وجهڻ. گرانهہ- لقمو. وڏي لپ. وڏو گرانهہ.
**هِجَا:** ث (ع) اکرن جو اعرابن مطابق اُچار.
**هُجَت:** ث (ع. حجت) حجت- دوستيءَ واري گهرائي. اميد.
**هِجر:** ذ (ع) جدائي- وڇوڙو- فراق.
**هِجرَت:** ث (ع) جدائي. وطن کي هميشه لاءِ ڇڏڻ. نبي سڳوري جو مڪي کي ڇڏي مديني ۾ وڃڻ ۽ هميشه لاءِ اُتي رهڻ.
**هِجري:** ث (ع) نبي سڳوري جي هجرت کان شروع ٿيندڙ اسلامي سنہ.
**هُجَڻ:** م. موجودگي هئڻ- هئڻ. موجود رهڻ.
**هَجوَ:** ث (ع) مذمت- ڪُوار. بدگوئي. نِندا- گلا.
**هُجُوم:** ذ (ع) ڀيڙ- مجمعو- انبوہ.
**هَڄَڻ:** م. ڳهڻ- گهٽي ڪم سبب ٿڪجڻ. ساٺو ٿيڻ. ورچڻ. ڪهُجڻ.
**هَڇا:** ث (سن. هتيا) ڏوهہ- گناہ. پاپ. عذاب. مصيبت. مرض- روڳ.
**هَڇا پوڻ:** مصيبت پوڻ. شامت مٿان پوڻ.
**هَڇارو:** ص. قاتل- خوني. ظالم. ڏوهي- پاپي. گنهگار.
**هِڇڪ:** ث. لوڏو- لچڪ. ڌوڏو.
**هِچڪَڻ:** م. روئڻ. سُڏڪا ڀرڻ.
**هِچَڻ:** م. هُرڻ- دل سان لڳڻ- ڪُڪڻ. دل کي وڻڻ.
**هدايَت:** ث (ع) سڌو رستو ڏيکارڻ- دڳ لائڻ. رهنمائي- رهبري. نصيحت- فهمائش. حڪم- فرمان.
**هدايت ڪرڻ:** نصيحت ڪرڻ. سنئين رستي تي هلائڻ. طريقو سيکارڻ.
**هدايت نامو:** ذ. هدايتن جي سمجهاڻيءَ وارو ڪتاب.
**هَدَف:** ذ (ع) تير جو نشانو. نشان چٽڻ وارو دائرو يا ڪو نشان.
**هُدو:** ذ. ڪنهن وظيفي وغيره پڙهڻ جو مرشد کان مليل اذن.
**هُد هُد:** ذ (ع) هڪ قسم جو پکي.
**هَديو:** ذ (ع. هَديه) تحفو- نذرانو. ڪنهن متبرڪ چيز جي ملهہ ۾ ڏنل مناڻيءَ جي رقم.
**هَڏ:** ظ. هرگز- مُور- بلڪل- بنهہ.
**هَڏ:** ذ. وڏو هڏو. هڏو. رڏل چانورن ۾ رهجي ويل ڪچاڻ- پَساہ.
**هَڏ پچڻ:** مارڪٽ ڪرڻ. سخت سيڪت ڏيڻ.
**هڏ ڀيڙڻ:** سخت پورهيو وٺڻ.
**هَڏ ڪُرڪڻ:** ڪهڪاءُ اچڻ- قياس ٿيڻ. ڪَهل اچڻ.
**هَڏ ترِي:** ث. زوراور اُٺ کي نڪ ۾ مهار وجهڻ جي ڪاٺي.
**هَڏ ڏوکي:** ص. همدرد- گهٽگهرو. قياس ڪندڙ.
**هَڏ وَٽ:** ذ. رشتيدار -مٽ مائٽ. سڳا عزيز.
**هَڏ ڪاٺ:** ذ. قدبت- هاني. جسم جي بيهڪ.
**هِڏڪوئي، هِڏڪي:** ث. خشڪيءَ کان پيٽ مان نڪرندڙ آواز- هچڪي. ساروٽي. تانگهہ- سِڪ- چِڪ.
**هُڏڪارو:** ذ. مِرُون جي ٻولڻ يا ڪُرڪڻ جو آواز.
**هُڏڪو:** ذ. ڪُرڪو- ڪنجهڪو- چِنگهہَ.

**هَڏُ ڳَڏُ:** ذ. ننڍيا وڏا هَڏا. سڀئي عضوا.
**هڏ ڳڏ ڀڃڻ:** سڀ عضوا ۽ سنڌ ڀڃڻ. ڏاڍي مار ڪڍڻ. سخت سيڪت ڏيڻ.
**هَڏو:** ذ. هَڏُ- هَڏِي. نَريءَ جي هڏي.
**هڏوڳڏو:** ذ. ڪِن ڪَچرو.
**هَڏِي:** ث. ننڍڙو هڏو.
**هُڏي:** ث. جهٽڪ- تڙي- چڙپ. تُندي ءَ سان ڳالهائڻ. ڪاوڙ جو ڳالهاءُ. مغروري.
**هُڏِي ڏيڻ:** آڏو شوخيءَ سان ڳالهائڻ- آڏو تڙيءَ سان ڳالهائڻ. ابتو جواب ڏيڻ.
**هِذيانُ:** ذ (ع) بيماري يا بيهوشيءَ ۾ ڪيل ڳالهيون- وِتَلَ. بڪ بڪ.
**هَر:** ص (ف) سڀ- ڪوبه. هرهڪ.
**هَرُ:** ذ. زمين کيڙڻ جو اوزار.
**هر جوٽڻ:** زمين کيڙڻ لاءِ هر ٻڌڻ.
**هر ڏيڻ:** زمين کيڙڻ. صاف صفائي ڪرڻ.
**هُرَ:** ث. يادگيري. سارولي.
**هِراسُ:** ذ (ف) ڊپ- خوف- هول. دهشت.
**هراسان:** ص. ڊنل- خوفزده.
**هربار:** ظ (ف) هردفعي- ڀيري ڀيري- وري وري.
**هُربو:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر. ميٿي.
**هُرِتِڙِي:** ص (جمع. هُرتڙيون) هلڪڙي- رولو- هرجائي. هُوڙهه.
**هرتالُ، هرتالِي:** ص. هرتال جاڻندڙ. حرفتي. چالاڪ. مڪار.
**هَرجُ:** ذ (ع) نقصان- گهاٽو- ٽوٽو- خسارو.
**هرج پوڻ:** نقصان پوڻ. گهاٽو پوڻ.
**هَرجانو:** ذ. نقصان جو عيوضو- تاوان.
**هرجاءِ:** ظ (ف) هرهند- جتي ڪٿي- سڀ جڳهه تي.

**هَرجِنسَ:** ث. سڀ نمونا. سڀ قسم.
**هرحال:** ظ (ف) هرطرح- هرصورت- ڪنهن به طرح.
**هَردفعي:** ظ (ف) هرڀيري- ڀيري ڀيري سان.
**هردَم:** ظ (ف) هروقت- هر گهڙي.
**هِردو:** ذ (سن) مَن- دل- چت- خيال.
**هَرڌات:** ث. سيني ڌاتن مان گڏي ٺاهيل ٿانءُ يا هٿيار.
**هرروز:** ظ (ف) روزانو- هَميشه- روز روز.
**هَرڙائي:** ث. هلڪڙائي- خسيس پڻو.
**هَرسالَ:** ظ (ف) سال بسال.
**هَرسُوءِ:** ظ. هرطرف.
**هرصورت:** ظ. ڪنهن به نموني- ڪنهن به طرح. هرحال ۾.
**هرطَرفُ:** ظ (ف) هر پاسي- سيني پاسن. چوڌس.
**هَرڪاريو:** ص. سڀ ڪم ڪندڙ. هنرمند. هرڪم ۾ پورو.
**هِرڪَڻُ:** م. هِرڪڻ.
**هَرڪو:** ظ. سيڪو- هرمائهو.
**هرڪُ:** ذ. ڪپڙي جو هڪ قسم- پٽيو- لنو.
**هُرڪُرِ:** ث. اڻ تڻ- ڳِٽي- اُلڪو- آنڊ مانڊ.
**هِرڳَڻُ:** م. دل سُرڪڻ- دل ٽيڻ. موهجڻ. حرص ٿيڻ.
**هَرگِز:** ظ (ف) هرحيلي- ڪڏهن به- پڪيءَ- ٻنهه- مورُ.
**هرگهڙِي:** ظ. هروقت- هرويلي.
**هَرلحظي:** ظ. هروقت.
**هُرلو:** ذ. هيناهيءَ تان پاڻي اُپائي ٻنيءَ کي پهچائڻ لاءِ ڪاٺين مان ٺهيل مانڊاڻ- چرخو. اٽٽ.
**هَرماه:** ذ (ف) مهيني سِر مهيني- هرمهيني.
**هُرمچ:** ذ. پرت جو هڪ نمونو.
**هَرمُرو:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.
**هَرنو:** ذ (ڏهسنامو) هاٿيءَ جو ٻچو- هاٿي.

**هَرَڻُ:** ذ. بر جو مشهور جانور- غزال- آهُو- مرگهہُ.

**هَرڻ هماءِ:** ذ. هڪ خيالي پکي هُماءِ جيڪو متي آسمان ۾ اڏامي ۽ زمين تي ڪونہ لهي.

**هَرڻِي:** ٿ. هرڻ جي مادي.

**هِرَڻُ:** م. عادي ٿيڻ- هير پوڻ- مانُوس ٿيڻ. هِري مِري وڃڻ.

**هُرَڻُ:** م. ڪا ڳالهہ دل تي ترڻ (پر ياد نہ اچڻ)- ڪڪڻ. ياد نہ اچڻ (پر دِل سان لڳڻ).

**هَرُو پَرُوُ:** ظ. خواه مخواه- بنا سبب جي- راه گناه.

**هَرهِہ، هَرنهِہ:** ٿ. هر جي ڏگهي ڪاٺي (جيڪا پاڃاري سان ٻڌل هوندي آهي، ۽ اُن جي مٺ کي جهلي هر ڪاهبو آهي).

**هَرَ هَرَ:** ظ. وري وري- ڀيري ڀيري- ذري ذري- گهڙي گهڙي.

**هَرهڪ:** ص (ف) هڪ هڪ- هڪڙو هڪڙو- هرماڻهو.

**هَري:** ظ. آهستي- ڌيري- ڌرو.

**هَري هَري:** ظ. آهستي آهستي- ڌيرج سان.

**هَرِيڙُ:** ٿ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**هريو:** ص. ساوو- سرسبز- آباد. آلو- پنل- پُسيل. (ٿ. هَرِي).

**هُريو هُريو ڪرڻ:** پوک تان پکين کي اُٿارڻ لاءِ "هُريو هريو" جون هڪلون ڪرڻ. چيڙائڻ. خواري ڪرڻ. مشهور ڪرڻ.

**هَڙَ:** ٿ. ڪپڙي وغيره جي ڳنڍ. ٻُجڪي- پَڙي. پونجي- موڙي.

**هَڙَ ڪوسي ڪرڻ:** مال هٿ ڪرڻ. نفعو حاصل ٿيڻ.

**هَڙِياٽِ:** ٿ. ڄاڙي. ڪاڏيءَ وارو هڏو (جنهن ۾ ڏند پيچي بيهن).

**هڙُٻانيوڻ نڪرڻ:** ڳري ڪندا ٿيڻ. منهن يا جسم جو ماس روڙجي وڃڻ. بدن جا هڏا ظاهر ٿيڻ.

**هَڙُ ٻَڙُ:** ٿ. گهبراهٽ- پريشاني. واڳڙائي. بدحواسي. تڙ تکڙ. جلدبازي.

**هڙتالَ:** ٿ. هٿ تاڙ- احتجاجي اسٽرائيڪ.

**هَڙُپُ:** ذ. گرانهہ ڳيهڻ- هپو. ڳيٽ.

**هڙُپ ڪرڻ:** ڳيهي وڃڻ. کائي وڃڻ. هضم ڪرڻ. غبن ڪرڻ.

**هُڙُ چُڙُ:** ٿ. ٽُنڪو- بي آرامي. لوچ پوچ. چڙواڳي.

**هُڙڪَ:** ٿ. ڏڪڻي (تڏ ڪان).

**هُڙڪَڻُ:** م. ڏڪڻ- ٿڙڪڻ. ٿڌ يا سيءَ ۾ ڏڪڻ. بيماريءَ ۾ ڪمزوري يا بخار سبب چنگهڻ.

**هُڙي، هُڙهي:** ٿ. ننڍو جهنگل. رڪ ڪيل جهنگ (جنهن ۾ وڻ هجن).

**هُڙيو، هُڙهيو:** ذ. هڪ قسم جو پکي.

**هَزارُ:** ذ (ف) ڏهہ سئو- سهس.

**هَزارين:** ظ. هزارن جي تعداد ۾- بي شمار- لاتعداد.

**هَزَلُ:** ذ (ع) اڻنگي ڳالهہ. بيهودگي. ٺٺول. فحش مضمون وارو ڪلام.

**هَزل گوئي:** ٿ. ٺٺول وارو ڪلام.

**هَزِيمَتَ:** ٿ (ع) شڪست- هار. ڀاڄ.

**هَسُ:** ذ. ڳچيءَ ۾ پائڻ جو هڪ ڳهہ (چانديءَ جو وڏو ڪڙولو).

**هَسائِڻُ:** م. کِلائڻ- خوش ڪرڻ.

**هَست:** ذ (ف) هو آهي. هستي- وجود. زندگي. ڪائنات.

**هَست رنگِي:** ٿ (ف. هشت رنگي) گهڻن رنگن واري. گهڻن روپن واري ناز نخرا ڪندڙ (عورت). چالاڪ عورت. بدچال.

**هَستِي:** ٿ (ف) وجود. قيام- موجودگي. حياتي- زندگي. موجودات. مخلوقات. مجال- وس. طاقت.

**هَسِلي:** ث. ڳچيءَ وارو هـــڏو. ڳچيءَ ۾ پاتل جو هڪ ڳهه.

**هَسَڻُ:** م. کِلڻ. خوش ٿيڻ. خندو ڪرڻ. ٺٺول ڪرڻ.

**هَسو:** ذ. تِرَ وانگر جسم تي اُڀريل ڪاري ڳوڙهي (تِرَ کان وڏي).

**هَسوارُ:** ذ. سُوارُ. گهوڙي سوار.

**هُش:** ث (ف) ڪُتي ٻليءَ کي هڪلڻ جو آواز.

**هُش ۾ خوش ٿيڻ:** بيعزتي ۾ به خوش ٿيڻ.

**هَشاشُ:** ص (ع) خوش- سرهو- شاد.

**هَشاش بشاش:** ذ. خوش- سرهو. چڱو ڀلو- تندرست.

**هَشامُ:** ذ. انبوه- هجوم.

**هُشائِڻُ:** م. ويهارڻ (اُٺ)- جُهڪائڻ (اٺ).

**هَشت:** ذ (ف) اٺ (عدد).

**هشت پهلو:** ص. اٺ ڪنڊو.

**هُشڪارَڻُ:** م. ڇِڇ ڪرائڻ (ڪُتي جي).

**هُشناڪُ:** ص. خبردار- چالاڪ. هوشيار.

**هُشناڪي:** ث. خبرداري. سمجهه سوچ. هوشياري.

**هُشي:** ث. چُرِچ- حرڪت. چاڙهه- ٽيڪر. ڇِڇ.

**هُشي ڏيڻ:** ٽيڪر ڏيئي ڇِڇ ڪرائڻ. ٽيڪو ڏيڻ.

**هُشيارُ:** ص. خبردار- ڏاهو- سمجهو.

**هُشياري:** ث. خبرداري- ڏاهپ- سياڻپ.

**هَضَمُ:** ذ (ع) هضم ٿيڻ جي سگهه- هاضمو. پيٽ ۾ کاڌو ڳرڻ جي حالت.

**هضم ٿيڻ:** کاڌو جيورڻ. پيٽ ۾ ڳرڻ.

**هضم ڪرڻ:** پرايو مال کائي وڃڻ. غبن ڪرڻ.

**هَفتُ:** ذ (ف) ست (عدد).

**هَفت اَقليم:** ذ. ست کنڊ. ست بادشاهتون. ست ملڪ (قديم دور جون بادشاهتون: عرب، ايران، تُوران، هند، چين، مصر، يونان).

**هفت زبان:** ص. ست ٻوليون ڄاڻندڙ.

**هَفتو:** ذ. ست ڏينهن. ستن ڏينهن جو عرصو.

**هفتيوار:** ظ. هرهفتي- ستين ستين ڏينهن.

**هُڪَ:** ث. سَهڪو- وڏا ساهه کڻڻ. دم. اُٻس.

**هُڪِجَڻُ:** م. سَهڪڻ- ساهه پرجي پوڻ (ڊوڙڻ يا دم جي بيماريءَ ۾).

**هِڪَ:** ث. سٽ- چِڪَ- تانگهه. سِڪَ- اُڪير. پياس- اُساٽ.

**هِڪُ:** ص (سن) واحد- يڪ. اڪيلو. ڳاڻيٽي جو عدد (١)- ايڪو.

**هڪ ٿيڻ:** گڏجڻ- ٻڌي ڪرڻ. يڪمشت ٿيڻ. اتحاد ڪرڻ.

**هِڪُ ڪرڻ:** برابر ڪرڻ- مَٽ ڪرڻ. گڏائڻ. ملائڻ.

**هُڪُ:** ذ (انگ) لوهي ڪُنڊو (ڪپڙن وغيره ٽنگڻ لاءِ). بولٽ (دروازي جو).

**هَڪالڻ:** م. لـوڏڻ- لـوڏي ڪـڍي ڇڏڻ. ڌڪا ڏيئي ڪڍڻ.

**هِڪ پيرو:** ظ. هڪ دفعو. اوچتو.

**هِڪ ٽِڪَ:** ظ. گهُور وجهي ڏسڻ- لاڳيتو ڏسندو رهڻ. نظر کُپائي اک ڇنڀڻ کان سواءِ ڏسڻ. نشاني تي پورو- ٺُڪ.

**هِڪ پاسيرو:** ظ. هڪڙي پاسي تي. گوشائتو.

**هِڪجهڙائي:** ث. ساڳيائي- مشابهت. برابري.

**هِڪ جهڙو:** ص. ساڳيو- هوبهو. مشابهت رکندڙ.

**هِڪَ جيڏائي:** ث. هم عمري.

**هِڪَ جيڏو:** ص. هم عمر. سَرتو- جيسُ. دوست.

**هِڪدَمِ:** ظ (ف) يڪدم- جهٽ پٽ- تُرت. اوچتو- اچانڪ.

**هَڪَڙُ:** ص. ڳالهائڻ ۾ هبڪندڙ- ٻتڙ. ٻاتو.

**هَڪڙائڻ:** م. هيڪڻ. ياتائڻ. ياتو ڳالهائڻ.

**هڪڙو:** ص. هڪ- واحد. اڪيلو- چڙو. (ث. هڪڙي).

**هڪَ ڳَرو:** ص. هڪجهڙو. سدائين هڪجهڙو- ساڳيو (وهڪرو، حال).

**هڪَ ڪَنو:** ص. ڏيان سان (ٻڌڻ).

**هڪَ ڳالهہ:** ث. پڪي ڳالهہ. پڪو وعدو. مقرر ملهہ.

**هڪ هَٽِي:** ث. سيني دڪانن تي هڪڙو مقرر ڪيل اگهہ.

**هَڪَلَ:** ث. سڏ. پُڪار. زور سان سڏ جو آواز. للڪار. وهٽ وغيره کي هڪلڻ لاءِ تڙ.

**هڪل ڪرڻ:** خبردار ڪرڻ لاءِ سڏڻ يا آواز ڏيڻ. زور سان سڏ ڪرڻ.

**هڪ لڙهو:** ذ. هڪڙي لڙهي يا سَر وارو هارُ- هِڪ سَرو.

**هَڪلڻ:** م. هڪل ڏيڻ (وهٽ کي). تکو پنڌ ڪرڻ. تيز هلائڻ. ڊوڙائڻ. ڀڄائڻ (مکيون).

**هَڪلو:** ص. جنهن جي زبان ۾ اٽڪاءُ هجي (۽ ڪنهن لفظ يا اکر تي اٽڪندو هجي).

**هڪو:** ص. هڪڙو- هڪ. (ث. هڪي).

**هڪائي:** ث. هيڪڙائي.

**هَڪو ٻَڪو:** ص. حيران- وائڙو. بدحواس.

**هڪوٽو:** ص. هڪ سرو. هڪڙو تهہ (ڪپڙي وغيره جو).

**هَڪيو:** ص. حاضر. موجود. تيار.

**هَڪيو تَڪيو:** ص. هڪ مقرر ماڳ تي موجود.

**هڪي:** ث. نڙي- لُڪي.

**هُڳاءُ:** ذ. سڳند- سُرهاڻ- خوشبو. آواز- پڙلاءُ.

**هڳُ:** ذ. هڪ قسم جو پسارڪو وکر.

**هُلُ:** ذ. گوڙ- شور- دمچر- غوغاءُ. واڪو واڪاڻ.

**هُل حشر:** ذ. گوڙ گهمسان. واويلا. ٻاٽيتال. هنبس.

**هُل ڪرڻ:** گوڙ ڪرڻ- لُڙ ڪرڻ.

**هُلاچو، هُلچو:** ذ. گوڙ- غوغاءُ. پڙلاءُ.

**هَلاڪُ:** ذ (ع) موت. تباهي.

**هلاڪُ ڪرڻ:** مارڻ- قتل ڪرڻ.

**هلاڪَتَ:** ث (ع) فنا. موت.

**هَلاڪُ:** ص (ع. هَلاک) فنا. ڪهُيل- ٿڪل. بيزار. ورتل- خفي.

**هلاڪ ٿيڻ:** ورچڻ- ڪهجڻ- ٿڪجڻ. بيزار ٿيڻ- خفي ٿيڻ.

**هَلاڪِي:** ث. بيزاري. دقت- تڪليف. خفو. پورهيو. محنت. جفاڪشي.

**هِلالُ:** ذ (ع) پهرين تاريخ جو چنڊ.

**هَلان:** ث. اوچتو حملو- ڪاهہ- چڙهائي. جُلهہ.

**هلان ڪرڻ:** ڪاهہ ڪرڻ- چڙهائي ڪرڻ.

**هَلاهِل:** ذ (ع) هڪ قسم جو قاتل زهر (جنهن جو ڪوبہ علاج نہ ٿي سگهي).

**هَلائڻ:** م. حرڪت ڏيڻ- چورڻ. هڪلڻ. جاري ڪرڻ. هڻڻ (بندوق). شروع ڪرڻ. لوڏڻ- جنبش ڏيڻ. پنڌ ڪرائڻ.

**هَلَتَ:** ث. چال- روش. رواج- رسم- ريت. رويو.

**هلت چلت:** ث. چال چلگت. هلٽي چلٽي. افعال.

**هَلَتُ:** ذ. نار يا هرلي جو سمورو سامان. سامان سڙو- ٽپڙ ٽاڙي.

**هَلت هلڻ:** ڪم ڪار هلڻ. روزگار هلڻ. گهر جو سَنجت ٿيندو رهڻ.

**هَلچَل:** ث. ياچ. ڀڄ ڊوڙ. دنگو فساد. افراتفري. حڪومت جي خلاف تحريڪ.

**هَلَرَ:** ث. پوک جي وَلِ (سنگن) مان اَنُ ڌار ڪرڻ لاءِ ڍِڳن جي لتاڙ- ڳاهہَ.

**هَلِرِ بَدِڻ:** گهٽي اچ وچ ڪرڻ. ذري ذري اچڻ.

**هَلڪائِي:** ث. هلڪڙائي. وزن جي ٿورائي.

**هلڪائي ڪرڻ:** وزن گهٽ ڪرڻ. بار لاهڻ. آسان ڪرڻ.

**هَلڪو:** ص. گهٽ وزن وارو. گهٽ قيمت وارو- سستو. هلڪي طبيعت وارو- ٽرڙو. ڪم ظرف. ذليل. خسيس. حقير. ڪمزور- هيٺو. ناموزون. خفيف (ڏک)- اُڃاترو.

**هلڪو ٿيڻ:** بار پري ڪان آجو ٿيڻ.

**هلڪِڙائِي:** ث. ٽرڙائي. نيچ پڻو. ڪميڻپ.

**هَلنديِ:** ث. طاقت- پهچ- رسائي. پهچ- دست رس.

**هلندي پهچندي:** ث. طاقت ۽ اختيار. وس ۽ پهچ.

**هَلَڻُ:** م. چُرڻ- رڙهڻ. حرڪت ڪرڻ. وڃڻ- روانو ٿيڻ. پنڌ ڪرڻ- سفر ڪرڻ. جاري ٿيڻ. وهڻ (پاڻي). مرڻ. رائجُ ٿيڻ. وڪامڻ. ڇُٽڻ (بندوق).

**هليو اچڻ:** لاڳيتو رائجُ رهڻ. رواج ۾ هجڻ. سلسلو قائم رهڻ. حملي لاءِ اچڻ. بي ڊپو اچڻ.

**هليو وڃڻ:** روانو ٿيڻ- موڪلائڻ. ختم ٿي وڃڻ.

**هَلَڻِي:** ث. هلڻ جو نمونو. چال. رفتار.

**هُلَڻُ:** م. هُلي وڃڻ- مشهور ٿيڻ. پکڙجي وڃڻ (واقعو يا افواه).

**هَلَڻ مَلهڻ:** م. هلي پاڻ ملهائڻ (ڪنهن مقابلي ۾).

**هَلي مَلهي ڪرڻ:** اچي مچي ڪرڻ- مدد ڪرڻ- همراهي ڪرڻ.

**هَلوِيُون:** ث. اُٺ جي سينگار جا ڳهه ۽ ساز.

**هَلِي چَلِي:** ث. هلت چلت. ريت روش. رسم رواج. وهنوار (شادي مرادي جو).

**هَليلا:** ذ. ڇُوهارا- ڪتل- ڪارڪون.

**هَم:** ذ (ف) ساڻ- گڏ. خواه. ساڳيو. هوبهو.

**هَم آغوش:** ص. بغلگير- ڀاڪر پائڻ. ڀاڪر ۾.

**هم آهنگ:** ص. هڪ جهڙو آواز- ڳائڻ ۾ هڪڙوئي يڪو آواز. هم آواز.

**هَمُ:** ذ (ع) اوسيئڙو. ڳڻتي- فڪر.

**هَم غم:** ذ. فڪر انديشا. غم ۽ ڳڻتيون.

**هُما:** ذ (ف) هڪ قسم جو خيالي پکي (جيڪو سدائين اُڏامندو رهندو آهي. چون ٿا تہ جنهن ماڻهو تي ان جو پاڇو پوي اهو بادشاه ٿيندو).

**هَماليہ. هِماليہ:** ذ (سن) برف سان ڍڪيل مشهور جبل (جيڪو سڄي دنيا جي جبلن کان اُوچو آهي).

**هِمامُ:** ذ (ف) اُکرو. لوهي اُکرو.

**هِمام دَستو:** ذ. لوهي اکرو مهرو.

**هَمِ بِستري:** ث. عورت سان گڏ سمهڻ- جماع.

**هِمتائِڻُ. همتائڻ:** م. هَمت ٻڌائڻ. زور وٺائڻ. پنيرائي ڪرڻ- دل ٻڌائڻ.

**هِمَتَ:** ث (ع) طاقت- سگهہ. توفيق. پهچ- پهچندي. دليري- جرات.

**هَمت ڪرڻ:** دليري ڪرڻ. بهادري ڪرڻ. ڪوشش ڪرڻ.

**هَم پايہ:** ص (ف) ساڳئي رتبي جو. برابر (عهدي يا حيثيت ۾).

**هَم پيشہ:** ص (ف) ساڳئي ڌنڌي وارو- حريف.

**هَم جماعت:** ص (ف) ساڳئي ڪلاس يا درجي ۾ پڙهندڙ. ساڳي جماعت جو (ميمبر).

**هَم جِنس:** ص. ساڳيءَ جنس جو. ساڳئي قسم جو.

**هَمدَردُ:** ص (ف) ڏک سک جو ساٿي. غمخوار. ڏک ڀائي. گهٽگهرو.

**هَمدَردي:** ث. غمخواري. درد وَندي. ڀلائي.

**هَمدَم:** ص (ف) دوست- يار. رفيق- ساٿي.

**هَمذات:** ص (ف) ساڳي قوم يا ذات جو.

**هَمرازُ:** ص (ف) حال ياڻي- حال محرم. رازدان.

**هَمراهُ:** ص (ف) گڏ هلندڙ. ساٿي- رفيق. ٻيلي. حامي. واهرو.

**هَمراهي:** ث (ف) مدد. سات. واهر. پنيرائي.

**هَمرِڪابَ:** ص (ف) سوار سان گڏ هلندڙ- ڪنجڪي. سواري سان گڏ هلندڙ. هَمسفر. همراهه.

**هَمزادُ:** ذ (ف) گڏ ڄاول. ڄاڙو. هم عمر. اُهو جنُ يا فرشتو جيڪو ڪنهن ماڻهو سان گڏ پيدا ٿيو هجي ۽ سڄي ڄمار ان سان گڏ رهي.

**هَمزَبانُ:** ص (ف) هڪ آواز. هڪ زِبان. متفق. تائيد ڪندڙ.

**هَمزو:** ذ (ع) "الف" جي ٻي صورت جيڪا لفظ ۾ وچ ۾ اچي.

**هَمسائگي:** ث (ف) پاڙو- پاڙي جي ويجهائي.

**هَمسايہ:** ص (ف) پاڙيسري. پاسي وارو گهر. پرسان رهندڙ.

**هَمسَري:** ث (ف) برابري. هڪ جهڙائي- مساوات.

**هَمسَفر:** ص. گڏ مسافري ڪندڙ. ساٿي.

**هَمشِڪل:** ث (ف) ساڳي صورت وارو- هڪ جهڙي شڪل.

**هَمشِيره:** ث (ف) ڀيڻ (جنهن هڪ ئي ماءُ جو کير ڌاتو هجي). سڳي ڀيڻ.

**هَمعَصر:** ص (ف) ساڳئي وقت جو. ساڳئي زماني يا دور جو.

**همعُمر:** ص (ف) ساڳيءَ عمر جو- هڪ جيڏو.

**هَمقَدمر:** ص (ف) ساٿي- رفيق- همراه.

**هَم قلمُ:** ص (ف) ساڳئي قلم يا پيشي سان تعلق رکندڙ- مصنف. اديب.

**هَم قَومر:** ص (ف) ساڳيءَ قوم جو. هڪڙيءَ قوم جو.

**هَم ڪلامُ:** ص (ف) گفتگو ڪندڙ.

**هم ڪلامي:** ث. گفتگو- ڳالهه ٻولهه.

**هَم مَذهبُ:** ص. ساڳيو مذهب رکندڙ. هڪڙيءَ عقيدي وارو.

**هَم معنيٰ:** ص. ساڳيءَ معنيٰ وارو.

**هَم نامُ:** ص. ساڳئي نالي وارو.

**هم نشين:** ص (ف) گڏ ويهندڙ. دوست. ساٿي.

**هَمنَوا:** ص (ف) گڏ ڳائيندڙ. گڏجي ڳائيندڙ.

**هَموارُ:** ص (ف) سڌو (پٽ)- سَنڌريل (زمين).

**هَموَطنُ:** ص. ساڳئي وطن جو.

**هَموزَنُ:** ص (ف) ساڳي تور وارو- هڪ جيترو.

**هَمَہ:** ظ (ف) سڀ- ڪُل. سمورو- جملي.

**همه داني:** ث. هر ڳالهه جي ڄاڻ.

**هَمَيُون:** ظ. هميشه- سدائين. اڪثر- گهڻو ڪري.

**هِميائي:** ث (ف) اها ڳوٿري جنهن ۾ رپيا وغيره وجهي چيلهه سان ٻڌي ڇڏجي.

**هَميرُ:** ذ. سومرا گهراڻي جو مشهور حاڪم "همير سومرو". (ص) امير. پهلوان- سورهيه.

**هَميشگي:** ث (ف) سدائين هجڻ واري حالت- مدامي. قيام. بقا.

**هَميشَہ:** ظ (ف) سدا- سدائين- دائم. جڏهن ڪڏهن.

**هِنَ:** ض. اِنَ. انهيءَ.

**هِن سال:** ظ. هلندڙ سال ۾- هلندڙ وقت ۾.

**هُنَ:** ض. هُو- اُهو. اُنهيءَ.

**هَنياري:** ث (ع. عماري) هاٿي تي رکڻ جي هَودي (جنهن ۾ ماڻهو ويهن)- پالڪي.

**هَنياري رسڻ:** وڏي درجي کي پهچڻ.

**هَنبَسُ:** ذ. هَل- گوڙ. ڌمچر. گهوڙ گهمسان.

**هَنبَسڙا:** ذ. "ماتا" وانگر چمڙي جي هڪ بيماري.

**هَنبوڙي:** ث. دهل ۽ شرناءِ جي تار تي هڪ قسم جو ناچ.

**هنبوڙيون هڻڻ:** خوشيءَ ۾ نچڻ ٽپڻ.

**هَنبي:** ث. ديڳ رڌڻ لاءِ ڪاٺ جي وڏي ڏوئي- آني.

**هَنجهَ:** ث. گود- جهولي- آغوش.

**هَنجهُ:** ذ. هڪ قسم جو ڊانڊي پکي.

**هَنجهَ:** ث. هڪ قسم جو ڊانڊي پکي.

**هَنجهُون:** ث. لُڙڪ- ڳوڙها.

**هنجهون هارڻ:** ڳوڙها ڳاڙڻ- لڙڪ وهائڻ. روئڻ- ڌڪ ڪرڻ.

**هِندُ:** ذ. هندوستان- ڀارت.

**هِندِي:** ص. "هند" جو رهاڪو. (ث) "ڀارت" جي قومي ٻولي.

**هِندائُو:** ذ. ڇانهين- تربوز.

**هِندستان:** ذ. "هندو" قوم جو ملڪ- هند- ڀارت.

**هَندستاني:** ص. هندستان جو- هندي.

**هِندسَه:** ذ. "انگن" جو علم. جاميٽري ۽ رياضي جو علم.

**هِندُو:** ذ. "هند" جو رهاڪو. (ص) ڪارو (ماڻهو). (ث. هِندواڻي).

**هِندورو:** ذ. پِينگهو- جهُولو.

**هَنڌُ:** ذ. جاءِ- مقرر جاءِ. آستانو- ٺڪاڻو- ماڳ. گهر. بينڪ. کٽ يا پٽ تي وڇائڻ جو بسترو.

**هَنڌائتو:** ص. پوري هنڌ تي- صحيح جاءِ تي. ٺانيڪو.

**هنڌين ماڳيئين:** ظ. جتي ڪٿي- هرهنڌ.

**هَنڊائِڻُ:** م. چوڙڻ (ڪپڙو). پائڻ- پهرڻ (وڳو). سيبائڻ (دل کي). استعمال ڪرڻ (دل سان). عمل ڪرڻ. تپاس ڪرڻ (دل ۾).

**هَنڊو:** ذ. هڪ قسم جو ٽانءُ (وڏي هنڊي).

**هَنڊِي:** ث. ننڍو هنڊو- هڪ قسم جي ديڳڙي.

**هُنڊِي:** ث. رکيل ڏروات يا واپاري رقم جي ادائگي لاءِ ڏنل خاص چٺي (جنهن ۾ رقم جي انگ ۽ وٺڻ واري جي نالي اختيار ڏنل هوندو آهي).

**هُنَرُ:** ذ (ف) ڪنهن ڪم ۾ فن جي ڄاڻ. مهارت. ڪاريگري. هٿ جو پورهيو.

**هُنرمندُ:** ص. ڪاريگر. ماهر ڪاريگر. پورهيت.

**هنرمندي:** ث. ڪاريگري- مهارت.

**هَنگامو:** ذ (ف) هجوم- پيڙ. انبوهه- ماڻهن جو ميڙ. شور- هل. جهيڙو- فساد. وڳوڙ.

**هنگامو ڪرڻ:** گوڙ گهمسان ڪرڻ. فساد ڪرڻ. وڳوڙ مچائڻ.

**هَنگائِڻُ:** م. پاخانو ڪرائڻ. تنگ ڪرڻ.

**هَنگ ترڪان:** ث. تڪڙ- تڙ تڪڙ. ابهرائي. لوچ پوچ- بي آرامي.

**هِنگلاجُ:** ذ. لس ٻيلي (بلوچستان) ۾ ناني جبل ۾ جوڳ وارن فقيرن جي جاترا.

**هَنگڻُ:** م. ٽورو ڪرڻ- پاخانو ڪرڻ. آڻ ميڻ.

**هنگڻو:** ص. ڏڄڻو- بزدل. گيدي.

**هَنگي ڏيڻ:** ڏڄڻ. مجبور ٿيڻ. هارائڻ. شڪست کائڻ.

**هَنو:** ذ (ع) گهوڙي جو هڪ سنج. گهوڙي تي سواريءَ لاءِ ڪاٺ جو چمڙو چڙهيل چوُنڪو (جنهن تي سُوار سولو ويهي سگهي).

**هُنوز:** ظ (ف) اجان بہ- هن وقت تائين.

**هَنُومانُ:** ذ. هندن جو هڪ ديوتا (جنهن سيتا کي هٿ ڪرڻ ۾ رام جي مدد ڪئي هئي).

**هِنيون، هِينئون:** ذ. دل- قلب- مَنُ.

**هِنيون ڦاٽڻ:** بي انتها ڊپ ٿيڻ.

**هِنيون لاهڻ:** بي همت ٿيڻ- مڙسي ڇڏڻ. دل لاهڻ.

**هِٿڪارَ:** ث. گهوڙي جو آواز (جيڪو مالڪ کي ڏسي ڪري، يا ڪا طلب ڪري).

**هِٿڪارَڻُ:** م. هٿڪڻ- هٿڪار ڪرڻ.

**هِٿڪَڻُ:** م. هٿڪار ڪرڻ.

**هَٿِ گُڙ:** ث. هڪ قسم جي بلا- ڳَڻ (چون ٿا تہ زهريلي ساندي جو قسم آهي ۽ ٽپ ڏيئي وهٽ تي سوار کي بہ ڏنگي وجهي).

**هَٿَڻُ:** م. لڳائڻ (ڏڪ). ٺوڪڻ. کوڙڻ (ٽوٽي وغيره). پوکڻ (وڻ، ٽڏو).

**هٿندي مارِيندي:** ظ. ڏاڍي ڪوشش سان. وڏي تڪليف سان.

**هٿي هند ڪرڻ:** سوپارو ٿيڻ- ڪامياب ٿيڻ. نيت مطلب حاصل ڪرڻ.

**هَٿ هَٿان:** ث. جفاڪشي- محنت- جاکوڙ.

**هٿ هٿان ڪرڻ:** گهڻي ڪوشش ڪرڻ. ڏاڍي جاکوڙ ڪرڻ.

**هَوَ:** ث. ٿوري ذري.

**هُو:** ث (ف) "صدا" جيڪا مستي يا مجذوبيءَ جي حالت ۾ وات مان نڪري. نعرو. (ع) "الله" جو مخفف. (ض) ضمير غائب واحد لاءِ استعمال ٿيندڙ لفظ.

**هَوا:** ث (ع) باد- واءُ- پَوَن. بادي- ريح. حرص. وڏائي- غرور. آڪڙ- سيٽ.

**هواباز:** ص. هوائي جهاز اُڏائيندڙ.

**هوا بدلائڻ:** تندرستي يا سير سفر لاءِ ٻئي شهر يا ٻئي علائقي ۾ وڃڻ.

**هوادارُ:** ص. جتي چڱيءَ طرح هوا جو گذر ٿئي. خلاصو (گهر). واڪو. ڪليل (ميدان).

**هوا کائڻ:** هوا خوري ڪرڻ. چهل قدمي ڪرڻ. سير تفريح لاءِ ڪليل هند تي وڃڻ.

**هوا لڳڻ:** هوا جو اثر ٿيڻ. هوا جي خراب اثر سان بيماري ٿيڻ.

**هوائي:** ث. آتش بازي جو هڪ قسم. (ص) هوا وارو.

**هوائي جهاز:** ذ. هوا ۾ اڏامندڙ جهاز- طيارو.

**هوائي خبر:** ث. افواه. ڪوڙي خبر.

**هَواڙَ:** ث. ٿورو ذرو.

**هُوبَهُو:** ظ. ساڳيو- انهيءَ جهڙو. عين بين- نِس پِس.

**هوتُ:** ذ. بلوچن جو هڪ قبيلو (آري ڄام ۽ پنهونءَ جو قبيلو).

**هوٽَلَ:** ث (انگ) مسافرخانو- سراءِ. رهائش ۽ کاڌي جي سهولت واري جاءِ.

**هَودِي:** ث. پاڻيءَ جو ننڍو حوض.

**هوڏَ:** ث. شرط- بازي. ضد. تڪبر.

**هوڏ ٻڌڻ:** شرط رکڻ- بازي رکڻ. ضد ڪرڻ.

**هوڏِي:** ص. ضدي. هٺيلو. مغرور.

**هوڏانهن:** ظ. هن پاسي- هن طرف. هُتي.

**هورُ:** ذ (ع. هول) ڊپ- خطرو. وسوسو- وهم. اُدڪو- هرکرُ. ڳڻتي.

**هوراکورا:** ث. چورا کورا- آنڌ مانڌ. ڳڻتي.

**هورِي:** ث. هندن جو هڪ وڏو ڏينهن- هولي.

**هَوڙَ:** ث. ڏاٽ.

**هَوڙو:** ذ. ننڍي ٻيڙي- ٻتيلو.

**هُوڙهہ:** ص. ڪند ذهن- موڳو. جلدباز. اُبهرو. ٻئي جي چوڻ تي هلندڙ.

**هُوڙهائي، هُوڙهيائِي:** ث. موڳائي. تڪڙ- جلدبازي. اُبهرائي.

**هَوَسَ:** ث (ع) خواهش- سَڌ- لالچ- طمع. حرص. نفساني خواهش.

**هَوَسناڪ:** ص. لالچي- حريص.

**هُوسَ:** ٿ. بدنظر. حسد.

**هوسَڻُ:** مر. نظر هڻڻ. حسد واري نظر سان ڏسڻ. حسد ڪرڻ.

**هَوشُ:** ذ (ف) سمجهہ- شعور. فهم. سُرت.

**هوش اچڻ:** سياڻو ٿيڻ. بالغ ٿيڻ. عقل اچڻ.

**هوش اُڏامڻ:** عقل خطا ٿيڻ. بدحواس ٿيڻ.

**هوش خطا ٿيڻ:** حواس گم ٿيڻ. حيران ٿيڻ.

**هوش سنڀالڻ:** وڏو ٿيڻ. بالغ ٿيڻ.

**هوشمندُ:** ص. سياڻو- ڏاهو. عقل وارو. سمجهو.

**هوشيار:** ص. عقلمند- ڏاهو. داناءَ. خبردار. چالاڪ.

**هوشيار ڪرڻ:** خبردار ڪرڻ.

**هوشيارِي:** ٿ. ڏاهپ- دانائي- عقلمندي. عياري- چالاڪي.

**هوڪار:** ٿ. هڪل- سڏ. للڪارَ.

**هوڪارَڻُ:** مر. سڏڻ. سڏ ڪرڻ. للڪارڻ- ٻولائڻ. اڳتي وڌڻ. هڪلڻ (چوپاين کي).

**هوڪارو:** ذ. سڏ. للڪار. دانهن. نعرو.

**هوڪارن ۾:** ظ. موجن ۾- عيش ۾.

**هوڪِرو، هوڪِريو:** ذ. وڏي آواز سان سڏ. هوڪارو. گوڙ- هُل. سڏوسڏ. غوغاءُ.

**هوڪو:** ذ. سڏ. آواز- صدا. پڙهو- منادي.

**هوڪو ڏيڻ:** اعلان ڪرڻ. پڙهو ڏيڻ.

**هَولُ:** ذ (ع) ڊپ- خوف- دهشت. گهٻراهٽ. انديشو.

**هولناڪُ:** ص. خوفناڪ- دهشت ناڪ- ڀوائتو.

**هولِي:** ٿ. هندن جو هڪ ڏڻ (جنهن ۾ هڪ ٻئي کي رنگ هڻن).

**هُون:** ٿ. "هاڪار" جي معنيٰ ڏيڪاريندڙ آواز. اُٺ کي هڪلڻ واري هُونگ.

**هُون هان ڪرڻ:** ٽالائڻ لاءِ آڏا اُبتا جواب ڏيڻ.

**هُوندَ:** ظ. جيڪر- شايد.

**هُوندِ:** ٿ. مُوڙي- دولت- ناڻو. پچت- سگهہ.

**هُوندِ نہ شڪر:** ظ. هڙ نہ حاصل- سکڻائي. ڪجهہ بہ نہ.

**هُوندِ وارو:** ص. پنهنجي مُوڙيءَ وارو. شاهوڪار.

**هُوندي سُوندي:** ظ. پئسي هوندي. ملڪيت هوندي.

**هُونگَ:** ٿ. "هُون" جو آواز. ڍور ڍڳي کي هڪل. آواز ڪرڻ. سڏ. گوڙ- هُل.

**هُونگار:** ٿ. هُونگ.

**هُونگارڻ:** مر. اُٺ يا مال کي هڪلڻ لاءِ آواز ڪرڻ.

**هُونگارو:** ذ. "هُون" جو آواز. ڳائڻي سان گڏ جهيلَ سان سُرجهلائڻ.

**هونگارو جهلائڻ:** "ٽڙ- بيت" جي ڪچهري ۾ بيت ڏيندڙ سان بيت جي پڇاڙي ۾ جِهيلَ سان "ها" ڪرڻ.

**هُونگر:** ٿ. هُونگ.

**هُونگڙيُون ڏيڻ:** معصوم ٻارڙي جو خوشيءَ ۾ هٿ پير هڻڻ ۽ آواز ڪڍڻ.

**هُنهِين، هُونئِين:** ظ. اجايو- مفت ۾- خواهہ مخواهہ- هريرو.

**هوءِ:** فعل. هجي. (ض) هُو- اُهي.

**هُوَيدا:** ص (ف) ظاهر- عيان- نمودار. پيدا. واضح. چِٽو- پڌرو.

**هِهڙو:** ض. هن جهڙو- اِهڙو.

**هِهڙو تِهڙو:** ص. اجايو- نڪمو. رواجي.

**هُهڙو:** ض. هُن جهڙو- اُهڙو.

**هُهو، هاهو:** ذ. ڪند ۽ ڌُٽيءَ جي وچ وارو حصو.

**هُهي جو سُورُ:** ذ. ڌُٽيءَ جي نسن وارو سُور (جيڪو ڏکيي سُمهڻ سان ٿئي).

**هِٿان:** ظ. هِن هنڌان- هِتان.

**هَٿَڻُ**؛ م. ٿيڻ- هجڻ. جمڻ- پيدا ٿيڻ.

**هَٿو**؛ ض. ماضي بعيد ۾ واحد مذڪر.

**هَٿي هَٿي**؛ ندا. هاءِ هاءِ. عجب يا ڏک وارو آواز.

**هَٿو مَٿو**؛ ذ. جيڪي هجي- ڪوبہ جاندار.

**هَٿو مَٿو ٽرڻ**؛ اڪيلائي ٿيڻ- خلوت ٿيڻ. ماڻهو ڇيٽو وڃڻ.

**هِيانچو**؛ ذ. تِلي. تِلي وڌي وڃڻ جو مرض.

**هِيانءُ**؛ ذ. هِينئون- دل.

**هَيبَتَ**؛ ث (ع) خوف- دهشت. ڊپ- ڀَئو. رعب.

**هَيبتناڪ**؛ ص. ڊپ وارو- ڀوائتو- خوفناڪ.

**هيِترو**؛ ض. هِن جيترو.

**هيترو سارو**؛ ظ. حد کان وڌيڪ- تمام گهڻو.

**هيٺِ**؛ ظ. جُهڪيل- نميل. ڪريل. زمين تي. گهٽ درجي جو. تابع.

**هيٺ لَهڻ**؛ ڪجهہ هيٺ ٿيڻ. لهندي تي اچڻ. گهٽ ٿيڻ (اگهہ، پاڻي).

**هيٺ مٿي ٿيڻ**؛ گڏوچڙ ٿيڻ. لهڻ چڙهڻ. گم ٿيڻ.

**هيٺ مٿي ڪرڻ**؛ زيربار ڪرڻ. تنبيهہ ڪرڻ. جٺ ڪرڻ.

**هيٺان**؛ ظ. تري ۾. هيٺ. هيٺيون.

**هيٺاهون**؛ ظ. هيٺيون. هيٺ تي.

**هيٺاهين**؛ ث. لهندي- نشيب- پستي.

**هيٺ پَرو**؛ ظ. هيٺ تي. هيٺين پاسي تي. ڪجهہ هيٺ.

**هيٺ مٿاهين**؛ ث. ناهموار (زمين). اڻ سڌي. ڪڙٻڙ.

**هيٺ مٿي**؛ ظ. ناهموار- اڻ سنڌريل. گهٽ وڌ.

**هيٺيون**؛ ظ. هيٺ وارو. تر وارو. (ث. هيٺين).

**هيجُ**؛ ذ. انگل- ماٺو- لاڏ. چاهہ. پيار- قرب.

**هيجانُ**؛ ذ (ع) جوش. تيزي. زور- غلبو.

**هِيچُ**؛ ص (ف) نفرت جوڳو. بيهودو. اجايو. گهٽ.

**هيچمَدانُ**؛ ص. گهٽ عِلم وارو. نادان. بيوقوف.

**هيڏانہ. هيڏاهن**؛ ظ. هن طرف- هِن پاسي.

**هيڏاهن هوڏاهن**؛ ظ. هن هُن پاسي. اوري پري.

**هيڏاهن هوڏاهن ٿيڻ**؛ اوري پري ٿيڻ. هڪ هنڌ نہ ٽڪڻ. بيقراري ڪان اچ وڃ ڪرڻ.

**هيڏو**؛ ص. هن جيترو- هن جيڏو. (ث. هيڏي).

**هيڏي ڪرڻ**؛ ايڏي وڏي جٺ ڪرڻ.

**هَيڊَ**؛ ث. هڪ قسم جو ٻُوٽو جنهن جون پاڙون مصالحي طور ڪم اچن.

**هيڊُ**؛ ذ (انگ) اڳواڻ. اعليٰ آفيسر. آفيس جو اڳواڻ.

**هيرَ**؛ ث. عادت- گت- چال.

**هيراڪُ**؛ ص. عادتي- هريل- پانڌائي. علتي.

**هِيرَ**؛ ث (ع) ٿڌي هوا سج اُڀرڻ کان اڳ واري فرحت ڏيندڙ هوا. وسڪاري کان پوءِ لڳندڙ هوا.

**هيرِ ڦيرِ**؛ ث. بدل سدل. متاستا. دوڪو- ٺڳي- فريب.

**هيرَڻُ**؛ ذ. هڪ قسم جو وڻ ۽ ٻج.

**هيرو**؛ ذ. اهو چرچي وارو ڳيچ جنهن ۾ ڪنواريتن طرفان گهوٽيتن کي گاريون ۽ ڪچا وڻ ڏنل هجن.

**هِيرو**؛ ذ. هڪ قسم جو قيمتي پٿر- الماس- رتن.

**هيڙهو**؛ ذ. هڪ قسم جو پکي.

**هيسَ**؛ ث. ڊپ وارو دباءُ- سختي. جٺ ڦٽ. رعب تاب.

**هيسائڻُ**؛ م. ڏڙڪو داٻ ڪرڻ. مرعوب ڪرڻ. خوفزده ڪرڻ. ٻيجارڻ.

**هيسَڻُ**؛ م. دٻائڻ. ڊپ وارو دٻاءُ وجهڻ. ٻنجارڻ.

**هَيضو**؛ ذ (ع) هڪ قسم جي وچڙندڙ بيماري (جنهن ۾ دست الٽيون ٿين).

**هيڪُ**؛ ص (سن. ايڪ) هِڪُ (عدد).

**هيڪ هيڪائي ڪرڻ**؛ هڪڙي ڳالهہ ڪري نبيرو ڪرڻ. صاف صاف چوڻ. هڪڙو نيصلو ڪرڻ. تعلق ٽوڙڻ.

**هيڪار:** ظ. هڪڙو پيرو- هڪ دفعو- هڪوار.
**هيڪاري:** ظ. اجان بہ وڌيڪ. اجان بہ.
**هيڪاندَ:** ث. گڏجاڻي- ميلاپ. هڪ ٿيڻ واري حالت. هيڪڙائي.
**هيڪاندو:** ظ. گڏيل- يڪو- سڀ. تمام گهڻو. (ث. هيڪاندي).
**هيڪَرَ:** ظ. هڪ پيرو- هيڪار.
**هيڪڙائي:** ث. هڪ هئڻ جي حالت. وحدت. خداتعاليٰ جي هڪ هئڻ جو عقيدو.
**هيڪَلَ:** ث. هڪڙو پيرو. (ص) اڪيلو- ڇڙو.
**هَيڪَلُ:** ذ (ع) بتخانو. يهودين ۽ پارسين جي پوڄا جو گهر.
**هيڪلائي، هيڪلِائي:** ث. اڪيلائي. واندڪائي- فرصت.
**هيڪلو، هيڪلو:** ص. اڪيلو. ڇڙو. (ث. هيڪلي، هيڪلي).
**هيڪلَ:** ص. اڪيلي سِر- اڪيلو. (هيڪلي).
**هيکل وَسُوڙو:** ص. ڇڙوڇانڊ- اڪيلو. ويچارو.
**هيگلو:** ص. اڪيلو. ڇڙو. (ث. هيڪلي).
**هيلُ:** ظ. هن سال- هلندڙ مُندَ ۾. هن مند ۾.
**هيلوڪو:** ص. هن سال جو. هاڻوڪو.
**هَيَلُ:** ص. ٽڪل- ساڻو- ماندو. ڍِلُ- هيسيل.
**هينگَ:** ث. گڏھ جو آواز.
**هينگُون ڪرڻ:** گڏھ وانگر دانهون ڪرڻ. ادنگو ڳالهائڻ.
**هينئَر:** ظ. هن مهل- هن وقت. فورا- يڪدم. هاڻي جو هاڻي. اڄ ڪلھ- موجوده وقت ۾.
**هيڻائي:** ث. ڪمزوري- ايرائي- نِستائي.
**هيڻو:** ص. ڪمزور- نِبل. ڏٻرو- ايرو. بي پهچ. (ث. هيڻي).
**هيڻي وَهي:** ث. زبون حالي. پيري- ٻڍاپو.
**هَيُولِيٰ:** ذ. (ع) ڏيک- نظارو.
**هَيهات:** ندا (ع) هاءِ هاءِ- افسوس.
**هَيئَت:** ث (ع) بناوت. صورت- شڪل. ڪيفيت. حالت. آسماني تارن سيارن وغيره جو علم.

# ء

**ء:** ذ (ع) ("اُچار" الف همزو) سنڌي "الف- بي" جو ايڪونجاهون اکر. عربي جو ستاويهون اکر. لفظن جي وچ ۾ 'الف' بدران ڪم ايندڙ اکر (مثلا: فائدو، قرئت وغيره).
**۽:** حرف جملو. ٻيو- وڌيڪ.

# ي

**ي:** ث (ع) (اُچار "يي") سنڌي "الف- بي" جو ٻاونجاهون اکر. عربي جو اٺاويهون ۽ فارسي جو ٻٽيهون اکر. ابجد موجب عدد (۱۰)
**يا:** ذ (ف) ياد- خواهہ.

**يا:** ندا (ع) اي!
**يا خدا:** ندا. اي الله- اي خدا!
**يانصيب:** ندا. (قسمت آزمائي وقت چوندا) ڪٿن منهنجا ڀاڳ! جٿن نصيب ۾ هوندو.
**ياترا:** ث (سن) درشن- جاترا (زيارت). تيرٿ.
**ياجُوج ماجُوج:** ذ. يافت بن نوح جي ٻن پٽن جا نالا (جن جو ذڪر قرآن شريف ۾ اچي ٿو). (ص) فسادي. گهڻو ڪاٿيندڙ.
**ياد:** ث (ف) سارونڻي- سارَ- يادگيري. (ظ) حفظ- بر زبان.، زباني ورد.
**ياد آوري:** ث. ياد ڪرڻ- يادگيري. خبرگيري.
**ياد اچڻ:** ذهن ۾ اچڻ. خيال تري اچڻ. دل ۾ ڦرڻ.
**ياد رکڻ:** خيال ۾ رکڻ. ڌيان ۾ رهڻ. نه وسارڻ.
**ياد ڪرڻ:** وري وري نالو وٺڻ. سارڻ- سنڀالڻ. حفظ ڪرڻ،
**يادداشت:** ث (ف) حافظو. يادگيريءَ لاءِ لکيت. تفصيل- وچور.
**يادگار:** ذ (ف) اها چيز (تحفو، اڻاوت، نشان وغيره) جيڪا ياد ڏياريندي رهي. آثار- نشان.
**يادگيرو:** ذ. يادگيري.
**يادگيري:** ث (ف) سار- سنڀار- ياد. ياد ڪرڻ وارو خيال.
**يار:** ذ (ف) دوست- سنگتي. ساٿي. محبوب. آشنا (عورت جو).
**يارانو:** ذ. دوستي- سنگت- ياري. قرب- پيار.
**ياراڻي، ياراڻي:** ث. دوستي- سنگت- ياري. قرب- پيار.
**يارهين:** ث. غوث اعظم سيد عبدالقادر جيلاني جو عرس (جيڪو ربيع الثاني جي يارهين تاريخ ٿئي).
**ياري:** ث. دوستي- سنگت. قرب جو ڳانڍاپو. الفت. آشنائي.
**ياري باشي:** ث. دوستي. ملاقات ۽ ڪچهري.
**ياس:** ث (ع) نااميدي. مايوسي. نراسائي. افسوس. انديشو- ڊپ.
**ياسمين:** ذ (ف) هڪ خوشبودار گلُ- جاءِ جو گل- چنبيلي.
**ياسين:** ث (ع) قرآن شريف جي هڪ سُورة.
**يافت:** ث (ف) آمدني. حاصلات. نفعو.
**ياقُوت:** ذ (ع) هڪ قسم جو قيمتي هيرو- لعل.
**ياقُوتي:** ث. هڪ قسم جي معجون جيڪا جواهرات مان ٺهي.
**ياڪي:** ص. بيوفا- بي پرواهه. اڪيلو. آزاد.
**ياور:** ص (ف) مددگار. دوست- يار.
**ياوري:** ث. دوستي- مددگاري. حمايت. خدا جي طرفان امداد.
**ياوه:** ص (ف) بيهودو. اجايو.
**ياوه گوئي:** ث. بيهوديون ڳالهيون. اجايون ڳالهيون. بڪواس.
**ياهه:** ذ. جماع. لڳ.
**ياهُو:** ص. گهڻو جماع ڪندڙ.
**يَتيم:** ذ (ع) چورو ٻار (جنهن جا ماءُ پيءُ مري ويا هجن). لاوارث.
**يَتيم خانو:** ذ. اها جاءِ جتي يتيمن کي رهايو وڃي.
**يَتيمي:** ث. چورڙائي.
**يَٽ:** ذ. ٻٽاڪ- ڌاڙ- ڙٽ.
**يَٽ شٽ:** ذ. ڌاڙ ٻٽاڪ- گشو پٽو.
**يَثرب:** ذ (ع) مديني منوره جو آڳاٽو نالو.
**يَحيٰ:** ذ (ع) هڪ نبي سڳوري جو نالو.

**يَخ:** (ف) سخت برف. پارو (سرديءَ ۾ ڄميل پاڻي).
**يَخني:** ث (ف) گوشت جو شورو. خاص سنڌ ۾ تورن چانورن ۾ رڌل گھڻي گوشت وارو پُلاءُ.
**يَخورو:** ذ. لذيذ ڪاڌو. سٺيو ڪاڌو. مال مليدو.
**يَخِي:** ث. جھڳي- بَڪ. گھڻو ۽ بيفائدو ڳالهائڻ- بڪواس.
**يَدُ:** ذ (ع) هٿ- دست.
**يَد بَيضا:** ذ. چمڪندڙ هٿ (حضرت موسيٰ جو معجزو جو پاڻ هٿ بغل ۾ وجهي ڪڍندو هو ته اهو هٿ چمڪندو هو).
**يَد طُوليٰ:** ذ. ڊگھو هٿ. دسترس- پهچ- رسائي. مهارت.
**يُڌِ:** ث (سن) لڙائي- جنگ- جُڌ.
**يَرغمالُ:** ذ (ف) ڪو ماڻهو ضمانت طور پاڻ وٽ رکڻ- اولَ.
**يَرقانُ:** ذ (ع) "سائي" جو مرض (جنهن ۾ اکيون ۽ بدن هيڊا ٿي وڃن).
**يَزدانُ:** ذ (ف) خداتعاليٰ. (آتش پرست قوم جي عقيدي موجب) خير جي قُوت (۽ "آهرمان" شر جي قوت).
**يَزِيدُ (بن معاويہ):** ذ (ع) بنو اُميه گهراڻي جو حاڪم (جنهن جي حڪمراني ۾ حضرت امام حسين رضہ کي شهيد ڪيو ويو).
**ياسِينَ:** ث (ع. يَسين) ڪلام پاڪ جي هڪ سورت.
**يَشِي:** ث. ڪُتي جي پوئڪ- ڏڙهي.
**يَشيون ڏينھ:** ڏڙهيون ڏينھ- ڪُتي وارا جهٽ وجهڻ.
**يَعقُوبُ:** ذ. هڪ نبي سڳورو (جيڪو بني اسرائيل جو وڏو ڏاڏو هو).
**يَعنِي:** ذ (ع) مطلب ته- معنيٰ ته.
**يَقِينُ:** ذ (ع) اعتبار- ويساهه. ڀروسو. دلجاءِ.
**يقين ڪرڻ:** اعتبار ڪرڻ- ڀروسو ڪرڻ. ويساهه ڪرڻ. پورو اعتقاد رکڻ.
**يَقينا:** ظ (ع) پڪ سان- بيشڪ- اعتبار جوڳو. يقين سان- ڀروسي سان.
**يقيني:** ظ. ضرور- پڪ سان. يقينا.
**يَڪ:** ص (ف) هڪ- واحد. هڪڙو (عدد).
**يَڪ ۾ يَڪ:** ظ (ف) اوچتو- ناگھان. اتفاق سان.
**يَڪتا:** ص (ف) اڪيلو- هڪڙوئي. نرالو- انوکو. پنهنجو مٽ پاڻ.
**يَڪتارو:** ذ (ف) هڪ تنديا تار وارو هڪ قسم جو ساز (جنهن ۾ هڪڙي تند ٿئي ۽ ڪافيون ڪلام ڳائيندڙ عموما آس لاءِ ڪڻن ۽ ساڄي هٿ جي ڏسٽي آڱر سان وڄائين).
**يَڪجا:** ص (ف) هڪڙي هنڌ گڏ- هڪ جاءِ تي گڏيل.
**يَڪ جِهَتِي:** ث (ف) اتحاد- اتفاق. ٻڌي- ايڪو.
**يَڪ چَشَمِ:** ص (ف) هڪڙي اک وارو- ڪاڻو.
**يَڪدِل:** ص (ف) متفق. همدم.
**يَڪدَمُ:** ظ. بروقت- تهتا- جلد- ترت.
**يَڪراءِ:** ظ. هڪ صلاح. (ث) هم آواز.
**يَڪرنگ:** ص. هڪ قسم جو- هڪ جهڙو.
**يَڪرَنگي:** ث (ف) اندر ٻاهر هڪ جهڙي هلت. اتحاد- دوستي.
**يَڪسان:** ص (ف) هڪجهڙو- ساڳيو. هڪڙي ئي قسم جو.
**يَڪسانِيَت:** ث. هڪ جهڙائي. برابري. ساڳيائي. مشابهت.
**يَڪ سُخن:** ص. انجام جو پڪو. واعدي جو پورو.
**يَڪ سَر:** ص (ف) سمورو- بلڪل- سڄو سارو. (ظ) فورا- اوچتو.
**يَڪ سُوئي:** ث (ف) دلجمعي- اطمينان.
**يَڪ طرفو:** ص (ف) هڪڙي پاسي جو (پاڙو،

فيصلو). هڪڙيءَ ڏر جو.

**يک فِصلي؛** ث. اها زمين يا پوک جيڪا سال ۾ هڪ ڀيرو ٿئي.

**يَک لَخت؛** ص (ف) سڄو سارو. فورا- يڪدم.

**يَک مُشت؛** ص (ف) سمورو- جملي- سڀ. (ظ) هڪڙي ئي ڀيري.

**يَڪو؛** ص. اڪيلو- تنها. (ظ) سمورو- گڏ- جملي- سڀ. (ذ) تاس ۾ هڪڙي داڻي وارو پتو. (ث. يَڪِي).

**يڪو؛** ذ (ف) پهلوان- سورهيه.

**يَڪي سِر؛** ص. اڪيلو. هڪڙوئي. پنهنجي مٿي.

**يَگانگت، يگانگي؛** ث (ف) هِڪڙائي. ايڪائي. نرالائي- انوکائي. نُدرت. ٻَڌي- اتحاد.

**يَگانو؛** ذ (ف) اڪيلو- هڪڙو. نرالو- انوکو. وِرلو. نادر- عجيب. لاثاني- بي مثل.

**يَلغار؛** ث (ف) حملو- جُلهه- ڪاهه.

**يَمَنُ؛** ذ. عربستان جي ڏکڻ ۾ هڪ رياست يا ملڪ. (سن) ڪلياڻ راڳ جي هڪ راڳڻي. شاه عبداللطيف جي رسالي ۾ هڪ سُر.

**يُورَپُ؛** ذ (انگ) ايشيا جي الهندي وارو کنڊ.

**يُورَشَ؛** ث (ف) حملو- ڪاهه- چڙهائي. دشمن جي لشکر تي حملو.

**يُوسفُ؛** ذ. هڪ نبي سڳوري جو نالو (حضرت يعقوب جو فرزند جيڪو نهايت حَسين هو).

**يُوسف ثاني؛** ذ. حضرت يوسف عليہ السلام جهڙو حسين- تمام سهڻو.

**يوگ؛** ذ (سن) جوڳُ (هڪ پنٿ، فرقو، يا ڀڳتي جو هڪ طريقو).

**يَومُ؛** ذ (ع) ڏينهن- روز.

**يَومُ الحِسابُ؛** ذ. قيامت جو ڏينهن (جنهن ڏينهن تي ٻندن کان اعمالن جو پڇاڻو ٿيندو).

**يُونانُ؛** ذ. يورپ جو هڪ ملڪ.

**يوناني طب؛** ث. ڏيهي جڙين ٻوٽين سان علاج ڪرڻ جو طريقو.

**يُونسُ؛** ذ. هڪ نبي سڳوري جو نالو.

**يُونِيَن؛** ث (انگ) اتحاد- اتفاق- ٻڌي. جماعت.

**يَهُودِي؛** ذ (ع) حضرت موسيٰ عليہ السلام جي اُمت سڏائيندڙ قوم- بني اسرائيل.

**Sindhi Language Authority,**
National High way, Hyderabad,
Sindh, Pakistan, P.C. 71000
Tel: 652457-650167
Fax: 652762

First edition of one volume "Sindhi to Sindhi Dictonary" compiled by Dr. N.A Baloch
is published by Sindhi language Authority, Hyderabad, Sindh.

**August, 1998.**
**Copies: 2000**
**Price: Rs. 400**



**Distributor:**
**Sindhi Language Authority,**
Hyderabad, Sindh. P.C. 71000

Published by Taj Joyo Secretary & Ameen Muhammed Laghari, Publication officer, Sindhi Language Authortiy, Hyderabad, and printed by Azad Communications, National Auto Plaza, B-24, Marston Road, Karachi, Sindh.

A ONE VOLUME

# SINDHI TO SINDHI DICTIONARY

Compiled by

Dr. N.A Baloch

Assisted by

Muhammad Ismail Shaikh



SINDHI LANGUAGE AUTHORITY

HYDERABAD, SINDH.

1998

# پڙهندڙ نسُل . پ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ

اينڌڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيلا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٽالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَمر - گولو، جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي پاڙهو تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني جي نشاني آهي.
پَڙهڻ جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهندڙَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.
پَڙهندڙ نَسُل جا پَڙهندڙَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڪن تہ ڪيئن ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي پنهنجو حق، فرض ۽ اڻٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.
توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَن پَن جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪي جو ٻيجل ٻوليو)